وَاِنۡ مِّنۡ شَیۡءٍ اِلَّا عِنۡدَنَا خَزَآئِنُہٗ ۫ وَمَا نُنَزِّلُہٗۤ اِلَّا بِقَدَرٍ مَّعۡلُوۡمٍ

(الحجر: ۲۲)

# تفسیرِ صغیر

از

## الحاج حضرت مرزا بشیرالدین محمود احمد

خلیفة المسیح الثانی المصلح الموعود
رضی اللّٰہ عنہ

## سنڌي ترجمي سان

مترجم

پروفيسر عبدالقادر ڏاهري

# THE HOLY QURAN

## Arabic Text with Sindhi Translation

Reprinted in UK in 2014



Published by

Islam International Publication Ltd.
Sheephatch Lane
Tilford, Farnham, Surrey, Gu10 2AQ
United Kingdom

Printed and bound by

Raqeem Press
United Kingdom

ISBN: 978 - 1 - 84880 - 004 5

بسم اللّٰه الرحمٰن الرحيم نحمدهٗ و نصلّی علیٰ رسوله الکريم

# عرض ناشر

حضرت خليفہ المسيح الخامس ايده اللّه تعاليٰ بنصره العزيز جن هدايت فرمائي تہ قرآن ڪريم جو سنڌي ترجمو جيڪو شايع ٿيل آهي انهيءَ جي ترجمي تي نظرثاني ڪئي وڃي ۽ تفسيرصغير جي تشريحي حاشين جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري انهيءَ ۾ ڪي بہ شامل ڪيو وڃي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ زير نظر ترجمو مڪرم محترم پروفيسر عبدالقادر ڏاهري صاحب ۽ مڪرم محترم غوث بخش شيخ صاحب جن ڪيو هو.انهيءَ جي بابت ڪن دوستن توجه ڏياريو هو تہ انهيءَ ۾ ڪن جڳهن تي ترجمي ۾ ڪمزوري آهي ۽ ڪي ڪتابت جون غلطيون موجود آهن.

حضور انور ايده اللّه جي فرمان جي تعميل جي لاءِ محترم امير صاحب ڪراچي مودود احمد خان صاحب سان مشوري ڪانپوءِ حضور انور ايده اللّه جي خدمت ۾ هيءَ تجويز عرض رکي وئي تہ هن غرض جي لاءِ محترم پروفيسر عبدالقادر ڏاهري صاحب جي سربراهيءَ ۾ هڪ بورڊ مقرر ڪرڻ فرمائين تہ هي ڪم وڌيڪ سهڻي نموني سان ٿي سگهندو. جنهن جي حضور انور ايده اللّه جن مِهرَ ڪندي منظوري عطا فرمائي.

(۱)محترم پروفيسر عبدالقادر ڏاهري صاحب

(۲)محترم عبدالخالق ناصر سولنگي صاحب مربي سلسله

(۳)محترم مسعوداحمد چانڊيو صاحب نائب ناظم وقف جديد

تي مشتمل بورڊ نظرثانيءَ ۽ تفسيري حاشين جي ترجمي جو ڪم وڏي محنت ۽

توجه سان سرانجام ڏيڻ جي توفيق ماڻي.

محترم عبدالقادر ڏاهري صاحب جن وڏي ڄمار جي هوندي به وڏي همت ۽ جاکوڙ سان هيءَ خدمت نباهي.محترم عبدالخالق ناصر سولنگي صاحب هن ڪم جي بروقت تڪميل جي لاءِ واٽون سوليون ڪرڻ ۾ ڀرپور حصو ورتو.محترم امير صاحب ڪراچيءَ ۽ محترم شيخ طاهر احمد نصير صاحب سيڪريٽري اشاعت ڪراچيءَ جن انتظامي نگراني ۽ سهولتون ميسر رکڻ ۾ تعريف جوڳو تعاون فرمايو.

ڪمپوزنگ ۽ سيٽنگ لاءِ مڪرم محمدرضاء الله چانڊيو صاحب مربي سلسله ۽ مڪرم سيد مبارز احمد صاحب مربي سلسله جن خدمت جي توفيق ماڻي. فجزاهم الله احسن الجزاء

تفسير صغير جو سنڌي ترجمو عام فائدي لاءِ ٻن جلدن ۾ پيش آهي.

والسلام

خاڪسار

خالد مسعود

# قرآن شريف جي سورتن جي فهرست

# قرآن شريف جي سيپارن جي فهرست

إِنَّا نَحْنُ نَزَّلْنَا الذِّكْرَ وَإِنَّا لَهُ لَحَافِظُونَ
(الحجر:١٠)

# تفسيرِ صغير

## سنڌي ترجمي سان

## جلد پهريون

# سُوْرَةُ الْفَاتِحَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت فاتحہ ①-هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت ② هن جون ست آيتون آهن.

---

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي ③ جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهان ٿو).

---

**١-** دنيا ۾ سيني ڪمن جي بابرڪت ٿيڻ لاءِ الڳ دعا ڪئي ويندي آهي.قرآن ڪريم اهڙو مڪمل ڪتاب آهي جو ان جي دعا به انهيءَ جي اندر رکيل آهي.جڏهن انسان قرآن ڪريم پڙهندو آهي ته هر سورت کان اڳ بِسْمِ اللّٰهِ پڙهندو آهي.۽ سجي قرآن کان اڳ بِسْمِ اللّٰهِ ۽ سورت فاتحہ پڙهندو آهي.جڻ ته قرآن ڪريم جي تلاوت جي پچاڙيءَ لاءِ ڪنهن ٻاهرين مدد جي ضرورت ناهي چاڪاڻ ته ان جي دعا به ان ۾ شامل آهي. ها قرآن ڪريم جي تلاوت کان اڳ اَعُوْذُ بِاللّٰهِ پڙهڻ جو حڪم آهي.پر اول ته اَعُوْذُ پاڻ قرآن ڪريم جو حصو آهي، چاڪاڻ ته قرآن ڪريم ۾ ئي اچي ٿو ته فَاِذَا قَرَأْتَ الْقُرْاٰنَ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطَانِ الرَّجِيْمِ (نحل:آيت ٩٩)ان ڪري اها ڪا ٻاهرين شيءِ ناهي. ٻيو اَعُوْذُ بِاللّٰهِ ارادي سان تعلق رکي ٿو ۽ ارادا هميشہ ڪم کان اڳ حيثيت رکندا آهن، جڏهن به قرآن ڪريم پڙهيو وڃي پلي سجو يا ان جو ڪو حصو،ان کان اڳ اَعُوْذُ بِاللّٰهِ پڙهي وڃي.جڏهن سورت شروع ڪئي وڃي ته انسان اڳ ۾ اَعُوْذُ بِاللّٰهِ پڙهي پوءِ بِسْمِ اللّٰهِ جيڪا سورت جو حصو آهي اُها پڙهي۽ پوءِ باقي سورت پڙهي.جڏهن قرآن ڪريم جي تلاوت جي وچ ۾ ڪا سورت اچي وڃي ته صرف بِسْمِ اللّٰهِ پڙهي اَعُوْذُ نہ پڙهي.جڏهن انسان ڪنهن سورت جو ڪو وچون حصو پڙهي ته اڳ ۾ اَعُوْذُ بِاللّٰه پڙهي بِسْمِ اللّٰهِ نہ پڙهي، چاڪاڻ ته بِسْمِ اللّٰهِ سورت جي شروع ۾ ايندي آهي.وچ ۾ پڙهڻ جي ڪا ضرورت ناهي.

**٢-** اسان بِسْمِ اللّٰهِ کي سورتن جو حصو قرار ڏنو آهي چاڪاڻ ته رسول ڪريم ﷺ کان اهڙي طرح ئي ثابت آهي. تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد پهريون صفحو ١٢-١٣

**٣-** باء جي معنيٰ معيت۽ استعانت جي آهي ۽ ان جو لفظي ترجمو ”سان“ ۽ ”گڏ“ آهي پر جيئن ته انهن لفظن مان مطلب واضح نٿو ٿئي ان ڪري ”وٺي“ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ ۙ﴿۲﴾

**٢-** هر (قسم جي) تعريف جو اللّٰه ئي مستحق آهي(جو) ① سڀني جهانن جو پالڻهار (آهي). ②

**(باقي حاشيو)** جيڪو ٻنهي معنائن تي مشتمل آهي.

**١-** پهرين آيت ۽ ٻي آيت ۾ صفت جي ترجمي ۾ فرق آهي.پهرين آيت ۾ ”جو“ ۽ ”آهي“ کي ظاهر ڪيو ويو آهي پر ٻي آيت ۾ ٻنهي لفظن کي ڏنگيً ۾ رکيو ويو آهي.ان جو ڪارڻ ترجمي جي ڏکيائي آهي.ٻي آيت ۾ جيئن ته جملو مڪمل هيو اُتي ”جو“ ۽ ” آهي“کي ظاهر ڪرڻ جي ضرورت نه پئي.پهرين آيت ۾ ”جو“ ۽ ”آهي“ جي لفظن کي ظاهر ڪرڻ کان سواءِ جملو نامڪمل رهي پيو ان ڪري اُتي محذوف کي ظاهر ڪرڻو پيو.اڳتي به جتي جتي اِهو فرق هوندو ترجمي ۾ فرق پئجي ويندو.

**٢-**سورت فاتحه ۾ اللّٰه تعالٰي فرمائي ٿو اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ - الف-لام هڪ ته استغراقي هوندو آهي يعني جنهن شيءَ جو ذڪر هجي ان جي سڀني فردن تي دلالت ڪرڻ لاءِ ايندو آهي.پيو ان ڳالهه تي دلالت ڪندو آهي ته اها شيءَ پنهنجي ذات ۾ ڪامل آهي. اصل ۾ اها به استغراقي ئي آهي. ڇاڪاڻ ته هڪ معنيٰ عدد جي لحاظ سان استغراق تي دلالت ڪري ٿي ۽ هڪ معنيٰ ڪمال جي لحاظ سان استغراق تي دلالت ڪري ٿي،يعني سڀئي درجا ان ۾ اچي ويا.ان کان علاوه الف-لام ڪنهن ذهني ياڪنهن ڄاڻايل شيءَ ڏانهن اشارو ڪرڻ لاءِ ايندو آهي جنهن کي عربيءَ ۾ معهود ذهني يا معهود ذڪري چيو ويندو آهي يعني جنهن شيءَ تي الف-لام ايندو آهي اهو ڪنهن اهڙي شيءَ تي دلالت ڪندو آهي، جنهن جوذڪر اڳ ۾ ٿي چڪو آهي يا جنهن جوخيال ذهن ۾ موجود آهي. ان ڪري اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ جي هڪ معنيٰ ته اِها ٿي ته هرقسم جي حمد اللّٰه تعالٰي لاءِ آهي ۽ اها ته حمد پنهنجي پوري ڪمال سان صرف اللّٰه جي لاءِ آهي يعني هر نيڪ صفت پنهنجي سڀني ڪمالات سان صرف اللّٰه تعاليٰ ۾ ئي موجود آهي ٻئي ڪنهن ۾ نا هي،يعني نه ته اللّٰه تعاليٰ کان سواءِ پيو ڪو وجود آهي جنهن ۾ سڀئي صفاتِ حسنه موجود هجن ۽ نه وري خدا تعاليٰ کان سواءِ ڪو ٻيو وجود آهي جنهن ۾ ڪا صفت حسنه پنهنجي تمام ڪمالات سان موجود هجي.بيشڪ اسان انسانن لاءِ هي لفظ ڳالهائيندا آهيون ته ڪامل طور تي هن ۾ بهادري يا سخاوت يا حسن موجود آهي پر اصل ۾ ان جي معنيٰ صرف

الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ۙ﴿۳﴾ ٣-بيحد ڪرم ڪرڻ وارو،باربار رحم ڪرڻ وارو

**(باقي حاشيو)**اها هوندي آهي ته جنهن حد تائين انسان ۾ اُها صفت ٿي سگهي ٿي اُهاصفت ڪامل طور تي ان ۾ موجود هوندي آهي.اِهو مطلب نه هوندو آهي ته اُها صفت پنهنجي حقيقي ڪمال سان ان ۾ موجود آهي. پر انهيءَ صفت ڪي جڏهن اسان اللّٰــه تعاليٰ ڏانهن منسوب ڪندا آهيون تهڪمال جي معنيٰ غير اضافي هوندي آهي،يعني ڪنهن شيءَ جي نسبت سان ڪمال ناهن چوندا بلڪه ان صفت جي ممڪن ڪمال جي معنيٰ ڪئي ويندي آهي جنهن ڪان وڌيڪ ڪمال ڪنهن به صورت ۾ يا ڪنهن اضافت سان به ممڪن نه هجي.

حَــمُـدُ جيئن ته مصدر آهي ۽ مصدر مجهول جي معنيٰ به ڏيندو آهي. ان ڪري ان جي هيءَ معنيٰ به آهي ته صحيح تعريف پلي ڪنهن شيءَ جي هجي اُها اللّٰــه تعاليٰ ئي ڪري سگهي ٿو.هڪ انسان ٻئي انسان جي دماغ ۽ دل جي حالت ڪي نه ڄاڻڻ جي ڪري ان جي تعريف ۾ غلطي ڪري سگهي ٿو ۽ شين جي حقيقت ڪان پوري طرح واقف نه هئڻ جي ڪري انهن جي تعريف ۾ به غلطي ڪري سگهي ٿو.هڪ طبيب هڪ دوا جو اثر ٻڌائيندوآهي پر اُهو اثر صرف اصول تائين محدود هوندو آهي.هر شيءَ پين شين سان ملي پنهنجي تاثيرڪي مٽائي ڇڏيندي آهي.عالم الغيب هستي ئي ٻڌائي سگهي ٿي ته اُها شيءَ ڪيتري شين سان ملي سگهي ٿيءَ ڪيتريون شڪلون مٽائي سگهي ٿي.

ٽئين معنيٰ جي لحاظ سان يعني معهود ذڪري جي لحاظ سان ان جي معنيٰ هيءَ ٿيندي ته انسان ذات پنهنجي آسماني ڪتابن جي ذريعي جهڙي قسم جي ڪامل تعريف جو ذڪر ڪنداآهن۽ ڪامل وجود جو اندازو لڳائينداآهن اُهو ڪامل وجودصرف اللّٰه تعاليٰ جي ذات ئي آهي.

چوٿين معنيٰ جي لحاظ سان هيءَ معنيٰ ٿيندي ته انسان پنهنجي ذهن ۾ هڪَ ڪامل وجود جو جيڪو نقشو ناهيندوآهي اُهو ان ڪي پيو ڪاٿي به نه ٿو ملي سگهي سواءِ خدا جي ذات جي.پر شرط هي آهي ته اهونقشو صحيح هجي ڇاڪاڻ ته حمد جولفظ صحيح تعريف جي معنيٰ ۾ ايندوآهي خيالي تعريف جي لاءِ حمد جولفظ نه ڳالهايو ويندو آهي.

رَبِّ الۡعَــالَمِيۡنَ ۾ مختلف عَالَمَن ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي.عالَمِ موجودات ۾ مختلف عالَم نظر ايندا آهن جن مان ڪي پين ڪان مختلف آهن، پر ان اختلاف جي هوندي به انهن جي پويان

مٰلِكِ يَوْمِ الدِّيْنِ ۝٤ ۴۔۽ جزا سزا جي وقت جومالڪ آهي.①

**(باقي حاشيو)** هڪ ئي ڪليو ڪم ڪندو نظر اچي ٿو ۽ اسان کي خبر پوندي آهي ته قدرت جو هڪ ئي سرچشموآهي جنهن کان هو مدد وٺي رهياآهن۽ ان جي پنيان هڪ ئي وجود ڪم ڪري رهيو آهي.ان ڪري جڏهن قدرت جي سڀ قانونن ۾ هڪ ئي روح مصروف عمل آهي، ته پوءِ تعريف جيڪا قدرت جي حسن جو اقرارڪرڻ جو نالوآهي اُها به انهيءَ مصروفِ عمل قدرت جو مال ۽ حق سمجهي ويندي.

١۔ **مَالِكِ يَوْمِ الدِّيْن** اللّٰه تعاليٰ جزا سزا جي وقت جو مالڪ آهي.ان معنيٰ جي مطابق هن آيت جي هيءَ تشريح ٿيندي ته اللّٰه تعاليٰ قيامت جي ڏينهن جو مالڪ آهي.يعني ان ڏينهن جزا سزا ۾ ڪنهن ٻي جو دخل نه هوندو بلڪ جزا سزا صرف اللّٰه تعاليٰ جي طرفان ملندي.اهڙي طرح هن دنيا ۽ اڳلي جهان جي نتيجن ۾ فرق بيان ڪيو آهي ته هن دنيا ۾ ته سٺي ۽ بري فعلن جي جزا سزا انسانن جي ذريعي به ملندي آهي ۽ ان ۾ ماڻهن کان غلطي به ٿي ويندي آهي، پر قيامت جي ڏينهن صرف اللّٰهتعاليٰ ئي جزا سزا ڏيندو ۽ اِهو ناممڪن هوندو ته ڪنهن تي ظلم ٿئي ۽ ان کي بي گناه سزا ملي وڃي يا ڏوهه کان وڌيڪ سزا ملي وڃي.۽ ڏوهاريءَ لاءِ به ناممڪن هوندو ته ڪوڙ ۽ فريب کان ڪم وٺي سزا کان بچي وڃي.

۽ هِن ۾ انهيءَ امر طرف به ڌيان ڏيارو ويوآهي تهاللّٰه تعاليٰ جزا سزا جي وقت رڳو هڪ مَلِڪَ جي طور تي ڪم نه ڪندو بلڪ مَالِڪَ جي طور تي ڪم ڪندو.مَلِڪُ يعني بادشاه جڏهن فيصلو ڪندو آهي ته هن جو ڪم صرف اهو ڏسڻ هوندو آهي تهانصاف ڇاآهي،ڇاڪاڻ تهجن معاملن جو هو فيصلو ڪندوآهي، اُهي مدعي ۽ مدعا عليه جي حقن سان تعلق رکندڙ هوندا آهن،ان ڪري هُن کي اِهو اختيار حاصل نه هوندوآهي تههُو ڪنهن کي معاف ڪري ڇڏي.پر اللّٰه تعاليٰ جيئن ته هڪ بادشاه ئي نه بلڪ مَالِڪُ به آهي ان ڪري هن کي حق آهي ته هو پنهنجي حق منجهان جيترو وٽيس معاف ڪري ڇڏي.هن مضمون سان هڪ طرف ته وڏي اميد پيدا ڪئي وئي آهي ۽ انسان کي مايوسيءَ کان بچائي ورتو آهي، ٻي طرف انسان کي هوشيار به ڪيو ويو آهي ته خدا تعاليٰ جي رحم مان ناجائزفائدو وٺڻ جوخيال به دل ۾ نه آڻجو.ڇاڪاڻ ته مالڪ هجڻ جي ڪري جتي هُورحم ڪري سگهي ٿو اُتي پنهنجي مخلوق کي بُرو ڏسڻ به برداشت نٿو ڪري سگهي.يعني اميد ۽ خوف جا خيالَ برابر پيدا ڪري

اِيَّاكَ نَعۡبُدُ وَ اِيَّاكَ نَسۡتَعِيۡنُ ؕ۝۵

۵-(اي خدا!) اسان تنهنجي ئي عبادت ڪريون ٿا ۽ توکان ئي مدد گهرون ٿا.①

**(باقي حاشيو)** انسان ڪي چستي ۽ همت پيدا ڪرڻ جي ترغيب ڏني وئي آهي. تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد پهريون صفحو ۲۳-۲۵

مَالِكِ يَوۡمِ الدِّيۡن جي هڪ معنىٰ هيءَ آهي ته الله تعاليٰ مذهب جي ڏينهن جو مالڪ آهي. يعني جڏهن به ڪو سچو دين دنيا ۾ ظاهر ٿيندو آهي ته ان وقت خداتعاليٰ جون قدرتون به ظاهرٿيڻ شروع ٿي وينديون آهن۽ جڏهن سچودين دنيا مان اُٿي ويندو آهي ته ائين لڳندوآهي ته هن دنيا جو مالڪ ۽ خالق ڪو ناهي.نه ان جي قدرت جو نماء ٿيندو آهي ۽ نه وري ان جي حڪومت جو اظهار ٿيندو آهي.نه وري هن جي طاقت جو ڪو مظاهرو ٿيندو آهي. پر جيئن ئي ڪو سچو دين دنيا ۾ ايندو آهي ته تُرت خدا تعاليٰ جون تقديرون ظاهرٿيڻ لڳنديون آهن.هن جا نشان ظاهرٿيڻ لڳندا آهن هن جامعجزا ظاهرٿيڻ لڳندا آهن هن جي طرفان آسماني تائيدن جو نزول ٿيڻ لڳندوآهي ۽ دنيا تي فرشتا نازل ٿيڻ لڳندا آهن.مطلب خداتعاليٰ جي ملڪيت هن دنيا تي خداتعاليٰ جي مامورن ۽ رسولن جي زمانن ۾ ظاهر ٿيندي آهي. حضرت مسيحؑ جيڪو هي چيو هو ته ”اي خدا! جيئن تنهنجي بادشاهي آسمان تي آهي زمين تي به ظاهر ٿئي“ ته ان جو به اِهوئي مطلب هو ته جهڙي طرح اڳوڻن نبين جي زماني ۾ تو قدرت نُمائيون ڪيون آهن اهڙي طرح منهنجي زماني ۾ به قدرت نُمائيون ڪر. نه ته قانونِ قدرت جي لحاظ سان ته خداتعاليٰ جي حڪومت هميشه ئي آسمان تي به آهي، زمين تي به آهي ۽ ذري ذري تي به آهي.پر ان قدرت جو نُماء اهڙي رنگ ۾ ظاهر ٿيندو رهندوآهي جو ائين لڳندوآهي جيئن اتفاقِ حسنه ۽ اتفاقِ سيئه سان ڪا ڳالهه ٿي رهي آهي.اِها خبر نه پوندي آهي تهڪنهن ارادي ۽ منصوبي سان ڪو ڪم ڪيو پيو وڃي.پر جڏهن خدا تعاليٰ جا مامور ۽ مرسل دنيا ۾ ظاهر ٿيندا آهن ته ان وقت خداتعاليٰ جي تقدير اهڙي طرح ظاهر ٿيندي آهي جوصاف خبر پوندي آهي ته ڪا حڪمت عملي جوڙي ۽ ڪومنصوبو(PLAN)ناهي ان جي مطابق خداتعاليٰ هن دنيا ڪي هلائڻ چاهي ٿو ۽ قدرتِ خاص جا مظاهرا مسلسل ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويندا آهن.

١- اِيَّاكَ نَعۡبُدُ وَاِيَّاكَ نَسۡتَعِيۡن - جڏهن خداتعاليٰ جي قدرتِ خاص جا نظارا دنيا ۾ ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويندا آهن ته خداتعاليٰ انسان جي ويجهو ٿي ويندو آهي ۽ نيڪ فطرت ماڻهن ڪي خداتعاليٰ نظر اچڻ شروع ٿي

اِهۡدِنَا الصِّرَاطَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ ۙ﴿۶﴾ ۶-اسان کي سڌي رستي تي هلاءِ.①

صِرَاطَ الَّذِيۡنَ اَنۡعَمۡتَ عَلَيۡهِمۡ ۬ۙ ۷-انهن ماڻهن جي راهه تي جن تي تو انعام

**(باقي حاشيو)** ويندوآهي ۽ انهن ۾ هڪ نئون ايمان پيدا ٿي ويندوآهي.ان ڪري غائب خدا انهن کي حاضرنظراچڻ لڳندوآهي۽ هو اِيَّـاكَ نَـعۡبُـدُ وَاِيَّاكَ نَسۡتَعِيۡن چئي ڏيندا آهن۽ اُهو لقاء اصل ۾ نبين جي زماني ۾ ۽ نبين جي ويجهي زماني ۾ حاصل ٿيندوآهي.يعني جڏهن ته ماڻهوڪثرت سان ان قسم جي معجزاتي لقاء جو رتبو حاصل ڪندا آهن ۽ ان کان فائدو وٺندا آهن. نبين کان بعيد زماني ۾ به اهڙي قسم جا ڪي ڪي ماڻهو ملندا آهن سواءِ ان ٿوري عرصي جي جڏهن ڪنهن اچڻ واري موعود کان اڳ جو زمانو هوندوآهي.جڏهن دنيا نيڪ فطرت ماڻهن کان تقريباً خالي ٿي ويندي آهي.پراهي ماڻهو جيڪي نبوت جي زماني کان گهڻو بعد پيدا ٿيندا آهن ان رتبي کي حاصل ڪرڻ وارا ماڻهوانهن ۾ايتراٿورا هوندا آهن جو خداسان انهن جو تعلق انفرادي تعلق چئي سگهجي ٿواجتماعي نه.۽ اِيَّـاكَ نَـعۡبُـدُ وَاِيَّـاكَ نَسۡتَعِيۡن ۾ نَعۡبُدُ جو نون ۽ نَستَعِين جو نون ٻڌائي ٿو ته هتي ان جماعت جو ذڪرآهي جيڪا اجتماعي حيثيت رکي ٿي جن ۾ ڪثرت سان خداتعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ واراءِ ان جا نشان ڏسڻ وارا ماڻهو موجود هوندا آهن.قرآن ڪريم ۾ ٻي جڳهه تي انهيءَ مضمون ڏانهن هيٺئن اشارو فرمايو ويو آهي ته ثُلَّةٌ مِّنَ الۡاَوَّلِيۡنَ وَقَلِيۡلٌ مِّنَ الۡاٰخِرِيۡن (سورت الواقعه:١٤-١٥)مفسرن غلطي سان ان جي هي معنيٰ ڪئي آهي ته رسول ڪريم صلّي اللّٰه عليه وسلم جي زماني ۾ گهٽي قدر ۽ بعدم گهٽ.حالانڪه هي اصول ۽ قاعدو بيان ڪيو ويو آهي ته نبي جي زماني ۽ هن جي ويجهي زماني ۾ هي مقام شهود حاصل ڪرڻ وارا گهٽي قدر هوندا آهن ۽ جڏهن نبي کان زمانو پري ٿي ويندوآهي ته اهڙا ماڻهو ٿورا رهجي ويندا آهن۽انهن جي انفرادي حيثيت رهجي ويندي آهي جماعتي نه رهندي آهي.

١-اِهۡـدِنَـــــا الصِّرَاطَ الۡمُستَقِيۡم ۾ ٻڌايو ويو آهي ته لقاء کان پوءِ انسان جي اندر وصال جي طلب شديد ٿي ويندي آهي.لقاءُ،وڇان حجاب پري ڪرڻ جي تقاضا ڪري ٿو.۽ وصال قائم رهڻ واري قربت گهري ٿو ان ڪري اِيَّـــاكَ نَـعۡبُـدُ وَاِيَّـــاكَ نَسۡتَعِيۡن سان گڏ ئي انسان جي دل ۾ لازماً طلب پيدا ٿيندي آهي ته مان خداتعاليٰ جي ويجهو هليو وڃان.ان ڪري هن آيت ۾ توجهه ڏياريو ويو آهي ته جڏهن مؤمن اِيَّـــاكَ نَـعۡبُدُ جي مقام تي پهچندو آهي ته بي اختيار ٿي چوندو آهي ته مونکي پنهنجي پاڻ ڏي تمام ويجهو اچڻ جو رستو ٻڌاءِ.الـصِّــــرَاطَ الۡـمُستَـقِيۡـم يعني سڌو رستو نئڻي کان نيڻو هوندو آهي.چو ته نيڻو رستو خدا ڏانهن وڃڻ جو به ٿي سگهي ٿو ۽ جهنم ۽باهه ۽ شيطان ڏانهن وڃڻ جو به

غَيۡرِ الۡمَغۡضُوۡبِ عَلَيۡهِمۡ وَلَا الضَّآلِّيۡنَ ﴿٧﴾ ع كيوآهي① جن تي نہ تہ (بعد ۾ تنهنجو) غضب نازل ٿيو( آهي) ۽ نہ اهي (آخرڪار)گمراہ (ٿي ويا)آهن.②

**(باقي حاشيو)** ٿي سگهي ٿو ان ڪري ان جي تشريح اڳين آيت ۾ ڪئي آهي.

**١ـ صِرَاطَ الَّذِيۡنَ أَنۡعَمۡتَ عَلَيۡهِم** جن تي انعام نازل ٿيا ان گروھ جو رستو مونکي ڏيکار يعني رستو نندِو بہ هجي ۽ تو تائين پهچڻ جو رستو هجي ۽ تو ڪان پري وٺي وڃڻ وارو رستو نہ هجي.

**٢ـ غَيۡرِ الۡمَغۡضُوبِ عَلَيۡهِمۡ وَلَا الضَّآلِّيۡنَ ـ أَنۡعَمۡتَ عَلَيۡهِم** جو عيوض آهي. ان لاءِ هن جي هي معنيٰ ٿي تہ انهن انعام ٿيل ماڻهن جو رستو ٻڌاءِ جيڪي مغضوب نہ ٿيا ۽ جيڪي گمراہ نہ ٿيا،جن تي انعام ٿينداآهن اهي تہ مغضوب ۽ گمراہ ٿيندا ئي ناهن تہ پوءِ هن دعا جي معنيٰ ڇا ٿي؟ان ڪري ياد رکڻ گهرجي تہ جيئن گذريل آيتن جي ترجمي مان ظاهر آهي هيءَ دعا اجتماعي ۽ قومي دعا آهي ۽ هرقوم هڪ زماني تائين منعم عليہ ٿيڻ ڪان پوءِ **مَغۡضُوبِ عَلَيۡهِم** يا گمراہ يا ٻئي ٿي ويندي آهي.ان لاءِ هن دعا جو اهو ئي مطلب آهي تہ اسانجي شروعات بہ منعم عليہ واري هجي.۽ اسانجي پڇاڙي بہ منعم عليہ واري هجي.ائين نہ ٿئي جو اسانجي قوم آهستي آهستي منعم عليهم ڪان بدلجي مغضوب ٿي وڃي يا گمراہ ٿي وڃي.اهو مطلب ناهي تہ فردمغضوب ۽گمراہ نہ ٿئجي بلڪہ مرادهيءَ آهي تہ قوم مغضوب ۽ گمراہ نہ ٿئجي. جنهن ڏانهن **اِيَّاكَ نَعۡبُدُ وَاِيَّاكَ نَسۡتَعِيۡن** ۾ جمع جو صيغو استعمال ڪري اشارو ڪيو ويو آهي.ان ڪري **غَيۡرِ الۡمَغۡضُوبِ عَلَيۡهِمۡ وَلَا الضَّآلِّيۡن** جي آيت ٻڌائي ٿي تہ هي اچڻ واري زماني جي باري ۾ دعا آهي صحابہ رضي اللّٰہ عنهم جي باري ۾ ناهي ۽ رسول ڪريم ﷺ جن پاڻ بہ اِن جي اِها ئي معنيٰ ڪئي آهي.ڇاڪاڻ تہ جڏهن پاڻ سڳورن ڪان سندس صحابہ رضي اللّٰہ عنهم پڇيو تہ يا رسول اللّٰہ! **مَغۡضُوبِ عَلَيۡهِم** ۽ ضالّين(گمراہ)ڪيرآهن؟تہ پاڻ سڳورن فرمايو يهود ۽ نصاريٰ. اهڙي طرح پاڻ سڳورن فرمايو تہ خدا جو قسم!جيئن جُتي ٻي جُتيءَ جهڙي هوندي آهي اهڙي طرح منهنجي قوم جا ماڻهو هڪ ڏينهن انهن اڳوڻي قومن جي نقشِ قدم تي هلندا(ترمذي)ان ڪري رسول ڪريم ﷺ ٻڌائي ڇڏيو تہ **غَيۡرِ الۡمَغۡضُوبِ عَلَيۡهِمۡ وَلَا الضَّآلِّيۡن** سندن جي زماني جي ماڻهن جي باري ۾ ناهي بلڪہ ان ۾ آئيندي زماني جي مسلمانن جي زوال جي طرف اشاروآهي.پر جتي هن پيشگوئيءَ خطري جو هڪ رُخ پيش ڪيو آهي اُتي اُميد جي هڪ لاٽَ بہ ڏني آهي. ڇاڪاڻ تہ دعا اهڙي ئي معاملي جي باري ۾ ڪئي ويندي آهي جيڪو ممڪن هجي،ناممڪن لاءِ دعا ناهي ڪئي



سورت بقره- هيءَ سورت مدني آهي۽ بسم الله سميت هن جون ٻه سوستاسي آيتون آهن۽ چاليهه رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ①

ا-(مان) اللّٰه جونالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو)

الٓمّٓ ②

۲-مان ① اللّٰه سڀني کان وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهيان.

**(باقي حاشيو)**ويندي.خاص طورتي قرآني دعا ته ناممڪن لاءِ هوندي ئي ناهي.ان لاءِ هن دعا اسان لاءِ هڪ اُميد قائم رکي آهي ته جيڪڏهن ڪنهن زماني جا مسلمان اهڙي حالت ۾ جڏهن ته هو منعم عليهم هجن، اها ڪوشش ڪن ته هو مغضوب عليهم ۽ ضالين نه ٿي وڃن ته انهن جي ڪوشش جي ڪامياب ٿيڻ جو امڪان ضرور موجود آهي ۽ ڪنهن شيءَ جي دروازي جي ڪليل رهڻ سان ٻه وڏي اُميد پيدا ٿيندي ۽ حوصلو وڌندو آهي.

ا-الٓمّٓ ۽ اهڙي قسم جا ٻيا حرف جيڪي مختلف سورتن جي شروع ۾ آيا آهن مُقَطِعات چَوْرائيندا آهن. هي حرفَ الڳ الڳ ڳالهايا ويندا آهن.انهن مان هرحرفُ هڪَ لفظَ جو جانشين هوندوآهي مثال طورتي الٓمّٓ ۾اَلف اَنَاجو جانشين آهي ۽ لام اللّٰه جو جانشين آهي ۽ ميماَعۡلَمُ جو.اهڙي طرح الم جا ٽئي حرف ملي اَنَـا اللّٰهُ اَعۡلَمُ جي معنيٰ ڏيندا آهن. يعني مان اللّٰه سڀ کان وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهيان.انهن حرفن جي ذريعي اللّٰه جي اُن صفتن ڏانهن مختصر طور اِشارو ٿئي ٿو جيڪي اُن سورت ۾ بيان ٿيل هونديون آهن. جنهن جي شروعات ۾ هي حرفَ آڻيا ويندا آهن.ڪئي دفعه بيان ٿيل صفت جو پهريون حرفُ ورتو ويندوآهي ۽ بعض دفعه ڪو ٻيو اهم حرفُ.ڪي سورتون اهڙيون ٻه آهن جن کان اڳ ڪوبه مقطعه ناهي رکيو ويو،اهڙيون سورتون پاڻ کان اڳ واري سورت جي تابع هونديون آهن، جن ۾ مقطعه هوندو آهي.ڪن مفسرن انهن حرفن مان علمِ اَبْجَد جي مطابق عدد ڪڍيا آهن۽ انهن مان ڪن واقعن ڏانهن اشارو مراد ورتو آهي جيڪي انهن سورتن ۾ بيان ٿيل آهن.(تفصيل لاءِ ڏسو تفسيرڪبيرجلد پهريون صفحو نمبر ٦٥-٧٠).

ذٰلِكَ الْكِتٰبُ لَا رَيْبَ ۛۚ فِيْهِ ۛۚ هُدًى لِّلْمُتَّقِيْنَ ۙ۝۳

**٣-** اِهوئي① ڪامل ڪتاب آهي، هن (امر) ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي،متقين ڪي هدايت ڏيندڙ آهي.

الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ وَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَ مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ۙ۝۴

**٤-** جيڪي غيب تي ايمان آڻين ۽ نماز کي قائم ڪندا آهن ۽ جيڪي (ڪجهہ) اسان انهن کي ڏنو آهي انهيءَ مان خرچ ڪندا رهندا آهن.

وَالَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَ مَآ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلِكَ ۚ وَ بِالْاٰخِرَةِ هُمْ يُوْقِنُوْنَ ؕ۝۵

**٥-** ۽ جيڪو توتي نازل ڪيو ويو آهي يا ②جيڪو توکان پهريان نازل ڪيو ويو هو انهيءَ تي ايمان آڻيندا آهن ۽ آئيندي ٿيڻ وارين (واعدو ڪيل ڳالهين) تي (بہ) يقين رکندا آهن.

اُولٰٓئِكَ عَلٰى هُدًى مِّنْ رَّبِّهِمْ ۗ وَ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ۝۶

**٦-** اِهي ماڻهو (يقيناً) انهيءَ هدايت تي (قائم) آهن جيڪا انهن جي رب جي طرفان (آئي) آهي ۽ اِهي ئي ماڻهو ڪامياب ٿيڻ

---

**١-** **ذَالِك** جي معنيٰ ”هُو“ هوندي آهي، پرڪڏهن هي لفظ ان شيءِ لاءِ بہ جيڪا ويجهو هجي ۽ شان ۽ مرتبي ۾ تمام افضل هجي استعمال ٿيندو آهي ۽ هتي هِن لفظ جي اِهائي معنيٰ آهي. جيئن تہ اڙدوءَ ۾ ان معنيٰ کي پوري طرح بيان ڪرڻ وارو ڪو لفظ ناهي، ان ڪري ”اِهوئي“ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي. ٻي معنيٰ ان جي هي آهي تہ **ذَالِك** جو اشارو **اِهدِنَا الصِّرَاطَ الْمُستَقِيمَ** ڏانهن آهي ۽ مطلب هي آهي تہ جنهن هدايت يا ڪتاب جي گهرڻ جي سورت فاتحہ جي آخر ۾ دعا گهري وئي آهي اُهو هي ڪامل ڪتاب آهي. ان صورت ۾ **ذَالِك** جي معنيٰ درجي جي بلندي جي ڪرڻ جي ضرورت ناهي، سورت فاتحہ جيئن تہ ٻي سورت آهي ان ڪري **ذَالِك** پري جي اشاري لاءِ قائم رهندو جهڙوڪ هن جي اصل معنيٰ آهي.

**٢-** آيت ۾ واو آهي جنهن جي معنيٰ ”۽“ جي آهي. اسان ”۽“ جي جاءِ تي ”يا“ جو لفظ استعمال ڪيو آهي تہ جيئن مطلب سولائيءَ سان سمجهہ ۾ اچي سگهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا سَوَآءٌ عَلَيْهِمْ ءَاَنْذَرْتَهُمْ اَمْ لَمْ تُنْذِرْهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ۞

وارا آهن.

٧-اهڙا ماڻهو جن ڪفرڪيو آهي (۽) تنهنجو انهن کي ڊيڄارڻ يا نہ ڊيڄارڻ انهن لاءِ هڪ جهڙو(اثرپيدا ڪندو)آهي (جيستائين هُو اُنهيءَ حالت کي نہ بدلائين) ايمان نہ آڻيندا.

خَتَمَ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ وَعَلٰى سَمْعِهِمْ ؕ وَ عَلٰٓى اَبْصَارِهِمْ غِشَاوَةٌ ؗ وَّ لَهُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ۞

٨-اللّٰـه اُنهن جي دلين تي ۽ اُنهن جي ڪنن تي مُهَرَ هڻي ڇڏي آهي ۽ اُنهن جي اکين تي پردو(پيل)آهي ۽ اُنهن لاءِ هڪ وڏو عذاب (لکيل) آهي.

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّقُوْلُ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَ بِالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَمَا هُمْ بِمُؤْمِنِيْنَ ۞

٩-۽ ڪي اهڙاماڻهو بہ آهن جيڪي چون ٿا تہ اسان اللّٰه تي ۽ اچڻ واري ڏينهن تي ايمان رکون ٿا، درحقيقت اُهي هرگز ايمان نٿا رکن.

يُخٰدِعُوْنَ اللّٰهَ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۚ وَ مَا يَخْدَعُوْنَ اِلَّآ اَنْفُسَهُمْ وَ مَا يَشْعُرُوْنَ ۞

١٠-اُهي اللّٰـه کي ۽ اُنهن ماڻهن کي جن ايمان آندو آهي دوکو ڏيڻ چاهين ٿا، پر ①(حقيقت ۾)اُهي پنهنجي پاڻ کانسواءِ ڪنهن کي دوکو نٿاڏين-②۽ اُهي سمجهن نٿا.

١-"پر"جو لفظ هن جاءِ تي واوُ جو ترجمو آهي. هن جاءِ تي "۽" جولفظ صحيح مطلب ظاهر نٿوڪري. نوراللغات جيڪو اڙدوءَ جو لغت جو ڪتاب آهي ان ۾لکيل آهي تہ "پر" جي معني "ان جي باوجود" جي هوندي آهي ۽ اهائي معنيٰ هتي واوُ جي آهي.ان ڪري اسان ان جو ترجمو اڙدولغت جي مطابق "پر" ڪيو آهي.

٢-هيءَ لِيڪَ - ان ڳالھ جي نشاني آهي تہ اڳيون حصو جيتوڻيڪ آيت سان شامل آهي پر مطلب ۾ اُهو الڳ جملي جي حيثيت رکي ٿو.

فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ ۙ فَزَادَهُمُ اللّٰهُ مَرَضًا ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ۢ ۙ بِمَا كَانُوْا يَكْذِبُوْنَ ⑪

١١- اُنهن جي دلين ۾ هڪ بيماري هئي پوءِ اللّٰه انهنجي بيماريءَ کي(اجابہ)وڌائي ڇڏيو ① ۽ اُنهن کي هڪ دردناڪ عذاب ملي رهيو آهي ڇو تہ اهي ڪوڙ ڳالهائيندا هئا.

وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ لَا تُفْسِدُوْا فِي الْاَرْضِ ۙ قَالُوْٓا اِنَّمَا نَحْنُ مُصْلِحُوْنَ ⑫

١٢- ۽ جڏهن اُنهن کي چيو ويجي (تہ) زمين تي فساد نہ ڪيو،تہ چوندا آهن، اسان تہ صرف اصلاح ڪرڻ وارا آهيون.

اَلَآ اِنَّهُمْ هُمُ الْمُفْسِدُوْنَ وَلٰكِنْ لَّا يَشْعُرُوْنَ ⑬

١٣- (ڪن ڪولي) ٻڌو! ② اِهي ماڻهو بلاشڪ فساد ڪرڻ وارا آهن، پر اُهي ③ (هِن حقيقت کي)نٿاسمجهن.

وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ اٰمِنُوْا كَمَآ اٰمَنَ النَّاسُ قَالُوْٓا اَنُؤْمِنُ كَمَآ اٰمَنَ السُّفَهَآءُ ۭ اَلَآ اِنَّهُمْ هُمُ السُّفَهَآءُ وَلٰكِنْ لَّا يَعْلَمُوْنَ ⑭

١٤- ۽ جڏهن انهن کي چيو ويجي ٿو تہ (اهڙيءَ طرح)ايمان آڻيو، جهڙيءَ طرح (ٻين)ماڻهن ايمان آندوآهي تہ چونداآهن تہ ڇا(اسان اُهڙيءَ)طرح ايمان آڻيون جهڙيءَ طرح بيوقوف(ماڻهن)ايمان آندو آهي ياد رکو! (اِهي ڪوڙ ٿاڳالهائين)اِهي خود ئي

---

١- ”اللّٰه انهن جي بيماريءَ کي اجان بہ وڌائي ڇڏيو“جي جملي مان اِها مراد ناهي تہ اللّٰه تعاليٰ ان منافقن کي انهن جي بي ايمانيءَ ۾ وڌائي ڇڏيو، بلڪہ ان جو مطلب هي آهي تہ اللّٰه تعاليٰ باربار اهڙا نشان ڏيکارياجن جي نتيجي ۾ هومسلمانن کان اجان بہ وڌيڪ ڊڄڻ لڳا ۽ منافقت ڪرڻ لڳا.

٢-أَلَآ جي معنيٰ خبردار ۽ هوشيار ڪرڻ هوندي آهي.نڪي ڏمڪي ڏيڻ جي.ان ڪري”خبردار“جي بجاءِ ”ڪن ڪولي ٻڌو“ جا لفظ رکيا وياآهن جيڪي هوشيارڪرڻ لاءِ استعمال ٿينداآهن.

٣-عربي ٻوليءَ ۾واوٴ ۽ لٰــڪِنْ بہ لفظ عطف جا آهن۽ هڪ ٻئي جي لاءِ تاڪيدڪندو آهي.اڙدوءَ ۾ ان جي جاءِ تي”هاپر“يا”پر“جولفظ استعمال ڪنداآهن.

بيوقوف آهن پر (هن ڳالهہ کي) نٿا ڄاڻن.

وَاِذَا لَقُوا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا قَالُوْٓا اٰمَنَّا ۚ وَاِذَا خَلَوْا اِلٰى شَيٰطِيْنِهِمْ ۙ قَالُوْٓا اِنَّا مَعَكُمْ ۙ اِنَّمَا نَحْنُ مُسْتَهْزِءُوْنَ ⑮

**۱۵-** ۽ اُهي جڏهن اُنهن ماڻهن سان ملن ٿا جن ايمان آندو آهي تہ چئي ڇڏيندا آهن تہ اسان تہ (هن رسول کي) مڃون ٿا ۽ جڏهن اُهي پنهنجي (سردارن) ①سان عليحدگيءَ ۾ ملن ٿا تہ چئي ڏيندا آهن اسان يقيناً اوهان سان آهيون اسان تہ رڳو (اُنهن مومنن سان) مذاق پئي ڪئي.

اَللّٰهُ يَسْتَهْزِئُ بِهِمْ وَيَمُدُّهُمْ فِيْ طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ⑯

**۱۶-** اللّٰـه اُنهن کي (سندن) چِٽَرَ جي سزا ڏيندو ② ۽ کين سندن سرڪشين ۾ گمراهہ③ ڇڏي ڏيندو.

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ اشْتَرَوُا الضَّلٰلَةَ بِالْهُدٰى ۠

**۱۷-** هِي اُهي ماڻهو آهن جن هدايت کي

---

**۱-** شَيَاطِيْن شَيْطان جي جمع آهي ۽ شيطان جي معني آهي **کُلُّ عَاتٍ مُّتَمَرِّدٍ** يعني هر سرڪش ۽ حد کان وڌڻ وارو، ۽ پنهنجي مادي جي اعتبار سان ان جي معنيٰ پري ٿي وڃڻ واري جي بہ آهي (اقرب) ان ڪري شياطين مان مراد منافقن جا اُهي سردار ۽ اڳواڻ آهن جيڪي پاڻ حق کان پري ٿي چڪا آهن ۽ ٻين کي بہ ورغلائن ٿا.

**۲-** اَللّٰهُ يَسْتَهْزِءُ بِهِم جو لفظي ترجمو هي آهي تہ "اللّٰه انهن سان چِٽَرَ ڪندو" پر ان جي بجاءِ اسان هي ترجمو ڪيو آهي تہ "اللّٰه انهن کي چِٽَرَ جي سزا ڏيندو" ان جو سبب هي آهي تہ عربي زبان ۾ ڏوهہ جي بدلي جي لاءِ بہ ڏوهہ جا لفظ استعمال ڪري وٺبا آهن. ان ڪري امام راغبؒ پنهنجي ڪتاب مفردات ۾ هن آيت جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي **يُجَازِيُهِمْ جَزَاءَ الْهُزُوِ** يعني اللّٰه تعاليٰ منافقن کي سندن چِٽَرَ جي سزا ڏيندو.

**۳-** يَمُدُّهُم مَدَّ مان آهي ۽ مَدَّ الْمَدُيُونَ جي معنيٰ ٿيندي آهي. اَمْهَلَه' يعني قرض دار کي مهلت ڏني ۽ هن کان قرض جو مطالبو ڪجهہ عرصي لاءِ ڇڏي ڏنو. ان ڪري اسان هن آيت جو ترجمو ڪيو آهي تہ انهن کي گمراهہ ڇڏي ڏيندو.

فَمَا رَبِحَتْ تِّجَارَتُهُمْ وَمَا كَانُوْا مُهْتَدِيْنَ ﴿١٧﴾

چڏي گمراهي اختيار ڪئي جنهن جو نتيجو اِهو ٿيو جو نہ تہ اُنهن کي دنياوي فائدو پهتو ۽ نہ اُنهن هدايت ماڻي.

مَثَلُهُمْ كَمَثَلِ الَّذِى اسْتَوْقَدَ نَارًا ۚ فَلَمَّآ اَضَآءَتْ مَا حَوْلَهٗ ذَهَبَ اللّٰهُ بِنُوْرِهِمْ وَتَرَكَهُمْ فِىْ ظُلُمٰتٍ لَّا يُبْصِرُوْنَ ﴿١٨﴾

**١٨**-اُنهن جي حالت اُهڙي شخص جي حالت جهڙي آهي جنهن باهہ① ٻاري پوءِ جڏهن اُنهيءَ(باهہ)اُن جي چوڌاري (واري علائقي کي) روشن ڪيو تہ اللّٰہ سندن روشني کسي ورتي ۽هُن اُنهن کي (قسمن قِسمن جي)اونداهين ② ۾ (اهڙي حالت ۾) ڇڏي ڏنو (جو) اُهي(ڪاڇوٽڪاري جي راهہ)نٿا ڏسن.

صُمٌّۢ بُكْمٌ عُمْىٌ فَهُمْ لَا يَرْجِعُوْنَ ﴿١٩﴾

**١٩**-اُهي ٻوڙاآهن گونگاآهن انڌاآهن بسِ

---

١- مَثَلُهُم كَمَثَلِ الَّذِىْ اسْتَوْقَدَ نَاراً عربي ٻوليءَ ۾ نار جو لفظ جنگ جي لاءِ بہ ڳالهايو ويندو آهي.ان ڪري آيت جو مطلب هي آهي تہ منافقن مسلمانن کي شڪست ڏيڻ لاءِ ڪافرن سان ويڙهائي ڇڏيو.پر جڏهن ويڙهہ پڪڙجي وئي تہ نتيجو ابتڙ ظاهرٿيو.مسلمان کٽي ويا ۽ اللّٰہ تعاليٰ منافقن کي اهڙي حالت ۾ ڇڏي ڏنو جو انهن کي ان مونجهاري مان نڪرڻ جي ڪاوات نظر نہ ٿي آئي ۽ اندن وانگر هيڏانهن هوڏانهن رُلندا پئي وتيا.

**٢**-اونداهين جو لفظ ان ڳالهہ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي جو صرف ظاهري طور اونداهي ئي نہ بلڪ ٻيا ڪيترن قسمن جا خطرا بہ لاحق ٿي ويا آهن.اڙدوءَ ۾ جيئن تہ اونداهيءَ جو لفظ هن موقع تي جمع جي لاءِ صيغي ۾ استعمال ناهي ٿيندو ۽ جيڪڏهن استعمال ڪجي بہ تہ اُها معنيٰ ناهي ڏيندو جيڪا عربيءَ مان ملندي آهي.ان ڪري " قسمن قسمن جا" لفظ گڏ ڪري ڏنگيءَ ۾وڌايا ويا آهن تہ جيئن اصل مطلب پڙهڻ واري لاءِ واضح ٿي وڃي قرآن ڪريم ۾ هي لفظ هميشہ جمع طور استعمال ٿيوآهي ڇاڪاڻ تہ جڏهن بہ استعمال ٿيوآهي تہ ڪنهن اخلاقي يا روحاني ڳالهہ جومثال بيان ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيوآهي ۽ گناهہ ۽ بداخلاقيون اڪيليون نہ رهنديون آهن بلڪہ هڪ گناهُ ٻي گناهہ کي، ۽ هڪ مصيبت ٻي مصيبت کي ڇڪيندي آهي.

اَوۡ كَصَيِّبٍ مِّنَ السَّمَآءِ فِيۡهِ ظُلُمٰتٌ وَّرَعۡدٌ وَّبَرۡقٌ ۚ يَجۡعَلُوۡنَ اَصَابِعَهُمۡ فِىۡٓ اٰذَانِهِمۡ مِّنَ الصَّوَاعِقِ حَذَرَ الۡمَوۡتِ ؕ وَاللّٰهُ مُحِيۡطٌۢ بِالۡكٰفِرِيۡنَ ﴿۲۰﴾

يَكَادُ الۡبَرۡقُ يَخۡطَفُ اَبۡصَارَهُمۡ ؕ كُلَّمَآ اَضَآءَ لَهُمۡ مَّشَوۡا فِيۡهِ ۙ وَاِذَآ اَظۡلَمَ عَلَيۡهِمۡ قَامُوۡا ؕ وَلَوۡ شَآءَ اللّٰهُ لَذَهَبَ بِسَمۡعِهِمۡ وَاَبۡصَارِهِمۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَىۡءٍ قَدِيۡرٌ ﴿۲۱﴾ ع ٢

اُهي واپس نه موٽندا.

**٢٠**۔ يا (انهن جوحال) انهيءَ برسات جهڙو آهي جيڪا (ٽُپُ اونداهي) جُهڙَ مان (وَسندي) هجي (اهڙي بارش) جنهن سان (ڪيترن قسمن جون) اونداهيون گوڙ ۽ کنوڻ هوندي آهي، هُو پنهنجيون آڱريون ڪي ڪڙڪات سبب موت جي ڊپ کان ڪنن ۾ وجهن ٿا ① حالانڪ اللّٰه سڀني ڪافرن کي تباهه ڪرڻ وارو آهي.

**٢١**۔ اُمالڪ کنوڻ انهن جونورچٽ ڪري ڇڏي. جڏهن به اها مٿن چمڪات ٿي ڪري ته اهي ان جي (روشنيءَ) ۾ هلڻ لڳن ٿا ۽ جڏهن انهن تي اونده ڪري ڇڏيندي آهي ته بيهي رهندا آهن ۽ جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها ته يقيناً انهن جو ٻڌڻ ۽ انهن جي نظرختم ② ڪري ڇڏي ها، اللّٰه هر(انهيءَ) امر تي (جنهنجو هو ارادو ڪري) يقيناًپوري طرح قادرآهي. ③

**١**۔ هن جڳهه تي واوُ حاليه آهي.مطلب هي آهي ته جڏهن ڪافر خداتعاليٰ جي پڪڙ ۾اچي ويا آهن ۽ برباد ٿيڻ وارا آهن ته پوءِ انهن کان ڊڄڻ بيوقوفي ناهي ته پيو ڇاآهي.جيئن ته واوُ حاليه آهي ان ڪري ان جو ترجمو ''حالانڪ'' ڪيوويو آهي.

**٢**۔ ''ضايع ڪري ڇڏيندو آهي'' لَذَهَبَ جي معنيٰ آهي. ڇاڪاڻ ته عربي ۾ ذَهَبَ بِهٖ جي هڪ معنيٰ اَزَالَهٗ به هوندي آهي، يعني ضايع ڪري ڇڏيائين،يا پري ڪري ڇڏيائين. (اقرب)

**٣**۔ عَلٰى كُلِّ شَىۡءٍ قَدِيۡر۔ شيءَ جو ترجمو ''امر'' ۽ ''ڳالهه'' وغيره ڪيو ويندو آهي. پر شيءَ اسم هئڻ کان علاوه مصدر به آهيءَ مصدر بمعنيٰ اسم فاعل ۽ اسم مفعول ٿي سگهي ٿو.هن آيت ۾ شيءَ

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اعْبُدُوْا رَبَّكُمُ الَّذِىْ خَلَقَكُمْ وَالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿۲۲﴾

**۲۲**۔ اي انسانو! پنهنجي (انهيءَ) رب جي عبادت ڪيو جنهن توهان کي (به) ۽ انهن کي (به) جيڪي توهان کان اڳ گذريا آهن پيدا ڪيو آهي ته توهان (هر قسم جي مصيبت کان) بچو.

الَّذِىْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ فِرَاشًا وَّالسَّمَآءَ بِنَآءً ۖ وَّاَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَخْرَجَ بِهٖ مِنَ الثَّمَرٰتِ رِزْقًا لَّكُمْ ۚ فَلَا تَجْعَلُوْا لِلّٰهِ اَنْدَادًا وَّاَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿۲۳﴾

**۲۳**۔ (اُهوئي آهي) جنهن توهان لاءِ زمين کي بطور فرش ۽ آسمان کي ڇت طور بڻايو آهي ۽ ڪڪرن ① مان پاڻي لاٿو آهي، پوءِ انهيءَ (پاڻيءَ) جي ذريعي ميون جهڙو رزق اوهان لاءِ پيدا ڪيو آهي پوءِ توهان ڄاڻي ٻجهي الله جا مَٽُ ثاني نه بڻايو.

وَاِنْ كُنْتُمْ فِىْ رَيْبٍ مِّمَّا نَزَّلْنَا عَلٰى عَبْدِنَا

**۲۴**۔ ۽ جيڪڏهن هن (ڪلام) جي سببان جيڪو اسان پنهنجي ٻانهي تي نازل ڪيو

**(باقي حاشيو)** اسم مفعول جي معنيٰ ۾ استعمال ٿي آهي يعني پسند ڪيل شيءَ. ۽ آيت جي صحيح معنيٰ هيءَ آهي ته الله هر اُن امر تي جنهن جو هُو ارادو ڪري يقيناً پوري طرح قادر آهي. ان معنيٰ کي واضح ڪرڻ لاءِ ڪجهه لفظ ڏنگيءَ ۾ وڌايا ويا آهن. جيستائين ان معنيٰ کي مدنظر نه رکيو وڃي اڻ ڄاڻن کي دوکو لڳندو آهي. ايستائين جو ڪجهه ماڻهو چئي ڏيندا آهن ته ڇا خدا چوري ڪرڻ تي قادر آهي يا مرڻ تي قادر آهي؟ قدير مبالغي جو صيغو آهي ۽ ڪثرت ۽ عظمت تي دلالت ڪري ٿو. عام طور تي ”وڏو قادر“ ۽ ”گهڻو قادر“ ان جو ترجمو هوندو آهي. پر اڙدوءَ ۾ جڏهن مفعول ڄاڻايل هجي ته وڏو يا گهڻو جا لفظ استعمال نه ٿي سگهندا بلڪ هي مطلب ”پورو پورو“ يا ”پوري طرح“ جي قِسمن جي لفظن سان بيان ڪيو ويندو آهي. انهيءَ ڪري اسان ”پوري طرح“ جا لفظ استعمال ڪري ان مطلب کي واضح ڪيو آهي.

**۱**۔ **السَّمَاء** جي معنيٰ عربي زبان ۾ **اَلسَّحَابُ** جي به هوندي آهي. يعني ڪڪر (اقرب) ان ڪري

فَأْتُوا بِسُورَةٍ مِّن مِّثْلِهِ ۖ وَادْعُوا شُهَدَآءَكُم مِّن دُونِ اللّٰهِ إِن كُنتُمْ صٰدِقِينَ ﴿٢٤﴾

آهي توهان ڪنهن به(قسم جي) شڪ ۾(مبتلا ٿي ويا)آهيو ته جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته انهيءَ جهڙي هڪ سورت آڻي ڏيکاريو ۽ اللّٰه کانسواءِ پنهنجي مددگارن کي(به پنهنجي مدد لاءِ)سڏي وٺو.

فَإِن لَّمْ تَفْعَلُوا وَلَن تَفْعَلُوا فَاتَّقُوا النَّارَ الَّتِي وَقُودُهَا النَّاسُ وَالْحِجَارَةُ ۖ أُعِدَّتْ لِلْكٰفِرِينَ ﴿٢٥﴾

**٢٥-** ۽ جيڪڏهن توهان ائين نه ڪيو ۽ توهان هرگز(ائين)نه ڪري سگهندؤ ته انهيءَ باه کان بچو جنهن جو ٻارڻ ماڻهو ۽پٿر ① آهن.اُها ڪافرن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي.

وَبَشِّرِ الَّذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ أَنَّ لَهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الْأَنْهٰرُ ۖ كُلَّمَا رُزِقُوا مِنْهَا مِن ثَمَرَةٍ رِّزْقًا ۙ قَالُوا هٰذَا الَّذِي رُزِقْنَا مِن قَبْلُ ۙ وَأُتُوا بِهِ

**٢٦-** ۽ تون انهن ماڻهن کي خوشخبري ٻڌاءِ جن ايمان آندو آهي ۽ نيڪ عمل ڪيا آهن انهن لاءِ(اهڙا) باغ آهن جن جي هينان نهرون ② وهنديون آهن. جڏهن به انهن(باغن) جي ميوي مان

**(باقي حاشيو)**اسان وَأَنزَلَ مِنَ السَّمَاءِ مَاءً جي معنيٰ هيءَ ڪئي آهي ”۽ ڪڪرن مان پاڻي لاٿو آهي“.

**١-** هتي سوال پيدا ٿئي ٿو پٿر ته هڪ بي جان شيءِ آهن پوءِ انهن کي باه ۾ چو وڌو ويندو؟ان جو جواب هي آهي ته حِجَارَةُ مان مراد اُهي بُت آهن جن کي ڪافر خدائي صفتون ڏيندا هئا.بي شڪ بي جان هئڻ جي ڪري پٿرن کي ته ڪا سزا نه ملندي، پر پنهنجي معبودن کي جهنم ۾ پيل ڏسي انهن ماڻهن کي سزاملندي جن انهن تي ايمان آندو هو.۽ جيڪڏهن حجاره مان عام پٿر مراد ورتا وڃن ته ان مان پٿرجو ڪوئلو مرادورتو ويندو، جنهن سان باه اجان به وڌيڪ مچندي آهي.

**٢-** تَجْرِيْ مِن تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ مان مراد هيءَ آهي ته اُهي نهرون اُن باغن سان تعلق رکن ٿيون ۽ ظاهر آهي ته جنهن شخص جو باغ هوندو اُن ۾ وهندڙ نهر به هُن جي ملڪيت هوندي.ان ڪري تَجْرِيْ مِن تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ جا لفظ رکي مقصد اهو ٻڌائڻ آهي ته جنت ۾ وهڻ واريون نهرون مومنن جي ملڪيت هونديون.

مُتَشَابِهًا ۭ وَلَهُمْ فِيْهَآ اَزْوَاجٌ مُّطَهَّرَةٌ ڎ وَّهُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ۞٢٦

ڪجهه رزق انهن کي ڏنو ويندو، تہ اهي چوندا (تہ) هي تہ اهوئي (رزق) آهي جو اسان کي هن کان اڳ ڏنو ويو هو.۽ انهن وٽ اهو (رزق) ملندڙ جلندڙ آڻيو ويندو ۽ هُنن لاءِ اُنهن (باغن) ۾ پاڪ جوڙا ① هوندا ۽ اُهي اُنهن (باغن) ۾ (سدائين) رهندا.

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَسْتَحْيٖٓ اَنْ يَّضْرِبَ مَثَلًا مَّا بَعُوْضَةً فَمَا فَوْقَهَا ۭ فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فَيَعْلَمُوْنَ اَنَّهُ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّهِمْ ۚ وَاَمَّا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَيَقُوْلُوْنَ مَاذَآ اَرَادَ اللّٰهُ بِهٰذَا مَثَلًا ۘ يُضِلُّ بِهٖ كَثِيْرًا ۙ وَّيَهْدِيْ بِهٖ كَثِيْرًا ۭ وَمَا يُضِلُّ بِهٖٓ اِلَّا الْفٰسِقِيْنَ ۞٢٧

**٢٧**۔اللّٰہ ڪابہ ڳالهہ بيان ڪرڻ کان هرگز نٿو رُڪي يلي اُها مڇر جي برابر هجي يا ان کان بہ وڌيڪ هجي.② پوءِ جيڪي ماڻهو ايمان رکندا آهن اُهي (تہ) ڄاڻي وٺندا آهن تہ اها سندن رب جي طرفان بلڪل حق (ڳالهہ) آهي ۽ جن ماڻهن ڪفر ڪيو اهي چوندا آهن تہ (آخر) اللّٰہ جي ان ڳالهہ بيان ڪرڻ جو مقصد ڇا آهي؟ (اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ)

---

**١**۔ أَزْوَاجٌ: جوڙا يعني اهڙا وجود جن سان ملي انهن جون تمام ترقيون ۽ سڀ آرام مڪمل ٿيندا.قرآن ڪريم مان معلوم ٿئي ٿو تہ خداتعاليٰ جي ذات کانسواءِ هرشيءِ هڪ جوڙي جي محتاج آهي.ان قاعدي جي مطابق جنتي بہ جوڙي جا محتاج هوندا يلي مرد هجن يا عورتون.باقي رهيو اِهو سوال تہ اُهي جوڙا ڪهڙي قسم جا هوندا اِها تفصيل اللّٰہ تعاليٰ جي علم ۾ آهي انسان ان جي تفصيل ان وقت ڄاڻيندو جڏهن هو جنت ۾ ويندو.

**٢**۔عربي ٻوليءَ ۾ فَــــوْقٌ بہ معنائون رکي ٿو.جيڪڏهن وڏائيءَ جو مقابلو هجي تہ ان جي معنيٰ وڌيڪ وڏي جي ٿي سگهي ٿي.۽ جيڪڏهن ننڍي هجڻ جو ذڪر هجي تہ وڌيڪ ننڍي جي معنيٰ ڏئي سگهي ٿو .ان ڪري هن آيت جون ٻئي معنائون ڪري سگهجن ٿيون. هي بہ تہ مڇر کان وڏي ڳالهہ، يا هيءَ تہ ان کان بہ ننڍي ڳالهہ(مفردات راغب)

هو گهڻن (ماڻهن) کي انهيءَ (قرآن)جي وسيلي گمراهہ قرار ① ڏيندو آهي ۽ گهڻن (ماڻهن) کي انهيءَ(قرآن) جي وسيلي هدايت ڏيندو آهي ۽ هُو انهيءَ جي ذريعي انهن نافرمانن② کانسواءِ کنهن کي بہ گمراهہ قرار نا هي ڏيندو.

الَّذِيْنَ يَنْقُضُوْنَ عَهْدَ اللّٰهِ مِنْۢ بَعْدِ مِيْثَاقِهٖ ۠ وَيَقْطَعُوْنَ مَآ اَمَرَ اللّٰهُ بِهٖٓ اَنْ يُّوْصَلَ وَيُفْسِدُوْنَ فِي الْاَرْضِ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿۲۸﴾

**۲۸**-جيڪي اللّٰه جي عهد کي پڪي ڪرڻ کان پوءِ ٽوڙي ڇڏيندا آهن ۽ انهيءَ شيءِ کي جنهن کي اللّٰـه ڳنڍڻ جو حڪم ڏنو آهي ڇنن ٿا ۽ زمين تي فسادڪن ٿا، اهي ئي ماڻهو نقصان پرائڻ وارا آهن.

كَيْفَ تَكْفُرُوْنَ بِاللّٰهِ وَكُنْتُمْ اَمْوَاتًا فَاَحْيَاكُمْ ۚ ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيْكُمْ ثُمَّ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿۲۹﴾

**۲۹**-(اي انسانو!)توهان ڪهڙيءَ طرح اللّٰـه (جي ڳالهين) جو انڪارڪيو ٿا؟ جيتوڻيڪ توهان بي جان هئا. پوءِ هن اوهان کي ساهوارو ٿا هيو، پوءِ(هڪ ڏينهن ايندو جو) هو توهان کي ماريندو پوءِ وري توهان کي زندهہ ڪندو ان کانپوءِ توهان کي ان ڏانهن موٽايو ويندو.

---

**١**- يُضِلُّ بِهٖ كَثِيْرًا جي معنيٰ ڪئي وئي آهي ”هوگمراهہ قرار ڏيندوآهي“ هي عربي لغت جي مطابق آهي. جيئن تہ مفردات ۾ اَلْاِضْلَالُ جي معنيٰ ڪندي لکيل آهي اَنْ تَحْكُمَ بِضَلَالِهٖ تہ تون هن جي گمراهہ هجڻ جو فيصلو ڪري ڇڏ.ان ڪري يُضِلُّ بِهٖ كَثِيْرًا جي معنيٰ ٿيندي يَحْكُمُ اللّٰهُ بِضَّلَالِ عَلَيْهِمُ يعني اللّٰه تعاليٰ انهن جي گمراهہ هجڻ جو فيصلو ڪندو آهي.

**٢**- فَسَقَ جي معنيٰ هوندي آهي تَرَكَ اَمْرَاللّٰهِ يعني اللّٰه جي حڪم کي رد ڪري ڇڏيو(اقرب) ان ڪري فاسق جي معنيٰ ٿيندي نافرمان.اللّٰه جي حڪم کي رد ڪرڻ وارو.

هُوَ الَّذِیۡ خَلَقَ لَکُمۡ مَّا فِی الۡاَرۡضِ جَمِیۡعًا ٭ ثُمَّ اسۡتَوٰۤی اِلَی السَّمَآءِ فَسَوّٰىہُنَّ سَبۡعَ سَمٰوٰتٍ ؕ وَ ہُوَ بِکُلِّ شَیۡءٍ عَلِیۡمٌ ﴿۳۰﴾ ع ۳

**٣٠**۔ اُهو(خدا) اُهو ئي(تہ) آهي جنهن انهن سيني شين کي جيڪي زمين ۾ آهن توهانجي(فائدي لاءِ) پيدا ڪيو. پوءِ هو آسمانن ① ڏانهن متوجہ ٿيو ۽ انهن کي مڪمل ② طرح ست آسمان ناهيائين ، ۽ هو هر هڪ ڳالهہ ③ (جي حقيقت) کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَ اِذۡ قَالَ رَبُّکَ لِلۡمَلٰٓئِکَۃِ اِنِّیۡ جَاعِلٌ فِی الۡاَرۡضِ خَلِیۡفَۃً ؕ قَالُوۡۤا اَتَجۡعَلُ فِیۡہَا مَنۡ یُّفۡسِدُ فِیۡہَا وَ یَسۡفِکُ الدِّمَآءَ ۚ وَ نَحۡنُ نُسَبِّحُ بِحَمۡدِکَ وَ نُقَدِّسُ لَکَ ؕ

**٣١**۔ ۽(اي انسان! تون انهيءَ وقت کي ياد ڪر) جڏهن تنهنجي رب ملائڪن کي چيو تہ مان زمين ۾ هڪ خليفو بڻائڻ وارو آهيان (انهيءَ تي) هنن چيو تہ ڇا تون انهيءَ ۾ (اهڙا ماڻهو بہ) پيدا ڪندين جيڪي انهيءَ ۾ ④ فساد ڪندا ۽ رتُ وهائيندا ۽

**١**۔ اَلسَّمَآءُ اسم جنس آهي هڪ لاءِ بہ ڳالهايو ويندو آهي ۽ وڌيڪ لاءِ بہ، جيئن تہ هن کان پوءِ هن ڏانهن جمع جي ضمير استعمال ڪئي وئي آهي معلوم ٿيو تہ هتي **اَلسَّمَآءُ** مان جمع مراد آهي.

**٢**۔ **سَوّٰی** جي معنيٰ ڪنهن شيءِ کي اهڙي طرح ناهڻ هوندو آهي جو هن ۾ سيني ضرورتن جو لحاظ رکيو ويو هجي. چونڊ آهن **سَوّٰهُ** ۽ هن جي معنيٰ هي هوندي آهي تہ **صَنَعَهٗ مُسْتَوِيًا** يعني ان کي اهڙو ناهيو ويو جو هن جي ضرورتن جو لحاظ رکيو ويو (اقرب).

**٣**۔ **شَیۡءٌ** جو ترجمو هن جڳهہ ''شيءِ'' کان علاوه ''ڳالهہ'' ڪيو ويو آهي. ڇاڪاڻ تہ اڙدوءَ ۾ شيءِ جو لفظ ان موقعي تي پورو مطلب واضح نٿو ڪري پر ''ڳالهہ'' جو لفظ ان جو مفهوم واضح ڪري ٿو. ''ڳالهہ'' جي معنيٰ هن جاءِ تي قول جي ناهي بلڪہ معاملي ۽ حقيقت جي آهي.

**٤**۔ هي جيڪو فرشتن چيو تہ تون زمين تي اهڙو ماڻهو پيدا ڪندين جيڪو فساد ڪندو ۽ ماڻهن جي رَتُ وهائيندو. هي آدم تي پنهنجي وڏائيءَ جي اظهار لاءِ ناهي، نہ خداتعاليٰ تي اعتراض لاءِ آهي. دراصل خليفي جي لفظ مان هنن مراد ورتي آهي. ڇاڪاڻ تہ خليفي جي معنيٰ هوندي آهي جيڪو

قَالَ اِنِّیۡۤ اَعۡلَمُ مَا لَا تَعۡلَمُوۡنَ ﴿۳۱﴾

اسين (تہ اهي آهيون جيڪي تنهنجي حمدسان گڏوگڏ) تنهنجي تسبيح (بہ) ڪندا آهيون ۽ تو ۾ سڀني وڏاين جي هئڻ جو اقرار ڪندا آهيون (انهيءَ تي اللّٰہ) فرمايو يقيناً مان اُهو ڪِي ڄاڻان ٿو جو توهان نٿا ڄاڻو.

وَعَلَّمَ اٰدَمَ الۡاَسۡمَآءَ كُلَّهَا ثُمَّ عَرَضَهُمۡ

**۳۲۔** ۽ (اللّٰہ) آدم کي سڀ نالا سيکاريا پوءِ (جن جا اهي نالا ① هئا) انهن کي

---

**(باقي حاشيو)** حاڪم جو جانشين هجي. ان ڪري جڏهن اللّٰہ تعاليٰ چيو تہ مان زمين ۾ خليفو بڻائڻ وارو آهيان تہ فرشتن چيو تہ خليفي جي ضرورت تہ تڏهن هجي ها جيڪڏهن زمين ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ڪرڻ جو ارادو هجي ها جيڪي پاڻ ۾ وڙهي سگهندا هجن ۽ خون وهائي سگهندا هجن. ان ڪري فرشتن جو هي جملو تہ **أَتَجۡعَلُ فِيۡهَا مَن يُفۡسِدُ فِيۡهَا** نہ خداتعاليٰ تي اعتراض آهي نہ آدم جي ڪمزوري ثابت ڪرڻ لاءِ آهي. دراصل بني نوع انسان مان ڪجھ ماڻهن جي ڪمزوري تي دلالت ڪرڻ لاءِ آهي، جن تي آدم کي حڪومت ڪرڻي هئي.

**١۔ عَلَّمَ آدَمَ الۡأَسۡمَاءَ:** اسم جي معنيٰ اسم ذات يعني نالي جي بہ هوندي آهي ۽ صفت جي بہ. هن آيت ۾ اسماء مان مراد اللّٰہ تعاليٰ جون صفتون آهن، جن جو صحيح علم خداتعاليٰ جي سيکارڻ سان ئي اچي سگهي ٿو. آدم جيئن تہ مذهب جي قائم ڪرڻ ۽ اللّٰہ تعاليٰ سان ان جي مخلوق کي ملائڻ جي لاءِ مبعوث ٿيا هئا ان ڪري ضروري هو تہ کيس اللّٰہ جا نالا سيکاريا وڃن ها تہ جيئن سندس امت ان نالن جي ذريعي خداتعاليٰ کي سڃاڻي ۽ ان سان تعلق پيدا ڪري ها. جيڪڏهن اهي نالا نہ سيکاريا وڃن ها تہ انهن جي امت جي ملحد ۽ بي دين ٿيڻ جو خطرو هو. ان جي هڪ بي معنيٰ هيءَ بہ ٿي سگهي ٿي تہ جيئن تہ انسانن جي متمدن ٿيڻ جي صورت ۾ انهن لاءِ هڪ ٻوليءَ جي ضرورت هئي. اللّٰه تعاليٰ آدم کي ٻوليءَ جا اصول سيکاريا، جن جي مطابق هُنن ٻوليءَ جو علم جاري ڪيو. معلوم ٿئي ٿو تہ اُها ٻولي عربي هئي ڇاڪاڻ تہ هن آيت مان ظاهر آهي تہ آدم کي جنهن ٻوليءَ جو علم ڏنو ويو هو ان جو بنياد نالن جي صفت ۽ نالن جي اتحاد تي هئو يعني هرشيءَ جو نالو ان جي خاصيت جي بنياد تي رکيو ويو بغير ڪنهن مقصد جي نہ. ۽ اها خاصيت صرف عربي ٻوليءَ ۾ آهي تہ هن جا سڀ نالا

عَلَى الْمَلٰٓئِكَةِ فَقَالَ اَنْۢبِـُٔوْنِيْ بِاَسْمَآءِ هٰٓؤُلَآءِ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ۝٣٢

ملائڪن جي سامهون پيش ڪري فرمايو ته جيڪڏهن اوهان درست ڳالهه چئي① رهيا آهيو ته توهان سون ڪي انهن جا نالا ٻڌايو②.

قَالُوْا سُبْحٰنَكَ لَا عِلْمَ لَنَآ اِلَّا مَا عَلَّمْتَنَا ؕ اِنَّكَ اَنْتَ الْعَلِيْمُ الْحَكِيْمُ ۝٣٣

٣٣-انهن چيو ته تون بي عيب آهين جو (ڪجهه)تو اسان ڪي سيکاريو آهي انهيءَ ڪانسواءِ اسان ڪي ڪنهن قسم جو علم

**(باقي حاشيو)** نالي رکڻ جي ڪارڻ سان لاڳاپيل آهن.

١- ”جيڪڏهن اوهين صحيح ڳالهه چئي رهيا آهيو“ هي ترجمو **إِن كُنتُمْ صَادِقِينَ** جوآهي.عربي ٻوليءَ ۾ چونداآهن **صَدَقَنِىْ فُلَانٌ اَىْ قَالَ لِىَ الصِّدْقُ** يعني هن جيڪا ڳالهه ڪئي صحيح هئي(تاج) اهڙي طرح حديث ۾ اچي ٿو ته هڪ دفعي جبرائيل عليه السلام آنحضرت صلّي اللّٰـه عليه وسلم کان هڪ سوال پڇيو ۽ سندنؐ جواب تي هُن وراڻيو **صَدَقْتَ** يعني اوهان صحيح چيو آهي،ان جي هيءَ معنيٰ نه هُئي ته اوهان سچ ڳالهايو آهي.

٢- **أَنبِئُونِى بِأَسْمَاءِ هَؤُلاءِ** : جيئن ته ملائڪن ڪي آدم جي خليفي مقرر ڪرڻ تي ان ڪري تعجب هو ته ان جي ڪري خونريزي ۽ فساد ٿيندو.ان ڪري اللّٰـه تعاليٰ ملائڪن ڪي آئيندي پيدا ٿيڻ وارا ڪامل ڪشفي طورتي ڏيکاريا پوءِ ڪٿي اُهي تقويٰ جي لحاظ کان ڪامل ٿيڻ وارا هئا يا ڪفر جي لحاظ کان.۽ پڇيائين ته جيڪڏهن اوهان جي ڳالهه صحيح آهي ته پوءِ انهن جا نالا ٻڌايو،يعني اللّٰـه تعاليٰ جي رحم ۽ غضب جون صفتون جهڙي طرح انهن ماڻهن جي ذريعي ظاهر ٿيڻ واريون آهن ڇا توهان انهن جي تفصيل بين ڪي ٻڌائي سگهو ٿا.ٻي معنيٰ هن آيت جي هيءَ به ٿي سگهي ٿي ته آدمؑ جي اولاد ۾ جيڪي ماڻهو نيڪيءَ ۾ ڪامل ٿيڻ وارا هئا انهن جو وجود انهن جي سامهون ڪري پڇيائين ته ڇا توهان انهن جون صفتون ۽ خاصيتون ظاهر ڪري سگهو ٿا؟ان مان اِهو ٻڌائڻ مقصد هو ته آدمؑ جي ذريعي جيڪي ماڻهو پيدا ٿيندا اُهي سَفڪِ دم (يعني خونُ وَهَائِڻُ_ مترجم) وارا فساد ڪرڻ وارا نه هوندا بلڪه انهن نيڪ فطرت ۽ شريف ماڻهن سان انهن جا دشمن جهيڙا ڪري پاڻ ويڙهه جي شروعات ڪندا. ان ڪري خونُ وَهَائِڻَ وارا ڏوهاري دشمن هوندا نڪي آدم يا ان جا ڪامل پيروڪارَ.

کونهي. يقيناً تون ئي ڪامل علم وارو (هر قول ۽ فعل ۾) حڪمت کي مدنظر رکڻ وارو آهين.

قَالَ يٰٓاٰدَمُ اَنۡۢبِئۡهُمۡ بِاَسۡمَآئِهِمۡ ۚ فَلَمَّآ اَنۡۢبَاَهُمۡ بِاَسۡمَآئِهِمۡ ۙ قَالَ اَلَمۡ اَقُلۡ لَّكُمۡ اِنِّىۡٓ اَعۡلَمُ غَيۡبَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ۙ وَاَعۡلَمُ مَا تُبۡدُوۡنَ وَمَا كُنۡتُمۡ تَكۡتُمُوۡنَ ۝٣٤

**٣٤**- (انهيءَ تي اللّٰه) فرمايو- اي آدم! اِنهن فرشتن کي سندن نالا ٻڌاءِ. پوءِ جڏهن انهيءَ (يعني آدم) کين سندن نالا ٻڌايا ① (ته) فرمايائين، چاسون توهان کي نه چيو هو ته يقيناً مان آسمانن ۽ زمين جي ڳجهين ڳالهين کي ڄاڻان ٿو ۽ مان (ان کي) ڄاڻان ٿو جيڪي توهان ظاهر ڪيو ٿا ۽ (ان کي به) جيڪو توهان لڪايو ٿا.

وَاِذۡ قُلۡنَا لِلۡمَلٰٓئِكَةِ اسۡجُدُوۡا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوۡٓا اِلَّآ اِبۡلِيۡسَ ؕ اَبٰى وَاسۡتَكۡبَرَ ۖ

**٣٥**- ۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اسان فرشتن کي چيو ته آدم جي فرمانبرداري ② ڪيو. ان تي انهن ته فرمانبرداري ڪئي

---

**١**- يعني جڏهن آدمؑ جيڪي شيون هن جي آڏو پيش ڪيون ويون هيون انهن جون صفتون ٻڌائي ڇڏيون، ته خداتعاليٰ فرشتن کي چيو ته چا توهان کي اڳ نه چيو هو ته مان ان ڳالهين کي به ڄاڻان ٿو جيڪي توهان جي دل ۾ آهن ۽ ان ڳالهين کي به ڄاڻان ٿو جن کي توهان ظاهرڪنداآهيو. توهان هي سمجهيو پيا ته آدمؑ مخلوق تي ڪهڙي طرح حڪومت ڪري سگهندو. جڏهن ته هُن کي مخلوق جي خاصيتن جو علم ناهي پر هاڻي توهان کي خبر پئجي وئي آهي ته مون هُن جي اندر عالَمَ جون خاصيتون ڄاڻڻ جو مادو رکيوآهي. اهڙي طرح هُن شين جون خاصيتون بيان ڪري ڇڏيون آهن جن مان ثابت ٿي ويو آهي ته منهنجو علم صحيح هو ۽ توهانجو غلط.

**٢**- عربي ٻوليءَ ۾ سَجَدَ جي معنيٰ ظاهري طورتي سجدو ڪرڻ کان علاوه فرمانبرداري جي به هوندي آهي (اقرب) ۽ فرشتن جوآدم جي سامهون سجدو ڪرڻ جي اِهائي معنيٰ هئي ته انهن کي حڪم ڏنو ويو هوته آدمؑ جي فرمانبرداري ڪريو. ۽ اُسۡجُدُوۡا لِاٰدَمَ ۾ لام جي معنيٰ سبب جي به ٿي سگهي ٿي. ان لحاظ سان آيت جي هيءَ معنيٰ ٿيندي ته آدمؑ جي پيدائش جي سبب خداتعاليٰ کي

وَكَانَ مِنَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٣٥﴾

پر ① ابليس(نہ ڪئي هن) انڪارڪيوءِ تڪبر ڪيوءِ هو(پهريان ئي) ڪافرن مان هو.

وَقُلْنَا يٰٓاٰدَمُ اسْكُنْ اَنْتَ وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ وَكُلَا مِنْهَا رَغَدًا حَيْثُ شِئْتُمَا ۠ وَلَا تَقْرَبَا هٰذِهِ الشَّجَرَةَ فَتَكُوْنَا مِنَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٣٦﴾

**٣٦**۔ءِ اسان(آدم کي) چيو(تہ) اي آدم! تون‌ءِ تنهنجي زال جنت ۾ رهو ءِ انهيءَ مان جتان وڻيو آزاديءَ سان کائو ، پر انهيءَ (يعني فلاڻي) وڻ جي ويجهو نہ‌وڃجو.نہ‌تہ توهان ظالمن مان ٿي پوندؤ.۔

فَاَزَلَّهُمَا الشَّيْطٰنُ عَنْهَا فَاَخْرَجَهُمَا مِمَّا كَانَا فِيْهِ ۠ وَقُلْنَا اهْبِطُوْا بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ ۚ وَلَكُمْ فِي الْاَرْضِ مُسْتَقَرٌّ وَّمَتَاعٌ اِلٰى حِيْنٍ ﴿٣٧﴾

**٣٧**۔ءِ(انهيءَ کانپوءِ هيئئن ٿيو تہ)شيطان انهيءَ (وڻ) جي ذريعي انهن (ٻنهي) کي (انهن جي رتبي کان) هٿائي ڇڏيو ءِ(اهڙيءَ طرح) هن انهن کي انهيءَ (حالت) کان جنهن ۾ هوهئا ڪيڍي ڇڏيو ءِ اسان(انهن کي) چيو(تہ هتان) نڪري وڃو.توهان مان ڪي ڪن جا دشمن آهن‌ءِ (ياد رکوتہ) توهان لاءِ هڪ (مقررٿيل) مدت تائين انهيءَ زمين ۾ جاءِ رهائش ءِ معيشت جو سامان(مقدر)آهي.

فَتَلَقّٰٓى اٰدَمُ مِنْ رَّبِّهٖ كَلِمٰتٍ فَتَابَ عَلَيْهِ ؕ اِنَّهٗ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ﴿٣٨﴾

**٣٨**۔انهيءَ کانپوءِ آدم پنهنجي رب کان ڪجهہ (دعائيہ) فقرا سکيا (ءِانهن جي مطابق دعاگهري)تہ هو ② ان ڏانهن (وري فضل سان) متوجہ ٿيو.

**(باقي حاشيو)** سجدوڪريو.اها مراد ناهي تہ آدمؑ کي سجدو ڪيو .يعني خداتعاليٰ هڪ ڪامل وجود پيداڪيو آهي ان جي پيدائش تي خداتعاليٰ جي عظمت جي اظهارلاءِ ان جي سامهون سجدو ڪريو.

**١**۔هي استثناء منقطع آهي يعني جنهن کي الڳ ڪيو ويوآهي اهو پهرين گروهہ ۾ شامل ناهي بلڪہ ان کان ڌار آهي. اڙدوءَ ۾ ان لاءِ ڪوخاص لفظ يا طريقواظهار لاءِ مقررڪونهي.ان ڪري محاوري جي ويجهو ٿي ترجمو ڪيو ويو آهي.

**٢**۔ يعني اللّٰه تعالي

يقيناً اهوئي (ٻانهن جي مصيبت وقت)تمام گهڻو ڏيان ڏيڻ وارو(۽)باربار رحم ڪرڻ وارو آهي.

قُلْنَا اهْبِطُوْا مِنْهَا جَمِيْعًا ۚ فَاِمَّا يَاْتِيَنَّكُمْ مِّنِّيْ هُدًى فَمَنْ تَبِعَ هُدَايَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٣٩﴾

٣٩-(تڏهن)اسان چيو (وڃو) سڀئي هن مان نڪري وڃو ۽(ياد رکو ته) جيڪڏهن پيهر ① ڪڏهن توهان وٽ منهنجي طرفان ڪا هدايت اچي ته جيڪي ماڻهو منهنجي هدايت جي پيروي ڪندا انهن کي نه ڪڏهن(آئنده جو) خوف ٿيندو ۽ نه هو(گذريل ڪوتاهيءَ تي) غمگين ٿيندا.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَآ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٤٠﴾ ع

٤٠-۽ جيڪي (ماڻهو) ڪفر ڪندا ۽ اسانجي آيتن کي ڪوڙو ڪندا اهي(ضرور) دوزخ (۾ پوڻ) وارا آهن. اُهي انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا.

يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اذْكُرُوْا نِعْمَتِيَ الَّتِيْٓ اَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَاَوْفُوْا بِعَهْدِيْٓ اُوْفِ بِعَهْدِكُمْ ۚ وَاِيَّايَ فَارْهَبُوْنِ ﴿٤١﴾

٤١-اي بني اسرائيل! منهنجي انهيءَ احسان کي يادڪيو، جيڪو مان توهان تي ڪري چڪو آهيان ۽توهان مون(سان جيڪو) عهد(ڪيو هو انهيءَ) کي پورو ڪيو تڏهن مان اُهو عهد پورو ڪندس جيڪو مون توهان سان ڪيو هو۽ مون کان(ئي ڊڄو) وري(مان چوان ٿو ته) مون کان (ئي) ڊڄو②.

---

١-آيت ۾ فَـاِمَّا جو لفظ آهي ۽ فاء جي معنيٰ پيهر جي آهي.عربيءَ ۾ فاء کي هميشه اڳيان رکندا آهن. پر اڙدوءَ ۾ ان کي پوئتي رکندا آهن ان ڪري اسان ترجمي ۾ جيڪڏهن کان پوءِ پيهر جو لفظ رکيو آهي.

٢- وَاِيَّـايَ فَـارْهَبُونِ عربي گرامر جي مطابق اصل ۾ اِرْهَبُوااِيَّـاى فَـارْهَبُونِ جملو آهي.ان جو

وَاٰمِنُوْا بِمَآ اَنْزَلْتُ مُصَدِّقًا لِّمَا مَعَكُمْ وَلَا تَكُوْنُوْٓا اَوَّلَ كَافِرٍ بِهٖ ۠ وَلَا تَشْتَرُوْا بِاٰيٰتِيْ ثَمَنًا قَلِيْلًا ۡ وَاِيَّايَ فَاتَّقُوْنِ ﴿٤٢﴾

٤٢- ۽هن(ڪلام)تي ايمان آڻيوجيڪو مون (هاڻي) لاٿو آهي (۽) جيڪو هن(ڪلام)ڪي جيڪو توهان وٽ آهي سچو ڪرڻ وارو آهي ۽ توهان انهيءَ جا(سڀ کان)پهرين منڪر نه ٿجو، ۽ منهنجي آيتن جي عيوض ٿورڙي قيمت ① نه وٺو. ۽ مون کان (ئي ڊڄو) وري (به مان چوان ٿو ته) مون کان(ئي)ڊڄو.

وَلَا تَلْبِسُوا الْحَقَّ بِالْبَاطِلِ وَتَكْتُمُوا الْحَقَّ وَاَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٤٣﴾

٤٣-۽ ڄاڻي ٻجهي حق کي باطل سان نه ملايو۽ نه حق کي(ڄاڻي ٻجهي)لڪايو.

وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَارْكَعُوْا مَعَ الرّٰكِعِيْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤-۽ نماز کي قائم ڪيو۽زڪوات ڏيو، ۽ خدا جي خالص عبادت ڪرڻ وارن سان ملي خدا جي خالص عبادت ڪيو.

اَتَاْمُرُوْنَ النَّاسَ بِالْبِرِّ وَتَنْسَوْنَ اَنْفُسَكُمْ وَاَنْتُمْ تَتْلُوْنَ الْكِتٰبَ ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿٤٥﴾

٤٥-ڇا توهان (ٻين)ماڻهن کي (ته) نيڪي (ڪرڻ) لاءِ چئو ٿا ۽ پنهنجو پاڻ کي وساريٿا ڇڏيو؟ جيتوڻيڪ توهان ڪتاب (يعني تورات) پڙهو ٿا. ڇا پوءِ (به)توهان عقل کان ڪم نٿاوٺو.

وَاسْتَعِيْنُوْا بِالصَّبْرِ وَالصَّلٰوةِ ؕ وَاِنَّهَا

٤٦-۽ صبر۽دعاجي ذريعيسان(اللّٰه کان)

**(باقي حاشيو)**اسان هي ترجمو ڪيوآهي ته ”مون کان ئي ڊڄو وري مان چوان ٿوته مون کان ئي ڊڄو.“(اِمْلَاءُ مَا مَنَّ بِهِ الرّحمٰن مصرى صفحو ١٩)

١- وَلَا تَشْتَرُواْ بِـآيَـاتِيْ ثَمَناً قَلِيْلاً مان هي مرادناهي ته ٿورا پئسا نهوٺو.بلڪه مراد هيءَآهي ته منهنجون ڳالهيون جيڪي دين آهن، انهن جي بدلي ۾دنيا نهوٺو، ڇاڪاڻ ته دنيا دين جي مقابلي ۾بلڪل حقير شيءَآهي.

| | |
|---|---|
| لَكَبِيْرَةٌ اِلَّا عَلَى الْخٰشِعِيْنَ ﴿٤٦﴾ | مددگهرو ۽ بيشڪ نوڙت اختيار ڪرڻ وارن ڪان سواءِ (ٻين لاءِ) هي (ڳالهه) مشڪل آهي. |
| الَّذِيْنَ يَظُنُّوْنَ اَنَّهُمْ مُّلٰقُوْا رَبِّهِمْ وَاَنَّهُمْ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿٤٧﴾ ع | ٤٧-(اُهي نماڻا) جيڪي (انهيءَ ڳالهه تي) يقين ① رکن ٿا ته اُهي پنهنجي رب سان ملڻ وارا آهن. ۽ انهيءَ ڳالهه تي به ته اُهي هُن ڏانهن موٽي وڃڻ وارا آهن. |
| يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اذْكُرُوْا نِعْمَتِيَ الَّتِيْٓ اَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَاَنِّيْ فَضَّلْتُكُمْ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٨﴾ | ٤٨-اي بني اسرائيل! منهنجي انهيءَ احسان کي جيڪو مان توهان تي ڪري چڪو آهيان يادڪيو. (۽) (اُنهيءَ احسان کي به) جو مون توهان کي سڀني جهانن تي فضيلت ڏني هئي. |
| وَاتَّقُوْا يَوْمًا لَّا تَجْزِيْ نَفْسٌ عَنْ نَّفْسٍ شَيْـًٔا وَّلَا يُقْبَلُ مِنْهَا شَفَاعَةٌ وَّلَا يُؤْخَذُ مِنْهَا عَدْلٌ وَّلَا هُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿٤٩﴾ | ٤٩-۽ انهيءَ ڏينهن کان ڊڄو جو (جنهن ڏينهن) ڪو به شخص ڪنهن ٻئي شخص جوجانشين نه ٿيندو ۽ نه انهيءَ جي طرف کان ڪا به سفارش منظور ڪئي ويندي ۽ نه انهيءَ کان (ڪنهن به قسم جو) عيوض قبول ڪيو ويندو ۽ نه انهن جي مدد ڪئي ويندي. |
| وَاِذْ نَجَّيْنٰكُمْ مِّنْ اٰلِ فِرْعَوْنَ يَسُوْمُوْنَكُمْ سُوْٓءَ الْعَذَابِ يُذَبِّحُوْنَ | ٥٠-۽ (انهيءَ وقت کي به يادڪيو) جڏهن اسان توهان کي فرعون جي قوم کان |

١-ظَنَّ جي معنيٰ عربي ٻوليءَ ۾ يقين ڪرڻ جي به هوندي آهي. مفرداتِ راغب (لغت جي مشهور ڪتاب) ۾ لکيل آهي ته آيت يَظُنُّونَ أَنَّهُم مُّلَاقُوا رَبِّهِمْ ۾ اِها ئي معنيٰ مرادآهي. اسان به ترجمي ۾ اها معنيٰ سامهون رکي آهي.

اَبۡنَآءَكُمۡ وَيَسۡتَحۡيُوۡنَ نِسَآءَكُمۡ ؕ وَفِىۡ ذٰلِكُمۡ بَلَآءٌ مِّنۡ رَّبِّكُمۡ عَظِيۡمٌ ۝٥٠

اهڙيءَ حالت ۾ ڇوٽڪارو ڏنو جو اها توهان کي بدترين عذاب ڏئي رهي هئي توهان جي ڇوڪرن کي قتل ڪري ڇڏيندي هئي ۽ توهانجي عورتن کي زنده رکندي هئي ۽ توهان جي رب جي طرفان انهيءَ (ڳالهه)۾ (توهان لاءِ) هڪ وڏي آزمائش هئي.

وَاِذۡ فَرَقۡنَا بِكُمُ الۡبَحۡرَ فَاَنۡجَيۡنٰكُمۡ وَاَغۡرَقۡنَآ اٰلَ فِرۡعَوۡنَ وَاَنۡتُمۡ تَنۡظُرُوۡنَ ۝٥١

**٥١**۔ ۽ (انهيءَ وقت کي به يادڪيو) جڏهن اسان توهان لاءِ سمنڊ کي چيريو. ① پوءِ اسان توهان کي ڇوٽڪاروڏنو ۽ توهانجي اکين جي سامهون فرعون جي قوم کي ٻوڙي ڇڏيو.

وَاِذۡ وٰعَدۡنَا مُوۡسٰٓى اَرۡبَعِيۡنَ لَيۡلَةً ثُمَّ اتَّخَذۡتُمُ الۡعِجۡلَ مِنۡۢ بَعۡدِهٖ وَاَنۡتُمۡ ظٰلِمُوۡنَ ۝٥٢

**٥٢**۔ ۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اسان موسيٰ سان چاليهن راتين جو واعدو ڪيو. پوءِ توهان انهيءَ جي(وڃڻ) کانپوءِ ظالم بڻجي ڳابي کي (معبود) بڻايو.

ثُمَّ عَفَوۡنَا عَنۡكُمۡ مِّنۡۢ بَعۡدِ ذٰلِكَ لَعَلَّكُمۡ تَشۡكُرُوۡنَ ۝٥٣

**٥٣**۔ پوءِ اسان ان بعد(به)توهان کي معاف ڪري ڇڏيوانهيءَ لاءِ ته توهان شڪرگذار بڻجو.

وَاِذۡ اٰتَيۡنَا مُوۡسَى الۡكِتٰبَ وَالۡفُرۡقَانَ

**٥٤**۔ ۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اسان موسيٰ کي ڪتاب (يعني تورات) ۽

**١**۔ان وقت وِيرَ جي اصول مطابق سمنڊ پوئتي لهي ويو ۽ موسيٰ جي قوم سمنڊمان نڪري وئي پر فرعون جي لشڪرجي اچڻ تي پاڻيءَ جي وري موٽ جو وقت اچي ويو۽ اُهو ٻڏي ويو.جيئن ته پاڻيءَ جي وِيرَ خداتعاليٰ جي مقررڪيل اصول جي مطابق ايندي آهي،خداتعاليٰ ئي موسيٰ ۽فرعون کي ان وقت سمنڊتي وٺي ويوهو.جڏهن وِيرَ جو اثرخداتعاليٰ جي مرضي جي مطابق موسيٰ ۽ فرعون تي ٽي سگهيو پي.ان ڪري خداتعاليٰ فرمايو آهي ته اسان سمنڊ کي ڦاڙي توهانکي ڇوٽڪاروڏنو.

لَعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ ﴿۵۴﴾

فرقان (يعني معجزا)ڏنا ته توهان هدايت حاصل ڪيو.

وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهٖ يٰقَوْمِ اِنَّكُمْ ظَلَمْتُمْ اَنْفُسَكُمْ بِاتِّخَاذِكُمُ الْعِجْلَ فَتُوْبُوْٓا اِلٰى بَارِىِٕكُمْ فَاقْتُلُوْٓا اَنْفُسَكُمْ ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ عِنْدَ بَارِىِٕكُمْ ؕ فَتَابَ عَلَيْكُمْ ؕ اِنَّهٗ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ﴿۵۵﴾

**۵۵**-۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم کي چيو ته اي منهنجي قوم(جاماڻهو!)توهان ڳابي کي (معبود)ٺائي يقيناً پنهنجي جان تي ظلم ڪيوآهي تنهنڪري توهان پنهنجي پيداڪرڻ واري ڏانهن جهڪو، ۽هر ماڻهو پنهنجو پاڻ کي قتل ڪري ڇڏي.هيءَ ڳالهه توهان جي پيداڪندڙ وٽ توهان جي حق ۾ تمام سٺي آهي.(جڏهن توهان ائين ڪيو) تڏهن انهيءَ توهان ڏانهن فضل سان وري ڏيان ڏنو.اهو يقيناً(پنهنجي ٻانهن ڏانهن)گهڻو ڌيان ڏيڻ وارو باربار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاِذْ قُلْتُمْ يٰمُوْسٰى لَنْ نُّؤْمِنَ لَكَ حَتّٰى نَرَى اللّٰهَ جَهْرَةً فَاَخَذَتْكُمُ الصّٰعِقَةُ

**۵۶**-۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو)جڏهن توهان چيو هو ته اي موسيٰ! اسين تنهنجي ڳالهه هرگز نه مڃينداسين جيستائين اسان اللّٰه کي آمهون سامهون نه ڏسون، انهيءَ

ا- فَاقْتُلُوٓا أَنفُسَكُمْ : بائيبل مان خبرپوي ٿي ته بني اسرائيل کي هي حڪم ڏنوويوهوته هر ڀاءُ پنهنجي ڀاءُ کي، هردوستُ پنهنجي دوست کي ۽ هرپاڙيسري پنهنجي پاڙيسريءَ کي قتل ڪري.اهڙي طرح بائيبل جي بيان مطابق ان ڏينهن ٽي هزار (۳۰۰۰)ماڻهوماريا ويا(خروج باب ۳۲ آيت ۲۷-۲۸)پر جيئن ته تورات جي اِها ئي تعليم آهي ته ڪنهن به شخص کي بغير ان جي جو هن ڪو ٻيو ماڻهوقتل ڪيو هجي قتل ڪرڻ ناجائزآهي ان ڪري اها معنيٰ صحيح نه ٿي ٿي سگهي ان جي ابتڙ

وَاَنۡتُمۡ تَنۡظُرُوۡنَ ﴿٥٦﴾

تي توهان کي هڪَ ماريندڙ عذابَ اچي پڪڙيو ۽ توهان (پنهنجي اکين سان پنهنجي ڪَئي جي پڇاڙي) ڏسي رهيا هئا.

ثُمَّ بَعَثۡنٰكُمۡ مِّنۡۢ بَعۡدِ مَوۡتِكُمۡ لَعَلَّكُمۡ تَشۡكُرُوۡنَ ﴿٥٧﴾

**٥٧**۔ پوءِ اسان توهان جي تباهيءَ کانپوءِ توهان کي اِنهيءَ لاءِ اٿاريو ① ته توهان شڪرگذار بڻجو.

وَظَلَّلۡنَا عَلَيۡكُمُ الۡغَمَامَ وَاَنۡزَلۡنَا عَلَيۡكُمُ الۡمَنَّ وَالسَّلۡوٰى ؕ كُلُوۡا مِنۡ طَيِّبٰتِ مَا رَزَقۡنٰكُمۡ ؕ وَمَا ظَلَمُوۡنَا وَلٰكِنۡ كَانُوۡۤا اَنۡفُسَهُمۡ يَظۡلِمُوۡنَ ﴿٥٨﴾

**٥٨**۔ ۽ اسان توهان جي مٿان ڪڪرن جي ڇانوَ ڪئي ۽ توهانجي لاءِ من② ۽ سلويٰ لاٿا. (۽ چيوسين ته)انهن پاڪ شيئن مان جيڪي اسان توهان کي ڏنيون آهن کائو۔ ۽ انهن (نافرماني ڪري) اسان جو نقصان نه ڪيو پر اهي پنهنجو ئي نقصان ڪري رهيا هئا.

**(باقي حاشيو)** ڪجهه مفسرن ان جو لفظي مطلب ڪڍيو آهي ته هرشخص خودڪشي ڪري.پر خود ڪشي به جائز ناهي ان ڪري اِها ئي صورت وڃي باقي بچي ٿي ته اسان هن سڄي واقعي کي هڪ استعارو قرارڏيون ۽ هيءُ معنيٰ ڪريون ته پنهنجي نفس جي بري خواهشن کي زهد ۽ تقويٰ سان ماريو.ان لاءِ اسانجي بيان ڪيل معنيٰ ئي صحيح آهي.

**١**۔ ثُمَّ بَعَثۡنَاكُم مِّن بَعۡدِ مَوۡتِكُمۡ يعني اسان توهانجي ايمانن کي وڌائي ۽ توهانجي نسلن کي وڌائي وري پيهر مضبوط ڪري ڇڏيو.

**٢**۔ مَنّ جي معنيٰ عربي ٻوليءَ ۾ احسان جي هوندي آهي. ان ڪري جيڪا شيءِ اللّٰه جي فضل سان ملي وڃي ان کي مَنّ چوندا آهن.حديث ۾ اچي ٿو ته اَلۡكَمۡاَتُ مِنَ الۡمَنِّ يعني کُنڀي به مَنّ مان آهي.اهڙي طرح ترنجبين کي بهمَنّ چوندا آهن ۽ سلويٰ جي معنيٰ عربي ٻوليءَ ۾ ٻٽير جي قسم جي پکين جي آهي. ان ڪري مطلب هي آهي ته اسان توهان لاءِ ڪثرت سان ترنجبين ۽ کنڀيون انهيءَ علائقي ۾ پيداڪري ڇڏيون ۽ ٻٽير جي قسم جا پکي به موڪلي ڇڏيا.

وَ اِذْ قُلْنَا ادْخُلُوْا هٰذِهِ الْقَرْيَةَ فَكُلُوْا مِنْهَا حَيْثُ شِئْتُمْ رَغَدًا وَّ ادْخُلُوا الْبَابَ سُجَّدًا وَّ قُوْلُوْا حِطَّةٌ نَّغْفِرْ لَكُمْ خَطٰيٰكُمْ ؕ وَ سَنَزِيْدُ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۵۹﴾

**۵۹-** ۽(انهيءَ وقت کي بہ ياد ڪيو) جڏهن اسان چيو هو تہ انهيءَ ڳوٺ ① ۾ داخل ٿي وڃو ۽ انهيءَ مان جتان وڻيو ڍئو ڪري کائو ۽ (انهيءَ جي)دروازي ۾ پوري فرمانبرداري ڪندي داخل ٿيو ۽ چوندا وڃو(تہ اسان)② بار هلڪي ڪرڻ جي التجا(ڪيون ٿا، تڏهن)اسان توهان جي خطائن کي بلڪل معاف ڪري ڇڏينداسين ۽ اسان محسنن کي ضرور وڌائينداسين.

فَبَدَّلَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا قَوْلًا غَيْرَ الَّذِيْ قِيْلَ لَهُمْ فَاَنْزَلْنَا عَلَى الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا رِجْزًا مِّنَ السَّمَآءِ بِمَا كَانُوْا يَفْسُقُوْنَ ﴿۶۰﴾ ع ۶ ۱۳ ۶

**۶۰-**پوءِ (انهن جي شرارت ڏسو تہ) ظالمن اُن ڳالهہ جي خلاف جيڪا انهن کي چئي وئي هئي هڪ ٻي ڳالهہ ③ بدلائي (چوڻ شروع ڪري) ڏني جنهن تي اسان انهن ماڻهن تي جن ظلم ڪيو هو انهن جي نافرمان هئڻ سبب آسمان مان عذاب نازل ڪيو.

---

**١-**بني اسرائيل جنهن وقت سينا جي صحرا مان گذرندي ڪنعان ڏانهن وڃي رهيا هئا،تہ رستي ۾ ڪن جڳهن تي هو اهڙي قبيلن جي پر سان لنگهي رهيا هئا جن جهنگ ۾ ڪجهہ قصبا ۽ شهر ٺاهيا هئا.بني اسرائيل جي غمگيني گهٽائڻ لاءِ انهن شهرن ۾ ڪجهہ وقت گذارڻ جي ڪين اجازت ملي ويندي هئي.اهڙي ئي شهرن مان ڪنهن هڪ قصبي يا شهر جو هتي ذڪر آهي.

**٢-**حِطَّةٌ حَطّ جو مصدر آهي ۽ انجي معنيٰ ڪيرائڻ جي آهي. ان ڪري اسان هي ترجمو ڪيو آهي تہ اسان بار هلڪي ڪرڻ جي التجا ڪريون ٿا. يعني گناهن جو بار.

**٣-**مفسرَ چون ٿا تہ انهن حِنُطَةٌ يعني ڪڻڪ جو لفظ چوڻ شروع ڪري ڏنو.پر اهڙي تاويل جي ضرورت ناهي. شرير ماڻهو ڪِل يوڳ جي لاءِ لفظ کي گهٽا ئي رنگ ڏئي ڇڏيندو آهي.

وَاِذِاسۡتَسۡقٰى مُوۡسٰى لِقَوۡمِهٖ فَقُلۡنَا اضۡرِبْ بِّعَصَاكَ الۡحَجَرَ ؕ فَانۡفَجَرَتۡ مِنۡهُ اثۡنَتَا عَشۡرَةَ عَيۡنًا ؕ قَدۡ عَلِمَ كُلُّ اُنَاسٍ مَّشۡرَبَهُمۡ ؕ كُلُوۡا وَاشۡرَبُوۡا مِنۡ رِّزۡقِ اللّٰهِ وَلَا تَعۡثَوۡا فِى الۡاَرۡضِ مُفۡسِدِيۡنَ ﴿٦١﴾

٦١- ۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم لاءِ پاڻي گهريو ته اسان (انهيءَ کي) چيو ته پنهنجي لٺ فلاڻي ① پٿر تي هڻ. انهيءَ تي ان مان ٻارنهن چشما ڦٽي پيا (۽) هر هڪ ٽولي پنهنجي گهاٽ کي سڃاتو، (تڏهن انهن کي چيو ويو ته) اللّٰـه جي رزق مان کائو ۽ پيو ۽ فسادي بڻجي زمين ۾ خرابي پيدا نه ڪيو.

وَاِذۡ قُلۡتُمۡ يٰمُوۡسٰى لَنۡ نَّصۡبِرَ عَلٰى طَعَامٍ وَّاحِدٍ فَادۡعُ لَنَا رَبَّكَ يُخۡرِجۡ لَنَا مِمَّا تُنۡۢبِتُ الۡاَرۡضُ مِنۡۢ بَقۡلِهَا وَقِثَّآئِهَا وَفُوۡمِهَا وَعَدَسِهَا وَبَصَلِهَا ؕ قَالَ اَتَسۡتَبۡدِلُوۡنَ الَّذِىۡ هُوَ اَدۡنٰى بِالَّذِىۡ هُوَ خَيۡرٌ ؕ اِهۡبِطُوۡا مِصۡرًا فَاِنَّ لَكُمۡ مَّا سَاَلۡتُمۡ ؕ وَضُرِبَتۡ عَلَيۡهِمُ الذِّلَّةُ وَالۡمَسۡكَنَةُ ۚ وَبَآءُوۡ بِغَضَبٍ مِّنَ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمۡ كَانُوۡا يَكۡفُرُوۡنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَيَقۡتُلُوۡنَ النَّبِيّٖنَ بِغَيۡرِ الۡحَقِّ ؕ

٦٢- ۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن توهان چيو هو ته اي موسيٰ! اسان رڳو هڪ کاڌي تي صبر نه ڪري سگهنداسين. تنهنڪري تون اسان لاءِ پنهنجي رب کان دعا گهُر ته هو اسان جي لاءِ ڪي اهڙيون شيون جيڪي زمين ۾ ڦُٽنديون آهن پيدا ڪري ـ يعني انهيءَ جون ڀاڄيون، ونگا، ڪڻڪ، مهري ۽ بصر ـ (انهيءَ تي اللّٰه) چيو ته ڇا توهان انهيءَ شيءِ جي بجاءِ جا اعليٰ آهي اُها شيءِ وٺڻ چاهيو ٿا جا ادنيٰ آهي. ڪنهن شهر ۾ هليا وڃو (اتي) جيڪي ڪجهه توهان گهريو آهي توهان کي ضرور ملي ويندو. (تڏهن) انهن کي هميشه لاءِ ذليل ۽ ٻيوس ڪيو ويو ۽ اهي

ا- اِضۡرِب بِّعَصَاكَ الۡحَجَرَ هن جڳهه اَلۡحَجَر آهي ۽ ال جي معنيٰ خاص شيءِ جي هوندي آهي. ان ڪري آيت جو صحيح ترجمو هي نا هي ته ”پٿر تي هڻ“ بلڪ هي آهي ته ”فلاڻي پٿر تي هڻ“.

ذٰلِكَ بِمَا عَصَوْا وَّكَانُوْا يَعْتَدُوْنَ ﴿٦٢﴾

ع الله جي غضب جو شڪار ٿي ويا. اهو انهيءَ ڪري (ٿيو) جو اهي الله جي آيتن جو انڪار ڪندا هئا. ۽ نبين کي ناحق قتل ڪرڻ چاهيندا هئا (۽) هي (گناهه) انهن جي نافرماني ڪرڻ ۽ حد کان ٽپي وڃڻ ڪري (انهن ۾ پيدا ٿي ويو) هو.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَالَّذِيْنَ هَادُوْا وَالنَّصٰرٰى وَالصّٰبِـِٕيْنَ مَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَعَمِلَ صَالِحًا فَلَهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٦٣﴾

٦٣-جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ جيڪي يهودي آهن پڻ نصاري ۽ صابي (انهن ۾) جنهن (تولي) به الله تي ۽ آخرت جي ڏينهن تي (ڪامل) ايمان آندو آهي ۽ انهيءَ نيڪ عمل ڪيا آهن يقيناً انهن لاءِ سندن رب وٽ انهن جو (مناسب) اجر آهي ۽ انهن کي نه (ته مستقبل جي متعلق) ڪنهن قسم جو خوف هوندو ۽ نه (ماضيءَ تي) اُهي غمگين ٿيندا.

وَاِذْ اَخَذْنَا مِيْثَاقَكُمْ وَرَفَعْنَا فَوْقَكُمُ الطُّوْرَ ؕ خُذُوْا مَآ اٰتَيْنٰكُمْ بِقُوَّةٍ وَّاذْكُرُوْا مَا فِيْهِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿٦٤﴾

٦٤-۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اسان توهان کان پڪو واعدو ورتو هو ۽ طور کي توهان جي مٿان ① بلند ڪيو هو (۽ چيو هو ته) جيڪي (ڪجهه) اسان توهان کي ڏنو آهي انهيءَ کي مضبوطيءَ سان قابو ڪيو ۽ جيڪي به انهيءَ ۾ آهي تنهن کي ياد ② رکو،

١-وَرَفَعْنَا فَوْقَكُمُ الطُّورَ يعني توهان کي جبل جي هيٺان بيهاريو هو. (خروج باب ١٩ آيت ١٧).

٢- ذَكَرَهُ جي معني آهي حَفِظَهُ فِي ذِهْنِهِ (اقرب) يعني ڪنهن ڳالهه کي پنهنجي ذهن ۾ محفوظ ڪري ورتو. ان ڪري وَاذْكُرُوا جي معني ٿيندي ان کي محفوظ ڪيو ۽ ياد رکو.

تہجيئن توهان متقي بڻجي وڃو.

ثُمَّ تَوَلَّيْتُمْ مِّنْ بَعْدِ ذٰلِكَ ۚ فَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهٗ لَكُنْتُمْ مِّنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٦٥﴾

**٦٥**-پوءِ انهيءَ (واضح هدايت جي ملي وڃڻ) کانپوءِ (بہ) توهان پُٺي ڦيري ڇڏي ۽ جيڪڏهن توهان تي اللّٰـہ جو فضل ۽ انجي رحمت نہ هجي ها تہ توهان ضرور نقصان ماڻڻ وارن مان ٿي وڃو ها.

وَلَقَدْ عَلِمْتُمُ الَّذِيْنَ اعْتَدَوْا مِنْكُمْ فِي السَّبْتِ فَقُلْنَا لَهُمْ كُوْنُوْا قِرَدَةً خٰسِئِيْنَ ﴿٦٦﴾

**٦٦**-۽ توهان انهن ماڻهن جي (پڇاڙيءَ کي) ڄاڻي چڪا آهيو،جن ① توهان مان (هوندي) سبت جي معاملي ۾ زيادتي ڪئي هئي انهيءَ تي اسان هنن کي چيو هو تہ (وڃو) ذليل باندر بڻجي وڃو.

فَجَعَلْنٰهَا نَكَالًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهَا وَمَا خَلْفَهَا وَمَوْعِظَةً لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿٦٧﴾

**٦٧**-پوءِ اسان انهيءَ(واقعي)کي انهن (ماڻهن)لاءِ بہ جيڪي(انهيءَ وقت)موجود هئا ۽ انهيءَ(واقعي)کانپوءِ اچڻ وارن ماڻهن لاءِ بہ(باعث)عبرت ۽ متقين جي لاءِ(باعث) نصيحت بڻائي ڇڏيو.

وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهٖٓ اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُكُمْ اَنْ تَذْبَحُوْا بَقَرَةً ۗ قَالُوْٓا اَتَتَّخِذُنَا

**٦٨**-۽(انهيءَ وقت کي بہ ياد ڪيوتہ) جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم کي چيو تہ اللّٰـہ توهان کي ڳئون ذبح ② ڪرڻ لاءِ حڪم

**١**-يعني اهل ڪتاب .

**٢**-هتي بَـقَـرَةٌ جو لفظ آهي هي لفظ مؤنث ۽ مذڪربنهي لاءِ ڳالهايو ويندو آهي.اَلْبَـقَرُ جو لفظ اسم جنس جي لاءِ ايندو آهي ۽ اُن سان گڏ ة واحد کي بيان ڪرڻ لاءِ آندي وئي آهي يعني جنس بقر مان هڪ .جهڙوڪ ٻڌايو ويو آهي. اَلْبَـقَـرَةُجو لفظ ڳئونءِ ڍاندَ ٻنهي لاءِ ڳالهايو ويندو آهي.اڙدوءَ ۾ جيئن تہ ڪو اهڙو لفظ ناهي جيڪو پورو مطلب بيان ڪري سگهي ان ڪري اسان ان جو ترجمو

هُزُوًا ؕ قَالَ اَعُوْذُ بِاللّٰهِ اَنْ اَكُوْنَ مِنَ الْجٰهِلِيْنَ ﴿٦٨﴾

ڏئي ٿو، انهن چيو ڇا تون اسان کي مسخريءَ جو نشان بڻائين ٿو؟ (موسيٰ) چيو مان (انهيءَ ڳالهه کان) الـلّٰـه جي پناهه گهران ٿو جو (اهڙو فعل ڪري) جاهلن ۾ شامل ٿي وڃان.

قَالُوا ادْعُ لَنَا رَبَّكَ يُبَيِّنْ لَّنَا مَا هِيَ ؕ قَالَ اِنَّهٗ يَقُوْلُ اِنَّهَا بَقَرَةٌ لَّا فَارِضٌ وَّلَا بِكْرٌ ؕ عَوَانٌۢ بَيْنَ ذٰلِكَ ؕ فَافْعَلُوْا مَا تُؤْمَرُوْنَ ﴿٦٩﴾

**٦٩**-انهن چيو، اسان جي واسطي پنهنجي رب کان دعا گهر ته هو اسان کي کولي ٻڌائي ته اها (ڳئون) ڪهڙي آهي؟ انهيءَ (يعني موسيٰ) چيو ته هُو فرمائي ٿو ته اُها ڳئون اهڙي آهي جيڪا نه ته پوڙهي آهي ۽ نه ڳابي، پر وچولي ① پوري جوان آهي. تنهنڪري جيڪو حڪم توهان کي ڏنو ٿو وڃي انهيءَ جي پيروي ڪيو.

قَالُوا ادْعُ لَنَا رَبَّكَ يُبَيِّنْ لَّنَا مَا لَوْنُهَا ؕ قَالَ اِنَّهٗ يَقُوْلُ اِنَّهَا بَقَرَةٌ صَفْرَآءُ ۙ فَاقِعٌ لَّوْنُهَا تَسُرُّ النّٰظِرِيْنَ ﴿٧٠﴾

**٧٠**-هُنن چيو، اسان لاءِ پنهنجي رب کان (وري) دعا گهر ته هُو اسان کي کولي ٻڌائي ته هنَ جو رنگ ڪهڙو آهي؟ (موسيٰ) چيو، هُو فرمائي ٿو ته اُهاهڪَ ڪڪڙي رنگ جي ڍڳي آهي، هنَ جو رنگ تمام ڳوڙهو آهي (۽) اُها ڏسڻ وارن کي ڏاڍي وڻندي آهي.

قَالُوا ادْعُ لَنَا رَبَّكَ يُبَيِّنْ لَّنَا مَا هِيَ ۙ اِنَّ

**٧١**-هنن چيو، اسان لاءِ پنهنجي رب کان

---

**(باقي حاشيو)**" ڳئون" لکيو آهي. اهڙي طرح تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته اسرائيلي مصرين کان متاثر هئا ۽ اُهي ڏاند جي پوڄا ڪندا هئا.

**١**-يعني بيان ڪيل حد بندي.

الْبَقَرَ تَشٰبَهَ عَلَيْنَا ۭ وَاِنَّآ اِنْ شَاۗءَ اللّٰهُ لَمُهْتَدُوْنَ ۝

(وري)دعا گهر ته هو اسان کي کولي ٻڌائي ته اها(ڳئون)ڪهڙي آهي؟اسان کي ته انهيءَ قسم جون(سڀ)ڳئون هڪ جهڙيون نظر اچن ٿيون ۽(يقين رک ته)جيڪڏهن اللّٰه گهريو ته اسان ضرور هدايت قبول ڪنداسين.

قَالَ اِنَّهٗ يَقُوْلُ اِنَّهَا بَقَرَةٌ لَّا ذَلُوْلٌ تُثِيْرُ الْاَرْضَ وَلَا تَسْقِى الْحَرْثَ ۚ مُسَلَّمَةٌ لَّا شِيَةَ فِيْهَا ۭ قَالُوا الْــٰٔنَ جِئْتَ بِالْحَقِّ ۭ فَذَبَحُوْهَا وَمَا كَادُوْا يَفْعَلُوْنَ ۝

٧٢-(موسيٰ)چيو،هو فرمائي ٿو اهااهڙي ڳئون آهي جا نه ته پانجاريءَ ۾ جوٽي وئي آهي جو هر ڪاهيندي هجي ۽ نه ڪي ٻنيءَ کي پاڻي ڏيندي آهي،بلڪل چڱي پلي آهي،هنَ ۾ ڪو ٻيو رنگ نه ٿو ملي.هُنن چيو ته هاڻي تو(اسان تي) حقيقت ظاهر ڪري ڇڏي آهي، تنهن ڪري هُنن انهيءَ(ڳئون) کي ذبح ڪري ڇڏيو،جيتوڻيڪ اُهي ائين ڪرڻ تي تيار نه هئا.

ع ٨ ٨

وَاِذْ قَتَلْتُمْ نَفْسًا فَادّٰرَءْتُمْ فِيْهَا ۭ وَاللّٰهُ

٧٣-۽(انهيءَ وقت کي به ياد يو)جڏهن توهان هڪ شخص کي قتل ①(ڪرڻ

١-وَإِذْ قَتَلْتُمْ نَفْساً مان حضرت مسيح عليه السلام جي صليب جو واقعو مراد آهي.جنهن جي باري ۾ عيسائين ته هي چئي ڇڏيو ته مسيح پنهنجي مرضيءَ سان صليب تي چڙهي ويو ڇاڪاڻ ته هو دنيا جي لاءِ ڪُفارو ٿيڻ چاهيو ٿي، ۽ يهودين چيو ته اِنَّا قَتَلْنَا الْمَسِيْحَ. اللّٰه‌تعاليٰ فرمائي ٿو ته ٻئي ڪوڙا آهن.اصل حقيقت اها آهي ته مسيح صليب تان زنده لهي آيو هو ۽ جيڪڏهن اهڙي ئي حالتن ۾ صليب تان لهڻ وارن جي حالتن کي ڏسو ته توهان کي خبر پئجي ويندي ته تاريخ ۽ طب جي مطابق به اُهي ماڻهون جيئرا ئي هوندا آهن.ان ڪري مسيح به صليب تان زنده ئي لٿو هو.۽ جيڪڏهن قرآن مجيد انهن جي باري چيو ته توهان هڪ جان کي قتل ڪيو ته ان مان مراد هيءَ آهي ته توهان

مُخۡرِجٌ مَّا كُنۡتُمۡ تَكۡتُمُوۡنَ ۚ﴿٧٣﴾

جي دعويٰ)ڪئي،پوءِ توهان ان جي باري ۾ اختلاف ڪيو،جيتوڻيڪ جيڪي (ڪجهه) توهان لڪايو ٿي اللّٰه ان کي ظاهر ڪرڻ وارو هو.

فَقُلۡنَا اضۡرِبُوۡهُ بِبَعۡضِهَا ؕ كَذٰلِكَ يُحۡىِ اللّٰهُ الۡمَوۡتٰى ۙ وَ يُرِيۡكُمۡ اٰيٰتِهٖ لَعَلَّكُمۡ تَعۡقِلُوۡنَ ﴿٧٤﴾

٧٤-تنهن تي اسان چيو ته انهيءَ (واقعي) کي انَ (نفس)سان پيش اچڻ وارن ڪن پين واقعن کي ملائي ڏسو(پوءِ توهان کي حقيقت معلوم ٿي ويندي)اللّٰه اهڙي طرح مُئلن کي زندهه ڪندو آهي ۽ توهان کي پنهنجا نشان ڏيکاريندو آهي ته جيئن توهان عقل ڪيو.

ثُمَّ قَسَتۡ قُلُوۡبُكُمۡ مِّنۡۢ بَعۡدِ ذٰلِكَ فَهِىَ كَالۡحِجَارَةِ اَوۡ اَشَدُّ قَسۡوَةً ؕ وَاِنَّ مِنَ الۡحِجَارَةِ لَمَا يَتَفَجَّرُ مِنۡهُ الۡاَنۡهٰرُ ؕ وَاِنَّ مِنۡهَا لَمَا يَشَّقَّقُ فَيَخۡرُجُ مِنۡهُ الۡمَآءُ ؕ وَاِنَّ مِنۡهَا لَمَا يَهۡبِطُ مِنۡ خَشۡيَةِ اللّٰهِ ؕ وَمَا اللّٰهُ

٧٥-انهيءَ کان پوءِ وري توهان جون دليون سخت ٿي ويون، جيئن ته اُهي پٿرن وانگي بلڪ انهيءَ کان به وڌيڪ سخت آهن۽ پٿرن مان ته يقيناً ڪي اهڙا به هونداآهن جن مان درياهه وهنداآهن ۽ انهن مان ڪي اهڙا به هوندا آهن جيڪي ڦاٽي پوندا آهن ته انهن مان پاڻي نڪرڻ لڳندو آهي ۽ انهن(دلين①)

**(باقي حاشيو)** دعويٰ ڪئي ته اسان قتل ڪري ڇڏيو آهي جهڙي طرح يهود جو قول بيان ٿيو آهي اِنَّا قَتَلۡنَا الۡمَسِيۡحَ عِيۡسَى ابۡنَ مَرۡيَمَ رَسُوۡلَ اللّٰهِ ۽ جيئن عيسائي چوندا آهن ته هو اسان جو ڪُفارو ٿيڻ لاءِ مري ويو.

**١**-هن آيت جي معنيٰ به طريقن سان ٿي سگهي ٿي. هڪ هن طرح سان ته هَا جي ضمير پٿرن ڏانهن ڦيري وڃي،۽ هي معنيٰ ڪئي وڃي ته اللّٰه تعاليٰ کان ڊڄارڻ واري شين جي سببان(جهڙوڪ طوفان، بوڏ ۽ زلزلا آهن)ڪي پٿر ڪري پوندا آهن. ان لحاظ سان خَشۡيَةٌ اَخۡشَاءٌ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو

بِغَافِلٍ عَمَّا تَعۡمَلُوۡنَ ﴿٧٥﴾

مان(به)ڪي اهڙيون آهن جيڪي الله جي خوف ڪان(معافي گهرندي)جهڪي پونديون آهن ۽ جيڪي(ڪجهه)توهان ڪري رهيا آهيو الله انهيءَ ڪان هرگز بي خبر ناهي.

اَفَتَطۡمَعُوۡنَ اَنۡ يُّؤۡمِنُوۡا لَـكُمۡ وَقَدۡ كَانَ فَرِيۡقٌ مِّنۡهُمۡ يَسۡمَعُوۡنَ كَلٰمَ اللّٰهِ ثُـمَّ يُحَرِّفُوۡنَهٗ مِنۡۢ بَعۡدِ مَا عَقَلُوۡهُ وَهُمۡ يَعۡلَمُوۡنَ ﴿٧٦﴾

٧٦-(اي مسلمانو!)ڇا توهان اميد رکو ٿا ته اهي(يهودي)توهان جي ڳالهه مڃيندا، جيتوڻيڪ انهن مان ڪجهه ماڻهون اهڙا آهن جيڪي الــلّـــه جو ڪلام ٻڌن ٿا، پوءِ انهيءَ ڪي سمجهڻ بعد هنَ (جي مطلب) ڪي بگاڙي ڇڏيندا آهن ۽ اهي (انهيءَ عمل جي خراب نتيجي ڪي چڱيءَ طرح)جاڻيندا آهن.

وَ اِذَا لَقُوا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا قَالُوۡۤا اٰمَنَّا ۖۚ وَاِذَا خَلَا بَعۡضُهُمۡ اِلٰى بَعۡضٍ قَالُوۡۤا اَتُحَدِّثُوۡنَهُمۡ بِمَا فَتَحَ اللّٰهُ عَلَيۡكُمۡ لِيُحَآجُّوۡكُمۡ بِهٖ عِنۡدَ رَبِّكُمۡ ؕ اَفَلَا تَعۡقِلُوۡنَ ﴿٧٧﴾

٧٧- ۽ جڏهن اهي ماڻهو مومنن سان ملندا آهن ته چئي ڇڏينداآهن ته اسان مومن آهيون ۽ جڏهن هڪ ٻئي سان عليحدگيءَ ۾ ملنداآهن ته(هڪ ٻئي ڪي الزام ڏيندي)چوندا آهن ڇا توهان انهن ڪي اهي ڳالهيون جيڪي الــلّـه توهان تي واضح ڪيون آهن ٻڌايو ٿا،انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيندو ته اهي انهيءَ (معلومات)جي ذريعي الــلّـه جي سامهون

(باقي حاشيو) آهي. ٻي معنيٰ هيءَ ڪري سگهجي ٿي ته هَا جي ضمير قلوب ڏانهن ڦيري وڃي ۽ معنيٰ هيئن ٿئي ته دلين مان ڪجهه اهڙيون هونديون آهن جو الــلّـــه جي ڊپ ڪان معافي گهرندي ڪري پونديون آهن. دلين جو لفظ اڳ ۾ اچي چڪو آهي ۽ انهيءَ طرف ضمير عربي قاعدي جي مطابق وڃي سگهجي ٿي. (تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد پهريون صفحه ٥٢٦ - ٥٢٧).

توهان تي حجت ①قائم ڪندا ڇا توهان عقل ڪان ڪم نه ٿا وٺو؟

اَوَلَا يَعْلَمُوْنَ اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا يُسِرُّوْنَ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ﴿٧٨﴾

٧٨- ڇا هي(انهيءَ ڳالهه ڪي)نه ٿا ڄاڻن ته جيڪي ڪجهه هو لڪائيندا آهن ۽ جيڪي ڪجهه هو ظاهر ڪندا آهن اللّٰه انهيءَ ڪي ڄاڻي ٿو.

وَمِنْهُمْ اُمِّيُّوْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ الْكِتٰبَ اِلَّآ اَمَانِيَّ وَاِنْ هُمْ اِلَّا يَظُنُّوْنَ ﴿٧٩﴾

٧٩- ۽ انهن مان ڪي اڻ پڙهيل آهن جيڪي ڪَن ڪوڙين ڳالهين ڪان سواءِ پنهنجي ڪتاب مان ڪجهه بهڄاڻ نه ٿا رکن ۽ اهي رڳو ڏُڪا هڻندا رهندا آهن.

فَوَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ يَكْتُبُوْنَ الْكِتٰبَ بِاَيْدِيْهِمْ ثُمَّ يَقُوْلُوْنَ هٰذَا مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ لِيَشْتَرُوْا بِهٖ ثَمَنًا قَلِيْلًا فَوَيْلٌ لَّهُمْ مِّمَّا كَتَبَتْ اَيْدِيْهِمْ وَوَيْلٌ لَّهُمْ مِّمَّا يَكْسِبُوْنَ ﴿٨٠﴾

٨٠- سو جيڪي ماڻهو پنهنجي هٿن سان ڪتاب لکن ٿا(۽)پوءِ انهيءَ جي وسيلي (ڪجهه) ٿوري رقم حاصل ڪرڻ لاءِ چئي ٿا ڇڏين ته هيءُ (ڪتاب)اللّٰه جي طرفان آهي، انهن لاءِ(هڪ سخت) عذاب (مقدر) آهي. وري(اسان چئون ٿا ته)انهن لاءِ هنن جي هٿن سان لکڻ سبب(هڪ سخت) عذاب(مقدر)آهي ۽ انهيءَ سبب جي ڪري (به)عذاب (مقدر) آهي جيڪي هو ڪمائيندا آهن.

وَقَالُوْا لَنْ تَمَسَّنَا النَّارُ اِلَّآ اَيَّامًا

٨١- ۽ هُو چون ٿا ته اسان ڪي ڪن ٿورن ڏينهن ڪانسواءِ(دوزخ جي)باهه هرگز نه

---

١- لِيُحَآجُّوكُمْ بِهٖ ۾ لام، لامِ عاقبت آهي ۽ ان جو مطلب هي آهي ته پهرين ڳالهه جو نتيجو هي ٿيندو ته هو توهان تي حجت قائم ڪندا.

مَّعۡدُوۡدَةً ؕ قُلۡ اَتَّخَذۡتُمۡ عِنۡدَ اللّٰهِ عَهۡدًا فَلَنۡ يُّخۡلِفَ اللّٰهُ عَهۡدَهٗۤ اَمۡ تَقُوۡلُوۡنَ عَلَى اللّٰهِ مَا لَا تَعۡلَمُوۡنَ ﴿٨١﴾

ڇهندي. تون (انهن کي) چئو ته ڇا توهان الله جي درگاهه مان ڪو اهڙو واعدو (ورتو) آهي؟ (جيڪڏهن ائين آهي) تڏهن ته هو هرگز پنهنجي عهد جي خلاف نه ڪندو، يا توهان الله جي متعلق اهڙيون ڳالهيون چئو ٿا، جنهن جو توهان کي (ڪوبه) علم نه آهي.

بَلٰى مَنۡ كَسَبَ سَيِّئَةً وَّاَحَاطَتۡ بِهٖ خَطِيۡٓـئَتُهٗ فَاُولٰٓـئِكَ اَصۡحٰبُ النَّارِ ۚ هُمۡ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ﴿٨٢﴾

**٨٢**- ڇو نه، جيڪي ماڻهو به ڪنهن قسم جي بدي ڪمائيندا ۽ انهن جو گناهه انهن کي (چئني طرفن کان) گهيري وٺندو اهي دوزخ (۾ پوڻ) وارا آهن. اهي انهيءَ ۾ (پيا) رهندا.

وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ اُولٰٓـئِكَ اَصۡحٰبُ الۡجَـنَّةِ ۚ هُمۡ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ﴿٨٣﴾ ع ١١

**٨٣**- ۽ جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ انهن نيڪ عمل ڪيا آهن اُهي جنت (۾ وڃڻ) وارا آهن. اُهي انهيءَ ۾ (هميشه) رهندا.

وَاِذۡ اَخَذۡنَا مِيۡثَاقَ بَنِىۡٓ اِسۡرَآءِيۡلَ لَا تَعۡبُدُوۡنَ اِلَّا اللّٰهَ وَبِالۡوَالِدَيۡنِ اِحۡسَانًا وَّذِى الۡقُرۡبٰى وَالۡيَتٰمٰى وَالۡمَسٰكِيۡنِ وَقُوۡلُوۡا لِلنَّاسِ حُسۡنًا وَّاَقِيۡمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ ؕ ثُمَّ تَوَلَّيۡتُمۡ اِلَّا قَلِيۡلًا مِّنۡكُمۡ وَاَنۡتُمۡ مُّعۡرِضُوۡنَ ﴿٨٤﴾

**٨٤**- ۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اسان بني اسرائيل کان پڪو واعدو ورتو هو ته توهان الله کان سواءِ ڪنهن جي عبادت نه ڪندؤ ۽ والدين سان احسان (جو معاملو) ڪندؤ ۽ (اهڙي طرح) قريبن ۽ يتيمن ۽ مسڪينن سان به، ۽ هيءُ (واعدو به ورتو هو) ته ماڻهن سان مهربانيءَ سان ڪلام ڪندا ڪيو ۽ نماز قائم رکندا ڪيو ۽ زڪوات

وَاِذۡ اَخَذۡنَا مِیۡثَاقَکُمۡ لَا تَسۡفِکُوۡنَ دِمَآءَکُمۡ وَلَا تُخۡرِجُوۡنَ اَنۡفُسَکُمۡ مِّنۡ دِیَارِکُمۡ ثُمَّ اَقۡرَرۡتُمۡ وَاَنۡتُمۡ تَشۡهَدُوۡنَ﴿۸۵﴾

ثُمَّ اَنۡتُمۡ هٰۤؤُلَآءِ تَقۡتُلُوۡنَ اَنۡفُسَکُمۡ وَتُخۡرِجُوۡنَ فَرِیۡقًا مِّنۡکُمۡ مِّنۡ دِیَارِهِمۡ ۫ تَظٰهَرُوۡنَ عَلَیۡهِمۡ بِالۡاِثۡمِ وَالۡعُدۡوَانِ ؕ وَاِنۡ یَّاۡتُوۡکُمۡ اُسٰرٰی تُفٰدُوۡهُمۡ وَهُوَ مُحَرَّمٌ عَلَیۡکُمۡ

ڏيندا ڪيو. پر(انهيءَ کان پوءِ) توهان مان ٿورن کان سواءِ(باقي)سڀئي ① منهن موڙيندي ڦري ويا.

**٨٥**-۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اسان توهان کان واعدو ورتو هوته توهان (پاڻ ۾)هڪ ٻئي جو رت ② نه وهائيندؤ ۽ پنهنجو پاڻ کي(يعني پنهنجي قوم جي ماڻهن کي)پنهنجي گهرن کان نه ڪيندؤ ۽ توهان(انهيءَ جو اقرار)ڪيو هو ۽ توهان(انهيءَ عهد جي متعلق هميشه) شاهدي ڏيندا رهيا آهيو③.

**٨٦**-پوءِ توهان ماڻهو ئي آهيو جو (انهيءَ عهد جي باوجود) پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي قتل ڪيو ٿا ۽ پاڻ مان هڪ جماعت کي گناهه ۽ ظلم سان (انهن جي دشمن جي) مدد ڪندي انهن جي گهرن مان ڪڍو ٿا ۽ جيڪڏهن اهي توهان وٽ قيدي ٿي (مدد وٺڻ لاءِ) اچن ته توهان فديو ڏئي

**١**-عربي لفظن ۾ ضمير خطاب آهي. پر جيئن ته استثناء ۾ به ”توهان“ جو لفظ استعمال ٿيو آهي. اڙدوءَ ۾ بيهر توهان جو لفظ استعمال نه ٿو ٿي سگهي.ان ڪري ”سڀئي“ جو لفظ استعمال ڪيو آهي. تحت اللفظ ترجمو هن ريت آهي ته:”توهان مان ٿورن کان سواءِ (باقي) توهان (سڀئي) منهن موڙيندي ڦري ويا.“

**٢**-لَاَ تَسۡفِكُونَ دِمَاءُ كُمۡ يعني ڪجهه يهودي قبيلا ٻين يهودي قبيلن کي نقصان نه رسائيندا. عهد جي تفصيل لاءِ ڏسو (خروج باب ٢٠-٢١)

**٣**-خروج باب ٢۴ آيت ٣.

اِخْرَاجُهُمْ ؕ اَفَتُؤْمِنُوْنَ بِبَعْضِ الْكِتٰبِ وَتَكْفُرُوْنَ بِبَعْضٍ ۚ فَمَا جَزَآءُ مَنْ يَّفْعَلُ ذٰلِكَ مِنْكُمْ اِلَّا خِزْيٌ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ يُرَدُّوْنَ اِلٰٓى اَشَدِّ الْعَذَابِ ؕ وَمَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿٨٦﴾

انهن کي ڇڏائي ونو ٿاجڏهن ته حقيقت ۾ انهن جو (گهرن کان) ڪيڻ(به)توهان تي حرام ڪيو ويو هو.ته ڇا توهان ڪتاب جي هڪ حصي تي ته ايمان آڻيو ٿا ۽ هڪ حصي جو انڪار ڪيو ٿا. سو توهان مان جيڪي ائين ڪن ٿا انهن جي سزاهن(جهان جي)زندگيءَ(ئي)۾ بدنامي (پرائڻ)کان سواءِ ٻي ڇا آهي. (جيڪا انهن کي ملندي) ۽ اهي قيامت جي ڏينهن ان کان به سخت عذاب ڏانهن موٽايا ويندا ۽ جيڪي ڪجهه توهان ڪري رهيا آهيوالله انهيءَ کان هرگز بي خبر ناهي.

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ اشْتَرَوُا الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا بِالْاٰخِرَةِ ۫ فَلَا يُخَفَّفُ عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلَا هُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿٨٧﴾ ع ١٠

٨٧-۽ اِهي ئي اُهي ماڻهو آهن جن هِن (جهان جي)زندگيءَ کي بعد ۾ اچڻ واري (زندگيءَ)تي ترجيح ڏني آهي انهيءَ ڪري نه ته انهن تان عذاب ئي هلڪو ڪيو ويندو ۽ نه انهن جي(ڪنهن ٻئي رنگ ۾)مدد ڪئي ويندي.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ وَقَفَّيْنَا مِنْۢ بَعْدِهٖ بِالرُّسُلِ ۫ وَاٰتَيْنَا عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ

٨٨-۽ اسان(يقيناً)موسيٰ کي ڪتاب ڏنو هو ۽ ان کان پوءِ اسان(انهن①) رسولن کي (جن کي توهان سڃاڻو ٿا انهن

١-هتي الــــرُّسُــل جو لفظ آهي ۽ اَلُ سان ان شيءِ ڏانهن اشارو آهي جيڪا مخاطبن جي ذهن ۾ هئي.ان ڪري هن آيت جي هيءَ معنيٰ ٿيندي ته اُهي رَسُــــوُلَ جيڪي اوهان جي ذهن ۾ آهن ۽ جن کي توهان سڃاڻو ٿا.ان مفهوم کي واضح ڪرڻ لاءِ ڏنگيءَ ۾ ”انهن“ جو لفظ وڌايو ويو آهي.

الْبَيِّنٰتِ وَاَيَّدْنٰهُ بِرُوْحِ الْقُدُسِ ؕ اَفَكُلَّمَا جَآءَكُمْ رَسُوْلٌۢ بِمَا لَا تَهْوٰٓى اَنْفُسُكُمُ اسْتَكْبَرْتُمْ ۚ فَفَرِيْقًا كَذَّبْتُمْ ۫ وَفَرِيْقًا تَقْتُلُوْنَ ﴿۸۸﴾

جي)پويان موڪليو① ۽ عيسيٰ بن مريم کي(بہ)اسان ظاهر ظهور نشان ڏنا ۽ روح القدس جي ذريعي هن کي طاقت بخشي (پر توهان سيني جو مقابلو ڪيو)تہ پوءِ (توهان ئي ٻڌايو تہ) ڇا(هيءَ ڳالهہ اٺوٽندڙ نا هي تہ)جڏهن بہ توهان وٽ ڪو رسول اُها(تعليم)کڻي آيو جنهن کي توهان جي نفس پسند نہ ٿي ڪيو تہ توهان تڪبر(جو مظاهرو)ڪيو.جيئن تہ ڪن کي توهان ڪوڙو ڪيو ۽ ڪن کي قتل ڪري ڇڏيو②.

وَقَالُوْا قُلُوْبُنَا غُلْفٌ ؕ بَلْ لَّعَنَهُمُ اللّٰهُ بِكُفْرِهِمْ فَقَلِيْلًا مَّا يُؤْمِنُوْنَ ﴿۸۹﴾

**٨٩**-۽ (اسان کي معلوم آهي تہ) انهن (هي بہ)چيو آهي(تہ)اسان جون دليون تہ پردن ۾ آهن(پر اها ڳالهہ)نا هي،پر اللّٰــہ انهن جي ڪفر جي سبب انهن تي لعنت ڪئي آهي. ان ڪري اُهي تمام ٿورو ايمان آڻين ٿا.

وَلَمَّا جَآءَهُمْ كِتٰبٌ مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ مُصَدِّقٌ لِّمَا مَعَهُمْ ۙ وَكَانُوْا مِنْ قَبْلُ

**٩٠**-۽ جڏهن انهن وٽ اللّٰــہ جي طرفان هڪ ڪتاب آيو جيڪو هنَ(ڪتاب جي پيشنگوئين)کي جيڪو انهن وٽ آهي

١ـ ”پويان موڪليو“ مان مراد رُڳو بعد ۾ اچڻ نا هي چاڪاڻ تہ اِهو مطلب تہ مِــنْ بَــعْــدِهٖ جي لفظن ۾ بيان ٿي چڪو آهي.ان ڪري ان مان مراد پيروي ڪرڻ ۽ ان جي دين جي خدمت ڪرڻ آهي.

**٢**ـ تَقْتُلُوْنَ حال ماضيہ آهي يعني حال جو صيغو فعل ماضيءَ جي سڃاڻپ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ آندو ويو آهي مراد هي آهي تہ هي اهڙو بُرو فعل هو جو هاڻي بہ خيال ڪندي اکين آڏو اچي ٿو وڃي.

يَسْتَفْتِحُوْنَ عَلَى الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۚ فَلَمَّا جَآءَهُمْ مَّا عَرَفُوْا كَفَرُوْا بِهٖ ۫ فَلَعْنَةُ اللّٰهِ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ﴿٩٠﴾

سچو ڪرڻ وارو آهي تہ باوجود انهيءَ جي جو پهرين هي (ماڻهو اللّٰہ کان) ڪافرن تي فتح (ماڻڻ جي دعا) گهرندا هئا. جڏهن ⓵ انهن وٽ اها شيءِ اچي وئي جنهن کي انهن سڃاڻي ورتو تہ انَ جو انڪار ڪري ڇڏيائون. ان ڪري اهڙن ڪافرن تي اللّٰه جي لعنت آهي.

بِئْسَمَا اشْتَرَوْا بِهٖۤ اَنْفُسَهُمْ اَنْ يَّكْفُرُوْا بِمَاۤ اَنْزَلَ اللّٰهُ بَغْيًا اَنْ يُّنَزِّلَ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ ۚ فَبَآءُوْ بِغَضَبٍ عَلٰى غَضَبٍ ؕ وَلِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿٩١﴾

**٩١-** اُهو فعل ڏاڍو برو آهي جنهن جي بدلي ۾ انهن پنهنجي جانين کي وڪڻي ڇڏيو آهي (يعني) اُهو هنن جو اللّٰه جي لاٿل ڪلام کان هن ڳالهہ تي ڪاوڙ جي انڪار ڪرڻ آهي تہ اللّٰہ پنهنجي ٻانهن مان جنهن تي چاهي ٿو (ﭼﻮ) پنهنجو فضل نازل ڪندو آهي. ان ڪري هي ماڻهو غضب پٺيان غضب جو گهرُ تي ويا آهن ۽ اهڙن (ئي) ڪافرن لاءِ خوار ڪرڻ وارو عذاب (مقدر) آهي.

وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ اٰمِنُوْا بِمَاۤ اَنْزَلَ اللّٰهُ قَالُوْا نُؤْمِنُ بِمَاۤ اُنْزِلَ عَلَيْنَا وَيَكْفُرُوْنَ بِمَا وَرَآءَهٗ ۗ وَهُوَ الْحَقُّ مُصَدِّقًا لِّمَا مَعَهُمْ ؕ قُلْ فَلِمَ تَقْتُلُوْنَ اَنْۢبِيَآءَ اللّٰهِ مِنْ قَبْلُ اِنْ

**٩٢-** ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي تہ جيڪي ڪجهہ اللّٰہ نازل ڪيو آهي ان تي ايمان آڻيو تہ هوچوندا آهن تہ اسان (تہ) انهيءَ تي ايمان آڻيون ٿا جو اسان تي نازل ڪيو ويو آهي ۽ ائين (چوندي) ان کان پوءِ اچڻ واري (ڪلام) جو اُهي انڪار

**١-** هتي فاء جو ترجمو ڇڏيو ويو آهي ڇاڪاڻ تہ اڙدوءَ ۾ اهڙي موقعي تي ڪو لفظ استعمال ناهي ٿيندو.

كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٩٢﴾

ڪري ڏنا ڇڏين، جيتوڻيڪ اُهي انهيءَ (ڪلام)کي جو انهن وٽ آهي سچو ڪري ڪامل طور تي سچو (ثابت ٿي چڪو)آهي.تون(انهن کي)چؤ ته جيڪڏهن توهان(واقعي)مومن آهيو ته پوءِ ڇو توهان هن کان اڳ اللّٰه جي نبين کي قتل ڪرڻ جي پنيان پئي رهيا آهيو.

وَلَقَدْ جَآءَكُمْ مُّوْسٰى بِالْبَيِّنٰتِ ثُمَّ اتَّخَذْتُمُ الْعِجْلَ مِنْۢ بَعْدِهٖ وَاَنْتُمْ ظٰلِمُوْنَ ﴿٩٣﴾

٩٣- ۽ موسيٰ توهان وٽ يقيناً ظاهر ظهور نشان کڻي آيو هو پوءِ(به)توهان ان جي (جبل تي وڃڻ کان) پوءِ ظلم ڪندي(خدا تعاليٰ کي ڇڏي ڪري)ڳائي کي(معبود) ٺاهي ورتو.

وَاِذْ اَخَذْنَا مِيْثَاقَكُمْ وَرَفَعْنَا فَوْقَكُمُ الطُّوْرَ ؕ خُذُوْا مَآ اٰتَيْنٰكُمْ بِقُوَّةٍ وَّاسْمَعُوْا ؕ قَالُوْا سَمِعْنَا وَعَصَيْنَا ۗ وَاُشْرِبُوْا فِىْ قُلُوْبِهِمُ الْعِجْلَ بِكُفْرِهِمْ ؕ قُلْ بِئْسَمَا يَاْمُرُكُمْ بِهٖٓ اِيْمَانُكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٩٤﴾

۹۴-۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو)جڏهن اسان توهان کان پڪو واعدو ورتو هو ۽ طور کي توهان جي مٿان ① بلند ڪيو هو(هي چوندي ته)جيڪي ڪي اسان توهان کي ڏنو آهي انهيءَ کي مضبوطيءَ سان قابو ڪيو ۽ انهيءَ (يعني اللّٰه)جي اطاعت ڪيو.انهيءَ تي (توهان مان جيڪي ماڻهوان وقت اسان جا مخاطب هئا)انهن چيو هو ته(تمام چڱو) اسان ٻڌو ۽(اسان اهو به چئون ٿا ته)اسان (هن حڪم)جي نه مڃڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهن جي ڪفر سبب انهن جي

١-وَرَفَعْنَا فَوْقَكُمُ الطُّورَ يعني توهان کي ان جي هيٺان بيهاريو هو.

دلين① ۾ ڳابو(يعني انهيءَ جي محبت جو جذبو)گهرُ ڪري ويو.تون(انهن ڪي)چؤ تہ جيڪڏهن توهان(جهڙوڪ دعويٰ ڪيو ٿا) مومن آهيو تہ اُهو ڪم جنهن جو توهان ڪي توهان جو ايمان حڪم ڏئي ٿو ڏاڍو بُرو آهي.

قُلۡ اِنۡ کَانَتۡ لَکُمُ الدَّارُ الۡاٰخِرَۃُ عِنۡدَاللّٰہِ خَالِصَۃً مِّنۡ دُوۡنِ النَّاسِ فَتَمَنَّوُا الۡمَوۡتَ اِنۡ کُنۡتُمۡ صٰدِقِیۡنَ﴿۹۵﴾

**۹۵**-تون(انهن ڪي)چؤ جيڪڏهن اللّٰہ وٽ آخرت جو گهر(باقي)ماڻهن ڪي ڇڏي صرف توهان لاءِ ئي آهي تہ جيڪڏهن توهان (انهيءَ دعويٰ ۾)سچا آهيو تہ موت ②جي خواهش ڪيو.

وَلَنۡ یَّتَمَنَّوۡہُ اَبَدًۢا بِمَا قَدَّمَتۡ اَیۡدِیۡہِمۡ ؕ وَاللّٰہُ عَلِیۡمٌۢ بِالظّٰلِمِیۡنَ﴿۹۶﴾

**۹۶**-۽ (اي مسلمانو! ياد رکو تہ)جو ڪجهہ انهن جا هٿ اڳتي موڪلي چڪا آهن انهيءَ جي سبب ڪان اهي ڪڏهن بہ

**١**- عربيءَ جو محاورو آهي أُشْرِبَ فُلَانٌ حُبَّ فُلَانٍ ۽ هيءَ معنيٰ آهي تہ خَالَطَهٗ حُبُّهٗ قَلْبَهٗ (اقرب) يعني فلاڻي جي محبت ان جي دل ۾ رچي وئي.ان ڪري اُشْرِبَ مجهول جي صيغي ۾ محبت جي رچجي وڃڻ لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي.بحر محيط ۾ لکيل آهي تہ وَقَالُوا اَشْرَبْتُ الْبَيَاضَ الْحُمْرَةَ اَیْ خَلَطْتُهَا بِالْحُمْرَةِ يعني عرب بعض دفعہ چوندا آهن تہ مون اڇاڻ ڪي ڳاڙهاڻ پياري مطلب هي هوندو آهي تہ اڇي رنگ ۾ ڳاڙهو رنگ ملائي ڇڏيو. هڪ شاعر چوي ٿو تہ: اِذَا مَا الْقَلْبُ اُشْرِبَ حُبَّ شَیْءٍ فَلَا تَاْمَلْ لَّهٗ عَنْهُ انْصِرَافاً يعني جڏهن دل ۾ ڪنهن جي محبت رچي وڃي تہ پوءِ ان ڪان اِها اميد نہ رک تہ هُو پنهنجي معشوق ڪي ڇڏي ڏيندو. مطلب اُشْرِبَ مجهول جي صيغي ۾ رچي وڃڻ، سرايت ڪري وڃڻ ۽ گهرُ ڪري وڃڻ جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿيندو آهي ۽ هن جڳهہ اها ئي معنيٰ مناسب آهي.

**٢**-يعني رسول ڪريم ﷺ سان مباهلو ڪريو.جهڙوڪ سورت آل عمران آيت ٦٢ ۾ آهي.

انهيءَ(قسم جي موت)جي تمنا نہ ڪندا ۽ اللّٰه ظالمن کي چڱي طرح ڄاڻي ٿو.

وَلَتَجِدَنَّهُمْ اَحْرَصَ النَّاسِ عَلٰى حَيٰوةٍ ۚ وَمِنَ الَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا ۚ يَوَدُّ اَحَدُهُمْ لَوْ يُعَمَّرُ اَلْفَ سَنَةٍ ۚ وَمَا هُوَ بِمُزَحْزِحِهٖ مِنَ الْعَذَابِ اَنْ يُّعَمَّرَ ۗ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِمَا يَعْمَلُوْنَ ﴿٩٧﴾

معانقة م عندالمتأخرين

ع ١١/١٠/١١

**٩٧**-۽ تون يقيناً انهن کي(ٻہ)۽ ڪن انهن ماڻهن کي(ٻہ)جيڪي مشرڪ آهن سڀني ماڻهن کان وڌيڪ زندگيءَ جا لوڀي لهندين. اُنهن مان (هر) هڪ (اِهوئي) چاهيندو آهي تہ انهيءَ کي هزار سال جي عمر ملي وڃي جيتوڻيڪ اِهو(فعل يعني) ان جي(وڏي) عمر ① ماڻھ انهيءَ کي عذاب کان بچائي نہ ٿي سگهي ۽ جيڪي ڪجهہ هو ڪندا آهن اللّٰہ انهيءَ کي ڏسي رهيو آهي.

قُلْ مَنْ كَانَ عَدُوًّا لِّجِبْرِيْلَ فَاِنَّهٗ نَزَّلَهٗ عَلٰى قَلْبِكَ بِاِذْنِ اللّٰهِ مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ وَهُدًى وَّبُشْرٰى لِلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٩٨﴾

**٩٨**-تون(انهن کي)چئي ڇڏ تہ جيڪو شخص انهيءَ ڪري جبرائيل جو دشمن ٿئي جو هن تنهنجي دل تي اللّٰه جي حڪم سان هن(ڪتاب)کي لاٿو آهي جيڪو هن(ڪلام)کي جو انهيءَ کان پهرين موجود آهي سچو ڪرڻ وارو آهي ۽ مومنن لاءِ هدايت ۽ بشارت آهي.

مَنْ كَانَ عَدُوًّا لِّلّٰهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَرُسُلِهٖ وَجِبْرِيْلَ وَمِيْكٰلَ فَاِنَّ اللّٰهَ عَدُوٌّ

**٩٩**-(تہ پوءِ انهيءَ کي ياد رهي تہ)جيڪو شخص(ٻہ)اللّٰہ ۽ انجي فرشتن ۽ ان جي رسولن ۽ جبرائيل ۽ ميڪائيل جو دشمن

---

**١**- قرآن ڪريم ۾ هُوَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ ”هُو“ آهي پر جيئن تہ ان کان اڳ لَوْيُعَمَّرُ جا لفظ گذري چڪا آهن جن جي جانشين ضمير آهي. ان ڪري ان معنٰي کي ترجمي ۾ کوليو ويو آهي.

لِّلْكٰفِرِيْنَ ﴿٩٩﴾

هوندو تہ(اهڙن)ڪافرن جو اللّٰـه بہ يقيناً دشمن آهي.

وَلَقَدْ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ اٰيٰتٍۭ بَيِّنٰتٍ ۚ وَمَا يَكْفُرُ بِهَآ اِلَّا الْفٰسِقُوْنَ ﴿١٠٠﴾

**١٠٠**۔۽ اسان تو تي يقيناً ظاهر ظهور نشان نازل ڪيا آهن ۽ نافرمانن کان سواءِ انهن جو ڪوئي انڪار ناهي ڪندو.

اَوَكُلَّمَا عٰهَدُوْا عَهْدًا نَّبَذَهٗ فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ ۭ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٠١﴾

**١٠١**۔۽ ڇا (هيءَ ڳالهہ خراب نہ آهي تہ) جڏهن بہ انهن ماڻهن ڪو عهد ڪيو تہ انهن مان هڪ ٽولي انهيءَ کي اڇلي ڇڏيو (نہ فقط هي)پر انهن مان ڪيترا(تہ) ايمان جي ويجهو بہ نہ ٿا وڃن.

وَلَمَّا جَآءَهُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ مُصَدِّقٌ لِّمَا مَعَهُمْ نَبَذَ فَرِيْقٌ مِّنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ ۙ كِتٰبَ اللّٰهِ وَرَآءَ ظُهُوْرِهِمْ كَاَنَّهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٠٢﴾

**١٠٢**۔۽ جڏهن انهن وٽ اللّٰـه جي طرفان هڪ اهڙو رسول آيو جو هنَ (ڪتاب) کي جيڪو انهن وٽ آهي سچو ڪرڻ وارو آهي تہ انهن ماڻهن مان جن کي (اُهو)ڪتاب ڏنو ويو هوهڪ ٽولي اللّٰهجي (تازي) ڪتاب کي پنهنجي پُٺِين پر اڇلي ڇڏيو جڻ تہ هُو(انهيءَ)کي ڄاڻن ئي نہ ٿا.

وَاتَّبَعُوْا مَا تَتْلُوا الشَّيٰطِيْنُ عَلٰى مُلْكِ سُلَيْمٰنَ ۚ وَمَا كَفَرَ سُلَيْمٰنُ وَلٰكِنَّ الشَّيٰطِيْنَ كَفَرُوْا يُعَلِّمُوْنَ النَّاسَ

**١٠٣**۔پڻ اُهي يهودي اُنهيءَ (ريت)تي هلي پيا جنهن جي پٺيان سليمان جي حڪومت جي زماني ۾(انهيءَ جي حڪومت جا)باغي ① لڳا رهندا هئا.۽ سليمان ڪافر نہ هو پر (هنَ جا)باغي

**١**۔شَيطان جي معني آهي كُلُّ عَاتٍ مُّتَمَرِّدٍ: هر سرڪش ۽ حد کان وڌڻ وارو(اقرب) مفرداتِ راغب ۾ بہ وَاتَّبَعُواْ مَا تَتْلُواْ الشَّيَاطِيْنُ ۾ شيطانن مان سرڪش انسانَ مراد ورتا ويا آهن. ان ڪري اسان ترجمي ۾ ''باغي'' جو لفظ استعمال ڪيو آهي.

السِّحْرَ ۗ وَمَآ اُنْزِلَ عَلَى الْمَلَكَيْنِ بِبَابِلَ هَارُوْتَ وَمَارُوْتَ ؕ وَمَا يُعَلِّمٰنِ مِنْ اَحَدٍ حَتّٰى يَقُوْلَآ اِنَّمَا نَحْنُ فِتْنَةٌ فَلَا تَكْفُرْ ؕ فَيَتَعَلَّمُوْنَ مِنْهُمَا مَا يُفَرِّقُوْنَ بِهٖ بَيْنَ الْمَرْءِ وَزَوْجِهٖ ؕ وَمَا هُمْ بِضَآرِّيْنَ بِهٖ مِنْ اَحَدٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ وَيَتَعَلَّمُوْنَ مَا يَضُرُّهُمْ وَلَا يَنْفَعُهُمْ ؕ وَلَقَدْ عَلِمُوْا لَمَنِ اشْتَرٰىهُ مَا لَهٗ فِى الْاٰخِرَةِ مِنْ خَلَاقٍ ۗ وَلَبِئْسَ مَا شَرَوْا بِهٖٓ اَنْفُسَهُمْ ؕ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٠٢﴾

ڪافر هئا.اُهي ماڻهن کي ڏوڪي ڏيڻ واريون ڳالهيون سيکاريندا هئا ۽(پنهنجي پر ۾) اُنهيءَ ڳالهه جو(به نقل ڪن ٿا)جيڪو بابل ۾ ٻن فرشتن هاروت ۽ ماروت ① تي نازل ڪئي وئي هئي.جيتوڻيڪ اُهي ٻئي (ته)جيسيتائين اهو نه چئي وٺندا هئا ته اسان(خداتعاليٰ جي طرفان)آزمائش جي طور تي(مقرر ٿيا)آهيون.تنهنڪري (اي مخاطب! اسان جي حڪمن جو) انڪار نه ڪج،ڪنهن کي (ڪجهه) نه سيکاريندا هئا جنهن تي اُهي (ماڻهو) اُنهن (ٻنهي) کان اُها ڳالهه سکندا هئا جنهن جي وسيلي اهي مرد ۽ ان جي زال جي وچ ۾ تفرقو ڪري ڇڏيندا ② هئا ۽اُهي الله جي حڪم کانسواءِ ڪنهن کي به انهي (ڳالهه)جي وسيلي نقصان نه پهچائيندا

**١**ـ ٻن فرشتن يعني ٻه فرشته صفت ماڻهن تي(تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير سورت البقره جلد٢ صفحه ٦٥)

**٢**ـ يُفَرِّقُونَ بِهٖ بَيْنَ الْمَرْءِ وَزَوْجِهٖ : يعني اُهي انهن کي خاص ديني تعليم ڏيندا هئا جنهن ڪري جيڪا عورت ايمان آڻيندي هئي،اُها ايمان نه آڻڻ واري مرد جي پرواهه نه ڪندي هئي ۽ جيڪو مرد ايمان آڻيندو هو اُهو ايمان نه آڻڻ واري عورت جي پرواهه نه ڪندو هو،بلڪ جيڪڏهن زالَ مڙسَ مان زالَ ايمان آڻيندي هُئي ته هو اها تعليم جيڪا ان کي سيکاري ويندي هئي ان کي فوقيت ڏئي پنهنجي مڙس کان پنهنجي جماعت جون ڳالهيون لڪائڻ لڳندي هئي ۽ جيڪڏهن مرد ايمان آڻيندو هو ته هو پنهنجي زال کان ڳالهيون لڪائڻ لڳندو هو ۽ ٻئي هڪ ٻئي کي پنهنجو رازدار نه بڻائيندا هئا.صرف الله تعاليٰ جي رسول يا ان جي نائبن کي رازدار بڻائيندا هئا.

هئا ۽ (انهيءَ جي مقابلي ۾) هي (يعني رسول اللّٰهﷺ جا دشمن) تہ اُها ڳالهہ سگھي رهيا آهن جيڪا انهن کي نقصان پهچائيندي ۽ نفعو نہ ڏيندي ۽ اِهي ماڻهو يقيناً سمجهي ويا آهن تہ جيڪو انهيءَ (ريت)کي اختيار ڪندو آخرت ۾ انهيءَ جو ڪو بہ حصو ڪونهي ۽ اُها شئي جنهن جي بدلي ۾اُنهن پنهنجي پاڻ کي وڪڻي ڇڏيو آهي، تمام بُري آهي،ڪاش جو اِهي ڄاڻن ها.

وَلَوْ اَنَّهُمْ اٰمَنُوْا وَاتَّقَوْا لَمَثُوْبَةٌ مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ خَيْرٌ ؕ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ۝۱۰۴ ع

۱۰۴ـ ۽ جيڪڏهن اِهي ماڻهو ايمان آڻن ها ۽ تقويٰ اختيار ڪن ها تہ(انهن کي معلوم ٿي وڃي ها تہ)اللّٰهجي طرفان ملڻ وارو بدلو (ئي)بهترين(بدلو)آهي،ڪاش جو اهي ڄاڻن ها!

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَقُوْلُوْا رَاعِنَا

۱۰۵ـ اي ايمان وارؤ! (رسول کي مخاطب ڪري) راعنا ① نہ چوندا ڪيو ۽ انظرنا

اـ عربيءَ ۾ ڪنهن کي توجهہ ڏيارڻو هجي تہ **راعنا** چوندا آهن پر اِهو تڏهن چيو ويندو آهي جڏهن ٻئي ڏريون درجي ۾ برابر هجن. ڇاڪاڻ تہ **راعنا** جي معنيٰ آهي تہ تون اسان جو خيال رک،اسان تنهنجو خيال رکنداسين. پر جڏهن مخاطب درجي ۾ وڏو هجي تہ ان وقت **راعنا** نہ چيو ويندو آهي بلڪ **اُنظُرنا** چوندا آهن. يعني اي حضور! اسانجو بہ خيال رکو ۽ اهڙي طرح ڳالهايو جو اسان بہ سمجهي سگهون. هن آيت ۾ مسلمانن کي اِهو ئي چيو ويو آهي تہ رسول ڪريم صلي اللّٰه عليه وسلم کي **راعنا** نہ چوندا ڪريو ان سان توهان جي دلين ۾ بي ايماني پيدا ٿيندي. ڇاڪاڻ تہ ان لفظ جي اصل معنيٰ هيءَ آهي تہ اسان ۽ تون برابر آهيون. توهان **انظرنا** چوندا ڪيو تہ جيئن رسول ڪريم جو ادب ملحوظ رهي،بلڪ توهان کي گُهرجي تہ هن جون ڳالهيون اڳ ۾ ئي ڌيان سان ٻڌندا ڪيو تہ جيئن نہ

وَقُوْلُوا انْظُرْنَا وَاسْمَعُوْا ط وَلِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿١٠٥﴾

چونداڪيو.۽ (ڌيان سان هُن جي ڳالهہ) ٻڌندا ڪيو ۽ (ياد رکو تہ)منڪرن لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر) آهي.

مَا يَوَدُّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ وَلَا الْمُشْرِكِيْنَ اَنْ يُّنَزَّلَ عَلَيْكُمْ مِّنْ خَيْرٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ ط وَاللّٰهُ يَخْتَصُّ بِرَحْمَتِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ط وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿١٠٦﴾

١٠٦-اهل ڪتاب مان ۽ پڻ مشرڪن مان جن ماڻهن(اسان جي رسولن جو) انڪار ڪيو آهي اُهي پسند ناهن ڪندا تہ توهان تي توهان جي رب جي طرفان ڪنهن قسم جوخير(۽ برڪت) نازل ڪئي وڃي ۽ (وساري ٿا ڇڏن تہ)اللّٰـــه جنهن ڪي چاهي ٿو پنهنجي رحمت لاءِ مخصوص ڪندو آهي ۽ اللّٰــه وڏو فضل ڪرڻ وارو آهي.

مَا نَنْسَخْ مِنْ اٰيَةٍ اَوْ نُنْسِهَا نَاْتِ بِخَيْرٍ مِّنْهَآ اَوْ مِثْلِهَا ط اَلَمْ تَعْلَمْ اَنَّ اللّٰهَ عَلٰى

١٠٧-جنهن بہ پيغام ڪي اسين منسوخ ① ڪري ڇڏيون ۽ وسارائي ڇڏيون تہ ان ڪان بهتر يا انهيءَ جهڙو (پيغام)اسان(پيهر

(باقي حاشيو)راعنا چوڻو پوي نہ انظرنا چوڻو پوي.

١-هن مان اِها مراد ناهي تہ اسان قرآن پاڪ جي ڪا آيت منسوخ ڪري ڇڏيون.بلڪ مطلب هي آهي تہ جڏهن اسان ڪنهن نشان ڪي ٽاري ڇڏيندا آهيون تہ ان ڪان بهتر نشان آڻيندا آهيون يا گهٽ ۾ گهٽ ان جهڙو ئي پيو نشان ظاهر ڪندا آهيون تہ جيئن دنيا لاءِ هدايت جو سبب بڻجي.

مفسرن ان جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي تہ جڏهن قرآن جي ڪا آيت منسوخ ڪئي وڃي تہ اهڙي ئي بي آيت اچي ويندي آهي. پر جيڪڏهن ڪتاب جي آيت ئي مراد هجي تہ هن آيت جي هي معنٰي ڪرڻ کپي تہ جيڪڏهن اسان تورات ۽ انجيل مان ڪنهن حصي ڪي منسوخ ڪيون، تہ قرآن ڪريم ۾ يا تہ اُهڙي ئي تعليم نازل ڪنداسين يا ان ڪان بهتر نازل ڪنداسين.قرآن ڪريم جي ڪا آيت منسوخ ناهي.نہ قيامت تائين منسوخ ٿيندي.

كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿١٠٧﴾

دنيا ۾)آڻيندا آهيون،ڇا توکي معلوم نه آهي ته الله هر هڪ ڳالهه تي(جنهن جو هو ارادو ڪري)پورو (پورو) قادر آهي.

اَلَمْ تَعْلَمْ اَنَّ اللّٰهَ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَمَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ﴿١٠٨﴾

**١٠٨-** ڇا توکي معلوم نه آهي ته آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت الله جي ئي آهي ۽ الله کان سواءِ توهان جو نه ڪو دوست آهي ۽ نه ڪو مددگار.

اَمْ تُرِيْدُوْنَ اَنْ تَسْئَلُوْا رَسُوْلَكُمْ كَمَا سُئِلَ مُوْسٰى مِنْ قَبْلُ ؕ وَمَنْ يَّتَبَدَّلِ الْكُفْرَ بِالْاِيْمَانِ فَقَدْ ضَلَّ سَوَآءَ السَّبِيْلِ ﴿١٠٩﴾

**١٠٩-** ڇا توهان پنهنجي رسول کان اُهڙيءَ طرح سوال ڪرڻ چاهيو ٿا جهڙيءَ طرح (هِن کان)اڳُ موسيٰ کان سوال ڪيا ويا هئا ۽ (وساري ٿا ڇڏيو ته)جو شخص ڪفر کي ايمان سان بدلائي ڇڏي ته سمجهو① ته اُهو سڌي راهه کان ڀٽڪي ويو.

وَدَّ كَثِيْرٌ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ لَوْ يَرُدُّوْنَكُمْ مِّنْ بَعْدِ اِيْمَانِكُمْ كُفَّارًا ۚۖ حَسَدًا مِّنْ عِنْدِ اَنْفُسِهِمْ مِّنْ بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمُ الْحَقُّ ۚ فَاعْفُوْا وَاصْفَحُوْا حَتّٰى يَاْتِيَ اللّٰهُ بِاَمْرِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿١١٠﴾

**١١٠-** اهل ڪتاب مان ڪيترائي ماڻهو انهيءَ ڪانپوءِ جو حق انهن تي چڱيءَ طرح ظاهر ٿي چڪو آهي انهيءَ حسد جي سبب جيڪو انهن جي پنهنجي ئي جانين مان(پيدا ٿيو)آهي چاهين ٿا ته توهان جي ايمان آڻڻ کان پوءِ توهان کي وري ڪافر بڻائي ڇڏين. پوءِ توهان ايستائين جو الله پنهنجي حڪم کي نازل فرمائي انهن کي

---

**١-** هن جڳهه تي "سمجهو ته" جا لفظ فَقَدْ جو ترجمو آهن. فاءِ پاڻ کان پوءِ هڪ محذوف ڏانهن اشارو ڪندو آهي جنهن کي ظاهر ڪيو ويو آهي.

معاف ڪيو ۽ (انهن ڪان)درگذر ڪيو. اللّٰـه يقيناً هر هڪ ڳالهہ تي پورو (پورو) قادر آهي.

وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ ؕ وَمَا تُقَدِّمُوْا لِاَنْفُسِكُمْ مِّنْ خَيْرٍ تَجِدُوْهُ عِنْدَ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿١١١﴾

١١١- ۽ نماز کي(شرطن مطابق)قائم رکو ۽ زڪوات ادا ڪيو،۽(ياد رکو تہ)جيڪا نيڪي بہ توهان پنهنجي ذات لاءِ اڳ تي موڪليندؤ توهان ان کي اللّٰـــه وٽ ماڻيندؤ. اللّٰــه توهان جي عملن کي يقيناً ڏسي رهيو آهي.

وَقَالُوْا لَنْ يَّدْخُلَ الْجَنَّةَ اِلَّا مَنْ كَانَ هُوْدًا اَوْ نَصٰرٰى ؕ تِلْكَ اَمَانِيُّهُمْ ؕ قُلْ هَاتُوْا بُرْهَانَكُمْ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١١٢﴾

١١٢- ۽ اُهي(يعني يهودي ۽ مسيحي اِهو بہ)چونداآهن تہ بهشت ۾ سواءِ انهن (ماڻهن)جي جيڪي يهودي هجن يا مسيحي هجن ① هرگزڪو داخل نہ ٿيندو، اِهي(رڳو) انهن جون خواهشون آهن، تون(انهن کي) چؤ تہ جيڪڏهن توهان سچا آهيو تہ پنهنجو دليل پيش ڪيو.

بَلٰى ۚ مَنْ اَسْلَمَ وَجْهَهٗ لِلّٰهِ وَهُوَ مُحْسِنٌ فَلَهٗٓ اَجْرُهٗ عِنْدَ رَبِّهٖ ۪ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿١١٣﴾ ع ١٣ ٩ ١٣

١١٣-(۽ ٻڌايو تہ ٻيا ماڻهو)چو نہ(داخل ٿيندا)جيڪو بہ پنهنجي پاڻ کي اللّٰه جي حوالي ڪري ڇڏي ۽ هُو نيڪ ڪم ڪرڻ وارو(بہ) هجي تہ انهيءَ جي رب وٽ هنَ جو بدلو(مقرر)آهي ۽ انهن (ماڻهن)

١-ان ڪلام جي هيءَ معنيٰ آهي تہ يهودي چونداآهن تہ صرف يهودي، ۽ مسيحي چوندا آهن تہ صرف مسيحي جنت ۾ داخل ٿيندا. هي مراد ناهي تہيهودي هي سمجهندا آهن تہ رڳو يهودي ۽ مسيحي ئي جنتي آهن ۽ مسيحي سمجهنداآهن تہ مسيحي ۽ يهودي ئي جنتي آهن.

کي نه (آئيندي جي باري) ڪنهن قسم جو خوف هوندو ۽ نه اُهي (ڪنهن گذريل نقصان تي) غمگين هوندا.

وَقَالَتِ الْيَهُوْدُ لَيْسَتِ النَّصٰرٰى عَلٰى شَيْءٍ ۠ وَّقَالَتِ النَّصٰرٰى لَيْسَتِ الْيَهُوْدُ عَلٰى شَيْءٍ ۙ وَّهُمْ يَتْلُوْنَ الْكِتٰبَ ۭ كَذٰلِكَ قَالَ الَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ مِثْلَ قَوْلِهِمْ ۚ فَاللّٰهُ يَحْكُمُ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿۱۱۴﴾

**۱۱۴**۔ ۽ يهودي چونداآهن ته مسيحي ڪنهن (سچي) ڳالهه تي قائم نه آهن. ۽ مسيحي چونداآهن ته يهودي ڪنهن (سچي) ڳالهه تي قائم نه آهن. جيتوڻيڪ اُهي ٻئي (هڪ ئي) ڪتاب (يعني تورات) پڙهنداآهن اهڙيءَ طرح اُهي (ٻيا) ماڻهو جيڪي علم نه ٿا رکن انهن جهڙي ئي ڳالهه ڪندا هئا. تنهن ڪري جنهن (ڳالهه) ۾ هي اختلاف ڪنداآهن انهيءَ جي متعلق اللّٰه قيامت جي ڏينهن انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪندو.

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ مَّنَعَ مَسٰجِدَ اللّٰهِ اَنْ يُّذْكَرَ فِيْهَا اسْمُهٗ وَسَعٰى فِيْ خَرَابِهَا ۭ اُولٰۗىِٕكَ مَا كَانَ لَهُمْ اَنْ يَّدْخُلُوْهَآ اِلَّا خَاۗىِٕفِيْنَ ڛ لَهُمْ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ وَّلَهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿۱۱۵﴾

**۱۱۵**۔ ۽ انَ (شخص) کان وڌيڪ ڪير ظالم (ٿي سگهي) ٿو جنهن اللّٰه جي مسجدن کان (ماڻهن کي) روڪيو ته انهن ۾ سندس نالو ورتو وڃي ۽ انهن جي ويرانيءَ جي پنيان پئجي ويو انهن (ماڻهن) لاءِ مناسب نه هو ته انهن (مسجدن) اندر داخل ٿين ها پر (خدا کان) ڊڄندي، انهن لاءِ دنيا ۾ (به) خواري آهي ۽ آخرت ۾ (به) انهن لاءِ وڏو عذاب (مقدر) آهي.

وَلِلّٰهِ الْمَشْرِقُ وَالْمَغْرِبُ ۤ فَاَيْنَمَا تُوَلُّوْا

**۱۱۶**۔ ۽ اوڀرُ ۽ اولهُ اللّٰه ئي جا آهن تنهن

فَثَمَّ وَجْهُ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ ﴿١١٦﴾

ڪري جيڏانهن به توهان رخ ڪندؤ اوڏانهن ئي الله جو توجهه هوندو. الله يقيناً وسعت ڏيڻ وارو(۽)وڏو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَقَالُوا اتَّخَذَ اللّٰهُ وَلَدًا ۙ سُبْحٰنَهٗ ؕ بَلْ لَّهٗ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ کُلٌّ لَّهٗ قٰنِتُوْنَ ﴿١١٧﴾

١١٧- ۽ اهي چون ٿا ته الله(پنهنجي لاءِ) هڪ پٽ ① بڻايو آهي(انهن جي ڳالهه درست ناهي)هُو(ته هر ڪمزوريءَ کان) پاڪ ② آهي، پر جو ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي انهيءَ جو آهي. سڀ انهيءَ جا فرمانبردار آهن.

بَدِيْعُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَاِذَا قَضٰۤى اَمْرًا فَاِنَّمَا يَقُوْلُ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿١١٨﴾

١١٨- هُو آسمانن ۽ زمين کي(بنان ڪنهن اڳئين نموني جي)پيدا ڪرڻ وارو آهي ۽ جڏهن هو ڪنهن شيءِ(کي عالم وجود ۾ آڻ) جو فيصلو ڪري ٿو ته انهيءَ لاءِ صرف هي فرمائي ٿو ته تون ٿي وڃ.(ته)اُها ٿي وڃي ٿي.

---

١- وَلَدٌ جي معنيٰ پُٽَ جي به آهي ۽ ڌِيءُ جي به آهي ۽ هڪ لاءِ به ۽ ٻن لاءِ به ۽ وڌيڪ لاءِ به هي لفظ ڳالهايو ويندو آهي. يهود ۽ نصاريٰ جي عقيدي کي مد نظر رکي هن جڳهه تي هڪ پٽ جي معنيٰ ڪئي وئي آهي. نه ته آيت جي هي معنيٰ آهي ته نه هن جو پٽ آهي نه ڌيءُ. نه هڪ پٽ ڌيءُ، نه گهڻا پٽَ ڌيئرون.

٢- سُبْحٰنَ اسم مصدر آهي ۽ جملو ٺاهيندي مفعول مطلق جي طور تي استعمال ٿيو آهي. ان ڪري صورتحال جي لحاظ سان ان جو فعل محذوف قرار ڏنو ويندو. ڪنهن جاءِ تي ”مان هُن جي پاڪائي بيان ڪندو آهيان“ جا لفظ محذوف هوندا ۽ ڪنهن جاءِ تي ”هُن جي پاڪائي بيان ڪيو“ ۽ ڪنهن جاءِ تي ” هُن جي پاڪائي بيان ڪئي ويندي آهي“ جا لفظ. هن جاءِ تي آخري معنيٰ کي مدنظر رکي ” پاڪ آهي“ ترجمو ڪيو ويو آهي.

وَقَالَ الَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ لَوْلَا يُكَلِّمُنَا اللّٰهُ اَوْ تَاْتِيْنَآ اٰيَةٌ ؕ كَذٰلِكَ قَالَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ مِّثْلَ قَوْلِهِمْ ؕ تَشَابَهَتْ قُلُوْبُهُمْ ؕ قَدْ بَيَّنَّا الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يُّوْقِنُوْنَ ﴿١١٩﴾

**١١٩**ـ ۽ اهي ماڻهو جيڪي(خدا جي حڪمت جو)علم نٿا رکن چون ٿا ته اللّٰه ڇو اسان سان( سنئون سڌو)نٿو ڳالهائي يا (ڇو) اسان وٽ ڪو نشان(نٿو)اچي؟ اهڙيءَ طرح(بلڪل)اُنهن جهڙي ڳالهه (اُهي به)ڪندا هئا جيڪي انهن کان پهرئين (زماني جا ماڻهو)هئا. انهن سڀني جون دليون هڪ رنگ تي ويون آهن اسان ته اهڙن ماڻهن ① لاءِ جيڪي يقين آڻيندا آهن هر طرح جون نشانيون کولي بيان ڪري چڪا آهيون(پر اِهي ماڻهو نٿا مڃين)

اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ بِالْحَقِّ بَشِيْرًا وَّ نَذِيْرًا ۙ وَّلَا تُسْئَلُ عَنْ اَصْحٰبِ الْجَحِيْمِ ﴿١٢٠﴾

**١٢٠**ـاسان توکي يقيناً خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄارڻ وارو بڻائي حق(۽ سچ) سان موڪليو آهي ۽ دوزخين لاءِ تو کان ڪابه پڇا ڳاڇا نه ڪئي ويندي.

وَلَنْ تَرْضٰى عَنْكَ الْيَهُوْدُ وَلَا النَّصٰرٰى

**١٢١**ـ ۽(ياد رک ته)جيستائين تون انهن

١ ـعربي ٻوليءَ ۾ قوم جي معنيٰ صرف هڪ نسل جي انسانن لاءِ نه هوندي آهي بلڪه محافظ ۽ مددگارن جي جماعت به هوندي آهي. پلي دنياوي طور تي هجن يا ديني ۽ علمي يا ڪنهن ٻي لحاظ سان.تاج العروس ۾ لکيل آهي: اَلْـقَومُ :اَلْجَمَاعَةُ مِنَ الرِّجَالِ وَالنِّسآءِ لِاَنَّ قَوْمَ كُلِّ رَجُلٍ شِيْعَتُهٗ وَ عَشِيْـرَتُـهٗ ـ يعني قوم جي معنيٰ مردن ۽ عورتن جي هڪ گروهه جي هوندي آهي ڇاڪاڻ ته قوم انسان جي مائٽن يا ان جي مددگارن ۽ هم خيال ماڻهن جي جماعت جو نالو آهي.ان ڪري قوم جو ترجمو هن جڳهه تي ”اهڙن ماڻهن“ جي لفظ سان ڪيو ويو آهي.ڇاڪاڻ ته اڙدوءَ ۾ ڪو اهڙو لفظ ناهي جيڪو سياسي،علمي،نسلي، ديني هر قسم جي ماڻهن جي جماعت تي حاوي ٿي سگهي.قوم جو لفظ اڙدوءَ ۾ رڳو نسل جي معنيٰ ۾ محدود ٿي ويو آهي.

حَتّٰى تَتَّبِعَ مِلَّتَهُمْ ؕ قُلْ اِنَّ هُدَى اللّٰهِ هُوَ الْهُدٰى ؕ وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ اَهْوَآءَهُمْ بَعْدَ الَّذِىْ جَآءَكَ مِنَ الْعِلْمِ ۙ مَا لَكَ مِنَ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ﴿١٢١﴾

جي دين جي پيروي نہ ڪرين يهودي تو مان هرگز خوش نہ ٿيندا ۽ نہ ئي مسيحي (خوش ٿيندا) تون (انهن کي) چؤ تہ اللّٰہ جي هدايت ئي يقيناً اصل هدايت آهي ۽ جيڪڏهن (اي مخاطب!) تون اِنهيءَ علم کانپوءِ (بہ) جيڪو تو وٽ اچي چڪو آهي انهن جي خواهش جي پيروي ڪندين تہ اللّٰہ (جي طرف) کان نہ ڪو تنهنجو دوست هوندو ۽ نہ مددگار.

اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يَتْلُوْنَهٗ حَقَّ تِلَاوَتِهٖ ؕ اُولٰٓئِكَ يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ ؕ وَمَنْ يَّكْفُرْ بِهٖ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿١٢٢﴾

**١٢٢-** (اُهي ماڻهو) جن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي ① اُهي ان جي (اهڙي طرح) پيروي ڪندا آهن جهڙي طرح ان جي پيروي ڪرڻ گهرجي. اُهي ماڻهو انهيءَ تي (پڪو) ايمان رکندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو ان جو انڪار ڪن اُهي ئي نقصان حاصل ڪرڻ وارا آهن.

يٰبَنِىْٓ اِسْرَآءِيْلَ اذْكُرُوْا نِعْمَتِىَ الَّتِىْٓ اَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَاَنِّىْ فَضَّلْتُكُمْ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٢٣﴾

**١٢٣-** اي بني اسرائيل! منهنجي اُنهيءَ احسان کي جيڪو مان توهان تي ڪري چڪو آهيان ياد ڪيو ۽ (اُنهيءَ ڳالهہ کي بہ) تہ مون توهان کي سڀني جهانن تي

---

١- اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنَا هُمُ الْكِتَابَ ۾ اَلْكِتَاب مان مراد قرآن ڪريم آهي ۽ هن آيت ۾ اللّٰہ تعالىٰ يهودين کي ڏوهاري قرار ڏنو آهي تہ توهان تورات کي نظر انداز ڪري ڇڏيو هو. پر هاڻي هي ماڻهو جن کي اسان قرآن ڪريم ڏنو آهي ان تي پوري طرح عمل ڪندا آهن ۽ ان تي انهن جو ايمان رواجي ناهي. بلڪہ ايمان مضبوط آهي. (تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٢ صفحہ ١٣٩).

فضيلت ڏني. ①

وَاتَّقُوْا يَوْمًا لَّا تَجْزِىْ نَفْسٌ عَنْ نَّفْسٍ شَيْـًٔا وَّلَا يُقْبَلُ مِنْهَا عَدْلٌ وَّلَا تَنْفَعُهَا شَفَاعَةٌ وَّلَا هُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿١٢٤﴾

**١٢٤**۔۽ انَ ڏينهن کان ڊڄو جڏهن ڪو شخص قطعاً ڪنهن ٻئي شخص جو عيوضي نه ٿي سگهندو ۽ نه ڪي انهيَ کان ڪنهن قسم جو اجورو قبول ڪيو ويندو ۽ نه ڪا سفارش ان کي فائدو ڏيندي ۽ نه انهن جي مدد ڪئي ويندي.

وَاِذِ ابْتَلٰٓى اِبْرٰهٖمَ رَبُّهٗ بِكَلِمٰتٍ فَاَتَمَّهُنَّ ؕ قَالَ اِنِّىْ جَاعِلُكَ لِلنَّاسِ اِمَامًا ؕ قَالَ وَمِنْ ذُرِّيَّتِىْ ؕ قَالَ لَا يَنَالُ عَهْدِى الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٢٥﴾

**١٢٥**۔۽(انهيَ وقت کي به ياد ڪيو)جڏهن ابراهيم کي سندس رب ڪن ڳالهين جي ذريعي آزمايو ۽ هنَ انهن کي پورو ڪري ڏيکاريو(انهيَ تي اللّٰه)فرمايو ته مان توکي يقينن ماڻهن جو امام مقررڪرڻ وارو آهيان (ابراهيم)چيو ۽ منهنجي اولاد مان به(امام بڻائج)( اللّٰه)فرمايو(ها پر)منهن جو واعدو ظالمن تائين نه پهچندو. ②

وَاِذْ جَعَلْنَا الْبَيْتَ مَثَابَةً لِّلنَّاسِ وَاَمْنًا ؕ وَاتَّخِذُوْا مِنْ مَّقَامِ اِبْرٰهٖمَ مُصَلًّى ؕ

**١٢٦**۔۽(انهيَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اسان هن گهر(يعني ڪعبي)کي ماڻهن جي لاءِ بار بار گڏ ٿيڻ جي جاءِ ③

١۔ اِنِّی فَضَّلْتُكُمْ عَلَى الْعٰلَمِیْنَ۔اَلْعٰلَمِیْن مان مراد اُن زماني جاماڻهوآهن انهن کان اڳ يا پوءِ وارا مراد ناهن.(مفردات راغب).

٢۔ لَا يَنَالُ عَهْدِىْ الظّٰلِمِیْنَ : يعني ابراهيمؑ جي اولاد مان جيڪي ظالم ٿي ويندا انهن کي امام نه ناهيو ويندو.

**٣**۔اَلْمَثَابَةُ:اَلْمَوْضِعُ الَّذِىْ يُثَابُ اِلَيْهِ اَىْ يُرْجَعُ اِلَيْهِ مَرَّةً بَعْدَ اُخْرٰى (تاج العروس) يعني مَثَابَة اُها جڳهه هوندي آهي جنهن ڏانهن ماڻهو بار بار اچن.

وَعَهِدْنَآ اِلٰٓى اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ اَنْ طَهِّرَا بَيْتِيَ لِلطَّآئِفِيْنَ وَالْعٰكِفِيْنَ وَالرُّكَّعِ السُّجُوْدِ ﴿۱۲۶﴾

۽ امن (جي جاءِ) بڻايو هو ۽ (حڪم ڏنو هو تہ) ابراهيم جي بيهڻ واري هنڌ کي نماز جي جاءِ بڻايو. ۽ اسان ابراهيم ۽ اسماعيل کي تاڪيدي ① حڪم ڏنو تہ منهنجي گهر کي طواف ڪرڻ وارن ۽ اعتڪاف ڪرڻ وارن ۽ رڪوع ڪرڻ وارن ۽ سجدي ڪرڻ وارن لاءِ پاڪ (۽ صاف) رکو.

وَاِذْ قَالَ اِبْرٰهٖمُ رَبِّ اجْعَلْ هٰذَا بَلَدًا اٰمِنًا وَّارْزُقْ اَهْلَهٗ مِنَ الثَّمَرٰتِ مَنْ اٰمَنَ مِنْهُمْ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ قَالَ وَمَنْ كَفَرَ فَاُمَتِّعُهٗ قَلِيْلًا ثُمَّ اَضْطَرُّهٗٓ اِلٰى عَذَابِ النَّارِ ؕ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿۱۲۷﴾

۱۲۷- ۽ (انهيءَ وقت کي بہ ياد ڪيو) جڏهن ابراهيم چيو هو تہ اي منهنجا رب هن (جڳهہ) کي هڪ پرامن شهر بڻاءِ ۽ ان جي باشندن مان جيڪي بہ اللّٰه تي ۽ اچڻ واري ڏينهن تي ايمان آڻين انهن کي (هر قسم جا) ميوا عطا ڪر (انهيءَ تي اللّٰه) فرمايو ۽ جيڪو شخص ڪفر ڪندو انهيءَ کي (بہ) مان ٿوري وقت تائين فائدو پهچائيندس. پوءِ هن کي مجبور ڪري دوزخ جي عذاب ڏانهن وٺي ويندس. ۽ (اِها) تمام بري پڇاڙي آهي.

وَاِذْ يَرْفَعُ اِبْرٰهٖمُ الْقَوَاعِدَ مِنَ الْبَيْتِ وَاِسْمٰعِيْلُ ؕ رَبَّنَا تَقَبَّلْ مِنَّا ؕ اِنَّكَ اَنْتَ

۱۲۸- ۽ (انهيءَ وقت کي بہ ياد ڪيو) جڏهن ابراهيم انهيءَ گهر جا بنياد کڻي رهيو هو ۽ (انهيءَ سان گڏ) اسماعيل بہ (۽ اهي ٻئي

---

۱- هن جڳهہ تي عَهِدْنَا جا لفظ آهن ۽ عَهِدَ اِلَيْهِ جي عربي معني اَوْصَاهُ جي آهي يعني تاڪيدي حڪم ڏنو.

السَّمِيۡعُ الۡعَلِيۡمُ ﴿١٢٨﴾

چوندا ويا ٿي ته)اي اسان جا رب اسان جي طرفان(هن خدمت کي)قبول فرماءِ. تون ئي (آهين جو)گھڻو ٻڌڻ وارو (۽) گھڻو ڄاڻڻ وارو آهين.

رَبَّنَا وَاجۡعَلۡنَا مُسۡلِمَيۡنِ لَكَ وَمِنۡ ذُرِّيَّتِنَآ اُمَّةً مُّسۡلِمَةً لَّكَ ۖ وَاَرِنَا مَنَاسِكَنَا وَتُبۡ عَلَيۡنَا ۚ اِنَّكَ اَنۡتَ التَّوَّابُ الرَّحِيۡمُ ﴿١٢٩﴾

**١٢٩-**اي اسانجا رب! ۽(اسين هيءَ به التجا ڪيون ٿا ته)اسان ٻنهي کي پنهنجو فرمانبردار (ٻانهو)ٻڻاءِ ۽ اسان جي اولاد مان به پنهنجي هڪ فرمانبردار جماعت (ٻڻاءِ)۽ اسان کي اسان جي(حال سارو)[١] عبادت جا طريقا ٻڌاءِ ۽ اسان ڏانهن (پنهنجي)فضل سان توجه فرماءِ يقيناً تون (پنهنجن ٻانهن ڏانهن)گھڻو توجه ڪرڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهين.

رَبَّنَا وَابۡعَثۡ فِيۡهِمۡ رَسُوۡلًا مِّنۡهُمۡ يَتۡلُوۡا عَلَيۡهِمۡ اٰيٰتِكَ وَيُعَلِّمُهُمُ الۡكِتٰبَ وَالۡحِكۡمَةَ وَيُزَكِّيۡهِمۡ ۗ اِنَّكَ اَنۡتَ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ﴿١٣٠﴾ ع ١٥ ٨ ١٥

**١٣٠-**۽ اي اسانجا رب!② (اسان جي هيءَ به التجا آهي ته تون)اُنهن مان ئي هڪ اهڙو رسول مبعوث فرماءِ جيڪو انهن کي تنهنجون آيتون پڙهي ٻڌائي ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ۽ انهن کي پاڪ ڪري. يقيناً تون ئي غالب(۽)حڪمتن وارو آهين.

**١-**عربي ٻوليءَ ۾ مَنَاسِكَنَا جو لفظ آهي جنهن جي معني آهي ”اسان جون عبادتون“ پر اسان جون مان مراد جيئن ته هيءَ آهي ته جيڪا اسان لاءِ مناسب هجي،ان ڪري ”حال سارو“ جا لفظ ڏنگيءَ ۾ رکيا ويا آهن.

**٢-**هي رسول ڪريم ﷺ جي ظاهر ٿيڻ لاءِ دعا آهي.

وَمَنْ يَّرْغَبُ عَنْ مِّلَّةِ اِبْرٰهٖمَ اِلَّا مَنْ سَفِهَ نَفْسَهٗ ؕ وَلَقَدِ اصْطَفَيْنٰهُ فِي الدُّنْيَا ۚ وَاِنَّهٗ فِي الْاٰخِرَةِ لَمِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿١٣١﴾

**١٣١**-۽ انهيءَ شخص کانسواءِ جنهن پنهنجو پاڻ کي ماريو① هجي ابراهيم جي دين کان ڪير منهن ڦيري سگهي ٿو ۽ اسان يقيناً انهيءَ کي(هن)دنيا ۾ به مانائتوڪيوهو ۽ هُو آخرت ۾ به يقيناً نيڪ ماڻهن ۾(شمار)ٿيندو.

اِذْ قَالَ لَهٗ رَبُّهٗٓ اَسْلِمْ ۙ قَالَ اَسْلَمْتُ لِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٣٢﴾

**١٣٢**-جڏهن هنَ جي رب هنَ کي چيو ته (اسان جي)فرمانبرداري اختيار ڪر.هنَ (جواب ۾)چيو ته مان(ته پهريائين کان ئي) سڀني جهانن جي رب جي فرمانبرداري اختيار ڪري چڪو آهيان.

وَوَصّٰى بِهَآ اِبْرٰهٖمُ بَنِيْهِ وَيَعْقُوْبُ ؕ يٰبَنِيَّ اِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰى لَكُمُ الدِّيْنَ فَلَا تَمُوْتُنَّ اِلَّا وَاَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿١٣٣﴾

**١٣٣**-۽ ابراهيم پنهنجي پٽن کي۽(اهڙي طرح)يعقوب به(پنهنجي پٽن کي)انهيءَ ڳالهه جي تاڪيد ڪئي(۽ چيو ته)اي منهنجا پٽو! اللّٰه يقيناً هن دين کي توهان لاءِ چونڊيو آهي.پوءِ هرگز نه مرجو ② پر انهيءَ حالت ۾ جو توهان(اللّٰه جا)پورا فرمانبردار هجو.

اَمْ كُنْتُمْ شُهَدَآءَ اِذْ حَضَرَ يَعْقُوْبَ الْمَوْتُ ۙ اِذْ قَالَ لِبَنِيْهِ مَا تَعْبُدُوْنَ مِنْۢ

**١٣٤**- ڇا توهان انهيءَ وقت موجود هئا جڏهن يعقوب تي موت(جي گهڙي) آئي

**١**- سَفِهَ نَفْسَهُ جي معنيٰ آهي اَهْلَكَ نَفْسَهٗ وَ اَوْبَقَهَا (لسان العرب) يعني پنهنجي نفس کي ماري ڇڏيائون.

**٢**-موتُ انسان جي وَس ۾ ناهي.ان ڪري لَاتَمُوتُنَّ إلَّا وَأَنتُم مُّسْلِمُونَ مان مراد هي آهي ته هر گهڙي فرمانبردار رهجو ته جيئن موت بيوقتو نه اچي وڃي.

بَعْدِیْ ؕ قَالُوْا نَعْبُدُ اِلٰهَكَ وَ اِلٰهَ اٰبَآئِكَ اِبْرٰهٖمَ وَ اِسْمٰعِیْلَ وَ اِسْحٰقَ اِلٰهًا وَّاحِدًا ۚۖ وَّ نَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ ﴿١٣٤﴾

(۽) جڏهن هُن پنهنجي پٽن کي چيو ته توهان مون کانپوءِ ڪنهن جي عبادت ڪندؤ؟انهن (جواب ۾)چيو ته اسان تنهنجي معبود ۽ تنهنجي پيءُ ڏاڏن ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق جي معبود جي جو هڪ ئي معبود آهي عبادت ڪنداسين ۽ اسان انهيءَ جا فرمانبردار آهيون.

تِلْكَ اُمَّةٌ قَدْ خَلَتْ ۚ لَهَا مَا كَسَبَتْ وَ لَكُمْ مَّا كَسَبْتُمْ ۚ وَ لَا تُسْــَٔلُوْنَ عَمَّا كَانُوْا یَعْمَلُوْنَ ﴿١٣٥﴾

**١٣٥**۔ هيءَ اُها جماعت آهي جيڪا(پنهنجو زمانو پورو ڪري)فوت ٿي چڪي آهي جيڪي ڪي هُن ڪمايو(هنَ جو نفعو نقصان)انهيءَ لاءِ آهي ۽ جيڪي ڪي توهان ڪمايو(انَ جو نفعو نقصان)توهان لاءِ آهي ۽ جو ڪجهه اُهي ڪندا هئا انهيءَ جي متعلق توهان کان(ڪجهه)نه پڇيو ويندو.

وَ قَالُوْا كُوْنُوْا هُوْدًا اَوْ نَصٰرٰى تَهْتَدُوْا ؕ قُلْ بَلْ مِلَّةَ اِبْرٰهٖمَ حَنِیْفًا ؕ وَ مَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِیْنَ ﴿١٣٦﴾

**١٣٦**۔ ۽(چا توهان ٻڌو ته)اهي هي به چون ٿا ته يهودي يا عيسائي ٿي وڃو (اهڙيءَ طرح)توهان هدايت حاصل ڪندؤ. تون (انهن کي)چؤ (ته ائين)نه پر ابراهيم جي دين کي جو(خدا ڏانهن ئي)جهڪڻ وارو هو(اختيار ڪيو)۽(ياد رکو ته)هُو مشرڪن مان نه هو.

قُوْلُوْۤا اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَ مَاۤ اُنْزِلَ اِلَیْنَا وَ مَاۤ اُنْزِلَ اِلٰۤى اِبْرٰهٖمَ وَ اِسْمٰعِیْلَ وَ اِسْحٰقَ

**١٣٧**۔ توهان چؤ ته اسان اللّٰه تي ۽ جيڪي ڪي اسان تي نازل ڪيو ويو آهي ۽ جيڪي ڪي ابراهيم، اسماعيل، اسحاق،

وَيَعْقُوْبَ وَالْاَسْبَاطِ وَمَآ اُوْتِيَ مُوْسٰى وَعِيْسٰى وَمَآ اُوْتِيَ النَّبِيُّوْنَ مِنْ رَّبِّهِمْ ۚ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْهُمْ ۖ وَنَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ ﴿١٣٧﴾

يعقوب ۽(هُن جي)اولاد تي نازل ڪيو ويوهو ۽ جيڪي ڪي موسيٰ ۽ عيسيٰ کي ڏنو ويو هو ۽(اهڙيءَ طرح)جو ڪجھ(باقي)نبين کي انهن جي رب جي طرفان ڏنو ويو هو (انَ پوريءَ وحيءَ تي)ايمان رکون ٿا اسين انهن مان هڪ (نبي ۽ ٻئي نبيءَ) جي وچم (ڪو)ٻه فرق نه ٿا ڪيون ۽ اسان انهيءَ جا فرمانبردار آهيون.

فَاِنْ اٰمَنُوْا بِمِثْلِ مَآ اٰمَنْتُمْ بِهٖ فَقَدِ اهْتَدَوْا ۚ وَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّمَا هُمْ فِيْ شِقَاقٍ ۚ فَسَيَكْفِيْكَهُمُ اللّٰهُ ۚ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿١٣٨﴾

**١٣٨**-پوءِ جيڪڏهن اهي ماڻهو(اُهڙيءَ طرح)ايمان آڻين جهڙيءَ طرح توهان هِن (تعليم)تي ايمان آندو آهي ته(پوءِ)اهي هدايت حاصل ڪري ويا ۽ جيڪڏهن اُهي ڦري وڃن ته(سمجهو ته)هُو صرف اختلاف (ڪرڻ)تي(ضد ڪيو بيٺا) آهن. هنَ صورت ۾ الله توکي ضرور انهن(جي شر)کان بچائيندو. هُو گهڻو ئي ٻڌڻ وارو (۽)گهڻو ئي ڄاڻڻ وارو آهي.

صِبْغَةَ اللّٰهِ ۚ وَمَنْ اَحْسَنُ مِنَ اللّٰهِ صِبْغَةً ۫

**١٣٩**-(اي مسلمانو! انهن کي چئو ته اسان ته)الله جو دين ① (اختيار ڪنداسين)۽

١- صِبْغَة جي معنيٰ آهي: مِلَّة-دِيْن-فِطْرَة - صِبْغَة هن جڳهه تي مفعول بهِ استعمال ٿيو آهي. جيڪو هن لفظ جي آخري حرف تي زبر سان (جيڪو مفعول بهِ جي نشاني آهي) ظاهر آهي. عربي ٻوليءَ جو قاعدو آهي ته جتي ڪنهن کي ڪنهن ڪم جي لاءِ رغبت ڏيارڻي هجي اُتي ان فعل کي جنهن ۾ رغبت جي معنيٰ هوندي آهي حذف ڪيو ويندو آهي ۽ صرف مفعول بهِ بيان ڪيو ويندو آهي. هتي نَتَّبِعُ فعل محذوف آهي ۽ اصل ۾ جملو هن ريت آهي : نَتَّبِعُ صِبْغَةَ اللّٰهِ يعني اسان الله تعاليٰ جو دين

وَّنَحْنُ لَهٗ عٰبِدُوْنَ ﴿١٣٩﴾

دين (سيڪارڻ جي معاملي) ۾ اللّٰه کان ڪير بهتر ٿي سگهي ٿو ۽ اسين انهيءَ جي عبادت ڪرڻ وارا آهيون.

قُلْ اَتُحَآجُّوْنَنَا فِی اللّٰهِ وَهُوَ رَبُّنَا وَرَبُّكُمْ ۚ وَلَنَآ اَعْمَالُنَا وَلَكُمْ اَعْمَالُكُمْ ۚ وَنَحْنُ لَهٗ مُخْلِصُوْنَ ﴿١٤٠﴾

١٤٠- تون (انهن کي) چؤ ته ڇا توهان اسان سان اللّٰه جي متعلق تڪرار ڪيو ٿا جيتوڻيڪ هو اسان جو (به) رب آهي ۽ توهان جو (به) رب آهي ۽ اسان جا عمل اسان لاءِ آهن ۽ توهان جا عمل توهان لاءِ ۽ اسان ته انهيءَ سان خلوص (جو تعلق) رکون ٿا.

اَمْ تَقُوْلُوْنَ اِنَّ اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَالْاَسْبَاطَ كَانُوْا هُوْدًا اَوْ نَصٰرٰى ۗ قُلْ ءَاَنْتُمْ اَعْلَمُ اَمِ اللّٰهُ ۗ وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ كَتَمَ شَهَادَةً عِنْدَهٗ مِنَ اللّٰهِ ۗ وَمَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٤١﴾

١٤١- (اي اهل ڪتاب!) ڇا توهان (هي) چئو ٿا ته ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب ۽ (هن جو) اولاد يهودي ① يا مسيحي هئا. تون (هُنن کي) چؤ ته ڇا توهان وڌيڪ ڄاڻو ٿا يا اللّٰه؟ ۽ انهيءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو انَ شاهديءَ کي جيڪا ان وٽ اللّٰه جي طرفان هجي لڪائي، ۽ اللّٰه انهي کان هرگز اڻ ڄاڻ ناهي جيڪي توهان ڪيو ٿا.

تِلْكَ اُمَّةٌ قَدْ خَلَتْ ۚ لَهَا مَا كَسَبَتْ

١٤٢- هيءَ اُها جماعت آهي جيڪا (پنهنجو زمانو پورو ڪري) فوت ٿي چڪي آهي.

---

**(باقي حاشيو)** اختيار ڪنداسين.

**١-** يعني بائيبل ۾ ته اِهو لکيل آهي ته ابراهيمؑ. اسماعيلؑ. اسحاقؑ ۽ يعقوبؑ هي سڀ ماڻهو مسيحؑ ۽ موسيٰؑ کان اڳ گذريا آهن، پوءِ هي يهودي ۽ عيسائي ڪيئن ٿي سگهن ٿا.

وَلَكُمْ مَّا كَسَبْتُمْ ۚ وَلَا تُسْـَٔلُوْنَ عَمَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٤٢﴾

جيڪي ڪي هُن ڪمايو(ان جو نفعو نقصان)ان لاءِ آهي ۽ جيڪي ڪي توهان ڪمايو(انهيءَ جو نفعو نقصان)توهان لاءِ آهي ۽ جيڪي ڪي اُهي ڪندا هئا ان جي متعلق توهان کان نه پڇيو ويندو.

سَيَقُوْلُ السُّفَهَآءُ مِنَ النَّاسِ مَا وَلّٰىهُمْ عَنْ قِبْلَتِهِمُ الَّتِيْ كَانُوْا عَلَيْهَا ۚ قُلْ لِّلّٰهِ الْمَشْرِقُ وَالْمَغْرِبُ ۚ يَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿١٤٣﴾

١٤٣-ڪم عقل ماڻهو ضرور چوندا ته هنن (مسلمانن)کي اُنهن جي انَ قبلي کان جنهن تي هِي(پهرين)هئا ڪهڙيءَ شيءِ ڦيرائي ڇڏيو آهي(جڏهن اهي ائين چون) ته (انهن کي)چئجاءِ ته اوڀر ۽ اولهه① اللّٰـه جا ئي آهن. هُو جنهن کي چاهي ٿو هڪ سڌي واٽ ڏيکاري ڇڏيندو آهي.

وَكَذٰلِكَ جَعَلْنٰكُمْ اُمَّةً وَّسَطًا لِّتَكُوْنُوْا شُهَدَآءَ عَلَى النَّاسِ وَيَكُوْنَ الرَّسُوْلُ عَلَيْكُمْ شَهِيْدًا ۚ وَمَا جَعَلْنَا الْقِبْلَةَ الَّتِيْ

١٤٤-۽(اي مسلمانو!جهڙيءَ طرح اسان توهان کي سڌي واٽ ڏيکاري آهي)اهڙيءَ طرح اسان توهان کي هڪ اعلٰي درجي جي امت بڻايو آهي ته جيئن توهان(ٻين)ماڻهن جا نگران ٿيو،۽ هيُ

١-قبلو مَٽائڻ جو واقعو مدينه منوره ۾ ٿيو.مڪي تائين ڪا ڏکيائي نه هئي. پاڻ سڳوراﷺ اهڙي جڳهه تي بيهندا هئا جو سامهون ڪعبو به هوندو هو ۽ بيت المقدس به. يهودي ان تي خوش ٿيندا هئا ته اسانجي قبلي ڏانهن به رخ آهي. جڏهن پاڻ سڳوراﷺ مديني ۾ تشريف کڻي آيا ته ڪجهه مهينن کان پوءِ الهام ٿيو ته ڪعبي ڏانهن منهن ڪيو،پلي بيت المقدس جي طرف کان رخ بدلجي وجي. انڪري پاڻ سڳورن ائين ئي ڪيو.ان تي بيوقوفن اعتراض ڪيو جنهن جو جواب هنن آيتن ۾ ڏنو ويو آهي ته ڪعبو پنهنجي ذات ۾ ڪا شيءِ نا هي.اصل شيءِ خدا جي ذات آهي ۽ ان لاءِ اوڀر ۽ اولهه برابر آهن.

كُنْتَ عَلَيْهَآ اِلَّا لِنَعْلَمَ مَنْ يَّتَّبِعُ الرَّسُوْلَ مِمَّنْ يَّنْقَلِبُ عَلٰى عَقِبَيْهِ ۭ وَاِنْ كَانَتْ لَكَبِيْرَةً اِلَّا عَلَى الَّذِيْنَ هَدَى اللّٰهُ ۭ وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُضِيْعَ اِيْمَانَكُمْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ بِالنَّاسِ لَرَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ١٤٤

رسول توهان تي نگران هجي ۽ اسان اُن قبلي کي جنهن تي تون (هِن کان اڳ قائم) هئين صرف انهيءَ ڪري مقرر ڪيو هو تہ اسان انهيءَ شخص کي جيڪو هن رسول جي فرمانبرداري ڪري ٿو انهيءَ شخص جي مقابلي ۾ جيڪو ڪڙين ڀر ڦري وڃي ٿو(هڪ ممتاز حيثيت ۾)جاڻي وٺون.۽ هيءَ (ڳالهہ)انهن ماڻهن کان سواءِ جن کي اللّٰه هدايت ڏني آهي(ٻين لاءِ) ضرور ڏکي آهي ۽ اللّٰه(اهڙو نہ آهي)جو توهان جي ايمانن کي ضايع ڪري. اللّٰه يقيناً سڀني انسانن تي وڏو مهربان(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

قَدْ نَرٰى تَقَلُّبَ وَجْهِكَ فِي السَّمَآءِ ۚ فَلَنُوَلِّيَنَّكَ قِبْلَةً تَرْضٰىهَا ۠ فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ۭ وَحَيْثُ مَا كُنْتُمْ فَوَلُّوْا وُجُوْهَكُمْ شَطْرَهٗ ۭ وَاِنَّ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ لَيَعْلَمُوْنَ اَنَّهُ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّهِمْ ۭ وَمَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ عَمَّا يَعْمَلُوْنَ ١٤٥

١٤٥۔اسان تنهنجي ڏيان جو بار بار آسمان ڏانهن ڦرڻ ڏسي رهيا آهيون انَ ڪري اسان توکي ضرور هُن قبلي ① ڏانهن ڦيرائي ڇڏينداسين جنهن کي تون پسند ڪرين ٿو سو(هاڻي)تون پنهنجو منهن مسجد حرام ڏانهن ڦيرائي ڇڏ.۽(اي مسلمانو!) توهان (بہ)جتي هجو انهيءَ ڏانهن پنهنجا منهن ڪندا ڪيو ۽ جن(ماڻهن)کي ڪتاب (يعني توريت)ڏنو

ا۔ قِبْلَةً جو لفظي ترجمو تہ ''اهڙو قبلو'' آهي پر جيئن تہ ان مان مراد ان معروف قبلي ڏانهن اشارو نٿو ٿئي ان ڪري اسان ترجمي ۾ ''هن قبلي'' لکيو آهي.

ويو آهي اهي يقيناً ڄاڻن ٿا ته هي(قبلو ڦيرائڻ جو حڪم) تنهنجي رب جي طرفان (موڪليل هڪ) صداقت آهي ۽ جيڪي ڪجهه هي (ماڻهو) ڪري رهيا آهن الله انهيءَ کان هرگز بي خبر نه آهي.

وَلَئِنْ اَتَيْتَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ بِكُلِّ اٰيَةٍ مَّا تَبِعُوْا قِبْلَتَكَ ۚ وَمَآ اَنْتَ بِتَابِعٍ قِبْلَتَهُمْ ۚ وَمَا بَعْضُهُمْ بِتَابِعٍ قِبْلَةَ بَعْضٍ ؕ وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ اَهْوَآءَهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَكَ مِنَ الْعِلْمِ ۙ اِنَّكَ اِذًا لَّمِنَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٤٦﴾ وقف لازم

١٤٦- ۽ جن ماڻهن کي (توکان پهرين) ڪتاب ڏنو ويو آهي جيڪڏهن تون انهن وٽ هر هڪ (قسم جو)نشان(به) کڻي اچين (تڏهن به)اُهي تنهنجي قبلي جي پيروي نه ڪندا ۽ نه تون انهن جي قبلي جي پيروي ڪري سگهين ٿو ۽ نه انهن مان ڪا(ڌُر) ٻيءَ(ڌر)جي قبلي جي پيروي ڪندي① ۽(اي مخاطب!)جيڪڏهن ان ڪانپوءِ به جو تو وٽ (الٰهي)علم اچي چڪو آهي تو انهن جي خواهش جي پيروي ڪئي ته يقيناً انَ صورت ۾ تون ظالمن ۾ (شمار)ٿيندين.

١-عيسائي ماڻهو اوڀر ڏانهن منهن ڪري نماز پڑهندا هئا.اهڙي طرح نجران جا عيسائي جڏهن رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم وٽ مذهبي گفتگو لاءِ آيا ته انهن اوڀر طرف ئي منهن ڪري نماز پڑهي هئي.عام طور تي ان جو سبب اُهي هي بڌائيندا آهن ته مسيحؑ جي خبر ڏيڻ وارو تارو اوڀر طرفان ظاهر ٿيو هو.يهودين ۾ سامري قبيلي جا ماڻهو جيئن ته نئين عهدنامي جي ڪتاب يوحنا باب ٤ آيت ٢٠ مان معلوم ٿئي ٿو.يروشلم جي هڪ جبل جي طرف منهن ڪري عبادت ڪندا هئا ۽ باقي يهودي بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري نماز پڑهندا هئا.ان ڪري انهن سيني ۾ قبلي جو اختلاف هو. انهيءَ طرف هن آيت ۾ اشارو ڪيو ويو آهي ته انهن مان ڪو هڪ به ٻئي جي قبلي ڏانهن منهن نه ڪندو.

اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يَعْرِفُوْنَهٗ كَمَا يَعْرِفُوْنَ اَبْنَآءَهُمْ ؕ وَ اِنَّ فَرِيْقًا مِّنْهُمْ لَيَكْتُمُوْنَ الْحَقَّ وَهُمْ يَعْلَمُوْنَ ﴿۱۴۷﴾

١٤٧- اهي ماڻهو جن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي اُهي هن (سچائيءَ) کي (اهڙيءَ طرح) سڃاڻين ٿا جهڙيءَ طرح پنهنجي پٽن کي سڃاڻيندا آهن ۽ انهن مان ڪجهه ماڻهو يقيناً حق کي ڄاڻي ٻجهي لڪائيندا آهن.

اَلْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ فَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِيْنَ ﴿۱۴۸﴾

١٤٨- هي (مٿي ڄاڻايل) صداقت تنهنجي رب جي طرفان آهي پوءِ تون شڪ ڪرڻ وارن مان هرگز نه ٿج.

وَلِكُلٍّ وِّجْهَةٌ هُوَ مُوَلِّيْهَا فَاسْتَبِقُوا الْخَيْرٰتِ ؕ اَيْنَ مَا تَكُوْنُوْا يَاْتِ بِكُمُ اللّٰهُ جَمِيْعًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۱۴۹﴾

١٤٩- ۽ هر هڪ (شخص) جو هڪ (نه هڪ) مقصد هوندو (١) آهي جنهن کي هُو (پنهنجي پاڻ تي) لازم ڪري ڇڏيندو آهي سو (توهان جو مقصد اِهو هجي ته) توهان نيڪين (جي حاصل ڪرڻ) ۾ هڪ ٻئي کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪيو (٢) توهان جتي (به) هوندوءُ اللّٰه توهان کي گڏ ڪري وٺي ايندو الـلّٰه يقيناً هر هڪ ڳالهه تي پورو (پورو) قادر آهي.

وَمِنْ حَيْثُ خَرَجْتَ فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ

١٥٠- ۽ تون جنهن جڳهه کان به نڪرين

---

١- وِجْهَةٌ جي معنيٰ آهي اُهو مقصد جنهن ڏانهن انسان توجهه رکندو آهي. (مفردات راغب)

٢- فَاسْتَبِقُوا الْخَيْرَاتِ. اِسْتَبَقَا الْبَابَ اَوْ اِلَيْهِ جي معنيٰ آهي اِبْتَدَرَا الْبَابَ: دروازي تائين پهچڻ لاءِ هڪ ٻئي کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪئي (اقرب الموارد) ان ڪري فَاسْتَبِقُوا جي معنيٰ ٿيندي هڪ ٻئي کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪريو.

الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ؕ وَ اِنَّهٗ لَلْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ ؕ وَ مَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿۱۵۰﴾

پنهنجو ذيان مسجد حرام ڏانهن ڦيرائي ① ڇڏ ۽ هي(حڪم) يقيناً تنهنجي رب جي طرفان(آيل)صداقت آهي ۽ جيڪي ڪجهه (به) توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيَ کان هر گز بي خبر نه آهي.

وَ مِنْ حَيْثُ خَرَجْتَ فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ؕ وَ حَيْثُ مَا كُنْتُمْ فَوَلُّوْا وُجُوْهَكُمْ شَطْرَهٗ ۙ لِئَلَّا يَكُوْنَ لِلنَّاسِ عَلَيْكُمْ حُجَّةٌ ۗ اِلَّا الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا

**١٥١**۔ ۽ تون جنهن جڳهه کان به نڪرين پنهنجو ذيان مسجد حرام ڏانهن ڦيرائي ڇڏ ۽ توهان(به)جتي به هجو پنهنجا منهن انهيَ ڏانهن ② ڪندا ڪيو.ته انهن ماڻهن کان سواءِ جيڪي اُنهن (مخالفن)

**١**۔ خانہ ڪعبه ڏانهن نماز ۾ منهن ڪرڻ ڪنهن جڳهه مان نڪرڻ سان تعلق نٿو رکي.بلڪ انسان ڀلي ڪنهن جڳهه مان نڪري يا داخل ٿي رهيو هجي هر حال ۾ مسلمان لاءِ واجب آهي ته نماز پڙهندي خانه ڪعبه ڏانهن منهن ڪري.ان ڪري هن آيت جي لفظن مان ظاهر آهي ته هن جڳهه تي جنگين جو ذڪر آهي ڇاڪاڻ ته هتي خروج جو لفظ آهي ۽ خروج جو لفظ جنگ جي خاطر نڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي.ان ڪري مراد هيءَ آهي ته اي مسلمانو! هاڻي توهانکي جنگ ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويندو ۽ توهان جتي ڪٿي به هوندا توهان تي زور ڀريو ويندو ته توهان مڪي وارن سان وڙهو. اهڙي سوقعي جي لاءِ حڪم ڏئي ٿو ته جڏهن اُهي مجبور ڪن ته بيشڪ جنگ ڪيو.پر جنگ جو بنيادي مقصد بيت اللّٰه کي فتح ڪرڻ هجي. مقصد هن جاءِ تي بيت اللّٰه جي فتح جو اشارو آهي.قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جو اشارو نا هي.

**٢**۔ هن جڳهه تي عام مسلمانن جو ذڪر آهي جيڪي ويڙهه جي دائري کان باهر هئا ۽ انهن کي چيو ويو آهي ته جيڪي مسلمان جهاد ۾ ڦاسي پيا آهن انهن جو ڪم هي آهي ته جٿان به ويڙهه لاءِ نڪرن اُهي بيت اللّٰه کي فتح ڪرڻ پنهنجو مقصد بڻائين ۽ اُهي مسلمان جيڪي جنگ جي دائري کان باهرآهن انهن جو ڪم هي آهي ته اُهي ڪعبي ڏانهن منهن ڪري نمازپڙهندا ڪن ۽ هميشه پنهنجو ذيان ۽ دعائون ان باري ۾ جاري رکن ته خداتعاليٰ بيت اللّٰه کي پيهر اسانجي حوالي ڪري ڇڏي.

مِنۡهُمۡ ۗ فَلَا تَخۡشَوۡهُمۡ وَاخۡشَوۡنِىۡ ۗ وَلِاُتِمَّ نِعۡمَتِىۡ عَلَيۡكُمۡ وَلَعَلَّكُمۡ تَهۡتَدُوۡنَ ۙ﴿۱۵۱﴾

مان ظلم جا مرتڪب ٿيا آهن (باقي) ماڻهن جي طرفان توهان تي الزام نہ ① رهي.سو توهان انهن (ظالمن) کان نہ ڊڄو ۽ مون کان ڊڄو.(هي حڪم مون انهيءَ ڪري ڏنو آهي تہ توهان تي ماڻهن جو الزام نہ رهي)۽ انهيءَ لاءِ تہ مان پنهنجي نعمت توهان تي پوري ڪريان ۽ تہ جيئن توهان هدايت ماڻيو.

كَمَاۤ اَرۡسَلۡنَا فِيۡكُمۡ رَسُوۡلًا مِّنۡكُمۡ يَتۡلُوۡا عَلَيۡكُمۡ اٰيٰتِنَا وَيُزَكِّيۡكُمۡ وَيُعَلِّمُكُمُ الۡكِتٰبَ وَالۡحِكۡمَةَ وَيُعَلِّمُكُمۡ مَّا لَمۡ تَكُوۡنُوۡا تَعۡلَمُوۡنَ ؕ﴿۱۵۲﴾ معانقة٣ عند المتاخرين

**١٥٢-**(اُهڙيءَ طرح)جهڙيءَ طرح اسان توهان ۾ توهان مان ئي هڪ رسول موڪليو آهي جيڪو توهان کي اسان جون آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ توهان کي پاڪ ڪري ٿو ۽ توهان کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو ۽ توهان کي اهو ڪجهہ سيکاري ٿو جيڪو توهان (پهرين) نہ ڄاڻندا هئا.

فَاذۡكُرُوۡنِىۡۤ اَذۡكُرۡكُمۡ وَاشۡكُرُوۡا لِىۡ وَلَا تَكۡفُرُوۡنِ ؏﴿۱۵۳﴾ ع ١٨ ٥ ٢

**١٥٣-** پوءِ (جڏهن مان ايتري قدر فضل ڪرڻ وارو آهيان تہ)توهان مون کي ياد رکو مان (بہ) توهان کي ياد ڪندو رهندس ۽ منهنجا شڪر گذار بڻجوءِ

**١-**يعني جيڪڏهن توهان مڪو فتح نہ ڪندؤ تہ دشمن جو توهان تي الزام رهندو.پر جيڪڏهن محمد رسول اللّٰه ﷺ پنهنجي جنگين جو رخ بيت اللّٰه جي فتح ڏانهن رکندا ۽ پيا مسلمان بہ نمازن ۽ دعائن ۾ انجو خيال رکندا تہ بيت اللّٰه فتح ٿي ويندو ۽ ڪافرن ۽ يهودين جو مسلمانن تي ڪو الزام نہ رهندو.

منهنجي ناشڪري نہ ڪيو.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اسْتَعِيْنُوْا بِالصَّبْرِ وَالصَّلٰوةِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ ﴿۱۵۴﴾

**١٥٤۔** اي انسانو! جن ايمان آندو آهي صبر ۽ دعا جي ذريعي(اللّٰــه جي)مدد گهرو۔ اللّٰــه يقيناً صبر ڪرڻ وارن سان گڏ(هوندو)آهي.

وَلَا تَقُوْلُوْا لِمَنْ يُّقْتَلُ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اَمْوَاتٌ ؕ بَلْ اَحْيَآءٌ وَّ لٰكِنْ لَّا تَشْعُرُوْنَ ﴿۱۵۵﴾

**١٥٥۔** ۽ جيڪي ماڻهو اللّٰــه جي واٽ ۾ ماريا ويندا آهن انهن جي متعلق(اِهو)نہ چئو تہ اُهي مردہ آهن(اهي مردہ) ناهن پر زندہ آهن پر توهان نٿا سمجهو.

وَلَنَبْلُوَنَّكُمْ بِشَيْءٍ مِّنَ الْخَوْفِ وَالْجُوْعِ وَنَقْصٍ مِّنَ الْاَمْوَالِ وَالْاَنْفُسِ وَالثَّمَرٰتِ ؕ وَبَشِّرِ الصّٰبِرِيْنَ ﴿۱۵۶﴾

**١٥٦۔** ۽ اسان توهان کي ڪي قدر خوف ۽ بُک(سان)۽ مالن ۽ جانين ۽ ميون جي ڪميءَ(جي ذريعي)ضرور آزمائيندا سين۽ (اي رسول!)تون(انهن)صبر ڪرڻ وارن کي خوشخبري ٻڌائي ڇڏ.

الَّذِيْنَ اِذَآ اَصَابَتْهُمْ مُّصِيْبَةٌ ۙ قَالُوْٓا اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿۱۵۷﴾ؕ

**١٥٧۔** جن تي جڏهن(بہ)ڪا مصيبت اچي (تہ گهبرائين نٿا پر هي)چون ٿا تہ اسان (تہ) اللّٰــه جا ئي آهيون ۽ انهيءَ ڏانهن موٽڻ وارا آهيون.

اُولٰٓئِكَ عَلَيْهِمْ صَلَوٰتٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ وَرَحْمَةٌ ۟ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُهْتَدُوْنَ ﴿۱۵۸﴾

**١٥٨۔** اِهي ئي اُهي ماڻهو آهن جن تي انهن جي رب جي طرفان برڪتون(نازل ٿينديون)آهن ۽ رحمت(بہ)۽ اِهي ئي ماڻهو هدايت يافتہ آهن.

اِنَّ الصَّفَا وَالْمَرْوَةَ مِنْ شَعَآئِرِ اللّٰهِ ۚ فَمَنْ

**١٥٩۔** صفا ① ۽ مروہ يقيناً اللّٰــه جي

**١۔** صفا ۽ مروہ مڪي ۾ بہ جبلَ آهن.

حَجَّ الْبَيْتَ اَوِ اعْتَمَرَ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِ اَنْ يَّطَّوَّفَ بِهِمَا ؕ وَمَنْ تَطَوَّعَ خَيْرًا ۙ فَاِنَّ اللّٰهَ شَاكِرٌ عَلِيْمٌ ﴿۱۵۹﴾

نشانن مان آهن سو جيڪو شخص انهيءَ گهر (يعني ڪعبي) جو حج يا عمرو ڪري ته ان ڪي انهن جي وچ ۾ ① تڪي هلڻ تي ڪو گناهه ناهي.② ۽ جيڪو شخص به پنهنجي خوشيءَ سان ڪو نيڪ ڪم ڪري (اُهو سمجهي ڇڏي ته) اللّٰه (نيڪ ڪمن جو) قدر دان آهي ۽ (هُو) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ يَكْتُمُوْنَ مَآ اَنْزَلْنَا مِنَ الْبَيِّنٰتِ وَالْهُدٰى مِنْۢ بَعْدِ مَا بَيَّنّٰهُ لِلنَّاسِ فِى الْكِتٰبِ ۙ اُولٰٓئِكَ يَلْعَنُهُمُ اللّٰهُ وَيَلْعَنُهُمُ اللّٰعِنُوْنَ ۙ﴿۱۶۰﴾

**۱۶۰۔**جيڪي ماڻهو هِن (ڪلام) ڪي جيڪو اسان ڪليل نشانن ۽ هدايت تي مشتمل نازل ڪيو آهي انهيءَ ڪانپوءِ جو اسان انهيءَ ڪي هن ڪتاب ۾ ڪولي بيان ڪري ڇڏيو آهي لڪائين ٿا اهڙا ئي ماڻهو آهن جن تي اللّٰه لعنت ڪري ٿوءِ (بيا) لعنت ڪرڻ وارا (به) لعنت ڪن ٿا.

اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا وَاَصْلَحُوْا وَبَيَّنُوْا فَاُولٰٓئِكَ اَتُوْبُ عَلَيْهِمْ ۚ وَاَنَا التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ﴿۱۶۱﴾

**۱۶۱۔**ها پر جن توبه ڪري ورتي ۽ اصلاح ڪئي ۽ (خدا جي حڪمن ڪي) ڪولي بيان ڪري ڇڏيو ته اهڙن ماڻهن تي مان فضل سان توجه ڪندس ۽ مان (پنهنجن ٻانهن ڏانهن) ڏاڍو توجه ڪرڻ وارو

**۱۔**بِهِمَا جي معنيٰ هتي فِيْهِمَا جي آهي، يعني ان ٻنهي جبلن جي وچ ۾ هتان ڪان هوڏانهن ان قاعدن جي مطابق جيڪي سنت مان ثابت آهن ڊُڪيا.

**۲۔** مديني جا ماڻهو صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي ڪرڻ (ڊُڪڻ) ڪي گناهُ سمجهندا هئا ان ڪري چيو ويو آهي ته ان ۾ ڪو گناهه ناهي. (تفسير ڪبير جلد ۲ صفحه ۳۰۷)

(ءَ)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهيان.

إِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَمَاتُوْا وَهُمْ كُفَّارٌ أُولٰٓئِكَ عَلَيْهِمْ لَعْنَةُ اللّٰهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِيْنَ ﴿١٦٢﴾

**١٦٢**- جن ماڻهن انڪار ڪيو ۽ ڪفر جي ئي حالت ۾ مري ويا اهڙن ماڻهن تي يقيناً اللّٰه جي ۽ فرشتن جي ۽ ماڻهن جي سڀني جي لعنت آهي.

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۚ لَا يُخَفَّفُ عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلَا هُمْ يُنْظَرُوْنَ ﴿١٦٣﴾

**١٦٣**- اهي انهيءَ ۾ (پيا) هوندا نه (ته) انهن (تان) عذاب هلڪو ڪيو ويندو ۽ نه انهن کي (ساهه کڻڻ جي) مهلت ڏني ويندي.

وَإِلٰهُكُمْ إِلٰهٌ وَّاحِدٌ ۚ لَآ إِلٰهَ إِلَّا هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ ﴿١٦٤﴾ ع ١٩ ١١ ٣

**١٦٤**- ۽ توهان جو معبود (پنهنجي ذات ۾) واحد معبود آهي انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود نه آهي. بي حد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

إِنَّ فِيْ خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ وَاخْتِلَافِ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَالْفُلْكِ الَّتِيْ تَجْرِيْ فِي الْبَحْرِ بِمَا يَنْفَعُ النَّاسَ وَمَآ أَنْزَلَ اللّٰهُ مِنَ السَّمَآءِ مِنْ مَّآءٍ فَأَحْيَا بِهِ الْأَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا وَبَثَّ فِيْهَا مِنْ كُلِّ دَآبَّةٍ ۠ وَّ تَصْرِيْفِ الرِّيٰحِ وَالسَّحَابِ الْمُسَخَّرِ بَيْنَ السَّمَآءِ وَالْأَرْضِ لَأٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ ﴿١٦٥﴾

**١٦٥**- آسمانن ۽ زمين جي پيدائش، رات ۽ ڏينهن جو اڳي پوءِ اچڻ ۽ انهن ٻيڙين ۾ جيڪي انسانن کي نفعو ڏيڻ واريون شيون کڻي سمنڊ ۾ هلن ٿيون ۽ انهيءَ پاڻيءَ ۾ جنهن کي اللّٰه ڪڪرن مان لاٿو، پوءِ انهيءَ جي وسيلي زمين کي انهيءَ جي مرڻ کانپوءِ زنده ڪيو ۽ انهيءَ ۾ هر هڪ قسم جا جانور پکيڙيا ۽ هوائن کي هيڏانهن هوڏانهن پکيڙڻ ۾ ۽ انهن ڪڪرن ۾ جيڪي آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ مسخر آهن (يقيناً) انهيءَ قوم جي لاءِ جيڪا عقل کان ڪم وٺي ٿي ڪيترن (قسمن جا) نشان آهن.

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّتَّخِذُ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَنْدَادًا يُّحِبُّوْنَهُمْ كَحُبِّ اللّٰهِ ؕ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَشَدُّ حُبًّا لِّلّٰهِ ؕ وَلَوْ يَرَى الَّذِيْنَ ظَلَمُوْٓا اِذْ يَرَوْنَ الْعَذَابَ ۙ اَنَّ الْقُوَّةَ لِلّٰهِ جَمِيْعًا ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعَذَابِ ﴿١٦٦﴾

**١٦٦**۔ ۽ ڪي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي غيرالله مان(الله جا) همسر بڻائين ٿا اهي انهن سان الله جي محبت وانگر محبت ڪن ٿا ۽ جيڪي ماڻهو مومن آهن اهي سيني کان وڌيڪ الله سان(ئي)محبت ڪن ٿا ۽ جيڪي ماڻهو(انهيءَ)ظلم جا مرتڪب ٿيا (آهن)جيڪڏهن اهي(انهيءَ گهڙيءَ کي) جڏهن اهي عذاب کي (سامهون)ڏسندا (ڪنهن به نموني هينئر) ڏسي وٺن ها(ته ڄاڻي وٺن ها)ته سڀ قوت الله کي ئي آهي ۽ اهو به ته الله سخت عذاب(ڏيڻ)وارو آهي.

اِذْ تَبَرَّاَ الَّذِيْنَ اتُّبِعُوْا مِنَ الَّذِيْنَ اتَّبَعُوْا وَرَاَوُا الْعَذَابَ وَتَقَطَّعَتْ بِهِمُ الْاَسْبَابُ ﴿١٦٧﴾

**١٦٧**۔(۽ ڪاش جو اهي ماڻهو انهيءَ وقت کي ڏسي وٺن ها)جڏهن اهي ماڻهو جن جي فرمانبرداري ڪئي ويندي هئي انهن ماڻهن کان جيڪي فرمانبردار هئا جدا ٿي ويندا ۽ عذاب کي(پنهنجن اکين سان) ڏسي وٺندا ۽ انهن(جي شرڪ جي سببان نجات)جا سڀئي ذريعا منقطع ٿي ويندا.

وَقَالَ الَّذِيْنَ اتَّبَعُوْا لَوْ اَنَّ لَنَا كَرَّةً فَنَتَبَرَّاَ مِنْهُمْ كَمَا تَبَرَّءُوْا مِنَّا ؕ كَذٰلِكَ يُرِيْهِمُ اللّٰهُ اَعْمَالَهُمْ حَسَرٰتٍ عَلَيْهِمْ ؕ وَمَا هُمْ بِخٰرِجِيْنَ مِنَ النَّارِ ﴿١٦٨﴾ ع ٢٠/٤

**١٦٨**۔۽ جيڪي ماڻهو(ڪافرن جي سردارن جا)فرمانبردار هئا چوندا ته ڪاش اسان کي هڪ دفعو (وري دنيا ۾) واپس وڃڻ (نصيب)ٿئي ها ته اسان (به) انهن (ڪافرن جي سردارن)کان جدا ٿي وڃون ها جهڙي

طرح(اڄ)هي اسان کان جدا ٿي ويا اهڙي طرح الله انهن کي ٻڌائيندو ① ته انهن جي عملن(جو نتيجو چند)حسرتون آهن (جيڪي)انهن تي(ئي وبال بڻجي پونديون) ۽ اُهي(دوزخ جي)باهه مان هرگز نه نڪري سگهندا.

يَاَيُّهَا النَّاسُ كُلُوْا مِمَّا فِى الْاَرْضِ حَلٰلًا طَيِّبًا ۖ وَّلَا تَتَّبِعُوْا خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ ؕ اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ۝١٦٩

١٦٩- اي انسانو! جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي،انَ مان جيڪي ڪجهه حلال ۽ پاڪ آهي(اُهو)کائو ۽ شيطان جي پيروي نه ڪيو ② هُو يقيناً توهان جو ظاهر (ظهور) دشمن آهي.

اِنَّمَا يَاْمُرُكُمْ بِالسُّوْٓءِ وَالْفَحْشَآءِ وَاَنْ تَقُوْلُوْا عَلَى اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ۝١٧٠

١٧٠-هُو توهان کي صرف بدي ۽ بي حيائي ۽ انهيَ (ڳالهه)جي ته توهان الله جي متعلق ڪوڙ مڙهي③اُها ڳالهه چئو جيڪا توهان نٿا ڄاڻو تلقين ڪريٿو.

وَاِذَا قِيْلَ لَهُمُ اتَّبِعُوْا مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ قَالُوْا

١٧١-۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ته هن

---

١- اَرىٰ بعض دفعه اَعْـلَمَ جي معنيٰ ۾ ايندو آهي يعني ٻڌائيندو- خبرڏيندو- واقف ڪندو ۽ ان جا ٽي مفعول هوندا آهن ترجمي ۾ اِها ئي معنيٰ ڪئي وئي آهي ڇاڪاڻ ته هتي ٽي مفعول آهن.

٢-لَا تَتَّبِـعُـوا خُطُوَاتِ الشَّيُطَانِ جو لفظي ترجمو هي آهي ته شيطان جي پيرن تي نه هلو.پر جيئن ته هي عربي محاورو آهي ان ڪري ان جو ترجمو به اڙدو محاوري ۾ ڪيو ويو آهي جيڪو هي آهي ته شيطان جي پيروي نه ڪيو. اقرب الموارد ۾ لکيل آهي خُـطُـوَاتِ الشَّيُطَانِ جي معنيٰ آهي طُـرُقُهٗ وَ سُبُلُهٗ شيطان جا طريقا ۽ ان جا رستا.

٣- قَـالَ عَـلَيُـهِ جي معنيٰ آهي اِفُتَـرَىٰ ڄاڻي واڻي ڪنهن جي باري ۾ ڪوڙ ڳالهايو.(اقرب الموارد)

بَلْ نَتَّبِعُ مَآ اَلْفَيْنَا عَلَيْهِ اٰبَآءَنَا ۭ اَوَلَوْ كَانَ اٰبَآؤُهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ شَيْـًٔـا وَّلَا يَهْتَدُوْنَ ﴿١٧١﴾

(ڪلام) جي جيڪو الله نازل ڪيو آهي پيروي ڪيو ته اُهي چون ٿا ته (نه) اسان ته انهيءَ (طريقي) جي پيروي ڪنداسين جنهن تي اسان پنهنجي ابن ڏاڏن کي ڏٺو. ڀلا ① جيڪڏهين انهن جا ابا ڏاڏا ڪجهه به عقل نه رکندا هجن ۽ نه سڌيءَ واٽ تي هلندا هجن (ته پوءِ به اهي ائين ئي ڪندا).

وَمَثَلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا كَمَثَلِ الَّذِيْ يَنْعِقُ بِمَا لَا يَسْمَعُ اِلَّا دُعَاۗءً وَّنِدَاۗءً ۭ صُمٌّۢ بُكْمٌ عُمْيٌ فَهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿١٧٢﴾

**١٧٢-** ۽ انهن ماڻهن جو حال جن ڪفر ڪيو آهي انهيءَ شخص جي حال وانگر آهي جيڪو انهيءَ شئي کي پڪاريٿو ② جيڪا سواءِ پڪار ۽ آواز جي ڪجهه به نٿي ٻڌي. (اِهي ماڻهو) ٻوڙا گونگا ۽ انڌا آهن ③ انهيءَ ڪري نٿا سمجهن.

---

**١-** قرآن پاڪ جا لفظ اَوَلَوُ آهن. جيئن ته عربيءَ ۾ سوال جو لفظ هر حالت ۾ اڳ۾ ايندو آهي ۽ اڙدوءَ ۾ عطف کان پوءِ. ان جو ترجمو هي ٿيندو ”۽ ڇا جيڪڏهن“ پر اڙدوءَ ۾ ”۽ ڇا جيڪڏهن“ هي ٽئي لفظ گڏ نا هن ٿيندا بلڪ اهڙي وقت ”۽ ڇا“ جي جاءِ تي هڪ لفظ ”ڀلا“ جو چيو ويندو آهي. ان ڪري اُهو ئي لفظ هتي استعمال ڪيو ويو آهي.

**٢-** يَـنْـعِـقُ جي معنيٰ اصل ۾ جانور کي سڏ ڪرڻ جي هوندي آهي. جانور آواز ٻڌي مالڪ جي پيروي ڪندو آهي پر ان جي لفظن جو مطلب نا هي سمجهندو. فرمايائين اهو ئي حال ڪافرن جو آهي. هي ماڻهو هڪ ٻئي جي انڌي تقليد ڪندا آهن ۽ اهو غور نه ڪندا آهن ته چوڻ وارو ڇا ٿو چوي، ۽ ٻڌڻ وارو ڇا پيو ٻڌي. انجي برخلاف اسلام جي دعوت ڏيڻ وارو معقول ڳالهه ڪندو آهي ۽ سمجهائي چوندو آهي ۽ ان جا پيروي ڪندڙ ان تي سمجهي عمل ڪندا آهن. ائين نا هي ته جانورن وانگر صرف آواز ٻڌندا ۽ مطلب، غرض ۽ حڪمت کان بي خبر هوندا آهن.

**٣-** يعني تعصب سڀ حواس معطل ڪري ڇڏيا آهن. ان ڪري پنهنجي عمل جي برائيءَ کي محسوس نٿا ڪري سگهن.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُلُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ مَا رَزَقْنٰكُمْ وَاشْكُرُوْا لِلّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ اِيَّاهُ تَعْبُدُوْنَ ﴿١٧٢﴾

**١٧٣**-اي انسانو جن ايمان آندو آهي! انهن پاڪيزه شيئن مان جيڪي اسان توهان کي ڏنيون آهن کائو ۽ جيڪڏهن توهان (واقعي) اللّٰه جي ئي عبادت ڪيو ٿا ته انهيءَ جو شڪر ① (به ادا) ڪيو.

اِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَالدَّمَ وَلَحْمَ الْخِنْزِيْرِ وَمَاۤ اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ ۚ فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ بَاغٍ وَّلَا عَادٍ فَلَاۤ اِثْمَ عَلَيْهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٧٣﴾

**١٧٤**-هنَ توهان تي صرف مردار، خون، سوئر جي گوشت کيءِ انهن شيئن کي جن کي اللّٰه کانسواءِ ڪنهن ٻئي سان نامزد ② ڪيو ويو هجي حرام ڪيو ③ آهي پر جيڪو شخص (انهن شيئن جي استعمال تي) مجبور ٿي وڃي ۽ هُو نه ته قانون جو مقابلو ڪرڻ وارو هجي ۽ نه حدُن کان اڳتي نڪرڻ وارو هجي انهيءَ تي ڪوبه

---

**١**-اصل عبارت ۾ عِبَادَة سان ضمير ۽ شُڪر سان گڏ اللّٰه جو لفظ استعمال ٿيو آهي پر ترجمي ۾ عبادت سان اللّٰه جو لفظ ۽ شڪر سان ضمير استعمال ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته اڙدو ترتيب ۾ ان کانسواءِ ٻي ڪا وات نه هئي.

**٢**- اُهِلَّ جي معنيٰ وڏي آواز سان ڪجهه چوڻ جي هوندي آهي.محاوري ۾ ڪنهن جانور يا ڪنهن ٻي نعمت جي بابت خداتعاليٰ يا ڪنهن ديوتا جي نالي سڏڻ لاءِ به ڳالهايو ويندو آهي.مثلاً طور ڪنهن شيءِ جي باري ۾ چيو وڃي ته هي فلاڻي ديوتا جي آهي يا خدا تعاليٰ جي آهي يا ذبح ڪندي وقت خداتعاليٰ جو يا ڪنهن ديوتا جو نالو وٺي ڇڏجي.فرمايائين اهڙين شين جو استعمال حرام آهي يلي خدا کانسواءِ ڪنهن ٻي جو نياز هجي، يا ذبح ڪندي وقت ڪنهن ٻي جو نالو ورتو ويو هجي ٻنهي ۾ ڪو فرق نا هي ڪيو ويو.

**٣**-فاء جو ترجمو هتي ”پر“ ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته اُهو به نتيجي تي دلالت ڪري ٿو جيڪو فاء جو مطلب آهي.

گناه ناهي.الـلّٰـه يقيناً وڏو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيۡنَ يَكۡتُمُوۡنَ مَاۤ اَنۡزَلَ اللّٰهُ مِنَ الۡكِتٰبِ وَيَشۡتَرُوۡنَ بِهٖ ثَمَنًا قَلِيۡلًا ۙ اُولٰٓٮِٕكَ مَا يَاۡكُلُوۡنَ فِىۡ بُطُوۡنِهِمۡ اِلَّا النَّارَ وَلَا يُكَلِّمُهُمُ اللّٰهُ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ وَلَا يُزَكِّيۡهِمۡ ۖۚ وَلَهُمۡ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿۱۷۵﴾

**١٧٥-** جيڪي ماڻهو هن(تعليم)کي جيڪا الـلّٰـه(الٰهي)ڪتاب(مان)نازل ڪئي آهي لڪائين ٿا ۽ انهيءَ جي عيوض ٿورڙي قيمت ① وٺن ٿا اُهي يقيناً پنهنجي پيٽن ۾ صرف باهه وجهن ٿا ۽ قيامت جي ڏينهن الـلّٰه نه انهن سان ڪلام ڪندو ۽ نه انهن کي پاڪ قرار ڏيندو ۽ انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر)آهي.

اُولٰٓٮِٕكَ الَّذِيۡنَ اشۡتَرَوُا الضَّلٰلَةَ بِالۡهُدٰى وَالۡعَذَابَ بِالۡمَغۡفِرَةِ ۚ فَمَآ اَصۡبَرَهُمۡ عَلَى النَّارِ ﴿۱۷۶﴾

**١٧٦-** اِهي ئي اُهي ماڻهو آهن جن هدايت ڇڏي گمراهي، ۽ مغفرت ڇڏي عذاب اختيار ڪيو آهي.پوءِ باهه(جي عذاب) تي انهن جي برداشت تعجب انگيز آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ نَزَّلَ الۡكِتٰبَ بِالۡحَـقِّ ‌ؕ وَاِنَّ الَّذِيۡنَ اخۡتَلَفُوۡا فِى الۡكِتٰبِ لَفِىۡ شِقَاقٍۢ بَعِيۡدٍ ﴿۱۷۷﴾ ع ٢١

**١٧٧-** هيءُ(عذاب)انهيءَ سبب جي ڪري هوندو جو الـلّٰـه هن ڪتاب کي حق تي (مشتمل) نازل ڪيو آهي ۽ جن ماڻهن هن ڪتاب جي باري ۾ اختلاف ڪيو آهي اُهي يقيناً وڏي دشمنيءَ ۾(مبتلا ②) آهن.

---

**١-**ٿورڙي قيمت جو اِهو مطلب ناهي ته گهٽي قيمت وٺڻ جائز آهي.بلڪه مطلب هي آهي ته دنياوي قيمت جيتري به گهڻي هجي اها ان ڏوهه ۽ نقصان جي عيوض ٿورڙي ۽ حقير آهي.

**٢-**عربي عبارت جي معنيٰ ۾ **"مبتلا"** شامل آهي پر قرآنِ پاڪ جي ادب جي ڪري **"مبتلا"** کي ڏنگيءَ ۾ رکيو ويو آهي نه ته فِي جي معنيٰ عربي ۾ **"مبتلا"** ۽ پيل هجڻ جي به هوندي آهي.

لَيْسَ الْبِرَّ اَنْ تُوَلُّوْا وُجُوْهَكُمْ قِبَلَ الْمَشْرِقِ وَالْمَغْرِبِ وَلٰكِنَّ الْبِرَّ مَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالْكِتٰبِ وَالنَّبِيّٖنَ ۚ وَاٰتَى الْمَالَ عَلٰى حُبِّهٖ ذَوِى الْقُرْبٰى وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنَ وَابْنَ السَّبِيْلِ ۙ وَالسَّآئِلِيْنَ وَفِى الرِّقَابِ ۚ وَاَقَامَ الصَّلٰوةَ وَاٰتَى الزَّكٰوةَ ۚ وَالْمُوْفُوْنَ بِعَهْدِهِمْ اِذَا عٰهَدُوْا ۚ وَالصّٰبِرِيْنَ فِى الْبَاْسَآءِ وَالضَّرَّآءِ وَحِيْنَ الْبَاْسِ ۗ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ صَدَقُوْا ۗ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُتَّقُوْنَ ﴿١٧٨﴾

**١٧٨**-توهان جو اوڀر ۽ اولهه ڏانهن منهن ڦيرائڻ ڪا وڏي نيڪي نہ آهي پر ڪامل ① نيڪ اُهو شخص آهي جنهن الله ، آخرت جي ڏينهن، ملائڪن (الٰهي) ڪتاب ۽ سڀني نبين تي ايمان آندو ۽ انهيءَ (الله)جي محبت جي ڪري مائٽن ۽ يتيمن ۽ مسڪينن ۽ مسافر ڪي ۽ سوالين ڪي ۽ غلامن(جي آزاديءَ) جي لاءِ(پنهنجو)مال ڏنو ۽ نماز ڪي قائم رکيو ۽ زڪوات ادا ڪئي ۽ پنهنجي عهد ڪي جڏهن بہ (ڪو) عهد ڪري وٺن پورو ڪرڻ وارا ۽ (خاص ڪري)تنگي ۽ بيماريءَ ۾ ۽ جنگ جي وقت برداشت ڪان ڪم وٺڻ وارا(ڪامل نيڪ)آهن اِهي ئي ماڻهو آهن جيڪي (پنهنجي قول جا)سچا نڪتا ۽ اهي ئي ماڻهو ڪامل متقي آهن.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِصَاصُ فِى الْقَتْلٰى ۗ اَلْحُرُّ بِالْحُرِّ وَالْعَبْدُ بِالْعَبْدِ وَالْاُنْثٰى بِالْاُنْثٰى ۗ فَمَنْ عُفِىَ لَهٗ مِنْ اَخِيْهِ شَىْءٌ فَاتِّبَاعٌ بِالْمَعْرُوْفِ وَاَدَآءٌ اِلَيْهِ

**١٧٩**-اي انسانو جن ايمان آندوآهي! توهان تي مقتولن جي باري ۾ هڪ جيترو بدلو وٺڻ فرض ڪيو ويو آهي جيڪڏهن (قاتل)آزاد (مرد)هجي تہ انهيءَ آزاد (قاتل)ڪان ۽ جيڪڏهن (قاتل)غلام هجي تہ انهيءَ غلام (قاتل)ڪان ۽ جيڪڏهن

١ـوَلٰكِنَّ الْبِرَّ ۾ بِرٌّ مصدر آهي ۽ عربي گرامر جي مطابق ان جي معنيٰ بَآرٌّ يعني نيڪ هجڻ جي بہ ٿي سگهي ٿي ان ڪري اسان اُهو ئي ترجمو ڪيو آهي.

بِاِحْسَانٍ ؕ ذٰلِكَ تَخْفِيْفٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَرَحْمَةٌ ؕ فَمَنِ اعْتَدٰى بَعْدَ ذٰلِكَ فَلَهٗ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۱۷۹﴾

(قاتل)عورت هجي تہ انهيءَ عورت (قاتل) ڪان ① پر جنهن(قاتل) ڪي انهيءَ جي ڀاءُ جي طرفان ڪجهہ(ڇٽي) معاف ڪئي وڃي تہ(مقتول جو وارث باقي ڇٽي صرف) مناسب طور تي وصول ڪري سگهي ٿو ۽(قاتل تي)عمدگيءَ سان(باقي ڇٽي) هُن ڪي ادا ڪري ڇڏڻ(واجب)آهي. هي توهان جي رب جي طرفان تخفيف ۽ رحمت آهي پوءِ جيڪو شخص هن(حڪم) ڪانپوءِ بہ زيادتي ڪري انهيءَ لاءِ دردناڪ عذاب(مقدر)آهي.

وَلَكُمْ فِي الْقِصَاصِ حَيٰوةٌ يّٰٓاُولِي الْاَلْبَابِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿۱۸۰﴾

١٨٠-۽ اي عقل مندو! توهان جي لاءِ (هن) بدلي وٺڻ ۾ ② زندگيءَ (جو سامان)آهي (۽ هيءُ حڪم هن لاءِ آهي)تہ توهان بچي وڃو.

كُتِبَ عَلَيْكُمْ اِذَا حَضَرَ اَحَدَكُمُ الْمَوْتُ اِنْ تَرَكَ خَيْرَا ۖۚ الْوَصِيَّةُ

١٨١-جڏهن توهان مان ڪنهن تي موت (جو وقت)اچي وڃي تہ توهان تي جيڪڏهن اهو(مرڻ وارو)گهڻو ③ مال

١-ان جي هيءَ معنيٰ آهي تہ جيڪڏهن ڪو آزاد ماڻهو ڪنهن ڪي قتل ڪري تہ پلي مقتول غلام مرد هجي يا غلام عورت. يا آزاد مرد هجي يا آزاد عورت،انهيءَ آزاد قاتل ڪي قتل ڪري بدلو ورتو ويندو. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو قاتل غلام هوندو تہ انهيءَ غلام قاتل ڪان بدلو ورتو ويندو ۽ جيڪڏهن عورت قاتل هجي تہ انهيءَ عورت ڪان (پلي اها آزاد هجي يا غلام) بدلو ورتو ويندو.

٢-يعني قصاص جي حڪم سان ناحق قَتُلَ ۽ خُونَ گهٽ ٿي ويندا ۽ ماڻهن جي اصلاح ٿي ويندي.

٣- خَيُــر جي معنيٰ صرف مال جي بہ هوندي آهي ۽ گهڻي مال جي بہ. هن جڳهہ آيت ڪان اڳ ۽

لِلْوَالِدَيْنِ وَالْاَقْرَبِيْنَ بِالْمَعْرُوْفِ ۚ چڏي.والدين ① ۽ قريبي رشتيدارن کي (اسر) معروف جي وصيت ڪري وڃڻ

**(باقي حاشيو)** پوءِ واري مضمون مان ظاهر ٿئي ٿو تہ گهڻو مال مراد آهي.

١ ـ هتي والدين ۽ ويجهي مائٽن کي وصيت ڪرڻ جو چيو ويو آهي حقيقت ۾ اولاد قلبي تعلقات جي لحاظ سان تمام اهم آهي ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي مال جي ونڊ ڪرڻ جي وصيت ناهي نہ تہ اولاد جو ذڪر ضرورهجي ها.بلڪہ وصيت مان مراد عام تاڪيد آهي تہ اللّٰه جي حڪمن مطابق جائيداد ونڊي وڃي.۽ جيڪڏهن مال جو ڪو حصو صدقو ڪرڻو هجي تہ ان کي بيان ڪري ڇڏي. هن آيت تي وڏو بحث ٿيو آهي.اڪثر مفسرَ ان کي منسوخ قرار ڏين ٿا ڇاڪاڻ تہ ان ۾ وصيت واجب لکيل آهي ۽ وراثت جي حڪمن جي نازل ٿيڻ کانپوءِ مائٽن جي نالي وصيت جائز ناهي.۽ جن جائز قرار ڏني آهي انهن جي خيال ۾ بہ واجب ناهي، پر اِها غلطي ان ڪري لڳي آهي جو وصيت جي معنيٰ مال ونڊڻ جي هدايت ڪرڻ سمجهي وئي آهي دراصل اها معنيٰ ناهي.جهڙوڪ هن نوٽ جي شروع ۾ ثابت ڪيو ويو آهي بلڪہ هن آيت ۾ صرف هي چيو ويو آهي تہ ڪجهہ حالتن ۾ (جن جو ذڪر اڳتي ايندو) هي ضروري آهي تہ گهڻو مال رکڻ وارو پنهنجي والدين ۽ مائٽن کي نيڪ ڳالهين جي وصيت ڪري وڃي ۽ هي حڪم وراثت جي حڪمن سان ڪنهن بہ حال ۾ رد نٿو ٿئي.اُهي حالتون جن ۾ اهڙي وصيت ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي بہ آهن. هڪَ تہ هن ئي آيت ۾ بيان ڪئي وئي آهي تہ گهڻو مال هجي.ٻي آيت جي پوئين عبارت مان ظاهر ٿئي ٿو اُهو هي تہ هن آيت کان اڳ وَلَا تَقُوْلُوا لِمَنْ يُّقْتَلُ فِی سَبِيْلِ اللّٰهِ ۽ حِيْنَ الْبَاْسِ جون آيتون آهن جيڪي اِهو ٻڌائي رهيون آهن تہ هتي جنگ جو ذڪر شروع آهي ۽ هن آيت کان پوءِ بہ وَقَاتِلُوا فِی سَبِيلِ اللّٰهِ الَّذِيْنَ يُقَاتِلُوْنَكُمْ جي آيت ۽ ڪجهہ پيون آيتون جنگ جي باري ۾ آهن.ان ڪري هن جڳهہ تي حڪمُ جنگ ۽ اهڙي ئي پين حالتن جي باري ۾ آهي.۽ جيئن تہ جنگ ۾ عام طور تي نوجوان شامل ٿيندا آهن جن جي يا تہ اولاد نہ هوندي آهي يا ننڍي عمر جي هوندي آهي.ان ڪري والدين ۽ ويجهي مائٽن جي حق ۾ وصيت ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ اولاد جو ذڪر ڇڏي ڏنو ۽ هي فرمايائين تہ جڏهن انسان ڪنهن اهڙي خطري جي جاءِ ڏانهن وڃي ۽ هن وٽ وڏو مال بہ هجي تہ هن کي پهنجي مائٽن کي وصيت ڪري ڇڏڻ گهرجي تہ مون کان پوءِ دستور مطابق منهنجو مال ورهايو وڃي.

هاڻي رهيو اِهو سوال تہ دستورُ ڇا آهي، سو هڪ تہ وراثت جا حڪمَ دستور آهن انهن تي عمل

حَقًّا عَلَى الْمُتَّقِيْنَ ﴿١٨١﴾

فرض ڪيو ويو آهي. (هيءُ ڳالهہ)متقين تي واجب آهي.

فَمَنْۢ بَدَّلَهٗ بَعْدَ مَا سَمِعَهٗ فَاِنَّمَآ اِثْمُهٗ عَلَى الَّذِيْنَ يُبَدِّلُوْنَهٗ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿١٨٢﴾

١٨٢- پر① جيڪو شخص هن (وصيت) کي هن جي ٻڌڻ کانپوءِ بدلائي ڇڏي تہ انهيءَ جو گناهہ صرف انهن تي ئي هوندو جيڪي انهيءَ کي بدلائي ڇڏيندا. اللّٰه يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽)ڄاڻڻ وارو آهي.

**(باقي حاشيو)** ڪرڻ جي وصيت هجڻ گهرجي، پيو تہ ڪجهہ حق اهڙا آهن جيڪي وراثت جي حڪمن کان ٻاهر آهن جن کي قاعدي ۾ تہ بيان ناهي ڪيو ويو پر ائين مذهبي ۽ اخلاقي طور تي پسند ڪيو ويو آهي، ۽ ان لاءِ شريعت ١/٣ تائين وصيت ڪري ڇڏڻ جو دروازو کليل رکيو آهي سو هن جڳهہ تي انهن کي پورو ڪرڻ لاءِ ڌيان ڏياريو ويو آهي.

جيڪڏهن مسلمان هن آيت کي سمجهن ها ۽ ڄاڻن ها تہ خطري جي حالت ۾ وصيت ڪرڻ ضروري آهي تہ اڄ اسان جي ملڪ ۾ وراثت جو مسئلو اُها صورت اختيار نہ ڪري ها جيڪا هن اڄ ڪري ورتي آهي ڇاڪاڻ تہ رسم کي قاعدو قرار ڏيڻ بہ خطري جي حالت آهي ۽ اهڙي صورت ۾ هر شخص تي فرض آهي تہ هو وصيت ڪري تہ منهنجي مال جي وراثت شريعت جي حڪم جي مطابق ٿئي.

١- فَمَنْ بَدَّلَهٗ جي لفظن مان خبر پوي ٿي تہ ڪنهن قرآني حڪم ڏانهن اشارو آهي ۽ اُهو حڪم وراثت جو ئي آهي نہ تہ ان جو ڪهڙو مطلب تہ مَٽائڻ جو ڏوهہ مٽائڻ وارن تي هوندو. وصيت ڪرڻ واري تي نہ هوندو. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن ان وصيت جون تفصيلات شرعي ناهن بلڪ وصيت ڪرڻ واري جي مرضيءَ مطابق آهن تہ انهن کي بيان نہ ڪرڻ سان مرڻ واري کي ڏوهہ ڇو ٿئي. ان جي گنهگار هجڻ جو سوال تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن ڪنهن شرعي حڪم جي خلاف ورزي ٿي رهي هجي ۽ اها اهڙي طرح ٿي سگهي ٿي جو ان آيت ۾ وراثت جا حڪم بہ شامل هجن ۽ مطلب هي هجي تہ مرڻ وارو هي وصيت ڪري وڃي تہ اسلامي حڪمن جي مطابق عمل ڪيو وڃي اهڙي طرح هو گناهہ کان بچي وڃي ۽ حڪم تبديل ڪرڻ وارا وارث گنهگار ٿيندا. جيڪڏهن اڄ بہ مسلمان ان تي عمل ڪن ها تہ پلي هو عورتن کي حصو ڏيڻ ۾ ڪامياب نہ ٿين ها پر گناهہ کان تہ بچي وڃن ها.

فَمَنْ خَافَ مِنْ مُّوْصٍ جَنَفًا اَوْ اِثْمًا فَاَصْلَحَ بَيْنَهُمْ فَلَآ اِثْمَ عَلَيْهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۸۳﴾ ع ۲۲

**۱۸۳**- پوءِ جيڪو شخص ڪنهن وصيت ڪرڻ واري ڪان طرفداري يا گناه(جي سرزد هئڻ)جو خوف ڪري ۽ انهن ۾ صلح ① ڪرائي ڇڏي ته انهيءَ تي ڪوبه گناه نه آهي الله يقيناً وڏو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُتِبَ عَلَيْكُمُ الصِّيَامُ كَمَا كُتِبَ عَلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿۱۸۴﴾

**۱۸۴**- اي انسانو جن ايمان آندوآهي! توهان تي(به) روزن جو رکڻ(اهڙيءَ طرح) فرض ڪيو ويو آهي جهڙيءَ طرح انهن ماڻهن تي فرض ڪيو ويو هو جيڪي توهان ڪان پهرئين گذري چڪا آهن.انهيءَ لاءِ ته توهان (روحاني ۽ اخلاقي ڪمزورين ڪان)بچو.

اَيَّامًا مَّعْدُوْدٰتٍ ؕ فَمَنْ كَانَ مِنْكُمْ مَّرِيْضًا اَوْ عَلٰى سَفَرٍ فَعِدَّةٌ مِّنْ اَيَّامٍ اُخَرَ ؕ وَعَلَى الَّذِيْنَ يُطِيْقُوْنَهٗ فِدْيَةٌ

**۱۸۵**-(سو توهان روزا رکو)ڪجهه ڳاڻاتي جا ڏينهن.۽ توهان مان جيڪو شخص مريض هجي يا سفر ۾ هجي ته(انهيءَ ڪي)ٻين ڏينهن ۾ تعداد(پورو ڪرڻو)

١ـ يعني وصيت ڪرڻ واري ۽ ان مائٽن جي وچ ۾ جن ڪي نقصان پهچائڻ يا نظر انداز ڪرڻ جو ان جو ارادو هجي يا انهن ماڻهن ڪي جن جي حق ۾ وصيت آهي، پاڻ ۾ راضي ڪري ڇڏي ته جيئن وصيت جي باوجود هو هڪ ٻئي ڪي ان جو حق ڏئي ڇڏين.بعض دفعه شريعت تي عمل ڪرڻ جي باوجود وصيت ڪرڻ جي ڪري ڪن نقصانن جو امڪان هوندو آهي. مثال طور جيڪڏهن ڪو شخص ۱/۳ جي وصيت ڪري ڇڏي پر باقي وارث ايترا هجن جو باقي مالَ مان انهن ڪي تمام گهٽ حصو ملندو هجي ته اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن ٺاه ڪرائي ڇڏجي ته ڪو گناه ناهي يعني وصيت ڪرڻ واري ۽ ان جي خاص محبوب يا ڪنهن خاص ڪاوڙيل ۾ ٺاهُ ڪرائي ڇڏي.

طَعَامُ مِسْكِيْنٍ ۭ فَمَنْ تَطَوَّعَ خَيْرًا فَهُوَ پوندو ۽ انهن ماڻهن تي جيڪي انهي ① (يعني

ا۔ وَعَلَى الَّذِيْنَ يُطِيْقُوْنَهٗ : مفسرَ هتي هيءُ معنيٰ ڪندا آهن ته”جيڪي طاقت نہ رکندا هجن“ حضرت مسيح موعود عليہ السلام جن ان معنيٰ کي ئي اختيار ڪيو آهي.اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ يُطِيْقُوْنَهٗ ۾ جيڪا ہٗ جي ضمير استعمال ٿي آهي، ان جي مَرجَع جي نشاندهي نہ هجڻ جي ڪري ڏکيائي پيش آئي آهي. شاهہ ولي الله ان ڏکيائيءَ کي الفوز الڪبير ۾ هن ريت حل ڪيو آهي تہ يُطِيْقُوْنَهٗ ۾ ہٗ جي ضمير فِدْيَةٌ طَعَامُ مِسْكِيْنٍ ڏانهن وئي آهي.ان تي هي اعتراض ٿئي پيو تہ اضمار قبل الذڪر آهي يعني ضمير اڳ ۾ اچي ويو آهي ۽ مرجع بعد ۾ آهي، اصل ۾ مرجع اڳ ۾ هئڻ گهرجي ها. ان جو جواب هُنن هي ڏنو آهي تہ فدية جيئن تہ علمِ نحو جي مطابق اڳ ۾ آهي يعني مبتدا آهي ان ڪري ان جو ضمير ان جي ذڪر کان اڳ اچي سگهي ٿو.پيو اعتراض اهو ٿيو پئي تہ فديہ مؤنث آهي ۽ ضمير مذڪر.ان جو جواب اُنهن اهو ڏنو آهي تہ فِدْيَةٌ طَعَامُ مِسْكِيْنٍ جو جانشين آهي ۽ اُهو مذڪر آهي ان ڪري فديہ ڏانهن بہ مذڪر جو ضمير ڦري سگهي ٿو ان حل جي مطابق هن آيت جو ترجمو هن ريت ٿيندو. تہ انهن ماڻهن تي جيڪي فديہ رمضان جي طاقت رکندا هجن، هڪ مسڪين جو کاڌو بطور فديہ رمضان بعد ۾ روزا رکڻ جي باوجود ڏيڻ واجب آهي.

حضرت مسيح موعود عليہ السلام جن هن آيت جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي تہ جيڪي طاقت نہ رکندا هجن. ان جو سبب هي آهي تہ باب اِفعال جي هڪ خاصيت هي آهي تہ هو کسڻ جي معنيٰ ڏيندوآهي پر شرط اهو آهي تہ ان جو استعمال ڪرڻ وارو ڪو قادر الڪلام هجي، ۽ اها خبر پئجي وڃي تہ ان فعل جي عام معنيٰ هن موقعي تي نہ ٿي ڪري سگهجي ان حقيقت کي ڏسندي اسان کي مڃڻو پوندو تہ عرب جي محاوري ۾ بي معنيٰ بہ استعمال ٿيندي آهي نہ تہ جيڪڏهن بي معنيٰ استعمال نہ ٿئي تہ اسانکي ان قادر الڪلام کي غلط بيانُ چوڻو پوي ها. پر اِها ناجائز ڳالهہ آهي تہ هڪ شخص جيڪو عربي ٻوليءَ جي ڪِي قدر جاڻ رکي ٿو ان جي علم جي بنياد تي اسان هڪ قادر الڪلام هستيءَ کي غلط بيانُ چئي ڇڏيون.اِهوئي سبب آهي تہ ڪن فقيهن لکيو آهي تہ صَرف ۽ نحو خدا تعاليٰ تي فوقيت نہ ٿو رکي بلڪہ خدا تعاليٰ صرف ۽ نحو تي فوقيت رکي ٿو ڇاڪاڻ تہ ٻوليون خدا تعاليٰ ناهيون آهن ٻولين خدا کي نہ ٺاهيو آهي.ان ڪري ان سيني ڳالهين کي سامهون رکندي هن آيت جي هيءَ معنيٰ ٿيندي تہ اهي ماڻهون جن جي طاقت گهٽ ٿي وئي آهي يعني تقريباً ضائع ٿي وئي آهي اهي جيڪڏهن روزا نہ رکن تہ جيئن انهن

خَيْرٌ لَّهٗ ؕ وَاَنْ تَصُوْمُوْا خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿۱۸۴﴾

روزن)جي طاقت نہ رکندا هجن (بطور فديو ) هڪ مسڪين جو کاڌو ڏيڻ (استطاعت مطابق) واجب آهي ۽ جيڪو شخص پوري فرمانبرداريءَ سان ڪو نيڪ ڪم ڪندو تہ اهو انهيءَ جي لاءِ بهتر ٿيندو ۽ جيڪڏهن توهان علم رکو ٿا تہ(سمجهي سگهو ٿا تہ)توهان جا روزا رکڻ توهان جي لاءِ بهتر آهي.

شَهْرُ رَمَضَانَ الَّذِيْٓ اُنْزِلَ فِيْهِ الْقُرْاٰنُ هُدًى لِّلنَّاسِ وَبَيِّنٰتٍ مِّنَ الْهُدٰى وَالْفُرْقَانِ ۚ فَمَنْ شَهِدَ مِنْكُمُ الشَّهْرَ فَلْيَصُمْهُ ؕ وَمَنْ كَانَ مَرِيْضًا اَوْ عَلٰى سَفَرٍ فَعِدَّةٌ مِّنْ اَيَّامٍ اُخَرَ ؕ يُرِيْدُ اللّٰهُ بِكُمُ الْيُسْرَ وَلَا يُرِيْدُ بِكُمُ الْعُسْرَ ؗ

۱۸۶۔رمضان جو مهينو اُهو(مهينو) آهي جنهن جي باري ۾ قرآن(ڪريم) نازل ڪيو ويو آهي(اُهو قرآن)جيڪو سيني انسانن جي لاءِ هدايت(بڻائي موڪليو ويو)آهيءِ جيڪو ڪليلَ دليلَ ① پنهنجي اندر رکي ٿو(اهڙا دليلَ)جيڪي هدايت پيدا ڪن ٿا ۽ انهيءَ سان گڏ(قرآن ۾)الٰهي نشان بہ آهن انَ ڪري توهان

**(باقي حاشيو)** جو روزو نہ رکڻ رڳو اجتهادي امرهوندو، ظاهري مرض جي نتيجي ۾ نہ هوندو بلڪ ڪمزوريءَ جي نتيجي ۾ هوندو. ۽ اجتهاد ۾ غلطي بہ ٿي سگهي ٿي.ان ڪري انهن کي گهرجي تہ پنهنجي سوچ جي غلطيءَ تي پردو وجهڻ لاءِ جيڪڏهن انهن کي فديو ڏيڻ جي طاقت هجي تہ بيماريءَ جي بهاني سان روزو نہ ڇڏين بلڪ طاقت ضائع ٿي وڃڻ جي بنياد تي روزو ڇڏين ۽ غلطي جي امڪان جو ڪُفارو هن ريت ادا ڪن تہ هو هڪ مسڪين جو کاڌو اُنهن ڏينهنِ ۾ ڏئي ڇڏيندا ڪن.

۱۔بَيِّنٰتٍ مِّنَ الْهُدٰى مان مراد هيءَ آهي تہ دنيا ۾ فلاسفر ۽ جوتشي بہ دليلون ڏيندا آهن پر انهن جي نتيجي ۾ يا تہ هو گمراهين کي سچو ثابت ڪندا آهن يا وري دنياوي ڳالهيون پيش ڪندا آهن، پر قرآن ڪريم اهڙي دليلن تي بڏل آهي جيڪي هدايت جو رنگ رکن ٿيون. بنا مطلب ۽ بي فائدي ڳالهيون نہ هونديون آهن.

وَلِتُكۡمِلُوا الۡعِدَّةَ وَلِتُكَبِّرُوا اللّٰهَ عَلٰى مَا هَدٰىكُمۡ وَلَعَلَّكُمۡ تَشۡكُرُوۡنَ﴿۱۸۶﴾

مان جيڪو شخص هن مهيني کي(اهڙي حال ۾)ڏسي(جو نه مريض هجي نه مسافر) انَ کي گهرجي ته هُو انهيءَ جا روزا رکي ۽ جيڪو شخص مريض ① هجي يا سفر ② ۾ هجي ته انهيءَ تي ٻين ڏينهن ۾ تعداد (پورو ڪرڻ واجب)ٿيندو.اللّٰه توهان لاءِ آساني چاهيٿو ۽ توهان لاءِ تنگي نٿو چاهي،۽(هي حڪمُ هُن انهيءَ لاءِ ڏنو آهي ته توهان تنگيءَ ۾ نه پئو ۽)انهيءَ لاءِ ته توهان تعداد ③ کي پورو ڪري وٺو ۽ انهيءَ (ڳالهه)تي اللّٰه جي وڏائي ڪريو جو هُن توهان کي هدايت ڏني آهي ۽ انَ لاءِ ته توهان(هنَ جا)شڪر گذار بڻجو.

وَاِذَا سَاَلَكَ عِبَادِىۡ عَنِّىۡ فَاِنِّىۡ قَرِيۡبٌ ؕ اُجِيۡبُ دَعۡوَةَ الدَّاعِ اِذَا دَعَانِ ۙ فَلۡيَسۡتَجِيۡبُوۡا لِىۡ وَلۡيُؤۡمِنُوۡا بِىۡ لَعَلَّهُمۡ يَرۡشُدُوۡنَ﴿۱۸۷﴾

۱۸۷۔۽ (اي رسول!)جڏهن منهنجا ٻانها توکان منهنجي باري ۾ پڇن ته(تون جواب ڏي ته)مان(انهن)وٽ(ئي)آهيان.جڏهن دعا ڪرڻ وارو مون کي پڪاري ته مان هنَ جي دعا قبول ڪندو آهيان.سو گهرجي

۱۔يعني دائمي مريضُ نه هجي. يا دائمي مريضَ وانگُر نه هجي.

۲۔يعني جڏهن هو تندرست هجي.هي حڪم بيمار لاءِ ناهي.سفر ۾ هجي ۽ دائمي مريضُ به نه هجي ته ان تي ٻين ڏينهنِ ۾ تعداد پورو ڪرڻ واجب آهي.

۳۔وَلِتُكۡمِلُوا الۡعِدَّةَ جو عطف اڳين ڪنهن جملي سان نٿو ملي ان ڪري تحقيق ڪندڙن هن جڳهه تي عربي گرامر جي مطابق واوُ کان پوءِ هڪ جملو محذوف قرار ڏنو آهي ان جملي جو ترجمو ڏنگي اندر ڪيو ويو آهي.(ڏسو"اِملاء ما منّ به الرحمٰن")

أُحِلَّ لَكُمْ لَيْلَةَ الصِّيَامِ الرَّفَثُ اِلٰى نِسَآئِكُمْ ؕ هُنَّ لِبَاسٌ لَّكُمْ وَاَنْتُمْ لِبَاسٌ لَّهُنَّ ؕ عَلِمَ اللّٰهُ اَنَّكُمْ كُنْتُمْ تَخْتَانُوْنَ اَنْفُسَكُمْ فَتَابَ عَلَيْكُمْ وَعَفَا عَنْكُمْ ۚ فَالْـٰٔنَ بَاشِرُوْهُنَّ وَابْتَغُوْا مَا كَتَبَ اللّٰهُ لَكُمْ ۠ وَكُلُوْا وَاشْرَبُوْا حَتّٰى يَتَبَيَّنَ لَكُمُ

تہ اُهي (دعا ڪرڻ وارا بہ) منهنجي حڪم کي قبول ڪن ۽ مون تي ايمان آڻين تہ اهي هدايت ماڻين.

١٨٨-توهان کي روزن رکڻ وارين راتين ۾ پنهنجن زالن وٽ ① وڃڻ جي اجازت آهي اهي توهان لاءِ هڪ(قسم جو) لباس ② آهن ۽ توهان انهن لاءِهڪ(قسم جو) لباس آهيو.اللّٰه کي معلوم آهي تہ توهان پنهنجي نفسن جي حق تلفي ڪندا هئا③. تنهنڪري انهيً توهان تي فضل سان توجہ ڪيو ۽ توهان جي(انهيً حالت

١ـ رَفَثَ جي معنيٰ اصل ۾ همبستريً جي ذڪر جي هوندي آهي. هن جڳهہ هي لفظ جماع جي معنيٰ ۾ مثال طور استعمال ڪيو ويو آهي.مڪي وارا سمجهندا هئا تہ روزي دار کي رات جي وقت بہ پنهنجي زال سان تعلق پيدا ڪرڻ جائز ناهي، ان جي ترديد ڪئي آهي.

٢ـلباس مان هي مراد آهي تہ مڙس جي ڪري ماڻهو عورت تي الزام لڳائڻ کان ڊڄندا آهن ۽ عورت جي ڪري مڙس تي الزام لڳائڻ کان ڊڄندا آهن ان ڪري هو هڪ ٻئي جو لباس آهن يعني هڪ ٻئي جي حفاظت ڪندا آهن.

٣ـ مفسرَ چون ٿا تہ ان جو مطلب هي آهي تہ ڪجهہ مسلمان اهو ڄاڻڻ جي باوجود تہ روزي جي رات عورت وٽ وڃڻ جائز ناهي ائين ڪري وٺندا هئا.ان ڪري فرمائي ٿو تہ اسان اهو حڪم ان ڪري کولي ٻڌايو آهي تہ توهان گناهہ ۾ نہ پئو. پر تَخْتَانُوْنَ اَنْفُسَكُمْ جي معنيٰ پنهنجي نفسن جي حق تلفي ڪرڻ جي بہ هوندي آهي ۽ اُها ئي معنيٰ اسان هتي ڪئي آهي ڇاڪاڻ تہ اُها صحابہ جي شان جي مطابق آهي ۽ مطلب هي آهي تہ جيتوڻيڪ اِهو شرعي حڪم نہ هو پر پوءِ بہ توهان پنهنجي جانين کي تڪليف ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.هاڻي اسان شرعي حڪم ٻڌائي ڇڏيو آهي تہ جيئن توهان هَرُوِيَرُو پنهنجو پاڻ کي تڪليف ۾ نہ وجهو.

الۡخَيۡطُ الۡاَبۡيَضُ مِنَ الۡخَيۡطِ الۡاَسۡوَدِ مِنَ الۡفَجۡرِ ۪ ثُمَّ اَتِمُّوا الصِّيَامَ اِلَى الَّيۡلِ ۚ وَلَا تُبَاشِرُوۡهُنَّ وَاَنۡتُمۡ عٰكِفُوۡنَ ۙ فِي الۡمَسٰجِدِ ؕ تِلۡكَ حُدُوۡدُ اللّٰهِ فَلَا تَقۡرَبُوۡهَا ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ اٰيٰتِهٖ لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمۡ يَتَّقُوۡنَ ﴿۱۸۸﴾

جي) اصلاح ① ڪري ڇڏي.سو هاڻي توهان (بنا هٻڪ)انهن وٽ وڃو ۽ جيڪي ڪجهہ اللّٰه توهانجي لاءِ مقدر ڪيو آهي انهيءَ جي ڳولا ڪيو.۽ کائو ۽ پيئو. ايستائين جو توهان کي صبح جي اڇاڻ ڪاراڻ کان جدا نظر اچڻ لڳي.انهيءَ کانپوءِ (صبح کان) رات تائين روزن جي تڪميل ڪريو. ۽ جڏهن توهان مسجدن ۾ اعتڪاف ۾ هجو تہ انهن(يعني زالن) وٽ نہ وڃو. هي اللّٰــه جون (مقرر ڪيل) حدون آهن.ان ڪري توهان انهن جي ويجهو (بہ)نہ وڃو.اللّٰــه اهڙيءَ طرح ماڻهن لاءِ پنهنجا حڪمَ بيان ڪري ٿو تہ جيئن اُهي(تباهين کان)بچن.

وَلَا تَاۡكُلُوۡۤا اَمۡوَالَـكُمۡ بَيۡنَكُمۡ بِالۡبَاطِلِ

١٨٩-توهان پنهنجن ② (پاڻرن جا)مالَ

١ ـعَفَا اللّٰهُ عَنۡكَ جي معنيٰ آهي اَصۡلَحَكَ اللّٰهُ وَاَعَزَّكَ يعني اللّٰه تنهنجي ڪمن کي نيڪ ڪري ۽ توکي عزت ڏئي(اقرب)اسان انهيءَ محاوري جي مطابق عَـفَا عَنۡكُمۡ جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي تہ اللّٰه توهان جي ان حالت کي نيڪ ڪري ڇڏيو.

٢ ـقرآن ڪريم اڪثر طور قومي زندگيءَ تي زور ڏيڻ لاءِ عام انسانن يا پنهنجي ملڪ وارن يا قوم وارن جي شين کي پنهنجون شيون چئي پڪاري ٿو جيئن ان طرف اشارو ڪري تہ جيڪو پنهنجي قوم جي ماڻهن کي نقصان رسائيندو آهي اُهو پنهنجو پاڻ کي نقصان رسائيندو آهي. هتي بہ پنهنجي مالَ مان مراد ٻين بني نوع انسان جا مال آهن پر بيان ٿيل اصول ڏانهن توجہ ڏيارڻ لاءِ پنهنجو مال چئي پڪاريو آهي هن سورت جي رڪوع 10 ۾ فرمايائين تہ اِذۡ اَخَذۡنَا مِيۡثَاقَكُمۡ لَاتَسۡفِكُوۡنَ دِمَآءَكُمۡ وَلَا تُـخۡـرِجُـوۡنَ اَنۡـفُسَـكُمۡ مِّنۡ دِيَارِكُمۡ وري اڳتي هلي فرمايائين ثُـمَّ اَنۡتُـمۡ هٰـوٗٓلَآءِ تَـقۡتُلُوۡنَ اَنۡفُسَكُمۡ وَتُخۡرِجُونَ فَرِيۡقاً مِّنۡكُمۡ مِّنۡ دِيَارِهِمۡ جنهن مان صاف ظاهر آهي تہ اَنۡفُسَكُمۡ ۽ دِمَآءَكُمۡ مان مراد

وَ تُدۡلُوۡا بِهَاۤ اِلَی الۡحُکَّامِ لِتَاۡکُلُوۡا فَرِیۡقًا مِّنۡ اَمۡوَالِ النَّاسِ بِالۡاِثۡمِ وَاَنۡتُمۡ تَعۡلَمُوۡنَ ﴿۱۸۹﴾

پاڻ ۾ (ملي ڪري)ڪوڙ (۽ فريب)جي ذريعي نہ کائو ۽ نہ انهن(مالن)کي(انهيءَ غرض سان) حاڪمن ڏانهن ڇڪي وڃو ان لاءِ تہ توهان ماڻهن جي مالن جو ڪو حصو ڄاڻي واڻي ناجائز طور تي هضم ڪري وڃو.

ع ٢٣ ٦ ٧

يَسۡـَٔلُوۡنَکَ عَنِ الۡاَهِلَّةِ ؕ قُلۡ هِیَ مَوَاقِیۡتُ لِلنَّاسِ وَالۡحَجِّ ؕ وَلَیۡسَ الۡبِرُّ بِاَنۡ تَاۡتُوا الۡبُیُوۡتَ مِنۡ ظُهُوۡرِهَا وَلٰکِنَّ الۡبِرَّ مَنِ اتَّقٰی ۚ وَاۡتُوا الۡبُیُوۡتَ مِنۡ اَبۡوَابِهَا ۪ وَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّکُمۡ تُفۡلِحُوۡنَ ﴿۱۹۰﴾

**١٩٠**-توکان چَنڊن جي باري ۾ سوال ڪن ٿا.تون چوءُ، تہ هي ماڻهن (جي عام ڪمن) ۽ حج جي لاءِ وقت معلوم ڪرڻ جا اوزارَ آهن. ۽ اعلٰي نيڪي هيءَ ناهي تہ توهان گهرن ۾ انهن جي پنيان ① داخل ٿيو پر ڪامل نيڪ اهوشخص آهي جيڪو تقويٰ اختيار ڪري ۽ (توهان) گهرن ۾ انهن جي دروازن کان داخل ٿيندا ڪيو ۽ الـلّٰـه جي تقويٰ اختيار ڪيو انَ لاءِ تہ توهان ڪامياب ٿي وڃو.

وَقَاتِلُوۡا فِیۡ سَبِیۡلِ اللّٰهِ الَّذِیۡنَ یُقَاتِلُوۡنَکُمۡ وَلَا تَعۡتَدُوۡا ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا یُحِبُّ الۡمُعۡتَدِیۡنَ ﴿۱۹۱﴾

**١٩١**-۽ الـلّٰـه جي راهہ ۾ انهن ماڻهن سان جنگ ڪيو جيڪي توهان سان جنگ ڪن ٿا ۽(ڪنهن تي)ڏاڍائي نہ ڪيو(۽ ياد رکو تہ) الـلّٰه ڏاڍائي ڪرڻ وارن سان

**(باقي حاشيو)** پنهنجي پائرن جون جانيون ۽ پائرن جا خونَ آهن

١-عرب حاجي جڏهن حج تي ويندا هئا تہ ضرورت پوڻ تي جيڪڏهن گهرن ڏانهن واپس ايندا هئا تہ پت ٽپي گهر ۾ گهڙندا هئا.هن آيت ۾ ان جو رد ڪيو ويو تہ گهر ۾ پٺيون ٽپي وڃڻ نيڪي ناهي. نيڪي تہ هڪ روحاني امر آهي.ان ڪري هر شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ صحيح طريقو اختيار ڪندا ڪيو.

هر گز محبت نٿو ڪري.

وَاقْتُلُوْهُمْ حَيْثُ ثَقِفْتُمُوْهُمْ وَاَخْرِجُوْهُمْ مِّنْ حَيْثُ اَخْرَجُوْكُمْ وَالْفِتْنَةُ اَشَدُّ مِنَ الْقَتْلِ ۚ وَلَا تُقٰتِلُوْهُمْ عِنْدَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ حَتّٰى يُقٰتِلُوْكُمْ فِيْهِ ۚ فَاِنْ قٰتَلُوْكُمْ فَاقْتُلُوْهُمْ ۭ كَذٰلِكَ جَزَاۗءُ الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٩٢﴾

**١٩٢**۔ ۽ جتي بہ انهن (ناحق وڙهڻ وارن) کي ڏسو انهن کي قتل ڪيو ۽ توهان (بہ) کين انهيءَ جڳهہ مان ڪڍي ڇڏيو جتان انهن توهان کي ڪڍيو هو ۽ (اِهو) فتنو قتل کان (بہ) وڌيڪ سخت (نقصان ڪار) آهي ۽ توهان انهن سان مسجد حرام جي آس (پاس) ۾ (انهيءَ وقت تائين) جنگ نہ ڪيو جيستائين اهي (خود) توهان سان انهيءَ ۾ جنگ (جي شروعات) ① نہ ڪن ۽ جيڪڏهن اهي توهان سان (اُتي بہ) جنگ ڪن تہ توهان بہ انهن کي قتل ڪيو، انهن ڪافرن جي اِها ئي سزا ② آهي.

فَاِنِ انْتَهَوْا فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٩٣﴾

**١٩٣**۔ پوءِ جيڪڏهن اُهي مُڙي وڃن تہ اللّٰه يقيناً وڏو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَقٰتِلُوْهُمْ حَتّٰى لَا تَكُوْنَ فِتْنَةٌ وَّيَكُوْنَ الدِّيْنُ لِلّٰهِ ۭ فَاِنِ انْتَهَوْا فَلَا عُدْوَانَ

**١٩٤**۔ ۽ توهان هُنن سان انَ وقت تائين جنگ ڪيو جو ڪو بہ فتنو باقي نہ رهيءِ دين اللّٰه جي لاءِ ئي ٿي وڃي. پوءِ جيڪڏهن

---

١۔ عربيءَ ۾ "نہ" جو لفظ ناهي پر هي لفظ حَتّٰى جي اندر مخفي آهي. جيڪڏهن ان کي ڏنگيءَ ۾ رکيو وڃي تہ معنيٰ بلڪل ابتڙ ٿي ويندي ان ڪري ڏنگيءَ ۾ "نہ" جو لفظ ناهي رکيو ويو، بلڪ ظاهر ڪيو ويو آهي.

٢۔ كَذَالِكَ جو لفظي ترجمو "اهڙي طرح" آهي پر اڙدوءَ ۾ "اِهو ئي" جي لفظ سان مضمون صحيح بيان ٿئي ٿو.

اِلَّا عَلَى الظّٰلِمِيْنَ ﴿۱۹۴﴾

اهي مُڙي وڃن ته (ياد رکو ته) ظالمن کان سواءِ ڪنهن تي به پڪڙ ① (جائز) نا هي.

اَلشَّهْرُ الْحَرَامُ بِالشَّهْرِ الْحَرَامِ وَالْحُرُمٰتُ قِصَاصٌ ؕ فَمَنِ اعْتَدٰى عَلَيْكُمْ فَاعْتَدُوْا عَلَيْهِ بِمِثْلِ مَا اعْتَدٰى عَلَيْكُمْ ۪ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ مَعَ الْمُتَّقِيْنَ ﴿۱۹۵﴾

**۱۹۵**-حرمت وارو مهينو حرمت واري مهيني جي بدلي ۾ آهي ۽ سيني (ئي) عزت وارين شيئن (جي بي حرمتيءَ) جو بدلو ورتو ويندو آهي. تنهنڪري جيڪو شخص توهان تي زيادتي ڪري توهان به ان کان (هُنَ جي) زيادتيءَ جو جيتري قدر هُنَ توهان تي زيادتي ڪئي هجي بدلو وٺو. ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ سمجهي ڇڏيو ته اللّٰه يقيناً متقين سان گڏ (هوندو) آهي.

وَاَنْفِقُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَلَا تُلْقُوْا بِاَيْدِيْكُمْ اِلَى التَّهْلُكَةِ ۛ وَاَحْسِنُوْا ۛ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۱۹۶﴾

**۱۹۶**-۽ اللّٰه جي راهه ۾ (مال ۽ جان) خرچ ڪيو ۽ پنهنجي ئي هٿان (پنهنجو پاڻ کي) تباهيءَ ۾ نه وجهو ۽ احسان کان ڪم وٺو. اللّٰه احسان ڪرڻ وارن سان يقيناً محبت ڪندو آهي.

وَاَتِمُّوا الْحَجَّ وَالْعُمْرَةَ لِلّٰهِ ؕ فَاِنْ اُحْصِرْتُمْ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ ۚ وَلَا تَحْلِقُوْا رُءُوْسَكُمْ حَتّٰى يَبْلُغَ الْهَدْيُ مَحِلَّهٗ ؕ فَمَنْ كَانَ مِنْكُمْ مَّرِيْضًا

**۱۹۷**-۽ حج ۽ عمري کي اللّٰه (جي رضا) جي لاءِ پورو ڪيو. پوءِ جيڪڏهن توهان (ڪنهن سبب جي ڪري حج ۽ عمري کان) روڪيا وڃو ته جيڪا قرباني هٿ هجي (ذبح ڪيو) ۽ جيستائين قرباني

---

١ـ عُـدْوَان جي لفظي معنيٰ ظلم جي آهي. پر لَا عُـدْوَانَ جي معنيٰ محاوري ۾ الزام ۽ پڪڙ جي به آهي. چوندا آهن. لَا عُدْوَانَ عَلَيَّ اَیْ لَا سَبِيْلَ عَلَيَّ مون تي ڪو الزام ۽ پڪڙ نا هي. (اقرب الموارد)

اَوْ بِهٖٓ اَذًى مِّنْ رَّاْسِهٖ فَفِدْيَةٌ مِّنْ صِيَامٍ اَوْ صَدَقَةٍ اَوْ نُسُكٍ ۚ فَاِذَآ اَمِنْتُمْ فَمَنْ تَمَتَّعَ بِالْعُمْرَةِ اِلَى الْحَجِّ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ ۚ فَمَنْ لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ ثَلٰثَةِ اَيَّامٍ فِى الْحَجِّ وَسَبْعَةٍ اِذَا رَجَعْتُمْ ؕ تِلْكَ عَشَرَةٌ كَامِلَةٌ ؕ ذٰلِكَ لِمَنْ لَّمْ يَكُنْ اَهْلُهٗ حَاضِرِى الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ

پنهنجي جاءِ تي (نه)پهچي وجي پنهنجا مٿا نه ڪوڙيو ①.۽ جيڪو توهان مان بيمار هجي يا پنهنجي مٿي (جي بيماريءَ سبب ②)هن ڪي تڪليف(پهچي رهي) هجي (۽ هُو مٿو ڪوڙائي ڇڏي)انهيءَ تي(ان ڪري)روزن يا صدقي يا قربانيءَ جي قِسمَ مان ڪجهه فديو ③(واجب)ٿيندو.پوءِ جڏهن توهان امن ۾ اچي وڃو ته(انَ وقت) جيڪو شخص عمري جو فائدو(اهڙي)حج سان ④ (ملائي)کٽي ته جيڪا قرباني به آسانيءَ سان ملي سگهي(ڪري ڇڏي)۽ جيڪو (ڪنهن

١ ـ حَتّٰى يَبْلُغَ الْهَدىُ مَحِلَّهٗ ان تي بحث ڪيو ويو آهي ته مَحِلَّهٗ مان ڇا مراد آهي. امام شافعيؒ ۽ امام مالڪؒ جي مطابق ته اُها جاءِ آهي جتي حاجيءَ کي روڪيو ويو هجي.۽ امام ابوحنيفهؒ جي مطابق اها جاءِ حرم آهي.منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن بيماريءَ سبب حاجيءَ کي روڪيو ويو هجي ته قربانيءَ جو جانور حرم پهچڻ تائين مٿو نه ڪوڙائي.۽ جيڪڏهن ڪو دشمن حج ۾ روڪ بڻجي ته جتي روڪيو وڃي اتي قرباني ڪري مٿو ڪوڙائي.

٢ ـ مِنْ مقصد جي لاءِ هوندو آهي جهڙوڪ مِمَّا خَطِيْئٰتِهِمْ اُغْرِقُوا (نوح آيت:٢٦) هتي به اِها معنيٰ ترجمي جي لحاظ سان مناسب آهي.

٣ ـ قرآن ڪريم فديي جي ٽنهي قسمن کي مقرر نه ڪيو آهي پر رسول ڪريم صلي اللّٰه عليه وسلم جي ارشاد مان ان جي حد مقرر ٿي وڃي ٿي. جيئن ته پاڻ سڳورن ڪعب بن عجره کي حڪم ڏنو ته مٿو ڪوڙائي ڇڏ ۽ ڇهه مسڪينن کي کاڌو کارائي ڇڏ يا هڪ ڇيلو قربان ڪري ڇڏ يا ٽن ڏينهن جا روزا رکو.

۴ ـ اِلَى الْحَجِّ: اِلٰى جي معنٰي ڪڏهن مَعَ يعني ساڻ جي به هوندي آهي هتي اِها ئي معنيٰ آهي. اڪثر ڪُوفي ۽ بصري ماڻهن جي هڪ جماعت آيت مَنْ اَنْصَارِيْٓ اِلَى اللّٰهِ ۾ به اِلٰى جي معنيٰ مَعَ جي ئي ڪندي آهي. (مغنى اللّبيب)

شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿١٩٧﴾ ع ٢٤ ٨

قربانيءَ جي به توفيق)نه رکي (تنهن تي)ٽن ڏينهن جا روزا حج(جي ڏينهن) ۾ (واجب) ٿيندا ۽ ست(روزا) جڏهن (اي مسلمانو!) توهان(پنهنجن گهرن ڏانهن) واپس (موٽي) اچو.هي پورا ڏهه ٿيا. هي (حڪم) انهيءَ شخص لاءِ آهي جنهن جا گهر وارا مسجد حرام جي پرسان رهڻ وارا نه هجن ۽ توهان الله جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ سمجهي ڇڏيو ته الله جي سزا يقيناً سخت (ٿيندي) آهي.

اَلْحَجُّ اَشْهُرٌ مَّعْلُوْمٰتٌ ۚ فَمَنْ فَرَضَ فِيْهِنَّ الْحَجَّ فَلَا رَفَثَ وَلَا فُسُوْقَ ۙ وَلَا جِدَالَ فِي الْحَجِّ ؕ وَمَا تَفْعَلُوْا مِنْ خَيْرٍ يَّعْلَمْهُ اللّٰهُ ؕ وَتَزَوَّدُوْا فَاِنَّ خَيْرَ الزَّادِ التَّقْوٰى ۫ وَاتَّقُوْنِ يٰۤاُولِي الْاَلْبَابِ ﴿١٩٨﴾

**١٩٨**-حج(جا مهينا سيني جا)ڄاتل سڃاتل مهينا آهن.پوءِ جيڪو شخص انهن ۾ حج (جو ارادو)پڪتو ڪري وٺي(انهيءَ کي يادرهي ته)حج(جي ڏينهن) ۾ نه ته ڪا شهوت جي ڳالهه نه ڪا نافرماني ۽ نه ڪنهن قسم جو جهڳڙو ڪرڻ(جائز)ٿيندو ۽ نيڪيءَ(جو جيڪو(ڪم)به توهان ڪندؤ الله (ضرور) انهيءَ (جي قدر)کي سڃاڻي وٺندو.۽ زادِراهه (ساڻ) کڻو- ۽ (ياد رکو ته) بهترزادِراهه تقويٰ آهي.۽ اي عقل مندو! منهنجي تقويٰ اختيار ڪيو.

لَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَنْ تَبْتَغُوْا فَضْلًا مِّنْ رَّبِّكُمْ ؕ فَاِذَآ اَفَضْتُمْ مِّنْ عَرَفٰتٍ

**١٩٩**-توهان جي لاءِ(هي)ڪا گناهه(جي ڳالهه) نه آهي ته(حج جي ڏينهن ۾) توهان پنهنجي رب جي ڪنهن فضل ① جي

**١**-ڪي ماڻهو چوندا آهن ته فَضْل مان مراد هن جڳهه تجارت آهي ۽ منهنجي خيال ۾ به اِهو صحيح

فَاذْكُرُوا اللّٰهَ عِنْدَ الْمَشْعَرِ الْحَرَامِ ۠ وَاذْكُرُوْهُ كَمَا هَدٰىكُمْ ۚ وَاِنْ كُنْتُمْ مِّنْ قَبْلِهٖ لَمِنَ الضَّآلِّيْنَ ﴿١٩٩﴾

ڳولا ڪيو.پوءِ جڏهن توهان عرفات کان موٽو تہ مشعر الحرام ① وٽ اللّٰه جو ذڪر ڪيو ۽ جهڙي طرح هنَ توهان کي هدايت ڏني آهي (انَ جي مطابق)هنَ کي ياد ڪيو. ۽ هنَ کان پهرين توهان يقيناً گمراهن مان هئا.

ثُمَّ اَفِيْضُوْا مِنْ حَيْثُ اَفَاضَ النَّاسُ وَاسْتَغْفِرُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢٠٠﴾

**٢٠٠**۔ ۽ جتان ② کان ماڻهو (واپس) موٽندا رهيا آهن اُتان کان توهان بہ(واپس) موٽو. ③ ۽ اللّٰه کان مغفرت طلب ڪيو.

**(باقي حاشيو)** آهي. پر فضل مان صرف تجارت مراد وٺڻ هڪ وسيع مضمون کي محدود ڪري ڇڏڻ آهي. دراصل اج اسلام کي جيڪا وڏي مصيبت درپيش آهي اُها هيءَ آهي تہ دنيا ۾ چئوطرف ڪفر غالب آهي ۽ مسلمان جمود ۽ بي حسيءَ جو شڪار آهن انهن جي دلين ۾ اِهو احساس پيدا نٿو ٿئي تہ هو اسلام جي اشاعت جي لاءِ ان جُنون کان ڪم وٺن جنهن جنون کان اڳوڻي مسلمانن ڪم ورتو هو ۽ اسلام کي ٿورڙي عرصي ۾ ئي تمام چاتل سجاتل دنيا ۾ غالب ڪري ڇڏيو هو.ان ڪري حج جي ذڪر سان **وَابْتَغُوْا مِنْ فَضْلِ اللّٰهِ** فرمائي منهنجي خيال ۾ ان ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪايو ويو آهي تہ توهان ان عظيم الشان گڏجاڻيءَ مان ڪجهہ بيا فائدا بہ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو. ۽ اللّٰه تعاليٰ جو اُهو فضل ڳوليو جنهن جي نتيجي ۾ مسلمان ذلت جي اوڙاهہ مان نڪري بلنديءَ جي چوٽيءَ تي پهچي وڃن ۽ اسلام جي اشاعت جي لاءِ مختلف ملڪن جي باثر ۽ ممتاز ماڻهن سان ملي اهڙا منصوبا سوچيو جن جي نتيجي ۾ اللّٰه تعاليٰ جو فضل نازل ٿي وڃي ۽ اسلام دنيا تي غالب ٿي وڃي. (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٢ صفحہ ٤٣٠)

١ ـ **المشعر الحرام**۔ هي حج جي هڪ جڳهہ آهي جيڪا عرفات ۽ منيٰ جي وچ ۾ آهي.عرفات کان واپس ايندي حاجي اُتي رات گذاريندا آهن.

٢ ـ لفظ "۽"هتي "ثُمَّ" جو ترجمو آهي جنهن جي عام معنيٰ "پوءِ"جي هوندي آهي. پر ڪڏهن خالي عطف جي معنيٰ بہ ڏيندو آهي. هتي اها ئي معنيٰ مناسب آهي.

٣۔ يعني هن حڪم ۾ اسلام ڪافرن جي طريقي کان علاوه حڪم ناهي ڏنو.بلڪ ڪافرن جي

اللّٰه يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

فَاِذَا قَضَيْتُمْ مَّنَاسِكَكُمْ فَاذْكُرُوا اللّٰهَ كَذِكْرِكُمْ اٰبَآءَكُمْ اَوْ اَشَدَّ ذِكْرًا ؕ فَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّقُوْلُ رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا وَمَا لَهٗ فِي الْاٰخِرَةِ مِنْ خَلَاقٍ ۝٢٠٠

**٢٠١**۔پوءِ جڏهن توهان پنهنجون عبادتون پوريون ڪري ڇڏيو(ته گذريل زماني ۾) پنهنجي پيءُ ڏاڏن کي ياد ڪرڻ وانگر اللّٰه کي يادڪيو.يا(جيڪڏهن تي سگهي ته انهيءَ کان به)وڌيڪ(دل لڳيءَ سان) ياد ڪيو ۽ ڪجهه ماڻهو اهڙا آهن جيڪي (اِهو ئي)چوندا رهندا آهن ته اي اسانجا رب! اسان کي هن دنيا ۾(آرام)ڏي انهن جو آخرت ۾ ڪجهه به حصو نا هي هوندو.

وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّقُوْلُ رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّ فِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّ قِنَا عَذَابَ النَّارِ ۝٢٠١ النصف

**٢٠٢**۔ ۽ انهن مان ڪجهه(اهڙا به هوندا) آهن جيڪي چونداآهن ته اي اسان جارب! اسان کي( هن ) دنيا(جي زندگيءَ)۾ (به) ڪاميابي ① ڏي ۽ آخرت ۾(به)ڪاميابي (ڏي)۽ اسان کي باهه جي عذاب کان بچاءِ.

اُولٰٓئِكَ لَهُمْ نَصِيْبٌ مِّمَّا كَسَبُوْا ؕ وَاللّٰهُ

**٢٠٣**۔اِهي ئي(اُهي ماڻهو)آهن جن جي لاءِ انهن جي(نيڪ)ڪمائيءَ جي سببان

**(باقي حاشيو)**طريقي کي ابراهيمي سنت قرار ڏنو آهي۽ ان کي قائم رکيو آهي. جيئن ته فرمائي ٿو ته توهان به اُتان واپس موٽندا ڪيو جتان ڪافر قديم زماني کان موٽندارهيا آهن.ان مان خبر پئي ته قرآن کان ٻاهران به ڪجهه ڳالهيون مسلمانن لاءِ پڇڻ ضروري آهن.تعجب آهي ته هن آيت ۾ خدا ته مسلمانن کي حڪم ٿو ڏئي ته ڪافرن کان به ڪجهه مسئلا پڇو پر اهلِ قرآن چون ٿا ته محمد رسول اللّٰه ﷺ کان به نه پڇو.

**١**۔اَلْحَسَنَةُ جي معنيٰ ظفر يعني ڪاميابيءَ جي به هوندي آهي(تاج العروس)اهڙي طرح دل کي خوش ڪرڻ واري نعمت جي به.(مفردات راغب)

سَرِيْعُ الْحِسَابِ﴿٢٠٣﴾

(ثواب جو) هڪ تمام وڏو حصو (مقدر) آهي ۽ اللّٰه (تمام) جلد حساب ① چڪائي ڇڏيندو آهي.

وَاذْكُرُوا اللّٰهَ فِيْٓ اَيَّامٍ مَّعْدُوْدٰتٍ ؕ فَمَنْ تَعَجَّلَ فِيْ يَوْمَيْنِ فَلَآ اِثْمَ عَلَيْهِ ۚ وَمَنْ تَاَخَّرَ فَلَآ اِثْمَ عَلَيْهِ ۙ لِمَنِ اتَّقٰى ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّكُمْ اِلَيْهِ تُحْشَرُوْنَ﴿٢٠٤﴾

**٢٠٤**۔ ۽ (انهن) مقرر ٿيل ڏينهن ۾ اللّٰه کي ياد ڪيو. پوءِ جيڪو شخص جلدي ڪري (۽) ٻن ٢ ڏينهن ۾ (ئي واپس هليو وڃي) ته انهيءَ کي ڪوگناهه نه آهي. ۽ جيڪو پوئتي رهي پوي انهيءَ کي (به) ڪو گناهه ناهي (هيءُ واعدو) انهيءَ شخص لاءِ آهي جيڪو تقويٰ اختيار ڪري ۽ توهان اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ سمجهي ڇڏيو ته (هڪ ڏينهن) توهان سيني کي گڏ ڪري انَ جي حضور نيو ويندو.

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يُّعْجِبُكَ قَوْلُهٗ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَيُشْهِدُ اللّٰهَ عَلٰى مَا فِيْ قَلْبِهٖ ۙ وَهُوَ

**٢٠٥**۔ ۽ ڪي ماڻهو اهڙا (به هوندا) آهن جن جون ڳالهيون (هن) دنيا جي زندگيءَ جي متعلق توکي (گهڻو) پسنديده معلوم ٿين

---

**١**۔حساب مصدر آهي ان جي معنيٰ حساب وٺڻ جي به آهي ۽ حساب ڏيڻ جي به. هتي انهيءَ طرف اشارو آهي ته نيڪ ماڻهن کي انهن جا انعام گڏو گڏ به ملندا رهندا آهن ڇاڪاڻ ته خدا تعاليٰ نٿو چاهي ته قيامت تائين انهن جي جزا روڪي وڃي. جنت ۾ به ڪين انعام ملندو پر هن دنيا ۾ به اللّٰه تعاليٰ انهن کي انعام ڏيندو يعني اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً جي دعا به قبول ٿيندي ۽ فِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً جي دعا به قبول ٿيندي.

**٢**۔مزدلفه کان واپس موٽڻ کان پوءِ منيٰ ۾ ٽي ڏينهن رهڻ جو حڪم آهي پر اجازت آهي ته ڪو شخص ٻن ڏينهن کان پوءِ به واپس موٽي اچي. هتي انهيءَ جو ذڪر آهي. اِهو ضروري ناهي ته جيڪڏهن ٽي ڏينهن رهي ته پوءِ چوٿون ڏينهن به ان کي رهڻو پوندو، بلڪ مراد هيءَ آهي ته صرف ٻن ڏينهن ۾ به واپس موٽي سگهي ٿو ۽ ٽئين ڏينهن به واپس موٽي سگهي ٿو.

اَلَدُّ الۡخِصَامِ ﴿٢٠٥﴾

ٿيون ۽ اُهي (ڳالهه ڪرڻ وقت) اللّٰه کي انَ (اخلاص) تي جيڪو انهن جي دل ۾ آهي شاهد ڪندا ويندا آهن دراصل اهي (حقيقت ۾) سيني جهيڙاڪن کان وڌيڪ جهيڙاڪ هوندا آهن.

وَ اِذَا تَوَلّٰی سَعٰی فِی الۡاَرۡضِ لِیُفۡسِدَ فِیۡهَا وَ یُهۡلِکَ الۡحَرۡثَ وَ النَّسۡلَ ؕ وَ اللّٰهُ لَا یُحِبُّ الۡفَسَادَ ﴿٢٠٦﴾

**٢٠٦**۔۽ جڏهن حاڪم ٿي ويندا آهن ته فساد (پيدا) ڪرڻ ۽ ٻني (ٻاري) ۽ مخلوق کي تباهه ڪرڻ جي غرض سان (سڄي) ملڪ ۾ ڊوڙندا رهندا آهن. جڏهن ته اللّٰه فساد کي پسند نٿو ڪري.

وَاِذَا قِیۡلَ لَهُ اتَّقِ اللّٰهَ اَخَذَتۡهُ الۡعِزَّةُ بِالۡاِثۡمِ فَحَسۡبُهٗ جَهَنَّمُ ؕ وَلَبِئۡسَ الۡمِهَادُ ﴿٢٠٧﴾

**٢٠٧**۔۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ته اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ته (پنهنجي ڪوڙي) عزت (کي قائم رکڻ جو ضد) کين گناهه تي آماده ڪري ٿو ڇڏي. پوءِ اهڙي (قسمَ جي ماڻهن) لاءِ جهنم ڪافي آهي ۽ اُهو يقيناً ڏاڍو برو ٺڪاڻو ① آهي.

وَمِنَ النَّاسِ مَنۡ یَّشۡرِیۡ نَفۡسَهُ ابۡتِغَآءَ مَرۡضَاتِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ رَءُوۡفٌۢ بِالۡعِبَادِ ﴿٢٠٨﴾

**٢٠٨**۔۽ ڪي ② ماڻهو اهڙا (به) هوندا آهن جيڪي اللّٰه جي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ پنهنجي جان کي وڪڻي (ئي)

---

**١**۔اَلْـمِهَـادُ: اَلْـمَكَانُ الْمُمَهَّدُ الْمُوَّطَأُ (مفرداتِ راغب) يعني اُهو گهر جنهن کي چڱيءَ طرح تيار ڪيو ويو هجي.

**٢**۔قرآن ڪريم ۾ جيئن ته مَــنُ جو لفظ آهي جيڪو واحد ۽ جمع ٻنهي لاءِ استعمال ٿيندو آهي ان ڪري اسان ترجمي ۾ جمع کي سامهون رکيو آهي. پلي ضمير واحد جو هجي ڇاڪاڻ ته مَــنُ ڏانهن واحدَ جو ضمير به ڦري سگهي ٿو.

چڏينداآهن ۽ اللّٰه (پنهنجن اهڙن مخلص) ٻانهن تي وڏي شفقت ڪرڻ وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوا ادۡخُلُوۡا فِى السِّلۡمِ كَآفَّةً ۖ وَلَا تَتَّبِعُوۡا خُطُوٰتِ الشَّيۡطٰنِ ؕ اِنَّهٗ لَـكُمۡ عَدُوٌّ مُّبِيۡنٌ ﴿۲۰۹﴾

**٢٠٩**۔ اي انسانو! جن ايمان آندو آهي توهان سڀ جا سڀ فرمانبرداري(جي دائري) ۾ اچي وڃو ۽ شيطان جي وِکَ سان وِکَ نہ کڻو اُهو يقيناً توهان جو ظاهر (ظهور) دشمن آهي.

فَاِنۡ زَلَـلۡتُمۡ مِّنۡۢ بَعۡدِ مَا جَآءَتۡكُمُ الۡبَيِّنٰتُ فَاعۡلَمُوۡٓا اَنَّ اللّٰهَ عَزِيۡزٌ حَكِيۡمٌ ﴿۲۱۰﴾

**٢١٠**۔ ۽ جيڪڏهن توهان باوجود انهيءَ جي جو توهان وٽ ظاهر(ظهور)نشان آيا آهن ٿِڙي پئو تہ سمجهي ڇڏيو تہ اللّٰه يقيناً غالب(۽) حڪمت وارو آهي.

هَلۡ يَنۡظُرُوۡنَ اِلَّاۤ اَنۡ يَّاۡتِيَهُمُ اللّٰهُ فِىۡ ظُلَلٍ مِّنَ الۡغَمَامِ وَالۡمَلٰٓـئِكَةُ وَقُضِىَ الۡاَمۡرُ ؕ وَاِلَى اللّٰهِ تُرۡجَعُ الۡاُمُوۡرُ ﴿۲۱۱﴾ ع ٢٥ ١٤ ٩

**٢١١**۔اُهي(ماڻهو)انهيءَ کان سواءِ ڪهڙي (ڳالهہ)جو انتظار ڪري رهيا آهن تہ اللّٰه انهن وٽ ڪڪرن جي ڇانوَنِ ۾ اچي ۽ فرشتا(بہ اچن)۽ ڳالهہ جو فيصلو ڪيو وڃي ۽ سڀ ڪمَ اللّٰه ڏانهن ئي موٽايا ويندا آهن.

سَلۡ بَنِىۡۤ اِسۡرَآءِيۡلَ كَمۡ اٰتَيۡنٰهُمۡ مِّنۡ اٰيَةٍۢ بَيِّنَةٍ ؕ وَمَنۡ يُّبَدِّلۡ نِعۡمَةَ اللّٰهِ مِنۡۢ بَعۡدِ مَا جَآءَتۡهُ فَاِنَّ اللّٰهَ شَدِيۡدُ الۡعِقَابِ ﴿۲۱۲﴾

**٢١٢**۔(تورو)بني اسرائيل کان پڇو(تہ) اسان انهن کي ڪيترا ① ظاهر ظهور نشان ڏنا هئا ۽ جيڪو شخص اللّٰه جي (ڪنهن)نعمت کي بعد انهيءَ جي جو اُها انهيءَ کي حاصل ٿي وڃي(۽ هُوانهيءَ

---

**١**۔ ڪَمُ مان مراد گهڻي تعداد جي آهي ۽ مطلب هي آهي تہ انهن کان پڇو تہ انهن کي خود اقرار ڪرڻو پوندو تہ اللّٰه تعاليٰ ڪيترائي ظاهر ظهور نشان اسانکي ڏنا هئا.

حقيقت کي سمجهي چڪو هجي)بدلائي ڇڏي ته (هُو ياد رکي ته)اللّٰــه(به)سخت سزا ڏيڻ ① وارو آهي.

زُيِّنَ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا وَيَسْخَرُوْنَ مِنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۘ وَالَّذِيْنَ اتَّقَوْا فَوْقَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۗ وَاللّٰهُ يَرْزُقُ مَنْ يَّشَآءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٢١٣﴾

**٢١٣ـ** جن ماڻهن ڪفر اختيار ڪيو آهي انهن کي دنياوي زندگي سهڻي ڪري ڏيکاري وئي آهي ۽ اُهي اُنهن ماڻهن سان جن ايمان آندو آهي مسخري ڪن ٿا ۽ (انهن جي مقابلي ۾)جن ماڻهن تقويٰ اختيار ڪئي آهي اُهي انهن(ڪافرن)تي قيامت جي ڏينهن غالب هوندا ۽ اللّٰه جنهن کي پسند ڪري ٿو انهيءَ کي بي حساب ڏيندوآهي.

كَانَ النَّاسُ اُمَّةً وَّاحِدَةً ۫ فَبَعَثَ اللّٰهُ النَّبِيّٖنَ مُبَشِّرِيْنَ وَمُنْذِرِيْنَ ۖ وَاَنْزَلَ مَعَهُمُ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ لِيَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ فِيْمَا اخْتَلَفُوْا فِيْهِ ۗ وَمَا اخْتَلَفَ فِيْهِ اِلَّا

**٢١٤ـ**سيئي ماڻهو هڪ ئي(خيال② جا) هئا پوءِ اللّٰــه نبين کي مُبَشِر ۽ مُنذِر بڻائي موڪليو ۽ انهن ساڻ حق تي مشتمل ڪتاب نازل ڪيو انهيءَ لاءِ ته هُو(يعني اللّٰــه ) ماڻهن جي وچ ۾ انهن ڳالهين جي

---

**١ـ**هيءَ مراد ناهي ته هو سزا ڏيڻ ۾ سخت آهي بلڪ مطلب هي آهي ته ان جي سزا انسان تي سخت ئي گزرندي آهي.

٢ ـ اُمَّةً وَّاحِــدَــةً جو لفظ قرآن ڪريم ۾ نو(٩) جڳهن تي استعمال ٿيو آهي،جن مان ٽن جڳهن يعني يونس آيت ٢٠ ۽ انبياء آيت ٩٣ ۽ مومنون آيت ٥٢ ۾ ته عام فردي اتحاد ۽ قومي اتحاد مراد ورتو ويو آهي ۽ ٦ جڳهن يعني مائده آيت ٤٩ نحل آيت ٩٤ شوريٰ آيت ٩ زخرف آيت ٣٤ هود آيت ١١٩ بقره آيت ٢١٤ ۾ فڪري اتحاد مراد ورتو ويو آهي. هن آيت جو مطلب هي آهي ته آدم جي وقت کان بني نوع انسان هڪ مذهب تي هئا. پر جيئن جيئن نبي آيا انهن جي مخالفت جي ڪري ماڻهو مختلف خيالن ۾ ورهائجي ويا دراصل نبي سوچ جو اتحاد پيدا ڪرڻ آيا هئا.

الَّذِيْنَ اُوْتُوْهُ مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَتْهُمُ الْبَيِّنٰتُ بَغْيًۢا بَيْنَهُمْ ۚ فَهَدَى اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لِمَا اخْتَلَفُوْا فِيْهِ مِنَ الْحَقِّ بِاِذْنِهٖ ۗ وَاللّٰهُ يَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٢١٤﴾

متعلق جن ۾ انهن اختلاف پيدا ڪري ڇڏيو هو فيصلو ڪريءِ(تيو هيئن جو) صرف انهن ئي ماڻهن جنکي اُهو ڪتاب ڏنو ويو هو انهيً ڪانپوءِ جو انهن وٽ ظاهر(ظهور)نشان اچي چڪا هئا.هڪ ٻئي سان سرڪشي(۽ فساد)جي سببان انهيً (يعني ڪتاب)جي باري ۾ اختلاف ①

١-هن ۾ عجب مضمون بيان ڪيو آهي.نبي اختلاف ختم ڪرڻ لاءِ آيا، پر ماڻهو پنهنجا اختلاف ڇڏي هن جي پنيان پئجي ويندا آهن ۽ ساڳي قومَ سڀ ڪان وڌيڪ مخالفت ڪندي آهي جيڪا الهام جي پهرين مخاطب هوندي آهي ۽ جن ڏانهن نبي ايندو آهي.ٻيون قومون ته هن جي تعليم کي هڪ علمي مضمون سمجهي ان ۾ دلچسپي به ظاهر ڪنديون آهن،ان تي غور به ڪنديون آهن.ڪجهه حصن جي واڪاڻ به ڪنديون آهن پر جن ڏانهن اهو ڪتاب نازل ٿيندو آهي يا جيڪي اول مخاطب هوندا آهن اُهي مخالفت ۾ ايتري قدر وڌي ويندا آهن جو ڪين ان ۾ ڪا خوبي نظر ئي نه ايندي آهي.اللّٰــه تعالىٰ فرمائي ٿو ته ڪهڙي نه افسوس جي ڳالهه آهي ته جن جي فائدي لاءِ اهو ڪتاب آيو آهي اهي ئي ان جا سڀ ڪان وڌيڪ مخالف ٿيندا آهن.ان جملي ۾ هي مضمون بيان ڪيو ويو آهي ته جڏهن قوم جا گهڻي قدر ماڻهو سخت مخالف ٿي ويندا آهن ته پوءِ لازماً اهي ماڻهو جيڪي ايمان آڻيندا آهن اهي ان مخالفن جي مخالفت جو نشانو بڻجي ويندا آهن ۽ انهن تي سخت امتحان ايندا آهن.جنهن جي ڪري اللّٰــه تعالىٰ انهن کي ان سيني انعامن جو وارث ڪري ڇڏيندو آهي الٰهي ڪتاب ۾ جيڪي پوري قوم لاءِ مقدر هئا.انهيً مضمون جي تشريح هڪ حديث ۾ پاڻ سڳورنﷺ ڪئي آهي ته هر انسان جو هڪ گهر دوزخ ۾ ۽ هڪ گهر جنت ۾ هوندو آهي.جيڪو ٻين تي ظلم ڪندو آهي ان جو جنت وارو گهر اللّٰه مظلوم کي ڏئي ڇڏيندو آهي ۽ مظلوم جو دوزخ وارو گهر ان ظالم کي ڏئي ڇڏيندو آهي.ڪافرن جيئن ته بنان سبب جي اللّٰه جي ڪتاب جي مخالفت ڪئي ۽ ان جي سبب مومنن کي وڏا ڏک سهڻا پيا خدا تعالىٰ حڪم ڏنو ته اُهي انعام جيڪي سڄي قوم لاءِ مقدر هئا انهن چند مسلمانن کي ڏنا وڃن ۽ باقي قوم کي ظالم هئڻ جي ڪري انهن کان محروم ڪيو وڃي.

ڪيو.پوءِ الـلّٰــه مومنن ڪي پنهنجي حڪم سان انهيءَ صداقت تائين وٺي ويو جنهن جي باري ۾ پين ماڻهن اختلاف ڪان ڪم ورتو هو ۽ الـلّٰـه جنهن ڪي پسند ڪري ٿو سڌيءَ راهه تي هلائي ڇڏيندو آهي.

اَمۡ حَسِبۡتُمۡ اَنۡ تَدۡخُلُوا الۡجَنَّةَ وَلَمَّا يَاۡتِكُمۡ مَّثَلُ الَّذِيۡنَ خَلَوۡا مِنۡ قَبۡلِكُمۡ ؕ مَسَّتۡهُمُ الۡبَاۡسَآءُ وَ الضَّرَّآءُ وَ زُلۡزِلُوۡا حَتّٰى يَقُوۡلَ الرَّسُوۡلُ وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مَعَهٗ مَتٰى نَصۡرُ اللّٰهِ ؕ اَلَاۤ اِنَّ نَصۡرَ اللّٰهِ قَرِيۡبٌ ﴿۲۱۵﴾

**٢١٥**-ڇا توهان سمجهي ڇڏيو آهي ته باوجود ① انهيءَ جي جو اڃان توهان تي انهن ماڻهن جهڙي(تڪليف جي)حالت نه آئي آهي جيڪي توهان ڪان پهرين گذريا آهن توهان جنت ۾ داخل ٿي ويندؤ؟ انهن ڪي تنگي(به)پهتي ۽ تڪليف(به)۽ انهن ڪي ڌاڍو ڌيڄاريو ويو انهيءَ لاءِ ته (انهيءَ وقت جو)رسول ۽ انهيءَ سان گڏ ايمان وارا چئي ڏين ته الـلّٰــــه جي مدد ڪڏهن ② ايندي- يادرکو! الـلّٰــه جي

١-وَلَمَّا يَاۡتِكُمۡ زمان حال جو جملو آهي ۽ حال جو ترجمو اڙدؤ ۾ سپ ڪان ويجهو "باوجود انهيءَ جي" يا "ٿي ڪري" يا "بڻجي" جالفظ وڌائي ئي ٿي سگهي ٿو.هن جڳهه "باوجود انهيءَ جي" جا لفظ وڌيڪ سهڻالڳن ٿا ۽ مطلب بلڪل صحيح بيهي ٿو.

**٢**-هن جڳهه خدا تعاليٰ نبين ۽ مومنن تي جيڪي ڏُڪَ ايندا آهن انهن جي حڪمت بڌائي آهي. فرمائي ٿو ته اسان چاهيون ها ته انهن ڪي ڪا به تڪليف نه پهچڻ ڏيون ها. پر اسان ائين نه ڪيو بلڪ مخالفن جا عذاب ۽ ڏک خدا جي نبين ۽ انهن تي ايمان آڻڻَ وارن ڪي لاڳيتو ملندا رهيا ۽ ان ۾ اسان جو مقصد هي هو ته انهن جي دلين ۾ دعائون گهرڻ جي تحريڪ وڌِ ڪان وڌِ پيدا ٿيندي رهي ۽ هو بار بار اسان جي آڏو نوڙنِ ته جيئن هڪ طرف سندن دلين ۾ الـلّٰه تعاليٰ جي محبت وڌي ۽ بي طرف جڏهن الـلّٰــه تعاليٰ جي مدد معجزاٽي رنگ ۾ اچي ته انهن جو ايمان وڌي ۽ ڪافرن منجهان جيڪي

مدد يقيناً ويجهي آهي.

**يَسْـَٔلُوْنَكَ مَاذَا يُنْفِقُوْنَ قُلْ مَآ اَنْفَقْتُمْ** ٢١٦-هُو توکان سوال ڪن ٿا ته ڇا خرچ ڪن؟ تون چوُ (ته) جيڪو چڱو ① مال به

**(باقي حاشيو)** غور ڪرڻ وارا هجن انهن کي هدايت حاصل ٿئي. اهڙي طرح اللّٰـه تعاليٰ فرمائي ٿو ته جڏهن اِها غرض پوري ٿي ويندي آهي ته اللّٰه تعاليٰ ڇئي ڇڏيندو آهي ته ڏسو هاڻي اسانجي مدد اچي وئي. هن آيت مان اهو به ثابت ٿي وڃي ٿو ته مون پهرين آيت جي جيڪا هيءَ معنيٰ ڪئي هئي ته ان ۾ اِهو ذڪر آهي ته جڏهن گهڻي ياڳي قوم اختلاف ڪندي آهي ته مومن سخت ڏکن ۽ امتحانن ۾ پئجي ويندا آهن، ۽ انهيءَ ڪري اللّٰه تعاليٰ سَمُورا قومي انعام انهن کي ئي ڏئي ڇڏيندو آهي. اُها معنيٰ قرآن پاڪ جي مفهوم جي مطابق درست آهي ڇاڪاڻ ته پوءِ واري آيت ۾ مومنن جي امتحان جو ئي ذڪر ڪيو ويو آهي جيڪڏهن پهرين آيت جو اهو مضمون نه ورتو وڃي جيڪو مون ٻڌايو آهي ته هيءَ بي آيت بلڪل لا تعلق ٿي وڃي ٿي ۽ پهرين آيت سان ڪو تعلق نظر نٿو اچي. مون هن آيت ۾ **حَتّٰـى** جي معنيٰ "ته جيئن" ڪئي آهي جنهن لاءِ عربيءَ ۾ لفظ **"كَـىْ"** جو آهي. هيءَ معنيٰ نَحْوَ جي ڪتابن ۽ قرآن ڪريم مان ثابت آهي. مغني اللبيب ۾ لکيل آهي **وَمُـرَادَفَةُ كَيِ التَّعْلِيْلِيَّةِ** ـ يعني **حَتّٰى** جي معنيٰ اُن **كَـىْ** وانگر به هوندي آهي جيڪا ڪنهن جو سبب بيان ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. يعني ان **حَتّٰـى** کان اڳ جيڪا ڳالهه هوندي آهي اُها بعد ۾ اچڻ واري شيءِ لاءِ بطور سبب جي هوندي آهي قرآن ڪريم ۾ بي جڳهه تي به **حَتّٰـى** ان معنيٰ ۾ آيو آهي جهڙوڪ منافقن جي باري ۾ اچي ٿو ته **هُـمُ الَّـذِيْـنَ يَـقُـوْلُـوْنَ لَا تُـنْـفِـقُـوْاعَـلٰى مَنْ عِنْدَ رَسُوْلِ اللّٰهِ حَتّٰى يَنْفَضُّوْا** يعني جيڪي ماڻهو رسول ڪريمﷺ وٽ جمع آهن انهن تي خرچ نه ڪيو ته جيئن اهي ڀڄي وڃن (منافقون آيت ٨) علم نحو وارا ان جو اهو به مثال ڏيندا آهن ته **اَسْلِمْ حَتّٰى تَدْخُلَ الْجَنَّةَ** يعني فرمانبرداري ڪر ته جيئن جنت ۾ داخل ٿي وڃين.

**١**-اعتراض ڪرڻ وارا اعتراض ڪن ٿا ته سوال هڪ آهي ۽ جواب ٻيو آهي پڇيو ته اهو ويو آهي ته ڇا خرچ ڪريون ۽ جواب هي ٿو ڏنو وڃي ته جيڪو ڪجهه به مال مان خرچ ڪيو اهو فلاڻي فلاڻي کي ڏيو. ان جو جواب هي آهي ته هي اعتراض تدبر جي گهٽتائيءَ جي ڪري آهي. سوال جو جواب آيت ۾ موجود آهي. جڏهن فرمائي ٿو ته جيڪو ڪجهه به سٺي مال مان خرچ ڪيو ته ان ۾ سائلَ جو پورو

مِّنْ خَيْرٍ فَلِلْوَالِدَيْنِ وَالْاَقْرَبِيْنَ توهان ڏيو.اهو (توهانجي)ماءُ پيءُ

**(باقي حاشيو)** جواب اچي ويو آهي.اول هي ته ڪا حد بندي ناهي،جيتري جي توفيق هجي اوترو خرچ ڪيو.بيو اهو ته ان ڳالهه جو خيال رکو ته جيڪو خرچ ڪيو اهو طيب مال هجي.جيڪي ماڻهو حرام ڪمائيندا آهن ۽ ان مان خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪري سمجهندا آهن ته اسان جڻ ته پنهنجي گناهه جو ڪُفارو ڏئي ڇڏيوسين اُهي غلطيءَ تي آهن.خداتعاليٰ اهڙي ئي مال کي قبول ڪندو جيڪو سٺو ۽ طيب هجي. تيون اهو ته صرف حلال ناهي ڏيڻو بلڪ طيب ڏيڻو آهي.يعني جنهن مال کي قبول ڪرڻ تي ان کي مَنْهَان نه لڳي جنهن کي ڏنو وڃي.ٿي سگهي ٿو ته ڪو چوي ته خير جو مطلب مال آهي ته پوءِ سٺي مال جي معنيٰ ڪٿان ورتي آهي؟ ته ان جو جواب هي آهي ته خير جي اصلي معنيٰ سڀ کان سٺي شيءِ جي آهي ۽ مال کي انهيءَ صورت ۾ خير چوندا آهن جو اهو پاڪ ذريعن سان حاصل ڪيو ويو هجي. مفردات راغب ۾ آهي وَقَالَ بَعْضُ الْعُلَمَآءِ لَا يُقَالُ لِلْمَالِ خَيْرٌ حَتّٰى يَكُوْنَ كَثِيْراً وَّ مِنْ مَّــكَــانٍ طَيِّــبٍ يعني مال کي خير انهيءَ صورت ۾ چونداسين جڏهن گهڻو هجي ۽ پاڪ ذريعن سان حاصل ڪيو ويو هجي ۽ پاڻ طيب هجي.ان ڪري خير چئي قرآن ڪريم هن طرف اشارو ڪيو آهي ته طيب شين منجهان خدا تعاليٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪريو.جيڪڏهن چيو وڃي ته جيڪڏهن ڪو شخص حرام ڪمائيندڙ هجي پر صدقو طيب مال مان ڏئي ته ڇا هي ان حڪم جي مطابق هوندو؟ته ان جو جواب هي آهي ته ٿورو گند به گهڻي پاڪ شيءِ کي خراب ڪري ڇڏيندو آهي.ان ڪري جيڪڏهن ڪو شخص رشوت وٺندو، چوري ڪندو يا ظلم سان ٻين جو مال قبضي ۾ ڪري ٿو ته پلي اهڙي قسم جو مال ٿورو هجي ان جو سڀ مال ناپاڪ ٿي ويندو ۽ اُهو هن حڪم کي پورو ڪرڻ وارو نه هوندو.

مطلب ته سوال جو مڪمل جواب هن آيت ۾ اچي ويو آهي.ها ان کان وڌيڪ مضمون به ٻڌايو ويو آهي ته جيڪڏهن خرچ ڪيو ته ڪٿي ڪٿي خرچ ڪيو.۽ هوڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي ته خرچ ڪرڻ ايترو ڏکيو ناهي جيترو صحيح جڳهه تي خرچ ڪرڻ ڏکيو آهي.ان ڪري جو ڪجهه خرچ ڪيو احتياط سان خرچ ڪيو ۽ حقدارن کي ڏيو.هي قرآني ڪمال آهي ته هو مختصر لفظن ۾ وسيع مضمون بيان ڪري ڇڏي ٿو.هتي ڏسو ته ڪيترن ٿورن لفظن ۾ سوال جو جواب به ڏئي ڇڏيائين.اهو به ٻڌايائين ته حلال مال ڏيو(طيب ۾ حلال جو مفهوم به شامل آهي) ۽ اهو به ته حلال مال طيب به هجي.ائين نه ته ڇِنلَ جُتي جيڪا ڪنهن ڪم جي نه هجي اُها ڪنهن کي ڏئي ڇڏي.بيشڪ اها انجو

وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنِ وَابْنِ السَّبِيْلِ ۭ وَمَا تَفْعَلُوْا مِنْ خَيْرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ بِهٖ عَلِيْمٌ ﴿٢١٦﴾

ويجهي مائٽن. يتيمن. مسڪينن ۽ مسافر جو (پهريون)حق آهي.۽ جيڪو نيڪ ڪم به توهان ڪيو اللّٰه انهيءَ کي يقيناً چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِتَالُ وَهُوَ كُرْهٌ لَّكُمْ ۚ

٢١٧-جنگ ڪرڻ توهان تي فرض ڪئي

**(باقي حاشيو)** مال آهي، بيشڪ ان جوڏيڻ ان کي حلال آهي پر اُها طيب ناهي.ڇاڪاڻ ته جنهن کي ڏني وئي آهي اُها انجي ڪم جي ناهي.يا مثال طور تي هڪ بکيو ڪاڌو گهرڻ آيو.گهر ۾ ڪاڌو تيار آهي.پر هن کي اَٽو ڏئي ڇڏيو.هي مال به آهي، حلال به آهي پر بکئي جي گُهرجَ پوري نٿو ڪري.طيب هي آهي ته پاڻ گهٽ کائي ۽ هن کي پڪل کاڌو ڏئي جنهن کي هو تُرتُ کائي سگهي.هي سڀ ڪجهه ٻڌائي ساڻ ئي اهو به ٻڌائي ڇڏيائين ته فلاڻي فلاڻي جڳهه تي مال خرچ ڪرڻ وڌيڪ مناسب آهي.سبحان اللّٰه ! ڇا ته معجزاتي ڇُوندَ آهي.قرآن ڪريم ۾ اهڙا مثال ڀيا به آهن ته سوال جو جواب ڏئي وڌيڪ مضمون ٻڌائي ڇڏيائين. رسول ڪريمﷺ به اهڙي قسم جي گفتگو ڪندا هئا.پاڻ سڳورن کان ڪنهن سوال ڪيو ته "سمنڊ جي پاڻيءَ جي باري ۾ ڇا حڪم آهي؟". فرمايائون ته:هُوَ الطَّهُوْرُ مَاءُهٗ وَالْحِلُّ مَيْتَتُهٗ يعني ان جو پاڻي پاڪ آهي ۽ انجو مردو حلال آهي. يعني سامونڊي جانور لاءِ ذبح ڪرڻ جي شرط ناهي.جهڙوڪ مڇي- هاڻي ڏسو هتي سوال جو جواب به ڏنائون ۽ وڌيڪ مضمون به ٻڌايو آهي.اهو به ياد رکڻ گهرجي ته "ڇا خرچ ڪريون" جي لفظن سان صدقي جي قسمن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ به مراد ٿي سگهي ٿي يعني اسانجو خرچ ڪرڻ ڪهڙي ڪهڙي موقعي تي ۽ ڪهڙن ڪهڙن ماڻهن لاءِ هجي ۽ هن جڳهه تي گهڻو ڪري ته اها ئي مراد ٿي سگهي ٿي.ڇاڪاڻ ته ڪَمِّيَتُ جي باري ۾ سوال اڳتي اچي ٿو. مَاذَا سان ڪڏهن ان شيءَ جي باري يا وري ڪڏهن ان جي صفتن جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو آهي. علم نحو وارا لکن ٿا ته صفتن جي باري صرف عقل رکڻ وارن جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو آهي. پر اها حد بندي بنا ڪنهن سبب جي معلوم ٿئي ٿي. منهنجي خيال ۾ هن جڳهه تي پڇڻ وارو اهو نه پڇندو آهي ته صدقو ڪهڙي شيءَ جو هجي بلڪ صدقي جون صفتون ڇا هُجن. ان ڪري اللّٰه تعاليٰ جواب ڏنو ته طيب مال مان هجي ۽ جيتري قدر توفيق هجي اوترو ڏجي.

وَعَسٰۤى اَنۡ تَكۡرَهُوۡا شَيۡـئًا وَّهُوَ خَيۡرٌ لَّـكُمۡۚ وَعَسٰۤى اَنۡ تُحِبُّوۡا شَيۡـئًا وَّهُوَ شَرٌّ لَّـكُمۡؕ وَاللّٰهُ يَعۡلَمُ وَاَنۡتُمۡ لَا تَعۡلَمُوۡنَ ﴿۲۱۷﴾ ع

تي وجي(۽)اهڙيءَ حالت ۾(فرض ڪئي وجي ٿي)جو اها توهان ڪي ناپسند آهي ۽ بلڪل ممڪن آهي جو توهان ڪنهن شئي ڪي نا پسند ڪندا هجو حقيقت ۾ اها توهان جي لاءِ بهتر هجي ۽(اهو به)ممڪن آهي جو توهان ڪنهن شئي ڪي پسند ڪندا هجو حقيقت ۾ اها توهان جي لاءِ بي ① شئي جي نسبت بري هجي ۽ اللّٰه جاڻي ٿو ۽ توهان نٿا ڄاڻو.

يَسۡـئَلُوۡنَكَ عَنِ الشَّهۡرِ الۡحَـرَامِ قِتَالٍ فِيۡهِؕ قُلۡ قِتَالٌ فِيۡهِ كَبِيۡرٌؕ وَصَدٌّ عَنۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَكُفۡرٌۢ بِهٖ وَالۡمَسۡجِدِ الۡحَـرَامِ وَاِخۡرَاجُ اَهۡلِهٖ مِنۡهُ اَكۡبَرُ عِنۡدَ اللّٰهِۚ وَالۡفِتۡنَةُ اَكۡبَرُ مِنَ الۡقَتۡلِؕ وَلَا يَزَالُوۡنَ يُقَاتِلُوۡنَكُمۡ حَتّٰى يَرُدُّوۡكُمۡ عَنۡ دِيۡنِكُمۡ اِنِ اسۡتَطَاعُوۡاؕ وَمَنۡ يَّرۡتَدِدۡ مِنۡكُمۡ عَنۡ دِيۡنِهٖ فَيَمُتۡ وَهُوَ كَافِرٌ فَاُولٰٓـئِكَ حَبِطَتۡ اَعۡمَالُهُمۡ فِى الدُّنۡيَا وَالۡاٰخِرَةِ ۚ وَاُولٰٓـئِكَ

**٢١٨**۔هي(ماڻهو)توکان حرمت واري مهيني جي باري ۾ يعني انهيءَ ۾ جنگ ڪرڻ جي متعلق سوال ڪن ٿا.تون چؤ (ته)انَ ۾ جنگ ڪرڻ وڏي(خرابيءَ جي)ڳالهه آهي ۽ اللّٰه جي رستي کان روڪڻ ۽ انهيءَ جو(يعني اللّٰه جو)۽ عزت واري مسجد جو انڪار ڪرڻ ②. ۽ انَ جي رهاڪن کي انهيءَ مان ڪڍي ڇڏڻ اللّٰه جي ويجهو(انَ کان به)وڏي ڳالهه آهي ۽ فتنو(فساد)قتل کان به وڏو (گناهه) آهي ۽ هي ماڻهو جيڪڏهن انهن جي طاقت ۾ هجي ته توهان سان وڙهندا ئي رهن انهيءَ

١۔ شَرٌّ جو لفظ مقابلي ۾ برو هجڻ تي دلالت ڪندو آهي. پر اڙدوءَ ۾ ان مان مطلب واضح نا هي ٿيندو.ان ڪري ان لاءِ ”بي شيءَ“جا لفظ وڌايا ويا آهن ته جيئن مقابلي تي دلالت ڪن.

٢۔يعني انهن ٻنهي جي حُرمت کي ضائع ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ آهي.

اَصۡحٰبُ النَّارِ ۚ هُمۡ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ﴿٢١٨﴾

لاءِ تہ توهان کي توهان جي دين کان ڦيرائي ڇڏين ۽ توهان مان جيڪو (بہ) پنهنجي دين کان ڦري وڃي (۽)پوءِ ڪفر جي حالت ۾ ئي سري(بہ)وڃي تہ(هُو ياد رکي تہ)اهڙن ماڻهن جا عمل هن دنيا ۾(بہ)۽ آخرت ۾(بہ)اجايا ويندا ۽ اهڙا ماڻهو دوزخ (جي باهہ ۾ پوڻ)وارا آهن.اُهي انهيءَ ۾ (دير تائين)رهندا.

اِنَّ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَالَّذِيۡنَ هَاجَرُوۡا وَجٰهَدُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ ۙ اُولٰٓـئِكَ يَرۡجُوۡنَ رَحۡمَتَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿٢١٩﴾

**٢١٩**-جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ جن هجرت ڪئي آهي ۽ اللّٰه جي رستي ۾ جهاد ڪيو آهي اهڙا ماڻهو يقيناً اللّٰه جي رحمت جا اميدوار آهن ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يَسۡـئَلُوۡنَكَ عَنِ الۡخَمۡرِ وَالۡمَيۡسِرِ ؕ قُلۡ فِيۡهِمَآ اِثۡمٌ كَبِيۡرٌ وَّمَنَافِعُ لِلنَّاسِ وَاِثۡمُهُمَآ اَكۡبَرُ مِنۡ نَّفۡعِهِمَا ؕ

**٢٢٠**-هُو توکان شراب ۽ جوا جي متعلق پڇن ٿا.تون چوُ (تہ)انهن(ڪمن)۾ وڏو گناهہ(۽ نقصان)آهي ۽ ماڻهن جي لاءِ انهن ۾(ڪيترائي)فائدا(بہ)آهن۽ انهن جو گناهہ (۽ نقصان ①)انهن جي نفعي

١-اِثۡمٌ جي معنيٰ گناهہ آهي ۽ ڪڏهن گناهہ جي سزا جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿيندو آهي. قرآن ڪريم ۾ آهي وَ مَنۡ يَّفۡعَلۡ ذَالِكَ يَلۡقَ اَثَاماً (فرقان:٦٩) يعني پنهنجي گناهہ جي سزا ڀوڳيندو.ان معنيٰ کي سامهون رکندي گناهہ ۽ نقصان جي معنيٰ ڪئي وئي آهي.پر"۽ نقصان" جي لفظن کي ڏنگيءَ ۾ لکيو ويو آهي.اهڙي طرح اِثۡمٌ جي معنيٰ نيڪين کان روڪڻ جي آهي(مفردات) ان ڪري ان جي هي معنيٰ بہ ٿي سگهي ٿي تہ ان ڪمن جي نتيجي ۾ نيڪين کان محرومي انهن جي نفع کان وڌيڪ آهي. جيتوڻيڪ اها معنيٰ ترجمي جي لحاظ سان ڏکي آهي پر تفسير جي لحاظ سان وڏي اعليٰ آهي.ڇاڪاڻ تہ حقيقت اها ئي آهي تہ شراب ۽ جُوا کان ان ڪري روڪيو ويو آهي جو اهي نيڪ ڪمن کان

وَيَسۡـَٔلُوۡنَكَ مَاذَا يُنۡفِقُوۡنَ ؕ قُلِ الۡعَفۡوَ ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمُ الۡاٰيٰتِ لَعَلَّكُمۡ تَتَفَكَّرُوۡنَ ۙ﴿۲۲۰﴾

۽ اُهي (ماڻهو) توکان (هيءُ به)پڇن ٿا ته اُهي(يعني سائل)ڇا خرچ ڪن؟ تون چؤ ته جيترو تڪليف ۾ نه وجهي ①.اهڙيءَ طرح اللّٰــه پنهنجا ڪان تمام وڏو آهي

**(باقي حاشيو)** روڪين ٿا. شراب پيئڻ وارو نماز، عبادتن وغيره کان ۽ ٻين روحاني ڳالهين ۾ اُونهي غور ۽ فڪر ڪرڻ کان محروم رهندو آهي ۽ فضول ڳالهين ڏانهن ان جو لاڙو گهڻو ٿي ويندو آهي. شجاعت جي بجاءِ هن ۾ جَبُر پيدا ٿي ويندو آهي.يعني اها بهادري نه رهندي آهي جيڪا عقل ۽ فهم سان تعلق رکي ٿي بلڪ انجام کان بي پرواهه ٿي جان کي ضائع ڪري ڇڏڻ جو مادو پيدا ٿي ويندو آهي.اهو ئي حال جُوا جو آهي.ان جو عادي انسان ڪيترائي دفعه پنهنجو طيب مال ضايع ڪري ڇڏيندو آهي ۽ نيڪين کان محروم رهجي ويندو آهي ۽ جيڪڏهن کَٽَندو آهي ته ٻين هزارين گهرن جي بربادي جو سبب ٿي پيسا ڪمائيندو آهي. ۽ وري جُواريءَ ۾ پيسا لُٽائڻ جي عادت پيدا ٿي ويندي آهي.شايد ئي ڪو جُواري اهڙو هوندو جيڪو پيسا سنڀالي رکندو هجي.عام طور تي جُواري لاپرواهيءَ سان پنهنجو مال لُٽائيندا آهن هڪ طرف ته ماڻهن کي برباد ڪندا آهن ٻي طرف پنهنجي مال مان فائدو نه وٺندا آهن ڇاڪاڻ ته پيسا ڪمائڻ لاءِ انهن کي ڪا محنت نا هي ڪرڻي پوندي. جُوا عقل ۽ فڪر کي به ڪمزور ڪندي آهي.جُواري عادت مطابق اهڙي شين کي تباهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي جن کي ڪو ٻيو عقل وارو تباهه ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيندو.

**١ـعَفُو** جون ٽي معنائون ٿينديون آهن:ـ (١) **خِيَارُ الشَّيۡءِ وَ اَطۡيَبُهٗ:** يعني سڀ کان سٺي ۽ پاڪ شيءِ.(٢) **مَا يَفۡضُلُ عَنِ النَّفَقَةِ وَلَا عُسۡرَ عَلٰى صَاحِبِهٖ فِىۡ اِعۡطَائِهٖ:** جيڪا پنهنجي ضروري خرچ کان پوءِ بچي پوي ۽ ڏيڻ واري کي انجي ڏيڻ سان تڪليف نه ٿئي.(٣) **يُقَالُ اَعۡطَيۡتُهٗ عَفۡوَ الۡمَالِ اَىۡ بِغَيۡرِ مَسۡـــأَلَةٍ:** يعني عفو جي معنيٰ گهرڻ کان سواءِ ڏيڻ جي به هوندي آهي(اقرب)اڳ ۾ به اهڙو ئي سوال گذري چڪو آهي ۽ اتي به جواب ڏنو هو ته جيڪو به حلال۽ طيب مال خرچ ڪيو مناسب آهي. اُتي صدقي جي قسمن جي باري سوال هو. هتي ڪميت جي متعلق سوال آهي يعني ڪيترو ڏئي؟سو ان جي جواب ۾ عفو جو لفظ استعمال ڪيائين جنهن جون ٻه معنائون آهن ۽ هتي اهي ٻئي مراد آهن جن جي ايماني حالت ادنيٰ درجي جي آهي انهن لاءِ اها معنيٰ آهي ته ايتري قدر صدقو ڪريو جو پوءِ توهان جي ايمان کي لوڏو نه اچي ۽ توهان ڏُکائتا نه ٿيو.ڏکائتو ٿيڻ جي هن جاءِ اها معنيٰ آهي ته بعد ۾

حڪمَ توهان جي لاءِ بيان ڪري ٿو انهيً
لاءِ تہ توهان سوچ ڪان ڪم وٺو.

**(باقي حاشيو)** ماڻهن ڪان گهرندو نہ وتي يا هي تہ دين ۽ ايمان ڪي ڪو صدمو نہ پهچي.ڪي ماڻهو ايمان جا ڪمزور هوندا آهن ۽ جوش ۾ اچي گهڻو صدقو ڪري ڇڏيندا آهن پر جيئن تہ ڪين توڪل جو اعليٰ درجو حاصل نہ هوندو آهي جڏهن تڪليف ٿيندي اٿن تہ دوستن ڪان گهرڻ شروع ڪري ڇڏيندا آهن ۽ جيڪڏهن گهرج پوري نہ ٿئين تہ گِلا ڪرڻ شروع ڪندا آهن تہ اسانکي ضرورت آهي تہ اسانجي مدد نٿي ڪئي وجي.اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جنهن ڪي سياٽي ائين ڪرڻو آهي ان ڪي گهرجي تہ اڄ ايتري مدد ڪري جو سياٽي ان ڪي ڪو ٿُڏو نہ لڳي ۽ ڏڪائنتو نہ ٿئي.

ٻيو گروهہ توڪل ڪرڻ وارن جو آهي. انهن لاءِ هي حڪم آهي تہ پنهنجي مال جو بهترين حصو خدا جي راهہ ۾ ڏيو.ان ماڻهن جو جيئن تہ ايمان مضبوط هوندو آهي انهن جو حڪم ٻين مومنن ڪان ڌار آهي. پر هي قرآن ڪريم جو ڪمال آهي تہ ٻنهي قسمن جي ماڻهن جو حڪم هڪ ئي لفظ ۾ بيان ڪري ڇڏيائين.حديثن مان ان ٻنهي قسمن جي ماڻهن جو وجود ثابت آهي. هڪ جنگ لاءِ پيسن جي ضرورت هئي. آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن چندي جو اعلان ڪيو. حضرت ابوبڪرؓ پنهنجو سڀ مال پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ پيش ڪري ڇڏيو. پاڻ سڳورا ڏاڍا خوش ٿيا ۽ ماڻهن ڪي بہ ان باري ٻڌايائون.پر هڪ ٻئي شخص هڪ موقعي تي پاڻ سڳورن وٽ سون جو هڪ ٽڪرو آندو تہ پاڻ سڳورن ان جي ڳالهہ جوڪيس ڪو جواب نہ ڏنو.هن جي بار بار چوڻ تي پاڻ سڳورن اهو سون جو ٽڪرو هن جي هٿان ونئي اڇلائي ڇڏيو ۽ فرمايو تہ يَجِئُ اَحَدُكُمْ بِمَالِهٖ كُلِّهٖ يَتَصَدَّقُ بِهٖ وَ يَجْلِسُ يَتَكَفَّفُ النَّاسَ اِنَّمَا الصَّدَقَةُ عَنْ ظَهْرِ غِنيً (ڪشاف) يعني توهان مان ڪجهہ ماڻهو پنهنجو سڀ مال صدقو ڪري ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ وري ماڻهن جي آڏو هٿ ٽنگيندا وتندا آهن.صدقو تہ آسودگيً ۾ هوندو آهي اِهي بہ مختلف سلوڪ ٻن مختلف قسم جي انسانن جي باري ۾ آهن.حضرت ابوبڪرؓ جيئن تہ ڪنهن ٻي مرتبي وارو ماڻهو هو ان ڪان پاڻ سڳورن هڪ ٻي شان جو سلوڪ فرمايو.ٻيو ماڻهو هڪ ٻي مرتبي جو ماڻهو هو، ان سان ٻيو سلوڪ ڪيائون.هڪ جو سڀ مال قبول ڪيائون ۽ خوش ٿيا ۽ ٻي ڪي وڏيڪ صدقو ڏيڻ ڪان منع ڪيائون.۽ فرق بہ ٻڌائي ڇڏيائون تہ هن شخص مان خطرو هو تہ جڏهن انکي ضرورت پوندي تہ ماڻهن ڪان گهرڻ شروع ڪري ڇڏيندو ۽ ابوبڪرؓ جي باري يقين هو تہ ڀلي ڇا بہ ٿي پوي هو سهپ ڪان ڪم وٺندو ۽ صرف اللّٰه تي توڪل ڪندو. هن آيت ۾ انهن ئي ٻن

فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ؕ وَيَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الْيَتٰمٰى ؕ قُلْ اِصْلَاحٌ لَّهُمْ خَيْرٌ ؕ وَاِنْ تُخَالِطُوْهُمْ فَاِخْوَانُكُمْ ؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ الْمُفْسِدَ مِنَ الْمُصْلِحِ ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَاَعْنَتَكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٢١﴾

**٢٢١**ـهن جهان جي باري ۾(به)۽ آخرت جي باري ۾ به ۽ هي(ماڻهو) توکان يتيمن جي باري ۾(به)پڇن ٿا.تون چوُ (ته)انهن جي اصلاح تمام سٺو ڪم آهي ۽ جيڪڏهن توهان انهن سان ملي جلي رهو ته(انهيَءَ ۾ ڪو حرج ناهي ڇاڪاڻ ته)اُهي توهان جا ڀائرَ ئي آهن ۽ اللّٰه فساد ڪرڻ واري کي اصلاح ڪرڻ ① واري جي مقابلي ۾

(**باقي حاشيو**)قسمن جي ماڻهن جي باري ۾ حڪمَ بيان ڪيا ويا آهن. پر صرف هڪ لفظ جي وسيلي جيڪو قرآن پاڪ جي معجزاڻي ٻوليَءَ تي شاهد آهي. ان کان علاوه هن آيت جي ٽين معنيٰ هيءَ به آهي ته مومن کي ترقي ماڻيندي ان مرتبي تي پهچي وڃڻ گهرجي جو حاجتمند کي گهرڻو نه پوي هي پاڻ از خود پنهنجي پاڙيسرين جي ضرورتن جو خيال رکي ۽ بنا گهرڻ جي سندن حاجتن کي پورو ڪري."ڇا خرچ ڪريون؟"جي جواب ۾ جڻ اهو ٻڌايو ته گهرڻ تي ڏنو ته ڇا ڏنو.اصل خرچ اهو آهي ته گهرڻ کانسواءِ ڏيو ۽ خوشيَءَ سان ڏيو.جيئن ٻار کير گهري نه گهري، ماءُ پاڻ ئي ان جو خيال رکندي آهي. مومن کي به دنيا جي لاءِ ماءُ پيُءُ وانگر هجڻ گهرجي.

اـيَعْلَمُ الْمُفْسِدَ مِنَ الْمُصْلِحِ جا اهڙا لفظ آهن جو منهنجي خيال ۾ انهن جو اهڙو ترجمو ڪرڻ جيڪو لفظي به هجي ۽ ان جي اڙدوَءَ ۾ معنيٰ به ٺي ويندي هجي ناممڪن آهي. بهرحال مان ان ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيس ڇاڪاڻ ته ٻنهي ٻولين جي محاورن جو فرق ان ڏکيائيَءَ کي حل ٿيڻ نٿو ڏئي. مولوي نذير احمد صاحب دهلوي هن جو ترجمو "ڦتائڻ واري کي سينگارڻ واري کان(الڳ) سڃاڻي ٿو" ڪيو آهي.شاهه رفيع الدين صاحب ان جو ترجمو "۽ اللّٰه ڄاڻي ٿو ڦتائڻ واري کي سينگارڻ واري کان" ڪيو آهي.لفظي ترجمي جي لحاظ سان اهي ترجما ڪٿي ڪيتري ئي محنت سان ڪيا ويا هجن ان ۾ شڪ ناهي ته اڙدوَءَ ۾ اصل مفهوم بيان نه ٿيو.فلاڻي کي فلاڻي کان ڄاڻڻ يا فلاڻي کي فلاڻي کان ڌار سڃاڻڻ اهو اڙدوَءَ جو محاورو ناهي بلڪ انهن لفظن مان آيت جو مفهوم به پڙهڻ واري تي روشن نٿو ٿي سگهي.مون انهيَءَ ڪري لفظي ترجمي کي نظر انداز ڪندي عربي عبارت جي جيڪا

چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو ۽ جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها ته توهان کي تڪليف ۾ وجهي ڇڏي ها. اللّٰه يقيناً غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

وَلَا تَنْكِحُوا الْمُشْرِكٰتِ حَتّٰى يُؤْمِنَّ ؕ وَلَاَمَةٌ مُّؤْمِنَةٌ خَيْرٌ مِّنْ مُّشْرِكَةٍ وَّلَوْ اَعْجَبَتْكُمْ ۚ وَلَا تُنْكِحُوا الْمُشْرِكِيْنَ حَتّٰى يُؤْمِنُوْا ؕ وَلَعَبْدٌ مُّؤْمِنٌ خَيْرٌ مِّنْ مُّشْرِكٍ وَّلَوْ اَعْجَبَكُمْ ؕ اُولٰٓئِكَ يَدْعُوْنَ اِلَى النَّارِ ۖۚ وَاللّٰهُ يَدْعُوْٓا اِلَى الْجَنَّةِ

**۲۲۲**۔ ۽ توهان مشرڪ عورتن سان جيستائين اهي ايمان نه آڻين نڪاح نه ڪيو. ۽ هڪ مومن ٻانهي هڪ مشرڪ عورت کان ڀلي اها توهان کي (ڪيتري ئي) پسند هجي يقيناً بهتر ① آهي. ۽ مشرڪن سان جيستائين اهي ايمان نه آڻين (مسلمان عورتون) نه پرڻايو. ۽ هڪُ مومن غلام هڪ مشرڪ (آزاد) کان (به) ڀلي اُهو توهان کي (ڪيتروئي) پسند هجي يقيناً بهتر ②

**(باقي حاشيو)** اڙدوءَ ۾ معنيٰ ٿئي ٿي سا لکي ڇڏي آهي ۽ ترجمو هي ڪيو آهي ته "اللّٰه تعاليٰ فساد ڪرڻ وارن کي اصلاح ڪرڻ وارن جي ڀيٽ ۾ چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو." جيڪا معنيٰ مِنُ جي حرف مان نڪري ٿي.

منهنجي هن نوٽ مان اهو نه سمجهڻ گهرجي ته مان شاه صاحب ۽ مولوي نذير احمد صاحب دهلوي جي ترجمن مان نقص ٿو ڪڍان. شاه صاحب کي هن فن ۾ اوليت جو فخر حاصل آهي ۽ هاڻوڪي زماني جا سڀئي ترجما انهن جي ترجمي مان فيضُ پرائي تيار ٿيا آهن ۽ مولوي نذير احمد صاحب پهريون شخص آهي جن اها ڪوشش ڪئي آهي ته عربي عبارت جو مفهوم اڙدوءَ ۾ صحيح بيان ڪن. جنهن سان ترجمو پڙهڻ وارو صرف برڪت حاصل نه ڪري بلڪ ڪجهه مطلب به سمجهي وڃي. شاه صاحب کانپوءِ مولوي صاحب جي محنت قابل قدر آهي. جيستائين اڙدو مفهوم جو سوال آهي هاڻوڪي زماني جا ترجما اهڙي طرح مولوي صاحب جي ترجمي مان فيضُ پرايل آهن جهڙي طرح شاه صاحب جي لفظي ترجمي مان آهن.

**۱**۔ چاڪاڻ ته اها جسم ۽ روح ٻنهي جي آرام جو خيال رکي سگهي ٿي.

**۲**۔ چاڪاڻ ته غلام سان اسلام ۾ نفرت جائز نا هي ۽ جڏهن اهو مسلمان به هجي ته مسلمان

وَالْمَغْفِرَةِ بِاِذْنِهٖ ۚ وَيُبَيِّنُ اٰيٰتِهٖ لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٢٢١﴾

آهي. هي ماڻهو(ته)باهه ڏانهن سڏين ٿا ۽ اللّٰه پنهنجي حڪم جي ذريعي جنت ۽ مغفرت ڏانهن سڏي ٿو ۽ ماڻهن جي لاءِ پنهنجي (سچاڻپ جون)نشانيون کولي (کولي) بيان ڪري ٿو انهيءَ لاءِ ته اُهي نصيحت حاصل ڪن.

وَيَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الْمَحِيْضِ ؕ قُلْ هُوَ اَذًى ۙ فَاعْتَزِلُوا النِّسَآءَ فِى الْمَحِيْضِ ۙ وَلَا تَقْرَبُوْهُنَّ حَتّٰى يَطْهُرْنَ ۚ فَاِذَا تَطَهَّرْنَ فَاْتُوْهُنَّ مِنْ حَيْثُ اَمَرَكُمُ اللّٰهُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ التَّوَّابِيْنَ وَيُحِبُّ الْمُتَطَهِّرِيْنَ ﴿٢٢٢﴾

**٢٢٣**۔۽ هي(ماڻهو)توکان حيض جي (ڏينهن ۾ عورت وٽ وڃڻ جي)باري ۾(به) سوال ڪن ٿا تون چؤ (ته)اُهو هڪ نقصانده(ڪم)آهي.تنهنڪري توهان عورتن کان حيض(جي ڏينهن) ۾ عليحده رهو. ۽ جيستائين اُهي پاڪ (صاف)نه ٿي وڃن انهن وٽ نه وڃو.پوءِ جڏهن اهي غسل ڪري پاڪ ① ٿي وڃن ته جتان اللّٰه توهان کي حڪم ڏنو آهي انهن وٽ اچو.اللّٰه انهن سان جيڪي انهيءَ ڏانهن بار بار رجوع ڪندا آهن يقيناً محبت ڪري ٿو ۽(ظاهري ۽ باطني) صفائي رکڻ وارن سان(به يقيناً) محبت ڪري ٿو.

نِسَآؤُكُمْ حَرْثٌ لَّكُمْ ۪ فَاْتُوْا حَرْثَكُمْ اَنّٰى شِئْتُمْ ۫ وَقَدِّمُوْا لِاَنْفُسِكُمْ ؕ

**٢٢٤**۔توهان جون زالون توهان جي لاءِ (هڪ قسم جون) پنيون آهن.تنهنڪري توهان جيئن چاهيو پنهنجي پني وٽ اچو ۽

**(باقي حاشيو)**عورت لاءِ جسماني ۽ روحاني طورتي وڏيڪ مفيد هوندو.

**١**۔يَطْهُرْنَ کان پوءِ تَطَهَّرْنَ جو لفظ آڻڻ مان هي مراد آهي ته اُهي وهنجي پاڪ صاف ٿي وڃن.(مفردات)

وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّكُمْ مُّلٰقُوْهُ ؕ وَ بَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۲۲۳﴾

پنهنجي لاءِ (ڪجهه ①) اڳتي موڪليو. ۽ الله جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ ڄاڻي ڇڏيو ته توهان هنَ جي روبرو ٿيڻ وارا آهيو ۽ تون مومنن کي(انَ ڏينهن جي باري ۾) خوشخبري ڏي.

وَلَا تَجْعَلُوا اللّٰهَ عُرْضَةً لِّاَيْمَانِكُمْ اَنْ تَبَرُّوْا وَتَتَّقُوْا وَتُصْلِحُوْا بَيْنَ النَّاسِ ؕ

**۲۲۵**-۽ توهان نيڪ سلوڪ ڪرڻ تقويٰ ڪرڻ۽ ماڻهن جي وچ ۾ اصلاح ڪرڻ (جي معاملن)۽ اللّٰـه کي پنهنجي قسمُن ①جو

---

۱-قرآن ڪريم ۾ هِه لفظ آهن لِاَنْـفُسِكُمْ يعني انـفس ۽ كُمْ ترجمو ڪندڙ عام طور تي انفس جو ترجمو "جان" ڪري ڇڏيندا آهن. پر اڙدوءَ ۾ جان جو استعمال ان موقعي تي ناهي ڪيو ويندو. هي ته چيو ويندو آهي ته پنهنجي جان تي ظلم نه ڪريو، پنهنجي جان کي ڪجهه آرام ڏيو.پر اهو ناهن چوندا ته پنهنجي جان کي به ڪجهه ڏيو. اهڙي طرح اهو به ناهن چوندا ته پنهنجي جانين جي لاءِ اڳتي ڪجهه موڪليو. ها اهو چئبو ته پنهنجي مستقبل جو به ڪجهه فڪر ڪريو.پنهنجي آئيندي زندگيءَ جي لاءِ به ڪجهه بندوبست ڪريو.پر هي محاورو جيئن ته مفهوم ته بيان ڪري ٿو پر لفظن کان پري ٿي وڃي ٿو.مون وچون رستو اختيار ڪندي"پنهنجي لاءِ (ڪجهه) اڳتي موڪليو"ترجمو ڪيو آهي. جيڪا سني اڙدو ته ناهي پر غلط به ناهي، ۽ مفهوم به بيان ٿي وڃي ٿو "پنهنجي لاءِ اڳتي موڪليو" جو هڪ مطلب ته هي آهي ته جيئن ته اُهي توهان جي لاءِ بنيءَ جهڙيون آهن.ان ڪري انهن سان اهڙي طرح سان پيش اچو جو ان جو ڪو نتيجو پيدا ٿئي يعني اولاد پيدا ٿئي.پيوهي ته بني فائدو وٺڻ لاءِ هوندي آهي ان ڪري توهان انهن سان اهڙي طريقي سان تعلقات رکو جنهن جي ڪري خدا خوش ٿي وڃي ۽ توهان لاءِ انعامن جي هڪ پوکَ تيار ٿي وڃي.

**۲**-عُرْضَةً جي معنيٰ مقصد آهي.چوندا آهن اَلْـمَـرْءَ ةُ عُرْضَةٌ لِّلزَّوَاجِ: عورت نڪاح جي لاءِ آهي.جَـعَلَهٗ عُـرْضَةً لِّلْبِلَآءِ فلاڻي شخص کي آزمائش جو گهرُ ناهي ڇڏيو آهي.عُرْضَةً جي معنيٰ نشاني جي به هوندي آهي. يعني جنهن شيءِ کي کوڙي ان تي ڪا شيءِ اُڇلائي وڃي(اقرب) اهڙي طرح عُــــرْضَة اُها شيءِ آهي جنهن کي سامهون ڪري ڇڏجي يعني ان کي ضرورت پوري ڪرڻ جو ذريعو ناهيو وڃي. چوندا آهن اَلْبَـعِيْــرُ عُــرْضَةٌ

| وَاللّٰهُ سَمِيۡعٌ عَلِيۡمٌ ﴿۲۲۵﴾ | نشانو نہ بڻايو. ۽ اللّٰه ٻڌڻ وارو(۽) ڄاڻڻ وارو آهي. |
|---|---|

**(باقي حاشيو)** لِّلسَّفَرِ(مفردات) يعني سفر جي مصيبت پيش اچي تہ اُنَ کي اڳتي ڪيو ويندو آهي. يعني ان جي ذريعي سان سفر جي تڪليف ختم ڪئي ويندي آهي.ان ڪري **عُـرۡضَة** اُها آهي جيڪا ٻن شين جي وچ ۾ روڪ بڻجي ويندي آهي.**عُرۡضَة** ملهہ جي داءُ پيچ کي بہ چيو ويندو آهي.(اقرب) **اَيۡمَان يَمِيۡن** جي جمع آهي جنهن جي معنيٰ (۱)ساڄو طرفُ يا جسم جي ساڄي پاسي جي آهي.(۲) قَسمُ (۳)برڪت(۴)قوت. محاوري ۾ ان شيءَ کي بہ چوندا آهن جنهن جي باري ۾ قسم کنيو وڃي. رسول ڪريمﷺ عبدالرحمٰن بن سمرهؓ کي فرمايو **اِذَا حَلَفۡتَ عَلٰى يَمِيۡنٍ فَرَاَيۡتَ خَيۡراً مِّنۡهَا فَاۡتِ الَّذِىۡ هُوَ خَيۡرٌ وَّ كَفِّرۡ عَنۡ يَمِيۡنِكَ** يعني جڏهن تون ڪنهن شيءِ جي باري ۾ (ان جي لاءِ لفظ **يَمِيۡن** پاڻ سڳورن استعمال فرمايو آهي) قسم کڻين ۽ ان کان پوءِ ان کان وڌيڪ سنو ڪم توکي سُجهي وڃي تہ اهو ڪم جيڪو چڱو آهي اختيار ڪر ۽ پنهنجي قسم جو ڪُفارو ڏئي ڇڏ.(ڪشاف)

**اَنۡ تَبَرُّوۡا وَتَتَّقُوا**۔ علامہ زمخشريؒ ان کي **اَيۡمَان** جو عطف بيان ڪيو آهي(ڪشّاف) ۽ ابو حيانؒ ان کي بدل قرار ڏنو آهي(بحر محيط) ۽ ٻنهي حالتن ۾ اها معنيٰ ٿئي ٿي تہ ان شين جي لاءِ جن جي باري توهين قسمَ کڻندا آهيو يعني نيڪي ڪرڻ ۔ تقويٰ ڪرڻ ۽ ماڻهن جي وچ ۾ اصلاح ڪرڻ لاءِ اللّٰه کي روڪ جو سبب نہ بڻايو.ڪن مضاف کي محذوف سمجهيو آهي ۽ اصل عبارت هيءَ ناهي آهي تہ **مَخَافَةَ اَنۡ تَبَرُّوا** يعني ان ڊپ کان تہ نيڪي، تقويٰ ۽ ماڻهن جي وچ ۾ اصلاح ڪرڻي پوندي خدا جو قسم نہ کڻندا ڪريو. ڪوفين **لِـئَلَّا** محذوف سمجهيو آهي ۽ معنيٰ هيءَ ڪئي آهي تہ خدا کي پنهنجي قسمن جو نشانو نہ ناهيو تہ جيئن توهان کي ڪٿي نيڪي، تقويٰ ۽ ماڻهن جي اصلاح نہ ڪرڻي پوي.انهن جي خيال ۾ اهڙي عبارتن ۾ **لَا** جو لفظ محذوف ڪرڻ جائز هوندو آهي (املاء ابي البقاء) زجاجؒ مشهور نحوي اديب جو قول آهي تہ **اَنۡ تَبَرُّوا** کان پوءِ نئون جملوشروع ٿئي ٿو ۽ اهو مبتدا آهي. جنهن جي خبر محذوف آهي ۽ پوري عبارت هن ريت آهي. توهان جو نيڪي ڪرڻ، تقويٰ ڪرڻ ۽ ماڻهن ۾ اصلاح ڪرڻ وڌيڪ سنو آهي(مغني). ڪن **اَنۡ تَبَرُّوا** کان اڳ **فِـى** محذوف قرار ڏنو آهي (مغني) هن صورت ۾ هيءَ معنيٰ ٿي تہ اللّٰه کي نيڪي ڪرڻ،تقويٰ ڪرڻ ۽ ماڻهن ۾ اصلاح ڪرڻ جي معاملن ۾ روڪ نہ ناهيو.مثال طور تي اهو نہ چئو تہ اسان اللّٰهَ جو قسم کڻي ڇڏيو آهي تہ ڪنهن کي بہ قرض نہ ناهي ڏيڻو نہ تہ توهان کي قرض ڏئي ڇڏيون ها.منهنجي خيال ۾ هڪ صورت هيءَ بہ ٿي سگهي ٿي تہ **اَنۡ** کان اڳ **لَا** کي محذوف قرار ڏنو وڃي جيڪو عربيءَ جو عام قاعدو آهي ۽ معنيٰ هيءَ هجي تہ خداتعاليٰ کي پنهنجي قسمن جو نشانو نہ ناهيو تہ جيئن توهان نيڪ ٿي وڃو ۽ متقي ٿي وڃو ۽ ماڻهن جي وچ ۾ اصلاح ڪرڻ وارا ٿي

لَا يُؤَاخِذُكُمُ اللّٰهُ بِاللَّغْوِ فِيْٓ اَيْمَانِكُمْ ۲۲٦۔الـلّٰه توهان جن قسمن مان لغو ①

**(باقي حاشيو)**وجو. يعني جيڪڏهن سنيون ڳالهيون نه ڪرڻ جا قسمَ کڻندؤ ته انهن خوبين کان محروم ٿي ويندؤ. ان ڪري نيڪي تقويٰ ۽ اصلاح جي خاطر انهيً فضول طريقي کان بچي رهو.اصل ۾ سڀ معنائون ملندڙ جلندڙ آهن.صرف عربي عبارت جي ڏ ڪيائيُ کي مختلف طريقن سان حل ڪيو ويو آهي.جنهن ڳالهه تي سڀ متفق آهن اُها هيءَ آهي ته هن آيت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي ته اهو نه ڪريو جو خداتعاليٰ کي پنهنجي قسمن جو نشانو ٺاهي ڇڏيو. يعني اُٺيا ۽ قسم کڻي ورتو.اهو ادب جي خلاف آهي ۽ جنهن شخص ۾ اها عادت پئجي وڃي ٿي اهو بعض دفعه نيڪ ڪمن جي باري ۾ به قسم کڻي ڇڏيندو آهي ته مان ائين نه ڪندس ۽ اهڙي طرح يا ته بي ادبيً جويا نيڪيً کان محروم ٿي ويندو آهي يا هي ته ڪي سٺي ڪمن جي باري ۾ قسم کڻي خدا تعاليٰ کي انهن لاءِ روڪ نه ٺاهيو. انهن معنائن جي صورت ۾ داء پيچن واري معنيٰ تمام سٺي لڳي ٿي ۽ مطلب هي آهي ته ڪجهه ماڻهو صدقي ۽ خيرات کان بچڻ لاءِ چالون هلندا آهن ۽ داءُ لڳائيندا آهن ڪي خدا جي قسم کي جان بچائڻ جو ذريعو ٺاهيندا آهن ۽ ڄڻ ته پين کان بچڻ ۽ ان کي دسڻ لاءِ جيڪي داءَ استعمال ڪندا آهن انهن مان هڪ خدا جو قسم به هوندو آهي.فرمائي ٿو. الـلّٰـهَ جي نالي کي اهڙي طرح ذليل حيلن جي طورتي استعمال نه ڪندا ڪريو.منهنجي خيال ۾ سڀ کان سٺي تشريح علامه ابو حيانؒ جي آهي ۽ مراد هي آهي ته خدا تعاليٰ کي پنهنجي احسان ۽ نيڪي وغيره جي آڏو روڪ ٺاهي نه بيهاريندا ڪريو.

**ا**۔لغو قَسمَ مان مراد اُهو قَسمُ آهي جيڪو عادت جي ڪري کنيو وڃي.جهڙوڪ ڪن کي بغير سوچ ويچار جي واللّٰهِ! بـاللّٰهِ چوڻ جي عادت هوندي آهي. يا اُهو قسم جنهن جي کڻڻ واري کي يقين هجي ته اُهو صحيح آهي پر اُنجو يقين غلط هجي يا وڏي ڪاوڙ ۾ قسم کڻُ جڏهن ته هوشُ ۽ حواسَ جاءِ نه هجن يا حرام شيءُ جي وَاپرائڻَ يا فرضُ ۽ واجب عملُ جي ڇڏڻ جي باري ڪنهن وقتي جوشَ جي تحت قسم کڻڻ اِهي سڀ لغو قسم آهن. ۽ انهن جي ٽوڙڻ تي ڪو ڪُفارو ناهي بلڪ انهن قسمن جي کڻڻ تي توبه ۽ استغفار جو حڪم آهي ڇاڪاڻ ته هُـمُ عَـنِ الـلَّـغْـوِ مُعْرِضُوْنَ (مومنون:٣) جي خلاف اهڙا قسمَ آهن ان ڪري انهن جو کڻڻ وارو خطاڪار يا گنهگار آهي ان کي پنهنجي گناه تي توبه ۽ ندامت جو اظهار ڪرڻ گهرجي نه ئي وري انهن قسمن جي ٽوڙڻ تي ڪنهن ڪفاري جي ضرورت آهي. انهيً مضمون کي بيان ڪرڻ لاءِ لَا يُـؤَاخِـذُكُـمْ جا لفظ بيان فرمايا وياآهن. يعني جيڪڏهن وقتي جوش جي تحت اهڙو قسم کنيو وڃي ته ڪو گناه نه ٿيندو. پر جيڪڏهن جاڻي واڻي

وَلٰكِنْ يُّؤَاخِذُكُمْ بِمَا كَسَبَتْ قُلُوْبُكُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ ﴿۲۲۶﴾

(قَسمن)تي توهان کان پڪڙ نہ ڪندو. ها جيڪو(گناهہ)توهان جي دلين(ارادي سان)ڪمايو انهيءَ تي توهان جي پڪڙ ڪندو ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بردبار ① آهي.

لِلَّذِيْنَ يُؤْلُوْنَ مِنْ نِّسَآئِهِمْ تَرَبُّصُ اَرْبَعَةِ اَشْهُرٍ ۚ فَاِنْ فَآءُوْ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۲۲۷﴾

**۲۲۷**-جيڪي ماڻهو پنهنجن زالن جي متعلق قَسم کڻي ② (انهن کان عليحدگي اختيار ڪري)تہ ونن انهن لاءِ (صرف)چئن مهينن تائين انتظار ڪرڻ (جائز)آهي پوءِ جيڪڏهن (انهيءَ عرصي ۾ صلح جي خيال جي طرف) موٽي③ اچن

**(باقي حاشيو)** اهڙو قسم ڪو کڻي وٺي تہ ان کي گناهہ بہ ٿيندو.

**۱-حَلِيْمٌ حِلْم** مان آهي ۽ انجي معنيٰ صبر ڪرڻ واري جي بہ هوندي آهي ۽ اهڙي طرح انجي معنيٰ بردبار جي بہ آهي.يعني جنهن ۾ چڙ نہ هجي.اجايو جوش ۾ اچي انڌن وانگر ڪم نہ ڪندو هجي.**حِلْم** جهالت ۽ بيوقوفي جي مخالف معنيٰ بہ ڏيندو آهيءِ علمَ ۽ سمجهہَ جي بہ. ۽ ان جي معنيٰ عقل جي بہ آهي.(اقرب)

**۲- اِيْلَاء: اَلَّذِيْ يُؤْلِيْ اِيْلَاءً:** قسم کڻڻ-هي اَلَا مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ ڪنهن ڪم ۾ گهٽتائي يا دير ڪرڻ جي آهي ۽ **اِيْلَاء** قرآن ڪريم جي محاوري ۾ اُن قَسمَ کي چوندا آهن جيڪو ان ڳالهہ تي کنيو وڃي تہ مرد پنهنجي زال سان ڪو تعلق نہ رکندو(مفردات) جيئن تہ ان قسمَ ۾ عورت جا حق ضايع ٿين ٿا ان ڪري انکي **اِيْلَاء** چيو ويو آهي.

**۳-فَاءَ يَفِيْءُ فَيْئًا:** موٽي آيو. **فَاءَ الْاَمْرَ:رَجَعَ اِلَيْهِ:**ان ڳالهہ ڏانهن موٽي آيو(اقرب)**فَاءَ** جو لفظ نيڪ معاملن ڏانهن موٽڻ جي باري ۾ استعمال ٿيندو آهي.(مفردات) اصل ۾ ان جي معنيٰ تعاون ۽ هڪ ٻئي جي مدد جي لاءِ هڪ ٻئي سان گڏجي ڪم ڪرڻ جي هوندي آهي ۽ پاڇي کي بہ **فَيْءٌ** چوندا آهن ڇاڪاڻ تہ اهو سج سان گڏ هِيڏانهن ُکان هَوڏانهن ُ ٿيندو رهندو آهي. ان ٻنهي معنائن

تہ اللّٰــہ يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽)بار بار
رحم ڪرڻ وارو آهي.

**(باقي حاشيو)** کي سامهون رکنديفَاۦَ عام طورتي سني معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ لڳو آهي.

عرب ۾ هي رواج هو تہ ڪي ماڻهو پنهنجي گهروارين کي طلاق تہ نہ ڏيندا هئا پر قسم کڻي ڇڏيندا هئا تہ اسان انهن سان تعلق نہ رکنداسين. اهڙي قَسَمَ جي ذريعي هو پنهنجي خيال ۾ زال جي طرفان لاڳوٿيل ذميوارين کان آزاد ٿي ويندا هئا ڇاڪاڻ تہ انهن جي خيال ۾ قسم جي ذميواري خداتعاليٰ جي طرفان لاڳو ٿئي ٿي ۽ ماڻهن جي ذميوارين کان مٿاهين آهي.ان ڪري جڏهن خداتعاليٰ جو قسم روڪ بڻجي ويو تہ انهن جي خيال مطابق عورت جا حقَ نہ ڏيڻ ڪو وڏو گناه نہ رهيو.هي گندو خيال اجان بہ دنيا ۾ موجود آهي.مسلمانن مان بہ گهٽائي ماڻهو آهن جيڪي اهو فيصلو ڪري ڇڏيندا آهن تہ زالن سان تعلق نہ رکنداسين پر طلاق بہ ناهن ڏيندا.اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو ائين ڪري وجهي تہ انکي ياد رکڻ گهرجي تہ انکي چئن مهينن جي مهلت ڏجي ٿي.ان عرصي ۾ هو ناه ڪري وٺي تہ ڪري نہ تہ جهڙوڪ اڳين آيت ۾ آهي پوءِ قاضي طلاق جو فيصلو ڪري ڇڏيندو.هن آيت ۾ عورت کي لاتعلق ڇڏڻ جي خلاف فيصلو ڪيو ويو آهي.مرد وڌ ۾ وڌ نڪاح جي مدت ۾ چئن مهينن تائين عورت کان الڳ رهڻ جو عهد ڪري سگهي ٿو.اهو ناهي تہ جڏهن وٺيس الڳ ٿي وڃي. چار مهينا گذري وڃن تہ مرد کي رجوع ڪرڻو پوندو يا طلاق ڏيڻي پوندي ڇاڪاڻ تہ اڳين آيت مان ظاهر آهي رجوع نہ ڪرڻ جي صورت ۾ صرف طلاق جو رستو کليل ڇڏيو ويو آهي.فقهاء جوهن آيت جي حڪمن جي تفصيلات ۾ اختلاف آهي.ڪي چون ٿا تہ جيڪڏهن مدت گذري وڃي ۽ مرد رجوع نہ ڪري يعني هُنَ سان مباشرت ڪرڻ سان، ۽ نہ وري زباني پنهنجي ڪيل عهد کي واپس وٺڻ سان. تہ بنهي ۾ قاضي عليحدگي ڪرائي ڇڏيندو. هي امام مالڪؒ جو قول آهي.امام ابو حنيفہؒ جو قول آهي تہ چار مهينن جي ختم ٿيڻ کان اڳ رجوع ضروري آهي نہ تہ چار مهينا گذرڻ تي طلاق ٿي ويندي.اهوئي افضل قول آهي. پر امام مالڪؒ جي فتويٰ وڌي احتياط واري آهي.امام شافعيؒ ۽ امام احمد بن حنبلؒ جي ويجهو چار مهينا گذرڻ تي جيڪڏهن ڪو شخص نہ رجوع ڪري نہ طلاق ڏئي تہ هن کي قاضي مجبور ڪندو تہ رجوع ڪري يا طلاق ڏي. هي بہ امام مالڪؒ جي قول جهڙو آهي.جيڪڏهن مرد بنهي ڳالهين مان ڪا بہ نہ ڪري تہ قاضي هن جي پاران طلاق ڏياري

وَاِنْ عَزَمُوا الطَّلَاقَ فَاِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿٢٢٨﴾

**٢٢٨-** ۽ جيڪڏهن اهي طلاق جو فيصلو ڪري ڇڏين ته الـلّٰـه يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَالْمُطَلَّقٰتُ يَتَرَبَّصْنَ بِاَنْفُسِهِنَّ ثَلٰثَةَ قُرُوْٓءٍ ؕ وَلَا يَحِلُّ لَهُنَّ اَنْ يَّكْتُمْنَ مَا خَلَقَ اللّٰهُ فِيْٓ اَرْحَامِهِنَّ اِنْ كُنَّ يُؤْمِنَّ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ وَبُعُوْلَتُهُنَّ اَحَقُّ بِرَدِّهِنَّ فِيْ ذٰلِكَ اِنْ اَرَادُوْٓا اِصْلَاحًا ؕ وَلَهُنَّ مِثْلُ الَّذِيْ عَلَيْهِنَّ بِالْمَعْرُوْفِ ۠ وَلِلرِّجَالِ عَلَيْهِنَّ دَرَجَةٌ ؕ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٢٩﴾ ع ٢٨/١٢

**٢٢٩-** ۽ جن عورتن کي طلاق ملي وڃي اهي ٽي(دفعا)حيض ① (اچڻ)تائين پنهنجي پاڻ کي روڪي رکن ۽ جيڪڏهن انهن کي اللّٰه(تي)۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان آهي ته(انهن کي معلوم هئڻ گهرجي ته) جيڪي ڪجهه الـلّٰـه انهن جي رحمن ۾ پيدا ڪري رکيو آهي انهن لاءِ انَ جو لڪائڻ جائز ناهي ۽ جيڪڏهن انهن جا مڙس پاڻ ۾ ناهه جو ارادو ڪري وٺن ته اُهي اُنهيءَ (مدت)جي اندر انهن کي (پنهنجي زوجيت ۾)واپس وٺڻ جا وڌيڪ حقدار آهن ۽ جهڙيءَ طرح انهن (عورتن) تي ڪجهه زميداريون آهن(اهڙيءَ طرح ئي) ② دستور جي مطابق انهن کي به (ڪجهه

---

**(باقي حاشيو)** ڇڏيندو.امام نخعيؒ جو قول آهي ته هي رجوع لڪل جائز ناهي، نه اشاري سان بلڪ قول سان ۽ شاهدن جي موجودگي ان لاءِ ضروري آهي. يعني قرآن ڪريم عورت کي لاتعلق ڇڏي ڏيڻ کان جهلي ٿو ۽ جيڪو ائين ڇڏي ان کي مجبور ٿو ڪري ته يا ته صلح ڪري يا ان کي طلاق ڏئي.

**١-** حضرت ابوبڪرؓ،عمرؓ،عثمانؓ،عليؓ ۽ ابن مسعودؓ ۽ امام ابوحنيفهؒ قُـرُءٌ جي معنيٰ حيض جي ڪئي آهي ۽ زيد بن ثابتؓ، حضرت عائشهؓ ۽ ابن عمرؓ ۽ مالڪؒ ۽ شافعيؒ طُـهُر (پاڪيزگي- مترجم) جي معنيٰ ڪئي آهي.(بحرمحيط)

**٢-** بِـالْمَعْرُوْفِ جو ترجمو هتي "دستور مطابق" ڪيو ويو آهي.ڪن جڳهن تي انهن ئي لفظن جو

حق) حاصل آهن. ها① پر مردن کي انهن تي هڪ طرح جي فوقيت حاصل آهي۽ الله غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

اَلطَّلَاقُ مَرَّتٰنِ ۠ فَاِمۡسَاكٌۢ بِمَعۡرُوۡفٍ اَوۡ ٢٣٠- اهڙي ② طلاق(جنهن ۾ رجوع

**(باقي حاشيو)** ترجمو ”مناسب حال“ يا ”مناسب طورتي“ ڪيو ويو آهي. هي فرق اڙدوَ ۾ مضمون جي وضاحت جي لاءِ آهي. ها اهو ياد رکڻ گهرجي ته ”دستور مطابق“ ۾ دستور جو جيڪو لفظ آهي ان جي اصل معنيٰ ته قانون ۽ رواج جي آهي. پر اڙدوَ ۾ ڪڏهن هي دستور جو لفظ Common Sense يعني عقل عام جي معنٰي ۾ به استعمال ٿيندو آهي ۽ مراد اها هوندي آهي ته شريف ۽ عقلمندن جو اهوئي طريقو آهي.جنهن جي معنيٰ پين لفظن ۾ هيً هوندي آهي ته عقل جو تقاضو اهوئي آهي.هن جڳهه بِالۡمَعۡرُوۡفِ جي جيئن ته اهائي معنيٰ آهي ان ڪري ”دستور مطابق“ جي لفظن سان ترجمو ڪيو ويو آهي.

١ ـ هن جڳهه تي واؤ آهي ۽ واؤ جي معنيٰ عام طور تي ”۽“جي هوندي آهي، پر اڙدو قاعدي جي مطابق ”۽“ جو لفظ انهيً وقت استعمال ٿي سگهيو ٿي جڏهن هن جڳهه مردن جي حقن جو ذڪر هجي ها.پر جيئن ته ظاهر آهي ته هن موقعي تي عورتن جي حقن جو ذڪر آهي ان ڪري ”۽“سان واؤ جو ترجمو ڪرڻ سان مفهوم بلڪل مٽائي ڇڏيندو آهي ۽ ڪلام جو زور عورتن جي حقن کان هٽي مردن جي حقن ڏانهن هليو ويندو آهي جيتوڻيڪ ڪلام جي انداز سان ظاهر آهي ته عورتن کي ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڏياريوپيو وڃي ته توهان جي حقن جي حفاظت اسان ڪري ڇڏي آهي ۽ جهڙي طرح مردن کي توهان تي ڪي حق ڏنا آهن توهان کي به انهن تي ڪي حق ڏنا آهن. ها اهو ضرور آهي ته ڪن حالتن ۾ مردن کي آخري فيصلي جو اختيار ڏنو ويو آهي.ان ڪري هن مضمون کي بيان ڪرڻ لاءِ ”ها پر“جي لفظن سان ئي واؤ جو ترجمو ڪري سگهجي ٿو جنهن جي مطابق ترجمو ڪيو ويو آهي.

**٢** ـ هن زماني جا علماء عام طور تي اهو سمجهندا آهن ته جنهن ٽي دفعه طلاق چئي ڇڏي ان جي طلاق بائن ٿي ويندي آهي يعني ان جي زال هن سان پيهر ان وقت تائين شادي نٿي ڪري سگهي جيستائين ڪنهن ٻئي سان نڪاح نه ڪري وٺي پر هي غلط آهي ڇاڪاڻ ته قرآن ڪريم ۾ صاف فرمايو ويو آهي اَلطَّلَاقُ مَرَّتٰنِ يعني اها طلاق جيڪابائن ناهي اها به دفعه ٿي سگهي ٿي اهڙي طور تي جو اڳ ۾ مرد طلاق ڏئي پوءِ يا ته طلاق واپس وٺي ڇڏي ۽ رجوع ڪري يا عدت گذرڻ ڏئي ۽

تَسْرِيْحٌۢ بِاِحْسَانٍ ؕ وَلَا يَحِلُّ لَكُمْ اَنْ تَاْخُذُوْا مِمَّآ اٰتَيْتُمُوْهُنَّ شَيْـًٔا اِلَّآ اَنْ يَّخَافَآ اَلَّا يُقِيْمَا حُدُوْدَ اللّٰهِ ؕ فَاِنْ خِفْتُمْ اَلَّا يُقِيْمَا حُدُوْدَ اللّٰهِ ۙ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَا فِيْمَا افْتَدَتْ بِهٖ ؕ تِلْكَ حُدُوْدُ اللّٰهِ فَلَا تَعْتَدُوْهَا ۚ وَمَنْ يَّتَعَدَّ حُدُوْدَ اللّٰهِ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٢٣٠﴾

تي سگهي) ٻه دفعا (تي سگهي) ٿي. پوءِ (يا ته) مناسب طور تي روڪڻو پوندو يا احسن سلوڪ سان رخصت ڪرڻو پوندو ۽ توهان لاءِ انهيءَ (مال) جو جيڪو توهان انهن کي پهرين ڏئي چڪا آهيو، ڪو حصو به (واپس) وٺڻ جائز ناهي. سواءِ انهيءَ (صورت) جي جو (ٻنهي) کي انديشو هجي ته اُهي الله جي (مقرر ڪيل) حدن کي قائم رکي نه سگهندا. سو جيڪڏهن توهان ① کي اهو انديشو هجي ته اُهي (ٻئي) الله جي (مقرر ڪيل) حدن کي قائم نه رکي سگهندا ته ② اُها (عورت) جيڪي ڪجهه بطور فديو ڏي انهيءَ جي باري ۾ انهن (ٻنهي

**(باقي حاشيو)** نڪاح ڪري. پوءِ اٺ ٻڻ جي صورت ۾ ٻيهر طلاق ڏئي. ان ڪري اهڙي طلاق جو ٻه دفعه ڏيڻ ته قطعي طور تي ثابت آهي. ان ڪري هڪ ئي دفعه تي يا ٽن کان وڌيڪ ٻيرا طلاق چئي ڇڏڻ کي طلاق بائن قرار ڏيڻ قرآن ڪريم جي بلڪل خلاف آهي. طلاق اُها ئي بائن ٿيندي آهي جيڪا ٽي ٻيرا مٿي ڄاڻايل طريقي جي مطابق طلاق ڏي ۽ ٽي عدتون گذري وڃن. ان صورت ۾ نڪاح جائز ناهي، جيستائين جو اُها عورت ڪنهن ٻي سان ٻيهر نڪاح نه ڪري ۽ ان کان ٻه هن کي طلاق نه ملي وڃي. پر اسانجي ملڪ ۾ هيءَ طلاق هڪ مذاق ٿي وئي آهي ۽ ان جو علاج حلاله جهڙي ٻڇڙي رسم سان ڪيو ويو آهي.

١ـ توهان کي يعني ملتِ اسلاميه يا اسلام تي ايمان رکڻ واري حڪومت کي.

٢ ـ اِنْ خِفْتُمْ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته جيڪڏهن قضا جو محڪمو ان ڳالهه جو فيصلو ڪري ته عورت مڙس وٽ رهڻ لاءِ راضي ناهي ۽ ان جي رضامندي نه هجڻ جي ڪري مرد به عدل نه ڪري سگهندو، ته عورت جيڪڏهن ڪجهه ڏيڻ چاهي ته مرد کي اجازت آهي ته ڪجهه مال وٺي هن کي طلاق ڏئي ڇڏي. پر هو صرف اوترو ئي مال وٺي سگهي ٿو جيترو هن پاڻ ڏنو هو وڌيڪ ڪجهه به نه.

مان ڪنهن) کي ڪو گناھ نہ ٿيندو. هي الله جون(مقرر ڪيل)حدون آهن تنهنڪري توهان انهن کان ٻاهر نہ نڪرو ۽ جيڪي ماڻهو الله جي (مقرر ڪيل)حدن کان ٻاهر نڪري وڃن تہ (سمجهي وٺو تہ)اُهي ماڻهو (اصل)ظالم آهن.

فَاِنْ طَلَّقَهَا فَلَا تَحِلُّ لَهٗ مِنْۢ بَعْدُ حَتّٰى تَنْكِحَ زَوْجًا غَيْرَهٗ ؕ فَاِنْ طَلَّقَهَا فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَآ اَنْ يَّتَرَاجَعَآ اِنْ ظَنَّآ اَنْ يُّقِيْمَا حُدُوْدَ اللّٰهِ ؕ وَتِلْكَ حُدُوْدُ اللّٰهِ يُبَيِّنُهَا لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿۲۳۱﴾

**٢٣١**- پوءِ جيڪڏهن(مٿي بيان ڪيل ٻن طلاقن جي گذري وڃڻ کانپوءِ بہ مڙس انهيءَ کي ٽين)طلاق ڏئي ڇڏي تہ ان کانپوءِ اُها عورت انهيءَ لاءِ جائز نہ ٿيندي جيستائين جو اها انهيءَ کانسواءِ(ڪنهن ٻئي)مڙس وٽ نہ وڃي پر جيڪڏهن اهو(بہ)انهيءَ کي طلاق ڏئي ڇڏي تہ انهن ٻنهي کي ان شرط سان تہ انهن کي يقين هجي تہ اهي الله جي (مقرر ڪيل) حدن کي قائم رکي سگهندا پاڻ ۾ ٻيهر رجوع ڪرڻ تي ڪو بہ گناھ نہ ٿيندو.۽ هي الله جي(مقرر ڪيل)حدون آهن جن کي هُو علم وارن ماڻهن جي لاءِ کولي بيان ڪري ٿو.

وَاِذَا طَلَّقْتُمُ النِّسَآءَ فَبَلَغْنَ اَجَلَهُنَّ فَاَمْسِكُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ اَوْ سَرِّحُوْهُنَّ

**٢٣٢**-۽ جڏهن توهان عورتن کي طلاق ڏيو. ۽ اُهي پنهنجي مقرر مدت(جي آخري حد)کي پهچي وڃن① تہ يا تہ انهن کي

---

١- بَلَغَ الْاَجَلَ جون ٻہ معنائون آهن.اها بہ تہ مدت جي خاتمي جي ويجهو پهچي ويو ۽ اها بہ تہ

بِمَعْرُوْفٍ ۠ وَلَا تُمْسِكُوْهُنَّ ضِرَارًا لِّتَعْتَدُوْا ۚ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ فَقَدْ ظَلَمَ نَفْسَهٗ ۭ وَلَا تَتَّخِذُوْٓا اٰيٰتِ اللّٰهِ هُزُوًا ۡ وَاذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَمَآ اَنْزَلَ عَلَيْكُمْ مِّنَ الْكِتٰبِ وَالْحِكْمَةِ يَعِظُكُمْ بِهٖ ۭ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ۲۳۲ ع

مناسب طور تي روڪي وٺو① يا انهن کي مناسب طور تي رخصت ڪري ڇڏيو. ۽ انهن کي تڪليف ڏيڻ لاءِ(انَ نيت سان)ته(پوءِ وري)انهن تي زيادتي ڪيو نہ روڪيو.۽ جيڪو شخص ائين ڪري ته (سمجهو ته) هنَ پنهنجي جان تي(ئي)ظلم ڪيو آهي ۽ توهان اللّٰه جي حڪمن کي مسخريءَ جو نشانو نه بڻايو ۽ توهان تي جيڪو اللّٰه جو انعام(ٿيو) آهي(انَ کي) ياد رکوءِ(انهيءَ کي به ياد رکو)جيڪو هنَ توهان تي نازل ڪيو آهي يعني ڪتاب ۽ حڪمت(کي) هُو انهيءَ جي ذريعي توهان کي نصيحت ڪري ٿو ۽

**(باقي حاشيو)** مدت پوري ڪري ورتي.هن جڳهه تي پهرين معنيٰ مراد آهي.علامہ قرطبي هسپانوي مفسر لکن ٿا ته هن آيت ۾ پهرين بيان ڪيل معنيٰ تي سيئي علماء ات متفق آهن.ڪنهن به انجي خلاف ناهي ڳالهايو.عربيءَ جو محاورو آهي ته جڏهن مسافرشهر جي ويجهو پهچندو آهي ته چوندو آهي ته بَلَغْنَا الْبَلَدَ اسان شهر پهچي وياسين.اڙدوءَ ۾ به اهو استعمال ڪثرت سان ٿيندو آهي.**فَاَمْسِكُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ اَوْ سَرِّحُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ** ۾ ان ڳالهه تي زور پريو ته عورتن سان صرف ٻن قسمن جو سلوڪ ڪرڻ جو حڪم آهي. يا انهن کي چڱي نموني پاڻ وٽ رکو يا سُهڻي نموني رخصت ڪري ڇڏيوائين نہ ٿئي جو توهان ان نيت سان رجوع ڪيو ته بعد ۾ ٻيهر هن کي ڏکُ ڏيڻَ جو هڪ موقعو توهان جي هٿ اچي ويندو.

**ا۔** ”انهن کي روڪي وٺو“مان مراد هي آهي ته رجوع ڪري ڇڏيو ۽ طلاق واپس وٺي ڇڏيو. پر فرمائي ٿو ته هي رجوع دستور موجب هجڻ گهرجي.ائين نہ ٿئي جو عورت جي بدنامي ٿئي ۽ يا پوءِ انهن کي طلاق ته ڏئي ڇڏيو،پر طلاق ڏيڻ وقت به اهو خيال رکو ته انهن سان سٺو سلوڪ هجي.انهن کي ذليل ۽ بدنام نہ ڪريو.

اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ سمجهي ڇڏيو تہ اللّٰه هر هڪ ڳالهہ کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَاِذَا طَلَّقْتُمُ النِّسَآءَ فَبَلَغْنَ اَجَلَهُنَّ فَلَا تَعْضُلُوْهُنَّ اَنْ يَّنْكِحْنَ اَزْوَاجَهُنَّ اِذَا تَرَاضَوْا بَيْنَهُمْ بِالْمَعْرُوْفِ ؕ ذٰلِكَ يُوْعَظُ بِهٖ مَنْ كَانَ مِنْكُمْ يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ ذٰلِكُمْ اَزْكٰى لَكُمْ وَاَطْهَرُ ؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ وَاَنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿۲۳۲﴾

**٢٣٣**۔۽ جڏهن توهان عورتن کي طلاق ڏيو ۽ اهي پنهنجي عدت ① کي پورو ڪري وٺن تہ توهان انهن کي جڏهن تہ اهي نيڪ طريقي تي هڪ ٻئي سان رضامند ٿي وڃن پنهنجن مڙسن سان نڪاح ڪرڻ کان نہ ② روڪيو ـ هيءَ (اُها ڳالهہ)آهي جو جنهنجي توهان مان هر انهيءَ شخص کي جيڪو اللّٰه تي ۽ روز آخرت تي ايمان آڻي ٿو، نصيحت ڪئي وڃي ٿي(۽ سمجهي ڇڏيو تہ) هيءَ ڳالهہ توهان جي حق ۾ سڀ کان وڌيڪ برڪت واري ۽ سڀ کان وڌيڪ پاڪيزه ③ آهي ۽ اللّٰه ڄاڻي ٿو ۽ توهان نٿا ڄاڻو.

وَالْوَالِدٰتُ يُرْضِعْنَ اَوْلَادَهُنَّ حَوْلَيْنِ

**٢٣٤**۔۽ مائرون پنهنجن ٻارن کي پورن ٻن سالن تائين کير پيارن(هيءَ هدايت)انهن

---

١۔هن جڳهہ بَلَغْنَ جي معنيٰ عدت پوري ڪري وٺڻ جي آهي مدت جي خاتمي جي ويجهو پهچي وڃڻ جي ناهي.(ڏسو نوٽ آيت: ٢٣٢)

٢۔هن جڳهہ تي حاضر جو صيغو استعمال ٿيو آهي پر مراد هي آهي تہ مرد ۽ عورت جا مائٽ نہ روڪين.صرف زور پيرڻ لاءِ غائب کي حاضر ڏانهن ڦيرايو ويو آهي ۽ تون جولفظ استعمال ڪيو ويو آهي.

٣۔ اَزْكٰى: زَكَا مان نڪتو آهي ۽ زَكَا جي معنيٰ وڌڻ ۽ برڪت وارو هجڻ جي هوندي آهي (مفردات) ان ڪرياَزْكٰى جي معنيٰ ٿي وڌيڪ وڌڻ واري ۽ وڌيڪ برڪت واري.

كَامِلَيْنِ لِمَنْ اَرَادَ اَنْ يُّتِمَّ الرَّضَاعَةَ ؕ وَعَلَى الْمَوْلُوْدِ لَهٗ رِزْقُهُنَّ وَكِسْوَتُهُنَّ بِالْمَعْرُوْفِ ؕ لَا تُكَلَّفُ نَفْسٌ اِلَّا وُسْعَهَا ۚ لَا تُضَآرَّ وَالِدَةٌ بِوَلَدِهَا وَلَا مَوْلُوْدٌ لَّهٗ بِوَلَدِهٖ ۗ وَعَلَى الْوَارِثِ مِثْلُ ذٰلِكَ ۚ فَاِنْ اَرَادَا فِصَالًا عَنْ تَرَاضٍ مِّنْهُمَا

لاءِ (آهي)جيڪي ڪير پيارڻ(جي ڪم) کي (انهيءَ جي مقرر ڪيل مدت تائين) پورو ڪرڻ چاهين.۽ جنهن جو ٻار آهي انَ جي ذمي دستور ① مطابق انهن(ڪير پيارڻ وارين) جو کاڌو ۽ انهن جي پوشاڪ آهي ②- ڪنهن شخص ③ تي هنَ جي طاقت کان وڌيڪ ذميداري ناهي وڌي ويندي- ڪنهن ماءُ کي ④ پنهنجي

**١**ـ هتي بِـالْـمَـعْـرُوْفِ مان مراد پيءُ جي توفيق آهي شاهوڪار پنهنجي توفيق جي مطابق ڏئي ۽ غريب پنهنجي توفيق جي مطابق.هن جڳهه تي عام ڪير پيارڻ وارين جو ذڪر ناهي بلڪ مائرن جو آهي ۽ هي ذڪر طلاق جي سلسلي ۾ ڪيو ويو آهي ۽ چيو ويو آهي ته جيڪڏهن ڪير پيارڻ واري عورت کي طلاق ڏني وڃي ته ٻار جي خاطر عورت لاءِ اهو ضروري آهي ته ٻار کي مقرر مدت تائين ڪير پياري ۽ ان جي بدلي مڙس تي فرض آهي ته عام پورهيت عورت وانگر نه بلڪ پنهنجي توفيق جي مطابق ان کي خرچ ڏئي.ڇاڪاڻ ته هي عورت جي جذبات کي صدمو ڏيڻ وارو ٿيندو جو هڪ طرف هن کي مجبور ڪيو وڃي ته اها طلاق کان پوءِ به ٻار کي ڪير پياريندي رهي ۽ ٻي طرف هن کي اهڙي حالت ۾ رکيو وڃي جيڪا اڳوڻي حالت کان بُري هجي ۽ هن لاءِ ذلت جو باعث هجي.

**٢**ـ کاڌي ۽ ڪپڙي مان مراد تمام خرچ آهن صرف ماني ۽ ڪپڙا نه ۽ هي محاورو آهي تمام ضرورتن کي پورو ڪرڻ جي باري ۾.

**٣**ـ يعني مرد کي اهو مطالبو ڪرڻ ته هو پنهنجي توفيق کان وڌيڪ خرچ ڪري اهو به مناسب ناهي ۽ عورت کان گُهرَ ڪرڻُ ته هو هڪ نوڪر وانگر طلاق کان پوءِ هڪ عرصو گهر ۾ گذاري ڇڏي اهوبه مناسب ناهي.

**٤**ـ يعني ٻار کي هڪ ٻئي تي زور پرڻ جو ذريعو نه بڻايو.هي نهايت لطيف حڪم آهي.گهڻا ئي نادان اها حرڪت ڪندا آهن ۽ نتيجو هي ٿيندو آهي يا ته ٻار مري ويندا آهن يا انهن جي تربيت خراب ٿي ويندي آهي.اهڙي قسم جو فعل اصل ۾ اولاد کي قتل ڪرڻ جهڙو آهي ۽ قرآن ڪريم ان کان روڪي اچڻ وارين اولادن تي عظيم احسان ڪيو آهي.

وَتَشَاوُرٍ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَا ۗ وَإِنْ أَرَدْتُّمْ أَنْ تَسْتَرْضِعُوٓا أَوْلَادَكُمْ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ إِذَا سَلَّمْتُمْ مَّآ اٰتَيْتُمْ بِالْمَعْرُوفِ ۗ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوٓا أَنَّ اللّٰهَ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ ﴿٢٣٣﴾

ٻار جي ذريعي ڏک نه ڏنو وڃي ۽ نه پيءُ کي انهيءَ جي ٻار جي سببان(ڏک ڏنو وڃي)۽ وارث تي(به)ائين ئي(ڪرڻ لازم) آهي ۽ جيڪڏهن اهي ٻئي هڪ ٻئي جي رضامندي ۽ گڏيل مشوري سان کير ڇڏائڻ چاهين ① ته(انهيءَ ۾)انهن تي ڪوبه گناهه ناهي ۽ جيڪڏهن توهان پنهنجي ٻارن کي (ڪنهن ٻي عورت کان)کير پيارڻ گهرو تهتوهان تي ڪو به گناهه ڪونهي جڏهن توهان اُهو (معاوضو) جيڪو توهان ڏيڻو ② ڪيو

**١ـ** هن آيت مان معلوم ٿئي ٿو ته ٻار جي کير پيارڻ يا ڇڏائڻ جي باري ۾ فيصلو قرآن ڪريم نه مرد جي اختيار ۾ رکيو آهي نه عورت جي اختيار ۾.بلڪ ٻنهي کي گڏيل اختيار ڏنو آهي شايد سيني شريعتن جي تاريخ ۾ هي واحد مثال آهي ته اهڙي طرح گهرو معاملات ۾ زال مڙس کي هڪ جاءِ تي ٻيهاري هڪ جيترا اختيار ڏنا ويا آهن. ها اهو شرط ضرور آهي ته کير پيارڻ جو مدو جيڪو قرآن ڪريم مقرر ڪيو آهي ان کان وڌيڪ دير تائين کير پيارڻ تي مڙس مجبور ڪري سگهي ٿو نه عورت زور ڀري سگهي ٿي.جڏهن طلاق کان پوءِ به عورت جي جذبات جو ايتري قدر خيال رکڻ تي مڙس کي مجبور ڪيو ويو آهي ته ظاهر آهي ته جيڪا عورت نڪاح ۾ آهي انهن ڳالهين ۾ ان جي جذبات جو خيال رکڻ اسلام جي ويجهو ڪيتري قدر ضروري نه هوندو.

**٢ـ** قرآني لفظ اٰتَيْتُمْ جا آهن جن جي لفظي معني آهي ڏني ڇڏيو آهي، ڏئي چڪو آهين. پر اهڙي طرح ترجمو ڪيو وڃي ته ترجمو هي ٿيندو ته جڏهن توهان ڏئي ڇڏيو. جيڪو ڪجهه توهان ڏئي چڪا آهيو ۽ ظاهر آهي ته هي مراد قرآن مجيد جي نٿي ٿي سگهي.ان ڪري ان لفظن جو ترجمو ڪرڻ وقت هڪ ٻئي قاعدي کي سامهون رکڻو پوندو اُهو هي آهي ته ڪڏهن ماضيءَ جو صيغو قطعي فيصلي تي دلالت ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.جهڙوڪ قرآن ڪريم ۾ ڪيترين ئي جڳهن تي به هي محاورو استعمال ڪيو ويو آهي.مثال طور تي اچي ٿو اِذَا قُمْتُمْ اِلَى الصَّلٰوةِ فَاغْسِلُوْا وُجُوْهَكُمْ

آهي مناسب طور تي ادا ڪري ڇڏيو ۽ الله جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ سمجهي ڇڏيو ته جيڪي ڪي توهان ڪيو ٿا الله انهيءَ ڪي يقيناً ڏسي ٿو.

وَالَّذِيْنَ يُتَوَفَّوْنَ مِنْكُمْ وَ يَذَرُوْنَ اَزْوَاجًا يَّتَرَبَّصْنَ بِاَنْفُسِهِنَّ اَرْبَعَةَ اَشْهُرٍ وَّعَشْرًا ۚ فَاِذَا بَلَغْنَ اَجَلَهُنَّ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيْمَا فَعَلْنَ فِيْٓ اَنْفُسِهِنَّ بِالْمَعْرُوْفِ ۭ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿٢٣٥﴾

**٢٣٥**۔ ۽ توهان مان جن(ماڻهن)جو روح قبض ڪري ونبوآهي ۽ اُهي(پنهنجي پنيان) زالون ڇڏي وڃن ٿا(گهرجي ته)اُهي(زالون) پنهنجي پاڻ ڪي چئن مهينن(۽)ڏهن ڏينهن تائين روڪي رکن پوءِ جڏهن اهي پنهنجو مقررڪيل وقت پورو ڪري وٺن اهي پنهنجي متعلق مناسب طور تي جيڪي ڪجهه(به) ڪن انهيءَ جو توهان تي ڪو گناهه ناهي ۽ جيڪي توهان ڪيو ٿا الله انهيءَ کان واقف آهي.

وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيْمَا عَرَّضْتُمْ بِهٖ مِنْ خِطْبَةِ النِّسَآءِ اَوْ اَكْنَنْتُمْ فِيْٓ اَنْفُسِكُمْ ۭ عَلِمَ اللّٰهُ اَنَّكُمْ سَتَذْكُرُوْنَهُنَّ وَلٰكِنْ لَّا تُوَاعِدُوْهُنَّ سِرًّا اِلَّآ اَنْ تَقُوْلُوْا قَوْلًا

**٢٣٦**۔ ۽ عورتن سان نڪاح جي درخواست متعلق جيڪا ڳالهه توهان اشاري سان (انهن ڪي)چوُ يا پنهنجي دلين ۾ رکو انهيءَ تي توهان ڪي ڪو گناهه ناهي.الله جاڻي ٿو ته توهان ڪي ضرور انهن جو خيال ايندو پر توهان هُن سان ڳجهيءَ طور تي(ڪو) معاهدو

**(باقي حاشيو)**(مائده: ٧) يعني جڏهن توهان نماز لاءِ بيهو ته پنهنجن منهن ۽ هٿن ڪي نونين تائين ڌوئي ڇڏيندا ڪريو. حالانڪ وضو نماز لاءِ بيهڻ کان اڳ ڪيو ويندو آهي نڪي بعد ۾.ان ڪري هتي اهوئي مراد آهي ته نماز جو پختو ارادو ڪرڻ تي وضو ڪري وٺندا ڪريو.۽ اهائي مراد مٿين آيت مان آهي ۽ چيو ويوآهي ته جڏهن توهان ڪير پيارڻ جو پاڻ ۾ فيصلو ڪري وٺو ۽ پڪو ارادو ڪيو ته گهرجي ته جيڪو معاوضو مقرر ڪيو اهو وقت سِر ڏيندا ڪيو.

مَّعْرُوْفًا ۬ وَلَا تَعْزِمُوْا عُقْدَةَ النِّكَاحِ حَتّٰى يَبْلُغَ الْكِتٰبُ اَجَلَهٗ ۭ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا فِيْٓ اَنْفُسِكُمْ فَاحْذَرُوْهُ ۚ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ ﴿٢٣٥﴾

نہ ڪيو.ها اِها(اجازت آهي)تہ توهان انهن ڪي ڪا مناسب ڳالهہ چئي ڇڏيو. ① ۽ جيستائين (عدت جو)حڪم پنهنجي مدت تائين (نہ) پهچي وڃي(انهيءَ وقت تائين)توهان نڪاح ڪرڻ جو پڪو پَهُہ نہ ڪيو.۽ سمجهي ڇڏيو تہ توهان جي دلين ۾ جيڪي(بہ)آهي الله انهيءَ ڪي ڄاڻي ٿو. پوءِ توهان انهيءَ (ڳالهہ)کان ڊڄو ۽ سمجهي ڇڏيو تہ الله ڏاڍو بخشڻ وارو (۽)بردبار آهي.

لَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ اِنْ طَلَّقْتُمُ النِّسَاۗءَ مَا لَمْ تَمَسُّوْھُنَّ اَوْ تَفْرِضُوْا لَهُنَّ فَرِيْضَةً ښ وَّمَتِّعُوْھُنَّ ۚ عَلَي الْمُوْسِعِ قَدَرُهٗ وَعَلَي

**٢٣٦**۔ توهان تي ڪو گناهہ ناهي جيڪڏهن توهان عورتن ڪي انهيءَ وقت بہ طلاق ڏئي ڇڏيو جڏهن تہ اوهان انهن ڪي هٿ ② بہ نہ لاتو هجي يا مهر نہ مقرر ڪيو

**١**۔يعني رَنَ زال عورتن جي باري ۾ جيڪڏهن توهان جي دل ۾ نڪاح جي خواهش هجي تہ ان ڪي عِدتَ گذري وڃڻ تائين ظاهر نہ ڪريو هاڪنهن غير واضح اشاري سان اوڏانهن توجہ ڏياري وڃي تہ ڪو حرج ناهي.

**٢**۔بظاهر هيءَ هڪ بيهوده ڳالهہ لڳي ٿي تہ جيڪو شخص هٿ لائڻ کان اڳ طلاق ڏيندو اهو نڪاح ئي ڇو ڪندو.پر اهڙيون مجبوريون پيش اچي وينديون آهن. مثال طور نڪاح کان پوءِ جلدُ ئي اهڙا گواهہ ملي ويا جن اهڙيون گواهيون ڏنيون جن سان نڪاح جو حرام هجڻ ثابت ٿي وڃي ياگهٽ ۾ گهٽ نڪاح کان نفرت پيدا ٿي وئي. مثال طور نامڪمل گواهي اهڙي ملي وئي تہ هيءَ عورت مڙس جي ٿَنجُ شَريڪُ ڀيڻُ آهي ان ڪري بيشڪ اُها گواهي نامڪمل هجي پر مڙس جي دل ۾ نفرت تہ پيدا ٿي ويندي ۽ اهڙي قسم جون شاهديون اڪثر نڪاحن کان پوءِ ملي وينديون آهن يا خاندان جي وڏن ماڻهن جن ڪي اڳ حالات جو علم نہ هو فيصلو ڏين تہ اسانجا پاڻ ۾اهڙا تعلقات آهن جو توهان ٻئي نباهي نہ سگهندؤ.

الْمُقْتِرِ قَدَرُهٗ ۚ مَتَاعًا بِالْمَعْرُوْفِ ۚ حَقًّا عَلَى الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٢٣٧﴾

① هجي. ۽ (گهرجي ته انهيءَ صورت ۾) توهان انهن کي مناسب طور تي ڪجهه سامان ڏئي ڇڏيو ② (هيءَ ڳالهه) دولت مند تي انهيءَ جي طاقت جي مطابق (لازم آهي) ۽ نادار ③ تي انهيءَ جي طاقت جي مطابق (اسان ائين ڪرڻ) ڀلمانِسن تي واجب (ڪري) ڇڏيو آهي.

وَاِنْ طَلَّقْتُمُوْهُنَّ مِنْ قَبْلِ اَنْ تَمَسُّوْهُنَّ وَقَدْ فَرَضْتُمْ لَهُنَّ فَرِيْضَةً فَنِصْفُ مَا فَرَضْتُمْ اِلَّآ اَنْ يَّعْفُوْنَ اَوْ يَعْفُوَا الَّذِىْ بِيَدِهٖ عُقْدَةُ النِّكَاحِ ؕ وَاَنْ تَعْفُوْٓا اَقْرَبُ

**٢٣٨**۔ ۽ جيڪڏهن توهان انهن کي انهيءَ کان پهرين جو توهان انهن کي هٿ لاتو هجي پر مهر مقرر (ڪري ڇڏيو) هجي طلاق ڏئي ڇڏيو ته (ان صورت ۾) جيڪو (مهر) توهان مقرر ڪيو هجي انهيءَ جو اڌ (انهن جي حوالي ڪرڻو) پوندو سواءِ ان

**ا**۔ مهر مقرر ڪرڻ کان بغير اسلام نڪاح ناجائز رکيو آهي پر هن جڳهه مان معلوم ٿئي ٿو ته شايد اهو به جائز آهي. فقيهن ان جي هي معنيٰ ڪئي آهي ته پيسا پهلي مقرر نه به ڪيا ويا هجن پر هي سمجهيو ويندو ته مهر مقرر آهي ۽ ان جو مقرر ڪرڻ ڪنهن ٻي مقرر ڪيل حق مهر جهڙو هوندو يعني اهڙي ئي حيثيت واري خاندان جي ٻين ماڻهن کي ڏسڻو پوندو ته انهن جو مهر ڪيترو آهي.

٢۔ مَتَاعًا مَتِّعُوْهُنَّ جو مصدر آهي ۽ هي تاڪيد جي لاءِ ايندو آهي جيڪو ڪڏهن ٿورڙي جي معنيٰ ڏيندو آهي ۽ ڪڏهن ڪثرت ۽ پورائيءَ لاءِ. ڪڏهن اهڙو مصدر صرف غير معين شيءَ تي دلالت ڪرڻ لاءِ ايندو آهي ۽ ڪجهه جي معنيٰ ڏيندو آهي هن جڳهه اهائي معنيٰ لڳي ٿي.

**٣**۔ جيڪڏهن ان معاوضي جي باري ۾ اختلاف هجي ته قرآن ڪريم اصول طور فرمايو آهي ته جهيڙي جي صورت ۾ اولي الامر ڏانهن رجوع ڪريو. ان ڪري جهيڙي جي صورت ۾ قاضيءَ ڏانهن فيصلي لاءِ وڃڻ گهرجي. هو فيصلو ڪندو ته مڙس پنهنجي حيثيت جي مطابق عورت جو نقصان پورو ڪيو آهي يا نه.

لِلتَّقْوٰى ؕ وَلَا تَنْسَوُا الْفَضْلَ بَيْنَكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿٢٣٨﴾

(صورت)جي جو اُهي(عورتون)معاف ڪري ڇڏين يا اهو (شخص)معاف ڪري ڇڏي جنهنجي هٿ ① ۾ نڪاح(جو)ٻنڌڻ هجي ۽ توهان جو معاف ڪري ڇڏڻ تقويٰ جي وڌيڪ ويجهو آهي ۽ توهان پاڻ ۾(معاملو ڪرڻ وقت)احسان نه ڇڏيندا ڪيو،(۽ ياد رکو ته) جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا اللّٰه (انهيءَ ڪي) يقيناً ڏسي ٿو.

حٰفِظُوْا عَلَى الصَّلَوٰتِ وَالصَّلٰوةِ

**٢٣٩**-توهان(سڀني)نمازن جو ۽(خاص طور) وچين نماز جو پورو خيال ② رکو ۽ اللّٰه

---

**١**- يعني مڙس يا ڪن فقهاء جي خيال ۾ عورت جو وڪيل- **اِلَّآ اَنْ يَّعْفُوْنَ** مان هي مراد آهي ته يا ته عورتون طلاق جي وقت پنهنجو اڌ مهر پنهنجن مڙسن ڪي معاف ڪري ڇڏين يا انهن جا وڪيل معاف ڪري ڇڏين. ۽ **يَعْفُوَ الَّذِىْ بِيَدِهٖ عُقْدَةُ النِّكَاحِ** مان جيڪڏهن مڙس مراد ورتو وڃي ته آيت جي هيءَ معنيٰ ٿيندي ته مڙس اڌ مهر جي بجاءِ پورو مهر ڏئي ڇڏي. جڻ ته هن جڳهه تي پورو مهر ڏيڻ جو نالو به عفو رکيو ويو آهي جيئن ته قرآن ڪريم ۾ اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو ته **يَسْئَلُوْنَكَ مَاذَا يُنْفِقُوْنَ ۥ قُلِ الْعَفْوَ ؕ** (بقره آيت: ٢٢٠) يعني ماڻهو توکان اهو پڇندا آهن ته ڇا خرچ ڪريون، تون چئي ڇڏ جيڪو توهان جي خرچ کان بچي وڃي.ان ڪري **عَفُو** جي معنيٰ وڌيڪ جي به هوندي آهي ۽ **يَعْفُو** ۾ اها معنيٰ مراد آهي.

**٢**- **حَافَظَ عَلَيْهِ** جي معنيٰ آهي **وَاظَبَ عَلَيْهِ** -ان تي هميشگي اختيار ڪئي. **رَاقَبَهٗ** ان جي نگراني ڪئي.ان جو خيال رکيو. ۽ هي لفظ باب مفاعله منجهان آهي جنهن جي خاصيت آهي ته هو آمهون سامهون افعال تي دلالت ڪندو آهي.ان ڪري مطلب هي ٿيو ته توهان نمازن جو خيال رکو ۽ انهن جي نگراني ڪريو. نتيجو اِهو ٿيندو ته نماز توهان جي نگراني ڪندي،يعني ان جي ذريعي توهان گناهن ۽ غلطين کان پاڪ ٿيندؤ.ٻي جڳهه تي ان مضمون ڪي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو ويو آهي: **اِنَّ الصَّلٰوةَ تَنْهٰى عَنِ الْفَحْشَآءِ وَالْمُنْكَرِ** (عنڪبوت:٤٦) يعني نماز انسان ڪي بدين ۽ اڻوڻندڙ ڳالهين

الْوُسْطٰی ۗ وَقُوْمُوْا لِلّٰهِ قٰنِتِیْنَ ﴿۲۳۹﴾

جا فرمانبرداريءَ بيهو.

فَاِنْ خِفْتُمْ فَرِجَالًا اَوْ رُكْبَانًا ۚ فَاِذَآ اٰمِنْتُمْ فَاذْكُرُوا اللّٰهَ كَمَا عَلَّمَكُمْ مَّا لَمْ تَكُوْنُوْا تَعْلَمُوْنَ ﴿۲۴۰﴾

**۲۴۰**ـ ۽ جيڪڏهن توهان کي خوف هجي ته پنڌ يا سوار هئڻ جي حالت ۾ ئي(نماز پڙهي وٺو)پوءِ جڏهن توهان کي امن حاصل ٿي وڃي ته اللّٰه کي ياد ڪيو ڇاڪاڻ ⓵ ته هن توهان کي(اُهو ڪجهه)سيکاريو آهي جيڪو توهان (پهرين) نه ڄاڻيندا هئا.

وَالَّذِیْنَ یُتَوَفَّوْنَ مِنْكُمْ وَیَذَرُوْنَ اَزْوَاجًا ۚۖ وَّصِیَّةً لِّاَزْوَاجِهِمْ مَّتَاعًا اِلَی الْحَوْلِ غَیْرَ اِخْرَاجٍ ۚ فَاِنْ خَرَجْنَ فَلَا

**۲۴۱**ـ ۽ توهان مان جيڪي ماڻهو وفات ڪري وڃن ۽ زالون ڇڏي وڃن.اُهي پنهنجي زالن جي حق ۾ هڪ سال تائين فائدو پهچائڻ يعني انهن کي(گهرن کان)نه ڪڍڻ جي وصيت ⓶ ڪري وڃن.

---

**(باقي حاشيو)** کان روڪيندي آهي.هي جُڙ ته اُها حفاظت آهي جيڪا نماز ٻانهي جي ڪندي آهي.اهڙي طرح ان جي ذريعي سان هيءَ ٻه حفاظت ٿيندي آهي ته خدا تعاليٰ نماز تي قائم رهڻ واري ٻانهي جويارءِ مددگار ٿي ويندو آهيءِ ٻيا به گهڻا فائدا اسلامي نماز ۾ آهن.اصل ۾ **حَافِظُوا** جي لفظ سان اهو ٻڌايو آهي ته اسلامي عبادت ٻين مذهبن جي عبادتن وانگر هڪ طرفي ناهي، بلڪ ان جا وٽندڙ نتيجا هن دنيا ۾ به انسان کي ملندا آهن ۽ اڳين جهان ۾ به ملندا.

**۱ـ كَمَا عَلَّمَكُم**ـ ڪ جي عام معنيٰ جهڙو جي هوندي آهي. پر ان جي هڪ معنيٰ ل جي به آهي يعني”ان لاءِ ته“يا”ڇاڪاڻ ته“ (مغني)هن جڳهه تي اهائي معنيٰ وڌيڪ سني لڳي ٿي ۽ انهيءَ کي اسان اختيار ڪيو آهي.

**۲ـ وَصِيَّةً** مصدر آهي.هن کان اڳ **يُوصُونَ** مخفي سمجهيو ويندو، يعني اُهي وصيت ڪري وڃن.**مَتَاعاً** ٻيو مصدر آهي.ان کان اڳ به **اَنْ مَتِّعُوهُنَّ** مخفي آهي ۽ معنيٰ هيءَ آهي ته هيءَ وصيت ڪري وڃن ته بعد ۾ اهي ماڻهو جن جي هٿ وصيت جو جاري ڪرڻ آهي انهن کي هڪ سال تائين

جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيْ مَا فَعَلْنَ فِيْٓ اَنْفُسِهِنَّ مِنْ مَّعْرُوْفٍ ۭ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٤٠﴾

پر جيڪڏهن اُهي(پاڻ) هليون وڃن ته اهي پنهنجي متعلق جيڪا پسنديده ① ڳالهه ڪن انَ جو توهان ڪي ڪوگناهه ناهي ۽ اللّٰه غالب(۽) حڪمت وارو آهي.

وَلِلْمُطَلَّقٰتِ مَتَاعٌۢ بِالْمَعْرُوْفِ ۭ حَقًّا

٢٤٢۔۽ جن عورتن ڪي طلاق ڏني وڃي انهن ڪي به(پنهنجي) حالتن ② جي مطابق

**(باقي حاشيو)** فائدو رسائين. ان ڪانپوءِ غَيْـرَ اِخْـرَاجٍ جا لفظ آهن جيڪي متاع جو سَتُ آهن. ان ڪري معنيٰ هيءَ ٿي ته فائدو رسائڻ مان اسانجي مراد هيءَ آهي ته انهن ڪي گهرن مان نه ڪڍيو وڃي بلڪ پلي اهو گهرُ ڪنهن بي وارث جي حصي ۾ آيو هجي زالن ڪي هڪ سال تائين ان ۾ رهڻ جو حق حاصل هجي. ان جي اها معنيٰ ناهي ته عورت پاڻ به گهر مان نٿي وڃي سگهي. عورت عدت ڪانپوءِ پنهنجي مرضيءَ سان ۽ پنهنجي فائدي لاءِ وڃڻ چاهي ته وڃي سگهي ٿي. سال جو شرط صرف عورت جي آرام ۽ فائدي جي لاءِ رکيو ويو آهي. ۽ ان سان وارثن ڪي پابند ڪيو ويو آهي. عورت تي پابندي رڳو عدت جي ڏينهن تائين گهر ۾ رهڻ جي آهي. بعد ۾ ان حڪم مان فائدو وٺڻ يا نه وٺڻ ان جي اختيار ۾ آهي. افسوس مسلمانن ان حڪم ڪي وساري ڇڏيو آهي ۽ هڪ تمدني نيڪيءَ ڪان محروم ٿي ويا آهن.

**١۔ مَعْرُوْف** جي معنيٰ قانون يا فطرت يا قومي رواج جي مطابق جي آهي، يعني جنهن ڪي ماڻهون ڄاڻن ٿا. هن جڳهه تي ان جي معنيٰ پسنديده ۽ بهتر جي آهي. مطلب هي آهي ته پلي عدت ڪانپوءِ عورتون نڪاح ڪن پلي پنهنجي والدين يا پين مٽ مائٽن ڏانهن هليون وڃن يا ڪا نوڪري ڪن توهان تي ڪو اعتراض ناهي ۽ ان حڪم جي مطابق توهان ڪي انهن ڪي روڪڻ نه کپي.

**٢۔ مَـعْـرُوْف** جو لفظ قرآن مجيد ۾ ڪيترائي دفعا اچي ٿو ۽ هي لفظ عرف مان نڪتو آهي ۽ ان جي معنيٰ آهي "جَاتلُ سُجاتلُ". مفرداتِ راغب ۾ لکيل آهي **اَلْـمَـعْـرُوْفُ اِسْـمٌ لِّـكُـلِّ فِـعْلٍ يُعْرَفُ بِالْعَقْلِ اَوِالشَّرْعِ حُسْنُهٗ**۔ يعني معروف هر ان ڪم ڪي چيو ويندو آهي جنهن جي خوبي عقل ۽ شريعت مان سُڃاتي وڃي. ان ڪري جڏهن شريعت جي لحاظ سان معروف هجي ته اهو فعل قانون مطابق چورائيندو ۽ جڏهن عام عقل سان ان جي خوبي ڄاتي وڃي ته ان ڪي دستور مطابق چونداسين.

ڇاڪاڻ ته جنهن ڳالهه جي خوبي هر انسان ڄاڻيندو آهي ان جو رواج بني نوع انسان ۾ موجود

عَلَى الْمُتَّقِيْنَ﴿۲۴۲﴾ ڪجهه سامان ① ڏيڻ ضروري آهي. هيءَ ڳالهه(اسان)متقين تي واجب(ڪري ڇڏي) آهي.

كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمْ اٰيٰتِهٖ لَعَلَّكُمْ ۲۴۳۔اهڙيءَ ②طرح الله پنهنجا حڪمَ ③ توهان جي(فائدي جي)لاءِ کولي بيان

**(باقي حاشيو)** هوندو آهي. ۽ جڏهن ڪنهن ڳالهه جي خوبي ڪنهن خاص ماڻهو جي عقل سان سجاتي ويندي ته ان ڪي حال سارو يا حال مطابق چونداسين چاڪاڻ ته ماڻهن سان انهن ئي نيڪين جو تعلق هوندو آهي جيڪي خاص انهن جي حالات سان واسطو رکندڙ هجن.

**۱۔ مُطَلَّقَات** سان حسن سلوڪ ڪي پيهر ورجايو آهي جنهن جو سبب هي آهي ته مطلقه(طلاق ڏنل) زال سان ناراضپو هوندو آهي ان ڪري ان سان حسن سلوڪ ڪرڻ لاءِ خاص ڏيان ڏيارڻ جي ضرورت آهي.مسلمانن تي تعجب آهي ته اللّٰه تعاليٰ ته طلاق ڏنل عورتن سان مَهَرَ ڪان علاوه سلوڪ ڪرڻ جو ارشاد فرمائي ٿو ۽ مسلمان عورتن جا مهر به ڪائي ٿاوجن جيڪڏهن ان حڪم تي عمل ڪيو وڃي ته ڪيتري قدر فساد ۽ جهيڙا ختم ٿي وڃن ۽ طلاق جيڪا رڳو مجبوري ۾ حلال آهي ان ڪوڙاڻ جي پيدا ڪرڻ جو سبب نه بڻجي. جنهن جو سبب اها هاڻي ٿي رهي آهي. بلڪ بئي ڌريون محسوس ڪن ته مجبوريءَ سان عليحدگي اختيار ڪئي وئي آهي نه ته پاڻ ۾ناراضگي يا بدمزگي ناهي.ان حڪم سان ان طرف به اشارو ٿي سگهي ٿو ته جيتوڻيڪ رن زال جي لاءِ فيصلي جي ذريعي هڪ سال تائين گهر مان فائدو وٺڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. پر مومن ڪي گُهرجي ته رن زال ڪي به جيڪڏهن ڪيس ضرورت هجيس ان سان حسن سلوڪ ڪندي ڪجهه عرصو وڌيڪ گهر مان فائدو وٺڻ جو موقعو ڏئي ڇڏي ۽ هيءَ معنيٰ بلڪل صحيح آهي چاڪاڻ ته متاع جي معنيٰ رڳو سامان ڏيڻ جي نه هوندي آهي بلڪ فائدو ڏيڻ جي به هوندي آهي.

**۲۔** يعني شريعت جي بيان ۾ هي امر هر جڳهه سامهون رکيوويو آهي ته تمام ضروري ڳالهين جي باري ۾ تعليم اچي وڃي ۽ اهڙي ريت تعليم ڏني وڃي ته انسان بدين ۽ ڪمزورين ڪان بچي وڃن. **تَعْقِلُوْن** جي اها ئي معنيٰ آهي.

**۳۔** اٰيَة جي معنيٰ علامت جي هوندي آهي. پر قرآن ڪريم ۾ ڪٿي خداتعاليٰ پاڻ ڏي ڏيان

تَعۡقِلُوۡنَ ﴿٢٤٣﴾ ع ٣١/٧/١٥ ڪري تہ انهيءَ لاءِ تہ توهان سمجهو.

اَلَمۡ تَرَ اِلَى الَّذِيۡنَ خَرَجُوۡا مِنۡ دِيَارِهِمۡ وَهُمۡ اُلُوۡفٌ حَذَرَ الۡمَوۡتِ ۖ فَقَالَ لَهُمُ اللّٰهُ مُوۡتُوۡا ۟ ثُمَّ اَحۡيَاهُمۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَذُوۡ فَضۡلٍ عَلَى النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكۡثَرَ النَّاسِ لَا يَشۡكُرُوۡنَ ﴿٢٤٤﴾

٢٤٤- ڇا توڪي انهن ماڻهن جي خبر ناهي پهتي جيڪي موت کان بچڻ لاءِ جڏهن تہ اهي هزارن(جي تعداد ۾) هئا پنهنجن گهرن مان نڪتا① هئا انَ تي اللّٰه هنن کي چيو تہ توهان مري وڃو ② انَ کانپوءِ هُن انهن کي زندهہ ڪري ڇڏيو. اللّٰه ماڻهن تي يقيناً (وڏو)فضل ڪرڻ وارو آهي پر اڪثر ماڻهو شڪر نٿا ڪن.

وَقَاتِلُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَاعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ سَمِيۡعٌ عَلِيۡمٌ ﴿٢٤٥﴾

٢٤٥-۽ توهان اللّٰه جي راهہ ۾ جنگ ڪيو ۽ سمجهي ڇڏيو تہ اللّٰه ڏاڍو ٻڌڻ وارو(۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

**(باقي حاشيو)** ڏيارڻ وارين ڳالهين کي ڪٿي ايمان ڏانهن راهنمائي ڪرڻ وارين ڳالهين کي ڪٿي عذاب کان بچائڻ وارين ڳالهين کي ڪٿي تمدن جو صحيح رستو ٻڌائڻ وارين ڳالهين کي آيتون چيو آهي. هر جڳهہ تي هن جو ترجمو علامت ڪرڻ اڙدوءَ ۾ ممڪن ناهي. ان ڪري هن جڳهہ جيڪو اصل مفهوم آهي يعني اهي حُڪمَ جيڪي صحيح تمدن ڏانهن راهنمائي ڪندا آهن انهيءَ کي ترجمي ۾ رکيو ويو آهي.

١- اَلَّذِيۡنَ خَرَجُوۡا مِنۡ دِيَارِهِمۡ مان مراد بني اسرائيل آهن جيڪي فرعون جي دپ کان مصر مان نڪري آيا هئا.وَهُمۡ اُلُوۡفٌ ۾ ٻڌايائين تہ اُهي هزارين هئا.ان مان بائيبل جي ان بيان جي نفي ٿئي ٿي تہ بني اسرائيل جو تعداد جيڪي مصر مان نڪتا هئا ڇهہ لک ٽي هزار پنج سو پنجاهہ هو. ڇاڪاڻ تہ ڇهہ لکن جو قافلو بنا گهٽي سامان جي بيابان جهنگ مان سوين ميلن تائين نٿو گذري سگهي.

٢- ”مري وڃو“ مان هيءَ مراد آهي تہ توهان جي نافرمانيءَ جي ڪري توهان کان فتح ڪرڻ واريون طاقتون واپس ورتيون وڃن ٿيون. پر بعد ۾ خداتعاليٰ کين معاف ڪري ڇڏيو ۽ انهن جي غالب اچڻ واريون طاقتون کين واپس ڏئي ڇڏيائين.

مَنۡ ذَا الَّذِیۡ یُقۡرِضُ اللّٰہَ قَرۡضًا حَسَنًا فَیُضٰعِفَہٗ لَہٗۤ اَضۡعَافًا کَثِیۡرَۃً ؕ وَ اللّٰہُ یَقۡبِضُ وَ یَبۡصُۜطُ ۪ وَ اِلَیۡہِ تُرۡجَعُوۡنَ ﴿۲۴۶﴾

٢٤٦- چا آهي ڪو جيڪو اللّٰه کي (پنهنجي مال جو) هڪ سنو ترڪو ① ڪٽي ڏئي ته جيئن هُو انهيءَ کي هنَ لاءِ تمام گهڻو وڌائي ۽ اللّٰه (جي هيءَ به سنت آهي جو هُو ٻانهي جو مال)وٺي ٿو ۽ وڌائي ٿو ۽ (آخر)توهان کي انهيءَ ڏانهن موٽايو ويندو.

اَلَمۡ تَرَ اِلَی الۡمَلَاِ مِنۡۢ بَنِیۡۤ اِسۡرَآءِیۡلَ مِنۡۢ بَعۡدِ مُوۡسٰی ۘ اِذۡ قَالُوۡا لِنَبِیٍّ لَّہُمُ ابۡعَثۡ لَنَا مَلِکًا نُّقَاتِلۡ فِیۡ سَبِیۡلِ اللّٰہِ ؕ قَالَ ہَلۡ عَسَیۡتُمۡ اِنۡ کُتِبَ عَلَیۡکُمُ الۡقِتَالُ اَلَّا تُقَاتِلُوۡا ؕ قَالُوۡا وَ مَا لَنَاۤ اَلَّا نُقَاتِلَ فِیۡ سَبِیۡلِ اللّٰہِ وَ قَدۡ اُخۡرِجۡنَا مِنۡ دِیَارِنَا

٢٤٧- چا توکي بني اسرائيل جي انهن سردارن جو حال نه معلوم ٿيو آهي جيڪي موسيٰ کان پوءِ گذريا آهن جڏهن انهن پنهنجي هڪ نبيءَ ② کي چيو ته اسان جي لاءِ ڪو (شخص) بادشاهه (ٻڌائي) ڪڙو ڪيو ته جيئن اسان(هنَ جي ماتحت ٿي)اللّٰه جي راهه ۾ جنگ ڪيون.انهيءَ چيو(ڪٿي)ائين ته نه ③ ٿيندو جو جيڪڏهن توهان تي جنگ فرض ڪئي

١- **يُقْرِضُ، اَقْرَضَ**مان نڪتو آهي ۽ ان جي معنيٰ قرض ڏيڻ جي به هوندي آهي ۽ ڪٽي ڌار ڪرڻ جي به.۽ **قَرْضاً** جي معنيٰ ڪٽڻ جي به آهي ۽ قرض جي به.پڻ اهو به ٿي سگهي ٿو ته مصدر اسم مفعول جي معنيٰ ۾ يعني **مُقْرَضٌ** جي صيغي ۾ استعمال ٿيو هجي يعني جيڪا شيءَ ڪَٽي ڌار ڪري ڇڏجي. هن جڳهه تي جيئن ته اللّٰه تعاليٰ جي بابت اِهي لفظ استعمال ٿيا آهن ان ڪري آخري معنيٰ وڌيڪ مناسب آهي. (ان معنيٰ لاءِ ڏسو مفردات راغب)

٢- ڏسو پراڻو عهد نامو ڪتاب قاضيون باب ٦ آيت ٧،٨.

٣-**عَسَيْتُمْ**جي معنيٰ آهي ”توهان ويجها آهيو“ ۽ **هَلْ عَسَيْتُمْ** جي معنيٰ ٿي”چا توهان ان ڳالهه جي ويجها آهيو“ پر اڙدوءَ ۾ ان ترجمي جي ڪا معنيٰ نه ٿي نهي.ان ڪري لفظي ترجمي جي بجاءِ ان جو محاوري سان ترجمو ڪيو ويو آهي.

وَاَبۡنَآئِنَا ؕ فَلَمَّا كُتِبَ عَلَيۡهِمُ الۡقِتَالُ تَوَلَّوۡا اِلَّا قَلِيۡلًا مِّنۡهُمۡ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌۢ بِالظّٰلِمِيۡنَ ﴿۲۴۷﴾

وجي ته توهان جنگ نه ڪيو.انهن چيو(ائين نه ٿيندو)ءِ اسان ڪي ڇا ٿي ويو آهي جو اسان الـلّٰــه جي راهه ۾ جنگ نه ڪنداسين جڏهن ته اسان ڪي پنهنجن گهرن مان ڪڍيو ويو آهي ءِ پنهنجن ٻچن ڪان(جدا ڪيو ويو آهي)پر جڏهن انهن تي جنگ فرض ڪئي وئي ته انهن مان هڪ ننڍڙي ① جماعت ڪانسواءِ (باقي) سڀ ڦري② ويا ءِ الـلّٰــه ظالمن ڪي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَقَالَ لَهُمۡ نَبِيُّهُمۡ اِنَّ اللّٰهَ قَدۡ بَعَثَ لَكُمۡ طَالُوۡتَ مَلِكًا ؕ قَالُوۡۤا اَنّٰى يَكُوۡنُ لَهُ الۡمُلۡكُ عَلَيۡنَا وَنَحۡنُ اَحَقُّ بِالۡمُلۡكِ مِنۡهُ

۲۴۸ـ ءِ انهن جي نبيءَ هنن ڪي چيو ته اللّٰه توهان جي لاءِ طالوت ③ (يعني جدعون) ڪي بادشاهه بڻائي(انهيءَ ڪم جي لاءِ) ڪڙو ڪيو آهي انهن چيو هن ڪي اسان تي

١ـ عربيءَ ۾ صرف قليل جو لفظ آهي پر عربيءَ جي قاعدي مطابق هِتي جماعت وغيره جي معنيٰ جهڙوڪو لفظ محذوف آهي. اڙدوءَ ۾ جيڪڏهن صرف قليل رکيو وڃي ته بي معنيٰ ٿي ويندو آهي. ان ڪري "جماعت" جو لفظ عام قاعدي جي خلاف ڏنگيءَ ۾ نا هي لکيو ويو.بلڪ ظاهر ۾ لکيو ويو آهي.

۲ـ تميز ڪرڻ لاءِ "سڀ" جو لفظ جملي جي پهرين حصي ۾ لازمي هوندو آهي. هن جڳهه ان ڪي ظاهر ڪرڻ ڪانسواءِ مطلب واضح نٿو ٿئي.

۳ـ طالوت مان مراد جدعون آهي ءِ هي هڪ صفاتي نالو آهي جيڪو طال مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڊگهو ءِ مضبوط ٿي ويو ءِ جدعون جي معنيٰ عبراني زبان ۾ پنهنجي مادي جي اعتبار سان ڪيرائڻ يا ڪَٽِڻَ جي آهي ءِ جدعون اهڙي شخص ڪي چوندا آهن جيڪو پنهنجي مخالف ڪي وڍي ءِ زمين تي ڪيرائي ڇڏيندو آهي. بائيبل ۾ به جدعون ڪي بهادر پهلوان جي نالي سان سڏيو ويو آهي (ڏسو قاضيون باب ٦ آيت ١٢) ان ڪري طالوت ءِ جدعون ٻئي هم معنيٰ لفظَ آهن.

وَلَمۡ يُؤۡتَ سَعَةً مِّنَ الۡمَالِ ؕ قَالَ اِنَّ اللّٰهَ اصۡطَفٰىهُ عَلَيۡكُمۡ وَزَادَهٗ بَسۡطَةً فِى الۡعِلۡمِ وَالۡجِسۡمِ ؕ وَاللّٰهُ يُؤۡتِىۡ مُلۡكَهٗ مَنۡ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيۡمٌ ﴿۲۴۸﴾

حڪومت ① ڪئين ملي سگهي ٿي جڏهن ته اسان هنَ جي ڀيٽ ۾ حڪومت جا وڌيڪ حقدار آهيون ۽ ان کي مالي آسودگي ② به (ڪا اهڙي وڌيڪ) عطا ناهي ٿي. هنَ چيو الله انهيءَ کي توهان تي يقيناً فضيلت ڏني آهي ۽ انهيءَ کي علمي ۽ جسماني لحاظ کان (توهان کان وڌيڪ) وسعت③ عطا ڪئي آهي ۽ الـلّـه جنهن کي پسند ڪري ٿو انهيءَ کي پنهنجو ملڪ ④ عطا ڪري ٿو.۽ الـلّه وسعت ڏيڻ وارو (۽)ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَقَالَ لَهُمۡ نَبِيُّهُمۡ اِنَّ اٰيَةَ مُلۡكِهٖۤ اَنۡ

**٢٤٩**-۽ انهن جي نبيءَ هنن کي چيو انَ جي حڪومت جو دليل اِهو(به)آهي جو

**١**-۽ ٻين معنائن کان علاوه **مُـلْك** جي معنيٰ حڪومت ۽ غلبي جي به آهي(اقرب) اَنّٰـى جون معنائون هن ريت آهن.(١) ڪَيۡفَ ڪهڙي طرح.(٢)مِـنۡ اَيۡـنَ ڪِٿان کان.(٣)اَيۡـنَ جتي ۽ ڪٿي. ان صورت ۾ هي ٻن فعلن کي جزم ڏيندو آهي.(٤)حَتّٰـى ڪڏهن(اقرب) ان ڪري هن آيت جي هيءَ معنيٰ ٿي ته هن کي اسان جي مٿان حڪومت ڪيئن ملي سگهي ٿي يا هيءَ ته هُن کي اسان تي حڪومت ڪرڻ جو حق ڪڏهن حاصل ٿيو؟ يا هن کي اسان تي حڪومت ڪٿان حاصل ٿي.

**٢**-مِـنَ الۡـمَـالِ، سَعَةً جي صفت آهي ان ڪري "سَعَةً مِّـنَ الۡـمَـالِ" جو صحيح ترجمو مال جي ڪثرت آهي.

**٣**-بَسۡطَةً جي معنيٰ وسعت . خوشحالي ۽ اوج جي آهي (اقرب)

**٤**-پنهنجو ملڪ چئي ان طرف اشارو فرمايو ته جڏهن حڪومت خداتعاليٰ جي آهي ته حقدار اُهو آهي جنهن کي خداتعاليٰ مقرر ڪري.

يَاْتِيَكُمُ التَّابُوْتُ فِيْهِ سَكِيْنَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ توهان کي (هڪ اهڙو) تابوت ملندو ①

ا۔تَابُوت جي عام معنيٰ ته صندوق جي ۽ پَيڙيءَ جي هوندي آهي (اقرب) پر استعاري ۾ ان کي دل جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي. مفردات راغب ۾ آهي قِيْلَ عِبَارَةٌ عَنِ الْقَلْبِ وَ السَّكِيْنَةِ وَ عَمَّا فِيْهِ مِنَ الْعِلْمِ يعني ڪڏهن لفظ تابوت کي استعاري ۾ دل جي معنيٰ ۾ به استعمال ڪيو ويندو آهي. قرآن جا لفظ صاف ٻڌائي رهيا آهن ته هن جڳهه تي تابوت مان دل مراد آهي. ڇاڪاڻ ته فرمائي ٿو. ته هن تابوت ۾ توهان جي رب جي طرفان سڪينت آهي. هاڻي اِهو ظاهر آهي ته سڪينت دل ۾ هوندي آهي نڪي صندوقن ۾. اهڙي طرح ان تابوت جي باري فرمائي ٿو ته تَحْمِلُهُ الْمَلٰٓئِكَةُ فرشتا ان کي کنيو بينا هوندا. جيڪڏهن تابوت مان ظاهري صندوق مراد ورتي وڃي ته هي قرآني تعليم جي خلاف هوندو. ڇاڪاڻ ته اللّٰه تعالٰي فرمائي ٿو ته وَمَا مَنَعَ النَّاسَ اَنْ يُّؤْمِنُوْٓا اِذْ جَآءَهُمُ الْهُدٰٓى اِلَّآ اَنْ قَالُوْٓا اَبَعَثَ اللّٰهُ بَشَرًا رَّسُوْلًا ۔ قُلْ لَّوْ كَانَ فِي الْاَرْضِ مَلٰٓئِكَةٌ يَّمْشُوْنَ مُطْمَئِنِّيْنَ لَنَزَّلْنَا عَلَيْهِمْ مِّنَ السَّمَآءِ مَلَكًا رَّسُوْلًا (بني اسرائيل:٩٥-٩٦) يعني مخالفن کي اللّٰه جي هدايت تي ايمان آڻڻ کان صرف اها ڳالهه روڪي ٿي ته اللّٰه بشر رسول ڇو موڪليو آهي. تون چئي ڇڏ ته جيڪڏهن زمين تي فرشتا امن سان گهمندا ڦرندا هجن ها ته اسان فرشتن کي رسول بڻائي موڪليندا رهون ها. هن آيت مان ظاهر آهي ته ملائڪ اهڙي طرح ماڻهن جي وچ ۾ ناهن گهمندا ڦرندا. مطلب ته جيئن ته ظاهري تابوت جي صورت ۾ مڃڻو پوي پيو ته فرشتا اُن کي کڻي گڏوگڏ ڦرندا هئا ۽ اها تعليم قرآن جي خلاف آهي ان ڪري مڃڻو پوي ٿو ته تابوت مان مراد هن جڳهه تي دل ئي آهي جنهن کي فرشتا کڻندا هئا ۽ همت وڌائيندا هئا. ڇاڪاڻ ته حَمَلَهٗ عَلٰى كَذَا جي معنٰي اَغْرَاهُ جي آهي، يعني اُڀارڻ ۽ جوش ڏيارڻ (اقرب) ان ڪري هيءَ معنيٰ ٿي ته طالوت جي پيروي ڪرڻ وارن کي فرشتا قربانين تي راضي ڪندا.

هاڻي بَقِيَّةٌ اٰلِ مُوْسٰى وَ هٰرُوْنَ کي حل ڪرڻ رهجي وڃي ٿو. بقيّه جي معنيٰ اعليٰ شيءِ جي هوندي آهي. چوندا آهن فَلَانٌ بَقِيَّةُ قَوْمِهٖ: هُوَ مِنْ خِيَارِهِمْ يعني هو قوم جي شريف ۽ چڱن ماڻهن منجهان آهي. قرآن ڪريم ۾ آهي ته وَالْبٰقِيٰتُ الصّٰلِحٰتُ خَيْرٌ عِنْدَ رَبِّكَ ثَوَابًا (ڪهف:٤٧) يعني سٺا ۽ نيڪ ڪم خدا جي حضور ۾ ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ کان سٺا آهن. ان ڪري بَقِيَّةٌ مِّمَّا تَرَكَ اٰلُ مُوْسٰى وَ اٰلُ هٰرُوْنَ مان مراد اُهي فضيلت وارا اخلاق آهن جيڪي حضرت موسيٰ ۽ حضرت

وَبَقِيَّةٌ مِّمَّا تَرَكَ اٰلُ مُوْسٰى وَاٰلُ هٰرُوْنَ تَحْمِلُهُ الْمَلٰٓئِكَةُ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿۲۴۹﴾ع

جنهن ۾ توهان جي رب جي طرفان تسڪين (هوندي)۽ انهيءَ شيءَ مان بچيل هوندو جيڪو موسيٰ جي واسطيدارن ۽ هارون جي واسطيدارن(پنهنجي پويان) ڇڏيو.فرشتا انهيءَ کي کنيو بيٺا هوندا. جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته انَ (ڳالهه) ۾ توهان جي لاءِ يقيناً هڪ(وڏو) نشان آهي.

فَلَمَّا فَصَلَ طَالُوْتُ بِالْجُنُوْدِ ۙ قَالَ اِنَّ

**٢٥٠-** پوءِ جڏهن طالوت پنهنجي فوجن

**(باقي حاشيو)** هارون سان واسطورکندڙن ۽ پيارن کان ظاهر ٿيندا هئا ۽ مرادهيءَ آهي ته توهان جون دليون انهن خوبين جون وارث ٿينديون جيڪي موسيٰ ۽ هارون جي آلِ ڇڏيون آهن.اهوائين ئي آهي جيئن حضرت زڪريا دعا ڪئي ته منهنجا اللّٰه مون کي پٽ عطاڪر يَرِثُنِيْ وَيَرِثُ مِنْ اٰلِ يَعْقُوْبَ (مريم:٧) يعني جيڪو منهنجو ۽ آلِ يعقوب جو وارث ٿئي. ۽ مطلب هي آهي ته انهن جي نيڪ عملن ۽ خوبين جو وارث ٿئي نڪي انهن جي جائيداد جووارث ٿئي ڇاڪاڻ ته حضرت يعقوبؑ جي وفات کي تقرياً سو پيڙهيون گذري چڪيون هيون.مطلب بَقِيَّةٌ مِّمَّا تَرَكَ اٰلُ مُوْسٰى وَاٰلُ هٰرُوْنَ مان هيءَ مراد آهي ته طالوت جي ساٿين ۾ اُهي ئي نيڪ اخلاق اللّٰه تعاليٰ پيدا ڪري ڇڏيندو جيڪي آلِ موسيٰ ۽ آلِ هارون ۾ پيدا ڪيا هئا.خلاصو هي ته ان زماني جي نبيءَ طالوت تي اعتراض ڪرڻ وارن کي هي جواب ڏنو ته مخفي طاقتن کي اللّٰه تعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو.جڏهن هن طالوت کي چونڊيو ته يقيناً هو توهان کان افضل آهي. پيو ته دولت سان حڪمراني ناهي ٿيندي بلڪ علم ۽ قربانيءَ جي طاقت سان ٿيندي آهي. سو انهن ٻنهي ڳالهين ۾ هو توهان کان وڌيل آهي.هو توهان کان وڌيڪ آسماني عِلمَ ڄاڻي ٿو ۽ خدا جي راهه ۾ پنهنجي جسم کي وڏي آزمائشن ۾ وجهڻ لاءِ تيار آهي.هتي جسم ۾ طاقت مان مراد ٿلهو هجڻ ناهي بلڪ سهپ جي طاقت ۽ قرباني جي قوت مراد آهي.اعتراض ڪرڻ واري کي اهو شڪ ٿي سگهي ٿو ته ڇا حقيقت ۾ اهڙي شخص کي اللّٰه تعاليٰ چونڊيو آهي. سو ان جو جواب ڏنو ته ان سان ملڻ وارن کي اعليٰ درجي جون دليون ڏنيون وينديون ۽ پوءِ انهن جون دليون خدا جي مدد سان مطمئن ٿي وينديون ۽ اُها تقويٰ انهن کي حاصل ٿيندي جيڪا موسيٰ ۽ هارون جي جماعتن کي حاصل هُئي.

اللّٰهَ مُبْتَلِيْكُمْ بِنَهَرٍ ۚ فَمَنْ شَرِبَ مِنْهُ فَلَيْسَ مِنِّيْ ۚ وَمَنْ لَّمْ يَطْعَمْهُ فَاِنَّهٗ مِنِّيْٓ اِلَّا مَنِ اغْتَرَفَ غُرْفَةًۢ بِيَدِهٖ ۚ فَشَرِبُوْا

ڪي وٺي نڪتو ① تہ هنَ چيو تہ اللّٰه هڪ نديءَ ② جي ذريعي يقيناً توهان جو امتحان وٺڻ وارو آهي.پوءِ جنهن انَ (نديءَ) مان(پيٽ ڀري پاڻي)پي ورتو هن جو مون سان(تعلق)نہ (رهندو)۽ جنهن

١ـ فَصَلَ الرَّجُلُ عَنِ الْبُلْدَةِجي معنيٰ آهي خَرَجَ مِنْهُ شهر مان نڪتو.(اقرب)

٢ ـ نَهَـــرجو ترجمو ندي ڪيو ويو آهي. ﭘﺮهَــــاء جي زبر سان جڏهن هي لفظ هجي تہ انجون ہہ معنائون ٿينديون آهن.(١)ندي(٢)خوشحالي۽ وسعت (مفردات) جيئن تہ چوندا آهن.نَهَـــرٌ نَهِـرٌ گهڻي پاڻيءَ واري ندي(مفردات)هن آيت ۾ ٻئي معنائون لڳي سگهن ٿيون.جيڪڏهن خوشحاليءَ ۽ وسعت جي معنيٰ ڪئي وڃي تہ آيت جو هي مطلب ٿيندو تہ الـلّٰــه تعاليٰ بادشاه جي وسيلي فوجين ڪي اطلاع ڏنو تہ توهان جو امتحان مال ۽ دولت سان ورتو ويندو.جيڪڏهن توهان مال ۽ دولت جي پنيان پئجي ويندؤ تہ خدا تعاليٰ جو ڪم نہ ڪري سگهندؤ ۽ جيڪڏهن توهان مال ۽ دولت ڪان متاثر نہ ٿيندؤ تہ توهان ڪامياب ٿيندؤ. جهڙوڪ پهرين نوٽ ۾ ٻڌايو ويو آهي.طالوت مان مراد جدعون آهي ۽ هي صفاتي نالو آهي. پراڻي عهد نامي جي ڪتاب قاضيون باب ٧ آيت ٥ ڪان ٧ مان خبر پوي ٿي تہ جدعون جي ساٿين جو نديءَ جي ذريعي امتحان ورتو ويو هو.ان ڪري ظاهري معنيٰ ڪرڻ ۾ ڪو حرج ناهي.جنگ جي ضرورتن ڪي سامهون رکندي هي امتحان تمام لطيف آهي.جنگ ۾ جلدي ۽ تيز حرڪت جي ضرورت هوندي آهي ۽ پيٽ جو پاڻيءَ سان ڀرڻ تيز حرڪت ڪان انسان ڪي محروم ڪري ٿو ڇڏي. ان ڪري الـلّٰـــه تعاليٰ حڪم ڏنو تہ پيٽ جا هلڪا رهو ۽ پاڻي گهٽ پيو تہ جيئن جنگ ۾ سهڻي نموني ڪم ڪري سگهو.گهڻن اِن حڪمت ڪي نہ سمجهيو ۽ خوب پيٽ ڀري پاڻي پيتو ۽ تمام ٿوري تعداد جيڪي بائبل جي بيان مطابق صرف ٽي سو هئا جنگي ضرورتن ڪي سامهون رکندي ﻣﮍَئي ڪجهہ ڍُڪَ پاڻي پيتو تہ جيئن ويڙهہ جي وقت اهي سٺي نموني ڪم ڪري سگهن. الـلّٰـــه تعاليٰ انهن جي قربانين جو بدلو ڏيڻ لاءِ ۽ سندن خلوص جي قدر ڪرڻ لاءِ فيصلو ڪيو تہ صرف انهن جي هٿان فتح ٿئي ۽ حڪم ڏنو تہ انهن ئي ٽِن سَون ڪي جنگ ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ ٻين ڪي نہ.سو انهن ئي ٽن سون ڪي طالوت يا جدعون جنگ ۾ شامل ڪيو ۽ اللّٰه تعاليٰ انهن جي هٿان فتح ڏني.

مِنۡهُ اِلَّا قَلِيۡلًا مِّنۡهُمۡ ؕ فَلَمَّا جَاوَزَهٗ هُوَ وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مَعَهٗ ۙ قَالُوۡا لَا طَاقَةَ لَنَا الۡيَوۡمَ بِجَالُوۡتَ وَ جُنُوۡدِهٖ ؕ قَالَ الَّذِيۡنَ يَظُنُّوۡنَ اَنَّهُمۡ مُّلٰقُوا اللّٰهِ ۙ كَمۡ مِّنۡ فِئَةٍ قَلِيۡلَةٍ غَلَبَتۡ فِئَةً كَثِيۡرَةً ۢ بِاِذۡنِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ مَعَ الصّٰبِرِيۡنَ ﴿۲۵۰﴾

انهيءَ مان نہ چکيو اهو يقيناً مون سان(ٻڌل)هوندو سواءِ انهيءَ جي جنهن انهيءَ مان(فقط)پنهنجي هٿن سان هڪ چُرُون ڀري(پي)ورتو(تہ انهيءَ تي ڪو بہ الزام نہ هوندو)پوءِ(ٿيو هيئن جو)انهن مان ٿورن ڪان سواءِ(باقي سيني)انهيءَ مان (پاڻي)پي ورتو.پوءِ جڏهن اُهي خود ۽(پڻ) اُهي ماڻهو جن هنَ سان گڏ ايمان آندو هو انهيءَ نديءَ مان پار لنگهي ويا تہ انهن چيو تہ اڄ اسان ۾ جالوت ۽ انهيءَ جي لشڪرن جي مقابلي جي بلڪل طاقت ناهي (پر) جيڪي ماڻهو يقين رکندا هئا تہ اهي (هڪ ڏينهن) اللّٰه سان ملڻ وارا آهن انهن چيو تہڪيترين ئي ننڍيون جماعتون اللّٰه جي حڪم سان وڏين جماعتن تي غالب اچي چڪيون آهن ۽ اللّٰه صبر ڪرڻ وارن سان گڏ(هوندو) آهي( بس ڊڄڻ جو ڪو سبب ناهي)

وَلَمَّا بَرَزُوۡا لِجَالُوۡتَ وَجُنُوۡدِهٖ قَالُوۡا رَبَّنَاۤ اَفۡرِغۡ عَلَيۡنَا صَبۡرًا وَّ ثَبِّتۡ اَقۡدَامَنَا وَانۡصُرۡنَا عَلَى الۡقَوۡمِ الۡكٰفِرِيۡنَ ﴿۲۵۱﴾

**٢٥١**-۽ جڏهن اُهي جالوت ۽ انهيءَ جي فوجن(جي مقابلي)جي لاءِ نڪتا تہ انهن چيو اي اسانجا رب اسان تي برداشت جي قوت نازل ڪر ۽(جنگ جي ميدان ۾) اسان جا قدم جمائي رک ۽ (انهن) ڪافرن جي خلاف اسان جي مدد ڪر.

فَهَزَمُوْهُمْ بِاِذْنِ اللّٰهِ ۙ وَقَتَلَ دَاوٗدُ جَالُوْتَ وَاٰتٰىهُ اللّٰهُ الْمُلْكَ وَالْحِكْمَةَ وَعَلَّمَهٗ مِمَّا يَشَآءُ ؕ وَلَوْلَا دَفْعُ اللّٰهِ النَّاسَ بَعْضَهُمْ بِبَعْضٍ ۙ لَّفَسَدَتِ الْاَرْضُ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ ذُوْ فَضْلٍ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿٢٥١﴾

**٢٥١**۔پوءِ(اُهي جنگ ۾ ڪُڏي پيا ۽) انهن اللّٰه جي ارادي جي مطابق انهن کي شڪست (ڏئي)ڇڏي.۽ دائود جالوت کي قتل ① ڪيو ۽ اللّٰه هن کي حڪومت ۽ حڪمت بخشيءِ جيڪي ڪجهه هن کي (يعني اللّٰه کي)منظور هو انَ جو علم هن کي (يعني دائود کي)عطا ڪيو.۽ جيڪڏهن اللّٰه انسانن کي(شرارت کان) نه هٽائي

**١**۔جهڙوڪ اسان مٿي بيان ڪري چڪا آهيون پهرين آيت ۾ جدعون جوواقعو بيان ڪيو ويو آهي.هاڻي هنن آيتن ۾ حضرت داؤد عليہ السلام جو ذڪر ڪيو ويو آهي ان جو ڪارڻ هي آهي تہ حضرت داؤدعليہ السلام جو واقعو جدعون جي واقعي سان گهڻي حد تائين ملندڙ جلندڙ آهي.جدعون جي وقت ۾ فلسطينين اسرائيل کي فلسطين مان ڪيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.پر اُها پهرين ڪوشش هئي جيڪا حضرت داؤد جي زماني ۾ اچي ختم ٿي.ان ڪري هن واقعي کي مضمون سان ملندڙ جلندڙ هئڻ جي ڪري ان سان گڏ بيان ڪيو ويو آهي. نہ تہ پهريون جدعون جو واقعو آهي ۽ هي داؤد جو واقعو آهي.۽ ٻنهي ۾ ٻہ سوسال جو فاصلو آهي.

هاڻي هڪ سوال حل طلب رهجي وڃي ٿو ۽ اُهو هي تہ بائيبل جي مطابق داؤد جالوت کي قتل ڪيو هو. پر قرآن ڪريم جدعون جي واقعي ۾ ٻہ جالوت جو ذڪر ڪيو آهي ان جي باري ۾ ياد رکڻ گهرجي تہ جالوت ٻہ هڪ صفاتي نالو آهي.عبراني جي لحاظ سان ٻہ ۽ عربي جي لحاظ سان ٻہ. جالوت ان شخص کي چوندا آهن جيڪو ملڪ ۾ فساد ڪندو وتي يعني ڌاڙا هڻندو وتي ۽ منظم حڪومتن جي خلاف اٿڻ وارا اهڙي ئي طرح ڪم ڪندا آهن.ان ڪري نالي جي معنٰي جي لحاظ سان جدعون جي دشمن کي ٻہ جالوت چيو ويو آهي ۽ داؤد جي دشمن کي ٻہ جالوت چيو ويو آهي.۽ ٻنهي جڳهن تي هي نالو صفاتي طور استعمال ٿيو آهي. جدعون جو دشمن ٻہ هڪ رُلندڙ ڌاڙيل هو جيڪو ملڪ ۾ فساد پکيڙيندو وتندو هو ۽ جالوت چورائي سگهيو ٿي.اهڙي طرح حضرت داؤد عليہ السلام ملڪ ۾ امن قائم ڪرڻ لاءِ جنهن دشمن جو مقابلو ڪيو اُهو ٻہ رُلندڙ فسادي هو ۽ جالوت چورائڻ جي لائق هو.ان ڪري ٻنهي دشمنن کي جالوت چيو ويو آهي.

رکي ها يعني ڪن (انسانن) کي ڪن جي ذريعي سان (نه روڪي ها) ته زمين زيروزبر ٿي وڃي ها. پر اللّٰه سڀني جهانن تي وڏو فضل ڪرڻ وارو آهي (انَ ڪري اُنهيَ فساد کي روڪي ڇڏي ٿو).

تِلْكَ اٰيٰتُ اللّٰهِ نَتْلُوْهَا عَلَيْكَ بِالْحَقِّ ۭ وَاِنَّكَ لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ۝۲۵۳

**۲۵۳**۔ هي اللّٰه جون آيتون آهن. جن کي اسان توکي پڙهي ٻڌايون ٿا. انهيَ حالت ۾ جو تون حق تي (قائم) آهين ۽ تون يقيناً رسولن مان آهين.

تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰي بَعْضٍ ۘ مِنْهُمْ مَّنْ كَلَّمَ اللّٰهُ وَرَفَعَ بَعْضَهُمْ دَرَجٰتٍ ۭ وَاٰتَيْنَا عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ الْبَيِّنٰتِ وَاَيَّدْنٰهُ بِرُوْحِ الْقُدُسِ ۭ وَلَوْ شَاۗءَ اللّٰهُ مَا اقْتَتَلَ الَّذِيْنَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَا جَاۗءَتْهُمُ الْبَيِّنٰتُ وَلٰكِنِ اخْتَلَفُوْا فَمِنْهُمْ مَّنْ اٰمَنَ

**۲۵۴**۔ هي (مٿي ذڪر ڪيل) رسول اُهي آهن جن مان اسان ڪن کي ڪن تي فضيلت بخشي هئي. انهن مان ڪي اهڙا آهن جن سان اللّٰه ڪلام ڪيو ① ۽ انهن مان ڪن جا (فقط) درجا بلند ڪيا ۽ عيسيٰ بن مريم کي اسان ظاهر ظهور دليل ڏنا هئا ۽ روح القدس جي ذريعي انهيَ کي طاقت بخشي هئي ۽ جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها ته جيڪي ماڻهو انهن کانپوءِ (آيا) هئا اهي ظاهر (ظهور) نشانن کانپوءِ

**١**۔ (الف) ڪلام مان مراد شريعت جو ڪلام آهي يعني ڪي نبي شرعي نبي هئا ۽ ڪن کي اسان صرف نبوت جي فضيلت ڏني هئي شريعت نه ڏني هئي. هيءَ آيت ان ڳالهه تي شاهد آهي ته ڪي نبي شريعت آڻيندا آهن ۽ ڪن کي صرف اعزازي طور تي رسول چيو ويندو آهي. نه ته اُهي شريعت نا هن آڻيندا.

(ب) ٻي معنيٰ ان جي هيءَ آهي ته ڪن مان مراد صرف هڪ نبي آهي ۽ ان معنيٰ جي مطابق **رَفَعَ بَعْضَهُمْ دَرَجَاتٍ** جي آيت ۾ اسانجا نبي ﷺ مراد آهن. جن کي ظلي طور تي انتهائي درجي جا الٰهي ڪمالات جا نشان ڏنا ويا هئا.

وَ مِنۡهُمۡ مَّنۡ كَفَرَ ؕ وَلَوۡ شَآءَ اللّٰهُ مَا اقۡتَتَلُوۡا ۟ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَفۡعَلُ مَا يُرِيۡدُ ﴿٢٥٣﴾ ع ٣٣

پاڻ ۾ نه وڙهن(جهڳڙو ڪن) هاپر(تعجب آهي جو) انهن (باوجود انهيءَ جي)اختلاف ڪيو.سو انهن مان ڪن ته ايمان① آندو ۽ ڪن انڪار ڪري ڇڏيو.۽ جيڪڏهن الله چاهي ها ته اهي ماڻهو پاڻ ۾ نه وڙهن ها پر جيڪي الله چاهي ٿو اهو ئي ڪري ٿو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اَنۡفِقُوۡا مِمَّا رَزَقۡنٰكُمۡ مِّنۡ قَبۡلِ اَنۡ يَّاۡتِىَ يَوۡمٌ لَّا بَيۡعٌ فِيۡهِ وَلَا خُلَّةٌ وَّلَا شَفَاعَةٌ ؕ وَالۡكٰفِرُوۡنَ هُمُ الظّٰلِمُوۡنَ ﴿٢٥٤﴾

**٢٥٥**-اي ايماندارو! جيڪي ڪجهه اسان توهان کي ڏنو آهي انهيءَ مان انَ ڏينهن جي اچڻ کان پهرئين جو جنهن ۾ نه ڪنهن قسم جي (خريد و)فروخت، نه دوستي ۽ نه شفاعت (ڪارگر) ٿيندي(خدا جي راهه ۾ جيڪي ڪجهه ٿي سگهي) خرچ ڪري ونو.۽(انَ حڪم جو)انڪار ڪرڻ وارا(پنهنجي پاڻ تي)ظلم ڪرڻ وارا آهن.

اَللّٰهُ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ اَلۡحَىُّ الۡقَيُّوۡمُ ۚ لَا تَاۡخُذُهٗ سِنَةٌ وَّلَا نَوۡمٌ ؕ لَهٗ مَا فِى السَّمٰوٰتِ

**٢٥٦**-اللّٰه اُها(ذات)آهي جنهن کانسواءِ پرستش جو(پيو)ڪوئي مستحق ناهي. ڪامل ②حيات وارو(پنهنجي ذات ۾)قائم(۽ سيني

---

١- آيت ۾ لفظ اٰمَــنَ واحد لاءِ آهي پر مَــنُ جيئن ته جمع جي لاءِ به ايندو آهي ۽ هڪ لاءِ به، ان ڪري هتي جمع جي معنيٰ وڌيڪ مناسب لڳي ٿي ان ڪري جمع جو ترجمو ڪيو ويو آهي.

٢- اَلۡحَىُّ:ڪامل حيات وارو. اللّٰه تعاليٰ جي لاءِ جڏهن اَلۡحَىُّ ايندو آهي ته الف لام ڪمال جي معنيٰ ڏيندو آهي ۽ ان جي معنيٰ هيءَ ٿيندي آهي ته اللّٰه تعاليٰ مڪمل زندگي رکي ٿو يعني اهڙي حياتي جيڪا پنهنجي قائم رهڻ لاءِ ڪنهن ٻي جي محتاج ناهي.ان کي ڪنهن ٻئي زندگي ناهي بخش ڪئي بلڪ ان جي ذات ازلي ۽ ابدي طور تي زنده آهي.

اَلۡـقَيُّـوۡمُ: قَـامَ مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ بيهڻ جي هوندي آهي. انهيءَ مان قَيِّـمٌ نڪتو آهي

وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ مَنْ ذَا الَّذِیْ یَشْفَعُ عِنْدَهٗۤ اِلَّا بِاِذْنِهٖ ؕ یَعْلَمُ مَا بَیْنَ اَیْدِیْهِمْ وَ مَا خَلْفَهُمْ ۚ وَ لَا یُحِیْطُوْنَ بِشَیْءٍ مِّنْ عِلْمِهٖۤ اِلَّا بِمَا شَآءَ ۚ وَسِعَ كُرْسِیُّهُ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضَ ۚ وَ لَا یَئُوْدُهٗ حِفْظُهُمَا ۚ وَ هُوَ الْعَلِیُّ الْعَظِیْمُ ﴿۲۵۵﴾

کي)قائم رکڻ وارو.نہ انهيءَ کي جهوٽو ① اچي ٿو ۽ نہ ننڊ(جو هُو محتاج آهي)جيڪي ڪجهہ آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي ڪجهہ زمين ۾ آهي(سڀ) انهيءَ جو آهي.ڪير آهي جو انهيءَ جي اجازت کانسواءِ انهيءَ جي حضور ۾ سفارش ڪري.جيڪي ڪجهہ انهن جي سامهون آهي ۽ جيڪي ڪجهہ انهن جي پٺيان آهي اُهو(سڀُ ئي ڪجهہ) ڄاڻي ٿو ۽ اُهي هنَ جي مرضيءَ کان سواءِ هنَ جي علم جي ڪنهن حصي کي (بہ)

**(باقي حاشيو)** جنهن جي معنيٰ نگهبان ۽ واليءَ جي آهي ۽ قَيِّمٌ مُسْتَقِيمٌ کي بہ چوندا آهن. "اَمْرٌ قَيِّمٌ" اهڙي ڳالهہ جنهن ۾ ڪا خرابي ناهي بلڪ نيڪ ٺاڪ آهي. اَلْقَيُّوْمُ ۽ اَلْقَيَّامُ جي معنيٰ آهي جيڪو پنهنجي ذات ۾ قائم آهي ۽ ان جو ڪو مُنڍُ ناهي(اقرب) اَلْقَيُّوْمُ رڳو انهيءَ کي نہ چوندا آهن جيڪو پنهنجي ذات ۾ قائم هجي بلڪ ان جي معنيٰ ۾ ٻئي کي قائم رکڻ ۽ ان جي حفاظت ڪرڻ بہ شامل آهي.مفردات ۾ لکيل آهي: اَلْقَائِمُ الْحَافِظُ لِكُلِّ شَيءٍ وَالْمُعْطِيُ لَهٗ مَا بِهٖ قِوَامُهٗ يعني جيڪو پنهنجي ذات ۾ قائم هجي ۽ هر شيءِ جو نگهبان هجي ۽ ان کي اُها طاقت عطا ڪري جنهن سان هو قائم رهي سگهي.مطلب تہ شين ۾ اُهي طاقتون پيدا ڪرڻ جن سان ان جا جُزا ڳنڍيل رهندا آهن ۽ پنهنجي مقرر ڪيل ڪمن کي پورو ڪندا آهن. قَيُّوْم سان لاڳاپو رکي ٿو ۽ اللّٰه تعاليٰ اَلْقَيُّوْمُ آهي نہ رڳو ان لاءِ تہ هو خود قائم آهي بلڪ ان ڪري تہ ٻيون شيون ان جي پيدا ڪيل طاقتن سان قائم رهنديون آهن. اَلْقَيُّوْمُ جي صفت آسماني سيارن ۾ پاڻ ڏانهن ڇڪڻ ۽ خورد بيني ذرن جي هڪ ٻئي سان ملڻ ۽ هڪ ٻئي ۾ جذب ٿيڻ ۽ هڪ ٻئي جي چوڌير گهمڻ وغيره ڪمن تي تمام سنئي رنگ ۾ اشارو ڪندي آهي.

١ـ اڙدوءَ ۾ ان موقعي تي حرف عطف استعمال ناهن ڪندا ان ڪري ننڊ کان پوءِ هڪ پيو جملو رکي ترجمي کي صحيح ڪيو ويو آهي.

حاصل ڪري تنا سگهن.هنَ جو علم ① آسمانن تي(به)۽ زمين تي(به)حاوي آهي ۽ انهن جي حفاظت کيس ٿڪائي② نٿي ۽ هُو بلند شان(رکڻ)وارو ③(۽) عظمت وارو آهي.

لَآ اِكْرَاهَ فِي الدِّيْنِ ۙۗ قَدْ تَّبَيَّنَ الرُّشْدُ مِنَ الْغَيِّ ۚ فَمَنْ يَّكْفُرْ بِالطَّاغُوْتِ وَ يُؤْمِنْۢ

٢٥٧-دين جي معاملي ۾ ڪنهن به قسم جو ڏاڍُ(جائز)نا هي(چوجو) هدايت ④ ۽ گمراهيءَ ⑤ جو(هڪ ٻئي ⑥ کان)فرق

١- اَلْكُرْسِيُّ - كِرْسٌ مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ مختلف جُزئن جي گڏ ٿيڻ جي هوندي آهي. چوندا آهن كَرَسْتُ بِنَاءً مون عمارت نا هي. يعني سِرُن جي مٿان سِرُون رکيون ۽ كُرْسِيّ علم کي به چوندا آهن ۽ حڪومت کي به (مفردات) ان لفظ جي بنياد مان خبر پوي ٿي تہ اصل ۾ ان جي معنيٰ جمع ڪرڻ ۽ هڪ هَنڌ ڪرڻ جي آهي. ۽ جيئن تہ علم به پکڙيل معلومات کي جمع ڪري وٺندو آهي ۽ حڪومت ملڪ جي پکڙيل جزئن کي گڏ ڪري وٺندي آهي ان ڪري ان کي به ڪرسي چيو ويندو آهي.

٢ -اٰدَهٗ يَئُودُهٗ اَوْداً جي معنيٰ آهي. اَضْنَكَهٗ وَ ثَقُلَ عَلَيْهِ (اقرب) يعني ان کي ٿڪائي ڇڏيو ۽ ان تي بار لڳو.

٣- اَلْعَلِيُّ: عَلِيٌّ جي معنيٰ آهي وڏي شان وارو. بزرگيءَ جو مالڪ (اقرب) عَلِيٌّجو مادوعَلاَ يَعْلُو عُلُوًّا به آهي ۽ عَلِيَ يَعْلٰى عَلاَءً به آهي. پر تحقيق ڪندڙن جي خيال ۾عَلاَ يَعْلُوْ مان عالي جو لفظ اسم فاعل جي طورتي ايندو آهي ۽ عَلِيَ يَعْلٰى مان عَلِيٌّ استعمال ٿيندو آهي. عَلاَ يَعْلُوْ سُٺي ۽ خراب ٻنهي فعلن لاءِ اچي ٿو جهڙوڪ قرآن ڪريم ۾ آهي تہ اِنَّ فِرْعَوْنَ عَلاَ فِيْ الْاَرْضِ (القصص:٥) پرعَلِيَ يَعْلٰى صرف سُٺي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي ۽ عَلِيٌّ جيڪو اللّٰه جو نالو آهي اُهو اِنهيءَ مادي مان آهي ان ڪري ان جي هميشه سُٺي معنيٰ هوندي آهي. جڏهن تہ عالي خراب معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿي سگهي ٿو. (مفردات)

٤-رُشْدٌ جي معنيٰ صداقت تي استقلال سان قائم رهڻ آهي غَيٌّ جي ابتڙ پڻ آهي. (اقرب)

٥-اَلْغَيُّ: اَلضَّلاَلَةُ گمراهي- اَلْهَلاَكَةُ تباهي- اَلْخَيْبَةُ ناڪامي. (اقرب)

٦-مِنْ جون ڪيتريون ئي معنائون ٿينديون آهن. اُنهن مان هڪ ٻنهي جي فرق جي به آهي. يعني جڏهن ٻن شين ۾ فرق هجي ۽ اُهي هڪ ٻئي کان الڳ الڳ قِسم جون هجن تہ ان فرق کي ٻڌائڻ لاءِ

بِاللّٰهِ فَقَدِ اسْتَمْسَكَ بِالْعُرْوَةِ الْوُثْقٰى ۚ لَا انْفِصَامَ لَهَا ؕ وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿٢٥٦﴾

چڱيءَ طرح ظاهر ٿي ① چڪو آهي. پوءِ (سمجهي ڇڏيو ته)جيڪو شخص (پنهنجي مرضيءَ سان)نيڪيءَ کان روڪڻ واري② (جي ڳالهه مڃڻ)کان انڪار ڪري ۽ اللّٰه تي ايمان رکي ته انهيءَ (هڪ) نهايت مضبوط قابل اعتماد③(شئي کي جيڪا ڪڏهن) ٽٽڻ جي ناهي.مضبوطيءَ سان پڪڙي ورتو ۽ اللّٰه ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو

**(باقي حاشيو)**اُنهن ٻنهي جي نالن ۾ مِـــنْ آڻي اِهو مضمون ٻُڌايو ويندو آهي. هي ابن مالڪ نحوي جو قول آهي (مغني)

**١ـ تَبَيَّـــنَ** باب تفعّل مان آهي ۽ هي باب ورجائڻ ۽ وڌاءَ جي معنيٰ به ڏيندو آهي ان ڪري خوب جو لفظ وڌايو ويو آهي. نه ته خالي ظاهر ٿيڻ لاءِ بَانَ جو لفظ استعمال ٿيندو آهي.

**٢ـ اَلـطَّاغُوتُ:** حد کان وڌڻ وارو، هر شخص جيڪو گمراهيءَ جو سردار هجي شيطان، نيڪيءَ کان روڪڻ وارو(اقرب)۽ هر هڪ عامِلُ (ڪاهن)، باطل معبود، جادوگر، جنات منجهان سرڪش، هر نيڪيءَ کان روڪڻ وارو طاغوت آهي (مفردات)

**٣ـ اَلْـعُـرْوَةُ: عَرَا يَعْرُوْ عَرْوًا** مان نڪتو آهي جنهن جي هڪ معنيٰ ڪنهن ماڻهو ڏانهن ان جو احسان گهرڻ لاءِ وڃڻ جي آهي. **عُــرْوَـةُ** انهيءَ معنيٰ مان نهيو آهي. جڻ ته جيڪا شيءِ ٻي شيءِ سان چمبڙي وڃي. ڇاڪاڻ ته احسان گهرڻ وارو ائين ئي ڪندو آهي. اُهو **عُـــروه** آهي. انهيءَ معنيٰ سان ٿانوَ جي ڳنّ کي **عُـــروه** چوندا آهن. اهڙي طرح ڪپڙي ۾ ڪاج کي **عُـــروه** چوندا آهن.ڇاڪاڻ ته ان جي ذريعي سان ٻٽڻ چمبڙي پوندو آهي.ان ڪري **عُروه** هر ان شيءِ کي چوندا آهن جنهن تي ڀروسو ڪري سگهجي ۽ ٽيڪ وٺي سگهجي (اقرب) **عِـــرُوٌ** هڪ طرف کي به چوندا آهن. ڪن چيو آهي ته جيئن ته ٿانوَ جو ڳنّ هڪ طرف ٿيندو آهي ان لاءِ هن کي **عُـروه** چوندا آهن (مفردات) مون **عُـروه** جو ترجمو ”قابل اعتماد شيءِ“ ڪيو آهي. **وُثْـقىٰ** جي معنيٰ مضبوط جي آهي.ان ڪري **اَلْـعُـرْوَـةُ الْوُثْقىٰ** جي معنيٰ ٿيندي قابل اعتماد شيءِ.

جاڻ وارو آهي.

اَللّٰهُ وَلِيُّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۙ يُخْرِجُهُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ؕ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَوْلِيٰٓـُٔهُمُ الطَّاغُوْتُ ۙ يُخْرِجُوْنَهُمْ مِّنَ النُّوْرِ اِلَى الظُّلُمٰتِ ؕ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢٥٨﴾ ع

**٢٥٨-** اللّٰــه انهن ماڻهن جو دوست آهي جيڪي ايمان آڻين ٿا. هُو انهن کي اوندا هين مان ڪڍي روشنيءَ ڏانهن ① آڻي ٿو ۽ جيڪي ڪافر آهن انهن جا دوست نيڪيءَ کان روڪڻ وارا (ماڻهو) آهن. اُهي انهن کي روشنيءَ مان ڪڍي اونداهين ڏانهن وٺي وڃن ٿا. اُهي ماڻهو باهہ (۾ پوڻ) وارا آهن. اُهي انهيءَ ۾ رهندا.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِىْ حَآجَّ اِبْرٰهٖمَ فِىْ رَبِّهٖٓ اَنْ اٰتٰىهُ اللّٰهُ الْمُلْكَ ۘ اِذْ قَالَ اِبْرٰهٖمُ رَبِّىَ الَّذِىْ يُحْىٖ وَيُمِيْتُ ۙ قَالَ اَنَا اُحْىٖ وَاُمِيْتُ ؕ قَالَ اِبْرٰهٖمُ فَاِنَّ اللّٰهَ يَاْتِىْ بِالشَّمْسِ مِنَ الْمَشْرِقِ فَاْتِ بِهَا مِنَ

**٢٥٩-** ڇا توکي انهيءَ شخص جي خبر ناهي پهتي جيڪو انهيءَ (غرور جي) سببان جو اللّٰــه انهيءَ کي حڪومت ② ڏني ڇڏي هئي ابراهيم سان هنَ جي رب جي متعلق بحث ③ ڪرڻ لڳي ويو هو. (اِهو اُنهيءَ وقت ٿيو) جنهن وقت ابراهيم (هنَ کي) چيو تہ منهن جو رب اهو آهي جيڪو

---

**١-** اَخْرَجَ جي معنٰي ڪيڻ جي آهي پر ان کان پوءِ مِنْ ۽ اِلٰى اچن تہ هن جي معنٰي هڪ حالت مان ڪڍي ٻي حالت ڏانهن وٺي وڃڻ جي هوندي آهي.

**٢-** اَنْ اٰتٰــهُ اللّٰــهُ الْمُلْكَ ۾ ہ جي ضمير کي ترجمي ۾ بحث ڪرڻ واري ڏانهن ڦيرايو ويو آهي. پر جائز آهي تہ هي ضمير ابراهيمؑ ڏانهن ڦرندو هجي. ان صورت ۾ هي معنٰي ٿيندي تہ هو ابراهيمؑ سان ان حسد جي ڪري بحث ڪرڻ لڳو تہ ابراهيمؑ کي ڇو اللّٰه روحاني بادشاهت عطا ڪئي آهي.

**٣-** حَآجَّهُ : خَاصَمَهُ (اقرب) هُن سان بحث ڪرڻ لڳي ويو. اصل معنيٰ حُجَّة جي ان دليل جي آهي جنهن سان انسان ٻئي تي غالب اچي وڃي. پر باب مُفاعله ۾ اچي ان جي معنيٰ خالص بحث ڪرڻ جي بہ ٿي ويندي آهي.

الْمَغْرِبِ فَبُهِتَ الَّذِىْ كَفَرَ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ۚ﴿۲۵۹﴾

زندهہ ڪندوءِ ماريندوآهي(انَ تي)هن چيو (تہ) مان(بہ)زندهہ ڪندوءِ ماريندو آهيان. ابراهيم چيو(جيڪڏهن اها ڳالهہ آهي) تہ اللّٰـه (تہ) سج کي اوڀر (طرفان) اڀاريندو آهي(هاڻي)تون انهيءَ کي اولهہ (طرفان) آڻِ. تنهن تي اُهو(ڪافر)وائڙو① ٿي ويو.ءِ(اهو ٿيڻو ئي هو ڇو جو) اللّٰه ظالم ماڻهن کي(ڪاميابيءَ جي)راهہ ناهي ڏيکاريندو.

اَوْكَالَّذِىْ مَرَّ عَلٰى قَرْيَةٍ وَّهِىَ خَاوِيَةٌ

**٢٦٠**۔ءِ②(ڇاتو)انَ شخص وانگر ③(ڪو ماڻهو ڏٺو آهي)جيڪو هڪ اهڙي شهر

**١**۔مفسر چوندا آهن تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام پنهنجي ڪمزوريءَ کي ڏسي بحث جو رخُ مٽايو. پر اِها ڳالهہ صحيح ناهي. اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي قوم تارَن جي پوڄا ڪندڙهئي ءِ اُهي سمجهندا هئا تہ سڀني مخلوق جي زندگي ءِ موت سج سان لاڳاپو رکي ٿي. جڏهن بحث ڪرڻ وارن ضد ڪيو تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام چيو تہ تنهنجي اختيار وارو موت ءِ زندگي منهنجي دليل مان مراد نہ هئي، منهنجي مراد هِيءَ هُئي تہ دنيا ۾ زندگي ءِ موت جو جيڪو سلسلو جاري آهي اِهو خدا جي اختيار ۾ آهي جنهن جي باري تنهنجو اِهو عقيدو آهي تہ اُهو سج جي اختيار ۾ آهي.ان ڪري جيڪڏهن حقيقت ۾ تون اهو خدا آهين جنهن جي هٿ ۾ زندگي ءِ موت جو سلسلو آهي تہ سج کي اوڀر جي بجاءِ اولهہ مان آڻِ. هي اهڙو دليل هو جنهن سان ان جو دشمن وائڙو ٿي ويو. جيڪڏهن هُو هِي چوي ها تہ تنهنجو خدا سج کي اوڀر مان ناهي اڀاريندو. مان ئي سج کي اوڀر مان چاڙهيندو آهيان تہ سندس قوم پاڻ هُن جي خلاف ٿي وڃي ها ءِ چوي ها تہ پنهنجو پاڻ کي سج ديوتا جو آفيسر ٺاهين ٿو. ان ڪري هُن وٽ چپ ڪان سواءِ ڪا واهہ نہ رهي.

**٢**۔هتي آيت ۾ اَوْ جو لفظ استعمال ٿيو آهي جنهن جي عام معنيٰ تہ ”يا“ جي آهي. پر ڪڏهن ”ءِ“ جي معنيٰ بہ ڏيندو آهي.

**٣**۔كَالَّذِىْ ۾ ڪ جو ترجمو اسان حالت ڪيو آهي. پر عام طور تي ان جي معنيٰ ”طرح“ جي هوندي آهي.ان معنيٰ کي سامهون رکي ترجمو ٿيڻ گهرجي ها ”ان شخص وانگر“ پر اسان ترجمو ڪيو آهي ”ان شخص جو مثال“. ءِ اها معنيٰ بہ جائز آهي. جهڙوڪ علامہ ابن هشام لکن ٿا۔ وَاَمَّا الْكَافُ الْاِسْمِيَّةُ

عَلٰى عُرُوْشِهَا ۚ قَالَ اَنّٰى يُحْيٖ هٰذِهِ اللّٰهُ بَعْدَ مَوْتِهَا ۚ فَاَمَاتَهُ اللّٰهُ مِائَةَ عَامٍ ثُمَّ

وٽان لنگهيو ① جنهن جي هيءَ حالت هئي جو هو پنهنجي ڇتين پر ڪريل② هو (انهيءَ ڪي ڏسي) هن چيو ته الله ان جي ويرانيءَ کان پوءِ هن کي ڪڏهن آباد

**(باقي حاشيو)** الْجَارَّةُ فَمُرَادِفَةٌ لِمِثْلٍ يعني هڪ ڪاف اسميه ٿيندو آهي جيڪو زير ڏيندو آهي ۽ ان جي معنيٰ مثال يعني ملندڙ جلندڙ جي هوندي آهي (**مغنى اللبيب**)

١ ـ اڳ ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي هڪ بحث جو ذڪر ڪيائين. پوءِ بعد جي آيتن ۾ هڪ مُثلَ شهر جو ذڪر ڪيائين. اهو ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته جيڪو مون مٿي دليل ڏنو آهي اهو ٺيڪ آهي يعني حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي مخالف سان هڪ فرد جي زندگيءَ جو ذڪر نه ڪيو هو بلڪ قومي حيات يا جنسَ جو ذڪر ڪيو هو. ڇاڪاڻ ته هيءُ مثال جيڪو هاڻي بيان ڪيو ويو آهي ان ۾ قومي زندگيءَ يا جنس جو ذڪر آهي. هڪ فرد جي زندگيءَ جو ذڪر ناهي.

٢ ـ خَاوِيَةٌ: خَوٰى يَخْوِىْ خَوَاءٌ مان نڪتو آهي چوندا آهن ته خَوَى الْبَيْتُ: سَقَطَ وَ تَهَدَّمَ گهر ڊهي پيو. ۽ فَرَغَ وَخَلَا گهر خالي ٿي ويو. ويران ٿي ويو (اقرب) ان ڪري جملي جي هيءَ معنيٰ ٿي ته اهو شهر پنهنجي ڇتين تي ڪريل هو يعني اڳ ۾ ڇتيون ڪريون پوءِ انهن جي مٿان ڀتيون ڪري پيون. ڪن "خالي ٿي ويو" جي معنيٰ ڪري عَلٰى عُرُوْشِهَا کان اڳ هڪ پيو ساقط محذوف بيان ڪيو آهي يعني شهر خالي هو ۽ پنهنجي ڇتين تي ڪريل هو. ٻئي معنائون ٺيڪ آهن. ڊگهي ويرانيءَ تي دلالت ڪرڻ لاءِ هي لفظ استعمال ٿيا آهن ڇاڪاڻ ته جيڪي گهر استعمال نه ٿيڻ جي ڪري ڪِرن ته عام طور تي اڳ ۾ انهن جون ڇتيون ڪرنديون آهن ڇاڪاڻ ته ڇتين ۾ ڪاٺ هوندو آهي ۽ ڪاٺ کي اُڏهي کائي ويندي آهي. جڏهن ڇتيون ڪري پونديون آهن ته پوءِ مينهن جي ڪري بيٺل ڀتيون به ڪرڻ لڳنديون آهن ۽ اهڙي حالت ۾ اُهي ڀتيون ڇتين تي اچي ڪرنديون آهن. ان حالت کي ٻڌائڻ لاءِ خَاوِيَةٌ عَلٰى عُرُوْشِهَا جا لفظ استعمال فرمايائين. جيڪي گهر زلزلي وغيره جي قسمن جي حادثن جي ڪري ڪرندا آهن انهن جون ڀتيون اڳ ۾ ڪرنديون آهن ۽ ڇت انهن جي مٿان اچي ڪرندي آهي. انهن لفظن ۾ لطيف اشارو ان طرف ڪيائين ته ان شهر جي بربادي جو سبب زلزلو وغيره نه هو بلڪ ان جي رهاڪن جو شهر ڇڏي وڃڻ هو.

بَعَثَهٗ ؕ قَالَ كَمْ لَبِثْتَ ؕ قَالَ لَبِثْتُ يَوْمًا اَوْ بَعْضَ يَوْمٍ ؕ قَالَ بَلْ لَّبِثْتَ مِائَةَ عَامٍ فَانْظُرْ اِلٰى طَعَامِكَ وَشَرَابِكَ لَمْ يَتَسَنَّهْ ۚ وَانْظُرْ اِلٰى حِمَارِكَ وَلِنَجْعَلَكَ اٰيَةً لِّلنَّاسِ وَانْظُرْ اِلَى الْعِظَامِ كَيْفَ

کندو انهيءَ تي اللّٰه هن کي سو سالن (تائين خواب ۾) ماري رکيو. پوءِ هن کي اٿاريائين (۽) فرمايائين (اي منهنجا ٻانها) تون ڪيتري عرصي تائين (هن حالت ۾) رهيو آهين. هن چيو مان (هن حالت ۾) هڪ ڏينهن يا ڏينهن جو ڪجهه حصو رهيو آهيان (تڏهن اللّٰـــه) فرمايو (اهو به ٺيڪ ①

١ - بَلْ حرف آهي جيڪو اِضراب جي معنيٰ ڏيندو آهي يعني ڳالهه کي ڦيرائي ٻي طرف ڪٽي وڃڻ. هي اِضراب ٻن قسمن جو ٿيندو آهي هڪ ته انڪار ڪرڻ جي غرض سان ٿيندو آهي جهڙوڪ قرآن ۾ آهي. وَقَالُوا اتَّخَذَ الرَّحْمٰنُ وَلَداً سُبْحَانَهٗ بَلْ عِبَادٌ مُّكْرَمُوْنَ (الانبياء: ٢٧) يعني پهرين ڳالهه غلط آهي. حقيقت هيءَ آهي ته جن کي خدا جو پٽ چون ٿا اهي اللّٰـــه جا معزز ٻانها آهن ۽ اِضراب جو ٻيو قسم هي آهي ته هڪ غرض کان ٻي غرض ڏانهن مضمون کي ڦيرڻ مقصد هوندو آهي. بَـــلْ کان اڳ جملي جو انڪار مدنظر نه هوندو آهي. جهڙوڪ قرآن پاڪ ۾ آهي ته قَـدْ اَفْـلَـحَ مَـنْ تَـزَكّـٰى O وَذَكَـرَاسْمَ رَبِّهٖ فَصَلّٰى O بَـلْ تُؤْثِرُوْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا (سورت اعليٰ: ١٥ تا ١٧) هن آيت ۾ بَلْ کان اڳ واري ڳالهه به درست آهي ۽ پوءِ واري به (مغني) ان ڪري هن جڳهه ان جو مطلب هي آهي ته بيان ٿيل چڱن مڙسن جو هي حال آهي ته دنيا جي پنيان پيل آهن. منهنجي خيال ۾ هن آيت جي تفسير ۾ به اها ئي معنيٰ مراد آهي. ۽ بَـــلْ جي لفظ سان ڄاڻايل ماڻهو جي خيال کي ته هُو ڏينهن يا ڏينهن جو ڪجهه حصو ان حالت ۾ رهيو آهي رد ڪرڻ مدنظر ناهي بلڪ هن کان علاوه هڪ ٻئي مضمون ڏانهن هن جي ذهن کي ڦيرايو آهي ۽ ٻڌايو آهي ته هڪ ٻي خيال سان ڏسو ته تو سو سال ان حالت ۾ گذاريا آهن. پر جيئن ته نبي جو قول به پنهنجي جڳهه تي درست هو ان خيال جي ڪري به ته نبي خداتعاليٰ جي قول کي مٿانهو رکي پنهنجي خيال کي غلط قرار نه ڏئي ڇڏي اللّٰـــه تعاليٰ ساڻ ئي فرمائي ڇڏيو ته اسان تنهنجي خيال کي رد نٿا ڪريون اهو به درست آهي ان ڪري ڏسو توهانجو کاڌو سني حالت ۾ آهي ۽ خراب نه ٿيو آهي ۽ توهان جو گڏهُه تندرست پنهنجي جاءِ تي بيٺو آهي جنهن مان ثابت ٿيو ته تنهنجو جو خيال به ته تون صرف ڪجهه ڪلاڪ ان حالت ۾ رهيو آهين پنهنجي جاءِ تي درست آهي.

نُنْشِزُهَا ثُمَّ نَكْسُوْهَا لَحْمًا ؕ فَلَمَّا تَبَيَّنَ لَهٗ ۙ قَالَ اَعْلَمُ اَنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۲۶۰﴾

آهي)۽ تون (هن حالت ۾) سو سالن ① تائين به رهيو آهين. هاڻي تون پنهنجي کاڌي ۽ پيئڻ (جي سامان) ڏانهن ڏس ته اهو ڪنو ناهي ٿيو ۽ پنهنجي گڏهه ڏانهن (به) ڏس (۽ انهن ٻنهي جو سلامت رهڻ ڏسي سمجهي وٺ ته تنهنجو خيال به پنهنجي جڳهه تي صحيح آهي ۽ اسان جو خيال به) ۽ ائين اسان انهيءَ ڪري ڪيو آهي ته توکي ماڻهن لاءِ هڪ نشان بڻايون. ۽ هڏن ڏانهن ڏس ته اسان انهن کي ڪهڙيءَ طرح پنهنجي پنهنجي جڳهه تي رکي جوڙيون ٿا پوءِ اسان انهن تي گوشت چاڙهيون ٿا. پوءِ جڏهن هن تي (حقيقت) پوريءَ طرح ظاهر ٿي وئي ته هن چيو ته مان ڄاڻان ٿو ته الله هر هڪ شيءِ تي قادر آهي.

وَاِذْ قَالَ اِبْرٰهٖمُ رَبِّ اَرِنِيْ كَيْفَ تُحْيِ الْمَوْتٰى ؕ قَالَ اَوَلَمْ تُؤْمِنْ ؕ قَالَ بَلٰى وَلٰكِنْ لِّيَطْمَئِنَّ قَلْبِيْ ؕ قَالَ فَخُذْ اَرْبَعَةً مِّنَ الطَّيْرِ فَصُرْهُنَّ اِلَيْكَ ثُمَّ اجْعَلْ عَلٰى كُلِّ جَبَلٍ مِّنْهُنَّ جُزْءًا ثُمَّ ادْعُهُنَّ يَاْتِيْنَكَ

۲۶۱- ۽ (هن واقعي کي به ياد ڪيو) جڏهن ابراهيم چيو هو ته اي منهنجا رب! مون کي ڏيکاءِ ته تون مُردا ڪيئن زندهه ڪرين ٿو. فرمايائين ته ڇا تون ايمان نه آڻي چڪو آهين؟ (ابراهيم) چيو. ڇو نه (ايمان ته بيشڪ حاصل ٿي چڪو آهي) پر پنهنجي دل جي اطمينان خاطر (مون هيءُ سوال ڪيو آهي)

١- قـرية مان مراد يروشلم آهي جنهن کي بخت نصر تباهه ڪيو هو. اُهو ماڻهو جيڪو يروشلم جي پرسان گذريو حزقيل نبي هو. الـلّٰه تعاليٰ کيس ڪشف جي ذريعي ڏيکاريو ته هڪ سو سال تائين هي شهر ٻيهر آباد ٿي ويندو. (حزقيل جي ڪشف لاءِ ڏسو پراڻو عهد نامو حزقيل باب ٣٧)

سَعۡيًا ؕ وَاعۡلَمۡ اَنَّ اللّٰهَ عَزِيۡزٌ حَكِيۡمٌ ﴿٢٦٠﴾ ع ٣٥/٣

فرمايائين. چگو! تون چار پکي کڻ ۽ انهن کي پاڻ سان هيراءِ①.پوءِ هر هڪ جبل تي انهن مان هڪ(هڪ)حصو ② رکي ڇڏ.پوءِ انهن کي سڏ.اُهي تو ڏانهن ③ تيزيءَ سان هليا ايندا ۽ سمجهي ڇڏ ته اللّٰه غالب(۽) حڪمت وارو آهي.

مَثَلُ الَّذِيۡنَ يُنۡفِقُوۡنَ اَمۡوَالَهُمۡ فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ كَمَثَلِ حَبَّةٍ اَنۡۢبَتَتۡ سَبۡعَ سَنَابِلَ فِىۡ كُلِّ سُنۡۢبُلَةٍ مِّائَةُ حَبَّةٍ ؕ وَاللّٰهُ يُضٰعِفُ لِمَنۡ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيۡمٌ ﴿٢٦٢﴾

**٢٦٢**-جيڪي ماڻهو پنهنجي مالن کي اللّٰه جي راهه ۾ خرچ ڪن ٿا انهن(جي انهيءَ فعل)جي حالت انهيءَ داڻي جي حالت جي مثل آهي جيڪو ست گوشا ڪيي(۽) هر گوشي ۾ سو داڻا هجن.۽ اللّٰه جنهن لاءِ چاهي ٿو(انهيءَ کان به)وڌائي وڌائي ڏئي

---

١-ڪن ماڻهن **صُرۡهُنَّ** جي معنيٰ قتل ڪرڻ جي ڪئي آهي. جڏهن ته قرآن جا لفظ **صُرۡهُنَّ اِلَيۡكَ** آهن ۽ اهو چوڻ بي معنيٰ آهي ته پوءِ انهن کي پاڻ ڏانهن قتل ڪر. حقيقت ۾ ان لفظ جي معنيٰ سيکارڻ جي به آهي ۽ اُهائي هن جڳهه تي صحيح آهي. (مفردات ۽ اقرب)

٢-ڪن ماڻهن **صُرۡهُنَّ** جي معنيٰ قتل ڪرڻ جي ڪئي آهي. جڏهن ته قرآن جا لفظ **صُرۡهُنَّ اِلَيۡكَ** آهن ۽ اهو چوڻ بي معنيٰ آهي ته پوءِ انهن کي پاڻ ڏانهن قتل ڪر. حقيقت ۾ ان لفظ جي معنيٰ سيکارڻ جي به آهي ۽ اُهائي هن جڳهه تي صحيح آهي. (مفردات ۽ اقرب)

٣- **يَاۡتِيۡنَكَ سَعۡيًا- سَعۡىٌ** جي معنيٰ هلڻ ۽ ڊڪڻ جي هوندي آهي. پر محاوري ۾ ڪوشش سان ڪو ڪم ڪرڻ جي به هوندي آهي **وَيُسۡتَعۡمَلُ لِلۡجِدِّ فِى الۡاَمۡرِ خَيۡرًا كَانَ اَوۡ شَرًّا** (مفردات) يعني ڪڏهن هي لفظ وڏي زور سان ڪم ڪرڻ جي باري ۾ استعمال ٿيندو آهي پلي ڪم سنو هجي يا خراب.جيئن ته پکي ڊڪندو ناهي بلڪ اڏندو آهي ان ڪري ”تيزيءَ سان تو ڏانهن طرف هليا ايندا“ ترجمو ڪيو ويو آهي.هنن آيتن ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي هڪ ڪشف جو ذڪر ۽ چئني پکين مان مراد آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام جي اولاد چار دفعه ترقي ڪندي ۽ چار دفعه زوال ماڻيندي.

تو ۽ اللّٰه وسعت ڏيڻ وارو (۽) ڄاڻو ڄاڻڻ وارو آهي.

اَلَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ثُمَّ لَا يُتْبِعُوْنَ مَآ اَنْفَقُوْا مَنًّا وَّلَآ اَذًى ۙ لَّهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۚ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٢٦٢﴾

**٢٦٢**۔جيڪي ماڻهو پنهنجي مالن کي اللّٰه جي راهه ۾ خرچ ڪن ٿا پوءِ خرچ ڪرڻ کانپوءِ نه ڪنهن رنگ ۾ احسان ڳڻائين ٿا ۽ نه ڪنهن قسم جي تڪليف ڏين ٿا انهن جي رب وٽ انهن (جي عملن) جو بدلو (محفوظ)آهي ۽ نه ته انهن کي ڪنهن قسم جو خوف هوندو ۽ نه اهي غمگين ٿيندا.

قَوْلٌ مَّعْرُوْفٌ وَّمَغْفِرَةٌ خَيْرٌ مِّنْ صَدَقَةٍ يَّتْبَعُهَآ اَذًى ۗ وَاللّٰهُ غَنِيٌّ حَلِيْمٌ ﴿٢٦٣﴾

**٢٦٣**۔سٺي ڳالهه(چوڻ) ۽(قصور) معاف ڪرڻ انهيءَ صدقي کان بهتر آهي جنهنجي پويان تڪليف پهچائڻ (شروع) ٿي(وڃي)۽ اللّٰه بي نياز(۽)بردبار آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُبْطِلُوْا صَدَقٰتِكُمْ بِالْمَنِّ وَالْاَذٰى ۙ كَالَّذِيْ يُنْفِقُ مَالَهٗ رِئَآءَ النَّاسِ وَلَا يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ۗ فَمَثَلُهٗ كَمَثَلِ صَفْوَانٍ عَلَيْهِ تُرَابٌ فَاَصَابَهٗ وَابِلٌ فَتَرَكَهٗ صَلْدًا ۗ لَا يَقْدِرُوْنَ عَلٰى شَيْءٍ مِّمَّا كَسَبُوْا ۗ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٢٦٤﴾

**٢٦٥**۔اي ايماندارو! توهان پنهنجي صدقن کي احسان ڳڻائڻ ۽ تڪليف ڏيڻ(جي فعل) سان انهيءَ شخص وانگر ضايع نه ڪري ڇڏيو جيڪو ماڻهن کي ڏيکارڻ جي لاءِ مال خرچ ڪري ٿو ۽ اللّٰه ۽ روزآخرت تي ايمان نٿو رکي جو جو هنَ جي حالت ته انهيءَ پٿر جي حالت وانگر آهي جنهن تي ڪجهه مٽي(پيل) هجي.۽ انهيءَ تي تيز ① مينهن وسي ۽ اهو انهيءَ کي(ڌوئي وري)صاف پٿر(جو پٿر)ڪري ڇڏي.اِهي(اهڙا ماڻهو

١۔ اَلْوَابِلُ: اَلْمَطَرُ الشَّدِيْدُ الضَّخْمُ الْقَطْرِ۔ وڏن وڏن ڦڙن وارو سخت مينهن (اقرب)

آهن جو) جيڪي ڪجهہ ڪمائين ٿا انهيءَ جو ڪو بہ حصو سندن هٿ نٿو اچي ۽ اللّٰه اهڙي قسم جي ڪافرن کي (ڪاميابيءَ جي) راهہ ناهي ڏيکاريندو.

وَمَثَلُ الَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمُ ابْتِغَآءَ مَرْضَاتِ اللّٰهِ وَتَثْبِيْتًا مِّنْ اَنْفُسِهِمْ كَمَثَلِ جَنَّةٍۭ بِرَبْوَةٍ اَصَابَهَا وَابِلٌ فَاٰتَتْ اُكُلَهَا ضِعْفَيْنِ ۚ فَاِنْ لَّمْ يُصِبْهَا وَابِلٌ فَطَلٌّ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿۲۶۶﴾

۲٦٦- ۽ جيڪي ماڻهو پنهنجو مال اللّٰه جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ پنهنجي پاڻ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ خرچ ڪندا آهن انهن (جي خرچ) جي حالت انهيءَ باغ جي حالت جهڙي آهي جيڪو ① مٿاهين جڳهہ تي هجي (۽) انهيءَ تي تکي بارش پئي هجي جنهن (جي ڪري) انهيءَ ٻيڻو ڦر جهليو هجي. ۽ (انهيءَ جي هيءَ حالت هجي جو) جيڪڏهن انهيءَ تي زوردار بارش نہ پوي تہ ٿورڙي ② بارش بہ (انهيءَ جي لاءِ ڪافي ٿي وڃي) ۽ جيڪي ڪجهہ توهان ڪندا آهيو اللّٰه انهيءَ کي ڏسي رهيو آهي.

اَيَوَدُّ اَحَدُكُمْ اَنْ تَكُوْنَ لَهٗ جَنَّةٌ مِّنْ نَّخِيْلٍ وَّاَعْنَابٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۙ لَهٗ فِيْهَا مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ ۙ

۲٦٧- ڇا توهان مان ڪو شخص چاهي ٿو تہ انهيءَ جو کجين ۽ انگورن جو هڪ باغ هجي، جنهن جي هيٺان نهرون وهنديون هجن (۽) هُن کي انهيءَ مان هر قسم جا ميوا ملندا (رهندا) هجن. ۽ ڪيس

١- اصل ۾ حال آهي پر ترجمو صفت وانگر ٿي ويو آهي جنهن ڪانسواءِ ڪا واهہ نہ هئي پر مطلب ۾ ڪو فرق نہ پيو ۽ نہ عربي ٻوليءَ جي استعمال ۾ ڪو فرق پيو آهي.

٢- اَلطَّلُّ: اَضْعَفُ الْمَطَرِ (اقرب) طلّ تمام سنهي بوندا ٻانديءَ کي چوندا آهن.

وَاَصَابَهُ الْكِبَرُ وَلَهٗ ذُرِّيَّةٌ ضُعَفَآءُ ۖ فَاَصَابَهَآ اِعْصَارٌ فِيْهِ نَارٌ فَاحْتَرَقَتْ ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ لَعَلَّكُمْ تَتَفَكَّرُوْنَ ﴿٢٦٦﴾

پيريءَ به اچي ورتو هجي ۽ انهيءَ جا ننڍڙا (ننڍڙا)ٻار هجن. پوءِ انهيءَ باغ کي هڪ اهڙو واچوڙو لڳي جنهن ۾ باهه(جهڙي گرمي) هجي ۽ اهو(باغ)سڙي وڃي. (ڏسو) الله توهان جي(فائدي جي)لاءِ اهڙيءَ طرح پنهنجا حڪم بيان ڪري ٿو ته جيئن توهان فڪر(کان ڪم وٺندا)ڪيو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَنْفِقُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ مَا كَسَبْتُمْ وَمِمَّاۤ اَخْرَجْنَا لَكُمْ مِّنَ الْاَرْضِ ۪ وَلَا تَيَمَّمُوا الْخَبِيْثَ مِنْهُ تُنْفِقُوْنَ وَلَسْتُمْ بِاٰخِذِيْهِ اِلَّاۤ اَنْ تُغْمِضُوْا فِيْهِ ؕ وَاعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ حَمِيْدٌ ﴿٢٦٧﴾

**٢٦٨**ـ اي ايماندارو! جيڪي ڪجهه توهان ڪمايو آهي، انهيءَ مان پاڪيزه شيون ۽(پڻ) انهيءَ مان جيڪو اسان توهان جي لاءِ زمين مان ڪڍيو آهي(الله جي راهه ۾ توفيق مطابق)خرچ ڪيو ۽ بي ڪار شئي(کي)۽ جنهن مان توهان خرچ(ته)ڪيو ٿا پر توهان خود سواءِ انهيءَ جي(جو)انهيءَ (جي قبول ڪرڻ)۾ چشم پوشيءَ کان ڪم وٺوانهيءَ کي هرگز قبول نٿا ڪيو(صدقي جي لاءِ)ارادي سان نه چونڊيندا ڪيو ۽ سمجهي ڇڏيو ته الله (بلڪل)بي نياز(۽)تمام گهڻي تعريف جو مستحق آهي.

اَلشَّيْطٰنُ يَعِدُكُمُ الْفَقْرَ وَيَاْمُرُكُمْ

**٢٦٩**ـ شيطان توهان کي محتاجيءَ کان ڊيڄاري ٿو ① ۽ توهان کي بي حيائيءَ جي تلقين

١ـ وَعَدَ سني ۽ خراب ڳالهه ٻنهي لاءِ ايندو آهي. فرق صرف هي آهي ته سني ڳالهه جي لاءِ بغير اظهار مفعول جي طور تي به ايندو آهي ۽ خراب ڳالهه لاءِ اظهار مفعول ضروري آهي(اقرب) هن آيت ۾ ٻنهي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي. ان ڪري هڪ جڳهه تي ڊيڄارڻ ۽ ٻي جڳهه وعدو ڪرڻ جا لفظ

بِالۡفَحۡشَآءِ ۚ وَاللّٰهُ يَعِدُكُمۡ مَّغۡفِرَةً مِّنۡهُ وَفَضۡلًا ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيۡمٌ ۙ﴿۲۶۹﴾

ڪري ٿو ۽ اللّٰه پنهنجي طرفان هڪ وڏي بخشش ۽ وڏي فضل جو توهان سان واعدو ڪري ٿو ۽ اللّٰه ڏاڍي وسعت ڏيڻ وارو(۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

يُّؤۡتِى الۡحِكۡمَةَ مَنۡ يَّشَآءُ ۚ وَمَنۡ يُّؤۡتَ الۡحِكۡمَةَ فَقَدۡ اُوۡتِىَ خَيۡرًا كَثِيۡرًا ؕ وَمَا يَذَّكَّرُ اِلَّاۤ اُولُوا الۡاَلۡبَابِ ﴿۲۷۰﴾

**۲۷۰**۔ هُو جنهن کي چاهي ٿو حڪمت عطا ڪري ٿو ۽ جنهن کي حڪمت عطا ڪئي وئي هجي تہ(سمجهو تہ)انهيءَ کي(هڪ) وڏو فائدو پهچائيندڙ شئي ملي وئي ۽(ياد رهي تہ)عقل مندن کانسواءِ نصيحت ڪو بہ حاصل ناهي ڪندو

وَمَاۤ اَنۡفَقۡتُمۡ مِّنۡ نَّفَقَةٍ اَوۡ نَذَرۡتُمۡ مِّنۡ نَّذۡرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ يَعۡلَمُهٗ ؕ وَمَا لِلظّٰلِمِيۡنَ مِنۡ اَنۡصَارٍ ﴿۲۷۱﴾

**۲۷۱**۔۽ جيڪي ڪجهہ توهان(خدا جي لاءِ)خرچ(1)ڪيو يا جيڪي ڪجهہ بہ توهان نذر باسيو اللّٰه انهيءَ کي يقيناً ڄاڻي ٿو(هُو انَ جو نيڪ بدلو ڏيندو)۽ ظالمن جو ڪو بہ مددگار نہ هوندو.

اِنۡ تُبۡدُوا الصَّدَقٰتِ فَنِعِمَّا هِىَ ۚ وَاِنۡ

**۲۷۲**۔جيڪڏهن توهان علي الاعلان

**(باقي حاشيو)**ترجمي ۾ استعمال ڪيا ويا آهن.

١۔عربيءَ ۾ مَاۤ اَنۡفَقۡتُمۡ مِّنۡ نَّفَقَةٍ اَوۡ نَذَرۡتُمۡ مِّنۡ نَّذۡرٍ آهي. لفظي ترجمو هي ٿيندو آهي: ”جيڪو خرچ بہ توهان خرچ ڪريو ۽ جيڪو نذر بہ توهان نذر ڏيو“ پر هي ٻولين جي محاورن جو فرق آهي اڙدو ۾ جيڪو مفهوم ڪريو يا ڏيو جي لفظن سان بيان ڪيو ويندو آهي عربيءَ ۾ ان جي اسم مان فعل ناهي آڻيندا آهن ۽ ان سان اهو مفهوم بيان ڪندا آهن. ها ان طريقي سان هيءُ واڌاري معنيٰ ضرور پيدا ٿي ويندي آهي تہ جيڪا شيءِ خرچ ڪئي وڃي اها خرچ ڪرڻ جي قابل هُجي ۽ جيڪا نذر ڏيو اها نذر ۾ پيش ڪرڻ جي قابل هجي.

تُخۡفُوۡهَا وَتُؤۡتُوۡهَا الۡفُقَرَآءَ فَهُوَ خَيۡرٌ لَّكُمۡ‌ؕ وَيُكَفِّرُ عَنۡكُمۡ مِّنۡ سَيِّاٰتِكُمۡ‌ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ خَبِيۡرٌ ﴿۲۷۲﴾

صدقو ڏيو ته اهو(به)ڏاڍو سٺو ① (طريقو) آهي ۽ جيڪڏهن توهان اهي (صدقا) لڪائي غريبن کي ڏيو ته اِهو توهان جي(نفس جي)لاءِ وڌيڪ سٺو آهي ۽ اهو(اللّٰه انهيءَ جي سببان) توهانجين ڪيترين بدين ② کي توهان کان پري ڪري ڇڏيندو ۽ جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيءَ کان واقف آهي.

لَيۡسَ عَلَيۡكَ هُدٰٮهُمۡ وَلٰـكِنَّ اللّٰهَ يَهۡدِىۡ مَنۡ يَّشَآءُ‌ؕ وَمَا تُنۡفِقُوۡا مِنۡ خَيۡرٍ فَلِاَنۡفُسِكُمۡ‌ؕ وَمَا تُنۡفِقُوۡنَ اِلَّا ابۡتِغَآءَ وَجۡهِ اللّٰهِ‌ؕ وَمَا تُنۡفِقُوۡا مِنۡ خَيۡرٍ يُّوَفَّ اِلَيۡكُمۡ وَاَنۡتُمۡ لَا تُظۡلَمُوۡنَ ﴿۲۷۳﴾

**٢٧٣-** انهن کي راهه تي آڻڻ تنهنجي ذمي نه آهي. ها اللّٰه جنهن کي چاهي ٿو راهه تي آڻي ٿو ۽ جيڪو به سٺو ③مال توهان(خدا جي راهه ۾)خرچ ڪيو.۽ حقيقت هيءَ آهي ته توهان اهڙو خرچ صرف اللّٰه جو ڏيان ڇڪائڻ جي لاءِ ڪندا آهيو سو انهيءَ جو نفعو به توهان جي پنهنجي جانين کي ئي ٿيندو ۽ جيڪو به سٺو مال

١ - نِعِمَّا هِیَ اصل ۾ نِعۡمَ مَا هِیَ آهي. يعني اها تمام سٺي ڳالهه آهي. هي تعريف لاءِ مخصوص چورائيندو آهي ۽ ان جو حل نِعۡمَ الشَّیءُ شَيۡئاً آهي(املاء ابو البقاء)جيئن اڙدوءَ ۾ چوندا آهن ته بس ڪم ته اِهو آهي.

**٢-** مِنۡ سَيِّاٰتِكُمۡ جي اها به معني آهي ته برائين کان ڪن کي ان جي سببان لڪائي ڇڏيندو، ۽ ختم ڪري ڇڏيندو ۽ مِنۡ وڌيڪ تاڪيد لاءِ به ٿي سگهي ٿو ان صورت ۾ هيءَ معني ٿيندي ته توهان جون برائيون بلڪل ختم ڪري ڇڏيندو. اخفش هن جڳهه اها ئي معني ڪئي آهي (املاء ابو البقاء)

**٣-** خَيۡر جي معني مال جي به آهي ۽ سٺي مال جي به. يعني جيڪو سٺي طريقن سان ڪمايو ويو هجي يا گهڻو هجي (مفردات)

توهان خرچ ڪيو اهو توهان کي پورو پورو(واپس ڪيو) ويندو ۽ توهان تي ظلم نہ ڪيو ويندو.

لِلۡفُقَرَآءِ الَّذِيۡنَ اُحۡصِرُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ لَا يَسۡتَطِيۡعُوۡنَ ضَرۡبًا فِى الۡاَرۡضِ يَحۡسَبُهُمُ الۡجَاهِلُ اَغۡنِيَآءَ مِنَ التَّعَفُّفِ‌ۚ تَعۡرِفُهُمۡ بِسِيۡمٰهُمۡ‌ۚ لَا يَسۡـــَٔلُوۡنَ النَّاسَ اِلۡحَـافًا ‌ؕ وَمَا تُنۡفِقُوۡا مِنۡ خَيۡرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ بِهٖ عَلِيۡمٌ ﴿۲۷۳﴾

٢٧٣-(هِي مٿي ڄاڻايل صدقا)انهن محتاجن جي لاءِ آهن جيڪي اللّٰه جي راهہ ۾(ٻين ڪمن کان) روڪيا① ويا آهن اُهي ملڪ ۾ (آزاديءَ سان)اچي وڃي نٿا سگهن. (هڪ) بي خبر(شخص انهن جي)سوال کان بچڻ جي سببان انهن کي شاهوڪار خيال ڪري ٿو توهان انهن کي حليي مان سڃاڻي سگهو ٿا.اُهي ماڻهن کي ڳِڪَ ٿي سوال نٿا ڪن ۽ توهان جيڪو بہ سنو مال(اللّٰه جي راهہ ۾) خرچ ڪيو اللّٰه انهيءَ کان يقيناً خوب واقف آهي.

اَلَّذِيۡنَ يُنۡفِقُوۡنَ اَمۡوَالَهُمۡ بِالَّيۡلِ وَالنَّهَارِ سِرًّا وَّ عَلَانِيَةً فَلَهُمۡ اَجۡرُهُمۡ عِنۡدَ رَبِّهِمۡ‌ۚ وَلَا خَوۡفٌ عَلَيۡهِمۡ وَلَا هُمۡ

٢٧٤-جيڪي ماڻهو پنهنجو مال رات ۽ ڏينهن لڪي(بہ)۽ ظاهر(بہ)(اللّٰه جي راهہ ۾)خرچ ڪندا رهن ٿا انهن جي لاءِ ② انهن جي رب وٽ انهن جو

---

١-اَحۡصَرَهٗ: حَبَسَهٗ عَنۡهُ (اقرب) يعني ڪنهن ڪم کان اُن کي جهلي ڇڏيو.ان ڪري معنيٰ هيءَ ٿي تہ جيڪي ماڻهو ٻين ڪمن کان روڪيا ويا آهن ۽ صرف اللّٰه تعاليٰ جي دين جي خدمت ۾ رُڌل آهن يا هي مطلب آهي تہ في سبيل اللّٰه يعني دين الٰهي جي ڪمن تي انهن کي سيني ڪمن کان آجو ڪري لڳايو ويو آهي.

٢- عربي ۾ هن جڳهہ فاء آهي پر ان جي معنيٰ بدلي جي شرط جي تاڪيد جي آهي. ۽ انهيءَ کي هن ترجمي ۾ سامهون رکيو ويو آهي.

يَحْزَنُوْنَ ﴿٢٧٥﴾

اَلَّذِيْنَ يَاْكُلُوْنَ الرِّبٰوا لَا يَقُوْمُوْنَ اِلَّا كَمَا يَقُوْمُ الَّذِىْ يَتَخَبَّطُهُ الشَّيْطٰنُ مِنَ الْمَسِّ ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَالُوْٓا اِنَّمَا الْبَيْعُ مِثْلُ الرِّبٰوا ۘ وَاَحَلَّ اللّٰهُ الْبَيْعَ وَحَرَّمَ الرِّبٰوا ؕ فَمَنْ جَآءَهٗ مَوْعِظَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ فَانْتَهٰى فَلَهٗ مَا سَلَفَ ؕ وَاَمْرُهٗٓ اِلَى اللّٰهِ ؕ وَمَنْ عَادَ فَاُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢٧٦﴾

اجر(محفوظ)آهي ۽ نہ (تہ)انهن کي کو خوف هوندو ۽ نہ اهي غمگين ٿيندا.

**٢٧٦**-جيڪي ماڻهو وياج کائين ٿا اُهي (بلڪل)اهڙيءَ طرح بيٺا هوندا آهن جهڙيءَ طرح اُهو شخص بيٺل هوندو آهي جنهن تي شيطان① (يعني جنون جي مرض)جو سخت حملو ٿيو هجي.هيءَ (حالت)انهيءَ سبب جي ڪري آهي جو اهي چوندا (رهن) ٿاتہ (خريدو) فروخت(بہ تہ) بلڪل وياج وانگر (ئي) آهي. جڏنهن تہ اللّٰه (خريدو) فروخت کي جائز قرار ڏنو آهي ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي.سو (ياد رکو تہ) جنهن (شخص)وٽ انهيءَ جي رب جي طرفان ڪا نصيحت(جي ڳالهہ)اچي ۽اهو(انهيءَ کي ٻڌي خلاف ورزيءَ کان) باز اچي وڃي تہ جيڪا(ڏيتي ليتي)هُو اڳ ڪري چڪو آهي هنَ جونفعوانهيءَ جو آهي۽انهيءَ جومعاملو اللّٰه جي حوالي آهي. ۽جيڪي (ماڻهو) وري (ساڳيو ڪم) ڪن تہ اهي (ضرور) باهہ (۾ پوڻ) وارا

①-تَخَبَّطَهُ الشَّيْطٰنُ: مَسَّهٗ بِاَذًى- شيطان هن کي تڪليف رسائي(اقرب)اهڙي طرح چوندا آهن تَخَبَّطَهٗ: ضَرَبَهٗ شَدِيْدًا هُن کي سخت مار ڪُٽ ڪئي (اقرب) ۽ اَلْمَسُّ: اَلْجُنُوْنُ (اقرب) مسّ جي معنيٰ جنون جي آهي. مِنْ بيانيہ آهي ان ڪري هيءَ معنيٰ ٿي تہ جنهن تي شيطان يعني جنون وڏو حملو ڪيو هجي.

آهن. اُهي انهيءَ ۾ پيا هوندا.

يَمْحَقُ اللّٰهُ الرِّبٰوا وَيُرْبِي الصَّدَقٰتِ ؕ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ كُلَّ كَفَّارٍ اَثِيْمٍ ﴿٢٧٦﴾

٢٧٦-اللّٰه وياج کي ختم① ڪري ڇڏيندو. ۽ صدقن کي وڌائيندو ۽ اللّٰه هر وڏي ڪافر (۽) وڏي گنهگار کي پسند نٿو ڪري.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ لَهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۚ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٢٧٧﴾

٢٧٧-جيڪي ماڻهو ايمان آڻين ٿا ۽ نيڪ ۽ مناسب حال عمل ڪن ٿا ۽ نماز کي قائم رکن ٿا ۽ زڪوات ڏين ٿا انهن جي لاءِ انهن جي رب وٽ يقيناً انهن جواجر(محفوظ)آهي ۽ انهن کي نه (ته) ڪنهن قسم جوخوف هوندو ۽ نه اهي غمگين ٿيندا.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَذَرُوْا مَا بَقِيَ مِنَ الرِّبٰوٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٢٧٨﴾

٢٧٨- اي ايماندارو! اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته وياج (جي حساب)مان جيڪي ڪجهه باقي هجي انهيءَ کي ڇڏي ڏيو.

فَاِنْ لَّمْ تَفْعَلُوْا فَاْذَنُوْا بِحَرْبٍ مِّنَ اللّٰهِ

٢٧٩-۽ جيڪڏهن توهان ائين نه ڪيو ته اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي طرفان(لاڳو

١-ان تي اعتراض ٿيندو آهي ته عيسائي ۽ يهودي ۽ هندو جيڪي وياج وٺندا آهن انهن جو ڪاروبار ترقي ڪري رهيو آهي ۽ مسلمانن جو ڪاروبار گهٽجي پيو ان جو جواب هي آهي ته هيءَ پيشگوئي آهي جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته آخر ڪاروياج وٺڻ وارين قومن کي اللّٰه تعاليٰ برباد ڪري ڇڏيندو ۽ وياج نه وٺڻ وارا ان بربادي کان بچي ويندا. جهڙوڪ جرمني ۾ وياج جي خلاف وڏي مهم هلي رهي آهي ۽ اهڙي طرح ٻين ملڪن ۾ به.

وَرَسُوْلِهٖ ۚ وَاِنْ تُبْتُمْ فَلَكُمْ رُءُوْسُ اَمْوَالِكُمْ ۚ لَا تَظْلِمُوْنَ وَلَا تُظْلَمُوْنَ ﴿٢٨٠﴾

ٿيڻ) واري جنگ جو يقين ڪري ڇڏيوءِ جيڪڏهن توهان وياج ڪان توبه ڪري ڇڏيوته(ڪو ايترو نقصان نه آهي ڇو جو) توهان جو مُورُ ① توهان جي لاءِ وصول ڪرڻ جائز آهي(ان صورت ۾)نه توهان (ڪنهن تي) ظلم ڪندؤ ۽ نه توهان تي ظلم ٿيندو.

وَاِنْ كَانَ ذُوْ عُسْرَةٍ فَنَظِرَةٌ اِلٰى مَيْسَرَةٍ ؕ وَاَنْ تَصَدَّقُوْا خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٢٨١﴾

**٢٨١**-۽ جيڪڏهن (ڪو)مقروض تنگ حال ٿي اچي② ته آسودگي(حاصل ٿيڻ)تائين (هنَ) کي مهلت ڏيڻي پوندي ۽ جيڪڏهن توهان سمجهه رکو ٿا ته سمجهي ڇڏيو ته توهان جو (انهيءَ ماڻهو کي مور به)صدقي(جي طور تي) ڏئي ڇڏڻ سڀ ڪان سنو(ڪم)آهي.

وَاتَّقُوْا يَوْمًا تُرْجَعُوْنَ فِيْهِ اِلَى اللّٰهِ ۗ ثُمَّ

**٢٨٢**-۽انهيءَ ڏينهن ڪان ڊڄو جنهن ۾

**١**-عربيءَ ۾ رُءُوسُ اَمْـوَالِـكُـمْ يعني مُورُ (رَأْس المال) جو لفظ جمع آهي. پر اڙدوءَ ۾ هي لفظ جمع ۾ استعمال ناهي ٿيندو. ان ڪري ترجمو هڪ لفظ سان ڪيو ويو آهي.لفظي ترجمو هجي ها ته چئون ها ته توهان جا اُهي مال جيڪي توهان قرض طور ڏنا آهن اهي توهان لاءِ آهن.

**٢**-ڪَانَ ٻن قسمن جو ٿيندو آهي. تامہ به ۽ ناقصہ به. ناقصہ ته اسم ۽ خَبَرَ تي ايندو آهي جيئن ڪَانَ الْبُسْتَانُ مُثْمِراً باغ ۾ ميوا لڳل آهن. ۽ تامّہ اُهو آهي جيڪو هڪ فعل جي معنيٰ ڏيندو آهي ۽ ان ڪان پوءِ جو اسم اُن جو فاعل هوندو آهي ان جو گهڻيون معنائون ٿينديون آهن. مثال طور تي واقعو ٿيو، ثابت ٿيو، موجود ٿيو، حاضر ٿيو. (اقرب) هن جڳهه تي ”حاضر ٿيو“ جي معنٰي ٿيندي. ۽ ڪَانَ تامّہ آهي. مراد هيءَ آهي ته جيڪڏهن ڪو حالات ڪان تنگ ٿي چوي ته مان ته هڪدم قرض نٿو ڏئي سگهان ته مُورُ واپس وٺڻ ۾ به مهلت ڏيڻ گهرجي.

تُوَفّٰى كُلُّ نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٢٨٢﴾

توهان کي الله ڏانهن موٽايو ويندو پوءِ هر هڪ شخص کي جيڪي ڪجهه انهيءَ ڪمايو هوندو پورو (پورو) ڏنو ويندو ۽ انهن تي (ڪو به) ظلم نہ ڪيو ويندو.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا تَدَايَنْتُمْ بِدَيْنٍ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى فَاكْتُبُوْهُ ۭ وَلْيَكْتُبْ بَّيْنَكُمْ كَاتِبٌۢ بِالْعَدْلِ ۠ وَلَا يَاْبَ كَاتِبٌ اَنْ يَّكْتُبَ كَمَا عَلَّمَهُ اللّٰهُ فَلْيَكْتُبْ ۚ وَلْيُمْلِلِ الَّذِيْ عَلَيْهِ الْحَقُّ وَلْيَتَّقِ اللّٰهَ رَبَّهٗ

**٢٨٣**-اي ايماندارو! جڏهن توهان هڪ ٻئي کان ڪنهن مقرر ميعاد① جي لاءِ قرض وٺو تہ انهيءَ کي لکي ڇڏيو ۽ گهرجي تہ ڪو لکڻ وارو توهان جي وچ ۾ ② (طئي ٿيل معاهدي کي) انصاف سان لکي ڇڏي. ۽ ڪو ڪاتب لکڻ کان انڪار نہ ڪري جيئن جو الله انهيءَ کي

**١**- **اِلٰى اَجَلٍ مُّسَمًّى**- ان ۾ اِلٰى يا تہ لام جي معنىٰ ۾ آهي ۽ هيءَ معنىٰ آهي تہ مقرر وقت لاءِ قرض وٺو ۽ اِلٰى هن معنىٰ ۾ عربيءَ ۾ استعمال ٿيندو آهي. جيئن قرآن ڪريم ۾ ايندو آهي **وَالْاَمْرُ اِلَيْكِ** يعني حڪم ڏيڻ جو توکي اختيار آهي. يا چوندا آهن **اَحْمَدُ اِلَيْكَ اللّٰهَ**: تنهنجي خاطر الله جي تعريف ڪريان ٿو (مغني) ۽ هي بہ ٿي سگهي ٿو تہ اِلٰى، **مَعَ** جي معنىٰ ڏيندو هجي. هيءَ معنىٰ عربيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ آهي. قرآن ڪريم ۾ پڻ ايندو آهي **مَنْ اَنْصَارِىْ اِلَى اللّٰهِ** يعني ڪير الله سان ٿي ڪري منهنجي مدد ڪري ٿو.ان اِلٰى جي لاءِ هي شرط هوندو آهي تہ ٻن خبرن جي وچ ۾ جوڙ ظاهر ڪيو ويو هجي. نہ تہ هي خالي **مَعَ** جي معنىٰ نا هي ڏيندو(مغني) هن آيت ۾ هي شرط پورو آهي ڇاڪاڻ تہ چيو ويو آهي تہ مقرر مدت تائين قرض وٺو يعني قرض بہ وٺو ۽ مدت بہ مقرر ڪيو تہ فلاڻي وقت تائين پيسا واپس ڪندس. مون ترجمي ۾ پهرين بيان ڪيل معنىٰ ترجمي جي سهولت لاءِ ڪئي آهي نہ تہ بيان ڪيل ٻي معنىٰ وڌيڪ صحيح آهي پر ٻئي معنائون درست آهن.

**٢**-"توهان جي وچ ۾" ان جي هيءَ معنىٰ بہ ٿي سگهي ٿي تہ جيڪو معاهدو توهان جي وچ ۾ ٿيو آهي اهو لکي ڇڏي ۽ اهو بہ تہ لکڻ وارو توهانجي پنهنجي ماڻهن منجهان هجي.۽ اِهو بہ تہ اهو انهن ٻنهي ڌرين جي موجودگيءَ ۾ انهن جي روبرو لکي.

وَلَا يَبْخَسْ مِنْهُ شَيْـًٔا ۗ فَاِنْ كَانَ الَّذِیْ
عَلَيْهِ الْحَقُّ سَفِيْهًا اَوْ ضَعِيْفًا اَوْ لَا
يَسْتَطِيْعُ اَنْ يُّمِلَّ هُوَ فَلْيُمْلِلْ وَلِيُّهٗ
بِالْعَدْلِ ۗ وَاسْتَشْهِدُوْا شَهِيْدَيْنِ مِنْ
رِّجَالِكُمْ ۚ فَاِنْ لَّمْ يَكُوْنَا رَجُلَيْنِ
فَرَجُلٌ وَّ امْرَاَتٰنِ مِمَّنْ تَرْضَوْنَ مِنَ
الشُّهَدَآءِ اَنْ تَضِلَّ اِحْدٰىهُمَا فَتُذَكِّرَ
اِحْدٰىهُمَا الْاُخْرٰى ۗ وَلَا يَاْبَ الشُّهَدَآءُ
اِذَا مَا دُعُوْا ۗ وَلَا تَسْـَٔمُوْٓا اَنْ تَكْتُبُوْهُ
صَغِيْرًا اَوْ كَبِيْرًا اِلٰٓى اَجَلِهٖ ۗ ذٰلِكُمْ اَقْسَطُ
عِنْدَ اللّٰهِ وَاَقْوَمُ لِلشَّهَادَةِ وَاَدْنٰٓى اَلَّا
تَرْتَابُوْٓا اِلَّآ اَنْ تَكُوْنَ تِجَارَةً حَاضِرَةً

(لکڻ) سيکاريو آهي. سو گهرجي تہ هُو (ضرور)لکي ۽ تحرير اهو لکرائي جنهن جي ذمي حق هجي ۽ گهرجي تہ اُهو (لکرائڻ وقت) اللّٰــه جو جيڪو انهيءَ جو رب آهي تقويٰ مد نظر رکي ۽ انهيءَ مان ذرو (بہ) گهٽ نہ ڪري.۽ جيڪڏهن اهو شخص جنهن جي ذمي حق آهي نادان هجي يا ڪمزور هجي يا پاڻ لکرائڻ جي قدرت نہ رکندو هجي تہ گهرجي تہ (انهيءَ جي بدران) انهيءَ جو سنڀاليندڙ انصاف سان (تحرير) لکرائي ۽ توهان پنهنجن مَردن مان (انهيءَ موقعي تي) ٻن ڪي شاهد مقرر ڪنداڪيو. ها جيڪڏهن ٻئي (شاهد) مرد نہ هجن تہ (ٿڏي تي) شاهدن (١) مان جن ماڻهن کي (بطور شاهد جي) توهان پسند ڪندا هجو انهن مان هڪ مرد ۽ بہ عورتون (شاهد

١ـ هيءَ آيت ترجمي جي لحاظ سان ڏاڍي ڏکي آهي ڇاڪاڻ تہ ان ۾ شُهَــدَاء جو لفظ موقعي تي موجود هجڻ وارن لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي ۽ هڪ ئي جملي ۾ ٻن معنائن ۾ شاهدن جي لفظ ترجمي ۾ ڏکيائي پيدا ڪري ڇڏي آهي. مطلب هي آهي تہ جنهن وقت تحرير لکجي رهي هجي تہ جيڪڏهن لکڻ واري کان سواءِ جيڪي مرد ۽ عورت اتي موجود هجن انهن مان هو ٻن مردن کي شاهد ٺاهڻ نہ چاهيندو هجي بلڪ ڪنهن عورت کي بہ شامل ڪرڻ چاهيندو هجي تہ ان صورت ۾ جيڪي ماڻهو موقعي تي هجن انهن مان ٻنهي ڌرين جي معتبر ماڻهن منجهان هڪ مرد ۽ ٻن عورتن جي شاهدي لکرائي وڃي.

تُدِيْرُوْنَهَا بَيْنَكُمْ فَلَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَلَّا تَكْتُبُوْهَا ؕ وَاَشْهِدُوْٓا اِذَا تَبَايَعْتُمْ ۪ وَلَا يُضَآرَّ كَاتِبٌ وَّلَا شَهِيْدٌ ۬ؕ وَاِنْ تَفْعَلُوْا فَاِنَّهٗ فُسُوْقٌۢ بِكُمْ ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ وَيُعَلِّمُكُمُ اللّٰهُ ؕ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۲۸۳﴾

ڪندا ڪيو بن عورتن جو شرط انهيءَ ڪري آهي) جو انهن مان هڪ جي ويسر جي صورت ۾ ٻنهي مان (هر)هڪ ٻئي کي (ڳالهه) يادڏياري ۽ جڏهن شاهدن کي گهرايو وڃي ته اهي انڪار نه ڪن.۽ڪٽي ننڍي (ڏيتي ليتي) هجي يا وڏي هجي توهان ان کي انهيءَ جي ميعاد سميت لکڻ ۾ سستي نه ڪندا ڪيو. هي ڳالهه الله جي ويجهو وڌيڪ انصاف واري آهي ۽ شاهديءَ کي وڌيڪ درست رکڻ واري آهي پڻ (توهان جي لاءِ هن ڳالهه کي)وڌيڪ ويجهو (ڪرڻ واري)آهي ته توهان شڪ ۾ نه پئو (ان ڪري ڏيتي ليتي جو لکڻ ضروري آهي) سواءِ انهيءَ (صورت) جي جو تجارت هٿو هٿ ① هجي جنهن کي توهان پاڻ ۾ (مال ۽ رقم) ڏئي وٺي (انهيءَ وقت قصو ختم ڪري) ٿا ڇڏيو. اهڙيءَ صورت ۾ انهيءَ (ڏيتي ليتي) جي نه لکڻ ۾ توهان تي ڪو به گناهه ناهي②. ۽ جڏهن هڪ

**١**ـ حَاضِرَةً جو ترجمو ”هٿو هٿ“ ڪيو ويو آهي. يعني جڏهن مال تي انهيءَ وقت قبضو ڪيو ويو هجي ۽ روڪ قيمت ڏني وئي هجي.

**٢**ـ ان ۾ اشارو آهي ته ان صورت ۾ به لکڻ سٺي ڳالهه آهي جيئن انگريز دڪاندار رسيد (voucher) ڏيندو آهي. ان سان جهڳڙا گهٽجي ويندا آهن.

بئي سان خريدو فروخت ① ڪيو ته شاهد ٻڌائيندا ڪيو. ۽ (هيءَ ڳالهه ياد رهي ته) نه ڪاتب کي تڪليف ڏني وڃي ۽ نه شاهدکي. ۽ جيڪڏهن توهان (ائين) ڪندو ته هي (ڳالهه) توهان ۾ نافرمانيءَ (جي علامت) ٿيندي ۽ گهرجي ته توهان اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪريو ۽ (جيڪڏهن توهان ائين ڪندؤ ته) اللّٰه توهان کي علم ڏيندو ۽ اللّٰه هر شيءِ کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَاِنْ كُنْتُمْ عَلٰى سَفَرٍ وَّلَمْ تَجِدُوْا كَاتِبًا فَرِهٰنٌ مَّقْبُوْضَةٌ ؕ فَاِنْ اَمِنَ بَعْضُكُمْ بَعْضًا فَلْيُؤَدِّ الَّذِى اؤْتُمِنَ اَمَانَتَهٗ وَلْيَتَّقِ اللّٰهَ رَبَّهٗ ؕ وَلَا تَكْتُمُوا الشَّهَادَةَ ؕ وَمَنْ يَّكْتُمْهَا فَاِنَّهٗۤ اٰثِمٌ قَلْبُهٗ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ عَلِيْمٌ ﴿٢٨٣﴾ ع ٣٩

٢٨٣-۽جيڪڏهن توهان سفر تي هجو ۽ توهان کي ڪو لکڻ وارو نه ملي ته(انهيءَ جي عيوض)قبضي واري گروي آهي.پوءِ جيڪڏهن توهان مان ڪو به شخص ڪنهن (ٻئي) کي امين سمجهي (۽ انهيءَ کي ڪجهه رقم ڏئي ڇڏي) ته جنهن کي امين سمجهيو ويو هجي انهيءَ کي گهرجي ته انهيءَ (امانت رکڻ واري)جي امانت کي(طلب ڪرڻ تي) واپس ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي پالڻهار اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪري ۽ توهان شاهديءَ کي(ڪڏهن)نه لڪايو.۽ جيڪو انهيءَ

١ـ هي تمام وڏي سَودن جي باري ۾ آهي ته انهن کي لکڻ به گهرجي ۽ شاهد به ناهڻ گهرجن ته جيئن ڪو ڦڏو نه ٿئي.

ڪي لڪائيندو اهو يقيناً اهڙو(شخص) آهي جنهن جي دل گنهگار آهي ۽ (ياد رکو ته) جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيءَ ڪي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَاِنْ تُبْدُوْا مَا فِيْٓ اَنْفُسِكُمْ اَوْ تُخْفُوْهُ يُحَاسِبْكُمْ بِهِ اللّٰهُ ؕ فَيَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٢٨٥﴾

**٢٨٥**۔جيڪي ڪجهه (به) آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ آهي اللّٰه جو ئي آهي ۽ جيڪي ڪجهه توهانجي دلين ۾ آهي پلي توهان انهيءَ ڪي ظاهر ڪيو يا انهيءَ ڪي لڪائي ① رکو، اللّٰه توهان کان انهيءَ جو حساب وٺندو.پوءِ جنهن کي چاهيندو بخشي ڇڏيندو ۽ جنهن کي چاهيندو عذاب ڏيندو ۽ اللّٰه هر شئي تي وڏو قادر آهي.

اٰمَنَ الرَّسُوْلُ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِ مِنْ رَّبِّهٖ وَالْمُؤْمِنُوْنَ ؕ كُلٌّ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَكُتُبِهٖ وَرُسُلِهٖ ۟ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْ رُّسُلِهٖ ۟ وَقَالُوْا سَمِعْنَا وَاَطَعْنَا ۗ غُفْرَانَكَ رَبَّنَا وَاِلَيْكَ الْمَصِيْرُ ﴿٢٨٦﴾

**٢٨٦**۔جيڪي ڪجهه به انهيءَ رسول تي انهيءَ جي رب جي طرفان نازل ڪيو ويو آهي انهيءَ تي هُو(خود به)ايمان رکي ٿو ۽(ٻيا) مومن به(ايمان رکن ٿا)اِهي سڀ(جا سڀ) اللّٰه ۽ ان جي فرشتن ۽ انهيءَ جي ڪتابن ۽ انهيءَ جي رسولن تي ايمان رکن ٿا(۽ چون ٿا ته)اسان انهيءَ جي رسولن مان هڪ(ٻئي) جي وچ ۾ (ڪو) فرق نٿا ڪريون ۽ هيءُ (به) چون ٿا ته

١۔ تُخْفُوْهُ:مون تُخْفُوْهُ جو ترجمو ”لڪائي رکو“ ڪيو آهي ته فعل جو ارادو جيڪو قرآن جي لفظن مان ثابت ٿئي ٿو، واضح ٿي وڃي.

اسان (اللّٰه جو حڪم) ٻڌو آهي ۽ اسان انهيءَ جا(دل سان) فرمانبردار ٿي چڪا آهيون.(اهي ماڻهو دعائون ڪن ٿا ته)اي اسانجارب اسان تنهنجي بخشش طلب① ڪريون ٿا ۽ توڏانهن ئي(اسان ڪي)موٽڻو آهي.

لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَا ۭ لَهَا مَا كَسَبَتْ وَعَلَيْهَا مَا اكْتَسَبَتْ ۭ رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَآ اِنْ نَّسِيْنَآ اَوْ اَخْطَاْنَا ۚ رَبَّنَا وَلَا تَحْمِلْ عَلَيْنَآ اِصْرًا كَمَا حَمَلْتَهٗ عَلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِنَا ۚ رَبَّنَا وَلَا تُحَمِّلْنَا مَا لَا طَاقَةَ لَنَا بِهٖ ۚ وَاعْفُ عَنَّا ۥ وَاغْفِرْ لَنَا ۥ وَارْحَمْنَا ۥ اَنْتَ مَوْلٰىنَا فَانْصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٢٨٦﴾ ع ٣٨

٢٨٧ـ اللّٰه ڪنهن شخص تي سواءِ انهيءَ (ذميواريءَ)جي جيڪا انهيءَ جي طاقت ۾ هجي ڪابه ذميواري نٿو وجهي.جيڪو انهيءَ (سٺو)ڪم ڪيو هوندو(اهو)انهيءَ جي لاءِ (نفعي مند)ٿيندو. ۽ جيڪو انهيءَ (برو)ڪم ڪيو هوندو(اهو)انهيءَ تي (وبال ٿي)پوندو (۽ اهي هيءُ به چون ٿا ته)اي اسانجا رب! جيڪڏهن اسان ڪڏهن ڀلجي پئون يا غلطي ڪري ويهون ته اسان ڪي سزا نه ڏجان②.اي اسانجا رب! ۽ تون اسان تي (اهڙيءَ طرح) ذميواري③ نه وِجهه جهڙيءَ طرح تو

١ـ گهرڻ جا لفظ عربيءَ ۾ محذوف آهن پر اڙدوءَ ۾ انهن ڪي ظاهر ڪرڻ ڪانسواءِ گذارو ناهي. ان ڪري مجبوريءَ ۾ ڏنگيءَ ڪان ٻاهر لکيا پيا آهن.

٢ـ اَخَذَ: جڏهن گناهه يا غلطيءَ جي باري ۾ اچي ته ان جي معنيٰ ٿيندي آهي عَـاقَبَـهٗ : ان ڪي ان جي گناهه جي سزا ڏني (اقرب الموارد) هتي پڪڙڻ جي بجاءِ سزا ڏيڻ ترجمو ڪيو ويو آهي.

٣ـ اِصُـــرٌجي معنيٰ عهد، اقرار، بار، وزن ۽ الـــذنـــب يعني گناهه جي آهي (اقرب) ۽ اُهي ڪم

انهن ماڻهن تي جيڪي اسان کان اڳ (گذري چڪا) آهن وِڌي هئي. اي اسانجا رب! ۽ اهڙي طرح اسان کان (اهو بار) نه کڻاءِ ①، جنهن (جي کڻڻ) جي اسان کي طاقت نه آهي ۽ اسان کان درگذر ڪر. ۽ اسان کي بخشي ڇڏ ۽ اسان تي رحم ڪر (ڇو جو) تون اسانجو آقا آهين ان ڪري ڪافرن جي ٽولي ②جي خلاف

**(باقي حاشيو)** جيڪي انسان کي نيڪيءَ کان روڪي ڇڏين ۽ محروم ڪري ڇڏين. جهڙوڪ قرآن پاڪ ۾ آهي **يَضَعُ عَنۡهُمۡ اِصۡرَهُمۡ** (الاعراف: ١٥٨) ۽ اِصۡرٌ ان تاڪيدي عهد کي چوندا آهن جيڪو عهد ٽوڙڻ واري کي ثواب ۽ نيڪين کان محروم ڪري ڇڏي (مفردات) هن آيت جو اِهو مطلب ناهي ته اڳوڻي ماڻهن تي وڏيڪ وزن هيو اسان تي گهٽ رکج. بلڪ مراد هيءَ آهي ته جهڙي طرح انهن تي الٰهي احڪام ٽوڙڻ تي ذميواري وڌي وئي هئي ۽ اهي ثواب جي ڪمن کان محروم ٿي ويا هئا اهڙي طرح اسان تي ذميواري نه وڌي وڃي. يعني اسان عهد ٽوڙڻ وارا ٿي ڪري ثواب جي ڪمن کان محروم نه ٿي وڃون. مطلب ان ڳالهه جي دعا نه ڪئي وئي ته اسان کان ڏکي پورهي جو ڪم نه ورتو وڃي بلڪه دعا اِها آهي ته اسان کي توفيق ڏي ته اسان اڳوڻين قومن وانگر عهد ٽوڙڻ وارا نه ٿي وڃون ۽ عهد ٽوڙڻ جي سزا تنهنجي پاران اسان کي نه ملي. دراصل هن دعا ۾ اسلام جي سدائين قائم رهڻ جي دعا آهي ۽ مسلمانن کي ڏيان ڏياريو ويو آهي ته اُهي سدائين دعا ڪندا رهن ته مسلمان بحيثيت قوم خداتعاليٰ کي ناراض نه ڪن ۽ اللّٰه تعاليٰ کين سدائين نيڪين جي توفيق ڏيندو رهي ۽ انهن ۾ اهڙا ماڻهو موڪليندو رهي جيڪي اسلام کي زندهه رکن ۽ اڳوڻي قومن وانگر انهن جي انعامن جو سلسلو ڪتجي نه وڃي.

**١ـ حَمَّلَهٗ: جَعَلَهٗ يَحۡمِلُهٗ** ان کان وزن کڻايو ويو (اقرب) ان مان مراد به عذاب آهي، يعني اسان تي اهڙو عذاب نه اچي جو اسين ڇِٽيا وڃون ۽ پيهر اٿڻ جي سگهه نه رهي. اهڙي طرح ان کان اڳتي ”درگذر ڪر“ جا لفظ ان مطلب کي واضح ڪن ٿا.

**٢ـ قَوۡمٌ** جي معنيٰ ماڻهن جي هڪ جماعت جي هوندي آهي. مائٽن ۽ ويجهڙن جي لاءِ به هي لفظ

اسان جي مدد ڪر.

---

**(باقي حاشيو)** ٻالهايو ويندو آهي (اقرب) ان ڪري قوم جي معنيٰ لازمي طور تي قوم جي نه هوندي آهي بلڪ هر ان گروهه جي باري هي لفظ ٻالهايو ويندو آهي جيڪي هڪ مقصد لاءِ گڏ ٿيا هجن. جيئن ته ڪَافَر مسلمانن جي خلاف گڏ هئا ان ڪري اهي هڪ قَوْم چورائڻ لائق هئا. قَوْم جي معنيٰ دشمنن جي به هوندي آهي(اقرب) ان معنيٰ جي مطابق آيت جي هيءَ معنيٰ ٿيندي ته ڪافر دشمنن جي خلاف اسانجي مدد ڪر. هيءَ معنيٰ وڌيڪ لطيف آهي پر جيئن ته عام طور تي ماڻهو ان معنيٰ کان واقف ناهن. سون ڇاتل سچاتل معنيٰ جي مطابق ترجمو ڪيو آهي ته جيئن طبيعتن تي بار نه ٿئي.

## سُوْرَةُ اٰلِ عِمْرٰنَ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَتَا اٰيَةٍ وَّ اٰيَةٌ وَّ عِشْرُوْنَ رُكُوْعًا

سورت آل عمران هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٻه سُو هڪ آيتون ۽ ويهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو)

الٓمّٓ ②

٢-مان اللّٰه ① سڀ کان وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهيان.

اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۙ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ ③

٣-اللّٰه (اهڙي ذات آهي جو انهيءَ) کانسواءِ ڪو عبادت جو مستحق ناهي. ڪامل حياتيءَ وارو (پنهنجي ذات ۾) قائم ۽ (سڀني کي) قائم رکڻ وارو آهي.

نَزَّلَ عَلَيْكَ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ وَاَنْزَلَ التَّوْرٰىةَ وَالْاِنْجِيْلَ ④

٤-انهيءَ تو تي هي ڪتاب حق تي مشتمل لاٿو آهي جيڪو انهيءَ (وحيءَ) کي جيڪا هن (ڪتاب) کان پهريائين (آئي) هئي پورو ڪرڻ وارو آهي ۽ انهيءَ ماڻهن کي هدايت ڏيڻ لاءِ هن کان پهريائين تورات ۽ انجيل کي نازل ڪيو هو.

مِنْ قَبْلُ هُدًى لِّلنَّاسِ وَاَنْزَلَ الْفُرْقَانَ ۬ اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌ ؕ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ ذُو انْتِقَامٍ ⑤

٥-۽ (پڻ) انهيءَ فيصلو ڪندڙ نشان نازل ڪيو آهي. جن ماڻهن اللّٰه جي نشانن جو انڪار ڪيو آهي انهن جي لاءِ يقيناً سخت عذاب (مقدر) آهي. ۽ اللّٰه غالب

١-الٓمّٓ جي معنيٰ لاءِ ڏسو نوٽ ١ سورت بقره آيت ٢

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَخْفٰى عَلَيْهِ شَىْءٌ فِى الْاَرْضِ وَلَا فِى السَّمَآءِ ۝٦

(۽)سزا ڏيڻ وارو آهي.
٦-اللّٰه کان هرگز ڪا به شئي لڪيل ناهي. (نه) زمين ۾ ۽ نه آسمان ۾.

هُوَ الَّذِىْ يُصَوِّرُكُمْ فِى الْاَرْحَامِ كَيْفَ يَشَآءُ ۭ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝٧

٧-اُهو ئي آهي جيڪو رحمن ۾ جهڙي چاهي ٿو توهان کي شڪل ڏئي ٿو.انهيءَ کانسواءِ ڪو به عبادت جو مستحق نه آهي.اهو غالب(۽)حڪمت وارو آهي.

هُوَ الَّذِىْٓ اَنْزَلَ عَلَيْكَ الْكِتٰبَ مِنْهُ اٰيٰتٌ مُّحْكَمٰتٌ هُنَّ اُمُّ الْكِتٰبِ وَاُخَرُ مُتَشٰبِهٰتٌ ۭ فَاَمَّا الَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ زَيْغٌ فَيَتَّبِعُوْنَ مَا تَشَابَهَ مِنْهُ ابْتِغَاۗءَ الْفِتْنَةِ وَابْتِغَاۗءَ تَاْوِيْلِهٖ ڤ وَمَا يَعْلَمُ تَاْوِيْلَهٗٓ اِلَّا اللّٰهُ ڤ وَالرّٰسِخُوْنَ فِي الْعِلْمِ يَقُوْلُوْنَ اٰمَنَّا بِهٖ ۙ كُلٌّ مِّنْ عِنْدِ رَبِّنَا ۚ وَمَا يَذَّكَّرُ اِلَّآ اُولُوا الْاَلْبَابِ ۝٨

٨- اُهو ئي آهي جنهن تو تي هي ڪتاب نازل ڪيو آهي جنهن جون ڪي (آيتون ته) محڪم ① آيتون آهن جيڪي هن ڪتاب جو بنياد آهن ۽ ڪجهه ٻيون (آهن جيڪي) متشابه ② آهن. پوءِ جن ماڻهن جي دلين ۾ ڏِنگُ آهي اُهي ته فتني جي خيال سان ۽ هن (ڪتاب) کي(انهيءَ جي حقيقت کان) ڦيرائڻ جي لاءِ انهن(آيتن)جي پٺيان لڳي ٿا پون جيڪي هن(ڪتاب)۾ متشابه ③ آهن.اصل ۾ هن جي تفسير کي سواءِ اللّٰه جي ۽ علم ۾ ڪامل لياقت رکڻ وارن جي(ته) جيڪي چون ٿا(ته)اسان هن(ڪلام)تي ايمان

---

١- مُحْكَمٰتٌ: محڪمات مان مراد اُهي آيتون آهن جن ۾ قرآن ڪريم جي خاص تعليم بيان ٿي آهي.

٢-مُتَشٰبِهٰت مان مراد اُهي آيتون آهن جن ۾ اهڙي تعليم آهي جيڪا اڳوڻن ڪتابن ۾ به لکيل آهي.

٣-يعني جيڪي آيتون اڳوڻن ڪتابن جي تعليم سان ملن ٿيون اُهي انهن کي بگاڙي اڳوڻين قومن جي روايتن جي ماتحت ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اهڙي طرح قرآن ڪريم جي خوبيءَ کي لِڪائي ڇڏيندا آهن

رَكون ٿا (۽ جيڪي چون ٿا ته ا هو) سڀ اسانجي رب جي طرف کان ٿي آهي ڪو ٿي نه ٿو ڄاڻي ۽ عقلمندن کانسواءِ ڪو به نصيحت حاصل نه ٿو ڪري.

رَبَّنَا لَا تُزِغْ قُلُوْبَنَا بَعْدَ اِذْ هَدَيْتَنَا وَهَبْ لَنَا مِنْ لَّدُنْكَ رَحْمَةً ۚ اِنَّكَ اَنْتَ الْوَهَّابُ ۝٩

**٩**-اي اسانجا رب !تون اسان کي هدايت ڏيڻ کان پوءِ اسانجي دلين کي ٽيڏو نه ڪر ۽ اسان کي پنهنجي طرفان رحمت (جو سامان) عطا ڪر. يقيناً تون ئي گهڻو عطا ڪرڻ وارو آهين.

رَبَّنَآ اِنَّكَ جَامِعُ النَّاسِ لِيَوْمٍ لَّا رَيْبَ فِيْهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُخْلِفُ الْمِيْعَادَ ۝١٠ ع

**١٠**-اي اسانجا رب !تون يقيناً سيني ماڻهن کي انهيءَ ڏينهن جنهن (جي اچڻ) ۾ ڪو به شڪ (شبهو) نهآهي جمع ڪندين. اللّٰه هرگز وعدي خلافي نا هي ڪندو.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَنْ تُغْنِيَ عَنْهُمْ اَمْوَالُهُمْ وَلَآ اَوْلَادُهُمْ مِّنَ اللّٰهِ شَيْـــًٔا ۭ وَاُولٰۗىِٕكَ هُمْ وَقُوْدُ النَّارِ ۝١١

**١١**-جيڪي ماڻهو ڪافر آهن انهن جا مال ۽ انهن جون اولادون خدا جي مقابلي ۾ ڪنهن به ڪم نه اينديون ۽ اهي ئي ماڻهو دوزخ جو ٻارڻ آهن.

كَدَاْبِ اٰلِ فِرْعَوْنَ ۙ وَالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۭ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا ۚ فَاَخَذَھُمُ اللّٰهُ بِذُنُوْبِهِمْ ۭ وَاللّٰهُ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ۝١٢

**١٢**-(انهن جو طريقو) فرعون جي پيروي ڪندڙن ۽ انهن ماڻهن جي طريقي جي مطابق (آهي) جيڪي انهن کان اڳ هئا. انهن اسان جي نشانن کي ڪوڙو ڪيو هو تنهنڪري اللّٰه انهن جي قصورن جي بدلي ۾ انهن کي پڪڙي ورتو ۽ اللّٰه جو عذاب سخت (هوندو) آهي.

قُلۡ لِّلَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا سَتُغۡلَبُوۡنَ وَتُحۡشَرُوۡنَ اِلٰى جَهَنَّمَ‌ؕ وَبِئۡسَ الۡمِهَادُ ﴿۱۲﴾

**١٢**-جيڪي ماڻهو ڪافر آهن انهن کي چؤ ته توهان کي ضرور زير ڪيو ويندو ۽ جهنم ڏانهن گڏ ڪري نيو ويندو ۽ اهو ڏاڍو بڇڙو ٺڪاڻو آهي.

قَدۡ كَانَ لَـكُمۡ اٰيَةٌ فِىۡ فِئَتَيۡنِ الۡتَقَتَا‌ؕ فِئَةٌ تُقَاتِلُ فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَاُخۡرٰى كَافِرَةٌ يَّرَوۡنَهُمۡ مِّثۡلَيۡهِمۡ رَاۡىَ الۡعَيۡنِ‌ؕ وَاللّٰهُ يُؤَيِّدُ بِنَصۡرِهٖ مَنۡ يَّشَآءُ‌ؕ اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَعِبۡرَةً لِّاُولِى الۡاَبۡصَارِ ﴿۱۳﴾

**١٤**-انهن ٻن گروهن مان جيڪي هڪ ٻئي سان جنگ تي آمادهه هئا توهان جي لاءِ يقيناً هڪ نشان هئو.(انهن مان)هڪ گروهه ته اللّٰه جي راهه ۾ جنگ ڪندو هوءِ ٻيو منڪرهو، اُهي (مسلمان) اُنهن (ڪافرن) کي(پنهنجي اِنهن ئي) اکين سان پاڻ کان ٻيڻا ڏسي رهيا هئاءِ اللّٰه جنهن کي چاهي ٿو پنهنجي مدد ڏئي قوت بخشي ٿو.انهيءَ (ڳالهه) ۾ اکين وارن لاءِ يقيناً هڪ نصيحت آهي.

زُيِّنَ لِلنَّاسِ حُبُّ الشَّهَوٰتِ مِنَ النِّسَآءِ وَالۡبَنِيۡنَ وَالۡقَنَاطِيۡرِ الۡمُقَنۡطَرَةِ مِنَ الذَّهَبِ وَالۡفِضَّةِ وَالۡخَيۡلِ الۡمُسَوَّمَةِ وَالۡاَنۡعَامِ وَالۡحَرۡثِ‌ؕ ذٰلِكَ مَتَاعُ الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا‌ۚ وَاللّٰهُ عِنۡدَهٗ حُسۡنُ الۡمَاٰبِ ﴿۱۴﴾

**١٥**-ماڻهن کي(عام طورتي)پسند ايندڙ شين جي يعني عورتنءِ پٽن ۽ سون ۽ چانديءَ جي محفوظ خزانن ۽ خوبصورت گهوڙن ۽ مال ۽ پوک جي محبت سهڻي شڪل ۾ڏيکاري وئي آهي.اهو دنياوي زندگيءَ جو سامان آهيءِ اللّٰه (ته) اُها (ذات) آهي جنهن وٽ نهايت عمدو ٺڪاڻو آهي.

قُلۡ اَؤُنَبِّئُكُمۡ بِخَيۡرٍ مِّنۡ ذٰلِكُمۡ‌ؕ لِلَّذِيۡنَ اتَّقَوۡا عِنۡدَ رَبِّهِمۡ جَنّٰتٌ تَجۡرِىۡ مِنۡ

**١٦**-تون چؤ(ته)ڇا مان توهان کي انهيءَ کان(به)سني شيءِ ٻڌايان؟جيڪي ماڻهو تقويٰ اختيار ڪن،انهن جي لاءِ انهن جي

تَحۡتِهَا الۡاَنۡهٰرُ خٰلِدِيۡنَ فِيۡهَا وَ اَزۡوَاجٌ مُّطَهَّرَةٌ وَّ رِضۡوَانٌ مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ بَصِيۡرٌۢ بِالۡعِبَادِ ۚ﴿۱۶﴾

رب وٽ اهڙا باغ آهن جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون (اُهي) انهن ۾ رهندا ۽ (پڻ انهن جي لاءِ) پاڪ زالون ۽ اللّٰه جي رضا (مقدر) آهي ۽ اللّٰه پنهنجن ٻانهن کي ڏسي رهيو آهي.

اَلَّذِيۡنَ يَقُوۡلُوۡنَ رَبَّنَاۤ اِنَّنَاۤ اٰمَنَّا فَاغۡفِرۡ لَنَا ذُنُوۡبَنَا وَ قِنَا عَذَابَ النَّارِ ۚ﴿۱۷﴾

١٧- جيڪي چون ٿا (ته) اي اسانجا رب! اسان يقيناً ايمان آندو آهي. تنهنڪري تون اسان جا قصور اسان کي معاف ڪر ۽ اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ.

اَلصّٰبِرِيۡنَ وَالصّٰدِقِيۡنَ وَالۡقٰنِتِيۡنَ وَالۡمُنۡفِقِيۡنَ وَالۡمُسۡتَغۡفِرِيۡنَ بِالۡاَسۡحَارِ ﴿۱۸﴾

١٨- جيڪي صبر ڪرڻ وارا ۽ سچ ڳالهائڻ وارا ۽ فرمانبردار ۽ (خدا جي لاءِ پنهجو مال) خرچ ڪرڻ وارا ۽ راتين جي آخري پهر ۾ استغفار ڪرڻ وارا آهن.

شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۙ وَالۡمَلٰٓئِكَةُ وَاُولُوا الۡعِلۡمِ قَآئِمًۢا بِالۡقِسۡطِ ؕ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ؕ﴿۱۹﴾

نصف

١٩- اللّٰه انصاف جي مطابق اها شاهدي ڏئي ٿو ته حقيقت اهائي آهي ته انهيءَ کانسواءِ (ٻيو) ڪو به معبود ڪونهي ۽ فرشتا به ۽ علم وارا به (اهائي شاهدي ڏين ٿا) ته انهيءَ کانسواءِ پرستش جو ڪو (به) مستحق ڪونهي. هُو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

اِنَّ الدِّيۡنَ عِنۡدَ اللّٰهِ الۡاِسۡلَامُ ۗ وَمَا اخۡتَلَفَ الَّذِيۡنَ اُوۡتُوا الۡكِتٰبَ اِلَّا مِنۡۢ بَعۡدِ

٢٠- اللّٰه جي نظر ۾ اصل دين يقيناً ڪامل فرمانبرداري آهي ۽ صرف انهن ئي ماڻهن جن کي ڪتاب ڏنو ويو هو انهيءَ کان

مَا جَآءَهُمُ الْعِلْمُ بَغْيًا بَيْنَهُمْ ؕ وَمَنْ يَّكْفُرْ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ فَاِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ﴿۲۰﴾

پوءِ جو انهن وٽ علم اچي چڪو هو پاڻ ۾ فساد سببان اختلاف ڪيو ۽ جيڪو اللّٰه جي نشانن جو انڪار ڪري (اهو ياد رکي ته) اللّٰه يقيناً جلد حساب ڪرڻ وارو آهي.

فَاِنْ حَآجُّوْكَ فَقُلْ اَسْلَمْتُ وَجْهِيَ لِلّٰهِ وَمَنِ اتَّبَعَنِ ؕ وَقُلْ لِّلَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ وَالْاُمِّيّٖنَ ءَاَسْلَمْتُمْ ؕ فَاِنْ اَسْلَمُوْا فَقَدِ اهْتَدَوْا ۚ وَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّمَا عَلَيْكَ الْبَلٰغُ ؕ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِالْعِبَادِ ﴿۲۱﴾ ع ۱۱

**٢١**- هاڻي جيڪڏهن هِي (ماڻهو) توسان جهڳڙو ڪن ته تون (انهن ڪي) چئي ڇڏ ته مون ۽ انهن ماڻهن جيڪي منهنجا پوءِ لڳ آهن پنهنجي پاڻ ڪي اللّٰه جي فرمانبرداريءَ ۾ لڳائي ڇڏيو آهي ۽ جن ماڻهن ڪي ڪتاب ڏنو ويو آهي (انهن ڪي) ۽ (پڻ) اُمِّيُن ڪي چئي ڇڏ ته ڇا توهان (به) فرمانبردار ٿيوٿا. پوءِ جيڪڏهن اُهي فرمانبردار ٿي وڃن ته (سمجهو ته) اهي هدايت حاصل ڪري ويا. ۽ جيڪڏهن اهي منهن ڦيرائي ڇڏين ته تنهنجي ذمي صرف پهچائي ڇڏڻ آهي ۽ اللّٰه ٻانهن ڪي ڏسي رهيو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ يَكْفُرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَيَقْتُلُوْنَ النَّبِيّٖنَ بِغَيْرِ حَقٍّ ۙ وَّيَقْتُلُوْنَ الَّذِيْنَ يَاْمُرُوْنَ بِالْقِسْطِ مِنَ النَّاسِ ۙ فَبَشِّرْهُمْ بِعَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿۲۲﴾

**٢٢**- جيڪي ماڻهو اللّٰه جي آيتن جو انڪار ڪن ٿا ۽ بنا سبب جي نبين ڪي قتل ڪرڻ چاهين ٿا ۽ (پڻ) ماڻهن مان جيڪي انصاف جي هدايت ڪن ٿا انهن ڪي (به) قتل ڪرڻ چاهين ٿا ته انهن ① ڪي دردناڪ عذاب جي خبر ڏي.

**١**- عربيءَ ۾ فاء آهي جنهن جي معنيٰ "ان ڪري" جي آهي. اڙدوءَ ۾ ان جي بغير جملو مڪمل ٿي ويندو. انهيءَ لاءِ اسان "ان ڪري" جو لفظ ختم ڪري ڇڏيو آهي.

أُولَٰٓئِكَ الَّذِيْنَ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ؗ وَمَا لَهُمْ مِّنْ نّٰصِرِيْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣**-هِي اُهي(ماڻهو)آهن جو جن جا اعمال هن دنيا(۾ به)۽ آخرت ۾(به)ضائع ٿي ويندا ۽ انهن جو ڪو به مددگار نه هوندو.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ اُوْتُوْا نَصِيْبًا مِّنَ الْكِتٰبِ يُدْعَوْنَ اِلٰى كِتٰبِ اللّٰهِ لِيَحْكُمَ بَيْنَهُمْ ثُمَّ يَتَوَلّٰى فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ وَهُمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-ڇا توکي انهن ماڻهن جو علم ڪونهي جن کي شريعت جو هڪ حصو ڏنو ويو آهي (جو جڏهن)انهن کي اللّٰه جي ڪتاب ڏانهن سڏيو وڃي ٿو انهيءَ لاءِ ته هُو انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪري ڇڏي ته انهن مان ڪجهه ماڻهو(انهيءَ ڪان) ٽَٽائيندي منهن ڦيرائي ٿا ڇڏين.

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَالُوْا لَنْ تَمَسَّنَا النَّارُ اِلَّآ اَيَّامًا مَّعْدُوْدٰتٍ ۠ وَغَرَّهُمْ فِيْ دِيْنِهِمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-اِهو(ٽَٽائڻُ)انهيءَ سببان آهي جو اُهي چون ٿا ته سواءِ چند ڳاڻاٽي وارن ڏينهن جي اسان کي باهه هرگز نه ڇهندي ۽ جيڪو ڪجهه اُهي ڪوڙ مَڙهن ٿا اُنهيءَ هُنن کي سندن دين(جي معاملي)۾ دوکو ڏئي (ڇڏيو) آهي.

فَكَيْفَ اِذَا جَمَعْنٰهُمْ لِيَوْمٍ لَّا رَيْبَ فِيْهِ ۣ وَوُفِّيَتْ كُلُّ نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**-جڏهن اسان انهيءَ ڏينهن جو جنهن (جي اچڻ)۾ ڪو شڪ ۽(شبهو)ناهي انهن کي جمع ڪنداسين ته انهن جو ڪهڙو حال هوندو ۽ هر شخص جيڪي ڪجهه ڪمايو هوندو(انَ ڏينهن)اُهو انهيءَ کي پورو پورو ڏنو ويندو ۽ انهن تي(ڪجهه به)ظلم نه ڪيو ويندو.

قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ

**٢٧**-تون چؤ اي اللّٰه! جيڪو سلطنت جو

تَشَآءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَآءُ وَتُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ بِيَدِكَ الْخَيْرُ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٢٦﴾

مالڪ آهي تون جنهن کي چاهين ٿو سلطنت ڏين ٿو ۽ جنهن کان چاهين ٿو سلطنت کسي وٺين ٿو.جنهن کي چاهين ٿو غلبو بخشين ٿو ۽ جنهن کي چاهين ٿو ذليل ڪري ڇڏين ٿو.سڀ ڀلائي تنهن جي ئي هٿ ۾ آهي ۽ تون يقيناً هر هڪ شئي تي قادر آهين.

تُوْلِجُ الَّيْلَ فِى النَّهَارِ وَتُوْلِجُ النَّهَارَ فِى الَّيْلِ وَتُخْرِجُ الْحَىَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَتُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَىِّ وَتَرْزُقُ مَنْ تَشَآءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٢٧﴾

**٢٨**۔ تون رات کي ڏينهن ۾ داخل ڪرين ٿو ۽ ڏينهن کي رات ۾ داخل ڪرين ٿو ۽ بيجان مان جاندار ڪڍين ٿو ۽ جاندار مان بيجان ڪڍين ٿو ۽ جنهن کي چاهين ٿو بي حساب ڏين ٿو.

لَا يَتَّخِذِ الْمُؤْمِنُوْنَ الْكٰفِرِيْنَ اَوْلِيَآءَ مِنْ دُوْنِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ فَلَيْسَ مِنَ اللّٰهِ فِىْ شَىْءٍ اِلَّآ اَنْ تَتَّقُوْا مِنْهُمْ تُقٰىةً وَيُحَذِّرُكُمُ اللّٰهُ نَفْسَهٗ وَاِلَى اللّٰهِ الْمَصِيْرُ ﴿٢٨﴾

**٢٩**۔مومن مومنن کي ڇڏي ڪافرن کي دوست نہ بڻائين۔صرف انهن کان پوريءَ طرح بچي رهڻ توهان لاءِ جائز آهي ۽ (توهان مان)جيڪو ماڻهو ائين ڪري انهيءَ جو اللّٰه سان ڪنهن ڳالهہ ۾ بہ (ڪو تعلق)نہ هوندو ۽ اللّٰه توهانکي پنهنجي عذاب کان ڊيڄاري ٿو ۽ اللّٰه ڏانهن ئي(توهان کي)وَرڻو پوندو.

قُلْ اِنْ تُخْفُوْا مَا فِىْ صُدُوْرِكُمْ اَوْ تُبْدُوْهُ

**٣٠**۔تون(انهن کي)چئي ڇڏ(تہ)جيڪي (ڪجهہ) توهانجي سينن ۾ آهي انهيءَ

يَعْلَمْهُ اللّٰهُ ۭ وَيَعْلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۭ وَاللّٰهُ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝٣٠

ڪي توڙي لڪايو يا ان ڪي ظاهر ڪيو (بهرحال) الله انهيءَ ڪي ڄاڻي ٿو ① ونندو ۽ جيڪي ڪجهه(به) آسمانن ۾ آهي اُهو انهيءَ ڪي ۽ جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي انهيءَ ڪي(به) ڄاڻي ٿو. ۽ الله هر هڪ شئي تي ڏاڍو قادر آهي.

يَوْمَ تَجِدُ كُلُّ نَفْسٍ مَّا عَمِلَتْ مِنْ خَيْرٍ مُّحْضَرًا ڔ وَّمَا عَمِلَتْ مِنْ سُوْۗءٍ ڔ تَوَدُّ لَوْ اَنَّ بَيْنَهَا وَبَيْنَهٗٓ اَمَدًۢا بَعِيْدًا ۭ وَيُحَذِّرُكُمُ اللّٰهُ نَفْسَهٗ ۭ وَاللّٰهُ رَءُوْفٌۢ بِالْعِبَادِ ۝٣١

**٣١**-(انَ ڏينهن ڪان ڊڄو)جنهن ڏينهن هر شخص هر نيڪيءَ ڪي جيڪا هنَ ڪئي هوندي(پنهنجي)سامهون موجود ڏسندو ۽ جيڪا بدي هنَ ڪئي هوندي انهيءَ ڪي به هُو خواهش ڪندو ته ڪاش انهيءَ (بديءَ) جي ۽ هن جي وچ ۾ ڊگهو فاصلو هجي ها. ۽ الله توهان ڪي پنهنجي عذاب ڪان ڊيڄاري ٿو ۽ الله ٻانهن تي ڏاڍي ٻاجهه ڪندڙ آهي.

قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوْبَكُمْ ۭ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝٣٢

**٣٢**-تون چؤ ته(اي انسانو!)جيڪڏهن توهان الله سان محبت رکو ٿا ته منهنجي پيروي ڪيو(انهيءَ صورت ۾) هُو (به) توهان سان محبت ڪندو ۽ توهانجا قصور توهان ڪي بخشي ڇڏيندو ۽ الله ڏاڍو بخشڻ وارو (۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

---

**١**-علم ڪلام ۾ الله تعاليٰ جي علم ڪي ٻن قِسمن جو بيان ڪيو ويو آهي. هڪ علم ازلي آهي جيڪو ڪڏهن به ناهي مَتجَندو. ۽ هڪ علم موقعن جو آهي يعني جڏهن ڪو واقعو ٿي ويندو آهي ته اُن ڪي اِها خبربه پئجي ويندي آهي ته هيءُ ڳالهه ٿي وئي آهي. انهيءَ ڏانهن هن آيت ۾ اشارو آهي. ۽ ان جو اِهو مطلب ناهي ته اڳ ۾ الله ڪي خبر نه هئي ۽ پوءِ ان ڳالهين جي خبر پئجي ويس.

قُلْ اَطِيْعُوا اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ ۚ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْكٰفِرِيْنَ ﴿۳۲﴾

**٣٣**-تون چؤ(ته)توهان الله ۽ انهيءَ رسول جي اطاعت ڪيو(انهيءَ تي) جيڪڏهن اُهي منهن ڦيرائي ڇڏين ته(ياد رک ته) الله ڪافرن سان هرگزمحبت نٿو ڪري.

اِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰۤی اٰدَمَ وَنُوْحًا وَّ اٰلَ اِبْرٰهِيْمَ وَاٰلَ عِمْرٰنَ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿۳۳﴾

**٣٤**-الله آدم ۽ نوح (کي) ۽ ابراهيم جي خاندان ۽ عمران جي خاندان کي يقيناً سڀني جهانن ① تي فضيلت ڏني هئي.

ذُرِّيَّةً ۢ بَعْضُهَا مِنْ ۢ بَعْضٍ ؕ وَ اللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿۳۴﴾

**٣٥**-(هنَ) هڪ اهڙي نسل کي(فضيلت ڏني) جيڪو هڪ ٻئي سان پوري مطابقت رکڻ ② وارو هو ۽ الله ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

اِذْ قَالَتِ امْرَاَتُ عِمْرٰنَ رَبِّ اِنِّیْ نَذَرْتُ لَكَ مَا فِیْ بَطْنِیْ مُحَرَّرًا فَتَقَبَّلْ مِنِّیْ ۚ اِنَّكَ اَنْتَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿۳۵﴾

**٣٦**-(ياد ڪيو)جڏهن(آل)عمران جي عورت ③ چيو ته اي منهنجا رب! جيڪي منهنجي پيٽ ۾ آهي(انهيءَ کي)آزاد ڪري مون تنهنجي نذر ڪري ڇڏيو آهي.سو تون (انَ کي)منهن جي طرفان جيئن به

---

**١**-سڀ جهانن مان هي مراد ناهي ته اڳين ۽ پوين سڀني ماڻهن تي- بلڪ اُهي ماڻهو مراد آهن جيڪي انهن جي زماني جا هئا ۽ انهن سان واسطو رکندا هئا نه ته آدمؑ کي سڀ جهانن تي فضيلت هجي ته نوحؑ کي نه ٿي رهي ۽ جيڪڏهن نوحؑ کي فضيلت هجي ته ابراهيمؑ کي نه ٿي رهي ۽ جيڪڏهن ابراهيمؑ کي هجي ته آل عمران کي نٿي رهي.

**٢**-هن جڳهه تي " ذُرِّيَّةٌ " مان اِها مراد ناهي ته اُها جسماني لحاظ سان انهن جي نسل مان هئي بلڪ مراد هيءَ آهي ته روحاني طورتي اُها هڪ ٻئي سان هڪ جهڙائي رکندي هئي.

**٣**-هڪ عورت جي جاءِ تي رڳو عورت ان ڪري چيو ويو آهي ته جڻ هن قبيلي جي عورت يعني ڪامل عورت اُهائي هُئي.

ٿئي قبول فرماءِ ①- يقيناً تون ئي ڏاڍو ٻڌڻ وارو(۽) ڄاڻڻ وارو آهين.

فَلَمَّا وَضَعَتْهَا قَالَتْ رَبِّ اِنِّيْ وَضَعْتُهَآ اُنْثٰى ؕ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا وَضَعَتْ ؕ وَلَيْسَ الذَّكَرُ كَالْاُنْثٰى ۚ وَاِنِّيْ سَمَّيْتُهَا مَرْيَمَ وَاِنِّيْٓ اُعِيْذُهَا بِكَ وَذُرِّيَّتَهَا مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ﴿۳۷﴾

**٣٧**-پوءِ جڏهن اها ان کي ڄڻي واندي ٿي، هنَ چيو ته اي منهنجا رب! مون ته هن کي ڇوڪريءَ جي شڪل ۾ ڄڻيو آهي ۽ جيڪي ڪجهه هنَ ڄڻيو هو انهيءَ کي اللّٰه (سيني کان)وڌيڪ ڄاڻندو هو ۽ (انهيءَ جو ذهني) ڇوڪرو ②(انهيءَ) ڇوڪريءَ وانگر نه ٿي(ٿي سگهيو) ۽ (ڇيائين ته) مون هِنَ جو نالو مريم رکيو آهي ۽ مان هِنَ کي ۽ انهيءَ جي اولاد کي مردود شيطان(جي حملي)کان تنهنجي پناهه ۾ ڏيان ٿي ③.

فَتَقَبَّلَهَا رَبُّهَا بِقَبُوْلٍ حَسَنٍ وَّاَنْۢبَتَهَا نَبَاتًا حَسَنًا ۙ وَّكَفَّلَهَا زَكَرِيَّا ۚ كُلَّمَا دَخَلَ عَلَيْهَا

**٣٨**- تڏهن هُنَ جي رب انهيءَ کي تمام سٺيءَ طرح قبول ڪيو ۽ انهيءَ کي عمدگيءَ سان وڌايو ۽ ذڪريا انهيءَ جو نگهبان

**١**-هن آيت ۾ تَــقَبَّــلُ مان به ظاهر آهي ته مسيح ڪامل وجود نه هو.ان جي نانيءَ مسيح جي ماءُ جي باري ۾ چيو ته جيئن تيئن درگذر ڪري اُن کي قبول ڪري.جيئن ته اصل ۾ مطلوب ابن مريم هو ان لاءِ هُن جو هي جملو حقيقت ۾ مسيح جي بابت آهي.افسوس مسلمانن تي جيڪي ان نُڪتي کي نه سمجهيا ۽ مسيح کي گهٽڻ ٻالهين ۾ رسول اللّٰهﷺ تي فوقيت ڏئي ڇڏيندا آهن.

**٢**-هن آيت ۾ اَلذَّكَرُ جا لفظ آهن ۽ اَلْ ڪنهن معهود ذهنيءَ لاءِ بهاستعمال ٿيندو آهي(اقرب) ان ڪري ترجمو بلڪل صحيح ۽ لفظ به لفظ درست آهي.

**٣**-هن دعا مان ظاهر آهي ته ڪنهن خواب جي وسيلي اُمِّ مريم کي ٻڌايو ويو هو ته ان تي ۽ ان جي اولاد تي شيطان حملو ڪندو. فَتَدَبَّرُوْا.

زَكَرِيَّا الْمِحْرَابَ ۙ وَجَدَ عِنْدَهَا رِزْقًا ۚ قَالَ يٰمَرْيَمُ اَنّٰى لَكِ هٰذَا ۖ قَالَتْ هُوَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ ۖ اِنَّ اللّٰهَ يَرْزُقُ مَنْ يَّشَآءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿۳۸﴾

ٻٽيو. جڏهن به ذڪريا گهر جي بهترين ① حصي ۾ انهيءَ وٽ ويندو هو (ته) هن وٽ کو (نه کو) کاڌو ڏسندو هو. (سو هڪ ڏينهن ائين ڏسي) هن چيو ته اي مريم هيءُ تنهنجي لاءِ ڪٿان آيو آهي؟ انهيءَ چيو الله جي جناب کان ـ الله جنهن کي چاهي ٿو يقيناً بي حساب ڏئي ٿو.

هُنَالِكَ دَعَا زَكَرِيَّا رَبَّهٗ ۚ قَالَ رَبِّ هَبْ لِيْ مِنْ لَّدُنْكَ ذُرِّيَّةً طَيِّبَةً ۚ اِنَّكَ سَمِيْعُ الدُّعَآءِ ﴿۳۹﴾

**٣٩ـ** تڏهن ذڪريا پنهنجي رب کي پڪاريو (۽) چيو ته اي منهنجا رب! تون مون کي (به) پنهنجي جناب مان پاڪ اولاد بخش ـ تون يقيناً دعائن کي ڏاڍو قبول ڪرڻ وارو آهين.

فَنَادَتْهُ الْمَلٰٓئِكَةُ وَهُوَ قَآئِمٌ يُّصَلِّيْ فِي الْمِحْرَابِ ۙ اَنَّ اللّٰهَ يُبَشِّرُكَ بِيَحْيٰى مُصَدِّقًا بِكَلِمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ وَسَيِّدًا وَّحَصُوْرًا وَّنَبِيًّا مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿۴۰﴾

**٤٠ـ** انهيءَ تي فرشتن هن کي جڏهن هُو گهرجي بهترين ② حصي ۾ نماز پڙهي رهيو هو سڏ ڪيو ته الله توکي يحيٰ جي بشارت ڏئي ٿو جيڪو الله جي هڪ ڳالهه کي پورو ڪرڻ وارو هوندو ۽ (پڻ) سردار ۽ (گناهن کان) روڪڻ وارو ۽ نيڪن مان (ترقي ڪري) نبي ٿيندو.

قَالَ رَبِّ اَنّٰى يَكُوْنُ لِيْ غُلٰمٌ وَّقَدْ بَلَغَنِيَ

**٤١ـ** هُن چيو ته اي منهنجا رب! مون کي

---

١ـ "بهترين حصو" هي محراب جو ترجمو آهي جيڪو لغت جي مطابق آهي (ڏسو اقرب الموارد) معنيٰ جي لحاظ سان هي مطلب آهي ته مريم کي ان جي وقف هئڻ جي ڪري ۽ زڪريا جي محبت جي ڪري گهر جي بهترين حصي ۾ رکيو ويو هو.

٢ـ محراب جو ترجمو آهي ۽ مراد هي آهي ته گهر جو پاڪ ۽ صاف حصو.

الْكِبَرُ وَامْرَاَتِیْ عَاقِرٌ ؕ قَالَ كَذٰلِكَ اللّٰهُ يَفْعَلُ مَا يَشَآءُ ﴿٤١﴾

(منهنجي زندگيءَ ۾ وڏي عمر ماڻهوءَ وارو) ڇوڪرو ڪيئن ملندو،جڏهن ته مون تي پيري اچي چڪي آهي ۽ منهنجي زال سَنڍِ ① آهي ـ فرمايائين الله اهڙوئي (قادر) آهي هُو جيڪو چاهي ٿو ڪري ٿو.

قَالَ رَبِّ اجْعَلْ لِّيْٓ اٰيَةً ؕ قَالَ اٰيَتُكَ اَلَّا تُكَلِّمَ النَّاسَ ثَلٰثَةَ اَيَّامٍ اِلَّا رَمْزًا ؕ وَاذْكُرْ رَّبَّكَ كَثِيْرًا وَّ سَبِّحْ بِالْعَشِيِّ وَالْاِبْكَارِ ﴿٤٢﴾ ع

۴۲ـ(پوءِ) هنَ چيو اي منهنجا رب! منهنجي لاءِ ڪو حڪم ڏي. فرمايائين توکي هي حڪم آهي ته تون ماڻهن سان ٽن ڏينهن تائين اشاري ڪانسواءِ نه ڳالهاءِ ۽ پنهنجي رب کي ڏاڍو ياد ڪر ۽ شام ۽ صبح ان جي تسبيح ڪر.

وَاِذْ قَالَتِ الْمَلٰٓئِكَةُ يٰمَرْيَمُ اِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰىكِ وَطَهَّرَكِ وَاصْطَفٰىكِ عَلٰى نِسَآءِ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٣﴾

۴۳ـ۽(انَ وقت کي ياد ڪيو)جڏهن ملائڪن چيو ته اي مريم! الله توکي برگزيده ڪيو آهي ۽ پاڪ ڪيو آهي ۽ سڀني جهانن جي عورتن جي مقابلي ۾ توکي چونڊيو آهي.

يٰمَرْيَمُ اقْنُتِيْ لِرَبِّكِ وَاسْجُدِيْ وَارْكَعِيْ مَعَ الرّٰكِعِيْنَ ﴿٤٤﴾

۴۴ـاي مريم!تون پنهنجي رب جي فرمانبردار بڻج ۽ سجدو ڪر ۽ صرف توحيد ② مطابق پرستش ڪرڻ وارن سان ملي توحيد مطابق پرستش ڪر.

ذٰلِكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ الْغَيْبِ نُوْحِيْهِ اِلَيْكَ ؕ

۴۵ـهي غيب ③ جي خبرن مان(هڪ

---

۱ـيعني سَنڍِ هجڻ ڇوڪرو ٿيڻ جي خلاف آهي،۽ پوڙهو هجڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ جوان ڇوڪرو ڏسڻ جي خلاف آهي.

۲ـعربي ۾ رَكَعَ جي معنيٰ توحيد جي مطابق عبادت ڪرڻ جي آهي.ان ڪري هي ترجمو ڪيو ويو آهي ته مُوَحِدُ ٿي عبادت ڪر.

۳ـيعني اهي ڳالهيون بائيبل جي اجاين ڳالهين جي خلاف آهن ۽ عالم الغيب خدا توتي ظاهر

وَمَا كُنْتَ لَدَيْهِمْ اِذْ يُلْقُوْنَ اَقْلَامَهُمْ اَيُّهُمْ يَكْفُلُ مَرْيَمَ ۖ وَمَا كُنْتَ لَدَيْهِمْ اِذْ يَخْتَصِمُوْنَ ﴿٤٥﴾

خبر) آهي جنهن ڪي اسان توتي وحيءَ (جي ذريعي ظاهر)ڪيون ٿا.۽ جڏهن اُهي پنهنجن تيرن ڪي(انهيءَ لاءِ) اڇلي رهيا هئا ته انهن مان ڪير مريم جي سار لهندو ته تون انهن وٽ نه هئين ۽ نه(ئي)تون(انهيءَ وقت) انهن وٽ هئين جڏهن اهي جهڳڙو ڪري رهيا هئا.

اِذْ قَالَتِ الْمَلٰٓئِكَةُ يٰمَرْيَمُ اِنَّ اللّٰهَ يُبَشِّرُكِ بِكَلِمَةٍ مِّنْهُ ۖ اسْمُهُ الْمَسِيْحُ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ وَجِيْهًا فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَمِنَ الْمُقَرَّبِيْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦-(پوءِ انَ وقت ڪي ياد ڪر)جڏهن فرشتن چيو هو ته اي مريم! اللّٰــه توکي پنهنجي هڪ ڪلام جي ذريعي(هڪ ڇوڪري جي) بشارت ڏئي ٿو انهيءَ (مبشر)جو نالو مسيح عيسىٰ بن مريم هوندو جيڪو (هن) دنيا ۽ آخرت ۾ مانائتو هوندو ۽(خدا جي)قربائتن مان هوندو.

وَيُكَلِّمُ النَّاسَ فِي الْمَهْدِ وَكَهْلًا وَّمِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧-۽ پينگهي(يعني ننڍڙي عمر)۾ به ماڻهن سان ڳالهيون ڪندو ۽ اڌڙوٽ عمر هئڻ جي حالت ۾(به)۽ نيڪ ماڻهن مان هوندو.

قَالَتْ رَبِّ اَنّٰى يَكُوْنُ لِيْ وَلَدٌ وَّلَمْ يَمْسَسْنِيْ بَشَرٌ ۖ قَالَ كَذٰلِكِ اللّٰهُ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ ۖ اِذَا قَضٰٓى اَمْرًا فَاِنَّمَا يَقُوْلُ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿٤٨﴾

٤٨-هُنَ چيو(ته)اي منهنجا رب! مون ڪي ٻار ڪيئن ٿيندو؟.جڏهن ته ڪنهن انسان(به) مون ڪي هٿ نه لاتو آهي. فرمايائين اللّٰه(جو ڪم)ائين ئي (هوندو) آهي.هُو جيڪو چاهي ٿو،پيدا ڪري ٿو

**(باقي حاشيو)** ڪيون آهن.

(۽) جڏهن هُو ڪنهن ڳالهه جو فيصلو ڪري وٺندو آهي ته انَ جي متعلق صرف اِهو فرمائيندو آهي ته تون وجود ۾ اچي وَڃُ.سو اُهو وجود ۾ اچي ويندو آهي.

وَ يُعَلِّمُهُ الْكِتٰبَ وَ الْحِكْمَةَ وَ التَّوْرٰىةَ وَ الْاِنْجِيْلَ ﴿٤٩﴾

**٤٩**-۽ (اِها به بشارت ڏني ته اللّٰه) هنَ کي ڪتاب ۽ حڪمت(جون ڳالهيون) سيکاريندو ۽ توريت ۽ انجيل (سيکاريندو).

وَ رَسُوْلًا اِلٰى بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ۙ۬ اَنِّيْ قَدْ جِئْتُكُمْ بِاٰيَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ ۙ اَنِّيْٓ اَخْلُقُ لَكُمْ مِّنَ الطِّيْنِ كَهَيْـَٔةِ الطَّيْرِ فَاَنْفُخُ فِيْهِ فَيَكُوْنُ طَيْرًۢا بِاِذْنِ اللّٰهِ ۚ وَ اُبْرِئُ الْاَكْمَهَ وَ الْاَبْرَصَ وَ اُحْيِ الْمَوْتٰى بِاِذْنِ اللّٰهِ ۚ وَ اُنَبِّئُكُمْ بِمَا تَاْكُلُوْنَ وَ مَا تَدَّخِرُوْنَ ۙ فِيْ بُيُوْتِكُمْ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٥٠﴾

**٥٠**- ۽ بني اسرائيل ڏانهن رسول(بڻائي اُنَ کي هِنَ پيغام سان موڪليندو)ته مان توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان هڪ نشان کڻي آيو آهيان(۽ اُهو هيءُ آهي)ته مان توهانجي(فائدي جي)لاءِ ڪي مٽيءَ جي خاصيت رکڻ وارن مان پکين(جي پيدا ڪرڻ) وانگر(مخلوق)پيدا ڪندس①.پوءِ مان انهن ۾ هڪ نئون روح ڦوڪيندس. جنهن تي اُهي اللّٰه جي حڪم جي ماتحت اُڏامَڪَ ٿي ويندا ۽ مان اللّٰه جي حڪم جي ماتحت انڌن کي ۽ ڇِڙِيءَ جي بيمارن کي چڱو ڀلو ڪندس②

**١**-يعني جهڙي طرح پکي آري تي ويهي پنهنجي آنن مان ٻچا ڪڍندو آهي مان به اهڙي طرح انسانن منجهان روحاني قابليت واري ماڻهن کي پنهنجي تربيت ۾ آڻي هڪ ڏينهن ان قابل ٿاهي ڇڏيندو آهيان جو اُهي خدا تعاليٰ ڏانهن روحاني اڏام ڪرڻ وارا ٿي ويندا آهن.اِهو مطلب ناهي ته مان خدا بڻجي ويندس ۽ نه هي مراد آهي ته زنده پکي پيدا ڪندس.

**٢**-يهودين کي حڪم هو ته انڌن ۽ ڇِڙِيءَ جي بيمارن کي ناپاڪ سمجهن(احبار باب ١٣ ۽ باب ٢١)

وَمُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيَّ مِنَ التَّوْرٰىةِ وَلِاُحِلَّ لَكُمْ بَعْضَ الَّذِيْ حُرِّمَ عَلَيْكُمْ وَجِئْتُكُمْ بِاٰيَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ ۣ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿٥١﴾

۽ مُردن کي زنده ڪندس ۽ جيڪي ڪجهه توهان کائيندؤ ۽ جيڪي ڪجهه توهان پنهنجي گهرن ۾ گڏ ① ڪندؤ انهيءَ جي توهان کي خبر ڏيندس (۽) جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته انهيءَ ۾ توهان جي لاءِ هڪ نشان هوندو.

**٥١-** ۽(مان انهيءَ وحيءَ کي)جيڪا مون کان اڳ (اڳي چُڪي) آهي يعني تورات انهيءَ کي پورو ڪرڻ وارو(بڻجي آيو) آهيان.۽ انهيءَ لاءِ (آيو آهيان)جو ڪي اهڙيون شيون جيڪي توهان جي لاءِ حرام قرار ڏنيون ② ويون هيون، توهان لاءِ حلال ڪري ڇڏيان ۽ مان توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان هڪ نشاني کڻي آيو آهيان تنهن ڪري توهان اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي اطاعت ڪيو.

**(باقي حاشيو)** مسيحؑ جي ذريعي اللّٰه تعاليٰ ان ظلم کي ختم ڪرايو. انهيءَ کي هن جڳهه بيان ڪيو ويو آهي. ماڻهن غلطيءَ سان اِهو سمجهيو ته جائي جم جي انڌن ۽ ڇِتيءَ جي بيمارن کي هُو چڱو ڀلو ڪندو هو. حقيقت اها آهي ته جائي جم جا لفظ قرآن ۾ ناهن.۽ موتيا بند جي مريضن ۽ ڇِتيءَ جي بيمارن کي عام طور تي ڊاڪٽر ۽ حڪيم چڱو ڀلو ڪندا رهندا آهن.پر بدقسمتيءَ سان مسيحؑ جي باري ۾ جيڪي آيتون اچن ٿيون مسلمان انهن جي اُها معنيٰ ڪندا آهن جنهن سان مسيحؑ جي خدائي ثابت ٿئي.

**١**-يعني توهان کي انهن نيڪ ڪمن جي ڄاڻ ڏيندس جن جي ڪرڻ سان انسان اللّٰه جو پيارو ٿي ويندو آهي.

**٢**-يعني توهان جي شرارتن جي ڪري وحي الٰهي جو جيڪو سلسلو بند ڪيو ويو هو هاڻي منهنجي وسيلي ان کي ٻيهر جاري ڪيو ويندو.

اِنَّ اللّٰهَ رَبِّيْ وَرَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْهُ ؕ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ﴿٥٢﴾

**۵۲۔** اللّٰه يقيناً منهنجو(به) رب(آهي)۽ توهان جو(به) رب آهي۔ سو توهان انهيءَ جي عبادت ڪيو.اِهو سڌو رستو آهي.

فَلَمَّآ اَحَسَّ عِيْسٰى مِنْهُمُ الْكُفْرَ قَالَ مَنْ اَنْصَارِيْٓ اِلَى اللّٰهِ ؕ قَالَ الْحَوَارِيُّوْنَ نَحْنُ اَنْصَارُ اللّٰهِ ۚ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ ۚ وَاشْهَدْ بِاَنَّا مُسْلِمُوْنَ ﴿٥٣﴾

**۵۳۔**پوءِ جڏهن عيسىٰ انهن جي طرفان انڪار ڏٺو ته چيائين ته اللّٰه جي لاءِ ڪير (ماڻهو)منهنجا مددگار بڻجن ٿا.حوارين چيو ته اسان اللّٰه جي(دين جا)مددگار آهيون. اسان اللّٰه تي ايمان رکون ٿا ۽ تون شاهد رهجان ته اسان فرمانبردار آهيون.

رَبَّنَآ اٰمَنَّا بِمَآ اَنْزَلْتَ وَاتَّبَعْنَا الرَّسُوْلَ فَاكْتُبْنَا مَعَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿٥٤﴾

**۵۴۔**اي اسانجا رب!جيڪي ڪجهه تو لاٿو آهي انهيءَ تي اسان ايمان آندو آهي ۽ اسان انهيءَ رسول جا تابعدار ٿي ويا آهيون.تنهن ڪري تون اسانکي شاهدن ۾ لکي ڇڏ.

وَمَكَرُوْا وَمَكَرَ اللّٰهُ ؕ وَاللّٰهُ خَيْرُ الْمٰكِرِيْنَ ﴿٥٥﴾ ع ١٣

**۵۵۔** ۽ اُنهن(يعني مسيح جي دشمنن)به تدبيرون ڪيون ۽ اللّٰه به تدبيرون ڪيون ۽ اللّٰه سيني تدبيرون ڪرڻ وارن کان بهتر تدبير ڪرڻ وارو آهي.

اِذْ قَالَ اللّٰهُ يٰعِيْسٰٓى اِنِّيْ مُتَوَفِّيْكَ وَرَافِعُكَ اِلَيَّ وَمُطَهِّرُكَ مِنَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَجَاعِلُ الَّذِيْنَ اتَّبَعُوْكَ فَوْقَ

**۵۶۔**(انهيءَ وقت کي ياد ڪيو)جڏهن اللّٰه چيو.اي عيسىٰ! مان توکي(طبعي طور تي) وفات ڏيندس ۽ توکي پنهنجي حضور ۾ عزت ① بخشيندس ۽ ڪافرن(جي الزامن) کان توکي پاڪ ڪندس ۽

---

**۱۔**رَفَعَ جي معنيٰ عربيءَ ۾ عزت بخشڻ جي به هوندي آهي (مفردات).

الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡۤا اِلٰى يَوۡمِ الۡقِيٰمَةِ‌ ۚ ثُمَّ اِلَىَّ مَرۡجِعُكُمۡ فَاَحۡكُمُ بَيۡنَكُمۡ فِيۡمَا كُنۡتُمۡ فِيۡهِ تَخۡتَلِفُوۡنَ ﴿۵۶﴾

جيڪي تنهنجا پوءِلڳ آهن انهن کي انهن ماڻهن تي جيڪي منڪر آهن قيامت جي ڏينهن تائين غالب رکندس. پوءِ مون ڏانهن ئي توهان کي موٽڻو پوندو تڏهن مان انهن ڳالهين ۾ جن ۾ توهان اختلاف ڪيو ٿا توهان جي وچ ۾ فيصلو ڪندس.

فَاَمَّا الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا فَاُعَذِّبُهُمۡ عَذَابًا شَدِيۡدًا فِى الدُّنۡيَا وَالۡاٰخِرَةِ ۖ وَمَا لَهُمۡ مِّنۡ نّٰصِرِيۡنَ ﴿۵۷﴾

**۵۷**-سو جيڪي ماڻهو ڪافر آهن. انهن کي مان هن دنيا (۾ به) ۽ آخرت ۾ (به) سخت عذاب ڏيندس ۽ انهن جو ڪو به مددگار نه هوندو. ①

وَاَمَّا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَيُوَفِّيۡهِمۡ اُجُوۡرَهُمۡ‌ؕ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۵۸﴾

**۵۸**-۽ جيڪي ماڻهو مومن آهن ۽ انهن نيڪ (۽ مناسب حال) عمل ڪيا آهن هُو کين سندن (عملن) جو اجر پورو (پورو) ڏيندو. ۽ اللّٰه ظالمن سان محبت نه ٿو رکي.

ذٰلِكَ نَتۡلُوۡهُ عَلَيۡكَ مِنَ الۡاٰيٰتِ وَالذِّكۡرِ الۡحَكِيۡمِ ﴿۵۹﴾

**۵۹**-انهيءَ کي يعني آيتن ۽ حڪمت واري تعليم اسان توکي پڙهي ٻڌايون ٿا.

اِنَّ مَثَلَ عِيۡسٰى عِنۡدَ اللّٰهِ كَمَثَلِ اٰدَمَ‌ؕ خَلَقَهٗ مِنۡ تُرَابٍ ثُمَّ قَالَ لَهٗ كُنۡ فَيَكُوۡنُ ﴿۶۰﴾

**۶۰**-(ياد رکو) عيسٰي جو حال اللّٰه جي ويجهو يقيناً آدم جي حال وانگر آهي انهيءَ کي (يعني آدم کي) هن خشڪ② مٽيءَ③

١-"ڪو به" جا لفظ مِنۡ ۽ ناصرين جي عام هجڻ جي ڪري ترجمي ۾ شامل ڪيا ويا آهن.

**۲**-خبر پئي ته باقي وجودن وانگر قرآن ڪريم جي مطابق عيسٰيؑ به مِٽيءَ مان پيدا ٿيا هئا ۽ کيس ڪا خاص اهميت حاصل نه هئي. ڇاڪاڻ ته جيڪي ماڻهو ماءُ پيءُ مان پيدا ٿيندا آهن قرآن ڪريم جي محاوري ۾ اُهي به مٽيءَ مان پيدا ٿيندا آهن.

**۳**-شيطان جي ذڪر ۾ ۽ ڪن ٻين آيتن ۾ آدم جي پيدائش طِيۡن مان ٻڌائي وئي آهي يعني اهڙي

مان پيدا ڪيو. پوءِ انهيءَ جي متعلق چيائين ته تون وجود ۾ اچي وڃ ته اهو وجود ۾ اچڻ لڳو.

اَلۡحَقُّ مِنۡ رَّبِّكَ فَلَا تَكُنۡ مِّنَ الۡمُمۡتَرِيۡنَ ﴿٦١﴾

٦١- هيءُ تنهنجي رب جي طرفان حق آهي تنهن ڪري تون شڪ ڪرڻ وارن مان نه بڻج.

فَمَنۡ حَآجَّكَ فِيۡهِ مِنۡۢ بَعۡدِ مَا جَآءَكَ مِنَ الۡعِلۡمِ فَقُلۡ تَعَالَوۡا نَدۡعُ اَبۡنَآءَنَا وَاَبۡنَآءَكُمۡ وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمۡ وَاَنۡفُسَنَا وَاَنۡفُسَكُمۡ ثُمَّ نَبۡتَهِلۡ فَنَجۡعَلۡ لَّعۡنَتَ اللّٰهِ عَلَى الۡكٰذِبِيۡنَ ﴿٦٢﴾

٦٢- هاڻي جيڪو(شخص)تو وٽ علم (الٰهي) جي اچي وڃڻ کان پوءِ تو سان انهيءَ جي متعلق بحث ڪري ته تون (انهيءَ کي) چئي ڏي (ته)اچو اسان پنهنجي پٽن کي سڏيون ۽ توهان پنهنجن پٽن کي، ۽ اسان پنهنجي عورتن کي ۽ توهان پنهنجي عورتن کي، ۽ اسان پنهنجن نفسن کي ۽ توهان پنهنجن نفسن کي، پوءِ عاجزيءَ سان دعا ڪيون ۽ ڪوڙن تي اللّٰه جي لعنت وِجهئون.

اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الۡقَصَصُ الۡحَقُّ ۚ وَمَا مِنۡ اِلٰهٍ

٦٣- يقيناً اهو ئي سچو بيان ① آهي ۽

**(باقي حاشيو)** مٽي جنهن ۾ الهام جو پاڻي ملايل هو. پر هنن آيتن ۾ آدمؑ ۽ عيسٰيؑ ٻنهي جي پيدائش تُــــــــرَاب مان ٻڌائي وئي آهي يعني اهڙي مٽي جنهن ۾ الهام مليل نه هو.انهن ٻنهي بيانن ۾ ڪو اختلاف ناهي. ڇاڪاڻ ته آدمؑ مان مراد هتي آدم ناهي ۽ عيسٰيؑ مان مراد رڳو عيسٰي ناهي بلڪ آدم ۽ بني آدم ۽ عيسٰي ۽ عيسٰي جا پوءِ لڳ مراد آهن ۽ انهن ماڻهن مان هڪ جماعت الهام کي نظر انداز ڪرڻ واري هئي.ان ڪري جماعت جي حيثيت ۾ ٻنهي جي پيدائش تُرَاب مان قرار ڏني وئي.

**١-**عربيءَ ۾ هڪ اِنَّ جو حرف آهي ۽ هڪ لام آهي. ٻئي تاڪيد جي لاءِ آهن.اسان هڪ حرف جو ترجمو يقيناً ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٻئي جو ”اِهو ئي“. ان سان لفظي ترجمو ٿي وڃي ٿو.

اِلَّا اللّٰهُ ؕ وَ اِنَّ اللّٰهَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿۶۳﴾

اللّٰه کانسواءِ ڪو (بہ) پرستش جو مستحق ڪونهي ۽ يقيناً اللّٰه ئي غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

فَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِالْمُفْسِدِيْنَ ﴿۶۴﴾ ع ۹ / ۱۴

۶۴-پوءِ جيڪڏهن اهي ڦري وڃن تہ (ياد رکن تہ) اللّٰه فسادين کي يقيناً خوب① ڄاڻي ٿو.

قُلْ يٰۤاَهْلَ الْكِتٰبِ تَعَالَوْا اِلٰى كَلِمَةٍ سَوَآءٍۢ بَيْنَنَا وَ بَيْنَكُمْ اَلَّا نَعْبُدَ اِلَّا اللّٰهَ وَ لَا نُشْرِكَ بِهٖ شَيْـًٔا وَّ لَا يَتَّخِذَ بَعْضُنَا بَعْضًا اَرْبَابًا مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَقُوْلُوا اشْهَدُوْا بِاَنَّا مُسْلِمُوْنَ ﴿۶۵﴾

۶۵-تون چؤ (تہ) اي اهل ڪتاب (ڳهت ۾ ڳهت②) هڪ اهڙي ڳالهہ تي تہ اچي وڃو جيڪا اسان جي وچ ۾ توهان جي وچ ۾ هڪ جهڙي آهي (۽ اُها هيءَ آهي) تہ اسان اللّٰه کانسواءِ ڪنهن جي عبادت نہ ڪيون ۽ ڪنهن شيءِ کي انهيءَ جو شريڪ نہ سمجهون ۽ نہ اسان اللّٰه کي ڇڏي پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي رب بڻائيندا ڪيون. پوءِ جيڪڏهن اهي ڦري وڃن تہ انهي کي چؤ تہ توهان شاهد رهو تہ اسان (خدا جا) فرمانبردار آهيون.

يٰۤاَهْلَ الْكِتٰبِ لِمَ تُحَآجُّوْنَ فِيْۤ اِبْرٰهِيْمَ وَ مَاۤ اُنْزِلَتِ التَّوْرٰىةُ وَ الْاِنْجِيْلُ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِهٖ ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿۶۶﴾

۶۶-اي اهل ڪتاب! توهان ابراهيم جي باري ۾ بحث ڇو ٿا ڪيو جڏهن تہ توريت ۽ انجيل يقيناً انهيءَ کان پوءِ نازل ٿيون آهن پوءِ ڇا توهان سمجهو نہ ٿا.

هٰۤاَنْتُمْ هٰۤؤُلَآءِ حَاجَجْتُمْ فِيْمَا لَكُمْ بِهٖ

۶۷-ٻڌو! توهان اهي ماڻهو آهيو جيڪي انهن ڳالهين متعلق بحث ڪندا رهيا آهيو.

١- ”خوب ڄاڻي ٿو“ عَلِيْمٌ جو ترجمو آهي جيڪو مبالغي جو صيغو آهي.

٢- ”ڳهت ۾ ڳهت“ ڪنهن لفظ جو ترجمو نا هي بلڪ عبارت جو مطلب آهي.

عِلْمٌ فَلِمَ تُحَآجُّوْنَ فِيْمَا لَيْسَ لَكُمْ بِهٖ عِلْمٌ ؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ وَاَنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٦٦﴾

جن جو توهان کي علم هو. پوءِ (هاڻي) توهان چو انهن ڳالهين متعلق بحث ڪرڻ لڳا آهيو جن جو توهان کي ڪجهه (به) علم ڪونهي. حالانڪ الله ڄاڻي ٿو ۽ توهان نہ ٿا ڄاڻو.

مَا كَانَ اِبْرٰهِيْمُ يَهُوْدِيًّا وَّلَا نَصْرَانِيًّا وَّلٰكِنْ كَانَ حَنِيْفًا مُّسْلِمًا ؕ وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٦٧﴾

**٦٨**- نہ (ئي) ابراهيم يهودي هو ۽ نہ نصراني پر هُو (خدا ڏانهن) جهڪي رهڻ ① وارو (۽) فرمانبردار هو ۽ مشرڪن مان نہ هو.

اِنَّ اَوْلَى النَّاسِ بِاِبْرٰهِيْمَ لَلَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُ وَهٰذَا النَّبِيُّ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ؕ وَاللّٰهُ وَلِيُّ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٦٨﴾

**٦٩**- ابراهيم سان ماڻهن مان وڌيڪ تعلق رکڻ وارا يقيناً (يقيناً) اُهي ماڻهو آهن جيڪي انهيءَ جا پيروي ڪندڙ آهن ۽ (پڻ) هيءُ نبي ۽ جن ماڻهن (انهيءَ تي) ايمان آندو. ۽ الله مومنن جو دوست آهي.

وَدَّتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ لَوْ يُضِلُّوْنَكُمْ ؕ وَمَا يُضِلُّوْنَ اِلَّآ اَنْفُسَهُمْ وَمَا يَشْعُرُوْنَ ﴿٦٩﴾

**٧٠**- اهل ڪتاب مان هڪ گروهہ تمنا رکي ٿو تہ ڪاش اهو توهان کي گمراهہ ڪري ڇڏي ۽ اهي پنهنجي پاڻ کي ئي گمراهيءَ ۾ وجهي رهيا آهن ۽ سمجهن نٿا.

يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ لِمَ تَكْفُرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَاَنْتُمْ تَشْهَدُوْنَ ﴿٧٠﴾

**٧١**- اي اهل ڪتاب! توهان ڏسڻ جي باوجود چو الله جي آيتن جو انڪار ڪيو ٿا، جڏهن تہ توهان شاهدي ڏئي چڪا آهيو.

يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ لِمَ تَلْبِسُوْنَ الْحَقَّ بِالْبَاطِلِ وَتَكْتُمُوْنَ الْحَقَّ وَاَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٧١﴾ ع

**٧٢**- اي اهل ڪتاب! چو توهان ڄاڻي ٻجهي حق کي باطل سان ملايو ۽ حق کي لڪايو ٿا.

ع ٧ ٨ ١٥

---

١- يعني مُوَحِّد جيڪو حَنِيف جو ترجمو آهي.

وَقَالَتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ اٰمِنُوْا بِالَّذِیْٓ اُنْزِلَ عَلَى الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا وَجْهَ النَّهَارِ وَاكْفُرُوْٓا اٰخِرَهٗ لَعَلَّهُمْ یَرْجِعُوْنَ ۚۖ﴿۷۳﴾

**٧٣**-۽ اهل ڪتاب مان هڪ گروهه چوي ① تو تہ مومنن تي جيڪي ڪجهہ نازل ڪيو ويو آهي انهيءَ تي ڏينهن جي پهرين حصي ۾ تہ ايمان آڻيو ۽ انهيءَ جي پوئين حصي ۾ (انهيءَ ڪان)انڪار ڪري ڇڏيو. شايد(انهيءَ جي ذريعي سان)اُهي ڦري وڃن.

وَلَا تُؤْمِنُوْٓا اِلَّا لِمَنْ تَبِعَ دِیْنَكُمْ ؕ قُلْ اِنَّ الْهُدٰى هُدَى اللّٰهِ ۙ اَنْ یُّؤْتٰٓى اَحَدٌ مِّثْلَ مَآ اُوْتِیْتُمْ اَوْ یُحَآجُّوْكُمْ عِنْدَ رَبِّكُمْ ؕ قُلْ اِنَّ الْفَضْلَ بِیَدِ اللّٰهِ ۚ یُؤْتِیْهِ مَنْ یَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِیْمٌ ۚۖ﴿۷۴﴾

**٧٤**-۽(چون ٿا تہ)انهيءَ شخص ڪان سواءِ جيڪو اوهان جي دين جي پيروي ڪندو هجي ڪنهن جي نہ مڃيو.تون چُءُ (تہ) اصل هدايت يعني اللّٰه جي هدايت تہ هيءَ آهي تہ ڪنهن ڪي اُهڙو ئي (ڪي) ملي جهڙو توهان ڪي مليو هو يا وري اُهي توهان جي رب جي حضور توهان سان جهڳڙو ڪن ②(پڻ)چوُ تہ فضل تہ يقيناً اللّٰه جي هٿ ۾ آهي.اُهو جنهن ڪي چاهي ٿو فضل بخشي ٿو ۽ اللّٰه ڏاڍي وسعت ڏيڻ وارو ۽ ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

یَّخْتَصُّ بِرَحْمَتِهٖ مَنْ یَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِیْمِ ﴿۷۵﴾

**٧٥**-هُو جنهن ڪي چاهي ٿو(انهيءَ ڪي) پنهنجي رحمت لاءِ خاص ڪري ڇڏي ٿو ۽ اللّٰه وڏو فضل ڪرڻ وارو آهي.

وَمِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ مَنْ اِنْ تَاْمَنْهُ

**٧٦**-۽ اهل ڪتاب مان(ڪو تہ)اهڙو

**١**-حال جو صيغو ماضيءَ جي جاءِ تي اڙدو محاوري جي ڪري استعمال ڪيو آهي.

**٢**-يعني جيڪڏهن اها اسانجي غلطي آهي تہ گهرجي تہ ڪو آسماني دليل پيش ڪري ان ڪي ختم ڪن.

بِقِنْطَارٍ يُّؤَدِّهٖٓ اِلَيْكَ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ اِنْ تَاْمَنْهُ بِدِيْنَارٍ لَّا يُؤَدِّهٖٓ اِلَيْكَ اِلَّا مَا دُمْتَ عَلَيْهِ قَآئِمًا ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَالُوْا لَيْسَ عَلَيْنَا فِي الْاُمِّيّٖنَ سَبِيْلٌ ۚ وَيَقُوْلُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ وَهُمْ يَعْلَمُوْنَ ﴿٧٦﴾

آهي جو جيڪڏهن تون هن کي(مال جو) هڪ ڍير ① امانت طور ڏئي ڇڏين ته اهو توکي واپس ڪري ڇڏيندو ۽ (ڪو) انهن مان (اهڙو)آهي جو جيڪڏهن تون هن کي هڪُ دينار امانت طور ڏين ته هُو اُهو(به)توکي واپس نه ڏيندو- سواءِ انهيءَ جي جو تون انهيءَ (جي سِرّ)تي مٿان بيٺو رهين.اها(ڳالهه) هن سبب ڪري آهي جو اهي چون ٿا ته اسان تي اُمّين جي باري ۾ ڪا به پڪڙ نه آهي ۽ اُهي اللّٰه تي ڄاڻي(ٻجهي)ڪوڙ مڙهن ٿا.

بَلٰى مَنْ اَوْفٰى بِعَهْدِهٖ وَاتَّقٰى فَاِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُتَّقِيْنَ ﴿٧٧﴾

٧٧-ائين نه② پر جيڪو شخص پنهنجي واعدي کي پورو ڪري ۽ تقويٰ اختيار ڪري ته(اهو متقي آهي)اللّٰه متقين سان يقيناً محبت رکي ٿو.

اِنَّ الَّذِيْنَ يَشْتَرُوْنَ بِعَهْدِ اللّٰهِ وَاَيْمَانِهِمْ ثَمَنًا قَلِيْلًا اُولٰٓئِكَ لَا خَلَاقَ لَهُمْ فِي

٧٨-جيڪي ماڻهو اللّٰه سان پنهنجن واعدن ۽ قسمن جي بدلي ۾ ٿوري③ قيمت وٺن ٿا انهن ماڻهن جو آخرت ۾ ڪو حصو نه

١- ڍير قِنطَار جو ترجمو آهي پر اڙدوءَ ۾ ڍير نه چوندا آهن. بلڪ ڪنهن شيءَ جو ڍير چوندا آهن. ان ڪري اسان مال جو لفظ وڌائي ڇڏيو آهي ۽ ان کي ڏنگيءَ ۾ رکيو آهي ڇاڪاڻ ته ان کان بغير صحيح معنيٰ ظاهر نه پئي ٿئي.

٢-يعني انهن جي اها دعويٰ ته اُمِّيِّن جي باري ۾ انهن تي ڪا پڪڙ ناهي غلط آهي.

٣-يعني دنيا جو مال جيڪو دين جي مقابلي ۾ بلڪل هيچ آهي. هيءَ مراد ناهي ته ٿورڙي قيمت وٺڻ ناجائز آهي دين وڪڻڻ لاءِ گهڻو مال وٺڻ گهرجي.

الْاٰخِرَةِ وَلَا يُكَلِّمُهُمُ اللّٰهُ وَلَا يَنْظُرُ اِلَيْهِمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَلَا يُزَكِّيْهِمْ ۠ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٧٨﴾

وَاِنَّ مِنْهُمْ لَفَرِيْقًا يَّلْوٗنَ اَلْسِنَتَهُمْ بِالْكِتٰبِ لِتَحْسَبُوْهُ مِنَ الْكِتٰبِ وَمَا هُوَ مِنَ الْكِتٰبِ ۚ وَيَقُوْلُوْنَ هُوَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ وَمَا هُوَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ ۚ وَيَقُوْلُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ وَهُمْ يَعْلَمُوْنَ ﴿٧٩﴾

مَا كَانَ لِبَشَرٍ اَنْ يُّؤْتِيَهُ اللّٰهُ الْكِتٰبَ وَالْحُكْمَ وَالنُّبُوَّةَ ثُمَّ يَقُوْلَ لِلنَّاسِ كُوْنُوْا عِبَادًا لِّيْ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلٰكِنْ كُوْنُوْا رَبّٰنِيّٖنَ بِمَا كُنْتُمْ تُعَلِّمُوْنَ الْكِتٰبَ وَبِمَا كُنْتُمْ تَدْرُسُوْنَ ۙ﴿٨٠﴾

وَلَا يَاْمُرَكُمْ اَنْ تَتَّخِذُوا الْمَلٰٓئِكَةَ

هوندو ۽ قيامت جي ڏينهن الله انهن سان نه ڳالهائيندو ۽ نه انهن ڏانهن نهاريندو ۽ نه انهن کي پاڪ قرارڏيندو ۽ انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب(مقدر)آهي.

٧٩- ۽ انهن مان هڪ گروهه يقيناً (اهڙو) آهي جيڪو پنهنجي زبانن کي ڪتاب (يعني توريت)جي ذريعي سان ڦيري ① تو انهيءَ لاءِ ته توهان انهيءَ کي (جيڪو هو چوي ٿو) ڪتاب مان سمجهو جڏنهن تهاهو ڪتاب مان نه هوندو آهي. ۽ اُهي چون ٿا ته اُهو الله جي طرفان آهي جڏنهن ته اهو الله جي طرفان نه آهي ۽ اُهي ڄاڻي (ٻجهي)الله تي ڪوڙ مڙهن ٿا.

٨٠-ڪنهن(سچي)انسان جي شان وٽان ڪونهي جو الله ته هُن کي ڪتاب ۽ حڪومت ۽ نبوت ڏئي ۽ اُهو(ائين)چوي (ته)توهان الله کي ڇڏي منهنجا ٻانها ٻڻجي وڃو. پر (اهڙو انسان ته اِهوئي چوندو آهي ته)توهان خدا جا ئي ٿي وڃو ڇو جو توهان ڪتاب (الٰهي) جي تعليم ڏيو ٿا ۽ انهيءَ لاءِ ته توهان (انهيءَ کي) ياد ڪيو ٿا.

٨١- ۽ نه(ئي هُن جي لاءِ)اِهو(ممڪن

١_يعني توريت جي تلاوت جي طور تي انساني تحريرون پڙهندو آهي ته جيئن ماڻهن کي ڏوڪو لڳي وڃي.

وَالنَّبِيّٖنَ اَرْبَابًا ؕ اَيَاْمُرُكُمْ بِالْكُفْرِ بَعْدَ اِذْ اَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿۸۱﴾ ع

آهي) جو توهان کي اِها هدايت ڏئي ته توهان فرشتن ۽ نبين کي رب بڻايو.ڇا توهان جي مسلمان ٿيڻ کان پوءِ هُو توهان کي ڪفر (اختيار ڪرڻ)جي تعليم ڏيندو ①.

وَاِذْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ النَّبِيّٖنَ لَمَآ اٰتَيْتُكُمْ مِّنْ كِتٰبٍ وَّحِكْمَةٍ ثُمَّ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مُّصَدِّقٌ لِّمَا مَعَكُمْ لَتُؤْمِنُنَّ بِهٖ وَلَتَنْصُرُنَّهٗ ؕ قَالَ ءَاَقْرَرْتُمْ وَاَخَذْتُمْ عَلٰى ذٰلِكُمْ اِصْرِيْ ؕ قَالُوْٓا اَقْرَرْنَا ؕ قَالَ فَاشْهَدُوْا وَاَنَا مَعَكُمْ مِّنَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿۸۲﴾

**٨٢**-۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اللّٰه (اهل ڪتاب کان) سيني نبين ② وارو پڪو عهد ورتو هو ته جيڪو به ڪتاب ۽ حڪمت مان توهان کي ڏيان پوءِ توهان وٽ ڪو(اهڙو)رسول اچي جيڪو هن ڪلام کي پورو ڪرڻ وارو هجي جيڪو توهان وٽ آهي ته توهان ضرور ③ انهيءَ تي ايمان آڻجو ۽ ضرور انهيءَ جي مدد ڪجو (۽) فرمايوهئائين ته ڇا توهان اقرار ڪيو ٿا ۽ انهيءَ تي منهنجي(طرفان)ذميداري قبول ڪيو ٿا؟ (۽)انهن چيو هو،ها اسان اقرار ڪيون ٿا،فرمايائين هاڻي توهان شاهد رهو ۽

**١**-امر جو لفظ عربي ۾ وسيع آهي ان جي معنيٰ حڪم کان علاوه چوڻ يا تعليم ڏيڻ جي به آهي ان ڪري هن آيت جي معنيٰ ”تعليم ڏيندو“ جي ڪئي وئي آهي.

**٢**-”سيني نبين وارو“ مان مراد هي آهي ته جيڪو عهد سيئي نبي پنهنجي اُمتن کان وٺندا آيا آهن.

**٣**-اڳ۾ ٻڌايو آهي ته ٻه دفعه تاڪيدن جي موقعي تي جهڙوڪ هتي آهن هڪ تاڪيد جي معنيٰ ”ضرور“ جي لفظ سان ڪئي وئي آهي ۽ ٻي تاڪيد جي لاءِ ”ئي“ جي لفظ سان.ان سان ترجمو لفظي ٿي وڃي ٿو ۽ ڪو لفظ ترجمي کان ٻاهر نٿو رهي.

مان به توهان سان گڏ شاهدن مان(هڪ شاهد) آهيان.

فَمَنْ تَوَلّٰى بَعْدَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿٨٣﴾

٨٣-هاڻي جيڪو(شخص)انهيءَ واعدي کان پوءِ ڦري وڃي ته اهڙا ماڻهو فاسق هوندا.

اَفَغَيْرَ دِيْنِ اللّٰهِ يَبْغُوْنَ وَلَهٗٓ اَسْلَمَ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ طَوْعًا وَّكَرْهًا وَّاِلَيْهِ يُرْجَعُوْنَ ﴿٨٤﴾

٨٤-پوءِ ڇا اهي اللّٰه جي دين کانسواءِ (ڪو ٻيو دين)طلبين ٿا.جڏنهن ته آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي(ڪي به) آهي خوشيءَ سان(به)۽ ناخوشيءَ سان(به)انهيءَ جو فرمانبردار آهي ۽ انهيءَ ڏانهن موٽايو ويندو.

قُلْ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَمَآ اُنْزِلَ عَلَيْنَا وَمَآ اُنْزِلَ عَلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَالْاَسْبَاطِ وَمَآ اُوْتِيَ مُوْسٰى وَعِيْسٰى وَالنَّبِيُّوْنَ مِنْ رَّبِّهِمْ ۖ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْهُمْ ۫ وَنَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ ﴿٨٥﴾

٨٥- تون چؤ(ته)اسان اللّٰه(تي)۽ جيڪي به ڪي اسان تي نازل ڪيو ويو آهي (انهيءَ تي)۽ جيڪي ڪي ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب ۽ (انهيءَ جي) اولادتي نازل ڪيو ويو هو ۽ جيڪي ڪي موسٰي کي ۽ عيسٰي کي ۽ (باقي) سڀني نبين کي سندن رب جي طرفان ڏنو ويو هو انهيءَ تي ايمان رکون ٿا ۽ انهن مان ڪنهن هڪ کي ٻئي کان عليحده نٿا سمجهون ۽ اسان انهيءَ جا فرمانبردار آهيون.

وَمَنْ يَّبْتَغِ غَيْرَ الْاِسْلَامِ دِيْنًا فَلَنْ يُّقْبَلَ مِنْهُ ۚ وَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٨٦﴾

٨٦-۽ جيڪو شخص اسلام کان سواءِ ڪنهن(ٻئي)دين کي(اختيار ڪرڻ) چاهي ته (اهو ياد رکي ته)اُهو انهيءَ کان هرگز قبول نه ڪيو ويندو ۽ آخرت ۾ اُهو نقصان

ماڻ وارن مان هوندو.

كَيْفَ يَهْدِي اللّٰهُ قَوْمًا كَفَرُوْا بَعْدَ اِيْمَانِهِمْ وَ شَهِدُوْٓا اَنَّ الرَّسُوْلَ حَقٌّ وَّ جَآءَهُمُ الْبَيِّنٰتُ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿۸۷﴾

۸۷- جيڪي ماڻهو ايمان آڻڻ کانپوءِ (وري) منڪر ٿي ويا هجن ۽ شاهدي ڏئي چڪا هجن ته (هيءُ) رسول سچو آهي ۽ (پڻ) انهن وٽ دليلَ به اچي چڪا هجن انهن کي الله ڪهڙيءَ طرح هدايت تي آڻي ۽ الله (ته) ظالم (ماڻهن) کي هدايت نه تو ڏئي.

اُولٰٓئِكَ جَزَآؤُهُمْ اَنَّ عَلَيْهِمْ لَعْنَةَ اللّٰهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ ﴿۸۸﴾

۸۸- اِهي ماڻهو اهڙا آهن جو انهن جي سزا اِها آهي ته انهن تي الله ۽ فرشتن (جي) ۽ ماڻهن (جي) سيني جي ئي لعنت هجي.

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۚ لَا يُخَفَّفُ عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلَا هُمْ يُنْظَرُوْنَ ﴿۸۹﴾

۸۹- اُهي انهيءَ (لعنت) هيٺ رهندا، نه (ته) انهن (مٿان) عذاب هلڪو ڪيو ويندو ۽ نه انهن کي ڍر ڏني ويندي.

اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا مِنْ بَعْدِ ذٰلِكَ وَاَصْلَحُوْا ۗ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۹۰﴾

۹۰- سواءِ انهن ماڻهن جي جيڪي انهيءَ کانپوءِ توبهه ڪن ۽ اصلاح ڪن. ۽ الله يقيناً ڏادو بخشڻ وارو (۽) باربار رحم ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بَعْدَ اِيْمَانِهِمْ ثُمَّ ازْدَادُوْا كُفْرًا لَّنْ تُقْبَلَ تَوْبَتُهُمْ ۚ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الضَّآلُّوْنَ ﴿۹۱﴾

۹۱- جيڪي ماڻهو ايمان آڻڻ بعد منڪر ٿي ويا هجن (۽) وري اهي ڪفر ۾ اجا به وڌي ويا هجن انهن جي توبهه هرگز قبول نه ڪئي ويندي. ۽ اِهي ئي ماڻهو گمراهه آهن.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَمَاتُوْا وَهُمْ كُفَّارٌ فَلَنْ يُّقْبَلَ مِنْ اَحَدِهِمْ مِّلْءُ

۹۲- جيڪي ماڻهو منڪر ٿي ويا هجن ۽ ڪفر (ئي) جي حالت ۾ مري ويا هجن،

الۡاَرۡضِ ذَهَبًا وَّلَوِ افۡتَدٰى بِهٖ ؕ اُولٰٓـئِكَ لَهُمۡ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ وَّمَا لَهُمۡ مِّنۡ نّٰصِرِيۡنَ ﴿۹۲﴾

انهن مان ڪنهن کان زمين جيترو سون (به) جنهن کي هُو فديي جي طور پيش ڪري، هرگز قبول نه ڪيو ويندو. انهن ماڻهن لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر) آهي ۽ انهن جو ڪو به مددگار نه هوندو.

لَنۡ تَنَالُوا الۡبِرَّ حَتّٰى تُنۡفِقُوۡا مِمَّا تُحِبُّوۡنَ ؕ وَمَا تُنۡفِقُوۡا مِنۡ شَىۡءٍ فَاِنَّ اللّٰهَ بِهٖ عَلِيۡمٌ ﴿۹۳﴾

**٩٣**- توهان ڪامل نيڪيءَ کي هرگز حاصل نه ڪري سگهو جيستائين پنهنجي پسنديده شين مان (خدا جي لاءِ) خرچ نه ڪيو. ۽ جيڪا به شيءِ توهان خرچ ڪيو الله انهيءَ کي يقيناً چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

كُلُّ الطَّعَامِ كَانَ حِلًّا لِّبَنِىۡۤ اِسۡرَآءِيۡلَ اِلَّا مَا حَرَّمَ اِسۡرَآءِيۡلُ عَلٰى نَفۡسِهٖ مِنۡ قَبۡلِ اَنۡ تُنَزَّلَ التَّوۡرٰٮةُ ؕ قُلۡ فَاۡتُوۡا بِالتَّوۡرٰٮةِ فَاتۡلُوۡهَاۤ اِنۡ كُنۡتُمۡ صٰدِقِيۡنَ ﴿۹۴﴾

**٩٤**- سمورو کاڌو سواءِ انهيءَ حصي جي جيڪو اسرائيل ① (يعني حضرت يعقوب) توريت جي نازل ٿيڻ کان پهرئين پنهنجي لاءِ مڪروهه قرار ڏئي ڇڏيو هو بني اسرائيل ② جي لاءِ حلال هو. تون چؤ ته جيڪڏهن سچا آهيو ته توريت آڻيو ۽ انهيءَ کي پڙهو.

فَمَنِ افۡتَرٰى عَلَى اللّٰهِ الۡكَذِبَ مِنۡۢ بَعۡدِ ذٰلِكَ فَاُولٰٓـئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوۡنَ ﴿۹۵﴾

**٩٥**- هاڻي جيڪي (ماڻهو) انهيءَ کان پوءِ (به) الله تي ڪوڙ مڙهن ته اُهي ئي ماڻهو ظالم هوندا.

**١**- حضرت يعقوب عليه السلام جو هڪ ڪشفي نالو اسرائيل هو (پراڻو عهد نامو پيدائش باب ٣٢ آيت ٢٨)

**٢**- ڪن شين کان انهن جي بيماريءَ سبب انهن کي روڪيو ويو هو. بنو اسرائيل غلطيءَ سان انهن کي حرام سمجهي ڇڏيو (پيدائش باب ٣٢)

قُلْ صَدَقَ اللّٰهُ ۗ فَاتَّبِعُوْا مِلَّةَ اِبْرٰهِيْمَ حَنِيْفًا ؕ وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٩٦﴾

**٩٦**-تون چؤ ته الله سچ چيو آهي- تنهن ڪري توهان ابراهيم جي دين جي جيڪو (خدا ڏانهن) جهڪيل هو پيروي ڪيو، ۽ اهو مشرڪن مان نه هو.

اِنَّ اَوَّلَ بَيْتٍ وُّضِعَ لِلنَّاسِ لَلَّذِيْ بِبَكَّةَ مُبٰرَكًا وَّ هُدًى لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿٩٧﴾ۚ

**٩٧**-سڀ کان پهريون① گهر جيڪو سڀني ماڻهن جي (فائدي جي) لاءِ بڻايو ويو هو اُهو آهي جيڪو مڪي② ۾ آهي اُهو سڀني جهانن جي لاءِ برڪت وارو (مقام) ۽ هدايت جو (سبب) آهي.

فِيْهِ اٰيٰتٌۢ بَيِّنٰتٌ مَّقَامُ اِبْرٰهِيْمَ ۚ وَمَنْ دَخَلَهٗ كَانَ اٰمِنًا ؕ وَلِلّٰهِ عَلَى النَّاسِ حِجُّ الْبَيْتِ مَنِ اسْتَطَاعَ اِلَيْهِ سَبِيْلًا ؕ وَمَنْ كَفَرَ فَاِنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ عَنِ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٩٨﴾

**٩٨**- انهيءَ ۾ ڪيترائي روشن نشان آهن (اُهو) ابراهيم جي قيام گاهه آهي ۽ جيڪو انهيءَ ۾ داخل ٿئي اهو امن ۾ اچي ويندو آهي. ۽ الله ماڻهن تي فرض ڪيو آهي ته اُهي انهيءَ گهر جو حج ڪن (يعني) جيڪو (به) انهيءَ تائين وڃڻ جي توفيق حاصل ڪري ۽ جيڪو انڪار ڪري ته (اُهو ياد رکي ته) الله سڀني جهانن کان بي پرواهه آهي.

**١**-هن آيت ۾ دعويٰ آهي ته تمام جهانن کي مخاطب ڪرڻ وارو مذهب سڀ کان اڳ اسلام هو جيڪو مڪي مان ظاهر ٿيو ۽ مسيحيت جي دعويٰ آهي ته اها سڀ مخلوق لاءِ آهي (اهو خيال) مردود آهي.

**٢**- آيت ۾ بَـــڪَّة آهي جيڪو عربي محاوري ۾ مڪو ئي آهي ڇاڪاڻ ته عربيءَ ۾ ڪن جڳهن تي ميم جي جاءِ تي باء استعمال ڪري وٺبو آهي. جهڙوڪ لَازِم جي جاءِ تي لَازِب (فتح البيان) اقرب الموارد ۾ آهي بکّه مڪي جي واديءَ جو نالو آهي ۽ ان جو اِهو نالو ماڻهن جي وڏي هجوم جي ڪري پئجي ويو آهي ڇاڪاڻ ته عربيءَ ۾ هجوم ٿيڻ کي بَكَّ چوندا آهن.

قُلْ يٰۤاَهْلَ الْكِتٰبِ لِمَ تَكْفُرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ۖۗ وَاللّٰهُ شَهِيْدٌ عَلٰى مَا تَعْمَلُوْنَ ﴿۹۹﴾

۹۹-تون چؤ(ته) اي اهل كتاب! توهان اللّٰه جي آيتن جو ڇو انكار كيو ٿا، حالانك اللّٰه توهان جي عملن تي نگران آهي.

قُلْ يٰۤاَهْلَ الْكِتٰبِ لِمَ تَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ مَنْ اٰمَنَ تَبْغُوْنَهَا عِوَجًا وَّاَنْتُمْ شُهَدَآءُ ؕ وَمَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿۱۰۰﴾

۱۰۰-(پڻ تون) چؤ(ته) اي اهل كتاب! جيكو ايمان آڻي ٿو انهيءَ كي ڇو توهان اللّٰه جي رستي كان روكيو ٿا. توهان انهيءَ (رستي) كي ڏنگ ڏنگُ اختيار كندي چاهيو ٿا حالانك توهان (انهيءَ تي) شاهد آهيو ۽ جيكي كجهه توهان كيو ٿا اللّٰه انهيءَ كان هرگز غافل ناهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِنْ تُطِيْعُوْا فَرِيْقًا مِّنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ يَرُدُّوْكُمْ بَعْدَ اِيْمَانِكُمْ كٰفِرِيْنَ ﴿۱۰۱﴾

۱۰۱-اي مومنو! جيكڏهن توهان اُنهن ماڻهن مان جن كي كتاب ڏنو ويو هو كنهن ٽولي جي اطاعت كندؤ ته اُهي توهان جي ايمان آڻڻ كان پوءِ وري توهان كي كافر بڻائي ڇڏيندا.

وَكَيْفَ تَكْفُرُوْنَ وَاَنْتُمْ تُتْلٰى عَلَيْكُمْ اٰيٰتُ اللّٰهِ وَفِيْكُمْ رَسُوْلُهٗ ؕ وَمَنْ يَّعْتَصِمْ بِاللّٰهِ فَقَدْ هُدِيَ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿۱۰۲﴾ ع

۱۰۲-۽ توهان كهڙيءَ طرح كفر كندؤ جڏهن ته توهان اُهي ماڻهو آهيو جن كي اللّٰه جون آيتون پڙهي ٻڌايون وڃن ٿيون ۽ توهان ۾ انهيءَ جو رسول (موجود) آهي. ۽ جيكو شخص اللّٰه جي پناهه وٺي ته (سمجهو ته) انهيءَ كي سڌي وات تي هلايو ويو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ حَقَّ تُقٰتِهٖ وَلَا تَمُوْتُنَّ اِلَّا وَاَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿۱۰۳﴾

۱۰۳-اي ايماندارو! اللّٰه جي تقويٰ انهيءَ جي سيني شرطن سان اختيار كيو ۽ توهان تي صرف اهڙيءَ حالت ۾ موت اچي

جو توهان پورا فرمانبردار هجو.

وَاعْتَصِمُوْا بِحَبْلِ اللّٰهِ جَمِيْعًا وَّ لَا تَفَرَّقُوْا ۠ وَاذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ كُنْتُمْ اَعْدَآءً فَاَلَّفَ بَيْنَ قُلُوْبِكُمْ فَاَصْبَحْتُمْ بِنِعْمَتِهٖٓ اِخْوَانًا ۚ وَكُنْتُمْ عَلٰى شَفَا حُفْرَةٍ مِّنَ النَّارِ فَاَنْقَذَكُمْ مِّنْهَا ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمْ اٰيٰتِهٖ لَعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**- ۽ توهان سڀئي اللّٰه جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان جهليو ۽ ڇڙ و ڇڙ نه ٿيو ۽ اللّٰه جو احسان جيڪو(هُن)توهان تي (ڪيو) آهي ياد ڪيو ته جڏهن توهان(هڪ ٻئي جا)دشمن هئا انهيءَ توهان جي دلين ۾ الفت پيدا ڪري ڇڏي جنهن جي نتيجي ۾ توهان انهيءَ جي احسان سان ڀائر بڻجي ويا ۽ توهان باهه جي هڪ کاهيءَ جي ڪناري تي هئاپر هن توهان کي انهيءَ کان بچائي ورتو. اهڙيءَ طرح اللّٰه توهانجي لاءِ پنهنجن آيتن کي بيان ڪري ٿو انهيءَ لاءِ ته توهان هدايت ماڻيو.

وَلْتَكُنْ مِّنْكُمْ اُمَّةٌ يَّدْعُوْنَ اِلَى الْخَيْرِ وَيَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ ؕ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿١٠٥﴾

**١٠٥**- ۽ توهان مان هڪ اهڙي جماعت هئڻ گهرجي.جنهن جو ڪم صرف اِهو هجي جو اُها(ماڻهن کي)نيڪيءَ ڏانهن سڏي ۽ نيڪ ڳالهين جي تعليم ڏئي ۽ بديءَ کان روڪي ۽ اِهي ئي ماڻهو ڪامياب ٿيڻ وارا آهن.

وَلَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ تَفَرَّقُوْا وَاخْتَلَفُوْا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَهُمُ الْبَيِّنٰتُ ؕ وَاُولٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿١٠٦﴾

**١٠٦**- ۽ توهان انهن ماڻهن وانگر نه بڻجو جيڪي ظاهر ظهور نشانن اچي وڃڻ کان پوءِ ڇڙ و ڇڙ ٿي ويا۽ انهن(پاڻ ۾) اختلاف پيدا ڪري ڇڏيو ۽ انهن ئي ماڻهن جي لاءِ(انهيءَ ڏينهن)وڏو عذاب (مقدر)آهي.

يَّوۡمَ تَبۡيَضُّ وُجُوۡهٌ وَّتَسۡوَدُّ وُجُوۡهٌ ۚ فَاَمَّا الَّذِيۡنَ اسۡوَدَّتۡ وُجُوۡهُهُمۡ ۚ اَكَفَرۡتُمۡ بَعۡدَ اِيۡمَانِكُمۡ فَذُوۡقُوا الۡعَذَابَ بِمَا كُنۡتُمۡ تَكۡفُرُوۡنَ ﴿۱۰۷﴾

۱۰۷-جنهن ڏينهن جو ڪي چهرا سفيد هوندا ۽ ڪي چهرا ڪارا هوندا.۽ جن ماڻهن جا چهرا ڪارا ٿي ويندا(انهن ڪي چيو ويندو ته) ڇا (اِهو سچ نه آهي ته) توهان پنهنجي ايمان آڻڻ ڪان پوءِ ڪافر ٿي ويا هئا. تنهن ڪري پنهنجي ڪافر ٿي وڃڻ جي سببان هن عذاب ڪي چکو.

وَاَمَّا الَّذِيۡنَ ابۡيَضَّتۡ وُجُوۡهُهُمۡ فَفِىۡ رَحۡمَةِ اللّٰهِ ؕ هُمۡ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ﴿۱۰۸﴾

۱۰۸-۽ جن ماڻهن جا چهرا سفيد ٿي ويندا اُهي الـلّٰه جي رحمت ۾ هوندا اُهي انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا.

تِلۡكَ اٰيٰتُ اللّٰهِ نَتۡلُوۡهَا عَلَيۡكَ بِالۡحَقِّ ؕ وَمَا اللّٰهُ يُرِيۡدُ ظُلۡمًا لِّلۡعٰلَمِيۡنَ ﴿۱۰۹﴾

۱۰۹-هي اللّٰه جون آيتون آهن جيڪي حق تي مشتمل آهن (۽) جيڪي اسان توکي پڙهي ٻڌايون ٿا ۽ الـلّٰـه سڀني جهانن تي ڪنهن به قسم جو ظلم ڪرڻ نه ٿو چاهي.

وَلِلّٰهِ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الۡاَرۡضِ ؕ وَاِلَى اللّٰهِ تُرۡجَعُ الۡاُمُوۡرُ ﴿۱۱۰﴾ ع

۱۱۰-۽ جيڪي ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي (سڀ) الـلّٰه جوئي آهي ۽ اللّٰه ڏانهن ئي سڀني معاملن ڪي موٽايو ويندو.

كُنۡتُمۡ خَيۡرَ اُمَّةٍ اُخۡرِجَتۡ لِلنَّاسِ تَاۡمُرُوۡنَ بِالۡمَعۡرُوۡفِ وَتَنۡهَوۡنَ عَنِ

۱۱۱- توهان (سڀني ڪان) بهتر جماعت آهيو جنهن ڪي ماڻهن① جي (فائدي جي) لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي. توهان

۱-يعني مسلمانن جي سڀ ڪان بهتر هجڻ جي هي وجه آهي ته انهن ڪي رڳو پنهنجي فائدي جي بجاءِ سڄي دنيا جي فائدي لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي.ڪاش مسلمان هن راز ڪي سمجهن ۽ هن ريت ذليل نه ٿين.

الْمُنْكَرِ وَتُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ ؕ وَلَوْ اٰمَنَ اَهْلُ الْكِتٰبِ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ ؕ مِنْهُمُ الْمُؤْمِنُوْنَ وَ اَكْثَرُهُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿۱۱۱﴾

نيڪيءَ جي هدايت ڪيو ٿا ۽ بديءَ کان روڪيو ٿا. ۽ اللّٰه تي ايمان رکو ٿا. ۽ جيڪڏهن اهل ڪتاب به ايمان آڻين ها ته انهن لاءِ بهتر ٿئي ها.انهن مان ڪي مومن به آهن ۽ اڪثر انهن مان نافرمان آهن.

لَنْ يَّضُرُّوْكُمْ اِلَّآ اَذًى ؕ وَ اِنْ يُّقَاتِلُوْكُمْ يُوَلُّوْكُمُ الْاَدْبَارَ ۟ ثُمَّ لَا يُنْصَرُوْنَ ﴿۱۱۲﴾

**۱۱۲-** اهي (ماڻهو) معمولي ايذاءُ پهچائڻ کان سواءِ توهان کي ڪو به نقصان نه ٿا پهچائي سگهن ۽ جيڪڏهن اهي توهان سان جنگ ڪندا ته توهان ڏانهن پنهنجي ڦيرائي پٺي ويندا. پوءِ انهن کي ڪنهن طرف کان به مدد ملي نه سگهندي.

ضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ اَيْنَ مَا ثُقِفُوْٓا اِلَّا بِحَبْلٍ مِّنَ اللّٰهِ وَحَبْلٍ مِّنَ النَّاسِ وَبَآءُوْ بِغَضَبٍ مِّنَ اللّٰهِ وَ ضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الْمَسْكَنَةُ ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ كَانُوْا يَكْفُرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَ يَقْتُلُوْنَ الْاَنْۢبِيَآءَ بِغَيْرِ حَقٍّ ؕ ذٰلِكَ بِمَا عَصَوْا وَّ كَانُوْا يَعْتَدُوْنَ ﴿۱۱۳﴾

**۱۱۳-** جتي به ڪٿي اُهي لڀن اُنهن تي خواري نازل ڪئي وئي آهي سواءِ ان جي جو اُهي اللّٰه جي ڪنهن واعدي (جي) يا ماڻهن جي ڪنهن واعدي جي پناهه ۾ اچي وڃن (انهيءَ ذلت کان بچي نه ٿا سگهن) ۽ اُهي اللّٰه جي غضب جو گهرُ بڻجي ويا آهن ۽ بيوسيءَ (جي حالت) انهن سان لازم ڪئي وئي آهي.اِهو انهيءَ سبب کان (ڪيو ويو) آهي جو اُهي اللّٰه جي آيتن جو انڪار ڪندا هئا ۽ بنا ڪنهن سبب جي نبين کي قتل ڪرڻ① چاهيندا

**۱-** قرآن ڪريم ۾ يَقْتُلُوْنَ الْاَنْبِيَآءَ جا لفظ آهن ۽ بني اسرائيل سڀ نبين کي قتل نه ڪيو پر جيئن ته قتل جو لفظ قتل جي ڪوشش لاءِ به ايندو آهي اسان واقعن جي مطابق قتل ڪرڻ جي جاءِ تي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ترجمو ڪيو آهي.

هئا (۽) اها ڳالهه انهن جي نافرماني ڪرڻ ۽ حد کان وڌي وڃڻ جي سببان (انهن ۾) هئي.

لَيْسُوْا سَوَآءً ۭ مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ اُمَّةٌ قَآئِمَةٌ يَّتْلُوْنَ اٰيٰتِ اللّٰهِ اٰنَآءَ الَّيْلِ وَهُمْ يَسْجُدُوْنَ ﴿١١٤﴾

۱۱۴-اُهي سڀئي (ماڻهو) برابر نه آهن. اهل ڪتاب وارن مان (ئي) هڪ اهڙي جماعت به آهي جيڪا (پنهنجي واعدي تي) قائم آهي. اُهي رات جي وقت ۾ اللّٰه جي آيتن کي پڙهن ٿا ۽ سجدا (به) ڪن ٿا.

يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَيَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَيُسَارِعُوْنَ فِي الْخَيْرٰتِ ۭ وَاُولٰۗئِكَ مِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿١١٥﴾

۱۱۵-اُهي اللّٰه (تي) ۽ اچڻ واري ڏينهن تي ايمان رکن ٿا ۽ نيڪيءَ جي هدايت ڪن ٿا ۽ بديءَ کان روڪين ٿا ۽ نيڪ ڪمن ۾ هڪ ٻئي کان اڳتي وڌن ٿا ۽ اِهي ماڻهو نيڪن مان آهن.

وَمَا يَفْعَلُوْا مِنْ خَيْرٍ فَلَنْ يُّكْفَرُوْهُ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِالْمُتَّقِيْنَ ﴿١١٦﴾

۱۱۶-۽ جيڪا به نيڪي اُهي ڪن انهيءَ جي بي قدري نه ڪئي ويندي. ۽ اللّٰه متقين کي چڱيءَ طرح سڃاڻي ٿو.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَنْ تُغْنِيَ عَنْهُمْ اَمْوَالُهُمْ وَلَآ اَوْلَادُهُمْ مِّنَ اللّٰهِ شَيْـــًٔا ۭ وَاُولٰۗئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿١١٧﴾

۱۱۷-جيڪي ماڻهو ڪافر آهن انهن کي نه انهن جا مال ۽ نه انهن جون اولادون اللّٰه جي عذاب کان بچائيندين ۽ اُهي (ماڻهو) باهه (۾ پوڻ) وارا آهن. انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا.

مَثَلُ مَا يُنْفِقُوْنَ فِيْ هٰذِهِ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا كَمَثَلِ رِيْحٍ فِيْهَا صِرٌّ اَصَابَتْ حَرْثَ

۱۱۸-جيڪي ڪي اِهي (ماڻهو) انهيءَ ويجهڙائيءَ جي زندگي جي متعلق خرچ ڪن ٿا انهيءَ جي حالت انهيءَ هوا جي

قَوْمٍ ظَلَمُوْٓا اَنْفُسَهُمْ فَاَهْلَكَتْهُ ؕ وَمَا ظَلَمَهُمُ اللّٰهُ وَلٰكِنْ اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ﴿۱۱۸﴾

حالت① وانگر آهي جنهن ۾ سخت سردي هجي(۽) اُها اهڙي قوم جي پوک تي لڳي جنهن پنهنجي پاڻ تي ظلم ڪيوهجي پوءِ اُها انهيءَ کي تباهه ڪري ڇڏي ۽ اللّٰه انهن (ماڻهن) تي ظلم ناهي ڪيو- ها ! اِهي پنهنجي جانين تي پاڻ ئي ظلم ڪري رهيا آهن.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوْا بِطَانَةً مِّنْ دُوْنِكُمْ لَا يَاْلُوْنَكُمْ خَبَالًا ؕ وَدُّوْا مَا عَنِتُّمْ ۚ قَدْ بَدَتِ الْبَغْضَآءُ مِنْ اَفْوَاهِهِمْ ۖۚ وَمَا تُخْفِيْ صُدُوْرُهُمْ اَكْبَرُ ؕ قَدْ بَيَّنَّا لَكُمُ الْاٰيٰتِ اِنْ كُنْتُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿۱۱۹﴾

**۱۱۹**- اي ايماندارو! پنهنجن ماڻهن کي ڇڏي (ٻين کي) رازدار دوست نه بڻايو اُهي توهان سان بدسلوڪي ڪرڻ ۾ ڪا گهٽتائي نه ٿا ڪن (۽) توهان جو ڏک ۾ پوڻ پسند ڪن ٿا.(انهن جي) دشمني انهن جي سنهن سان ظاهر ٿي چڪي آهي ۽ جيڪي ڪجهه انهن جي سيني ۾ لڪيل آهي سو(انهيءَ کان به)وڏو آهي.جيڪڏهن توهان عقل کان ڪم وٺڻ وارا آهيو ته اسان توهان جي لاءِ پنهنجي آيتن کي کولي بيان ڪري ڇڏيو آهي.

هٰٓاَنْتُمْ اُولَآءِ تُحِبُّوْنَهُمْ وَلَا يُحِبُّوْنَكُمْ وَتُؤْمِنُوْنَ بِالْكِتٰبِ كُلِّهٖ ۚ وَاِذَا لَقُوْكُمْ قَالُوْٓا اٰمَنَّا ۖۚ وَاِذَا خَلَوْا عَضُّوْا عَلَيْكُمُ

**۱۲۰**- ٻڌو! توهان اُهي ماڻهو آهيو جيڪي انهن سان محبت رکو ٿا حقيقت ۾ اُهي توهان سان محبت نه ٿا رکن ۽ توهان (سيني) ڪتابن تي ايمان آڻيو ٿا جڏهن اهي توهان سان ملن ته چون ٿا ته اسان (به)

۱- مطلب هي آهي ته انسان خرچ ته ان ڪري ڪندو آهي ته ان کي ترقي ملي پر جيئن ته اِهي ماڻهو منافقت سان خرچ ڪندا آهن انهن جو خرچ ڪرڻ اُهڙو ئي نتيجو پيدا ڪندو آهي، جهڙوڪ اُتر جي تيز هوا جيڪا تمام ٿڌي هوندي آهي ۽ پوڪن کي برباد ڪري ڇڏيندي آهي اهڙي طرح اُهو خرچ ڪرڻ به انهن جي عملن جي نتيجن کي برباد ڪري ڇڏيندو.

اَلْاَنَامِلَ مِنَ الْغَيْظِ ؕ قُلْ مُوْتُوْا بِغَيْظِكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿١٢٠﴾

ايمان رکون ٿا ۽ جڏهن اڪيلا ٿين ٿا ته توهان جي خلاف ڪاوڙ ۾ آڱرين کي چڪ هڻن ٿا. تون (انهن کي) چئه توهان پنهنجي ڪاوڙ (جي سببان) مري وڃو. الله يقيناً سيني جي رازن کي به ڄاڻي ٿو.

اِنْ تَمْسَسْكُمْ حَسَنَةٌ تَسُؤْهُمْ ۫ وَاِنْ تُصِبْكُمْ سَيِّئَةٌ يَّفْرَحُوْا بِهَا ؕ وَاِنْ تَصْبِرُوْا وَتَتَّقُوْا لَا يَضُرُّكُمْ كَيْدُهُمْ شَيْـًٔا ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِمَا يَعْمَلُوْنَ مُحِيْطٌ ﴿١٢١﴾ ع ١٢/١١/٣

**١٢١**- جيڪڏهن توهان کي ڪا ڪاميابي حاصل ٿئي ته انهن کي بري لڳي ٿي. ۽ جيڪڏهن توهان کي ڪا تڪليف پهچي ته اهي انهيءَ سان خوش ٿين ٿا. جيڪڏهن توهان صبر ڪندؤ ۽ تقويٰ اختيار ڪندؤ ته انهن جي (مخالفاڻي) چال توهان کي ڪجهه (به) نقصان نه پهچائيندي ۽ جيڪي ڪجهه اهي ڪن ٿا الله يقيناً انهن کي ٽڪرا ٽڪرا ① ڪرڻ وارو آهي.

وَاِذْ غَدَوْتَ مِنْ اَهْلِكَ تُبَوِّئُ الْمُؤْمِنِيْنَ مَقَاعِدَ لِلْقِتَالِ ؕ وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ۙ﴿١٢٢﴾

**١٢٢**- ۽ (انهيءَ وقت کي ياد ڪر) جڏهن تون پنهنجي ڪٽنب کان صبح سوير نڪري انهيءَ لاءِ ويو هئين ته مومنن کي جنگ لاءِ مقرر ڪيل انهن جي هنڌن تي ويهارين ②. ۽ الله (تنهنجون دعائون) ڏاڍيون ٻڌڻ وارو (۽ توهان ماڻهن جي حالتن کي) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

اِذْ هَمَّتْ طَّآئِفَتٰنِ مِنْكُمْ اَنْ تَفْشَلَا ۙ وَاللّٰهُ وَلِيُّهُمَا ؕ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ

**١٢٣**- (پوءِ انهيءَ وقت کي به ياد ڪر) جڏهن (انهن جي حالتن کي ڏسي) توهان

١- اَحَاطَ جي معنيٰ بلڪل تباهه ڪري ڇڏڻ جي به هوندي آهي (اقرب)

٢- هن آيتن ۾ جنگ احد جو ذڪر آهي.

الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿١٢٣﴾

مان ٻه گروهه① بزدلي ڏيکارڻ تي تيار ٿي ويا هئا حقيقت ۾ اللّٰه انهن جو دوست هو ۽ مومن کي ته اللّٰه تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

وَلَقَدْ نَصَرَكُمُ اللّٰهُ بِبَدْرٍ وَّ اَنْتُمْ اَذِلَّةٌ ۚ فَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿١٢٤﴾

**١٢٤**-۽ (انهي کان اڳ) بدر (جي جنگ) ۾ جڏهن توهان حقير هئا ته اللّٰه يقيناً توهان کي مدد ڏئي چڪو آهي. سو توهان اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو انهي لاءِ ته توهان شڪر گذار بڻجو.

اِذْ تَقُوْلُ لِلْمُؤْمِنِيْنَ اَلَنْ يَّكْفِيَكُمْ اَنْ يُّمِدَّكُمْ رَبُّكُمْ بِثَلٰثَةِ اٰلٰفٍ مِّنَ الْمَلٰٓئِكَةِ مُنْزَلِيْنَ ﴿١٢٥﴾ؕ

**١٢٥**-(انهي وقت کي به ياد ڪر) جڏهن تون مومنن کي چئي رهيو هئين ته ڇا توهان جي لاءِ هي (ڳالهه) ڪافي نه ٿيندي جو توهان جو رب (آسمان مان) نازل ڪيل ٽن هزار فرشتن جي ذريعي توهان جي مدد ڪري.

بَلٰٓى ۙ اِنْ تَصْبِرُوْا وَتَتَّقُوْا وَيَاْتُوْكُمْ مِّنْ فَوْرِهِمْ هٰذَا يُمْدِدْكُمْ رَبُّكُمْ بِخَمْسَةِ اٰلٰفٍ مِّنَ الْمَلٰٓئِكَةِ مُسَوِّمِيْنَ ﴿١٢٦﴾ ع

**١٢٦**-ڇو (ڪافي) نه ٿيندي! جيڪڏهن توهان صبر ڪيو ۽ تقويٰ اختيار ڪيو. ۽ اُهي (ڪافر) توهان تي اُنهي گهڙي چڙهي اچن ته توهان جو رب پنجن هزار سخت② حملي ڪندڙ فرشتن جي ذريعي توهانجي مدد ڪندو.

وَمَا جَعَلَهُ اللّٰهُ اِلَّا بُشْرٰى لَكُمْ

**١٢٧، ١٢٨**-۽ اللّٰه هي (ڳالهه) صرف توهان جي لاءِ خوش خبري طور③ ۽ انهي جي

١- هي ٻه گروهه خزرجؔ مان بنو سلمه ۽ اوسؔ مان بنو حارثه هئا.

٢- سَوَّمَ عَلَيْهِمْ: اَغَارَ عَلَيْهِمْ يعني سَوَّمَ جي معنيٰ حملو ڪرڻ جي هوندي آهي (اقرب) ان ڪري مُسَوِّمِيْنَ جي معنيٰ ٿيندي سخت حملو ڪرڻ وارا.

٣- هن ۾ ٻڌايو آهي ته فرشتن جو ذڪر صرف ان لاءِ آهي ته خواب يا ڪشف ۾ خوشخبري ملڻ سان انسان جي همت وڌندي آهي نه ته اصل مراد اِها ئي هئي ته خدا تعاليٰ مدد ڪندو.

وَ لِتَطْمَئِنَّ قُلُوْبُكُمْ بِهٖ ؕ وَ مَا النَّصْرُ اِلَّا مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ الْعَزِيْزِ الْحَكِيْمِ ۙ﴿۱۲۷﴾ لِيَقْطَعَ طَرَفًا مِّنَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْۤا اَوْ يَكْبِتَهُمْ فَيَنْقَلِبُوْا خَآئِبِيْنَ ﴿۱۲۸﴾

لاءِ تہ توهان جون دليون انهيءَ جي ذريعي اطمينان حاصل ڪن مقرر ڪئي آهي (۽) ① انهيءَ لاءِ ( مقرر ڪئي آهي) تہ اُهو (اللّٰه) ڪافرن جي هڪ حصي کي ڪاٽي يا انهن کي ذليل ڪري ڇڏي انهيءَ لاءِ تہ اهي ناڪام واپس هليا وڃن نہ تہ مدد تہ(صرف)اللّٰه جي طرفان ئي (ايندي) آهي جيڪو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

لَيْسَ لَكَ مِنَ الْاَمْرِ شَيْءٌ اَوْ يَتُوْبَ عَلَيْهِمْ اَوْ يُعَذِّبَهُمْ فَاِنَّهُمْ ظٰلِمُوْنَ ﴿۱۲۹﴾

**١٢٩**-تنهنجو انهيءَ معاملي ۾ ڪو (دخل) ڪونهي (اِهو سڀ معاملو خدا جي هٿ ۾ آهي) وٽيس تہ اُنهن تي فضل ڪري ۽ وٽيس تہ اُنهن کي عذاب ڏئي ڇڏي (۽ اُهي عذاب جا ئي مستحق آهن) ڇو جو اُهي ظالم آهن.

وَلِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ يَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۳۰﴾ ع ۱۳ ۹ ٤

**١٣٠**-۽ جيڪي ڪي آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي ڪي زمين ۾ آهي (سڀ) اللّٰه جو ئي آهي. اُهو جنهن کي چاهي ٿو بخشي ڇڏي ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو عذاب ڏئي ٿو ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَاْكُلُوا الرِّبٰوا اَضْعَافًا مُّضٰعَفَةً ۪ وَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ

**١٣١**-اي ايماندارو! توهان (پنهنجي مال تي) وياج جيڪو (مال کي) ٻي انداز وڌائي ٿو. نہ کائو② ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار

١-هي آيت ١٢٨ جي آخري حصي جو ترجمو آهي جيڪو مضمون جي وضاحت لاءِ اڳ ۾ رکيو ويو آهي.

٢-جيئن تہ وياج پيسن کي آسانيءَ سان وڌائيندو آهي ان ڪري فرمايائين تہ توهان وياج نہ کائيندا ڪيو جيڪو بغير محنت جي مال کي وڌائيندو ويندو آهي.

تُفۡلِحُوۡنَ ۚ﴿١٣١﴾

كيو انهيءَ لاءِ ته توهان كامياب ٿي وڃو.

وَاتَّقُوا النَّارَ الَّتِىۡۤ اُعِدَّتۡ لِلۡكٰفِرِيۡنَ ۚ﴿١٣٢﴾

**١٣٢**- ۽ انهيءَ باهه کان ڊڄو جيڪا منڪرن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي.

وَاَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَالرَّسُوۡلَ لَعَلَّكُمۡ تُرۡحَمُوۡنَ ۚ﴿١٣٣﴾

**١٣٣**- ۽ اللّٰه (جي) ۽ انهيءَ رسول جي اطاعت ڪيو انهيءَ لاءِ ته توهان تي رحم ڪيو وڃي.

وَسَارِعُوۡۤا اِلٰى مَغۡفِرَةٍ مِّنۡ رَّبِّكُمۡ وَجَنَّةٍ عَرۡضُهَا السَّمٰوٰتُ وَالۡاَرۡضُ ۙ اُعِدَّتۡ لِلۡمُتَّقِيۡنَ ۙ﴿١٣٤﴾

**١٣٤**- ۽ پنهنجي رب جي طرفان نازل ٿيڻ واري بخشش (ڏانهن) ۽ انهيءَ جنت ڏانهن وڌو جنهن جي قيمت آسمان ۽ زمين آهي ۽ جيڪا متقين جي لاءِ تيار ڪئي وئي آهي.

الَّذِيۡنَ يُنۡفِقُوۡنَ فِى السَّرَّآءِ وَالضَّرَّآءِ وَالۡكٰظِمِيۡنَ الۡغَيۡظَ وَالۡعَافِيۡنَ عَنِ النَّاسِ ؕ وَاللّٰهُ يُحِبُّ الۡمُحۡسِنِيۡنَ ۚ﴿١٣٥﴾

**١٣٥**- جيڪي (متقي) خوشحاليءَ (۾ به) ۽ تنگدستيءَ ۾ (به) (خدا جي واٽ ۾) خرچ ڪن ٿا ۽ غصي کي دٻائڻ وارا ۽ ماڻهن کي معاف ڪرڻ وارا آهن ۽ اللّٰه احسان ڪرڻ وارن سان محبت ڪري ٿو.

وَالَّذِيۡنَ اِذَا فَعَلُوۡا فَاحِشَةً اَوۡ ظَلَمُوۡۤا اَنۡفُسَهُمۡ ذَكَرُوا اللّٰهَ فَاسۡتَغۡفَرُوۡا لِذُنُوۡبِهِمۡ ۖ وَمَنۡ يَّغۡفِرُ الذُّنُوۡبَ اِلَّا اللّٰهُ ۖ وَلَمۡ يُصِرُّوۡا عَلٰى مَا فَعَلُوۡا وَهُمۡ يَعۡلَمُوۡنَ ﴿١٣٦﴾

**١٣٦**- ها (انهن ماڻهن جي لاءِ) جيڪي ڪنهن بري ڪم ڪرڻ جي صورت ۾ يا پنهنجي جانين تي ظلم ڪرڻ جي صورت ۾ اللّٰه کي ياد ڪن ٿا ۽ پنهنجن قصورن جي معافي گهرن ٿا ۽ اللّٰه کانسواءِ ڪير قصور معاف ڪري سگهي ٿو ۽ جيڪي ڪجهه انهن ڪيو هوندو آهي انهيءَ تي (ڏنو) وائنو ضد نه ٿا ڪن.

اُولٰٓـئِكَ جَزَآؤُهُمۡ مَّغۡفِرَةٌ مِّنۡ رَّبِّهِمۡ

**١٣٧**- اهي ماڻهو اهڙا آهن جو انهن جي جزا انهن جي رب جي طرفان (نازل ٿيڻ

وَجَنّٰتٌ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ وَ نِعْمَ اَجْرُ الْعٰمِلِيْنَ ؕ﴿۱۳۷﴾

واري) مغفرت ۽ اهڙا باغ هوندا جن جي هينان نهرون① وهنديون هونديون. ۽ اُهي انهيءَ ۾ رهندا ايندا.ڪم ڪرڻ وارن جو (اِهو) بدلو ڪهڙو نہ سنو آهي.

قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِكُمْ سُنَنٌ ۙ فَسِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَانْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِيْنَ ﴿۱۳۸﴾

**١٣٨**-توهان کان پهريائين ڪيترائي قاعدا قانونَ گذري چڪا آهن (جن جا نتيجا ڏسڻا هجنوَ) تہ زمين ۾ گهمو ۽ ڏسو تہ(انهن قانونن ڪي)ڪوڙو ڪرڻ وارن جو ڪهڙو (برو) انجام ٿيو.

هٰذَا بَيَانٌ لِّلنَّاسِ وَهُدًى وَّ مَوْعِظَةٌ لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿۱۳۹﴾

**١٣٩**-هيءُ (ذڪر) ماڻهن لاءِ گهڻي وضاحت ڪرڻ وارو آهي ۽ متقين لاءِ هدايت ۽ نصيحت آهي.

وَلَا تَهِنُوْا وَ لَا تَحْزَنُوْا وَ اَنْتُمُ الْاَعْلَوْنَ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿۱۴۰﴾

**١٤٠**-۽ توهان ڪمزوري نہ ڏيکاريو، ۽ غم نہ ڪيو ۽ جيڪڏهن توهان مومن آهيو تہ توهان ئي مٿيرا رهندؤ.

اِنْ يَّمْسَسْكُمْ قَرْحٌ فَقَدْ مَسَّ الْقَوْمَ قَرْحٌ مِّثْلُهٗ ؕ وَتِلْكَ الْاَيَّامُ نُدَاوِلُهَا بَيْنَ النَّاسِ ۚ وَ لِيَعْلَمَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَيَتَّخِذَ مِنْكُمْ شُهَدَآءَ ؕ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ الظّٰلِمِيْنَ ۙ﴿۱۴۱﴾

**١٤١**-جيڪڏهن توهان کي ڪو زخم پهچي تہ انهن ماڻهن کي بہ اُهڙو ئي زخم پهچي چڪو آهي ۽ اُهي (غلبي جا) ڏينهن اهڙا آهن جو اسان انهن کي ماڻهن جي وچ ۾ واري واري سان ڦيرائنيدا رهون ٿا (انهيءَ لاءِ تہ اهي نصيحت حاصل ڪن) ۽ انهيءَ لاءِ تہ اللّٰـه انهن ماڻهن کي ظاهر

١ـ هيٺ مان مراد هي آهي تہ اهي نهرون باغن سان لاڳاپيل هونديون ۽ انهن ۾ رهڻ وارا انهن جا مالڪ هوندا.

ڪري ڇڏي جن ايمان آندو آهي ۽ توهان مان (ڪن ڪي) شهيد بڻائي ۽ الله ظالمن کي پسند نہ ٿو ڪري.

وَلِيُمَحِّصَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَيَمْحَقَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٤٢﴾

١٤٢- ۽ انهيءَ لاءِ تہ جيڪي مومن آهن انهن کي الله پاڪ ۽ صاف ڪري ڇڏي ۽ ڪافرن کي تباهہ ڪري ڇڏي.

اَمْ حَسِبْتُمْ اَنْ تَدْخُلُوا الْجَنَّةَ وَلَمَّا يَعْلَمِ اللّٰهُ الَّذِيْنَ جٰهَدُوْا مِنْكُمْ وَيَعْلَمَ الصّٰبِرِيْنَ ﴿١٤٣﴾

١٤٣-ڇا توهان (اهو) سمجهي ورتو آهي تہ توهان جنت ۾ داخل ٿي ويندؤ، حالانڪ اڃا الله توهان مان انهن ماڻهن کي جيڪي مجاهد آهن ظاهر نہ ڪيو آهي ۽ نہ انهن کي جيڪي صابر آهن اڃا تائين انهيءَ ظاهر ڪيو آهي.

وَلَقَدْ كُنْتُمْ تَمَنَّوْنَ الْمَوْتَ مِنْ قَبْلِ اَنْ تَلْقَوْهُ فَقَدْ رَاَيْتُمُوْهُ وَاَنْتُمْ تَنْظُرُوْنَ ﴿١٤٤﴾

١٤٤-۽ توهان (ماڻهو تہ) انهيءَ موت ① جي خواهش انهيءَ وقت کان بہ ڀهريائين ڪندا هئا. سو (هاڻي) توهان انهيءَ کي انهيءَ حالت ۾ ڏسي ورتو آهي تہ انهيءَ جو سڀ حسن ۽ ڪوجهائي توهان تي ظاهر ٿي وئي آهي (پوءِ هاڻي ڪي ڇو ٿا ڀڄو؟)

وَمَا مُحَمَّدٌ اِلَّا رَسُوْلٌ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِ الرُّسُلُ اَفَاۡئِنْ مَّاتَ اَوْ قُتِلَ انْقَلَبْتُمْ عَلٰٓى اَعْقَابِكُمْ وَمَنْ يَّنْقَلِبْ عَلٰى عَقِبَيْهِ فَلَنْ يَّضُرَّ اللّٰهَ شَيْـًٔا

١٤٥-۽ محمد صرف هڪ رسول آهي. انهيءَ کان ڀهرئين سڀئي رسول فوت ٿي چڪا آهن. پوءِ جيڪڏهن هُو وفات ڪري وڃي يا قتل ڪيو وڃي تہ ڇا توهان ڪڙين ڀر ڦري ويندؤ؟ ۽ جيڪو شخص ڪڙين ڀر ڦري وڃي اهو الله جو

١ - يعني جهاد ۽ شهادت.

وَ سَيَجۡزِى اللّٰهُ الشّٰكِرِيۡنَ ﴿۱۴۵﴾

هرگز ڪجهه نقصان نٿو ڪري سگهي. ۽ اللّٰه شڪر گذارن کي ضرور بدلو ڏيندو.

وَمَا كَانَ لِنَفۡسٍ اَنۡ تَمُوۡتَ اِلَّا بِاِذۡنِ اللّٰهِ كِتٰبًا مُّؤَجَّلًا ‌ؕ وَمَنۡ يُّرِدۡ ثَوَابَ الدُّنۡيَا نُؤۡتِهٖ مِنۡهَا ۚ وَمَنۡ يُّرِدۡ ثَوَابَ الۡاٰخِرَةِ نُؤۡتِهٖ مِنۡهَا ‌ؕ وَسَنَجۡزِى الشّٰكِرِيۡنَ ﴿۱۴۶﴾

۱۴۶- ۽ اللّٰه جي حڪم کانسواءِ ڪو نفس نٿو مري سگهي (ڇو جو اللّٰه) هڪ مقرر ميعاد وارو فيصلو (ڪري ڇڏيو آهي) ۽ جيڪو شخص دنيا جي بدلي جو طالب هجي اسان هن کي انهيءَ مان ڏينداسون ۽ جيڪو شخص آخرت جو بدلو چاهيندو هجي اسان هن کي انهيءَ مان ڏينداسين ۽ شڪر گذارن کي ضرور بدلو ڏينداسين.

وَكَاَيِّنۡ مِّنۡ نَّبِىٍّ قٰتَلَ ۙ مَعَهٗ رِبِّيُّوۡنَ كَثِيۡرٌ ۚ فَمَا وَهَنُوۡا لِمَاۤ اَصَابَهُمۡ فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَمَا ضَعُفُوۡا وَمَا اسۡتَكَانُوۡا ‌ؕ وَاللّٰهُ يُحِبُّ الصّٰبِرِيۡنَ ﴿۱۴۷﴾

۱۴۷- ۽ ڪيترا نبي اهڙا (گذريا) آهن جن سان گڏجي (انهن جي) جماعت جي ڪيترن ماڻهن ① جنگ ڪئي پوءِ نه (ته) اهي انهيءَ (تڪليف) جي سببان جيڪا انهن کي اللّٰه جي واٽ ۾ پهتي هئي سست ٿيا ۽ نه ڪمزوري ڏيکاريائون ۽ نه انهن (دشمنن جي اڳيان) ذلت اختيار ڪئي ۽ اللّٰه صبر ڪرڻ وارن سان محبت ڪري ٿو.

وَمَا كَانَ قَوۡلَهُمۡ اِلَّاۤ اَنۡ قَالُوۡا رَبَّنَا اغۡفِرۡ لَنَا ذُنُوۡبَنَا وَاِسۡرَافَنَا فِىۡۤ اَمۡرِنَا وَثَبِّتۡ اَقۡدَامَنَا وَانۡصُرۡنَا عَلَى الۡقَوۡمِ

۱۴۸- ۽ سواءِ انهيءَ ڳالهه جي انهن ڪجهه (به) نه چيو ته (اي) اسان جا رب! اسان جا قصور (يعني ڪوتاهيون) ۽ اسانجن عملن ۾ اسان جون زيادتيون ② اسان

---

۱- لغت ۾ لکيل آهي اَلرِّبِّىُّ بِالۡكَسۡرِ وَاحِدُ الرِّبِّيِّيۡنَ وَهُمُ الۡاُلُوۡفُ مِنَ النَّاسِ ته رِبِّى رِبِّين جو واحد آهي ۽ ان جي معني آهي گهڻا ماڻهو (اقرب الموارد).

۲- عربي ۾ اِسۡرَاف جو لفظ آهي پر جيئن ته اِهو مصدر آهي جيڪو واحد ۽ جمع ٻنهي لاءِ ايندو

الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٤٨﴾

ڪي معاف ڪر ۽ اسان جي قدمن کي مضبوط ڪر ۽ ڪافر ماڻهن جي خلاف اسان جي مدد ڪر.

فَاٰتٰىهُمُ اللّٰهُ ثَوَابَ الدُّنْيَا وَحُسْنَ ثَوَابِ الْاٰخِرَةِ ؕ وَاللّٰهُ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٤٩﴾ ع ١٥ ٦

**١٤٩**-انهيءَ تي الله انهن کي دنيا جو بدلو (به) ۽ آخرت جو بهترين بدلو (به) ڏنو، ۽ الله محسنن سان محبت ڪري ٿو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِنْ تُطِيْعُوا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا يَرُدُّوْكُمْ عَلٰۤى اَعْقَابِكُمْ فَتَنْقَلِبُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿١٥٠﴾

**١٥٠**-اي ايمان وارو! جيڪڏهن توهان انهن ماڻهن جي فرمانبرداري ڪندؤ جيڪي ڪافر آهن ته اهي توهان کي توهان جي ڪڙين ڀر پوئتي موٽائي ڇڏيندا. جنهن جي سببان توهان نقصان ماڻڻ وارن مان ٿي پوندؤ.

بَلِ اللّٰهُ مَوْلٰىكُمْ ۚ وَهُوَ خَيْرُ النّٰصِرِيْنَ ﴿١٥١﴾

**١٥١**-(توهان نقصان ماڻڻ وارا نه آهيو) پر الله توهان جو مددگار آهي ۽ هو سيني مدد ڪرڻ وارن کان بهتر آهي.

سَنُلْقِيْ فِيْ قُلُوْبِ الَّذِيْنَ كَفَرُوا الرُّعْبَ بِمَاۤ اَشْرَكُوْا بِاللّٰهِ مَا لَمْ يُنَزِّلْ بِهٖ سُلْطٰنًا ۚ وَمَاْوٰىهُمُ النَّارُ ؕ وَبِئْسَ مَثْوَى الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٥٢﴾

**١٥٢**-جيڪي ماڻهو منڪر آهن اسان انهن جي دلين ۾ انهيءَ سبب کان جو هنن انهيءَ شئي کي الله جو شريڪ قرار ڏنو آهي جنهن جو هنن کو دليل نه لاٿو آهي يقيناً رعب وجهي ڇڏينداسين ۽ انهن جو ٺڪاڻو باهه آهي ۽ ظالمن جو ٺڪاڻو ڪهڙو نه برو آهي.

وَلَقَدْ صَدَقَكُمُ اللّٰهُ وَعْدَهٗۤ اِذْ تَحُسُّوْنَهُمْ بِاِذْنِهٖ ۚ حَتّٰۤى اِذَا فَشِلْتُمْ وَتَنَازَعْتُمْ فِى الْاَمْرِ وَعَصَيْتُمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَاۤ اَرٰىكُمْ مَّا

**١٥٣**-۽ الله (انهيءَ وقت) جڏهن توهان انهن کي انهيءَ جي حڪم سان ماري ماري فنا ڪري رهيا هئا توهان سان پنهنجو واعدو يقيناً پورو ڪري ڇڏيو ايستائين جو

(باقي حاشيو) آهي اسان اڙدؤ جي لحاظ سان ان جو ترجمو ڪيو آهي يعني ”زيادتيون“.

تُحِبُّوْنَ ؕ مِنْكُمْ مَّنْ يُّرِيْدُ الدُّنْيَا وَمِنْكُمْ مَّنْ يُّرِيْدُ الْاٰخِرَةَ ۚ ثُمَّ صَرَفَكُمْ عَنْهُمْ لِيَبْتَلِيَكُمْ ۚ وَلَقَدْ عَفَا عَنْكُمْ ؕ وَاللّٰهُ ذُوْ فَضْلٍ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۵۲﴾

جڏهن توهان سستي ڪئي ۽ (رسول اللّٰه جي) حڪم جي متعلق هڪ ٻئي سان جهڳڙو ڪيو ۽ انهيءَ ڪانپوءِ جيڪي به توهان پسند ڪندا هئا انهيءَ توهان کي ڏيکاري ڇڏيو هو نافرماني ڪئي(تہ هنَ پنهنجي مدد روڪي ڇڏي) ڪي توهان مان دنيا جا طالب هئا ۽ ڪي آخرت جا طالب هئا پوءِ هنَ توهان کي توهان جي آزمائش ڪرڻ لاءِ انهن(يعني دشمنن) جي حملي کان بچائي① ورتو ۽ هنَ توهان کي يقيناً معاف ڪري ڇڏيو آهي ۽ اللّٰه مومنن تي وڏو فضل ڪرڻ وارو آهي.

اِذْ تُصْعِدُوْنَ وَلَا تَلْوٗنَ عَلٰٓى اَحَدٍ وَّالرَّسُوْلُ يَدْعُوْكُمْ فِيْٓ اُخْرٰىكُمْ فَاَثَابَكُمْ غَمًّا بِغَمٍّ لِّكَيْلَا تَحْزَنُوْا

١٥٣- جڏهن اوهان ڊوڙندا پئي ويا ۽ ڪنهن ڏانهن مڙي نهاريو بہ نہ ٿي. جڏهن تہ رسول توهان جي سڀ کان پوئين جماعت ۾ (بيٺو)توهان کي سڏي رهيو هو.انهيءَ تي هنَ توهان کي هڪ غم② جي بدلي

١ـ صَـرَفَ جي اصل معنيٰ تہ ڦيرائڻ جي آهي پر جيئن تہ ان ڪانپوءِ عَـنُ آيو آهي جنهن جي معنيٰ دشمن جي حملي کان بچائڻ جي هوندي آهي ان ڪري اسان ان جو ترجمو هي ڪيو آهي تہ توهان کي دشمنن جي حملي کان بچائي ورتو.

٢ـ فَـاَثَابَكُمْ غَمًّا بِغَمٍّ ـ ان مان هي مراد آهي تہ جيڪو غم توهان کي رسول اللّٰه ﷺ جي حڪم جي پيچڪڙي ڪري احد جبل تان هٽڻ جو هو ان جي ترت سزا شڪست جي صورت ۾ ڏئي ڇڏي تہ جيئن نافرمانيءَ جو غم گهٽ ٿي وڃي تہ خدا تعاليٰ انهيءَ وقت سزا ڏئي بخشي ڇڏيو. مفسر چوندا آهن تہ پهرين غم مان مراد اصحابؓ جو شڪست تي غم آهي ۽ ٻئي غم مان مراد رسول ڪريم ﷺ جو زخمي ٿيڻ آهي پر اِهو صحيح ناهي ڇاڪاڻ تہ ان جي معنيٰ هيءَ ٿئي ٿي تہ اصحابؓ جي غلطيءَ جي سزا

عَلٰى مَا فَاتَكُمْ وَلَا مَآ اَصَابَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ خَبِيْرٌۢ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٥٤﴾

۾ هڪ پيو غم ڏنو انهيءَ لاءِ ته جيڪي ڪجهه توهان کان ويندو رهيو آهي ۽ جيڪو(ڏک) توهان کي پهتو آهي انهيءَ تي توهان غمگين نه ٿيو ۽ جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيءَ کي ڄاڻي ٿو.

ثُمَّ اَنْزَلَ عَلَيْكُمْ مِّنْۢ بَعْدِ الْغَمِّ اَمَنَةً نُّعَاسًا يَّغْشٰى طَآئِفَةً مِّنْكُمْ ۙ وَطَآئِفَةٌ قَدْ اَهَمَّتْهُمْ اَنْفُسُهُمْ يَظُنُّوْنَ بِاللّٰهِ غَيْرَ الْحَقِّ ظَنَّ الْجَاهِلِيَّةِ ؕ يَقُوْلُوْنَ هَلْ لَّنَا مِنَ الْاَمْرِ مِنْ شَيْءٍ ؕ قُلْ اِنَّ الْاَمْرَ كُلَّهٗ لِلّٰهِ ؕ يُخْفُوْنَ فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ مَّا لَا يُبْدُوْنَ لَكَ ؕ يَقُوْلُوْنَ لَوْ كَانَ لَنَا مِنَ الْاَمْرِ شَيْءٌ مَّا قُتِلْنَا هٰهُنَا ؕ قُلْ لَّوْ كُنْتُمْ فِيْ بُيُوْتِكُمْ لَبَرَزَ الَّذِيْنَ كُتِبَ عَلَيْهِمُ الْقَتْلُ اِلٰى مَضَاجِعِهِمْ ۚ وَلِيَبْتَلِيَ اللّٰهُ مَا فِيْ صُدُوْرِكُمْ وَلِيُمَحِّصَ مَا فِيْ قُلُوْبِكُمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ

**١٥٥**-پوءِ ھُن اُن غم کانپوءِ توهان تي دلجاءِ (جي حالت) يعني ننڊ نازل ڪئي جيڪا توهان مان هڪ گروهه تي غالب ٿي رهي هئي ۽ هڪ گروهه اهڙو هو جو انهن کي انهن جي جانين فڪرمند① ڪري رکيو هو. اُهي اللّٰه جي نسبت جاهليت جي گمانن وانگر ڪوڙا گمان ڪري رهيا هئا اهي چئي رهيا هئا ته ڇا حڪومت ۾ اسان جو به ڪجهه (دخل) آهي تون چؤ (ته) حڪومت سموري اللّٰه جي ئي آهي اُهي (منافق) پنهنجي دلين ۾ اُهو ڪجهه لڪائين ٿا جنهن کي اُهي تو تي ظاهر نه ٿا ڪن. اُهي چون ٿا ته جيڪڏهن اسانجو (به) حڪومت ۾ ڪجهه دَخَلُ هجي ها ته اسان هتي ماريا نه وڃون ها. تون چؤ (ته) جيڪڏهن توهان پنهنجن گهرن ۾ (به) رهو ها، ته به جن ماڻهن تي ويڙهه فرض

**(باقي حاشيو)** رسول ڪريم ﷺ کي ملي.

**١**-يعني انهن کي رڳو پنهنجي جانين جي ڳڻتي هئي دين اسلام جي عزت جو خيال نه هو.

بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿١٥٥﴾

كئي وئي آهي اهي پنهنجن (قتل ٿي) سمهڻ وارين جڳهن ڏانهن ضرور نڪري پون ها(انهيءَ لاءِ ته اللّٰه پنهنجي حڪم کي پوروڪري) ۽ انهيءَ لاءِ ته جيڪي توهان جي سينن ۾ آهي اللّٰه انهيءَ جو امتحان وٺي ۽ جيڪي ڪجهه توهان جي دلين ۾ آهي انهيءَ کي(پاڪ ۽) صاف ڪري ۽ اللّٰه سينن جي ڳالهين کي (به) خوب ڄاڻي ٿو.

اِنَّ الَّذِيْنَ تَوَلَّوْا مِنْكُمْ يَوْمَ الْتَقَى الْجَمْعٰنِ ۙ اِنَّمَا اسْتَزَلَّهُمُ الشَّيْطٰنُ بِبَعْضِ مَا كَسَبُوْا ۚ وَلَقَدْ عَفَا اللّٰهُ عَنْهُمْ ۗ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ ﴿١٥٦﴾ ع ١٦/٧

**١٥٦**-جنهن ڏينهن ٻئي لشڪر هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٿيا هئا انهيءَ ڏينهن توهان مان جن پٺي ڦيري ڇڏي هئي انهن کي صرف انهن جي ڪن عملن جي سببان شيطان ڪيرائڻ چاهيو ٿي ۽ هاڻي اللّٰه يقيناً انهن کي معاف ڪري چڪو آهي. اللّٰه يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بردبار آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَقَالُوْا لِاِخْوَانِهِمْ اِذَا ضَرَبُوْا فِى الْاَرْضِ اَوْ كَانُوْا غُزًّى لَّوْ كَانُوْا عِنْدَنَا مَا مَاتُوْا وَمَا قُتِلُوْا ۚ لِيَجْعَلَ اللّٰهُ ذٰلِكَ حَسْرَةً فِىْ قُلُوْبِهِمْ ۗ وَاللّٰهُ يُحْيٖ

**١٥٧**- اي ايمان وارو! توهان انهن ماڻهن وانگر نه ٿجو جيڪي ڪافر ٿي ويا آهن ۽ پنهنجي ڀائرن جي متعلق جڏهن اهي ملڪ ۾ (جهاد جي غرض سان) سفر ڪن يا جنگ جي لاءِ نڪرن چون ٿا ته جيڪڏهن اهي اسان وٽ رهن ها ته نه مرن ها ۽ نه ماريا وڃن ها انهيءَ لاءِ ته اللّٰه (انهن جي) انهيءَ (قول) کي انهن جي دلين ۾ حسرت① جو

**ا**-يعني ڪافرن جي بيان ڪيل قول جي غرض هيءَ آهي ته اها ڳالهه ٻڌي مومن ڪمزور دل ٿي وڃن.جڏهن توهان انهن جي قول مان متاثر نه ٿيندؤ ته ابتڙ اهي پاڻ نااميد ٿي ويندا ۽ انهن جي پنهنجي ئي ڳالهه انهن جي دلين ۾ حسرت پيدا ڪرڻ جو سبب بڻجي ويندي ۽ پنهنجي جار ۾ پاڻ ئي قاسي پوندا.

وَيُمِيْتُ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿۱۵۶﴾

سبب ٿئي ٿو ۽ اللّٰه (ئي) زنده ڪري ٿو ۽ ماري ٿو ۽ جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيءَ کي ڏسي رهيو آهي.

وَلَئِنْ قُتِلْتُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اَوْ مُتُّمْ لَمَغْفِرَةٌ مِّنَ اللّٰهِ وَرَحْمَةٌ خَيْرٌ مِّمَّا يَجْمَعُوْنَ ﴿۱۵۸﴾

**١٥٨**-۽ جيڪڏهن توهان اللّٰه جي واٽ ۾ ماريا ويو يا مري ويو ته يقيناً اللّٰه جي (طرفان توهان ڏانهن اچڻ واري) بخشش ۽ رحمت انهيءَ کان جيڪو اهي جمع ڪن ٿا گهڻو بهتر هوندي.

وَلَئِنْ مُّتُّمْ اَوْ قُتِلْتُمْ لَاِلَى اللّٰهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿۱۵۹﴾

**١٥٩**-۽ جيڪڏهن توهين مري ويو يا ماريا ويو. ته توهان کي يقيناً اللّٰه ڏانهن (ئي) گڏ ڪري نيو ويندو.

فَبِمَا رَحْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ لِنْتَ لَهُمْ ۚ وَلَوْ كُنْتَ فَظًّا غَلِيْظَ الْقَلْبِ لَانْفَضُّوْا مِنْ حَوْلِكَ ۖ فَاعْفُ عَنْهُمْ وَاسْتَغْفِرْ لَهُمْ وَشَاوِرْهُمْ فِي الْاَمْرِ ۚ فَاِذَا عَزَمْتَ فَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُتَوَكِّلِيْنَ ﴿۱۶۰﴾

**١٦٠**-۽ تون انهيءَ عظيم الشان رحمت جي سببان (ئي) جيڪا اللّٰه جي طرفان (توکي ڏني وئي) آهي انهن جي لاءِ نرم ٿيو آهين ۽ جيڪڏهن تون بد اخلاق ۽ سخت دل هجين ها ته اهي ماڻهو تنهنجي آسپاس کان ٽڙي پکڙي وڃن ها. پوءِ تون انهن کي معاف ڪري ڇڏ ۽ انهن جي لاءِ (خدا کان) بخشش گهر ۽ حڪومت (جي معاملن) ۾ انهن کان مشورو (وٺندو) ڪر. پوءِ جڏهن تون (ڪنهن ڳالهه جو) پختو ارادو ڪري وٺين ته اللّٰه تي توڪل ڪر. اللّٰه توڪل ڪرڻ وارن سان يقيناً محبت ڪري ٿو.

اِنْ يَّنْصُرْكُمُ اللّٰهُ فَلَا غَالِبَ لَكُمْ ۚ

**١٦١**-جيڪڏهن اللّٰه توهان جي مدد ڪري ته توهان تي ڪو به غالب نه ٿو (اچي

وَ اِنْ يَّخْذُلْكُمْ فَمَنْ ذَا الَّذِیْ يَنْصُرُكُمْ مِّنْۢ بَعْدِهٖ ؕ وَ عَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿١٦٠﴾

سگهي) ۽ جيڪڏهن اهو توهانجي مدد ڇڏي ڏئي ته انهيءَ کي ڇڏي ڪير آهي جيڪو توهانجي مدد ڪندو ۽ مومنن کي الله تي (ئي) توڪل ڪرڻ گهرجي.

وَ مَا كَانَ لِنَبِیٍّ اَنْ يَّغُلَّ ؕ وَ مَنْ يَّغْلُلْ يَاْتِ بِمَا غَلَّ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۚ ثُمَّ تُوَفّٰى كُلُّ نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ وَ هُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿١٦١﴾

١٦٢- ۽ ڪنهن نبيءَ جي شايان شان ڪونهي جو اهو خيانت ڪري ۽ جيڪو شخص خيانت ڪندو اهو پنهنجي خيانت سان حاصل ڪيل (مال) کي قيامت جي ڏينهن خود ئي ظاهر ڪري ڇڏيندو. پوءِ هر هڪ جان کي جيڪي ڪجهه انهيءَ ڪمايو هوندو پورو پورو ڏنو ويندو ۽ انهن تي ڪو به ظلم نه ڪيو ويندو.

اَفَمَنِ اتَّبَعَ رِضْوَانَ اللّٰهِ كَمَنْۢ بَآءَ بِسَخَطٍ مِّنَ اللّٰهِ وَ مَاْوٰىهُ جَهَنَّمُ ؕ وَ بِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿١٦٢﴾

١٦٣- ڇا اهو شخص جيڪو الله جي رضا جي پنيان هلي ٿو، انهيءَ شخص وانگر ٿي سگهي ٿو. جيڪو الله جي طرفان (نازل ٿيڻ واري) غضب کي وٺي موٽي ۽ انهيءَ جو ٺڪاڻو جهنم هجي ۽ اها جڳهه (رهڻ جي لحاظ کان) ڏاڍي بري آهي.

هُمْ دَرَجٰتٌ عِنْدَ اللّٰهِ ؕ وَ اللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِمَا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٦٣﴾

١٦٤- اهي (ماڻهو) الله جي نظر ۾ مختلف درجن تي آهن. ۽ جيڪي ڪجهه اهي ڪن ٿا. الله انهيءَ کي ڏسي رهيو آهي.

لَقَدْ مَنَّ اللّٰهُ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ بَعَثَ فِيْهِمْ رَسُوْلًا مِّنْ اَنْفُسِهِمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَ يُزَكِّيْهِمْ وَ يُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ

١٦٥- الله مومنن مان هڪ اهڙو رسول موڪلي جيڪو انهن کي انهيءَ جا نشان پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ انهن کي پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو

وَالْحِكْمَةَ ۚ وَاِنْ كَانُوْا مِنْ قَبْلُ لَفِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿١٦٥﴾

يقيناً انهن تي احسان ڪيو آهي ۽ اهي (انهيءَ ڪان) پهرئين يقيناً ظاهر (ظهور) گمراهيءَ ۾ (پيل) هئا.

اَوَلَمَّآ اَصَابَتْكُمْ مُّصِيْبَةٌ قَدْ اَصَبْتُمْ مِّثْلَيْهَا ۙ قُلْتُمْ اَنّٰى هٰذَا ۭ قُلْ هُوَ مِنْ عِنْدِ اَنْفُسِكُمْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿١٦٦﴾

**١٦٦**۔ ۽ ڇا (اهو سچ نه آهي ته) جڏهن (به) توهان کي ڪا اهڙي تڪليف پهتي جنهن کان ٻيڻي توهان (خود) پهچائي چڪا هئا ته توهان چيو ته هي ڪٿان ڪان (اچي وئي) آهي تون (انهن کي) چئي ڏي ته اها (خود) توهان جي پنهنجي طرفان ئي آئي آهي. اللّٰه يقيناً هر امر تي پورو قادر آهي.

وَمَآ اَصَابَكُمْ يَوْمَ الْتَقَى الْجَمْعٰنِ فَبِاِذْنِ اللّٰهِ وَلِيَعْلَمَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٦٧﴾

**١٦٧**۔ ۽ جنهن ڏينهن ٻئي جماعتون هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٿيون هيون (انهيءَ ڏينهن) جيڪو (ڏک) توهان کي پهتو هو (اهو) اللّٰه جي حڪم سان (ئي پهتو) هو ۽ انهيءَ لاءِ (پهتو هو ته) جيئن اهو مومنن ۽ منافقن کي ظاهر ڪري ڇڏي.

وَلِيَعْلَمَ الَّذِيْنَ نَافَقُوْا ۚۖ وَقِيْلَ لَهُمْ تَعَالَوْا قَاتِلُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اَوِ ادْفَعُوْا ۭ قَالُوْا لَوْ نَعْلَمُ قِتَالًا لَّااتَّبَعْنٰكُمْ ۭ هُمْ لِلْكُفْرِ يَوْمَئِذٍ اَقْرَبُ مِنْهُمْ لِلْاِيْمَانِ ۚ يَقُوْلُوْنَ بِاَفْوَاهِهِمْ مَّا لَيْسَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ ۭ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا يَكْتُمُوْنَ ﴿١٦٨﴾

**١٦٨**۔ ۽ انهن (منافقن) کي چيو ويو هو ته اچو اللّٰه جي واٽ ۾ جنگ ڪيو. ۽ (دشمن جي حملي کي) روڪيو (جنهن تي) انهن چيو ته جيڪڏهن اسان جنگ ڪرڻ ڄاڻون ها ته ضرور توهان سان هلون ها. اُهي (ماڻهو) انهيءَ ڏينهن ايمان جي نسبت ڪفر جي وڌيڪ ويجهو هئا. اُنهن پنهنجي منهن سان اهو ڪجهه چيو ٿي جيڪو انهن جي دلين ۾ نه هئو. ۽ جيڪي

ڪجهه اهي لڪائين ٿا الله انهيءَ ڪي سڀ ڪان وڌيڪ ڄاڻي ٿو.

اَلَّذِيْنَ قَالُوْا لِاِخْوَانِهِمْ وَقَعَدُوْا لَوْ اَطَاعُوْنَا مَا قُتِلُوْا ؕ قُلْ فَادْرَءُوْا عَنْ اَنْفُسِكُمُ الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١٦٩﴾

١٦٩- (هي اُهي ماڻهو آهن) جن پنهنجن ڀائرن جي متعلق اهڙيءَ حالت ۾ جو اُهي خود (پوئتي) ويهي رهيا هئا چيو هو ته جيڪڏهن اُهي اسان جي ڳالهه مڃين ها ته ماريا نه وڃن ها. تون (انهن ڪي) چئي ڇڏ ته جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته (هاڻي) پنهنجي پاڻ ڪان (ئي) موت ڪي هٽائي ڏيکاريو.

وَلَا تَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ قُتِلُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اَمْوَاتًا ؕ بَلْ اَحْيَآءٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ يُرْزَقُوْنَ ﴿١٧٠﴾

١٧٠- جيڪي ماڻهو الله جي واٽ ۾ ماريا ويا آهن توهان انهن ڪي هرگز مئل نه سمجهو. اُهي ته پنهنجي رب جي حضور زنده آهن (۽) انهن ڪي رزق ڏنو وڃي ٿو.

فَرِحِيْنَ بِمَآ اٰتٰىهُمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ ۙ وَيَسْتَبْشِرُوْنَ بِالَّذِيْنَ لَمْ يَلْحَقُوْا بِهِمْ مِّنْ خَلْفِهِمْ ۙ اَلَّا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿١٧١﴾

١٧١- اُهي انهيءَ تي جيڪي الله انهن ڪي پنهنجي فضل سان ڏنو آهي خوش آهن ۽ انهن ماڻهن جي متعلق (به) جيڪي اڃا انهن جي پٺيان (اچي) انهن سان مليا ناهن خوش آهن (ڇو جو) انهن ڪي (۽ انهن جي هم مذهبن ڪي) ڪو خوف نه هوندو ۽ نه اهي غمگين هوندا.

يَسْتَبْشِرُوْنَ بِنِعْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ وَفَضْلٍ ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيْعُ اَجْرَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٧٢﴾

١٧٢- (ها) اُهي انهيءَ وڏيءَ نعمت تي جيڪا الله جي طرفان (انهن ڪي عطا) ٿي آهي ۽ (انهيءَ جي) فضل تي ۽ انهيءَ ڳالهه تي ته الله مومنن جو اجر ضائع نٿو ڪري خوش ٿي رهيا آهن.

اَلَّذِيْنَ اسْتَجَابُوْا لِلّٰهِ وَالرَّسُوْلِ مِنْۢ بَعْدِ مَآ اَصَابَهُمُ الْقَرْحُ ۛؕ لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوْا مِنْهُمْ وَاتَّقَوْا اَجْرٌ عَظِيْمٌ ۚ﴿١٧٣﴾

معانقة ٢ عند المتقدمين

**١٧٣ـ** جن ماڻهن الله ۽ رسول جو حڪم پنهنجي زخمي ٿيڻ ڪانپوءِ (به) قبول ڪيو انهن مان انهن جي لاءِ جن چڱيءَ طرح پنهنجو فرض ادا ڪيو آهي ۽ تقويٰ اختيار ڪئي آهي وڏو اجر آهي.

اَلَّذِيْنَ قَالَ لَهُمُ النَّاسُ اِنَّ النَّاسَ قَدْ جَمَعُوْا لَكُمْ فَاخْشَوْهُمْ فَزَادَهُمْ اِيْمَانًا ۖۗ وَّقَالُوْا حَسْبُنَا اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ ﴿١٧٤﴾

**١٧٤ـ** (هي) اُهي (ماڻهو آهن) جن کي دشمنن (١) چيو هو ته ماڻهن توهانجي خلاف (لشڪر) گڏ ڪيو آهي انهيءَ ڪري توهان انهن کان ڊڄو ته انهيءَ (ڳالهه) هُنن جي ايمان کي اڃا به وڌائي ڇڏيو ۽ انهن چيو ته اسانجي لاءِ اللّٰه (جي ذات) ڪافي آهي ۽ اُهو ڪهڙو نه سنو ڪارساز آهي.

فَانْقَلَبُوْا بِنِعْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ وَفَضْلٍ لَّمْ يَمْسَسْهُمْ سُوْٓءٌ ۙ وَّاتَّبَعُوْا رِضْوَانَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ ذُوْ فَضْلٍ عَظِيْمٍ ﴿١٧٥﴾

**١٧٥ـ** سو اُهي الله جي طرفان بغير ڪنهن نقصان جي وڏي نعمت ۽ وڏو فضل وٺي موٽيا ۽ اُهي اللّٰه جي رضا پنيان هلي پيا ۽ اللّٰه وڏو فضل ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّمَا ذٰلِكُمُ الشَّيْطٰنُ يُخَوِّفُ اَوْلِيَآءَهٗ ۖ فَلَا تَخَافُوْهُمْ وَخَافُوْنِ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٧٦﴾

**١٧٦ـ** اِهو (ڊيڄارڻ وارو) صرف (هڪ) شيطان آهي اُهو پنهنجن دوستن کي ڊيڄاريندو آهي جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته انهن (شيطانن) کان نه ڊڄو ۽ مون کان ڊڄو.

وَلَا يَحْزُنْكَ الَّذِيْنَ يُسَارِعُوْنَ فِي الْكُفْرِ ۚ اِنَّهُمْ لَنْ يَّضُرُّوا اللّٰهَ شَيْـًٔا ؕ

**١٧٧ـ** ۽ جيڪي ماڻهو ڪفر ۾ جلدي (جلدي) اڳتي وڌي رهيا آهن اُهي توکي غمگين نه

---

**١ـ** عربيءَ ۾ اَلنَّاس جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ ماڻهن جي آهي. پر مراد اُهي ماڻهو آهن جيڪي مسلمانن جا دشمن هئا ان ڪري ترجمي ۾ دشمنن جو لفظ رکيو ويو آهي.

يُرِيْدُ اللّٰهُ اَلَّا يَجْعَلَ لَهُمْ حَظًّا فِي الْاٰخِرَةِ ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿١٧٦﴾

ڪن ! اُهي الــلّٰه کي هرگز ڪو نقصان نه ٿا پهچائي سگهن. الــلّٰه چاهي ٿو ته آخرت ۾ انهن جي لاءِ ڪو حصو نه رکي ۽ انهن جي لاءِ وڏو عذاب(مقدر)آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ اشْتَرَوُا الْكُفْرَ بِالْاِيْمَانِ لَنْ يَّضُرُّوا اللّٰهَ شَيْئًا ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿١٧٧﴾

١٧٨-جن ماڻهن ايمان ڇڏي ڪفر اختيار ڪيو آهي اُهي اللّٰه کي هرگز ڪو نقصان نٿا پهچائي سگهن ۽ انهن کي دردناڪ عذاب ملندو.

وَلَا يَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَنَّمَا نُمْلِيْ لَهُمْ خَيْرٌ لِّاَنْفُسِهِمْ ۭ اِنَّمَا نُمْلِيْ لَهُمْ لِيَزْدَادُوْٓا اِثْمًا ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿١٧٨﴾

١٧٩-۽ جيڪي ماڻهو ڪافر آهن اُهي هرگز اهو نه سمجهن ته اسان جو انهن کي ڍر ڏيڻ انهن جي ذات لاءِ بهتر آهي.اسان جيڪا انهن کي ڍر ڏيون ٿا(ته)انهيءَ جو نتيجو صرف(انهن جو)گناهن ۾ وڌي وڃڻ ٿيندو ۽ انهن جي لاءِ بدنام ڪرڻ وارو عذاب(مقدر) آهي.

مَا كَانَ اللّٰهُ لِيَذَرَ الْمُؤْمِنِيْنَ عَلٰي مَآ اَنْتُمْ عَلَيْهِ حَتّٰى يَمِيْزَ الْخَبِيْثَ مِنَ الطَّيِّبِ ۭ وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُطْلِعَكُمْ عَلَي الْغَيْبِ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَجْتَبِيْ مِنْ رُّسُلِهٖ مَنْ يَّشَاۗءُ ۠ فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ ۚ وَاِنْ تُؤْمِنُوْا وَتَتَّقُوْا فَلَكُمْ اَجْرٌ عَظِيْمٌ ﴿١٧٩﴾

١٨٠-(اهو)ٿي(ئي)نه ٿي سگهيو ته جنهن حالت تي توهان(ماڻهو)آهيو اللّٰه انهيءَ تي جيستائين جو اُهو(الــلّٰه) ناپاڪ کي پاڪ کان جدا نه ڪري ڇڏي ها(توهان جهڙي) مومنن کي ڇڏي ڏئي ها.۽ الــلّٰه توهان کي غيب تي هرگز آگاهه ڪري نٿي سگهيو. ها ! اللّٰه پنهنجن رسولن مان جنهن کي چاهي ٿو چونڊي وٺي ٿو.سو توهان الــلّٰه(تي)۽ انهيءَ جي رسولن تي ايمان آڻيو.۽ جيڪڏهن توهان ايمان آڻيندؤ ۽ تقوي

وَلَا يَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ يَبْخَلُوْنَ بِمَآ اٰتٰىهُمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ هُوَ خَيْرًا لَّهُمْ ؕ بَلْ هُوَ شَرٌّ لَّهُمْ ؕ سَيُطَوَّقُوْنَ مَا بَخِلُوْا بِهٖ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ وَ لِلّٰهِ مِيْرَاثُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَ اللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿١٨٠﴾ ع ١٨ ٩

اختيار ڪندؤ تہ توهان ڪي وڏو اجر ملندو.
١٨١-۽ جيڪي ماڻهو انهيءَ (مال جي ڏيڻ) ۾ جيڪو اللّٰه انهن ڪي پنهنجي فضل سان ڏنو آهي بخل ڪن تا اُهي پنهنجي لاءِ (انهيءَ ڪي) هرگز سٺو نہ سمجهن. (سٺو نہ) پر اُهو انهن لاءِ برو آهي. جن مالن ۾ اُهي بخل ڪان ڪم وٺن ٿا قيامت جي ڏينهن يقيناً اُنهن جو ڳٽ بڻايو ويندو (۽ انهن جي ڳچين ۾ وڌو ويندو)۽ آسمانن ۽ زمين جي ميراث اللّٰه جي لاءِ ئي آهي ۽ جيڪي (ڪجهہ) توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيءَ ڪان آگاهہ آهي.

لَقَدْ سَمِعَ اللّٰهُ قَوْلَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ فَقِيْرٌ وَّ نَحْنُ اَغْنِيَآءُ ۘ سَنَكْتُبُ مَا قَالُوْا وَقَتْلَهُمُ الْاَنْۢبِيَآءَ بِغَيْرِ حَقٍّ ۙ وَّ نَقُوْلُ ذُوْقُوْا عَذَابَ الْحَرِيْقِ ﴿١٨١﴾

١٨٢-جن ماڻهن چيو آهي تہ اللّٰه (تہ) ① محتاج آهي ۽ اسان غني آهيون اللّٰه انهن جي (انهيءَ) ڳالهہ ڪي يقيناً ٻڌي ورتو آهي. اسان انهن جي اِها ڳالهہ ۽ انهن جو ناحق نبين ڪي مارڻ جي پٺيان رهڻ يقيناً لکي رکنداسين ۽ اسان (انهن ڪي) چونداسين تہ سَڙَڻَ جو عذاب چکو.

ذٰلِكَ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْكُمْ وَاَنَّ اللّٰهَ لَيْسَ بِظَلَّامٍ لِّلْعَبِيْدِ ﴿١٨٢﴾ ج

١٨٣-اِهو (عذاب) جو (ڪجهہ) توهان جي هٿن اڳتي موڪليو آهي انهيءَ جي سببان هوندو ۽ حق اِهو آهي تہ اللّٰه ٻانهن تي ظلم

١-يعني يهودي مسلمانن ۾ چندي جي تحريڪ ٻڌي چوندا هئا تہ معلوم ٿيو تہ اسان غني آهيون. اللّٰه محتاج آهي. ان جو جواب ڏنو تہ اُهي ڏينهن پري نا هن جڏهن توهان جا مال ڪسيا ويندا جهڙوڪ تاريخ شاهد آهي تہ مديني ۽ ان جي پرپاسي جا سڀُ مالَ ڇڏي يهودي ڀڄي ويا.

ناهي ڪندو.

اَلَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ عَهِدَ اِلَيْنَآ اَلَّا نُؤْمِنَ لِرَسُوْلٍ حَتّٰى يَاْتِيَنَا بِقُرْبَانٍ تَاْكُلُهُ النَّارُ ؕ قُلْ قَدْ جَآءَكُمْ رُسُلٌ مِّنْ قَبْلِيْ بِالْبَيِّنٰتِ وَ بِالَّذِيْ قُلْتُمْ فَلِمَ قَتَلْتُمُوْهُمْ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١٨٣﴾

**١٨٤**ـ جن ماڻهن چيو آهي ته الله اسان کي يقيناً تاڪيدي حڪم ڏنو آهي ته اسان (انهيءَ وقت تائين) ڪنهن رسول جي ڳالهه نه مڃون جيستائين اُهو اهڙي قربانيءَ (جو حڪم) نه آڻي جنهن کي باهه کائي① ويندي هجي. تون (انهن کي) چؤ ته ڪيترائي رسول توهان وٽ مون کان پهريائين کليل نشان آڻي چڪا آهن ۽ اُها (شئي) به جيڪا توهان بيان ڪئي آهي. پوءِ جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته انهن جي مارڻ جي پٺيان ڇو پيا هئا.

فَاِنْ كَذَّبُوْكَ فَقَدْ كُذِّبَ رُسُلٌ مِّنْ قَبْلِكَ جَآءُوْ بِالْبَيِّنٰتِ وَ الزُّبُرِ وَالْكِتٰبِ الْمُنِيْرِ ﴿١٨٤﴾

**١٨٥**ـ پوءِ جيڪڏهن اهي توکي ڪوڙو ڪن ته (ڇا ٿيو) توکان پهرئين وارن ڪيترن رسولن کي (به) جن کليل نشان ۽ لکتون ۽ روشن شريعت آندي هئي ڪوڙو ڪيوويو آهي.

كُلُّ نَفْسٍ ذَآئِقَةُ الْمَوْتِ ؕ وَ اِنَّمَا تُوَفَّوْنَ اُجُوْرَكُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ فَمَنْ زُحْزِحَ عَنِ النَّارِ وَ اُدْخِلَ الْجَنَّةَ فَقَدْ فَازَ ؕ وَمَا

**١٨٦**ـ هر هڪ جان موت جو مزو چکڻ واري آهي. ۽ توهان کي صرف قيامت جي ڏينهن (ئي) توهانجي (عملن جو) پورو② بدلو ڏنو ويندو. پوءِ جنهن کي باهه کان

**١**ـ مراد هيءَ ناهي ته باهه ڪٿان اچي ان کي ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيندي هئي بلڪ مراد اُن قربانيءَ مان هُئي جيڪا باهه ۾ ساڙي ويندي هئي ۽ ان کي سوختني قرباني چيو ويندو هو. اهڙي قربانيءَ جو رواج هندن، ايرانين ۽ يهودين ۾ گهڻو هو.

**٢**ـ دنيا ۾ بدلو ملندو آهي پر اهو پورو نه هوندو آهي مومن جي شان جي مطابق بدلو جيڪو

الْحَيٰوةُ الدُّنْيَآ اِلَّا مَتَاعُ الْغُرُوْرِ ﴿١٨٦﴾

پري رکيو وڃي ۽ جنت ۾ داخل ڪيو وڃي اُهو ڪامياب ٿي ويو ۽ دنياوي زندگيءَ (جو سامان) صرف فريب ڏيڻ وارو عارضي سامان آهي.

لَتُبْلَوُنَّ فِيْٓ اَمْوَالِكُمْ وَاَنْفُسِكُمْ ۣ وَلَتَسْمَعُنَّ مِنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِكُمْ وَمِنَ الَّذِيْنَ اَشْرَكُوْٓا اَذًى كَثِيْرًا ۭ وَاِنْ تَصْبِرُوْا وَتَتَّقُوْا فَاِنَّ ذٰلِكَ مِنْ عَزْمِ الْاُمُوْرِ ﴿١٨٧﴾

**١٨٧**۔توهانکي توهانجي مالن ۽ توهان جي جانين جي متعلق ضرور آزمايو ويندو. ۽ توهان ضرور انهن ماڻهن کان جن کي توهان کان پهرئين ڪتاب ڏنو ويو هو ۽ انهن کان (به) جيڪي مشرڪ آهن ڏاڍو ڏک (ڏيڻ وارو ڪلام) ٻڌندؤ. ۽ جيڪڏهن توهان صبر ڪندؤ ۽ تقويٰ اختيار ڪندؤ ته اِهو يقيناً همت جي ڪمن مان آهي.

وَاِذْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ لَتُبَيِّنُنَّهٗ لِلنَّاسِ وَلَا تَكْتُمُوْنَهٗ ۡ فَنَبَذُوْهُ وَرَاۗءَ ظُهُوْرِهِمْ وَاشْتَرَوْا بِهٖ ثَمَنًا قَلِيْلًا ۭ فَبِئْسَ مَا يَشْتَرُوْنَ ﴿١٨٨﴾

**١٨٨**۔۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن الله انهن ماڻهن کان جن کي ڪتاب ڏنو ويو آهي عهد ورتو هو ته توهان ضرور ماڻهن وٽ انهيءَ (ڪتاب) کي ظاهر ڪندؤ ۽ انهيءَ کي نه لڪائيندؤ پر انهيءَ جي باوجود انهن انهيءَ کي پنهنجي پٺيءَ پٺيان اڇلائي ڇڏيو ۽ انهيءَ کي ڇڏي ٿورڙي قيمت ورتي ①. جيڪي ڪجهه اهي وٺن ٿا اهو ڪيترو نه برو آهي.

لَا تَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ يَفْرَحُوْنَ بِمَآ اَتَوْا

**١٨٩**۔تون انهن ماڻهن کي جيڪي پنهنجي

**(باقي حاشيو)** خدا تعاليٰ جي رحيميت جو ڪليل ثبوت هوندو آهي قيامت ۾ ئي ملي سگهندو.

**١**۔ هن آيت جي تشريح لاءِ ڏسو سورت بقره آيت ١٧٥.

وَّ يُحِبُّوْنَ اَنْ يُّحْمَدُوْا بِمَا لَمْ يَفْعَلُوْا فَلَا تَحْسَبَنَّهُمْ بِمَفَازَةٍ مِّنَ الْعَذَابِ ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۱۸۹﴾

ڪئي تي غرور ڪن ٿا ۽ جيڪو (ڪم) انهن نہ ڪيو انهيءَ جي بابت (بہ) گھرن ٿا تہ انهن جي تعريف ڪئي وڃي بلڪل ① نہ سمجھہ تہ اهي عذاب کان محفوظ آهن (اُهي پڪڙيا ويندا) ۽ انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر) آهي.

وَلِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَیْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۱۹۰﴾

١٩٠- ۽ آسمانن ۽ زمين جي حڪومت الله جي ئي آهي ۽ اللّٰہ هر ڳالھہ تي پوريءَ طرح قادر آهي.

ع ١٩ ٩ ١٠

اِنَّ فِیْ خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاخْتِلَافِ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ لَاٰيٰتٍ لِّاُولِی الْاَلْبَابِ ﴿۱۹۱﴾

١٩١- آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۾ رات ۽ ڏينهن جي اَڳتي پوئتي اچڻ ۾ عقلمندن جي لاءِ يقيناً ڪيترائي نشان (موجود) آهن.

الَّذِيْنَ يَذْكُرُوْنَ اللّٰهَ قِيٰمًا وَّقُعُوْدًا وَّعَلٰى جُنُوْبِهِمْ وَيَتَفَكَّرُوْنَ فِیْ خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ رَبَّنَا مَا خَلَقْتَ هٰذَا بَاطِلًا ۚ سُبْحٰنَكَ فَقِنَا عَذَابَ النَّارِ ﴿۱۹۲﴾

١٩٢- (اُهي عقلمند) جيڪي بيٺي ۽ ويٺي ۽ پنهنجي پاسن ڀَر الله کي ياد ڪندا (رهن) ٿا ۽ آسمانن ۽ زمين جي پيدائش جي باري ۾ غور ۽ فڪر کان ڪم ونن ٿا (۽ چون ٿا تہ) اي اسانجا رب! تون هن (دنيا) کي بي فائدي نہ پيدا ڪيو آهي. تون (اهڙي بي مقصد ڪم ڪرڻ کان) پاڪ آهين. پوءِ تون اسان کي باھہ جي عذاب کان بچاءِ (۽ اسان جي زندگيءَ کي بي مقصد

١- قرآن مجيد جي آيت ۾ لَا تَحْسَبَنَّ يعني "بلڪل نہ سمجھہ" جا لفظ بہ دفعا آيا آهن جنهن جي معنيٰ تاڪيد جي آهي ان ڪري اسان بلڪل جي لفظ سان تاڪيد جي معنيٰ ادا ڪري ڇڏي آهي.

بڇڻ کان بچاءِ).

رَبَّنَآ اِنَّكَ مَنْ تُدْخِلِ النَّارَ فَقَدْ اَخْزَيْتَهٗ ؕ وَمَا لِلظّٰلِمِيْنَ مِنْ اَنْصَارٍ ﴿۱۹۳﴾

**۱۹۳**-اي اسان جا رب! جنهن کي تون باھ ۾ داخل ڪندين انهيءَ کي تہ تو يقيناً ذليل ڪري ڇڏيو. ۽ ظالمن جو ڪو (بہ) مددگار نہ هوندو.

رَبَّنَآ اِنَّنَا سَمِعْنَا مُنَادِيًا يُّنَادِيْ لِلْاِيْمَانِ اَنْ اٰمِنُوْا بِرَبِّكُمْ فَاٰمَنَّا ۖ رَبَّنَا فَاغْفِرْ لَنَا ذُنُوْبَنَا وَكَفِّرْ عَنَّا سَيِّاٰتِنَا وَتَوَفَّنَا مَعَ الْاَبْرَارِ ۚ﴿۱۹۴﴾

**۱۹۴**-اي اسان جا رب! اسان يقيناً هڪ اهڙي پڪارڻ واري جو آواز جيڪو ايمان (ڏيڻ) جي لاءِ سڏي ٿو (۽ چوي ٿو) تہ پنهنجي رب تي ايمان آڻيو ٻڌو آهي سو اسان ايمان آندو انهيءَ ڪري اي اسان جا رب! تون اسان جا قصور معاف ڪر ۽ اسان جون بديون اسان تان ميٽائي ڇڏ اسان کي نيڪن سان (مِلائي) وفات ڏي.

رَبَّنَا وَاٰتِنَا مَا وَعَدْتَّنَا عَلٰى رُسُلِكَ وَلَا تُخْزِنَا يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اِنَّكَ لَا تُخْلِفُ الْمِيْعَادَ ﴿۱۹۵﴾

**۱۹۵**-(۽) اي اسان جا رب! اسان کي اُهو (ڪجھ) ڏي جنهن جو تو پنهنجن رسولن (جي زباني) اسان سان وعدو ڪيو آهي ۽ قيامت جي ڏينهن اسان کي ذليل نہ ڪجانءِ. تون پنهنجي وعدي جي خلاف هرگز ناهين ڪندو.

فَاسْتَجَابَ لَهُمْ رَبُّهُمْ اَنِّيْ لَآ اُضِيْعُ عَمَلَ عَامِلٍ مِّنْكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى ۚ بَعْضُكُمْ مِّنْ بَعْضٍ ۚ فَالَّذِيْنَ هَاجَرُوْا وَاُخْرِجُوْا مِنْ دِيَارِهِمْ وَاُوْذُوْا فِيْ سَبِيْلِيْ وَقٰتَلُوْا وَقُتِلُوْا لَاُكَفِّرَنَّ

**۱۹۶**-سو انهن جي رب (هي چوندي) انهن جي (دعا) ٻڌي ورتي تہ مان توهان مان ڪنهن عمل ڪرڻ واري جي عمل کي پلي مرد هجي يا عورت ضائع نہ ڪندس. توهان هڪ ٻئي سان (تعلق رکڻ وارا) آهيو پوءِ جن هجرت ڪئي ۽ انهن کي

عَنۡهُمۡ سَيِّاٰتِهِمۡ وَ لَاُدۡخِلَنَّهُمۡ جَنّٰتٍ تَجۡرِىۡ مِنۡ تَحۡتِهَا الۡاَنۡهٰرُ ۚ ثَوَابًا مِّنۡ عِنۡدِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ عِنۡدَهٗ حُسۡنُ الثَّوَابِ ﴿۱۹۶﴾

انهن جي گھرن مان ڪڍيو ويو ۽ منهنجي واٽ ۾ تڪليف ڏني وئي ۽ انهن جنگ ڪئي ۽ مارجي ويا. مان انهن جي بدين (جي اثر) کي انهن (جي جسم) مان يقيناً مٽائي ڇڏيندس ۽ مان انهن کي يقيناً اهڙي باغن ۾ داخل ڪندس جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون (اهو انعام) اللّٰه جي طرفان بدلي جي طور تي ملندو. ۽ اللّٰه تہ اُهو آهي جنهن وٽ بهترين جزا آهي

لَا يَغُرَّنَّكَ تَقَلُّبُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا فِى الۡبِلَادِ ؕ ﴿۱۹۷﴾

۱۹۷- جيڪي ماڻهو ڪافر آهن انهن جو ملڪ ۾ آزاديءَ سان ڦرڻ توکي هرگز ڌوکي ۾ نہ وجهي ڇڏي.

مَتَاعٌ قَلِيۡلٌ ۚ ثُمَّ مَاۡوٰٮهُمۡ جَهَنَّمُ ؕ وَبِئۡسَ الۡمِهَادُ ﴿۱۹۸﴾

۱۹۸- هي عارضي نفعو آهي① جنهن کان پوءِ انهن جو ٺڪاڻو جهنم (۾) هوندو. ۽ اهو ڏاڍو برو ٺڪاڻو آهي.

لٰكِنِ الَّذِيۡنَ اتَّقَوۡا رَبَّهُمۡ لَهُمۡ جَنّٰتٌ تَجۡرِىۡ مِنۡ تَحۡتِهَا الۡاَنۡهٰرُ خٰلِدِيۡنَ فِيۡهَا نُزُلًا مِّنۡ عِنۡدِ اللّٰهِ ؕ وَمَا عِنۡدَ اللّٰهِ خَيۡرٌ لِّلۡاَبۡرَارِ ﴿۱۹۹﴾

۱۹۹- پر جن ماڻهن پنهنجي رب جي تقويٰ اختيار ڪئي آهي انهن جي لاءِ اهڙا باغ آهن جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون. اهي انهيءَ ۾ هميشہ رهندا ايندا (اهو) اللّٰه جي طرفان مهمانداريءَ جي طور تي ٿيندو ۽ جيڪي (ڪجهہ) اللّٰه وٽ آهي اهو نيڪ ماڻهن جي لاءِ اجا بہ سٺو آهي.

١- قرآن مجيد ۾ قليل جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ اڙدو ۾ ٿورڙي جي آهي پر ان جو مطلب پوري طرح جهڙوڪ عارضي جي لفظ سان واضح ٿئي ٿو ان ڪري اسان اِهو ئي لکي ڇڏيو آهي.

وَاِنَّ مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ لَمَنْ يُّؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكُمْ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِمْ خٰشِعِيْنَ لِلّٰهِ ۙ لَا يَشْتَرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ثَمَنًا قَلِيْلًا ۭ اُولٰۗىِٕكَ لَهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ۝٢٠٠

**٢٠٠**۔۽ اهل كتاب مان ڪي ماڻهو يقيناً اهڙا (به) آهن جيڪي اللّٰه (تي) ۽ جيڪي (ڪجهه) تو تي لاٿو ويو آهي (انهيءَ تي) ۽ جيڪو(ڪجهه) انهن تي لاٿو ويو(انهيءَ تي) ايمان رکن ٿا ۽ انهيءَ سان گڏ ئي(اهي) اللّٰه جي اڳيان عاجزي(به) اختيار ڪرڻ وارا آهن (۽) اللّٰه جي آيتن جي بدلي ٿورو ① مال نه ٿا وٺن.اهي اهڙا ماڻهو آهن جن(جي عملن)جو بدلو انهن جي رب وٽ انهن جي لاءِ (محفوظ)آهي.اللّٰه يقيناً جلد حساب ڪرڻ وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اصْبِرُوْا وَصَابِرُوْا وَرَابِطُوْا ۣ وَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ۝٢٠١ ع ٢٠ / ١١

**٢٠١**۔اي ايماندارو! صبر کان ڪم وٺو ۽ (دشمن کان وڌيڪ)صبر ڏيکاريو ۽ سرحدن جي نگراني رکو ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو، انهيءَ لاءِ ته توهان ڪامياب ٿي وڃو.

**١**۔يعني دين جي بدلي ۾ دنيا جا خسيس مال قبول نا هن ڪندا.

سُوْرَةُ النِّسَآءِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ سَبْعٌ وَّ سَبْعُوْنَ اٰيَةً وَّ اَرْبَعَةٌ وَّ عِشْرُوْنَ رُكُوْعًا

سورت نساء- هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون هڪ سئو ستهتر آيتون آهن ۽ چوويهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١- (مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهان ٿو)

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمُ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ مِّنْ نَّفْسٍ وَّاحِدَةٍ وَّخَلَقَ مِنْهَا زَوْجَهَا وَبَثَّ مِنْهُمَا رِجَالًا كَثِيْرًا وَّنِسَآءً ۚ وَاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْ تَسَآءَلُوْنَ بِهٖ وَالْاَرْحَامَ ۭ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلَيْكُمْ رَقِيْبًا ②

٢- اي انسانو! پنهنجي رب جي تقويٰ اختيار ڪيو جنهن توهان کي هڪ (ئي) جان مان پيدا ڪيو. ۽ انهيءَ (جي جنس) مان (ئي) انهيءَ جو جوڙو پيدا ڪيو. ۽ انهن ٻنهي مان ڪيترا مرد ۽ عورتون (پيدا ڪري دنيا ۾) پکيڙيا ۽ الله جي تقويٰ (انهيءَ لاءِ به) اختيار ڪيو جو انهيءَ جي ذريعي توهان پاڻ ۾ ① سوال ڪيو ٿا. ۽ خاص ڪري رشتيدارين (جي معاملي) ۾ (تقويٰ کان ڪم وٺو) الله توهان تي يقيناً نگران آهي.

وَاٰتُوا الْيَتٰمٰۤى اَمْوَالَهُمْ وَلَا تَتَبَدَّلُوا الْخَبِيْثَ بِالطَّيِّبِ ۠ وَلَا تَاْكُلُوْۤا اَمْوَالَهُمْ اِلٰۤى اَمْوَالِكُمْ ۭ اِنَّهٗ كَانَ حُوْبًا كَبِيْرًا ③

٣- ۽ يتيمن کي انهن جو مال ڏئي ڇڏيو. ۽ پاڪ (مال) جي بدلي ۾ ناپاڪ (مال) نه وٺو. ۽ انهن جو مال پنهنجي مالن سان (ملائي) نه کائو. اهو يقيناً وڏو گناهه آهي.

وَاِنْ خِفْتُمْ اَلَّا تُقْسِطُوْا فِى الْيَتٰمٰى

٤- ۽ جيڪڏهن توهان کي (اهو) خوف

١- يعني توهان ان الله جي نالي جو واسطو ڏئي پنهنجون ضرورتون پوريون ڪرڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو ٿا.

فَانْكِحُوْا مَا طَابَ لَكُمْ مِّنَ النِّسَآءِ مَثْنٰى وَثُلٰثَ وَرُبٰعَ ۚ فَاِنْ خِفْتُمْ اَلَّا تَعْدِلُوْا فَوَاحِدَةً اَوْ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ ؕ ذٰلِكَ اَدْنٰٓى اَلَّا تَعُوْلُوْا ۝٣

هجي تہ توهان يتيمن (جي باري) ۾ انصاف نہ ڪري سگھندؤ تہ جيڪا (صورت) توهان کي پسند هجي (ڪيو، يعني) (غير يتيم) عورتن مان ٻن ٻن (سان) ۽ ٽن ٽن (سان) ۽ چئن چئن سان نڪاح ڪيو. پر جيڪڏهن توهان کي (اِهو) خوف هجي تہ توهان عدل ① نہ ڪري سگھندؤ تہ هڪ ئي (عورت) سان يا انهن (ٻانهين) سان جيڪي توهانجي هٿن ۾ آهن نڪاح ڪيو اِهو (طريقو انهيءَ ڳالهہ جي) ڏاڍو ويجھو آهي تہ توهان ظالم نہ ② ٿي وڃو.

وَاٰتُوا النِّسَآءَ صَدُقٰتِهِنَّ نِحْلَةً ؕ فَاِنْ طِبْنَ لَكُمْ عَنْ شَیْءٍ مِّنْهُ نَفْسًا فَكُلُوْهُ هَنِیْٓـًٔا مَّرِیْٓـًٔا ۝٥

**٥**۔ ۽ عورتن کي انهن جا مَهَرَ دلي خوشيءَ سان ادا ڪيو. پوءِ جيڪڏهن اُهي پنهنجي دل جي خوشيءَ سان انهيءَ مان ڪجهہ ڏئي ڇڏين تہ اِهو ڄاڻيندي تہ اُهو توهان جي لاءِ مزي ۽ انجام جي لحاظ کان سٺو آهي توهان اُهو بيشڪ کائو.

وَلَا تُؤْتُوا السُّفَهَآءَ اَمْوَالَكُمُ الَّتِیْ جَعَلَ اللّٰهُ لَكُمْ قِیٰمًا وَّارْزُقُوْهُمْ فِیْهَا

**٦**۔ ۽ بي سمجهن کي پنهنجو مال جن کي اللّٰہ توهان جي لاءِ سهارو بنايو آهي نہ ڏيو ۽ انهيءَ مان کين کارايو ۽ کين پهرايو ۽

**١**۔ يعني يتيم عورتن سان هڪ کان وڌيڪ سان شاديون ڪرڻ چڱو ناهي. ڇاڪاڻ تہ نا انصافيءَ جو ڊپ آهي. ها انهن کان علاوه ٻين عورتن سان ٻن ٻن، ٽن ٽن، چار چار سان نڪاح ڪري سگھو ٿا ڇاڪاڻ تہ انهن جا ولي سندن حق جي گُهرَ ڪرڻ وارا موجود آهن.

**٢**۔ يعني هن ريت عمل ڪري توهان ظلم ۽ گناهہ جي خطري کان گهڻي حد تائين محفوظ ٿي ويندؤ.

وَاكْسُوْهُمْ وَقُوْلُوْا لَهُمْ قَوْلًا مَّعْرُوْفًا ﴿٦﴾ وَابْتَلُوا الْيَتٰمٰى حَتّٰٓى اِذَا بَلَغُوا النِّكَاحَ ۚ فَاِنْ اٰنَسْتُمْ مِّنْهُمْ رُشْدًا فَادْفَعُوْٓا اِلَيْهِمْ اَمْوَالَهُمْ ۚ وَلَا تَاْكُلُوْهَآ اِسْرَافًا وَّبِدَارًا اَنْ يَّكْبَرُوْا ۭ وَمَنْ كَانَ غَنِيًّا فَلْيَسْتَعْفِفْ ۚ وَمَنْ كَانَ فَقِيْرًا فَلْيَاْكُلْ بِالْمَعْرُوْفِ ۭ فَاِذَا دَفَعْتُمْ اِلَيْهِمْ اَمْوَالَهُمْ فَاَشْهِدُوْا عَلَيْهِمْ ۭ وَكَفٰى بِاللّٰهِ حَسِيْبًا ﴿٧﴾

کين مناسب ۽ (سنيون) ڳالهيون چئو.

٧-۽ يتيمن جي آزمائش انهيءَ وقت تائين جو اُهي شاديءَ (جي عمر) کي پهچي وڃن ڪندا رهو- پوءِ جيڪڏهن توهان انهن ۾ سمجهه (جا اُهڃاڻَ) ڏسو تہ سندن مال کين واپس ڏئي ڇڏيو.۽ سندن جوان ٿيڻ(جي خوف) کان انهن(مالن)کي ناجائز طريقي سان ۽ جلدي (جلدي)نہ کائي ڇڏيو ۽ جيڪو مالدار هجي ان کي گهرجي تہ هُو(انهيءَ مال جي استعمال کان) پوريءَ طرح پرهيز ڪري. پر جيڪو نادار هجي اهو مناسب طريقي سان (انهيءَ مال مان)کائي.پوءِ جڏهن توهان کين سندن مال واپس ڏيو تہ انهن (يتيمن)جي روبرو شاهد مقرر ڪيو ۽ اللّٰه حساب وٺڻ جي لحاظ کان (اڪيلو) ڪافي آهي.

لِلرِّجَالِ نَصِيْبٌ مِّمَّا تَرَكَ الْوَالِدٰنِ وَالْاَقْرَبُوْنَ ۠ وَلِلنِّسَآءِ نَصِيْبٌ مِّمَّا تَرَكَ الْوَالِدٰنِ وَالْاَقْرَبُوْنَ مِمَّا قَلَّ مِنْهُ اَوْ كَثُرَ ۭ نَصِيْبًا مَّفْرُوْضًا ﴿٨﴾

٨-۽ مردن جو (بہ) ۽ عورتن جو بہ انهيءَ (مال) مان جيڪو سندن ماءُ پيءُ ۽ ويجها مائٽ ڇڏي وڃن هڪ حصو آهي.توڙي انهيءَ (ترڪي)مان ٿورو بچيو هجي يا گهڻو (هجيُ)هڪ مقرر ڪيل حصو آهي جيڪو(خدا تعاليٰ جي طرفان) مقرر ڪيو ويو آهي.

وَاِذَا حَضَرَ الْقِسْمَةَ اُولُوا الْقُرْبٰى

٩-۽ جڏهن(ترڪي جي)ورهاست وقت

وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنُ فَارْزُقُوْهُمْ مِّنْهُ وَقُوْلُوْا لَهُمْ قَوْلًا مَّعْرُوْفًا ۝٩

(پيا) ويجها عزيز ۽ يتيم ۽ مسڪين (به) اچن ته انهيءَ مان ڪجهه انهن کي (به) ڏئي ڇڏيو.۽ انهن سان مناسب (۽ چڱيون) ڳالهيون ڪيو.

وَلْيَخْشَ الَّذِيْنَ لَوْ تَرَكُوْا مِنْ خَلْفِهِمْ ذُرِّيَّةً ضِعٰفًا خَافُوْا عَلَيْهِمْ ۠ فَلْيَتَّقُوا اللّٰهَ وَلْيَقُوْلُوْا قَوْلًا سَدِيْدًا ۝١٠

**١٠**۔۽ جيڪي ماڻهو ڊڄنداهجن ته جيڪڏهن هو پنهنجي پويان ڪمزور اولاد ڇڏي ويا ته انهيءَ جو ڇا ٿيندو انهن کي (پين يتيمن جي باري ۾ به)اللّٰه جي ڊپ کان ڪم وٺن ڳُهرجي ۽ گهرجي ته صاف ۽ سڌي ① ڳالهه ڪن.

اِنَّ الَّذِيْنَ يَاْكُلُوْنَ اَمْوَالَ الْيَتٰمٰى ظُلْمًا اِنَّمَا يَاْكُلُوْنَ فِيْ بُطُوْنِهِمْ نَارًا ؕ وَسَيَصْلَوْنَ سَعِيْرًا ۝١١ ع

**١١**۔جيڪي ماڻهو ظلم سان يتيمن جو مال کائن ٿا اُهي يقيناً پنهنجي پيٽن ۾ رڳو باهه ڀرين ٿا ۽ اُهي يقيناً اُلا ڪيندڙ باهه ۾ داخل ٿيندا.

ع ١١/١٢

يُوْصِيْكُمُ اللّٰهُ فِيْٓ اَوْلَادِكُمْ ۗ لِلذَّكَرِ مِثْلُ حَظِّ الْاُنْثَيَيْنِ ۚ فَاِنْ كُنَّ نِسَآءً فَوْقَ اثْنَتَيْنِ فَلَهُنَّ ثُلُثَا مَا تَرَكَ ۚ وَاِنْ كَانَتْ وَاحِدَةً فَلَهَا النِّصْفُ ؕ وَلِاَبَوَيْهِ لِكُلِّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا السُّدُسُ مِمَّا تَرَكَ اِنْ كَانَ لَهٗ وَلَدٌ ۚ فَاِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّهٗ وَلَدٌ

**١٢**۔ اللّٰه توهان جي اولاد جي باري ۾ توهان کي حڪم ڏئي ٿو(ته)(هڪ)مرد جو (حصو) ٻن عورتن جي حصي جي برابر آهي ۽ جيڪڏهن(اولاد)عورتون(ئي عورتون) هجن جيڪي ٻن کان مٿي هجن ته انهن جي لاءِ (به)جيڪي ڪجهه انهيءَ (سري ويل)ڇڏيو هجي(ان جو)ٻه ٽهايون مقرر آهي ۽ جيڪڏهن هڪ (ئي عورت) هجي

١۔ سَدِيْد جي معنيٰ صرف سچ جي نه هوندي آهي بلڪ هيءَ معنيٰ به ان ۾ شامل آهي ته ڪو دوکو يا ان ۾ ڪا ڳالهه مخفي نه هجي.

وَّوَرِثَهٗٓ اَبَوٰهُ فَلِاُمِّهِ الثُّلُثُ ۚ فَاِنْ كَانَ لَهٗٓ اِخْوَةٌ فَلِاُمِّهِ السُّدُسُ مِنْۢ بَعْدِ وَصِيَّةٍ يُّوْصِيْ بِهَآ اَوْ دَيْنٍ ؕ اٰبَآؤُكُمْ وَاَبْنَآؤُكُمْ لَا تَدْرُوْنَ اَيُّهُمْ اَقْرَبُ لَكُمْ نَفْعًا ؕ فَرِيْضَةً مِّنَ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿۱۲﴾

تہ ان لاءِ (ترڪي جو)اڌ آهي ۽ جيڪڏهن انهيءَ (مري ويل)جو اولاد هجي تہ ان جي ماءُ پيءُ لاءِ(يعني)ان مان هر هڪ جي لاءِ انهيءَ ترڪي مان ڇهون حصو(مقرر)آهي ۽ جيڪڏهن انهيءَ جي اولاد نہ هجي ۽ انهيءَ جو ماءُ پيءُ (ئي) انهيءَ جا وارث هجن تہ انهيءَ جي ماءُ جو ٽيون حصو(مقرر)آهي پر جيڪڏهن انهيءَ جا ڀائر(ڀينر موجود) هجن تہ انهيءَ جي ماءُ جو ڇهون حصو(مقرر)آهي (اِهي سڀئي حصا) انهيءَ جي وصيت ۽ (انهيءَ جي) قرض (جي ادائگيءَ) ڪان پوءِ (ادا ٿيندا). توهان نہ ٿا ڄاڻو تہ توهان جن ابن (ڏاڏن)۽ توهان جن پٽن مان ڪير توهان جي لاءِ وڌيڪ نفعو پهچائيندڙ آهي (اهو)اللّٰه جي طرفان فرض مقرر ڪيو ويو آهي اللّٰه يقيناً ڏايو ڄاڻڻ وارو(۽)حڪمت وارو آهي.

وَلَكُمْ نِصْفُ مَا تَرَكَ اَزْوَاجُكُمْ اِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّهُنَّ وَلَدٌ ۚ فَاِنْ كَانَ لَهُنَّ وَلَدٌ فَلَكُمُ الرُّبُعُ مِمَّا تَرَكْنَ مِنْۢ بَعْدِ وَصِيَّةٍ يُّوْصِيْنَ بِهَآ اَوْ دَيْنٍ ؕ وَلَهُنَّ الرُّبُعُ مِمَّا تَرَكْتُمْ اِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّكُمْ وَلَدٌ ۚ فَاِنْ كَانَ لَكُمْ وَلَدٌ فَلَهُنَّ الثُّمُنُ مِمَّا تَرَكْتُمْ مِّنْۢ

۱۳-۽ توهان جون زالون جيڪي ڪجهہ ڇڏي وڃن جيڪڏهن انهن جي اولاد نہ هجي تہ انهن (جي ترڪي) جو اڌ(حصو) توهان جو آهي ۽ جيڪڏهن انهن جي اولاد (موجود) هجي تہ جيڪي ڪجهہ انهن ڇڏيو هجي انهيءَ جو چوٿون(حصو)توهان جو آهي (اهي حصا)وصيت ۽(ان جي) قرض(جي ادائگيءَ) ڪانپوءِ (بچيل مال

بَعْدِ وَصِيَّةٍ تُوْصُوْنَ بِهَآ اَوْ دَيْنٍ ؕ وَاِنْ كَانَ رَجُلٌ يُّوْرَثُ كَلٰلَةً اَوِ امْرَاَةٌ وَّلَهٗۤ اَخٌ اَوْ اُخْتٌ فَلِكُلِّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا السُّدُسُ ۚ فَاِنْ كَانُوْۤا اَكْثَرَ مِنْ ذٰلِكَ فَهُمْ شُرَكَآءُ فِي الثُّلُثِ مِنْۢ بَعْدِ وَصِيَّةٍ يُّوْصٰى بِهَآ اَوْ دَيْنٍ ۙ غَيْرَ مُضَآرٍّ ۚ وَصِيَّةً مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَلِيْمٌ ﴿۱۲﴾

مان ڏيندا) ۽ جيڪڏهن توهان کي اولاد نه هجي ته جيڪي ڪجهه توهان ڇڏي وڃو انهيءَ مان چوٿون (حصو) انهن (زالن) جو آهي. ۽ جيڪڏهن توهان کي اولاد هجي ته جيڪي ڪجهه توهان ڇڏي وڃو انهيءَ مان اٺون (حصو) انهن جو آهي (هي حصا) وصيت ۽ (توهان جي) قرض (جي ادائگيءَ) کان پوءِ (ڏيندا) ۽ جنهن مرد يا عورت جو ورثو تقسيم ڪيو وڃي ٿو جيڪڏهن انهيءَ جو نه پيءُ ① هجي نه اولاد ۽ انهيءَ جو ڪو ڀاءُ هجي يا ڀيڻ هجي ته اُنهن مان هر هڪ جو ڇهون (حصو) ڏيندو ۽ جيڪڏهن اُهي انهيءَ کان وڌيڪ هجن ته اُهي (سيئي) ٽئين (حصي) ۾ شريڪ ڏيندا (اِهي حصا) وصيت ۽ (مرڻ واري جي) قرض (جي ادائگيءَ) کان پوءِ (بچيل مال جي لحاظ سان ڏيندا) (انهيءَ تقسيم ۾) ڪنهن کي نقصان پهچائڻ مقصد نه هئڻ گهرجي (۽ اهو) اللّٰه جي طرفان (توهان کي) حڪم (ڏنو وڃي) ٿو ۽ اللّٰه ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) بردبار آهي.

تِلْكَ حُدُوْدُ اللّٰهِ ؕ وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ

۱۴- اهي اللّٰه جون (مقرر ڪيل) حدون آهن

١- ڪلاله جي جن ڀيڻ ڀائرن جي وارث هجڻ جي صورت بيان ڪئي وئي آهي اُهي ڀيڻ ڀائر آهن جيڪي ماءُ جي طرفان هجن.

وَرَسُوْلَهٗ يُدْخِلْهُ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ وَذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿۱۴﴾

۽ جيڪي (ماڻهو) الله ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪن انهن کي هُو اُنهن باغن ۾ جن جي اندر نهرون وهنديون هونديون داخل ڪندو (۽) اهي انهن ۾ هميشہ رهندا ايندا ۽ اِهائي وڏي ڪاميابي آهي.

وَمَنْ يَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَيَتَعَدَّ حُدُوْدَهٗ يُدْخِلْهُ نَارًا خَالِدًا فِيْهَا ۠ وَلَهٗ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿۱۵﴾ ع

**١٥**- ۽ جيڪو (شخص) الله ۽ انهيءَ جي رسول جي نافرماني ڪري ۽ انهيءَ جي (مقرر ڪيل) حدن کان ٽپي وڃي انهيءَ کي هُو باهہ ۾ داخل ڪندو جنهن ۾ (اُهو هڪ ڊگهي) عرصي ① تائين رهندو ايندو ۽ انهيءَ جي لاءِ بدناميءَ وارو عذاب (مقدر) آهي.

وَالّٰتِيْ يَاْتِيْنَ الْفَاحِشَةَ مِنْ نِّسَآئِكُمْ فَاسْتَشْهِدُوْا عَلَيْهِنَّ اَرْبَعَةً مِّنْكُمْ ۚ فَاِنْ شَهِدُوْا فَاَمْسِكُوْهُنَّ فِي الْبُيُوْتِ حَتّٰى

**١٦**- ۽ توهانجن عورتن مان جيڪي ڪنهن معروف② اٹوٹندڙ فعل جي ويجهو وڃن انهن جي متعلق انهن تي پنهنجي (يعني مائٹن يا پاڙيسرين) مان چار شاهد

**١**- جنت لاءِ بہ خُلود جو لفظ ايندو آهي يعني هي تہ جنتي هڪ ڊگهي عرصي تائين ان ۾ رهندا ۽ دوزخ لاءِ بہ خلود جو لفظ اچي ٿو پر قرآن ڪريم ۾ ٻين جڳهن تي اِها وضاحت آهي تہ جنتي جنت ۾ ڪنهن وقفي کانسواءِ رهندا پر دوزخ جو عذاب ختم ٿي ويندو. ان ڪري ڊگهي عرصي جي معنٰي ان وضاحت کي سامهون رکي ڪرڻ گهرجي.

**٢**- هن آيت ۽ اڳين آيت ۾ مشهور اٹوٹندڙ فعلن جي سزا مقرر ڪئي آهي. عورت جي لاءِ هي تہ خاندان جي چار گواهن جي گواهيءَ تي ان کي گهر کان ٻاهر آزاديءَ سان نڪرڻ بند ڪيو وڃي ۽ مردن جي لاءِ هي تہ تَمدني طور تي انهن جي پڪڙ ڪئي وڃي. ان ۾ ڪنهن بہ شهوت واري ڏوهہ جو ذڪر ناهي. چاڪاڻ تہ ان جو ذڪر سورت نور ۾ اچي ٿو ۽ اُتي ان جي سزا بہ بيان ڪئي وئي آهي. جيئن تہ سورت نور ۾ بيان ٿيل سزا ۽ هن آيت ۾ بيان ٿيل سزا ٻئي پاڻ ۾ مختلف آهن.ان ڪري معلوم ٿيو تہ هن آيت ۾ بيان ٿيل جن ڳالهين جي سزا آهي اُهي اٹوٹندڙ فعل ۽ خراب لڇڻ جون ڳالهيون آهن.

يَتَوَفّٰهُنَّ الْمَوْتُ اَوْ يَجْعَلَ اللّٰهُ لَهُنَّ سَبِيْلًا ﴿١٦﴾

طلب ڪيو. پوءِ جيڪڏهن اهي (چار شاهد) شاهدي ڏئي ڇڏين ته توهان انهن کي (پنهنجن) گهرن ۾ انهيءَ وقت تائين جو انهن کي موت اچي وڃي يا الله انهن جي لاءِ ڪا (ٻي) راهه ڪڍي روڪي ڇڏيو.

وَالَّذٰنِ يَاْتِيٰنِهَا مِنْكُمْ فَاٰذُوْهُمَا ۚ فَاِنْ تَابَا وَاَصْلَحَا فَاَعْرِضُوْا عَنْهُمَا ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ تَوَّابًا رَّحِيْمًا ﴿١٧﴾

١٧- ۽ توهان مان جيڪي ٻه مرد اٺوٽندڙ ① فعل جي ويجهو وڃن ته توهان انهن کي سزا ڏيو. پوءِ جيڪڏهن اهي ٻئي توبه ڪن ۽ اصلاح ڪن ته انهن تي چشم پوشي ڪيو الله يقيناً ڏاڍو توبه قبول ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّمَا التَّوْبَةُ عَلَى اللّٰهِ لِلَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ السُّوْٓءَ بِجَهَالَةٍ ثُمَّ يَتُوْبُوْنَ مِنْ قَرِيْبٍ فَاُولٰٓئِكَ يَتُوْبُ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿١٨﴾

١٨-توبه (جو قبول ڪرڻ) الله تي صرف انهن (ماڻهن جي لاءِ واجب) آهي جيڪي جهالت جي ڪري بديءَ جا مرتڪب ٿيا هجن. پوءِ جلد (ئي) توبهه ڪن. ۽ اهي ماڻهو اهڙا آهن جو الله انهن تي مهرباني ڪري ٿو ۽ الله ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَلَيْسَتِ التَّوْبَةُ لِلَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ السَّيِّاٰتِ ۚ حَتّٰٓى اِذَا حَضَرَ اَحَدَهُمُ الْمَوْتُ قَالَ اِنِّىْ تُبْتُ الْـٰٔنَ وَلَا الَّذِيْنَ

١٩-۽ توبهه(جي قبوليت جو حق)انهن ماڻهن جي لاءِ ڪونهي جيڪي بديون ڪندا(رهن)ٿا.ايستائين جوجڏهن انهن مان ڪنهن جي سامهون موت(جي گهڙي) اچي وڃي ٿي ته چوندو آهي ته مان

١-مفسر چوندا آهن ته ان مان مراد بدڪاري آهي پر قرآن جا لفظ ظاهر آهن ته آيت مان مراد هي آهي ته اُهي اٺوٽندڙ ڳالهه ڪن ۽ اڳين پوئين مضمون مان ظاهر آهي ته هن جڳهه تي جهڳڙو فساد مراد آهي.

يَمُوْتُوْنَ وَهُمْ كُفَّارٌ ؕ اُولٰٓئِكَ اَعْتَدْنَا لَهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿۱۹﴾

هاڻي يقيناً توبهه ڪري ڇڏي آهي ۽ نه انهن ماڻهن جي لاءِ آهي جيڪي ڪفر (ئي) جي حالت ۾ مري وڃن ٿا. اهي ماڻهون اهڙا آهن جو اسان انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب تيار ڪري رکيو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا يَحِلُّ لَكُمْ اَنْ تَرِثُوا النِّسَآءَ كَرْهًا ؕ وَلَا تَعْضُلُوْهُنَّ لِتَذْهَبُوْا بِبَعْضِ مَآ اٰتَيْتُمُوْهُنَّ اِلَّآ اَنْ يَّاْتِيْنَ بِفَاحِشَةٍ مُّبَيِّنَةٍ ۚ وَعَاشِرُوْهُنَّ بِالْمَعْرُوْفِ ۚ فَاِنْ كَرِهْتُمُوْهُنَّ فَعَسٰٓى اَنْ تَكْرَهُوْا شَيْـًٔا وَّيَجْعَلَ اللّٰهُ فِيْهِ خَيْرًا كَثِيْرًا ﴿۲۰﴾

**۲۰**-اي ايمانوارؤ! توهان جي لاءِ (اهو) جائز نه آهي جو توهان زبردستي عورتن جا وارث بڻجي وڃو. ۽ توهان انهن کي انهيءَ غرض جي لاءِ تنگ نه ڪيو ته جيڪو (ڪجهه) توهان انهن کي ڏنو آهي انهيءَ مان ڪجهه (ڪسي) ڪٽي وڃو ①. ها جيڪڏهن اهي ڪنهن ظاهر (ظهور) بديءَ جون مرتڪب هجن (ته انهيءَ جي لاءِ حڪم مٿي گذري چڪو آهي) ۽ انهن سان سنو سلوڪ ڪيو ۽ جيڪڏهن توهان انهن کي ناپسند ڪيو ته (ياد رکو ته اهو) بلڪل ممڪن آهي جو توهان هڪ شيءِ کي ناپسند ڪيو ۽ اللّٰه انهيءَ ۾ گهڻو (ئي) بهتري (جو سامان) پيدا ڪري ڇڏي.

---

**ا**-يعني پهرين آيت جي مطابق انهن کي ٻاهر نڪرڻ کان جهلي سگهو ٿا. انهن جو مال کسڻ لاءِ ائين نه ڪريو. هن آيت ۾ جيڪو اِلَّآ (يعني ان کان علاوه) جو لفظ آهي ان مان هي مراد ناهي ته جيڪڏهن اُهي بي حيائي ڪري ويهن ته مال کسي سگهو ٿا بلڪ اجازت گهرن ۾ روڪڻ جي باري ۾ آهي مال وٺڻ جي باري ۾ نه، ۽ مراد هي آهي ته پهرين آيت جي مطابق اُهي بي حيائي ڪن ته صرف ان صورت ۾ انهن کي گهر کان نڪرڻ کان جهلي سگهو ٿا.

وَاِنْ اَرَدْتُّمُ اسْتِبْدَالَ زَوْجٍ مَّكَانَ زَوْجٍ ۙ وَّاٰتَيْتُمْ اِحْدٰىهُنَّ قِنْطَارًا فَلَا تَاْخُذُوْا مِنْهُ شَيْـًٔا ؕ اَتَاْخُذُوْنَهٗ بُهْتَانًا وَّاِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿٢١﴾

**۲۱**-۽ جيڪڏهن توهان (هڪ) زال جي جڳهه (ٻي) زال بدلائڻ چاهيو ۽ توهان انهن مان هڪ کي هڪ ڍير (مال جو) ڏئي چڪا آهيو ته(به)انهيءَ (مال)مان ڪجهه(واپس) نه وٺو. ڇا توهان هن کان بهتان ۽ ظاهر (ظهور) گناهه جي ذريعي سان وٺندؤ؟

وَكَيْفَ تَاْخُذُوْنَهٗ وَقَدْ اَفْضٰى بَعْضُكُمْ اِلٰى بَعْضٍ وَّاَخَذْنَ مِنْكُمْ مِّيْثَاقًا غَلِيْظًا ﴿٢٢﴾

**۲۲**-۽ توهان اهو (مال) ڪهڙيءَ طرح وٺي سگهو ٿا جڏهن ته توهان پاڻ ۾ ميلاپ ڪري چڪا آهيو ۽ اهي (زالون) توهان کان هڪ مضبوط عهد وٺي چڪيون آهن.

وَلَا تَنْكِحُوْا مَا نَكَحَ اٰبَآؤُكُمْ مِّنَ النِّسَآءِ اِلَّا مَا قَدْ سَلَفَ ؕ اِنَّهٗ كَانَ فَاحِشَةً وَّمَقْتًا ؕ وَسَآءَ سَبِيْلًا ﴿٢٣﴾ ع

**۲۳**-۽ انهن عورتن مان جن کي توهان جا ابا ڏاڏا نڪاح ۾ آڻي چڪا هجن ڪنهن سان نڪاح نه ڪيو پر جيڪي (پهرين) گذري ويو (سو گذري ويو) اهو (فعل) يقيناً گندو ۽ غصو ڏيارڻ وارو هو ۽ (اها) ڏاڍي بري رسم هئي.

حُرِّمَتْ عَلَيْكُمْ اُمَّهٰتُكُمْ وَبَنٰتُكُمْ وَاَخَوٰتُكُمْ وَعَمّٰتُكُمْ وَخٰلٰتُكُمْ وَبَنٰتُ الْاَخِ وَبَنٰتُ الْاُخْتِ وَاُمَّهٰتُكُمُ الّٰتِيْٓ اَرْضَعْنَكُمْ وَاَخَوٰتُكُمْ مِّنَ الرَّضَاعَةِ وَاُمَّهٰتُ نِسَآئِكُمْ وَرَبَآئِبُكُمُ الّٰتِيْ فِيْ حُجُوْرِكُمْ مِّنْ نِّسَآئِكُمُ الّٰتِيْ دَخَلْتُمْ

**۲۴**-توهان جون مائرون ۽ توهان جون ڌيئرون ۽ توهان جون ڀينرون ۽ توهان جون پڦيون ۽ توهان جون ماسيون ۽ (توهانجون) ڀائٽيون ۽ (توهانجون) ڀاڻيجيون ۽ توهان جون مائرون جن توهان کي ٿڃ پياري هجي ۽ توهان جون رضاعي (ٿڃ گڏ پيتل)ڀينرون ۽ توهان جون سسُون ۽ توهانجون اهي نگيون ڇوڪريون جيڪي توهانجن انهن زالن مان هجن

بِهِنَّ ۫ فَاِنْ لَّمْ تَكُوْنُوْا دَخَلْتُمْ بِهِنَّ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ ۫ وَحَلَآئِلُ اَبْنَآئِكُمُ الَّذِيْنَ مِنْ اَصْلَابِكُمْ ۙ وَاَنْ تَجْمَعُوْا بَيْنَ الْاُخْتَيْنِ اِلَّا مَا قَدْ سَلَفَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ۙ﴿٢٤﴾

جن سان خلوت ڪري چڪا هجو ۽ اُهي توهانجن گھرن ۾ پلبيون هجن توهان تي حرام ڪيون ويون آهن. پر جيڪڏهن توهان انهن (زالن) سان خلوت نہ ڪئي هجي تہ (انهن جي ڇوڪرين سان نڪاح ڪرڻ ۾) توهان تي ڪو بہ گناهہ ڪونهي، ۽ (اهڙيءَ طرح) توهانجَن انهن پٽن جون زالون جيڪي توهان جي پشت سان هجن (توهان تي حرام آهن) ۽ اهو (بہ) جو توهان ٻن ڀينرن کي (پنهنجي نڪاح ۾) جمع ڪيو. ها جيڪي گذري ويو (سو گذري ويو) اللّٰه يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَّالْمُحْصَنٰتُ مِنَ النِّسَآءِ اِلَّا مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ ۚ كِتٰبَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ ۚ وَاُحِلَّ لَكُمْ مَّا وَرَآءَ ذٰلِكُمْ اَنْ تَبْتَغُوْا بِاَمْوَالِكُمْ مُّحْصِنِيْنَ غَيْرَ مُسٰفِحِيْنَ ؕ

**٢٥**-۽ (ٻين کان) نڪاح واريون عورتون (بہ توهان تي حرام آهن) سواءِ انهن عورتن جي جيڪي توهانجي ملڪيت ① ۾ اچي وڃن. اِهو اللّٰه توهان تي فرض ڪيو آهي ۽ جيڪي اُنهن (مٿي بيان ڪيل عورتن) کانسواءِ هجن اُهي

**١**-مراد هيءَ آهي تہ اُهي عورتون جن سان نڪاح جائز آهي اُهي تہ نڪاح کانپوءِ جائز ٿينديون ۽ اڳيان بيان ڪيل عورتون نڪاح سان بہ جائز نٿيون ٿي سگھن، ها جنگي قيدياڻيون نڪاح سان جائز ٿي سگھن ٿيون. ۽ جڏهن انهن کي ڪو نہ ڇڏرائي تہ انهن جي اجازت جي ضرورت ناهي. قومي اخلاق کي نيڪ رکڻ لاءِ حڪومت انهن جو ولي مقرر ڪري انهن جو نڪاح ڪري سگھي ٿي.

فَمَا اسْتَمْتَعْتُمْ بِهٖ مِنْهُنَّ فَاٰتُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ فَرِيْضَةً ۭ وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيْمَا تَرٰضَيْتُمْ بِهٖ مِنْۢ بَعْدِ الْفَرِيْضَةِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ۝٢٥

توهانجي لاءِ (نڪاح ڪانپوءِ) حلال آهن (يعني اهڙيءَ طرح سان) جو توهان پنهنجي مالن جي ذريعي(انهن کي)طلب ڪيو ان شرط سان ته توهان شادي ڪرڻ وارا هجو① زنا ڪرڻ وارا نه هجو. پوءِ (اهو شرط به آهي ته)جيڪڏهن توهان انهن مان نفعو ورتو هجي ته توهان انهن کي سندن مَهَرُ وعدي ڪيل مقدار مطابق ادا ڪيو.۽ (مَهَرُ)مقرر ٿي وڃڻ ڪانپوءِ جنهن(ڪمي بيشي)تي توهان پاڻ ۾ راضي ٿي وڃو انهيءَ جي متعلق توهان کي ڪو به گناهه نه ٿيندو.اللّٰه يقيناً ڏاڍو ڄاڻڻ وارو(۽)حڪمت وارو آهي.

وَمَنْ لَّمْ يَسْتَطِعْ مِنْكُمْ طَوْلًا اَنْ يَّنْكِحَ الْمُحْصَنٰتِ الْمُؤْمِنٰتِ فَمِنْ مَّا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ مِّنْ فَتَيٰتِكُمُ الْمُؤْمِنٰتِ ۭ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِاِيْمَانِكُمْ ۭ بَعْضُكُمْ مِّنْۢ بَعْضٍ ۚ فَانْكِحُوْهُنَّ بِاِذْنِ اَهْلِهِنَّ وَاٰتُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ بِالْمَعْرُوْفِ

**٢٦**۔۽ جيڪو توهان مان آزاد مومن عورتن سان شادي ڪرڻ جي بلڪل طاقت نه رکندو هجي (اُهو) توهانجن غلام (عورتن) يعني توهانجي مومن ٻانهين مان ڪنهن سان نڪاح ڪري. ۽ اللّٰه توهان جي ايمان کي سڀ کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو. توهان هڪ ٻئي سان (تعلق رکو) ٿا. پوءِ انهن سان سندن مالڪن جي اجازت سان نڪاح ڪيو. ۽ انهن جا مَهَرَ② جڏهن ته

**١**۔هي مطلب ناهي ته مومن زنا ڪندو، بلڪ مطلب هي آهي ته اسان مومن کان اهائي اميد رکون ٿا ته هو شاديءَ جي وقت تقويٰ جي سيني رستن کي مد نظر رکندو. ۽ زنا جي ويجهو نه ويندو.

**٢**۔هي مطلب ناهي ته پاڪدامن هجن ته مهر ڏيو نه ته نه ڏيو. بلڪ مطلب هي آهي ته اهڙين ئي

مُحْصَنٰتٍ غَيْرَ مُسٰفِحٰتٍ وَّلَا مُتَّخِذٰتِ اَخْدَانٍ ۚ فَاِذَآ اُحْصِنَّ فَاِنْ اَتَيْنَ بِفَاحِشَةٍ فَعَلَيْهِنَّ نِصْفُ مَا عَلَى الْمُحْصَنٰتِ مِنَ الْعَذَابِ ؕ ذٰلِكَ لِمَنْ خَشِيَ الْعَنَتَ مِنْكُمْ ؕ وَاَنْ تَصْبِرُوْا خَيْرٌ لَّكُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢٦﴾ ع

اُهي پاڪباز هجن نڪي زنا ڪار ۽ نه ڳجها دوست رکڻ واريون ڪين دستورجي مطابق ادا ڪيو.پوءِ جڏهن اُهي نڪاح ۾ اچي وڃن ته جيڪڏهن اهي ڪنهن قسم جي بي حيائيءَ جون مرتڪب ٿين ته انهن جي سزا آزاد عورتن جي نسبت اَڌُ هوندي. هيءَ(اجازت) انهيءَ ① جي لاءِ آهي جيڪو توهان مان گناهه کان ڊڄندو هجي.۽ توهان جو صبر ڪرڻ توهان جي لاءِ بهتر آهي. ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُبَيِّنَ لَكُمْ وَيَهْدِيَكُمْ سُنَنَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ وَيَتُوْبَ عَلَيْكُمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٧﴾

٢٧ـ اللّٰه چاهي ٿو ته جيڪي ماڻهو توهان کان پهرين (گذريا) آهن انهن جا طريقا توهان جي لاءِ بيان ڪري ۽ (انهن ڏانهن) توهان جي رهنمائي ڪري ۽ توهان تي شفقت ڪري ۽ اللّٰه ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَاللّٰهُ يُرِيْدُ اَنْ يَّتُوْبَ عَلَيْكُمْ ۟ وَيُرِيْدُ

٢٨ـ۽ اللّٰه ته (اهو) چاهي ٿو ته توهان تي شفقت ڪري ۽ جيڪي ماڻهو برين

---

**(باقي حاشيو)** ٻانهين سان نڪاح ڪيو جن جي پاڪدامني توهان تي ثابت هجي ۽ پوءِ انهن جامهر آزاد عورتن وانگر ڏيو.

١ـ يعني ٻانهين سان شادي صرف مجبوريءَ جي حالت ۾ جائز آهي. چاڪاڻ ته اُهي غير مذهب ۽ غير قوم سان تعلق رکن ٿيون. چڱو ائين ئي آهي ته پنهنجي مذهب واري ۽ پنهنجي قوم واري آزاد عورت سان شادي ڪيو.

الَّذِيْنَ يَتَّبِعُوْنَ الشَّهَوٰتِ اَنْ تَمِيْلُوْا مَيْلًا عَظِيْمًا ﴿۲۸﴾

خواهشن جي پنيان پون ٿا اهي چاهين ٿا ته توهان (بديءَ ڏانهن) بلڪل① جهڪي وڃو.

يُرِيْدُ اللّٰهُ اَنْ يُّخَفِّفَ عَنْكُمْ ۚ وَخُلِقَ الْاِنْسَانُ ضَعِيْفًا ﴿۲۹﴾

**۲۹ـ** اللّٰه چاهي ٿو ته توهان تان (بوجهه) هلڪو ڪري ۽ انسان کي ڪمزور پيدا ڪيو ويو آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَاْكُلُوْۤا اَمْوَالَكُمْ بَيْنَكُمْ بِالْبَاطِلِ اِلَّاۤ اَنْ تَكُوْنَ تِجَارَةً عَنْ تَرَاضٍ مِّنْكُمْ ۟ وَلَا تَقْتُلُوْۤا اَنْفُسَكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِكُمْ رَحِيْمًا ﴿۳۰﴾

**۳۰ـ**اي ايمانوارؤ! توهان پاڻ ۾ ناجائز طور تي پنهنجا مال نه کائو. ها اهو جائز آهي ته (مال جو حاصل ڪرڻ) پاڻ ۾ رضامندي سان تجارت جي ذريعي هجي. ۽ توهان پنهنجو پاڻ کي قتل نه ڪيو. اللّٰه يقيناً توهان تي بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ عُدْوَانًا وَّظُلْمًا فَسَوْفَ نُصْلِيْهِ نَارًا ؕ وَكَانَ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرًا ﴿۳۱﴾

**۳۱ـ**۽ جيڪو (شخص به) اهو (يعني ٻئي جو مال کائڻ) زيادتي ۽ ظلم جي عادت جي سببان ڪندو انهيءَ کي اسان ضرور باهه ۾ وجهنداسين ۽ اها (ڳالهه) اللّٰه جي لاءِ آسان آهي.

اِنْ تَجْتَنِبُوْا كَبَآئِرَ مَا تُنْهَوْنَ عَنْهُ نُكَفِّرْ عَنْكُمْ سَيِّاٰتِكُمْ وَنُدْخِلْكُمْ مُّدْخَلًا كَرِيْمًا ﴿۳۲﴾

**۳۲ـ**جن (ڳالهين) کان توهان کي روڪيو وڃي ٿو. جيڪڏهن انهن مان وڏين (وڏين ڳالهين) کان توهان پري رهو ته اسان توهان کان توهان جا عيب ٽاري ڇڏينداسين ۽ توهان کي عزت ڀري جڳهه ۾ داخل ڪنداسين.

---

**١ـ** آيت ۾ عَظِيْم جو لفظ آهي پر اڙدو ۾ ”گهڻو جهڪي وڃو“ نه چوندا آهن بلڪ ”بلڪل جهڪي وڃو“ چوندا آهن. ان ڪري ”بلڪل“ ترجمو ڪيو ويو آهي.

وَلَا تَتَمَنَّوْا مَا فَضَّلَ اللّٰهُ بِهٖ بَعْضَكُمْ عَلٰى بَعْضٍ ؕ لِلرِّجَالِ نَصِيْبٌ مِّمَّا اكْتَسَبُوْا ؕ وَلِلنِّسَآءِ نَصِيْبٌ مِّمَّا اكْتَسَبْنَ ؕ وَسْـَٔلُوا اللّٰهَ مِنْ فَضْلِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِكُلِّ شَیْءٍ عَلِيْمًا ﴿۳۲﴾

**۳۲**۔۽ جنهن (شيءِ جي ذريعي) اللّٰه توهان مان ڪن کي ڪن (ٻين) تي فضيلت ڏني آهي انهيءَ جي خواهش نہ ڪيو. جيڪي ڪجهہ مردن ڪمايو آهي انهيءَ مان انهن جو حصو آهي ۽ جيڪي ڪجهہ عورتن ڪمايو آهي انهيءَ مان انهن جو حصو آهي ۽ توهان اللّٰه (ئي) کان انهيءَ جي فضل جو حصو گهرو. اللّٰه هر هڪ شيءِ کي يقيناً ڄاڻڻ وارو آهي.

وَلِكُلٍّ جَعَلْنَا مَوَالِيَ مِمَّا تَرَكَ الْوَالِدٰنِ وَالْاَقْرَبُوْنَ ؕ وَالَّذِيْنَ عَقَدَتْ اَيْمَانُكُمْ فَاٰتُوْهُمْ نَصِيْبَهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلٰى كُلِّ شَیْءٍ شَهِيْدًا ﴿۳۳﴾ ع

**۳۳**۔۽ هر هڪ (شخص) جي لاءِ اسان انهيءَ جي ترڪي جي متعلق وارث مقرر ڪري ڇڏيا آهن (اهي وارث) ماءُ پيءُ ۽ ويجهڙا رشتيدار (آهن) ۽ اُهي (بہ) جن سان توهان پڪا اقرار ① ڪيا آهن (يعني زالون يا مڙس) سو انهن کي بہ

ع ۸/۲

**١**۔ هن آيت جي باري ۾ مفسرلکندا آهن تہ **عَقَدَتْ اَيْمَانُكُمْ** ۾ اهڙي دوستن ڏانهن اشارو آهي جن کي حليف بڻايو ويو هو يعني قَسْمَن سان پنهنجو ڀاءُ قرار ڏنو ويو هو. اُهي اڳ لاوارث هوندا هئا پوءِ رسول ڪريم ﷺ انهن کي ورثي کان محروم ڪري ڇڏيو. پر اِها معنيٰ صحيح ناهي ڇاڪاڻ تہ هن آيت ۾ تہ **عَقَدَتْ اَيْمَانُكُمْ** وارن کي وارث قرار ڏنو آهي.ان ڪري رد ڪرڻ جو سوال ئي ناهي. جيڪڏهن مفسرن جي ڳالهہ مڃي وڃي تہ پوءِ هيءَ معنيٰ ڪرڻي پوندي تہ هن آيت سان انهن کي وارث قرار ڏنو ويو هو. پر حديث انهن کي غير وارث قرار ڏئي ڇڏيو يعني حديث قرآن کي رد ڪرڻ واري آهي ۽ اها ڳالهہ اڪثر فقهاء جي خيال ۾ بہ جائز ناهي. ان ڪري معنيٰ اُها ئي صحيح آهي. جيڪا مون ڪئي آهي يعني **عَقَدَتْ اَيْمَانُكُمْ** مان مراد زالون يا مڙس آهن ۽ انهن جو وارث هجڻ قرآن مان ثابت آهي ۽ اجان تائين وارث هلندا اچن ٿا. ان معنيٰ جي لحاظ سان نہ ڪو رد ڪرڻ وارو رهي ٿو نہ رد ڪيل.

سندن مقرر ڪيل حصو ڏيو. ۽ اللّٰه هر هڪ ڳالهہ تي يقيناً نگران آهي.

اَلرِّجَالُ قَوّٰمُوْنَ عَلَى النِّسَآءِ بِمَا فَضَّلَ اللّٰهُ بَعْضَهُمْ عَلٰى بَعْضٍ وَّ بِمَآ اَنْفَقُوْا مِنْ اَمْوَالِهِمْ ؕ فَالصّٰلِحٰتُ قٰنِتٰتٌ حٰفِظٰتٌ لِّلْغَيْبِ بِمَا حَفِظَ اللّٰهُ ؕ وَالّٰتِيْ تَخَافُوْنَ نُشُوْزَهُنَّ فَعِظُوْهُنَّ وَاهْجُرُوْهُنَّ فِى الْمَضَاجِعِ وَاضْرِبُوْهُنَّ ۚ فَاِنْ اَطَعْنَكُمْ فَلَا تَبْغُوْا عَلَيْهِنَّ سَبِيْلًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِيًّا كَبِيْرًا ﴿٣٥﴾

**٣٥ـ** مرد عورتن تي انهيءَ فضيلت جي سببان جيڪا اللّٰه انهن مان ڪن کي ٻين تي ڏني آهي ۽ انهيءَ سبب ڪان جو اهي پنهنجي مالن مان (عورتن تي) خرچ ڪري چڪا آهن نگران (قرار ڏنا ويا) آهن. پوءِ نيڪ عورتون فرمانبردار ۽ اللّٰه جي مدد سان ڳجهين ڳالهين جون محافظ هونديون آهن ۽ جن جي نافرمانيءَ ① جو توهان کي خوف هجي (توهان) انهن کي نصيحت ڪيو ۽ انهن کي خواب گاهن ۾ اڪيلو ڇڏي ڏيو. ۽ انهن کي مار ڏيو. پوءِ جيڪڏهن اُهي توهان جي اطاعت ڪرڻ لڳن تہ انهن جي خلاف ڪو بهانو نہ ڳوليو. اللّٰه يقيناً تمام بلند (۽) وڏو آهي.

وَاِنْ خِفْتُمْ شِقَاقَ بَيْنِهِمَا فَابْعَثُوْا حَكَمًا مِّنْ اَهْلِهٖ وَحَكَمًا مِّنْ اَهْلِهَا ۚ اِنْ يُّرِيْدَآ اِصْلَاحًا يُّوَفِّقِ اللّٰهُ بَيْنَهُمَا ؕ

**٣٦ـ** ۽ جيڪڏهن توهان کي انهن ٻنهي (يعني مڙس زال) جي هڪ ٻئي (جي تعلقات) ۾ تفرقي جو خوف هجي تہ هڪ امين انهيءَ (يعني مرد) جي رشتيدارن مان ۽ هڪ امين انهيءَ (يعني عورت) جي

**١ـ**نافرمانيءَ مان هن جڳهہ تي زنا مراد نا هي بلڪ ان کان گهٽ گناهہ مراد آهن جن سان انسان جي پاڙيسرين ۾ بي عزتي ٿيندي آهي. ان ڪري اهڙي سزا مقرر ڪئي جنهن سان عورت عام طور تي پاڙي ۾ گهمي ڦري نہ سگهي. ها جيڪڏهن ان ۾ مرد ڏاڍ سان ڪم وٺي تہ عورت کي قاضيءَ وٽ دانهڻ جي اجازت آهي.

اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِيۡمًا خَبِيۡرًا ۝٣٦

رشتيدارن مان مقرر ڪيو (پوءِ) جيڪڏهن اهي ٻئي (امين) صلح ڪرائڻ چاهين ته اللّٰه انهن ٻنهي (مڙس زال) جي وچ ۾ موافقت پيدا ڪري ڇڏيندو. اللّٰه يقيناً ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) خبردار آهي.

وَاعۡبُدُوا اللّٰهَ وَلَا تُشۡرِكُوۡا بِهٖ شَيۡـًٔـا وَّبِالۡوَالِدَيۡنِ اِحۡسَانًا وَّبِذِى الۡقُرۡبٰى وَالۡيَتٰمٰى وَالۡمَسٰكِيۡنِ وَالۡجَارِ ذِى الۡقُرۡبٰى وَالۡجَارِ الۡجُنُبِ وَالصَّاحِبِ بِالۡجَـنۡۢبِ وَابۡنِ السَّبِيۡلِ ۙ وَمَا مَلَـكَتۡ اَيۡمَانُكُمۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ مَنۡ كَانَ مُخۡتَالًا فَخُوۡرَا ۙ ۝٣٧

٣٧- ۽ توهان اللّٰه جي عبادت ڪيو ۽ ڪنهن شي کي انهيءَ جو شريڪ نه بڻايو ۽ والدين سان (گهڻو) احسان (ڪيو) ۽ (پڻ) رشتيدارن ۽ يتيمن ۽ مسڪينن سان ۽ (اهڙيءَ طرح) رشتيدار پاڙيسرين ۽ بي تعلق پاڙيسرين ۽ پاڙي (۾ رهڻ) وارن ماڻهن ۽ مسافرن ۽ جن جا توهان مالڪ آهيو (انهن سان به) (۽) جيڪي متڪبر ۽ غرور وارا آهن انهن کي اللّٰه هرگز پسند نه ٿو ڪري.

اۨلَّذِيۡنَ يَبۡخَلُوۡنَ وَيَاۡمُرُوۡنَ النَّاسَ بِالۡبُخۡلِ وَيَكۡتُمُوۡنَ مَاۤ اٰتٰٮهُمُ اللّٰهُ مِنۡ فَضۡلِهٖ ؕ وَاَعۡتَدۡنَا لِلۡكٰفِرِيۡنَ عَذَابًا مُّهِيۡنًا ۚ ۝٣٨

٣٨- جيڪي (خود به) ڪنجوسي ڪن ٿا ۽ (ٻين) ماڻهن کي (به) ڪنجوسي ڪرڻ جي هدايت ڪن ٿا ۽ جيڪي ڪجهه اللّٰه پنهنجي فضل سان انهن کي ڏنو آهي انهيءَ کي لڪائين ٿا ۽ اسان ڪافرن جي لاءِ ذليل ڪرڻ وارو عذاب تيار ڪيو آهي.

وَالَّذِيۡنَ يُنۡفِقُوۡنَ اَمۡوَالَهُمۡ رِئَآءَ النَّاسِ وَلَا يُؤۡمِنُوۡنَ بِاللّٰهِ وَلَا بِالۡيَوۡمِ الۡاٰخِرِ ؕ

٣٩- ۽ جيڪي ماڻهو پنهنجو مال ماڻهن کي ڏيکارڻ جي لاءِ خرچ ڪن ٿا ۽ نه اللّٰه تي ايمان رکن ٿا ۽ نه پوءِ اچڻ واري

| | |
|---|---|
| وَمَنۡ يَّكُنِ الشَّيۡطٰنُ لَهٗ قَرِيۡنًا فَسَآءَ قَرِيۡنًا ﴿٣٩﴾ | ڏينهن تي (انهن جي پڇاڙي ① خراب ٿيندي) ۽ جنهن (شخص) جو شيطان ساٿي هجي (اهو ياد رکي ته) اهو ڏاڍو خراب ساٿي آهي. |
| وَمَاذَا عَلَيۡهِمۡ لَوۡ اٰمَنُوۡا بِاللّٰهِ وَالۡيَوۡمِ الۡاٰخِرِ وَاَنۡفَقُوۡا مِمَّا رَزَقَهُمُ اللّٰهُ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ بِهِمۡ عَلِيۡمًا ﴿٤٠﴾ | ٤٠-۽ انهن تي ڪهڙو (قهر پيو ٽُٽيِن) جي ڪڏهن اهي الله تي ۽ پوءِ اچڻ واري ڏينهن تي ايمان آڻين ها ۽ جيڪي (ڪجهه) الله انهن کي ڏنو آهي انهيءَ مان (انهيءَ جي واٽ ۾) خرچ ڪن ها، ۽ الله انهن جي متعلق وڏو علم رکي ٿو. |
| اِنَّ اللّٰهَ لَا يَظۡلِمُ مِثۡقَالَ ذَرَّةٍ ۚ وَاِنۡ تَكُ حَسَنَةً يُّضٰعِفۡهَا وَيُؤۡتِ مِنۡ لَّدُنۡهُ اَجۡرًا عَظِيۡمًا ﴿٤١﴾ | ٤١-الله هرگز هڪ ذري برابر به ظلم نه ڪندو ۽ جيڪڏهن (ڪنهن جي) ڪا نيڪي هوندي ته انهيءَ کي وڌائيندو ۽ پاڻ وٽان (به) تمام وڏو اجر ڏيندو. |
| فَكَيۡفَ اِذَا جِئۡنَا مِنۡ كُلِّ اُمَّةٍ ۢ بِشَهِيۡدٍ وَّجِئۡنَا بِكَ عَلٰى هٰٓؤُلَآءِ شَهِيۡدًا ﴿٤٢﴾ | ٤٢-۽ انهن جو ڪهڙو حال ٿيندو جڏهن اسان هر هڪ جماعت مان هڪ شاهد آڻينداسين ۽ توکي انهن ماڻهن جي متعلق (بطور) شاهد آڻينداسين. |
| يَوۡمَئِذٍ يَّوَدُّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا وَعَصَوُا الرَّسُوۡلَ لَوۡ تُسَوّٰى بِهِمُ الۡاَرۡضُ ؕ | ٤٣-انهيءَ ڏينهن جن ڪفر ڪيو آهي ۽ (انهيءَ) رسول جي نافرماني ڪئي آهي خواهش ڪندا ته (ڪاش) انهن کي زمين ② ۾ |

١-خبر عربيءَ ۾ گهڻي جڳهن تي محذوف ڪري ڇڏبي آهي ۽ ان کي عبارت مان ڪڍي ڇڏبو آهي.ائين ئي هت به ٿيو آهي. اسان ترجمي ۾ ان کي ظاهر ڪري ڇڏيو آهي.

٢- آيت ۾ ”انهن تي زمين کي برابر ڪيو وڃي ها“ جا لفظ آهن پر اڙدو محاوري ۾ ان جو مطلب

وَلَا يَكْتُمُوْنَ اللّٰهَ حَدِيْثًا ﴿٤٢﴾ ع

دفن ڪيو وڃي ها. ۽ اهي الله کان ڪا به ڳالهه لڪائي نه سگهندا.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَقْرَبُوا الصَّلٰوةَ وَاَنْتُمْ سُكٰرٰى حَتّٰى تَعْلَمُوْا مَا تَقُوْلُوْنَ وَلَا جُنُبًا اِلَّا عَابِرِيْ سَبِيْلٍ حَتّٰى تَغْتَسِلُوْا ۭ وَاِنْ كُنْتُمْ مَّرْضٰٓى اَوْ عَلٰي سَفَرٍ اَوْ جَاۗءَ اَحَدٌ مِّنْكُمْ مِّنَ الْغَاۗىِٕطِ اَوْ لٰمَسْتُمُ النِّسَاۗءَ فَلَمْ تَجِدُوْا مَاۗءً فَتَيَمَّمُوْا صَعِيْدًا طَيِّبًا فَامْسَحُوْا بِوُجُوْهِكُمْ وَاَيْدِيْكُمْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَفُوًّا غَفُوْرًا ﴿٤٣﴾

۴۴-اي ايمانوارؤ! جيستائين اوهان پنهنجي هوش ۾ نه هجو نماز جي ويجهو نه وڃو. انهيءَ وقت تائين جو توهان جيڪي (ڪجهه) چئي رهيا آهيو اهو سمجهڻ (نه) لڳو ۽ نه ئي مٿي سيري هئڻ جي حالت ۾ (نماز جي ويجهو وڃو) جيستائين وهنجي (نه) وٺو. سواءِ انهيءَ جي جو توهان رستي تي هلي رهيا هجو. ۽ جيڪڏهن توهان مريض آهيو يا سفر تي آهيو (۽ توهان مٿي ميرا آهيو ته تَيَمَمُ ڪري وٺندا ڪريو) يا توهان مان ڪو جاءِ ضرورت کان آيو هجي (۽ توهان کي پاڻي نه ملي) ۽ ① توهان عورتن سان صحبت ② به ڪري چڪا هجو (يعني مٿي ميرا هجو) ۽ توهان کي③ پاڻي نه ملي ته پاڪ مٽيءَ جو ارادو ڪيو

**(باقي حاشيو)** اُهو ئي آهي جيڪو اسان لکيو آهي.

۱-اَوْ جي معنيٰ عربيءَ ۾ ڪڏهن "يا" جي هوندي آهي ۽ ڪڏهن "۽" جي هوندي آهي.(مغني اللبيب جلد اول صفحه ٦٠) هن جڳهه اسان ان جي معنيٰ "۽" جي ڪئي آهي. ڇاڪاڻ ته ان سان آيت جو مطلب واضح ٿي وڃي ٿو.

۲-هي جُنُباً جو هم مطلب آهي پرجُنُباً جو لفظ جيئن ته پري ٿي ويو هو ان ڪري ان جي هم معنيٰ لفظ اَوْ لٰمَسْتُمُ النِّسَآءَ استعمال ڪيا، نه ته مطلب ساڳيو ئي آهي.

۳-فَلَمْ تَجِدُوْا مَآءً حقيقت ۾ اَوْ جَآءَ اَحَدٌ مِّنْكُمْ مِّنَ الْغَآئِطِ جي به خبر آهي. ۽ لٰمَسْتُمُ النِّسَآءَ جي به، ان ڪري اسان ٻنهي سان ان کي لڳائي ڇڏيو آهي ته جيئن ترجمو نيڪ ٿي وڃي.

(يعني تيمم ڪيو) پوءِ (توهان انهن مٽيءَ وارن هٿن ڪي) پنهنجي منهن ۽ هٿن تي مليو. الله يقيناً ڏاڍو معاف ڪرڻ وارو (۽) ڏاڍو بخشڻ وارو آهي.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ اُوْتُوْا نَصِيْبًا مِّنَ الْكِتٰبِ يَشْتَرُوْنَ الضَّلٰلَةَ وَيُرِيْدُوْنَ اَنْ تَضِلُّوا السَّبِيْلَ ﴿٤٤﴾

٤٥-ڇا توکي انهن ماڻهن جو حال معلوم ڪونهي جن کي ڪتاب (الٰهي) مان ڪجهه حصو ڏنو ويو هو جو اهي گمراهيءَ کي اختيار ڪري رهيا آهن ۽ چاهين ٿا ته توهان (به اصل) رستي کان ڀٽڪي وڃو.

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِاَعْدَآئِكُمْ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَلِيًّا ۙ وَّكَفٰى بِاللّٰهِ نَصِيْرًا ﴿٤٥﴾

٤٦-۽ الله توهانجن دشمنن کي (توهان کان) وڌيڪ ڄاڻي ٿو ۽ الله دوستي لاءِ ڪافي آهي ۽ الله مددگار هئڻ جي لحاظ سان به ڪافي آهي.

مِنَ الَّذِيْنَ هَادُوْا يُحَرِّفُوْنَ الْكَلِمَ عَنْ مَّوَاضِعِهٖ وَيَقُوْلُوْنَ سَمِعْنَا وَعَصَيْنَا وَاسْمَعْ غَيْرَ مُسْمَعٍ وَّرَاعِنَا لَيًّاۢ بِاَلْسِنَتِهِمْ وَطَعْنًا فِى الدِّيْنِ ؕ وَلَوْ اَنَّهُمْ قَالُوْا سَمِعْنَا وَاَطَعْنَا وَاسْمَعْ وَانْظُرْنَا لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ وَاَقْوَمَ ۙ وَلٰكِنْ لَّعَنَهُمُ

٤٧-جيڪي ماڻهو يهودي آهن انهن مان ڪي (خدا جي) ڳالهين کي انهن جي جڳهه کان ادل بدل ڪري ٿا ڇڏين ۽ چون ٿا ته اسان ٻڌو ۽ تڏنهن به اسان نافرماني ڪئي ۽ (چون ٿا ته) تون اسان جون ڳالهيون ٻڌ (خدا جو ڪلام) توکي ڪڏهن نه ٻڌايو وڃي ۽ اسانجو لحاظ ڪر (اها ڳالهه) پنهنجي زبانن سان ڪوڙ ڳالهائيندي① ۽ دين ۾ طعني بازي

١-يعني وات سان ته رَاعِنَا چئي ڇڏيندا آهن پر انهن جون دليون ان سان متفق ناهن ٿينديون. دل ۾ هُو رسول ڪريم ﷺ کي خسيس سمجهندا آهن ۽ خيال ڪندا آهن ته ان کان ڪنهن رعايت جي اسان کي ڪا ضرورت ناهي.

اللّٰہُ بِکُفۡرِهِمۡ فَلَا یُؤۡمِنُوۡنَ اِلَّا قَلِیۡلًا ﴿٤٧﴾

کندي (چون ٿا) ۽ جيڪڏهن اهي هيئن چون ها ته اسان ٻڌو ۽ اسان مڃيو ۽ (چون ها ته) ٻڌ ۽ اسان تي (رحمت جي) نظر ڪر ته انهن جي لاءِ بهتر ۽ وڌيڪ درستيءَ جو موجب هجي ها (پر اهي انهيءَ کان نه رڳو محروم رهيا) پر الله انهن جي ڪفر جي سببان انهن تي لعنت ڪئي انهيءَ ڪري اهي ايمان نه ٿا آڻين ①.

يٰاَیُّهَا الَّذِیۡنَ اُوۡتُوا الۡکِتٰبَ اٰمِنُوۡا بِمَا نَزَّلۡنَا مُصَدِّقًا لِّمَا مَعَکُمۡ مِّنۡ قَبۡلِ اَنۡ نَّطۡمِسَ وُجُوۡهًا فَنَرُدَّهَا عَلٰۤی اَدۡبَارِهَاۤ اَوۡ نَلۡعَنَهُمۡ کَمَا لَعَنَّاۤ اَصۡحٰبَ السَّبۡتِ ؕ وَکَانَ اَمۡرُ اللّٰہِ مَفۡعُوۡلًا ﴿٤٨﴾

٤٨- اي انسانو! جن کي ڪتاب (الٰهي) ڏنو ويو هو انهيءَ (ڪتاب) تي جنهن کي اسان (هاڻي) لاٿو آهي جيڪو انهيءَ (ڪلام الٰهي) کي پورو ڪرڻ وارو آهي جيڪو توهان وٽ (پهرئين کان موجود) آهي انهيءَ کان پهريائين ايمان آڻيو جو اسان توهان مان وڏن ② ماڻهن کي ماري ڇڏيون ۽ انهن کي پٺين پر ڦيرائي ڇڏيون ③ ياجهڙيءَ طرح اسان سبت وارن تي لعنت ڪئي هئي اهڙيءَ ④ طرح انهن تي

١- عربيءَ جا لفظ آهن فَلَا یُؤۡمِنُوۡنَ اِلَّا قَلِیۡلًا جن جو مطلب هي آهي ته هُو صرف ٿورڙو ايمان آڻيندا آهن. پر محاوري ۾ ان جي معنيٰ بلڪل ايمان نه آڻڻ جي آهي.

٢- وَجۡهٌ جي معنيٰ قوم جا سردار هوندي آهي ۽ طمس جي معنيٰ مارڻ جي هوندي آهي.عربيءَ جي لحاظ سان قرآن مجيد تنوين کي ڪافي سمجهيو آهي پر اسان ترجمي ۾ "توهان مان" جا لفظ وڌائي ڇڏيا آهن.

٣- يعني خطرناڪ شڪست ڏيون جنهن سان انهن جو سڄو جوش ٿڌو ٿي وڃي.

٤- هيءَ لعنت جنهن جو ذڪر هن آيت ۾ آهي ان جو تفصيل سان ذڪر سورت اعراف آيت ١٦٤ تا ١٦٧ ۾ اچي ٿو.

(بہ) لعنت ڪيون ۽ اللّٰه جي ڳالھہ (ضرور پوري) ٿي رھندي.

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ لِمَنْ يَّشَآءُ ۚ وَمَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدِ افْتَرٰٓى اِثْمًا عَظِيْمًا ﴿٤٩﴾

**۴۹**۔اللّٰه (انھيءَ ڳالھہ کي) ھرگز معاف نہ ڪندو جو (ڪنھن کي) سندس شريڪ قرار ڏنو وڃي ۽ جيڪو (گناھہ) انھيءَ کان ادنٰي ھجي انھيءَ کي جنھن جي حق ۾ گھرندو معاف ڪري ڇڏيندو ۽ جنھن اللّٰه سان (ڪنھن کي) شريڪ قرار ڏنو ھجي تہ (سمجھو تہ) ھن (تمام) وڏي بديءَ (جي ڳالھہ) بڻائي.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ يُزَكُّوْنَ اَنْفُسَهُمْ ۭ بَلِ اللّٰهُ يُزَكِّيْ مَنْ يَّشَآءُ وَلَا يُظْلَمُوْنَ فَتِيْلًا ﴿٥٠﴾

**۵۰**۔ڇا توکي انھن ماڻھن جو حال معلوم ڪونھي جيڪي پنھنجي پاڻ کي پاڪ قرار ڏين ٿا. (انھن جو اھو حق ڪونھي) پر اللّٰه جنھن کي پسند ڪري ٿو انھيءَ کي پاڪ قرار ڏئي ٿو ۽ (انھيءَ تي) کجورن جي ڪڙيءَ جي ليڪ برابر بہ ظلم نہ ڪيو ويندو.

اُنْظُرْ كَيْفَ يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ ۭ وَكَفٰى بِهٖٓ اِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿٥١﴾ ع ۷ / ۸ / ٤

**۵۱**۔ڏس! اھي ڪيئن اللّٰه تي ڪوڙ ھڻي رھيا آھن ۽ اھا (ڳالھہ) ڪافي (طور تي) ظاھر (ظھور) گناھہ آھي.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ اُوْتُوْا نَصِيْبًا مِّنَ الْكِتٰبِ يُؤْمِنُوْنَ بِالْجِبْتِ وَالطَّاغُوْتِ

**۵۲**۔ڇا توکي انھن ماڻھن جو حال معلوم ڪونھي جن کي ڪتاب (الٰھي) مان ڪجھہ حصو ڏنو ويو ھو (تہ) اھي بي فائدي①

١۔قرآن مجيد ۾ جِبت جو لفظ آھي ۽ لُغت ۾ لکيل آھي تہ جِبتُ اھا شيءِ ھوندي آھي جنھن ۾ ڪو فائدو نہ ھجي (اقرب)

وَيَقُوْلُوْنَ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا هٰٓؤُلَآءِ اَهْدٰى مِنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا سَبِيْلًا ﴿٥٢﴾

(ڳالهين) ۽ حد کان وڌي وڃڻ وارن تي ايمان رکن ٿا ۽ ڪافرن جي متعلق چون ٿا ته هي ماڻهو مومنن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ هدايت يافته آهن.

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ ۭ وَمَنْ يَّلْعَنِ اللّٰهُ فَلَنْ تَجِدَ لَهٗ نَصِيْرًا ﴿٥٣﴾ۭ

**۵۳**-هي اهي ماڻهو آهن جن تي اللّٰه لعنت ڪئي آهي ۽ جنهن تي اللّٰه لعنت ڪري تون انهيءَ جو مددگار هرگز (ڪنهن کي به) نه لهندين.

اَمْ لَهُمْ نَصِيْبٌ مِّنَ الْمُلْكِ فَاِذًا لَّا يُؤْتُوْنَ النَّاسَ نَقِيْرًا ﴿٥٤﴾ۙ

**۵۴**-ڇا انهن جو حڪومت ۾ ڪو حصو آهي؟ تڏهن ته اهي ماڻهن کي کجيءَ جي ڪکڙيءَ جي سوراخ جي برابر به نه ڏيندا.

اَمْ يَحْسُدُوْنَ النَّاسَ عَلٰي مَآ اٰتٰىهُمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ ۚ فَقَدْ اٰتَيْنَآ اٰلَ اِبْرٰهِيْمَ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَاٰتَيْنٰھُمْ مُّلْكًا عَظِيْمًا ﴿٥٥﴾

**۵۵**-يا جيڪي (ڪجهه) اللّٰه پنهنجي فضل سان ماڻهن کي ڏنو آهي (ڇا) اهي انهيءَ جي بنياد تي انهن سان حسد ڪن ٿا؟ (جيڪڏهن اِها ڳالهه آهي) ته اسان ابراهيم جي اولاد کي (به) ڪتاب ① ۽ حڪمت ڏني هئي. ۽ (پڻ) اسان انهن کي وڏي حڪومت ڏني هئي.

فَمِنْھُمْ مَّنْ اٰمَنَ بِهٖ وَمِنْھُمْ مَّنْ صَدَّ عَنْهُ ۭ وَكَفٰى بِجَهَنَّمَ سَعِيْرًا ﴿٥٦﴾

**۵۶**- پوءِ انهن مان ڪن ته انهيءَ (نئين ڪتاب) تي ايمان آندو ۽ ڪي انهن مان انهيءَ کان رڪجي ويا ۽ جهنم گرميءَ ② ۾ تمام گهڻو ③ آهي.

۱-يعني يهودين کي اُن وقت ڪاوڙ چو نه آئي؟

**۲**-سَعِيُر سَعُر مان آهي جنهن جي اصل معنيٰ گرمائش آهي (مفردات)

**۳**-قرآن مجيد ۾ ڪَفىٰ جو لفظ آهي. پر اڙدوءَ ۾ ڪافي جو لفظ ان موقعي تي استعمال نا هي ٿيندو.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِنَا سَوْفَ نُصْلِيْهِمْ نَارًا ؕ كُلَّمَا نَضِجَتْ جُلُوْدُهُمْ بَدَّلْنٰهُمْ جُلُوْدًا غَيْرَهَا لِيَذُوْقُوا الْعَذَابَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ﴿٥٧﴾

٥٧۔جن ماڻهن اسانجن آيتن جو انڪار ڪيو آهي اسان جلد (ئي) انهن کي باهه ۾ وجهنداسين. جڏهن به انهن جون کلون ٻري وينديون۔ اسان هنن کي انهن کان علاوه ٻيون کلون بدلائي ڏينداسين (۽ اسان اهو) انهيءَ ڪري (ڪنداسين) انهيءَ لاءِ (تہ) هو عذاب (جو مزو) چکن. اللّٰه يقيناً غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ سَنُدْخِلُهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ لَهُمْ فِيْهَآ اَزْوَاجٌ مُّطَهَّرَةٌ ۫ وَّ نُدْخِلُهُمْ ظِلًّا ظَلِيْلًا ﴿٥٨﴾

٥٨۔۽ جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ انهن نيڪ عمل ڪيا آهن انهن کي اسان ضرور اهڙن باغن ۾ داخل ڪنداسين جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون اهي هميشہ انهن ۾ رهندا ايندا. انهن جي لاءِ انهن ۾ پاڪ زالون هونديون. ۽ اسان انهن کي گهاٽي ڇانوَ ۾ رهڻ جي لاءِ داخل ڪنداسين.

اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُكُمْ اَنْ تُؤَدُّوا الْاَمٰنٰتِ اِلٰٓى اَهْلِهَا ۙ وَاِذَا حَكَمْتُمْ بَيْنَ النَّاسِ اَنْ

٥٩۔ اللّٰه توهان کي يقيناً (انهيءَ ڳالهہ جو) حڪم ڏئي ٿو تہ توهان امانتون ① انهن جي مستحقن جي حوالي ڪيو. ۽ (اهو

**(باقي حاشيو)** اڙدوءَ ۾ ڪافي ڇئون تہ ان جي معنيٰ ٿيندي آهي تہ منهنجي گُهرجَ پوري ڪندي آهي. ۽ جهنم ضرورت پوري نا هي ڪندو. ان ڪري اسان آيتن جو ترجمو هي ڪيو آهي تہ جهنم گرمائش ۾ تمام گهڻو آهي.

**١**۔هن جڳهہ تي حڪومت جو ذڪر آهي ۽ آيت جو مطلب هي آهي تہ حاڪمن کي جڏهن چونڊيو تہ قابل ڏسي چونڊيو، رعايت يا طرفداريءَ کان ڪم نہ وٺو. پوءِ ٻيو حصو چونڊيل حاڪمن کي مخاطب ڪري بيان ڪيو آهي تہ اي حاڪمو! جڏهن توهان چونڊيا وڃو تہ هميشہ عدل ۽ انصاف مدنظر رکو ۽ طرفداريءَ کان ڪم نہ وٺو، ڀلي هڪ گروهہ توهان جي پارٽيءَ جو مخالف ئي ڇو نہ هجي.

تَحْكُمُوْا بِالْعَدْلِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ نِعِمَّا يَعِظُكُمْ بِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ سَمِيْعًا بَصِيْرًا ﴿٥٩﴾

تہ) جڏهن توهان ماڻهن جي وچ ۾ فيصلو ڪيو تہ عدل سان فيصلو ڪيو. اللّٰه جنهن ڳالھہ جي توهان کي نصيحت ڪري ٿو اها يقيناً ڏاڍي سٺي آهي. اللّٰه يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏسڻ وارو آهي

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَطِيْعُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ وَاُولِي الْاَمْرِ مِنْكُمْ ۚ فَاِنْ تَنَازَعْتُمْ فِيْ شَيْءٍ فَرُدُّوْهُ اِلَى اللّٰهِ وَالرَّسُوْلِ اِنْ كُنْتُمْ تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ ذٰلِكَ خَيْرٌ وَّاَحْسَنُ تَاْوِيْلًا ﴿٦٠﴾ ع ٨/٩

**٦٠**-اي ايمانوارؤ! اللّٰه جي اطاعت ڪيو ۽ رسول جي ۽ پنهنجن حڪمرانن جي بہ اطاعت ڪيو، پوءِ جيڪڏهن توهان (حڪمرانن سان) ڪنهن اَمُرَ ۾ اختلاف ڪيو تہ جيڪڏهن توهان اللّٰه ۽ بعد ۾ اچڻ واري ڏينهن تي ايمان رکو ٿا تہ انهيءَ کي اللّٰه ۽ رسول جي طرف موٽايو (۽ انهن جي حڪم جي روشنيءَ ۾ معاملا طئي ڪيو) هيءَ (ڳالھہ) بهتر ۽ پڇاڙيءَ جي لحاظ کان وڌيڪ سٺي آهي.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ يَزْعُمُوْنَ اَنَّهُمْ اٰمَنُوْا بِمَاۤ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَمَاۤ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلِكَ يُرِيْدُوْنَ اَنْ يَّتَحَاكَمُوْۤا اِلَى الطَّاغُوْتِ وَقَدْ اُمِرُوْۤا اَنْ يَّكْفُرُوْا بِهٖ ؕ وَيُرِيْدُ الشَّيْطٰنُ اَنْ يُّضِلَّهُمْ ضَلٰلًا بَعِيْدًا ﴿٦١﴾

**٦١**-ڇا تو انهن ماڻهن جو حال نہ ڏٺو آهي. جيڪي دعويٰ ڪن ٿا تہ جيڪي (ڪي) تو تي نازل ڪيو ويو آهي ۽ (پڻ) جيڪو توکان پهرئين نازل ڪيو ويو هو انهن انهيءَ تي ايمان آندو آهي ۽ باوجود انهيءَ جي جو انهن کي حڪم ڏنو ويو هو تہ سرڪشن ① کان فيصلو نہ ڪرائين ۽ انهن

١- هي آيت منافقن جي باري ۾ آهي جيڪي رسول ڪريم ﷺ کان فيصلو ڪرائڻ جي بجاءِ ٻين ماڻهن کان فيصلو ڪرائڻ پسند ڪندا هئا.

جي چوڻ تي نہ هلن اهي چاهين ٿا تہ انهن کان ئي فيصلو ڪرائين چو جو شيطان چاهيٿو تہ انهن کي خطرناڪ گمراهيءَ ۾ وجهي ڇڏي.

وَاِذَا قِيۡلَ لَهُمۡ تَعَالَوۡا اِلٰى مَاۤ اَنۡزَلَ اللّٰهُ وَاِلَى الرَّسُوۡلِ رَاَيۡتَ الۡمُنٰفِقِيۡنَ يَصُدُّوۡنَ عَنۡكَ صُدُوۡدًا ۚ﴿۶۱﴾

**٦٢-** ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو تہ جيڪي ڪجهہ اللّٰه نازل ڪيو آهي، انهيءَ ڏانهن ۽ رسول ڏانهن اچو. تہ تون منافقن کي ڏسين ٿو تہ اهي تو کان بلڪل پوئتي هٽي وڃن ٿا.

فَكَيۡفَ اِذَاۤ اَصَابَتۡهُمۡ مُّصِيۡبَةٌۢ بِمَا قَدَّمَتۡ اَيۡدِيۡهِمۡ ثُمَّ جَآءُوۡكَ يَحۡلِفُوۡنَ ۖ بِاللّٰهِ اِنۡ اَرَدۡنَاۤ اِلَّاۤ اِحۡسَانًا وَّتَوۡفِيۡقًا ﴿۶۲﴾

**٦٣-**پوءِ (هيءُ) ڇو ① (تو ٿئي جو) جڏهن انهن تي انهن جي فعلن جي نتيجي ۾ ڪا مصيبت اچي ٿي تہ اهي (گهبرائجي وڃن ٿا ۽) تو وٽ اللّٰه جا قسم کڻندا اچن ٿا تہ اسان تہ صرف نيڪ سلوڪ ۽ صلح ڪرائڻ جو ارادو ڪيو هو.

اُولٰٓئِكَ الَّذِيۡنَ يَعۡلَمُ اللّٰهُ مَا فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ ق فَاَعۡرِضۡ عَنۡهُمۡ وَعِظۡهُمۡ وَقُلۡ لَّهُمۡ فِىۡۤ اَنۡفُسِهِمۡ قَوۡلًاۢ بَلِيۡغًا ﴿۶۳﴾

**٦٤-**هي اهي ماڻهو آهن جو جيڪي (ڪي) انهن جي دلين ۾ آهي اللّٰه انهيءَ کي (خوب) ڄاڻي ٿو. پوءِ تون انهن کان پاسو ڪر. ۽ انهن کي نصيحت ڪر. ۽ انهن کي انهن جي نفسن جي متعلق اثرائتي ڳالهہ چوءُ.

وَمَاۤ اَرۡسَلۡنَا مِنۡ رَّسُوۡلٍ اِلَّا لِيُطَاعَ

**٦٥-**۽ اسان ڪو رسول (بہ) سواءِ انهيءَ

**١-**قرآن مجيد ۾ كَيۡفَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ ڪهڙيءَ طرح جي آهي. پر اڙدوءَ ۾ جيئن تہ هن جڳهہ تي ڇو جو لفظ ڳالهائيندا آهن اسان ترجمي ۾ ”ڇو“ لکي ڇڏيو آهي تہ جيئن مطلب واضح ٿي وڃي.

بِاِذۡنِ اللّٰهِ ؕ وَلَوۡ اَنَّهُمۡ اِذۡ ظَّلَمُوۡۤا اَنۡفُسَهُمۡ جَآءُوۡكَ فَاسۡتَغۡفَرُوا اللّٰهَ وَاسۡتَغۡفَرَ لَهُمُ الرَّسُوۡلُ لَوَجَدُوا اللّٰهَ تَوَّابًا رَّحِيۡمًا ﴿٦٥﴾

غرض جي تہ اللّٰه جي حڪم سان انھيءَ جي اطاعت ڪئي وڃي نہ موڪليو ۽ جڏھن انھن پنھنجي جانين تي ظلم ڪيو ھو جيڪڏھن (انھيءَ وقت) اھي تو وٽ اچن ھا ۽ اللّٰه کان بخشش گھرن ھا ۽ رسول (بہ) انھن جي حق ۾ بخشش گھري ھا تہ اھي ضرور اللّٰه کي ڏاڍي ٻاجھہ ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو لھن ھا.

فَلَا وَرَبِّكَ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ حَتّٰى يُحَكِّمُوۡكَ فِيۡمَا شَجَرَ بَيۡنَهُمۡ ثُمَّ لَا يَجِدُوۡا فِىۡۤ اَنۡفُسِهِمۡ حَرَجًا مِّمَّا قَضَيۡتَ وَيُسَلِّمُوۡا تَسۡلِيۡمًا ﴿٦٦﴾

٦٦-پوءِ تنھنجي رب جو قسم آھي تہ جيستائين اھي (ھر) انھيءَ ڳالھہ ۾ جنھن جي باري ۾ انھن ۾ جھڳڙو ٿي وڃي توکي حَڪَمُ نہ بڻائين (۽) پوءِ جيڪو فيصلو تون ڪرين انھيءَ کان پنھنجي نفسن ۾ ڪنھن بہ قسم جي تنگي محسوس نہ ڪن ۽ پوريءَ طرح فرمانبردار (نہ) ٿي وڃن. ھرگز ايماندار نہ ٿيندا.

وَلَوۡ اَنَّا كَتَبۡنَا عَلَيۡهِمۡ اَنِ اقۡتُلُوۡۤا اَنۡفُسَكُمۡ اَوِ اخۡرُجُوۡا مِنۡ دِيَارِكُمۡ مَّا فَعَلُوۡهُ اِلَّا قَلِيۡلٌ مِّنۡهُمۡ ؕ وَلَوۡ اَنَّهُمۡ فَعَلُوۡا مَا يُوۡعَظُوۡنَ بِهٖ لَكَانَ خَيۡرًا لَّهُمۡ وَاَشَدَّ تَثۡبِيۡتًا ۙ﴿٦٧﴾

٦٧-۽ جيڪڏھن اسان انھن کي (اِھو) حڪم ڏيون ھا تہ توھان پنھنجي پاڻ کي قتل ڪري ڇڏيو①. يا ھيءُ تہ پنھنجي گھرن② کان نڪري وڃو تہ انھن مان ڪن ٿورن کان سواءِ (باقي) اھو (ڪم) نہ ڪن ھا ۽ جيڪڏھن اھي جنھن (ڪم) جي انھن کي نصيحت ڪئي وئي

١-يعني وڏا وڏا مجاھدا ڪيو.

٢-ان مان مراد جھاد لاءِ نڪرڻ آھي نڪي ٻي مقصد نڪرڻ.

اُهو ڪري وٺن ها ته انهن لاءِ بهتر ۽ زياده پختگيءَ جو سبب هجي ها.

وَّاِذًا لَّاٰتَيْنٰهُمْ مِّنْ لَّدُنَّآ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿۶۸﴾

۶۸- ۽ انهيءَ صورت ۾ اسان انهن کي يقيناً پاڻ وٽان (تمام) وڏو بدلو ڏيون ها.

وَّلَهَدَيْنٰهُمْ صِرَاطًا مُّسْتَقِيْمًا ﴿۶۹﴾

۶۹- ۽ (پڻ) اسان انهن کي ضرور سڌو رستو ڏيکاريون ها.

وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ فَاُولٰٓئِكَ مَعَ الَّذِيْنَ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ مِّنَ النَّبِيّٖنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ وَالصّٰلِحِيْنَ ۚ وَحَسُنَ اُولٰٓئِكَ رَفِيْقًا ﴿۷۰﴾

۷۰- ۽ جيڪي (ماڻهو به) اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪندا اهي انهن ماڻهن ۾ شامل ① هوندا جن تي اللّٰه انعام ڪيو آهي يعني نبين ۽ صديقن ۽ شهيدن ۽ صالحن (۾) ۽ اهي ماڻهو (ڏاڍا) سنا ساٿي آهن.

ذٰلِكَ الْفَضْلُ مِنَ اللّٰهِ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ عَلِيْمًا ﴿۷۱﴾ ع ۹ / ۲۱ / ۶

۷۱- هيءُ فضل اللّٰه جي طرفان آهي. ۽ اللّٰه ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا خُذُوْا حِذْرَكُمْ فَانْفِرُوْا ثُبَاتٍ اَوِ انْفِرُوْا جَمِيْعًا ﴿۷۲﴾

۷۲-اي ايمانوارؤ! پنهنجي بچاءَ (جو سامان هر وقت) تيار رکو ۽ (پلي) ننڍين جماعتن ۾ (گهرن کان) نڪرو يا وڏين جماعتن ۾ نڪرو (هميشه حفاظت جو سامان پاڻ سان رکندا ڪيو)

وَاِنَّ مِنْكُمْ لَمَنْ لَّيُبَطِّئَنَّ ۚ فَاِنْ

۷۳-۽ توهان مان ڪي (ماڻهو) يقيناً اهڙا

١ ـ قرآن ڪريم ۾ مَعَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ گڏُ جي آهي پرمَعَ جي معنيٰمِنُ جي به هوندي آهي ۽ اُها ئي معنيٰ اسان هتي ڪئي آهي. نه تهتَوَفَّنَا مَعَ الْاَبْرَار جي آيت جي هيءَ معنيٰ ڪرڻي پوندي ته جڏهن نيڪ فوت ٿين ته ساڻ ئي اسان کي به ماري ڇڏِ. ۽ اها ظاهر ظهور غلط ۽ عقل جي خلاف دعا بڻجي وڃي ٿي.

اَصَابَتۡكُمۡ مُّصِيۡبَةٌ قَالَ قَدۡ اَنۡعَمَ اللّٰهُ عَلَىَّ اِذۡ لَمۡ اَكُنۡ مَّعَهُمۡ شَهِيۡدًا ۝٧٣

(ته هوندا) آهن جيڪي (هر ڪم جي موقعي تي) لازماً پوئتي رهندا آهن. ۽ جيڪڏهن توهان تي ڪا مصيبت اچي ته چون ٿا ته اللّٰه مون تي احسان ڪيو آهي جو مان انهن سان گڏ حاضر نه هوس.

وَلَئِنۡ اَصَابَكُمۡ فَضۡلٌ مِّنَ اللّٰهِ لَيَقُوۡلَنَّ كَاَنۡ لَّمۡ تَكُنۡۢ بَيۡنَكُمۡ وَبَيۡنَهٗ مَوَدَّةٌ يّٰلَيۡتَنِىۡ كُنۡتُ مَعَهُمۡ فَاَفُوۡزَ فَوۡزًا عَظِيۡمًا ۝٧٤

٧٤- ۽ جيڪڏهن اللّٰه جي طرفان توهان کي ڪا فضل (جي ڳالهه) پهچي ٿي ته اهي لازماً چئي اٿن ٿا ته ڪاش اسان (به) انهن سان هجون ها ته (تمام) وڏي ڪاميابي حاصل ڪيون ها. جڻ ته انهن جي ۽ توهان جي وچ ۾ دوستيءَ وارو تعلق هئو ئي ڪو نه.

فَلۡيُقَاتِلۡ فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ الَّذِيۡنَ يَشۡرُوۡنَ الۡحَيٰوةَ الدُّنۡيَا بِالۡاٰخِرَةِ ؕ وَمَنۡ يُّقَاتِلۡ فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ فَيُقۡتَلۡ اَوۡ يَغۡلِبۡ فَسَوۡفَ نُؤۡتِيۡهِ اَجۡرًا عَظِيۡمًا ۝٧٥

٧٥- پوءِ جيڪي ماڻهو دنيوي زندگي ڇڏي آخرت کي اختيار ڪن ٿا. انهن کي اللّٰه جي راهه ۾ جنگ ڪرڻ گهرجي. ۽ جيڪو اللّٰه جي راهه ۾ جنگ ڪري ۽ مارجي وڃي يا غالب اچي وڃي ته انهيءَ کي اسان جلد (ئي تمام) وڏو اجر ڏينداسين.

وَمَا لَكُمۡ لَا تُقَاتِلُوۡنَ فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَالۡمُسۡتَضۡعَفِيۡنَ مِنَ الرِّجَالِ وَالنِّسَآءِ وَالۡوِلۡدَانِ الَّذِيۡنَ يَقُوۡلُوۡنَ رَبَّنَاۤ اَخۡرِجۡنَا مِنۡ هٰذِهِ الۡقَرۡيَةِ الظَّالِمِ اَهۡلُهَا ۚ وَاجۡعَلۡ لَّنَا مِنۡ لَّدُنۡكَ وَلِيًّا ۙۚ وَّاجۡعَلۡ لَّنَا

٧٦- ۽ توهان کي ڇا (ٿي ويو) آهي جو توهان اللّٰه جي (راهه ۾) ۽ انهن ڪمزور مردن ۽ عورتن ۽ ٻارن جي راهه① ۾ جنگ نه ٿا ڪيو جيڪي چون ٿا ته اي اسانجا رب! اسان کي هن ڳوٺ کان جنهن جي رهڻ وارا ظالم آهن ڪڍُ ۽ پنهنجي حضور

١- يعني انهن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ جيڪي ڪافرن جي ظلمن جو شڪار بڻجي رهيا آهن.

مِنۡ لَّدُنۡكَ نَصِيۡرًا ۟ؕ‏ ﴿۷۶﴾

سان اسان جو ڪو دوست بڻائي (موڪل) ۽ پنهنجي حضور مان (ڪنهن کي) اسان جو مددگار بڻائي (ڪڙو ڪر).

اَلَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا يُقَاتِلُوۡنَ فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ‌ۚ وَالَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا يُقَاتِلُوۡنَ فِىۡ سَبِيۡلِ الطَّاغُوۡتِ فَقَاتِلُوۡۤا اَوۡلِيَآءَ الشَّيۡطٰنِ‌ۚ اِنَّ كَيۡدَ الشَّيۡطٰنِ كَانَ ضَعِيۡفًا ۟ؔ ﴿۷۷﴾

٧٧-جيڪي ماڻهو مومن آهن اهي الله جي راهه ۾ جنگ ڪن ٿا. ۽ جيڪي ڪافر آهن اهي شيطان جي راهه ۾ جنگ ڪن ٿا. تنهڪري توهان شيطان جي دوستن سان جنگ ڪيو. شيطان جي تدبير ڪمزور (ٿيندي) آهي.

اَلَمۡ تَرَ اِلَى الَّذِيۡنَ قِيۡلَ لَهُمۡ كُفُّوۡۤا اَيۡدِيَكُمۡ وَاَقِيۡمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ‌ ۚ فَلَمَّا كُتِبَ عَلَيۡهِمُ الۡقِتَالُ اِذَا فَرِيۡقٌ مِّنۡهُمۡ يَخۡشَوۡنَ النَّاسَ كَخَشۡيَةِ اللّٰهِ اَوۡ اَشَدَّ خَشۡيَةً‌ ۚ وَقَالُوۡا رَبَّنَا لِمَ كَتَبۡتَ عَلَيۡنَا الۡقِتَالَ‌ ۚ لَوۡلَاۤ اَخَّرۡتَنَاۤ اِلٰٓى اَجَلٍ قَرِيۡبٍ‌ ؕ قُلۡ مَتَاعُ الدُّنۡيَا قَلِيۡلٌ‌ ۚ وَالۡاٰخِرَةُ خَيۡرٌ لِّمَنِ اتَّقٰى وَلَا تُظۡلَمُوۡنَ فَتِيۡلًا ﴿۷۸﴾

٧٨-ڇا توکي انهن ماڻهن جو حال معلوم ڪونهي جن کي چيو ويو هو ته توهان پنهنجن هٿن کي روڪي رکو ۽ نماز قائم ڪيو ۽ زڪوات ڏيو (پر اهي جنگ ڏانهن مائل هئا) پر جڏهن جنگ ڪرڻ انهن تي فرض ڪئي وئي ته يڪدم انهن مان ڪجهه ماڻهو ماڻهن کان اهڙيءَ طرح ڊڄڻ لڳا جهڙيءَ طرح خدا کان ڊڄڻ گهرجي پر انهيءَ کان به وڌيڪ ۽ چوڻ لڳا ته اي اسانجا رب! تو اسان تي جنگ ڪرڻ چو فرض ڪئي آهي. چو نه تو ڪجهه دير جي لاءِ اسان کي (اجا) دير ڏني- تون چوُ (ته) دنيا جو فائدو حقير آهي ۽ جيڪو تقويٰ اختيار ڪري انهيءَ جي لاءِ پوءِ اچڻ واري (زندگي) بهتر آهي ۽ توهان تي ڪجيءَ جي ڪکڙيءَ جي اندرين ليڪ جي برابر (به) ظلم نه ڪيو ويندو.

اَيۡنَ مَا تَكُوۡنُوۡا يُدۡرِكْكُّمُ الۡمَوۡتُ وَلَوۡ كُنۡتُمۡ فِىۡ بُرُوۡجٍ مُّشَيَّدَةٍ‌ ؕ وَاِنۡ تُصِبۡهُمۡ حَسَنَةٌ يَّقُوۡلُوۡا هٰذِهٖ مِنۡ عِنۡدِ اللّٰهِ‌ ۚ وَاِنۡ تُصِبۡهُمۡ سَيِّئَةٌ يَّقُوۡلُوۡا هٰذِهٖ مِنۡ عِنۡدِكَ‌ ؕ قُلۡ كُلٌّ مِّنۡ عِنۡدِ اللّٰهِ‌ ؕ فَمَالِ هٰٓؤُلَۤاءِ الۡقَوۡمِ لَا يَكَادُوۡنَ يَفۡقَهُوۡنَ حَدِيۡثًا ﴿۷۹﴾

٧٩- توهان جتي به هوندؤ موت توهان کي اچي پڪڙيندو ڀلي توهان مضبوط قلعن ۾ (ئي ڪٺي چو نه) هجو ۽ جيڪڏهن انهن (يعني متي ذڪر ڪيل ماڻهن کي) ڪا ڀلائي پهچي ٿي ته چون ٿا ته هيءَ اللّٰـه جي طرفان آهي ۽ جيڪڏهن ڪا مندائي پهچي ٿي ته چون ٿا ته هيءَ تنهنجي طرفان آهي. تون چؤ (ته) سڀ (ڪجهه) اللّٰـه (ئي) جي طرف کان آهي پوءِ انهن ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو ڪنهن به ڳالهه کي سمجهڻ جي ويجهو (به) نٿا وڃن.

مَاۤ اَصَابَكَ مِنۡ حَسَنَةٍ فَمِنَ اللّٰهِ‌ ۖ وَمَاۤ اَصَابَكَ مِنۡ سَيِّئَةٍ فَمِنۡ نَّفۡسِكَ‌ ؕ

٨٠-جيڪا ڀلائي توکي پهچي اها ته اللّٰه جي طرفان آهي. ۽ جيڪا مندائي توکي پهچي اها تنهنجي پنهنجي طرفان① آهي. ۽ اسان توکي

١-جيڪي ماڻهو منافق هوندا آهن انهن جو اهو طريقو هوندو آهي ته جڏهن سوڀ ماڻين ته ان کي خدا تعاليٰ پاران سمجهندا آهن ۽ چوندا آهن ته هي آسماني سلسلو آهي هن کي ته ائين ترقي ڪرڻي ئي هُئي. پر جڏهن ڪا تڪليف رَسي ته چئي ڏيندا آهن ته رسول کان يا خليفي کان ڀُل ٿي وَئي هئي اِهو ان جو نتيجو آهي فرمائي ٿو ته جنهن نگاهه سان توهان سوڀ خداتعاليٰ جي پاران سمجهو ٿا. اُنهيءَ نگاهه سان ته سُکَ ۽ ڏُکَ ٻئي اللّٰـه تعاليٰ جي طرفان آهن. هڪ کي خدا تعاليٰ جي طرفان سمجهڻ ۽ ٻئي کي رسول جي طرفان، ڇا ان جو مقصد اِهو نا هي ته ماڻهن جي دلين ۾ رسول جي محبت گهٽ ٿئي ۽ ان جو قدرُ ختم ٿئي. پر فرمائي ٿو هڪ ٻيو خيال به آهي ۽ اُهو هي ته سڀ طاقتون اللّٰـه تعاليٰ نيڪيءَ لاءِ پيدا ڪيون آهن. ان ڪري جڏهن ٻانهو انهن جو غلط استعمال ڪندو آهي ته ڏُکَ ۾ پوندو آهي.ان لحاظ سان ٻانهي کي گهرجي ته نيڪيءَ کي خدا جي طرفان ۽ نقصان کي پنهنجي طرفان سمجهي. هي نه ته ان کي امام پاران سمجهي. بيشڪ اهو چوي ته منهنجي عملن جي شامت سان هي نقصان پهتو آهي. پر ٻئي ڏانهن منسوب نه ڪري. جيئن ته هي هڪ عام قاعدو ٻڌايو ويو هو

وَاَرۡسَلۡنٰكَ لِلنَّاسِ رَسُوۡلًا ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيۡدًا ۝٨٠

ماڻهن لاءِ رسول بڻائي موڪليو آهي. ۽ اللّٰه ڏاڍو سنو شاهد آهي.

مَنۡ يُّطِعِ الرَّسُوۡلَ فَقَدۡ اَطَاعَ اللّٰهَ ۚ وَمَنۡ تَوَلّٰى فَمَاۤ اَرۡسَلۡنٰكَ عَلَيۡهِمۡ حَفِيۡظًا ۝٨١

٨١-جيڪو رسول جي اطاعت ڪري (ته سمجهو ته) انهيءَ اللّٰه جي اطاعت ڪئي ۽ جيڪي ماڻهو پُٺ ڦيرائي ويا ته (ياد رکو ته) اسان توکي انهن تي نگهبان بڻائي نه موڪليو آهي.

وَيَقُوۡلُوۡنَ طَاعَةٌ ۖ فَاِذَا بَرَزُوۡا مِنۡ عِنۡدِكَ بَيَّتَ طَآئِفَةٌ مِّنۡهُمۡ غَيۡرَ الَّذِىۡ تَقُوۡلُ ؕ وَاللّٰهُ يَكۡتُبُ مَا يُبَيِّتُوۡنَ ۚ فَاَعۡرِضۡ عَنۡهُمۡ وَتَوَكَّلۡ عَلَى اللّٰهِ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيۡلًا ۝٨٢

٨٢-۽ اُهي چون ٿا (ته اسانجو ڪم ته) فرمانبرداري (آهي) پوءِ جڏهن تو وٽان هليا وڃن ٿا ته انهن مان هڪ گروهه جيڪي ڪي تون چئين ٿو انهيءَ جي مخالف تدبيرون ڪري ٿو. ۽ جيڪي تدبيرون اهي ڪن ٿا اللّٰه انهن کي محفوظ ① ڪندو وڃي ٿو تنهنڪري تون انهن کان پاسو ڪر ۽ اللّٰه

**(باقي حاشيو)** ان ڪري مخاطب رسول ڪريم ﷺ کي ڪيو ويو نه ته هر شخص کي گهرجي ته جيڪا تڪليف ان کي پهچي ان کي پين ڏانهن منسوب ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجي ذات ڏانهن منسوب ڪري ۽ فائدو خدا جي پاران سمجهي .جيئن ته آيت جو اڳيون حصو ۽ بي آيت صاف ٻڌائي رهي آهي ته رسول هتي اصل ۾ مخاطب ناهي. جهڙوڪ اڳين آيت ۾ وري سڀ ڪجهه اللّٰه تعاليٰ ڏانهن منسوب ڪري ڇڏيائين ۽ ٻڌايائين ته رسول جي اطاعت دراصل اللّٰه جي اطاعت آهي.ان ڪري هن جي اطاعت ۾ جيڪڏهن ڪا تڪليف اچي ٿي ته يقيناً الٰهي تقدير آهي ۽ جيڪڏهن ان جي خلاف ورزي ڪرڻ سان يا ان وجهه جي ڪري ته هن توهان جي ڀَلهه مڃي ورتي ڪا مصيبت اچي ٿي ته ان ڏانهن ڪيئن منسوب ٿي سگهي ٿي.اها توهان ڏانهن منسوب ٿيڻ گهرجي. ۽ جيڪا خدا تعاليٰ جي تقدير جي ماتحت ڏکيائي ايندي اها ڪڏهن خراب نتيجو پيدا ڪرڻ واري نه هوندي.

١- يعني ان جو حساب رکندو ويندو آهي. وقت اچڻ تي ان جي سزا ڏيندو.

اَفَلَا يَتَدَبَّرُوْنَ الْقُرْاٰنَ ؕ وَلَوْ كَانَ مِنْ عِنْدِ غَيْرِ اللّٰهِ لَوَجَدُوْا فِيْهِ اخْتِلَافًا كَثِيْرًا ﴿۸۳﴾

وَاِذَا جَآءَهُمْ اَمْرٌ مِّنَ الْاَمْنِ اَوِ الْخَوْفِ اَذَاعُوْا بِهٖ ؕ وَلَوْ رَدُّوْهُ اِلَى الرَّسُوْلِ وَاِلٰٓى اُولِى الْاَمْرِ مِنْهُمْ لَعَلِمَهُ الَّذِيْنَ يَسْتَنْۢبِطُوْنَهٗ مِنْهُمْ ؕ وَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهٗ لَاتَّبَعْتُمُ الشَّيْطٰنَ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿۸٤﴾

فَقَاتِلْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۚ لَا تُكَلَّفُ اِلَّا نَفْسَكَ وَحَرِّضِ الْمُؤْمِنِيْنَ ۚ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّكُفَّ بَاْسَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ؕ وَاللّٰهُ اَشَدُّ بَاْسًا وَّاَشَدُّ تَنْكِيْلًا ﴿۸۵﴾

تي ڀروسو رک ۽ الله کانپوءِ ڪنهن ٻئي ڪارساز جي ضرورت نہ آهي.

**۸۳**۔ پوءِ ڇا اُهي (ماڻهو) قرآن تي غور نہ ٿا ڪن ۽ (نٿا سمجهن تہ) جيڪڏهن اهو الله کان سواءِ (ڪنهن ٻئي) جي طرفان هجي ها تہ اُهي يقيناً انهيءَ ۾ ڏاڍو اختلاف لهن ها.

**۸۴**۔ ۽ جڏهن (بہ) اُنهن وٽ امن (جي) يا خوف جي ڪا ڳالهہ پهچي ٿي تہ اُهي انهيءَ کي مشهور ڪري ڇڏين ٿا ۽ جيڪڏهن اهي انهيءَ کي رسول ڏانهن ۽ پنهنجن حاڪمن ڏانهن ڪٽي وڃن ها تہ انهن مان جيڪي (ماڻهو) انهيءَ (يعني مقرر ڳالهہ جي اصليت) کي معلوم ڪري وٺن ٿا انهيءَ (جي حقيقت) کي لهي وٺن ها ۽ جيڪڏهن توهانتي الله جو فضل ۽ انهيءَ جي رحمت نہ هجي ها تہ ٿورڙن کان سواءِ (باقي ماڻهو) شيطان جي پويان لڳي پون ها.

**۸۵**۔ سو تون الله جي راهہ ۾ لڙائي ڪر توکي پنهنجي نفس کانسواءِ (ڪنهن جو) ذميوار نہ ٿو قرار ڏنو وڃي. ۽ (تنهنجو ڪم صرف اهو آهي تہ) تون مومنن کي ترغيب ڏي. بلڪل ممڪن آهي جو الله ڪافرن جي جنگ کي روڪي ڇڏي ۽ الله جي جنگ سيني کان وڌيڪ سخت (هوندي) آهي ۽ انهيءَ جو عذاب بہ سڀ کان وڌيڪ سخت

(هوندو) آهي.

مَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً حَسَنَةً يَّكُنْ لَّهٗ نَصِيْبٌ مِّنْهَا ۚ وَمَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً سَيِّئَةً يَّكُنْ لَّهٗ كِفْلٌ مِّنْهَا ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ مُّقِيْتًا ﴿۸٦﴾

**٨٦**ـ جيڪو (شخص) چڱي سفارش ڪري انهيءَ جي لاءِ انهيءَ مان هڪ حصو هوندو ۽ جيڪو شخص بري سفارش ڪري انهيءَ مان انهيءَ جي لاءِ (اهڙو ئي) حصو هوندو. ۽ اللّٰه هر هڪ ڪم تي ڪامل قدرت رکي ٿو.

وَاِذَا حُيِّيْتُمْ بِتَحِيَّةٍ فَحَيُّوْا بِاَحْسَنَ مِنْهَآ اَوْ رُدُّوْهَا ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ حَسِيْبًا ﴿۸۷﴾ النصف

**٨٧**ـ ۽ جڏهن توهان کي ڪا دعا ڏني وڃي ته توهان انهيءَ کان سٺي دعا ڏيو يا (گهٽ ۾ گهٽ) انهيءَ کي موٽائي ڏيو. اللّٰه يقيناً هر هڪ ڪم جو حساب وٺڻ وارو آهي.

اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ لَيَجْمَعَنَّكُمْ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ لَا رَيْبَ فِيْهِ ؕ وَمَنْ اَصْدَقُ مِنَ اللّٰهِ حَدِيْثًا ﴿۸۸﴾ ع ۱۱

**٨٨**ـ اللّٰه (اها ذات آهي جو) انهيءَ کان سواءِ ڪو به معبود ڪونهي اهو توهان کي بلاشڪ شبهي جي قيامت ① جي ڏينهن تائين (گڏ ڪندو) ويندو جنهن جي اچڻ ۾ ڪو به شڪ نه آهي ۽ اللّٰه کان وڌيڪ ڪنهن جي ڳالهه سچي (ٿي سگهي) ٿي.

فَمَا لَكُمْ فِى الْمُنٰفِقِيْنَ فِئَتَيْنِ وَاللّٰهُ اَرْكَسَهُمْ بِمَا كَسَبُوْا ؕ اَتُرِيْدُوْنَ اَنْ تَهْدُوْا مَنْ اَضَلَّ اللّٰهُ ؕ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ

**٨٩**ـ ۽ توهان کي ڇا (ٿي ويو) آهي (جو توهان) منافقن جي متعلق ٻه گروهه (ٿي رهيا) آهيو. حالانڪ جيڪي ڪجهه انهن ڪمايو آهي. انهيءَ سبب اللّٰه انهن کي اونڌو ②

**١**ـ يعني قيامت صغريٰ (جيڪا موت آهي) ان کان پوءِ روحن کي محفوظ رکندو ايستائين جو قيامت ڪبريٰ يعني حشر جو ڏينهن اچي وڃي.

**٢**ـ يعني انهن جو عقل ماري ڇڏيو آهي.

فَلَنْ تَجِدَ لَهٗ سَبِيْلًا ﴿٨٩﴾

ڪري ڇڏيو آهي ڇا جنهن کي اللّٰه تباهه ڪري ڇڏيو آهي توهان انهيءَ کي راهه تي آڻيندؤ؟ ۽ جنهن کي اللّٰه تباهه ڪري تون انهيءَ جي لاءِ هرگز ڪو رستو نه لهي سگهندين.

وَدُّوْا لَوْ تَكْفُرُوْنَ كَمَا كَفَرُوْا فَتَكُوْنُوْنَ سَوَآءً فَلَا تَتَّخِذُوْا مِنْهُمْ اَوْلِيَآءَ حَتّٰى يُهَاجِرُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَخُذُوْهُمْ وَاقْتُلُوْهُمْ حَيْثُ وَجَدْتُّمُوْهُمْ ۠ وَلَا تَتَّخِذُوْا مِنْهُمْ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيْرًا ﴿٩٠﴾

**٩٠-** اُهي چاهين① ٿا ته جهڙيءَ طرح اُهي (خود) ڪافر ٿي چڪا آهن ڪاش! توهان (به اهڙيءَ طرح) ڪافر ٿي وڃو ۽ (اُهي ۽ توهان) برابر ٿي وڃو. انهيءَ ڪري جيستائين اُهي اللّٰه جي راهه ۾ هجرت (نه) ڪن توهان اُنهن مان (ڪنهن کي) دوست نه بڻايو. پوءِ جيڪڏهن اُهي ڦري وڃن② ته توهان اُنهن کي پڪڙيو ۽ جتي اُنهن کي ڏسو اُنهن کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ نه اُنهن مان (ڪنهن کي) دوست بڻايو ۽ نه مددگار.

اِلَّا الَّذِيْنَ يَصِلُوْنَ اِلٰى قَوْمٍۢ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهُمْ مِّيْثَاقٌ اَوْ جَآءُوْكُمْ حَصِرَتْ صُدُوْرُهُمْ اَنْ يُّقَاتِلُوْكُمْ اَوْ يُقَاتِلُوْا قَوْمَهُمْ ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَسَلَّطَهُمْ عَلَيْكُمْ فَلَقٰتَلُوْكُمْ ۚ فَاِنِ اعْتَزَلُوْكُمْ

**٩١-** سواءِ اهڙن ماڻهن جي جيڪي (يا ته) ڪنهن اهڙيءَ قوم سان تعلق رکندا هجن جن جي ۽ توهان جي وچ ۾ (ڪو) معاهدو هجي (۽) اهي توهان وٽ اهڙيءَ حالت ۾ اچن جو توهان سان جنگ ڪرڻ (کان) يا پنهنجي قوم سان جنگ ڪرڻ کان سندن

**١-** هي انهن منافقن جو ذڪر آهي جيڪي ڪافرن جي ملڪ ۾ رهندا هئا ۽ جڏهن مسلمانن کي وڏندي ڏسندا هئا ڪافرن جي مدد ڪرڻ لڳندا هئا ته جيئن مسلمانن کي هي ڇئي دوکو ڏين ته هو مسلمان آهن ۽ ڪافرن کي پنهنجي مدد سان دوکو ڏين.

**٢-** ”ڦري وڃن“ مان مراد هي آهي ته رسول جي اطاعت جي باري ۾ اسانجو حڪم نه مڃين.

فَلَمْ يُقَاتِلُوْكُمْ وَاَلْقَوْا اِلَيْكُمُ السَّلَمَ ۙ فَمَا جَعَلَ اللّٰهُ لَكُمْ عَلَيْهِمْ سَبِيْلًا ﴿٩١﴾

سينا تنگ ① ٿيا هجن ۽ جيڪڏهن الله چاهي ها تہ انهن کي يقيناً توهان تي غلبو ڏئي ڇڏي ها. تڏهن اهي ضرور توهان سان وڙهن ها پوءِ جيڪڏهن اهي توهان کان ڪنارو ڪن ۽ توهان سان جنگ نہ ڪن ۽ توهان ڏانهن صلح (جو هٿ) وڌائين تہ الله توهانجي لاءِ انهن جي خلاف (دشمنيءَ جو) ڪو بہ رستو (باقي) نہ ڇڏيو آهي.

سَتَجِدُوْنَ اٰخَرِيْنَ يُرِيْدُوْنَ اَنْ يَّاْمَنُوْكُمْ وَيَاْمَنُوْا قَوْمَهُمْ ؕ كُلَّمَا رُدُّوْٓا اِلَى الْفِتْنَةِ اُرْكِسُوْا فِيْهَا ۚ فَاِنْ لَّمْ يَعْتَزِلُوْكُمْ وَيُلْقُوْٓا اِلَيْكُمُ السَّلَمَ وَيَكُفُّوْٓا اَيْدِيَهُمْ فَخُذُوْهُمْ وَاقْتُلُوْهُمْ حَيْثُ ثَقِفْتُمُوْهُمْ ؕ وَاُولٰٓئِكُمْ جَعَلْنَا لَكُمْ عَلَيْهِمْ سُلْطٰنًا مُّبِيْنًا ﴿٩٢﴾ ع ١٢/٩

**٩٢**-توهان ضرور (ڪجهہ) ٻين ② ماڻهن کي (ائين) ڏسندؤ جو اُهي چاهين ٿا تہ توهان کان (بہ) امن ۾ رهن ۽ پنهنجي قوم کان (بہ) امن ۾ رهن. جڏهن بہ انهن کي فتني ڏانهن موٽايو ويو (آهي) تہ اهي انهيءَ ۾ ٻوٽَ ڀر ڪيرايا ويا آهن. پوءِ جيڪڏهن اهي توهان کان پاسو نہ ڪن ۽ توهان ڏانهن صلح (جو هٿ نہ) وڌائين ۽ پنهنجي هٿن کي روڪي (نہ) وٺن. تہ توهان انهن کي پڪڙيو ۽ جتي (بہ) انهن کي ڏسو انهن کي قتل ڪيو. ۽ اهي اهڙا ماڻهو آهن جو اسان انهنجي خلاف توهانکي روشن حجت ڏني آهي.

---

**١**-يعني هڪ طرف تہ اهي معاهدو ڪرڻ وارن سان هجن ٻئي طرف هو توسان بہ جنگ نہ ڪن ۽ معاهدو ڪرڻ وارن منجهان هئڻ جي ڪري پنهنجي قوم سان بہ جنگ نہ ڪن.

**٢**-مٿين آيت ۾ معاهدو ڪرڻ وارن جو ذڪر هو. هن آيت ۾ منافقن جو ذڪر آهي ان ڪري سلوڪ جو فرق حالات جي ڪري آهي.

وَمَا كَانَ لِمُؤْمِنٍ اَنْ يَّقْتُلَ مُؤْمِنًا اِلَّا
خَطَـًٔا ۚ وَمَنْ قَتَلَ مُؤْمِنًا خَطَـًٔا فَتَحْرِيْرُ
رَقَبَةٍ مُّؤْمِنَةٍ وَّدِيَةٌ مُّسَلَّمَةٌ اِلٰٓى اَهْلِهٖٓ
اِلَّآ اَنْ يَّصَّدَّقُوْا ۗ فَاِنْ كَانَ مِنْ قَوْمٍ
عَدُوٍّ لَّكُمْ وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَتَحْرِيْرُ رَقَبَةٍ
مُّؤْمِنَةٍ ۗ وَاِنْ كَانَ مِنْ قَوْمٍۢ بَيْنَكُمْ
وَبَيْنَهُمْ مِّيْثَاقٌ فَدِيَةٌ مُّسَلَّمَةٌ اِلٰٓى اَهْلِهٖ
وَتَحْرِيْرُ رَقَبَةٍ مُّؤْمِنَةٍ ۚ فَمَنْ لَّمْ يَجِدْ
فَصِيَامُ شَهْرَيْنِ مُتَتَابِعَيْنِ ۡ تَوْبَةً مِّنَ
اللّٰهِ ۗ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿٩٢﴾

**٩٣**- ۽ ڪنهن مومن جو اهو شان ڪونهي جو اهو ڪنهن مومن کي قتل ڪري. سواءِ (انهيءَ جي جو) غلطيءَ کان (ائين ٿي وڃي) ۽ جيڪو (مومن) ڪنهن مومن کي اڻڄاڻائيءَ ۾ قتل ڪري ڇڏي ته (انهيءَ تي) هڪ مومن (غلام کي) آزاد ڪرڻ، ۽ خون بها ڏيڻ (واجب) ٿيندو.جيڪو انهيءَ جي وارثن کي ڏنو ويندو. سواءِ انهيءَ (صورت) جي جو اهي انهيءَ کي صدقي طور (ڇڏي) ڏين ۽ جيڪڏهن اهو (مقتول) ڪنهن توهان جي دشمن قوم مان هجي ۽ اهو (خود) مومن هجي. ته (انهيءَ فعل تي صرف) هڪ مومن (غلام کي) آزاد ڪرڻ (ڪافي) ٿيندو .۽ جيڪڏهن اهو (مقتول) ڪنهن اهڙي قوم مان هجي. جنهن جي وچ ۾ ۽ توهانجي وچ ۾ معاهدو هجي. ته (قاتل تي) خون بها (واجب) ٿيندو. جيڪو انهيءَ (مقتول) جي وارثن کي ڏنو ويندو. اهڙيءَ طرح هڪ مومن (غلام کي) آزاد ڪرڻ به ضروري ٿيندو. ۽ جيڪو (انهيءَ جي طاقت) نه سمجهي. ته (انهيءَ تي) ٻه مهينا لاڳيتا روزا رکڻ (واجب) ٿيندا. اها (نرمي) الله جي طرفان ٻاجهه طور آهي ۽ الله ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَمَنْ يَّقْتُلْ مُؤْمِنًا مُّتَعَمِّدًا فَجَزَآؤُهٗ
جَهَنَّمُ خٰلِدًا فِيْهَا وَغَضِبَ اللّٰهُ عَلَيْهِ

**٩٤**- ۽ جيڪو (شخص) ڪنهن مومن کي ڄاڻي ٻُجهي قتلُ ڪري ڇڏي ته انهيءَ جي سزا جهنم هوندي. اهو انهيءَ ۾ دير تائين

وَلَعَنَهٗ وَاَعَدَّ لَهٗ عَذَابًا عَظِيْمًا ﴿٩٤﴾

رهندو ايندو ۽ اللّٰه انهيءَ سان ناراض هوندو ۽ انهيءَ کي (پنهنجي حضور کان) پري ڪري ڇڏيندو ۽ انهيءَ جي لاءِ (ڏاڍو) وڏو عذاب تيار ڪندو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا ضَرَبْتُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ فَتَبَيَّنُوْا وَلَا تَقُوْلُوْا لِمَنْ اَلْقٰۤى اِلَيْكُمُ السَّلٰمَ لَسْتَ مُؤْمِنًا ۚ تَبْتَغُوْنَ عَرَضَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۫ فَعِنْدَ اللّٰهِ مَغَانِمُ كَثِيْرَةٌ ؕ كَذٰلِكَ كُنْتُمْ مِّنْ قَبْلُ فَمَنَّ اللّٰهُ عَلَيْكُمْ فَتَبَيَّنُوْا ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿٩٥﴾

**٩٥-** اي ايمانوارؤ! جڏهن توهان اللّٰه جي راهه ۾ سفر ڪيو ته چنڊ ڇاڻ ڪندا ڪيو. ۽ جيڪو توهان کي سلام ڇئي انهيءَ کي (اهو) نه چوندا ڪيو ته تون مومن نه آهين. توهان دنيوي① زندگيءَ جو سامان چاهيو ٿا. سو اللّٰه وٽ گهڻيون ئي غنيمتون آهن. پهرئين توهان (به) اهڙا ئي هئا. پوءِ اللّٰه توهان تي احسان ڪيو- پوءِ توهان تي لازم آهي (ته) توهان چنڊ ڇاڻ ڪندا ڪيو جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا انهيءَ کان اللّٰه يقيناً واقف آهي.

لَا يَسْتَوِى الْقٰعِدُوْنَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ غَيْرُ اُولِى الضَّرَرِ وَالْمُجٰهِدُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ ؕ فَضَّلَ اللّٰهُ الْمُجٰهِدِيْنَ بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ عَلَى الْقٰعِدِيْنَ دَرَجَةً ؕ وَكُلًّا وَّعَدَ اللّٰهُ

**٩٦-** مومنن مان اهڙا ويهي رهڻ وارا جيڪي نقصان پهتل نه آهن ۽ پنهنجي مالن ۽ پنهنجي جانين سان اللّٰه جي راهه ۾ جهاد ڪرڻ وارا برابر نٿا (ٿي سگهن) اللّٰه پنهنجي مالن ۽ پنهنجي جانين جي ذريعي جهاد ڪرڻ وارن کي (پوئتي) ويهي رهڻ وارن تي درجي ۾ فضيلت ڏني

١- يعني جيڪڏهن سلام ڪرڻ تي بدظني ڪيو ۽ ان کي دوکي باز قرار ڏيو ته ان جي هيءَ معني ٿيندي ته آخرت تي توهان دنيا کي فوقيت ڏيو ٿا ۽ چاهيو ٿا ته ان کي ڪافر قتل جي لائق قرار ڏئي ان جي ملڪيتن تي قبضو ڪري وٺو.

اَلْحُسْنٰى ؕ وَفَضَّلَ اللّٰهُ الْمُجٰهِدِيْنَ عَلَى الْقٰعِدِيْنَ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿٩٦﴾ۙ

آهي ۽ سيني سان اللّٰــه ڀلائي ڪرڻ جو واعدو ڪيو آهي ۽ اللّٰه جهاد ڪرڻ وارن کي (پوئتي) ويهي رهڻ وارن تي (تمام) وڏي اجر جو وعدو ڪري (ضرور) فضيلت ڏني آهي.

دَرَجٰتٍ مِّنْهُ وَمَغْفِرَةً وَّرَحْمَةً ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿٩٧﴾ۧ

٩٧-(انهيءَ فضيلت جي معنيٰ) انهيءَ (خدا) جي طرفان تمام گهڻا درجا ۽ مغفرت جو ملڻ آهي اهڙيءَ طرح رحمت حاصل ڪرڻ آهي ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ تَوَفّٰهُمُ الْمَلٰٓئِكَةُ ظَالِمِيْٓ اَنْفُسِهِمْ قَالُوْا فِيْمَ كُنْتُمْ ؕ قَالُوْا كُنَّا مُسْتَضْعَفِيْنَ فِى الْاَرْضِ ؕ قَالُوْٓا اَلَمْ تَكُنْ اَرْضُ اللّٰهِ وَاسِعَةً فَتُهَاجِرُوْا فِيْهَا ؕ فَاُولٰٓئِكَ مَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؕ وَسَآءَتْ مَصِيْرًا ﴿٩٨﴾ۙ

٩٨-جن ماڻهن کي ملائڪن اهڙيءَ حالت ۾ وفات ڏني جو اهي پنهنجي جانين① تي ظلم ڪري رهيا هئا اهي (انهن کي) چوندا ته توهان ڪهڙي (خيال) ۾ هئا؟ اهي (يعني هجرت کان نٽائڻ وارا جواب ۾) چوندا ته اسان ملڪ ۾ ڪمزور سمجهيا ويندا هئاسين (تنهنڪري هجرت نه ڪئيسون) اهي (فرشتا) جواب ڏيندا ڇا اللّٰــه جي زمين ڪشادي نه هئي؟ جو توهان انهيءَ ۾ هجرت ڪري وڃو ها- پوءِ انهن ماڻهن جو ٺڪاڻو جهنم هوندو ۽ اهو رهڻ جي لحاظ کان ڏاڍي بري جڳهه آهي.

اِلَّا الْمُسْتَضْعَفِيْنَ مِنَ الرِّجَالِ وَالنِّسَآءِ

٩٩-ها اُهي ماڻهو جيڪي مردن، عورتن ۽ ٻارن مان واقعي ڪمزور هئا (۽) اُهي

١-يعني ڪافرن جي ملڪ ۾ رهندي تڪليفون سهي رهيا هئا پر نه پيا لڏِن.

وَالْوِلْدَانِ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ حِيْلَةً وَّلَا يَهْتَدُوْنَ سَبِيْلًا ﴿٩٩﴾

ڪنهن تدبير جي طاقت نه رکندا هئا ۽ نه ڪا ئي راهه انهن کي نظرئي آئي.

فَاُولٰٓئِكَ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّعْفُوَ عَنْهُمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَفُوًّا غَفُوْرًا ﴿١٠٠﴾

**١٠٠-** انهن① ماڻهن جي لاءِ خدا جي بخشش ويجهي آهي، ڇو جو اللّٰه آهي ئي گهڻو معاف ڪرڻ وارو ۽ بخشش وارو.

وَمَنْ يُّهَاجِرْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ يَجِدْ فِي الْاَرْضِ مُرٰغَمًا كَثِيْرًا وَّسَعَةً ؕ وَمَنْ يَّخْرُجْ مِنْۢ بَيْتِهٖ مُهَاجِرًا اِلَى اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ثُمَّ يُدْرِكْهُ الْمَوْتُ فَقَدْ وَقَعَ اَجْرُهٗ عَلَى اللّٰهِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١٠١﴾ ع ١١

**١٠١-** ۽ جيڪو (شخص به) اللّٰه جي راهه ۾ هجرت ڪندو اُهو ملڪ ۾ حفاظت جون گهڻيون ئي جڳهون② ۽ ڪشادگيءَ (جو سامان) حاصل ڪندو ۽ جيڪو (شخص) اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول ڏانهن پنهنجي گهر کان هجرت ڪري نڪري پوءِ انهيءَ کي موت اچي وڃي ته (سمجهو ته) انهيءَ جو اجر اللّٰه جي ذمي ٿي چڪو ۽ اللّٰه گهڻوئي بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاِذَا ضَرَبْتُمْ فِي الْاَرْضِ فَلَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَنْ تَقْصُرُوْا مِنَ الصَّلٰوةِ ۖ اِنْ خِفْتُمْ اَنْ يَّفْتِنَكُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ؕ

**١٠٢-** ۽ جيڪڏهن توهان ڊجو ٿا ته ڪافر توهان کي تڪليف ۾ وجهندا، ته جڏهن توهان ملڪ ۾ سفر ڪيو ته توهان تي ڪو به گناهه ڪونهي جو نماز کي ننڍو ڪري ڇڏيو ③. ڪافر يقيناً توهانجا

**١**-قرآن مجيد ۾ فاء اچي ٿو پر اڙدوءَ ۾ ان جي ترجمي کان بغير ڪم هلي ويندو آهي ان ڪري اسان اڙدوءَ ۾ ان کي مخفي رکيوآهي.

**٢**-مُرَاغَمٌ اَلْمَذْهَبُ وَالْمَهْرَبُ رستو اَلْحِصْنُ يعني قلعو.(اقرب) مُرَاغَماً كَثِيْراً اَىْ مَذْهَباً يَذْهَبُ اِلَيْهِ- يعني مراغم جي معنيٰ رستي جي آهي (مفردات)

**٣**-هن آيت ۾ مفسرن کي هيءَ غلطي لڳي آهي ته هن جڳهه سفر ۾ ٻه رڪعتون پڙهڻ جو حڪم

اِنَّ الْكٰفِرِيْنَ كَانُوْا لَكُمْ عَدُوًّا مُّبِيْنًا ﴿١٠٢﴾ وَاِذَا كُنْتَ فِيْهِمْ فَاَقَمْتَ لَهُمُ الصَّلٰوةَ فَلْتَقُمْ طَآىِٕفَةٌ مِّنْهُمْ مَّعَكَ وَلْيَاْخُذُوْٓا اَسْلِحَتَهُمْ ۣ فَاِذَا سَجَدُوْا فَلْيَكُوْنُوْا مِنْ وَّرَآىِٕكُمْ ۠ وَلْتَاْتِ طَآىِٕفَةٌ اُخْرٰى لَمْ يُصَلُّوْا فَلْيُصَلُّوْا مَعَكَ وَلْيَاْخُذُوْا حِذْرَهُمْ وَاَسْلِحَتَهُمْ ۚ وَدَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَوْ تَغْفُلُوْنَ عَنْ اَسْلِحَتِكُمْ وَاَمْتِعَتِكُمْ فَيَمِيْلُوْنَ عَلَيْكُمْ مَّيْلَةً وَّاحِدَةً ۭ وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ اِنْ كَانَ بِكُمْ اَذًى مِّنْ

(ظاهر) ظهور دشمن آهن.

**١٠٣**-۽ جڏهن تون (خود) انهن ۾ هجين ۽ تون انهن کي نماز پڙهائين ته انهن مان هڪ حصي جماعت (کي گهرجي ته) توسان گڏ بيهن ۽ پنهنجا هٿيار کڻي بيهن. پوءِ جڏهن هو سجدو ڪن ته اهي تنهنجي پنيان (حفاظت جي لاءِ) بيهي رهن، پوءِ هڪ ٻيو حصو جماعت جو جنهن نماز نه پڙهي (اڳتي) اچي ۽ توسان نماز پڙهي ۽ اهي به پنهنجي بچاءَ جو سامان ۽ پنهنجا هٿيار ساڻ رکن. جيڪي ماڻهو ڪافر آهن اهي چاهين ٿا ته ڪاش توهان پنهنجن هٿيارن ۽ پنهنجي سامان کان غافل ٿي وڃو ته اهي هڪدم

**(باقي حاشيو)** آهي پر حضرت عائشہؓ جي حديث آهي ته اڳهن ٻه فرض ٿي مقرر هئا ان کان پوءِ سفر ۾ ٻه رهڻ ڏنا ويا ۽ حضر ۾ چار ڪياويا (بخاري) ان ڪري تَقْصُرُوْا مِنَ الصَّلٰوةِ مان هي مراد نه ٿي ٿي سگهي ته سفر ۾ ٻه رڪعتون پڙهيون وڃن. ڇاڪاڻ ته اڳهن حضر ۾ به ٻه ئي پڙهيون ويندڻيون هيون. ان ڪري هتي قصر مان مراد جلدي جلدي نماز پڙهي وٺڻ آهي. يعني رڪعتن جو گهٽ ڪرڻ مراد ناهي بلڪ وقت جو گهٽ ڪرڻ مراد آهي. جيئن ته نماز کي سهڻي نموني پڙهڻ جو حڪم آهي ان ڪري هن آيت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي ته جيڪڏهن توهان ان ڳالهه کان ڊڄو ٿا ته دشمن توهان تي حملو ڪري ڇڏيندو ته بيشڪ جلدي جلدي نماز پڙهي وٺندا ڪيو جلدي پڙهڻ سان توهان جي نماز ضايع نه ٿيندي. ان ڪري هي حڪم ٻن رڪعتن جي باري ۾ ناهي. جيڪڏهن ٻه رڪعتون ان جي معنٰي ڪئي وڃي ته پوءِ هي آيت بي معنٰي ٿي وڃي ٿي. ڇاڪاڻ ته سفر جي حالت ۾ دشمن جي ڊپ جو ڪو شرط ناهي ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن انسان سفر جي حالت ۾ هجي ته دشمن جو ڊپ هجي يا نه هجي ان لاءِ ٻه رڪعت نماز جائز آهي.

مَّطَرٍ اَوْ كُنْتُمْ مَّرْضٰٓى اَنْ تَضَعُوْٓا اَسْلِحَتَكُمْ ۚ وَخُذُوْا حِذْرَكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ اَعَدَّ لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابًا مُّهِيْنًا ﴿١٠٢﴾

توهان تي اچي ڪڙڪن ۽ جيڪڏهن مينهن جي سببان توهان کي تڪليف ٿئي يا توهان بيمار هجو ته پنهنجا هٿيار لاهي رکڻ ۾ توهان کي ڪو به گناهه نه ٿيندو. پر تڏهن به پورو احتياط ڪيو. اللّٰه ڪافرن جي لاءِ خوار ڪري ڇڏڻ وارو عذاب يقيناً تيار ڪري ڇڏيو آهي.

فَاِذَا قَضَيْتُمُ الصَّلٰوةَ فَاذْكُرُوا اللّٰهَ قِيٰمًا وَّ قُعُوْدًا وَّ عَلٰى جُنُوْبِكُمْ ۚ فَاِذَا اطْمَاْنَنْتُمْ فَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ ۚ اِنَّ الصَّلٰوةَ كَانَتْ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ كِتٰبًا مَّوْقُوْتًا ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**-۽ جڏهن توهان نماز ادا ڪري وٺو ته اللّٰه کي بيٺي ۽ ويٺي ۽ پاسن ڀر ياد ڪندا رهو. پوءِ جڏهن توهان مطمئن ٿي وڃو ته نماز کي سنواري① پڙهندا ڪيو ته نماز مومنن تي يقيناً مقرر وقتن تي فرض آهي.

وَلَا تَهِنُوْا فِى ابْتِغَآءِ الْقَوْمِ ؕ اِنْ تَكُوْنُوْا تَاْلَمُوْنَ فَاِنَّهُمْ يَاْلَمُوْنَ كَمَا تَاْلَمُوْنَ ۚ وَتَرْجُوْنَ مِنَ اللّٰهِ مَا لَا يَرْجُوْنَ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿١٠٥﴾ ع ١٥/١٢

**١٠٥**-۽ توهان انهيءَ قوم (يعني دشمنن) جي ڳولا ۾ سُستي نه ڪيو ۽ جيڪڏهن توهان کي تڪليف ٿئي ته جهڙيءَ طرح توهان کي تڪليف ٿئي ٿي انهن کي به تڪليف ٿيندي آهي. ۽ توهان ته اللّٰه کان انهيءَ (فضل ۽ ڪرم) جي اميد رکو ٿا جنهن جي اهي اميد نه ٿا رکن، ۽ اللّٰه گهڻو (ئي) ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

اِنَّآ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ بِمَآ اَرٰىكَ اللّٰهُ ؕ وَلَا تَكُنْ

**١٠٦**-اسان تو ڏانهن (هيءُ) صداقت تي مشتمل ڪتاب يقيناً انهيءَ ڪري نازل ڪيو آهي ته تون ماڻهن جي وچ ۾ هن (حق) جي

١-يعني جنگ ۽ خطري جي حالت وانگر جلدي جلدي نه.

لِّلْخَآئِنِيْنَ خَصِيْمًا ﴿١٠٦﴾

ذريعي جيڪو اللّٰه توکي ڏيکاريو آهي فيصلو ڪرين ۽ تون خيانت ڪرڻ وارن جي طرفان جهڳڙي ڪرڻ وارو نہ بڻج.

وَّاسْتَغْفِرِ اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١٠٧﴾

**١٠٧**۔ ۽ اللّٰه کان (انهيءَ جي) بخشش طلب ڪر. اللّٰه يقيناً گهڻو (ئي) بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَلَا تُجَادِلْ عَنِ الَّذِيْنَ يَخْتَانُوْنَ اَنْفُسَهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ مَنْ كَانَ خَوَّانًا اَثِيْمًا ﴿١٠٨﴾

**١٠٨**۔ ۽ تون انهن ماڻهن جي طرفان جيڪي پنهنجن نفسن جي خيانت ڪن ٿا جهڳڙو نہ ڪر. جيڪي (ماڻهو) خيانت ۾ وڌي ويل ۽ گهڻو گنهگار آهن اللّٰه انهن کي پسند نٿو ڪري.

يَّسْتَخْفُوْنَ مِنَ النَّاسِ وَلَا يَسْتَخْفُوْنَ مِنَ اللّٰهِ وَهُوَ مَعَهُمْ اِذْ يُبَيِّتُوْنَ مَا لَا يَرْضٰى مِنَ الْقَوْلِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ بِمَا يَعْمَلُوْنَ مُحِيْطًا ﴿١٠٩﴾

**١٠٩**۔ اهي ماڻهن کان پردو رکن ٿا ۽ اللّٰه کان پردو نہ ٿا رکن. دراصل جڏهن اُهي رات جو اهڙين ڳالهين جا مشورا ڪري رهيا هوندا آهن جن کي اللّٰه پسند نٿو ڪري (تہ) اهو انهن وٽ هوندو آهي ۽ جيڪي ڪجهہ اهي ڪري رهيا آهن اللّٰه انهيءَ کي تباهہ ڪرڻ وارو آهي.

هٰۤاَنْتُمْ هٰۤؤُلَآءِ جٰدَلْتُمْ عَنْهُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۫ فَمَنْ يُّجَادِلُ اللّٰهَ عَنْهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَمْ مَّنْ يَّكُوْنُ عَلَيْهِمْ وَكِيْلًا ﴿١١٠﴾

**١١٠**۔ ٻڌو! توهان اهي ماڻهو آهيو جيڪي انهن جي طرفان دنيوي زندگيءَ ۾ وڙهندا رهيا آهيو، پر قيامت جي ڏينهن انهن جي طرفان اللّٰه سان ڪير جهيڙو ڪندو يا ڪير انهن جو محافظ هوندو.

وَمَنْ يَّعْمَلْ سُوْٓءًا اَوْ يَظْلِمْ نَفْسَهٗ ثُمَّ يَسْتَغْفِرِ اللّٰهَ يَجِدِ اللّٰهَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١١١﴾

**١١١**۔ ۽ جيڪو شخص (بہ) ڪا بدي ڪندو يا پنهنجي نفس تي ظلم ڪندو انهيءَ کان پوءِ اللّٰه کان (پنهنجي گناهن جي) معافي

گهرندو (تہ) اهو اللّٰه کي ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو لهندو.

وَمَنْ يَّكْسِبْ اِثْمًا فَاِنَّمَا يَكْسِبُهٗ عَلٰى نَفْسِهٖ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿۱۱۲﴾

۱۱۲- ۽ جيڪو شخص ڪا بدي① ڪري. انهيءَ جو فعل انهيءَ تي (موٽي) پوندو ۽ اللّٰه ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَمَنْ يَّكْسِبْ خَطِيْٓئَةً اَوْ اِثْمًا ثُمَّ يَرْمِ بِهٖ بَرِيْٓـئًا فَقَدِ احْتَمَلَ بُهْتَانًا وَّاِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿۱۱۳﴾ ع ۱۶/۸/۱۳

۱۱۳-۽ جيڪو شخص ڪو بہ قصور يا گناهہ ڪري وري ڪنهن بي قصور تي انهيءَ جو الزام لڳائي ڇڏي تہ (سمجهو تہ) انهيءَ هڪ ڪوڙ ۽ ظاهر ظهور گناهہ جو بار کنيو.

وَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكَ وَرَحْمَتُهٗ لَهَمَّتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْهُمْ اَنْ يُّضِلُّوْكَ ؕ وَمَا يُضِلُّوْنَ اِلَّآ اَنْفُسَهُمْ وَمَا يَضُرُّوْنَكَ مِنْ شَيْءٍ ؕ وَاَنْزَلَ اللّٰهُ عَلَيْكَ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَعَلَّمَكَ مَا لَمْ تَكُنْ تَعْلَمُ ؕ وَكَانَ فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكَ عَظِيْمًا ﴿۱۱۴﴾

۱۱۴-۽ جيڪڏهن توتي اللّٰه جو فضل ۽ انهيءَ جي رحمت نہ هجي ها تہ (اُهي يعني دشمن پنهنجي بد ارادي ۾ ڪامياب ٿي وڃن ها جيئن تہ) انهن مان هڪ گروهہ (انهيءَ ڳالهہ جو) پڪو ارادو ڪري چڪو هو تہ توکي تباهہ ڪري ڇڏي ۽ اُهي پاڻ کانسواءِ ڪنهن کي تباهہ نٿا ڪن ۽ توکي ڪجهہ بہ نقصان نہ ٿا پهچائي سگهن ۽ اللّٰه توتي ڪتاب ۽ حڪمت لاٿي آهي ۽ جيڪي ڪجهہ تون نہ ڄاڻندو هئين توکي سيکاريو آهي ۽ توتي

۱-اصل لفظ ڪَسَبَ آهي جنهن جي معنيٰ ڪمائڻ جي آهي. پر هي لفظ عربيءَ ۾ ڪنهن فعل جي اهڙي طور تي ڪرڻ لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي جنهن کي ارادي سان ڪيو وڃي. بيشڪ ان جي نتيجي جي اميد نہ هجي. اڙدوءَ ۾ ان جو ترجمو ”ڪمائڻ“ ڪرڻ محاوري جي خلاف آهي ان لاءِ ”ڪري“ ترجمو ڪيو ويو آهي پر مراد آهي تہ اهڙي طور تي ڪم ڪرڻ تہ ارادو شامل هجي ۽ نتيجي جو آسرو يا خوف نہ هجي.

اللّٰه جو (ڏاڍو) وڏو فضل ① آهي.

لَا خَيْرَ فِيْ كَثِيْرٍ مِّنْ نَّجْوٰىهُمْ اِلَّا مَنْ اَمَرَ بِصَدَقَةٍ اَوْ مَعْرُوْفٍ اَوْ اِصْلَاحٍۭ بَيْنَ النَّاسِ ۭ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ ابْتِغَاۗءَ مَرْضَاتِ اللّٰهِ فَسَوْفَ نُؤْتِيْهِ اَجْرًا عَظِيْمًا ١١٥

**١١٥**-انهن ماڻهن (جي مشورن) کي چڱي جيڪو صدقو يا نيڪ ڳالهه يا ماڻهن جي وچ ۾ اصلاح ڪرڻ جو حڪم ڏين ٿا. انهن جي گهڻن مشورن ② ۾ ڪا به ڀلائي ناهي (هوندي) ۽ جيڪو شخص اللّٰه جي رضا ماڻڻ لاءِ ائين ڪري (يعني نيڪ مشورا ڪري) اسان انهيءَ کي (جلد ئي ڏاڍو) وڏو اجر ڏينداسين.

وَمَنْ يُّشَاقِقِ الرَّسُوْلَ مِنْۢ بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُ الْهُدٰى وَيَتَّبِعْ غَيْرَ سَبِيْلِ الْمُؤْمِنِيْنَ نُوَلِّهٖ مَا تَوَلّٰى وَنُصْلِهٖ جَهَنَّمَ ۭ وَسَاۗءَتْ مَصِيْرًا ١١٦ ع ١٧/٣/١٤

**١١٦**-۽ جيڪو شخص (به) هدايت جي پوريءَ طرح کلي وڃڻ کانپوءِ (انهيءَ) رسول سان اختلاف ئي ڪندو رهندو ۽ مومنن جي طريقي کانسواءِ (ڪنهن ٻئي طريقي) تي هلندو اسان کيس انهيءَ شيءِ جي پويان لڳائي ڇڏينداسين جنهن جي پويان ③ اُهو پيل آهي ۽ انهيءَ کي جهنم ۾ وجهنداسين

---

١-هتي فضل كَانَ جو اسم آهي پر اهڙي موقعي تي اڙدوءَ ۾ ان کي مبتدا نٿو ناهي سگهجي ان ڪري "۽ اللّٰه جو فضل تو تي تمام وڏو آهي" جي بجاءِ "توتي اللّٰه جو (ڏاڍو) وڏو فضل آهي" ترجمو ڪيو ويو آهي.

٢-نَجوىٰ، نَاجىٰ، يُنَاجِىُ، مُنَاجَاةٌ مان اسم آهي ۽ ان جي معنيٰ آهي سَارَّةٌ هن مخفي طور تي مشورو ڪيو (اقرب) ڪن جي خيال ۾ نَجْوىٰ جي معنيٰ صرف راز جي ڳالهه ئي ناهي بلڪ ڪا ڳالهه ٻولهه جيڪا مجلس ۾ ڪئي وڃي ۽ ان تي ماڻهو بحث ڪن ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪن ان کي نَجْوىٰ چيو ويندو (لسان العرب).

٣-يعني هُو رسول ۽ ان جي صحابينؓ کي تباهه ڪرڻ چاهي ٿو اسان اُها ئي تباهي سندس قسمت ۾ لکي ڇڏينداسين.

۽ اُهو ڏاڍو برو نڪاڻو آهي.

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ لِمَنْ يَّشَآءُ ؕ وَمَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدْ ضَلَّ ضَلٰلًاۢ بَعِيْدًا ﴿۱۱۶﴾

١١٦ـ اللّٰه انهيءَ (گناھ) کي هرگز نه بخشيندو جو انهيءَ جو (ڪنهن کي) شريڪ بڻايو وڃي ۽ جيڪو (گناھ) انهيءَ کان گهٽ هوندو (انهيءَ کي) جنهن جي حق ۾ چاهيندو معاف ڪري ڇڏيندو ۽ جيڪو شخص (ڪنهن کي) اللّٰه جو شريڪ بڻائي ته (سمجهو ته) اهو (سڌي رستي کان) تمام پري وڃي پيو.

اِنْ يَّدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖۤ اِلَّاۤ اِنٰثًا ۚ وَاِنْ يَّدْعُوْنَ اِلَّا شَيْطٰنًا مَّرِيْدًا ﴿۱۱۷﴾

١١٧ـ اُهي اللّٰه کي ڇڏي بي جان شين ① کانسواءِ (ڪنهن کي) نٿا پڪارين پر② اُهي سرڪش شيطان کانسواءِ (ٻئي ڪنهن کي) نٿا پڪارين.

لَّعَنَهُ اللّٰهُ ۘ وَقَالَ لَاَتَّخِذَنَّ مِنْ عِبَادِكَ نَصِيْبًا مَّفْرُوْضًا ﴿۱۱۸﴾

١١٨ـ(انهيءَ شيطان کي) جنهن کي اللّٰه (پنهنجي حضور مان) پري ڪري ڇڏيو آهي ۽ (جنهن اهو) چيو هو ته مان تنهنجن ٻانهن مان ضرور هڪ مقرر حصو وٺندس.

وَّلَاُضِلَّنَّهُمْ وَلَاُمَنِّيَنَّهُمْ وَلَاٰمُرَنَّهُمْ فَلَيُبَتِّكُنَّ اٰذَانَ الْاَنْعَامِ وَلَاٰمُرَنَّهُمْ فَلَيُغَيِّرُنَّ خَلْقَ اللّٰهِ ؕ وَمَنْ يَّتَّخِذِ الشَّيْطٰنَ وَلِيًّا مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ فَقَدْ خَسِرَ

١١٩ـ۽ انهن کي ضرور گمراھ ڪندس ۽ يقيناً (وڏيون وڏيون) اميدون به ڏياريندس ۽ انهن کان وڏي تاڪيد سان هيءَ خواهش ڪندس ته اهي چوپاين جا ڪن ڪپين. اهڙي طرح خواهش ڪندس ته اهي خدا

١ـ اسان اِنَاثاً جو ترجمو بي جان شيون ڪيو آهي. هي لغت جي مطابق آهي (ڏسو مفردات راغب و لسان العرب وتفسير فتح البيان جلد ٢ صفحه ٣١٦)

٢ـ واؤ جو ترجمو "پر" ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته اِهوئي اڙدوءَ جي محاوري جي مطابق بلڪ عربيءَ جي محاوري مطابق پڻ آهي.

خُسْرَانًا مُّبِيْنًا ﴿١٢٠﴾

جي مخلوق ۾ تبديلي ڪن① ۽ جيڪو الله ڪي ڇڏي شيطان ڪي دوست بڻائي، ته (سمجهو ته) اهو (ظاهر) ظهور نقصان ۾ پئجي ويو.

يَعِدُهُمْ وَيُمَنِّيْهِمْ ؕ وَمَا يَعِدُهُمُ الشَّيْطٰنُ اِلَّا غُرُوْرًا ﴿١٢١﴾

۱۲۱- اُهو (شيطان) انهن ڪي واعدا ڏئي ٿو ۽ ڪين اميدون ڏياري ٿو ۽ شيطان انهن سان سواءِ ظاهري ٺڳين جي (ڪنهن امر جو) واعدو نٿو ڪري.

اُولٰٓئِكَ مَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؗ وَلَا يَجِدُوْنَ عَنْهَا مَحِيْصًا ﴿١٢٢﴾

۱۲۲-انهن ماڻهن جو ٺڪاڻو ته جهنم آهي ۽ اُهي انهيءَ ڪان ڀڄڻ جي جڳهه ڪٿي به نه ماڻيندا

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ سَنُدْخِلُهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ وَعْدَ اللّٰهِ حَقًّا ؕ وَمَنْ اَصْدَقُ مِنَ اللّٰهِ قِيْلًا ﴿١٢٣﴾

۱۲۳-۽ جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ انهن نيڪ ڪم ڪيا آهن اسان انهن ڪي ضرور اهڙن باغن ۾ داخل ڪنداسين جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون (۽ اُهي) انهن ۾ هميشه رهندا ايندا (اهو) الله جو سچو واعدو (آهي) ۽ الله ڪان وڌيڪ ڪنهن جي سچي ڳالهه ٿي سگهي ٿي.

لَيْسَ بِاَمَانِيِّكُمْ وَلَآ اَمَانِيِّ اَهْلِ الْكِتٰبِ ؕ مَنْ يَّعْمَلْ سُوْٓءًا يُّجْزَ بِهٖ ۙ وَلَا يَجِدْ لَهٗ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيْرًا ﴿١٢٤﴾

۱۲۴-نه توهان جي خواهشن مطابق (ٿيڻ وارو) آهي ۽ نه اهل ڪتاب جي خواهشن جي مطابق (پر) جيڪو شخص ڪا بدي ڪندو انهيءَ ڪي انهيءَ جي مطابق بدلو ڏنو ويندو، ۽ اهو الله ڪانسواءِ نه ڪنهن

١ ـ ان مان مراد هي آهي ته انسان جي فطرت ڪي جيڪا توحيد ڏانهن ڏيان ڇڪائي ٿي ڪي مَٽائي هُو شرڪ جو رواج قائم ڪرڻ چاهين ٿا.

وَمَنْ يَّعْمَلْ مِنَ الصّٰلِحٰتِ مِنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَاُولٰٓئِكَ يَدْخُلُوْنَ الْجَنَّةَ وَلَا يُظْلَمُوْنَ نَقِيْرًا ﴿١٢٥﴾

وَمَنْ اَحْسَنُ دِيْنًا مِّمَّنْ اَسْلَمَ وَجْهَهٗ لِلّٰهِ وَهُوَ مُحْسِنٌ وَّاتَّبَعَ مِلَّةَ اِبْرٰهِيْمَ حَنِيْفًا ؕ وَاتَّخَذَ اللّٰهُ اِبْرٰهِيْمَ خَلِيْلًا ﴿١٢٦﴾

وَلِلّٰهِ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الْاَرْضِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ بِكُلِّ شَىْءٍ مُّحِيْطًا ﴿١٢٧﴾ ع ١٨ ١١ ١٥

وَيَسْتَفْتُوْنَكَ فِى النِّسَآءِ ؕ قُلِ اللّٰهُ يُفْتِيْكُمْ فِيْهِنَّ ۙ وَمَا يُتْلٰى عَلَيْكُمْ فِى الْكِتٰبِ فِىْ يَتٰمَى النِّسَآءِ الّٰتِىْ لَا تُؤْتُوْنَهُنَّ

کي پنهنجو دوست لهندو ۽ نه مددگار.

**١٢٥**-۽ جيڪي ماڻهو توڙي مرد هجن يا عورتون مومن هئڻ جي حالت ۾ نيڪ ڪم ڪندا ته اهي جنت ۾ داخل ٿيندا. ۽ انهن تي ڪجي جي ڪکڙيءَ جي سوراخ برابر (به) ظلم نه ڪيو ويندو.

**١٢٦**-۽ انهيءَ شخص کان وڌيڪ ڪنهن جو دين سنو (ٿي سگهي) ٿو جنهن (تمام) چڱيءَ طرح عمل ڪندي پنهنجي پاڻ کي اللّٰه جي سپرد ڪري ڇڏيو هجي ۽ ابراهيم جي دين جي، جيڪو سلامتيءَ ① ۾ هو پيروي (اختيار) ڪئي هجي ۽ اللّٰه ابراهيم کي (پنهنجو) خاص دوست بڻايو هو.

**١٢٧**-۽ جيڪي ڪجهه آسمانن ۽ جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي (سڀ) اللّٰه جو ئي آهي. ۽ اللّٰه هر (هڪ) شيءِ جو پورو ② علم رکي ٿو.

**١٢٨**-۽ ماڻهو توکان (هڪ کان وڌيڪ) عورتن (سان نڪاح) جي متعلق (حڪم) دريافت ڪن ٿا. تون (انهن کي) چؤ ته اللّٰه توهان کي انهن جي متعلق اجازت

١- حَنِيْفاً ابراهيمؑ جو حال آهي پر جيئن ته حال ۽ صفت جي معنيٰ هڪ هوندي آهي ۽ حال جو ترجمو اڙدوءَ ۾ نه ٿي سگهيو ان ڪري صفت جو ترجمو ڪيو ويو آهي.

٢- مُحِيْط جي معنيٰ گهيرو ڪرڻ واري جي آهي پر هن جڳهه ان جي معنيٰ ڪامل علم جي آهي ۽ اُها ئي معنيٰ اسان ڪئي آهي. اقرب الموارد ۾ آهي: اَحَاطَ بِهٖ عِلْمًا: اَیْ اَحْدَقَ عِلْمُهٗ بِهٖ مِنْ جَمِيْعِ جِهَاتِهٖ وَ عَرَفَهٗ يعني اَحَاطَ جي معنيٰ ڪنهن شيءِ جو ڪامل علم رکڻ جي به هوندي آهي.

مَا كُتِبَ لَهُنَّ وَ تَرْغَبُوْنَ اَنْ تَنْكِحُوْهُنَّ وَالْمُسْتَضْعَفِيْنَ مِنَ الْوِلْدَانِ ۙ وَاَنْ تَقُوْمُوْا لِلْيَتٰمٰى بِالْقِسْطِ ؕ وَمَا تَفْعَلُوْا مِنْ خَيْرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِهٖ عَلِيْمًا ﴿١٢٨﴾

ڏني ڇڪو آهي ۽ جيڪو (حڪم) (انهيءَ) ڪتاب ۾ (بي جڳهه①) توهان ڪي پڙهي ٻڌايو ويو آهي اهو انهن يتيم عورتن جي متعلق آهي جن ڪي توهان انهن جا مقرر ڪيل② حق ادا نه ٿا ڪيو پر انهن سان نڪاح ڪرڻ گهرو ٿا ۽ (پڻ) ڪمزور ③ ڇوڪرين④ جي متعلق آهي ۽ (توهان ڪي هي حڪم ڏنو ويو هو) ته يتيمن سان انصاف جو معاملو ڪندا رهو. ۽ جيڪو نيڪ ڪم به توهان ڪيو (ياد رکو ته) اللّٰه انهيءَ ڪي يقيناً چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَاِنِ امْرَاَةٌ خَافَتْ مِنْۢ بَعْلِهَا نُشُوْزًا اَوْ اِعْرَاضًا فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَاۤ اَنْ يُّصْلِحَا بَيْنَهُمَا صُلْحًا ؕ وَالصُّلْحُ خَيْرٌ ؕ وَاُحْضِرَتِ الْاَنْفُسُ الشُّحَّ ؕ وَاِنْ تُحْسِنُوْا

**١٢٩**۔ ۽ جيڪڏهن ڪنهن عورت ڪي پنهنجي مڙس جي طرفان بدسلوڪيءَ يا بي پرواهي جو انديشو هجي ته انهن ٻنهي تي ڪو به گناهه ڪونهي ته اهي ڪنهن به طريقي سان پاڻ ۾ صلح ڪن⑤ ۽ صلح

١۔ يعني سورت نساء آيت ٣ ۾.

**٢**۔ مقرر ڪيل حق مان هي مراد آهي ته انهن جا مَهَرَ نه ٿا ڏين.

**٣**۔ ڪمزور ڇوڪرين مان مراد يتيم ڇوڪريون آهن ڇاڪاڻ ته اُهي پاڻ پنهنجا حق نٿيون وٺي سگهن.

**٤**۔ هتي وِلْدَان جو لفظ آهي جيڪو وَلَدٌ جي جمع آهي ۽ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ٻنهي لاءِ ڳالهايو ويندو آهي. پر عبارت جي مضمون مان ظاهر آهي ته هتي ڇوڪريون مراد آهن. ڇاڪاڻ ته انهن سان ئي نڪاح جو امڪان آهي.

**٥**۔ يعني عورت اِهو ڏسي ته معاملو ڏکو ٿي ويندو ۽ منهنجي تڪليف سهپ کان ٻاهر ٿي ويندي، ان ڪري چڱو آهي ته پنهنجي حق مان ڪجهه ڇڏي ڏيان. جيڪڏهن قاضي ڏسي ته ائين ڪرڻ ۾

وَتَتَّقُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿١٢٩﴾

(سڀ کان) بهتر آهي. ۽ ماڻهن جي نفسن ۾ بخل ① (جو خيال) پيدا ڪيو ويو آهي ۽ جيڪڏهن توهان نيڪ ڪم ڪيو ۽ تقويٰ اختيار ڪيو ته (ياد رکو ته) جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا انهيءَ کان الله يقيناً آگاهه آهي.

وَلَنْ تَسْتَطِيْعُوْٓا اَنْ تَعْدِلُوْا بَيْنَ النِّسَآءِ وَلَوْ حَرَصْتُمْ فَلَا تَمِيْلُوْا كُلَّ الْمَيْلِ فَتَذَرُوْهَا كَالْمُعَلَّقَةِ ؕ وَاِنْ تُصْلِحُوْا وَتَتَّقُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١٣٠﴾

**١٣٠**۔۽ ڀلي توهان (عدل ڪرڻ جي ڪيتري به) خواهش ڪيو (ته به) توهان عورتن جي وچ ۾ عدل نه ٿا ڪري سگهو. پوءِ توهان بلڪل (هڪ ئي طرف)نه جهڪي② وڃو (جنهن جو نتيجو اهو ٿئي) ته انهيءَ (ٻيءَ) کي (وچ ۾) ٽنگيل (شيءِ) وانگر ڇڏي ڏيو. ۽ جيڪڏهن توهان (پاڻ ۾) موافقت پيدا ڪيو ۽ تقويٰ اختيار ڪيو ته (ياد رکو ته) الله يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاِنْ يَّتَفَرَّقَا يُغْنِ اللّٰهُ كُلًّا مِّنْ سَعَتِهٖ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ وَاسِعًا حَكِيْمًا ﴿١٣١﴾

**١٣١**۔۽ جيڪڏهن اهي (ٻئي) عليحدگي اختيار ڪن ته الله (انهن مان) هر هڪ کي پنهنجي طرفان ڪشادگي ڏئي غني بڻائي ڇڏيندو ۽ الله وسعت ڏيڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَلِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ

**١٣٢**۔ ۽ جيڪي ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي (سڀ) الله

---

**(باقي حاشيو)** حرج نا هي ته هو ان جي اجازت ڏئي سگهي ٿو.

**١**۔يعني ماڻهن جوبخل ڏانهن لاڙو رهندو آهي ۽ خرچ کان ڀلي اهو فائدي مند هجي پرهيز ڪندا آهن.

**٢**۔يعني ظاهر طور برابر سلوڪ نه ڪرڻ جي صورت ۾ گهٽيون شاديون ڪرڻ کان جهليو ويو آهي. نه ته نه اندروني سلوڪ هڪ جهڙو ٿي سگهي ٿو ۽ نه اُهو روڪڻ جو سبب آهي.

وَلَقَدْ وَصَّيْنَا الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِكُمْ وَاِيَّاكُمْ اَنِ اتَّقُوا اللّٰهَ ؕ وَاِنْ تَكْفُرُوْا فَاِنَّ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَنِيًّا حَمِيْدًا ﴿۱۳۲﴾

جو ئي آهي ۽ جن ماڻهن کي توکان پهريائين ڪتاب ڏنو ويو هو اسان انهن کي (بہ) ۽ توهان کي (بہ) تاڪيدي حڪم ڏني (چڙيو) آهي تہ توهان اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو. ۽ جيڪڏهن توهان انڪار ڪندؤ تہ (ياد رکو تہ) جيڪي ڪجهہ آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي ڪجهہ زمين ۾ آهي (سڀ) اللّٰه جو ئي آهي ۽ اللّٰه بي نياز (۽) ڳاڻيتيءَ کان باهر تعريفن جو مستحق آهي.

وَلِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ﴿۱۳۳﴾

**۱۳۳**۔۽ جيڪي ڪي آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي ڪي زمين ۾ آهي (سڀ) اللّٰه جو ئي آهي ۽ اللّٰه هر ضروري حفاظت ڪرڻ وارو آهي.

اِنْ يَّشَاْ يُذْهِبْكُمْ اَيُّهَا النَّاسُ وَيَاْتِ بِاٰخَرِيْنَ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى ذٰلِكَ قَدِيْرًا ﴿۱۳۴﴾

**۱۳۴**۔اي انسانو! جيڪڏهن اهو چاهي تہ اوهانکي ماري ڇڏي ۽ ٻين (ماڻهن) کي وٺي اچي ۽ اللّٰه انهيءَ (اسر) تي پورو (پورو) قادر آهي.

مَنْ كَانَ يُرِيْدُ ثَوَابَ الدُّنْيَا فَعِنْدَ اللّٰهِ ثَوَابُ الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ سَمِيْعًا بَصِيْرًا ﴿۱۳۵﴾ ع

**۱۳۵**۔جو شخص دنيا جو بدلو چاهيندو هجي تہ (اُهو ٻڌي ڇڏي تہ) اللّٰه وٽ دنيوي ۽ اخروي (ٻنهي قسمن جا) انعام آهن ۽ اللّٰه ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏسڻ وارو آهي. ع ۱۹/۸/۱۶

يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْا قَوّٰمِيْنَ بِالْقِسْطِ

**۱۳۶**۔اي ايمانوارؤ! توهان پوريءَ طرح انصاف تي قائم رهڻ وارا (۽) اللّٰه جي لاءِ[1]

---

۱۔يعني خدا تعاليٰ جي خاطر سچي شاهدي ڏيندا ڪريو.

شُهَدَآءَ لِلّٰهِ وَلَوْ عَلٰٓى اَنْفُسِكُمْ اَوِ الْوَالِدَيْنِ وَالْاَقْرَبِيْنَ ۚ اِنْ يَّكُنْ غَنِيًّا اَوْ فَقِيْرًا فَاللّٰهُ اَوْلٰى بِهِمَا ۖ فَلَا تَتَّبِعُوا الْهَوٰٓى اَنْ تَعْدِلُوْا ۚ وَاِنْ تَلْوٗٓا اَوْ تُعْرِضُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿١٣٦﴾

شاهدي ڏيڻ وارا ٿيجي وڃو. ڪٿي (توهان جي شاهدي) توهان جي پنهنجي (خلاف) يا والدين جي يا قريبي رشتيدارن جي خلاف (پوندي) هجي. جيڪڏهن اهو (جنهن جي متعلق شاهدي ڏني وئي آهي) غني آهي يا محتاج آهي ته (ٻنهي صورتن ۾) اللّٰه انهن ٻنهي جو (توکان) وڌيڪ خير خواهه آهي. تنهنڪري توهان (ڪنهن ذليل) خواهش جي پيروي نه ڪندا ڪيو. انهيءَ لاءِ ته عدل ڪري سگهو ۽ جيڪڏهن توهان (ڪنهن شاهديءَ کي) لڪائيندؤ يا (حق جي اظهار کان) ٽارائيندؤ ته (يادرکو ته) جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيءَ کان يقيناً آگاهه آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ

١٣٧-اي ايمانوارؤ! اللّٰه ۾ انهيءَ جي رسول (تي) ۽ انهيءَ ڪتاب تي جيڪو انهيءَ

وَالْكِتٰبِ الَّذِىْ نَزَّلَ عَلٰى رَسُوْلِهٖ وَالْكِتٰبِ الَّذِىْٓ اَنْزَلَ مِنْ قَبْلُ ؕ وَمَنْ يَّكْفُرْ بِاللّٰهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَكُتُبِهٖ وَرُسُلِهٖ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ فَقَدْ ضَلَّ ضَلٰلًاۢ بَعِيْدًا ﴿١٣٧﴾

پنهنجي رسول تي لاٿو آهي ۽ انهيءَ ڪتاب تي جيڪو هن (انهيءَ کان) پهريائين لاٿو آهي ايمان آڻيو ۽ جيڪو شخص الله ۽ انهيءَ جي فرشتن ۽ انهيءَ جي ڪتابن ۽ انهيءَ جي رسولن ۽ پوءِ اچڻ واري ڏينهن جو انڪار ڪري ته (سمجهو ته) اهو تمام وڏي گمراهيءَ ۾ پئجي ويو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ثُمَّ كَفَرُوْا ثُمَّ اٰمَنُوْا ثُمَّ كَفَرُوْا ثُمَّ ازْدَادُوْا كُفْرًا لَّمْ يَكُنِ اللّٰهُ لِيَغْفِرَ لَهُمْ وَلَا لِيَهْدِيَهُمْ سَبِيْلًا ؕ﴿١٣٨﴾

**١٣٨**ـ ۽ جن ماڻهن ايمان آندو پوءِ انهن انڪار ڪري ڇڏيو، وري ايمان آندائون وري انڪار ڪري ڇڏيائون. پوءِ ڪفر ۾ (اڃا به) وڌي ويا. الله انهن کي هرگز معاف نٿو ڪري سگهي ۽ نه انهن کي (نجات جو) رستو ڏيکاري سگهي ٿو.

بَشِّرِ الْمُنٰفِقِيْنَ بِاَنَّ لَهُمْ عَذَابًا اَلِيْمَا ۙ﴿١٣٩﴾ۙ

**١٣٩**ـ تون منافقن کي (هي) خبر ٻڌائي ڇڏ ته انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب (مقرر) آهي.

الَّذِيْنَ يَتَّخِذُوْنَ الْكٰفِرِيْنَ اَوْلِيَآءَ مِنْ دُوْنِ الْمُؤْمِنِيْنَ ؕ اَيَبْتَغُوْنَ عِنْدَهُمُ الْعِزَّةَ فَاِنَّ الْعِزَّةَ لِلّٰهِ جَمِيْعًا ؕ﴿١٤٠﴾

**١٤٠**ـ جيڪي مومنن کي ڇڏي ڪافرن کي (پنهنجو) دوست بڻائين ٿا. ڇا اهي انهن کان عزت جا طلبگار آهن (جيڪڏهن ائين آهي) ته (اهي ياد رکن ته) عزت سڀ (جي سڀ) الله جي ئي هٿ ۾ آهي.

وَقَدْ نَزَّلَ عَلَيْكُمْ فِى الْكِتٰبِ اَنْ اِذَا سَمِعْتُمْ اٰيٰتِ اللّٰهِ يُكْفَرُ بِهَا وَيُسْتَهْزَاُ بِهَا فَلَا تَقْعُدُوْا مَعَهُمْ حَتّٰى يَخُوْضُوْا فِىْ حَدِيْثٍ غَيْرِهٖٓ ۖ اِنَّكُمْ اِذًا مِّثْلُهُمْ ؕ اِنَّ

**١٤١**ـ ۽ انهيءَ هن ڪتاب ۾ توهان تي هيءَ (حڪم) لاهي ڇڏيو آهي ته جڏهن توهان الله جي آيتن جي متعلق انڪار جو اظهار ٻڌو يا انهن سان ٺٺولي ڪندي ٻڌو. ته انهن (ڳلون ڪرڻ وارن) سان

اللّٰهَ جَامِعُ الْمُنٰفِقِيْنَ وَالْكٰفِرِيْنَ فِيْ جَهَنَّمَ جَمِيْعًا ۙ﴿۱۴۰﴾

(انهيءَ وقت تائين) نہ ويهو جيستائين اهي انهيءَ کانسواءِ ڪنهن ٻيءَ ڳالهہ ۾ مشغول (نہ) ٿي وڃن. توهان انهن (کِلون ڪرڻ وارن سان گڏ ويهڻ جي) صورت ۾ يقيناً انهن جهڙا (تصور ڪيا) ويندؤ. اللّٰه منافقن ۽ ڪافرن سيني کي يقيناً جهنم ۾ گڏ ڪري ڇڏيندو.

ع ٢٠ / ١٧

الَّذِيْنَ يَتَرَبَّصُوْنَ بِكُمْ ۚ فَاِنْ كَانَ لَكُمْ فَتْحٌ مِّنَ اللّٰهِ قَالُوْٓا اَلَمْ نَكُنْ مَّعَكُمْ ۖ وَاِنْ كَانَ لِلْكٰفِرِيْنَ نَصِيْبٌ ۙ قَالُوْٓا اَلَمْ نَسْتَحْوِذْ عَلَيْكُمْ وَنَمْنَعْكُمْ مِّنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ۭ فَاللّٰهُ يَحْكُمُ بَيْنَكُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ وَلَنْ يَّجْعَلَ اللّٰهُ لِلْكٰفِرِيْنَ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ سَبِيْلًا ۧ﴿۱۴۱﴾

١٤٢-(انهن منافقن کي) جيڪي تنهنجي متعلق تباهيءَ جي انتظار ۾ رهن ٿا ۽ جيڪڏهن توکي اللّٰه جي طرفان ڪا بہ فتح (حاصل) ٿئي تہ (توکي) چون ٿا تہ ڇا اسان تو سان گڏ نہ هئاسين ۽ جيڪڏهن ڪافرن کي (فتح جو) ڪو حصو ملي تہ (انهن کي) چون ٿا تہ ڇا اسان توهان تي غالب نہ آيا هئاسين① ۽ (اسان) توهان کي مومنن کان (نہ) بچايو هو. پوءِ اللّٰه توهان جي وچ ۾ قيامت جي ڏينهن فيصلو ڪندو. ۽ اللّٰه ڪافرن کي مومنن تي هرگز غلبو نہ ڏيندو.

اِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ يُخٰدِعُوْنَ اللّٰهَ وَهُوَ خَادِعُهُمْ ۚ وَاِذَا قَامُوْٓا اِلَى الصَّلٰوةِ

١٤٣-منافق يقيناً اللّٰه کي ڌوڪو ڏيڻ چاهين ٿا ۽ هو انهن کي انهن جي ڌوکي جي

١-يعني هن کان اڳ هڪ موقعي تي ڇا مسلمان غالب نہ اچي ويا هئا. جيڪا اسان جي ئي فتح هئي. پر اسان انهن کان سفارشون ڪري توهان کي بچائي ورتو.

٢- آيت ۾ اَضَلَّ جو لفظ آهي جنهن جي هڪ معنيٰ مارڻ جي بہ آهي (اقرب)

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوا الْكٰفِرِيْنَ اَوْلِيَآءَ مِنْ دُوْنِ الْمُؤْمِنِيْنَ ؕ اَتُرِيْدُوْنَ اَنْ تَجْعَلُوْا لِلّٰهِ عَلَيْكُمْ سُلْطٰنًا مُّبِيْنًا ﴿۱۴۵﴾

۱۴۵-اي ايمانوارؤ! مومنن کي ڇڏي ڪافرن کي (پنهنجو) دوست نہ بڻايو. ڇا توهان چاهيو ٿا تہ خدا کي پنهنجي خلاف ظاهر (ظهور) الزام (ڏيڻ) جو موقعو ڏيو.

اِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ فِي الدَّرْكِ الْاَسْفَلِ مِنَ النَّارِ ۚ وَلَنْ تَجِدَ لَهُمْ نَصِيْرًا ﴿۱۴۶﴾

۱۴۶-منافق يقيناً جهنم جي اونهائيءَ جي سڀ کان هيٺين حصہ ۾ هوندا ۽ تون هرگز (ڪنهن کي) انهن جو مددگار نہ لهندين.

اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا وَاَصْلَحُوْا وَاعْتَصَمُوْا بِاللّٰهِ وَاَخْلَصُوْا دِيْنَهُمْ لِلّٰهِ فَاُولٰٓئِكَ مَعَ الْمُؤْمِنِيْنَ ؕ وَسَوْفَ يُؤْتِ اللّٰهُ الْمُؤْمِنِيْنَ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿۱۴۷﴾

۱۴۷-سواءِ انهن ماڻهن جي جن توبہ ڪئي ۽ اصلاح ڪئي ۽ اللّٰه جي وسيلي سان (پنهنجي) حفاظت گهري ۽ پنهنجي عبادت کي اللّٰه جي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو سو اهي ماڻهو مومنن ۾ شامل آهن ۽ اللّٰه مومنن کي عنقريب وڏو اجر ڏيندو.

مَا يَفْعَلُ اللّٰهُ بِعَذَابِكُمْ اِنْ شَكَرْتُمْ وَاٰمَنْتُمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ شَاكِرًا عَلِيْمًا ﴿۱۴۸﴾

۱۴۸-جيڪڏهن توهان شڪر ڪيو ۽ ايمان آڻيو تہ اللّٰه توهان کي عذاب ڏئي ڇا ڪندو. ۽ اللّٰه (تہ) قدردان ۽ ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

لَا يُحِبُّ اللّٰهُ الْجَهْرَ بِالسُّوْٓءِ مِنَ الْقَوْلِ اِلَّا مَنْ ظُلِمَ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ سَمِيْعًا عَلِيْمًا ﴿۱۴۹﴾

۱۴۹-اللّٰه بري ڳالهہ جي اظهار کي پسند نہ ٿو ڪري. ها پر جنهن تي ظلم ڪيو ويو هجي (اهو انهيءَ ظلم جو اظهار ڪري سگهي ٿو) ۽ اللّٰه ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

اِنْ تُبْدُوْا خَيْرًا اَوْ تُخْفُوْهُ اَوْ تَعْفُوْا عَنْ

۱۵۰-جيڪڏهن توهان ڪنهن نيڪيءَ کي

سُوْٓءٍ فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَفُوًّا قَدِيْرًا ﴿١٥٠﴾

ظاهر ڪيو يا انهيءَ کي لڪايو يا (ڪنهن جي) بديءَ کي معاف ڪيو ته (سمجهي وٺو ته) الله يقيناً گهڻو معاف ڪرڻ وارو (۽) وڏي قدرت وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ يَكْفُرُوْنَ بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ وَيُرِيْدُوْنَ اَنْ يُّفَرِّقُوْا بَيْنَ اللّٰهِ وَرُسُلِهٖ وَيَقُوْلُوْنَ نُؤْمِنُ بِبَعْضٍ وَّنَكْفُرُ بِبَعْضٍ ۙ وَّيُرِيْدُوْنَ اَنْ يَّتَّخِذُوْا بَيْنَ ذٰلِكَ سَبِيْلًا ﴿١٥١﴾

**١٥١**۔جيڪي ماڻهو الله ۽ انهيءَ جي رسولن جو انڪار ڪن ٿا ۽ الله ۽ انهيءَ جي رسولن جي وچ ۾ فرق ڪرڻ چاهين ٿا ۽ چون ٿا ته اسان ڪن (رسولن) کي مڃينداسين ۽ ڪن جو انڪار ڪنداسين ۽ چاهين ٿا ته انهيءَ جي وچواري ڪا راهه اختيار ڪن.

اُولٰٓئِكَ هُمُ الْكٰفِرُوْنَ حَقًّا ۚ وَاَعْتَدْنَا لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابًا مُّهِيْنًا ﴿١٥٢﴾

**١٥٢**۔اهي ماڻهو پڪا ڪافر آهن.۽ ڪافرن جي لاءِ اسان خوار ڪرڻ وارو عذاب تيار ڪيو آهي.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ وَلَمْ يُفَرِّقُوْا بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْهُمْ اُولٰٓئِكَ سَوْفَ يُؤْتِيْهِمْ اُجُوْرَهُمْ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١٥٣﴾ ع ٢١/١١

**١٥٣**۔۽ جن ماڻهن الله ۽ انهيءَ جي (سڀني ①) رسولن تي ايمان آندو ۽ هنن، انهن (رسولن) مان ڪنهن هڪ جي وچ ۾ (به) فرق نه ڪيو. اهي ماڻهو اهڙا آهن جو اهو انهن کي جلد ئي انهن جو اجر ڏيندو. ۽ الله ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يَسْـَٔلُكَ اَهْلُ الْكِتٰبِ اَنْ تُنَزِّلَ عَلَيْهِمْ

**١٥٤**۔اهل ② ڪتاب توکان سوال ڪن

---

**١**۔لفظ رسول جي جمع "سڀني" جي معنيٰ پيدا ڪئي آهي. ان ڪري "سڀني" جو لفظ ترجمي ۾ رکيو ويو آهي. نه ته عربيءَ ۾ سڀني جو لفظ نا هي.

**٢**۔اهل ڪتاب ۾ عيسائي ۽ يهودي ٻئي شامل آهن. پر هن جڳهه اهل ڪتاب مان مراد صرف يهودي آهن ڇاڪاڻ ته اڳتي هي ذڪر اچي ٿو ته اُهي حضرت مريمؑ تي تهمت لڳائيندا هئا ۽ انهن حضرت مسيحؑ کي صليب تي ٽنگي مارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اِهو ڪم يهودين جو هو عيسائين جو نه هو.

كِتٰبًا مِّنَ السَّمَآءِ فَقَدْ سَاَلُوْا مُوْسٰٓى اَكْبَرَ مِنْ ذٰلِكَ فَقَالُوْٓا اَرِنَا اللّٰهَ جَهْرَةً فَاَخَذَتْهُمُ الصّٰعِقَةُ بِظُلْمِهِمْ ۚ ثُمَّ اتَّخَذُوا الْعِجْلَ مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَتْهُمُ الْبَيِّنٰتُ فَعَفَوْنَا عَنْ ذٰلِكَ ۚ وَاٰتَيْنَا مُوْسٰى سُلْطٰنًا مُّبِيْنًا ﴿١٥٤﴾

تا تہ تون انهن تي آسمان مان هڪ ڪتاب نازل ڪر (انهيءَ تي تعجب نہ ڪر ڇو جو) انهن موسٰي ڪان انهيءَ ڪان بہ وڏو سوال ڪيو هو. انهن هن ڪي چيو هو تہ تون اسان ڪي اللّٰه ظاهر ۾ ڏيکار. تڏهن انهن جي ظلم جي سببان انهن ڪي ماريندڙ عذاب اچي پڪڙيو ۽ انهن ڳابي ڪي جڏهن تہ انهن وٽ ظاهر (ظهور) نشان اچي چڪا هئا (پنهنجو معبود) بڻائي ورتو. پوءِ اسان انهيءَ (ڏوهہ) ڪي (بہ) درگذر ڪيو. ۽ اسان موسٰي ڪي ظاهر (ظهور) غلبو ڏنو.

وَرَفَعْنَا فَوْقَهُمُ الطُّوْرَ بِمِيْثَاقِهِمْ وَقُلْنَا لَهُمُ ادْخُلُوا الْبَابَ سُجَّدًا وَّ قُلْنَا لَهُمْ لَا تَعْدُوْا فِى السَّبْتِ وَاَخَذْنَا مِنْهُمْ مِّيْثَاقًا غَلِيْظًا ﴿١٥٥﴾

**١٥٥**ـ ۽ اسان انهن ڪان (پختو) عهد وٺندي انهن تي طور ① ڪي بلند ڪيو ۽ اسان انهن ڪي چيو تہ هن دروازي ۾ پوري فرمانبرداري ڪندي داخل ٿيو. ۽ اسان انهن ڪي (هي بہ) چيو تہ ڇنڇر (جي معاملي) ۾ زيادتي نہ ڪيو. ۽ اسان انهن ڪان هڪ پڪو انجام ورتو.

فَبِمَا نَقْضِهِمْ مِّيْثَاقَهُمْ وَكُفْرِهِمْ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَقَتْلِهِمُ الْاَنْۢبِيَآءَ بِغَيْرِ حَقٍّ وَّقَوْلِهِمْ

**١٥٦**ـ پوءِ انهن جي پنهنجي انجام ڀڃڻ (جي سببان) ۽ انهن جي اللّٰه جي آيتن جي انڪار ۽ نبين ڪي سندن ناحق قتل

١ـ يعني انهن ڪي طور جي سامهون وٺي وياسين ۽ انهن ڪي سامهون وڏو جبل نظر اچڻ لڳو جهڙيءَ طرح صحيح بخاري باب الهجرت جي حديث ۾ حضرت ابوبڪرؓ فرمائين ٿا **فَرُفِعَتْ لَنَا صَخْرَةٌ طَوِيْلَةٌ لَّهَا ظِلٌّ**ـ تہ اسانکي وڏي ڇپ نظر آئي جنهن جي ڇانوَ هئي.

قُلُوْبُنَا غُلْفٌ ؕ بَلْ طَبَعَ اللّٰهُ عَلَيْهَا بِكُفْرِهِمْ فَلَا يُؤْمِنُوْنَ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿۱۵۶﴾

ڪرڻ ① جي ڪوشش (جي سببان) ۽ هيءَ (ڳالهه) چوڻ جي ڪري ته اسانجون دليون پردن ۾ آهن (پردن ۾) نه پر اللّٰه سندن ڪفر جي ڪري انهن (جي دلين) تي مُهَرَ هڻي ڇڏي آهي. انهيءَ ڪري اهي بلڪل ايمان نٿا آڻين.

وَّبِكُفْرِهِمْ وَقَوْلِهِمْ عَلٰى مَرْيَمَ بُهْتَانًا عَظِيْمًا ﴿۱۵۷﴾

**۱۵۷**۔ انهن جي ڪفر (جي ڪارڻ) ۽ انهن ② جو مريم تي (هڪ تمام) وڏو بهتان مڙهڻ جي سبب ڪري.

وَّقَوْلِهِمْ اِنَّا قَتَلْنَا الْمَسِيْحَ عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ رَسُوْلَ اللّٰهِ ۚ وَمَا قَتَلُوْهُ وَمَا صَلَبُوْهُ وَلٰكِنْ شُبِّهَ لَهُمْ ؕ وَاِنَّ الَّذِيْنَ اخْتَلَفُوْا فِيْهِ لَفِيْ شَكٍّ مِّنْهُ ؕ مَا لَهُمْ بِهٖ مِنْ عِلْمٍ اِلَّا اتِّبَاعَ الظَّنِّ ۚ وَمَا قَتَلُوْهُ يَقِيْنًا ﴿۱۵۸﴾

**۱۵۸**۔ ۽ انهن جي (هيءَ ڳالهه) چوڻ جي سببان ته اللّٰه جي رسول مسيح عيسيٰ ابن مريم کي اسان يقيناً قتل ڪري ڇڏيو آهي (اها سزا انهن کي ملي آهي) دراصل نه انهن انهيءَ کي قتل ڪيو ۽ نه انهن انهيءَ کي صليب تي لٽڪائي ماريو. پر اهو انهن جي لاءِ (مصلوب جي) مثل ③ بڻايو ويو ۽ جن ماڻهن انهيءَ (يعني مسيح کي صليب کان زندهه لهڻ) ۾ اختلاف ڪيو آهي اهي

١ ـ هن جڳهه سڀ نبين جي قتل جو ذڪر آهي ۽ سيئي تاريخون ان ڳالهه تي متفق آهن ته سيني نبين کي انهن قتل نه ڪيو هو. ان ڪري هن جڳهه قتل جي ارادي جو ذڪر آهي. ۽ مصدر يا فعل ڪڏهن مڪمل هوندو آهي ۽ ڪڏهن اڌورو ۽ بنهي لاءِ هڪ لفظ ڳالهايو ويندو آهي ان ڪري هن جڳهه تي به قتل مان مراد قتل جو ارادو يا اهڙيون تڪليفون آهن جن جو نتيجو ڪئي دفعه قتل هوندو آهي.

٢ ـ ڏسو نوٽ آيت نمبر ١٥٤

**٣**ـ مطلب هي آهي ته مسيح ؑ کي صليب تي ٽنگڻ کانپوءِ ان جي بيهوش ٿي وڃڻ جي ڪري ڪن ماڻهن خيال ڪيو ته هو صليب تي مري ويا آهن. عربيءَ ۾ صَـلَـبَ جو لفظ صليب تي چاڙهڻ ۽ هڏيون ڀڃڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي جيئن ته مسيح ؑ جو هڏيون نه ڀڃيون ويون ان ڪري مَاصَلَبُوْهُ چيو ويو آهي.

يقيناً انهيءَ (جي زندهہ لاهڻ جي سبب جي) ڪري شڪ ۾ (مبتلا) آهن. انهن ڪي انهيءَ جي متعلق ڪو بہ (يقيني) علم نہ آهي. ها (صرف هڪ) وهم ① جي پيروي (ڪري رهيا آهن) ۽ انهن انهيءَ (واقعي جي اصليت) کي پوريءَ طرح نہ سمجهيو آهي (۽ جيڪي سمجهيو آهي غلط سمجهيو ② آهي).

بَلْ رَّفَعَهُ اللّٰهُ اِلَيْهِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ﴿١٥٩﴾

**١٥٩**۔حقيقت اِها آهي تہ اللّٰہ کيس پنهنجي حضور ۾ عزت (۽ رفعت) ڏني هئي (۽ هُو صليب③ تي مري نہ ويو هو) ڇو جو اللّٰہ غالب ۽ حڪمت وارو آهي.

وَاِنْ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ اِلَّا لَيُؤْمِنَنَّ بِهٖ قَبْلَ مَوْتِهٖ ۚ وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ يَكُوْنُ عَلَيْهِمْ شَهِيْدًا ﴿١٦٠﴾

**١٦٠**۔اهل ڪتاب وارن مان هڪڙو بہ ڪونهي جيڪو هن (واقعي) تي پنهنجي موت ④ کان پهريائين ايمان نہ آڻيندو رهي. ۽

١۔يعني سيئي حالتون صليب تي مرڻ جي خلاف هيون پر جيئن تہ يهودين جي دل گهريو ٿي تہ مسيحؑ صليب تي مري ان ڪري پنهنجي ئي وهم جو شڪار ٿي اُهي مسيحؑ جي صليب واري موت تي يقين ڪندا رهيا.

**٢**۔ قَتَلَ الشَّيْءَ خبرًا جي معنيٰ آهي اَحَاطَ بِهٖ عِلْمًا۔(اقرب) تہ ڪنهن شيءِ کي علم جي لحاظ سان پوري طرح سمجهي ورتو. ان ڪري مَاقَتَلُوْهُ يَقِيْنًا جي معنيٰ ٿيندي انهن هن واقعي جي اصليت کي چڱيءَ طرح نہ سمجهيو، ۽ نہ وري پنهنجي گمان کي يقين سان بدلايائون. اهڙي طرح هن آيت جي هڪ معنيٰ هيءَ آهي تہ اها پڪي ڳالهہ آهي تہ يهودين حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي قتل نہ ڪيو.

**٣**۔توريت ۾ آهي تہ جيڪو صليب تي مري يعني ڪاٺَ تي لڙڪايو وڃي اُهو لعنتي هوندو آهي (استثناء باب ٢١ آيت ٢٣)

**٤**۔مفسر هن آيت جي هيءَ معنيٰ ڪندا آهن تہ سڀ اهل ڪتاب مسيحؑ جي موت کان اڳ ان تي ايمان آڻيندا پر اِها معنيٰ صحيح ناهي ڇاڪاڻ تہ هتي اِنْ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ جا لفظ آهن جيڪي

اهو قيامت جي ڏينهن ان تي شاهد هوندو.

فَبِظُلْمٍ مِّنَ الَّذِيْنَ هَادُوْا حَرَّمْنَا عَلَيْهِمْ طَيِّبٰتٍ اُحِلَّتْ لَهُمْ وَبِصَدِّهِمْ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ كَثِيْرًا ﴿١٦١﴾

**١٦١**-پوءِ (انهيءَ) ظلم جي سببان جيڪو يهودين جي طرفان ظهور ۾ آيو اسان اُهي پاڪ شيون جيڪي (پهرين) انهن جي لاءِ حلال ڪيون ويون هيون، اُنهن تي حرام ① ڪري ڇڏيون ۽ (پڻ) الله جي راهه کان گهڻن کي روڪڻ جي سبب ڪري (اُنهن کي اِها سزا ملي).

وَّ اَخْذِهِمُ الرِّبٰوا وَقَدْ نُهُوْا عَنْهُ وَاَكْلِهِمْ اَمْوَالَ النَّاسِ بِالْبَاطِلِ ؕ وَاَعْتَدْنَا

**١٦٢**-۽ اُنهن جي وياج جي ڪاروبار ڪرڻ جي سببان به حالانڪ انهيءَ کان انهن کي روڪيو② ويو هو (پڻ) ماڻهن جي ناحق

(**باقي حاشيو**) ٻڌائين ٿا ته اهل ڪتاب مان هر ماڻهو جو ايمان آڻڻ ضروري آهي.حالانڪ لکين يهودي اهڙا آهن جيڪي مسيحؑ جي زماني کان وٺي هاڻي تائين فوت ٿي چڪا آهن پر ڪين مسيحؑ تي ايمان آڻڻ نصيب نه ٿيو.ان ڪري اسان هن آيت جو هي ترجمو ڪيو آهي ته اهل ڪتاب مان هر هڪ (يهودي ۽ عيسائي) پنهنجي موت کان اڳ هي مڃيندو رهندو ته مسيحؑ صليب تي مري ويا آهن. يهودي ان ڪري ته هو مسيحؑ کي لعنتي ثابت ڪرڻ چاهين ٿا ۽ عيسائي ان ڪري جو هو ڪُفاري جو بنياد ان تي رکن ٿا. اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو ته جڏهن انهن مان ڪو شخص وفات ڪندو ته ان تي اها حقيقت کلي ويندي ته مسيحؑ صليب تي نه مئو بلڪ هو صليب تان جيئرو لهي آيو هو. اسان جي معنيٰ ان ڪري به درست آهي جو هن آيت جي ٻي قراءت قَبْلَ مَوْتِهِمْ آئي آهي جيڪا ٻڌائي ٿي ته مسيحؑ جي موت کان اڳ يهودي ۽ عيسائي اهڙو ايمان نه آڻيندا بلڪ هر يهودي ۽ هر عيسائي پنهنجي موت کان اڳ ائين سمجهندو رهندو چاڪاڻ ته هُمْ جمع ضمير غائب آهي ان جو مرجع مسيح عليه السلام نٿا ٿي سگهن.

١-يعني مسيحؑ جي تعليم جي انڪار جي ڪري دين جو دروازو انهن تي بند ڪيو ويو.

٢-خروج باب ٢٢ آيت ٢٥، ۽ احبار باب ٢٥ آيت ٣٦،٣٧ ۾ يهودين کان وياج وٺڻ کان روڪيو ويو آهي پر استثناء باب ٢٣ آيت ٢٠ ۾ يهودين کان علاوه ٻين ماڻهن کان بني اسرائيل کي وياج

لِلْكٰفِرِيْنَ مِنْهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿۱۶۲﴾

مالن کائڻ جي سببان (کين اِها سزا ملي) ۽ اسان انهن مان ڪافرن جي لاءِ دردناڪ عذاب تيار ڪيو آهي.

لٰكِنِ الرّٰسِخُوْنَ فِي الْعِلْمِ مِنْهُمْ وَالْمُؤْمِنُوْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَمَآ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلِكَ وَالْمُقِيْمِيْنَ الصَّلٰوةَ وَالْمُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَالْمُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ اُولٰٓئِكَ سَنُؤْتِيْهِمْ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿۱۶۳﴾ ع ۲۲/۲

**۱۶۳**-پر انهن (يهودين) مان جيڪي ماڻهو علم ۾ پختا آهن اهي ۽ (پڻ) مومن (مسلمان) انهيءَ (ڪلام الٰهيءَ) تي جيڪو توتي نازل ڪيو ويو آهي ۽ جيڪو (ڪجهه) توکان پهرئين نازل ڪيو ويو هو ايمان آڻين ٿا ۽ (خصوصن) نماز کي نيڪ طرح پڙهڻ وارا ۽ زڪوات ڏيڻ وارا ۽ اللّٰه تي ۽ آخرت واري ڏينهن تي ايمان آڻڻ وارن (ماڻهن) کي اسان ضرور (تمام) گهڻو اجر ڏينداسين.

اِنَّآ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ كَمَآ اَوْحَيْنَآ اِلٰى نُوْحٍ وَّالنَّبِيّٖنَ مِنْۢ بَعْدِهٖ ۚ وَاَوْحَيْنَآ اِلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَالْاَسْبَاطِ وَعِيْسٰى وَاَيُّوْبَ وَيُوْنُسَ وَهٰرُوْنَ وَسُلَيْمٰنَ ۚ وَاٰتَيْنَا دَاوٗدَ زَبُوْرًا ﴿۱۶۳﴾ ج

**۱۶۴**-جهڙيءَ طرح اسان نوح ۽ انهيءَ کانپوءِ (پين) سڀني نبين تي وحي (نازل) ڪئي هئي، يقيناً توتي (به) اسان وحي (نازل) ڪئي آهي ۽ اسان ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب ۽ (انهيءَ جي) اولاد ۽ عيسٰي ۽ ايوب ۽ يونس ۽ هارون ۽ سليمان تي (به) وحي (نازل) ڪئي هئي ۽ اسان دائود کي (به) هڪ ڪتاب ڏنو هو.

وَرُسُلًا قَدْ قَصَصْنٰهُمْ عَلَيْكَ مِنْ قَبْلُ

**۱۶۵**-۽ ڪيترا اهڙا رسول آهن جن جي خبر اسان (هن کان) پهرئين توکي ڏني

**(باقي حاشيو)** ونڻ جي اجازت ڏني وئي آهي. حقيقت ۾ هي هڪ تحريف آهي جيڪا قرآن ڪريم جي مطابق يهودين پنهنجي تجارتي ڪاروبار لاءِ بائيبل ۾ ڪئي آهي. نه ته اللّٰه تعاليٰ کين هر قسم جي وياج واري ڪاروبار کان جهلي ڇڏيو هو. ان ڪري جيڪو ڪجهه بائيبل ۾ لکيل آهي، اُهو يهودين جي تحريف جونتيجو آهي.

وَرُسُلًا لَّمْ نَقْصُصْهُمْ عَلَيْكَ ۚ وَكَلَّمَ اللّٰهُ مُوْسٰى تَكْلِيْمًا ﴿١٦٥﴾

چڪا آهيون ۽ ڪيترا اهڙا رسول آهن جن جو ذڪر اسان توسان نہ ڪيو ۽ اللّٰه موسىٰ سان تمام چڱيءَ طرح ڪلام ڪيو هو.

رُسُلًا مُّبَشِّرِيْنَ وَمُنْذِرِيْنَ لِئَلَّا يَكُوْنَ لِلنَّاسِ عَلَى اللّٰهِ حُجَّةٌ ۢ بَعْدَ الرُّسُلِ ۚ وَكَانَ اللّٰهُ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ﴿١٦٦﴾

١٦٦- ۽ اسان انهن کي (يعني موسىٰ سان گڏ ذڪر ڪيل رسولن کي) بشارت ڏيڻ وارو ۽ ڊيجارڻ وارو رسول بڻائي موڪليو. انهيءَ لاءِ تہ ماڻهن کي انهن رسولن جي (مبعوث ٿيڻ کان) پوءِ اللّٰه تي ڪو بہ الزام نہ رهي ۽ اللّٰه غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

لٰكِنِ اللّٰهُ يَشْهَدُ بِمَآ اَنْزَلَ اِلَيْكَ اَنْزَلَهٗ بِعِلْمِهٖ ۚ وَالْمَلٰٓئِكَةُ يَشْهَدُوْنَ ۚ وَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًا ﴿١٦٧﴾

١٦٧- پر اللّٰه انهيءَ (ڪلام) جي ذريعي جيڪو انهيءَ توتي نازل ڪيو آهي شاهدي ڏئي ٿو تہ انهيءَ ان کي پنهنجي علم تي مشتمل ڪري لاٿو آهي ۽ ملائڪ (بہ) شاهدي ڏين ٿا ۽ اللّٰه جي شاهدي سڀني تي مقدم آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ قَدْ ضَلُّوْا ضَلٰلًاۢ بَعِيْدًا ﴿١٦٨﴾

١٦٨-جن ڪفر اختيار ڪيو آهي ۽ (ماڻهن کي) اللّٰه جي راهہ کان روڪيو آهي.اُهي يقيناً بيحد گمراهہ ٿي ويا آهن.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَظَلَمُوْا لَمْ يَكُنِ اللّٰهُ لِيَغْفِرَ لَهُمْ وَلَا لِيَهْدِيَهُمْ طَرِيْقًا ﴿١٦٩﴾ اِلَّا طَرِيْقَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ۚ وَكَانَ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرًا ﴿١٧٠﴾

١٦٩، ١٧٠-جن ڪفر اختيار ڪيو آهي ۽ ظلم ڪيو آهي اللّٰه انهن کي هرگز معاف نٿو ڪري سگهي. ۽ نہ انهن کي جهنم کانسواءِ ڪا راهہ ڏيکاري سگهي ٿو. اهي انهيءَ (جهنم) ۾ هڪ (ڊگهي) عرصي تائين رهندا ايندا ۽ اها (ڳالهہ) اللّٰه جي لاءِ آسان آهي.

يَاَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَآءَكُمُ الرَّسُوْلُ بِالْحَقِّ مِنْ رَّبِّكُمْ فَاٰمِنُوْا خَيْرًا لَّكُمْ ؕ وَاِنْ تَكْفُرُوْا فَاِنَّ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿١٧١﴾

١٧١- اي انسانو! ① هي رسول توهان وٽ توهان جي رب جي طرف کان حق وٺي اچي چڪو آهي. تنهن ڪري توهان ايمان آڻيو. (اهو) توهان جي لاءِ سٺو ٿيندو. ۽ جيڪڏهن توهان انڪار ڪندؤ ته (ياد رکو ته) جيڪي ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي يقيناً اللّٰه جوئي آهي ۽ اللّٰه ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

يَاَهْلَ الْكِتٰبِ لَا تَغْلُوْا فِيْ دِيْنِكُمْ وَلَا تَقُوْلُوْا عَلَى اللّٰهِ اِلَّا الْحَقَّ ؕ اِنَّمَا الْمَسِيْحُ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ رَسُوْلُ اللّٰهِ وَكَلِمَتُهٗ ۚ اَلْقٰهَآ اِلٰى مَرْيَمَ وَرُوْحٌ مِّنْهُ ۫ فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ ۚ وَلَا تَقُوْلُوْا ثَلٰثَةٌ ؕ اِنْتَهُوْا خَيْرًا لَّكُمْ ؕ اِنَّمَا اللّٰهُ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ؕ سُبْحٰنَهٗٓ اَنْ يَّكُوْنَ لَهٗ وَلَدٌ ۘ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ﴿١٧٢﴾ ع ٢٣

١٧٢- اي اهل ڪتاب! ② توهان پنهنجي دين (جي معاملي) ۾ وڌاءُ کان ڪم نه وٺو ۽ اللّٰه جي متعلق سچي ڳالهه کان سواءِ (ڪجهه) نه چوندا ڪيو. مسيح عيسيٰ ابن مريم اللّٰه جو صرف (هڪ) رسول ۽ انهيءَ جي (هڪ) بشارت③ هو جيڪا انهيءَ مريم تي نازل ڪئي هئي ۽ انهيءَ جي طرفان هڪ رحمت هو. تنهنڪري توهان اللّٰه (تي) ۽ انهيءَ جي سڀني رسولن تي ايمان آڻيو ۽ (ائين) نه چئو ته (خدا) ٽي آهن (انهيءَ ڳالهه کان) باز اچو (اهو) توهان جي لاءِ بهتر ٿيندو. اللّٰه ئي اڪيلو

١- اَلُ جو ترجمو ”هي“ ڪيو ويو آهي.

٢- هن جڳهه اهل ڪتاب مان مراد عيسائي آهن يهودي نه. ڇاڪاڻ ته هي عقيدا (جن کي رد ڪيو ويو آهي) عيسائين جا آهن.

٣- ڪَلِمَة جي معنيٰ بشارت جي به هوندي آهي(فتح البيان)

معبود آهي اهو (انهيءَ ڳالهہ کان) پاڪ آهي تہ انهيءَ کي اولاد هجي. جيڪي ڪجهہ آسمانن ۽ زمين ۾ آهي (سڀ) انهيءَ جو آهي ۽ الله جي حفاظت ڪانپوءِ ٻيءَ ڪنهن حفاظت جي ضرورت نہ آهي.

لَنْ يَّسْتَنْكِفَ الْمَسِيْحُ اَنْ يَّكُوْنَ عَبْدًا لِّلّٰهِ وَلَا الْمَلٰٓئِكَةُ الْمُقَرَّبُوْنَ ؕ وَمَنْ يَّسْتَنْكِفْ عَنْ عِبَادَتِهٖ وَيَسْتَكْبِرْ فَسَيَحْشُرُهُمْ اِلَيْهِ جَمِيْعًا ﴿١٧٣﴾

١٧٣- مسيح ڪڏنهن بہ انهيءَ (ڳالهہ) کي برو نہ سمجهندو تہ اهو الله جو هڪ ٻانهو سمجهيو وڃي ۽ نہ (ئي) مقرب فرشتا (انهيءَ کي برو سمجهندا) ۽ جيڪي (ماڻهو) انهيءَ جي عبادت کي برو سمجهن ۽ تڪبر ڪن اهو (يعني خدا تعالٰي) ضرور انهن کي پنهنجي حضور ۾ گڏ ڪندو.

فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَيُوَفِّيْهِمْ اُجُوْرَهُمْ وَيَزِيْدُهُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ ۚ وَاَمَّا الَّذِيْنَ اسْتَنْكَفُوْا وَاسْتَكْبَرُوْا فَيُعَذِّبُهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ۙ وَّلَا يَجِدُوْنَ لَهُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيْرًا ﴿١٧٤﴾

١٧٤- پوءِ جيڪي ماڻهو مومن هئا ۽ انهن نيڪ (۽ ايمان جي مناسب حال) عمل ڪيا هئا انهن کي اهو انهن جا پورا پورا بدلا ڏيندو. ۽ پنهنجي فضل سان انهن کي (اجان بہ) وڌيڪ ڏيندو. ۽ جن ماڻهن عار ڪيو ۽ وڏائي ڪئي انهن کي اهو دردناڪ عذاب ڏيندو. ۽ اهي الله کانسواءِ نہ (ڪنهن کي) پنهنجو دوست لهندا ۽ نہ مددگار.

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَآءَكُمْ بُرْهَانٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَاَنْزَلْنَآ اِلَيْكُمْ نُوْرًا مُّبِيْنًا ﴿١٧٥﴾

١٧٥- اي انسانو! توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان هڪ ڪليل دليل اچي چڪو آهي ۽ اسان توهان ڏانهن (تمام) روشن نور لاٿو آهي.

فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَاعْتَصَمُوْا بِهٖ

١٧٦- پوءِ جن ماڻهن الله تي ايمان آندو

فَسَيُدْخِلُهُمْ فِيْ رَحْمَةٍ مِّنْهُ وَفَضْلٍ ۙ وَّيَهْدِيْهِمْ اِلَيْهِ صِرَاطًا مُّسْتَقِيْمًا ﴿۱۷۶﴾

آهي ۽ انهن انهيءَ جي ذريعي (پنهنجو) بچاءُ ڪيو آهي انهن کي اهو ضرور پنهنجي هڪ وڏي رحمت ۽ وڏي فضل ۾ داخل ڪندو ۽ انهن کي پنهنجي طرف اچڻ واري سڌي راهه ڏيکاريندو.

يَسْتَفْتُوْنَكَ ۭ قُلِ اللّٰهُ يُفْتِيْكُمْ فِي الْكَلٰلَةِ ۭ اِنِ امْرُؤٌا هَلَكَ لَيْسَ لَهٗ وَلَدٌ وَّلَهٗٓ اُخْتٌ فَلَهَا نِصْفُ مَا تَرَكَ ۚ وَهُوَ يَرِثُهَآ اِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّهَا وَلَدٌ ۭ فَاِنْ كَانَتَا اثْنَتَيْنِ فَلَهُمَا الثُّلُثٰنِ مِمَّا تَرَكَ ۭ وَاِنْ كَانُوْٓا اِخْوَةً رِّجَالًا وَّنِسَاۗءً فَلِلذَّكَرِ مِثْلُ حَظِّ الْاُنْثَيَيْنِ ۭ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمْ

۱۷۷-اهي توکان (هڪ قسم جي ڪلالہ ① جي متعلق) فتويٰ پڇن ٿا، تون چؤ اللّٰه توهان کي (اهڙي) ڪلالہ جي متعلق حڪم ٻڌائي ٿو. جيڪڏهن ڪو اهڙو شخص مري وڃي ۽ سندس اولاد نہ هجي ۽ هن جي هڪ ڀيڻ هجي تہ جو ڪجهہ انهيءَ ڇڏيو هجي انهيءَ جو اڌ انهيءَ (ڀيڻ) جو هوندو. ۽ جيڪڏهن (اها ڀيڻ مري وڃي ۽) انهيءَ کي اولاد نہ هجي تہ اهو (يعني انهيءَ جو ڀاءُ) انهيءَ (جي سموري ترڪي) جو وارث ٿيندو ۽ جيڪڏهن ٻہ ڀينر هجن تہ جيڪي ڪجهہ انهيءَ (ڀاءُ)

---

۱ ـ منهنجو هڪ استاد چوندو هو تہ هن جڳهہ ڪلالہ مان مراد مسيح عليه السلام آهي ڇاڪاڻ تہ مٿي انهيءَ جو ذڪر آهي. واللّٰه اعلم بالصَّواب

ڪلالہ جي ورثي جي ورهاڱي جي باري ۾ هڪ حڪم سورت نساء جي آيت ۱۳ ۾ گذري چڪو آهي هن جڳهہ ڪلالہ جي ورثي جي ورهائڻ جو مسئلو بيان ڪيو ويو آهي، اهو اڳي کان مختلف آهي. سورت نساء جي آيت ۱۳ ۾ هي ذڪر هو تہ جيڪڏهن ڪلالہ مري وڃي هن جا ڀيڻ ڀاءُ ماءُ جي طرفان هجن تہ انهن کي ۱/٦ يا ۱/۳ ملندو پر هن جڳهہ ان ڪلالہ جو ذڪر آهي جنهن جا ڀيڻُ ڀاءُ ماءُ ۽ پيءُ ٻنهي جي طرف کان هجن يا صرف پيءُ جي طرفان.

اَنْ تَضِلُّوْا ؕ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَیْءٍ عَلِیْمٌ ﴿۱۷۶﴾ ع ۲٤

چڏيو آهي ان جو بہ ٽهايون انهن جو ٿيندو ۽ جيڪڏهن اهي (وارث) ڀائر ڀينر هجن. مرد (بہ) ۽ عورتون (بہ) تہ (انهيءَ مان) مرد جو (حصو) ٻن عورتن جي حصي جي برابر ٿيندو. الله توهان جي لاءِ (هي ڳالهيون) توهان جي گمراهہ ٿي وڃڻ (جي خدشي) جي سبب بيان ڪري ٿو ۽ الله هر هڪ امر کي خوب ڄاڻي ٿو.

## سُوْرَةُ الْمَآئِدَةِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّاِحْدٰى وَ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةَ عَشَرَ رُكُوْعًا

سورت مائده هي سورت مدني① آهي. بسم الله سميت هن جون هڪ سئو ايڪيھ آيتون ۽ سورھن رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) الله جو نالو وٺي جو بي حد ڪرم ڪرڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو)

يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَوْفُوْا بِالْعُقُوْدِ ۬ؕ اُحِلَّتْ لَكُمْ بَهِيْمَةُ الْاَنْعَامِ اِلَّا مَا يُتْلٰى عَلَيْكُمْ غَيْرَ مُحِلِّي الصَّيْدِ وَاَنْتُمْ حُرُمٌ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَحْكُمُ مَا يُرِيْدُ ②

٢-اي ايماندارو! (پنهنجا) قولن کي پورو ڪيو. توهان جي لاءِ چرندڙ جانورن (جي قسم) جا چوپايا سواءِ انهن جي جيڪي توهان کي (قرآن ۾) پڙهي ٻڌايا ويندا حلال قرار ڏنا ويا آهن،(شرط اِهو آهي ته) توهان (انهيءَ اجازت جي ڪري) احرام جي حالت ۾ شڪار ڪرڻ جائز نه سمجهي وٺو. الله يقيناً جيڪي چاهي ٿو فيصلو ڪري ٿو.

يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُحِلُّوْا شَعَآئِرَ اللّٰهِ وَلَا الشَّهْرَ الْحَرَامَ وَلَا الْهَدْيَ وَلَا الْقَلَآئِدَ وَلَآ اٰمِّيْنَ الْبَيْتَ الْحَرَامَ يَبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنْ رَّبِّهِمْ وَرِضْوَانًا ؕ وَاِذَا حَلَلْتُمْ فَاصْطَادُوْا ؕ وَلَا يَجْرِمَنَّكُمْ شَنَاٰنُ قَوْمٍ اَنْ صَدُّوْكُمْ عَنِ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ اَنْ

٣-اي ايماندارو! الله جي (مقرر ڪيل) نشانن جي بي حرمتي نه ڪيو ۽ نه حرمت واري مهيني جي ۽ نه (حرم ڏانهن وٺي وڃڻ واري) قربانيءَ جي ۽ نه (اهڙين قربانين جي) جن جي ڳچيءَ ۾ حرم جي ذبيحي جي نشانيءَ طور هار پهرايا ويا هجن ۽ نه بيت الحرام جي طرف وڃڻ وارن ماڻهن جي جيڪي پنهنجي رب جي فضل ۽ سندس رضا جي

---

١- هيءَ سورت مدني آهي. صلح حديبيه کان موٽندي نازل ٿي هئي ان جو ڪجهه حصو فتح مڪه جي سال ۾ ۽ ڪجهه حصو **حجة الوداع** ۾ نازل ٿيو هو.

تَعْتَدُوْا ۘ وَتَعَاوَنُوْا عَلَى الْبِرِّ وَالتَّقْوٰى ۖ وَلَا تَعَاوَنُوْا عَلَى الْاِثْمِ وَالْعُدْوَانِ ۖ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ۭ اِنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ۝

تلاش ۾ آهن. ۽ جڏهن توهان احرام کولي وٺو ته (بي شڪ) شڪار ڪيو. ۽ هڪ قوم جي (توهان سان هيءَ) دشمني ته هنن توهان کي مسجد حرام کان روڪيو هو توهان کي انهيءَ ڳالهه تي نه آماده ڪري ته توهان زيادتي ڪيو ۽ توهان نيڪي ۽ تقويٰ (جي ڪمن) ۾ پاڻ ۾ (هڪ ٻئي جي) مدد ڪيو. ۽ گناهه ۽ زيادتيءَ (جي ڳالهين) ۾ (هڪ ٻئي جي)مدد نه ڪندا ڪيو۔ ۽ الله جي تقويٰ اختيار ڪيو. الله جي سزا يقيناً سخت (هوندي) آهي.

حُرِّمَتْ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةُ وَالدَّمُ وَلَحْمُ الْخِنْزِيْرِ وَمَآ اُهِلَّ لِغَيْرِ اللّٰهِ بِهٖ وَالْمُنْخَنِقَةُ وَالْمَوْقُوْذَةُ وَالْمُتَرَدِّيَةُ وَالنَّطِيْحَةُ وَمَآ اَكَلَ السَّبُعُ اِلَّا مَا ذَكَّيْتُمْ ۣ وَمَا ذُبِحَ عَلَى النُّصُبِ وَاَنْ تَسْتَقْسِمُوْا بِالْاَزْلَامِ ۭ ذٰلِكُمْ فِسْقٌ ۭ اَلْيَوْمَ يَىِٕسَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ دِيْنِكُمْ فَلَا تَخْشَوْهُمْ وَاخْشَوْنِ ۭ اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَاَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَرَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا ۭ فَمَنِ اضْطُرَّ فِيْ مَخْمَصَةٍ غَيْرَ مُتَجَانِفٍ لِّاِثْمٍ ۙ فَاِنَّ اللّٰهَ

۴۔ توهان تي مُردارُ رَتُ ۽ سُوئَرجو گوشت ۽ اهو(جانور)جنهن تي الله کانسواءِ (ڪنهن ٻئي جو)نالو ورتو ويو هجي۽ گُهٽي اچڻ سان مُئلُ ياڪنهن مُڏَي اوزارَ جي ڌڪ سان مُئلُ. ۽ مٿان کان ڪري مُئلُ.۽ سِڱُ لڳڻ سان مئل(جانور) ۽ جنهن کي(ڪنهن) وحشي جانور کاڌو هجي.سواءِان جي جنهن کي(مرڻ کان اڳ)توهان ذبح ڪري ورتو هجي. ۽ جنهن (جانور) کي ڪنهن بُتَ جي آستاني تي ذبح ڪيو ويوهجي.حرام ڪيو ويوآهي۽ تيرن جي وسيلي حصو معلوم ڪرڻ (به)اهڙو ڪم ڪرڻ نافرمانيءَ (۾ داخل) آهي.جيڪي ماڻهو ڪافر آهن اهي اڄ توهان جي دين(کي نقصان پهچائڻ) کان نااميدٿي ويا آهن. تنهنڪري توهان انهن کان نه

غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٤﴾

دڄو ۽ مون کان ڊڄو.اڄ مون توهان جي(فائدي جي) لاءِ توهان جو دين مڪمل ڪري ڇڏيو آهي ۽ توهان تي پنهنجي احسان کي پورو ڪري ڇڏيو آهي.۽ توهانجي لاءِ دين جي طور تي اسلام کي پسند ڪيو آهي پرجيڪو شخص بک(جي حالت) ۾ مجبور ٿي وڃي ۽ اهو گناهہ ڏانهن جُهڪڻ وارو نہ هجي(۽ حرام شين مان ڪجهہ کائي وٺي) تہ (ياد رکو تہ) اللّٰه يقيناً (مجبوريً جي غلطين کي) ڍاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يَسْـَٔلُوْنَكَ مَاذَآ اُحِلَّ لَهُمْ ؕ قُلْ اُحِلَّ لَكُمُ الطَّيِّبٰتُ ۙ وَمَا عَلَّمْتُمْ مِّنَ الْجَوَارِحِ مُكَلِّبِيْنَ تُعَلِّمُوْنَهُنَّ مِمَّا عَلَّمَكُمُ اللّٰهُ ۫ فَكُلُوْا مِمَّآ اَمْسَكْنَ عَلَيْكُمْ وَاذْكُرُوا اسْمَ اللّٰهِ عَلَيْهِ ۠ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ﴿٥﴾

**٥**۔(مسلمان) توکان پُڇن ٿا تہ انهن جي لاءِ ڇا (ڇا) حلال ڪيو ويو آهي. تون چؤ تہ توهانجي لاءِ (سڀ) پاڪيزه ① شيون حلال ڪيون ويون آهن ۽ (پڻ) شڪاري جانورن مان جن کي توهان شڪار جي تعليم ڏئي سيکاريو. چاڪاڻ تہ توهان انهن کي انهيً (علم) جي ذريعي سيکاريو ٿا جيڪو اللّٰه توهان کي سيکاريو ② آهي پوءِ جنهن (شڪار) کي اهي توهانجي

١ ـ اسلام جو اصول هي آهي تہ سڀ کائڻ واريون شيون حلال آهن پر ان شرط سان تہ اُهي پاڪ هجن. يعني صحت ۽ اخلاق تي برو اثر نہ وجهنديون هجن،يا معاشري ۾ انهن جو کائڻ ڪا پريشاني پيداڪندڙ نہ هجي.

٢ ـ يعني سيکاريل شڪاري جانور جيڪو ڪم ڪندو آهي اهو ان جي سيکارڻ واري ڏانهن منسوب ٿيندو ۽ اهو انسان آهي. ان ڪري سيکاريل شڪاري جانور جو ماريل بہ ڪُٺَلّ جي برابر آهي. ان ڪري حديث ۾ اچي ٿو تہ شڪاري جانور کي ڇڏڻ کان اڳ بسم اللّٰه پڙهي وٺو تہ جيئن ان

اَلْيَوْمَ اُحِلَّ لَكُمُ الطَّيِّبٰتُ ؕ وَطَعَامُ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ حِلٌّ لَّكُمْ ۪ وَطَعَامُكُمْ حِلٌّ لَّهُمْ ۫ وَالْمُحْصَنٰتُ مِنَ الْمُؤْمِنٰتِ وَالْمُحْصَنٰتُ مِنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِكُمْ اِذَاۤ اٰتَيْتُمُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ مُحْصِنِيْنَ غَيْرَ مُسٰفِحِيْنَ وَلَا مُتَّخِذِيْۤ اَخْدَانٍ ؕ وَمَنْ يَّكْفُرْ بِالْاِيْمَانِ فَقَدْ حَبِطَ عَمَلُهٗ ۫ وَهُوَ فِى الْاٰخِرَةِ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ۟

ع ٥

لاءِ روڪي رکن انهيءَ مان ڪائو انهيءَ تي اللّٰه جو نالو وٺندا ڪيو ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو. اللّٰه يقيناً جلد حساب وٺڻ وارو آهي.

٦-اج توهان جي لاءِ سيئي پاڪيزه شيون حلال ڪيون ويون آهن ۽ توهانجي لاءِ انهن ماڻهن جو(پڪل) ڪاڌو ① جن ڪي ڪتاب ڏنو ويو هو حلال آهي ۽ توهان جو (پڪل) ڪاڌو انهن جي لاءِ حلال آهي ۽ پاڪدامن مومن عورتون ۽ جن ماڻهن ڪي توهان ڪان پهريائين ڪتاب ڏنو ويو هو انهن مان پاڪدامن عورتون جڏهن توهان انهن ڪي نڪاح ۾ ② آڻي نه بدڪاريءَ جا مرتڪب ٿي ڪري ۽ نه (ئي) ڳجها دوست بڻائي، انهن جا مَهَرَ انهن ڪي ڏئي ڇڏيو (توهان جي لاءِ جائز آهن) ۽ جيڪو شخص ايمان رکڻ جي باوجود ڪفر (اختيار)

---

**(باقي حاشيو)** جو ماريل ڪُتَلّ جي برابر ٿي وڃي.

١-يعني انهن جا ذبح ٿيل حلال آهن ان شرط سان ته انهن تي تڪبير پڑهي وڃي.جهڙوڪ حديث ۾ آيو آهي(بخاري ڪتاب الذبائح والصيد) هي حڪم ان لاءِ ڏنو ته توريت جي شريعت جي مطابق موسيٰ جي امت جا سپ ڪاڌا به اُهي ئي آهن جن ڪي اسلام جائز رکيو آهي.۽ عيسائي مسيحؑ جي تعليم جي مطابق توريت تي عمل ڪن ته اُهي به ان حڪم ۾ آهن ۽ جيڪڏهن خبر پئجي وڃي ته هو حرام ڪائيندا آهن ته پوءِ ان تي واقعن جي مطابق فتويٰ لڳندي. يهودي يا عيسائي هجڻ ڪافي نه هوندو ڇاڪاڻ ته ڪي پراڻا ۽ نوان عيسائي فرقا توريت جي تعليم تي عمل ڪندا آهن.

٢-مُحْصِنِيْنَ غَيْرَ مُسَافِحِيْنَ وَلَا مُتَّخِذِيْٓ اَخْدَانٍ جي باري ڏسو نوٽ سورت نساء آيت ٢٦

ڪري ٿو ته (سمجهو ته) انهيءَ جو عمل ضائع ٿي ويو ۽ اهو آخرت ۾ نقصان ماڻڻ وارن مان هوندو.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا قُمْتُمْ اِلَى الصَّلٰوةِ فَاغْسِلُوْا وُجُوْهَكُمْ وَاَيْدِيَكُمْ اِلَى الْمَرَافِقِ وَامْسَحُوْا بِرُءُوْسِكُمْ وَاَرْجُلَكُمْ اِلَى الْكَعْبَيْنِ ۭ وَاِنْ كُنْتُمْ جُنُبًا فَاطَّهَّرُوْا ۭ وَاِنْ كُنْتُمْ مَّرْضٰٓى اَوْ عَلٰى سَفَرٍ اَوْ جَاۗءَ اَحَدٌ مِّنْكُمْ مِّنَ الْغَاۗىِٕطِ اَوْ لٰمَسْتُمُ النِّسَاۗءَ فَلَمْ تَجِدُوْا مَاۗءً فَتَيَمَّمُوْا صَعِيْدًا طَيِّبًا فَامْسَحُوْا بِوُجُوْهِكُمْ وَاَيْدِيْكُمْ مِّنْهُ ۭ مَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيَجْعَلَ عَلَيْكُمْ مِّنْ حَرَجٍ وَّلٰكِنْ يُّرِيْدُ لِيُطَهِّرَكُمْ وَلِيُتِمَّ نِعْمَتَهٗ عَلَيْكُمْ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ۝٧

٧-اي ايماندارو! جڏهن توهان نماز جي لاءِ اٿو ته پنهنجو منهن (به) ۽ نونين تائين پنهنجا هٿ (به) ڌوئيندا ڪيو. ۽ پنهنجي مٿن جو مسح ڪندا ڪيو ۽ مُرن تائين پنهنجا پير (به ڌوئيندا ڪيو) ۽ جيڪڏهن توهان مٿي ميرا هجو ته وهنجندا ڪيو. ۽ جيڪڏهن توهان بيمار (آهيو) يا سفر (جي حالت) ۾ آهيو (۽ توهان مٿي ميرا آهيو) يا توهان مان ڪو (شخص) ڪاڪوس مان اچي ۽ توهان عورتن سان مباشرت به ڪئي هجي ① ۽ توهان کي پاڻي نه ملي، ته پاڪ مٽيءَ جو ارادو ڪيو ۽ انهيءَ مان ڪجهه (مٽي کڻي) پنهنجي منهن ۽ پنهنجن هٿن کي مليو. اللّٰه توهان تي ڪنهن به قسم جي تنگي ڪرڻ نه ٿو چاهي، ها اهو توهان کي پاڪ ڪرڻ ۽ توهان تي پنهنجي احسان کي پورو ڪرڻ چاهي ٿو. انهيءَ لاءِ ته توهان شڪر ڪيو.

وَاذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَمِيْثَاقَهُ الَّذِيْ وَاثَقَكُمْ بِهٖٓ ۙ اِذْ قُلْتُمْ سَمِعْنَا

٨-۽ جيڪو اللّٰه جو احسان توهان تي آهي (انهيءَ کي به) ۽ انهيءَ پڪتي عهد کي (به)

١-ان جي وضاحت لاءِ ڏسو نوٽ سورت نساء آيت ٤٣

وَاَطَعْنَا ۡ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ۝۸

جيڪو انهيءَ توهان ڪان (ان وقت) ورتو هو جڏهن توهان چيو هو ته اسان ٻڌو آهي ۽ اسان فرمانبردار ٿي ويا آهيون ياد رکو ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو. اللّٰه سيني جي ڳجهن (تائين) کي خوب ڄاڻي ٿو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْا قَوّٰمِيْنَ لِلّٰهِ شُهَدَآءَ بِالْقِسْطِ ۡ وَلَا يَجْرِمَنَّكُمْ شَنَاٰنُ قَوْمٍ عَلٰۤى اَلَّا تَعْدِلُوْا ؕ اِعْدِلُوْا ۟ هُوَ اَقْرَبُ لِلتَّقْوٰى ۡ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ خَبِيْرٌۢ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ۝۹

**۹**-اي ايماندارو! توهان انصاف سان شاهدي ڏيندي اللّٰه جي لاءِ سندرو ٻڌي بيهو، ۽ ڪنهن قوم جي دشمني توهان کي هرگز انهيءَ ڳالهه تي نه آماده ڪري جو توهان انصاف نه ڪيو. توهان انصاف ڪيو، اهو تقويٰ جي وڌيڪ ويجهو آهي ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيءَ کان آگاهه آهي.

وَعَدَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ۙ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ عَظِيْمٌ ۝۱۰

**۱۰**-جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ انهن نيڪ عمل ڪيا آهن انهن سان اللّٰه وعدو ڪيو آهي ته انهن لاءِ بخشش ۽ (تمام) وڏو اجر (مقدر) آهي.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَاۤ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَحِيْمِ ۝۱۱

**۱۱**-۽ جن ماڻهن ڪفر اختيار ڪيو آهي ۽ اسانجي آيتن کي ڪوڙو ڪيو آهي اهي ماڻهو دوزخي آهن.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ هَمَّ قَوْمٌ اَنْ يَّبْسُطُوْۤا اِلَيْكُمْ اَيْدِيَهُمْ فَكَفَّ اَيْدِيَهُمْ عَنْكُمْ ۚ وَاتَّقُوا

**۱۲**- اي ايماندارو! توهان اللّٰه جي پنهنجي مٿان نعمت ياد ڪيو (جيڪا انهيءَ وقت ٿي هئي) جڏهن هڪ قوم ارادو ڪيو هو ته توهان تي هٿ ڊگهيري. تڏهن انهيءَ انهن

اللّٰهَ ۭ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ۝ ع

جا هٿ توهان تان روڪي ڇڏيا ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو. ۽ مومنن کي اللّٰه تي (ئي) توڪل ڪرڻ گهرجي.

وَلَقَدْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ بَنِيْٓ اِسْرَاۗءِيْلَ ۚ وَبَعَثْنَا مِنْهُمُ اثْنَيْ عَشَرَ نَقِيْبًا ۭ وَقَالَ اللّٰهُ اِنِّىْ مَعَكُمْ ۭ لَىِٕنْ اَقَمْتُمُ الصَّلٰوةَ وَاٰتَيْتُمُ الزَّكٰوةَ وَاٰمَنْتُمْ بِرُسُلِيْ وَعَزَّرْتُمُوْهُمْ وَاَقْرَضْتُمُ اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا لَّاُكَفِّرَنَّ عَنْكُمْ سَيِّاٰتِكُمْ وَلَاُدْخِلَنَّكُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْھٰرُ ۚ فَمَنْ كَفَرَ بَعْدَ ذٰلِكَ مِنْكُمْ فَقَدْ ضَلَّ سَوَاۗءَ السَّبِيْلِ ۝

**١٣-** ۽ (اللّٰه فرمائي ٿو ته) اسان يقيناً بني اسرائيل کان پڪتو عهد ورتي ڇڏيو آهي ۽ اسان انهن مان ٻارهن سردار مقرر ڪيا هئا ۽ (انهن کي) فرمايو هئوسين (ته) جيڪڏهن توهان نماز کي سنواري پڙهندؤ ۽ زڪوات ڏيندؤ ۽ منهنجن رسولن تي ايمان آڻيندؤ ۽ انهن جي هر طرح مدد ڪندؤ ۽ توهان انهيءَ (يعني اللّٰه) کي (پنهنجي مال جو) هڪ سٺو ٽڪرو ڪٽي ڏيندؤ ته مان يقيناً توهان ساڻ آهيان. (۽) مان ضرور توهان کان توهانجون بديون مٽائي ڇڏيندس ۽ مان يقيناً توهان کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندس جن ۾ نهرون وهنديون هونديون. پر جيڪو (شخص) توهان مان انهيءَ کانپوءِ به انڪار کان ڪم وٺي ته (اُهو سمجهي ڇڏي ته) اهو سڌي رستي کان ڀٽڪي ويو آهي.

فَبِمَا نَقْضِهِمْ مِّيْثَاقَهُمْ لَعَنّٰهُمْ وَجَعَلْنَا قُلُوْبَهُمْ قٰسِيَةً ۚ يُحَرِّفُوْنَ الْكَلِمَ عَنْ

**١٤-** ۽[١] انهن جي پنهنجي پڪتي عهد ٽوڙڻ جي سببان اسان انهن تي لعنت ڪئي هئي ۽ انهن جي دلين کي سخت

١ ـ فاء جو ترجمو ۽ به ٿيندو آهي.

مَّوَاضِعِهٖ ۙ وَنَسُوْا حَظًّا مِّمَّا ذُكِّرُوْا بِهٖ ۚ وَلَا تَزَالُ تَطَّلِعُ عَلٰى خَآئِنَةٍ مِّنْهُمْ اِلَّا قَلِيْلًا مِّنْهُمْ فَاعْفُ عَنْهُمْ وَاصْفَحْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٤﴾

ڪري ڇڏيو هو. تنهنڪري اهي (ڪتاب جي) لفظن کي انهن جي جڳهن تان هيڏي هوڏي ڪري ڇڏين ٿا ۽ جنهن ڳالهہ جي انهن کي نصيحت ڪئي وئي هئي انهيءَ جو هڪ حصو وساري وينا آهن ۽ تون انهن جي ٿورن (ماڻهن) کان سواءِ هميشہ انهن(جي طرف) کان ڪنهن (نہ ڪنهن) خيانت جي اطلاع حاصل ڪندو رهندين. سو تون انهن کي معاف ڪر ۽ انهن کان درگذر ڪر الله احسان ڪرڻ وارن سان يقيناً محبت ڪري ٿو.

وَمِنَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّا نَصٰرٰٓى اَخَذْنَا مِيْثَاقَهُمْ فَنَسُوْا حَظًّا مِّمَّا ذُكِّرُوْا بِهٖ ۠ فَاَغْرَيْنَا بَيْنَهُمُ الْعَدَاوَةَ وَالْبَغْضَآءَ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ؕ وَسَوْفَ يُنَبِّئُهُمُ اللّٰهُ بِمَا كَانُوْا يَصْنَعُوْنَ ﴿١٥﴾

**١٥**-۽ جيڪي ماڻهو چون ٿا تہ اسان نصاريٰ آهيون اسان انهن کان (بہ) عهد ورتو هو- پوءِ انهن (بہ) جنهن ڳالهہ جي انهن کي نصيحت ڪئي وئي هئي انهيءَ جو هڪ حصو وساري ڇڏيو تڏهن اسان سندن وچ ۾ قيامت جي ڏينهن تائين عداوت[1] ۽ سخت دشمني وجهي ڇڏي. ۽ جيڪي ڪجهہ اهي ڪندا هئا الله انهيءَ کان انهن کي جلد آگاهہ ڪندو.

يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ قَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلُنَا يُبَيِّنُ لَكُمْ كَثِيْرًا مِّمَّا كُنْتُمْ تُخْفُوْنَ مِنَ الْكِتٰبِ

**١٦**-اي اهل ڪتاب! اسانجو رسول توهان وٽ اچي چڪو آهي (۽) جيڪي ڪجهہ توهان ڪتاب مان لڪائيندا هئا اُهو

١-ڪهڙي نہ زبردست پيشگوئي آهي جنهن ۾ عيسائي قومن جي پنهنجو پاڻ ۾ دشمنيءَ جي خبر ڏني وئي آهي تہ جيئن مسلمان پنهنجي ڪمزوريءَ جي وقت ۾ مايوس نہ ٿين ۽ هن پيشگوئيءَ جي ڪري انهن جي همت وڌندي رهي.

وَيَعۡفُوۡا عَنۡ كَثِيۡرٍ ۬ؕ قَدۡ جَآءَكُمۡ مِّنَ اللّٰهِ نُوۡرٌ وَّكِتٰبٌ مُّبِيۡنٌ ۙ﴿۱۶﴾

انهيءَ سان ڪافي (حصو) توهان سان بيان ڪريٿو ۽ گهڻن قصورن کي به معاف ڪري ٿو (ها) توهان جي لاءِ الله جي طرفان هڪ نور ۽ هڪ روشن ڪتاب اچي چڪو آهي.

يَّهۡدِىۡ بِهِ اللّٰهُ مَنِ اتَّبَعَ رِضۡوَانَهٗ سُبُلَ السَّلٰمِ وَيُخۡرِجُهُمۡ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوۡرِ بِاِذۡنِهٖ وَيَهۡدِيۡهِمۡ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ﴿۱۷﴾

١٧-الله انهيءَ جي ذريعي انهن (ماڻهن) کي جيڪي انهيءَ جي رضا (جي راهه) تي هلن ٿا سلامتيءَ جي راهن تي هلائي ٿو ۽ پنهنجي حڪم سان انهن کي اونداهين کان نور ڏانهن ڪيڍي وني وڃي ٿو ۽ سڌي رستي ڏانهن انهن جي رهنمائي ڪري ٿو.

لَقَدۡ كَفَرَ الَّذِيۡنَ قَالُوۡۤا اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الۡمَسِيۡحُ ابۡنُ مَرۡيَمَ ؕ قُلۡ فَمَنۡ يَّمۡلِكُ مِنَ اللّٰهِ شَيۡــًٔا اِنۡ اَرَادَ اَنۡ يُّهۡلِكَ الۡمَسِيۡحَ ابۡنَ مَرۡيَمَ وَاُمَّهٗ وَمَنۡ فِى الۡاَرۡضِ جَمِيۡعًا ؕ وَلِلّٰهِ مُلۡكُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ وَمَا بَيۡنَهُمَا ؕ يَخۡلُقُ مَا يَشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَىۡءٍ قَدِيۡرٌ ﴿۱۸﴾

١٨-جيڪي ماڻهو چون ٿا ته يقيناً الله ئي مسيح ابن① مريم آهي، اهي بلاشڪ ڪافر ٿي ويا آهن. تون (انهن کي) چئي ڇڏ جيڪڏهن الله مسيح ابن② مريم (کي) ۽ انهيءَ جي ماءُ (کي) ۽ (انهن) سيني ماڻهن کي جيڪي زمين ۾ آهن تباهه ڪرڻ چاهي ته انهيءَ جي مقابلي ۾ ڪير ڪنهن ڳالهه جي طاقت رکي ٿو ۽ آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي ڪجهه انهن جي وچ۾ (موجود) آهي انهن (سيني) تي حڪومت الله جي ئي آهي. اهو جيڪي (ڪجهه) چاهي ٿو پيدا ڪري ٿو ۽

١-يعني ٻئي هڪ جهڙو درجو رکن ٿا.

٢-هي آيت مسيحؑ جي وفات جو ثبوت آهي، جيڪڏهن مسيحؑ ۽ ان جي ماءُ کي الله تعاليٰ ماريو ناهي ته هي آيت هڪ دليل ڪانسواءِ دعويٰ بڻجي وڃي ٿي.

اللّٰه هر ھڪ ڳالھ تي پورو (پورو) قادر آھي.

وَقَالَتِ الْيَهُودُ وَالنَّصٰرٰى نَحْنُ اَبْنٰٓؤُا اللّٰهِ وَاَحِبَّآؤُهٗ ۭ قُلْ فَلِمَ يُعَذِّبُكُمْ بِذُنُوْبِكُمْ ۭ بَلْ اَنْتُمْ بَشَرٌ مِّمَّنْ خَلَقَ ۭ يَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ ۭ وَلِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ۡ وَاِلَيْهِ الْمَصِيْرُ ⑲

**١٩**-۽ يهودي ۽ نصاريٰ چون ٿا ته اسان اللّٰه جا پٽ (آھيون) ۽ انھيءَ جا پيارا آھيون. تون چؤ ته پوءِ اھو توھانجن ڏوھن جي سببان توھان کي عذاب ڇو ٿو ڏئي (ائين ڪونھي جيڪو توھان چئو ٿا) پر جيڪي (بيا ماڻھو) انھيءَ پيدا ڪيا آھن توھان (به) انھن (ئي) جي قِسمَ جا ماڻھو آھيو ھو جنھن کي پسند ڪري ٿو بخشي ٿو ۽ جنھن کي چاھي ٿو عذاب ڏئي ٿو ۽ آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي ڪجھ انھن (ٻنھي) جي وچ ۾ آھي انھن (سڀني) تي حڪومت اللّٰه جي ئي آھي ۽ انھيءَ ڏانھن (سڀني کي) موٽي وڃڻو آھي.

يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ قَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلُنَا يُبَيِّنُ لَكُمْ عَلٰى فَتْرَةٍ مِّنَ الرُّسُلِ اَنْ تَقُوْلُوْا مَا جَآءَنَا مِنْۢ بَشِيْرٍ وَّلَا نَذِيْرٍ ۡ فَقَدْ جَآءَكُمْ بَشِيْرٌ وَّنَذِيْرٌ ۭ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ⑳

**٢٠**-اي اھل ڪتاب! توھان وٽ اسان جو رسول اچي چڪو آھي اھو رسولن جي ناغي کان پوءِ توھان سان (اسانجون ڳالھيون) بيان ڪري ٿو انھيءَ لاءِ ته توھان (اھو①) نه چئو ته اسان وٽ نه ڪو بشارت ڏيڻ وارو آيو آھي ۽ نه ڊيڄارڻ وارو سو توھان وٽ ھڪ بشارت ڏيڻ وارو

ع ٣ ٨ ٧

١-ھن جڳھ عبارت مان ”نه“ خارج ڪيو ويو آھيءِ چاڪاڻ ته ان کي اسان ڏنگيءَ ۾ نه پيا آڻي سگھون ان کي ظاھر ڪيو ويو آھي. عربيءَ ۾ اَنْ سان جيڪو مصدر نھي عام طور تي اُن جڳھ ”نه“ جو لفظ محذوف سمجھيو ويندو آھي ۽ ھِن جڳھ به اَنْ جي ناھيل مصدر جو ذڪر آھي ان ڪري موقعي جي مطابق اسان ”نه“ محذوف ڪديو آھي.

ۦ ڏيڻ وارو اڃي ويو آهي ۽ اللّٰه هر هڪ ڳالهه تي پورو (پورو) قادر آهي.

وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهٖ يٰقَوْمِ اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ جَعَلَ فِيْكُمْ اَنْۢبِيَآءَ وَجَعَلَكُمْ مُّلُوْكًا ۖۗ وَّاٰتٰىكُمْ مَّا لَمْ يُؤْتِ اَحَدًا مِّنَ الْعٰلَمِيْنَ ۝٢١

**٢١**ـ۽ (توهان انهيءَ وقت کي ياد ڪيو) جڏهن موسىٰ پنهنجي قوم کي چيو هو ته اي منهنجي قوم! توهان اللّٰه جي (انهيءَ) احسان کي ياد ڪيو جيڪو هُنَ (انهيءَ وقت) توهان تي ڪيو هو جڏهن هن توهان ۾ نبي مقرر ڪيا هئا ۽ توهان کي بادشاهه ① بڻايو هو ۽ توهان کي اهو ڪجهه ڏنو هو

١ ـ تاريخ مان ثابت آهي ته بني اسرائيل جڏهن اڳوڻي زماني ۾ هجرت ڪري مصر ويا ته آهستي آهستي انهن اتي ايتري قدر غلبو حاصل ڪري ورتو جو مصر جا بادشاهه بڻجي ويا. جيئن ته بائيبل ۾ به لکيل آهي: ”۽ اسرائيل جو اولاد سوپارو تعداد ۾ بيشمار مالامال ۽ تمام زور آور ٿي ويو. ۽ اهو ملڪ انهن سان ڀرجي ويو. تڏهن مصر ۾ هڪ نئون بادشاهه ٿيو جيڪو يوسف کي سڃاڻيندو نه هو ۽ هن پنهنجي قوم جي ماڻهن کي چيو ڏسو اسرائيل اسان کان گهڻا ۽ طاقتور ٿي ويا آهن. تنهنڪري اچو ته انهن سان حڪمت سان پيش اچون،ائين نه ٿئي جو هو اجان به گهڻا ٿي وڃن ۽ جنهن وقت جنگ شروع ٿي وڃي ته هُو اسان جي دشمنن سان ملي اسان سان وڙهن ۽ ملڪ مان نڪري وڃن. ان ڪري اُنهن هِنن تي بيگر وٺڻ وارا مقرر ڪيا جيڪي انهن کان سخت پورهيو ڪرائي کين تنگ ڪن. سو انهن فرعون جي لاءِ ذخيري جا شهر پتوم ۽ رعمسيس ناهيا. پوءِ اُنهن کين جيترو تنگ ڪيو اُهي اوترائي وڌندا ۽ پکڙباويا. ان ڪري اُهي ماڻهو بني اسرائيل جي طرفان فڪر مند ٿي پيا. ۽ مصرين بني اسرائيل تي ڏاڍُ ڪري انهن کان ڪم ڪرايو ۽ اُنهن هِنن کان سخت محنت سان گارو ۽ سِرُون ٺهرايون ۽ ٻنين ۾ هر قسم جي خدمت ڪرائي سندن زندگي ڏکي ڪري ڇڏيائون انهن کان جيڪي به خدمتون ڪرائيندا هئا سي ڏاڍ سان هيون.“ (خروج باب ١ آيت ٧ تا ١٤) قرآن ڪريم ۾ هڪ ٻي جاءِ تي جيڪي هي لفظ آيا آهن ته فرعون ماڻهن کي ڀڙڪائيندي چيو ته يُرِيْدَانِ اَنْ يُّخْرِجٰكُمْ مِّنْ اَرْضِكُمْ بِسِحْرِهِمَا (طٰهٰ:٦٤) ان مان به اِهائي مراد آهي ته هِي ماڻهو ايترا غالب اچي چڪا آهن جو هو چاهين ٿا ته توهان کي توهان جي ملڪ مان ڪڍي پاڻ بادشاهه ٿي وڃن.

جيڪو (دنيا جي) معلوم① قومن مان ڪنهن ڪي نہ ڏنو هو.

يٰقَوْمِ ادْخُلُوا الْاَرْضَ الْمُقَدَّسَةَ الَّتِيْ كَتَبَ اللّٰهُ لَكُمْ وَلَا تَرْتَدُّوْا عَلٰٓى اَدْبَارِكُمْ فَتَنْقَلِبُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿٢٢﴾

**٢٢**۔اي منهنجي قوم! (يعني قوم موسٰي) توهان انهيءَ پاڪ ڪيل زمين ۾ داخل ٿي وڃو جيڪا اللّٰه توهان جي لاءِ لکي رکي آهي ۽ پُٺي ڏئي موٽي نہ وڃجو نہ تہ توهان نقصان ماٺي موٽندؤ.

قَالُوْا يٰمُوْسٰٓى اِنَّ فِيْهَا قَوْمًا جَبَّارِيْنَ ۖ وَاِنَّا لَنْ نَّدْخُلَهَا حَتّٰى يَخْرُجُوْا مِنْهَا ۚ فَاِنْ يَّخْرُجُوْا مِنْهَا فَاِنَّا دٰخِلُوْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣**۔انهن (جواب ۾) چيو تہ اي موسٰي! هن (ملڪ) ۾ يقيناً هڪ سرڪش② قوم (رهي) ٿي ۽ جيستائين اهي (ماڻهو) انهيءَ مان نہ نڪري وڃن. اسان انهيءَ ۾ هرگز هرگز داخل نہ ٿيندا سين ها جيڪڏهن اهي انهيءَ مان نڪري وڃن تہ اسان انهيءَ ۾ يقيناً داخل ٿي ويندا سين.

قَالَ رَجُلٰنِ مِنَ الَّذِيْنَ يَخَافُوْنَ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِمَا ادْخُلُوْا عَلَيْهِمُ الْبَابَ ۚ فَاِذَا دَخَلْتُمُوْهُ فَاِنَّكُمْ غٰلِبُوْنَ ۚ وَعَلَى اللّٰهِ فَتَوَكَّلُوْٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**۔(تڏهن) جيڪي ماڻهون (اللّٰه کان) ڊڄندا هئا انهن مان ٻن شخصن③ جن تي اللّٰه احسان ڪيو هو (انهن کي) چيو تہ توهان (انهن تي حملي آور ٿي) انهن جي خلاف (ڪاهي ڪندي) انهيءَ دروازي ۾ داخل ٿي وڃو. جڏهن توهان انهيءَ ۾ داخل ٿي ويندؤ تہ

١۔يعني جن جي تاريخ بني اسرائيل وٽ محفوظ هئي.

٢۔ان وقت هُن جڳهہ تي عمالقہ ۽ ٻيون عرب قومون رهنديون هيون انهن کان يهودي ڊڄي ويا.

٣۔قرآن مجيد جي مطابق گهٽو ڪري تہ حضرت موسٰيؑ ۽ حضرت هارونؑ مراد آهن يا يشوع ۽ ڪالب (بائيبل جي بيان مطابق) جيڪي اُن ملڪ جي خبر چار وٺڻ لاءِ موڪليا ويا هئا. (گنتي باب ١٤ آيت ٦،٥

توهان يقيناً غالب ٿي ويندؤ ۽ جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته الله تي ئي (توڪل ڪيو) وري (اسان چئون ٿا ته انهيءَ تي) توڪل ڪيو.

قَالُوْا يٰمُوْسٰٓى اِنَّا لَنْ نَّدْخُلَهَآ اَبَدًا مَّا دَامُوْا فِيْهَا فَاذْهَبْ اَنْتَ وَرَبُّكَ فَقَاتِلَآ اِنَّا هٰهُنَا قٰعِدُوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-انهن چيو (ته) اي موسىٰ! جيستائين اهي (ماڻهو) انهيءَ ۾ آهن اسان انهيءَ زمين ۾ ڪڏهن به داخل نه ٿينداسين تنهنڪري تون ۽ تنهنجو رب (ٻئي) وڃو ۽ (انهن سان) جنگ ڪيو، اسان ته هرحال ۾ هن ئي جڳهه تي ويٺا رهنداسين.

قَالَ رَبِّ اِنِّيْ لَآ اَمْلِكُ اِلَّا نَفْسِيْ وَاَخِيْ فَافْرُقْ بَيْنَنَا وَبَيْنَ الْقَوْمِ الْفٰسِقِيْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**-(موسىٰ) چيو اي منهنجا رب! مان پنهنجي جان (ڪانسواءِ) ۽ پنهنجي ڀاءُ ڪانسواءِ ڪنهن (ٻئي) تي هرگز اختيار نه ٿو رکان، تنهن ڪري تون اسان جي وچ ۾ ۽ باغي ماڻهن جي وچ ۾ فرق ڪر.

قَالَ فَاِنَّهَا مُحَرَّمَةٌ عَلَيْهِمْ اَرْبَعِيْنَ سَنَةً ۚ يَتِيْهُوْنَ فِي الْاَرْضِ ۭ فَلَا تَاْسَ عَلَى الْقَوْمِ الْفٰسِقِيْنَ ﴿٢٧﴾ ع ٨

**٢٧**-(الله) فرمايو (جيڪڏهن تنهنجي اها ئي خواهش آهي) ته انهن کي هن (ملڪ) کان چاليهن سالن (تائين) يقيني طرح محروم ڪيو وڃي ٿو. اهي زمين ۾ حيران پريشان ڦرندا رهندا. پوءِ تون باغي ماڻهن تي افسوس نه ڪر.

وَاتْلُ عَلَيْهِمْ نَبَاَ ابْنَيْ اٰدَمَ بِالْحَقِّ ۘ اِذْ قَرَّبَا

**٢٨**-۽ تون (يعني محمد الرسول الله ﷺ) انهن کي آدم جي ٻن پٽن جو قصو①

١-هن مثال ۾ بني اسرائيل ۽ بني اسماعيل جو مقابلو ڪيو ويو آهي. بنو اسرائيل محمدي نبوت جي ڪارڻ قابيل وانگر مسلمانن سان بغض رکندا هئا. جڏهن ته قرباني قبول ڪرڻ خداتعاليٰ جو ڪم

قُرۡبَانًا فَتُقُبِّلَ مِنۡ اَحَدِهِمَا وَلَمۡ يُتَقَبَّلۡ مِنَ الۡاٰخَرِ ؕ قَالَ لَاَقۡتُلَنَّكَ ؕ قَالَ اِنَّمَا يَتَقَبَّلُ اللّٰهُ مِنَ الۡمُتَّقِيۡنَ ﴿٢٨﴾

صحيح طور تي ٻڌاءِ (يعني انهيءَ وقت جو واقعو) جڏهن انهن ٻنهي هڪ قرباني پيش ڪئي ته انهن مان هڪ جي (قرباني ته) قبول ڪئي وئي ۽ ٻئي جي قبول نه ڪئي وئي (جنهن تي) انهيءَ (پنهنجي ڀاءُ کي) چيو (ته) مان توکي ضرور قتل ڪندس. انهيءَ چيو الله صرف متقين جي (قرباني) قبول ڪندو آهي.

لَئِنۡ بَسَطۡتَّ اِلَىَّ يَدَكَ لِتَقۡتُلَنِىۡ مَاۤ اَنَا بِبَاسِطٍ يَّدِىَ اِلَيۡكَ لِاَقۡتُلَكَ ۚ اِنِّىۡۤ اَخَافُ اللّٰهَ رَبَّ الۡعٰلَمِيۡنَ ﴿٢٩﴾

**٢٩**-جيڪڏهن تو مون کي قتل ڪرڻ لاءِ مون ڏانهن پنهنجو هٿ وڌايو① (به) (ته) مان توکي قتل ڪرڻ لاءِ پنهنجو هٿ توڏانهن هرگز نه وڌائيندس مان الله کان جيڪو سيني جهانن جو رب آهي، يقيناً ڊڄان ٿو.

اِنِّىۡۤ اُرِيۡدُ اَنۡ تَبُوۡۤاَ بِاِثۡمِىۡ وَاِثۡمِكَ فَتَكُوۡنَ مِنۡ اَصۡحٰبِ النَّارِ ۚ وَذٰلِكَ جَزٰٓؤُا الظّٰلِمِيۡنَ ۚ ﴿٣٠﴾

**٣٠**-مان يقيناً چاهيان② ٿو ته تون منهنجو گناهه (به) ۽ پنهنجو گناهه (به) هميشه لاءِ کڻ- جنهن جو نتيجو اهو ٿئي جو دوزخين مان ٿي وڃين ۽ اهو ظالمن جو بدلو آهي.

فَطَوَّعَتۡ لَهٗ نَفۡسُهٗ قَتۡلَ اَخِيۡهِ فَقَتَلَهٗ

**٣١**-پوءِ اُنهيءَ (ڀاءُ) جي دل (جنهن جي

**(باقي حاشيو)** آهي. خود قرباني ڏيڻ واري جو پنهنجو ڪم ناهي.

١-ان جي اِها معنيٰ ناهي ته مان بچاءُ نه ڪندس بلڪ هيءَ معنيٰ آهي ته بچاءُ ايڏي طاقت سان نه ڪندس جنهن جو لازمي نتيجو دشمن جو قتل هجي.

٢-ان سان هيءَ مراد ناهي ته دل سان چاهيان ٿو بلڪ هي مراد آهي ته اخلاقي مجبوريءَ جي ڪري بچاءَ ۾ سختي به اختيار نه ڪندس جنهن جي ڪري تون منهنجا ڏوهه به کڻي ونندين.اِهوئي حال يهودين جو ٿيو ته مسلمانن صلح جي آڇ ڪئي پر هو وڙهڻ لاءِ نڪري آيا بلڪ ڪافرن کي به ڀڙڪايائون ۽ آخر سخت گناهه ۾ پئجي سزا ماٺيائون.

فَاَصۡبَحَ مِنَ الۡخٰسِرِيۡنَ ﴿۳۱﴾

قرباني قبول نہ ٿي هئي) پنهنجي ڀاءُ جي قتل ڪرڻ تي راضي ٿي وئي ۽ هُن انهيءَ کي قتل ڪري ڇڏيو جنهن تي اهو نقصان ماڻڻ وارن ۾ (شامل) ٿي ويو.

فَبَعَثَ اللّٰهُ غُرَابًا يَّبۡحَثُ فِى الۡاَرۡضِ لِيُرِيَهٗ كَيۡفَ يُوَارِىۡ سَوۡءَةَ اَخِيۡهِ‌ ؕ قَالَ يٰوَيۡلَتٰٓى اَعَجَزۡتُ اَنۡ اَكُوۡنَ مِثۡلَ هٰذَا الۡغُرَابِ فَاُوَارِىَ سَوۡءَةَ اَخِىۡ‌ ۚ فَاَصۡبَحَ مِنَ النّٰدِمِيۡنَ ۚ ۛ‏ ﴿۳۲﴾

۳۲۔تڏهن اللّٰــه هڪ ڪانءُ ① کي جنهن زمين کوٽي ٿي انهيءَ لاءِ موڪليو تہ انهيءَ کي ٻڌائي تہ پنهنجي ڀاءُ جي لاش کي ڪيئن لڪائي انهيءَ چيو هاءِ منهنجي ② تباهي! (جلد اچ) ڇا مون کان (ايترو بہ) نہ ٿي سگهيو جو مان هن ڪانءُ وانگر ٿي وڃان ۽ پنهنجي ڀاءُ جي لاش کي ڍڪي ڇڏيان. تڏهن هُو پشيمانن مان ٿي ويو.

مِنۡ اَجۡلِ ذٰ لِكَ‌ ‌ۛۚ كَتَبۡنَا عَلٰى بَنِىۡۤ اِسۡرَآءِيۡلَ اَنَّهٗ مَنۡ قَتَلَ نَفۡسًۢا بِغَيۡرِ نَفۡسٍ اَوۡ فَسَادٍ فِى الۡاَرۡضِ فَكَاَنَّمَا قَتَلَ النَّاسَ جَمِيۡعًا ؕ وَمَنۡ

۳۳۔ انهيءَ ڪري اسان بني اسرائيل تي فرض ③ ڪري ڇڏيو هو تہ(اهي خيال رکن تہ) جيڪو ڪنهن شخص کي بغير انهيءَ جي جو هُن قتل ڪيو هجي يا ملڪ ۾ فساد پکيڙيو هجي، قتل ڪري ڇڏي تہ

١۔يعني اوچتو هڪ ڪانءُ اچي ويو ۽ هن ٻئي ڪانءُ جو لاش ڏنو ۽ پيرن ۽ چُهنبَ سان مٽي کوٽي ان جي مٿان وڌي ان تي قاتل ڀاءُ جي دل ۾ محبت جوش کاڌو ۽ هن هي چيو.خداتعاليٰ جي ڪانءُ کي موڪلڻ مان مراد اِها ئي آهي تہ هن عام قانون جي مطابق هڪ ڪانءُ اڏندو اچي اتي پهتو.

٢۔عربيءَ جو محاورو آهي تہ حسرت ۽ افسوس جي وقت هي لفظ چوندا آهن.

٣۔ان سان توريت جي تعليم ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي. نہ تہ هي مراد ناهي تہ هي واقعو نہ ٿئي ها تہ هي حڪم بہ نہ ملي ها.درحقيقت ان ۾ اشارو آهي تہ جڏهن ڪو بہ شخص ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي ماري وجهي جيڪو دنيا جي لاءِ خاص هجي تہ ائين ئي سمجهيو ويندو جيئن هن سڄي دنيا کي ماري ڇڏيو.

اَحْيَاهَا فَكَاَنَّمَآ اَحْيَا النَّاسَ جَمِيْعًا ۭ وَلَقَدْ جَاۗءَتْهُمْ رُسُلُنَا بِالْبَيِّنٰتِ ۡ ثُمَّ اِنَّ كَثِيْرًا مِّنْهُمْ بَعْدَ ذٰلِكَ فِي الْاَرْضِ لَمُسْرِفُوْنَ ۝۳۳

جڻ ھُن سيني ماڻھن کي (قتل) ڪري ڇڏيو ۽ جيڪو انھيءَ کي زندھ① ڪري ته جڻ ھُنَ سيني ماڻھن کي زندھ ڪري ڇڏيو. ۽ اسانجا رسول انھن وٽ يقيناً ظاھر نشان کڻي آيا ھئا. پوءِ به انھن مان ڪيترا (ماڻھو) ملڪ ۾ زيادتيون ڪنداوجن ② ٿا.

اِنَّمَا جَزٰۗؤُا الَّذِيْنَ يُحَارِبُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَيَسْعَوْنَ فِي الْاَرْضِ فَسَادًا اَنْ يُّقَتَّلُوْٓا اَوْ يُصَلَّبُوْٓا اَوْ تُقَطَّعَ اَيْدِيْهِمْ وَاَرْجُلُهُمْ مِّنْ خِلَافٍ اَوْ يُنْفَوْا مِنَ الْاَرْضِ ۭ ذٰلِكَ لَهُمْ خِزْيٌ فِي الدُّنْيَا وَلَهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ۝۳۴ۙ

٣٤-جيڪي ماڻھو اللّٰه ۽ انھيءَ جي رسول سان جنگ ڪن ٿا ۽ فساد جي غرض سان ملڪ ۾ (جنگ جي باھ ڀڙڪائڻ لاءِ) ڊوڙندا (وتن) ٿا. انھن جي مناسب سزا اھا ئي آھي جو انھن مان ھڪ ھڪ کي قتل ڪيو وڃي يا صليب تي لٽڪائي ماريو وڃي يا انھن جا ھٿ ۽ انھن جا پير مخالفت جي سببان ڪاٽيا وڃن يا انھن کي ملڪ مان ڪڍيو③ وڃي. (جيڪڏھن) اھا (سزا ملين ھا ته) انھن جي لاءِ دنيا ۾ خواريءَ (جو سبب) ٿئي ھا ۽ آخرت ۾ به انھن جي لاءِ (تمام) وڏو عذاب (مقرر) آھي.

اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا مِنْ قَبْلِ اَنْ تَقْدِرُوْا

٣٥- پر اُھي ماڻھو جيڪي انھيءَ کان اڳ

١-يعني ھن جي ڪم ۾ مدد ڏئي.

٢-قرآن مجيد ۾ اِنَّ تاڪيد جو حرف آھي ان جو ترجمو اڙدوءَ ۾ ناممڪن آھي ان ڪري اسان "ڪندا وجن ٿا" ترجمو ڪري ڇڏيو آھي جيڪو پاڻ تاڪيد جي لاءِ ڳالھايو ويندو آھي

٣-ھي سڀ ڪم بڌائي رھيا آھن ته اِھي ڪم حڪومت جي حوالي آھن. نڪو رعايا منجھان ته جنھن جي دل گھري اھو بي تي فتويٰ ڏئي اھڙي سزا ڏيڻ لڳي وڃي.

عَلَيۡهِمۡ ۚ فَاعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۳۵﴾ ع

جو توهان انهن کي قابوءِ① ۾ رکو توبه ڪري وٺن ته ڄاڻي وٺو ته الله يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (انهيءَ سببان انهيءَ توبه ڪرڻ وارن کي سزا کان محفوظ ڪري ڇڏيو ② آهي).

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَابۡتَغُوۡۤا اِلَيۡهِ الۡوَسِيۡلَةَ وَجَاهِدُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِهٖ لَعَلَّكُمۡ تُفۡلِحُوۡنَ ﴿۳۶﴾

**٣٦**-اي ايماندارو! الله جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ انهيءَ جي حضور ۾ قرب (حاصل ڪرڻ جون واٽون) ڳوليو ۽ انهيءَ جي راهه ۾ ڪوشش ڪيو ته جيئن توهان ڪامياب ٿي وڃو.

اِنَّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَوۡ اَنَّ لَهُمۡ مَّا فِى الۡاَرۡضِ جَمِيۡعًا وَّمِثۡلَهٗ مَعَهٗ لِيَفۡتَدُوۡا بِهٖ مِنۡ عَذَابِ يَوۡمِ الۡقِيٰمَةِ مَا تُقُبِّلَ مِنۡهُمۡ ۚ وَلَهُمۡ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿۳۷﴾

**٣٧**-جيڪي ماڻهو ڪافر آهن جيڪڏهن زمين ۾ جيڪي ڪجهه(به موجود)آهي (اهو) سڀ ۽ اوترو (ئي) انهيءَ سان گڏ (پيو مال به) انهن وٽ هجي ها جو اهي قيامت جي ڏينهن جي عذاب جي بدلي ۾ انهيءَ کي ڏئي ڇڏين ها ته به اهو انهن جي طرفان قبول نه ڪيو وڃي ها ۽ انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر) آهي.

---

١ ـ هي لفظ به ٻڌائن ٿا ته هي حڪم حڪومت لاءِ آهي رعايا جي لاءِ نه ڇاڪاڻ ته پوليس ۽ فوج حڪومت جي ماتحت هوندي آهي. رعايا جي ماڻهن جي ماتحت نه هوندي آهي.

٢ ـ هن حڪم سان واضح آهي ته اسلامي شريعت جو بنياد رحم تي آهي. ۽ جيڪڏهن ڪو شخص سزا ماڻڻ کان اڳ توبهه ڪري ته انجي توبهه قبول ڪئي ويندي آهي ۽ ان سان بيڏوهن وانگر ورتاءُ ڪيو ويندو آهي. پر جيئن ته دلين جو حال خداتعاليٰ ڄاڻي ٿو هي فيصلو ڪرڻ صرف خداتعاليٰ جو ڪم آهي.

يُرِيْدُوْنَ اَنْ يَّخْرُجُوْا مِنَ النَّارِ وَمَا هُمْ بِخٰرِجِيْنَ مِنْهَا ۡ وَلَهُمْ عَذَابٌ مُّقِيْمٌ ﴿٣٨﴾

٣٨-اهي باھ مان نڪرڻ چاهيندا پر هرگز انهيءَ مان نڪري① نہ سگهندا ۽ انهن جي لاءِ هڪ قائم رهڻ وارو عذاب (مقدر) آهي.

وَالسَّارِقُ وَالسَّارِقَةُ فَاقْطَعُوْۤا اَيْدِيَهُمَا جَزَآءًۢ بِمَا كَسَبَا نَكَالًا مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٣٩﴾

٣٩-۽ جيڪو مرد چور هجي ۽ جيڪا عورت چور هجي انهن ٻنهي جا هٿ انهيءَ (جرم) جي بدلي ۾ جنهن جا اهي ڏوهي ٿيا آهن ڪپي ڇڏيو (اهو) اللّٰه جي طرفان سزا جي طور تي (آهي) ۽ اللّٰه غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

فَمَنْ تَابَ مِنْۢ بَعْدِ ظُلْمِهٖ وَاَصْلَحَ فَاِنَّ اللّٰهَ يَتُوْبُ عَلَيْهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٤٠﴾

٤٠-۽ جيڪو شخص پنهنجي ظلم ڪرڻ کان پوءِ توبہ ڪري وٺي ۽ اصلاح (بہ) ڪري وٺي تہ اللّٰه هُنَ تي يقيناً فضل ڪندو اللّٰه يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

اَلَمْ تَعْلَمْ اَنَّ اللّٰهَ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ يُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ وَيَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٤١﴾

٤١-ڇا توکي خبر ناهي تہ اللّٰه اها (ذات) آهي جو آسمانن ۽ زمين جي حڪومت انهيءَ جي آهي اهو جنهن کي (عذاب ڏيڻ) پسند ڪري عذاب ڏئي ٿو ۽ جنهن کي(معاف ڪرڻ) پسند ڪري ٿو بخشي ڇڏي ٿو ۽ اللّٰه هر (انهيءَ) ڳالھ تي (جنهن جو هُو ارادو ڪري) پوريءَ طرح قادر آهي.

يٰۤاَيُّهَا الرَّسُوْلُ لَا يَحْزُنْكَ الَّذِيْنَ

٤٢-اي رسول! جيڪي ماڻهو پنهنجي واتَان چون ٿا تہ اسان ايمان آندو آهي ۽

١-مطلب هي آهي تہ پنهنجي طاقت سان جهنم کان ڪو آزاد نہ ٿي سگهندو. پر ٻي جاءِ تي لکيل آهي تہ خداتعاليٰ رحم ڪري ماڻهن کي جهنم مان ڪڍي ڇڏيندو. جيئن فرمايائين فَاُمُّهٗ هَاوِيَةٌ (سورة القارعة: ٢٦) يعني ڪافر لاءِ دوزخ ماءُ جي رِحم وانگر هوندو جنهن مان نيٺ ٻار نڪري ايندو آهي.

يُسَارِعُوْنَ فِي الْكُفْرِ مِنَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِاَفْوَاهِهِمْ وَلَمْ تُؤْمِنْ قُلُوْبُهُمْ ۛ وَمِنَ الَّذِيْنَ هَادُوْا ۛ سَمّٰعُوْنَ لِلْكَذِبِ سَمّٰعُوْنَ لِقَوْمٍ اٰخَرِيْنَ ۙ لَمْ يَاْتُوْكَ ؕ يُحَرِّفُوْنَ الْكَلِمَ مِنْۢ بَعْدِ مَوَاضِعِهٖ ۚ يَقُوْلُوْنَ اِنْ اُوْتِيْتُمْ هٰذَا فَخُذُوْهُ وَاِنْ لَّمْ تُؤْتَوْهُ فَاحْذَرُوْا ؕ وَمَنْ يُّرِدِ اللّٰهُ فِتْنَتَهٗ فَلَنْ تَمْلِكَ لَهٗ مِنَ اللّٰهِ شَيْـًٔا ؕ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ لَمْ يُرِدِ اللّٰهُ اَنْ يُّطَهِّرَ قُلُوْبَهُمْ ؕ لَهُمْ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ ۖۚ وَّلَهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿۴۱﴾

انهن جي دلين ايمان نہ آندو انهن مان جيڪي ماڻهو ڪفر (جي ڳالهين جي قبول ڪرڻ) ۾ جلدي ڪن ٿا اهي توکي غمگين نہ ڪن ۽ يهودين مان بہ ڪي(اهڙا ماڻهو آهن جيڪي)ڪوڙين ڳالهين کي چڱيءَ طرح ٻڌن ٿا (اهي هي ڳالهيون) هڪ ٻي جماعت کي (ٻڌائڻ)لاءِ جيڪا تو وٽ نہ آئي آهي ڪثرت سان ٻڌن ٿا، اهي(خدا جي)ڳالهين کي انهن جي (پنهنجي) جڳهہ (تي رکڻ) کانپوءِ (سندن پنهنجي جڳهن کان) ڦيرائي[1] گهيرائي ڇڏين ٿا. اهي چون ٿا تہ جيڪڏهن توهان کي هن هن طرح (حڪم) ڏنو وڃي تہ قبول ڪري وٺو ۽ جيڪڏهن توهان کي هن هن طرح (حڪم) نہ ڏنو وڃي تہ (انهيءَ کان) بچو (۽ قبول نہ ڪيو) ۽ الله جنهن جي آزمائش جو ارادو ڪري تہ انهيءَ جي لاءِ الله جي مقابلي ۾ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهندو اهي ماڻهو(اهڙا ئي)آهن جو الله انهن جي دلين کي صاف ڪرڻ جو ارادو (ئي) نہ ڪيو ڇو جو انهن جي لاءِ (انهن جي

معانقة ٣ عند المتقدمين

١ـ يعني قرآن ڪريم اچي ٻڌندا آهن پر ان جو غلط مطلب ماڻهن ۾ پکيڙيندا آهن تہ جيئن ماڻهو مسلمانن تي اعتراض ڪن.

عملن جي ڪري) هن دنيا ۾ (به) خواري (مقدر) آهي ۽ آخرت ۾ (به) انهن جي لاءِ (تمام) وڏو عذاب (مقدر) آهي.

سَمّٰعُوْنَ لِلْكَذِبِ اَكّٰلُوْنَ لِلسُّحْتِ ؕ فَاِنْ جَآءُوْكَ فَاحْكُمْ بَيْنَهُمْ اَوْ اَعْرِضْ عَنْهُمْ ۚ وَ اِنْ تُعْرِضْ عَنْهُمْ فَلَنْ يَّضُرُّوْكَ شَيْـًٔا ؕ وَاِنْ حَكَمْتَ فَاحْكُمْ بَيْنَهُمْ بِالْقِسْطِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُقْسِطِيْنَ ﴿٤٢﴾

٤٢- اهي (ماڻهو) ڪوڙين ڳالهين کي ڏاڍو ٻڌن ٿا (۽) حرام ڪثرت سان کائين ٿا پوءِ جيڪڏهن اهي تو وٽ (ڪو جهڳڙو کڻي) اچن ته پلي انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪرين يا انهن کان پري رهين، ۽ جيڪڏهن تون انهن کان پري رهين ته اهي توکي ڪجهه نقصان نه پهچائي سگهندا ۽ جيڪڏهن تون فيصلو ڪرين ته (اسانجي نصيحت ياد رک ته هرحال ۾) انهن جي وچ ۾ انصاف سان فيصلو ڪر. اللّٰه يقيناً انصاف ڪرڻ وارن سان محبت ڪري ٿو.

وَكَيْفَ يُحَكِّمُوْنَكَ وَعِنْدَهُمُ التَّوْرٰىةُ فِيْهَا حُكْمُ اللّٰهِ ثُمَّ يَتَوَلَّوْنَ مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ ؕ وَمَآ اُولٰٓئِكَ بِالْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٤٣﴾ ع

٤٣- ۽ اهي توکي ڪهڙيءَ طرح حَکَمُ بڻائي سگهن ٿا جڏهن انهن وٽ تورات خود انهن جي خيال ۾ الٰهي حڪمن تي مشتمل (١) موجود آهي. پوءِ باوجود انهيءَ جي اهي پُٺِ ڦيرائي ٿا ڇڏين ۽ اهي هرگز مومن نه آهن.

اِنَّآ اَنْزَلْنَا التَّوْرٰىةَ فِيْهَا هُدًى وَّنُوْرٌ ۚ يَحْكُمُ بِهَا النَّبِيُّوْنَ الَّذِيْنَ اَسْلَمُوْا لِلَّذِيْنَ هَادُوْا وَالرَّبّٰنِيُّوْنَ وَالْاَحْبَارُ بِمَا

٤٤- اسان تورات کي يقيناً هدايت ۽ نور سان پُر لاٿو هو. ۽ انهيءَ جي ذريعي سان انبياء جيڪي (اسانجا) فرمانبردار هئا ۽ عارف ۽ عالم انهيءَ سبب جي ڪري جو انهن

---

١- يعني بيشڪ مسلمانن جي عقيدي جي مطابق به توريت جا ڪي احڪام هاڻي به ٺيڪ آهن پر يهودين جي خيال ۾ ته اُهي سڀ جا سڀ اج تائين محفوظ آهن.

اسْتُحْفِظُوْا مِنْ كِتٰبِ اللّٰهِ وَكَانُوْا عَلَيْهِ شُهَدَآءَ ۚ فَلَا تَخْشَوُا النَّاسَ وَاخْشَوْنِ وَلَا تَشْتَرُوْا بِاٰيٰتِيْ ثَمَنًا قَلِيْلًا ؕ وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْكٰفِرُوْنَ ﴿٤٥﴾

کان اللّٰه جي ڪتاب جي حفاظت طلب ڪئي وئي هئي ۽ اهي انهيءَ تي نگران هئا، يهودين لاءِ فيصلا ڪندا هئا. پوءِ توهان ماڻهن کان نه ڊڄو ۽ مون کان ڊڄو ۽ توهان منهنجن آيتن جي بدلي ۾ ٿورڙي قيمت نه وٺو. ۽ جيڪي (ماڻهو) هن (ڪلام) جي مطابق جيڪو اللّٰه لاٿو آهي فيصلو نه ڪن ته اهي (حقيقي) ڪافر آهن.

وَكَتَبْنَا عَلَيْهِمْ فِيْهَآ اَنَّ النَّفْسَ بِالنَّفْسِ ۙ وَالْعَيْنَ بِالْعَيْنِ وَالْاَنْفَ بِالْاَنْفِ وَالْاُذُنَ بِالْاُذُنِ وَالسِّنَّ بِالسِّنِّ ۙ وَالْجُرُوْحَ قِصَاصٌ ؕ فَمَنْ تَصَدَّقَ بِهٖ فَهُوَ كَفَّارَةٌ لَّهٗ ؕ وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦- ۽ اسان انهيءَ (تورات) ۾ انهن تي فرض ڪيو هو ته جان جي بدلي ۾ جان، ۽ اک جي بدلي ۾ اک، ۽ نڪ جي بدلي ۾ نڪ ،۽ ڪن جي بدلي ۾ ڪن، ۽ ڏند(١) جي بدلي ۾ ڏند. ۽ پڻ (زخمن جي بدلي ۾) زخم برابر جو بدلو آهن. پر جيڪو شخص (پنهنجي) انهيءَ (حق) کي ڇڏي ڏئي ته (انهيءَ جو اهو فعل) انهيءَ جي لاءِ گناهه جي معافي جو ذريعو ٿي ويندو ۽ جيڪي (ماڻهو) هن (ڪلام) جي مطابق فيصلو نه ڪن جيڪو اللّٰه نازل ڪيو آهي ته اهي ئي (حقيقي) ظالم آهن.

وَقَفَّيْنَا عَلٰٓى اٰثَارِهِمْ بِعِيْسَى ابْنِ مَرْيَمَ

٤٧- اسان عيسيٰ ابن مريم کي جڏهن

١ ـتوريت ۾ لکيل آهي ”۽ جيڪڏهن ڪوئي ڪنهن ماڻهوءَ کي ماري وجهي اُهو ضرور جان کان ماريو وڃي.۽ جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي پاڙيسريءَ کي عيب دار ڪري ڇڏي ته جهڙو هن ڪيو ائين ئي هُن سان ڪيو وڃي. يعني عضوي ڀڃڻَ جي بدلي عضوو ڀڃڻُ ۽ اکِ جي بدلي اکِ ۽ ڏندَ جي بدلي ڏندُ.“ (پراڻو عهد نامو احبار باب ٢٤ آيت ١٩-٢٠)

مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ مِنَ التَّوْرٰىةِ وَاٰتَيْنٰهُ الْاِنْجِيْلَ فِيْهِ هُدًى وَّنُوْرٌ ۙ وَّمُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ مِنَ التَّوْرٰىةِ وَهُدًى وَّمَوْعِظَةً لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿٤٧﴾

هو هن (ڪلام) يعني تورات ڪي پورو ڪرڻ وارو هو، انهن (مٿي ذڪر ڪيل نبين) جي نقش قدم تي هلايو. ۽ اسان هن ڪي انجيل ڏنو هو جنهن ۾ هدايت ۽ نور هو ۽ اهو انهي (ڪلام) ڪي جيڪو انهيءَ کان پهرين (اچي چڪو) هو پورو ڪرڻ وارو① هو ۽ اهو متقين جي لاءِ هدايت ۽ نصيحت هو.

وَلْيَحْكُمْ اَهْلُ الْاِنْجِيْلِ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فِيْهِ ۭ وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰۗىِٕكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨- ۽ اهل انجيل ڪي گهرجي ته الله جيڪي (ڪجهه) انهيءَ ۾ لاٿو آهي انهيءَ جي مطابق فيصلو ڪن ۽ جيڪي (ماڻهو) انهيءَ (ڪلام) جي مطابق فيصلو نه ڪن جيڪو الله لاٿو آهي ته اهي ئي (پڪا) باغي آهن.

وَاَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ مِنَ الْكِتٰبِ وَمُهَيْمِنًا عَلَيْهِ فَاحْكُمْ بَيْنَهُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَاۗءَهُمْ عَمَّا جَاۗءَكَ مِنَ الْحَقِّ ۭ لِكُلٍّ جَعَلْنَا مِنْكُمْ شِرْعَةً وَّمِنْهَاجًا ۭ وَلَوْ شَاۗءَ اللّٰهُ لَجَعَلَكُمْ اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّلٰكِنْ لِّيَبْلُوَكُمْ فِيْ مَآ اٰتٰىكُمْ فَاسْتَبِقُوا الْخَيْرٰتِ ۭ اِلَى اللّٰهِ مَرْجِعُكُمْ جَمِيْعًا

٤٩- ۽ اسان توتي هن ڪتاب ڪي حق تي مشتمل لاٿو آهي اِهو پاڻ کان پهرين ڪتاب (جي ڳالهين) ڪي پورو ڪرڻ وارو آهي ۽ انهيءَ تي محافظ آهي. پوءِ تون انهيءَ (ڪتاب) جي مطابق جيڪو الله (تو تي) لاٿو آهي انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪر ۽ جيڪو حق تو ڏانهن آيو آهي انهيءَ ڪي ڇڏي انهن جي خواهشن جي پيروي نه ڪر اسان توهان سان هر هڪ جي لاءِ (پنهنجي پنهنجي لياقت جي مطابق الهامي) پاٽيءَ تائين پهچڻ جي لاءِ هڪ

١- يعني توريت جون پيشگوئيون پوريون ڪندي هئي.

فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ فِيْهِ تَخْتَلِفُوْنَ ﴿٤٩﴾

نندو يا وڏو رستو① ٻڌايو آهي ۽ جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها ته توهان (سڀني) کي هڪ ئي جماعت ٺاهي ڇڏي ها پر (انهيءَ ڪلام جي متعلق) توهان جي امتحان وٺڻ جي لاءِ جيڪو انهيءَ توهان تي لاٿو هو (ائين نه ڪيو) پوءِ توهان نيڪين ۾ هڪ ٻئي کان وڌڻ جي لاءِ مقابلو ڪيو. ڇو جو اللّٰه ڏانهن ئي توهان سڀني کي موٽي وڃڻو آهي. جڏهن ته اهو توهان کي انهن سڀني ڳالهين ۾ جن ۾ توهان اختلاف رکندا هئا حقيقت کان واقف ڪندو.

وَاَنِ احْكُمْ بَيْنَهُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَآءَهُمْ وَاحْذَرْهُمْ اَنْ يَّفْتِنُوْكَ عَنْ بَعْضِ مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ اِلَيْكَ ۭ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَاعْلَمْ اَنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ اَنْ يُّصِيْبَهُمْ بِبَعْضِ ذُنُوْبِهِمْ ۭ وَاِنَّ كَثِيْرًا مِّنَ النَّاسِ لَفٰسِقُوْنَ ﴿٥٠﴾

**٥٠**-۽ اي رسول! تون انهن جي وچ ۾ هن ڪلام جي ذريعي فيصلو ڪر جيڪو اللّٰه (توتي) لاٿو آهي ۽ تون انهن جي خواهش جي پيروي نه ڪر ۽ انهن کان هوشيار رهه متان اهي توکي فتني ۾ وجهي اللّٰه جي لاٿل ڪلام کان پري نه وٺي وڃن. پوءِ جيڪڏهن اهي ڦري وڃن ته سمجهه ته اللّٰه چاهيٿو ته انهن جي ڪن گناهن جي سببان سزا ڏئي ۽ ماڻهن مان گهڻا ماڻهو عهد ٽوڙيندڙ آهن.

اَفَحُكْمَ الْجَاهِلِيَّةِ يَبْغُوْنَ ۭ وَمَنْ

**٥١**-ڇا اهي ڪلام الٰهي جي نازل ٿيڻ

١-شِرْعَةً جي معنيٰ پاڻيءَ تائين پهچڻ جي ننڍي رستي جي هوندي آهي ۽ مِنْهَاج جي معنيٰ وڏي رستي جي هوندي آهي. هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته خدائي ڪلام جي نور کي حاصل ڪرڻ لاءِ قرآن ڪريم ۾ هر هڪ جي سگهه مطابق تعليم موجود آهي ۽ اهو هڪ ڪامل ڪتاب آهي.

اَحۡسَنُ مِنَ اللّٰهِ حُكۡمًا لِّقَوۡمٍ يُّوۡقِنُوۡنَ۝۵۱ ع ١١

کان اڳ ٽيلَ فيصلي کي پسند ڪن ٿا پر مومنن وٽ تہ اللّٰه کان وڌيڪ سنو فيصلو ڪرڻ وارو ڪوبہ ڪونهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَا تَتَّخِذُوا الۡيَهُوۡدَ وَالنَّصٰرٰۤى اَوۡلِيَآءَ ‌ؔۘ بَعۡضُهُمۡ اَوۡلِيَآءُ بَعۡضٍ‌ؕ وَمَنۡ يَّتَوَلَّهُمۡ مِّنۡكُمۡ فَاِنَّهٗ مِنۡهُمۡ‌ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهۡدِى الۡقَوۡمَ الظّٰلِمِيۡنَ۝۵۲

**۵۲**- اي ايماندارو! يهودين ۽ نصاريٰ کي (پنهنجو) مددگار نہ بڻايو (ڇو جو) انهن مان ڪي ڪن جا مددگار آهن ۽ توهان مان جيڪو (بہ) انهن کي پنهنجو مددگار بڻائيندو. اهو يقيناً انهن مان (ئي) هوندو اللّٰه ظالم ماڻهن کي هرگز (ڪاميابيءَ جي) راهہ نٿو ڏيکاري.

فَتَرَى الَّذِيۡنَ فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ مَّرَضٌ يُّسَارِعُوۡنَ فِيۡهِمۡ يَقُوۡلُوۡنَ نَخۡشٰٓى اَنۡ تُصِيۡبَنَا دَآٮِٕرَةٌ‌ ؕ فَعَسَى اللّٰهُ اَنۡ يَّاۡتِىَ بِالۡفَتۡحِ اَوۡ اَمۡرٍ مِّنۡ عِنۡدِهٖ فَيُصۡبِحُوۡا عَلٰى مَاۤ اَسَرُّوۡا فِىۡۤ اَنۡفُسِهِمۡ نٰدِمِيۡنَ۝۵۳ؕ

**۵۳**-۽ تون انهن ماڻهن کي جن جي دلين ۾ بيماري آهي ڏسندين تہ اهي هي چوندي انهن (ڪافرن) ڏانهن ڊوڙي (ڊوڙي) وڃن ٿا (۽ چون ٿا) تہ اسان (انهيءَ ڳالهہ کان) ڊڄون ٿا① تہ اسان تي ڪا مصيبت (نہ) اچي وڃي. پوءِ ويجهو آهي تہ اللّٰه (توهانجي) فتح (جو سامان) يا پنهنجي طرفان ڪو (بيو) امر (ظهور ۾) آڻي جنهن سان اهي هن ڳالهہ تي جنهن کي انهن پنهنجي دل ۾ لڪايو آهي پشيمان ٿي وڃن.

وَيَقُوۡلُ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اَهٰٓؤُلَاۤءِ الَّذِيۡنَ

**۵۴**-۽ جيڪي ماڻهو مومن آهن چوندا تہ ڇا هي اهي ماڻهو آهن جن (وڏي ۾) وڏا

١-يعني دل ۾ اها ڳالهہ چوندا ويندا آهن.

اَقْسَمُوْا بِاللّٰهِ جَهْدَ اَيْمَانِهِمْ ۙ اِنَّهُمْ لَمَعَكُمْ ۭ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ فَاَصْبَحُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿٥٣﴾

قسم کڻي چيو هو تہ اسان① پوريءَ طرح توهان ساڻ آهيون انهن جا عمل ضايع ٿي ويا. پوءِ اهي نقصان کڻڻ وارا ٿي ويا.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَنْ يَّرْتَدَّ مِنْكُمْ عَنْ دِيْنِهٖ فَسَوْفَ يَاْتِي اللّٰهُ بِقَوْمٍ يُّحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗٓ ۙ اَذِلَّةٍ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اَعِزَّةٍ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ۡ يُجَاهِدُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَلَا يَخَافُوْنَ لَوْمَةَ لَآئِمٍ ۭ ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ ۭ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ ﴿٥٥﴾

**٥٥**-اي ايماندارو! توهان مان جيڪو (شخص) پنهنجي دين کان ڦري وڃي تہ (اهو ياد رکي) الله (انهيءَ جي جڳهہ) جلد (ئي) هڪ اهڙي قوم آڻيندو جنهن سان هو محبت ڪندو هوندو ۽ اهي هن سان محبت ڪندا هوندا جيڪي مومنن تي شفقت ڪرڻ وارا هوندا ۽ ڪافرن جي مقابلي لاءِ سخت- اهي الله جي راهہ ۾ جهاد ڪندا ۽ ڪنهن ملامت ڪرڻ واري جي ملامت کان نہ ڊڄندا. اهو الله جو فضل آهي. هو جنهن کي پسند ڪريٿو (هيءُ فضل انهيءَ کي) ڏئي ڇڏيٿو ۽ الله وسعت بخشڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ ﴿٥٦﴾

**٥٦**-توهانجو مددگار صرف الله ۽ انهيءَ جو رسول ۽ اهي مومن آهن جيڪي نماز کي قائم ڪن ٿا، ۽ زڪوات ڏين ٿا ۽ (انهيءَ سان گڏ) اهي پڪا موحد آهن.

وَمَنْ يَّتَوَلَّ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فَاِنَّ حِزْبَ اللّٰهِ هُمُ الْغٰلِبُوْنَ ﴿٥٧﴾

**٥٧**-۽ جيڪي ماڻهو الله ۽ انهيءَ جي رسول ۽ مومنن کي پنهنجو مددگار بڻائين

١- اڙدوءَ ۾ اڻ سڌي طرح (Indirect)طريقي تي ڪلام نا هي ٿيندو. ان ڪري قرآني لفظ اِنَّهُمْ لَمَعَكُمْ جو اسان اڙدو محاوري جي مطابق (جيڪو سئون سڌو (Direct) ڪلام جو طريقو اختيار ڪندو آهي) هي ترجمو ڪيو آهي تہ ”اسان پوري طرح توهان سان گڏ آهيون.“

ٿا (اهي سمجهي ڇڏين ته) يقيناً الـلّٰه جي جماعت ئي غالب (ٿي رهڻ واري) آهي.

يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوا الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا دِيْنَكُمْ هُزُوًا وَّلَعِبًا مِّنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِكُمْ وَالْكُفَّارَ اَوْلِيَآءَ ۚ وَاتَّقُوا اللّٰهَ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٥٨﴾

**٥٨**-اي ايماندارو! جن ڪي توهان ڪان اڳ ۾ ڪتاب ڏنو ويو هو انهن مان جن توهانجي دين ڪي کِلَ يوڳَ ۽ راند (جي شي) بڻائي رکيو آهي انهن ڪي ۽ (انهن ڪان سواءِ ٻين) ڪافرن ڪي (پنهنجو) مددگار نه بڻايو ۽ جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو.

وَاِذَا نَادَيْتُمْ اِلَى الصَّلٰوةِ اتَّخَذُوْهَا هُزُوًا وَّلَعِبًا ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَعْقِلُوْنَ ﴿٥٩﴾

**٥٩**- ۽ جڏهن توهان (ماڻهن ڪي) نماز جي لاءِ سڏيو ٿا ته اهي انهيءَ ڪي کل ۽ راند بڻائي ٿا وٺن. هيءَ (ڳالهه انهن ۾) انهيءَ ڪري (ملي) ٿي جو اهي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي عقل ڪان ڪم نه ٿا وٺن.

قُلْ يٰاَهْلَ الْكِتٰبِ هَلْ تَنْقِمُوْنَ مِنَّآ اِلَّآ اَنْ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْنَا وَمَآ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلُ ۙ وَاَنَّ اَكْثَرَكُمْ فٰسِقُوْنَ ﴿٦٠﴾

**٦٠**-تون (انهن ڪي) چوءُ ته اي اهل ڪتاب! توهان اسان تي انهيءَ ڪان سواءِ ڪو عيب نه ٿا لڳايو ته اسان الـلّٰه تي(به)۽ جيڪو (ڪلام) اسان تي لاٿو ويو آهي (انهيءَ تي به) ۽ جيڪو (ڪلام هن ڪان) اڳ لاٿو ويو هو انهيءَ تي (به) ايمان آندو آهي ۽(پڻ)انهيءَ لاءِ(عيب جو ئي ڪيو ٿا) جو توهان مان اڪثر (اللّٰه جا) باغي آهن.

قُلْ هَلْ اُنَبِّئُكُمْ بِشَرٍّ مِّنْ ذٰلِكَ مَثُوْبَةً عِنْدَ اللّٰهِ ؕ مَنْ لَّعَنَهُ اللّٰهُ وَغَضِبَ عَلَيْهِ

**٦١**-تون(انهن ڪي)چوءُ ته ڇا مان توهان ڪي انهن(ماڻهن)جو حال ٻڌايان جن جو بدلو اللّٰه وٽ انهيءَ (شخص) ڪان به (جنهن

وَجَعَلَ مِنْهُمُ الْقِرَدَةَ وَالْخَنَازِيْرَ وَعَبَدَ الطَّاغُوْتَ ؕ اُولٰٓئِكَ شَرٌّ مَّكَانًا وَّ اَضَلُّ عَنْ سَوَآءِ السَّبِيْلِ ﴿٦٠﴾

ڪي توهان نا پسند ڪيو ٿا) بدتر آهي. هِي (اُهي) ماڻهون① آهن جن تي الله لعنت ڪئي آهي ۽ جن تي انهيءَ (پنهنجو) غضب نازل ڪيو آهي ۽ جن مان (ڪن ڪي) انهيءَ باندر ۽ سوئر بڻائي ڇڏيو آهي ۽ جن شيطان جي پوڄا ڪئي آهي انهن ماڻهن جو ٺڪاڻو بدتر آهي ۽ اهي سڌي رستي کان تمام گهڻو ڀٽڪيل آهن.

وَاِذَا جَآءُوْكُمْ قَالُوْٓا اٰمَنَّا وَقَدْ دَّخَلُوْا بِالْكُفْرِ وَهُمْ قَدْ خَرَجُوْا بِهٖ ؕ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا كَانُوْا يَكْتُمُوْنَ ﴿٦١﴾

٦٢ ـ ۽ جڏهن اهي تو وٽ اچن ٿا ته چون ٿا ته اسان ايمان آندو آهي دراصل اهي ڪفر (جي ئي عقيدي) ساڻ (ئي) داخل ٿيا هئا ۽ (وري) اهي انهيءَ (عقيدي) سان (ئي) نڪري ويا هئا ۽ جيڪي ڪي اهي لڪائين ٿا انهيءَ کي الله (سڀ کان) وڌيڪ ڄاڻي ٿو.

وَتَرٰى كَثِيْرًا مِّنْهُمْ يُسَارِعُوْنَ فِى الْاِثْمِ وَالْعُدْوَانِ وَاَكْلِهِمُ السُّحْتَ ؕ لَبِئْسَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٦٢﴾

٦٣ ـ ۽ تون انهن مان گهڻن کي ڏسين ٿو ته اهي گناهه ۽ زيادتي ۽ پنهنجي حرام کائڻ (جي ڪمن) ڏانهن ڊوڙي وڃن ٿا. جيڪي ڪجهه اهي ڪن ٿا اهو يقيناً ڏاڍو برو آهي.

لَوْلَا يَنْهٰىهُمُ الرَّبّٰنِيُّوْنَ وَالْاَحْبَارُ عَنْ قَوْلِهِمُ الْاِثْمَ وَاَكْلِهِمُ السُّحْتَ ؕ لَبِئْسَ مَا كَانُوْا يَصْنَعُوْنَ ﴿٦٣﴾

٦٤ ـ عارف (ماڻهو) ۽ عالم انهن کي انهن جي ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ انهن جي حرام کائڻ کان ڇو نه ٿا روڪين؟ جيڪي ڪجهه اهي ڪن ٿا اهو يقيناً ڏاڍو برو آهي.

١ ـ يعني توهان ٻين کي خَصيصُ سمجهو ٿا پر اصل ۾ خصيص توهان پاڻ آهيو جن تي اُهي سزائون نازل ٿيون آهن جن جو هن آيت ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.

وَقَالَتِ الْيَهُوْدُ يَدُ اللّٰهِ مَغْلُوْلَةٌ ۭ غُلَّتْ اَيْدِيْهِمْ وَلُعِنُوْا بِمَا قَالُوْا ۘ بَلْ يَدٰهُ مَبْسُوْطَتٰنِ ۙ يُنْفِقُ كَيْفَ يَشَاۗءُ ۭ وَلَيَزِيْدَنَّ كَثِيْرًا مِّنْهُمْ مَّآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ طُغْيَانًا وَّكُفْرًا ۭ وَاَلْقَيْنَا بَيْنَهُمُ الْعَدَاوَةَ وَالْبَغْضَاۗءَ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ۭ كُلَّمَآ اَوْقَدُوْا نَارًا لِّلْحَرْبِ اَطْفَاَهَا اللّٰهُ ۙ وَيَسْعَوْنَ فِي الْاَرْضِ فَسَادًا ۭ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٦٥﴾

**٦٥**-۽ يهودي چون ٿا ته الله جي هٿ ۾ زنجير پيل آهي. جيڪي ڪجهه انهن چيو آهي انهيءَ سببان (خود) انهن جي هٿن ۾ زنجير وڌا ويندا ۽ انهن تي لعنت ڪئي ويندي (اهي ڪوڙ ڳالهائين ٿا) حقيقت اها آهي ته انهيءَ جا هٿ ڪشادا آهن هو جهڙيءَ طرح پسند ڪري ٿو خرچ ڪري ٿو ۽ جيڪي ڪجهه تنهنجي رب جي طرفان توتي لاٿو ويو آهي اهو يقيناً انهن مان گهڻن کي سرڪشيءَ ۽ ڪفر ۾ (اجا به) وڌائي ڇڏيندو ۽ اسان قيامت تائين (جي لاءِ) انهن جي وچ ۾ دشمني ۽ بغض پيدا ڪري ڇڏيو آهي ۽ جڏهن به انهن جنگ جي لاءِ ڪنهن قسم جي باهه پڙڪائي آهي ته الله انهيءَ کي وسائي ڇڏيو آهي ۽ اهي ملڪ ۾ فساد جي لاءِ ڊوڙندا (وتن) ٿا ۽ الله فسادين کي پسند نه ٿو ڪري.

وَلَوْ اَنَّ اَهْلَ الْكِتٰبِ اٰمَنُوْا وَاتَّقَوْا لَكَفَّرْنَا عَنْهُمْ سَيِّاٰتِهِمْ وَلَاَدْخَلْنٰهُمْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ﴿٦٦﴾

**٦٦**-۽ جيڪڏهن اهل ڪتاب ايمان آڻين ها ۽ تقويٰ اختيار ڪن ها ته اسان ضرور سندن برايون انهن کان ٽاري ڇڏيون ها ۽ ضرور انهن کي (ڪيترن قسمن جي) نعمتن وارن باغن ۾ داخل ڪيون ها.

وَلَوْ اَنَّهُمْ اَقَامُوا التَّوْرٰىةَ وَالْاِنْجِيْلَ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِمْ مِّنْ رَّبِّهِمْ لَاَكَلُوْا مِنْ فَوْقِهِمْ وَمِنْ تَحْتِ اَرْجُلِهِمْ ۭ مِنْهُمْ

**٦٧**-۽ جيڪڏهن اهي تورات ۽ انجيل کي ۽ جيڪي (ڪجهه) انهن جي رب جي طرفان (هاڻي) انهن تي لاٿو ويو آهي انهيءَ کي ظاهر ڪندا رهن ها ته اهي ضرور پنهنجي مٿان به کائين ها ۽ پنهنجي

اُمَّـةٌ مُّقْتَصِدَةٌ ؕ وَ كَثِيْرٌ مِّنْهُمْ سَآءَ مَا يَعْمَلُوْنَ ﴿٦٦﴾ ع ٩/١٠ ١٣

پيرن جي هينان به (کائين ها) (بيشڪ) انهن مان هڪ جماعت وچٿري آهي. پر① ڪيترائي انهن مان اهڙا آهن جو جيڪو (ڪم) اهي ڪن ٿا سو ڏاڍو برو آهي.

يٰۤاَيُّهَا الرَّسُوْلُ بَلِّغْ مَاۤ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ ؕ وَ اِنْ لَّمْ تَفْعَلْ فَمَا بَلَّغْتَ رِسَالَتَهٗ ؕ وَ اللّٰهُ يَعْصِمُكَ مِنَ النَّاسِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٦٧﴾

٦٨-اي رسول! تنهنجي رب جي طرفان جيڪو (ڪلام به) توتي لاٿو ويو آهي انهيءَ کي (ماڻهن تائين) پهچاءِ ۽ جيڪڏهن تو (ائين) نه ڪيو ته (جڻ) تو انهيءَ جو پيغام (بلڪل) نه پهچايو ۽ الله توکي ماڻهن (جي حملن) کان محفوظ رکندو. الله ڪافر ماڻهن کي هرگز (ڪاميابيءَ جي) راهه نه ڏيکاريندو.

قُلْ يٰۤاَهْلَ الْكِتٰبِ لَسْتُمْ عَلٰى شَىْءٍ حَتّٰى تُقِيْمُوا التَّوْرٰىةَ وَ الْاِنْجِيْلَ وَ مَاۤ اُنْزِلَ اِلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ ؕ وَ لَيَزِيْدَنَّ كَثِيْرًا مِّنْهُمْ مَّاۤ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ طُغْيَانًا وَّ كُفْرًا ۚ فَلَا تَاْسَ عَلَى الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٦٨﴾

٦٩-تون چؤ (ته) اي اهل ڪتاب! جيستائين توهان تورات ۽ انجيل (کي) ۽ جيڪي ڪجهه توهان جي رب جي طرفان توهانتي لاٿو ويو آهي انهيءَ کي ظاهر نه ڪندؤ (انهيءَ وقت تائين) توهان ڪنهن (چڱي) ڳالهه تي (قائم) نه آهيو ۽ جيڪي ڪجهه توتي تنهنجي رب جي طرفان لاٿو ويو آهي اهو انهن مان گهڻن کي سرڪشي ۽ ڪفر ۾ ضرور وڌائي ڇڏيندو- پوءِ تون انهيءَ ڪافر قوم تي افسوس نه ڪر.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَ الَّذِيْنَ هَادُوْا وَ الصّٰبِئُوْنَ

٧٠-جيڪي ماڻهو ايماندار آهن ۽

---

١ ـقرآن مجيد ۾ لفظ واؤ جو آهي جنهن جي معني' "۽" جي آهي پر اڙدو محاوري ۾ هن جڳهه "۽" استعمال ناهي ٿيندو بلڪ "پر" جو لفظ استعمال ڪندا آهن ان ڪري ترجمي ۾ اُهو ئي استعمال ڪيو ويو آهي.

وَالنَّصٰرٰى مَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَعَمِلَ صَالِحًا فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٧٠﴾

جيڪي يهودي آهن ۽ (پڻ) صابي① ۽ نصاريٰ (انهن مان) جن (به) الله (تي) ۽ پوءِ اڇڻ واري ڏينهن تي حقيقت ۾ ايمان آندو آهي ۽ پڻ انهن نيڪ عمل ڪيا آهن نه انهن ڪي (آئيندي جو) ڪو خوف②

١ ـ هن جڳهه جيڪو صابيّ جو لفظ آيو آهي ان جي باري ۾ سوال پيدا ٿئي ٿو ته صابيّ ڪير هئا؟ سو ياد رکڻ گهرجي ته عربن جي روايتن مان جيڪي حديثن ۾ به لکيل آهن ثابت آهي ته عرب ماڻهو هر ان ماڻهوءَ کي جيڪو يهودي عيسائي نه هجي پر اهل ڪتاب هئڻ جي دعويٰ ڪري ان کي صابي چوندا هئا. ان ڪري جڏهن ڪو شخص مسلمان ٿيندو هو ته مڪي جا ماڻهو چوندا هئا ته هي صابي ٿي ويو آهي ۽ جڏهن مڪي وارن مان ڪو شخص مسلمان ٿيندو هو ته ان محاوري جي مطابق هو چوندو هو ته مان صابيّ ٿيان ٿو. تحقيق مان اِهو معلوم ٿئي ٿو ته هي ماڻهو حَرّان سان تعلق رکندا هئا جيڪو اُور مقامِ ابراهيم کان فلسطين ڏانهن وڃڻ واري رستي تي واقع آهي ۽ جيئن ته هي ماڻهو عربي رسم رواج تي هلندڙ هئا ان ڪري گهڻي ڀاڱين چئي سگهجي ٿو ته هي ماڻهو عاد جي قوم مان هُئا ۽ ابراهيمي نسل جي قومن کان متاثر هئا. ۽ ان ڪري ڪتاب ۽ نبين جو ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ احترام ڪندا هئا. ان ڪري اڻ ڄاڻ قومون انهن کي به اهل ڪتاب سمجهڻ لڳيون هيون. عاد جي قوم مان هُجَڻُ، مان اِن ڳالهه مان ثابت ڪندو آهيان ته هي صابي مشهور هئا. جيتوڻيڪ صابيّ صّ سان لکيو ويندو آهي پر عاد جي قوم عدن کان مٿي ويندي سبّا جي علائقي ۾ آباد هئي ان ڪري مان سمجهان ٿو ته شروع شروع ۾ صابيّ مان مراد سبّا جا رهڻ وارا هئا يعني عاد جي قوم جا باقي ماڻهو. پر آهستي آهستي عربن سّ کي صّ سان بدلائي ڇڏيو. معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ سفر ۾ جڏهن هو سبّا کان فلسطين ڏانهن آيا آهن ته انهن جو واسطو ابراهيمي نسل سان ٿيو هو ۽ هتان کان ٿيندا هو حرّان پهتا هئا ۽ حرّان کان ٿيندا عراق هليا ويا. نه ته هو اصل ۾ سبّا جي ملڪ يعني يمن جا رهاڪو هئا ۽ عاد جي قوم جا باقي ماڻهو هئا.

**٢**ـ هن جڳهه خوف ۽ غم کان "حفاظت" ايمان جي نشاني قرار ڏني وئي آهي. ان ڪري آيت جو هي مطلب ناهي ته يهودي، عيسائي ۽ صابي مومن آهن. بلڪ مطلب هي آهي ته زباني ايمان ڪافي ناهي. هي سڀ قومون ايمان جي دعويٰ ڪن ٿيون پر ان جو ڪو ثبوت پيش نه ٿيون ڪن ته خداتعاليٰ

لَقَدْ اَخَذْنَا مِيْثَاقَ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ وَاَرْسَلْنَآ اِلَيْهِمْ رُسُلًا ؕ كُلَّمَا جَآءَهُمْ رَسُوْلٌۢ بِمَا لَا تَهْوٰٓى اَنْفُسُهُمْ ۙ فَرِيْقًا كَذَّبُوْا وَفَرِيْقًا يَّقْتُلُوْنَ ﴿٧١﴾

تيندو ۽ نه اهي (گذريل تي) غمگين ٿيندا.

٧١- اسان يقيناً بني اسرائيل کان پختو عهد ورتو هو ۽ انهن ڏانهن ڪيترا رسول موڪليا هئا. جڏهن به انهن وٽ ڪو به رسول اها (تعليم) کڻي آيو جنهن کي انهن جي دلين پسند نه ٿي ڪيو ته ڪن کي انهن ڪوڙو ڪري ڇڏيو ۽ ڪن کي انهن قتل ڪرڻ چاهيو ٿي.

وَحَسِبُوْٓا اَلَّا تَكُوْنَ فِتْنَةٌ فَعَمُوْا وَصَمُّوْا ثُمَّ تَابَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ ثُمَّ عَمُوْا وَصَمُّوْا كَثِيْرٌ مِّنْهُمْ ؕ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِمَا يَعْمَلُوْنَ ﴿٧٢﴾

٧٢- ۽ انهن (اِهو) سمجهيو ته (انهيءَ مان) ڪو به فتنو نه ٿيندو. انهيءَ ڪري اهي انڌا ۽ ٻوڙا ٿي ويا. پوءِ الـلّٰه شفقت سان انهن ڏانهن توجه فرمايو. پر انهن مان ڪيترا ئي وري انڌا ۽ ٻوڙا ٿي ويا ۽ جيڪي ڪجهه اهي ڪن ٿا اللّٰه انهيءَ کي ڏسي ٿو.

لَقَدْ كَفَرَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْمَسِيْحُ ابْنُ مَرْيَمَ ؕ وَقَالَ الْمَسِيْحُ يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اعْبُدُوا اللّٰهَ رَبِّيْ وَرَبَّكُمْ ؕ اِنَّهٗ مَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدْ حَرَّمَ اللّٰهُ عَلَيْهِ الْجَنَّةَ وَمَاْوٰىهُ النَّارُ ؕ وَمَا لِلظّٰلِمِيْنَ مِنْ

٧٣- جن ماڻهن اِهو چيو آهي ته يقيناً اللّٰه ئي مسيح ابن مريم آهي اُهي ضرور ڪافر ٿي ويا آهن ۽ مسيح (ته) چيو هو ته اي بني اسرائيل! توهان اللّٰه جي عبادت ڪيو جيڪو منهنجو (به) رب (آهي) ۽ توهانجو (به) رب آهي ڳالهه هيءَ آهي ته جيڪو

**(باقي حاشيو)** به انهن جي ايمان کي قبول ڪيو آهي خدا تعاليٰ جي قبول ڪرڻ جي نشاني هيءَ آهي ته هو سچي مؤمنن کي آئيندي جي خوف جو شڪار ۽ نه وري گذريل گهتتائين جي برن نتيجن جو شڪار ٿيڻ ڏئي ٿو. ان ڪري جنهن کي اها نشاني حاصل هوندي اُهو ايماندار هوندو ۽ جنهن وٽ نه هوندي اُهو زباني ايمان جو دعويدار سڏائبو. خدا تعاليٰ جي نظر ۾ ايماندار نه هوندو.

اَنۡصَارٍ ﴿۷۳﴾

(شخص ڪنهن کي) الـلّٰـه جو شريڪ ٺهرائي ته (سمجهو ته) الـلّٰـه انهيءَ تي جنت کي حرام ڪري ڇڏيو آهي، ۽ انهيءَ جو ٺڪاڻو دوزخ آهي ۽ ظالمن جو ڪو (به) مددگار نه (هوندو.)

لَقَدۡ كَفَرَ الَّذِيۡنَ قَالُوۡۤا اِنَّ اللّٰهَ ثَالِثُ ثَلٰثَةٍ ‌ۘ وَمَا مِنۡ اِلٰهٍ اِلَّاۤ اِلٰـهٌ وَّاحِدٌ‌ ؕ وَاِنۡ لَّمۡ يَنۡتَهُوۡا عَمَّا يَقُوۡلُوۡنَ لَيَمَسَّنَّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا مِنۡهُمۡ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿۷۴﴾

۷۴۔جن ماڻهن اِهو چيو آهي ته الـلّٰـه يقيناً ٽن مان هڪ آهي اُهي يقيناً ڪافر ٿي ويا ۽ سواءِ هڪ معبود جي ڪو ٻيو معبود ڪونهي ۽ جيڪي ڪجهه اهي چون ٿا جيڪڏهن اهي انهيءَ کان نه مڙيا ته انهن مان جن ڪفر اختيار ڪيو آهي انهن کي ضرور دردناڪ عذاب پهچندو.

اَفَلَا يَتُوۡبُوۡنَ اِلَى اللّٰهِ وَيَسۡتَغۡفِرُوۡنَهٗ‌ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۷۵﴾

۷۵۔پوءِ ڇا اُهي (ماڻهو) الـلّٰـه ڏانهن نه ٿا جهڪن ۽ انهيءَ کان (پنهنجن گناهن جي) معافي (نٿا) گهرن. حقيقت ۾ الـلّٰـه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

مَا الۡمَسِيۡحُ ابۡنُ مَرۡيَمَ اِلَّا رَسُوۡلٌ‌ ۚ قَدۡ خَلَتۡ مِنۡ قَبۡلِهِ الرُّسُلُ ؕ وَاُمُّهٗ صِدِّيۡقَةٌ‌ ؕ كَانَا يَاۡكُلٰنِ الطَّعَامَ‌ ؕ اُنۡظُرۡ كَيۡفَ

۷۶۔مسيح ابن مريم صرف هڪ رسول هو انهيءَ کان پهريائين رسول (به) فوت ٿي چڪا ① آهن ۽ سندس ماءُ وڏي سچار (هُئي) اهي ٻئي کاڌو کائيندا ②

۱۔خَلَا فُلَانٌ اِذَا مَاتَ (لسان) يعني خَلَا جي معنيٰ وفات ڪرڻ جي آهي. هي آيت مسيحؑ جي وفات تي دليل آهي. ڇا ڪاڻ ته ٻي جڳهه اچي ٿو. وَمَا مُحَمَّدٌ اِلَّا رَسُوۡلٌ ج قَدۡ خَلَتۡ مِنۡ قَبۡلِهِ الرُّسُلُ (آل عمران: ۱۴۵) يعني محمد رسول الـلّٰـه ﷺ کان اڳ سڀ رسول (جن ۾ مسيحؑ به شامل آهي) فوت ٿي چڪا آهن.

۲۔مسيحؑ جو کاڌو کائڻ دليل آهي ته هو خدا نه هو انجيل ان تي شاهد آهي.(مرقس باب ۱۴ آيت ۱۷، ۱۸)

نُبَيِّنُ لَهُمُ الْاٰيٰتِ ثُمَّ انْظُرْ اَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ﴿٧٦﴾

هئا. ڏس اسان ڪيئن انهن جي (فائدي جي) لاءِ دليل بيان ڪيون ٿا پوءِ ڏس ته انهن جو خيال ڪيئن بدلايو وڃي ① ٿو.

قُلْ اَتَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَمْلِكُ لَكُمْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا ؕ وَاللّٰهُ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿٧٧﴾

٧٧-تون چؤ (ته) ڇا توهان اللّٰه کي ڇڏي انهن (شين) جي پوڄا ڪيو ٿا جيڪي نه توهان کي نقصان پهچائڻ جي سگهه رکن ٿيون ۽ نه نفعي پهچائڻ جي، ۽ اللّٰه ئي آهي جيڪو ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

قُلْ يٰۤاَهْلَ الْكِتٰبِ لَا تَغْلُوْا فِيْ دِيْنِكُمْ غَيْرَ الْحَقِّ وَلَا تَتَّبِعُوْۤا اَهْوَآءَ قَوْمٍ قَدْ ضَلُّوْا مِنْ قَبْلُ وَاَضَلُّوْا كَثِيْرًا وَّضَلُّوْا عَنْ سَوَآءِ السَّبِيْلِ ﴿٧٨﴾ ع

٧٨-تون چؤ (ته) اي اهل ڪتاب! پنهنجي دين جي متعلق ناجائز (طور تي) تمام گهڻي وڌاءَ کان ڪم ② نه وٺو ۽ انهن ماڻهن جي خواهشن جي پيروي نه ڪيو جيڪي هن کان اڳ (پاڻ به) گمراهه ٿي چڪا آهن ۽ (پين) ڪيترن کي (به) انهن گمراهه ڪيو آهي ۽ سڌي رستي کان ڀٽڪي ويا آهن.

لُعِنَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْۢ بَنِيْۤ اِسْرَآءِيْلَ عَلٰى لِسَانِ دَاوٗدَ وَعِيْسَى ابْنِ مَرْيَمَ ؕ ذٰلِكَ بِمَا

٧٩-بني اسرائيل مان جن ڪفر اختيار ڪيو آهي انهن تي دائود ۽ عيسيٰ بن مريم جي زبان ③ سان لعنت ڪئي وئي

١-يعني دليل جي باوجود شرير عَالِمَ انهن کي غلط رستي تي وٺي ويندا هئا.

٢-عام طور تي وڌاءُ هميشه ناجائز هوندو آهي پر جيڪڏهن ڪا شيءُ تمام گهڻي خوبين واري هجي ته انسان ان جي باري پنهنجي ذهن ۾ جيڪڏهن وڌاءَ سان به ڪم وٺندو هجي تڏهن به اهو ناجائز ناهي بلڪ صحيح هوندو آهي. ان ۾ هن طرف اشارو آهي ته دين پنهنجي اندر خدا جي طرفان خوبيون رکندو آهي ۽ جيڪڏهن ڪو شخص ان جي واکاڻ ۾ وڌاءُ به ڪري، ته به اهو وڌاءُ جائز ئي هوندو آهي. ناجائز ناهي هوندو.

٣-عَلٰى جي معنيٰ ”تي“ جي هوندي آهي پر اڙدو ۾ ”زبان تي لعنت“ ناهن چوندا ”زبان سان

عَصَوْا وَّ كَانُوْا يَعْتَدُوْنَ ﴿٧٩﴾

هئي (۽) اهو انهي سبب ڪري ٿيو هو جو انهن نافرماني ڪئي هئي ۽ حد کان وَڌَي ٿَي وِيا.

كَانُوْا لَا يَتَنَاهَوْنَ عَنْ مُّنْكَرٍ فَعَلُوْهُ ؕ لَبِئْسَ مَا كَانُوْا يَفْعَلُوْنَ ﴿٨٠﴾

٨٠-اُهي هڪ ٻئي کي ڪنهن ناپسنديده ڳالهه کان جنهن جا اهي مرتڪب ٿيا (هجن) روڪيندا نه هئا جيڪي ڪجهه اهي ڪندا هئا يقيناً اهو ڏاڍو برو هو.

تَرٰى كَثِيْرًا مِّنْهُمْ يَتَوَلَّوْنَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ؕ لَبِئْسَ مَا قَدَّمَتْ لَهُمْ اَنْفُسُهُمْ اَنْ سَخِطَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ وَ فِي الْعَذَابِ هُمْ خٰلِدُوْنَ ﴿٨١﴾

٨١-تون انهن مان ڪيترا ئي ڏسندين ته جيڪي (ماڻهو) ڪافر آهن انهن کي اهي (پنهنجو) مددگار بڻائين ٿا. انهن پنهنجي لاءِ جيڪي ڪجهه پنهنجي① مرضيءَ سان اڳتي موڪليو آهي. اهو ڏاڍو برو آهي. جيڪو اِهو امر آهي ته الله انهن کان ناراض ٿي ويو آهي ۽ اهي عذاب ۾ پيا هوندا.

وَلَوْ كَانُوْا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالنَّبِيِّ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِ مَا اتَّخَذُوْهُمْ اَوْلِيَآءَ وَلٰكِنَّ كَثِيْرًا مِّنْهُمْ فٰسِقُوْنَ ﴿٨٢﴾

٨٢- ۽ جيڪڏهن اهي الله (تي) ۽ (انهيءَ) نبيءَ (تي) ۽ انهيءَ تي جيڪو انهيءَ (نبيءَ) تي لاٿو ويو آهي ايمان رکن ها ته اهي انهن کي پنهنجو مددگار نه بڻائين ها پر انهن مان ڪيترائي نافرمان آهن.

لَتَجِدَنَّ اَشَدَّ النَّاسِ عَدَاوَةً لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوا

٨٣- تون مومنن سان دشمني رکڻ ۾ يقيناً يهودين (کي) ۽ انهن ماڻهن کي

**(باقي حاشيو)** لعنت" چوندا آهن ۽ اِهو ئي ترجمو ڪيو ويو آهي.

١-يعني اڳتي موڪليل خدا جي ناراضگي آهي جيڪا اهڙي شيءِ ناهي جو انسان ان کي پنهنجي آخرت لاءِ گڏ ڪري.

الْيَهُوْدَ وَالَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا ۚ وَلَتَجِدَنَّ اَقْرَبَهُمْ مَّوَدَّةً لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّا نَصٰرٰى ۗ ذٰلِكَ بِاَنَّ مِنْهُمْ قِسِّيْسِيْنَ وَرُهْبَانًا وَّاَنَّهُمْ لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٨٣﴾

جيڪي مشرڪ آهن سيني کان وڌيڪ سخت لهندين ۽ تون مومنن سان محبت ڪرڻ جي لحاظ سان انهن مان سيني کان ويجهو يقيناً انهن ماڻهن کي لهندين جيڪي اهو چون ٿا ته اسان نصاريٰ آهيون اها(ڳالهه)انهيءَ ڪري آهي جو انهن ۾ ڪجهه (ماڻهو)عالِم ۽ عابد آهن ۽(پڻ)انهيءَ ڪري جو اُهي تڪبر نه ٿا ڪن.

وَاِذَا سَمِعُوْا مَآ اُنْزِلَ اِلَى الرَّسُوْلِ ع تَرٰٓى اَعْيُنَهُمْ تَفِيْضُ مِنَ الدَّمْعِ مِمَّا عَرَفُوْا مِنَ الْحَقِّ ۚ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ اٰمَنَّا فَاكْتُبْنَا مَعَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿٨٤﴾

**٨٤**-۽ جڏهن اهي هن(ڪلام الٰهي)کي ٻڌندا آهن جيڪو هن رسول تي لاٿو ويو آهي ته(اي مخاطب)تون ڏسين ٿو ته جيتري قدر حق انهن سڃاتو آهي تنهنڪري انهن جون اکيون لڙڪن(جي زور)سان وهي پون ٿيون. اهي چون ٿا ته اي اسانجا رب اسان ايمان آندو آهي پوءِ اسان جو نالو(به) شاهدن سان گڏ لکي ڇڏ.

وَمَا لَنَا لَا نُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَمَا جَآءَنَا مِنَ الْحَقِّ ۙ وَنَطْمَعُ اَنْ يُّدْخِلَنَا رَبُّنَا مَعَ الْقَوْمِ الصّٰلِحِيْنَ ﴿٨٥﴾

**٨٥**-۽(چون ٿا ته)اسان کي ڇا(ٿي ويو)آهي جو اسان الله (تي) ۽ انهيءَ سچائيءَ تي جيڪا اسان وٽ آئي آهي ايمان نه آڻيون حالانڪ اسان خواهش ڪيون ٿا ته اسان جو رب اسان کي نيڪ ماڻهن ۾ داخل ڪري.

فَاَثَابَهُمُ اللّٰهُ بِمَا قَالُوْا جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ

**٨٦**-پوءِ الله انهن جي(هن)ڳالهه جي بدلي ۾ انهن کي اُهو بهشت عطا ① ڪندو

**١**-هن جڳهه تي ماضيءَ جا لفظ آهن پر اسان معنيٰ جي مطابق مضارع جو ترجمو ڪيو آهي.

تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ وَذٰلِكَ جَزَآءُ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۸۶﴾

جنهن جي اندر نهرون وهنديون هونديون (اهي) انهن ۾ هميشه رهندا ايندا ۽ اهوئي نيڪ ماڻهن جو بدلو آهي.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَآ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَحِيْمِ ﴿۸۷﴾ ع

٨٧- ۽ جن ماڻهن ڪفر اختيار ڪيو آهي ۽ اسان جي آيتن کي ڪوڙو ڪيو آهي اهي ماڻهو دوزخي آهن.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُحَرِّمُوْا طَيِّبٰتِ مَآ اَحَلَّ اللّٰهُ لَكُمْ وَلَا تَعْتَدُوْا ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِيْنَ ﴿۸۸﴾

٨٨- اي ايماندارو! جيڪي ڪجهه اللّٰه توهان لاءِ حلال قرار ڏنو آهي انهن مان پاڪ (شين) کي حرام قرار نه ڏيو ۽ (مقرر ڪيل) حَدُن کان اڳتي نه وڌو. اللّٰه (مقرر ڪيل) حد کان ٻاهر نڪرڻ وارن کي پسند نٿو ڪري.

وَكُلُوْا مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ حَلٰلًا طَيِّبًا ۪ وَّاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْٓ اَنْتُمْ بِهٖ مُؤْمِنُوْنَ ﴿۸۹﴾

٨٩- ۽ جيڪي ڪجهه اللّٰه توهان کي ڏنو آهي انهيءَ مان حلال (۽) پاڪ (شيون) کائو ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو جنهن تي توهان ايمان رکو ٿا.

لَا يُؤَاخِذُكُمُ اللّٰهُ بِاللَّغْوِ فِيْٓ اَيْمَانِكُمْ وَلٰكِنْ يُّؤَاخِذُكُمْ بِمَا عَقَّدْتُّمُ الْاَيْمَانَ ۚ فَكَفَّارَتُهٗٓ اِطْعَامُ عَشَرَةِ

٩٠- توهان جي قَسمَن مان اجاين ① (قَسمَن) تي اللّٰه توهان کي سزا نه ڏيندو پر توهان جي پڪن قسمن کائڻ (۽ وري ٽوڙڻ) تي توهان کي سزا ڏيندو پوءِ

**(باقي حاشيو)** ڇاڪاڻ ته عربي زبان ۾ پڪي ڳالهه لاءِ جيڪا آئنده ٿيڻ واري هجي ماضيءَ جو لفظ استعمال ڪري ونبو آهي جهڙي طرح آيت وَاِذْقَالَ اللّٰهُ يَا عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ الخ ۾ ماضيءَ جو لفظ مضارع جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي. (ڏسو املاء ما منّ بِہ الرحمان سورت مائده)

١- ڏسو نوٽ سورت بقره آيت ٢٢٦

مَسٰكِيْنَ مِنْ اَوْسَطِ مَا تُطْعِمُوْنَ اَهْلِيْكُمْ اَوْ كِسْوَتُهُمْ اَوْ تَحْرِيْرُ رَقَبَةٍ ؕ فَمَنْ لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ ثَلٰثَةِ اَيَّامٍ ؕ ذٰلِكَ كَفَّارَةُ اَيْمَانِكُمْ اِذَا حَلَفْتُمْ ؕ وَاحْفَظُوْٓا اَيْمَانَكُمْ ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمْ اٰيٰتِهٖ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿۹۰﴾

انهن (کي توڙڻ) جو ڪفارو ڏهن مسڪينن کي وچولي (درجي جو) کاڌو کارائڻ آهي (اهڙو کاڌو) جيڪو توهان پنهنجي گهر وارن کي کارايو ٿا يا انهن جو لباس يا هڪ (غلام کي) آزاد ڪرڻ. پوءِ جنهن کي (ايترو به) ميسر نه هجي ته (انهيءَ تي) ٽن ڏينهن جا روزا (واجب) آهن جڏهن توهان قسم کڻو (۽ وري انهن کي توڙي ڇڏيو) ته اهو توهانجي قسمن جو ڪفارو آهي ۽ توهان پنهنجي قسمن جي حفاظت (ڪندا) ڪيو. اللّٰه پنهنجي آيتن کي توهان لاءِ اهڙيءَ طرح بيان ڪريٿو انهيءَ لاءِ ته توهان شڪر گذار بڻجو.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنَّمَا الْخَمْرُ وَالْمَيْسِرُ وَالْاَنْصَابُ وَالْاَزْلَامُ رِجْسٌ مِّنْ عَمَلِ الشَّيْطٰنِ فَاجْتَنِبُوْهُ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿۹۱﴾

**۹۱**۔اي ايمانوارو! شراب ۽ جوا ۽ بت ۽ ڪُڻِن جا تير رڳو ناپاڪ (۽) شيطاني ڪم آهن تنهن ڪري توهان انهن ① (مان) (هر هڪ کان) بچو. انهيءَ لاءِ ته توهان ڪامياب ٿي وڃو.

اِنَّمَا يُرِيْدُ الشَّيْطٰنُ اَنْ يُّوْقِعَ بَيْنَكُمُ الْعَدَاوَةَ وَالْبَغْضَآءَ فِى الْخَمْرِ وَالْمَيْسِرِ وَيَصُدَّكُمْ عَنْ ذِكْرِ اللّٰهِ وَعَنِ الصَّلٰوةِ ۚ

**۹۲**۔شيطان صرف اهو چاهي ٿو ته توهانجي وچ ۾ شراب ۽ جوا جي ذريعي دشمني ۽ ڪينو وجهي ڇڏي ۽ اللّٰه جي ذڪر کان ۽ نماز کان روڪي ڇڏي. هاڻي

١ ـ هتي ضمير جمع جي جاءِ تي واحد مجبور ٿي استعمال ڪيو ويو آهي.

فَهَلۡ اَنۡتُمۡ مُّنۡتَهُوۡنَ ﴿۹۱﴾

چا توهان (انهن ڳالهين کان) رکجي سگهو ٿا.

وَ اَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَ اَطِيۡعُوا الرَّسُوۡلَ وَاحۡذَرُوۡا ۚ فَاِنۡ تَوَلَّيۡتُمۡ فَاعۡلَمُوۡۤا اَنَّمَا عَلٰى رَسُوۡلِنَا الۡبَلٰغُ الۡمُبِيۡنُ ﴿۹۲﴾

**٩٣**-۽ توهان اللّٰه جي(به)اطاعت ڪيو ۽ هِن رسول جي(به)اطاعت ڪيو ۽ هوشيار رهو ۽ جيڪڏهن(انهيءَ تنبيهه کان پوءِ به) توهان ڦري ويا ته ڄاڻي وٺو ته اسان جي رسول جي ذمي ته کولي (کولي) پهچائڻ ئي آهي.

لَيۡسَ عَلَى الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ جُنَاحٌ فِيۡمَا طَعِمُوۡۤا اِذَا مَا اتَّقَوْا وَّ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ثُمَّ اتَّقَوْا وَّ اٰمَنُوۡا ثُمَّ اتَّقَوْا وَّاَحۡسَنُوۡا ؕ وَاللّٰهُ يُحِبُّ الۡمُحۡسِنِيۡنَ ﴿۹۳﴾ ع

**٩٤**-جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ (پڻ) انهن نيڪ ڪم ڪيا آهن جڏهن اهي تقويٰ اختيار ڪن ۽ ايمان آڻين ۽ نيڪ عمل ڪن، پوءِ تقويٰ (۾ اجا به ترقي) ڪن ۽ ايمان آڻين پوءِ تقويٰ (۾ وڌيڪ ترقي) ڪن ۽ احسان ڪن ته جيڪي ڪجهه (به) اهي کائين انهيءَ تي انهن کي ڪو به گناهه نه(ٿيندو)۽ اللّٰه احسان ڪرڻ وارن سان محبت ڪريٿو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَيَبۡلُوَنَّكُمُ اللّٰهُ بِشَىۡءٍ مِّنَ الصَّيۡدِ تَنَالُهٗۤ اَيۡدِيۡكُمۡ وَ رِمَاحُكُمۡ لِيَعۡلَمَ اللّٰهُ مَنۡ يَّخَافُهٗ بِالۡغَيۡبِ ۚ فَمَنِ اعۡتَدٰى بَعۡدَ ذٰلِكَ فَلَهٗ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿۹۴﴾

**٩٥**-اي ايمانوارو! اللّٰه هڪ (حقير) شيءَ يعني شڪار جي ذريعي سان جنهن تائين توهان جي هٿن ۽ نيزن جي پهچ هوندي توهانجي آزمائش ڪري رهندو- انهيءَ لاءِ ته اللّٰه انهن ماڻهن کي ظاهر ڪري ڇڏي جيڪي عليحدگيءَ ۾ انهيءَ کان ڊڄن ٿا.پوءِ جيڪو(شخص)انهيءَ (حڪم جي بڌڻ) کانپوءِ (به)زيادتي ڪندو ته انهيءَ

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَقْتُلُوا الصَّيْدَ وَاَنْتُمْ حُرُمٌ ؕ وَمَنْ قَتَلَهٗ مِنْكُمْ مُّتَعَمِّدًا فَجَزَآءٌ مِّثْلُ مَا قَتَلَ مِنَ النَّعَمِ يَحْكُمُ بِهٖ ذَوَا عَدْلٍ مِّنْكُمْ هَدْيًاۢ بٰلِغَ الْكَعْبَةِ اَوْ كَفَّارَةٌ طَعَامُ مَسٰكِيْنَ اَوْ عَدْلُ ذٰلِكَ صِيَامًا لِّيَذُوْقَ وَبَالَ اَمْرِهٖ ؕ عَفَا اللّٰهُ عَمَّا سَلَفَ ؕ وَمَنْ عَادَ فَيَنْتَقِمُ اللّٰهُ مِنْهُ ؕ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ ذُو انْتِقَامٍ ﴿٩٦﴾

کي دردناڪ عذاب ڏيندو.

**٩٦-**اي ايمانوارو! توهان احرام جي حالت ۾ شڪار کي نہ ماريندا ڪيو۔۽ توهان مان جيڪو (شخص) انهيءَ کي ڄاڻي ٻجهي ماريندو تہ جيڪو چوپايو انهيءَ ماريو آهي اُهڙي قسم جو (جانور انهيءَ کي) بدلي(۾ ڏيڻو) پوندو جنهن جو فيصلو توهان مان ٻہ عادل انسان ڪندا ۽ جنهن کي ڪعبي تائين قربانيءَ جي لاءِ پهچائڻ ضروري هوندو ۽(جيڪڏهن انهيءَ جي طاقت نہ هجي تہ) ڪفارو(ادا ڪرڻو)پوندو يعني ڪجهہ مسڪينن کي کاڌو کارائڻ يا انهيءَ جي برابر روزا رکڻ انهيءَ لاءِ تہ اهو(ڏوهي)پنهنجي ڪم جو بد انجام ڀوڳي، ها جيڪو (پهريائين) گذري چڪو آهي،اهو اللّٰه معاف ڪري ڇڏيو آهي ۽ جيڪو شخص وري (ائين)ڪندو انهيءَ کي اللّٰه (انهيءَ ڏوهہ جي) سزا ڏيندو ۽ اللّٰه غالب (۽ بري ڪم جي) سزا ڏيڻ وارو آهي.

اُحِلَّ لَكُمْ صَيْدُ الْبَحْرِ وَطَعَامُهٗ مَتَاعًا لَّكُمْ وَلِلسَّيَّارَةِ ۚ وَحُرِّمَ عَلَيْكُمْ صَيْدُ الْبَرِّ مَا دُمْتُمْ حُرُمًا ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْٓ

**٩٧-**سامونڊي شڪار ڪرڻ ۽ انهيءَ جو کائڻ توهان جي ۽ مسافرن جي فائدي جي لاءِ جائز ڪيو ويو آهي. پر ① جيستائين توهان احرام جي حالت ۾

١-واؤ جي معنيٰ عربي زبان ۾ ”پر“ جي بہ هوندي آهي. (مغني اللبيب)

اِلَيۡهِ تُحۡشَرُوۡنَ ﴿٩٧﴾

هجو(انهيءَ وقت تائين) خشڪيءَ جو شڪار توهان تي حرام ڪيو ويو آهي ۽ توهان اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو جنهن جي حضور ۾ توهان کي گڏ ڪري نيو ويندو.

جَعَلَ اللّٰهُ الۡكَعۡبَةَ الۡبَيۡتَ الۡحَرَامَ قِيٰمًا لِّلنَّاسِ وَالشَّهۡرَ الۡحَرَامَ وَالۡهَدۡىَ وَالۡقَلَاۤئِدَ ؕ ذٰلِكَ لِتَعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ يَعۡلَمُ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الۡاَرۡضِ وَاَنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَىۡءٍ عَلِيۡمٌ ﴿٩٨﴾

**٩٨**۔اللّٰه ڪعبي يعني محفوظ گهر(کي) ماڻهن جي دائمي① ترقيءَ جو ذريعو بڻايو آهي ۽ (پڻ) حرمت واري مهيني ۽ قربانيءَ(کي)۽ جن (جانورن)کي ڳچيءَ ۾ پٽو وڌو ويو هجي (انهن کي به) هيءُ انهيءَ ڪري(ڪيو)آهي تہ توهان ڄاڻو تہ جيڪي ڪجهہ آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي ڪجهہ زمين ۾ آهي اللّٰه انهيءَ سڀ کي ڄاڻي ٿو.

اِعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ شَدِيۡدُ الۡعِقَابِ وَاَنَّ اللّٰهَ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿٩٩﴾ؕ

**٩٩**۔ياد رکو تہ اللّٰه عذاب ڏيڻ ۾ (بہ) سخت آهي ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) مهربان (بہ) آهي.

مَا عَلَى الرَّسُوۡلِ اِلَّا الۡبَلٰغُ ؕ وَاللّٰهُ يَعۡلَمُ مَا تُبۡدُوۡنَ وَمَا تَكۡتُمُوۡنَ ﴿١٠٠﴾

**١٠٠**۔رسول تي صرف(ڳالهہ جو)پهچائڻ (واجب) آهي ۽ جيڪا(ڳالهہ عملي طور) توهان کان ظهور ۾ اچي وڃي ٿي ۽(انهيءَ کي بہ) جيڪا توهان کان(اڃا عملي طور) ظهور ۾ نہ آئي آهي اللّٰه خوب ڄاڻي ٿو.

قُلْ لَّا يَسۡتَوِى الۡخَبِيۡثُ وَالطَّيِّبُ وَلَوۡ اَعۡجَبَكَ كَثۡرَةُ الۡخَبِيۡثِ ۚ فَاتَّقُوا اللّٰهَ

**١٠١**۔تون چؤ تہ بيڪار (شيءِ)فائدي مند (شيءِ) جي برابر نہ ٿي ٿي سگهي.ڀلي توهان کي بيڪار شيءِ جي زيادتي ڪيتري ئي

١۔قِيَاماً جي معنيٰ آهي اهڙي تعليم جيڪا ڪڏهن منسوخ نا هي ٿيندي. (مفردات)

يٰٓاُولِي الْاَلْبَابِ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿١٠١﴾ ع

پسند هجي. پوءِ اي عقل وارؤ! اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو انهيءَ لاءِ ته توهان بامراد ٿي وڃو.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَسْـَٔلُوْا عَنْ اَشْيَآءَ اِنْ تُبْدَ لَكُمْ تَسُؤْكُمْ ۚ وَاِنْ تَسْـَٔلُوْا عَنْهَا حِيْنَ يُنَزَّلُ الْقُرْاٰنُ تُبْدَ لَكُمْ ۭ عَفَا اللّٰهُ عَنْهَا ۭ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ ﴿١٠٢﴾

**١٠٢**-اي مومنو! (انهن) ڳالهين جي متعلق سوال نه (ڪندا) ڪيو (جيڪي) جيڪڏهن توهانتي ظاهر ڪيون وڃن ته توهان جي لاءِ تڪليف جو سبب بڻجي وڃن ۽ جيڪڏهن توهان انهن جي متعلق انهيءَ عرصي ۾ سوال ڪندؤ جڏهن قرآن لاٿو وڃي ٿو ته توهان تي (اُهي)ظاهر ڪيون ويندیون اللّٰه خود(ڄاڻي ٻجهي)انهن جي بيان کان رڪيو رهيو آهي ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)سوجهه ٻوجهه کان ڪم وٺڻ وارو آهي.

قَدْ سَاَلَهَا قَوْمٌ مِّنْ قَبْلِكُمْ ثُمَّ اَصْبَحُوْا بِهَا كٰفِرِيْنَ ﴿١٠٣﴾

**١٠٣**-توهان کان پهريائين هڪ قوم اهڙين ڳالهين جي متعلق سوال ڪري چڪي آهي (پر جڏهن جواب مليو ته هُنن)اُنهيءَ ① (جي مڃڻ)کان انڪار ڪري ڇڏيو.

مَا جَعَلَ اللّٰهُ مِنْۢ بَحِيْرَةٍ وَّلَا سَآئِبَةٍ وَّلَا

**١٠٤**-نه (ته) اللّٰه بحيره② (جي بڻائڻ)جو

---

١-قرآن مجيد ۾ ثُـمَّ جو لفظ آهي پر اسان ترجمي ۾ مخفي رکيو آهي ڇاڪاڻ ته ان کانسواءِ اڙدو سٺي رهندي آهي.

٢- بَحِيْرَةٌ: بَحَرَتُ الْبَعِيْرَ جي معنيٰ آهي شَقَقْتُ اُذُنَهٗ شَقًّا وَّاسِعاً مون اُنَ جو ڪَنُ چڱيءَ طرح ڦاڙي ڇڏيو (مفردات) ۽ بَحِيْـرَةٌ انهيءَ ڏاچيءَ کي چوندا آهن جنهن جا ڪن ڦاڙيا ويا هجن. جاهليت ۾ اها رسم هُئي ته جڏهن ڪا ڏاچي ڏهه ٻچا پيدا ڪري وٺندي هئي ته ان جي ڪنن ۾ ٽُنگَ ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ان کي کليو ڇڏي ڏيندا هئا نه ان تي ڪو سوار ٿيندو هو نه ان تي ڪو بار رکندو هو.(مفردات)

وَصِيْلَةٍ وَّلَا حَامٍ ۙ وَّلٰكِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ ؕ وَاَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿۱۰۴﴾

حڪم ڏنو آهي نہ سائبہ① جو نہ وصيلہ② جو نہ حام③ جو پر جيڪي (ماڻهو) ڪافر آهن اهي الله تي ڪوڙ (مڙهي) بهتان هڻن ٿا ۽ انهن مان اڪثر بي عَقُلَ آهن.

وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ تَعَالَوْا اِلٰى مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ وَاِلَى الرَّسُوْلِ قَالُوْا حَسْبُنَا مَا وَجَدْنَا عَلَيْهِ اٰبَآءَنَا ؕ اَوَلَوْ كَانَ اٰبَآؤُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ شَيْـًٔا وَّلَا يَهْتَدُوْنَ ﴿۱۰۵﴾

**١٠٥**-۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو تہ خدا جي نازل ڪيل (ڪلام) ۽ (انهيءَ جي) رسول جي طرف اچو تہ چون ٿا تہ اسان جنهن (ڳالهہ) تي پنهنجي ابن ڏاڏن کي ڏٺو هو (اها) اسانجي لاءِ ڪافي آهي ڇا جيڪڏهن (هيءَ صورت هجي جو) انهن جا ابا ڏاڏا نادان هجن ۽ صحيح رستو نہ ڄاڻندا هجن (تڏهن بہ اهي پنهنجي ضد تي قائم رهندا؟)

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا عَلَيْكُمْ اَنْفُسَكُمْ ۚ لَا يَضُرُّكُمْ مَّنْ ضَلَّ اِذَا اهْتَدَيْتُمْ ؕ اِلَى اللّٰهِ مَرْجِعُكُمْ جَمِيْعًا فَيُنَبِّئُكُمْ

**١٠٦**-اي مومنو! توهان پنهنجي جانين (جي حفاظت) جو فڪر ڪيو. جڏهن توهان هدايت حاصل ڪيو تہ ڪنهن جي گمراهي توهان کي نقصان نہ پهچائيندي. توهان

١-اَلسَّائِبَة: اُها ڏاچي جيڪا گاهن جي ميدانن ۾ ڪليل ڇڏي ڏجي. نہ پاڻيءَ جي حوض کان ان کي روڪيو وڃي نہ گاهہ کان، ۽ جاهليت ۾ اهو ان وقت ڪندا هئا جڏهن ڪا ڏاچي پنج ڦَرَ ڏئي ڇڏيندي هئي.

٢-وَصِيلَة: هيءَ بہ جاهليت جي هڪ رسم هئي تہ جڏهن ٻڪري نر ۽ مادي ٻئي گڏي ڦَرَ ڏيندي هئي تہ انهن کي ذبح نہ ڪندا هئا تہ جيئن هڪ ڦر کي ذبح ڪرڻ سان ٻي ڦر کي ڪا تڪليف نہ ٿئي.

٣-حَام: اهو سَانُهہ جنهن جي نسل مان ڏهہ ٻچا ٿي وڃن. ان کي ڇڏي ڏيندا هئا نہ ان تي سوار ٿيندا هئا ۽ نہ هن کان ڪو ڪم وٺندا هئا ۽ چراگاهن ۽ پاڻيءَ کان بہ نہ جهليو ويندو هو.

بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٠٦﴾

سيني کي الله ڄاڻي ٿو موتي وچڻو آهي. پوءِ جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا اهو انهيءَ کان توهان کي آگاهه ڪندو.

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا شَهَادَةُ بَيْنِكُمْ اِذَا حَضَرَ اَحَدَكُمُ الْمَوْتُ حِيْنَ الْوَصِيَّةِ اثْنٰنِ ذَوَا عَدْلٍ مِّنْكُمْ اَوْ اٰخَرٰنِ مِنْ غَيْرِكُمْ اِنْ اَنْتُمْ ضَرَبْتُمْ فِي الْاَرْضِ فَاَصَابَتْكُمْ مُّصِيْبَةُ الْمَوْتِ تَحْبِسُوْنَهُمَا مِنْ بَعْدِ الصَّلٰوةِ فَيُقْسِمٰنِ بِاللّٰهِ اِنِ ارْتَبْتُمْ لَا نَشْتَرِيْ بِهٖ ثَمَنًا وَّلَوْ كَانَ ذَا قُرْبٰى وَلَا نَكْتُمُ شَهَادَةَ اللّٰهِ اِنَّآ اِذًا لَّمِنَ الْاٰثِمِيْنَ ﴿١٠٧﴾

١٠٧- اي مومنو! جڏهن توهان مان ڪنهن جي موت (جو وقت ويجهو) اچي وڃي ته وصيت جي وقت توهان جي پاڻ ۾ شاهدي (جو) هيئن (طريقو) هئڻ گهرجي جو توهان مان ٻه عدل وارا شاهد (مقرر) ٿين يا ٻه شاهد (جيڪي توهان مسلمانن مان نه هجن پر) غير ماڻهن مان هجن (اهو قاعدو انهيءَ حالت ۾ ٿيندو) جڏهن توهان ملڪ ۾ سفر ڪري رهيا هجو ۽ توهان تي موت جي مصيبت نازل ٿي وڃي (۽ توهان کي پنهنجا شاهد ميسر نه اچن) (انهيءَ صورت ۾) توهان (مومنن جو گروهه) انهن ٻنهي (شاهدن) کي نماز کان پوءِ روڪي وٺي ۽ اهي ٻئي (اهڙيءَ صورت ۾ جو) توهان کي (انهن جي شاهديءَ جي متعلق) شڪ هجي الله جو قسم کڻي چون ته اسان هن (شهادت) مان ڪو به (پنهنجو) فائدو مَدِ نظر نه ٿا رکون کڻي (جنهن جي حق ۾ اسين شاهدي ڏئي رهيا هجون) اهو اسان جو ويجهو ئي چو نه هجي ۽ اسان الله جي (مقرر ڪيل) شهادت (يعني سچ ڳالهائڻ جي فرض) کي نه لڪائينداسين. جيڪڏهن اسان ائين

فَاِنۡ عُثِرَ عَلٰۤى اَنَّهُمَا اسۡتَحَقَّاۤ اِثۡمًا فَاٰخَرٰنِ يَقُوۡمٰنِ مَقَامَهُمَا مِنَ الَّذِيۡنَ اسۡتَحَقَّ عَلَيۡهِمُ الۡاَوۡلَيٰنِ فَيُقۡسِمٰنِ بِاللّٰهِ لَشَهَادَتُنَاۤ اَحَقُّ مِنۡ شَهَادَتِهِمَا وَمَا اعۡتَدَيۡنَاۤ ۖ اِنَّاۤ اِذًا لَّمِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿١٠٧﴾

ذٰلِكَ اَدۡنٰٓى اَنۡ يَّاۡتُوۡا بِالشَّهَادَةِ عَلٰى وَجۡهِهَاۤ اَوۡ يَخَافُوۡۤا اَنۡ تُرَدَّ اَيۡمَانٌۢ بَعۡدَ اَيۡمَانِهِمۡ ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاسۡمَعُوۡا ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهۡدِى الۡقَوۡمَ الۡفٰسِقِيۡنَ ﴿١٠٨﴾ ع

يَوۡمَ يَجۡمَعُ اللّٰهُ الرُّسُلَ فَيَقُوۡلُ مَاذَاۤ

ڪيون تہ(انهيءَ صورت ۾) اسان گنهگار هونداسين.

**١٠٨**ـ پوءِ جيڪڏهن (اڳتي هلي) اهو ظاهر ٿي پيو تہ انهن ٻنهي(پنهنجي ذمي) گناهہ واجب ڪري ورتو آهي تہ ٻہ ٻيا شخص (انهن وارثن يعني ميت جي رشتيدارن مان) جن جي خلاف پهرين ٻن حق قائم ڪيو هو (شاهديءَ لاءِ) بيهن ۽ اهي اللّٰه جو قسم کڻي چون تہ اسانجي شاهدي (انهن) پهرين ٻن شاهدن جي شاهديءَ کان وڌيڪ سچي آهي ۽ اسان(پنهنجي شاهديءَ ۾) کا بہ زيادتي ناهي ڪئي جيڪڏهن اسان ائين ڪيو هجي تہ اسان کي ظالمن ۾ شمار ڪرڻ گهرجي.

**١٠٩**ـ اهو طريقو انهن کي (يعني پهرين شاهدن کي) انهيءَ ڳالهہ جي وڌيڪ ويجهو ڪري ڇڏيندو تہ اهي شاهدي عين واقعي جي مطابق ڏين يا(انهيءَ ڳالهہ کان) ڊڄن تہ انهن جي قسمَن کانپوءِ(ڪي) ٻيا قَسمَ (انهن جي قسمن جي رد ڪرڻ جي لاءِ) پيش ڪيا ويندا ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ انهيءَ جي حڪمن جي چڱيءَ طرح اطاعت ڪيو ۽ (ياد رکو)اللّٰه سرڪشن کي هدايت ناهي ڏيندو.

**١١٠**ـ ۽ (انهيءَ ڏينهن کي ياد ڪيو)جنهن

اُجِبْتُمْ ؕ قَالُوْا لَا عِلْمَ لَنَا ؕ اِنَّكَ اَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ ﴿۱۱۰﴾

ڏينهن اللّٰه رسولن کي گڏ ڪندو ۽ چوندو توهان کي ڪهڙو جواب ڏنو ويو هو، اهي چوندا اسان کي حقيقي علم ڪونهي. غيب جي ڳالهين جو (اصل) علم (صرف) توکي (ئي) آهي.

اِذْ قَالَ اللّٰهُ يٰعِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ اذْكُرْ نِعْمَتِيْ عَلَيْكَ وَعَلٰى وَالِدَتِكَ ۘ اِذْ اَيَّدْتُّكَ بِرُوْحِ الْقُدُسِ ۟ تُكَلِّمُ النَّاسَ فِي الْمَهْدِ وَكَهْلًا ۚ وَاِذْ عَلَّمْتُكَ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَالتَّوْرٰىةَ وَالْاِنْجِيْلَ ۚ وَاِذْ تَخْلُقُ مِنَ الطِّيْنِ كَهَيْـَٔةِ الطَّيْرِ بِاِذْنِيْ فَتَنْفُخُ فِيْهَا فَتَكُوْنُ طَيْرًا بِاِذْنِيْ وَتُبْرِئُ الْاَكْمَهَ وَالْاَبْرَصَ بِاِذْنِيْ ۚ وَاِذْ تُخْرِجُ الْمَوْتٰى بِاِذْنِيْ ۚ وَاِذْ كَفَفْتُ بَنِيْٓ

۱۱۱-انهيءَ وقت اللّٰه (عيسٰي بن مريم کي به) چوندو ته اي عيسٰي ابن مريم! جيڪا نعمت مون توتي ۽ تنهنجي ماءُ تي نازل ڪئي هئي انهيءَ کي ياد ڪر (يعني) جڏهن مون پاڪ وحيءَ سان تنهنجي مدد ڪئي هئي ته تون ماڻهن سان ٻالپڻي ۾(به)۽ اڌڙوتِ عمر ۾ (به روحانيت جون) ڳالهيون ڪندو هئين ۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪر) جڏهن مون توکي ڪتاب ۽ حڪمت (جون ڳالهيون)سيکاريون ۽ تورات ۽ انجيل (سيکاريا)۽ جڏهن ته تون منهنجي حڪم سان مٽيءَ جي خصلت ① رکڻ وارن (ماڻهن مان)پکيءَ ②جي پيدا ڪرڻ وانگر مخلوق

۱-يعني جهڙي طرح پکي آري تي ويهي ٻچا ڪيندو آهي اهڙي طرح تون به انسانن مان روحاني قابليت وارن ماڻهن کي پنهنجي تربيت ۾ آڻي هڪ ڏينهن ان لائق ناهي چڏيندو هئين جو هو خدا تعالٰي ڏانهن روحاني اُڏام ڪرڻ لڳي وڃن.

۲-مفسر چوندا آهن ته هن آيت مان ثابت آهي ته مسيحؑ خداتعاليٰ وانگر پکي پيدا ڪندو هو. حقيقت ۾ آيت جا لفظ هي آهن ته تون پکين وانگر پيدا ڪندو آهين ۽ پکي مٽي جا جانور ناهي انهن کي ڦوڪ هڻي جيئرو ناهن ڪندا. بلڪ آنا ڏئي انهن تي ويهندا آهن ۽ گرم ڪري انهن مان ٻچا ڪيندا آهن. اهڙيءَ طرح مسيحؑ ڪندو هو مٽيءَ جهڙن ماڻهن کي چونڊي انهن جي تربيت ڪندو هو ۽

اِسۡرَآءِيۡلَ عَنۡكَ اِذۡ جِئۡتَهُمۡ بِالۡبَيِّنٰتِ فَقَالَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا مِنۡهُمۡ اِنۡ هٰذَاۤ اِلَّا سِحۡرٌ مُّبِيۡنٌ ﴿١١١﴾

پيدا ڪندو هئين پوءِ تون ان ۾ ڦوڪيندو هئين ته اهي منهنجي حڪم سان اڏامڪ ٿي ويندا هئا ۽ تون انڌن ۽ ڇتيءَ وارن کي منهنجي حڪم سان شفاياب ① ڪندو هئين ۽ جڏهن ته تون منهنجي حڪم سان مئلن ② کي ڪيندو هئين ۽ جڏهن

**(باقي حاشيو)** پنهنجي ڪلام وسيلي انهن کي گرمائش پهچائيندو هو ايستائين جو اُهي بي جان انسان روحاني انسان بڻجي ويندا هئا ۽ سڀ نبي ائين ئي ڪندا آهن. مسيحؑ جي ان ۾ ڪا خاصيت ناهي.

١ ـ ڏسو نوٽ سورت آل عمران آيت ٥٠

٢ ـ مفسر چون ٿا ته ان مان ثابت ٿئي ٿو ته مسيحؑ مُردازنده ڪندو هو حقيقت ۾ قرآن ڪريم ۾ صاف لکيل آهي ته مردا خداتعاليٰ کان سواءِ ڪو به جيئرا ناهي ڪندو. جهڙوڪ اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو ته لَآ اِلٰـهَ اِلَّا هُوَ يُحۡيٖ وَيُمِيۡتُ ؕ رَبُّكُمۡ وَ رَبُّ اٰبَآئِكُمُ الۡاَوَّلِيۡنَ (الدخان: ٩) ته خداتعاليٰ کان سواءِ توهانجو ڪو معبود ناهي اهو ئي زندهه به ڪندو آهي ۽ ماريندو به آهي ۽ اهو توهانجو به رب آهي ۽ توهانجي پيءُ ڏاڏن جو به رب هو. اهڙي طرح فرمائي ٿو اَمِ اتَّخَذُوۡا مِنۡ دُوۡنِهٖۤ اَوۡلِيَآءَ ۚ فَاللّٰهُ هُوَ الۡوَلِيُّ وَهُوَ يُحۡيِ الۡمَوۡتٰى وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَىۡءٍ قَدِيۡرٌ (شوريٰ: ١٠) يعني ڇا انهن اللّٰه تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي پناهه ڏيڻ وارو تجويز ڪري ورتو آهي. ان ڪري ياد رکو ته اللّٰه تعاليٰ ئي پناهه ڏيڻ وارو آهي ۽ اُهو ئي مردا زندهه ڪندو آهي ۽ هو پنهنجي هر ارادي کي پورو ڪرڻ تي قادر آهي. ان ڪري قرآن ڪريم جي مطابق خدا تعاليٰ ئي مردن کي زندهه ڪرڻ وارو آهي. ها مردا زندهه ڪرڻ جو لفظ رسول ڪريم ﷺ جي لاءِ اچي ٿو. جهڙوڪ اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوا اسۡتَجِيۡبُوۡا لِلّٰهِ وَلِلرَّسُوۡلِ اِذَا دَعَاكُمۡ لِمَا يُحۡيِيۡكُمۡ (انفال: ٢٥) يعني اي مومنو! جڏهن خدا ۽ انجو رسول توهان کي زندهه ڪرڻ لاءِ سڏين ته انهن جي ڳالهه مڃي وٺندا ڪيو. هتي مفسر هي معنيٰ ڪندا آهن ته روحاني تربيت جي لاءِ سڏين ته خدا ۽ رسول جي ڳالهه جو جواب ڏيندا ڪيو پر جڏهن مسيحؑ جي باري اِهوئي احياء جو لفظ ايندو آهي ته ان جي معنيٰ هيءُ ڪندا آهن ته هو سچ پچ جا مردا زندهه ڪندو هو ۽ اهڙي طرح اُن کي خدا قرار ڏيندا آهن ۽ عيسائين جي مدد ڪندا آهن. اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّا اِلَيۡهِ رَاجِعُوۡنَ.

ته بني اسرائيل کي (جيڪي تنهنجي قتل ① جو ارادو رکندا هئا) مون توکان روڪي رکيو(انهيءَ وقت)جڏهن ته تون انهن وٽ دليل کڻي آئين ۽ انهن مان ڪافرن چيو ته هي ته ظاهر ظهور ڏوڪي واريون ڳالهيون آهن.

وَاِذْ اَوْحَيْتُ اِلَى الْحَوَارِيّٖنَ اَنْ اٰمِنُوْا بِيْ وَبِرَسُوْلِيْ ۚ قَالُوْٓا اٰمَنَّا وَاشْهَدْ بِاَنَّنَا مُسْلِمُوْنَ ﴿١١١﴾

١١١- ۽ (انهيءَ وقت کي ياد ڪر) جڏهن مون(تنهنجن)حوارين(يعني شاگردن)کي وحي ڪئي ته مون تي ۽ منهنجي رسول تي ايمان آڻيو انهن(انهيءَ وحي جي جواب ۾) چيو ته اسان ايمان آڻيون ٿا ۽ تون شاهد رهه ته اسان فرمان بردارن ۾(شامل ٿي ويا) آهيون.

اِذْ قَالَ الْحَوَارِيُّوْنَ يٰعِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ هَلْ يَسْتَطِيْعُ رَبُّكَ اَنْ يُّنَزِّلَ عَلَيْنَا مَآئِدَةً مِّنَ السَّمَآءِ ۭ قَالَ اتَّقُوا اللّٰهَ اِنْ كُنْتُمْ

١١٢- ۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن حوارين چيو ته اي عيسيٰ ابن مريم! ڇا تنهنجي رب ۾ طاقت آهي جو اسان جي لاءِ آسمان مان(کاڌن سان ڀريل)هڪ

١ ـ ان مان صاف ثابت آهي ته يهودي مسيحؑ کي صليب تي مارڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا هئا. مفسرن جي راءِ ۾ ان جي هيءَ معنيٰ ڪرڻ ته ڪنهن ٻئي شخص جي شڪل مٽائي مسيح جي جاءِ تي صليب تي لٽڪايو ويو هو ٺَنولَ جهڙو خيال آهي. جيڪڏهن ڪنهن شخص کي شڪل مٽائي لٽڪايو ويوهو ته پوءِ يهودي سچا ٿيا ڇاڪاڻ هو ته اهو سمجهن پيا ته اسان مسيحؑ کي صليب تي لٽڪائي ڇڏيو آهي ۽ هو ان تي مري ويو. پوءِ هو ان آيت جي تصديق ته نٿا ڪري سگهن. ڪن ماڻهن کي هتي دوکو لڳندو آهي ته اهڙا سيئي لفظ مسيحؑ جي باري ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن. ان جو جواب هي آهي ته مسيحؑ جي بابت هيءَ پيشگوئي هئي ته هو مثالن سان ڳالهيون ڪندو.(متي باب ١٣ آيت ١ تا ١٨) ان ڪري هن جي باري قرآن ۾ جيڪي ڳالهيون آيون آهن اُهي انهيءَ جي محاوري مطابق مثالن سان آيون آهن.

مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١١٣﴾

تاڪ لاهي (انهيءَ تي) مسيح چيو ته جيڪڏهن توهان (سچا) مومن آهيو ته الله جي تقويٰ اختيار ڪيو.

قَالُوْا نُرِيْدُ اَنْ نَّاْكُلَ مِنْهَا وَتَطْمَىِٕنَّ قُلُوْبُنَا وَنَعْلَمَ اَنْ قَدْ صَدَقْتَنَا وَنَكُوْنَ عَلَيْهَا مِنَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿١١٤﴾

١١٤- انهن (يعني حوارين) چيو ته اسان گهرون ٿا ته اسان انهيءَ (طعام) مان کائون ۽ اسان جون دليون مطمئن ٿي وڃن (ته اسانجو خدا قادر آهي) ۽ اسان کي يقين ٿي وڃي ته تون اسان سان سچ ڳالهايو آهي ۽ اسان انهيءَ باري ۾ شاهدي ڏيڻ جي قابل ٿي وڃون.

قَالَ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ اللّٰهُمَّ رَبَّنَآ اَنْزِلْ عَلَيْنَا مَآىِٕدَةً مِّنَ السَّمَآءِ تَكُوْنُ لَنَا عِيْدًا لِّاَوَّلِنَا وَاٰخِرِنَا وَاٰيَةً مِّنْكَ ۚ وَارْزُقْنَا وَاَنْتَ خَيْرُ الرّٰزِقِيْنَ ﴿١١٥﴾

١١٥- (انهيءَ تي) عيسيٰ ابن مريم چيو اي الله ! اي اسانجا رب! اسانتي آسمان مان (کاڌن سان ڀريل) ٿالهه لاهِ جيڪو اسان (مسيحن) مان پهرئين حصي① جي لاءِ به عيد (جو موجب) هجي ۽ آخري حصي جي لاءِ به عيد (جو موجب) هجي ۽ تنهنجي طرفان هڪ نشان (هجي) ۽ تون (پاڻ وٽان) اسان کي رزق ڏي ۽ تون سڀني رزق ڏيڻ وارن مان بهتر رزق ڏيڻ وارو آهين.

قَالَ اللّٰهُ اِنِّيْ مُنَزِّلُهَا عَلَيْكُمْ ۚ فَمَنْ

١١٦- الله فرمايو مان اهڙا (طعام) توهان تي

١ - انهيءَ دعا جي نتيجي ۾ عيسائي قوم جي پهرين حصي کي به دنيا ۾ حڪومت ملي هئي ۽ آخري حصي کي به. وچ ۾ محمد رسول اللّٰه ﷺ جي غلامن انهن جي طاقت کي ٽوڙيو. هاڻي هيءَ پيشگوئي پوري ٿي آهي ته مسلمان هڪ طرف ته هي وڏاءُ ڪندا آهن ته آسمان تي جبريل نعمتون پڇائي ۽ طاس فرشتن جي مٿي تي رکرائي صبح شام عيسائين جي کائڻ لاءِ آڻيندو هو ۽ ٻي طرف عيسائي حڪومتن جي ظلم تي روئن پٽن ٿا.

يَّكْفُرْ بَعْدُ مِنْكُمْ فَاِنِّيْٓ اُعَذِّبُهٗ عَذَابًا لَّآ اُعَذِّبُهٗٓ اَحَدًا مِّنَ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١١٦﴾ ع

يقيناً نازل ڪندس.پوءِ جيڪو بہ توهان مان انهيءَ جي(نازل ٿيڻ کان)پوءِ ناشڪري ڪندو تہ مان انهيءَ کي اهڙو عذاب ڏيندس جو دنيا ۾ ڪنهن ٻي(قوم)کي اهڙو عذاب ① نہ ڏيندس.

وَاِذْ قَالَ اللّٰهُ يٰعِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ ءَاَنْتَ قُلْتَ لِلنَّاسِ اتَّخِذُوْنِيْ وَاُمِّيَ اِلٰهَيْنِ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ قَالَ سُبْحٰنَكَ مَا يَكُوْنُ لِيْٓ اَنْ اَقُوْلَ مَا لَيْسَ لِيْ ۗ بِحَقٍّ ؕ اِنْ كُنْتُ قُلْتُهٗ فَقَدْ عَلِمْتَهٗ ؕ تَعْلَمُ مَا فِيْ

١١٧- ۽ جڏهن اللّٰه چيو② اي عيسيٰ ابن مريم! ڇا تو ماڻهن کي چيو هو تہ مون کي ۽ منهنجي ماءُ کي اللّٰہ کانسواءِ بہ معبود بڻايو تہ انهيءَ جواب ڏنو تہ (اسان) تو کي (سيني عيبن کان) پاڪ قرار ڏيون ٿا.مون کي نہ ٿي جڳايو تہ مان(اهڙي ڳالهہ) چوان،

١ ـ هن جڳهہ جيڪو هي ذڪر آهي تہ ڪاڏو گهرڻ وارن کي اهڙو عذاب ملندو جيڪو ڪنهن کي نہ ملندو. ٻي جڳهہ تي اهو ئي مضمون عيسائين جي باري ۾ اچي ٿو تہ انهن جي شرڪ جي ڪارڻ انهن کي وڏو عذاب ملندو. جهڙوڪ اللّٰه تعاليٰ عيسائين جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو: فَاَمَّا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَاُعَذِّبُهُمْ عَذَاباً شَدِيْداً فِى الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَمَالَهُمْ مِّنْ نّٰصِرِيْنَ (آل عمران: ٧٥) ان ڪري معلوم ٿيو تہ هي واعدو عيسائي قوم جي باري ۾ هو. حوارين جي باري نہ. عيسائي قوم جي شروعاتي دور يعني رومي دور ۾ بہ عيسائين کي وڏيون ڪاميابيون مليون ۽ آخري دور يعني ارڙهين، اڻويهين صديءَ ۾ بہ عيسائين کي وڏيون ڪاميابيون مليون. پر اللّٰہ تعاليٰ هن آيت ۾ پيشنگوئي ڪري ڇڏي تہ مان واعدي جي مطابق انهن کي ڪثرت سان رزق ڏيندس جيڪو کين صبح شام ملندو پر جيڪي ماڻهو تنهن هوندي بہ نافرماني ڪندا رهندا انهن کي مان سخت عذاب ۾ مبتلا ڪندس،جو اهڙو عذاب ڪنهن کي ناهي مليو.ان ڪري هيءَ آيت عيسائين جي ٻنهي زمانن جي باري ۾ پيشنگوئي آهي صرف حوارين جي باري نہ.اهڙي طرح اڳين آيت مان بہ ظاهر آهي تہ هي شرڪ ڪرڻ وارن عيسائين جي باري ۾ آهي. جڏهن تہ حواري مشرڪ نہ هئا.

٢ ـ قَالَ ماضي آهي پر ان مان مراد قيامت جو ڏينهن آهي. يعني اللّٰہ تعاليٰ ان ڏينهن چوندو. ان جو دليل هي آهي تہ عيسائين مسيح ؑ ان جي ماءُ کي مسيح جي مرڻ کان گهڻو پوءِ خدا ٺاهيو آهي.

نَفْسِيْ وَلَآ اَعْلَمُ مَا فِيْ نَفْسِكَ ؕ اِنَّكَ اَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ ﴿۱۱۷﴾

جنهن جو مون کي حق نه هو ۽ جيڪڏهن مون ائين چيو هو ته توکي ضرور انهيءَ جو علم هوندو جيڪي ڪي منهنجي دل ۾ آهي تون ڄاڻين ٿو ۽ جيڪي ڪي تنهنجي دل ۾ آهي مان نٿو ڄاڻان. تون يقيناً (سڀني) غيب جي ڳالهين کان چڱيءَ طرح واقف آهين.

مَا قُلْتُ لَهُمْ اِلَّا مَآ اَمَرْتَنِيْ بِهٖٓ اَنِ اعْبُدُوا اللّٰهَ رَبِّيْ وَرَبَّكُمْ ۚ وَكُنْتُ عَلَيْهِمْ شَهِيْدًا مَّا دُمْتُ فِيْهِمْ ۚ فَلَمَّا تَوَفَّيْتَنِيْ كُنْتَ اَنْتَ الرَّقِيْبَ عَلَيْهِمْ ؕ وَاَنْتَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ ﴿۱۱۸﴾

**۱۱۸**۔مون انهن کي صرف اُهائي ڳالهه چئي هئي جنهن جو تو مونکي حڪم ڏنو هو يعني اِهو ته اللّٰه جي عبادت ڪيو، جيڪو منهنجو (به) رب آهي ۽ توهانجو به رب آهي ۽ جيستائين مان انهن ۾ (موجود) رهيس، مان انهن جو نگران رهيس.پر تو جڏهن منهنجو روح قبض ڪري ورتو ته تون ئي انهن تي نگران هئين (مان نه هوس) ۽ تون هر شيءِ تي نگران آهين.

اِنْ تُعَذِّبْهُمْ فَاِنَّهُمْ عِبَادُكَ ۚ وَاِنْ تَغْفِرْ لَهُمْ فَاِنَّكَ اَنْتَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿۱۱۹﴾

**۱۱۹**۔جيڪڏهن تون انهن کي عذاب ڏيڻ چاهين ته اهي تنهنجا ٻانهان آهن ۽ جيڪڏهن تون انهن کي بخشڻ چاهين ته تون ڏاڍو غالب (۽) وڏين حڪمتن وارو (خدا) آهين.

قَالَ اللّٰهُ هٰذَا يَوْمُ يَنْفَعُ الصّٰدِقِيْنَ صِدْقُهُمْ ؕ لَهُمْ جَنّٰتٌ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ رَضِيَ اللّٰهُ

**۱۲۰**۔اللّٰه فرمايو، هي ڏينهن (اهڙو) آهي جنهن ۾ صادقن کي انهن جي سچائي نفعو ڏيندي. انهن کي اهڙا باغ ملندا جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون اهي انهيءَ ۾

عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ ۭ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ۝۱۲۰

هميشہ جي لاءِ رهندا ايندا. الله انهن کان راضي ٿيو ۽ اهي انهيءَ کان راضي ٿيا (۽) هيءُ (هڪ) تمام وڏي ڪاميابي آهي.

لِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا فِيْهِنَّ ۭ وَهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝۱۲۱ۧ

**١٢١ـ** آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي ڪي انهن جي وچ ۾ آهي انهيءَ جي بادشاهت الله جي لاءِ ئي آهي ۽ اهو هر امر تي پورو (پورو) قادر آهي.

سُوْرَةُ الْاَنْعَامِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ سِتٌّ وَّ سِتُّوْنَ اٰيَةً وَّ عِشْرُوْنَ رُكُوْعًا

سورت انعام- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون هڪ سئو ڇاهٺ آيتون ۽ ويهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان)اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهاڻتو)

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَجَعَلَ الظُّلُمٰتِ وَالنُّوْرَ ۬ ثُمَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِرَبِّهِمْ يَعْدِلُوْنَ ②

٢-هر( قسم جي)تعريف جو اللّٰه ئي مستحق آهي، جنهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي ۽ اونداهين ۽ نور کي به بڻايو آهي باوجود انهيءَ جي ڪافر پنهنجي رب جا شريڪ بڻائين ٿا.

هُوَ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ مِّنْ طِيْنٍ ثُمَّ قَضٰٓى اَجَلًا ؕ وَاَجَلٌ مُّسَمًّى عِنْدَهٗ ثُمَّ اَنْتُمْ تَمْتَرُوْنَ ③

٣- اُهو خدا ئي آهي جنهن توهان کي آليءَ مٽيءَ مان پيدا ڪيو آهي پوءِ (زمانه حيات جي لاءِ) هڪ ميعاد تجويز ڪيو ۽ هڪ ٻيو ميعاد① به آهي جنهن جو علم صرف انهيءَ کي آهي پوءِ به توهان شڪ ڪيو ٿا.

وَهُوَ اللّٰهُ فِي السَّمٰوٰتِ وَفِي الْاَرْضِ ؕ يَعْلَمُ سِرَّكُمْ وَجَهْرَكُمْ وَيَعْلَمُ مَا تَكْسِبُوْنَ ④

٤-۽ آسمانن ۽ زمين ۾ اُهو ئي خدا آهي جيڪو توهانجي رازن کي به ڄاڻي ٿو ۽ توهانجي ظاهري ڳالهين کي به،۽ جيڪو ڪجهه توهان ڪمايو ٿا انهيءَ کي به ڄاڻي ٿو.

١-يعني مجموعي طور تي دنيا جي زندگيءَ جو مدو.

وَمَا تَاْتِيْهِمْ مِّنْ اٰيَةٍ مِّنْ اٰيٰتِ رَبِّهِمْ اِلَّا كَانُوْا عَنْهَا مُعْرِضِيْنَ ۝٥

٥-۽ اُنهن ماڻهن وٽ سندن رب جي نشانن مان ڪڏهن ڪوبہ نشان نہ آيو آهي پر (انهن جو معاملو اِهو رهيو آهي تہ) اُهي انهيءَ کان منهن موڙيندا ئي آيا آهن.

فَقَدْ كَذَّبُوْا بِالْحَقِّ لَمَّا جَآءَهُمْ ۭ فَسَوْفَ يَاْتِيْهِمْ اَنْۢبٰۗؤُا مَا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ۝٦

٦-پوءِ ڪامل حق (يعني قرآن) جڏهن انهن وٽ آيو تہ انهيءَ جو بہ انهن انڪار ڪري ڇڏيو. هاڻي انهيءَ جو نتيجو اِهو نڪرندو تہ جن ڳالهين جي متعلق اُهي ٺٺوليون ڪندا هئا جلد ئي① انهن جي واقع ٿيڻ جون خبرون انهن کي ملڻ لڳنديون.

اَلَمْ يَرَوْا كَمْ اَهْلَكْنَا مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنْ قَرْنٍ مَّكَّنّٰهُمْ فِي الْاَرْضِ مَا لَمْ نُمَكِّنْ لَّكُمْ وَاَرْسَلْنَا السَّمَآءَ عَلَيْهِمْ مِّدْرَارًا ۠ وَّجَعَلْنَا الْاَنْهٰرَ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهِمْ فَاَهْلَكْنٰهُمْ بِذُنُوْبِهِمْ وَاَنْشَاْنَا مِنْۢ بَعْدِهِمْ قَرْنًا اٰخَرِيْنَ ۝٧

٧-ڇا انهن کي معلوم نہ آهي تہ انهن کان پهريائين ڪيترن ئي زمانن (جي ماڻهن) کي جن کي اسان زمين ۾ ايتري طاقت بخشي هئي جيتري طاقت توهان کي (يعني هن زماني جي ماڻهن کي) نہ بخشي آهي، تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ اسان انهن تي ڪڪرن کي سانده مينهن وسائيندي موڪليو هو ۽ انهيءَ مان اهڙيون نهرون وهايون هيون جيڪي انهن جي قبضي ۽ تصرف ۾ وهنديون هيون. پوءِ اسان انهن کي انهن جي گناهن جي سبب تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ انهن کانپوءِ هڪ ٻيو نسل پيدا ڪيو.

وَلَوْ نَزَّلْنَا عَلَيْكَ كِتٰبًا فِيْ قِرْطَاسٍ

٨-۽ جيڪڏهن اسان توتي هڪ ڪاغذن

١-يعني ٺٺول جي ڪري عذاب جلد اچي ويندو.

فَلَمَسُوْهُ بِاَيْدِيْهِمْ لَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ هٰذَآ اِلَّا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ ۝٧

وَقَالُوْا لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْهِ مَلَكٌ ؕ وَلَوْ اَنْزَلْنَا مَلَكًا لَّقُضِيَ الْاَمْرُ ثُمَّ لَا يُنْظَرُوْنَ ۝٨

وَلَوْ جَعَلْنٰهُ مَلَكًا لَّجَعَلْنٰهُ رَجُلًا وَّ لَلَبَسْنَا عَلَيْهِمْ مَّا يَلْبِسُوْنَ ۝٩

وَلَقَدِ اسْتُهْزِئَ بِرُسُلٍ مِّنْ قَبْلِكَ فَحَاقَ بِالَّذِيْنَ سَخِرُوْا مِنْهُمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ۝١٠ ع

قُلْ سِيْرُوْا فِى الْاَرْضِ ثُمَّ انْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِيْنَ ۝١١

تي لکيل ڪتاب نازل ڪيون ها، جنهن کي اُهي پنهنجي هٿن سان ڇُهن ها ته ڪافرپوءِ به چون ها، هيءُ ته هڪ ظاهر ظهور فريب آهي.

**٩**-ءِ(مخالف)چوندا آهن، هن تي ڪو به فرشتو ڇو نه لاٿو ويو آهي. جيڪڏهن اسان ① ڪو فرشتو لاهيون ها ته فيصلوئي ٿي وڃي ها، پوءِ انهن کي دير نه ڏني وڃي ها.

**١٠**-ءِ (هيءُ به ياد رکڻ گهرجي ته) جيڪڏهن اسان هن(پيغمبر) کي فرشتن مان مقرر ڪيون ها تڏهن به اسان انهيءَ کي مرد جي شڪل ئي ڏيون ها ۽ انهيءَ جي مٿان وري به اُها ڳالهه شڪ واري ڪري ڇڏيون ها جنهن کي هاڻي اُهي شڪ واري سمجهي رهيا آهن.

**١١**-ءِ تو کان پهريائين جيڪي رسول گذري ويا آهن انهن سان به ٺٺول ڪئي وئي هئي نتيجو اهو ٿيو جو انهن مان جن ٺٺول ڪئي هئي انهن کي اُنهيءَ عذاب② اچي گهيريو جنهن سان اهي ٺٺول ڪري رهيا هئا.

**١٢**-تون انهن کي چئي ڇڏ(ٿورو) زمين ۾ گهمو پوءِ ڏسو ته انڪار ڪرڻ وارن جي ڪهڙي پڇاڙي ٿيندي آهي.

---

١-يعني ڪافرن جي خاطر جڏهن ڪو فرشتو نازل ڪيو ويندو آهي ته اهو ڏيجارڻ جي خبر وٺي ئي لهندو آهي.

٢-يعني جن موعود عذابن سان هو يوڳ چرچا ڪندا هئا اُهي اچي ويا ۽ ڪافر تباهه ٿي ويا.

قُلْ لِّمَنْ مَّا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ قُلْ لِّلّٰهِ ؕ كَتَبَ عَلٰى نَفْسِهِ الرَّحْمَةَ ؕ لَيَجْمَعَنَّكُمْ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ لَا رَيْبَ فِيْهِ ؕ اَلَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ فَهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٣﴾

١٣-(انهن کان) پڇ ته آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪو ڪجهه آهي اهو ڪنهن جو آهي؟ (انهيءَ جو جواب اهي ڪهڙو ڏيندا تنهن ڪري تون ئي انهن کي) چؤ، اللّٰه جو. انهيءَ پنهنجي نفس تي رحمت فرض ڪري ڇڏي آهي. هو توهان کي قيامت جي ڏينهن تائين جمع ڪندو ويندو. انهيءَ (ڳالهه) ۾ ڪو شڪ نه آهي ته اهي ماڻهو جن پنهنجي جانين کي نقصان ۾ وجهي ڇڏيو①.اهي(انهيءَ بد اعماليءَ جي سببان) ايمان نه آڻيندا②.

وَلَهٗ مَا سَكَنَ فِي الَّيْلِ وَالنَّهَارِ ؕ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿١٤﴾

١٤-۽ جيڪي ڪجهه رات(جي اونداهيءَ)۽ ڏينهن(جي روشنيءَ)۾ موجود آهي اهو سڀ انهيءَ(خدا)جو آهي ۽ هو ڏاڍو ٻڌڻ وارو(۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

قُلْ اَغَيْرَ اللّٰهِ اَتَّخِذُ وَلِيًّا فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَهُوَ يُطْعِمُ وَلَا يُطْعَمُ ؕ قُلْ اِنِّيْٓ اُمِرْتُ اَنْ اَكُوْنَ اَوَّلَ مَنْ اَسْلَمَ وَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿١٥﴾

١٥-تون چؤ ڇا مان اللّٰه کانسواءِ جيڪو آسمانن ۽ زمين جو پيدا ڪرڻ وارو آهي ڪو ٻيو دوست بڻايان حالانڪ اهو(سڀني انسانن کي)کارائي ٿو ۽(ڪنهن جي به طرفان)انهيءَ کي رزق نه ٿو ڏنو وڃي.چؤ مون کي حڪم ڏنو ويو آهي ته مان سڀني کان وڌو فرمانبردار بڻجان ۽ هيءُ ته(اي

١-عربي لغت جي لحاظ سان اَلَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ جي معنيٰ اها به ٿي سگهي ٿي ته اُهي ماڻهو جيڪي نقصان ۾ پئجي ويا.

٢-يعني ايمان کان محرومي خدا جي طرفان ناهي هوندي بلڪ انسان جي پنهنجي عملن جي ڪري ٿيندي آهي.

قُلْ اِنِّيْٓ اَخَافُ اِنْ عَصَيْتُ رَبِّيْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿١٦﴾

رسول) تو مشرڪن مان نہ بڻج.

١٦-تون چؤ تہ جيڪڏهن مان پنهنجي رب جي نافرماني ڪريان تہ مان هڪ وڏي ڏينهن جي عذاب کان ڊڄان ٿو.

مَنْ يُّصْرَفْ عَنْهُ يَوْمَىِٕذٍ فَقَدْ رَحِمَهٗ ۭ وَذٰلِكَ الْفَوْزُ الْمُبِيْنُ ﴿١٧﴾

١٧-جنهن تان اهو (عذاب) ٽاريو ويو تہ (سمجهو تہ) انهيءَ ڏينهن ان تي خدا رحم ڪري ڇڏيو ۽ اها تمام وڏي ڪاميابي آهي.

وَاِنْ يَّمْسَسْكَ اللّٰهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهٗٓ اِلَّا هُوَ ۭ وَاِنْ يَّمْسَسْكَ بِخَيْرٍ فَهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿١٨﴾

١٨-۽ جيڪڏهن الله توکي ڪو نقصان پهچائي تہ هُن کانسواءِ اُن کي ڪوئي ٽاري نہ ٿو سگهي ۽ جيڪڏهن اهو توکي ڪا ڀلائي پهچائي تہ هُو هر ڳالهہ تي قادر آهي.

وَهُوَ الْقَاهِرُ فَوْقَ عِبَادِهٖ ۭ وَهُوَ الْحَكِيْمُ الْخَبِيْرُ ﴿١٩﴾

١٩-۽ هو پنهنجن ٻانهن تي غالب① آهي ۽ هو وڏين حڪمتن وارو آهي (۽) سڀني حالات کان باخبر آهي.

قُلْ اَيُّ شَيْءٍ اَكْبَرُ شَهَادَةً ۭ قُلِ اللّٰهُ ڐ شَهِيْدٌۢ بَيْنِيْ وَبَيْنَكُمْ ۣ وَاُوْحِيَ اِلَيَّ هٰذَا الْقُرْاٰنُ لِاُنْذِرَكُمْ بِهٖ وَمَنْۢ بَلَغَ ۭ

٢٠- تون چؤ سڀ کان وڌيڪ (سچي) شاهدي ڏيڻ واري ڪهڙي هستي آهي. پوءِ (پاڻ ئي جواب ۾) چئي ڇڏ تہ الله.اهو توهانجي ۽ منهنجي وچ ۾ شاهد آهي.۽ مون ڏانهن هيءُ

---

١-هتي هي سوال پيدا ٿئي ٿو تہ جڏهن الله تعاليٰ غالب آهي تہ سزا ڇو نہ ٿو ڏئي.ان جو جواب هي ڏنو تہ هو حڪيم بہ آهي ۽ خبير بہ.جيئن تہ هو حڪيم آهي ان ڪري عمل اهڙي طرح ڪندو آهي جنهن سان نتيجو نيڪ نڪري ۽ ڪي ماڻهو هدايت ماڻين ۽ جيئن تہ خبير آهي ان کي خبر آهي تہ آئينده زماني ۾ گهڻا ماڻهو ايمان آڻڻ وارا آهن جيڪڏهن هاڻي قوم کي تباهہ ڪري ڇڏي تہ اُهي ماڻهو بہ تباهہ ٿي ويندا جيڪي پڇاڙيءَ ۾ ايمان آڻڻ وارا آهن. ان ڪري غالب هئڻ جي باوجود سزا ناهي ڏيندو.

اَىِٕنَّكُمْ لَتَشْهَدُوْنَ اَنَّ مَعَ اللّٰهِ اٰلِهَةً اُخْرٰى ؕ قُلْ لَّاۤ اَشْهَدُ ۚ قُلْ اِنَّمَا هُوَ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ وَّاِنَّنِيْ بَرِيْٓءٌ مِّمَّا تُشْرِكُوْنَ ۝۲۰ وقف لازم

قرآن وحي ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ لاءِ ته مان توهان کي انهيءَ جي ذريعي (اچڻ واري عذاب کان) هوشيار ڪيان ۽ انهن (سيني) کي به جن تائين هي پهچي. ڇا توهان هيءَ شاهدي ڏيو ٿا ته اللّٰه کانسواءِ ڪي ٻيا معبود به آهن (۽ پوءِ پنهنجي طرفان) چؤ ته (توهين اهڙيون ڪوڙيون شاهديون ڏيندا وتو) مان ته اها شاهدي نه ٿو ڏيان (پوءِ انهن کي) چؤ ته اهو (خدا) ته پنهنجي ذات ۾ صرف اڪيلو خدا آهي ۽ مان ته انهن شين کان جن کي توهان خدا جو شريڪ بڻايو ٿا بيزار آهيان.

اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يَعْرِفُوْنَهٗ كَمَا يَعْرِفُوْنَ اَبْنَآءَهُمْ ۘ اَلَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ فَهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ۝۲۱ ع ۲ وقف لازم

**٢١**- اهي ماڻهو جن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي اهي هن (سچائيءَ) کي (اهڙيءَ طرح) سڃاڻن ٿا جهڙيءَ طرح اهي پنهنجي پٽن کي سڃاڻن ٿا (پر) جيڪي ماڻهو نقصان ۾ پئجي ويا ۽ پنهنجي جانين کي (به) نقصان ۾ وجهي ڇڏيو اهي ايمان نه ٿا آڻين.

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَوْ كَذَّبَ بِاٰيٰتِهٖ ؕ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ ۝۲۲

**٢٢**- ۽ انهيءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو اللّٰه تي ڪوڙ مڙهي ٿو يا انهيءَ جي نشانن جو انڪار ڪري ٿو. سچي ڳالهه[١] هيءَ آهي ته ظالم ڪڏهن ڪامياب نٿا ٿين.

١- قرآن مجيد ۾ اِنَّهٗ آهي. اِنَّ تاڪيد جي لاءِ ايندو آهي ۽ ہٗ ضمير شان آهي جنهن جي هيءَ معنيٰ هوندي آهي. ته حقيقت هي آهي. ان ڪري اهائي معنيٰ هتي ڪئي وئي آهي.

وَيَوْمَ نَحْشُرُهُمْ جَمِيْعًا ثُمَّ نَقُوْلُ لِلَّذِيْنَ اَشْرَكُوْٓا اَيْنَ شُرَكَآؤُكُمُ الَّذِيْنَ كُنْتُمْ تَزْعُمُوْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣**-۽ جنهن ڏينهن اسان انهن سڀني کي گڏ ڪنداسين پوءِ جن اسان جا شريڪ قرار ڏنا آهن انهن کي چونداسين ته توهان جا(ٻڌايل)اهي شريڪ جن جي متعلق توهان دعويٰ ڪندا هئا(ته اهي الله جا شريڪ آهن)ڪٿي آهن.

ثُمَّ لَمْ تَكُنْ فِتْنَتُهُمْ اِلَّآ اَنْ قَالُوْا وَاللّٰهِ رَبِّنَا مَا كُنَّا مُشْرِكِيْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-پوءِ انهن جي جواب ۾ اهي صرف هي چوندا ته الله جو قسم جيڪو اسان جو (سچو) رب آهي اسان (ته) مشرڪ هئاسين (ئي) ڪونه.

اُنْظُرْ كَيْفَ كَذَبُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-ڏس(انهن موقعي تي)اهي ڪهڙيءَ طرح پنهنجي جانين جي متعلق ڪوڙ ڳالهائيندا ۽ جيڪي(ڪجهه)اهي انهن کان اڳ ڪوڙ ڳالهائيندا هئا(سڀ)انهن کان وسري ويندو.

وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّسْتَمِعُ اِلَيْكَ ۚ وَجَعَلْنَا عَلٰى قُلُوْبِهِمْ اَكِنَّةً اَنْ يَّفْقَهُوْهُ وَفِيْٓ اٰذَانِهِمْ وَقْرًا ۭ وَاِنْ يَّرَوْا كُلَّ اٰيَةٍ لَّا يُؤْمِنُوْا بِهَا ۭ حَتّٰٓى اِذَا جَاۗءُوْكَ يُجَادِلُوْنَكَ يَقُوْلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ هٰذَآ

**٢٦**-۽ انهن مان ڪي (ماڻهو) اهڙا آهن جيڪي تنهنجن(ڳالهين)ڏانهن ڪن ڏين ٿا حالانڪ اسان انهن جي دلين تي پردا ①وجهي ڇڏيا آهن انهيءَ لاءِ ته اهي انهيءَ کي (نه) سمجهن ۽ انهن جي ڪنن ۾ ٻوڙائپ (پيدا ڪري ڇڏي) آهي ۽ اهي ڪٿي هر هڪ (قسم جو) نشان ڏسن اهي انهيءَ تي ايمان نه آڻيندا،(انهن جي حالت)

١-قرآن مجيد جون ڀيون آيتون ٻڌائين ٿيون ته هيءَ سزا انسان جي بدعملين جي نتيجي ۾ ملندي آهي. نه ته خدا تعاليٰ ڪنهن کي ايمان کان محروم نا هي ڪندو. جهڙوڪ فرمائي ٿو بَلْ طَبَعَ اللّٰهُ عَلَيْهَا بِكُفْرِهِمْ (النساء: ١٥٦) ته الله تعاليٰ انهن جي دلين تي سندن ڪفر جي ڪري مُهَر هڻي ڇڏي آهي.

اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٢٦﴾

ايستائين (پھتل آهي) جو جڏهن اهي تو وٽ اچن ٿا ته توسان جهيڙو ڪن ٿا. ڪافر چون ٿا هي (قرآن) رڳو اڳين① جون آڪاڻيون آهي.

وَهُمْ يَنْهَوْنَ عَنْهُ وَيَنْئَوْنَ عَنْهُ ۚ وَاِنْ يُّهْلِكُوْنَ اِلَّآ اَنْفُسَهُمْ وَمَا يَشْعُرُوْنَ ﴿٢٧﴾

**٢٧**- ۽ اهي انهيءَ ڪان (ٻين ڪي به) روڪين ٿا ۽ (خود به) انهيءَ ڪان پري رهن ٿا پر② اهي پنهنجي پاڻ ڪان سواءِ ڪنهن ڪي به تباهه نه ٿا ڪن، پر اهي سمجهن نٿا.

وَلَوْ تَرٰٓى اِذْ وُقِفُوْا عَلَى النَّارِ فَقَالُوْا يٰلَيْتَنَا نُرَدُّ وَلَا نُكَذِّبَ بِاٰيٰتِ رَبِّنَا وَنَكُوْنَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٢٨﴾

**٢٨**- ۽ جيڪڏهن تون اُنهن ڪي (اُن وقت) ڏسين جڏهن انهن ڪي دوزخ جي اڳيان بيهاريو ويندو جڏهن (اُهي) چوندا (ته) اي ڪاش اسان ڪي ”ايمان جي حالت ۾“ واپس موٽايو وڃي ۽ اسان آئنده ڪڏهن پنهنجي رب جي نشانن ڪي ڪوڙو نه چوندا سين (ته توکي انهن جي ڪوڙ جي حقيقت معلوم ٿي وڃي)

بَلْ بَدَا لَهُمْ مَّا كَانُوْا يُخْفُوْنَ مِنْ قَبْلُ ۭ

**٢٩**- حقيقت③ هيءَ آهي ته جيڪي (ڪجهه) اُهي (هِن ڪان اڳ) لڪائيندا هئا اهو

١- هي ڪافرن جو چوڻ آهي نه ته قرآن مجيد ۾ سڀ پراڻا قِصا بطور پيشنگوئي بيان ٿيا آهن ۽ اهڙا ئي واقعا رسول ڪريم ﷺ يا انهن جي امت سان پيش آيا آهن.

٢- واوُ جي معنيٰ ڪن جڳهن تي اڙدوءَ ۾ ”پر“ جي ٿي سگهي ٿي اُها ئي هتي ڪئي وئي آهي چاڪاڻ ته ان سان مضمون وڌيڪ واضح ٿئي ٿو.

٣- آيت ۾ بَلْ جو لفظ آهي ۽ بَلْ عام طور تي پهرين مضمون ڪي رد ڪرڻ لاءِ ۽ اصل حقيقت بيان ڪرڻ لاءِ ايندو آهي هتي انهيءَ معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي.

وَلَوْ رُدُّوْا لَعَادُوْا لِمَا نُهُوْا عَنْهُ وَاِنَّهُمْ لَكٰذِبُوْنَ ﴿٢٩﴾

انهن تي چگيءَ طرح ظاهر ٿي ويو آهي ۽ جيڪڏهن انهن کي (واپس) موٽايو وڃي ها ته اهي ضرور (انهيءَ ڳالهه ڏانهن) ڦري وڃن ها جنهن کان انهن کي روڪيو ويندو هو ۽ اهي يقيناً (پنهنجي هن دعويٰ ۾) ڪوڙا آهن.

وَقَالُوْۤا اِنْ هِيَ اِلَّا حَيَاتُنَا الدُّنْيَا وَمَا نَحْنُ بِمَبْعُوْثِيْنَ ﴿٣٠﴾

**٣٠**۔ ۽ اهي چون ٿا ته اسان جي (هن) دنياوي زندگيءَ کان سواءِ ڪا (ٻي زندگي) نه آهي ۽ نه وري اسان کي اٿاريو ويندو.

وَلَوْ تَرٰۤى اِذْ وُقِفُوْا عَلٰى رَبِّهِمْ ؕ قَالَ اَلَيْسَ هٰذَا بِالْحَقِّ ؕ قَالُوْا بَلٰى وَرَبِّنَا ؕ قَالَ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُوْنَ ﴿٣١﴾ ع

**٣١**۔ ۽ جيڪڏهن تون انهن کي (انهي وقت) ڏسين جڏهن انهن کي پنهنجي رب جي سامهون بيهاريو ويندو (۽) اهو (انهن کي) فرمائيندو ڇا هي (ٻي زندگي) سچ نه آهي (۽) اهي جواب ۾ چوندا. اسان کي پنهنجي رب جو قسم ڇو نه (ضرور سچ آهي) اهو فرمائيندو۔ تڏهن توهان پنهنجي انڪار (تي اصرار) جي سببان عذاب (جو مزو) چکو.

قَدْ خَسِرَ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِلِقَآءِ اللّٰهِ ؕ حَتّٰۤى اِذَا جَآءَتْهُمُ السَّاعَةُ بَغْتَةً قَالُوْا يٰحَسْرَتَنَا عَلٰى مَا فَرَّطْنَا فِيْهَا ۙ وَهُمْ يَحْمِلُوْنَ اَوْزَارَهُمْ عَلٰى ظُهُوْرِهِمْ ؕ

**٣٢**۔ جن ماڻهن اللّٰه جي ملاقات (جي مسئلي) جو انڪار ڪيو اهي نقصان ۾ پئجي ويا آهن ايستائين جو جڏهن اُها گهڙي انهن تي اوچتو اچي ويندي ته اهي چوندا. اُف ① اسانجي شرمندگي هن ڪوتاهيءَ جي سببان جيڪا هن گهڙيءَ جي باري ۾

١۔ يَا حَسْرَتَنَا جو ترجمو "اُف" ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته اڙدوءَ جي محاوري ۾ هن موقعي تي اهو ئي ڳالهائيندا آهن.

اَلَا سَآءَ مَا يَزِرُوْنَ۝٣٢

اسان ڪئي ۽ اهي انهيءَ وقت پنهنجا بار پنهنجي پٺين تي کنيو بيٺا هوندا - ٻڌو جيڪو (بار)اهي کڻندا،اهو ڏاڍو برو هوندو.

وَمَا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَآ اِلَّا لَعِبٌ وَّ لَهْوٌ ؕ وَلَلدَّارُ الْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لِّلَّذِيْنَ يَتَّقُوْنَ ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ۝٣٣

**٣٣**-۽ دنياوي زندگي راند ۽ مشغلي ڪانسواءِ(ڪجهه)نه آهي ۽ جيڪي ماڻهو تقويٰ اختيار ڪن ٿا انهن جي لاءِ پوءِ اچڻ وارو گهر يقيناً بهتر آهي پوءِ ڇا توهان عقل کان ڪم نٿا وٺو.

قَدْ نَعْلَمُ اِنَّهٗ لَيَحْزُنُكَ الَّذِیْ يَقُوْلُوْنَ فَاِنَّهُمْ لَا يُكَذِّبُوْنَكَ وَلٰكِنَّ الظّٰلِمِيْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ يَجْحَدُوْنَ۝٣٤

**٣٤**- اسان يقيناً ڄاڻون ٿا(ته)اهائي ڳالهه سچي آهي ته جيڪي ڪجهه اهي چون ٿا اهو توکي ضرور غمگين ڪري① تو ڇو جو ②اهي توکي ڪوڙو نٿا ڪن پر ظالم اللّٰه جي آيتن جو جاڻي ٻجهي انڪار ڪن ٿا.

وَلَقَدْ كُذِّبَتْ رُسُلٌ مِّنْ قَبْلِكَ فَصَبَرُوْا عَلٰى مَا كُذِّبُوْا وَاُوْذُوْا حَتّٰٓى اَتٰىهُمْ نَصْرُنَا ۚ وَلَا مُبَدِّلَ لِكَلِمٰتِ اللّٰهِ ۚ وَلَقَدْ جَآءَكَ مِنْ نَّبَاِی الْمُرْسَلِيْنَ۝٣٥

**٣٥**- ۽ توکان پهرين رسولن کي به يقيناً ڪوڙو ڪيو ويو آهي. پوءِ باوجود انهيءَ جي جو انهن کي ڪوڙو ڪيو ويو ۽ انهن کي تڪليف ڏني وئي اهي صبر ڪندا رهيا ايستائين جو انهن وٽ اسانجي مدد پهچي وئي ۽ اللّٰه جي ڳالهين کي بدلائڻ وارو ڪو به ڪونهي ۽ تو وٽ رسولن جون ڪي خبرون يقيناً اچي ئي چڪيون آهن.

---

١- يعني خدا تعاليٰ جي انڪار جي ڪري توکي ڏک ٿئي ٿو توکي پنهنجي ڳڻتي ناهي.

٢- هتي فاء جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ لام جي به هوندي آهي.ان ڪري اسان ”ڇو جو“ ترجمو ڪيو آهي جيڪو وڏيڪ صحيح آهي.

وَاِنْ كَانَ كَبُرَ عَلَيْكَ اِعْرَاضُهُمْ فَاِنِ اسْتَطَعْتَ اَنْ تَبْتَغِيَ نَفَقًا فِي الْاَرْضِ اَوْ سُلَّمًا فِي السَّمَآءِ فَتَاْتِيَهُمْ بِاٰيَةٍ ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَجَمَعَهُمْ عَلَى الْهُدٰى فَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الْجٰهِلِيْنَ ﴿٣٦﴾

**٣٦**- ۽ جيڪڏهن انهن (ڪافرن) جو منهن موڙڻ توکي دل تي بار لڳي ٿو ته جيڪڏهن تو ۾ طاقت آهي ته زمين ۾ ڪنهن سرنگهه جي يا آسمان ڏانهن ڪنهن ڏاڪڻ جي ڳولا ڪري سگهين (۽) پوءِ انهن جي لاءِ ڪو نشان آڻي سگهين (ته بيشڪ ائين ڪر) ۽ جيڪڏهن الله چاهي ها ته انهن کي ضرور هدايت تي گڏ ڪري ڇڏي ها- پوءِ تون ناواقفن ① مان هرگز نه ٿج.

النصف

اِنَّمَا يَسْتَجِيْبُ الَّذِيْنَ يَسْمَعُوْنَ ؔ وَالْمَوْتٰى يَبْعَثُهُمُ اللّٰهُ ثُمَّ اِلَيْهِ يُرْجَعُوْنَ ﴿٣٧﴾

**٣٧**-جيڪي ماڻهو ٻڌن ٿا اهي ئي (ڳالهه کي) قبول ڪن ٿا ۽ (جيڪي) مئل ② (آهن) الله انهن کي اٿاريندو- پوءِ انهن کي انهيءَ ڏانهن ئي موٽايو ويندو.

وقف غفران

وقف منزل

وعندالبعض علی یسمعون

وَقَالُوْا لَوْلَا نُزِّلَ عَلَيْهِ اٰيَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ قُلْ اِنَّ اللّٰهَ قَادِرٌ عَلٰٓى اَنْ يُّنَزِّلَ اٰيَةً وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٨**- ۽ اهي چون ٿا ته سندس رب جي طرفان هن تي ڪو نشان ڇو نه نازل ڪيو ويو، تون چؤ ته الله انهيءَ (ڳالهه) تي يقيناً قادر آهي ته ڪو به نشان نازل ڪري ها پر انهن مان اڪثر (انهيءَ ڳالهه کي) نٿا ڄاڻن.

وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا طٰٓئِرٍ يَّطِيْرُ بِجَنَاحَيْهِ اِلَّآ اُمَمٌ

**٣٩**-۽ سڀئي زمين تي هلڻ وارا (جانور) ۽ پڻ پنهنجن ٻنهي پرن سان اڏامڻ وارا

١- يعني خدا تعاليٰ جي مرضيءَ تي صبر ڪر.

٢- هن آيت مان ثابت آهي ته قرآن ڪريم ۾ مُردي جو لفظ حق کان محروم جي لاءِ به استعمال ٿيندو آهي ان معنيٰ کي مفسرن مسيحؑ جي باري استعمال ناهي ڪيو ۽ قرآن ڪريم ۾ مشرڪاڻه خيال داخل ڪري ڇڏيا آهن.

اَمۡثَالُكُمۡ ؕ مَا فَرَّطۡنَا فِى الۡـكِتٰبِ مِنۡ شَىۡءٍ ثُمَّ اِلٰى رَبِّهِمۡ يُحۡشَرُوۡنَ ﴿۳۹﴾

پکي توهان① وانگر جماعتون آهن. اسان هن ڪتاب ۾ ڪا به ڪمي ناهي ② ڪئي. پوءِ انهن ڪي(يعني پهرين بيان ڪيل گروهن مان انسانن ڪي) پنهنجي رب ڏانهن گڏ ڪري نيو ويندو.

وَالَّذِيۡنَ كَذَّبُوۡا بِاٰيٰتِنَا صُمٌّ وَّبُكۡمٌ فِى الظُّلُمٰتِ ؕ مَنۡ يَّشَاِ اللّٰهُ يُضۡلِلۡهُ ؕ وَمَنۡ يَّشَاۡ يَجۡعَلۡهُ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ﴿۴۰﴾

۴۰- ۽ جن ماڻهن اسانجن آيتن ڪي ڪوڙو ڪيو آهي اهي ٻوڙا ۽ گونگا آهن(۽) اونداهين ۾(پيل)آهن.جنهن ڪي الله چاهي تباهه ڪري ڇڏي ۽ جنهن ڪي چاهي سڌي رستي تي (قائم) ڪري ڇڏي.

قُلۡ اَرَءَيۡتَكُمۡ اِنۡ اَتٰٮكُمۡ عَذَابُ اللّٰهِ اَوۡ اَتَتۡكُمُ السَّاعَةُ اَغَيۡرَ اللّٰهِ تَدۡعُوۡنَ ۚ اِنۡ كُنۡتُمۡ صٰدِقِيۡنَ ﴿۴۱﴾

۴۱- تون چؤ ته توهان ٻڌايو ته(سهي)ته جيڪڏهن توهان تي الله جو عذاب اچي وڃي يا توهان تي اها(وعدي ڪيل)گهڙي اچي وڃي ته جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته ڇا توهان(انهيءَ وقت)الله کانسواءِ ڪنهن (ٻئي)ڪي پڪاريندؤ.

بَلۡ اِيَّاهُ تَدۡعُوۡنَ فَيَكۡشِفُ مَا تَدۡعُوۡنَ اِلَيۡهِ اِنۡ شَآءَ وَتَنۡسَوۡنَ مَا تُشۡرِكُوۡنَ ﴿۴۲﴾ ع

۴۲- نه پر توهان انهيءَ ڪي پڪاريندؤ پوءِ جيڪڏهن اهو چاهيندو ته جنهن(تڪليف جي دور ڪرڻ) جي لاءِ توهان(انهيءَ ڪي) پڪاريندؤ اهو انهيءَ ڪي ضرور دور ڪري ڇڏيندو ۽ توهان انهيءَ ڪي جنهن ڪي توهان (خدا جو) شريڪ قرار ڏيو ٿا وساري ڇڏيندؤ.

١- يعني خدا تعاليٰ جي قانون جي ماتحت آهن.

٢- يعني هر قِسمَ جي تعليم ڏئي ڇڏي آهي.

وَ لَقَدْ اَرْسَلْنَآ اِلٰٓى اُمَمٍ مِّنْ قَبْلِكَ فَاَخَذْنٰهُمْ بِالْبَاْسَآءِ وَالضَّرَّآءِ لَعَلَّهُمْ يَتَضَرَّعُوْنَ ﴿٤٣﴾

۴۳- ۽ اسان توکان پهرين قومن ڏانهن (رسول) موڪلي چڪا آهيون ۽ (انهن رسولن جي اچڻ ڪانپوءِ) اسان انهن کي (يعني منڪرن کي) انهيءَ ڪري مالي ۽ جسماني تڪليفن ۾ گرفتار ① ڪيو هو ته اُهي عاجزي اختيار ڪن.

فَلَوْلَآ اِذْ جَآءَهُمْ بَاْسُنَا تَضَرَّعُوْا وَلٰكِنْ قَسَتْ قُلُوْبُهُمْ وَ زَيَّنَ لَهُمُ الشَّيْطٰنُ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٤٤﴾

۴۴- پوءِ ڇو نه ائين ٿيو جو جڏهن انهن تي اسانجو عذاب آيو هو ته اهي عاجزي اختيار ڪن ها پر انهن جون دليون (ته اجا به) سخت ٿي ويون ۽ شيطان انهيءَ ڪي جيڪي اهي ڪندا هئا انهن کي خوبصورت ڪري ڏيکاريو.

فَلَمَّا نَسُوْا مَا ذُكِّرُوْا بِهٖ فَتَحْنَا عَلَيْهِمْ اَبْوَابَ كُلِّ شَيْءٍ ؕ حَتّٰٓى اِذَا فَرِحُوْا بِمَآ اُوْتُوْٓا اَخَذْنٰهُمْ بَغْتَةً فَاِذَا هُمْ مُّبْلِسُوْنَ ﴿٤٥﴾

۴۵- ۽ پوءِ جڏهن انهن انهيءَ (ڳالهه) کي وساري ڇڏيو جيڪو انهن کي ياد ڏياريو ويندو هو ته اسان انهن تي هر هڪ شيءِ جا دروازا کولي ڇڏيا. ايستائين جو جڏهن اهي انهيءَ تي خوش ٿي ويا جيڪي انهن کي ڏنو ويو هو ته اسان انهن کي اوچتو عذاب ② ۾ گرفتار ڪري ڇڏيو جنهن تي اهي هڪدم نا اميد ٿي ويا.

فَقُطِعَ دَابِرُ الْقَوْمِ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ؕ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٦﴾

۴٦- پوءِ جن ظلم ڪيو هو انهن جي پاڙ ڪٽي ڇڏي وئي ۽ (ثابت ٿيو ته) سڀني تعريفن جو اللّٰه ئي مستحق آهي جيڪو سڀني جهانن جورب آهي.

---

١- خبر پئي ته عذاب نصيحت ڏيڻ لاءِ ايندو آهي.

٢- قرآن ڪريم ۾ اَخَذْنٰهُمْ جا لفظ آهن. ۽ اَخَذَهٗ جي معنيٰ سزا ڏيڻ جي به هوندي آهي (اقرب).

قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ اَخَذَ اللّٰهُ سَمْعَكُمْ وَاَبْصَارَكُمْ وَخَتَمَ عَلٰى قُلُوْبِكُمْ مَّنْ اِلٰهٌ غَيْرُ اللّٰهِ يَاْتِيْكُمْ بِهٖ ۗ اُنْظُرْ كَيْفَ نُصَرِّفُ الْاٰيٰتِ ثُمَّ هُمْ يَصْدِفُوْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧-تون چؤ ته ٻڌايو ته سهي (ته) جيڪڏهن اللّٰه توهانجي شنوائيءَ ۽ بينائيءَ کي ضائع ڪري ڇڏي ۽ توهانجي دلين تي مُهَرَ لڳائي ڇڏي ته اللّٰه کانسواءِ ڪير معبود آهي جيڪو اها (ضائع ٿيل شيءِ)توهان کي (واپس) آڻي ڏيندو.ڏس اسان ڪهڙيءَ طرح آيتن کي بار بار(مختلف طريقن سان) بيان ڪيون ٿا (پر)وري به اهي منهن موڙيندا هليا وڃن ٿا.

قُلْ اَرَءَيْتَكُمْ اِنْ اَتٰىكُمْ عَذَابُ اللّٰهِ بَغْتَةً اَوْ جَهْرَةً هَلْ يُهْلَكُ اِلَّا الْقَوْمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨-تون چؤ ته ٻڌايو ته سهي ته جيڪڏهن اللّٰه جو عذاب توهان تي اوچتو(بغير اطلاع) يا ظاهر طور تي اچي وڃي ته ڇا ظالم ماڻهن کان سواءِ(ڪو پيو شخص)تباهه ڪيو ويندو.

وَمَا نُرْسِلُ الْمُرْسَلِيْنَ اِلَّا مُبَشِّرِيْنَ وَمُنْذِرِيْنَ ۚ فَمَنْ اٰمَنَ وَاَصْلَحَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٤٩﴾

٤٩- ۽ اسان رسولن کي صرف خوشخبري ڏيڻ ۽ ڊيڄارڻ جي لاءِ موڪليندا آهيون. پوءِ جيڪي(ماڻهو)ايمان آڻين ۽ اصلاح ڪن ته انهن کي نه ڪنهن قسم جو(آئينده جي لاءِ)خوف هوندو،۽ نه اهي(گذريل ڪوتاهين تي)غمگين هوندا.

وَالَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا يَمَسُّهُمُ الْعَذَابُ بِمَا كَانُوْا يَفْسُقُوْنَ ﴿٥٠﴾

٥٠-جن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو آهي انهن کي انهن جي نافرمانين جي سبب عذاب ٿيندو.

قُلْ لَّآ اَقُوْلُ لَكُمْ عِنْدِيْ خَزَآئِنُ اللّٰهِ وَلَآ اَعْلَمُ الْغَيْبَ وَلَآ اَقُوْلُ لَكُمْ اِنِّيْ مَلَكٌ ۚ

٥١-تون چؤ ته مان توهان کي هيءُ نٿو چوان ته مون وٽ اللّٰه جا خزانا آهن ۽ نه (هيءُ ته) مان غيب ڄاڻان ٿو ۽ نه مان

اِنۡ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوۡحٰۤى اِلَىَّ‌ؕ قُلۡ هَلۡ يَسۡتَوِى الۡاَعۡمٰى وَالۡبَصِيۡرُ‌ؕ اَفَلَا تَتَفَكَّرُوۡنَ ﴿٥١﴾

توهان کي اهو چوان ٿو ته مان فرشتو آهيان. مان ته صرف انهيءَ جي پيروي ڪيان ٿو جيڪو مون ڏانهن الهام ڪيو ويو آهي.تون چؤ ته ڇا انڌو ۽ اکين وارو برابر ٿي سگهي ٿو پوءِ ڇا توهان سوچيو ٿا؟

وَاَنۡذِرۡ بِهِ الَّذِيۡنَ يَخَافُوۡنَ اَنۡ يُّحۡشَرُوۡۤا اِلٰى رَبِّهِمۡ لَيۡسَ لَهُمۡ مِّنۡ دُوۡنِهٖ وَلِىٌّ وَّلَا شَفِيۡعٌ لَّعَلَّهُمۡ يَتَّقُوۡنَ ﴿٥٢﴾

**۵۲**ـ۽ تون هن(ڪلام)جي ذريعي انهن ماڻهن کي جيڪي هن ڳالهه کان ڊڄن ٿا ته انهن کي انهن جي رب وٽ گڏ ڪري نيو ويندو. جڏهن ته هن کان سواءِ نه انهن جو ڪو مددگار هوندو. نه سفارشي.انهيءَ جي لاءِ ڊيڄار ته اهي تقويٰ اختيار ڪن.

وَلَا تَطۡرُدِ الَّذِيۡنَ يَدۡعُوۡنَ رَبَّهُمۡ بِالۡغَدٰوةِ وَالۡعَشِىِّ يُرِيۡدُوۡنَ وَجۡهَهٗ‌ؕ مَا عَلَيۡكَ مِنۡ حِسَابِهِمۡ مِّنۡ شَىۡءٍ وَّمَا مِنۡ حِسَابِكَ عَلَيۡهِمۡ مِّنۡ شَىۡءٍ فَتَطۡرُدَهُمۡ فَتَكُوۡنَ مِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿٥٣﴾

**۵۳**ـ۽ تون انهن ماڻهن کي جيڪي پنهنجي رب کي صبح ۽ شام انهيءَ جو توجه چاهيندي پڪارين ٿا نه تڙ. انهن جي حساب جو ڪو به حصو تنهنجي ذمي ڪونهي ۽ تنهنجي حساب جو ڪوبه حصو انهن جي ذمي ڪونهي. پوءِ(جيڪڏهن)تون انهن کي تڙيندين ته ظالم ٿي ويندين.

وَكَذٰلِكَ فَتَنَّا بَعۡضَهُمۡ بِبَعۡضٍ لِّيَـقُوۡلُوۡۤا اَهٰٓؤُلَۤاءِ مَنَّ اللّٰهُ عَلَيۡهِمۡ مِّنۡۢ بَيۡنِنَا‌ؕ اَلَـيۡسَ اللّٰهُ بِاَعۡلَمَ بِالشّٰكِرِيۡنَ ﴿٥٤﴾

**۵۴**ـ۽ اسان انهن مان ڪن کي ڪن جي ذريعي اهڙيءَ طرح آزمايو آهي ته جيئن اهي (تڪليف ۾ پيل ماڻهو)چون ته ڇا الله اسان مان انهن(ذليل)ماڻهن تي احسان ڪيو آهي(نيڪ آهي)ڇا خدا شڪر گذارن کي (سڀ کان وڌيڪ)نٿو ڄاڻي؟

وَاِذَا جَآءَكَ الَّذِيۡنَ يُؤۡمِنُوۡنَ بِاٰيٰتِنَا فَقُلۡ

**۵۵**ـ۽ جڏهن تو وٽ اهي ماڻهو اچن

سَلٰمٌ عَلَيْكُمْ كَتَبَ رَبُّكُمْ عَلٰى نَفْسِهِ الرَّحْمَةَ ۙ اَنَّهٗ مَنْ عَمِلَ مِنْكُمْ سُوْٓءًۢا بِجَهَالَةٍ ثُمَّ تَابَ مِنْۢ بَعْدِهٖ وَاَصْلَحَ فَاَنَّهٗ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۵۵﴾

جيڪي اسان جي آيتن تي ايمان آڻين ٿا تہ تون (انهن کي) چؤ توهان تي هميشه سلامتي هجي. توهان جي رب پنهنجي پاڻ تي (توهان جي لاءِ)رحمت کي فرض ڪري ڇڏيو آهي(اهڙيءَ طرح)جو توهان مان جيڪو (بہ)غفلت ۾ ڪا بدي ڪري ويهندو پوءِ اهو انهيءَ کانپوءِ توبہ ڪري ونندو ۽ اصلاح ڪندو. تہ انهيءَ(خدا)جي صفت هيءَ آهي جو هو ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَكَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ وَلِتَسْتَبِيْنَ سَبِيْلُ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿۵۶﴾ ع

**۵۶**۔۽ اسان نشانن کي اهڙيءَ طرح کولي (کولي)بيان ڪيون ٿا(تہ جيئن حق ظاهر ٿي وڃي) ۽ انهيءَ لاءِ تہ مجرمن جو طريقو ظاهر ٿي وڃي.

قُلْ اِنِّيْ نُهِيْتُ اَنْ اَعْبُدَ الَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ قُلْ لَّآ اَتَّبِعُ اَهْوَآءَكُمْ ۙ قَدْ ضَلَلْتُ اِذًا وَّمَآ اَنَا مِنَ الْمُهْتَدِيْنَ ﴿۵۷﴾

**۵۷**۔تون(انهن کي)چؤ تہ مون کي بلڪل منع ڪئي وئي آهي تہ مان انهن (ڪوڙن معبودن) جي عبادت ڪيان جن کي توهان اللّٰه کانسواءِ پڪاريو ٿا. تون (انهن کي)چؤ تہ مان توهان جي ڪريل خواهشن جي پيروي نٿو ڪيان (جيڪڏهن مان ائين ڪيان تہ) انهيءَ صورت ۾(سمجهو تہ) مان گمراهہ ٿي چڪس ۔ ۽ مان هدايت يافتہ (ماڻهن)مان نہ آهيان.

قُلْ اِنِّيْ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّيْ وَكَذَّبْتُمْ بِهٖ ؕ

**۵۸**۔تون(انهن کي)چؤ تہ مان پنهنجي رب جي طرفان دليل تي آهيان ۽ توهان

مَا عِنْدِيْ مَا تَسْتَعْجِلُوْنَ بِهٖ ؕ اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ ؕ يَقُصُّ الْحَقَّ وَهُوَ خَيْرُ الْفٰصِلِيْنَ ۝٥٨

انهيءَ (دليل) جو انڪار ڪيو آهي.جنهن ڳالهه جي متعلق توهان جلدي ڪيو ٿا اها مون وٽ نہ آهي فيصلو تہ الله جي ئي اختيار ۾ آهي اهو سچائي بيان ڪري ٿو ۽ هو فيصلو ڪرڻ ۾ سڀني کان سٺو آهي.

قُلْ لَّوْ اَنَّ عِنْدِيْ مَا تَسْتَعْجِلُوْنَ بِهٖ لَقُضِيَ الْاَمْرُ بَيْنِيْ وَبَيْنَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِالظّٰلِمِيْنَ ۝٥٩

**٥٩**-تون (انهن کي)چؤ تہ جنهن شيءِ جي متعلق توهان جلديءَ جا طلبگار آهيو جيڪڏهن اها مون وٽ هجي ها تہ منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ (اختلافي) ڳالهه جو فيصلو (ڪڏهوڪو) ٿي وڃي ها۔ ۽ الله ظالمن کي سڀني کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو(جڏهن چاهيندو فيصلو ڪري ڇڏيندو).

وَعِنْدَهٗ مَفَاتِحُ الْغَيْبِ لَا يَعْلَمُهَآ اِلَّا هُوَ ؕ وَيَعْلَمُ مَا فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ ؕ وَمَا تَسْقُطُ مِنْ وَّرَقَةٍ اِلَّا يَعْلَمُهَا وَلَا حَبَّةٍ فِيْ ظُلُمٰتِ الْاَرْضِ وَلَا رَطْبٍ وَّلَا يَابِسٍ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ۝٦٠

**٦٠**- ۽ انهيءَ وٽ غيب جون ڪنجيون آهن. سواءِ انهيءَ جي انهن(غيبن)کي ڪو بہ نٿو ڄاڻي ۽ جيڪي ڪجهہ خشڪي ۽ سمنڊ ۾ آهي اهو انهيءَ کي ڄاڻي ٿو ۽ ڪو بہ پن نٿو ڪري پر هو ان کي ڄاڻي ٿو ۽ زمين جي اونداهيءَ ۾ ڪو داڻو ڪونهي ۽ نہ ڪا آلي (شيءِ)آهي ۽ نہ خشڪ (شيءِ)جيڪا(انهيءَ جي) ظاهر (ظهور) حفاظت ۾ نہ هجي.

وَهُوَ الَّذِيْ يَتَوَفّٰىكُمْ بِالَّيْلِ وَيَعْلَمُ مَا جَرَحْتُمْ بِالنَّهَارِ ثُمَّ يَبْعَثُكُمْ فِيْهِ لِيُقْضٰٓى اَجَلٌ مُّسَمًّى ۚ ثُمَّ اِلَيْهِ

**٦١**-۽ اهو ئي آهي جيڪو رات جي وقت توهانجو روح قبض ڪري ٿو.۽ ڏينهن جي وقت جيڪي ڪجهہ توهان ڪيو ٿاانهيءَ کي ڄاڻي ٿو پوءِ توهان کي ڏينهن جو

مَرۡجِعُكُمۡ ثُمَّ يُنَبِّئُكُمۡ بِمَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ۝٦١

اٿاري ٿو انهيءَ لاءِ ته هڪ مدت جيڪا مقرر ٿي چڪي آهي پوري ڪئي وڃي جنهن ڪان پوءِ توهان جو موٽڻ انهيءَ ڏانهن ئي آهي ۽ جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا هو انهيءَ جي توهان کي خبر ڏيندو.

وَهُوَ الۡقَاهِرُ فَوۡقَ عِبَادِهٖ وَيُرۡسِلُ عَلَيۡكُمۡ حَفَظَةً ؕ حَتّٰۤى اِذَا جَآءَ اَحَدَكُمُ الۡمَوۡتُ تَوَفَّتۡهُ رُسُلُنَا وَهُمۡ لَا يُفَرِّطُوۡنَ ۝٦٢

٦٢-۽ هو پنهنجن ٻانهن تي غالب آهي ۽ توهان تي نگران(مقرر ڪري) موڪليندو ① (رهي)ٿو ايستائين جو جڏهن توهان مان ڪنهن کي موت اچي پڪڙي ٿو ته اسان جا موڪليل(فرشتا)انهيءَ جو روح قبض ڪري وٺن ٿا ۽ اهي(حڪم جي تعميل ۾)گهٽتائي نٿا ڪن.

ثُمَّ رُدُّوۡۤا اِلَى اللّٰهِ مَوۡلٰٮهُمُ الۡحَـقِّ ؕ اَلَا لَهُ الۡحُكۡمُ وَهُوَ اَسۡرَعُ الۡحٰسِبِيۡنَ ۝٦٣

٦٣-پوءِ انهن کي الله ڏانهن جيڪو انهن جو سچو آقا آهي موٽايو ويندو. ٻڌو! فيصلو انهيءَ جي اختيار ۾ آهي ۽ هو حساب وٺڻ وارن ۾ سڀني ڪان جلدي(حساب)وٺڻ وارو آهي.

قُلۡ مَنۡ يُّنَجِّيۡكُمۡ مِّنۡ ظُلُمٰتِ الۡبَرِّ وَالۡبَحۡرِ تَدۡعُوۡنَهٗ تَضَرُّعًا وَّخُفۡيَةً ۚ لَٮِٕنۡ اَنۡجٰٮنَا مِنۡ هٰذِهٖ لَنَكُوۡنَنَّ

٦٤-تون(انهن کي)چؤ ته توهان کي خشڪي ۽ تريءَ جي مصيبتن ڪان ڪير بچائي ٿو جڏهن توهان انهيءَ کي عاجزي سان ۽ پوشيده طور تي(هيءُ چوندي)

١-يعني رسول- ٻي جڳهه تي الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته فَكَيۡفَ اِذَا جِئۡنَا مِنۡ كُلِّ اُمَّةٍۢ بِشَهِيۡدٍ (نسآء:٤٢) يعني ان ڏينهن ڇا ٿيندو جڏهن اسان هر قوم مان هڪ نگهبان آڻي شاهدي ڏيڻ لاءِ بيهارينداسين يعني رسول.

مِنَ الشّٰكِرِيْنَ ﴿٦٤﴾

پڪاريو ٿا تہ جيڪڏهن اهو اسان کي هن مصيبت کان بچائيندو تہ اسان ضرور شڪر گذار ٿي ويندا سين.

قُلِ اللّٰهُ يُنَجِّيْكُمْ مِّنْهَا وَمِنْ كُلِّ كَرْبٍ ثُمَّ اَنْتُمْ تُشْرِكُوْنَ ﴿٦٥﴾

**٦٥**-تون(انهن کي)چؤ تہ اللّٰه(ئي)توهان کي انهيءَ کان(بہ)۽ هر هڪ(ٻي)گهبراهٽ کان(بہ)بچائي ٿو- پوءِ(بہ)توهان شرڪ ڪيو ٿا.

قُلْ هُوَ الْقَادِرُ عَلٰٓى اَنْ يَّبْعَثَ عَلَيْكُمْ عَذَابًا مِّنْ فَوْقِكُمْ اَوْ مِنْ تَحْتِ اَرْجُلِكُمْ اَوْ يَلْبِسَكُمْ شِيَعًا وَّيُذِيْقَ بَعْضَكُمْ بَاْسَ بَعْضٍ ؕ اُنْظُرْ كَيْفَ نُصَرِّفُ الْاٰيٰتِ لَعَلَّهُمْ يَفْقَهُوْنَ ﴿٦٦﴾

**٦٦**-تون(انهن کي)چؤ هو انهيءَ (ڳالهہ)تي بہ قادر آهي تہ توهان تي مٿان عذاب نازل ڪري يا توهان جي پيرن جي هيٺان يا توهان کي(هڪ ٻئي جي خلاف)پاڻ ۾ مختلف گروهن جي صورت ۾ ملائي ڇڏي ۽ توهان مان ڪن جي طرفان ڪن کي تڪليف پهچائي- ڏس اسان دليلن کي ڪهڙيءَ طرح بار بار ريان ڪيون ٿا انهيءَ لاءِ تہ اهي سمجهن.

وَكَذَّبَ بِهٖ قَوْمُكَ وَهُوَ الْحَقُّ ؕ قُلْ لَّسْتُ عَلَيْكُمْ بِوَكِيْلٍ ﴿٦٧﴾

**٦٧**- ۽ تنهنجي قوم هن(امر يعني پيغام محمدﷺ)کي ڪوڙو قرار ڏنو آهي دراصل هو سچو آهي- تون انهن کي چؤ تہ مان توهانجو ذميدار نہ آهيان.

لِكُلِّ نَبَاٍ مُّسْتَقَرٌّ ؗ وَّسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿٦٨﴾

**٦٨**-هر هڪ پيشگوئي جي هڪ حد مقرر هوندي آهي ۽ توهان جلد ئي(حقيقت کي) سڃاڻي وٺندؤ.

وَاِذَا رَاَيْتَ الَّذِيْنَ يَخُوْضُوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِنَا فَاَعْرِضْ عَنْهُمْ حَتّٰى يَخُوْضُوْا فِيْ

**٦٩**-۽ جڏهن تون انهن ماڻهن کي ڏسين جيڪي اسانجي آيتن جي باري ۾ بي لغام

حَدِيْثٍ غَيْرِهٖ ؕ وَاِمَّا يُنْسِيَنَّكَ الشَّيْطٰنُ فَلَا تَقْعُدْ بَعْدَ الذِّكْرٰى مَعَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٦٩﴾

تي ڳالهيون ڪن ٿا ته انهيءَ وقت تائين انهن کان جدا رهه جيستائين اهي انهيءَ (بيهودگيءَ) کانسواءِ ڪنهن ٻي ڳالهه ۾ مشغول ٿي نه وڃن. ۽ جيڪڏهن شيطان توکي ڀُلائي وجهي ته ياد اچڻ کان پوءِ تون ظالم قوم وٽ نه ويهه.

وَمَا عَلَى الَّذِيْنَ يَتَّقُوْنَ مِنْ حِسَابِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ وَّلٰكِنْ ذِكْرٰى لَعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ ﴿٧٠﴾

۷۰- ۽ جيڪي ماڻهو تقويٰ اختيار ڪن ٿا انهن جي ذمي انهن (بيهوده گو ماڻهن) جي حساب جو ڪو به حصو نه آهي پر نصيحت ڪرڻ (انهن جي ذمي) آهي انهيءَ لاءِ ته اهي تقويٰ اختيار ڪن.

وَذَرِ الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا دِيْنَهُمْ لَعِبًا وَّلَهْوًا وَّغَرَّتْهُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا وَذَكِّرْ بِهٖٓ اَنْ تُبْسَلَ نَفْسٌۢ بِمَا كَسَبَتْ ۖ لَيْسَ لَهَا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلِيٌّ وَّلَا شَفِيْعٌ ۚ وَاِنْ تَعْدِلْ كُلَّ عَدْلٍ لَّا يُؤْخَذْ مِنْهَا ؕ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ اُبْسِلُوْا بِمَا كَسَبُوْا ۚ لَهُمْ شَرَابٌ مِّنْ حَمِيْمٍ وَّعَذَابٌ اَلِيْمٌۢ بِمَا كَانُوْا يَكْفُرُوْنَ ﴿٧١﴾ ع

۷۱- ۽ تون انهن ماڻهن کي جن پنهنجي دين کي راند ۽ شغل بڻائي ورتو آهي ۽ دنياوي زندگي انهن کي ڌوکي ۾ وجهي ڇڏيو آهي ڇڏي ڏي ۽ هن (ڪلام الٰهي) جي ذريعي نصيحت ڪر- ته (ائين نه ٿئي) جو ڪنهن جي جان کي انهيءَ جي ڪمائيءَ جي سببان اهڙيءَ طرح تباهيءَ ۾ وڌو وڃي جو خدا کان سواءِ انهيءَ جو ڪو مددگار هجي ۽ نه شفيع هجي، ۽ جيڪڏهن اهي هر هڪ (قسم) جو بدلو به ڏين ته انهن کان قبول نه ڪيو ويندو هي اهي ماڻهو آهن جن کي انهن جي ڪمائيءَ جي سببان تباهيءَ ۾ وڌو ويندو

٨ ع ١٠ ١٤

انهن کي انهن جي ڪفر جي سببان پيڻ جي لاءِ گرم پاڻي(ملندو)۽ دردناڪ عذاب هوندو.

قُلْ اَنَدْعُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَنْفَعُنَا وَلَا يَضُرُّنَا وَنُرَدُّ عَلٰٓى اَعْقَابِنَا بَعْدَ اِذْ هَدٰىنَا اللّٰهُ كَالَّذِى اسْتَهْوَتْهُ الشَّيٰطِيْنُ فِى الْاَرْضِ حَيْرَانَ ۖ لَهٗٓ اَصْحٰبٌ يَّدْعُوْنَهٗٓ اِلَى الْهُدَى ائْتِنَا ؕ قُلْ اِنَّ هُدَى اللّٰهِ هُوَ الْهُدٰى ؕ وَاُمِرْنَا لِنُسْلِمَ لِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٧٢﴾

٧٢- تون(انهن کي)چؤ ڇا اسان الله کان سواءِ انهيءَ کي پڪاريون جيڪو نه اسان کي(ڪو)نفعو ڏئي ٿو ۽ نه نقصان پهچائي ٿو ۽ ڇا الله جي هدايت (ڏئي) ڇڏڻ کان پوءِ اسان انهيءَ(شخص)وانگر پنهنجي ڪڙين پر پوئتي موٽايا وڃون جنهن کي سرڪش (ماڻهو)زمين ۾ ڀلائي وٺي ويا هجن،(۽ اهو) حيران(۽ پريشان)ٿي رهيو هجي.انهيءَ جا(ڪجهه)ساٿي ته اهڙا آهن جيڪي انهيءَ کي(هي چوندي)پڪارين ٿا ته اسان وٽ اچ، ته هدايت حاصل ڪرين. تون(انهن ڪافرن کي)چؤ ته يقيناً الله جي هدايت ئي اصل هدايت آهي ۽ اسان کي حڪم ڏنو ويو آهي ته اسان سيني جهانن جي رب جي فرمانبرداري ڪيون.

وَاَنْ اَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاتَّقُوْهُ ؕ وَهُوَ الَّذِىْٓ اِلَيْهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿٧٣﴾

٧٣-۽ هيءَ(به هدايت ڏني وئي آهي)ته نمازن کي باشرط ادا ڪيو ۽ انهيءَ(خدا)کي پنهنجي ڍال بڻايو ۽ اهو ئي آهي جنهن ڏانهن توهان گڏ ڪري نيا ويندؤ.

وَهُوَ الَّذِىْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ ؕ وَيَوْمَ يَقُوْلُ كُنْ فَيَكُوْنُ ۚ قَوْلُهُ

٧٤-۽ اهو ئي آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي حق(۽ حڪمت)سان پيدا ڪيو آهي ۽ جنهن ڏينهن اهو چوندو ته(سنهنجي منشا جي

الْحَقُّ ۭ وَلَهُ الْمُلْكُ يَوْمَ يُنْفَخُ فِي الصُّوْرِ ۭ عٰلِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ ۭ وَهُوَ الْحَكِيْمُ الْخَبِيْرُ ﴿٧٤﴾

مطابق هنئين) تي وجي (اهڙيءَ طرح) ٿي ويندو. انهيءَ جي ڳالهه ئي رهڻ واري آهي ۽ جنهن ڏينهن صور ڦوڪي ويندي. حڪومت (صرف) انهيءَ کي (حاصل) هوندي (اهو) لڪل ۽ ظاهر (ڳالهين) کي ڄاڻڻ وارو آهي ۽ اهو حڪمت وارو (۽) خبردار آهي.

وَاِذْ قَالَ اِبْرٰهِيْمُ لِاَبِيْهِ اٰزَرَ اَتَتَّخِذُ اَصْنَامًا اٰلِهَةً ۚ اِنِّيْٓ اَرٰىكَ وَقَوْمَكَ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٧٥﴾

٧٥-۽ (ياد ڪيو) جڏهن ابراهيم پنهنجي پيءُ آذر کي هيءُ چيو ته ڇا تون (ڪن) بتن کي معبود بڻائين ٿو. مان توکي ۽ تنهنجي قوم کي ظاهر (ظهور) گمراهيءَ ۾ ڏسان ٿو.

وَكَذٰلِكَ نُرِيْٓ اِبْرٰهِيْمَ مَلَكُوْتَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَلِيَكُوْنَ مِنَ الْمُوْقِنِيْنَ ﴿٧٦﴾

٧٦-۽ اسان ابراهيم کي اهڙيءَ طرح آسمانن ۽ زمينن تي (پنهنجي) بادشاهت ڏيکاريندا هئاسين (انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جو علم ڪامل ٿئي) ۽ انهيءَ لاءِ ته اهو يقين ڪرڻ وارن مان ٿي وڃي.

فَلَمَّا جَنَّ عَلَيْهِ الَّيْلُ رَاٰ كَوْكَبًا ۚ قَالَ هٰذَا رَبِّيْ ۚ فَلَمَّآ اَفَلَ قَالَ لَآ اُحِبُّ الْاٰفِلِيْنَ ﴿٧٧﴾

٧٧-(هڪ ڏينهن ائين ٿيو جو) جڏهن رات انهيءَ تي پردو وجهي ڇڏيو ته انهي هڪ تارو ڏٺو (انهيءَ کي ڏسي) انهيءَ چيو ته ڇا هيءُ منهنجو رب (ٿي سگهي) ٿو؟ پوءِ جڏهن اهو لهي ويو، ته انهيءَ چيو ته مان لهي وڃڻ وارن کي پسند نٿو ڪريان.

فَلَمَّا رَاَ الْقَمَرَ بَازِغًا قَالَ هٰذَا رَبِّيْ ۚ فَلَمَّآ اَفَلَ قَالَ لَئِنْ لَّمْ يَهْدِنِيْ رَبِّيْ

٧٨-(انهيءَ ڪانپوءِ) جڏهن انهيءَ چنڊ چمڪندي ڏٺو ته انهيءَ چيو ته (ڇا) هيءُ منهنجو رب[١] (ٿي سگهي) ٿو؟ پوءِ جڏهن

١-حقيقت ۾ مطلب هي آهي ته هَر سياري کي ڏسي ابراهيمؑ ان جي خدا هجڻ جو انڪار ڪيو

لَاَكُوْنَنَّ مِنَ الْقَوْمِ الضَّآلِّيْنَ ﴿٧٨﴾

اهو غائب ٿي ويو، ته انهيءَ چيو ته جيڪڏهن منهنجو رب مون کي هدايت نه ڏئي ها ته مان ضرور گمراهن جي جماعت مان هجان ها.

فَلَمَّا رَاَ الشَّمْسَ بَازِغَةً قَالَ هٰذَا رَبِّىْ هٰذَآ اَكْبَرُ ۚ فَلَمَّآ اَفَلَتْ قَالَ يٰقَوْمِ اِنِّىْ بَرِىْٓءٌ مِّمَّا تُشْرِكُوْنَ ﴿٧٩﴾

**٧٩**۔پوءِ جڏهن انهيءَ سج کي چمڪندي ڏٺو ته انهيءَ چيو ته (ڇا)هي منهنجو رب(ٿي سگهي)ٿو؟ هي بيشڪ سڀني کان وڏو آهي پوءِ جڏهن اهو(به)غائب ٿي ويو ته انهيءَ چيو ته مان انهيءَ کان جنهن کي توهان(خدا جو) شريڪ بڻايو ٿا بلڪل بيزار آهيان.

اِنِّىْ وَجَّهْتُ وَجْهِىَ لِلَّذِىْ فَطَرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ حَنِيْفًا وَّمَآ اَنَا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٨٠﴾ ۚ

**٨٠**۔مون(سڀني)اَڏنگَن واٽُن کان بچندي يقيناً پنهنجو ڌيان انهيءَ(خدا)ڏانهن ڦيرائي ڇڏيو آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي ۽ مان مشرڪن مان نه آهيان.

وَحَآجَّهٗ قَوْمُهٗ ؕ قَالَ اَتُحَآجُّوْٓنِّىْ فِى اللّٰهِ وَقَدْ هَدٰىنِ ؕ وَلَآ اَخَافُ مَا تُشْرِكُوْنَ بِهٖٓ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ رَبِّىْ شَيْـًٔا ؕ وَسِعَ رَبِّىْ كُلَّ شَىْءٍ عِلْمًا ؕ اَفَلَا تَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٨١﴾

**٨١**۔۽ انهيءَ جي قوم انهيءَ سان بحث ڪري ڪٽڻ چاهيو (ته) انهيءَ چيو ته ڇا توهان مون کان الله جي باري ۾ بحث ڪيو ٿا حالانڪ انهيءَ خود مون کي هدايت ڏني آهي ۽ جنهن کي توهان الله جو شريڪ ٺاهيو ٿا مان انهيءَ کان نٿو ڊجان.ها

**(باقي حاشيو)** جهڙوڪ آيت ۾ صاف لکيل آهي ته جيڪڏهن خدا تعاليٰ مون کي پهرين کان هدايت نه ڏئي ها ته مان گمراهه ٿي وڃان ها. ان ڪري هن آيت شرڪ جو خيال اچڻ به رد ڪري ڇڏيو آهي ۽ ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته ابراهيمؑ جو ڪلام ڇَٽَر وارو هو.

جيڪڏهن منهنجو رب ڪنهن ڳالهہ جو ارادو ڪري (تہ انهيءَ کان ڊڄان ٿو) منهنجي رب هر هڪ شيءِ جو علم سان گهيرو ڪري رکيو آهي پوءِ ڇا توهان سمجهو نہ ٿا.

وَكَيْفَ اَخَافُ مَآ اَشْرَكْتُمْ وَلَا تَخَافُوْنَ اَنَّكُمْ اَشْرَكْتُمْ بِاللّٰهِ مَالَمْ يُنَزِّلْ بِهٖ عَلَيْكُمْ سُلْطٰنًا ؕ فَاَيُّ الْفَرِيْقَيْنِ اَحَقُّ بِالْاَمْنِ ۚ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ۝۸۲

۸۲- ۽ مان انهيءَ (شيءِ) کان جنهن کي توهان (خدا جو) شريڪ بڻايو ٿا ڪئين ڊڄي سگهان ٿو جڏهن تہ انهيءَ (شيءِ) کي جنهن جي متعلق هن توهان تي ڪو بہ دليل نازل نہ ڪيو آهي، توهان اللّٰــه جو شريڪ بڻائڻ کان نہ ٿا ڊڄو. سو جيڪڏهن توهان (ڪجهہ) علم رکو ٿا تہ (ٻڌايو تہ) اسان ٻنهي ڌرين مان ڪير امن (۾ رهڻ) جو وڌيڪ مستحق آهي. وقف لازم

اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَلَمْ يَلْبِسُوْٓا اِيْمَانَهُمْ بِظُلْمٍ اُولٰٓئِكَ لَهُمُ الْاَمْنُ وَهُمْ مُّهْتَدُوْنَ ۝۸۳ ع

۸۳- جن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهن پنهنجي ايمان کي ظلم سان نہ ملايو انهن ئي ماڻهن جي لاءِ امن (مقدر) آهي ۽ اهي ئي هدايت حاصل ڪرڻ وارا آهن.

وَتِلْكَ حُجَّتُنَآ اٰتَيْنٰهَآ اِبْرٰهِيْمَ عَلٰى قَوْمِهٖ ؕ نَرْفَعُ دَرَجٰتٍ مَّنْ نَّشَآءُ ؕ اِنَّ رَبَّكَ حَكِيْمٌ عَلِيْمٌ ۝۸۴

۸۴- ۽ هي اسانجي طرفان (ڏنل هڪ) دليل هو، (جيڪو) اسان ابراهيم کي انهيءَ جي قوم[1] جي خلاف سيکاريو هو اسان جنهن کي چاهيون ٿا درجن ۾ بلند ڪيون ٿا. تنهنجو رب يقيناً حڪمت وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

---

۱- خبر پئي تہ ابراهيمؑ هِڪَ کان ڪم نہ ورتو هو بلڪ جيڪو مٿي بيان ٿيو آهي اهو خدا تعاليٰ جو سيکاريل هو ۽ خداتعاليٰ شرڪ واري تعليم نٿو ڏئي.

وَوَهَبۡنَا لَهٗۤ اِسۡحٰقَ وَيَعۡقُوۡبَ‌ ؕ كُلًّا هَدَيۡنَا‌ ۚ وَنُوۡحًا هَدَيۡنَا مِنۡ قَبۡلُ‌ وَمِنۡ ذُرِّيَّتِهٖ دَاوٗدَ وَسُلَيۡمٰنَ وَاَيُّوۡبَ وَيُوۡسُفَ وَمُوۡسٰى وَهٰرُوۡنَ‌ ؕ وَكَذٰلِكَ نَجۡزِى الۡمُحۡسِنِيۡنَ ۙ‏ ﴿۸۵﴾

٨٥-۽ اسان انهيءَ (يعني ابراهيم کي) اسحاق ۽ يعقوب ڏنا هئا اسان (انهن) سڀني کي هدايت ڏني هئي ۽ (انهيءَ کان) پهرين اسان نوح کي هدايت ڏني هئي ۽ انهيءَ (يعني ابراهيم) جي اولاد مان دائود ۽ سليمان ۽ ايوب ۽ يوسف ۽ موسىٰ ۽ هارون کي (به) ۽ اهڙيءَ طرح اسان چڱيءَ طرح ڪم ڪرڻ وارن کي بدلو ڏيندا آهيون.

وَزَكَرِيَّا وَيَحۡيٰى وَعِيۡسٰى وَاِلۡيَاسَ‌ ؕ كُلٌّ مِّنَ الصّٰلِحِيۡنَ ۙ‏ ﴿۸۶﴾

٨٦-۽ زڪريا① ۽ يحيٰ ۽ عيسىٰ ۽ الياس کي به (هدايت ڏني هئي) (هي) سڀئي نيڪن مان هئا.

وَاِسۡمٰعِيۡلَ وَالۡيَسَعَ وَيُوۡنُسَ وَلُوۡطًا‌ ؕ وَكُلًّا فَضَّلۡنَا عَلَى الۡعٰلَمِيۡنَ ۙ‏ ﴿۸۷﴾

٨٧-۽ اسماعيل ۽ اليسع ۽ يونس ۽ لوط کي (به هدايت ڏني هئي) ۽ انهن سڀني کي اسان سڀني جهانن تي فضيلت ڏني هئي

وَمِنۡ اٰبَآٮِٕهِمۡ وَذُرِّيّٰتِهِمۡ وَاِخۡوَانِهِمۡ‌ ۚ وَاجۡتَبَيۡنٰهُمۡ وَهَدَيۡنٰهُمۡ اِلٰى صِرَاطٍ

٨٨-۽ انهن جي ابن ڏاڏن ۽ انهن جي اولاد ۽ انهن جي ڀائرن کي (به اسان

١- ذڪرياؑ جو يحيٰؑ سان گڏ ذڪر ان ڪري ڪيو ويو آهي ته هوهن جو پٽُ هو ۽ عيسىٰؑ جو ان ڪري ته يحيٰؑ ان جو ارهاص (اڳيم اچڻ وارو) ۽ الياسؑ جو ان ڪري ته عيسىٰؑ جي اچڻ کان اڳ الياسؑ جي آسمان مان اچڻ جي خبر ڏني وئي هئي ۽ اسماعيلؑ جو ان ڪري ته هو به عيسىٰؑ وانگر جمالي نبي هو ۽ اليسعؑ يعني يسعياه جو ذڪر ان ڪري ڪيو ويو ته ان کي به الياسؑ سان تشبيه ڏني ويندي آهي ۽ يونسؑ جو ان ڪري ته ان جي واقعي کي مسيحؑ تي لاڳو ڪيو ويندو آهي ۽ لوطؑ جو ان ڪري ذڪر ڪيو ويو ته ان جو ابراهيمؑ ۽ اسماعيلؑ سان گهرو تعلق هو. ان ڪري هي اعتراض نه ٿو ٿي سگهي ته هي نبي هڪ ٻئي جي اڳيان پويان آيا هئا ۽ قرآن انهن جو ذڪر گڏ ڪري ڇڏيو آهي ڇاڪاڻ ته قرآن مجيد حڪمت جي ماتحت انهن جو ذڪر گڏائي ڪيو آهي تاريخ جي لحاظ سان نه.

مُّسْتَقِيْمٍ ﴿۸۸﴾

هدايت ڏني هئي)۽ اسان انهن کي چونڊي ورتو هو ۽ انهن جي سڌي رستي ڏانهن رهنمائي ڪئي هئي.

ذٰلِكَ هُدَى اللّٰهِ يَهْدِيْ بِهٖ مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ ۭ وَلَوْ اَشْرَكُوْا لَحَبِطَ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۸۹﴾

**۸۹-** اللّٰه جي هدايت ڏيڻ جو اهو ئي طريقو آهي جنهن جي ذريعي هو پنهنجن ٻانهن سان جنهن کي چاهي راهه ڏيکاري ٿو ۽ جيڪڏهن اهي شرڪ ڪن ها ته جيڪي ڪجهه اهي عمل ڪندا هئا انهن کان ضائع ٿي وڃن ها.

اُولٰۗىِٕكَ الَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحُكْمَ وَالنُّبُوَّةَ ۚ فَاِنْ يَّكْفُرْ بِهَا هٰٓؤُلَاۗءِ فَقَدْ وَكَّلْنَا بِهَا قَوْمًا لَّيْسُوْا بِهَا بِكٰفِرِيْنَ ﴿۹۰﴾

**۹۰-** اهي ئي ماڻهو آهن جن کي اسان ڪتاب ۽ فيصلي ڪرڻ جي حڪمت ۽ نبوت ڏني هئي پوءِ جيڪڏهن اِهي ماڻهو انهي (نبوت)جو انڪار ڪن ته اسان انهيءَ کي هڪ (ٻي)قوم(يعني مسلمانن)جي سپرد ڪري ڇڏيو آهي جيڪي انهيءَ جا منڪر نه آهن.

اُولٰۗىِٕكَ الَّذِيْنَ هَدَى اللّٰهُ فَبِهُدٰىهُمُ اقْتَدِهْ ۭ قُلْ لَّآ اَسْـَٔــلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا ۭ اِنْ هُوَ اِلَّا ذِكْرٰى لِلْعٰلَمِيْنَ ﴿۹۱﴾ ع ۸ / ۱۶

**۹۱-** انهن ئي(مٿي ذڪر ڪيل ماڻهن)کي اللّٰه هدايت ڏني.پوءِ تون انهن جي هدايت جي پيروي ڪر. تون انهن کي چؤ ته مان انهيءَ تي توهان کان ڪا مزدوري نه ٿو گهران هي ته صرف سڀني جهانن جي لاءِ هڪ نصيحت آهي.

وَمَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدْرِهٖٓ اِذْ قَالُوْا مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ عَلٰي بَشَرٍ مِّنْ شَيْءٍ ۭ قُلْ مَنْ اَنْزَلَ الْكِتٰبَ الَّذِيْ جَاۗءَ بِهٖ مُوْسٰي نُوْرًا

**۹۲-** ۽ جڏهن انهن هيءَ ڳالهه چئي هئي ته اللّٰه ڪنهن ٻانهي تي ڪجهه نازل نه ڪيو ته انهن ماڻهن اللّٰه(جي صفتن)جو اندازو اهڙيءَ طرح نه ڪيو هو جهڙي طرح ڪرڻ

وَّهُدًى لِّلنَّاسِ تَجْعَلُوْنَهٗ قَرَاطِيْسَ تُبْدُوْنَهَا وَتُخْفُوْنَ كَثِيْرًا ۚ وَعُلِّمْتُمْ مَّا لَمْ تَعْلَمُوْٓا اَنْتُمْ وَلَآ اٰبَآؤُكُمْ ۗ قُلِ اللّٰهُ ۙ ثُمَّ ذَرْهُمْ فِيْ خَوْضِهِمْ يَلْعَبُوْنَ ﴿۹۲﴾

گهرجي تون(انهن کي)چؤ ته اهو ڪتاب جيڪو موسيٰ آندو هو ۽ اهو ماڻهن جي لاءِ نور ۽ هدايت هو. ان کي ڪنهن نازل ڪيو هو توهان انهيءَ کي پنو پنو ڪري رهيا آهيو انهيءَ کي ظاهر(به)ڪيو ٿا ۽(انهيءَ مان) گهڻن(حصن)کي لڪايو (به)ٿا.حالانڪ توهان کي اهو (ڪجهه) سيکاريو ويو آهي جيڪو نه توهان ڄاڻندا هئا ۽ نه توهان جا ابا ڏاڏا (ڄاڻندا هئا) تون(انهن کي)چؤ ته اللّٰه (ئي انهيءَ کي نازل ڪيو هو)پوءِ تون انهن کي ڪوڙ سان کيڏندي ڇڏي ڏي.

وَهٰذَا كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ مُبٰرَكٌ مُّصَدِّقُ الَّذِيْ بَيْنَ يَدَيْهِ وَلِتُنْذِرَ اُمَّ الْقُرٰى وَمَنْ حَوْلَهَا ۗ وَالَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ وَهُمْ عَلٰى صَلَاتِهِمْ يُحَافِظُوْنَ ﴿۹۳﴾

**۹۳**-۽هيُ(قرآن)هڪ(عظيم الشان) ڪتاب آهي جنهن کي اسان نازل ڪيو آهي (۽ اهو)برڪتن جو مجموعو آهي (۽) جيڪو (ڪلام)هن کان پهرين هو انهيءَ کي پورو ڪرڻ وارو آهي(۽ اسان انهيءَ کي ان ڪري نازل ڪيو آهي ته تون انهيءَ جي ذريعي ماڻهن کي هدايت ڏين) ۽ انهيءَ لاءِ ته تون ام القريٰ(يعني اهل مڪه) کي ۽ جيڪي انهيءَ جي ارد گرد (رهن) ٿا ڊيڄارين ۽ جيڪي ماڻهو پوءِ اچڻ وارين (واعدي ڪيل ڳالهين) تي ايمان آڻين ٿا اهي هن(ڪتاب يعني قرآن) تي (به) ايمان آڻين ٿا ۽ اهي پنهنجي نمازن جو هميشه

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَوْ قَالَ اُوْحِيَ اِلَيَّ وَلَمْ يُوْحَ اِلَيْهِ شَيْءٌ وَّمَنْ قَالَ سَاُنْزِلُ مِثْلَ مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ ؕ وَلَوْ تَرٰٓى اِذِ الظّٰلِمُوْنَ فِيْ غَمَرٰتِ الْمَوْتِ وَالْمَلٰٓئِكَةُ بَاسِطُوْٓا اَيْدِيْهِمْ ۚ اَخْرِجُوْٓا اَنْفُسَكُمْ ؕ اَلْيَوْمَ تُجْزَوْنَ عَذَابَ الْهُوْنِ بِمَا كُنْتُمْ تَقُوْلُوْنَ عَلَى اللّٰهِ غَيْرَ الْحَقِّ وَكُنْتُمْ عَنْ اٰيٰتِهٖ تَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٩٤﴾

خيال رکن ٿا.

**٩٤**- ۽ انهيءَ شخص کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو ڄاڻي ٻجهي اللّٰه تي ڪوڙ هڻي يا هيئن چوي تہ مون تي وحي (نازل)ڪئي وئي آهي حالانڪ انهيءَ تي وحي(نازل)نہ ڪئي وئي هجي ۽(اهڙيءَ طرح)انهيءَ شخص کان(وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو)جيڪو چوي ٿو جيڪي ڪجهہ اللّٰه نازل ڪيو آهي مان بہ يقيناً اهڙو ئي (ڪلام)نازل ڪندس ۽ جيڪڏهن تون (انهيءَ وقت کي)ڏسين جڏهن ظالم موت جي تڪليفن ۾ مبتلا هوندا ۽ فرشتا(هي چوندي) پنهنجا هٿ وڌائي رهيا هوندا تہ پنهنجون جانيو ڪڍو.جيڪي ڪجهہ توهان اللّٰه جي متعلق ناحق چوندا هئا ۽ جيڪو توهان انهيءَ جي آيتن جي باري ۾ تڪبر کان ڪم وٺندا هئا انهيءَ سبب جي ڪري توهان کي اڄ خواريءَ جو عذاب ڏنو ويندو (تہ توکي هڪ عبرتناڪ نظارو نظر ايندو).

وَلَقَدْ جِئْتُمُوْنَا فُرَادٰى كَمَا خَلَقْنٰكُمْ اَوَّلَ مَرَّةٍ وَّتَرَكْتُمْ مَّا خَوَّلْنٰكُمْ وَرَآءَ ظُهُوْرِكُمْ ۚ وَمَا نَرٰى مَعَكُمْ شُفَعَآءَكُمُ الَّذِيْنَ زَعَمْتُمْ اَنَّهُمْ فِيْكُمْ

**٩٥**- ۽(انهيءَ وقت اسان چونداسين تہ) جهڙيءَ طرح اسان توهان کي پهريون ڀيرو پيدا ڪيو هو(اهڙيءَ طرح هاڻي)توهان اسان وٽ اڪيلا اڪيلا پهتا آهيو- ۽ جيڪي ڪجهہ اسان بطور احسان توهان کي ڏنو هو انهيءَ کي توهان پنهنجي پٺين

شُرَكٰٓؤُا ؕ لَقَدْ تَّقَطَّعَ بَيْنَكُمْ وَضَلَّ عَنْكُمْ مَّا كُنْتُمْ تَزْعُمُوْنَ ﴿۹۵﴾ ع ۱۱ / ۱۷

پويان ڇڏي ڏنو آهي ۽(هيءَ کهڙي ڳالهہ آهي جو) اسان توهان جي انهن سفارشين کي جن جي باري ۾ توهان دعويٰ ڪندا هئا تہ اهي توهان(تي حڪومت ڪرڻ)۾ (خدا جا) شريڪ آهن (اڄ)توهان سان نہ ٿا ڏسون (هاڻي) توهان جا پاڻ ۾ رشتا بلڪل ڪٽجي ويا آهن ۽ جيڪي ڪجهہ توهان چوندا هئا اهو (سڀ) توهان کان وڃائجي ويو آهي.

اِنَّ اللّٰهَ فَالِقُ الْحَبِّ وَالنَّوٰى ؕ يُخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَمُخْرِجُ الْمَيِّتِ مِنَ الْحَيِّ ؕ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ﴿۹۶﴾

**٩٦-** الله يقيناً ٻج ۽ ڪکڙين کي ڦاڙڻ وارو آهي، اهو زندهہ کي مردي مان ڪڍي ٿو ۽ مردي کي زندهہ مان ڪڍڻ وارو آهي. توهان جو الله اهو آهي سو ٻڌايو توهان ڪٿان کان واپس موٽايا وڃو ٿا.

فَالِقُ الْاِصْبَاحِ ۚ وَجَعَلَ الَّيْلَ سَكَنًا وَّالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ حُسْبَانًا ؕ ذٰلِكَ تَقْدِيْرُ الْعَزِيْزِ الْعَلِيْمِ ﴿۹۷﴾

**٩٧-** هو صبح کي ظاهر ڪرڻ وارو آهي ۽ انهيءَ رات کي باعث آرام ۽ سج ۽ چنڊ کي حساب جو ذريعو بڻايو آهي. اهواندازو انهيءَ جو آهي جيڪو غالب آهي(۽)ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَهُوَ الَّذِىْ جَعَلَ لَكُمُ النُّجُوْمَ لِتَهْتَدُوْا بِهَا فِىْ ظُلُمٰتِ الْبَرِّ وَالْبَحْرِ ؕ قَدْ فَصَّلْنَا الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿۹۸﴾

**٩٨-** ۽ اهو ئي آهي جنهن توهان جي لاءِ تارن کي پيدا ڪيو آهي انهيءَ لاءِ تہ توهان انهن جي ذريعي خشڪي ۽ آلاڻ جي مشڪلات ۾ راهہ معلوم ڪيو.اسان علم واريءَ قوم جي لاءِ نشان کولي بيان ڪري ڇڏيا آهن.

وَهُوَ الَّذِیٓ اَنۡشَاَكُمۡ مِّنۡ نَّفۡسٍ وَّاحِدَةٍ فَمُسۡتَقَرٌّ وَّ مُسۡتَوۡدَعٌ ؕ قَدۡ فَصَّلۡنَا الۡاٰيٰتِ لِقَوۡمٍ يَّفۡقَهُوۡنَ ﴿٩٩﴾

**٩٩**-۽ اهو ئي آهي جنهن توهان کي هڪ جان مان پيدا ڪيو آهي پوءِ انهيءَ کان بعد انهيءَ (توهان جي لاءِ) هڪ عارضي ① ٽڪڻ جي جڳهه ۽ هڪ ڏگهي عرصي تائين رهڻ جي جڳهه مقرر ڪئي آهي. اسان سمجهڻ وارن ماڻهن جي لاءِ نشان کولي بيان ڪري ڇڏيا آهن.

وَهُوَ الَّذِیٓ اَنۡزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً ۚ فَاَخۡرَجۡنَا بِهٖ نَبَاتَ كُلِّ شَىۡءٍ فَاَخۡرَجۡنَا مِنۡهُ خَضِرًا نُّخۡرِجُ مِنۡهُ حَبًّا مُّتَرَاكِبًا ۚ وَمِنَ النَّخۡلِ مِنۡ طَلۡعِهَا قِنۡوَانٌ دَانِيَةٌ وَّجَنّٰتٍ مِّنۡ اَعۡنَابٍ وَّالزَّيۡتُوۡنَ وَالرُّمَّانَ مُشۡتَبِهًا وَّغَيۡرَ مُتَشَابِهٍ ؕ

**١٠٠**-۽ اهو ئي آهي جنهن آسمانن مان پاڻي لاٿو آهي پوءِ(ڏسوڪهڙيءَ طرح) انهيءَ جي ذريعي اسان② هر هڪ شيءِ جو اُوِيڙُ پيدا ڪيو آهي ۽ انهيءَ جي ذريعي پوڪ③ پيدا ڪئي آهي جنهن مان اسان هڪ ٻي جي مٿان داڻا ڪيون ٿا ۽ کجيءَ مان يعني انهيءَ جي ڇڙي مان جهڪيل قُرَ(ڪيون)ٿا ۽ انگورن ۽ زيتون ۽ ڏاڙهونءَ جا اهڙا باغ (ڪيون ٿا)جن مان

١ ـقبر عارضي طور تي رهڻ جي جاءِ آهي ۽ڏگهي عرصي تائين رهڻ جي جاءِ مُردن کي اٿارڻ کانپوءِ واري زندگي آهي. يا هن دنيا جي زندگي ننيڙي ۽ عارضي آهي ۽ ڏگهي عرصي واري زندگي موت کان پوءِ واري زندگي آهي.

٢ ـعربي ٻوليءَ ۾ ضميرون گهڻيون بدلجي ويندڀون آهن هڪ جاءِ ”هُو“ اچي ٿو ته ان کانپوءِ ”مان“ اچي ويندو آهي ۽ اهڙو ان ڪري ڪيو ويندو آهي ته جيئن ڪجهه پڙهڻ واري جي عقل تي ٻه ڇڏيو وڃي.

٣ ـعربيءَ ۾ ”اسان“ جو لفظ آهي جيڪو اڙدوءَ ۾ واڌارو آهي ان ڪري اسان هي لفظ مخفي ڪري ڇڏيو آهي. اڙدوءَ ۾ ان کان بغير ڪم هلي ويندو آهي.

اُنْظُرُوْٓا اِلٰى ثَمَرِهٖٓ اِذَآ اَثْمَرَ وَيَنْعِهٖ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكُمْ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿۱۰۰﴾

کي پاڻ ۾ هڪ جهڙا آهن ۽ (ڪي) مختلف آهن. جڏهن (انهن مان هر قسم① جي وڻ ڪي) ڦَرُ لڳي ٿو ته انهيءَ جي ڦَرَ ڪي ۽ انهيءَ جي پچڻ (جي ڪيفيت) ڪي ڏسو. انهيءَ ۾ ايمان آڻڻ وارن ماڻهن جي لاءِ يقيناً (ڪيترائي) نشان آهن.

وَجَعَلُوْا لِلّٰهِ شُرَكَآءَ الْجِنَّ وَخَلَقَهُمْ وَخَرَقُوْا لَهٗ بَنِيْنَ وَبَنٰتٍ بِغَيْرِ عِلْمٍ ؕ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يَصِفُوْنَ ﴿۱۰۱﴾ ع ١٢ ٦ ١٨

**١٠١**۔ ۽ انهن اللّٰه سان جنن مان شريڪ مقرر ڪيا آهن حالانڪ انهيءَ (خدا) انهن ڪي پيدا ڪيو آهي ۽ انهن انهيءَ جي لاءِ ڪوڙي نموني بغير علم جي پٽ ۽ نياڻيون ٺاڻيون آهن اهو پاڪ آهي ۽ جيڪي ڪجهه اهي بيان ڪن ٿا انهيءَ کان (بلند ۽) بالا آهي.

بَدِيْعُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ اَنّٰى يَكُوْنُ لَهٗ وَلَدٌ وَّلَمْ تَكُنْ لَّهٗ صَاحِبَةٌ ؕ وَخَلَقَ كُلَّ شَيْءٍ ۚ وَهُوَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۱۰۲﴾

**١٠٢**۔ (هو) آسمانن ۽ زمين ڪي بنان نموني جي پيدا ڪرڻ وارو آهي، انهيءَ جو پٽ ڪيئن ٿي سگهي ٿو حالانڪ انهيءَ جي ڪا زال نه هئي ۽ انهيءَ (ته) هر هڪ شيءِ ڪي پيدا ڪيو آهي ۽ اهو هر هڪ ڳالهه ڪي ڄاڻي ٿو.

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ خَالِقُ كُلِّ شَيْءٍ فَاعْبُدُوْهُ ۚ وَهُوَ عَلٰى

**١٠٣**۔ اهو آهي توهانجو اللّٰه جيڪو توهان جو رب (به) آهي هن کانسواءِ ڪو به معبود ناهي، هو هر هڪ شيءِ جو پيدا

١ ـ قرآن مجيد ۾ ضمير واحد آهي پر اڙدوءَ ۾ جمع آڻڻ ضروري آهي قرآن مجيد جي آيت جو مطلب هي آهي ته جڏهن هر قسم جي وڻن ڪي ميوو لڳندو آهي ته اهڙي طرح وڻ واحد ٿي ويندو ۽ جمع به ٿي ويندو آهي.

كُلِّ شَيْءٍ وَّكِيْلٌ ﴿١٠٣﴾

ڪرڻ وارو آهي. پوءِ انهيءَ جي عبادت ڪيو ۽ اهو هر هڪ شيءِ تي نگران آهي.

لَا تُدْرِكُهُ الْاَبْصَارُ ۫ وَهُوَ يُدْرِكُ الْاَبْصَارَ ۚ وَهُوَ اللَّطِيْفُ الْخَبِيْرُ ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**-نظرون انهيءَ تائين نه ٿيون پهچي سگهن، پر اهو نظرن تائين پهچي (١) ٿو ۽ هُو مهرباني ڪرڻ وارو (۽) حقيقت ڪان آ گاهه آهي.

قَدْ جَآءَكُمْ بَصَآئِرُ مِنْ رَّبِّكُمْ ۚ فَمَنْ اَبْصَرَ فَلِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ عَمِيَ فَعَلَيْهَا ؕ وَمَآ اَنَا عَلَيْكُمْ بِحَفِيْظٍ ﴿١٠٥﴾

**١٠٥**-توهان جي رب جي طرفان دليل اچي چڪا آهن. پوءِ جنهن (انهن ڪي) سمجهي ورتو (انهيءَ جو هيءُ فعل) انهيءَ جي پنهنجي (فائدي جي) لاءِ هوندو ۽ جنهن غلط واٽ (اختيار) ڪئي (انهيءَ جو اهو فعل) انهيءَ تي پوندو. ۽ مان نه توهان جو محافظ (٢) نه آهيان.

وَكَذٰلِكَ نُصَرِّفُ الْاٰيٰتِ وَلِيَقُوْلُوْا دَرَسْتَ وَلِنُبَيِّنَهٗ لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿١٠٦﴾

**١٠٦**-۽ اهڙيءَ طرح اسان آيتن ڪي ڪيترن نمونن سان ورجايون ٿا (انهيءَ لاءِ ته انهن تي حجت قائم ٿئي) ۽ انهيءَ لاءِ ته اهي (هيءُ) چون ته تو پڙهي (ٻڌائي ڇڏيو) آهي (۽ حجت پوري ڪري ڇڏي آهي) ۽ انهيءَ لاءِ ته اسان انهيءَ ڪي علم واري قوم (جي فائدي) جي لاءِ بيان ڪيون.

اِتَّبِعْ مَآ اُوْحِيَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ ۚ لَآ اِلٰهَ

**١٠٧**-جيڪي (ڪجهه) تنهنجي رب جي

١ ـ يعني انسان پنهنجي علم جي زور سان انکي نٿو ڏسي سگهي پر خدا تعاليٰ پنهنجي فضل سان ان جي ويجهو اچي ظاهر ٿيندو آهي ۽ اهڙي طرح انسان ڪي هن جو ديدار نصيب ٿيندو آهي.

٢ ـ يعني توهان ڪي نافرمانيءَ سبب جيڪو عذاب اچي ان ڪان بچائي نٿو سگهي يا برائين ڪان زبردستي بچائي نٿو سگهي.

اِلَّا هُوَ ۚ وَاَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿١٠٧﴾

طرفان تو تي نازل ڪيو وڃي ٿو انهيءَ جي پيروي ڪر.انهيءَ کان سواءِ(ٻيو)ڪو بہ معبود نہ آهي ۽ تون مشرڪن کان منهن ڦيرائي ڇڏ.

وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ مَآ اَشْرَكُوْا ۭ وَمَا جَعَلْنٰكَ عَلَيْهِمْ حَفِيْظًا ۚ وَمَآ اَنْتَ عَلَيْهِمْ بِوَكِيْلٍ ﴿١٠٨﴾

١٠٨- ۽ جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها تہ اهي شرڪ نہ ڪن ها ۽ اسان توکي انهن تي محافظ① مقرر نا هي ڪيو.۽ نہ تون انهن تي نگران آهين.

وَلَا تَسُبُّوا الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ فَيَسُبُّوا اللّٰهَ عَدْوًاۢ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۭ كَذٰلِكَ زَيَّنَّا لِكُلِّ اُمَّةٍ عَمَلَهُمْ ۠ ثُمَّ اِلٰى رَبِّهِمْ مَّرْجِعُهُمْ فَيُنَبِّئُهُمْ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٠٩﴾

١٠٩- ۽ تون انهن کي جن کي اهي اللّٰه کانسواءِ (دعائن ۾) پڪارين ٿا گاريون نہ ڏي نہ تہ اهي دشمن ٿي جهالت جي ڪري اللّٰه کي گاريون ڏيندا.اهڙيءَ طرح اسان هر هڪ قوم جي لاءِ انهيءَ جا عمل خوبصورت② ڪري ڏيکاريا آهن پوءِ انهن کي پنهنجي رب ڏانهن موٽي وڃڻو آهي جنهن تي اهو انهن کي انهيءَ جي خبر ڏيندو جيڪي اهي ڪندا هئا.

وَاَقْسَمُوْا بِاللّٰهِ جَهْدَ اَيْمَانِهِمْ لَئِنْ جَآءَتْهُمْ اٰيَةٌ لَّيُؤْمِنُنَّ بِهَا ۭ قُلْ اِنَّمَا الْاٰيٰتُ عِنْدَ اللّٰهِ وَمَا يُشْعِرُكُمْ ۙ اَنَّهَآ اِذَا

١١٠- ۽ انهن اللّٰه جا پڪا قسم کنيا آهن تہ جيڪڏهن انهن وٽ ڪو نشان اچي تہ اهي انهيءَ کي ضرور قبول ڪندا تون(مومنن کي) چؤ تہ نشان(بہ)۽ اها شيءِ③ بہ

١- يعني توهان کي نافرمانيءَ سبب جيڪو عذاب اچي ان کان بچائي نٿو سگهي يا برائين کان زبردستي بچائي نٿو سگهي.

٢- يعني هي قانون ٺاهيو آهي تہ قوم جيڪو ڪم ڪندي آهي آهستي آهستي ان ڪم کي سٺو سمجهڻ لڳندي آهي. ان آيت ۾ ٻڌايو آهي تہ هاڻي هي قوم شرڪ جي عادي ٿي وئي آهي شرڪ جي خلاف ڳالهہ ٻڌي ڪاوڙ ۾ اچي ويندي ۽ خدا تعاليٰ کي بہ گاريون ڏيڻ لڳي ويندي.

٣- يعني انهن جون اڳوڻيون بدعمليون کين ايمان کان محروم ڪري ڇڏينديون خدا تعاليٰ وٽ

جَآءَتْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١١٠﴾

جيڪا توهان ڪي ٻڌائي ڇڏيندي ته جڏهن به اهي (نشان)اچي وڃن ته اهي(ماڻهو)ايمان (پوءِ به)نه آڻيندا اللّٰه وٽ ئي آهي.

وَنُقَلِّبُ اَفْـِٕدَتَهُمْ وَاَبْصَارَهُمْ كَمَا لَمْ يُؤْمِنُوْا بِهٖٓ اَوَّلَ مَرَّةٍ وَّنَذَرُهُمْ فِيْ طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ﴿١١١﴾ ع ١٣ / ١٩

١١١-۽ اسان انهن جي دلين ۽ انهن جي اکين ڪي انهيءَ سبب جي ڪري ته اهي انهيءَ(وحيءَ)تي پهريون دفعو ايمان نه آندو ڦيرائي ڇڏينداسين ۽ انهن ڪي انهن جي سرڪشين ۾ ڀٽڪندي ڇڏي ڏينداسين.

وَلَوْ اَنَّنَا نَزَّلْنَآ اِلَيْهِمُ الْمَلٰٓئِكَةَ وَكَلَّمَهُمُ الْمَوْتٰى وَحَشَرْنَا عَلَيْهِمْ كُلَّ شَيْءٍ قُبُلًا مَّا كَانُوْا لِيُؤْمِنُوْٓا اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ يَجْهَلُوْنَ ﴿١١٢﴾

١١٢-۽ جيڪڏهن اسان انهن تي فرشتا نازل ڪيون ها ۽ مئل انهن سان ڳالهائين ها ۽ هر هڪ شيءِ ڪي اسان انهن جي آمهون سامهون ٻيهاري ڇڏيون ها تڏهن به اهي اللّٰه جي مرضيءَ کانسواءِ ايمان نه آڻين ها، پر انهن مان گهڻا جاهل آهن.

وَكَذٰلِكَ جَعَلْنَا لِكُلِّ نَبِيٍّ عَدُوًّا شَيٰطِيْنَ الْاِنْسِ وَالْجِنِّ يُوْحِيْ بَعْضُهُمْ اِلٰى بَعْضٍ زُخْرُفَ الْقَوْلِ غُرُوْرًا ؕ وَلَوْ شَآءَ رَبُّكَ

١١٣-۽ اسان انسانن ۽ جنن مان سرڪشن ڪي اهڙي طرح هر هڪ نبي جو دشمن بڻائي ڇڏيو هو انهن مان ڪي ڪن ڪي ذوڪي ڏيڻ جي لاءِ(انهن جي دل ۾) برا ① خيال وجهن ٿا جيڪا فقط ڏيکاءَ جي

**(باقي حاشيو)** محفوظ آهن جڏهن هو انهن ڪي ظاهر ڪري ڇڏيندو ته توهان ڪي خبر پئجي ويندي ته هو ڪڏهن ايمان نه آڻيندا جيستائين دلين جي اصلاح نه ڪن ۽ پراڻيون مشرڪاڻيون عادتون نه ڇڏين.

١ ـ اصل لفظ جي معنيٰ بري جي ناهي پر جيئن ته وحيءَ جو لفظ شيطان جي لاءِ آيو آهي ۽ هن آيت ۾ اڳتي اچي ٿو ته شيطان ڪوڙين ڳالهين جي خيال پيدا ڪندو آهي ان ڪري اسان ترجمي ۾ بري جو لفظ خيال کان پهريان وڌائي ڇڏيو آهي.

مَافَعَلُوْهُ فَذَرْهُمْ وَمَايَفْتَرُوْنَ ﴿١١٣﴾

ڳالهه هوندي آهي ۽ جيڪڏهن تنهنجو رب چاهي ها ته اهي ائين نه ڪن ها. پوءِ تون انهن کي به ۽ انهن جي ڪوڙ کي به نظر انداز ڪري ڇڏ.

وَلِتَصْغٰى اِلَيْهِ اَفْـِٕدَةُ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ وَلِيَرْضَوْهُ وَلِيَقْتَرِفُوْا مَا هُمْ مُّقْتَرِفُوْنَ ﴿١١٤﴾

١١٤- ۽(خدا تعاليٰ اهو انهيءَ ڪري گهريو آهي)ته قيامت تي ايمان نه آڻڻ وارن جون دليون(پنهنجي عملن جي نتيجي ۾)اهڙين ئي ڳالهين ڏانهن جهڪن ۽ انهيءَ لاءِ ته انهيءَ (يعني ڪوڙ)کي پسند ڪرڻ لڳن ۽ انهيءَ لاءِ ته اهي پنهنجن عملن جو نتيجو ① ڏسن.

اَفَغَيْرَ اللّٰهِ اَبْتَغِيْ حَكَمًا وَّهُوَ الَّذِيْٓ اَنْزَلَ اِلَيْكُمُ الْكِتٰبَ مُفَصَّلًا ؕ وَالَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يَعْلَمُوْنَ اَنَّهٗ مُنَزَّلٌ مِّنْ رَّبِّكَ بِالْحَقِّ فَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِيْنَ ﴿١١٥﴾

١١٥- (تون چؤ ته)ڇا اللّٰه کان سواءِ مان ڪو ٻيو فيصلي ڪرڻ وارو ڳوليان؟حالانڪ انهيءَ توهان تي ظاهر ظهور ڪتاب نازل ڪيو آهي ۽ جن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي اهي ڄاڻن ٿا ته اهو سچائي سان تنهنجي رب جي طرفان نازل ڪيو ويو آهي- پوءِ تون جهڳڙي ڪرڻ وارن مان نه بڻج.

وَتَمَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ صِدْقًا وَّعَدْلًا ؕ

١١٦- ۽ تنهنجي رب جي ڳالهه(ته)حق ۽ انصاف سان پوري ٿي رهندي(ڇو

١ - اڳ ۾ لکيو ويو آهي ته عمل جي بدلي جي طور تي جيڪڏهن عمل جو لفظ استعمال ڪيو وڃي ته عربيءَ ۾ ان جي معنيٰ ان عمل جو بدلو هوندو آهي. جيئن ته هن آيت جو لفظي ترجمو به هي آهي ته " ته جيئن هو ڪمائي وٺن جيڪو هو ڪمائي رهيا آهن" اسان هي ترجمو ڪيو آهي ته هو پنهنجي عملن جو نتيجو ڏسي وٺن. ۽ اڳين آيت نمبر ١٢١ ۾ اللّٰــه تعاليٰ هن مضمون کي هن عبارت ۾ ئي بيان ڪيو آهي جيڪو اسان ترجمي ۾ لکيو آهي.

لَا مُبَدِّلَ لِكَلِمٰتِهٖ ۚ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿١١٦﴾

جو) انهيءَ جي ڳالهين کي ڪو بہ بدلائڻ وارو ڪونهي، ۽ هو ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَاِنْ تُطِعْ اَكْثَرَ مَنْ فِي الْاَرْضِ يُضِلُّوْكَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ اِنْ يَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَاِنْ هُمْ اِلَّا يَخْرُصُوْنَ ﴿١١٧﴾

**۱۱۷**-۽ جيڪڏهن تون زمين ۾ رهڻ وارن مان اڪثريت جي ڳالهہ جي پيروي ڪرين، تہ اهي توکي اللّٰه جي راهہ کان گمراهہ ڪري ڇڏيندا، اهي صرف گمان جي پيروي ڪن ٿا ۽ صرف اٽڪل سان ڳالهيون ڪن ٿا.

اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعْلَمُ مَنْ يَّضِلُّ عَنْ سَبِيْلِهٖ ۚ وَهُوَ اَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِيْنَ ﴿١١٨﴾

**۱۱۸**-تنهنجو رب ئي يقيناً انهيءَ کي جيڪو انهيءَ جي رستي تان ڀٽڪي وڃي ٿو بهتر ڄاڻي ٿو، ۽ اهو ئي هدايت يافتن کي بهتر ڄاڻي ٿو.

فَكُلُوْا مِمَّا ذُكِرَ اسْمُ اللّٰهِ عَلَيْهِ اِنْ كُنْتُمْ بِاٰيٰتِهٖ مُؤْمِنِيْنَ ﴿١١٩﴾

**۱۱۹**-پوءِ جيڪڏهن توهان انهيءَ جي نشانين تي ايمان آڻيو ٿا تہ جنهن تي اللّٰه جو نالو ورتو ويو آهي انهيءَ مان کائو.

وَمَا لَكُمْ اَلَّا تَاْكُلُوْا مِمَّا ذُكِرَ اسْمُ اللّٰهِ عَلَيْهِ وَقَدْ فَصَّلَ لَكُمْ مَّا حَرَّمَ عَلَيْكُمْ اِلَّا مَا اضْطُرِرْتُمْ اِلَيْهِ ؕ وَاِنَّ كَثِيْرًا لَّيُضِلُّوْنَ بِاَهْوَآئِهِمْ بِغَيْرِ عِلْمٍ ؕ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعْلَمُ بِالْمُعْتَدِيْنَ ﴿١٢٠﴾

**۱۲۰**-۽ توهان کي ڇا (ٿي ويو) آهي جو توهان انهيءَ مان جنهن تي اللّٰه جو نالو ورتو ويو آهي باوجود انهيءَ جي نہ ٿا کائو تہ انهيءَ (اللّٰه) توهان جي سامهون اهو سڀ ڪجهہ کولي بيان ڪري ڇڏيو آهي جيڪو انهيءَ توهان جي لاءِ حرام ڪيو آهي. سواءِ انهيءَ جي جو توهان مجبور ٿي وڃو ۽ گهڻا (ماڻهو) بغير ڪنهن سچي علم جي يقيناً پنهنجي خواهشن جي مطابق (ماڻهن

ڪي) گمراهه ڪن ٿا. تنهنجو رب يقيناً حد کان ٽپي وڃڻ وارن کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَذَرُوْا ظَاهِرَ الْاِثْمِ وَبَاطِنَهٗ ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ يَكْسِبُوْنَ الْاِثْمَ سَيُجْزَوْنَ بِمَا كَانُوْا يَقْتَرِفُوْنَ ﴿١٢١﴾

**١٢١**۔۽ گناهه جي ظاهري شڪل ۽ انهيءَ جي حقيقت(ٻنهي) کان بچو. جيڪي ماڻهو گناهه ڪمائين ٿا،انهن کي جيڪي ڪجهه اهي ڪمائين ٿا يقيناً انهيءَ جو بدلو ڏنو ويندو.

وَلَا تَاْكُلُوْا مِمَّا لَمْ يُذْكَرِ اسْمُ اللّٰهِ عَلَيْهِ وَاِنَّهٗ لَفِسْقٌ ؕ وَاِنَّ الشَّيٰطِيْنَ لَيُوْحُوْنَ اِلٰٓى اَوْلِيٰٓـِٕهِمْ لِيُجَادِلُوْكُمْ ۚ وَاِنْ اَطَعْتُمُوْهُمْ اِنَّكُمْ لَمُشْرِكُوْنَ ﴿١٢٢﴾ ع ١٤

**١٢٢**۔۽ توهان انهيءَ مان جنهن تي اللّٰه جو نالو نه ورتو ويو نه کائو ۽ هيءُ(فعل) يقيناً نافرماني آهي ۽ شيطانَ يقيناً پنهنجي دوستن جي دل ۾(اهڙاخيال)وجهندا رهن ٿا انهيءَ لاءِ ته اهي توهان سان جهڳڙو ڪن،۽ جيڪڏهن توهان انهن جي فرمانبرداري ڪندؤ ته يقيناً توهان مشرڪ بڻجي ويندؤ.

اَوَمَنْ كَانَ مَيْتًا فَاَحْيَيْنٰهُ وَجَعَلْنَا لَهٗ نُوْرًا يَّمْشِيْ بِهٖ فِى النَّاسِ كَمَنْ مَّثَلُهٗ فِى الظُّلُمٰتِ لَيْسَ بِخَارِجٍ مِّنْهَا ؕ كَذٰلِكَ زُيِّنَ لِلْكٰفِرِيْنَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٢٣﴾

**١٢٣**۔۽ ڇا جيڪو شخص مردهه هجي پوءِ اسان انهيءَ کي زندهه ڪري ڇڏيو هجي ۽ انهيءَ جي لاءِ اهڙي روشني مقرر ڪئي هجي، جنهن جي ذريعي سان اهو ماڻهن ۾ گهمندو ڦرندو هجي ان شخص وانگر(ٿي سگهي)ٿو جنهن جو حال هيءُ آهي جو اهو اونداهين ۾ (پيل) آهي (۽) انهيءَ مان ڪنهن به وقت نه ٿو نڪري. اهڙيءَ طرح ڪافرن جي لاءِ انهن جا عمل خوبصورت ڪري ڏيکاريا ويا آهن.

وَكَذٰلِكَ جَعَلْنَا فِىْ كُلِّ قَرْيَةٍ اَكٰبِرَ

**١٢٤**۔۽ اسان هر هڪ بستيءَ ۾ انهيءَ جي

مُجْرِمِيْهَا لِيَمْكُرُوْا فِيْهَا ؕ وَمَا يَمْكُرُوْنَ اِلَّا بِاَنْفُسِهِمْ وَمَا يَشْعُرُوْنَ ﴿۱۲۴﴾

وڏن وڏن مجرمن کي اهڙوئي بڻائي① ڇڏيو آهي.(يعني اهي پنهنجا برا عمل چڱيءَ شڪل ۾ ڏسن ٿا)جنهن جو نتيجو اِهو ② ٿئي ٿو جو اهي هن (بستيءَ) ۾ (نبين جي خلاف)تدبيرون ڪن ٿا.پر حقيقت ۾ اهي پنهنجي ئي جانين جي خلاف تدبيرون ڪن ٿا ۽ اهي سمجهن نه ٿا.

وَاِذَا جَآءَتْهُمْ اٰيَةٌ قَالُوْا لَنْ نُّؤْمِنَ حَتّٰى نُؤْتٰى مِثْلَ مَآ اُوْتِيَ رُسُلُ اللّٰهِ ؔ اَللّٰهُ اَعْلَمُ حَيْثُ يَجْعَلُ رِسَالَتَهٗ ؕ سَيُصِيْبُ الَّذِيْنَ اَجْرَمُوْا صَغَارٌ عِنْدَ اللّٰهِ وَعَذَابٌ شَدِيْدٌۢ بِمَا كَانُوْا يَمْكُرُوْنَ ﴿۱۲۵﴾

**١٢٥**۔۽ جڏهن انهن وٽ ڪو نشان اچي ٿو ته چون ٿا ته جيستائين اسان کي اهڙو ئي ڪلام نه ڏنو وڃي جيڪو الله جي رسولن کي ڏنو ويو آهي اسان هرگز ايمان نه آڻينداسين. الله(سيني ڪان)وڌيڪ ڄاڻي ٿو ته اهو پنهنجي رسالت ڪٿي③ رکي. جن ماڻهن گناهه ڪيو آهي انهن کي انهيءَ سبب جي ڪري جو اهي(نبيءَ جي خلاف) تدبيرون ڪن ٿا الله جي طرفان ضرور ذلت ۽ سخت عذاب پهچندو.

فَمَنْ يُّرِدِ اللّٰهُ اَنْ يَّهْدِيَهٗ يَشْرَحْ صَدْرَهٗ لِلْاِسْلَامِ ۚ وَمَنْ يُّرِدْ اَنْ يُّضِلَّهٗ يَجْعَلْ

**١٢٦**۔۽ جنهن کي الله هدايت ڏيڻ جو ارادو ڪري ٿو انهيءَ جو سينو اسلام جي لاءِ

---

١۔هي ظلم ناهي ڇاڪاڻ ته ڏوهه جو لازمي نتيجو هي هوندو آهي ته خراب ڳالهه سني نظر اچڻ لڳندي آهي ان ڪري هي قدرتي نتيجو آهي نه ته خدا تعاليٰ ڌاڍُ ناهي ڪندو.

٢۔هن جڳهه قرآن ڪريم ۾ لام آهي ۽ اُهو لام عاقبت آهي.يعني ان جي معنيٰ اڙدوءَ ۾ هيءَ ٿيندي آهي ته ”ان جي نتيجي ۾“.

٣۔يعني ڪير رسول ٿيڻ جو حقدار آهي ۽ ڪير نه.

صَدْرَهٗ ضَيِّقًا حَرَجًا كَاَنَّمَا يَصَّعَّدُ فِي السَّمَآءِ ؕ كَذٰلِكَ يَجْعَلُ اللّٰهُ الرِّجْسَ عَلَى الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٢٦﴾

کولي ڇڏي ٿو. ۽ جنھن کي گمراھ ڪرڻ جو ارادو ڪري ٿو انھيءَ جو سينو تمام سوڙھو ڪري ڇڏي ٿو. ڄڻ تہ اھو بلنديءَ ڏانھن چڙھي رھيو آھي (۽) اھڙيءَ طرح الله انھن ماڻھن تي جيڪي ايمان نہ ٿا آڻين عذاب نازل ڪري ٿو.

وَهٰذَا صِرَاطُ رَبِّكَ مُسْتَقِيْمًا ؕ قَدْ فَصَّلْنَا الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّذَّكَّرُوْنَ ﴿١٢٧﴾

**١٢٧**- ۽ ھي تنھنجي رب جو سڌو رستو آھي. اسان نشانين کي نصيحت حاصل ڪرڻ وارن ماڻھن جي لاءِ کولي بيان ڪري چڪا آھيون.

لَهُمْ دَارُ السَّلٰمِ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَهُوَ وَلِيُّهُمْ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٢٨﴾

**١٢٨**- انھن جي لاءِ انھن جي رب جي حضور ۾ سلامتيءَ جو گھر (تيار) آھي ۽ جيڪي ڪجھ اھي ڪن ٿا انھيءَ جي سبب جي ڪري ھو انھن جو مددگار آھي.

وَيَوْمَ يَحْشُرُهُمْ جَمِيْعًا ۚ يٰمَعْشَرَ الْجِنِّ قَدِ اسْتَكْثَرْتُمْ مِّنَ الْاِنْسِ ۚ وَقَالَ اَوْلِيٰٓؤُهُمْ مِّنَ الْاِنْسِ رَبَّنَا اسْتَمْتَعَ بَعْضُنَا بِبَعْضٍ وَّبَلَغْنَآ اَجَلَنَا الَّذِيْٓ اَجَّلْتَ لَنَا ؕ قَالَ النَّارُ مَثْوٰىكُمْ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اِلَّا

**١٢٩**- ۽ انھيءَ ڏينھن (کي ياد ڪيو) جڏھن اھو انھن سڀني کي گڏ ڪندو (پوءِ چوندو) اي جنن(١) جي جماعت! توھان انسانن مان گھڻن کي (پاڻ سان ملائي) ڇڏيو ھو ۽ انھن جا انسان(٢) مددگار چوندا تہ اي اسان جا رب! اسان مان ڪن (ماڻھن) ڪن کان فائدو حاصل ڪيو آھي، ۽ اسان پنھنجي انھيءَ مدت کي پھچي ويا آھيون جيڪا

١- جنن مان مراد وڏا ماڻھو آھن ڇاڪاڻ تہ اھي پنھنجي آستانن ۾ محافظن جي پويان ماڻھن کان لڪيل ھوندا آھن.

٢- يعني انھن جي پارٽيءَ جا عام ماڻھو.

مَاشَآءَاللّٰهُ ؕ اِنَّ رَبَّكَ حَكِيْمٌ عَلِيْمٌ ﴿۱۲۹﴾

تون اسان جي لاءِ مقرر ڪئي هئي. هُو فرمائيندو ته باھ توهانجو ٺڪاڻو آهي انهيءَ ۾ توهان هڪ ڊگهي عرصي تائين رهندؤ سواءِ انهيءَ جي جو خدا جي مرضي ڪجهه ٻيو چاهي. تنهنجو رب يقيناً حڪمت وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَكَذٰلِكَ نُوَلِّيْ بَعْضَ الظّٰلِمِيْنَ بَعْضًا بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿۱۳۰﴾ ع ۱۵

**۱۳۰**-۽ اهڙيءَ طرح اسان ڪن ظالمن کي ڪن جو انهيءَ ڪم جي سببان جيڪو اهي ڪن ٿا، دوست① بڻائي ڇڏيون ٿا.

يٰمَعْشَرَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ اَلَمْ يَاْتِكُمْ رُسُلٌ مِّنْكُمْ يَقُصُّوْنَ عَلَيْكُمْ اٰيٰتِيْ وَيُنْذِرُوْنَكُمْ لِقَآءَ يَوْمِكُمْ هٰذَا ؕ قَالُوْا شَهِدْنَا عَلٰٓى اَنْفُسِنَا وَغَرَّتْهُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا وَشَهِدُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ اَنَّهُمْ كَانُوْا كٰفِرِيْنَ ﴿۱۳۱﴾

**۱۳۱**-اي جنن ۽ انسانن جي جماعت! ڇا توهان مان(ئي) توهان وٽ رسول نه آيا آهن جيڪي توهان کي منهنجون آيتون پڙهي ٻڌائيندا هئا ۽ توهان کي اجوڪي ڏينهن جي ملاقات کان ڊيڄاريندا هئا. اهي چوندا اسان پنهنجي خلاف (خود) شاهدي ڏيون ٿا ۽ دنياوي زندگيءَ انهن کي ڌوکي ۾ وجهي ڇڏيو ۽ انهن پنهنجي خلاف (پاڻ هي) شاهدي ڏني ته اهي ڪافر هئا.

ذٰلِكَ اَنْ لَّمْ يَكُنْ رَّبُّكَ مُهْلِكَ الْقُرٰى بِظُلْمٍ وَّاَهْلُهَا غٰفِلُوْنَ ﴿۱۳۲﴾

**۱۳۲**-هي(رسولن جو موڪلڻ) هن سبب جي ڪري هو جو تنهنجو رب شهرن کي انهن جي باشندن جي غافل هئڻ جي حالت ۾ ظلم سان② تباھ نه ٿي ڪري سگهيو③.

١- يعني جيئن مٿين آيت ۾ گذريو آهي.

٢- يعني بنان نبي موڪلڻ جي حجت قائم ڪرڻ کانسواءِ عذاب نازل ڪرڻ ظلم آهي.

٣- يعني خدا تعاليٰ جو عذاب حجت قائم ڪرڻ کانسواءِ ناهي ايندو. رسول ڪريم ﷺ ۽ انهن جي اصحاب جو به اِهو طريقو هو ته هو ڪافرن کي هوشيار ڪرڻ کانپوءِ انهن تي حملو ڪندا هئا.

وَلِكُلٍّ دَرَجٰتٌ مِّمَّا عَمِلُوْا ؕ وَمَا رَبُّكَ بِغَافِلٍ عَمَّا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٣٣﴾

**١٣٣**-۽ هر شخص(يا قوم)جي لاءِ انهيءَ جي عملن جي مطابق درجا مقرر آهن ۽ تنهنجو رب انهيءَ کان غافل نه آهي جيڪي اهي ڪن ٿا.

وَرَبُّكَ الْغَنِيُّ ذُو الرَّحْمَةِ ؕ اِنْ يَّشَاْ يُذْهِبْكُمْ وَيَسْتَخْلِفْ مِنْۢ بَعْدِكُمْ مَّا يَشَآءُ كَمَآ اَنْشَاَكُمْ مِّنْ ذُرِّيَّةِ قَوْمٍ اٰخَرِيْنَ ﴿١٣٤﴾ؕ

**١٣٤**-۽ تنهنجو رب ڪنهن جو محتاج نه آهي(۽)رحمت وارو آهي جيڪڏهن اهو چاهي ته توهان کي تباهه ڪري ڇڏي ۽ جهڙيءَ طرح توهان کي هڪ ٻي قوم جي نسل مان ڪڙو ڪيو آهي(اهڙيءَ طرح)جنهن کي چاهي توهان جي(تباهه ڪرڻ کان)پوءِ توهان جو جانشين ڪري ڇڏي.

اِنَّ مَا تُوْعَدُوْنَ لَاٰتٍ ۙ وَّمَآ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِيْنَ ﴿١٣٥﴾

**١٣٥**-جنهن(ڳالهه)جو توهان سان واعدو ڪيو وڃي ٿو اها ضرور ٿي رهندي ۽ توهان ڪنهن طرح (١) به اسان کي عاجز نه ٿا ڪري سگهو.

قُلْ يٰقَوْمِ اعْمَلُوْا عَلٰى مَكَانَتِكُمْ اِنِّيْ عَامِلٌ ۚ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ۙ مَنْ تَكُوْنُ لَهٗ عَاقِبَةُ الدَّارِ ؕ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿١٣٦﴾

**١٣٦**-تون چوءُ ته اي منهن جي قوم توهان پنهنجي طريقي تي عمل ڪيو،مان به (پنهنجي طريقي تي)عمل ڪندس پوءِ توهان جلد ئي معلوم ڪري وٺندؤ ته هن گهر (يعني دنيا)جي پڇاڙي ڪنهن جي حق ۾ ٿئي ٿي. ڳالهه هيءَ آهي ته ظالم (ڪڏهن) ڪامياب نه ٿا ٿين.

وَجَعَلُوْا لِلّٰهِ مِمَّا ذَرَاَ مِنَ الْحَرْثِ وَالْاَنْعَامِ

**١٣٧**-۽ انهن هڪ حصو انهيءَ پوک مان

١-"ڪنهن طرح" باء جو ترجمو آهي.

نَصِيْبًا فَقَالُوْا هٰذَا لِلّٰهِ بِزَعْمِهِمْ وَهٰذَا لِشُرَكَآئِنَا ۚ فَمَا كَانَ لِشُرَكَآئِهِمْ فَلَا يَصِلُ اِلَى اللّٰهِ ۚ وَمَا كَانَ لِلّٰهِ فَهُوَ يَصِلُ اِلٰى شُرَكَآئِهِمْ ؕ سَآءَ مَا يَحْكُمُوْنَ ﴿١٣٦﴾

يا جانورن مان اللّٰه جو مقرر(ڪري ڇڏيو) آهي جيڪي (پوک يا جانور) انهيءَ(يعني خدا) پيدا ڪيا آهن.پوءِ پنهنجي اندازي سان چون ٿا ته هيترو ته اللّٰه جي لاءِ آهي ۽ هيترو اسان جي شريڪن لاءِ. پوءِ هيءَ به دعويٰ ڪن ٿا ته جيڪو انهن جي شريڪن جو (حصو) هوندو آهي اهو ته اللّٰه کي نٿو پهچي ۽ جيڪو اللّٰه جو(حصو) هوندوآهي اهو انهن جي شريڪن کي پهچي وڃي ٿو.اهي ڪهڙو نه برو فيصلو ڪن ٿا.

وَكَذٰلِكَ زَيَّنَ لِكَثِيْرٍ مِّنَ الْمُشْرِكِيْنَ قَتْلَ اَوْلَادِهِمْ شُرَكَآؤُهُمْ لِيُرْدُوْهُمْ وَلِيَلْبِسُوْا عَلَيْهِمْ دِيْنَهُمْ ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ مَا فَعَلُوْهُ فَذَرْهُمْ وَمَا يَفْتَرُوْنَ ﴿١٣٨﴾

**١٣٨**۔۽ اهڙيءَ طرح مشرڪن مان ڪيترن کي انهن جي شريڪن انهن جي تباهه ڪرڻ جي لاءِ ۽ انهن جي دين کي انهن تي شڪي ڪرڻ جي لاءِ پنهنجي اولاد کي قتل ڪرڻ خوبصورت ڪري ڏيکاريو هو ۽ اللّٰه چاهي ها ته اهي(مشرڪ)ائين نه ڪن ها.پوءِ تون انهن کي به ۽ انهن جي ڪوڙ کي به نظر انداز ڪري ڇڏ.

وَقَالُوْا هٰذِهٖۤ اَنْعَامٌ وَّحَرْثٌ حِجْرٌ ۖ لَّا يَطْعَمُهَآ اِلَّا مَنْ نَّشَآءُ بِزَعْمِهِمْ وَاَنْعَامٌ حُرِّمَتْ ظُهُوْرُهَا وَاَنْعَامٌ لَّا يَذْكُرُوْنَ اسْمَ اللّٰهِ عَلَيْهَا افْتِرَآءً عَلَيْهِ ؕ سَيَجْزِيْهِمْ بِمَا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿١٣٩﴾

**١٣٩**۔۽ اهي پنهنجي گمان جي بناءِ تي چون ٿا ته فلاڻو فلاڻو جانور ۽ پوک(اهڙا آهن جو انهن جو کائڻ) منع ڪيل آهي. انهن کي صرف اهو ئي کائي سگهي ٿو جنهن جي متعلق اسان چئون (ته اهو کائي) ۽(چون ٿا ته) ڪجهه جانور اهڙا آهن جو انهن جون پٺيون (سواريءَ جي

لاءِ)حرام ڪيون ويون آهن ۽ ڪجھ جانوراهڙاآهن جو اهي انهن تي اللّٰه جو نالو نہ ٿا وٺن(هي انهن جو قول ۽ فعل) انهيءَ(اللّٰه)تي ڪوڙ مڙهڻ وانگر (هوندو) آهي، هو انهن کي ان ڪوڙ جي سببان جيڪو اهي ناهين ٿا، ضرور سزا ڏيندو.

وَقَالُوْا مَا فِیْ بُطُوْنِ هٰذِهِ الْاَنْعَامِ خَالِصَةٌ لِّذُكُوْرِنَا وَمُحَرَّمٌ عَلٰۤى اَزْوَاجِنَا ۚ وَاِنْ يَّكُنْ مَّيْتَةً فَهُمْ فِيْهِ شُرَكَآءُ ؕ سَيَجْزِيْهِمْ وَصْفَهُمْ ؕ اِنَّهٗ حَكِيْمٌ عَلِيْمٌ ﴿١٤٠﴾

١٤٠-۽ اهي چون ٿا تہ جيڪي ڪجھ انهن جانورن جي پيٽ ۾ آهي اهو خاص طور اسانجي مردن جي لاءِ آهي ۽ اسانجي زالن تي حرام ڪيو ويو آهي، ها جيڪڏهن اهو مردهہ هجي تہ اهي(سڀئي)انهيءَ ۾ شريڪ آهن، اهو ضرور انهن جي ڳالھ جي انهن کي سزا ڏيندو ـ ياد رکو تہ اهو حڪمت وارو(۽)ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

قَدْ خَسِرَ الَّذِيْنَ قَتَلُوْۤا اَوْلَادَهُمْ سَفَهًۢا بِغَيْرِ عِلْمٍ وَّحَرَّمُوْا مَا رَزَقَهُمُ اللّٰهُ افْتِرَآءً عَلَى اللّٰهِ ؕ قَدْ ضَلُّوْا وَمَا كَانُوْا مُهْتَدِيْنَ ﴿١٤١﴾ ع ١٦

١٤١-اهي ماڻهو جن پنهنجي اولاد کي بي وقوفيءَ سان بغير علم جي قتل ڪري ڇڏيو آهي ۽ جيڪي ڪجھ اللّٰه انهن کي ڏنو هو انهيءَ کي اللّٰه تي ڪوڙ مڙهيندي(پاڻ تي) حرام ڪري ڇڏيو آهي.اهي نقصان حاصل ڪرڻ وارا ٿي ويا آهن ۽ گمراهہ ٿي ويا آهن ۽ اهي هدايت حاصل ڪرڻ وارن مان نہ (ٿيا).

وَهُوَ الَّذِیْۤ اَنْشَاَ جَنّٰتٍ مَّعْرُوْشٰتٍ وَّ غَيْرَ مَعْرُوْشٰتٍ وَّ النَّخْلَ وَالزَّرْعَ

١٤٢-اهو(خدا)ئي آهي جنهن ڪاٺين جي سهاري بيهڻ وارن باغن ۽ بغير ٽيڪ بيهڻ وارن باغن ۽ کجين ۽ پوکون جن جا مزا

مُخْتَلِفًا اُكُلُهٗ وَالزَّيْتُوْنَ وَالرُّمَّانَ مُتَشَابِهًا وَّغَيْرَ مُتَشَابِهٍ ؕ كُلُوْا مِنْ ثَمَرِهٖۤ اِذَاۤ اَثْمَرَ وَاٰتُوْا حَقَّهٗ يَوْمَ حَصَادِهٖ ۖ وَلَا تُسْرِفُوْا ؕ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُسْرِفِيْنَ ﴿۱۴۲﴾

مختلف آهن ۽ زيتون ۽ ڏاڙهن ڪي اهڙيءَ صورت ۾ جو اهي(پاڻ ۾)هڪ جهڙا(به) آهن ۽(ڪن صورتن ۾)نه(به)پيدا ڪيو آهي توهان جڏهن انهن وڻن ۾ ڦُر لڳي ته انهن جو ڦر کائو ۽ انهن جي واڍيءَ جي ڏينهن انهيءَ(خدا)جو حق① ادا ڪيو،۽ اسراف ڪان ڪم نه وٺو ڇو جو هو اسراف ڪان ڪم وٺڻ وارن کي پسند نه ٿو ڪري.

وَمِنَ الْاَنْعَامِ حَمُوْلَةً وَّفَرْشًا ؕ كُلُوْا مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ وَلَا تَتَّبِعُوْا خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ ؕ اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿۱۴۳﴾

**۱۴۳**ـ۽ چوپاين مان لاڏو جانور به آهن ۽ ننڍا به آهن. اللّٰه جيڪي ڪجهه توهان کي ڏنو آهي توهان انهيءَ مان کائو ۽ شيطان سان گڏوگڏ نه هلو، هُو يقيناً توهان جو ظاهر (ظهور)دشمن آهي.

ثَمٰنِيَةَ اَزْوَاجٍ ۚ مِنَ الضَّاْنِ اثْنَيْنِ وَمِنَ الْمَعْزِ اثْنَيْنِ ؕ قُلْ ءٰۤالذَّكَرَيْنِ حَرَّمَ اَمِ الْاُنْثَيَيْنِ اَمَّا اشْتَمَلَتْ عَلَيْهِ اَرْحَامُ الْاُنْثَيَيْنِ ؕ نَبِّئُوْنِيْ بِعِلْمٍ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿۱۴۴﴾

**۱۴۴**ـ(انهيءَ)اُنن جوڙن کي(پيدا ڪيو آهي) گهيٽن مان ٻن کي،۽ ٻڪرن مان ٻن کي، تون انهن کي چؤ ته ڇا انهيءَ ٻن نرن کي حرام ڪيو آهي يا ٻن مادين کي،يا مادين جي رحمن جنهن شيءِ کي به(پنهنجي اندر) سانديو آهي(انهيءَ کي حرام ڪيو آهي) جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته مون کي ڪنهن علم جي بنياد تي(هي ڳالهه)ٻڌايو.

وَمِنَ الْاِبِلِ اثْنَيْنِ وَمِنَ الْبَقَرِ اثْنَيْنِ ؕ قُلْ

**۱۴۵**ـ۽(انهيءَ)اُنن مان ٻن کي ۽ ڳئن مان

**۱**ـ يعني غريبن جي مدد ڪريو.

ءٰٓالذَّكَرَيْنِ حَرَّمَ اَمِ الْاُنْثَيَيْنِ اَمَّا اشْتَمَلَتْ عَلَيْهِ اَرْحَامُ الْاُنْثَيَيْنِ ۭ اَمْ كُنْتُمْ شُهَدَاۗءَ اِذْ وَصّٰىكُمُ اللّٰهُ بِھٰذَا ۚ فَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰي عَلَي اللّٰهِ كَذِبًا لِّيُضِلَّ النَّاسَ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ١٤٥ ع ١٧

بن کي(پيدا ڪيو آهي)تون انهن کي چؤ ته چا انهيءَ ٻنهي نرن کي حرام ڪيو آهي يا ٻنهي مادين کي يا مادين جي رحمن جنهن شيءَ کي ٻه(پنهنجي اندر)سانڍيو آهي (چؤ)چا توهان انهيءَ وقت جڏهن توهان کي اللّٰه انهيءَ(اس)جو حڪم ڏنو هو موجود هئا (جيڪڏهن نه ته)پوءِ انهيءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو جاڻي ٻجهي اللّٰه تي انهيءَ ڪري ڪوڙ مڙهي ته ماڻهن کي بغير علم جي گمراهه ڪري ڇڏي.اللّٰه ظالم ماڻهن کي يقيناً راهه نٿو ڏيکاري.

قُلْ لَّآ اَجِدُ فِيْ مَآ اُوْحِيَ اِلَيَّ مُحَرَّمًا عَلٰي طَاعِمٍ يَّطْعَمُهٗٓ اِلَّآ اَنْ يَّكُوْنَ مَيْتَةً اَوْ دَمًا مَّسْفُوْحًا اَوْ لَحْمَ خِنْزِيْرٍ فَاِنَّهٗ رِجْسٌ اَوْ فِسْقًا اُهِلَّ لِغَيْرِ اللّٰهِ بِهٖ ۚ فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ بَاغٍ وَّلَا عَادٍ فَاِنَّ رَبَّكَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ١٤٦

١٤٦-تون انهن کي چؤ ته جيڪي ڪجهه مون ڏانهن نازل ڪيو ويو آهي مان ته انهيءَ مان انهيءَ شخص تي جيڪو ڪنهن شيءَ کي کائڻ چاهي سواءِ مردهه يا وهندڙ رت يا سُوّر جي گوشت کان ڪا شيءَ حرام نٿو ڏسان. (سُوّر جو گوشت) انهيءَ ڪري جو اهو پَلِيتُ آهي.يا فسق کي(حرام سمجهان ٿو)يعني انهيءَ شيءَ کي جنهن تي خدا کان سواءِ ڪنهن ٻي شيءَ جو نالو ورتو ويو هجي.پر جيڪو شخص (انهيءَ ① جي کائڻ تي)مجبور ٿي وڃي

١-يعني جو ڪجهه اسلام ۾ حلال آهي اُهو ملڪ ۾ نه ملي ۽ پوءِ هي اوترو ئي کائي جنهن سان

سواءِ انهيءَ جي جو اهو(شريعت جو) مقابلو ڪرڻ وارو هجي يا حد کان نڪرڻ وارو هجي ته(اهو ياد رکي ته)تنهنجو رب يقيناً ڏاڍو بخشڻ① وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَعَلَى الَّذِيْنَ هَادُوْا حَرَّمْنَا كُلَّ ذِيْ ظُفُرٍ ۚ وَمِنَ الْبَقَرِ وَالْغَنَمِ حَرَّمْنَا عَلَيْهِمْ شُحُوْمَهُمَآ اِلَّا مَا حَمَلَتْ ظُهُوْرُهُمَآ اَوِ الْحَوَايَآ اَوْ مَا اخْتَلَطَ بِعَظْمٍ ۭ ذٰلِكَ جَزَيْنٰهُمْ بِبَغْيِهِمْ ۖ وَاِنَّا لَصٰدِقُوْنَ ۝۱۴۷

۱۴۷-۽ جيڪي ماڻهو يهودي آهن اسان انهن تي هر هڪ ننهن② وارو جانور حرام ڪري ڇڏيو هو ۽ ڳئون(ڏاند)۽ رڍ (ٻڪري)مان اسان انهن تي انهن ٻنهي جون چربيون سواءِ انهيءَ(چربيءَ)جي جيڪا انهن جي پٺيءَ يا آنڊن تي هجي يا جيڪا هڏيءَ سان ڳنڍيل هجي،حرام③ ڪري ڇڏي هئي، هيءَ اسان انهن کي انهن جي نافرمانيءَ جي سببان سزا ڏني هئي ۽ اسان يقيناً سچا آهيون.

فَاِنْ كَذَّبُوْكَ فَقُلْ رَّبُّكُمْ ذُوْ رَحْمَةٍ وَّاسِعَةٍ ۚ وَلَا يُرَدُّ بَاْسُهٗ عَنِ الْقَوْمِ الْمُجْرِمِيْنَ ۝۱۴۸

۱۴۸-پوءِ جيڪڏهن اهي توکي ڪوڙو ڪن ته تون(انهن کي)چؤ ته توهان جو رب وسيع رحمت وارو آهي ۽ انهيءَ جو عذاب مجرم ماڻهن کان هٽائي نٿو سگهجي.

سَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا لَوْ شَاۗءَ اللّٰهُ مَآ

۱۴۹-جن شرڪ ڪيو آهي ضرور چوندا ته

**(باقي حاشيو)** سوٽ تري وڃي.

۱-يعني ان جي ڪا پڪڙ نه ٿيندي.

۲-يعني شڪاري جانور.

۳-ڏسو احبار باب ۳ آيت ۱۴ تا ۱۷.

اَشْرَكْنَا وَلَآ اٰبَآؤُنَا وَلَا حَرَّمْنَا مِنْ شَيْءٍ ۭ كَذٰلِكَ كَذَّبَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ حَتّٰى ذَاقُوْا بَاْسَنَا ۭ قُلْ هَلْ عِنْدَكُمْ مِّنْ عِلْمٍ فَتُخْرِجُوْهُ لَنَا ۭ اِنْ تَتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَاِنْ اَنْتُمْ اِلَّا تَخْرُصُوْنَ ﴿١٤٩﴾

جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها تہ نہ اسان (۽) نہ اسانجا ابا ڏاڏا (ڪڏهن) شرڪ ڪن ها ۽ نہ ڪنهن شيءِ کي حرام ڪن ها جيڪي انهن کان پهرين (گذريل) آهن انهن (بہ) اهڙيءَ طرح (اسانجي وحيءَ کي) انهيءَ وقت تائين جو انهن اسان جي عذاب کي چکي ① نہ ورتو، ڪوڙو ڪيو هو ـ تون انهن کي چؤ تہ ڇا توهان وٽ ڪو اهڙو علم آهي جو توهان انهيءَ کي اسان جي خاموش ڪرڻ جي لاءِ پيش ڪري سگهو. توهان گمان کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ جي پيروي نہ ٿا ڪيو ۽ توهان صرف اٽڪل سان ڳالهيون ڪيو ٿا.

قُلْ فَلِلّٰهِ الْحُجَّةُ الْبَالِغَةُ ۚ فَلَوْ شَآءَ لَهَدٰىكُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿١٥٠﴾

**١٥٠**ـتون چؤ(توهانجون بي عقليءَ جون ڳالهيون ٻڌائين ٿيون) تہ اثر ڪرڻ وارو دليل اللّٰه جي ئي قبضي ۾ آهي، ۽ جيڪڏهن اهو چاهي ها تہ توهان سڀني کي هدايت ڏئي ڇڏي ها.

قُلْ هَلُمَّ شُهَدَآءَكُمُ الَّذِيْنَ يَشْهَدُوْنَ اَنَّ اللّٰهَ حَرَّمَ هٰذَا ۚ فَاِنْ شَهِدُوْا فَلَا تَشْهَدْ مَعَهُمْ ۚ وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَآءَ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا

**١٥١**ـتون(انهن کي)چؤ تہ پنهنجن انهن شاهدن کي سڏيو جيڪي هيءَ شاهدي ڏين تہ اللّٰه انهيءَ (يعني فلاڻي فلاڻي) شيءِ کي حرام ڪيو آهي پوءِ جيڪڏهن اهي

١ ـ حتّٰـــى جو لفظ آيت ۾ آهي ۽ اڙدوءَ ۾ ان جو ترجمو لفظ "نہ" جي واڌاري سان ٿيندو آهي ان ڪري اسان ان کي وڌائي ڇڏيو آهي.

بِاٰيٰتِنَا وَالَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ وَهُمْ بِرَبِّهِمْ يَعْدِلُوْنَ ﴿١٥١﴾ ع ١٨

اهڙي شاهدي ڏين ته انهن سان (شامل ٿي ڪري) تون شاهدي نه ڏي ۽ انهن ماڻهن جي خواهشن جي پيروي نه ڪر جيڪي اسانجي آيتن کي ڪوڙو ڪري چڪا آهن ۽ جيڪي ماڻهو پوءِ اچڻ وارين (ڳالهين)تي ايمان نه ٿا آڻين ۽ اهي پنهنجي رب جا شريڪ(به)بڻائين ٿا.

قُلْ تَعَالَوْا اَتْلُ مَا حَرَّمَ رَبُّكُمْ عَلَيْكُمْ اَلَّا تُشْرِكُوْا بِهٖ شَيْـًٔا وَّبِالْوَالِدَيْنِ اِحْسَانًا ۚ وَلَا تَقْتُلُوْٓا اَوْلَادَكُمْ مِّنْ اِمْلَاقٍ ۭ نَحْنُ نَرْزُقُكُمْ وَاِيَّاهُمْ ۚ وَلَا تَقْرَبُوا الْفَوَاحِشَ مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَمَا بَطَنَ ۚ وَلَا تَقْتُلُوا النَّفْسَ الَّتِيْ حَرَّمَ اللّٰهُ اِلَّا بِالْحَقِّ ۭ ذٰلِكُمْ وَصّٰىكُمْ بِهٖ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿١٥٢﴾

**١٥٢**-تون(انهن کي)چُوَ ته اچو جيڪي توهانجي رب توهانتي حرام ڪيو آهي مان توهان کي پڙهي ٻڌايان(انهيءَ جو حڪم آهي) ته توهان انهيءَ سان ڪنهن شيءِ کي شريڪ نه ڪيو،۽ والدين سان احسان ڪيو ۽ مفلس ٿي وڃڻ جي ڊپ کان پنهنجي اولاد کي قتل نه ڪيو اسان توهان کي به رزق ڏيون ٿا ۽ انهن کي به ۽ بدين جي(بلڪل) ويجهو نه وڃو. نه انهن مان ظاهر(بدين)جي نه لڪل (بدين) جي ۽ هي ته انهيءَ نفس کي جنهن کي (قتل ڪرڻ)اللّٰه منع فرمايو آهي(شريعت يا قانون جي)اجازت کانسواءِ قتل نه ڪيو.اللّٰه انهيءَ ڳالهه جو توهان کي تاڪيدي حڪم ڏئي ٿو انهيءَ لاءِ ته توهان (بدين کان)باز اچو.

وَلَا تَقْرَبُوْا مَالَ الْيَتِيْمِ اِلَّا بِالَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ حَتّٰى يَبْلُغَ اَشُدَّهٗ ۚ وَاَوْفُوا الْكَيْلَ

**١٥٣**-۽(هيءُ حڪم ڏئي ٿو ته)توهان يتيم جي مال جي ويجهو انهيءَ جي جوانيءَ کي پهچڻ تائين بي احتياطيءَ سان نه

وَالْمِيْزَانَ بِالْقِسْطِ ۚ لَا نُكَلِّفُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَا ۚ وَاِذَا قُلْتُمْ فَاعْدِلُوْا وَلَوْ كَانَ ذَا قُرْبٰى ۚ وَبِعَهْدِ اللّٰهِ اَوْفُوْا ؕ ذٰلِكُمْ وَصّٰىكُمْ بِهٖ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ﴿۱۵۳﴾

وجوءِ انصاف سان ماپ ۽ تور پوري (پوري) ڏيو. اسان ڪنهن بہ شخص کي انهيءَ جي طاقت کان وڌو حڪم نٿا ڏيون. ۽(هيءُ تہ)جڏهن توهان ڪا(ڳالهہ)چئو تہ ڀلي ڪٿي اهو شخص (جنهن جي متعلق ڳالهہ چئي ويئي هجي) ويجهو هجي انصاف کان ڪم وٺو ۽ الله جي عهد کي(بہ)پورو ڪيو. اهو هن(ڳالهہ)جو توهان کي انهيءَ ڪري تاڪيد ڪري ٿو تہ توهان کي نصيحت حاصل ٿئي.

وَاَنَّ هٰذَا صِرَاطِيْ مُسْتَقِيْمًا فَاتَّبِعُوْهُ ۚ وَلَا تَتَّبِعُوا السُّبُلَ فَتَفَرَّقَ بِكُمْ عَنْ سَبِيْلِهٖ ؕ ذٰلِكُمْ وَصّٰىكُمْ بِهٖ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿۱۵۴﴾

**١٥٤۔**۽ هي يقيناً منهنجو سڌو رستو آهي، پوءِ انهيءَ جي پيروي ڪيو ۽ مختلف رستن جي پنيان نہ پئو.نہ تہ اهي توهان کي انهيءَ (خدا)جي رستي کان هيڏانهن هوڏانهن وٺي ويندا هو انهيءَ(ڳالهہ)جي توهان کي انهيءَ ڪري تاڪيد ڪري ٿو تہ توهان متقي ٿي وڃو.

ثُمَّ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ تَمَامًا عَلَى الَّذِيْٓ اَحْسَنَ وَتَفْصِيْلًا لِّكُلِّ شَيْءٍ وَّهُدًى وَّرَحْمَةً لَّعَلَّهُمْ بِلِقَآءِ رَبِّهِمْ يُؤْمِنُوْنَ ﴿۱۵۵﴾ ع

**١٥٥۔**۽ جنهن نيڪيءُ کي اختيار ڪيو آهي انهيءَ تي(نعمت کي)پوري ڪرڻ ۽ هر هڪ امر جي وضاحت ڪرڻ جي لاءِ ۽ هدايت ڏيڻ ۽ رحم ڪرڻ جي غرض سان اسان موسيٰ کي ڪتاب ڏنو هو انهيءَ لاءِ تہ اُهي پنهنجي رب جي ملاقات تي ايمان آڻين.

وَهٰذَا كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ مُبٰرَكٌ فَاتَّبِعُوْهُ

**١٥٦۔**۽ هي(قرآن)اهڙو ڪتاب آهي جنهن کي اسان نازل ڪيو آهي(۽ هي)برڪت

وَاتَّقُوْا لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿١٥٦﴾

وارو آهي.پوءِ هن جي پيروي ڪيو ۽ تقويٰ اختيار ڪيو، انهيءَ لاءِ ته توهان تي رحم ڪيو وڃي.

اَنْ تَقُوْلُوْٓا اِنَّمَآ اُنْزِلَ الْكِتٰبُ عَلٰى طَآىِٕفَتَيْنِ مِنْ قَبْلِنَا ۠ وَاِنْ كُنَّا عَنْ دِرَاسَتِهِمْ لَغٰفِلِيْنَ ﴿١٥٧﴾

**١٥٧**۔(ته ائين نه ٿئي)ته توهان(ڪنهن ڏينهن هي)چئو ته اسان کان پهرين صرف ٻن ① جماعتن تي ڪتاب نازل ڪيو ويو هو ۽ اسان انهن(جي ڪتابن)جي پڙهڻ کان بلڪل غافل هئاسين.

اَوْ تَقُوْلُوْا لَوْ اَنَّآ اُنْزِلَ عَلَيْنَا الْكِتٰبُ لَكُنَّآ اَهْدٰى مِنْهُمْ ۚ فَقَدْ جَآءَكُمْ بَيِّنَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ ۚ فَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ كَذَّبَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَصَدَفَ عَنْهَا ۭ سَنَجْزِى الَّذِيْنَ يَصْدِفُوْنَ عَنْ اٰيٰتِنَا سُوْٓءَ الْعَذَابِ بِمَا كَانُوْا يَصْدِفُوْنَ ﴿١٥٨﴾

**١٥٨**۔يا(ائين نه)چئو ته جيڪڏهن اسان تي ڪتاب نازل ڪيو وڃي ها ته اسان يقيناً انهن کان وڌيڪ هدايت حاصل ڪيون ها. سو توهان جي رب جي طرفان توهان وٽ کليل دليل ۽ هدايت ۽ رحمت اچي ويئي آهي.پوءِ(ياد رکو ته)جنهن اللّٰه جي آيتن کي ڪوڙو ڪيو ۽ انهن(تي ايمان آڻڻ)کان رڪيو رهيو،انهيءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿيندو.اسان ضرور انهن کي جيڪي اسان جن آيتن(تي ايمان آڻڻ)کان رڪجن ٿا انهن جي رڪجڻ سببان تڪليف ڏيندڙ عذاب جي سزا ڏينداسين.

هَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّآ اَنْ تَاْتِيَهُمُ الْمَلٰٓىِٕكَةُ اَوْ

**١٥٩**۔اهي صرف انهيءَ امر جو انتظار ڪري

١۔يعني يهودين ۽ عيسائين تي.هي جاهل مشرڪن جو خيال هو.نه ته مسيحؑ خود چوي ٿو ته هو توريت کي قائم ڪرڻ لاءِ آيو آهي ۽ ڪا نئين شريعت ناهي آندي(متي باب ٥ آيت ١٧) يعني انجيل ڪو شريعت جو ڪتاب ناهي.

يَأۡتِيَ رَبُّكَ اَوۡ يَأۡتِيَ بَعۡضُ اٰيٰتِ رَبِّكَ ؕ يَوۡمَ يَاۡتِىۡ بَعۡضُ اٰيٰتِ رَبِّكَ لَا يَنۡفَعُ نَفۡسًا اِيۡمَانُهَا لَمۡ تَكُنۡ اٰمَنَتۡ مِنۡ قَبۡلُ اَوۡ كَسَبَتۡ فِىۡۤ اِيۡمَانِهَا خَيۡرًا ؕ قُلِ انْتَظِرُوۡۤا اِنَّا مُنۡتَظِرُوۡنَ ﴿١٥٩﴾

رهيا آهن ته انهن وٽ فرشتا اچن يا تنهنجو رب اچي يا تنهنجي رب جا ڪي نشان اچن. جنهن ڏينهن تنهنجي رب جا ڪي نشان ظاهر ٿيندا(انهيءَ ڏينهن)ڪنهن نفس کي جيڪو انهيءَ کان پهرين ايمان نه آڻي چڪو هوندو. يا پنهنجي ايمان جي سببان خير نه حاصل ڪري چڪو هوندو،انهيءَ جو ايمان آڻڻ نفعو نه ڏيندو. تون چؤ ته توهان انتظار ڪيو،اسان به يقيناً انتظار ڪري رهياآهيون.

اِنَّ الَّذِيۡنَ فَرَّقُوۡا دِيۡنَهُمۡ وَكَانُوۡا شِيَعًا لَّسۡتَ مِنۡهُمۡ فِىۡ شَىۡءٍ ؕ اِنَّمَاۤ اَمۡرُهُمۡ اِلَى اللّٰهِ ثُمَّ يُنَبِّئُهُمۡ بِمَا كَانُوۡا يَفۡعَلُوۡنَ ﴿١٦٠﴾

**١٦٠**-جن ماڻهن پنهنجي دين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو ۽ ٽولا ٽولا ٿي ويا آهن تنهن جو انهن سان ڪو به تعلق نه آهي. انهن جو معاملو ته صرف الله جي هٿ ۾ آهي پوءِ جيڪي ڪجهه اهي ڪندا هئا هو انهيءَ جي انهن کي خبر ڏيندو.

مَنۡ جَآءَ بِالۡحَسَنَةِ فَلَهٗ عَشۡرُ اَمۡثَالِهَا ۚ وَمَنۡ جَآءَ بِالسَّيِّئَةِ فَلَا يُجۡزٰۤى اِلَّا مِثۡلَهَا وَهُمۡ لَا يُظۡلَمُوۡنَ ﴿١٦١﴾

**١٦١**-جن نيڪي ڪئي آهي، انهيءَ (نيڪيءَ) کان ڏهوڻو انهن جو حق هوندو. ۽ جن بدي ڪئي آهي انهن کي صرف اوتري ئي سزا ڏني ويندي ۽ انهن تي ظلم نه ڪيو ويندو.

قُلۡ اِنَّنِىۡ هَدٰٮنِىۡ رَبِّىۡۤ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ۚ دِيۡنًا قِيَمًا مِّلَّةَ اِبۡرٰهِيۡمَ حَنِيۡفًا ۚ وَمَا كَانَ مِنَ الۡمُشۡرِكِيۡنَ ﴿١٦٢﴾

**١٦٢**-تون (انهن کي)چؤ ته مون کي منهنجي رب يقيناً سڌي رستي ڏانهن رهنمائي ڪئي آهي اهڙي دين جي طرف جيڪو بغير ڪنهن ڏِنگ جي آهي. يعني ابراهيم

قُلۡ اِنَّ صَلَاتِیۡ وَنُسُکِیۡ وَمَحۡیَایَ وَمَمَاتِیۡ لِلّٰهِ رَبِّ الۡعٰلَمِیۡنَ ﴿١٦٣﴾

لَا شَرِیۡکَ لَهٗ ۚ وَبِذٰلِکَ اُمِرۡتُ وَاَنَا اَوَّلُ الۡمُسۡلِمِیۡنَ ﴿١٦٤﴾

قُلۡ اَغَیۡرَ اللّٰهِ اَبۡغِیۡ رَبًّا وَّهُوَ رَبُّ کُلِّ شَیۡءٍ ؕ وَلَا تَکۡسِبُ کُلُّ نَفۡسٍ اِلَّا عَلَیۡهَا ۚ وَلَا تَزِرُ وَازِرَۃٌ وِّزۡرَ اُخۡرٰی ۚ ثُمَّ اِلٰی رَبِّکُمۡ مَّرۡجِعُکُمۡ فَیُنَبِّئُکُمۡ بِمَا کُنۡتُمۡ فِیۡهِ تَخۡتَلِفُوۡنَ ﴿١٦٥﴾

جي دين ڏانهن جيڪو سچائيءَ تي قائم هو ۽ مشرڪن مان نه هو.

**١٦٣-** تون (انهن کي)چؤ ته منهنجي نماز ۽ منهنجي قرباني ۽ منهن جي زندگي ۽ منهنجو موت اللّٰه جي لاءِ ئي آهن جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي.

**١٦٤-**(۽) انهيءَ جو ڪوبه شريڪ ڪونهي ۽ مون کي هن(ڳالهه)جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ مان سڀني کان پهريون فرمانبردار آهيان.

**١٦٥-** تون چؤ ته ڇا مان اللّٰه کان سواءِ (ڪنهن ٻئي کي)رب جي حيثيت ۾ طلب ڪيان دراصل اهو هر هڪ شيءِ جي پرورش ڪرڻ وارو آهي ۽ هر هڪ نفس جيڪي ڪجهه ڪمائي ٿو انهيءَ جو (وبال) انهيءَ تي پوي ٿو ۽ ڪا به بار کڻڻ ①واري (هستي)ٻي(هستيءَ)جو بار نه ٿي کڻي سگهي. پوءِ پنهنجي رب ڏانهن ئي توهان جو موٽڻ ٿيندو. پوءِ هو توهان کي انهيءَ

١-عيسائي هن آيت مان ثابت ڪندا آهن ته ان جو هي مطلب آهي ته ڪوئي گنهگار ڪُفارو نه ٿو ٿي سگهي ۽ اسلامي تعليم جي مطابق صرف مسيحؑ ٻي ڏوهي هو پر وزن کڻڻ واري هستيءَ جي معنيٰ گنهگار جي ناهي بلڪ معنيٰ هيءَ آهي ته جيڪو خدا تعاليٰ جي آڏو جوابدار هجي. ۽ مسيحؑ خود چوي ٿو ته هُو خدا تعاليٰ آڏو جوابدار آهي ۽ اِهو به ته هو بيڏوهي ناهي.(نئون عهد نامو لوقا باب١٨ آيت١٩ ۽ ڏسو متي باب١٩ آيت١٧ ۽ مرقس باب١٠ آيت١٨) ان ڪري هو ڪُفارو نه ٿو ٿي سگهي.

وَهُوَ الَّذِىۡ جَعَلَكُمۡ خَلٰٓـئِفَ الۡاَرۡضِ وَرَفَعَ بَعۡضَكُمۡ فَوۡقَ بَعۡضٍ دَرَجٰتٍ لِّيَبۡلُوَكُمۡ فِىۡ مَاۤ اٰتٰٮكُمۡ‌ ؕ اِنَّ رَبَّكَ سَرِيۡعُ الۡعِقَابِ ۖ وَاِنَّهٗ لَغَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ۝١٦٦

ڳالهہ جي جنهن ۾ توهان اختلاف ڪندا هئا خبر ڏيندو.

**١٦٦۔**۽ اُهوئي آهي جنهن توهان کي دنيا ۾ (پهرين جو)جانشين بڻايو آهي ۽ توهان مان ڪن ڪي ڪن تي درجن ۾ انهيءَ ڪري فوقيت ڏني آهي تہ انهيءَ جيڪي ڪجهہ توهان کي ڏنو آهي، انهيءَ ۾ توهان جي آزمائش ڪري. تنهنجي رب جي سزا يقيناً جلد اچي ويندي آهي ۽ اهو يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

سُوْرَةُ الْاَعْرَافِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَتَانِ وَ سَبْعُ اٰيَاتٍ وَّ اَرْبَعَةٌ وَّ عِشْرُوْنَ رُكُوْعًا

سورت اعراف هيءُ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ٻہ سئو ست آيتون ۽ چوويهہ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان)اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو)

الٓمّٓصٓ ②

٢-مان① اللّٰه سڀني ڳالهين کي ڄاڻ وارو ۽ صادق آهيان.

كِتٰبٌ اُنْزِلَ اِلَيْكَ فَلَا يَكُنْ فِيْ صَدْرِكَ حَرَجٌ مِّنْهُ لِتُنْذِرَ بِهٖ وَ ذِكْرٰى لِلْمُؤْمِنِيْنَ ③

٣-(هيءُ قرآن) هڪ عظيم الشان ڪتاب (آهي جيڪو) تو تي نازل ڪيو ويو آهي(تو خود نہ ٺاهيو آهي)پوءِ تنهنجي سيني ۾ انهيءَ جي سببان ڪا بہ تنگي پيدا نہ ٿئي(انهيءَ جي نازل ڪرڻ جو سبب اهو آهي تہ) تون انهيءَ جي ذريعي سان (مخاطبين کي اچڻ واري عذاب کان) هوشيار ڪر ۽ هي(ڪتاب) مومنن جي لاءِ هڪ ياد دهاني آهي.

اِتَّبِعُوْا مَآ اُنْزِلَ اِلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَلَا تَتَّبِعُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَآءَ ؕ قَلِيْلًا مَّا تَذَكَّرُوْنَ ④

٤-(اسان انهن ماڻهن کي چئون ٿا تہ) جيڪو (ڪلام)توهان ڏانهن توهانجي رب جي طرفان نازل ڪيو ويو آهي انهيءَ جي تابعداري ڪيو.۽ انهيءَ (خدا) کانسواءِ جيڪي(توهان جي خيال ۾)ٻيا ڪارساز آهن

١-الٓمّٓ جانشين آهي اَنَا اللّٰهُ اَعْلَمُ جو جنهن جي معني آهي "مان اللّٰه سڀ کان وڌيڪ ڄاڻ وارو آهيان" ۽ صٓ جانشين آهي صادق جو،يعني مان صادق آهيان. جيڪا تعليم منهنجي طرفان اچي اها سچ تي مشتمل هوندي آهي. هي حرفَ مقطعات چورائيندا آهن.مقطعات لاءِ ڏسو نوٽ نمبر ا سورت بقره آيت ٢.

انهن جي تابعداري نه ڪيو پر توهان بلڪل ① نصيحت حاصل ٿا ڪيو.

وَكَمْ مِّنْ قَرْيَةٍ أَهْلَكْنَٰهَا فَجَآءَهَا بَأْسُنَا بَيَٰتًا أَوْ هُمْ قَآئِلُونَ ⑤

**٥-** ۽ ڪيترائي ڳوٺ اهڙا آهن جن کي اسان تباهه ڪري ڇڏيو(جنهن جي تفصيل هيءَ آهي ته)انهن وٽ اسان جو عذاب رات جو سُتَل هوندي يا (مَنجَهند جو)آرام ڪندي آيو.

فَمَا كَانَ دَعْوَىٰهُمْ إِذْ جَآءَهُم بَأْسُنَآ إِلَّآ أَن قَالُوٓا۟ إِنَّا كُنَّا ظَٰلِمِينَ ⑥

**٦-** سو انهيءَ وقت جڏهن انهن وٽ اسان جو عذاب آيو.انهن جي زبان تي صرف هي جملو هو ته اسان يقيناً ظالم هئاسون.

فَلَنَسْـَٔلَنَّ ٱلَّذِينَ أُرْسِلَ إِلَيْهِمْ وَلَنَسْـَٔلَنَّ ٱلْمُرْسَلِينَ ⑦

**٧-** پوءِ اسان انهن ماڻهن کان(به)ضرور پڇنداسين جن ڏانهن رسول موڪليا ويا هئا ۽ اسان رسولن کان به ضرور پڇنداسين.

فَلَنَقُصَّنَّ عَلَيْهِم بِعِلْمٍ وَمَا كُنَّا غَآئِبِينَ ⑧

**٨-** پوءِ اسان ضرور انهن جي اڳيان پنهنجي علم جي مطابق حقيقت بيان ڪنداسين ۽ اسان ڪڏهن به انهن ماڻهن کان غائب نه ٿياسين (هميشه انهن جا حالات ڏسندا هئاسين).

وَٱلْوَزْنُ يَوْمَئِذٍ ٱلْحَقُّ ۚ فَمَن ثَقُلَتْ مَوَٰزِينُهُۥ فَأُو۟لَٰٓئِكَ هُمُ ٱلْمُفْلِحُونَ ⑨

**٩-**۽ هن(يعني قيامت جي)ڏينهن سڀني عملن جو وزن ڪرڻ هڪ ثابت ٿيل حقيقت آهي جن② جا وزن ڳرا ٿيا اهي ماڻهو بامراد(ماڻهن ۾ شامل)ٿيندا.

وَمَنْ خَفَّتْ مَوَٰزِينُهُۥ فَأُو۟لَٰٓئِكَ ٱلَّذِينَ

**١٠-**۽ جن جا وزن هلڪا ٿيا ته (سمجهو ته)

---

١ـ قَلِيْلاً جي لفظي معنيٰ ته ٿورڙي جي آهي. پر محاوري ۾ ان جي معنيٰ بلڪل نه هجڻ جي هوندي آهي.

٢ـعربيءَ ۾ فاء آهي جنهن جي معنيٰ ”ان ڪري“ جي آهي پر اڙدوءَ ۾ ان جي ضرورت ناهي. مضمون جملي جي بناوت مان معلوم ٿي ويندو آهي ته هيءَ ڳالهه پهرين ڳالهه جو نتيجو آهي.

خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ بِمَا كَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يَظْلِمُوْنَ ⑩

اهڙا ماڻهو پنهنجي جانين جي معاملي ۾ نقصان حاصل ڪرڻ وارا آهن(۽ انهن پنهنجي جانين کي گهاٽي ۾ وڌو آهي) هيُ انهيءَ ڪري ٿيو آهي جو اهي اسانجي آيتن (جي معاملي) ۾ ظلم کان ڪم وٺندا هئا.

وَلَقَدْ مَكَّنّٰكُمْ فِى الْاَرْضِ وَجَعَلْنَا لَكُمْ فِيْهَا مَعَايِشَ ؕ قَلِيْلًا مَّا تَشْكُرُوْنَ ⑪ ع

١١-۽ اسان ضرور توهان کي زمين ۾ طاقت بخشي هئي ۽ انهيءَ ۾ توهانجي لاءِ(قسم قسم جو)زندگيءَ جي گذران جو سامان مقرر ڪيو هو پر توهان شڪر بلڪل ٿورو ٿا ڪيو.

وَلَقَدْ خَلَقْنٰكُمْ ثُمَّ صَوَّرْنٰكُمْ ثُمَّ قُلْنَا لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ ۖ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ اِبْلِيْسَ ؕ لَمْ يَكُنْ مِّنَ السّٰجِدِيْنَ ⑫

١٢-۽ اسان توهان کي( پهرين اڻچاٽل شڪل ۾)پيدا ڪيو هو جنهن کانپوءِ توهان کي (توهان جي مناسب حال)صورتون بخشيون هيون پوءِ ملائڪن کي چيو هو ته آدم جي اطاعت ڪيو،انهيءَ تي فرشتن ته(آدم جي) اطاعت ڪئي پر ابليس(نه ڪئي)اهو اطاعت ڪرڻ وارن مان نه بڻيو.

قَالَ مَا مَنَعَكَ اَلَّا تَسْجُدَ اِذْ اَمَرْتُكَ ؕ قَالَ اَنَا خَيْرٌ مِّنْهُ ۚ خَلَقْتَنِىْ مِنْ نَّارٍ

١٣-(انهيءَ تي خدا هُن کي)چيو ته منهنجي حڪم جي① باوجود توکي سجدو ڪرڻ کان ڪنهن روڪيو② هو.هنَ جواب

١-حڪم سڀني سڌو ملائڪن کي هو.پر جڏهن آفيسر کي حڪم ڏنو وڃي ته ماتحت ان ۾ شامل هوندا آهن قرآن ڪريم ۾ ڪيترائي دفعه ذڪر رسول ڪريم ﷺ جو هوندو آهي پر مراد پاڻ سڳورن جا پوئلڳ هوندا آهن، جيئن فرمايائين ته جڏهن تنهنجي زندگيءَ ۾ تنهنجا ماءُ پيءُ پوڙها ٿي وڃن ته انهن کي اُف به نه چئو. حقيقت هيءَ آهي ته پاڻ سڳورا يتيم هئا. ان مان مراد پاڻ سڳورا نه بلڪ سندن پوئلڳ آهن.

٢-عربيءَ بوليءَ ۾ ڪڏهن ”لا“ واڌارو به هوندو آهي.

وَّ خَلَقْتَهٗ مِنْ طِيْنٍ ⑬

ڏنو ته مان ته انهيءَ (آدم) کان بهتر آهيان تو منهنجي فطرت ۾ باهه رکي آهي ۽ هن جي فطرت ۾ آلي مٽي ① جي صفت رکي آهي.

قَالَ فَاهْبِطْ مِنْهَا فَمَا يَكُوْنُ لَكَ اَنْ تَتَكَبَّرَ فِيْهَا فَاخْرُجْ اِنَّكَ مِنَ الصّٰغِرِيْنَ ⑭

۱۴۔(اللّٰه) فرمايو (جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ته) تون هن (جنت) مان هليو وڃ. ڇو جو تنهنجي لاءِ مناسب نه آهي ته تون انهيءَ ۾ تڪبر کان ڪم وٺين. پوءِ (هتان) نڪري وڃ تون ذليل ماڻهن مان آهين.

قَالَ اَنْظِرْنِيْٓ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ⑮

۱۵۔انهيءَ چيو (اي منهنجا رب!) مون کي اُنهيءَ ڏينهن تائين مهلت ڏي جڏهن اهي اٿاريا ② ويندا.

قَالَ اِنَّكَ مِنَ الْمُنْظَرِيْنَ ⑯

۱۶۔(اللّٰه) جواب ڏنو توکي (تنهنجي ڳُهرَ مطابق) ڍر ڏني وئي آهي.

قَالَ فَبِمَآ اَغْوَيْتَنِيْ لَاَقْعُدَنَّ لَهُمْ

۱۷۔انهيءَ چيو ته ڇاڪاڻ ته تو مون کي تباهه ③ ڪيو آهي، انهيءَ ڪري مان انهن (انسانن)

---

۱۔يعني آلي مٽيءَ وانگر ماڻهو مختلف اخلاق ۾ گهڙجي سگهي ٿو ۽ وٽيس ته ڪنهن وڏي طاقت جو فرمانبردار به ٿي سگهي ٿو پر منهنجي فطرت ۾ تو ناري صفت رکي آهي، ان ڪري مان ڪنهن جو فرمانبردار ٿي نٿو سگهان. عربيءَ جو محاورو آهي خُلِقَ مِنْ عَجَلٍ جنهن جي هيءَ معنيٰ ناهي ته تڪڙ ڪو مادو آهي جنهن سان انسان پيدا ڪيو ويو آهي. بلڪ مراد هي آهي ته انسان جي فطرت ۾ تڪڙ جو مادو آهي. اهڙي طرح هن آيت مان هي مراد ناهي ته ماڻهو مٽيءَ مان پيدا ڪيا ويا آهن ۽ شيطان باهه مان، بلڪ هي مراد آهي ته انسان جي فطرت ۾ هيءَ ڳالهه رکيل آهي ته هو مختلف حالتن ۾ انهن جي مطابق گهڙجي ويندو آهي ۽ شيطان جي فطرت ۾ باهه جهڙو مادو آهي ۽ هو نافرماني ڪندو آهي.

۲۔هي مطلب ناهي ته قيامت تائين ڍَر ڏي بلڪ هيءَ مراد آهي ته روحاني سجاڳي پيدا ٿيڻ تائين مونکي ڍر ڏي.

۳۔ان جو هي مطلب ناهي ته خدا شيطان کي ماري ڇڏيو هو. شيطان ته خود پنهنجي عمل سان پنهنجو پاڻ کي ماريو هو. عربيءَ جو محاورو آهي ته جيڪو نتيجو پيدا ڪري فعل کي به ان ڏانهن منسوب ڪيو ويندو آهي.

صِرَاطَكَ الْمُسْتَقِيْمَ ۝١٦ ثُمَّ لَاٰتِيَنَّهُمْ مِّنْ بَيْنِ اَيْدِيْهِمْ وَمِنْ خَلْفِهِمْ وَعَنْ اَيْمَانِهِمْ وَعَنْ شَمَآئِلِهِمْ ؕ وَلَا تَجِدُ اَكْثَرَهُمْ شٰكِرِيْنَ ۝١٧

جي لاءِ تنهنجي سڌي رستي تي ويهي رهندس.

١٨ـ پوءِ مان انهن وٽ ايندس انهن جي سامهون به ۽ انهن جي پنيان به،انهن جي ساڄي پاسي کان به ۽ انهن جي کابي پاسي کان به(انهيءَ لاءِ ته انهن کي برغلايان)۽ تون انهن مان گھڻن کي شڪر گذار نه لهندين.

قَالَ اخْرُجْ مِنْهَا مَذْءُوْمًا مَّدْحُوْرًا ؕ لَمَنْ تَبِعَكَ مِنْهُمْ لَاَمْلَئَنَّ جَهَنَّمَ مِنْكُمْ اَجْمَعِيْنَ ۝١٨

١٩ـ (اللّٰه)فرمايو،هتان نڪري وڃ تنهنجي هميشه مذمت ڪئي ويندي ۽ تون الٰهي دربار کان تڙيل رهندين.جيڪي(به)انهن(انسانن)مان تنهنجي پيروي ڪندا(مان انهن کي چوان ٿو ته)توهان سڀني سان مان جهنم کي ڀريندس.

وَيٰٓاٰدَمُ اسْكُنْ اَنْتَ وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ فَكُلَا مِنْ حَيْثُ شِئْتُمَا وَلَا تَقْرَبَا هٰذِهِ الشَّجَرَةَ فَتَكُوْنَا مِنَ الظّٰلِمِيْنَ ۝١٩

٢٠ـ ۽ اي آدم ! (مان توکي چوان ٿو ته)تون ۽ تنهنجو ساٿي جنت ۾ رهو.پوءِ توهان جتان وڻيو کائو(۽ پيو①)۽ هن(جهليل ②) وڻ جي ويجهو نه وڃجو نه ته توهان ظالم ٿي ويندؤ.

١ـ هن جملي مان خبر پوي ٿي ته شريعت جو اصل بنياد حلال تي آهي صرف ان شين کان جهليو ويندو آهي جيڪي روحاني ۽ جسماني طور تي هاڃيڪار هونديون آهن.

٢ـ جهليل وڻ منجهان مراد اُهي حڪمَ آهن جن ۾ ڪن ڳالهين کان آدم کي جهليو ويو هو. خاص طور تي ابليس ۽ سندس اولاد سان تعلق رکڻ سان. قرآن ڪريم ۾ لکيل آهي ته شجره طيبه مان مراد سٺا حڪمَ هوندا آهن جيئن فرمائي ٿو: اَلَمْ تَرَ كَيْفَ ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا كَلِمَةً طَيِّبَةً كَشَجَرَةٍ طَيِّبَةٍ (ابراهيم: ٢٥) يعني ڇا توکي خبر ناهي ته اللّٰـــه تعاليٰ ڪهڙي ريت پاڪ ڳالهه جي حالت هڪ پاڪ وڻ جي مثال سان بيان فرمائي آهي ۽ شجره خبيثه مان مراد بڇڙا حڪمَ هوندا آهن جيئن فرمائي ٿو ته:وَمَثَلُ كَلِمَةٍ خَبِيْثَةٍ كَشَجَرَةٍ خَبِيْثَةٍ (ابراهيم: ٢٧) يعني بُري ڳالهه جي حالت بُري وڻ وانگر هوندي آهي ان ڪري هتي به شجره ممنوعه مان مراد اهي حڪمَ آهن جن کان پاسو ڪرڻ لاءِ آدم کي چيو ويو هو ۽ جن منجهان هڪ وڏو حڪم ابليس ۽ سندس اولاد کان بچندي رهڻ جو به هو.

فَوَسْوَسَ لَهُمَا الشَّيْطٰنُ لِيُبْدِيَ لَهُمَا مَاوٗرِيَ عَنْهُمَا مِنْ سَوْاٰتِهِمَا وَقَالَ مَا نَهٰىكُمَا رَبُّكُمَا عَنْ هٰذِهِ الشَّجَرَةِ اِلَّآ اَنْ تَكُوْنَا مَلَكَيْنِ اَوْ تَكُوْنَا مِنَ الْخٰلِدِيْنَ ﴿٢١﴾

**٢١**-ان تي شيطان انهن (ٻنهي يعني آدم ۽ انهيءَ جي ساٿيءَ جي دل) ۾ وسوسو وڌو انهيءَ لاءِ ته جيڪي ڪجهه انهن جي ننگ مان انهن تي لڪايو ويو هو انهيءَ کي ظاهر ڪري ڇڏي ① ۽ چيائين هن وڻ کان توهانجي رب توهان کي صرف انهيءَ لاءِ جهليو آهي ته ڪٿي توهان ٻئي فرشتا نه ٿي وڃو يا توهين ٻئي هميشه جي زندگي ② نه حاصل ڪري وٺو.

وَقَاسَمَهُمَآ اِنِّيْ لَكُمَا لَمِنَ النّٰصِحِيْنَ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-۽ (شيطان) انهن کي قَسَم کڻي کڻي چيو ته مان توهان ٻنهي جو خير خواهه آهيان.

فَدَلّٰىهُمَا بِغُرُوْرٍ ۚ فَلَمَّا ذَاقَا الشَّجَرَةَ بَدَتْ لَهُمَا سَوْاٰتُهُمَا وَطَفِقَا يَخْصِفٰنِ عَلَيْهِمَا مِنْ وَّرَقِ الْجَنَّةِ ۭ وَنَادٰىهُمَا رَبُّهُمَآ اَلَمْ اَنْهَكُمَا عَنْ تِلْكُمَا الشَّجَرَةِ وَاَقُلْ

**٢٣**-پوءِ انهن ٻنهي کي دوکو ڏئي پنهنجي مقام کان هٽائي ڇڏيو. پوءِ جڏهن انهن ٻنهي انهيءَ (جهليل) وڻ مان (ڪجهه) چکي ورتو ته انهن جي اوگهڙ انهن تي ظاهر ٿي پئي ۽ اهي جنت جي زينت ③ جي سامان کي پنهنجي

---

١-بَد خيال جتي انسان کي تباهيءَ ۾ وجهندا آهن اتي انهن جي وسيلي سندس هيٺيون به هن تي کُلنديون آهن.

٢- بُڇڙا وسوسا انسان کي هي ٻڌائيندا آهن ته جن شين کان خدا تعاليٰ انسان کي جهليو آهي انهيءَ ۾ ان جي ترقي ۽ هميشگي آهي. چور چوري ڪندو آهي ته اِهو ئي سمجهندو آهي ته ٻئي جي مال وٺڻ کانسواءِ مان آرام سان نٿو رهي سگهان. رشوت وٺڻ وارو رشوت وٺندو آهي ته اِهو ئي سمجهندو آهي ته رشوت وٺڻ کانسواءِ مونکي ترقي نصيب نه ٿي سگهندي ۽ مان وڏو ٿي نه سگهندس ۽ ماڻهن جو مال کائڻ سان ئي مونکي دير تائين دنيا ۾ رهڻ جو موقعو ملندو.

٣- يعني جڏهن انسان بدي ڪري ويهندو آهي ته سندس ضمير کيس ٻڌائيندو آهي ته ڏس تون ڪيترو هيٺو هُئين هِن ڪم توکي ڪو فائدو نه رسايو ۽ جيڪڏهن تون هي ڪم نه ڪرين ها ته تنهنجو ڪو خاص نقصان نه هو.تڏهن انسان کي هوش ايندو آهي ۽ جنت جي زينت جو سامانن يعني انهن عملن جن جي سببان

لَّكُمَآ اِنَّ الشَّيْطٰنَ لَكُمَا عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿۲۳﴾

ستان چمبڙائڻ لڳا.۽ انهن ٻنهي کي انهن جي رب سڏيو.① (۽ چيو)ڇا مون توهان ٻنهي کي هن وڻ کان جهليو نه هو ۽ اهو نه چيو هوم ته شيطان توهان ٻنهي جو ظاهر ظهور دشمن آهي.

قَالَا رَبَّنَا ظَلَمْنَآ اَنْفُسَنَا ٚ وَاِنْ لَّمْ تَغْفِرْ لَنَا وَتَرْحَمْنَا لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿۲۴﴾

۲۴-انهن ٻنهي چيو، اي اسانجا رب! اسان پنهنجي جانين تي ظلم ڪيو ۽ جيڪڏهن تون اسان کي نه بخشيندين ۽ اسان تي رحم نه ڪندين ته اسان نقصان حاصل ڪرڻ وارن مان ٿي ويندا سين.

قَالَ اهْبِطُوْا بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ ۚ

۲۵-(تڏهن اللّٰـــه)فرمايو.توهان سڀئي هتان هليا ② وڃو.توهان مان ڪي ڪن جا دشمن ٿيندا

**(باقي حاشيو)**انسان جنت ۾ ويندو آهي هو پنهنجي بدن کي ڍڪڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ توبهه سان پنهنجي گناهن کي ڍڪيندو آهي. قرآن ڪريم ۾ وَرَقِ الْـجَـنَّة جا لفظ آهن جنهن جي معنيٰ مفسرن غلطيءَ سان پَنن جي ڪئي آهي حلانڪ ان جي معنيٰ زينت جي به آهي ۽ اِها ئي اسان ڪئي آهي مطلب هي ته جن ڪمن سان جنت ۾ زينت ملندي آهي اهي ڪم آدمؑ ۽ حَوّا ڪرڻ شروع ڪيا ته جيئن انهن جو هيٺائيون لڪي وڃن.

١-هيءَ مراد ناهي ته بدي ڪرڻ وارن ماڻهن کي حقيقت ۾ ڪو لفظي الهام ٿيندو آهي بلڪ مراد هيءَ آهي ته جڏهن انسان جي دل ۾ شرم ۽ ندامت پيدا ٿيندي آهي ته ان جي سچي فطرت ان کي ٻڌائيندي آهي ته جو ڪجهه خداتعاليٰ چيو هو اُهو سچ هو ۽ جو ڪجهه هُن ڪيو آهي اُهو غلط هو تڏهن هو دعائن ۽ استغفار ۾ لڳي ويندو آهي ۽ خدا جو فضل حاصل ڪري وٺندو آهي.

٢-هن آيت مان معلوم ٿئي ٿو ته اڳ ۾ جن شيطانن جو ذڪر آهي اُهي انسان ئي هئا ڇاڪاڻ ته هن آيت مان ثابت آهي ته انسانن ۽ شيطانن کي گڏ نڪرڻ جو حڪم هو ۽ هي خبر ڏني وئي هئي ته هو هڪ ٻئي جي دشمني ڪندا رهندا.اسان ڏسندا آهيون ته هن دنيا ۾ انسان ئي نظر ايندا آهن شيطان ته اسانکي نظر ڪونه ٿا اچن.پوءِ هن دنيا ۾ انسان ئي انسانن سان دشمنيون ڪري رهيا آهن،شيطانن جو ڪو الڳ گروهه نظر نٿو اچي جيڪو انسانن سان دشمنيون ڪندو هجي.

وَلَكُمْ فِي الْاَرْضِ مُسْتَقَرٌّ وَّمَتَاعٌ اِلٰى حِيْنٍ ﴿٢٥﴾

۽ توهان جي لاءِ هن ئي زمين ۾ ٽڪاڻو ① هوندو ۽ ڪجهه مدت تائين فائدو حاصل ڪرڻ (مقدر) هوندو.

قَالَ فِيْهَا تَحْيَوْنَ وَفِيْهَا تَمُوْتُوْنَ وَمِنْهَا تُخْرَجُوْنَ ﴿٢٦﴾ ع

٢٦-(پوءِ) فرمايائين، هن ئي زمين ۾ توهان زنده رهندؤ ۽ انهيءَ ۾ توهان مرندؤ ۽ انهيءَ مان توهان ڪڍيا ② ويندؤ.

يٰبَنِيْٓ اٰدَمَ قَدْ اَنْزَلْنَا عَلَيْكُمْ لِبَاسًا يُّوَارِيْ سَوْاٰتِكُمْ وَرِيْشًا ۭ وَلِبَاسُ التَّقْوٰى ۙ ذٰلِكَ خَيْرٌ ۭ ذٰلِكَ مِنْ اٰيٰتِ اللّٰهِ لَعَلَّهُمْ يَذَّكَّرُوْنَ ﴿٢٧﴾

٢٧-اي آدم جي اولاد! اسان توهان جي لاءِ هڪ اهڙو لباس پيدا ③ ڪيو آهي جيڪو توهان جي لڪائڻ وارن جڳهن کي لڪائيندو آهي ۽ زينت (جو موجب به) آهي ۽ تقويٰ جو لباس (ته) سڀ کان بهتر لباس آهي. هي (لباس جو حڪم) اللّٰه جي حڪمن مان آهي

١-هيءَ آيت به ٻڌائي ٿي ته هتي انسانن جو ئي ذڪر آهي ۽ ابليس ۽ ان جي پوئلڳن مان مراد به ڪئي قسم جا انسان آهن ڇاڪاڻ ته فرمائي ٿو ته انسان ابليس ۽ ان جا پوءِ لڳ انهيءَ دنيا ۾ رهندا ۽ انهيءَ دنيا ۾ ڪم ڪندا ۽ هن دنيا ۾ رهڻ وارا ۽ ڪم ڪرڻ وارا ماڻهو ئي ماڻهو نظر اچن ٿا.

٢-هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته ڪو انسان هن زمين کان ٻاهر نٿو وڃي سگهي ۽ نه آسمان تي وڃي سگهي ٿو جهڙوڪ غلطيءَ سان ماڻهو حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ حضرت ادريس عليه السلام جي بابت هي عقيدو رکن ٿا ته هو آسمان تي هليا ويا ۽ جيڪڏهن اُهي ٻئي آسمان تي وينا آهن ته يا ته هيءَ آيت غلط آهي ته توهان انهيءَ زمين ۾ زنده رهندؤ يا پوءِ عيسيٰ ۽ ادريس انسان نه هئا. هن آيت مان هي به ثابت آهي ته عيسيٰ ۽ ادريس ۽ تمام اهڙا انسان جن جي باري ۾ چيو وڃي ٿو ته اُهي آسمان تي آهن، انهيءَ زمين تي زندگي گذاريندا انهيءَ ۾ دفن ٿيندا ۽ انهيءَ مان ٻيهر زنده ٿي اُٿندا.

٣- اَنْزَلْنَا قرآن مجيد ۾ پيدا ڪرڻ جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿيندو آهي ان ڳالهه تي بطور دليل ته اُها شيءِ خدا تعاليٰ جي حڪم سان ظاهر ٿي آهي جهڙوڪ هن آيت ۾ فرمائي ٿو: اَنْزَلْنَا الْحَدِيْدَ (الحديد: ٢٩) اهڙي طرح فرمائي ٿو قَدْ اَنْزَلَ اللّٰهُ اِلَيْكُمْ ذِكْرًا رَّسُوْلًا (الطلاق: ١١-١٢) ته اللّٰه توهان تي رسول نازل ڪيو آهي حقيقت ۾ مراد هي آهي ته رسول پيدا ڪيو آهي.

يٰبَنِيٓ اٰدَمَ لَا يَفْتِنَنَّكُمُ الشَّيْطٰنُ كَمَآ اَخْرَجَ اَبَوَيْكُمْ مِّنَ الْجَنَّةِ يَنْزِعُ عَنْهُمَا لِبَاسَهُمَا لِيُرِيَهُمَا سَوْاٰتِهِمَا ؕ اِنَّهٗ يَرٰىكُمْ هُوَ وَقَبِيْلُهٗ مِنْ حَيْثُ لَا تَرَوْنَهُمْ ؕ اِنَّا جَعَلْنَا الشَّيٰطِيْنَ اَوْلِيَآءَ لِلَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿۲۸﴾

انهيءَ لاءِ ته توهان نصيحت حاصل ڪيو.

**۲۸**-اي آدم جي اولاد! شيطان توهان کي (اللّٰه جي راهه کان) برغلائي نه ڇڏي جهڙيءَ طرح انهيءَ توهان جي والدين کي جنت مان ڪڍيو هو، انهن ٻنهي کان انهن جو لباس انهيءَ ڦري ورتو هو انهيءَ لاءِ ته انهن تي انهن جي لڪائڻ واريون شيون ظاهر ڪري ڇڏي. هُو ۽ انهيءَ جو قبيلو① توهان کي اتان ڏسن ٿا جتان توهان انهن کي نٿا ڏسو. اسان شيطانن کي ڪافرن جو دوست بڻايو② آهي.

وَاِذَا فَعَلُوْا فَاحِشَةً قَالُوْا وَجَدْنَا عَلَيْهَآ اٰبَآءَنَا وَاللّٰهُ اَمَرَنَا بِهَا ؕ قُلْ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَاْمُرُ بِالْفَحْشَآءِ ؕ اَتَقُوْلُوْنَ عَلَى اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿۲۹﴾

**۲۹**-۽ جڏهن اهي (ڪافر) ڪو برو ڪم ڪندا آهن ته چوندا آهن اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي انهيءَ تي ڏٺو هو ۽ اللّٰه انهيءَ جو اسان کي حڪم ڏنو آهي. تون چؤ اللّٰه ڪڏهن به برين ڳالهين جو حڪم نٿو ڏئي. ڇا توهان اللّٰه جي متعلق اهي ڳالهيون ڪوڙيون هوندي چئو ٿا جيڪي توهان ڄاڻو نٿا.

قُلْ اَمَرَ رَبِّيْ بِالْقِسْطِ ۫ وَاَقِيْمُوْا وُجُوْهَكُمْ عِنْدَ كُلِّ مَسْجِدٍ وَّادْعُوْهُ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ۬ؕ كَمَا بَدَاَكُمْ

**۳۰**-تون چؤ منهنجي رب مون کي انصاف جو حڪم ڏنو آهي ۽ هيءُ ته هر مسجد وٽ پنهنجو ڌيان درست ڪندا ڪيو ۽ اللّٰه③ جي عبادت کي خالص

۱- يعني شيطان جو اولاد هن دنيا ۾ وڏي چالاڪيءَ سان ڪم ونندو آهي. ۽ مومنن کي تڪيندي رهندو آهي ته جيئن انهن جي عملن کي بگاڙي ڦٽائي مشهور ڪري ۽ ماڻهن کي انهن جو دشمن ٺاهي ڇڏي.

۲- يعني ڪافر تعليم ڏيندا آهن ته پيءُ ڏاڏن جي ڳالهين تي قائم رهو، عقل کان ڪم نه وٺو.

۳- هن آيت ۾ جتي ضمير جو لفظ هيو اسان ان جاءِ تي ترجمو اسم ظاهر "اللّٰه" لکيو آهي ته جيئن اڙدوءَ

تَعُوۡدُوۡنَ ﴿٣٠﴾

انهيءَ جو حق قرار ڏيندي انهيءَ کي پڪاريو، جهڙيءَ طرح انهيءَ توهان جي شروعات ڪئي هئي.وري هڪ ڏينهن توهان انهيءَ حالت ڏانهن موٽندؤ.

فَرِيۡقًا هَدٰى وَ فَرِيۡقًا حَقَّ عَلَيۡهِمُ الضَّلٰلَةُ ؕ اِنَّهُمُ اتَّخَذُوا الشَّيٰطِيۡنَ اَوۡلِيَآءَ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ وَ يَحۡسَبُوۡنَ اَنَّهُمۡ مُّهۡتَدُوۡنَ ﴿٣١﴾

**٣١**ـ هڪڙيءَ ڌر کي اُنهيءَ هدايت ڏني پر هڪ ٻي ڌر آهي جنهن تي گمراهي واجب ٿي وئي آهي(يعني اها گمراهي جي مستحق ٿي آهي) انهن اللّٰه کي ڇڏي شيطانن کي پنهنجو دوست بڻايو آهي ۽ اهي خيال ڪن ٿا ته اهي هدايت ماڻي ويا آهن.

يٰبَنِيۡۤ اٰدَمَ خُذُوۡا زِيۡنَتَكُمۡ عِنۡدَ كُلِّ مَسۡجِدٍ وَّ كُلُوۡا وَاشۡرَبُوۡا وَلَا تُسۡرِفُوۡا ۚ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الۡمُسۡرِفِيۡنَ ﴿٣٢﴾ ع

**٣٢**ـ اي آدم جا پٽو! هر مسجد جي ويجهو زينت(١)(جو سامان)اختيار ڪندا ڪيو ۽ کائو ۽ پيو ۽ اسراف (٢) نه ڪيو، ڇو جو اهو (اللّٰه)اسراف ڪرڻ وارن کي پسند نٿو ڪري.

قُلۡ مَنۡ حَرَّمَ زِيۡنَةَ اللّٰهِ الَّتِيۡۤ اَخۡرَجَ لِعِبَادِهٖ وَالطَّيِّبٰتِ مِنَ الرِّزۡقِ ؕ قُلۡ هِىَ لِلَّذِيۡنَ

**٣٣**ـ تون چؤ ته اللّٰه جي انهيءَ زينت کي جنهن کي انهيءَ پنهنجي ٻانهن لاءِ پسند ڪيو آهي،

**(باقي حاشيو)**جي لحاظ سان ترجمو صحيح ٿي سگهي.

١ـ يعني مسجد وڃڻ کان اڳ ئي پنهنجي دلين کي پاڪ ڪري ونندا ڪيو. ۽ ظاهري صفائي ڪپڙن ۽ بدن جي به ڪري ونندا ڪيو.

٢ـ مسجد سان بظاهر کائڻ پيئڻ ۽ فضول خرچين جو ڪو تعلق ناهي.پوءِ مسجد جي ذڪر سان هي ذڪر ڇو ڪيائين.ان جو سبب هي آهي ته عبادتون صحيح عمل جي توفيق ڏينديون آهن.ان ڪري ٻڌايو ويو ته عبادت کي نيڪ ڪيو ته جيئن صحيح عمل جي توفيق ملي جنهن سان هڪ وڏي تعليم هيءَ آهي ته کائڻ پيئڻ ۾ فضول خرچيءَ کان ڪم نه ونو.

اٰمَنُوْا فِی الْحَیٰوةِ الدُّنْیَا خَالِصَةً یَّوْمَ الْقِیٰمَةِ ؕ كَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الْاٰیٰتِ لِقَوْمٍ یَّعْلَمُوْنَ ﴿٣٣﴾

کنهن حرام ڪيو آهي①؟ اهڙيءَ طرح رزق مان به پاڪ شين کي(کنهن حرام ڪيو ② آهي)تون چؤ ته هي ته(اصل ۾)هن دنيا ۾(به)مومنن جي لاءِ آهن ۽ قيامت جي ڏينهن صرف انهن لاءِ ئي هونديون. اهڙيءَ طرح اسان پنهنجي نشانين کي علم وارن ماڻهن لاءِ کولي بيان ڪندا آهيون.

قُلْ اِنَّمَا حَرَّمَ رَبِّیَ الْفَوَاحِشَ مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَمَا بَطَنَ وَالْاِثْمَ وَالْبَغْیَ بِغَیْرِ الْحَقِّ وَاَنْ تُشْرِكُوْا بِاللّٰهِ مَا لَمْ یُنَزِّلْ بِهٖ سُلْطٰنًا وَّاَنْ تَقُوْلُوْا عَلَی اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٣٤﴾

**٣٤-** تون چؤ منهنجي رب صرف خراب عملن کي يلي ③ اهي ظاهر هجن يا لڪل هجن ۽ گناهه کي ۽ بغير حق جي سرڪشيءَ کي حرام ڪيو آهي ۽ انهيءَ ڳالهه کي ته،توهان الله سان کنهن اهڙي وجود کي جنهن لاءِ انهيءَ(الله)ڪو دليل نا هي لاٿو شريڪ قرار ڏيو،۽ انهيءَ ڳالهه کي به(حرام قرار ڏنو آهي)ته توهان الله تي اهڙا ڪوڙا الزام لڳايو، جن کي توهان ڄاڻو نٿا.

وَلِكُلِّ اُمَّةٍ اَجَلٌ ۚ فَاِذَا جَآءَ اَجَلُهُمْ لَا

**٣٥-**۽ هر قوم جي لاءِ هڪ (خاتمي جو)

١- مراد هي آهي ته کائڻ پيئڻ ۽ پائڻ ۾ غلاظت استعمال ڪرڻ اسلام جي حڪم جي خلاف آهي.هي عيسائين ۽ مشرڪن جي تعليم هئي قرآن مجيد فرمائي ٿو خداتعاليٰ گدلو رهڻ جو حڪم نٿو ڏئي سگهي.ان جو حڪم ته صفائيءَ جي حق ۾ هوندو آهي.

٢-هندن ۽ عيسائين جو عقيدو آهي ته ولي الله ماڻهو سني غذا کڏهن نه کائيندا آهن.جڏهن ته اسلام چوي ٿو ته پاڪ غذائون سڀ مومنن لاءِ جائز آهن.ڇاڪاڻ ته خداتعاليٰ انهيءَ لاءِ انهن کي پيدا ڪيو آهي.

٣-عربيءَ جو محاورو آهي."انهن مان ظاهر هجن يا لڪيل" پر اڙدوءَ ۾ چوندا آهن "يلي ظاهر هجن يا لڪيل" اسان اڙدو محاوري جي مطابق ترجمو ڪيو آهي ڇاڪاڻ ته بنهي جو مطلب هڪ ئي آهي.

يَسۡتَاۡخِرُوۡنَ سَاعَةً وَّلَا يَسۡتَقۡدِمُوۡنَ ﴿٣٥﴾

وقت① مقرر آهي پوءِ جڏهن انهن (جي خاتمي) جو وقت اچي وڃي ته اهي نه انهيءَ کان هڪ گهڙي پوئتي رهي سگهن ٿا ۽ نه (هڪ گهڙي) اڳتي وڌي سگهن ٿا.

يٰبَنِيۡۤ اٰدَمَ اِمَّا يَاۡتِيَنَّكُمۡ رُسُلٌ مِّنۡكُمۡ يَقُصُّوۡنَ عَلَيۡكُمۡ اٰيٰتِيۡ ۙ فَمَنِ اتَّقٰى وَاَصۡلَحَ فَلَا خَوۡفٌ عَلَيۡهِمۡ وَلَا هُمۡ يَحۡزَنُوۡنَ ﴿٣٦﴾

**٣٦**۔اي آدم جا پٽو! جيڪڏهن توهان وٽ توهان مان رسول ٻڌائي موڪليا وڃن اهڙيءَ طرح جو اهي توهان جي سامهون منهنجون آيتون پڙهي ٻڌائيندا هجن ته جيڪي ماڻهو تقويٰ اختيار ڪن ۽ اصلاح ڪن انهن کي (آئيندي جي لاءِ) ڪنهن قسم جو خوف نه هوندو، ۽ نه اهي (ماضيءَ جي ڪنهن ڳالهه تي) غمگين ٿيندا.

وَالَّذِيۡنَ كَذَّبُوۡا بِاٰيٰتِنَا وَاسۡتَكۡبَرُوۡا عَنۡهَاۤ اُولٰۤٮِٕكَ اَصۡحٰبُ النَّارِ ۚ هُمۡ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ﴿٣٧﴾

**٣٧**۔۽ اهي ماڻهو جيڪي اسانجي آيتن جو انڪار ڪن ٿا ۽ انهن کان تڪبر ڪري منهن موڙين ٿا اهي دوزخي آهن اهي انهيءَ (دوزخ) ۾ هڪ ڊگهو عرصو پيا رهندا.

فَمَنۡ اَظۡلَمُ مِمَّنِ افۡتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا

**٣٨**۔پوءِ (ٻڌايو ته) انهيءَ کان وڌيڪ ڪير ظالم ٿي سگهي ٿو جيڪو اللّٰه تي ڪوڙ②

١۔هي مطلب ناهي ته تقديرسان مدت مقرر ڪري ڇڏي آهي بلڪ تقدير اعمال مقرر ڪري ڇڏيا آهن جن سان قوم جي عمر گهٽبي يا وڌندي آهي. جڏهن نيڪ عملن کان قوم هٽندي ته اها تباهه ٿي ويندي ان ڪري مدت مان مراد اهو قانون آهي جنهن جي ماتحت مدت ڊگهي يا ننڍڙي ٿيندي آهي.

٢۔تهمت سچي به هوندي آهي ۽ ڪوڙي به. سچي ان حالت ۾ ته جيڪا ڳالهه هڪ شخص ڪنهن ڏانهن منسوب ڪندو آهي اُها هجي ته سچي پر چوڻ واري اُها ڳالهه نه چئي هجي. ۽ ڪوڙي ان صورت ۾ ته جيڪا ڳالهه چوڻ واري ڏانهن منسوب ڪئي وڃي اُها هجي به ڪوڙي ۽ چوڻ واري چئي به نه هجي.

اَوْكَذَّبَ بِاٰيٰتِهٖ ؕ اُولٰٓئِكَ يَنَالُهُمْ نَصِيْبُهُمْ مِّنَ الْكِتٰبِ ؕ حَتّٰٓى اِذَا جَآءَتْهُمْ رُسُلُنَا يَتَوَفَّوْنَهُمْ ۙ قَالُوْٓا اَيْنَ مَا كُنْتُمْ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ قَالُوْا ضَلُّوْا عَنَّا وَشَهِدُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ اَنَّهُمْ كَانُوْا كٰفِرِيْنَ ﴿۳۸﴾

(هٽي)افترا ڪندو هجي، يا جنهن اللّٰــه جي آيتن کي ڪوڙو ڪيو هجي،انهن ماڻهن کي مقرر ڪيل سزا مان پنهنجو حصو پهچندو رهندو ايستائين جو جڏهن انهن وٽ اسانجا فرشتا انهن جي جان ڪڍڻ لاءِ اچي ويندا تہ اهي چوندا تہ اهي(شريڪ)ڪٿي آهن جن کي توهان اللّٰه کان سواءِ پڪاريندا هئا،اُنهيَ وقت اِهي ماڻهو جواب ڏيندا تہ اُهي تہ اسان کان غائب ٿي ويا ۽ اُهي پنهنجي پاڻ تي خود شاهدي ڏيندا تہ اُهي منڪرن ۾ شامل هئا.

قَالَ ادْخُلُوْا فِيْٓ اُمَمٍ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِكُمْ مِّنَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ فِي النَّارِ ؕ كُلَّمَا دَخَلَتْ اُمَّةٌ لَّعَنَتْ اُخْتَهَا ؕ حَتّٰٓى اِذَا ادَّارَكُوْا فِيْهَا جَمِيْعًا ۙ قَالَتْ اُخْرٰىهُمْ لِاُوْلٰىهُمْ رَبَّنَا هٰٓؤُلَآءِ اَضَلُّوْنَا فَاٰتِهِمْ عَذَابًا ضِعْفًا مِّنَ النَّارِ ؕ قَالَ لِكُلٍّ ضِعْفٌ وَّلٰكِنْ لَّا تَعْلَمُوْنَ ﴿۳۹﴾

**۳۹**-(تڏهن اللّٰــه انهن کي)چوندو.وڃو وڃي باهہ ۾ انهن امتن سان شامل ٿي وڃو جيڪي توهان کان پهرئين جنن ۽ انسانن مان گذري چڪيون آهن.جڏهن ڪا قوم(باهہ ۾)داخل ٿيندي تہ(پاڻ کان پهرين)ڀيڻ(يعني قوم) تي لعنت ڪندي،ايستائين جو جڏهن سڀ اُن (باهہ)۾ داخل ٿي ويندا تہ انهن مان آخري (داخل ٿيڻ واري جماعت)پاڻ کان پهرئين جي متعلق چوندي اي اسانجا رب انهن ماڻهن اسان کي گمراهہ ڪيو.پوءِ تون انهن کي دوزخ ۾ ڪئي اُٽا وڌيڪ عذاب ڏي(انهيَ تي هو) فرمائيندو،سڀني کي گهڻو عذاب ملي رهيو①

١-عذاب هميشہ گهڻو ئي لڳندو آهي.ايتري قدر جو هر بيمار سمجهندو آهي تہ شايد منهنجي بيماري وڌيڪ آهي ۽ ٻئي جي گهٽ.

وَقَالَتْ اُوْلٰىهُمْ لِاُخْرٰىهُمْ فَمَا كَانَ لَكُمْ عَلَيْنَا مِنْ فَضْلٍ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْسِبُوْنَ ﴿۴۰﴾

اِنَّ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَاسْتَكْبَرُوْا عَنْهَا لَا تُفَتَّحُ لَهُمْ اَبْوَابُ السَّمَآءِ وَلَا يَدْخُلُوْنَ الْجَنَّةَ حَتّٰى يَلِجَ الْجَمَلُ فِيْ سَمِّ الْخِيَاطِ ؕ وَكَذٰلِكَ نَجْزِى الْمُجْرِمِيْنَ ﴿۴۱﴾

لَهُمْ مِّنْ جَهَنَّمَ مِهَادٌ وَّمِنْ فَوْقِهِمْ غَوَاشٍ ؕ وَكَذٰلِكَ نَجْزِى الظّٰلِمِيْنَ ﴿۴۲﴾

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَا نُكَلِّفُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَآ ۡ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿۴۳﴾

آهي پر توهان تنا جاڻو.

۴۰-۽(اُنهيءَ تي)انهن مان پهرين قوم پاڻ کان پوئين قوم کي چوندي، توهان کي اسان تي ڪا به فضيلت نہ هئي(جو توهان کي گهٽ عذاب ڏنو وڃي)پوءِ توهان پنهنجي عملن جي سببان عذاب چکو.

۴۱- اُهي ماڻهو جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو ڪيو آهي ۽ تڪبر ڪري انهن کان منهن موڙيو آهي انهن لاءِ آسمان جا دروازا نہ کوليا ويندا ۽ اهي جنت ۾ داخل نہ ٿيندا ايستائين جو اُٺ سُئيءَ جي ناڪي ۾ داخل① ٿئي ۽ اسان مجرمن کي اهڙيءَ طرح جزا ڏيندا آهيون.

۴۲-(۽)اُنهن لاءِ هنڌُ بہ جهنم ئي هوندو ۽ انهنجي مٿان ويڙهڻُ بہ انهيءَ(جهنم)مان ئي هوندو ۽ اهڙيءَ طرح اسان ظالمن کي جزا ڏيندا آهيون.

۴۳-۽ جن ماڻهن ايمان آندو ۽ جن نيڪ عمل ڪيا آهن(انهن کي ياد رکڻ گهرجي تہ) اسان ڪنهن جان تي انهيءَ جي طاقت کان وڌيڪ ذميداري تنا وجهون. اهي (ماڻهو) جنت ۾(داخل ٿيڻ)وارا آهن(۽)انهيءَ ۾

١-يعني جنت ۾ داخل ٿيڻ انهن جي عملن جي سبب ناممڪن نظر ايندو.ها خدا تعاليٰ جو رحم ڪرڻ الڳ ڳالهہ آهي.

وَنَزَعۡنَا مَا فِيۡ صُدُوۡرِهِمۡ مِّنۡ غِلٍّ تَجۡرِيۡ مِنۡ تَحۡتِهِمُ الۡاَنۡهٰرُ ۚ وَقَالُوا الۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِيۡ هَدٰىنَا لِهٰذَا ۗ وَمَا كُنَّا لِنَهۡتَدِيَ لَوۡلَاۤ اَنۡ هَدٰىنَا اللّٰهُ ۚ لَقَدۡ جَآءَتۡ رُسُلُ رَبِّنَا بِالۡحَقِّ ؕ وَنُوۡدُوۡۤا اَنۡ تِلۡكُمُ الۡجَنَّةُ اُوۡرِثۡتُمُوۡهَا بِمَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ۝٤٣

هميشه رهندا ايندا.

۴۴-۽ اسان انهن جنتين جي سيني مان (هڪ ٻئي جي متعلق)سچو رَنجُ ڪڍي ڇڏي ڪنداسين ۽ نهرون انهن جي قبضي ۽ مرضيءَ سان وهنديون① هونديون ۽ اهي چوندا ته سڀ تعريف جو الله ئي مستحق آهي جنهن اسان کي هن(بهشت)جو رستو ڏيکاريو ۽ جيڪڏهن الله اسان کي اهو رستو نه ڏيکاري ها ته اسان ڪڏهن به(انهيءَ جو)رستو حاصل ڪري نه سگهون ها.اسان جي رب جا رسول يقيناً سچ کڻي اسان وٽ آيا هئا ۽ انهن کي وڏي آواز سان چيو ويندو ته هيءُ اُها جنت آهي جنهن جو توهان کي توهان جي عملن جي سببان وارث ڪيو ويو آهي.

وَنَادٰۤى اَصۡحٰبُ الۡجَنَّةِ اَصۡحٰبَ النَّارِ اَنۡ قَدۡ وَجَدۡنَا مَا وَعَدَنَا رَبُّنَا حَقًّا فَهَلۡ وَجَدۡتُّمۡ مَّا وَعَدَ رَبُّكُمۡ حَقًّا ؕ قَالُوۡا نَعَمۡ ۚ فَاَذَّنَ مُؤَذِّنٌۢ بَيۡنَهُمۡ اَنۡ لَّعۡنَةُ اللّٰهِ عَلَى الظّٰلِمِيۡنَ ۝٤٥

۴۵-۽ جنتي ماڻهو دوزخين کي چوندا ته اسان سان اسان جي رب جيڪو واعدو ڪيو هو انهيءَ کي ته اسان سچو لڌو، ڇا توهان به انهيءَ واعدي کي جيڪو توهان جي رب ڪيو هو سچو لڌو آهي انهيءَ تي (دوزخي) چوندا، ها! (هائو) پوءِ هڪ پڪارڻ وارو انهن جي وچ ۾ زور سان پڪاريندو.ته انهن ظالمن تي خدا جي لعنت هجي.

١-يعني دنيا جي نهر ته وڏي زمينداريا حڪومت جي هوندي آهي.اڳين جهان ۾ هر جنتيءَ جو ڪيس پاڻي ڏيڻ واري نهر تي قبضو هوندو.

الَّذِيْنَ يَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَيَبْغُوْنَهَا عِوَجًا ۚ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ كٰفِرُوْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦- جيڪي اللّٰه جي رستي کان (ماڻهن کي) روڪيندا هئا ۽ انهيءَ رستي ۾ ڏِنگُ تلاش ڪندا هئا ۽ اهي انهيءَ سان ئي گڏوگڏ پوءِ اچڻ واري (زندگيءَ) جا منڪر هئا.

وَبَيْنَهُمَا حِجَابٌ ۚ وَعَلَى الْاَعْرَافِ رِجَالٌ يَّعْرِفُوْنَ كُلًّا بِسِيْمٰهُمْ ۚ وَنَادَوْا اَصْحٰبَ الْجَنَّةِ اَنْ سَلٰمٌ عَلَيْكُمْ ۟ لَمْ يَدْخُلُوْهَا وَهُمْ يَطْمَعُوْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧- ۽ انهن ٻنهي (يعني دوزخين ۽ جنتين) ۾ هڪ رڪاوٽ هوندي ۽ اعراف① تي ڪجهه ماڻهو هوندا جيڪي سڀني کي انهن جي چهرن جي نشانين مان سڃاڻيندا هوندا ۽ اهي جنتين کي (ڏسي) پڪاريندا (۽ چوندا) توهانتي سلامتي هجي، اهي (مخاطب جنتي عملاً) اجا جنت ۾ داخل نه ٿيا هوندا پر جنت ۾ وڃڻ جي توقع رکندا هوندا.

وَاِذَا صُرِفَتْ اَبْصَارُهُمْ تِلْقَآءَ اَصْحٰبِ النَّارِ ۙ قَالُوْا رَبَّنَا لَا تَجْعَلْنَا مَعَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٤٨﴾ ع

٤٨- ۽ جڏهن انهن (جنتين) جون نظرون دوزخين ڏانهن ڦيرايون وينديون ته اهي چوندا، اي اسانجا رب! اسانکي ظالم قوم مان نه بڻائجانءِ!

وَنَادٰٓى اَصْحٰبُ الْاَعْرَافِ رِجَالًا يَّعْرِفُوْنَهُمْ بِسِيْمٰهُمْ قَالُوْا مَآ اَغْنٰى

٤٩- ۽ اعراف وارا ماڻهو ڪجهه (دوزخي) ماڻهن کي جنکي اهي انهن جي چهرن جي نشانن

١- اڳوڻي عَالِمَن اعراف جي معنيٰ بغير ڪنهن ثبوت جي اهڙي جڳهه جي ڪئي آهي جنهن ۾ وچولي درجي جا مومن هوندا پر قرآن پاڪ جي اڳين پوئين مضمون مان خبر پوي ٿي ته هي غلط آهي.اعراف تي ڪامل مومن هوندا جهڙوڪ انهن جي قول مان ظاهر آهي ته اُهي ٻين جنتين کي چون ٿا ته وڃو جنت ۾ داخل ٿي وڃو جيڪو شخص پاڻ خطري ۾ هجي ان کي ٻين جو خيال ڪيئن ٿو اچي سگهي. هيءَ غلطي مفسرن کي ان مان لڳي آهي ته انهن وَهُمْ يَطْمَعُوْنَ کي اصحاب اعراف جي باري سمجهيو آهي حالانڪ اها عبارت انهن ٻين جنتين جي باري ۾ آهي جيڪي اڃان جنت ۾ داخل نه ٿيا هئا.

عَنۡكُمۡ جَمۡعُكُمۡ وَمَا كُنۡتُمۡ تَسۡتَكۡبِرُوۡنَ۝٤٩

سان سجاڳيندا هئا چوندا ته نه توهان جي تعداد توهان کي ڪو فائدو پهچايو ۽ نه وري (توهان جي اُنهن دعوائن)جن جي بنياد تي توهان تڪبر ڪندا هئا.

اَهٰٓؤُلَآءِ الَّذِيۡنَ اَقۡسَمۡتُمۡ لَا يَنَالُهُمُ اللّٰهُ بِرَحۡمَةٍ‌ ؕ اُدۡخُلُوا الۡجَنَّةَ لَا خَوۡفٌ عَلَيۡكُمۡ وَلَاۤ اَنۡتُمۡ تَحۡزَنُوۡنَ۝٥٠

**٥٠**۔(پوءِ جنتين ڏانهن اشارو ڪري دوزخين کي چوندا ته)ڇا هي اهي ماڻهو آهن جن جي متعلق توهان قسم کڻي چوندا هئا ته اللّٰه ڪڏهن به انهن سان رحمت جو معاملو نه ڪندو.(پوءِ انهن جنتي ماڻهن کي جيڪي جنت ۾ داخل ٿيڻ جي انتظار ۾ بيٺا هوندا اللّٰه چوندو ته)وڃو توهان جنت ۾ داخل ٿي وڃو،نه ته توهان کي(آئينده جي متعلق) ڪو به خوف① لاحق هوندو ۽ نه توهان کي ماضيءَ جو ڪو واقعو ملول ڪندو.

وَنَادٰٓى اَصۡحٰبُ النَّارِ اَصۡحٰبَ الۡجَنَّةِ اَنۡ اَفِيۡضُوۡا عَلَيۡنَا مِنَ الۡمَآءِ اَوۡ مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ‌ ؕ قَالُوۡۤا اِنَّ اللّٰهَ حَرَّمَهُمَا عَلَى الۡكٰفِرِيۡنَۙ۝٥١

**٥١**۔۽ دوزخي ماڻهو جنتين ڏانهن رخ ڪري چوندا ته ٿورو ڪجهه پاڻي اسان جي طرف به اڇلايو يا جو ڪجهه اللّٰه توهان کي ڏنو آهي انهيءَ مان اسان کي به ڪجهه ڏيو (انهيءَ تي جنتي)چوندا ته اللّٰه اهي ٻئي شيون ڪافرن تي حرام ڪري ڇڏيون آهن.

الَّذِيۡنَ اتَّخَذُوۡا دِيۡنَهُمۡ لَهۡوًا وَّ لَعِبًا وَّغَرَّتۡهُمُ الۡحَيٰوةُ الدُّنۡيَا‌ ۚ فَالۡيَوۡمَ نَنۡسٰهُمۡ

**٥٢**۔(اهڙا ڪافر)جن پنهنجي دين کي کل ۽ راند ٺاٺي رکيو هو ۽ دنياوي زندگي انهن کي دوکي ۾ وجهي ڇڏيو هو پوءِ اڄ(خدا انهن

١۔خوف جي معنيٰ عربي ۾ آئيندي جي ڪنهن خطري جي ڊپ جي هوندي آهي ۽ حزنَ جي معنيٰ ماضيءَ جي ڪنهن واقعي جو دل تي بوجهه يا غم جو اثر هئڻ جي هوندي آهي.

كَمَا نَسُوْا لِقَآءَ يَوْمِهِمْ هٰذَا ۙ وَمَا كَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يَجْحَدُوْنَ ﴿۵۲﴾

ڪي چوي ٿو ته)اسان به انهن ڪي ڇڏي① ڏينداسين جهڙيءَ طرح انهن پنهنجي هن ڏينهن جي ملڻ(جي خيال)ڪي بلڪل ڇڏي ڏنو② هو،۽ انهيءَ ڪري جو اهي اسان جي آيتن جو ضد ڪري انڪار ڪندا هئا.

وَلَقَدْ جِئْنٰهُمْ بِكِتٰبٍ فَصَّلْنٰهُ عَلٰى عِلْمٍ هُدًى وَّ رَحْمَةً لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿۵۳﴾

**۵۳**-۽ اسان انهن ڪي هڪ عظيم الشان ڪتاب ڏنو آهي جنهن ڪي اسان علم جي بنياد تي کولي کولي بيان ڪيو آهي(اهڙيءَ طرح جو) اهو مومن ماڻهن لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي.

هَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّا تَاْوِيْلَهٗ ؕ يَوْمَ يَاْتِيْ تَاْوِيْلُهٗ يَقُوْلُ الَّذِيْنَ نَسُوْهُ مِنْ قَبْلُ قَدْ جَآءَتْ رُسُلُ رَبِّنَا بِالْحَقِّ ۚ فَهَلْ لَّنَا مِنْ شُفَعَآءَ فَيَشْفَعُوْا لَنَآ اَوْ نُرَدُّ فَنَعْمَلَ غَيْرَ الَّذِيْ كُنَّا نَعْمَلُ ؕ قَدْ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿۵۴﴾ؑ

**۵۴**-ڇا(اڄ)اهي ماڻهو انهيءَ ڪتاب جي (جاڻايل ڳالهين جي)حقيقت(جي کلڻ)جو انتظار ڪري رهيا آهن جنهن ڏينهن انهيءَ جي حقيقت واضح ٿي ويندي.اهي ماڻهو جن (هن کان)اڳُ ان ڪي ڇڏي ڏنو هو،چوندا اسانجي رب جا رسول جو ڪجهه چوندا هئا، سچ چوندا هئا پوءِ ڇا اسان جا ڪي شفاعت ڪرڻ وارا آهن جيڪي اسان جي شفاعت ڪن يا(ڇا ممڪن آهي ته)اسان ڪي وري دنيا ۾ موٽايو وڃي ته اسان جيڪي ڪي (برا) عمل ڪندا هئاسين انهن جي جاءِ تي ڀيا(نيڪ)عمل ڪرڻ لڳي وڃون.اهي ماڻهو (جن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي)يقيناً گهاٽي ۾ پئجي ويا آهن(۽ پنهنجي جان ڪي به انهن گهاٽي ۾ وجهي

١-نَسِيَ جي معنيٰ عربي زبان ۾ وسرڻ کان علاوه تَرَكَ جي به هوندي آهي يعني ڇڏي ڏنو.(اقرب)

٢-يعني ان لاءِ ڪا تياري نه ڪندا هئا.

چڏيو)۽ جيڪي ڳالهيون اهي پنهنجي دل سان ٺاهي ڪندا هئا(اچ) انهن کان وڃائجي ويون.

اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِیْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِیْ سِتَّةِ اَیَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰی عَلَی الْعَرْشِ ۫ یُغْشِی الَّیْلَ النَّهَارَ یَطْلُبُهٗ حَثِیْثًا ۙ وَّ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ وَالنُّجُوْمَ مُسَخَّرٰتٍۭ بِاَمْرِهٖ ؕ اَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَالْاَمْرُ ؕ تَبٰرَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِیْنَ ﴿۵۵﴾

**۵۵**۔توهان جو رب يقيناً اللّٰه آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن وقتن ۾ پيدا ڪيو آهي. سو(انهيءَ ڪانپوءِ)اهو(حڪومت جي) تخت تي مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويو.هو رات سان ڏينهن کي ڍڪيندو آهي جيڪا ان کي جلديءَ سان پڪڙڻ گهري ٿي① ۽ سج کي ۽ چنڊ کي ۽ تارن کي انهيءَ اهڙي طرح پيدا ڪيو آهي جو اُهي سڀ انهيءَ جي حڪم جي ماتحت (بغير ڪنهن پگهار جي انسان جا)ڪمَ ڪري② رهيا آهن. ٻڌو،پيدا ڪرڻ به انهيءَ جو ڪمُ آهي،۽ قانون ٺاهڻ به(انهيءَ جو ڪم آهي) اللّٰه وڏي برڪت وارو آهي، جو سڀني جهانن جو رب آهي.

اُدْعُوْا رَبَّكُمْ تَضَرُّعًا وَّ خُفْیَةً ؕ اِنَّهٗ لَا یُحِبُّ الْمُعْتَدِیْنَ ﴿۵۶﴾

**۵۶**۔توهان پنهنجي رب کي زاريءَ ③سان به ۽ ڳجهيءَ طرح به پڪاريو،يقيناً هو حد کان ٽپي وڃڻ وارن کي پسند نه ٿو ڪري۔

وَلَا تُفْسِدُوْا فِی الْاَرْضِ بَعْدَ اِصْلَاحِهَا

**۵۷**۔۽ زمين ۾ ان جي اصلاح ڪانپوءِ فساد نه

۱۔يعني نظام شمسي اهڙي طرح هلندو آهي جو ائين لڳندو آهي ته جڻ سج چنڊ کي پڪڙي رهيو آهي ۽ چنڊ سج کي پڪڙي رهيو آهي يعني تيز رفتاريءَ سان ٻئي ڦرن پيا جنهن جي نتيجي ۾ ڏينهن رات پيدا ٿيندا آهن.

۲۔سَخَّرَ جي معنيٰ ٿيندي كَلَّفَهٗ عَمَلاً بِلاَ اُجرَةٍ. بغير پگهار يا وظيفي جي ڪم ڪري.(اقرب)

۳۔ ظاهري دعا لاءِ زاريءَ جو لفظ استعمال ڪيائين ڇاڪاڻ ته ظاهري دعا ۾ ئي انسان ڏيکاءُ ڪندو آهي پر لِڪي دعا ڪندي ڏيکاءُ ناهي ڪندو ان ڪري ڳجهي دعا لاءِ زاري ڪرڻ جو شرط ناهي رکيو ڇاڪاڻ ته جيڪا ڳجهي دعا ڪندو اها نيازنوڙت سان ئي ڪندو ان کي ڪنهن ڏيکاءُ جي ضرورت ناهي.

وَادْعُوْهُ خَوْفًا وَّطَمَعًا ۭ اِنَّ رَحْمَتَ اللّٰهِ قَرِيْبٌ مِّنَ الْمُحْسِنِيْنَ ۝

کيو ۽ انهيَ(خدا)کي خوف ۽ اميد سان پڪاريو، اللّٰه جي رحمت يقيناً محسنن ① جي ويجهو آهي.

وَهُوَ الَّذِيْ يُرْسِلُ الرِّيٰحَ بُشْرًاۢ بَيْنَ يَدَيْ رَحْمَتِهٖ ۭ حَتّٰٓي اِذَآ اَقَلَّتْ سَحَابًا ثِقَالًا سُقْنٰهُ لِبَلَدٍ مَّيِّتٍ فَاَنْزَلْنَا بِهِ الْمَاۗءَ فَاَخْرَجْنَا بِهٖ مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ ۭ كَذٰلِكَ نُخْرِجُ الْمَوْتٰى لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ۝

**۵٨-** ۽ اُهو ئي آهي جيڪو هوائن کي پنهنجي رحمت کان اڳ خوشخبري ڏيڻ لاءِ موڪليندو آهي.ايستائين جو جڏهن اهي ڳرن ڪڪرن کي کڻي وٺنديون آهن اسان انهن کي هڪ مرده② ملڪ ڏانهن هلائي وٺي ويندا آهيون. پوءِ اسان انهن مان پاڻي لاهيندا آهيون.پوءِ اسان انهيَ پاڻي جي ذريعي هر قسم جا ميوا پيدا ڪندا آهيون.اهڙيَ طرح اسان مُردن③ کي ڪيندا آهيون.انهيَ لاءِ ته توهان نصيحت حاصل ڪيو.

وَالْبَلَدُ الطَّيِّبُ يَخْرُجُ نَبَاتُهٗ بِاِذْنِ

**۵٩-** ۽ سٺو④ ملڪ(جنهن جي مٽي پلي

١- محسن جي معنيٰ آهي جيڪو تمام شرطن سان ڪم پورو ڪري.ان ڪري محسن جي لفظ سان ان طرف اشارو آهي ته اهو شخص جيڪو اللّٰه تعاليٰ کي پنهنجي گناهن جي سزا جي ڊپ جي ڪري ۽ سندس رحم جي اميد سان تمام شرطن سان ٻاڏائيندو آهي ان تي اللّٰه تعاليٰ جي رحمت ضرور نازل ٿيندي آهي ۽ ايترو جلد نازل ٿيندي آهي ته ڏسڻ وارو حيران ٿي ويندو آهي.

٢-يعني اهو ملڪ جيڪو مينهن نه وسڻ جي ڪري مئل هو ۽ سوڪهڙي ۽ ڏڪار جو شڪار ٿي چڪو هو.

٣-ان جو مطلب هي آهي ته مرده قومن کي ترقي ڏيندا آهيون. ان ۾ آخرت جو ذڪر ناهي.جيڪڏهن آخرت جو ذڪر هجي ها ته ”جيئن توهان نصيحت حاصل ڪيو“ جا لفظ نه هجن ها ڇاڪاڻ ته آخرت جيڪا نظرن کان لڪل آهي ان ۾ جيڪا زندگي ملندي ان سان انسان هن دنيا ۾ نصيحت حاصل نٿو ڪري سگهي.

۴-هتي طيّب جو لفظ آهي ڪاڏي لاءِ اچي ته ان جي معنيٰ سُوادي هوندي آهي پر زمين لاءِ اچي ته ان جي معنيٰ سٺي پيداوار ڏيڻ واري زمين جي ٿيندي.

رَبِّهٖ ۚ وَالَّذِیْ خَبُثَ لَا یَخْرُجُ اِلَّا نَكِدًا ؕ كَذٰلِكَ نُصَرِّفُ الْاٰیٰتِ لِقَوْمٍ یَّشْكُرُوْنَ ﴿۵۹﴾ ع

هجي) ان جو اوپڙ پنهنجي رب① جي حڪم سان اپرندو آهي ۽ اهو(ملڪ)جنهن جي مٽي خراب② هجي انهيءَ جي پيداوار خراب ٿي نڪرندي آهي.اهڙي طرح اسان شڪر گذار قوم جي لاءِ (پنهنجي) نشانين ڪي ڪولي بيان ڪندا آهيون.

لَقَدْ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى قَوْمِهٖ فَقَالَ یٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَیْرُهٗ ؕ اِنِّیْۤ اَخَافُ عَلَیْكُمْ عَذَابَ یَوْمٍ عَظِیْمٍ ﴿۶۰﴾

**٦٠**-اسان ضرور نوح ڪي رسول بڻائي ان جي قوم جي طرف موڪلي چڪا آهيون.پوءِ(جڏهن اهو انهن وٽ آيو ته)انهيءَ چيو،اي منهنجي قوم! اللّٰـه جي عبادت ڪيو،انهيءَ کان سواءِ اوهان جو ڪو معبود ڪونهي مان توهان تي وڏي ڏينهن جي عذاب جي نازل ٿيڻ کان ڊڄان ٿو.

قَالَ الْمَلَاُ مِنْ قَوْمِهٖۤ اِنَّا لَنَرٰىكَ فِیْ ضَلٰلٍ مُّبِیْنٍ ﴿۶۱﴾

**٦١**- انهيءَ جي قوم جي وڏن ماڻهن چيو اي نوح! اسان توکي کليل گمراهيءَ ۾ (ڦاٿل) ڏسون ٿا.

قَالَ یٰقَوْمِ لَیْسَ بِیْ ضَلٰلَةٌ وَّ لٰكِنِّیْ رَسُوْلٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِیْنَ ﴿۶۲﴾

**٦٢**-(تڏهن)انهي(يعني نوح)چيو،اي منهنجي قوم!مون ۾ ته ڪا گمراهيءَ(جي ڳالهه ئي)نه ٿي ملي،پر مان سڀني جهانن جي رب وٽان رسول (ٿي آيو)آهيان.

اُبَلِّغُكُمْ رِسٰلٰتِ رَبِّیْ وَ اَنْصَحُ لَكُمْ وَ اَعْلَمُ مِنَ اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿۶۳﴾

**٦٣**-(۽)توهان کي پنهنجي رب جا پيغام پهچايان ٿو ۽ توهان جي خير خواهي ڪيان ٿو ۽ اللّٰـــه جي ڏنل علم مان اهو ڪجهه

١-”پنهنجي رب جي حڪم“ جي لفظ مان هيءَ مراد ناهي ته ان لاءِ ڪو خاص حڪم نازل ٿيندو آهي. بلڪ مطلب هي آهي ته جهڙي قسم جي طاقت ان جي اندر رکيل هوندي آهي ان جي مطابق اوپڙ ڪيندو آهي.

٢-خَبُثَ جي معني آهي ضِدُّ طَابَ يعني جيڪو چڱو نه هجي.(اقرب)

اَوَعَجِبۡتُمۡ اَنۡ جَآءَكُمۡ ذِكۡرٌ مِّنۡ رَّبِّكُمۡ عَلٰى رَجُلٍ مِّنۡكُمۡ لِيُنۡذِرَكُمۡ وَلِتَتَّقُوۡا وَلَعَلَّكُمۡ تُرۡحَمُوۡنَ ﴿۶۴﴾

جاڻان ٿو جيڪو توهان نہ ٿا ڄاڻو.

۶۴- ڇا توهان هن ڳالهہ تي عجب ڪيو ٿا تہ توهان وٽ توهانجي رب جي طرفان توهان مان ئي هڪ ماڻهوءَ تي هڪ نصيحت سان ڀريل ڪلام نازل ٿيو آهي انهيءَ لاءِ تہ هو توهان کي هوشيار ڪري ۽ انهي لاءِ تہ توهان متقي بڻجي وڃو ۽ انهي جي نتيجي ۾ توهان تي رحم ڪيو وڃي.

فَكَذَّبُوۡهُ فَاَنۡجَيۡنٰهُ وَالَّذِيۡنَ مَعَهٗ فِى الۡفُلۡكِ وَاَغۡرَقۡنَا الَّذِيۡنَ كَذَّبُوۡا بِاٰيٰتِنَا ؕ اِنَّهُمۡ كَانُوۡا قَوۡمًا عَمِيۡنَ ﴿۶۵﴾ ع

۶۵-(پر)پوءِ(بہ)انهن اُنهيءَ جو انڪار ڪيو.پوءِ اسان هُن کي ۽ انهيءَ جي ساٿين کي هڪ ٻيڙيءَ جي ذريعي① نجات ڏني ۽ اسان انهن ماڻهن کي جن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو هو غرق ڪري ڇڏيو.اهي هڪ انڌي قوم هئا.

وَاِلٰى عَادٍ اَخَاهُمۡ هُوۡدًا ؕ قَالَ يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ اَفَلَا تَتَّقُوۡنَ ﴿۶۶﴾

۶۶- ۽ يقيناً عادڏانهن اسان سندن ڀاءُ هود کي (رسول بڻائي) موڪليو هو.(تڏهن)انهيءَ چيو،اي منهنجي قوم! اللّٰه جي عبادت ڪيو، انهيءَ کانسواءِ توهان جو ٻيو ڪو معبود ناهي تہ ڇا توهان تقويٰ اختيار نٿا ڪريو.

قَالَ الۡمَلَاُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا مِنۡ قَوۡمِهٖۤ اِنَّا لَنَرٰٮكَ فِىۡ سَفَاهَةٍ وَّاِنَّا لَنَظُنُّكَ مِنَ الۡكٰذِبِيۡنَ ﴿۶۷﴾

۶۷-(تڏهن)انهيءَ جي قوم جي ڪافر سردارن چيو(اي هود!)اسان توکي يقيناً بيوقوفيءَ ۾ (ڦاٿل) ڏسون ٿا ۽ اسان توکي يقيناً ڪوڙن مان تصور ڪريون ٿا.

١-فِيۡ جي معنيٰ ذريعي جي بہ هوندي آهي.(مغني اللبيب)

قَالَ يٰقَوۡمِ لَيۡسَ بِیۡ سَفَاهَةٌ وَّلٰكِنِّیۡ رَسُوۡلٌ مِّنۡ رَّبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ ﴿۶۸﴾

**٦٨**-هن(يعني هود)چيو.اي سنهنجي قوم! سون ۾ بي وقوفيءَ جي ڪا ڳالھ ڪا نہ(ٿي ملي) پر (اِهو ضرور آهي تہ)مان سڀني جهانن جي رب جي طرفان رسول آهيان.

اُبَلِّغُكُمۡ رِسٰلٰتِ رَبِّیۡ وَاَنَا لَـكُمۡ نَاصِحٌ اَمِيۡنٌ ﴿۶۹﴾

**٦٩**-مان پنهنجي رب جي پيغام کي پهچايان ٿو ۽ مان توهان جو خير خواهہ(۽)امانتدار آهيان.

اَوَعَجِبۡتُمۡ اَنۡ جَآءَكُمۡ ذِكۡرٌ مِّنۡ رَّبِّكُمۡ عَلٰى رَجُلٍ مِّنۡكُمۡ لِيُنۡذِرَكُمۡ‌ ؕ وَاذۡكُرُوۡۤا اِذۡ جَعَلَـكُمۡ خُلَفَآءَ مِنۡۢ بَعۡدِ قَوۡمِ نُوۡحٍ وَّزَادَكُمۡ فِى الۡخَـلۡقِ بَصۜۡطَةً‌ ۚ فَاذۡكُرُوۡۤا اٰلَۤاءَ اللّٰهِ لَعَلَّـكُمۡ تُفۡلِحُوۡنَ ﴿۷۰﴾

**٧٠**-ڇا توهان انهيءَ ڳالھ تي تعجب ڪيو ٿا تہ توهان مان ئي هڪ شخص تي توهان جي رب جي طرفان نصيحت جي ڳالھ لٿي آهي انهيءَ لاءِ تہ اهو توهان کي اچڻ واري عذاب کان هوشيار ڪري ۽ ياد ڪيو جڏهن انهي(خدا) توهان کي نوح جي قوم کان پوءِ(انهيءَ جو) جانشين بڻايو ۽ توهان جي جسم کي تمام مضبوط① بڻايو پوءِ اللّٰہ جي نعمتن کي ياد ڪيو.انهيءَ لاءِ تہ توهان بامراد ٿي وڃو.

قَالُوۡۤا اَجِئۡتَنَا لِنَعۡبُدَ اللّٰهَ وَحۡدَهٗ وَنَذَرَ مَا كَانَ يَعۡبُدُ اٰبَآؤُنَا‌ ۚ فَاۡتِنَا بِمَا تَعِدُنَاۤ اِنۡ كُنۡتَ مِنَ الصّٰدِقِيۡنَ ﴿۷۱﴾

**٧١**-انهن چيو(اي هود!)ڇا تون اسان وٽ انهيءَ لاءِ آيو آهين تہ اسان اللّٰہ(کي) هڪ (قرار ڏئي ان)جي عبادت ڪريون ۽ جن جي اسان جا ابا ڏاڏا پوڃا ڪندا هئا انهن کي

١-هن آيت جو پيو ترجمو هي بہ آهي تہ ”توهان جي نسلن کي وڏايو“ ترجمو جيئن تہ هڪ ئي ٿي سگهيو ٿي، هڪ کي اسان ترجمي جي اندر لکيو آهي ۽ ٻئي ترجمي کي هتي نوٽ ۾ لکي رهيا آهيون تہ جيئن ٻئي ترجما پڙهڻ واري جي ذهن ۾ اچي وڃن.

چڙي ڏيون.پوءِ جنهن ڳالهه ڪان تون اسان کي ڊيڄارين ٿو جيڪڏهن تون سچو آهين ته انهيءَ کي وٺي اچ.

قَالَ قَدْ وَقَعَ عَلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ رِجْسٌ وَّغَضَبٌ ۭ اَتُجَادِلُوْنَنِيْ فِيْٓ اَسْمَاۗءٍ سَمَّيْتُمُوْهَآ اَنْتُمْ وَاٰبَاۗؤُكُمْ مَّا نَزَّلَ اللّٰهُ بِهَا مِنْ سُلْطٰنٍ ۭ فَانْتَظِرُوْٓا اِنِّىْ مَعَكُمْ مِّنَ الْمُنْتَظِرِيْنَ ۝۷۲

۷۲-انهيءَ چيو ته توهان جي رب جي طرفان توهان تي عذاب ۽ غضب نازل ٿي چڪو آهي. ڇا توهان انهن نالن جي متعلق مون سان بحث ڪيو ٿا جيڪي توهان ۽ توهان جي ابن ڏاڏن تجويز ڪيا هئا.اللّٰه انهن لاءِ ڪو دليل ناهي لاٿو.پوءِ توهان به(منهنجي لاءِ عذاب جو)انتظار ڪيو،مان به توهان سان (توهانجي لاءِ)عذاب جو انتظار ڪندو رهندس(۽ ڏسنداسين ڪنهن جون اميدون پوريون ٿين ٿيون).

فَاَنْجَيْنٰهُ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗ بِرَحْمَةٍ مِّنَّا وَقَطَعْنَا دَابِرَ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَمَا كَانُوْا مُؤْمِنِيْنَ ۝۷۳ ع

۷۳- آخر اسان انهيءَ کي ۽ سندس ساٿين کي پنهنجي رحمت جي ذريعي نجات بخشي ۽ جن ماڻهن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو هو ۽ مومنن ۾ شامل نه ٿيا هئا.انهن جي پاڙ (ئي)وڍي ڇڏي.

وَاِلٰى ثَمُوْدَ اَخَاهُمْ صٰلِحًا ۘ قَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ۭ قَدْ جَاۗءَتْكُمْ بَيِّنَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ ۭ هٰذِهٖ نَاقَةُ اللّٰهِ لَكُمْ اٰيَةً فَذَرُوْهَا تَاْكُلْ فِيْٓ اَرْضِ اللّٰهِ وَلَا تَمَسُّوْهَا بِسُوْۗءٍ فَيَاْخُذَكُمْ عَذَابٌ

۷۴-۽ اسان ثمود ڏانهن(به)انهن جي ڀاءُ صالح کي(رسول بڻائي موڪليو هو)هن (انهن کي)چيو اي منهنجي قوم! اللّٰه جي عبادت ڪيو انهيءَ کانسواءِ توهان جو ڪو ٻيو معبود ناهي. توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان هڪ کليل دليل اچي چڪو آهي(۽ اهو هي آهي ته) هيءَ اللّٰه جي ڏاچي آهي جيڪا توهان

اَلِيْمٌ ۝٧٤

جي لاءِ نشاني جي طور آهي سو انهيءَ کي ڇڏي ڏيو ته الـلّـه جي زمين ۾ کائيندي وتي ۽ انهيءَ کي ڪا تڪليف نه پهچايو. (ائين ڪيو ته)توهان کي دردناڪ عذاب پهچندو.

وَاذْكُرُوْٓا اِذْ جَعَلَكُمْ خُلَفَآءَ مِنْۢ بَعْدِ عَادٍ وَّبَوَّاَكُمْ فِى الْاَرْضِ تَتَّخِذُوْنَ مِنْ سُهُوْلِهَا قُصُوْرًا وَّتَنْحِتُوْنَ الْجِبَالَ بُيُوْتًا ۚ فَاذْكُرُوْٓا اٰلَآءَ اللّٰهِ وَلَا تَعْثَوْا فِى الْاَرْضِ مُفْسِدِيْنَ ۝٧٥

٧٥-۽ ياد ڪيو جڏهن انهيءَ(خدا)توهان کي عاد جي قوم کانپوءِ(انهيءَ جو)جانشين بڻائي ڇڏيو ۽ زمين ۾ توهان جو(اهڙي طرح) ٺڪاڻو بڻايو جو توهان انهيءَ جي ميدانن ۾ قلعا بڻائيندا هئا.۽ جبلن کي ڪوٽي گهر بڻائيندا هئا. پوءِ الـلّٰه جي نعمتن کي ياد ڪيو ۽ زمين ۾ ڄاٽي واٽي فساد نه① ڪيو.

قَالَ الْمَلَاُ الَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖ لِلَّذِيْنَ اسْتُضْعِفُوْا لِمَنْ اٰمَنَ مِنْهُمْ اَتَعْلَمُوْنَ اَنَّ صٰلِحًا مُّرْسَلٌ مِّنْ رَّبِّهٖ ۭ قَالُوْٓا اِنَّا بِمَآ اُرْسِلَ بِهٖ مُؤْمِنُوْنَ ۝٧٦

٧٦-(تنهن تي)انهيءَ(يعني صالح)جي قوم مان جن وڏن تڪبر ڪيو هو انهن ماڻهن کي جن صالح جي قوم مان ايمان آندو هو پر ضعيف هئا چيو ته ڇا توهان(اصل ۾)سمجهو ٿا ته صالح پنهنجي رب جي طرفان رسول آهي. انهن مومنن چيو اسان ته انهيءَ تعليم تي جنهن سان هو موڪليو ويو آهي ايمان آڻيون ٿا.

قَالَ الَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْٓا اِنَّا بِالَّذِيْٓ اٰمَنْتُمْ بِهٖ

٧٧-(انهيءَ تي)اهي ماڻهو جن تڪبر ڪان

---

١- عَثَـا- يَعْثٰى جي معنيٰ به فساد ڪرڻ جي هوندي آهي ۽ عربيءَ جو قاعدو آهي ته جڏهن انهيءَ لفظ کي جنهن جو فعل آيو هجي ورجايو وڃي ته ائين تاڪيد لاءِ ٿيندو آهي. ان ڪري جيئن تہ لَا تَـعْثَـوْ جي معنيٰ به هئي”فساد نه ڪيو“ ۽ ان کانپوءِ مُـفْسِـدِيْنَ جو لفظ تاڪيد لاءِ وڌايو ويو آهي. هن آيت جي معنيٰ ٿي ”ڄاٽي واٽي فساد نه ڪيو“ يعني جيڪڏهن هي ڪم نا مناسب نه هجي ها تڏهن به برو هجي ها. پر توهان کي ته خدا جي رسول تنبيهه ڪري ڇڏي هئي پوءِ به توهان نٽا مُڙو. ان ڪري سزا جا حقدار آهيو.

كُفِرُوْنَ ﴿٧٧﴾

ڪم ورتو هو ڇيو جنهن(تعليم)تي توهان ايمان آندو آهي اسان ان جا منڪر آهيون.

فَعَقَرُوا النَّاقَةَ وَعَتَوْا عَنْ اَمْرِ رَبِّهِمْ وَقَالُوْا يٰصٰلِحُ ائْتِنَا بِمَا تَعِدُنَآ اِنْ كُنْتَ مِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٧٨﴾

٧٨-پوءِ انهن(جوش ۾ اچي)ڏاچيءَ ① جا مُچَ ڪپي ڇڏيائون ۽ پنهنجي رب جي حڪم جي نافرماني ڪئي ۽ چيائون اي صالح! جنهن عذاب جو تون اسان سان واعدو ڪرين ٿو جيڪڏهن تون (سچو) رسول آهين ته ان ڪي آڻِ.

فَاَخَذَتْهُمُ الرَّجْفَةُ فَاَصْبَحُوْا فِيْ دَارِهِمْ جٰثِمِيْنَ ﴿٧٩﴾

٧٩-انهيءَ تي انهن ڪي زلزلي اچي ورتو ۽ اهي پنهنجي گهرن ۾ گوڏن پر ڪريل رهجي ② ويا.

فَتَوَلّٰى عَنْهُمْ وَقَالَ يٰقَوْمِ لَقَدْ اَبْلَغْتُكُمْ رِسَالَةَ رَبِّيْ وَنَصَحْتُ لَكُمْ وَلٰكِنْ لَّا تُحِبُّوْنَ النّٰصِحِيْنَ ﴿٨٠﴾

٨٠- تڏهن صالح انهن(يعني پنهنجي قوم جي ماڻهن)ڪي ڇڏي ٻئي طرف هلي پيو ۽ چيائين اي منهنجي قوم!مون توهان ڪي پنهنجي رب جو پيغام پهچائي ڇڏيو هو ۽ توهانجي خير خواهيءَ جون ڳالهيون توهان ڪي چئي ڇڏيون هيون پر توهان ماڻهو خير خواهن ڪي پسند نه ٿا ڪريو.

وَلُوْطًا اِذْ قَالَ لِقَوْمِهٖٓ اَتَاْتُوْنَ الْفَاحِشَةَ

٨١-۽ (اسان)لوط ڪي به(انهيءَ جي قوم ڏانهن رسول ڪري موڪليو هو)جڏهن

١-اصل ڳالهه هيءَ آهي ته ڏاچيءَ سان ان ماڻهن ڪي ڪو بغض نه هو.نه ڏاچيءَ ڪي مارڻ ڪو ايڏو گناهه آهي،صالحؑ ان ڏاچيءَ تي چڙهي ملڪ ۾ تبليغ ڪندا هئا.انهن ڏاچيءَ ڪي ان ڪري ماريو ته جيئن صالحؑ جي تبليغ ختم ٿي وڃي ۽ هو ماڻهن ۾ بدنام ٿي وڃي.ان ڪري انهن تي عذاب آيو.

٢-يعني عذاب جي وقت دعائن لاءِ هو گوڏن پر ڪري پيا پر جيئن ته اهڙي وقت ۾ توبهه ڪم ناهي ڏيندي،هو انهيءَ حالت ۾ مري ويا ۽ انهن جي جسمن تي زلزلي جي ڪارڻ ڳهر ڪري پيا.

مَا سَبَقَكُمْ بِهَا مِنْ اَحَدٍ مِّنَ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٨١﴾

انهيءَ(وجي) پنهنجي قوم کي چيو،ڇا توهان اهڙي بي حيائي ڪريو ٿا جو توهان کان پهرين سڀني قومن مان ڪنهن به نه ڪئي هئي.

اِنَّكُمْ لَتَاْتُوْنَ الرِّجَالَ شَهْوَةً مِّنْ دُوْنِ النِّسَآءِ ۭ بَلْ اَنْتُمْ قَوْمٌ مُّسْرِفُوْنَ ﴿٨٢﴾

۸۲-ڇا توهان عورتن کي ڇڏي مردن وٽ شهوت جي ارادي سان اچو ٿا.پر(اصل ڳالهه هيءَ آهي ته)توهان حد کان وڌي وڃڻ واري قوم آهيو.

وَمَا كَانَ جَوَابَ قَوْمِهٖٓ اِلَّآ اَنْ قَالُوْٓا اَخْرِجُوْهُمْ مِّنْ قَرْيَتِكُمْ ۚ اِنَّهُمْ اُنَاسٌ يَّتَطَهَّرُوْنَ ﴿٨٣﴾

۸۳-انهيءَ تي انهيءَ جي قوم صرف اهو چيو (اي ماڻهو!)لوط ۽ انهيءَ جي ساٿين کي شهر مان ڪڍي ڇڏيو.اهي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي پاڪائيءَ تي فخر ٿا ڪن.

فَاَنْجَيْنٰهُ وَاَهْلَهٗٓ اِلَّا امْرَاَتَهٗ ڮ كَانَتْ مِنَ الْغٰبِرِيْنَ ﴿٨٤﴾

۸۴-پوءِ اسان انهيءَ کي ۽ انهيءَ جي گهر وارن کي سواءِ انهيءَ جي زال جي نجات ڏني. اها(زال)پوئتي رهڻ وارن مان ٿي ①وئي.

وَاَمْطَرْنَا عَلَيْهِمْ مَّطَرًا ۭ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٨٥﴾ ع

۸۵-۽ اسان انهن تي(پٿرن جو)هڪ مينهن (زلزلي جي سبب)وسايو.پوءِ ڏس ته مجرمن جو انجام ڪهڙو ٿيو②.

وَاِلٰى مَدْيَنَ اَخَاهُمْ شُعَيْبًا ۭ قَالَ يٰقَوْمِ

۸٦-۽ مدين ③ ڏانهن انهن جي ڀاءُ شعيب

١-عذاب کان اڳ حضرت لوطؑ کي چيو ويو هو ته اتان نڪري وڃن. پر انهن جون به نياڻيون اُن شهر ۾ پرڻيل هيون.سندن گهرواريءَ خدا جو حڪم نه مڃيو ۽ ڌيئرن جي محبت ۾ پوئتي رهي پئي.۽ اُها عذاب ۾ مبتلا ٿي وئي.

٢-لوطؑ جي قوم جي وطن ۾ به سخت زلزلو آيو هو جنهن سان زمين هيٺ مٿي ٿي وئي هئي، سخت زلزلن ۾ ائين ٿيندو آهي ته مٿي سوين فٽ مٽي وڃي وري ڪرندي آهي جڻ مٽي ۽ پٿرن جو مينهن هوندو آهي. پومپي آئي(Pompeii_ اٽليءَ جو شهر )۾ ائين ٿيو.سن١٩٠٥ع ۾ ڪانگڙهه ۾ به ائين ٿيو. حال ۾ ئي ڪابل جي اتر ۾ هڪ سخت زلزلو آيو.ان ۾ به ائين ئي ٿيو.

٣-بائيبل مان خبر پوي ٿي ته حضرت ابراهيم عليه السلام جي هڪ گهرواري جيڪا حضرت ساره ۽ حضرت

اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ قَدْ جَآءَتْكُمْ بَيِّنَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ فَاَوْفُوا الْكَيْلَ وَالْمِيْزَانَ وَلَا تَبْخَسُوا النَّاسَ اَشْيَآءَهُمْ وَلَا تُفْسِدُوْا فِي الْاَرْضِ بَعْدَ اِصْلَاحِهَا ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿۸۶﴾ۚ

کي ته (يقيناً اسان رسول ڪري موڪليو) انهن چيو اي منهنجي قوم! اللّٰـه جي عبادت ڪريو، انهيءَ ڪانسواءِ توهان جو ٻيو ڪو به معبود ڪونهي. توهان جي رب جي طرفان هڪ کليل نشان اچي چڪو آهي (يعني خود شعيب عليه السلام) پوءِ گهرجي ته ماپَ ۽ تورَ ۾ پورا ڏيندا ڪيو ۽ ماڻهن کي انهن جون شيون حق کان گهٽ نه ڏيندا ڪيو ۽ زمين ۾ ان جي اصلاح کان پوءِ فساد نه ڪيو جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته هي توهان جي لاءِ تمام سنو آهي.

وَلَا تَقْعُدُوْا بِكُلِّ صِرَاطٍ تُوْعِدُوْنَ

٨٧- ۽ هر رستي تي (انهيءَ نيت سان) نه

**(باقي حاشيو)** حاجره کان علاوه هئي ان مان به حضرت ابراهيم عليه السلام جو هڪ پٽ هو جنهن جو نالو انهن مديَن رکيو هو. ان جو نسل پکڙجندي پکڙجندي حجاز جي اتر ۽ فلسطين جي ڏکڻين علائقي ۾ آباد ٿيو ۽ اهي خليج عقبه کي وڏيڪ ويجها هئا.چاڪاڻ ته جاگرافي لکڻ وارا چون ٿا ته مدين قوم جو شهر مديَن انهيءَ جي ويجهو آهي.اِها ئي خليج عقبه آهي جيڪا اصل ۾ بحيره احمر Red Sea جي اها شاخ آهي جيڪا عرب سان گڏوگڏ گذرندي آهي.۽ جنهن جي باري ۾ اڄڪلهه مصر، سعودي عرب ۽ اسرائيل جي وچ ۾ جهيڙو هلي رهيو آهي.حضرت شعيبؑ انهيءَ قوم ۾ آيو ۽ گهڻو ڪري انهيءَ قوم جو شهر مدين هو جنهن ۾ هو رهيا. مدين شهر جي آبادي گهڻو ڪري اسماعيلي قوم جي هئي. (انسائيڪلو پيڊيا ببليڪا زير لفظ مدين) جيتوڻيڪ حضرت شعيبؑ خود نسل جي لحاظ سان بنوقتوره مان هو. يعني حضرت ابراهيم جي ان گهرواريءَ جو اولاد هئا جيڪا حضرت ساره ۽ حضرت حاجره کان علاوه هئي.پر گهڻوڪري ان سبب جي ڪري جو انهن جي علائقي جا ماڻهو گهڻي قدر بنو اسماعيل يا قريش هئا انهن جا واقعا گهڻي قدر رسول ڪريم ﷺ جي واقعن سان ملندڙ جلندڙ آهن.جهڙوڪ (١) انهن جي مخالفت به گهڻي قدر سندن شهر جي ماڻهن ڪئي ۽ رسول اللّٰـه ﷺ جي مخالفت به گهڻي قدر مڪي وارن ڪئي.(٢) پوءِ اُهي به گهڻو ڪري ڏکڻين فلسطين کان مدين شهر ۾ اچي آباد ٿيا ۽ رسول اللّٰه ﷺ کي جنهن شهر ڏانهن هجرت ڪرڻي پئي ان جو نالو به مدينه ٿي ويو.

وَتَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ مَنْ اٰمَنَ بِهٖ وَتَبْغُوْنَهَا عِوَجًا ۚ وَاذْكُرُوْٓا اِذْ كُنْتُمْ قَلِيْلًا فَكَثَّرَكُمْ ۠ وَانْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿۸۷﴾

ويهندا ڪيو ته جيڪو الله تي ايمان آڻي انهيءَ کي الله جي رستي کان ڊيڄاريو ۽ روڪيو ۽ انهي (خدا جي رستي) ۾ غلطيون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهو ۽ ياد ڪيو جڏهن توهان ٿورا هئا ته خدا توهان کي وڌائي ڇڏيو هو ۽ هميشه نظر ۾ رکو ته فساد ڪرڻ وارن جو انجام ڪهڙو ٿيندو رهيو آهي.

وَاِنْ كَانَ طَآىِٕفَةٌ مِّنْكُمْ اٰمَنُوْا بِالَّذِيْٓ اُرْسِلْتُ بِهٖ وَطَآىِٕفَةٌ لَّمْ يُؤْمِنُوْا فَاصْبِرُوْا حَتّٰى يَحْكُمَ اللّٰهُ بَيْنَنَا ۚ وَهُوَ خَيْرُ الْحٰكِمِيْنَ ﴿۸۸﴾

۸۸- ۽ جيڪڏهن توهان مان ڪنهن ٽولي انهيءَ تي ايمان آندو آهي جنهن سان گڏ مان موڪليو ويو آهيان ۽ ڪو ٽولو اهڙو آهي جنهن ايمان نه آندو آهي ته صبر کان ڪم وٺو. ايستائين جو الله اسان (مومنن ۽ ڪافرن) ۾ فيصلو ڪري ڇڏي ۽ اهو سڀ کان بهتر فيصلي ڪرڻ وارو آهي.

قَالَ الْمَلَاُ الَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖ لَنُخْرِجَنَّكَ يٰشُعَيْبُ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَكَ مِنْ قَرْيَتِنَآ اَوْ لَتَعُوْدُنَّ فِيْ مِلَّتِنَا ۭ قَالَ اَوَلَوْ كُنَّا كٰرِهِيْنَ ﴿۸۹﴾ ۚ

۸۹- انهيءَ جي قوم مان جيڪي ماڻهو متڪبر ٿيا هئا انهن مان وڏن ماڻهن چيو اي شعيب! اسان توکي ۽ انهن کي جن توتي ايمان آندو آهي پنهنجي ملڪ مان ڪڍي① ڇڏينداسين، يا پوءِ تون اسان جي مذهب ۾ موٽي ايندين انهيءَ تي هن چيو ۽ جيڪڏهن اسان (انهيءَ فعل کي) ناپسند به ڪيون (ته ڇا پوءِ به ڪڍي ڇڏيندؤ!)

①- هميشه ڪنهن ملڪ جي ظالم اڪثريت پنهنجي غرور ۾ اقليت کي اهڙيون ئي ڌمڪيون ڏيندي آهي. حالانڪ جاڻن ٿا ته اسان انهن کي ڪڍيو ته انهن جي رهڻ لاءِ ٻي ڪا جاءِ ناهي. ٻيا ملڪ انهن کي داخل ٿيڻ نه ڏيندا.

قَدِ افْتَرَيْنَا عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اِنْ عُدْنَا فِيْ مِلَّتِكُمْ بَعْدَ اِذْ نَجّٰىنَا اللّٰهُ مِنْهَا ؕ وَمَا يَكُوْنُ لَنَآ اَنْ نَّعُوْدَ فِيْهَآ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ رَبُّنَا ؕ وَسِعَ رَبُّنَا كُلَّ شَيْءٍ عِلْمًا ؕ عَلَى اللّٰهِ تَوَكَّلْنَا ؕ رَبَّنَا افْتَحْ بَيْنَنَا وَبَيْنَ قَوْمِنَا بِالْحَقِّ وَاَنْتَ خَيْرُ الْفٰتِحِيْنَ ﴿٩٠﴾

**٩٠**-(حقيقت هيءَ آهي ته) جيڪڏهن اسان توهانجي مذهب ۾ موٽي به اچون انهيءَ ڪانپوءِ جو الله اسان کي انهيءَ کان نجات ڏئي چڏي آهي ته (انهيءَ جي معنٰي هيءَ نه ٿيندي ته توهان سچا آهيو پر هيءَ ٿيندي ته) حقيقت ۾ اسان الله تي ڪوڙ مڙهيو هو ۽ (هاڻي ايمان آڻڻ ڪانپوءِ) الله جي مرضيءَ ڪانسواءِ انهيءَ (پهرئين مذهب) جي طرف اسانجو موٽڻ اسانجي اختيار کان ٻاهر آهي. اسان جو رب هر شيءِ جو ڪامل علم رکي ٿو. اسين الله تي ئي توڪل ڪيون ٿا (۽ چئون ٿا) اي اسانجا رب! اسان جي ۽ اسان جي قوم جي وچ ۾ سچ جي مطابق فيصلو ڪري ڇڏ ۽ تون سيني فيصلي ڪندڙن کان بهتر آهين.

وَقَالَ الْمَلَاُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖ لَئِنِ اتَّبَعْتُمْ شُعَيْبًا اِنَّكُمْ اِذًا لَّخٰسِرُوْنَ ﴿٩١﴾

**٩١**-۽ جيڪي① انهيءَ جي قوم مان ڪافر هئا انهن جي سردارن چيو، جيڪڏهن توهان شعيب جي پيروي ڪندؤ ته توهان نقصان حاصل ڪرڻ وارن مان ٿي ويندؤ.

فَاَخَذَتْهُمُ الرَّجْفَةُ فَاَصْبَحُوْا فِيْ دَارِهِمْ جٰثِمِيْنَ ﴿٩٢﴾

**٩٢**-پوءِ انهن کي هڪ زلزلي اچي ورتو ۽ اُهي پنهنجي گهرن ۾ گوڏن ڀر ڪرڻ جي حالت ۾ پيا رهيا.

الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا شُعَيْبًا كَاَنْ لَّمْ يَغْنَوْا

**٩٣**-اُهي جن شعيب کي ڪوڙو ڪيو

١-يعني شعيبؑ جي قوم.

فِيْهَا ۛۚ اَلَّذِيْنَ كَذَّبُوْا شُعَيْبًا كَانُوْا هُمُ الْخٰسِرِيْنَ ﴿۹۳﴾

هو (اهڙا تباهہ ٿيا جو) ڄڻُ اُهي ڪڏهن پنهنجي ملڪ ۾ رهيا① ئي نہ هئا اُهي جن شعيب ڪي ڪوڙو ڪيو هو اهي گهاٽي ماڻ وارن مان ٿي ويا.

فَتَوَلّٰى عَنْهُمْ وَقَالَ يٰقَوْمِ لَقَدْ اَبْلَغْتُكُمْ رِسٰلٰتِ رَبِّيْ وَنَصَحْتُ لَكُمْ ۚ فَكَيْفَ اٰسٰى عَلٰى قَوْمٍ كٰفِرِيْنَ ﴿۹۴﴾

**۹۴**-انهيءَ تي هو (شعيب) انهن ڪان پني ڦيرائي هليو ويو ۽ چوندو ويو اي منهنجي قوم! مون پنهنجي رب جا پيغام توهان ڪي پهچائي ڇڏيا هئا ۽ توهان ڪي نصيحت ڪري ڇڏي هئي.پوءِ هاڻي مان منڪر قوم تي ڪهڙو افسوس ڪريان.

وَمَآ اَرْسَلْنَا فِيْ قَرْيَةٍ مِّنْ نَّبِيٍّ اِلَّآ اَخَذْنَآ اَهْلَهَا بِالْبَاْسَآءِ وَالضَّرَّآءِ لَعَلَّهُمْ يَضَّرَّعُوْنَ ﴿۹۵﴾

**۹۵**-۽ اسان ڪنهن شهر ڏانهن ڪو رسول نہ موڪليو پر(هيئن ئي ٿيو تہ) اسان انهيءَ ۾ رهڻ وارن ڪي سختيءَ ۽ مصيبت سان پڪڙيو انهيءَ لاءِ تہ هو عاجزي ۽ زاري ڪن.

ثُمَّ بَدَّلْنَا مَكَانَ السَّيِّئَةِ الْحَسَنَةَ حَتّٰى عَفَوْا وَّقَالُوْا قَدْ مَسَّ اٰبَآءَنَا الضَّرَّآءُ وَالسَّرَّآءُ فَاَخَذْنٰهُمْ بَغْتَةً وَّهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿۹۶﴾

**۹۶**-پوءِ اسان تڪليف جي جاءِ تي سهولت ڪي بدلائي ڇڏيو، ايستائين جو جڏهن اهي ترقي ڪري ويا ۽ چوڻ لڳا تہ تڪليفون ۽ سُکَ تہ اسانجي پيءُ ڏاڏن ڪي بہ ايندا هئا (جيڪڏهن اسان ڪي آيا تہ ڪا نئين ڳالهہ ڪانهي) پوءِ اسان انهن

١-يعني جڏهن اڪثريت پنهنجي تڪبر ۾ اقليت ڪي ملڪ ڪان باهرڪيڻ چاهيندي آهي حالانڪ بين ملڪن ۾ انهن لاءِ ڪو ٺڪاڻو نہ هوندو آهي تہ خداتعاليٰ بہ اڪثريت ڪي پنهنجي پيدا ٿيل ملڪ مان ڪيدي ڇڏيندو آهي يعني تباهہ ڪري ڇڏيندو آهي.

کي اوچتو (عذاب سان) پڪڙي ورتو ۽ اُهي سمجهيا نہ ٿي (تہ ائين چو ٿيو).

وَلَوْ اَنَّ اَهْلَ الْقُرٰۤى اٰمَنُوْا وَاتَّقَوْا لَفَتَحْنَا عَلَيْهِمْ بَرَكٰتٍ مِّنَ السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ وَلٰكِنْ كَذَّبُوْا فَاَخَذْنٰهُمْ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿٩٧﴾

**٩٧**-۽ جيڪڏهن انهن ڳوٺن جي رهڻ وارا ايمان آڻين ها ۽ تقويٰ اختيار ڪن ها تہ اسان آسمانن مان ۽ زمين مان انهن لاءِ برڪتن جا دروازا کولي ڇڏيون ها پر انهن (نبين کي) ڪوڙو ڪيو. پوءِ اسان انهن کي انهن جي عملن جي سبب عذاب ۾ گرفتار ڪري ڇڏيو.

اَفَاَمِنَ اَهْلُ الْقُرٰۤى اَنْ يَّاْتِيَهُمْ بَاْسُنَا بَيَاتًا وَّهُمْ نَآئِمُوْنَ ﴿٩٨﴾

**٩٨**-ڇا انهن شهرن(١) ۾ رهڻ وارا (يعني مڪي ۽ انهيءَ جي آس پاس وارا ماڻهو) انهيءَ ڳالهہ کان امن ۾ اچي ويا آهن تہ اسان جو عذاب انهن تي رات جي وقت جڏهن اهي ستل هجن اچي وڃي.

اَوَاَمِنَ اَهْلُ الْقُرٰۤى اَنْ يَّاْتِيَهُمْ بَاْسُنَا ضُحًى وَّهُمْ يَلْعَبُوْنَ ﴿٩٩﴾

**٩٩**-يا انهن شهرن ۾ رهڻ وارن ماڻهو انهيءَ ڳالهہ کان امن ۾ اچي ويا آهن تہ اسان جو عذاب انهن تي ٻنپهرن جي وقت اچي وڃي ۽ اهي کيڏي رهيا(٢) هجن.

اَفَاَمِنُوْا مَكْرَ اللّٰهِ ۚ فَلَا يَاْمَنُ مَكْرَ اللّٰهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿١٠٠﴾ ع

**١٠٠**-ڇا اُهي اللّٰـه جي تدبير کان محفوظ ٿي ويا آهن (جيڪڏهن ائين آهي) تہ ياد رکن تہ نقصان ۾ پوڻ واري قوم کانسواءِ

١- يعني شعيب عليه السلام جي وسندين جي ڀڄاڙي ڏسي ڇا پوءِ بہ مڪي وارا نصيحت حاصل نٿا ڪن؟

٢- هندوستان ۾ منجهند جي وقت بازارن ۽ وراندن ۾ ماڻهو چوسر کيڏندا آهن. خبر پوي ٿي تہ جيئن تہ هي قوم بہ تجارت ڪندڙ هئي انهن ۾ بہ اهڙو ئي ڪو رواج هو.

اَوَلَمْ يَهْدِ لِلَّذِيْنَ يَرِثُوْنَ الْاَرْضَ مِنْۢ بَعْدِ اَهْلِهَآ اَنْ لَّوْ نَشَآءُ اَصَبْنٰهُمْ بِذُنُوْبِهِمْ ۚ وَنَطْبَعُ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ فَهُمْ لَا يَسْمَعُوْنَ ﴿١٠١﴾

ڪا قوم اللّٰـــه جي تدبير کان غافل ناهي هوندي.

**١٠١**۔ڇا انهن ماڻهن کي جيڪي انهن جي اصل رهاڪن کانپوءِ زمين جا وارث بڻيا هن ڳالهہ عقل نہ ڏنو تہ جيڪڏهن اسين چاهيون تہ انهن جي گناهن جي سببان انهن تي بہ عذاب نازل ڪري سگهون ٿا ۽ انهن جي دلين تي مهر بہ لڳائي سگهون ٿا جنهن جي سببان اهي هدايت جي ڳالهين کي ٻڌي نہ سگهندا.

تِلْكَ الْقُرٰى نَقُصُّ عَلَيْكَ مِنْ اَنْۢبَآئِهَا ۚ وَلَقَدْ جَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ ۚ فَمَا كَانُوْا لِيُؤْمِنُوْا بِمَا كَذَّبُوْا مِنْ قَبْلُ ؕ كَذٰلِكَ يَطْبَعُ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوْبِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٠٢﴾

**١٠٢**۔اهي اهڙا ڳوٺ آهن جن جون خبرون اسان توکي ٻڌائي رهيا آهيون ۽ انهن وٽ انهن جا رسول نشان کڻي آيا هئا. پر هنن (انهيءَ تي بہ) ايمان نہ آندو ڇو جو اهي مُنڍَ ۾ انڪار ڪري چڪا هئا. اللّٰه اهڙيءَ طرح ڪافرن جي دلين تي مهر لڳائي ٿو.

وَمَا وَجَدْنَا لِاَكْثَرِهِمْ مِّنْ عَهْدٍ ۚ وَاِنْ وَّجَدْنَآ اَكْثَرَهُمْ لَفٰسِقِيْنَ ﴿١٠٣﴾

**١٠٣**۔۽ اسان انهن مان ڪيترن کي (پنهنجي) عهد جو پابند نہ ماڻيو، پر① اسان يقيناً انهن مان اڪثر کي عهد ٽوڙڻ وارو ئي ماڻيو آهي.

ثُمَّ بَعَثْنَا مِنْۢ بَعْدِهِمْ مُّوْسٰى بِاٰيٰتِنَآ اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ فَظَلَمُوْا بِهَا ۚ فَانْظُرْ

**١٠۴**۔پوءِ اسان انهن (نبين) کانپوءِ موسيٰ کي پنهنجا نشان ڏئي فرعون ۽ انهيءَ جي سردارن ڏانهن موڪليو، تہ هنن انهن

١ ـ ”پر“ واءُ جو ترجمو آهي جيڪو عربيءَ زبان جي لحاظ سان صحيح آهي (مغني).

كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿١٠٤﴾

(نشانن)سان ظلم جو سلوڪ ڪيو.پوءِ تون ڏس تہ فساد ڪرڻ وارن جي پڇاڙي ڇا ٿي.

وَقَالَ مُوْسٰى يٰفِرْعَوْنُ اِنِّيْ رَسُوْلٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٠٥﴾

**١٠٥**- ۽ موسيٰ فرعون کي چيو تہ مان سڀني جهانن جي رب جي طرفان رسول آهيان.

حَقِيْقٌ عَلٰٓى اَنْ لَّآ اَقُوْلَ عَلَى اللّٰهِ اِلَّا الْحَقَّ ؕ قَدْ جِئْتُكُمْ بِبَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ فَاَرْسِلْ مَعِيَ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ﴿١٠٦﴾

**١٠٦**-۽ انهيءَ ڳالهہ جو حقدار آهيان تہ اللّٰه جي متعلق سواءِ سچيءَ ڳالهہ جي ڪجهہ نہ چوان. مان توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان هڪ ڪليل نشان ڪٺي آيو آهيان. پوءِ مون سان بني اسرائيل کي موڪل ڏي.

قَالَ اِنْ كُنْتَ جِئْتَ بِاٰيَةٍ فَاْتِ بِهَآ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿١٠٧﴾

**١٠٧**-انهي(فرعون)چيو، جيڪڏهن تون ڪو نشان ڪٺي آيو آهين ۽ تون واقعي سچو آهين تہ انهيءَ کي ظاهر ڪر.

فَاَلْقٰى عَصَاهُ فَاِذَا هِيَ ثُعْبَانٌ مُّبِيْنٌ ﴿١٠٨﴾

**١٠٨**-انهيءَ تي هن(موسيٰ)پنهنجي لٺ (زمين تي)ڦٽي ڪئي ۽ اوچتو اهو هڪ ظاهرظهور نانگ نظر اچڻ لڳو.

وَّنَزَعَ يَدَهٗ فَاِذَا هِيَ بَيْضَآءُ لِلنّٰظِرِيْنَ ﴿١٠٩﴾ ع

**١٠٩**-پوءِ انهيءَ پنهنجو هٿ ٻاهر ڪڍيو تہ اهو ڏسڻ وارن جي نظر ۾ بلڪل اڇو هو.

قَالَ الْمَلَاُ مِنْ قَوْمِ فِرْعَوْنَ اِنَّ هٰذَا لَسٰحِرٌ عَلِيْمٌ ﴿١١٠﴾

**١١٠**- انهيءَ تي فرعون جي قوم جي سردارن چيو هيءُ ڪو وڏي علم وارو جادوگر آهي.

يُّرِيْدُ اَنْ يُّخْرِجَكُمْ مِّنْ اَرْضِكُمْ ۚ فَمَاذَا تَاْمُرُوْنَ ﴿١١١﴾

**١١١**-جيڪو توهان کي توهان جي ملڪ کان ٻاهر ڪڍڻ چاهي ٿو پوءِ توهان (انهيءَ جي باري ۾) ڪهڙو مشورو ڏيو ٿا؟.

قَالُوْٓا اَرْجِهْ وَاَخَاهُ وَاَرْسِلْ فِي

**١١٢**-(انهيءَ تي سردارن) چيو موسيٰ کي

الْمَدَآئِنِ حٰشِرِيْنَ ﴿١١٢﴾

ءِ انهيءَ جي پاءُ ڪي (ڪجهه) ڍر ڏيو ۽ سيني شهرن ۾ پڙهي ڏيڻ وارا موڪليو.

يَأْتُوْكَ بِكُلِّ سٰحِرٍ عَلِيْمٍ ﴿١١٣﴾

١١٣-(ته جيئن) اهي توهان وٽ هر هڪ ڄاڻو جادوگر کي آڻين.

وَجَآءَ السَّحَرَةُ فِرْعَوْنَ قَالُوْٓا اِنَّ لَنَا لَاَجْرًا اِنْ كُنَّا نَحْنُ الْغٰلِبِيْنَ ﴿١١٤﴾

١١٤-۽ (انهيءَ ڪوشش جي نتيجي ۾) سڀ جادوگر فرعون وٽ گڏ ٿي ويا ۽ انهن چيو جيڪڏهن اسين غالب ٿياسين ته ڇا اسان کي ڪجهه انعام (به) ملندو.

قَالَ نَعَمْ وَاِنَّكُمْ لَمِنَ الْمُقَرَّبِيْنَ ﴿١١٥﴾

١١٥-انهيءَ تي هن(فرعون)چيو، ڇو نه انهيءَ کانسواءِ توهان منهنجي پسنديده جماعت (به) ٿي ويندؤ.

قَالُوْا يٰمُوْسٰٓى اِمَّآ اَنْ تُلْقِيَ وَاِمَّآ اَنْ نَّكُوْنَ نَحْنُ الْمُلْقِيْنَ ﴿١١٦﴾

١١٦-انهن چيو اي موسیٰ! ڇا تون پهريائين اڇلائيندين يا اسان(پهرئين)اڇلائڻ جي همت ڪريون.

قَالَ اَلْقُوْا ۚ فَلَمَّآ اَلْقَوْا سَحَرُوْٓا اَعْيُنَ النَّاسِ وَاسْتَرْهَبُوْهُمْ وَجَآءُوْ بِسِحْرٍ عَظِيْمٍ ﴿١١٧﴾

١١٧-موسیٰ چيو، توهان (پهريائين) اڇلايو. پوءِ جڏهن انهن (پنهنجون لٺيون ۽ رسيون) اڇلايون، ته ماڻهن جي اکين تي فريب ڪري ڇڏيو ۽ انهن کي ڊيڄاري ڇڏيو ۽ هڪ تمام وڏو فريب (ماڻهن جي سامهون) انهن پيش ڪيو.

وَاَوْحَيْنَآ اِلٰى مُوْسٰٓى اَنْ اَلْقِ عَصَاكَ ۚ فَاِذَا هِيَ تَلْقَفُ مَا يَاْفِكُوْنَ ﴿١١٨﴾

١١٨-۽ اسان موسیٰ تي وحي ڪئي ته تون پنهنجي لٺ ڦٽي ڪر(جڏهن انهيءَ ائين ڪيو) ته اوچتو (ائين معلوم ٿيو ته) هو جادوگرن جي فريب کي ڳهندي① ٿي وڃي.

١ـ هي محاوري جو ڪلام آهي، مطلب هي آهي ته ان جو اثر ختم ڪندو پيو وڃي. اصل ڳالهه

فَوَقَعَ الْحَقُّ وَبَطَلَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ۚ﴿۱۱۹﴾

**۱۱۹**- پوءِ حق ظاهر ٿي ويو ۽ جيڪي ڪجهه انهن جادوگرن ڪيو ٿي اهو نابود ٿي ويو.

فَغُلِبُوْا هُنَالِكَ وَانْقَلَبُوْا صٰغِرِيْنَ ۚ﴿۱۲۰﴾

**۱۲۰**-تڏهن اهي (جادوگر) مغلوب ٿي ويا ۽ ذليل ٿي ويا.

وَاُلْقِيَ السَّحَرَةُ سٰجِدِيْنَ ۚ﴿۱۲۱﴾

**۱۲۱**-۽ اهي (جادوگر) فرمانبرداري ڪندي سجدي ۾ ڪري پيا.

قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۙ﴿۱۲۲﴾

**۱۲۲**-۽ چوڻ لڳا اسان سڀني جهانن جي رب تي ايمان آڻيون ٿا.

رَبِّ مُوْسٰى وَهٰرُوْنَ ﴿۱۲۳﴾

**۱۲۳**-(جيڪو) موسىٰ ۽ هارون جو رب (آهي).

قَالَ فِرْعَوْنُ اٰمَنْتُمْ بِهٖ قَبْلَ اَنْ اٰذَنَ لَكُمْ ۚ اِنَّ هٰذَا لَمَكْرٌ مَّكَرْتُمُوْهُ فِي الْمَدِيْنَةِ لِتُخْرِجُوْا مِنْهَآ اَهْلَهَا ۚ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿۱۲۴﴾

**۱۲۴**-فرعون چيو ڇا توهان هن تي ايمان آندو ان کان اڳ جو مان توهان کي اجازت ڏيان ها(معلوم ٿئي ٿو) هيءَ هڪ تدبير آهي جا توهان سڀني ملي شهر ۾ ٺاهي آهي انهيءَ لاءِ ته انهيءَ مان انهيءَ جي رهاڪن کي ڪڍي ڇڏيو پوءِ جلد ئي توهان کي (انهيءَ جو نتيجو) معلوم ٿي ويندو.

لَاُقَطِّعَنَّ اَيْدِيَكُمْ وَاَرْجُلَكُمْ مِّنْ

**۱۲۵**-مان توهان جي هٿن ۽ توهان جي پيرن کي(پنهنجي)خلاف ورزي① جي

**(باقي حاشيو)** هي آهي ته انهن پنهنجي نوڙين ۾ لوهه جا پيچ لڳايا هئا ۽ سونٽن ۾ پارو پريل هو جنهن جي ڪري اهي ڇُر پُر ڪندا هئا جهڙوڪ اڄڪلهه يورپ جا رانديڪا ٿيندا آهن. موسىٰ جڏهن انهن تي پنهنجو عصا(سوٽو)هنيو ته پيچ ٽٽي پيا ۽ پارو نڪري ويو ۽ سڀ فريب ظاهر ٿي پيو. ان کي محاوري جي زبان ۾ ڳهَڻُ چيو ويو آهي.

١-مفسر مِنْ خِلَافٍ جي معنىٰ هيءَ ڪندا آهن ته ساڄو ۽ کٻو هٿ يا آمهون سامهون جا پير وڍي

خِلَافٍ ثُمَّ لَاُصَلِّبَنَّكُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿۱۲۵﴾

سبب کپي ڇڏيندس. پوءِ توهان سڀني کي صليب تي لٽڪائيندس.

قَالُوْٓا اِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا مُنْقَلِبُوْنَ ﴿۱۲۶﴾

**۱۲۶**۔انهن چيو (پوءِ ڇا ٿيندو) اسان ته پنهنجي رب ڏانهن ئي موٽي وڃڻ وارا آهيون.

وَمَا تَنْقِمُ مِنَّآ اِلَّآ اَنْ اٰمَنَّا بِاٰيٰتِ رَبِّنَا لَمَّا جَآءَتْنَا ؕ رَبَّنَآ اَفْرِغْ عَلَيْنَا صَبْرًا وَّتَوَفَّنَا مُسْلِمِيْنَ ﴿۱۲۷﴾

**۱۲۷**۔۽ تون اسان سان صرف هن ڳالهه تان ڪاوڙيو آهين ته اسان پنهنجي رب جي نشانن تي جڏهن اهي اسان وٽ آيا،ايمان آندو آهي (۽ اسان دعا ڪيون ٿا ته) اي اسانجا رب اسان تي صبر نازل ڪر ۽ اسانکي مسلمان هئڻ جي حالت ۾ وفات ڏي.

وَقَالَ الْمَلَاُ مِنْ قَوْمِ فِرْعَوْنَ اَتَذَرُ مُوْسٰى وَقَوْمَهٗ لِيُفْسِدُوْا فِي الْاَرْضِ وَيَذَرَكَ وَاٰلِهَتَكَ ؕ قَالَ سَنُقَتِّلُ اَبْنَآءَهُمْ وَنَسْتَحْيٖ نِسَآءَهُمْ ۚ وَاِنَّا فَوْقَهُمْ قٰهِرُوْنَ ﴿۱۲۸﴾

**۱۲۸**۔۽ فرعون جي قوم مان (ڪن)سردارن چيو، ته ڇا تون موسيٰ ۽ انهيءَ جي قوم کي (آزاد) ڇڏي ڏنو آهي ته اسان جي ملڪ ۾ فساد ڪن ۽ توکي ۽ تنهنجي معبودن کي ڇڏي ڏين.انهيءَ (فرعون) چيو، اسان ضرور انهن جي پٽن کي قتل ڪنداسين ۽ انهن جي عورتن کي زنده رکنداسين ۽ اسان انهن تي غالب آهيون.

قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهِ اسْتَعِيْنُوْا بِاللّٰهِ وَاصْبِرُوْا ۚ اِنَّ الْاَرْضَ لِلّٰهِ ۙ يُوْرِثُهَا مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ ؕ وَالْعَاقِبَةُ

**۱۲۹**۔(انهيءَ تي) موسيٰ پنهنجي قوم کي چيو، اللّٰه کان مدد گهرندا رهو ۽ صبر کان ڪم وٺو. ملڪ ته اللّٰه جو آهي، پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي چاهي ٿو

**(باقي حاشيو)** ڇڏيندس.پر ان جي معنيٰ خلاف ورزيءَ جي سبب جي به آهي ۽ اُها ئي معنيٰ اسان ڪئي آهي.

لِلۡمُتَّقِيۡنَ ﴿۱۲۹﴾

انهيءَ جو وارث ڪري ڇڏي ٿو ۽ (سٺي) پڇاڙي متقين جي ئي هٿ رهندي آهي.

قَالُوۡۤا اُوۡذِيۡنَا مِنۡ قَبۡلِ اَنۡ تَاۡتِيَنَا وَمِنۡۢ بَعۡدِ مَا جِئۡتَنَا ؕ قَالَ عَسٰى رَبُّكُمۡ اَنۡ يُّهۡلِكَ عَدُوَّكُمۡ وَيَسۡتَخۡلِفَكُمۡ فِى الۡاَرۡضِ فَيَنۡظُرَ كَيۡفَ تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۱۳۰﴾ ع

**۱۳۰**-انهن (يعني موسٰي جي قوم جي ماڻهن) چيو، تنهنجي اچڻ کان پهريائين به اسان کي تڪليف ڏني ويندي هئي ۽ جڏهن کان تون اسان وٽ آيو آهين انهيءَ وقت کان به اسان کي تڪليف ڏني وڃي ٿي. انهيءَ (موسٰي) جواب ڏنو ته ويجهو آهي جو توهان جو رب توهان جي دشمن کي تباهه ڪري ڇڏي ۽ ملڪ ۾ توهان کي پنهنجو جانشين بڻائي ڇڏي ۽ پوءِ ڏسي ته توهان ڪهڙي طرح عمل ڪيو ٿا.

وَلَقَدۡ اَخَذۡنَاۤ اٰلَ فِرۡعَوۡنَ بِالسِّنِيۡنَ وَنَقۡصٍ مِّنَ الثَّمَرٰتِ لَعَلَّهُمۡ يَذَّكَّرُوۡنَ ﴿۱۳۱﴾

**۱۳۱**-۽ اسان آل فرعون کي (مصيبت وارن) سالن ۽ ميون جي پيداوار جي گهٽتائيءَ (۽ اولاد جي مري وڃڻ) سان پڪڙيو انهيءَ لاءِ ته اهي نصيحت حاصل ڪن.

فَاِذَا جَآءَتۡهُمُ الۡحَسَنَةُ قَالُوۡا لَنَا هٰذِهٖ ۚ وَاِنۡ تُصِبۡهُمۡ سَيِّئَةٌ يَّطَّيَّرُوۡا بِمُوۡسٰى وَمَنۡ مَّعَهٗ ؕ اَلَاۤ اِنَّمَا طٰٓئِرُهُمۡ عِنۡدَ اللّٰهِ وَلٰـكِنَّ اَكۡثَرَهُمۡ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ﴿۱۳۲﴾

**۱۳۲**-پوءِ جڏهن انهن تي خوشحاليءَ جو زمانو آيو ٿي ته اهي چوندا هئا ته هيءُ ته اسانجو حق آهي ۽ جيڪڏهن انهن تي مصيبت جو زمانو ايندو هو ته موسٰي ۽ انهيءَ جي ساٿين جي نِياڳائيءَ جو نتيجو سمجهندا هئا. خبردار انهن جي نحوست (جو سامان) اللّٰه وٽ محفوظ آهي پر انهن مان گهڻا سمجهن نٿا.

وَقَالُوْا مَهْمَا تَأْتِنَا بِهٖ مِنْ اٰيَةٍ لِّتَسْحَرَنَا بِهَا ۙ فَمَا نَحْنُ لَكَ بِمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۳۳﴾

**۱۳۳**۔ ۽ انهن① ماڻهن چيو. جڏهن به ڪو نشان تون اسان وٽ آڻيندين انهيءَ لاءِ ته تون انهيءَ جي ذريعي اسان کي فريب ڏين ته اسان توتي هرگز ايمان نه آڻينداسين.

فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمُ الطُّوْفَانَ وَالْجَرَادَ وَالْقُمَّلَ وَالضَّفَادِعَ وَالدَّمَ اٰيٰتٍ مُّفَصَّلٰتٍ ۫ فَاسْتَكْبَرُوْا وَكَانُوْا قَوْمًا مُّجْرِمِيْنَ ﴿۱۳۴﴾

**۱۳۴**۔ تڏهن اسان انهن تي طوفان ۽ ماڪڙ ۽ جُوئان ۽ ڏيڏر ۽ رَتُ② موڪليو. (اهي) جدا جدا نشان (هئا) تڏهن به انهن تڪبر ڪيو ۽ اهي مجرم قوم بڻجي ويا③.

وَلَمَّا وَقَعَ عَلَيْهِمُ الرِّجْزُ قَالُوْا يٰمُوْسَى ادْعُ لَنَا رَبَّكَ بِمَا عَهِدَ عِنْدَكَ ۚ لَئِنْ كَشَفْتَ عَنَّا الرِّجْزَ لَنُؤْمِنَنَّ لَكَ وَلَنُرْسِلَنَّ مَعَكَ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ﴿۱۳۵﴾

**۱۳۵**۔ ۽ جڏهن(به) انهن تي عذاب نازل ٿيو ٿي ته اهي ماڻهو رڙيون ڪندي اٿيا ٿي ته اي موسیٰ! پنهنجي رب کي اهي سيئي وعدا ياد ڏياري پڪار جيڪي انهيءَ تو سان ڪيا آهن جيڪڏهن تو اسان تان عذاب ٽاري ڇڏيو ته اسين توتي ايمان آڻينداسين ۽ بني اسرائيل کي تو سان گڏ موڪليندا سين.

فَلَمَّا كَشَفْنَا عَنْهُمُ الرِّجْزَ اِلٰٓى اَجَلٍ هُمْ بٰلِغُوْهُ اِذَا هُمْ يَنْكُثُوْنَ ﴿۱۳۶﴾

**۱۳۶**۔ پر جڏهن اسان انهيءَ وقت تائين انهن تان عذاب ٽاريو جيڪو هنن لاءِ

---

۱۔ فرعون جي قوم ڏانهن اشارو آهي.

۲۔ درياهه خون ٿي ويو (خروج باب ۷ آيت ۲۰، ۲۱) ڏيڏر ۽ جُوئان (خروج باب ۸) طوفان يعني ڳڙا وغيره (خروج باب ۹) ماڪڙ (خروج باب ۱۰).

۳۔ ڪَانَ، صَارَ جي معنيٰ ۾ به ايندو آهي. (اقرب) ۽ هتي اها ئي معنيٰ ڪئي وئي آهي.

مقدر هو، تہ هو هڪدم وعدي خلافي ڪرڻ لڳي ويا.

فَانْتَقَمْنَا مِنْهُمْ فَاَغْرَقْنٰهُمْ فِي الْيَمِّ بِاَنَّهُمْ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَكَانُوْا عَنْهَا غٰفِلِيْنَ ﴿١٣٧﴾

**۱۳۷**۔پوءِ اسان هنن کان (سندن شرارتن جو) بدلو ورتو ۽ انهن کي سمنڊ① ۾ غرق ڪري ڇڏيو ڇو جو هو اسان جي آيتن کي ڪوڙو ڪندا هئا ۽ انهن سان غفلت جو ورتاءُ ڪندا هئا.

وَاَوْرَثْنَا الْقَوْمَ الَّذِيْنَ كَانُوْا يُسْتَضْعَفُوْنَ مَشَارِقَ الْاَرْضِ وَمَغَارِبَهَا الَّتِيْ بٰرَكْنَا فِيْهَا ؕ وَتَمَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ الْحُسْنٰى عَلٰى بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ۙ بِمَا صَبَرُوْا ؕ وَدَمَّرْنَا مَا كَانَ يَصْنَعُ فِرْعَوْنُ وَقَوْمُهٗ وَمَا كَانُوْا يَعْرِشُوْنَ ﴿١٣٨﴾

**۱۳۸**۔۽ اسان انهيءَ② قوم کي جنهن کي ضعيف سمجهيو ويندو هو انهيءَ ③ ملڪ جي اوڀر وارن حصن جو بہ ۽ اولهہ وارن حصن جو بہ وارث بڻائي ڇڏيو جنهن کي اسان برڪت ڏني هئي ۽ تنهنجي رب جو بني اسرائيل سان ڪيل سٺي ۾ سٺو ڪلام (يعني سٺي ۾ سٺو واعدو) پورو ٿي ويو تنهنڪري جو هُنن(ظلمن تي)صبر ڪيو ۽ فرعون ۽ سندس قوم جيڪي ڪجهہ ناهي رهيا هئا ۽ جيڪي اوچيون جايون ناهي رهيا هئا تن سڀني کي اسان ڊهي ڇڏيو.

وَجٰوَزْنَا بِبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ الْبَحْرَ فَاَتَوْا عَلٰى قَوْمٍ يَّعْكُفُوْنَ عَلٰٓى اَصْنَامٍ

**۱۳۹**۔۽ اسان بني اسرائيل کي سمنڊ پار اڪاري ڇڏيو ايستائين جو هو(هلندي هلندي) هڪ④ اهڙيءَ قوم وٽ پهتا

---

١۔يعني جڏهن اُهي موسيٰ عليه السلام کي پڪڙڻ لاءِ سمنڊ ڏانهن ويا.

**۲**۔يعني موسيٰ عليه السلام جي قوم.

**۳**۔مراد فلسطين آهي.

**۴**۔ اِهي فلسطين جا ساڻهو هُئا جيڪي اُن وقت بتن جي پوڄا ڪندڙ هئا ۽ گهڻو ڪري بنو اسماعيل

لَّهُمْ ۚ قَالُوْا يٰمُوْسَى اجْعَلْ لَّنَآ اِلٰهًا كَمَا لَهُمْ اٰلِهَةٌ ۭ قَالَ اِنَّكُمْ قَوْمٌ تَجْهَلُوْنَ ۝١٣٩

جيڪا پنهنجي بتن اڳيان عبادت ۾ مشغول هئي (تڏهن) انهن چيو اي موسىٰ! اسان لاءِ به ڪي اهڙا معبود بڻاءِ جهڙا انهن جا معبود آهن. (موسىٰ) چيو، توهين ته هڪ جاهل قوم آهيو.

اِنَّ هٰٓؤُلَاۗءِ مُتَبَّرٌ مَّا هُمْ فِيْهِ وَبٰطِلٌ مَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ۝١٤٠

١٤٠-جنهن ڪم ۾ اهي لڳل آهن سو ته يقيناً تباهه ٿيڻ وارو آهي ۽ جيڪي ڪجهه هو ڪري رهيا آهن سڀ بيڪار ويندو.

قَالَ اَغَيْرَ اللّٰهِ اَبْغِيْكُمْ اِلٰهًا وَّهُوَ فَضَّلَكُمْ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ۝١٤١

١٤١-(پوءِ) چيائين، ڇا مان الله کان سواءِ توهان جي لاءِ ڪو معبود تلاش ڪيان جيتوڻيڪ هن توهان کي سڀني جهانن تي فضيلت ڏني آهي.

وَاِذْ اَنْجَيْنٰكُمْ مِّنْ اٰلِ فِرْعَوْنَ يَسُوْمُوْنَكُمْ سُوْۗءَ الْعَذَابِ ۚ يُقَتِّلُوْنَ اَبْنَاۗءَكُمْ وَيَسْتَحْيُوْنَ نِسَاۗءَكُمْ ۭ وَفِيْ ذٰلِكُمْ بَلَاۗءٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ عَظِيْمٌ ۝١٤٢ ع

١٤٢-۽ (ياد ڪيو) جڏهن اسان توهان کي آل فرعون کان نجات ڏني جيڪي توهان کي تمام تڪليف ڏيندڙ عذاب پهچائيندا هئا. توهان جي پٽن کي قتل ڪندا هئا ۽ توهان جي عورتن کي زنده رکندا هئا ۽ انهيءَ ۾ توهان جي رب جي طرفان وڏو امتحان هو.

وَوٰعَدْنَا مُوْسٰى ثَلٰثِيْنَ لَيْلَةً وَّاَتْمَمْنٰهَا

١٤٣- ۽① اسان موسىٰ سان ٽيهن راتين

---

**(باقي حاشيو)** مان عاد قوم جا ماڻهو هئا.

١ ـ هن جڳهه جيڪي واقعا بيان ٿيا آهن جاگرافيءَ جي مطابق سلسلي وار بيان ناهن ٿيا بلڪ عبرت ۽ نصيحت کي سامهون رکي جيڪو قرآن ڪريم جو اصل مقصد آهي بيان ٿيا آهن. جيتوڻيڪ زماني ۽

بِعَشْرٍ فَتَمَّ مِيْقَاتُ رَبِّهٖٓ اَرْبَعِيْنَ لَيْلَةً ۚ وَقَالَ مُوْسٰى لِاَخِيْهِ هٰرُوْنَ اخْلُفْنِيْ فِيْ قَوْمِيْ وَاَصْلِحْ وَلَا تَتَّبِعْ سَبِيْلَ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿١٤٣﴾

جو واعدو ڪيو. پوءِ انهن (ٽيهن راتين) ۾ ڏهه ٻيون ملائي مڪمل ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح انهيءَ جي رب جو مقرر ڪيل واعدو چاليهن راتين جي صورت ۾ پورو ٿي ويو ۽ موسىٰ پنهنجي ڀاءُ هارون کي چيو (مون کان پوءِ) منهنجي قوم ۾ منهنجي نمائندگي ڪر ۽ انهن جي اصلاح کي مد نظر رک ۽ فساد ڪرڻ وارن جو رستو اختيار نه ڪر.

وَلَمَّا جَآءَ مُوْسٰى لِمِيْقَاتِنَا وَكَلَّمَهٗ رَبُّهٗ ۙ قَالَ رَبِّ اَرِنِيْٓ اَنْظُرْ اِلَيْكَ ؕ قَالَ لَنْ تَرٰىنِيْ وَلٰكِنِ انْظُرْ اِلَى الْجَبَلِ فَاِنِ اسْتَقَرَّ مَكَانَهٗ فَسَوْفَ تَرٰىنِيْ ۚ فَلَمَّا تَجَلّٰى رَبُّهٗ لِلْجَبَلِ جَعَلَهٗ دَكًّا وَّخَرَّ مُوْسٰى صَعِقًا ۚ فَلَمَّآ اَفَاقَ قَالَ سُبْحٰنَكَ تُبْتُ اِلَيْكَ وَاَنَا اَوَّلُ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٤٤﴾

۱۴۴- ۽ جڏهن موسىٰ اسان جي مقرر ڪيل وقت جي مطابق مقرر ڪيل جاءِ تي اچي ويو ۽ سندس رب انهيءَ سان ڪلام ڪيو، ته (موسىٰ) چيو اي منهنجا رب! (پنهنجو وجود) مون کي ڏيکار انهيءَ لاءِ ته مان توکي ڏسان، انهيءَ جواب ڏنو تون مونکي هرگز نه ڏسي سگهندين، پر جبل ڏانهن ڏس جيڪڏهن اهو پنهنجي جاءِ تي قائم رهيو ته تون مون کي ڏسي وٺندين. پوءِ جڏهن انهيءَ (موسىٰ) جي رب جبل تي پنهنجو تجلّو ڏيکاريو ته انهيءَ کي ٽُڪرا ٽُڪرا ڪري ڇڏيائين ۽ موسي بي هوش ٿي ڪري پيو. پوءِ جڏهن هن کي آرام آيو ته هن چيو (اي رب!) تون هر عيب کان پاڪ آهين. مان تو ڏانهن ئي جهڪان ٿو ۽ مان (هن زماني ۾) سڀني ايمان

**(باقي حاشيو)** جاگرافيءَ جي ترتيب جي لحاظ سان اڳتي پوئتي ٿي ويا آهن.

آٿ وارن کان ڀهرئين درجي تي آهيان.

قَالَ يٰمُوْسٰٓى اِنِّى اصْطَفَيْتُكَ عَلَى النَّاسِ بِرِسٰلٰتِىْ وَ بِكَلَامِىْ ۖ فَخُذْ مَآ اٰتَيْتُكَ وَكُنْ مِّنَ الشّٰكِرِيْنَ ﴿١٤٥﴾

١۴۵-(خدا جواب ۾)چيو اي موسىٰ! مون توکي (هن زماني جي) سڀني انسانن تي پنهنجي رسالت ۽ پنهنجي ڪلام جي ذريعي برتري بخشي آهي. پوءِ جو ڪجهه مون توکي ڏنو آهي انهيءَ کي مضبوطيءَ سان قابو ڪر ۽ شڪر گذار ٻانهن ۾ شامل ٿي وڃ.

وَكَتَبْنَا لَهٗ فِى الْاَلْوَاحِ مِنْ كُلِّ شَىْءٍ مَّوْعِظَةً وَّتَفْصِيْلًا لِّكُلِّ شَىْءٍ ۚ فَخُذْهَا بِقُوَّةٍ وَّاْمُرْ قَوْمَكَ يَاْخُذُوْا بِاَحْسَنِهَا ۗ سَاُورِيْكُمْ دَارَ الْفٰسِقِيْنَ ﴿١٤٦﴾

١۴٦-۽ اسان انهيءَ لاءِ ڪجهه تختين ۾ پنهنجا اهڙا احڪام لکيا جيڪي هر قسم جي نصيحت تي مشتمل هئا ۽ جن ۾ (هن زماني جي لاءِ) هر ڪنهن ضروري شيءِ جو تفصيل موجود هو (۽ پوءِ اسان انهيءَ کي چيو ته) انهن حڪمن کي مضبوطيءَ سان قابو ڪر ۽ پنهنجي قوم کي به چؤ ته اهي انهيءَ جي اعلىٰ ڳالهين کي مضبوطيءَ سان قابو ڪن. مان جلد ئي توهان کي بدڪارن جو گهر ڏيکاريندس①.

سَاَصْرِفُ عَنْ اٰيٰتِىَ الَّذِيْنَ يَتَكَبَّرُوْنَ فِى الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ ۗ وَاِنْ يَّرَوْا كُلَّ اٰيَةٍ لَّا يُؤْمِنُوْا بِهَا ۚ وَاِنْ يَّرَوْا سَبِيْلَ الرُّشْدِ لَا يَتَّخِذُوْهُ سَبِيْلًا ۚ وَاِنْ يَّرَوْا سَبِيْلَ الْغَىِّ يَتَّخِذُوْهُ سَبِيْلًا ۗ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ

١۴٧-مان جلد ئي انهن ماڻهن کي جن بغير ڪنهن حق جي دنيا ۾ تڪبر ڪيو آهي پنهنجي نشانن کان (محروم ڪري) پري ڪري ڇڏيندس ۽ جيڪڏهن اهي هر (ممڪن) نشان به ڏسي وٺن ته انهن آيتن تي ايمان نه آڻيندا ۽ جيڪڏهن اهي سڌو

١-يعني بدچالن کي سزا ڏئي انهن جي انجام کي روشن ڪري ڇڏيندس.

كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَكَانُوْا عَنْهَا غٰفِلِيْنَ﴿۱۴۷﴾

رستو ڏسي به وٺن ته انهيءَ ڪي ڪڏهن به پنهنجو نه بڻائيندا ۽ جيڪڏهن اهي گمراهيءَ جو رستو ڏسن ته انهيءَ ڪي پنهنجو بڻائي وٺندا. اهو انهيءَ ڪري آهي جو انهن اسانجي آيتن ڪي ڪوڙو ڪيو ۽ انهن سان غفلت جو ورتاءَ ڪري هيا آهن.

وَالَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَلِقَآءِ الْاٰخِرَةِ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ ؕ هَلْ يُجْزَوْنَ اِلَّا مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ﴿۱۴۸﴾ ع

۱۴۸-۽ اهي ماڻهو جن اسانجي آيتن ڪي ۽ موت ڪان پوءِ ملاقات ڪي ڪوڙو ڪيو آهي انهن جا سڀ عمل ضائع ٿي ويا آهن. اهي صرف پنهنجي (مخلصانه) عمل جو بدلو ماڻيندا.

وَاتَّخَذَ قَوْمُ مُوْسٰى مِنْۢ بَعْدِهٖ مِنْ حُلِيِّهِمْ عِجْلًا جَسَدًا لَّهٗ خُوَارٌ ؕ اَلَمْ يَرَوْا اَنَّهٗ لَا يُكَلِّمُهُمْ وَلَا يَهْدِيْهِمْ سَبِيْلًا ۘ اِتَّخَذُوْهُ وَكَانُوْا ظٰلِمِيْنَ﴿۱۴۹﴾

۱۴۹-۽ موسيٰ جي قوم ان جي (سفر تي ① وڃڻ) ڪانپوءِ پنهنجي زيورن مان هڪ ڳابو بڻايو. اهو رڳو هڪ بي روح جسم هو جنهن مان فقط هڪ بي معنيٰ② آواز نڪتو③ ٿي. ڇا انهن ايترو نه سوچيو ته اهو نه ته انهن سان ڪا معقول ڳالهه ڪري ٿو ۽ نه انهن ڪي ڪو هدايت جو

١ـ هي اهو سفر آهي جنهن جو ذڪر آيت ١٤٣ ۾ ٿي چڪو آهي يعني جڏهن هو خدا تعاليٰ جي دعوت تي چاليهه راتين لاءِ جبل تي ويا هئا.

٢ـ هي خُوَارٌ جو ترجمو آهي جنهن جي معنيٰ ڳئون، ڏاند، ٻڪري، رڍ جي آواز جي هوندي آهي جيڪو بيڪار هوندو آهي. (اقرب)

٣ـ يعني اهو ڳابو اهڙو هو جو جڏهن هڪ پاسي ڪان هن ۾ هوا داخل ٿيندي هئي ته ان مان سيٽي جهڙو آواز نڪرندو هو جيئن رانديڪن ۾ ٿيندو آهي.

وَلَمَّا سُقِطَ فِيْٓ اَيْدِيْهِمْ وَرَاَوْا اَنَّهُمْ قَدْ ضَلُّوْا ۙ قَالُوْا لَىِٕنْ لَّمْ يَرْحَمْنَا رَبُّنَا وَيَغْفِرْ لَنَا لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿١٥٠﴾

رستو ڏيکاري ٿو. انهن انهيءَ کي بغير سبب جي معبود بڻائي ورتو ۽ مشرڪ بڻجي ويا.

**١٥٠**- ۽ جڏهن اهي شرمنده ٿي ويا ۽ انهن سمجهي ورتو ته اهي گمراهيءَ ۾ پئجي ويا هئا ته انهن چيو جيڪڏهن اسان جو رب اسان تي رحم نه ڪندو ۽ اسان کي معاف نه ڪندو ته اسان نقصان ماڻڻ وارن مان ٿي ويندا سين.

وَلَمَّا رَجَعَ مُوْسٰٓى اِلٰى قَوْمِهٖ غَضْبَانَ اَسِفًا ۙ قَالَ بِئْسَمَا خَلَفْتُمُوْنِيْ مِنْۢ بَعْدِيْ ۚ اَعَجِلْتُمْ اَمْرَ رَبِّكُمْ ۚ وَاَلْقَى الْاَلْوَاحَ وَاَخَذَ بِرَاْسِ اَخِيْهِ يَجُرُّهٗٓ اِلَيْهِ ۭ قَالَ ابْنَ اُمَّ اِنَّ الْقَوْمَ اسْتَضْعَفُوْنِيْ وَكَادُوْا يَقْتُلُوْنَنِيْ ڮ فَلَا تُشْمِتْ بِيَ الْاَعْدَاۗءَ وَلَا تَجْعَلْنِيْ مَعَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٥١﴾

**١٥١**- ۽ جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم ڏانهن غصي ۽ افسوس سان پريل موٽيو ته انهيءَ چيو ته مون کان پوءِ جيڪا توهان منهنجي نمائندگي ڪئي اها ڏاڍي خراب هئي. ڇا توهان پنهنجي رب جي حڪم جي معاملي ۾ جلدي ڪئي (۽ گهبرائجي ويا ته موسيٰ اجاتائين ڇو نه آيو) انهيءَ وقت موسيٰ وحيءَ جون تختيون زمين تي رکي ڇڏيون ۽ پنهنجي ڀاءُ جي مٿي جي وارن کان جهلي پاڻ ڏانهن گهلڻُ شروع ڪيو (انهيءَ تي) هن چيو، اي منهنجي ماءُ جا پٽ! قوم مون کي ڪمزور ڄاتو ۽ ڏري گهٽ مون کي قتل ڪرڻ وارا هئا. پوءِ دشمنن کي مون تي① کِل جو موقعو

١- حضرت موسيٰ عليه السلام قوم جي شرڪ جي ڪارڻ ڪاوڙ ۾ ڀريل هئا ۽ ڀاءُ تي ڪاوڙ وڌيڪ هُيس، جو قوم ۾ شرڪ جي ظاهر ٿيڻ تي انهن سان ڇو نه وڙهيا؟ ۽ ان تي ئي گهڻي ڪاوڙ ظاهر ڪيائون ته جيئن باقي قوم ڊڄي وڃي ۽ اصلاح ڪري وٺي.

قَالَ رَبِّ اغْفِرْ لِیْ وَلِاَخِیْ وَاَدْخِلْنَا فِیْ رَحْمَتِكَ ۖ وَاَنْتَ اَرْحَمُ الرّٰحِمِیْنَ ﴿١٥١﴾ ع ١٨/٨

نہ ڏي ۽ مون کي ظالم ماڻهن ۾ شمار نہ ڪر.

**١٥٢**-(اهو ٻڌي موسيٰ) چيو. اي منهنجا رب! مون کي ۽ منهنجي ڀاءُ کي بخش ۽ اسان ٻنهي کي پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪر ۽ تون رحم ڪرڻ وارن ۾ سڀني کان وڌو آهين.

اِنَّ الَّذِیْنَ اتَّخَذُوا الْعِجْلَ سَیَنَالُهُمْ غَضَبٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ وَذِلَّةٌ فِی الْحَیٰوةِ الدُّنْیَا ؕ وَكَذٰلِكَ نَجْزِی الْمُفْتَرِیْنَ ﴿١٥٢﴾

**١٥٣**-(انهيءَ تي الله فرمايو تہ)اهي ماڻهو جن ڳابي کي(عبادت جي لاءِ)چونڊيو. انهن تي سندن رب جي طرفان غضب نازل ٿيندو ۽ اهڙيءَ طرح دنياوي ذلت بہ ۽ ڪوڙ مڙهڻ وارن کي اهڙي ئي سزا ڏيندا آهيون.

وَالَّذِیْنَ عَمِلُوا السَّیِّاٰتِ ثُمَّ تَابُوْا مِنْۢ بَعْدِهَا وَاٰمَنُوْۤا ؗ اِنَّ رَبَّكَ مِنْۢ بَعْدِهَا لَغَفُوْرٌ رَّحِیْمٌ ﴿١٥٣﴾

**١٥٤**-۽ اهي ماڻهو جن برا ڪم ڪيا پوءِ (انهن کي ڇڏي)خدا جي طرف موٽي آيا. ۽ اُنهيءَ تي ايمان آندائون تنهنجو رب يقيناً انهيءَ (توبہ) کانپوءِ ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو ثابت ٿيندو.

وَلَمَّا سَكَتَ عَنْ مُّوْسَی الْغَضَبُ اَخَذَ الْاَلْوَاحَ ۖۚ وَفِیْ نُسْخَتِهَا هُدًی وَّرَحْمَةٌ لِّلَّذِیْنَ هُمْ لِرَبِّهِمْ یَرْهَبُوْنَ ﴿١٥٤﴾

**١٥٥**-۽ جڏهن موسيٰ جو غضب ٿورو ٿڌو ٿيو تہ انهيءَ (اهي)تختيون(جن تي الٰهي حڪمَ لکيل هئا وري) کڻي ورتيون ۽ انهن لاءِ جيڪي پنهنجي رب کان ڊڄن ٿا انهن(تختين) جي تحرير ۾ رحمت ۽ هدايت موجود هئي.

وَاخْتَارَ مُوْسٰی قَوْمَهٗ سَبْعِیْنَ رَجُلًا لِّمِیْقَاتِنَا ۚ فَلَمَّاۤ اَخَذَتْهُمُ الرَّجْفَةُ قَالَ

**١٥٦**-۽ موسيٰ پنهنجي قوم مان ستر ماڻهن کي اسان جي واعدي جي جاءِ تي آڻڻ لاءِ چونڊيو. پوءِ جڏهن انهن تي زلزلو① آيو

**١**-زلزلو تہ قدرتي طور تي آيو هو، پر قوم جي شرڪ ڪارڻ حضرت موسيٰ عليه السلام کي خيال

رَبِّ لَوْ شِئْتَ اَهْلَكْتَهُمْ مِّنْ قَبْلُ وَاِيَّايَ ۭ اَتُهْلِكُنَا بِمَا فَعَلَ السُّفَهَاۗءُ مِنَّا ۚ اِنْ هِيَ اِلَّا فِتْنَتُكَ ۭ تُضِلُّ بِهَا مَنْ تَشَاۗءُ وَتَهْدِيْ مَنْ تَشَاۗءُ ۭ اَنْتَ وَلِيُّنَا فَاغْفِرْ لَنَا وَارْحَمْنَا وَاَنْتَ خَيْرُ الْغٰفِرِيْنَ ﴿١٥٦﴾

تہ انهيءَ چيو، تہ اي منهنجا رب! جيڪڏهن تون چاهين ها تہ انهن کي بہ ۽ مون کي بہ پهريائين ماري ڇڏين ها. ڇا تون اسان کي بيوقوفن جي بيوقوفيءَ جي فعل جي سزا ۾ مارڻ چاهين ٿو؟ هيءُ (جيڪي ڪجهہ ٿيو) صرف تنهنجي هڪ آزمائش هُئي تون انهن (آزمائشن)جي ذريعي جن کي چاهين ٿو گمراهہ قرار ڏين ٿو ۽ جن کي چاهين ٿو هدايت ڏين ٿو تون اسان جو سنڀاليندڙ ۽ دوست آهين سو اسان کي بخشي ڇڏ ۽ اسان تي رحم ڪر ۽ تون بخشڻ وارن ۾ سڀني کان بهتر آهين.

وَاكْتُبْ لَنَا فِيْ هٰذِهِ الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ اِنَّا هُدْنَآ اِلَيْكَ ۭ قَالَ عَذَابِيْٓ اُصِيْبُ بِهٖ مَنْ اَشَاۗءُ ۚ وَرَحْمَتِيْ وَسِعَتْ كُلَّ شَيْءٍ ۭ فَسَاَكْتُبُهَا لِلَّذِيْنَ يَتَّقُوْنَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَالَّذِيْنَ هُمْ بِاٰيٰتِنَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٥٧﴾ۚ

**١٥٧**۔ ۽ تون اسانجي لاءِ هن دنيا ۾ بہ نيڪي لک ۽ آخري زندگيءَ ۾ بہ(نيڪي لک)اسان تہ تنهنجي طرف اچي ويا آهيون. (انهيءَ تي اللّٰه تعالٰي) فرمايو مان پنهنجو عذاب جنهن کي چاهيان ٿو پهچايان ٿو (يعني مستحق کي) ۽ منهنجي رحمت① هر هڪ شيءَ تي حاوي آهي پوءِ مان ضرور انهيءَ کي انهن ماڻهن لاءِ لکندس② جيڪي تقويٰ اختيار ڪندا آهن ۽ زڪوات ڏيندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو اسانجي آيتن تي ايمان آڻيندا آهن.

---

**(باقي حاشيو)** ٿيو تہ متان اسان کي سزا ڏيڻ لاءِ آيو آهي.

١۔ يعني ڪڏهن بنان سبب جي عذاب نہ ڏيندو آهيان بلڪ اڪثر بخشي ڇڏيندو آهيان.

٢۔ يعني رحمت ڪافرن کي بہ پهچندي پر مومنن جي لاءِ تہ انکي فرض ڪيو ويو آهي.

اَلَّذِيْنَ يَتَّبِعُوْنَ الرَّسُوْلَ النَّبِيَّ الْاُمِّيَّ الَّذِيْ يَجِدُوْنَهٗ مَكْتُوْبًا عِنْدَهُمْ فِي التَّوْرٰىةِ وَالْاِنْجِيْلِ ؗ يَاْمُرُهُمْ بِالْمَعْرُوْفِ وَيَنْهٰىهُمْ عَنِ الْمُنْكَرِ وَيُحِلُّ لَهُمُ الطَّيِّبٰتِ وَيُحَرِّمُ عَلَيْهِمُ الْخَبٰٓئِثَ وَيَضَعُ عَنْهُمْ اِصْرَهُمْ وَالْاَغْلٰلَ الَّتِيْ كَانَتْ عَلَيْهِمْ ؕ فَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِهٖ وَعَزَّرُوْهُ وَنَصَرُوْهُ وَاتَّبَعُوا النُّوْرَ الَّذِيْٓ اُنْزِلَ مَعَهٗٓ ۙ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ؑ﴿۱۵۸﴾

**١۵٨ـ**اُهي(ماڻهو)جيڪي اسانجي هن رسول ①جي تابعداري ڪنداآهن جيڪو نبي آهي ۽ اُمّي آهي جنهن جو ذڪر توريت ۽ انجيل ۾ انهن وٽ② لکيلُ موجود آهي اُهو انهن کي نيڪ ڳالهين جو حڪم ڏئي ٿو ۽ برين ڳالهين کان روڪي ٿو ۽ سڀ پاڪ شيون انهن لاءِ حلال ڪري ٿو ۽ سڀ بريون شيون انهن لاءِ حرام ڪري ٿو ۽ انهن جا بارَ (جيڪي انهن تي لڏيل هئا) ۽ ڳٽَ جيڪي انهن جي ڳچين ۾پيل هئا اهو انهن کان ختم ڪري ٿو، پوءِ اهي ماڻهو جن انهيءَ تي ايمان آندو ۽ انهيءَ کي طاقت پهچائي ۽ کيس مدد ڏني ۽ انهيءَ نور جي پٺيان هلي پيا جيڪو انهيءَ سان گڏ لاٿو ويو هواُهي ئي ماڻهو بامراد ٿيندا.

ع ١٩ ٦ ٩

قُلْ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنِّيْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ جَمِيْعَاۨ الَّذِيْ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ۠ فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الَّذِيْ يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَكَلِمٰتِهٖ وَاتَّبِعُوْهُ لَعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ ﴿۱۵۹﴾

**١۵٩ـ**چؤ(تہ)اي انسانو! مان توهان سيني ڏانهن اللّٰه جو رسول آهيان جنهن کي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت حاصل آهي اُنهيءَ کانسواءِ ڪو بہ معبود ناهي. هو زندهہ بہ ڪريٿو ۽ ماري بہ ٿو. پوءِ اللّٰه تي ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان آڻيو جيڪو نبي بہ آهي ۽ اُمّي بہ آهي(۽)جيڪو ايمان آڻي ٿو اللّٰه تي ۽ سندس نشانن تي ۽ انهيءَ جي پيروي

١ـ يعني محمد رسول اللّٰه ﷺ.

٢ـ يهودين ۽ عيسائين ڏانهن ضمير ڦري ٿو.

وَمِنْ قَوْمِ مُوْسٰى اُمَّةٌ يَّهْدُوْنَ بِالْحَقِّ وَبِهٖ يَعْدِلُوْنَ ﴿۱۶۰﴾

وَقَطَّعْنٰهُمُ اثْنَتَيْ عَشْرَةَ اَسْبَاطًا اُمَمًا ؕ وَاَوْحَيْنَآ اِلٰى مُوْسٰى اِذِ اسْتَسْقٰهُ قَوْمُهٗٓ اَنِ اضْرِبْ بِّعَصَاكَ الْحَجَرَ ۚ فَانْۢبَجَسَتْ مِنْهُ اثْنَتَا عَشْرَةَ عَيْنًا ؕ قَدْ عَلِمَ كُلُّ اُنَاسٍ مَّشْرَبَهُمْ ؕ وَظَلَّلْنَا عَلَيْهِمُ الْغَمَامَ وَاَنْزَلْنَا عَلَيْهِمُ الْمَنَّ وَالسَّلْوٰى ؕ كُلُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ مَا رَزَقْنٰكُمْ ؕ وَمَا ظَلَمُوْنَا وَلٰكِنْ كَانُوْٓا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ﴿۱۶۱﴾

وَاِذْ قِيْلَ لَهُمُ اسْكُنُوْا هٰذِهِ الْقَرْيَةَ وَكُلُوْا مِنْهَا حَيْثُ شِئْتُمْ وَقُوْلُوْا حِطَّةٌ وَّادْخُلُوا

ڪيو انهيءَ لاءِ ته توهان هدايت حاصل ڪيو.

**۱۶۰**ـ ۽ موسیٰ جي قوم مان هڪ جماعت اهڙي به آهي جيڪي حق جي ذريعي هدايت حاصل ڪري رهيا آهن ۽ انهيءَ جي ذريعي سان (دنيا ۾) انصاف ڪري رهيا آهن.

**۱۶۱**ـ ۽ اسان انهن ڪي ٻارهن قبيلن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو(جيڪي هاڻي ترقي ڪري قومون بڻجي ويون آهن) ۽ اسان موسیٰ جي طرف جڏهن انهيءَ ڪان سندس قوم پاڻي گهريو، وحي ڪئي ته (وڃ ۽) پنهنجي لَٺِ (فلاڻي ⑴)پٿر تي هڻ(جڏهن انهيءَ ائين ڪيو) تڏهن انهيءَ مان ٻارهن چشما ڦٽي پيا. هر قوم پنهنجو پنهنجو گهاٽ ڄاڻي ورتو ۽ اسان انهن تي ڪَڪَرَ جي ڇانو ڪئي ۽ اسان انهن لاءِ ترنجبين ۽ ٻٽير پيدا ڪيا(۽ چيو)ته جيڪي ڪجهه اسان ڏنو آهي(انهيءَ مان) پاڪ شيون ڪائو ۽ انهن اسان تي ظلم نه ڪيو پر پنهنجي جانين تي ظلم ڪري رهيا هئا.

**۱۶۲**ـ ۽ (ياد ڪيو)جڏهن انهن (يعني بني اسرائيل) ڪي چيو ويو ته هن علائقي ۾ رهو ۽ انهيءَ مان جتان وڻيو ڪائو. ۽ (وات سان) چوندا

---

١ ـ قرآن مجيد ۾ حجر (يعني پٿر) تي ال آيو آهي ۽ ان جي معنیٰ ”فلاڻو“ جي هوندي آهي يعني هي حڪم نه هو ته ڪنهن پٿر تي هڻ بلڪ هي حڪم هو ته فلاڻي پٿر جي هيٺ چشمو آهي ان ڪي سوٽو هڻي ڍڳي ڇڏ پاڻي نڪري ايندو.مون ڪشمير ۾ هڪ چشمو ڏٺو جيڪو پٿر جي هيٺان اچي پيو ۽ ان مان چوڏنهه ١٤ چشما وهندا هئا.

الْبَابَ سُجَّدًا نَّغْفِرْ لَكُمْ خَطِيْٓـٰٔتِكُمْ ؕ سَنَزِيْدُ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۱۶۲﴾

وجو (ته اسان) بارُ هلڪي ڪرڻ جي التجا (ڪيون ① ٿا) ۽ انهيءَ (سامهون واري شهر جي) دروازي ۾ فرمانبرداري ڪندي داخل ٿي وڃو. تڏهن اسان توهانجون خطائون توهان کي معاف ڪري ڇڏينداسين ۽ پوريءَ طرح فرمانبرداري ڪرڻ وارن کي پيا به انعام ڏينداسين.

فَبَدَّلَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْهُمْ قَوْلًا غَيْرَ الَّذِيْ قِيْلَ لَهُمْ فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِجْزًا مِّنَ السَّمَآءِ بِمَا كَانُوْا يَظْلِمُوْنَ ﴿۱۶۳﴾ ع

**١٦٣**-انهيءَ تي بني اسرائيل جي ظالم ماڻهن انهيءَ قول کي بدلائي جيڪو انهن کي چيو ويو هو، هڪ بي ڳالهه② چوڻ شروع ڪري ڇڏي. تڏهن اسان انهن تي انهن جي ظلمن جي سببان آسمان مان عذاب لاٿو.

وَسْـَٔلْهُمْ عَنِ الْقَرْيَةِ الَّتِيْ كَانَتْ حَاضِرَةَ الْبَحْرِ ۘ اِذْ يَعْدُوْنَ فِي السَّبْتِ اِذْ تَاْتِيْهِمْ حِيْتَانُهُمْ يَوْمَ سَبْتِهِمْ شُرَّعًا وَّيَوْمَ لَا يَسْبِتُوْنَ ۙ لَا تَاْتِيْهِمْ ۚ كَذٰلِكَ ۚ نَبْلُوْهُمْ

**١٦٤**-۽ (اي رسول!) انهن (بني اسرائيل) کان انهيءَ ڳوٺ جي باري ۾ پڇ جيڪا سمنڊ جي ڪناري تي هئي جڏهن ته اهي (يهودي) سبت جي حڪم ۾ زيادتيءَ کان ڪم وٺندا هئا. جڏهن ته انهن جون مڇيون انهن جي سبت جي ڏينهن تولن جا تولا③ تي اينديون هيون ۽

١-۽ ڏسو سورت بقره آيت ٥٩.

٢-مفسر چوندا آهن ته انهن کي چيو ويو هو ته اُهي چون حِطَّةٌ اسان جا گناهه ڪِري پون پر انهن چوڻ شروع ڪيو حِنُطَةٌ حِنطَةٌ يعني اسان کي ڪڻڪ ڏيو ڪڻڪ ڏيو. بهرحال جملو مخصوص ڪرڻ جي ضرورت ناهي اصل ڳالهه صرف هيءَ آهي ته انهن کي فرمانبرداري سان شهر ۾ داخل ٿيڻ جو حڪم هو ۽ انجي مطابق دعائون ڪرڻ جو حڪم هو پر انهن ڇَٽَر کان ڪم وٺي فضول جملا ڳالهائڻ شروع ڪري ڇڏيا جنهن جي ڪارڻ عذاب اچي ويو.

٣-جانور به ڏينهن کي سڃاڻيندا آهن، هندن جي چشمي تي جنهن ڏينهن عورتون اَٿو وجهنديون آهن مڇيون ڪثرت سان ايندديون آهن.

بِمَا كَانُوْا يَفْسُقُوْنَ ﴿١٦٤﴾

جنهن ڏينهن اهي سبت نہ ڪندا هئا نہ اينديون هيون. اهڙيءَ طرح اسان انهن جي نافرمانين جي سببان انهن جو امتحان وٺندا هئاسين.

وَاِذْ قَالَتْ اُمَّةٌ مِّنْهُمْ لِمَ تَعِظُوْنَ قَوْمًا ۙ اللّٰهُ مُهْلِكُهُمْ اَوْ مُعَذِّبُهُمْ عَذَابًا شَدِيْدًا ؕ قَالُوْا مَعْذِرَةً اِلٰى رَبِّكُمْ وَلَعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ ﴿١٦٥﴾

**١٦٥**-۽ جڏهن انهن مان① هڪ گروهہ (ٻئي گروهہ کي) چيو توهان ڇو انهيءَ قوم کي نصيحت ڪيو ٿا جن کي الله تباهہ ڪرڻ وارو آهي يا سخت عذاب ڏيڻ وارو آهي. انهن جواب ڏنو، تہ توهان جي رب وٽ عذر پيش ڪرڻ لاءِ (تہ اسان انهن ماڻهن کي نصيحت ڪئي هئي) ۽ انهيءَ لاءِ تہ اهي تقويٰ اختيار ڪن.

فَلَمَّا نَسُوْا مَا ذُكِّرُوْا بِهٖۤ اَنْجَيْنَا الَّذِيْنَ يَنْهَوْنَ عَنِ السُّوْٓءِ وَاَخَذْنَا الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا بِعَذَابٍۭ بَـِٔيْسٍۭ بِمَا كَانُوْا يَفْسُقُوْنَ ﴿١٦٦﴾

**١٦٦**-۽ جڏهن انهن ماڻهن انهيءَ نصيحت کي وساري ڇڏيو جيڪا انهن کي ڪئي وئي هئي تہ اسان انهن ماڻهن کي جيڪي برين ڳالهين کان روڪيندا هئا نجات ڏني ۽ جيڪي ماڻهو ظالم هئا انهن کي هڪ تمام تڪليف ڏيندڙ عذاب ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو ڇو جو اُهي اطاعت کان نڪري رهيا هئا.

فَلَمَّا عَتَوْا عَنْ مَّا نُهُوْا عَنْهُ قُلْنَا لَهُمْ كُوْنُوْا قِرَدَةً خٰسِـِٕيْنَ ﴿١٦٧﴾

**١٦٧**-۽ جڏهن اُنهن هِنن ڳالهين کان جن کان کين روڪيو ويو هو باز اچڻ جي بجاءِ انهيءَ ۾ اڃا بہ ترقي ڪرڻ شروع ڪئي تہ اسان هُنن کي چيو، ذليل②

١- يعني بني اسرائيل مان.

٢- ”ٻولڙا ٿي وڃو“ مان هيءَ مراد ناهي جيئن مفسرن لکيو آهي تہ اهي صورت ڦِٽڻ ڪري ٻولڙا

پولڙا ٿي وڃو.

وَإِذْ تَأَذَّنَ رَبُّكَ لَيَبْعَثَنَّ عَلَيْهِمْ إِلَىٰ يَوْمِ الْقِيَامَةِ مَنْ يَسُومُهُمْ سُوءَ الْعَذَابِ ۗ إِنَّ رَبَّكَ لَسَرِيعُ الْعِقَابِ ۖ وَإِنَّهُ لَغَفُورٌ رَحِيمٌ ﴿١٦٨﴾

**١٦٨**-۽(ياد ڪر)جڏهن تنهنجي رب اعلان ڪري ڇڏيو ته هو انهن(يهودين)تي قيامت جي ڏينهن تائين اهڙا ماڻهو مقرر ڪري ڇڏيندو جيڪي انهن ڪي تڪليف ڏيڻ وارو عذاب ڏيندا رهندا(پوءِ ڇا ائين ئي ٿيو يا نه ٿيو)تنهنجو رب يقيناً سزا ڏيڻ ۾ جلدي① ڪندو آهي ۽ اهو يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو (به) آهي.

وَقَطَّعْنَاهُمْ فِي الْأَرْضِ أُمَمًا ۖ مِنْهُمُ الصَّالِحُونَ وَمِنْهُمْ دُونَ ذَٰلِكَ ۖ

**١٦٩**-۽ اسان انهن ڪي زمين ۾ ٽولا ٽولا ڪري پکيڙي ڇڏيو آهي(پر هينئر به)انهن مان ڪجهه نيڪ② آهن ۽ ڪي بد.۽

**(باقي حاشيو)** ٿي ويا هئا.پر مراد هيءَ آهي ته دليون پليد ٿي وڃن ۽ پولڙن وانگر نقلون لاهڻ شروع ٿي وڃن.هن جڳهه پولڙي جي لفظ جي صفت اُها ئي رکي آهي جيڪا انسان لاءِ استعمال ڪئي ويندي آهي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هتي اصلي پولڙو مراد ناهي بلڪ پولڙي صفت انسان مراد آهي. جيئن ته سورت مائده آيت ٦١،٦٢ ۾ لکيل آهي ته هي يهودي جيڪي پولڙا بڻجي ويا هئا رسول ڪريم ﷺ ۽ مومنن وٽ به ايندا هئا. حقيقت ۾سڀ حديثون ۽ تاريخ ٻڌائي ٿي ته پاڻ سڳورن وٽ پولڙي صفت يهودي ته ضرور ايندا هئا پر پولڙو نهيل يهودي ڪڏهن به نه آيا هئا.

١-قرآن مجيد مان ثابت آهي ته خدا تعاليٰ سزا ڏيڻ ۾ ڏاڍو ڍرو آهي ان ڪري هن آيت جي صرف هيءَ معنيٰ آهي ته جڏهن اللّٰه تعاليٰ انسان ڪي سزا ڏيندو آهي ته جلد اُها ان ڪي قابو ڪري وٺندي آهي ۽ ڪا شيءِ ان جي راه ۾ جهل ناهي بڻجندي. هي مطلب ناهي ته هيڏانهن ڏوهه ڪيو ۽ هوڏانهن عذاب اچي ويو.

٢-ثابت ٿيو ته هي پولڙا انسان هئا صرف خصلت ۾ پولڙا ٿي ويا هئا نه ته اصل پولڙي جي نيڪ هئڻ جو ڇا مطلب؟ ڇا پولڙا نمازون باجماعت پڙهندا هئا يا سجدا ڪندا هئا يا زڪوات ڏيندا هئا.

وَبَلَوْنٰهُمْ بِالْحَسَنٰتِ وَالسَّيِّاٰتِ لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿۱۶۹﴾

اسان انهن کي سٺين حالتن ۽ برين حالتن سان پرکيندا رهون ٿا انهيءَ لاءِ ته اُهي (پنهنجي غلطين کان) باز اچي وڃن.

فَخَلَفَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ خَلْفٌ وَّرِثُوا الْكِتٰبَ يَاْخُذُوْنَ عَرَضَ هٰذَا الْاَدْنٰى وَيَقُوْلُوْنَ سَيُغْفَرُ لَنَا ۚ وَاِنْ يَّاْتِهِمْ عَرَضٌ مِّثْلُهٗ يَاْخُذُوْهُ ؕ اَلَمْ يُؤْخَذْ عَلَيْهِمْ مِّيْثَاقُ الْكِتٰبِ اَنْ لَّا يَقُوْلُوْا عَلَى اللّٰهِ اِلَّا الْحَقَّ وَدَرَسُوْا مَا فِيْهِ ؕ وَالدَّارُ الْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لِّلَّذِيْنَ يَتَّقُوْنَ ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿۱۷۰﴾

**۱۷۰**-پر پهرين بني اسرائيل کانپوءِ ڪجهه پيا (بني اسرائيل) اٿيا آهن، جيڪي (بظاهر) موسىٰ جي ڪتاب جا وارث آهن پر (دراصل) هن دنيا جو مال حاصل ڪندا رهندا آهن ۽ (ماڻهن کي) چون ٿا الله ضرور اسان کي بخشي ڇڏيندو ۽ جيڪڏهن انهن وٽ اهڙو ئي ڪو ٻيو مال اچي وڃي ته ان کي به وٺڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ڇا انهن کان (موسىٰ جي) ڪتاب ۾ اهو واعدو نه ورتو ويو هو ته الله جي باري ۾ صرف سچ ڳالهائيندا ڪن ۽ جيڪي ڪجهه انهيءَ ڪتاب ۾ آهي اُهو اُنهن پڙهي ورتو آهي ۽ (هيءُ ڄاڻن ٿا) ته آخرت جوگهر متقين جي لاءِ سٺو آهي. ڇا توهين (هيءَ ڳالهه) سمجهو نه ٿا؟

وَالَّذِيْنَ يُمَسِّكُوْنَ بِالْكِتٰبِ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ ؕ اِنَّا لَا نُضِيْعُ اَجْرَ الْمُصْلِحِيْنَ ﴿۱۷۱﴾

**۱۷۱**-۽ جيڪي ماڻهو (موسىٰ جي) ڪتاب کي مضبوطيءَ سان جهليو وينا آهن ۽ انهن نماز کي قائم رکيو آهي اسان اهڙن اصلاح ڪرڻ وارن جي اجر کي ضايع نه ڪنداسين.

وَاِذْ نَتَقْنَا الْجَبَلَ فَوْقَهُمْ كَاَنَّهٗ ظُلَّةٌ

**۱۷۲**-۽ جڏهن اسان جبل کي انهن جي مٿان① ٻيهاريو ڇڻ ته اهو شاميانو هو ۽

١-يعني انهن جي سردارن کي وٽي وڃي طور جي هيٺان بيهاري ڇڏيو ته جيئن اُهي به ان جو نظارو ڪري وٺن. (ڏسو خروج باب ١٩ آيت ١٧) جڏهن جبل جي هيٺان انسان بيٺو هجي ته جبل

وَ ظَنُّوْٓا اَنَّهٗ وَاقِعٌۢ بِهِمْ ۚ خُذُوْا مَآ اٰتَيْنٰكُمْ بِقُوَّةٍ وَّاذْكُرُوْا مَا فِيْهِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿١٧١﴾ ع

انهن خيال ڪيو ته اهو انهن جي مٿان ڪرڻ وارو آهي(۽ اسان چيو)جيڪي ڪجهه اسان توهان کي ڏنو آهي انهيءَ کي طاقت سان پڪڙي ونو ۽ جيڪي ڪجهه انهيءَ ۾ آهي انهيءَ کي ياد رکو انهيءَ لاءِ ته توهان متقي بڻجي وڃو.

وَاِذْ اَخَذَ رَبُّكَ مِنْۢ بَنِيْٓ اٰدَمَ مِنْ ظُهُوْرِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ وَاَشْهَدَهُمْ عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ ۚ اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ ۭ قَالُوْا بَلٰى ۚۛ شَهِدْنَا ۚۛ اَنْ تَقُوْلُوْا يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اِنَّا كُنَّا عَنْ هٰذَا غٰفِلِيْنَ ﴿١٧٢﴾

١٧٣۔۽ جڏهن تنهنجي رب بني آدم جي پٺين مان انهن جي اولاد کي ورتو ۽ انهن کي سندن جانين تي شاهد ڪيو(۽ پڇيائين)ڇا مان توهان جو رب نه آهيان؟ انهن چيو، هاها اسان(انهيءَ ڳالهه جي)شاهدي ڏيون ٿا(اسان هيءُ انهيءَ ڪري ڪيو)ته(ائين نه ٿئي جو)توهان قيامت جي ڏينهن چئو ته اسان ته انهيءَ(تعليم) کان بلڪل ناواقف هئاسين.

اَوْ تَقُوْلُوْٓا اِنَّمَآ اَشْرَكَ اٰبَاۗؤُنَا مِنْ قَبْلُ وَكُنَّا ذُرِّيَّةً مِّنْۢ بَعْدِهِمْ ۚ اَفَتُهْلِكُنَا بِمَا فَعَلَ الْمُبْطِلُوْنَ ﴿١٧٣﴾

١٧٤۔يا ائين چئو ته(اسانجي زماني کان) پهريائين صرف اسان جي ابن ڏاڏن شرڪ ڪيو هو. ۽ اسان انهن کان پوءِ هڪ ڪمزور نسلُ هئاسين.ڇا تون اسان کي انهن ماڻهن جي فعل جي بدلي ۾ مارينديں جيڪي ڪوڙا هئا.

وَكَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ وَلَعَلَّهُمْ

١٧٥۔۽ اهڙيءَ طرح اسان آيتون کولي

**(باقي حاشيو)**ائين ئي لڳندو آهي جيئن شامياني وانگر ان جي مٿان آهي ان جي معنيٰ غيرطبعي ڪرڻ جي ضرورت ناهي. عَالِمَن کي جيڪڏهن ڪنهن وڏي جبل جو سير ڪرائي ڇڏجي ته اهڙين آڪاٿين کان تفسيرون پاڪ ٿي وڃن.

يَرْجِعُوْنَ ﴿١٧٥﴾

وَاتْلُ عَلَيْهِمْ نَبَاَ الَّذِيْٓ اٰتَيْنٰهُ اٰيٰتِنَا فَانْسَلَخَ مِنْهَا فَاَتْبَعَهُ الشَّيْطٰنُ فَكَانَ مِنَ الْغٰوِيْنَ ﴿١٧٦﴾

وَلَوْ شِئْنَا لَرَفَعْنٰهُ بِهَا وَلٰكِنَّهٗٓ اَخْلَدَ اِلَى الْاَرْضِ وَاتَّبَعَ هَوٰىهُ ۚ فَمَثَلُهٗ كَمَثَلِ الْكَلْبِ ۚ اِنْ تَحْمِلْ عَلَيْهِ يَلْهَثْ اَوْ تَتْرُكْهُ يَلْهَثْ ۭ ذٰلِكَ مَثَلُ الْقَوْمِ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا ۚ فَاقْصُصِ الْقَصَصَ لَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُوْنَ ﴿١٧٧﴾

سَاۗءَ مَثَلَاۨ الْقَوْمُ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا

بيان كندا آهيون ۽(اميد رکون ٿا)ته اهي① پنهنجين غلطين کان موٽي ايندا.

۱۷۶۔۽ هِنن کي اُن شخص جون حالتون پڙهي ٻڌاءِ جنهن کي اسان پنهنجا نشان ڏنا هئا پوءِ اهو انهن کان ڦري جدا ٿي ويو هو②. پوءِ شيطان انهيءَ جي پٺيان هليو ۽ هو گمراهن ۾ وڃي شامل ٿيو.

۱۷۷۔۽ جيڪڏهن اسان چاهيون ها ته هُن کي اُنهن(نشانن)جي ذريعي بلند ڪري چڙهيون ها پر هو زمين ڏانهن وڃي ڪريو. ۽ پنهنجي خواهشن جي پٺيان لڳي پيو. پوءِ هُن جي حالت انهيءَ ڪُتي جي حالت وانگر آهي جنهن کي مارڻ لاءِ تون ڪا شيءَ اُلارين ته به اهو سهڪندو رهندو آهي ۽ جيڪڏهن تون انهيءَ کي ڇڏي ڏين تڏهن به اهو سهڪندو رهندو آهي. اِهو ئي حال انهيءَ قوم جو آهي جيڪي اسان③ جي نشانن کي ڪوڙو ڪندا آهن پوءِ تون اُهي حالتون انهن کي ٻڌاءِ ته اُهي ڪجهه سوچين.

۱۷۸۔انهيءَ قوم جي حالت ڏاڍي بري

۱۔يعني محمد رسول الله ﷺ جا منڪر.

۲۔بائيبل ۽ مفسر هڪ شخص بلعم باعور جو ذڪر ڪندا آهن جنهن جا واقعا هن مثال سان ملندڙ جلندڙ آهن. پر حقيقت ۾ هيءُ هڪ مثال آهي جيڪو به پنهنجو پاڻ کي اهڙو نا هي ڇڏي ان تي پورو اچي ويندو ۽ اهو ئي بلعم باعور بڻجي ويندو.

۳۔يعني هميشه خدا تعاليٰ جي خلاف دانهيندا رهندا آهن ته هن اسانکي ڪجهه نا هي ڏنو.

وَاَنْفُسَهُمْ كَانُوْا يَظْلِمُوْنَ ﴿١٧٧﴾

آهي جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو ڪيو ۽ اُهي (انهيءَ فعل سان) صرف پنهنجين جانين تي ظلم ڪندا هئا.

مَنْ يَّهْدِ اللّٰهُ فَهُوَ الْمُهْتَدِيْ ۚ وَمَنْ يُّضْلِلْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿١٧٨﴾

**١٧٩**-جن کي الله هدايت ڏئي اهي ئي هدايت حاصل ڪرڻ وارا هوندا آهن ۽ جن کي اهو گمراهه ڪري اهي ماڻهو نقصان ماڻڻ وارا هوندا آهن.

وَلَقَدْ ذَرَاْنَا لِجَهَنَّمَ كَثِيْرًا مِّنَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ ۖ لَهُمْ قُلُوْبٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ بِهَا ۡ وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُوْنَ بِهَا ۡ وَلَهُمْ اٰذَانٌ لَّا يَسْمَعُوْنَ بِهَا ؕ اُولٰٓئِكَ كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْغٰفِلُوْنَ ﴿١٨٠﴾

**١٨٠**-۽ اسان جِنن ۽ انسانن کي رحمت لاءِ پيدا ڪيو آهي پر نتيجو هيءُ ٿيندو آهي ته انهن مان اڪثر جهنم جا مستحق ٿي ويندا آهن انهن کي دليون ته آهن پر انهن جي ذريعي اهي سمجهن نٿا ۽ انهن جون اکيون ته آهن پر انهن جي ذريعي اهي ڏسن نٿا ۽ انهن کي ڪن ته آهن پر انهن جي ذريعي اهي ٻڌن نٿا.اهي ماڻهو جانورن وانگر آهن پر انهن کان به بدتر(اصل ڳالهه هيءَ آهي ته)اُهي بلڪل جاهل آهن.

وَلِلّٰهِ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى فَادْعُوْهُ بِهَا ۖ وَذَرُوا الَّذِيْنَ يُلْحِدُوْنَ فِيْٓ اَسْمَآئِهٖ ؕ سَيُجْزَوْنَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٨١﴾

**١٨١**-۽ الله جون گهڻيون ئي سٺيون صفتون آهن. پوءِ توهان انهن جي ذريعي انهيءَ کان دعائون گهرندا ڪيو ۽ انهن ماڻهن کي ڇڏي ڏيو جيڪي انهيءَ جي صفتن جي باري ۾ غلط(۽ خيالي) ڳالهيون ڪندا آهن. انهن کي پنهنجي عملن جو بدلو ڏنو ويندو.

وَمِمَّنْ خَلَقْنَآ اُمَّةٌ يَّهْدُوْنَ بِالْحَقِّ وَبِهٖ يَعْدِلُوْنَ ﴿١٨١﴾

١٨٢۔۽ جيڪا مخلوق اسان پيدا ڪئي آهي انهيءَ مان هڪ گروهه اهڙو آهي جيڪو حق جي ذريعي(ماڻهن کي) هدايت ڏيندو آهي ۽ حق جي ذريعي(دنيا ۾) انصاف ڪندو آهي.

وَالَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا سَنَسْتَدْرِجُهُمْ مِّنْ حَيْثُ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٨٢﴾

١٨٣۔۽ اهي ماڻهو جيڪي اسان جي آيتن کي ڪوڙو ڪن ٿا اسان انهن کي آهستي آهستي اهڙن رستن تان جن کي اهي ڄاڻن نٿا (تباهيءَ جي طرف) ڇڪي آڻينداسين.

وَاُمْلِيْ لَهُمْ ؕ اِنَّ كَيْدِيْ مَتِيْنٌ ﴿١٨٣﴾

١٨۴۔۽ مان انهن کي(في الحال)ڍر ڏئي رهيو آهيان، منهنجي تدبير ڏاڍي مضبوط آهي.

اَوَلَمْ يَتَفَكَّرُوْا ٚ مَا بِصَاحِبِهِمْ مِّنْ جِنَّةٍ ؕ اِنْ هُوَ اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿١٨۴﴾

١٨۵۔ڇا اُهي هِي نٿا سوچين ته انهن جو صاحب(يعني رسول ڪريم ﷺ) سودائي نه آهي. هو ته ظاهر ظهور هوشيار ڪرڻ وارو آهي.

اَوَلَمْ يَنْظُرُوْا فِيْ مَلَكُوْتِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا خَلَقَ اللّٰهُ مِنْ شَيْءٍ ۙ وَّاَنْ عَسٰٓى اَنْ يَّكُوْنَ قَدِ اقْتَرَبَ اَجَلُهُمْ ۚ فَبِاَيِّ حَدِيْثٍۭ بَعْدَهٗ يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٨۵﴾

١٨٦۔ڇا اهي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت تي غور نٿا ڪن ۽ انهيءَ هر شئي تي جنهن کي الله پيدا ڪيو آهي(۽ انهيءَ ڳالهه تي به ته)شايد انهن جي تباهيءَ جي مدت ويجهي اچي وئي هجي پوءِ اهي انهيءَ ظاهر ڳالهه کانپوءِ ڪهڙيءَ ڳالهه جي ذريعي ايمان آڻيندا.

مَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَلَا هَادِيَ لَهٗ ؕ وَيَذَرُهُمْ فِيْ طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ﴿۱۸۷﴾

يَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ السَّاعَةِ اَيَّانَ مُرْسٰىهَا ؕ قُلْ اِنَّمَا عِلْمُهَا عِنْدَ رَبِّيْ ۚ لَا يُجَلِّيْهَا لِوَقْتِهَآ اِلَّا هُوَ ؔ ثَقُلَتْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ لَا تَاْتِيْكُمْ اِلَّا بَغْتَةً ؕ يَسْـَٔلُوْنَكَ كَاَنَّكَ حَفِيٌّ عَنْهَا ؕ قُلْ اِنَّمَا عِلْمُهَا عِنْدَ اللّٰهِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿۱۸۸﴾

قُلْ لَّآ اَمْلِكُ لِنَفْسِيْ نَفْعًا وَّلَا ضَرًّا اِلَّا مَا شَآءَ اللّٰهُ ؕ وَلَوْ كُنْتُ اَعْلَمُ الْغَيْبَ لَاسْتَكْثَرْتُ مِنَ الْخَيْرِ ۛۚ وَمَا مَسَّنِيَ السُّوْٓءُ ۛۚ اِنْ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ وَّبَشِيْرٌ

وقف لازم وقف منزل

معانقة/عند المتاخرين

**۱۸۷**- جنهن کي اللّٰه گمراھ قرار ڏئي انهيءَ کي هدايت ڏيڻ وارو ڪو بہ ڪونهي ۽ اهو انهن کي پنهنجي سرڪشين① ۾ وڦلندي ڇڏي ڏيندو آهي.

**۱۸۸**- (اي رسول!) تنهنجا مخالف توکان قيامت جي متعلق سوال ڪن ٿا تہ اها ڪڏهن ايندي. تون چؤ تہ انهيءَ جو علم صرف منهنجي رب کي آهي انهيءَ کي پنهنجي وقت تي صرف اهو ئي ظاهر ڪندو (ها) اها ڳري هوندي آسمانن ۾ بہ ۽ زمين ۾ بہ (۽) توهان وٽ صرف اوچتي ايندي. اُهي توکان قيامت جي متعلق اهڙيءَ طرح سوال ڪن ٿا ڄڻ تو کي بہ انهيءَ وقت جي جَوتِ لڳل آهي. تون چؤ (منهنجي لاءِ تہ ايترو ڪافي آهي) تہ انهيءَ جو علم صرف اللّٰه کي آهي پر اڪثر ماڻهو انهيءَ کي ڄاڻن نٿا.

**۱۸۹**- (پوءِ) تون چؤ تہ مان پنهنجي جان لاءِ نہ ڪنهن نفعي جو مالڪ آهيان نہ نقصان جو. ها! (مون کي اُهو پهچندو) جيڪو اللّٰه چاهيندو ۽ جيڪڏهن مان غيب جو واقف هجان ها تہ ڀلاين مان اڪثر پنهنجي لاءِ

١- يعني جيڪو باغي ٿي ويندو آهي ان کي هدايت ناهي ڏيندو پر جيڪو توبهہ ڪندو آهي ان کي هدايت ڏيندو آهي.

لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿١٨٩﴾ ع

جمع ڪريان ها ۽ مون کي ڪڏهن به ڪا تڪليف نه پهچي ها. پر مان ته صرف مومنن جي لاءِ هوشيار ڪرڻ وارو ۽ خوش خبري ڏيڻ وارو آهيان.

هُوَ الَّذِىْ خَلَقَكُمْ مِّنْ نَّفْسٍ وَّاحِدَةٍ وَّجَعَلَ مِنْهَا زَوْجَهَا لِيَسْكُنَ اِلَيْهَا ۚ فَلَمَّا تَغَشّٰهَا حَمَلَتْ حَمْلًا خَفِيْفًا فَمَرَّتْ بِهٖ ۚ فَلَمَّآ اَثْقَلَتْ دَّعَوَا اللّٰهَ رَبَّهُمَا لَئِنْ اٰتَيْتَنَا صَالِحًا لَّنَكُوْنَنَّ مِنَ الشّٰكِرِيْنَ ﴿١٩٠﴾

**١٩٠-** اُهو ئي آهي جنهن توهان کي هڪ جان مان پيدا ڪيو آهي ۽ انهيءَ جي قسم مان انهيءَ جو جوڙو بڻايو آهي انهيءَ لاءِ ته اُهو انهيءَ ڏانهن لاڙو ڪري آرام ماڻي. پوءِ جڏهن اُهو انهيءَ کي ڍڪي وٺي ٿو ته اُها هلڪڙو بار کڻي وٺندي آهي ۽ انهيءَ کي کنيو وتندي آهي پوءِ جڏهن اُها (ڪجهه) ڳري ٿي ويندي آهي ٻئي (مرد ۽ عورت) پنهنجي اللّٰه کان جيڪو انهن جو رب آهي دعا گهرندا آهن جيڪڏهن تون اسان کي هڪ تندرست ٻچو ڏيندين ته اسان شڪر گذار ٻانهان ٻڻجي وينداسين.

فَلَمَّآ اٰتٰهُمَا صَالِحًا جَعَلَا لَهٗ شُرَكَآءَ فِيْمَآ اٰتٰهُمَا ۚ فَتَعٰلَى اللّٰهُ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿١٩١﴾

**١٩١-** پر جڏهن اُهو اُنهن کي تندرست ٻچو عطا ڪندو آهي ته اُهي ٻئي انهيءَ اولاد ۾ جيڪو خدا انهن کي ڏنو هوندو آهي انهيءَ جا شريڪ مقرر ڪرڻ لڳندا آهن. ۽ اللّٰه انهن جي شرڪ ڪرڻ کان گهڻو مٿاهون آهي.

اَيُشْرِكُوْنَ مَا لَا يَخْلُقُ شَيْئًا وَّهُمْ

**١٩٢-** ڇا اُهي اُنهن کي (خدا جو) شريڪ قرار ڏيندا آهن جيڪي ڪجهه به پيدا نٿا

يُخْلَقُوْنَ ﴿١٩٢﴾

کن پر خود پيدا ڪيا ويندا آهن.

وَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ لَهُمْ نَصْرًا وَّ لَآ اَنْفُسَهُمْ يَنْصُرُوْنَ ﴿١٩٣﴾

**١٩٣**-۽ اِنهن (شرڪ ڪرڻ وارن) جي مدد ڪرڻ جي ڪجهه به طاقت نٿا رکن ۽ نه پنهنجي جانين جي مدد ڪري سگهن ٿا.

وَ اِنْ تَدْعُوْهُمْ اِلَى الْهُدٰى لَا يَتَّبِعُوْكُمْ ؕ سَوَآءٌ عَلَيْكُمْ اَدَعَوْتُمُوْهُمْ اَمْ اَنْتُمْ صَامِتُوْنَ ﴿١٩٤﴾

**١٩٤**-۽ جيڪڏهن تون انهن ڪوڙن معبودن کي هدايت جي طرف سڏين ته اهي تنهنجي پيروي نه ڪري سگهندا تنهنجو انهن کي سڏڻ يا چپ رهڻ انهن لاءِ برابر آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ عِبَادٌ اَمْثَالُكُمْ فَادْعُوْهُمْ فَلْيَسْتَجِيْبُوْا لَكُمْ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١٩٥﴾

**١٩٥**-جن ماڻهن کي توهان الله کانسواءِ سڏيو ٿا اهي توهان وانگر ٻانهان آهن پوءِ توهان انهن کي سڏيندا رهو(۽)جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته اُهي توهان جي پڪار جو جواب ڏئي ڏيکارين.

اَلَهُمْ اَرْجُلٌ يَّمْشُوْنَ بِهَآ ۡ اَمْ لَهُمْ اَيْدٍ يَّبْطِشُوْنَ بِهَآ ۡ اَمْ لَهُمْ اَعْيُنٌ يُّبْصِرُوْنَ بِهَآ ۡ اَمْ لَهُمْ اٰذَانٌ يَّسْمَعُوْنَ بِهَا ؕ قُلِ ادْعُوْا شُرَكَآءَكُمْ ثُمَّ كِيْدُوْنِ فَلَا تُنْظِرُوْنِ ﴿١٩٦﴾

**١٩٦**-ڇا انهن جا پير آهن جن سان اُهي هلن ٿا؟ يا اُنهن جا هٿ آهن جن سان اهي پڪڙين ٿا؟ يا اُنهن جون اکيون آهن جن سان اُهي ڏسن ٿا؟ يا انهن جا ڪن آهن جن سان اهي ٻڌن ٿا. تون انهن کي چؤ ته پنهنجن سڀني شريڪن کي سڏي وٺو پوءِ سڀ گڏجي منهنجي خلاف رِٿَ ٺاهيو ۽ مون کي ڪا به دير نه ڏيو.

اِنَّ وَلِيِّۦَ اللّٰهُ الَّذِيْ نَزَّلَ الْكِتٰبَ ۖ وَهُوَ

**١٩٧**-منهنجو دوست يقيناً اُهو خدا آهي جنهن هيءُ ڪاملُ ڪتاب لاٿو آهي ۽

يَتَوَلَّى الصّٰلِحِيْنَ ﴿۱۹۶﴾

اهو نيڪن جو ساٿ ڏيندو آهي.

وَالَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ نَصْرَكُمْ وَلَآ اَنْفُسَهُمْ يَنْصُرُوْنَ ﴿۱۹۸﴾

**١٩٨**ـ ۽ اُهي ماڻهو جن کي توهان ان کان علاوه پڪاريو ٿا اهي نه توهانجي مدد جي توفيق رکن ٿا ۽ نه پنهنجي جانين جي مدد ڪندا آهن.

وَاِنْ تَدْعُوْهُمْ اِلَى الْهُدٰى لَا يَسْمَعُوْا ؕ وَتَرٰىهُمْ يَنْظُرُوْنَ اِلَيْكَ وَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ ﴿۱۹۹﴾

**١٩٩**ـ ۽ جيڪڏهن توهين انهن کي هدايت جي طرف سڏيو ته هو ٻڌي نٿا سگهن ۽ تون انهن کي ڏسين ٿو ته جڻ توکي ڏسي رهيا آهن دراصل اهي(توکي)نه ڏسي رهيا آهن.

خُذِ الْعَفْوَ وَاْمُرْ بِالْعُرْفِ وَاَعْرِضْ عَنِ الْجٰهِلِيْنَ ﴿۲۰۰﴾

**٢٠٠**ـ (اي نبي! هميشه) درگذر کان ڪم وٺ ۽ فطرت جي مطابق ڳالهين جو حڪم ڏيندو رهه ۽ جاهل ماڻهن کان منهن ڦيري ڇڏ.

وَاِمَّا يَنْزَغَنَّكَ مِنَ الشَّيْطٰنِ نَزْغٌ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿۲۰۱﴾

**٢٠١**ـ ۽ جيڪڏهن شيطان جي طرفان توکي ڪو صدمو پهچي ته تون اللّٰـه کان پناهه گهر جيڪو ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا اِذَا مَسَّهُمْ طٰٓئِفٌ مِّنَ الشَّيْطٰنِ تَذَكَّرُوْا فَاِذَا هُمْ مُّبْصِرُوْنَ ﴿۲۰۲﴾ ۚ

**٢٠٢**ـ يقيناً اهي ماڻهو جن انهيءَ وقت تقويٰ اختيار ڪئي جڏهن انهن کي شيطان جي طرفان اچڻ وارو ڪو خيال محسوس ٿيو ۽ اهي هوشيار ٿي ويا ۽ انهن جو اکيون کلي ويون (اهي هدايت ماڻي وٺن ٿا).

وَاِخْوَانُهُمْ يَمُدُّوْنَهُمْ فِى الْغَيِّ ثُمَّ

**٢٠٣**ـ ۽ انهن(ڪافرن) جا ڀائرَ① ته انهن

١ ـ يعني گمراهه ڪرڻ وارا ساٿي.

لَا يُقْصِرُوْنَ ﴿۲۰۲﴾

کي گمراھيءَ جي طرف ڇڪين ٿا پوءِ ڪنھن قسم جي ڪَسَرَ نہ ٿا ڇڏين.

وَاِذَا لَمْ تَاْتِهِمْ بِاٰيَةٍ قَالُوْا لَوْ لَا اجْتَبَيْتَهَا ۭ قُلْ اِنَّمَآ اَتَّبِعُ مَا يُوْحٰٓى اِلَيَّ مِنْ رَّبِّيْ ۚ هٰذَا بَصَاۗىِٕرُ مِنْ رَّبِّكُمْ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿۲۰۳﴾

**۲۰۳**۔ ۽ جڏھن تون انھن وٽ ڪا ظاھر نشاني نٿو آڻين تہ چون ٿا تہ تو انھيءَ (نشانيءَ) کي چو نہ چڪي گھرايو①. تون چوءُ تہ مان تہ صرف پنھنجي رب جي طرفان پاڻ تي نازل ٿيڻ واري وحي جي پيروي ڪندو آھيان. ھيءَ (وحي) توھان جي رب جي طرفان دليلن سان پُر ② آھي ۽ مومنن لاءِ ھدايت بہ آھي ۽ رحمت بہ آھي.

وَاِذَا قُرِئَ الْقُرْاٰنُ فَاسْتَمِعُوْا لَهٗ وَاَنْصِتُوْا لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿۲۰۴﴾

**۲۰۵**۔ ۽ (اي انسانو!) جڏھن قرآن پڙھيو وڃي، تہ انھيءَ کي ٻڌندا ڪيو ۽ چپ رھندا ڪيو تہ جيئن توھان تي رحم ڪيو وڃي.

وَاذْكُرْ رَّبَّكَ فِيْ نَفْسِكَ تَضَرُّعًا وَّخِيْفَةً وَّدُوْنَ الْجَهْرِ مِنَ الْقَوْلِ بِالْغُدُوِّ وَالْاٰصَالِ وَلَا تَكُنْ مِّنَ الْغٰفِلِيْنَ ﴿۲۰۵﴾

**۲۰۶**۔ ۽ (اي نبي!) تون پنھنجي نفس ۾ پنھنجي رب کي عاجزي ۽ خوف سان ياد ڪندو رھندو ڪر ۽ ھلڪي آواز سان صبح بہ ۽ شام بہ (ائين ڪندو ڪر) ۽ ڪڏھن غفلت ڪرڻ وارن ۾ شامل نہ ٿيءُ.

اِنَّ الَّذِيْنَ عِنْدَ رَبِّكَ

**۲۰۷**۔جيڪي ماڻھو تنھنجي رب جي ويجھو ③ آھن يقيناً پنھنجي رب جي عبادت کان

۱۔مطلب ھي تہ ٿوري ٿوري وقفي بعد ڪليل نشانيون اينديون آھن جڏھن بہ ٿوري دير ٿي وڃي تہ مخالف لُڙ ڪرڻ لڳندا آھن.

۲۔بَصِيرَةٌ جي معنيٰ دليل جي آھي. جيئن تہ جمع آئي آھي ان ڪري دليلن سان پُر جو ترجمو ڪيو ويو آھي.

۳۔يعني قربائتا آھن.

| | |
|---|---|
| لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ عَنْ عِبَادَتِهٖ وَ يُسَبِّحُوْنَهٗ وَلَهٗ يَسْجُدُوْنَ ﴿٢٠٦﴾ | پنهنجو پاڻ کي وڏو نٿا سمجهن ۽ انهيءَ جي تسبيح ڪندا رهندا آهن ۽ انهيءَ جي سامهون سجدا ڪندا رهندا آهن. |

سُوْرَةُ الْاَنْفَالِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتٌّ وَّ سَبْعُوْنَ اٰيَةً وَّ عَشَرَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت انفال- هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ڇاهتر آيتون ۽ ڏهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانئو).

يَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الْاَنْفَالِ ۭ قُلِ الْاَنْفَالُ لِلّٰهِ وَالرَّسُوْلِ ۚ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَصْلِحُوْا ذَاتَ بَيْنِكُمْ ۠ وَاَطِيْعُوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗٓ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ②

٢-(اي رسول!) ماڻهو توکان غنيمت جي مالن جي متعلق سوال ڪن ٿا تون (انهن کي) چئو ته غنيمت جا مال الله ۽ انهيءَ جي رسول جا آهن. پوءِ الله جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ پاڻ ۾ اصلاح جي ڪوشش ڪيو ۽ جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته الله ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪيو.

اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِرَ اللّٰهُ وَجِلَتْ قُلُوْبُهُمْ وَاِذَا تُلِيَتْ عَلَيْهِمْ اٰيٰتُهٗ زَادَتْهُمْ اِيْمَانًا وَّعَلٰى رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ③

٣-مومن ته صرف اهي آهن جو جڏهن (انهن جي سامهون) الله جو ذڪر ڪيو وڃي ته انهن جو دليون ڏڄي وڃن ۽ جڏهن انهن جي سامهون انهيءَ جون آيتون پڙهيون وڃن ته اهي انهن جي ايمان کي وڌائي ڇڏين. پڻ (مومن اهي آهن) جيڪي پنهنجي رب تي توڪل رکن ٿا.

الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ④

٤-(اهڙيءَ طرح حقيقي مومن اهي آهن) جيڪي نمازن کي (شرطن جي مطابق) ادا ڪن ٿا ۽ جيڪي (ڪجهه) اسان کين ڏنو آهي ان مان خرچ ڪن ٿا.

أُولَٰٓئِكَ هُمُ الْمُؤْمِنُونَ حَقًّا ۚ لَّهُمْ دَرَجَٰتٌ عِندَ رَبِّهِمْ وَمَغْفِرَةٌ وَرِزْقٌ كَرِيمٌ ﴿٥﴾

**٥**۔اهي(مٿي ذڪر ڪيل صفتون رکڻ وارا) ئي سچا مومن آهن. انهن جي رب وٽ انهن لاءِ (وڏي ۾ وڏا) درجا ۽ بخشش جو سامان ۽ معزز رزق آهي.

كَمَآ أَخْرَجَكَ رَبُّكَ مِنۢ بَيْتِكَ بِالْحَقِّ وَإِنَّ فَرِيقًا مِّنَ الْمُؤْمِنِينَ لَكَٰرِهُونَ ﴿٦﴾

**٦**۔ اهو(انعام انهن تي)انهيءَ سبب① جي ڪري(هوندو)جو توکي تنهنجي رب تنهنجي گهر کان هڪ خاص مقصد هيٺ ڪڍيو آهي ۽ مومنن مان هڪ گروهه انهيءَ کي تمام گهڻو ناپسند② ڪندو هو.

يُجَٰدِلُونَكَ فِى الْحَقِّ بَعْدَ مَا تَبَيَّنَ كَأَنَّمَا يُسَاقُونَ إِلَى الْمَوْتِ وَهُمْ يَنظُرُونَ ﴿٧﴾

**٧**۔ اُهي③ توکان حق ظاهر ٿيڻ بعد اهڙيءَ طرح بحث ڪندا آهن جڻ(اسلام جي دعوت کان) انهن کي موت جي طرف ڌڪيو وڃي ٿو ۽ (ائين معلوم ٿئي ٿو ته)اُهي(اُنهيءَ موت کي اکين سان) ڏسي رهيا آهن.

وَإِذْ يَعِدُكُمُ اللَّهُ إِحْدَى الطَّآئِفَتَيْنِ أَنَّهَا

**٨**۔۽(انهيءَ وقت کي ياد ڪريو)جڏهن

---

**١**۔ كَمَا، لِمَا جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿيندو آهي (محيط) ۽ اها ئي معنيٰ هتي مناسب آهي.

**٢**۔ هن آيت سان عيسائين جا اُهي اعتراض ختم ٿي وڃن ٿا ته مسلمان مال غنيمت جي لالچ ۾ حملا ڪندا هئا ڇاڪاڻ ته قرآن ڪريم چوي ٿو ته جيتوڻيڪ مومن ويڙهه کان ڊڄندا نه هئا پر خونريزيءَ جي ڪري ان کان نفرت ڪندا هئا.

**٣**۔ يعني ڪافر۔ ڇاڪاڻ ته مومن ته ويڙهه کي ناپسند ڪرڻ جي باوجود خدا جي حڪم کي مڃڻ لاءِ تيار هئا جهڙي طرح مٿين آيت مان ۽ ٻين آيتن مان ثابت آهي. مفسرن ان جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي ته اصحابؓ جهاد جي حڪم تي رسول اللّٰه ﷺ سان وڏو بحث ڪندا هئا ته هي حڪم ڇو مليو. پر هي قرآن ڪريم ۽ تاريخ مان غلط معلوم ٿئي ٿو.

لَكُمْ وَتَوَدُّوْنَ اَنَّ غَيْرَ ذَاتِ الشَّوْكَةِ تَكُوْنُ لَكُمْ وَيُرِيْدُ اللّٰهُ اَنْ يُّحِقَّ الْحَقَّ بِكَلِمٰتِهٖ وَيَقْطَعَ دَابِرَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٨﴾

اللّٰه توهان سان ٻن گروهن مان هڪ جو واعدو ڪندو هو ته اهو توهان کي ڏنو ويندو ۽ توهان چاهيو ٿي ته اهو گروهه جنهن وٽ هٿيار نه آهن توهان کي ملي ۽ اللّٰه چاهيو ٿي ته اهو حق کي پنهنجي حڪمن جي ذريعي پورو ڪري ۽ ڪافرن جي پاڙ پٽي ڇڏي.

لِيُحِقَّ الْحَقَّ وَيُبْطِلَ الْبَاطِلَ وَلَوْ كَرِهَ الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٩﴾

٩ـ انهيءَ لاءِ ته اهو اهڙيءَ طرح حق کي قائم ڪري ڇڏي ۽ باطل کي تباهه ڪري ڇڏي پوءِ کڻي مجرم انهيءَ کي ناپسنديءَ جو نه ڪندا هجن.

اِذْ تَسْتَغِيْثُوْنَ رَبَّكُمْ فَاسْتَجَابَ لَكُمْ اَنِّيْ مُمِدُّكُمْ بِاَلْفٍ مِّنَ الْمَلٰٓئِكَةِ مُرْدِفِيْنَ ﴿١٠﴾

١٠ـ (۽ انهيءَ وقت کي به ياد ڪريو) جڏهن توهان پنهنجي رب کان التجائون ڪندا هئا انهيءَ تي توهانجي رب توهان جي دعائن کي ٻڌو (۽ چيو ته) مان توهان جي مدد هزارن فرشتن سان ڪندس جن جو لشڪر پنيان لشڪر وڌندو رهندو.

وَمَا جَعَلَهُ اللّٰهُ اِلَّا بُشْرٰى وَلِتَطْمَئِنَّ بِهٖ قُلُوْبُكُمْ ۚ وَمَا النَّصْرُ اِلَّا مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿١١﴾ ع

١١ـ ۽ اللّٰه انهيءَ خبر کي رڳو هڪ بشارت[1] جي طور تي نازل ڪيو هو. انهيءَ لاءِ ته هن جي ذريعي توهانجون دليون مطمئن ٿي وڃن ۽ مدد صرف اللّٰه جي طرفان ايندي آهي (فرشتا ته صرف هڪ علامت آهن) اللّٰه يقيناً ڏاڍو غالب (۽)

١ـ يعني هيءَ مراد نه هئي ته سچ پچ فرشتا انهن ڪافرن سان جنگ ڪندا بلڪ فرشتن جي مدد جيڪڏهن ڪشف ۾ ڏٺي وڃي ته ان جو مطلب هي هوندو آهي ته خداتعاليٰ مدد ڪندو ۽ اهڙي طرح مومنن کي خوشخبري ملي ويندي آهي.

اِذۡ يُغَشِّيۡكُمُ النُّعَاسَ اَمَنَةً مِّنۡهُ وَيُنَزِّلُ عَلَيۡكُمۡ مِّنَ السَّمَآءِ مَآءً لِّيُطَهِّرَكُمۡ بِهٖ وَيُذۡهِبَ عَنۡكُمۡ رِجۡزَ الشَّيۡطٰنِ وَلِيَرۡبِطَ عَلٰى قُلُوۡبِكُمۡ وَيُثَبِّتَ بِهِ الۡاَقۡدَامَ ؕ﴿۱۲﴾

حڪمت وارو آهي.

**١٢**-(اِهو نشان اُن وقت ظاهر ٿيو)جڏهن خدا ①(پنهنجي طرفان)اسن ۾ تسڪين جي خوشخبري ڏيڻ لاءِ توهان تي ڳهر نازل ڪري رهيو هو ۽ توهان تي ڪڪرن مان پاڻي وسائي رهيو هو انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جي وسيلي توهان ②کي پاڪ ڪري ۽ شيطان جي گندگي(يعني انهيءَ جي خوف)کي توهان کان ختم ڪري ۽ انهيءَ لاءِ ته توهانجي③ دلين کي مضبوط ڪري ۽ انهيءَ(بارش)جي ذريعي توهانجي قدمن کي مضبوط ڪري.

اِذۡ يُوۡحِىۡ رَبُّكَ اِلَى الۡمَلٰٓـئِكَةِ اَنِّىۡ مَعَكُمۡ فَثَبِّتُوا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا ؕ سَاُلۡقِىۡ فِىۡ قُلُوۡبِ الَّذِيۡنَ كَفَرُوا الرُّعۡبَ فَاضۡرِبُوۡا فَوۡقَ الۡاَعۡنَاقِ وَاضۡرِبُوۡا مِنۡهُمۡ كُلَّ بَنَانٍ ؕ﴿۱۳﴾

**١٣**-(هيءُ اهو وقت هو) جڏهن تنهنجو رب ملائڪن کي به وحي ڪري رهيو هو ته مان توهان سان آهيان پوءِ مومنن کي ثابت قدم بڻايو. مان ڪافرن جي دلين تي رعب وجهندس. پوءِ(اي مومنو!)توهان انهن جي ڳچين تي حملا ڪندا وڃو ۽ انهن

١-ضمير جي بجاءِ ظاهر اسم استعمال ڪيو ويو آهي.

٢-هي جنگ بدر جو واقعو آهي ۽ بدر جي موقعي تي مومنن ۽ ڪافرن جي وچم واريءَ جو هڪ ميدان هو جنهن کان پري چيڪي مٽي هئي. مينهن سان واري دبجي وئي. جڏهن مسلمانن انهن تي حملو ڪيو ته سندن پير ڏاڍا جمي بيٺا ۽ ڪافرن جي مدد جڏهن پنيان آئي ته ترڪٽي ميدان ۾ انهن جا پير ترڪن پيا ۽ مدد پهچي نه پئي سگهي. ساڳي طرح جڏهن مومن حملو ڪن پيا هئا ته ڪافر پٺندي ميدان جي گپ ۾ ڦاسي پيا پون.

٣-رَبَطَ عَلٰى قَلۡبِهٖ جي معنيٰ ٿيندي آهي قَوَّاهُ وَصَبَرَهٗ دل کي مضبوط ڪيو ۽ تڪليفون سهڻ جي توفيق ڏني.(اقرب)

جي سَنڌَ سَنڌَ تي ڌَڪَ هڻندا وڃو.

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ شَآقُّوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ۚ وَمَنْ يُّشَاقِقِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَاِنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ۝١٤

۱۴- اِهو انهيءَ ڪري ٿيندو جو انهن الله ۽ انهيءَ جي رسول جي مخالفت ڪئي آهي ۽ جيڪو به الله ۽ انهيءَ جي رسول جي مخالفت ڪريٿو (انهيءَ کي سمجهڻ گهرجي ته) الله ڏاڍي سخت سزا① ڏيڻ وارو آهي.

ذٰلِكُمْ فَذُوْقُوْهُ وَاَنَّ لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابَ النَّارِ ۝١٥

۱۵- (اي انسانو! ٻڌو الله جي سزا) اهڙي ئي ٿيندي آهي. پوءِ انهيءَ کي چکو ۽ (ياد رکو ته) ڪافرن کي يقيناً باهه جو عذاب پهچڻ وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا لَقِيْتُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا زَحْفًا فَلَا تُوَلُّوْهُمُ الْاَدْبَارَ ۝١٦

۱٦- اي مومنو! جڏهن توهان ڪافرن سان هڪ لشڪر جي صورت ۾ ملو، ته ڪڏهن به انهن کي پُٺِ نه ڏيکاريندا ڪيو.

وَمَنْ يُّوَلِّهِمْ يَوْمَئِذٍ دُبُرَهٗٓ اِلَّا مُتَحَرِّفًا لِّقِتَالٍ اَوْ مُتَحَيِّزًا اِلٰى فِئَةٍ فَقَدْ بَآءَ بِغَضَبٍ مِّنَ اللّٰهِ وَمَاْوٰىهُ جَهَنَّمُ ۭ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ۝١٧

۱۷- ۽ جيڪو به انهيءَ موقعي تي پُٺي ڏيکاريندو سواءِ انهيءَ جي جو لڙائيءَ لاءِ جاءِ بدلائي رهيو هجي يا ڪنهن (مسلمان) گروهه ڏانهن (انهيءَ جي مدد لاءِ) وڃي رهيو هجي، ته اهو الله جو غضب وٺي موٽندو ۽ انهيءَ جو ٺڪاڻو جهنم هوندو ۽ رهڻ جي لحاظ کان اها جڳهه تمام خراب آهي.

فَلَمْ تَقْتُلُوْهُمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ قَتَلَهُمْ ۠

۱۸- پوءِ (ياد رکو ته) انهن (ڪافرن) کي توهان نه ماريو هو پر انهن کي الله ماريو هو. ۽

١ - ان جي هيءَ معنيٰ ناهي ته الله تعاليٰ جون جيڪي سزائون آهن انهن مان سڀ کان سخت سزا نازل ڪندو آهي بلڪ مراد هيءَ آهي ته الله تعاليٰ جون سيئي سزائون سخت ٿينديون آهن.

وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰى ۚ وَلِيُبْلِيَ الْمُؤْمِنِيْنَ مِنْهُ بَلَآءً حَسَنًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ۝١٨

جڏهن تو پٿر اڇلايا① هئا ته تو نه اڇلايا هئا پر الله اڇلايا هئا جنهن جو نتيجو اهو ٿيوجوهن اِنهيءَ جي ذريعي مومنن تي هڪ وڏو احسان ڪيو ۽ الله يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڄاڻڻ وارو آهي.

ذٰلِكُمْ وَاَنَّ اللّٰهَ مُوْهِنُ كَيْدِ الْكٰفِرِيْنَ ۝١٩

**١٩**- هي(امر)ائين ٿيندو(جهڙيءَ طرح اسان چيو هو) ۽ الله يقيناً ڪافرن جي تدبير کي ڪمزور ڪرڻ وارو آهي.

اِنْ تَسْتَفْتِحُوْا فَقَدْ جَآءَكُمُ الْفَتْحُ ۚ وَاِنْ تَنْتَهُوْا فَهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ۚ وَاِنْ تَعُوْدُوْا نَعُدْ ۚ وَلَنْ تُغْنِيَ عَنْكُمْ فِئَتُكُمْ شَيْئًا وَّلَوْ كَثُرَتْ ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ مَعَ الْمُؤْمِنِيْنَ ۝٢٠ ع

**٢٠**-(اي ڪفار مڪه!)جيڪڏهن توهان فتح جو نشان گهريو ٿي ته ڏسو توهان وٽ فتح اچي وئي ۽ جيڪڏهن هاڻي به توهان باز اچي وڃو ته يقيناً اهو توهان جي لاءِ سنو ٿيندو ۽ جيڪڏهن توهان (شرارت جي طرف) موٽندؤ ته اسان به(سزا ڏانهن)موٽنداسين ۽ توهان جو جٿو پلي اهو ڪيترو به مضبوط ڇو نه هجي هرگز توهان کي ڪو به فائدو نه ڏيندو ۽ الله يقيناً مومنن سان گڏ آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَطِيْعُوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَلَا تَوَلَّوْا عَنْهُ وَاَنْتُمْ تَسْمَعُوْنَ ۝٢١

**٢١**-اي مومنو! الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪيو، ۽ انهن مان ڪنهن ڪان منهن نه موڙيو، انهيءَ حالت ۾ جو توهان (انهيءَ جو حڪم) ٻڌي رهيا هجو.

١-بدر جي موقعي تي جڏهن مسلمانن جي ٿورڙي لشڪرتي ڪافرن جي وڏي لشڪر جو ريلوٿيو ته رسول الله ﷺ ننڍڙين پٿرين جي هڪ مُٺَ پري ۽ ڪافرن ڏانهن اڇلائي.خدا جي حڪم سان انهيءَ وقت پاڻ سڳورن جي پنيان تيز هوا ڪُلي ۽ سڀ پٿريون اڏي ڪافرن تي وڃي ڪريون ۽ سندن اکيون پٿرين ۽ واريءَ سان پرجي وڃڻ جي ڪري ڏسي نٿي سگهيون. هي انهيءَ طرف اشارو آهي.

وَلَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ قَالُوْا سَمِعْنَا وَهُمْ لَا يَسْمَعُوْنَ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-۽ انهن ماڻهن وانگر نہ ٿيو جن اِهو چيو هو تہ اسان ٻڌون ٿا، پر اهي ٻڌن ڪونہ ٿا.

اِنَّ شَرَّ الدَّوَآبِّ عِنْدَ اللّٰهِ الصُّمُّ الْبُكْمُ الَّذِيْنَ لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣**-اللّٰه وٽ حيوانن ڪان بہ بدتر اهي ماڻهو آهن جيڪي ٻوڙا ۽ گونگا آهن، جيڪي ڪجهہ بہ عقل نہ ٿا رکن.

وَلَوْ عَلِمَ اللّٰهُ فِيْهِمْ خَيْرًا لَّاَسْمَعَهُمْ ؕ وَلَوْ اَسْمَعَهُمْ لَتَوَلَّوْا وَّهُمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-۽ جيڪڏهن اللّٰه انهن (ڪافرن) ۾ ڪو بہ خير ڏسي ها تہ انهن کي (قرآن) ٻڌائي ها ۽ جيڪڏهن انهن کي (موجوده حالت ۾ قرآن) ٻڌائي ها تہ بہ اهي پٺي ڦيري ڇڏين ها ۽ (قرآن ڪان) منهن موڙين ها.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اسْتَجِيْبُوْا لِلّٰهِ وَلِلرَّسُوْلِ اِذَا دَعَاكُمْ لِمَا يُحْيِيْكُمْ ۚ وَاعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ يَحُوْلُ بَيْنَ الْمَرْءِ وَقَلْبِهٖ وَاَنَّهٗۤ اِلَيْهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-اي مومنو! اللّٰه ۽ ان جي رسول جي ڳالهہ ٻڌو جڏهن اهو توهان کي زندهہ ڪرڻ ① لاءِ پڪاري ۽ سمجهي وجو تہ اللّٰه انسان ۽ انهيءَ جي دل ۾ حائل آهي ۽ اهو بہ تہ اوهان انهيءَ ڏانهن زندهہ ڪري موٽايا ويندؤ.

وَاتَّقُوْا فِتْنَةً لَّا تُصِيْبَنَّ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْكُمْ خَآصَّةً ۚ وَاعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿٢٦﴾

**٢٦**-۽ انهيءَ فتني ڪان ڊڄندا رهو جيڪو توهان مان صرف ظالمن کي نہ پهچندو ۽ ياد رکو تہ اللّٰه جو عذاب يقيناً سخت هوندو آهي.

وَاذْكُرُوْۤا اِذْ اَنْتُمْ قَلِيْلٌ مُّسْتَضْعَفُوْنَ

**٢٧**-۽ ياد ڪيو جڏهن توهان ٿورا هئا ۽

١-خبر پئي تہ انسان مردي انسان کي هدايت سان زندهہ ڪندو آهي قبرن ۾ دفن ٿيل مردن کي ظاهري طرح زندگي ڏئي ڪري نہ.

فِي الْاَرْضِ تَخَافُوْنَ اَنْ يَّتَخَطَّفَكُمُ النَّاسُ فَاٰوٰىكُمْ وَاَيَّدَكُمْ بِنَصْرِهٖ وَرَزَقَكُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿٢٧﴾

زمين ۾ ڪمزور سمجهيا ويندا هئا ۽ ڊڄندا هئا ته ماڻهو توهان کي جهٽي کڻي نه وڃن. پوءِ اِنهيءَ جي باوجود هُن توهان کي (مديني ۾)جاءِ ڏني ۽ پنهنجي مدد سان توهان جي تائيد ڪئي ۽ پاڪ شين مان توهان کي رزق بخشيو انهيءَ لاءِ ته توهان شڪر ڪيو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَخُوْنُوا اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ وَتَخُوْنُوْۤا اَمٰنٰتِكُمْ وَاَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٢٨﴾

**٢٨**ـاي مومنو! الله ۽ انهيءَ جي رسول سان خيانت نه ڪيو ۽ نه پنهنجي امانتن ۾ خيانت ڪيو، اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن اوهان ڄاڻو① واڻو ٿا.

وَاعْلَمُوْۤا اَنَّمَاۤ اَمْوَالُكُمْ وَاَوْلَادُكُمْ فِتْنَةٌ ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ عِنْدَهٗۤ اَجْرٌ عَظِيْمٌ ﴿٢٩﴾ ع ١٧

**٢٩**ـ۽ ياد رکو ته توهان جو مال ۽ توهان جو اولاد صرف هڪ فتنو آهي ۽ اهو به ته الله اها ذات آهي جنهن وٽ وڏو اجر آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِنْ تَتَّقُوا اللّٰهَ يَجْعَلْ لَّكُمْ فُرْقَانًا وَّيُكَفِّرْ عَنْكُمْ سَيِّاٰتِكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿٣٠﴾

**٣٠**ـاي مومنو! جيڪڏهن توهان اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪندؤ ته اهو توهان جي لاءِ وڏي واذاري جا سامان پيدا ڪندو ۽ توهان جي ڪمزورين کي پري ڪري ڇڏيندو. ۽ توهانکي بخشي ڇڏيندو ۽ اللّٰه وڏي فضل وارو آهي.

وَاِذْ يَمْكُرُ بِكَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِيُثْبِتُوْكَ اَوْ يَقْتُلُوْكَ اَوْ يُخْرِجُوْكَ ؕ

**٣١**ـ۽ (اي رسول! انهيءَ وقت کي ياد ڪر) جڏهن ڪافر تنهنجي لاءِ تدبيرون ڪري رهيا هئا، انهيءَ لاءِ ته توکي(هڪ جڳهه)قيد②

١ـ هيءَ مراد ناهي ته ڄاڻ کانسواءِ خيانت جائز آهي بلڪ مطلب هي آهي ته توهان تي حقيقت واضح ٿي وئي آهي جيڪڏهن پوءِ به توهان خيانت ڪندؤ ته ان جي ڪارڻ سخت سزا ملندي.

٢ـ يعني گهر ۾ بند ڪري ڇڏين.پر هو ائين ڪرڻ ۾ سوڀارا نه ٿيا.بي راءِ قتل ڪرڻ جي هئي.ان

وَيَمْكُرُوْنَ وَيَمْكُرُ اللّٰهُ ۭ وَاللّٰهُ خَيْرُ الْمٰكِرِيْنَ ۝۳۱

ڪري ڇڏين، يا توکي قتل ڪري ڇڏين، يا توکي ڪڍي ڇڏين ۽ اهي به تدبيرون ڪري رهيا هئا، ۽ الله به تدبيرون ڪري رهيو هو ۽ الله تدبيرون ڪرڻ وارن مان سڀني کان بهتر تدبير ڪرڻ وارو آهي.

وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا قَالُوْا قَدْ سَمِعْنَا لَوْ نَشَاۗءُ لَقُلْنَا مِثْلَ هٰذَآ ۙ اِنْ هٰذَآ اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ۝۳۲

۳۲- ۽ جڏهن انهن جي سامهون اسان جون آيتون پڙهي ٻڌايون وڃن ٿيون ته اُهي چون ٿا، (بس بس) اسان توهان جي ڳالهه ٻڌي ڇڏي جيڪڏهن اسان چاهيون ته اسان به اهڙي قسم جو ڪلام ناهي(پيش ڪري)سگهون ٿا.هيءُ (قرآن) ته صرف پهرين جون ڳالهيون آهن.

وَاِذْ قَالُوا اللّٰهُمَّ اِنْ كَانَ هٰذَا هُوَ الْحَقَّ مِنْ عِنْدِكَ فَاَمْطِرْ عَلَيْنَا حِجَارَةً مِّنَ السَّمَاۗءِ اَوِ ائْتِنَا بِعَذَابٍ اَلِيْمٍ ۝۳۳

۳۳- ۽(ياد ڪر)جڏهن انهن چيو، اي الله! جيڪڏهن تنهنجي طرفان اِهو ئي(دين)حق آهي ته اسان تي آسمان مان پٿر وساءِ، يا اسان کي ڪو ٻيو تڪليف سان ڀريل عذاب ڏي.

وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمْ وَاَنْتَ فِيْهِمْ ۭ وَمَا كَانَ اللّٰهُ مُعَذِّبَهُمْ وَهُمْ يَسْتَغْفِرُوْنَ ۝۳۴

۳۴- پر① الله انهن کي انهيءَ حالت ۾ عذاب نٿي ڏئي سگهيو جڏهن تون انهن ۾ هُئين ۽ نه الله انهن کي اهڙيءَ حالت ۾ عذاب ڏئي سگهيو ٿي جڏهن اُهي استغفار②

**(باقي حاشيو)** ۾ به ناڪام رهيا. ٽين راءِ ملڪ مان ڪڍڻ جي هئي ان ۾ هو ڪامياب ٿي ويا ۽ الله تعاليٰ مديني وارن جي دلين کي پاڻ سڳورن ڏانهن ڦيري ڇڏيو ۽ آخر اِهوئي گهر مان ڪڍڻ سڪي وارن جي تباهيءَ جو ڪارڻ ٿيو.

١- قرآن مجيد ۾ واؤ آهي جنهن جو ترجمو پر ڪيو ويو آهي. ۽ هن جڳهه بدر جو ذڪر آهي جڏهن ابوجهل انهن ئي لفظن سان دعا ڪئي هئي، ۽ سزا ۾ ماريو به ويو هو.

٢- يعني جڏهن تون نڪري ويندين،ته هو استغفار ته اڳ به نه پيا ڪن- ٻئي ڇوٽڪاري جا سبب

وَمَا لَهُمْ اَلَّا يُعَذِّبَهُمُ اللّٰهُ وَهُمْ يَصُدُّوْنَ عَنِ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَمَا كَانُوْٓا اَوْلِيَآءَهٗ ؕ اِنْ اَوْلِيَآؤُهٗٓ اِلَّا الْمُتَّقُوْنَ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿۳۵﴾

وَمَا كَانَ صَلَاتُهُمْ عِنْدَ الْبَيْتِ اِلَّا مُكَآءً وَّتَصْدِيَةً ؕ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُوْنَ ﴿۳٦﴾

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ لِيَصُدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ فَسَيُنْفِقُوْنَهَا ثُمَّ تَكُوْنُ عَلَيْهِمْ حَسْرَةً ثُمَّ يُغْلَبُوْنَ ۬ؕ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِلٰى جَهَنَّمَ يُحْشَرُوْنَ ﴿۳۷﴾ۙ

لِيَمِيْزَ اللّٰهُ الْخَبِيْثَ مِنَ الطَّيِّبِ وَيَجْعَلَ

ڪري رهيا هجن.

**۳۵**-۽ انهن ڪي ڪهڙو(مقام حاصل)آهي جنهن جي سببان باوجود انهيءَ جي جو اُهي عزت واري مسجد(يعني خانه ڪعبه)کان (ماڻهن کي) روڪين ٿا. الله انهن کي عذاب نه ڏيندو ۽ اُهي درحقيقت انهيءَ جا متولي نه آهن انهيءَ جا(حقيقي)متولي ته صرف متقي آهن، پر انهن(ڪافرن)مان اڪثر انهيءَ ڳالهه کي ڄاڻن نه ٿا.

**۳٦**-۽ خانه ڪعبه وٽ انهن جي نماز سواءِ سيٽين ۽ تاڙين وڄائڻ جي ٻي آهي ڇا.پوءِ (اي بي دينو!)پنهنجي ڪفر جي سببان عذاب کي چکو.

**۳۷**-جن ڪفر ڪيو آهي اُهي يقيناً پنهنجو مال الله جي رستي کان ماڻهن کي روڪڻ لاءِ خرچ ڪن ٿا.اُهي اهڙيءَ طرح انهن مالن کي خرچ ڪندا ويندا پوءِ آخر(اِهو خرچ) انهن لاءِ حسرت جو موجب بڻجي ويندو ۽ اُهي مغلوب ڪيا ويندا ۽ جن ماڻهن ڪفر ڪيو آهي انهن کي گڏ ڪري جهنم جي طرف نيو ويندو.

**۳۸**-انهيءَ لاءِ ته الله خبيث کي طيب کان ممتاز ڪري ۽ خبيث شين جي ڪن حصن

**(باقي حاشيو)**ضائع ٿي ويندا ۽ هُو تباهه ٿي ويندا.

الْخَبِيْثَ بَعْضَهٗ عَلٰى بَعْضٍ فَيَرْكُمَهٗ جَمِيْعًا فَيَجْعَلَهٗ فِيْ جَهَنَّمَ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿٣٨﴾

کي کن جي مٿان رکي ڇڏي، پوءِ سڀني کي هڪ ڍير جي صورت ۾ ٺاهي ڇڏي ۽ پوءِ انهيءَ (سڄي ڍير) کي جهنم ۾ وجهي ڇڏي. (ٻڌو) اهي ئي (ماڻهو) نقصان ماڻڻ وارا آهن.

قُلْ لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ يَّنْتَهُوْا يُغْفَرْ لَهُمْ مَّا قَدْ سَلَفَ ۚ وَاِنْ يَّعُوْدُوْا فَقَدْ مَضَتْ سُنَّتُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٣٩﴾

**٣٩**۔تون ڪافرن کي چؤ ته جيڪڏهن اهي باز اچي وڃن ته جيڪو (قصور) انهن کان پهرئين ٿي چڪو آهي انهن کي معاف ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن اهي وري(انهن ئي ڪرتوتن جي طرف)موٽندا ته پهرين ماڻهن جي(جيڪا)سنت گذري چڪي آهي(اُهو ئي انهن سان معاملو ٿيندو.)

وَقَاتِلُوْهُمْ حَتّٰى لَا تَكُوْنَ فِتْنَةٌ وَّيَكُوْنَ الدِّيْنُ كُلُّهٗ لِلّٰهِ ۚ فَاِنِ انْتَهَوْا فَاِنَّ اللّٰهَ بِمَا يَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿٤٠﴾

**۴٠**۔۽ انهن(ڪافرن)سان وڙهندا رهو. ايستائين جو ڏاڍ جو نشان باقي نه رهي ۽ دين سڄو ئي الله ئي لاءِ ٿي وڃي ۽ جيڪڏهن اهي رڪجي وڃن ته الله يقيناً انهن جي عملن کي ڏسي ٿو.

وَاِنْ تَوَلَّوْا فَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ مَوْلٰىكُمْ ؕ نِعْمَ الْمَوْلٰى وَنِعْمَ النَّصِيْرُ ﴿٤١﴾

**۴١**۔۽ جيڪڏهن اهي پٺي ڦيرائي ڇڏين ته سمجهي وٺو ته الله يقيناً توهان جو حامي آهي، اهو بهترين حامي ۽ بهترين مددگار آهي.

وَاعْلَمُوْٓا اَنَّمَا غَنِمْتُمْ مِّنْ شَيْءٍ فَاَنَّ لِلّٰهِ خُمُسَهٗ وَلِلرَّسُوْلِ وَلِذِي الْقُرْبٰى وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنِ وَابْنِ السَّبِيْلِ ۙ اِنْ كُنْتُمْ اٰمَنْتُمْ بِاللّٰهِ وَمَآ اَنْزَلْنَا عَلٰى عَبْدِنَا

**۴٢**۔ ۽ ڄاڻي وٺو ته جيڪي ڪجهه به توهان کي غنيمت ۾ ملي انهيءَ مان الله ۽ ان جي رسول جي لاءِ ۽ (رسول سان) مائٽن ① لاءِ ۽ يتيمن ۽ مسڪينن جي لاءِ ۽ مسافرن جي لاءِ پنجون حصو آهي. جيڪڏهن

---

**١**۔ان جو ٻيو ترجمو ”مائٽن لاءِ“ به ٿي سگهي ٿو.

يَوْمَ الْفُرْقَانِ يَوْمَ الْتَقَى الْجَمْعٰنِ ۗ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۴۱﴾

توهان الله تي ايمان آڻيو ٿا ۽ انهيءَ تي به جيڪو اسان پنهنجي ٻانهي تي حق ۽ باطل ۾ فيصلو ڪري ڇڏڻ واري ڏينهن ۾ نازل ڪيو هو جنهن ڏينهن ٻئي لشڪر جمع ٿيا هئا (ته انهيءَ تي عمل ڪيو) ۽ الله هر هڪ شيءِ تي قادر آهي.

اِذْ اَنْتُمْ بِالْعُدْوَةِ الدُّنْيَا وَهُمْ بِالْعُدْوَةِ الْقُصْوٰى وَالرَّكْبُ اَسْفَلَ مِنْكُمْ ۗ وَلَوْ تَوَاعَدْتُّمْ لَاخْتَلَفْتُمْ فِى الْمِيْعٰدِ ۙ وَلٰكِنْ لِّيَقْضِىَ اللّٰهُ اَمْرًا كَانَ مَفْعُوْلًا ۙ لِّيَهْلِكَ مَنْ هَلَكَ عَنْۢ بَيِّنَةٍ وَّيَحْيٰى مَنْ حَىَّ عَنْۢ بَيِّنَةٍ ۗ وَاِنَّ اللّٰهَ لَسَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿۴۲﴾

۴٣- (انهيءَ ڏينهن) جڏهن توهان (ميدان جنگ جي) اورئين ڪناري تي هئا ۽ اُهي (ڪافر) پرئين ڪناري تي هئا ۽ قافلو توهان کان هيٺئين طرف هو ۽ جيڪڏهن توهان انهن سان وعدو به ڪيو ها ته توهان (جنگ جي) وقت جي باري ۾ انهن سان اختلاف ڪيو ها پر (خدا توهان کي جمع ڪري ڇڏيو) انهيءَ لاءِ ته اهو انهيءَ ڳالهه کي پورو ڪري جنهن جي ڪرڻ جو انهيءَ فيصلو ڪري ڇڏيو هو (۽ هيءُ نشان انهيءَ ڪري به ڏيکاريو ويو) ته جيئن اُهو جيڪو دليل جي ذريعي مري چڪو آهي مري وڃي ۽ جيڪو دليل جي ذريعي زندهه ٿي چڪو آهي زندهه ٿي وڃي ۽ الله يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

اِذْ يُرِيْكَهُمُ اللّٰهُ فِىْ مَنَامِكَ قَلِيْلًا ۗ

۴۴- (هيءُ واقعو انهيءَ وقت جو آهي) جڏهن الله تنهنجي① خواب ۾ توکي انهن② کي

١- خواب ۾ دشمن جو انگ گهٽ ڪري ڏيکارڻ جو مطلب هي هوندو آهي ته دشمن تي سوڀ ملندي.

٢- يعني ڪافرن جي لشڪر کي.

وَلَوۡ اَرٰىكَهُمۡ كَثِيۡرًا لَّفَشِلۡتُمۡ وَلَتَنَازَعۡتُمۡ فِى الۡاَمۡرِ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ سَلَّمَ‌ ؕ اِنَّهٗ عَلِيۡمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوۡرِ ۝۴۴

گهٽ ڪري ڏيکاريو هو ۽ جيڪڏهن توکي اهي (ڪافر) وڌي تعداد① ۾ ڏيکاريا وڃن ها ته توهان ضرور ڪمزوري ڏيکاريو ها ۽ انهيءَ معاملي ۾ (يعني لڙائيءَ جي باري ۾) پاڻ ۾ جهيڳڙو ڪيو ها (ته لڙائي ڪئي وڃي يا نه) پر اللّٰه (توهان کي) محفوظ رکيو. اهو دلين جي ڳالهين کي به خوب ڄاڻي ٿو.

وَاِذۡ يُرِيۡكُمُوۡهُمۡ اِذِ الۡتَقَيۡتُمۡ فِىۡۤ اَعۡيُنِكُمۡ قَلِيۡلًا وَّيُقَلِّلُكُمۡ فِىۡۤ اَعۡيُنِهِمۡ لِيَـقۡضِىَ اللّٰهُ اَمۡرًا كَانَ مَفۡعُوۡلًا ؕ وَاِلَى اللّٰهِ تُرۡجَعُ الۡاُمُوۡرُ ۝۴۵

۴۵- ۽ (ياد ڪيو) جڏهن هُو انهن (ڪافرن) کي توهانجي نظر ۾ لڙائيءَ جي وقت ڪمزور ② ڏيکاري پيو هو ۽ توهان کي انهن جي نظر ۾ ڪمزور③ ڏيکاري پيو هو. انهيءَ لاءِ ته جيئن اللّٰه اها ڳالهه پوري ڪري ڇڏي جنهن جو هُو فيصلو ڪري چڪو آهي ۽ اللّٰه جي طرف ئي سڀ ڳالهيون موٽايون وينديون. ع ٧

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِذَا لَقِيۡتُمۡ فِئَةً فَاثۡبُتُوۡا وَاذۡكُرُوا اللّٰهَ كَثِيۡرًا لَّعَلَّكُمۡ

۴٦- اي مومنو! جڏهن توهان (ڪافرن جي) ڪنهن فوج جي مقابلي ۾ اچو ته قدم جمائي رکو ۽ اللّٰه کي ڏاڍو④ ياد ڪندا

١- يعني خواب ۾ ڪافر وڌائي ڏيکاريا وڃن ها ته ان جي تعبير هي ٿئي ها ته اُهي غالب ٿي ويندا.

٢- هتي ظاهر جو ذڪر آهي ڪشف جو ناهي. عربيءَ ۾ ”قليل“ جي معنيٰ ڪمزور جي به هوندي آهي ۽ مراد هي آهي ته توهانجون دليون ايتري قدر مضبوط ڪري ڇڏيون جو ڪافرن جي گهڻي هئڻ جي باوجود توهان انهن کي ڪا شيءِ نه ٿي سمجهيا ۽ شينهن وانگر انهن تي حملو ڪري توهان انهن کي تباهه ڪري ڇڏيو.

٣- يعني مومن پنهنجي ايمان جي ڪري ڪافرن کي جيڪي گهڻا هئا ڪين ڪمزور سمجهندا هئا ۽ ڪافر پنهنجي بغض جي ڪري مومنن جي ايماني طاقت ڏانهن ڌيان ئي نه پيا ڏين.

۴- اللّٰه کي گهڻو ياد ڪرڻ سان ان جون صفتون دل ۾ روشني ٿينديون آهن ۽ ايمان ۽ جرأت ۾

تُفۡلِحُوۡنَ ۝٤٦

كيو انهيءَ لاءِ تہ توهان ڪامياب ٿي وڃو.

وَاَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَرَسُوۡلَهٗ وَلَا تَنَازَعُوۡا فَتَفۡشَلُوۡا وَتَذۡهَبَ رِيۡحُكُمۡ وَاصۡبِرُوۡا ؕ اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الصّٰبِرِيۡنَ ۝٤٧

۴٧ـ ۽ اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪندا رهو ۽ پاڻ ۾ اختلاف نہ ڪندا ڪيو (جيڪڏهن ائين ڪندوءُ ①)تہ دل لاهي ويهندؤ ۽ توهان جي طاقت② ويندي رهندي، ۽ صبر ڪندا رهو اللّٰه يقيناً صبر ڪرڻ وارن سان آهي.

وَلَا تَكُوۡنُوۡا كَالَّذِيۡنَ خَرَجُوۡا مِنۡ دِيَارِهِمۡ بَطَرًا وَّرِئَآءَ النَّاسِ وَيَصُدُّوۡنَ عَنۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا يَعۡمَلُوۡنَ مُحِيۡطٌ ۝٤٨

۴٨ـ ۽ انهن ماڻهن وانگر نہ بڻجو جيڪي پنهنجي گهرن کان ماڻهن کي (پنهنجي بهادري ۽ ديني غيرت)ڏيکارڻ لاءِ تڪبر ڪندي نڪتا ۽ جيڪي اللّٰه جي رستي کان (ماڻهن کي) روڪين ٿا اللّٰه اهڙن ماڻهن جي عملن کي تباهہ ڪرڻ جو فيصلو ڪري چڪو آهي.

وَاِذۡ زَيَّنَ لَهُمُ الشَّيۡطٰنُ اَعۡمَالَهُمۡ وَقَالَ لَا غَالِبَ لَكُمُ الۡيَوۡمَ مِنَ النَّاسِ وَاِنِّيۡ جَارٌ لَّكُمۡ ۚ فَلَمَّا تَرَآءَتِ الۡفِئَتٰنِ نَكَصَ عَلٰى عَقِبَيۡهِ وَقَالَ اِنِّيۡ بَرِىۡٓءٌ مِّنۡكُمۡ

۴٩ـ ۽ (ياد ڪيو)جڏهن شيطان ڪافرن کي انهن جا عمل سنا ڪري ڏيکاريا ۽ چيو تہ اڄ ماڻهن مان ڪو بہ توهان تي غالب نہ ٿو اچي سگهي ۽ مان توهان جي پُٺ ڀرائي ڪرڻ وارو آهيان. پوءِ جڏهن ٻئي لشڪر آمهون سامهون ٿيا تہ

**(باقي حاشيو)**واڌارو ٿيندو آهي.

١ـ هتي فاء جو لفظ آهي جيڪو نتيجي کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ايندو آهي اهو ئي ترجمو اسان هتي ڪيو آهي.

٢ـ قرآن مجيد ۾ رِيۡح جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ هوا جي هوندي آهي. پر ٻي معنيٰ لغت ۾ طاقت جي بہ آهي اها ئي اسان ڪئي آهي.

اِنِّیۡۤ اَرٰی مَا لَا تَرَوۡنَ اِنِّیۡۤ اَخَافُ اللّٰهَ ؕ وَاللّٰهُ شَدِیۡدُ الۡعِقَابِ ﴿۴۹﴾ ع ۲

اُهو ڪڙين پر پوئتي ڀڳو ۽ انهيءَ چيو مان توهان کان بيزار آهيان. مان اُهو ڪجهه ڏسان ٿو جيڪو اوهان نٿا ڏسو مان اللّٰه کان ڊڄان ٿو ۽ اللّٰه جو عذاب سخت ٿيندو آهي.

اِذۡ یَقُوۡلُ الۡمُنٰفِقُوۡنَ وَالَّذِیۡنَ فِیۡ قُلُوۡبِهِمۡ مَّرَضٌ غَرَّ هٰۤؤُلَآءِ دِیۡنُهُمۡ ؕ وَمَنۡ یَّتَوَکَّلۡ عَلَی اللّٰهِ فَاِنَّ اللّٰهَ عَزِیۡزٌ حَکِیۡمٌ ﴿۵۰﴾

**۵۰**- پڻ (ياد ڪيو) جڏهن منافق ۽ جن جي دل ۾ مرض هو چون پيا ته انهن مسلمانن کي انهن جي دين مغرور ① ڪري ڇڏيو آهي. اصل ۾ جيڪو اللّٰه تي توڪل ڪريٿو اهو ② ڏسي ٿو وٺي ته اللّٰه وڏو غالب (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

وَلَوۡ تَرٰۤی اِذۡ یَتَوَفَّی الَّذِیۡنَ کَفَرُوا ۙ الۡمَلٰٓئِکَةُ یَضۡرِبُوۡنَ وُجُوۡهَهُمۡ وَاَدۡبَارَهُمۡ ۚ وَذُوۡقُوۡا عَذَابَ الۡحَرِیۡقِ ﴿۵۱﴾

**۵۱**- ڪاش جو تون انهيءَ وقت جو تصور ڪرين جڏهن ملائڪ ڪافرن جو روح قبض ڪندا آهن ۽ انهن جي مُنهَن ۽ پنين تي ڌڪ هڻندا ويندا آهن ۽ (هيءُ چوندا ويندا آهن ته) هڪ سڙڻ وارو عذاب چکو.

ذٰلِکَ بِمَا قَدَّمَتۡ اَیۡدِیۡکُمۡ وَاَنَّ اللّٰهَ لَیۡسَ بِظَلَّامٍ لِّلۡعَبِیۡدِ ﴿ۙ۵۲﴾

**۵۲**- هي (عذاب) توهان جي هٿن جي ڳڌريل ڪرتوتن جو نتيجو آهي ۽ (سمجهي وٺو ته) اللّٰه پنهنجي ٻانهن تي ٿورڙو ③ به ظلم نٿو ڪري.

کَدَاۡبِ اٰلِ فِرۡعَوۡنَ ۙ وَالَّذِیۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ ؕ کَفَرُوۡا بِاٰیٰتِ اللّٰهِ فَاَخَذَهُمُ اللّٰهُ بِذُنُوۡبِهِمۡ ؕ

**۵۳**- فرعون جي قوم جي طريقي جي مطابق ۽ انهن ماڻهن جي (طريقي جي مطابق)

---

١- پهرين آيت مان خبر پوي ٿي ته ڪافر غرور جي جذبي سان جنگ لاءِ نڪتا هئا ان ڪري هو مسلمانن کي به مغرور سمجهن پيا ۽ سندن ايمان جو اثر ڪين نظر نه ٿي آيو.

٢- هي ترجمو فاء جي ڪري آهي.

٣- ظلّام مان جيڪو وڌاء جو صيغو آهي هي نتيجو ڪڍيو ويو آهي.

اِنَّ اللّٰهَ قَوِیٌّ شَدِیۡدُ الۡعِقَابِ﴿۵۲﴾

جيڪي انهن کان پهريائين گذريا آهن (توهانجو حشر ٿيندو)انهن سڀني اللّٰه جي آيتن جو انڪار ڪيو هو انهيءَ ڪري اللّٰه انهن جي گناهن جي سببان انهن کي پڪڙي ورتو. اللّٰه يقيناً وڏي طاقت وارو(۽)سخت سزا ڏيڻ وارو آهي.

ذٰلِکَ بِاَنَّ اللّٰهَ لَمۡ یَکُ مُغَیِّرًا نِّعۡمَۃً اَنۡعَمَهَا عَلٰی قَوۡمٍ حَتّٰی یُغَیِّرُوۡا مَا بِاَنۡفُسِهِمۡ ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ سَمِیۡعٌ عَلِیۡمٌ ﴿ۙ۵۳﴾

**۵۴**-هي(انهيءَ لاءِ هوندو)ته اللّٰه جڏهن به ڪنهن قوم تي ڪا نعمت نازل ڪندو آهي ته انهيءَ نعمت کي بدلائيندو نه آهي، جيستائين اُها قوم پنهنجي دل جي حالت کي نه ⁽¹⁾ بدلائي ڇڏي ۽ اللّٰه يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

کَدَاۡبِ اٰلِ فِرۡعَوۡنَ ۙ وَالَّذِیۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ ؕ کَذَّبُوۡا بِاٰیٰتِ رَبِّهِمۡ فَاَهۡلَکۡنٰهُمۡ بِذُنُوۡبِهِمۡ وَاَغۡرَقۡنَاۤ اٰلَ فِرۡعَوۡنَ ۚ وَکُلٌّ کَانُوۡا ظٰلِمِیۡنَ﴿۵۴﴾

**۵۵**-(اي منڪرو! توهانجو حال به) فرعون جي قوم ۽ انهيءَ کان پهرين ماڻهن وانگر (ٿيندو) جن پنهنجي رب جي آيتن جو انڪار ڪيو هو. تڏهن اسان انهن کي سندن گناهن جي سببان تباهه ڪري ڇڏيو(۽ انهن جا

١-مسلمانن کي هن آيت مان هي دوکو لڳل آهي ته جيستائين ڪا قوم ظاهري سامان نه ناهي ان کي ترقي ناهي ملندي. جڏهن ته هن آيت ۾ اهو ذڪر ناهي.بلڪ هي ذڪر آهي ته اللّٰه تعاليٰ جيڪڏهن ڪنهن قوم کي ڪا نعمت ڏيندو آهي ته ان وقت تائين اها نعمت ناهي کسيندو،جيستائين ان جي دل خراب نه ٿي وڃي.۽ جيڪو پيو مضمون مسلمان سمجهي رهيا آهن اهو ته سڀني نبين جي دور ۾ غلط ثابت ٿي چڪو آهي يعني ظاهري سامان پيدا نه ڪرڻ جي باوجود بلڪ پنهنجي هاٿوڪي مال کي به خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪري ڇڏڻ جي نبين جون جماعتون هميشه ترقي ڪنديون رهيون ۽ دشمنن تي غالب ٿينديون رهيون.ها ٻين آيتن ۾ هي مضمون به بيان ٿيل آهي ته مومنن کي قدرت جو قانون نظر انداز نه ڪرڻ کپي. پر اُهو هڪ قدرت جي قانون جو مسئلو آهي روحاني تقدير ناهي.

انعام انهيءَ ڪري ڪسيا ويا هئا جو انهن خدا کان منهن ڦيري ڇڏيو) ۽ اسان فرعون جي قوم کي غرق ڪري ڇڏيو هو ۽ اهي سڀ ظالم هئا.

اِنَّ شَرَّ الدَّوَآبِّ عِنْدَ اللّٰهِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ۝٥٦

٥٦-اللّٰه جي ويجهو اُهي (ماڻهو) جانورن کان بہ بدتر آهن جن (خدا جي آيتن) جو انڪار ڪيو ۽ اهي ايمان نٿا آڻين.

اَلَّذِيْنَ عٰهَدْتَّ مِنْهُمْ ثُمَّ يَنْقُضُوْنَ عَهْدَهُمْ فِيْ كُلِّ مَرَّةٍ وَّهُمْ لَا يَتَّقُوْنَ ۝٥٧

٥٧-اُهي ماڻهو جن سان تو عهد ڪيو پر اُهي هر دفعي پنهنجو عهد ٽوڙي ٿا ڇڏين ۽ (خدا جي) تقويٰ اختيار نٿا ڪن.

فَاِمَّا تَثْقَفَنَّهُمْ فِي الْحَرْبِ فَشَرِّدْ بِهِمْ مَّنْ خَلْفَهُمْ لَعَلَّهُمْ يَذَّكَّرُوْنَ ۝٥٨

٥٨-پوءِ جيڪڏهن تون لڙائيءَ ۾ انهن کي قابو ڪري وٺين تہ انهن جي ذريعي سان جيڪي انهن جي پويان (پيا لشڪر) آهن انهن کي بہ ڀڄائي ڇڏ[1] انهيءَ لاءِ تہ اهي نصيحت حاصل ڪن.

وَاِمَّا تَخَافَنَّ مِنْ قَوْمٍ خِيَانَةً فَانْۢبِذْ اِلَيْهِمْ عَلٰى سَوَآءٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْخَآئِنِيْنَ ۝٥٩ ع

٥٩- ۽ جيڪڏهن تون ڪنهن قوم مان عهد ٽوڙڻ جو ڊپ رکندو هجين تہ تون اهڙيءَ طرح انهن جي عهد کي ختم ڪري ڇڏ جنهن مان هو سمجهن تہ هاڻي توهان ٻئي (فريق پنهنجي پابندين کان) آزاد آهيو. اللّٰه خيانت ڪرڻ وارن کي پسند نٿو ڪري.

وَلَا يَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا سَبَقُوْا ؕ

٦٠-۽ ڪافر ڪڏهن بہ هيءُ خيال نہ ڪن

١-يعني اهڙي هوشياريءَ ۽ ايمان سان جنگ وڙهہ جو پري پري جا ڪافر ڊڄي وڃن ۽ ڪو اڳتي اچڻ جي همت نہ ڪري.

اِنَّهُمۡ لَا یُعۡجِزُوۡنَ ﴿۶۰﴾

تہ اُھي(پنھنجي دوکي بازين جي ذريعي سان) اڳتي وڌي ويا آھن اُھي ڪڏھن (بہ مومنن ڪي) بيوس نٿا بڻائي سگھن.

وَ اَعِدُّوۡا لَهُمۡ مَّا اسۡتَطَعۡتُمۡ مِّنۡ قُوَّةٍ وَّ مِنۡ رِّبَاطِ الۡخَيۡلِ تُرۡهِبُوۡنَ بِهٖ عَدُوَّ اللّٰهِ وَ عَدُوَّكُمۡ وَ اٰخَرِيۡنَ مِنۡ دُوۡنِهِمۡ ۚ لَا تَعۡلَمُوۡنَهُمۡ ۚ اَللّٰهُ يَعۡلَمُهُمۡ ؕ وَ مَا تُنۡفِقُوۡا مِنۡ شَيۡءٍ فِيۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ يُوَفَّ اِلَيۡكُمۡ وَ اَنۡتُمۡ لَا تُظۡلَمُوۡنَ ﴿۶۱﴾

**٦١**۔۽(اي مسلمانو! گھرجي تہ)توھان انھن (وڙھڻ وارن)لاءِ جيتري قدر ممڪن ٿي سگھي، پنھنجون طاقتون جمع ڪيو (ملڪي انتظام جي ذريعي بہ)۽ سرحدن تي ڇانوڻيون بڻائڻ جي ذريعي بہ انھن(ڇانوڻين)جي ذريعي توھان اللّٰه جي دشمنن ۽ پنھنجي دشمنن ڪي ڊيڄاريو ٿا. ۽ انھن ڪانسواءِ ٻين (دشمنن) ڪي بہ جيڪي انھن (سرحدي دشمنن) ڪانسواءِ آھن توھان انھن ڪي نٿا ڄاڻو① اللّٰه انھن ڪي ڄاڻي ٿو ۽ توھان جيڪي بہ اللّٰه جي رستي ۾ خرچ ڪندؤ اھو توھان ڪي انھيءَ جو پورو پورو اجر ڏيندو ۽ توھان سان بي انصافيءَ جو معاملو نہ ڪيو ويندو.

وَ اِنۡ جَنَحُوۡا لِلسَّلۡمِ فَاجۡنَحۡ لَهَا وَ تَوَكَّلۡ عَلَى اللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيۡعُ الۡعَلِيۡمُ ﴿۶۲﴾

**٦٢**۔۽ (جيڪڏھن توھان جي تيارين ڪي ڏسي)اھي(ڪافر)صلح جي طرف مائل ٿين تہ(اي رسول!)تون بہ صلح جي طرف مائل ٿيءُ ۽ اللّٰه تي توڪل ڪر②. اللّٰه

١۔ھن ۾ قيصر ۽ ڪسريٰ جي لشڪرن ڏانھن اشارو آھي ۽ ٻڌايو ويو آھي تہ توھان جو ڪم صرف عرب قبيلن ڪي نصيحت ڏيڻ ناھي بلڪ قيصر ۽ ڪسريٰ جي لشڪرن سان توھانجو مقابلو ٿيندو.انھن جي دليلن تي بہ رعب قائم ڪرڻ گھرجي.

٢۔توھان ان خيال جي ڪري نہ ڊڄو تہ پوءِ ھو دوکو نہ ڏين.

يقيناً ڏاڍو دعائون ٻڌڻ وارو(ﷻ)ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَاِنْ يُّرِيْدُوْٓا اَنْ يَّخْدَعُوْكَ فَاِنَّ حَسْبَكَ اللّٰهُ ؕ هُوَ الَّذِيْٓ اَيَّدَكَ بِنَصْرِهٖ وَبِالْمُؤْمِنِيْنَ ۙ﴿٦٣﴾

٦٣- ۽ جيڪڏهن اهي انهيءَ ڳالهه جو ارادو رکندا هجن ته بعد ۾ توکي دوکو ڏين ته (ياد رک ته) اللّٰه تنهنجي لاءِ يقيناً ڪافي آهي اهو ئي آهي جنهن توکي مومنن جي ذريعي ۽ پنهنجي مدد جي ذريعي مضبوط ڪيو.

وَاَلَّفَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ ؕ لَوْ اَنْفَقْتَ مَا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا مَّآ اَلَّفْتَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ اَلَّفَ بَيْنَهُمْ ؕ اِنَّهٗ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٦٤﴾

٦٤- ۽ انهن جي دلين کي پاڻ ۾ ڳنڍي ڇڏيو (ايتري قدر جو اصحاب تنهنجي پگهر جي جاءِ تي پنهنجو رت وهائڻ لاءِ تيار ٿي ويا) جيڪڏهن تون جيڪي ڪي زمين ۾ آهي انهن تي خرچ ڪري ڇڏين ها ته به انهن جي دلين کي اهڙيءَ طرح ڳنڍي نه پيو سگهين. پر اللّٰه انهن ۾ باهمي محبت (۽ توسان به محبت) قائم ڪري ڇڏي اهو يقيناً غالب (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ حَسْبُكَ اللّٰهُ وَمَنِ اتَّبَعَكَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ۧ﴿٦٥﴾ ع

٦٥- اي نبي! اللّٰه ۽ اهي مومن جيڪي تنهنجي تابع ٿي ويا آهن تنهنجي لاءِ ڪافي آهن. (جيڪي مخالف آهن انهن جي پرواهه نه ڪر).

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ حَرِّضِ الْمُؤْمِنِيْنَ عَلَى

٦٦- اي نبي! مومنن کي(ڪافرن سان) وڙهڻ جي بار بار زور سان تحريڪ ڪندو رهه①

١- حَرِّضْ جيئن ته باب تفعيل مان امر (حُڪمَ - ناقل) جو صيغو آهي. جيڪو حَرَضَ کان وڌيڪ سختي پنهنجي اندر رکي ٿو ان ڪري حَـــرِّضْ جو ترجمو ”بار بار زور سان تحريڪ ڪندو رهه“ ڪيو ويو آهي.

الْقِتَالِ ؕ اِنْ يَّكُنْ مِّنْكُمْ عِشْرُوْنَ صٰبِرُوْنَ يَغْلِبُوْا مِائَتَيْنِ ۚ وَاِنْ يَّكُنْ مِّنْكُمْ مِّائَةٌ يَّغْلِبُوْٓا اَلْفًا مِّنَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ ﴿۶۶﴾

جيڪڏهن توهان مان① ويهه ثابت قدم رهڻ وارا(مومن) هوندا ته اهي ٻه سئو (ڪافرن) تي غالب ٿي ويندا ۽ جيڪڏهن سئو (ثابت قدم رهڻ وارن مومن) هوندا ته اُهي هڪ هزار ڪافرن تي غالب ٿي ويندا ڇو جو اُهي اهڙي قوم آهن جيڪي سمجهن نه ٿا.(جڏهن ته مومن سوچي سمجهي پنهنجي ايمان تي قائم آهن).

اَلْئٰنَ خَفَّفَ اللّٰهُ عَنْكُمْ وَعَلِمَ اَنَّ فِيْكُمْ ضَعْفًا ؕ فَاِنْ يَّكُنْ مِّنْكُمْ مِّائَةٌ صَابِرَةٌ يَّغْلِبُوْا مِائَتَيْنِ ۚ وَاِنْ يَّكُنْ مِّنْكُمْ اَلْفٌ يَّغْلِبُوْٓا اَلْفَيْنِ بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ ﴿۶۷﴾

۶۷۔ هاڻي اللّٰه توهان کان بار هلڪو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڄاڻي ورتو آهي ته توهان ۾ اڃا ڪجهه ڪمزوري آهي(يعني سڀ مومن انتهائي درجي جا مومن نه ٿيا آهن) پوءِ گهرجي ته جيڪڏهن توهان مان سئو ثابت قدم رهڻ وارا(مومن) هجن ته ٻن سون (ڪافرن) تي غالب② اچي وڃن ۽ جيڪڏهن توهان مان هزار ثابت قدم رهڻ وارا مومن هجن ته ٻن هزار(ڪافرن)تي اللّٰه جي حڪم سان غالب اچي وڃن ۽ اللّٰه ثابت قدم رهڻ وارن ماڻهن سان آهي.

۱۔فرمائي ٿو ته مومن ڏهوڻ تي وڌ ڪافرن تي غالب ٿي ويندا ڇاڪاڻ ته ان وقت تائين سندن ايمان وڏي چڪو هوندو ۽ خدا تعاليٰ جا وعدا به پورا ٿي چڪا هوندا.پر اِهو پوءِ ٿيندو في الحال انهن جي ايمان ۽ اللّٰه تعاليٰ جي وعدن کي ڏسندي ڪين ٻيڻي دشمنن تي فتح ملندي.

۲۔هي حڪم ايمان تي مبني آهي۔ ان ڪري ايمان سان گڏ و گڏ وڌندو رهندو آهي.قيصر ۽ ڪسريٰ جي جنگين ۾ مسلمانن ڏهوڻ ڇڏي اسي ۽ سئو سيڪڙو وڌي دشمن کي شڪست ڏني هئي.انڪري جو انهن صحابهؓ جو زمانو به ڏنو هو ۽ رسول اللّٰهﷺ جي وفات کانپوءِ نوان نوان نشان به ڏٺا هئا.

مَا كَانَ لِنَبِيٍّ اَنْ يَّكُوْنَ لَهٗٓ اَسْرٰى حَتّٰى يُثْخِنَ فِى الْاَرْضِ ؕ تُرِيْدُوْنَ عَرَضَ الدُّنْيَا ۖ وَاللّٰهُ يُرِيْدُ الْاٰخِرَةَ ؕ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٦٨﴾

٦٨- ڪنهن به نبيءَ جو اهو شان نه آهي ته هُو قيدي بڻائي جيستائين جو اهو ملڪ ۾ خون ريزي نه ڪري وٺي① (جيڪڏهن توهان سواءِ باقاعده جنگ جي قيدي پڪڙيو. ته) توهان دنياوي مالن جا طالب سڏبوءُ. دراصل الله توهان لاءِ آخرت جون نعمتون چاهي ٿو الله وڏو غالب (۽) وڏين حڪمتن وارو آهي.

لَوْلَا كِتٰبٌ مِّنَ اللّٰهِ سَبَقَ لَمَسَّكُمْ فِيْمَآ اَخَذْتُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿٦٩﴾

٦٩- (۽) جيڪڏهن الله جي طرفان هڪ صاف حڪم② پهرئين ئي نه گذري چڪو هجي ها ته جيڪو ڪجهه توهان (قيدين جو) فديو ورتو هو انهيءَ جي سببان توهان کي وڏو عذاب پهچي ها.

فَكُلُوْا مِمَّا غَنِمْتُمْ حَلٰلًا طَيِّبًا ۖ وَّاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٧٠﴾ ع

٧٠- پوءِ (جيئن ته فديي جي اجازت جو حڪم پهرين اچي چڪو آهي) جو ڪجهه توهان کي غنيمت مان ملي ۽ (اهو الاهي حڪم جي ماتحت) حلال ۽ طيب هجي اهو کائو ۽ الله جي تقويٰ اختيار ڪيو.

١- ان مان هي مراد ناهي ته نبي خونريزي ڪري. ڇاڪاڻ ته ان جي خلاف قرآن ۾ تعليم موجود آهي ان آيت جو صرف هي مطلب آهي ته دشمنن جي حملي جي نتيجي ۾ هو خونريزيءَ تي مجبور ٿي وڃي. ته پوءِ قيدي ناهي. نه ته نه مطلب گهڻو زور ان ڳالهه تي آهي ته خونريزي کان سواءِ جنگي قيدي پڪڙڻ ناجائز آهن. ٻن قومن ۾ سخت ويڙهه ٿئي ته ان کانپوءِ قيدي پڪڙڻ جائز ٿي سگهن ٿا.

٢- يعني اڳ ۾ ئي فديو وٺڻ جائز قرار ڏنو ويو آهي ان ڪري جيڪي مفسر لکندا آهن ته فديو وٺڻ جي ڪري الله تعالٰي رسول ڪريم ﷺ تي ڪاوڙيو، اُهي وڏي غلطيءَ تي آهن. رسول ڪريم ﷺ جن اهو ئي ڪم ڪيو جنهن جو کين خداتعالٰي حڪم ڏنو هو.

اللّٰه وڏو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ لِّمَنْ فِيْۤ اَيْدِيْكُمْ مِّنَ الْاَسْرٰۤى ۙ اِنْ يَّعْلَمِ اللّٰهُ فِيْ قُلُوْبِكُمْ خَيْرًا يُّؤْتِكُمْ خَيْرًا مِّمَّاۤ اُخِذَ مِنْكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝٧١

**٧١**-اي نبي! جيڪي ماڻهو توهان جي هٿن ۾ (جنگي)قيدين جي حيثيت ۾ آهن انهن کي چؤ ته جيڪڏهن اللّٰه توهانجي دلين ۾ نيڪي ڏسندو ته جيڪي ڪجهه توهان کان (جنگ جي تاوڻ طور) ورتو ويو آهي انهيءَ کان بهتر توهان کي ڏئي ڇڏيندو ۽ (انهيءَ کانسواءِ) توهان جا گناهه به معاف ڪري ڇڏيندو ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاِنْ يُّرِيْدُوْا خِيَانَتَكَ فَقَدْ خَانُوا اللّٰهَ مِنْ قَبْلُ فَاَمْكَنَ مِنْهُمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ۝٧٢

**٧٢**- ۽ جيڪڏهن اُهي(آزاد ٿيڻ تي)تو سان خيانت ڪرڻ جو ارادو ڪن ته انهيءَ کان پهرين اهي اللّٰه سان به خيانت ڪري چڪا آهن پوءِ به انهيءَ انهن کي توهان جي قبضي ۾ ڏيئي ڇڏيو ۽ اللّٰه ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ

**٧٣**-اهي ماڻهو جن ايمان آندو آهي ۽ جن هجرت ڪئي آهي ۽ اللّٰه جي رستي ۾ پنهنجي جانين ۽ مالن جي ذريعي جهاد

وَالَّذِيْنَ اٰوَوْا وَّنَصَرُوْٓا اُولٰٓئِكَ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ۭ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَلَمْ يُهَاجِرُوْا مَا لَكُمْ مِّنْ وَّلَايَتِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ حَتّٰى يُهَاجِرُوْا ۚ وَاِنِ اسْتَنْصَرُوْكُمْ فِي الدِّيْنِ فَعَلَيْكُمُ النَّصْرُ اِلَّا عَلٰي قَوْمٍۢ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهُمْ مِّيْثَاقٌ ۭ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ؀٧٣

ڪيو آهي ۽ جن (هجرت ڪرڻ وارن کي پنهنجي گهرن ۾) جڳهه ڏني آهي ۽ (انهن جي) مدد ڪئي آهي انهن مان ڪي ڪن جا دلي دوست آهن ۽ اهي ماڻهو جن ايمان آندو آهي ۽ انهن هجرت نه ڪئي آهي انهن سان دلي دوستي ڪرڻ اوهان جو ڪم نه آهي جيستائين جو اهي هجرت نه ڪن ۽ جيڪڏهن اهي توهان کان دين جي باري ۾ مدد گهرن ته توهان تي انهن جي مدد ڪرڻ فرض آهي پر انهيءَ قوم جي خلاف نه جن جي ۽ توهان جي وچ ۾ ڪو عهد هجي ۽ اللّٰه توهانجي عملن کي ڏسي رهيو آهي.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ۭ اِلَّا تَفْعَلُوْهُ تَكُنْ فِتْنَةٌ فِي الْاَرْضِ وَفَسَادٌ كَبِيْرٌ ؀٧٤

٧۴۔ ۽ جن ماڻهن ڪفر ڪيو آهي اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا دوست آهن جيڪڏهن

ع توهان اهو ئي ڪي نہ ڪيو جنهن جو اسان حڪم ڏنو آهي تہ زمين ۾ وڏو فساد ۽ فتنو پيدا ٿي پوندو.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَالَّذِيْنَ اٰوَوْا وَّ نَصَرُوْٓا اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُؤْمِنُوْنَ حَقًّا ؕ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّرِزْقٌ كَرِيْمٌ ﴿٧٥﴾

٧٥-۽ اهي ماڻهو جن ايمان آندو آهي ۽ جن هجرت ڪئي آهي ۽ جن الله جي رستي ۾ جهاد ڪيو آهي ۽ جن(هجرت ڪرڻ وارن کي) پنهنجي گهرن ۾ جڳهہ ڏني آهي ۽ (انهن جي) مدد ڪئي آهي اهي ئي سچا مومن آهن انهن کي گناهن جي معافي بہ حاصل ٿيندي، ۽ عزت ڀريو رزق ملندو.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْۢ بَعْدُ وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا مَعَكُمْ فَاُولٰٓئِكَ مِنْكُمْ ؕ وَاُولُوا الْاَرْحَامِ بَعْضُهُمْ اَوْلٰى بِبَعْضٍ فِيْ كِتٰبِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿٧٦﴾

٧٦-۽ جيڪي ماڻهو(موجوده وقت) کانپوءِ ايمان آڻيندا ۽ هجرت بہ ڪندا ۽ توهان سان ملي جهاد ڪندا اهي بہ تنهنجي جماعت مان سمجهيا ويندا ۽

سُوْرَةُ التَّوْبَةِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مِائَةٌ وَّ تِسْعٌ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةَ عَشَرَ رُكُوْعًا

سورت توبه هيءَ سورت مدني آهي ۽ انهيءَ جون هڪ سئو اُڻٽيهه آيتون ۽ سورنهن رڪوع آهن.

بَرَآءَةٌ مِّنَ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖٓ اِلَى الَّذِيْنَ عٰهَدْتُّمْ مِّنَ الْمُشْرِكِيْنَ ۝١ؕ

١ـ اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي طرفان (هِنن آيتن ۾) انهن مشرڪن (جي الزام) کان آزاد ٿيڻ جو اعلان ڪيو وڃي ٿو جن سان ①

١ـ هن جڳهه جيڪو بَرَاءَةٌ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي ان جون عربيءَ ۾ ٻه معنائون آهن. بَرَاءَةٌ جي هڪ معنيٰ بيزاريءَ جي ٿيندي آهي. ۽ هڪ معنيٰ الزام ختم ڪرڻ جي هوندي آهي. جن ماڻهن ڪي هن آيت جي معنيٰ سمجهڻ ۾ غلطي لڳي آهي اُهي بَــرَاءَـةٌ جي معنيٰ صرف بيزاري ڪندا آهن جڏهن ته لغت ۾ ان جي هڪ ٻي اهم معنيٰ هي به آهي ته الزام کان آجو ٿي وڃڻ ۽ اِها ئي معنيٰ هتي لاڳو ٿئي ٿي.

جيئن ته آيت جي مضمون مان واضح آهي مڪي وارن کي ٻڌايو ويو آهي ته توهان هي اعتراض ڪندا هئا ته محمدؐ رسول اللّٰه جي دعويٰ ته هيءَ آهي ته مان مڪّي نبي آهيان جنهن جي پيشگوئي حضرت ابراهيم عليه السلام ڪئي هئي، پر هي ته مديني هليو ويو آهي ته پوءِ هي پيشگوئي ڪيئن پوري ٿي. جيئن ته محمد رسول اللّٰه ﷺ قرآن ڪريم جي وسيلي به ۽ زباني به فرمائيندا هئا ته مڪّو پيهر مسلمانن جي هٿ ۾ ڏنو ويندو ۽ هيءَ پيشگوئي پوري ٿيندي ته مان مڪّي جو نبي آهيان. ان ڪري هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته هاڻي خداتعاليٰ عرب کي فتح ڪري جنهن کان سواءِ محمد رسول اللّٰه ﷺ مڪي ۾ نه پيا اچي سگهن ان اعتراض کي ختم ڪري ڇڏيو آهي جيڪو مڪي وارا ڪندا هئا ۽ محمد رسول اللّٰه ﷺ ۽ اوهان جا ساٿي ان الزام کان آزاد ٿي چڪا آهن.

هن سورت جي آيت ٣، ٥، ١٣ ۾ جيڪو مشرڪن سان جنگ ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي ان ۾ انهن تي ڪنهن قسم جو ناجائز ظلم ناهي ڪيو ويو ڇاڪاڻ ته هن سورت جي شروعات ۾ ئي هي اچي ٿو ته اِلَّا الَّـذِيْنَ عَاهَدْتُّمْ مِّنَ الْمُشْرِكِيْنَ ثُمَّ لَمْ يَنْقُصُوْكُمْ شَيْئاً وَّ لَمْ يُظَاهِرُوْا عَلَيْكُمْ اَحَداً فَاَتِمُّوْا اِلَيْهِمْ عَهْدَهُمْ اِلٰى مُدَّتِهِمْ ط اِنَّ اللّٰـهَ يُحِبُّ الْمُتَّقِيْنَ ـ(التوبة:٤) يعني جن ماڻهن سان توهان جو عهد ڪيل آهي توهان ان عهد جي ڀڃڪڙي نه ڪجو، بلڪ انهن سان عهد کي ان جي مدت تائين پورو ڪرڻو آهي. پر ان معاهدي ڪرڻ واري مشرڪن کان علاوه جيڪي ماڻهو توهان سان وڙهي رهيا آهن ۽ انهن اجا تائين

فَسِيۡحُوۡا فِى الۡاَرۡضِ اَرۡبَعَةَ اَشۡهُرٍ وَّاعۡلَمُوۡۤا اَنَّكُمۡ غَيۡرُ مُعۡجِزِى اللّٰهِ‌ ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ مُخۡزِى الۡكٰفِرِيۡنَ ۝٢

توهان شرط بڌي هئي.(ته توهان جي فتح ٿيندي ۽ انهن جي شڪست)

٢-تنهن ڪري ملڪ عرب ۾ چار مهينا گهمي ڦري ڏسو ۽ ڄاڻي وٺو ته توهان الله ڪي هارائي نٿا سگهو ۽ هيءُ (به ڄاڻي وٺو)ته الله ڪافرن ڪي ذليل ۽ خوار ڪري ڇڏيندو①.

**(باقي حاشيو)** هٿيار ڦٽا ناهن ڪيا انهن سان ان وقت تائين جنگ جاري رکڻ ضروري آهي جيستائين هو جنگ ختم نه ڪن ۽ پنهنجا هٿيار ڦٽا نه ڪن. ۽ هي اصول سڄي دنيا ۾ مجيل آهي. ان ڪري جيڪڏهن هن سورت ۾ هي چيو ويو آهي ته جنگ ڪرڻ وارن سان توهان ان وقت تائين جنگ جاري رکو جيستائين هو جنگ بند نه ڪري ڇڏن يا توهان سان صلح ۽ امن جو معاهدو نه ڪن ته هي انصاف جي مطابق آهي ان ۾ ظلم جي ڪا تعليم ناهي ڏني وئي.

١-هن آيت ۾ جن ماڻهن ڪي چئن مهينن جي مهلت ڏني وئي آهي ان مان مراد اُهي مشرڪ آهن جن مسلمانن سان ڪو ناهه نه ڪيو هو.۽ انهن مسلمانن خلاف جنگ عملي طور تي جاري رکي هئي ۽ جيڪي اهڙا ماڻهو هجن انهن جو ڪو حق نه هو ته هو عرب ۾ رهن ها.ڇاڪاڻ ته اُهي وڙهندڙ هئا ۽ ويڙهاڪن ڪي دنيا جي ڪا حڪومت پنهنجي ملڪ ۾ ناهي رهڻ ڏيندي. هتي ڪنهن ماڻهوءَ ڪي شڪ ٿي سگهي ٿو ته مڪي وارن ڪي چار مهينن ڪانپوءِ نڪرڻ جو حڪم ڇو ڏنو ويو؟ ان جو جواب هي آهي ته اهڙو حڪم قرآن ۾ ڪاٿي به ڪونهي.بلڪ چار مهينن جي اجازت جو ذڪر آهي ته چار مهينن تائين ڦري ڏسو ته عرب تي اسلامي حڪومت قائم ٿي چڪي آهي ۽ توهان جا جيڪي اعتراض هئا اهي سڀ غلط ثابت ٿي ويا آهن. باقي رهي اِها ڳالهه ته ان ڪانپوءِ ڇا ٿيندو ان جو قرآن ڪريم ۾ ڪو ذڪر ناهي. پر اِهو به ياد رکڻ گهرجي ته جيڪڏهن فرض ڪيو وڃي ته انهن جي ڪڍڻ جو حڪم هو تڏهن به جن ماڻهن ڪي ڪڍڻ جو حڪم هو هي اُهي ماڻهو هئا جن محمد رسول اللهﷺ ۽ ٻاڻ سڳورن جي اصحابؓ ڪي مڪي مان ڪڍيو هو،حالانڪ اُهي به مڪي جا شهري هئا.ان ڪري هي حڪم ڪو ظلم ناهي بلڪ جيڪو ڪجهه انهن ڪيو هو اهڙو ئي انهن سان سلوڪ ڪيو ويو آهي. پوءِ اهو به ته ڏسڻ گهرجي ته انهن مشرڪن جي اولاد ڪي خود رسول ڪريم ﷺ مڪي ۾ رهڻ جي اجازت ڏني هئي. جهڙوڪ ابوجهل جيڪو سڀ ڪان وڏو مشرڪ ۽ اسلام جو دشمن هو مڪي جي

وَاَذَانٌ مِّنَ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖٓ اِلَى النَّاسِ يَوْمَ ٣۔اللّٰه ۽ ان جي رسول جي طرفان سڀني

**(باقي حاشيو)** فتح جي موقعي تي هن جي پٽ عڪرمه پڇي ايبي سينا وڃڻ جو ارادو ڪيو ته سندس گھرواري رسول ڪريم ﷺ وٽ آئي ۽ هن چيو ته يا رسول اللّٰه اوهان جو پاء يعني قومي پاءُ اوهان جي ملڪ ۾ رهي ته سنو آهي يا عيسائين جي ملڪ ۾ هليو وڃي ته سنو آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو ته مان ته هن کي ڪونه ڪڍيو آهي. هن چيو يا رسول اللّٰه هو ڊڄندي هليو ويو آهي ڇا مان هن کي واپس وٺي اچان؟ پاڻ سڳورن فرمايو، وٺي اچيس. هن وري چيو ته يا رسول اللّٰه! هو وڏو غيرتمند ماڻهو آهي هو هن ڳالهه کي چڱو ته پائيندو ته جيستائين هن جي سمجهه ۾ نه اچي هو ڏاڍ سان مسلمان ٿئي. ڇا هو مشرڪ هوندي به اوهان جي حڪومت هيٺ رهي سگهي ٿو؟ پاڻ وراڻيو، هارهي سگهي ٿو. تڏهن اُها وئي ۽ عڪرمه کي سمجهائي وٺي آئي. اڳ ۾ ته هن اعتبار نه ڪيو پر زال جي زور تي هليو آيو. جڏهن هو آيو ته سندس گهرواري هن کي رسول ڪريم ﷺ وٽ وٺي وئي. هن چيو يا رسول اللّٰه منهنجي زال چوي ٿي ته اوهان مونکي مڪي ۾ رهڻ جي اجازت ڏني آهي ڇا هي صحيح آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو ٺيڪ آهي. هن وري چيو يا رسول اللّٰه جيستائين اسلام مونکي سمجهه ۾ نه اچي مان اسلام قبول نه ڪندس، ڇا غير مسلم ۽ مشرڪ هجڻ جي حيثيت ۾ به مونکي مڪي ۾ رهڻ جي اجازت هوندي؟ پاڻ سڳورن فرمايو ته ها. ان تي هن بي اختيار ٿي چيو ته **لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ ۔** پاڻ سڳورن فرمايو ته هي ڇا؟ تون ته اجان هاڻي چئي رهيو هئين ته اسلام اجان منهنجي سمجهه ۾ ناهي آيو. هن وراڻيو ته يا رسول اللّٰه اوهان پنهنجي شروعاتي ۽ سڀ کان وڏي اسلام جي دشمن جي پٽ سان هي سلوڪ ڪيو آهي ته هو مشرڪ هوندي به مڪي ۾ رهي سگهي ٿو هي سواءِ خداجي رسول جي ٻيو ڪوئي نٿو ڪري سگهي. ان ڪري اوهان جي هن فيصلي سان منهنجي دل صاف ٿي وئي آهي ۽ مون سمجهي ورتو آهي ته اوهان خداتعاليٰ جا سچا رسول آهيو.

هي واقعو ٻڌائي ٿو ته رسول ڪريم ﷺ به اِهو سمجهندا هئا ته هن سورت جو هي مطلب ناهي ته مشرڪن کي عرب مان ڪڍيو وڃي، بلڪ صرف شرارت ڪندڙ ڪافرن کي ڪڍڻ جو حڪم آهي. جيڪي ڪافر ان ڳالهه تي راضي هجن ته هو مسلمانن سان محبت سان رهنداسين انهن کي ڪڍڻ جو ڪاٿي به حڪم ناهي. اولّ قرآن جا لفظ ۽ ٻيو رسول ڪريم ﷺ جو عمل ثابت ڪري ٿو ته هن سورت ۾ ڪافرن کي ڏاڍ سان ڪڍڻ جو حڪم ناهي. بلڪ وڏ ۾ وڏ اهڙن ماڻهن کي

الْحَجِّ الْاَكْبَرِ اَنَّ اللّٰهَ بَرِیْٓءٌ مِّنَ الْمُشْرِكِیْنَ ۙ۬ وَرَسُوْلُهٗ ؕ فَاِنْ تُبْتُمْ فَهُوَ خَیْرٌ لَّكُمْ ۚ وَاِنْ تَوَلَّیْتُمْ فَاعْلَمُوْۤا اَنَّكُمْ غَیْرُ مُعْجِزِی اللّٰهِ ؕ وَبَشِّرِ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا بِعَذَابٍ اَلِیْمٍ ۙ﴿۳﴾

ماڻهن ۾ حج اکبر ①جي ڏينهن اهو اعلان (ڪيو وڃي) ته الله ۽ (اهڙيءَ طرح) ان جو رسول به مشرڪن (جي سڀني الزامن) کان آزاد ٿي چڪا آهن (۽ مڪو فتح ٿي چڪو آهي) سو جيڪڏهن (انهيءَ نشان کي ڏسي) توهان توبه ڪيو ته اهو توهان لاءِ بهتر ٿيندو ۽ جيڪڏهن توهان پٺي ڦيرائي ڇڏي ته ڄاڻي ونو ته توهان هرگز الله کي هارائي نٿا سگهو ۽ تون ڪافرن کي خبر ڏئي ڇڏ ته انهن لاءِ (هڪ) دردناڪ عذاب (مقدر) آهي.

اِلَّا الَّذِیْنَ عٰهَدْتُّمْ مِّنَ الْمُشْرِكِیْنَ ثُمَّ لَمْ یَنْقُصُوْكُمْ شَیْـًٔا وَّلَمْ یُظَاهِرُوْا عَلَیْكُمْ اَحَدًا فَاَتِمُّوْۤا اِلَیْهِمْ عَهْدَهُمْ اِلٰی مُدَّتِهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ یُحِبُّ الْمُتَّقِیْنَ ﴿۴﴾

۴- ها مشرڪن مان جن سان تو عهد ڪيو آهي پوءِ انهن توهان سان (بلڪل) عهد ناهي ٽوڙيو، ۽ توهان جي خلاف ڪنهن جي مدد نه ڪئي توهان انهن جي عهد کي انهن (عهدن) جي (مقرر ڪيل) مدت تائين

**(باقي حاشيو)** ڪيڻ جو حڪم آهي جيڪي شرير هجن ۽ مسلمانن جي خلاف سازشون جاري رکندڙ هجن. ۽ اهڙن ماڻهن کي دنيا جي هر حڪومت ڪيندي آهي ۽ ان ۾ ڪنهن قسم جو ڪو حرج ناهي سمجهندي. هي فعل انهن جو پنهنجو هوندو آهي ۽ هر شخص پنهنجي فعل جو پاڻ ذميوار سمجهيو ويندو آهي.

١- حج اکبر عام طور تي ان حج کي چوندا آهن جيڪو جمعي جي ڏينهن ٿئي پر هن جڳهه مراد ان حج مان آهي جيڪو مڪو فتح ٿيڻ جي ٻئي سال ٿيو ۽ ان کي حج اکبر ان ڪري چيو ويو آهي ته اڳين سالن ۾ حجَ ڪافرن جي حڪومت هيٺ ٿيندا هئا پر هي پهريون حج هو جيڪو اسلامي حڪومت ۾ ٿيو.

نيايو(۽ انهن کي ملڪ کان نه ڪيو) اللّٰه يقيناً متقين کي پسند ڪري ٿو.

فَاِذَا انْسَلَخَ الْاَشْهُرُ الْحُرُمُ فَاقْتُلُوا الْمُشْرِكِيْنَ حَيْثُ وَجَدْتُّمُوْهُمْ وَخُذُوْهُمْ وَاحْصُرُوْهُمْ وَاقْعُدُوْا لَهُمْ كُلَّ مَرْصَدٍ ۚ فَاِنْ تَابُوْا وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ فَخَلُّوْا سَبِيْلَهُمْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝

۵-پوءِ جڏهن اُهي چار① مهينا گذري وڃن جن ۾ (عرب جي ڪافرن سان مٿين آيتن ۾) لڙائيءَ کان منع ڪئي وئي هئي(پر پوءِ به اهي معاهدي ڏانهن راغب نه ٿيا جڏهن ته اُهي انهيءَ کان پهريائين مسلمانن سان وڙهي رهيا هئا)ته مشرڪن جي انهيءَ خاص گروهه کي جتي به ڏسو قتل ڪيو. ۽ انهن کي گرفتار ڪري وٺو ۽ انهن کي(انهن جي قلعن ۾)بند ڪري ڇڏيو ۽ هر گهٽ تي انهن لاءِ ويهو- پوءِ جيڪڏهن اُهي توبه ڪن ۽ نماز قائم ڪن ۽ زڪوات ڏين ته انهن جو رستو کولي ② ڇڏيو اللّٰه يقيناً وڏو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاِنْ اَحَدٌ مِّنَ الْمُشْرِكِيْنَ اسْتَجَارَكَ فَاَجِرْهُ حَتّٰى يَسْمَعَ كَلٰمَ اللّٰهِ ثُمَّ اَبْلِغْهُ

۶-۽ مشرڪن مان تو کان ڪو پناهه گهري ته انهيءَ کي پناهه ڏي ايستائين جو اهو اللّٰه جو ڪلام ٻڌي وٺي. پوءِ انهيءَ

١-يعني مقرر ڪيل چار مهينا جن ۾ انهن کي ملڪ ۾ ڦرڻ جي اجازت ڏني وئي آهي

٢-هن مان هي نتيجو نٿو نڪري ته ڪافرن سان ان وقت تائين وڙهڻ گهرجي جيستائين اُهي مسلمان نه ٿي وڃن.ڇاڪاڻ ته هن جڳهه تي عام ڪافرن جو ذڪر نا هي بلڪ انهن ڪافرن جو ذڪر آهي جيڪي اَنن سالن تائين رسول ڪريمﷺ سان وڙهندا رهيا ۽ مڪو فتح ٿيڻ کانپوءِ به ناهه ڪرڻ لاءِ ڏيان نه ڏنائون.

مَاْمَنَهٗ ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَعْلَمُوْنَ ۝٦ ع

ڪي انهيءَ جي امن جي جڳهه تائين پهچائي ڇڏ. ڇو جو اها اهڙي قوم آهي جيڪا (حقيقت ڪي) نٿي ڄاڻي.

كَيْفَ يَكُوْنُ لِلْمُشْرِكِيْنَ عَهْدٌ عِنْدَ اللّٰهِ وَعِنْدَ رَسُوْلِهٖٓ اِلَّا الَّذِيْنَ عٰهَدْتُّمْ عِنْدَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ۚ فَمَا اسْتَقَامُوْا لَكُمْ فَاسْتَقِيْمُوْا لَهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُتَّقِيْنَ ۝٧

٧ـ اللّٰه ۽ انهيءَ جا رسول مشرڪن سان ڪهڙيءَ طرح انجام اقرار ڪري سگهن ٿا ①. سواءِ انهن (مشرڪن ②) جي جن سان توهان مسجد حرام وٽ انجام ڪيو هو. پوءِ جيستائين اهي (توهان جي مقابلي ۾) پنهنجي انجام تي قائم رهن، توهان به انهن سان انجام تي قائم رهو. اللّٰه (انجام ٽوڙڻ ڪان) بچڻ وارن ڪي ئي پسند ڪري ٿو.

كَيْفَ وَاِنْ يَّظْهَرُوْا عَلَيْكُمْ لَا يَرْقُبُوْا فِيْكُمْ اِلًّا وَّلَا ذِمَّةً ؕ يُرْضُوْنَكُمْ بِاَفْوَاهِهِمْ وَتَاْبٰى قُلُوْبُهُمْ ۚ وَاَكْثَرُهُمْ فٰسِقُوْنَ ۝٨

٨ـ (ها اهڙي قسم جي مشرڪن ڪي ڪا رعايت) ڪهڙيءَ طرح (ڏئي سگهجي ٿي) ڇو جو اهي جيڪڏهن توهان تي غالب اچي وڃن ته توهان جي ڪنهن مائٽيءَ يا ناهم جي پرواهه نه ڪندا اهي توهان ڪي پنهنجي وات (جي ڳالهين) سان خوش رکن ٿا. حقيقت ۾ انهن جون دليون (انهن ڳالهين ڪان) انڪار ڪن ٿيون ۽ انهن مان اڪثر

---

١ـ مڪي وارا مشهور ڪندا هئا ته مڪي جي فتح جي موقعي تي سيني ڪافرن ڪي معافي ملي وئي آهي ۽ انهن سان ناهم تي ويو آهي. قرآن ڪريم چوي ٿو ته هي ڪوڙ آهي جيستائين هو خود هيٺ تي ڪري ناهم لاءِ عرض نه ڪن انهن سان ناهم تي ڪيئن ٿو سگهي.

٢ـ يعني ان مشرڪن سان ناهم قائم آهي جن صرف مڪي جي فتح ڪي ناهم قرار نه ڏنو هو بلڪ عرض ڪري پنهنجي لاءِ امن جو اعلان ڪرايو هو.

اِشْتَرَوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ثَمَنًا قَلِيْلًا فَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِهٖ ؕ اِنَّهُمْ سَآءَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ۝٩

انجام ۽ اقرار کي ٽوڙڻ وارا هوندا آهن①.

٩-انهن الله جي آيتن جي بدلي ۾ هڪ خسيص قيمت وصول ڪئي آهي ۽ انهيءَ جي رستي کان(ماڻهن کي) روڪيو آهي. يقيناً انهن جا عمل ڏاڍا برا آهن.

لَا يَرْقُبُوْنَ فِيْ مُؤْمِنٍ اِلًّا وَّلَا ذِمَّةً ؕ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُعْتَدُوْنَ ۝١٠

١٠-ڪنهن مومن جي باري ۾ به اهي مائٽيءَ جو لحاظ نه ٿا ڪن ۽ نه انجام اقرار جو. ۽ اهي حد کان ٽپيل آهن.

فَاِنْ تَابُوْا وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ فَاِخْوَانُكُمْ فِي الدِّيْنِ ؕ وَنُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ۝١١

١١-پوءِ جيڪڏهن اهي توبه ڪري وٺن، ۽ نمازون قائم ڪن ۽ زڪوات ڏين ته دين ۾ توهان جا ڀائرَ آهن ۽ اسان(پنهنجي)آيتن کي علم واري قوم لاءِ کولي کولي بيان ڪندا آهيون.

وَاِنْ نَّكَثُوْٓا اَيْمَانَهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ عَهْدِهِمْ وَطَعَنُوْا فِيْ دِيْنِكُمْ فَقَاتِلُوْٓا اَئِمَّةَ الْكُفْرِ ۙ اِنَّهُمْ لَآ اَيْمَانَ لَهُمْ لَعَلَّهُمْ يَنْتَهُوْنَ ۝١٢

١٢-۽ جيڪڏهن(اهي ماڻهو) پنهنجي انجام اقرار کان پوءِ پنهنجي قَسمَن کي ٽوڙي ڇڏين ۽ توهان جي دين تي طعنو② هڻن، ته (اهڙن)ڪفر جي سردارن سان لڙائي ڪيو. ته جيئن اهي شرارتن کان باز اچي وڃن ڇو جو انهن جي قَسمَن جو ڪو اعتبار ڪونهي.

اَلَا تُقَاتِلُوْنَ قَوْمًا نَّكَثُوْٓا اَيْمَانَهُمْ وَهَمُّوْا بِاِخْرَاجِ الرَّسُوْلِ وَهُمْ

١٣-(اي مومنو!)ڇا توهان انهيءَ قوم سان نه وڙهندؤ جن پنهنجا قسمَ ٽوڙي ڇڏيا ۽

١-هي رڳو خيالي ڳالهه ناهي بلڪ اسلام جي تاريخ جو پنون پنون ان تي شاهد آهي.

٢-يعني دليلن سان اعتراض نه ڪن بلڪ حقارت ۽ ڪاوڙ ڏيارڻ واريون ڳالهيون ڪن.

بَدَءُوۡكُمۡ اَوَّلَ مَرَّةٍ ؕ اَتَخۡشَوۡنَهُمۡ ۚ فَاللّٰهُ اَحَقُّ اَنۡ تَخۡشَوۡهُ اِنۡ كُنۡتُمۡ مُّؤۡمِنِيۡنَ ﴿۱۳﴾

رسول کي (انهيءَ جي گهر سان) ڪڍڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو ۽ توهان سان (جنگ ڇيڙڻ ۾) انهن (ئي) شروعات ڪئي ڇا توهان انهن کان ڊڄو ٿا؟ (جيڪڏهن ائين آهي ته) جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته ڄاڻي ونو ته الله انهيءَ ڳالهه جو وڌيڪ حقدار آهي ته توهان انهيءَ کان ڊڄو.

قَاتِلُوۡهُمۡ يُعَذِّبۡهُمُ اللّٰهُ بِاَيۡدِيۡكُمۡ وَيُخۡزِهِمۡ وَيَنۡصُرۡكُمۡ عَلَيۡهِمۡ وَيَشۡفِ صُدُوۡرَ قَوۡمٍ مُّؤۡمِنِيۡنَ ۙ﴿۱۴﴾

۱۴- اُنهن سان وڙهو. الله انهن کي توهان جي هٿان عذاب ڏياريندو ۽ انهن کي خوار ڪندو ۽ توهان کي انهن تي غلبو ڏيندو ۽ انهيءَ (ذريعي) سان مومن قوم جي دلين کي (صدمي ۽ خوف کان) نجات ڏيندو.

وَيُذۡهِبۡ غَيۡظَ قُلُوۡبِهِمۡ ؕ وَيَتُوۡبُ اللّٰهُ عَلٰى مَنۡ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌ حَكِيۡمٌ ﴿۱۵﴾

۱۵- ۽ انهن جي دلين جي غصي کي دور ڪري ڇڏيندو ۽ الله جنهن تي چاهيندو آهي فضل ڪندو آهي ۽ الله ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

اَمۡ حَسِبۡتُمۡ اَنۡ تُتۡرَكُوۡا وَلَمَّا يَعۡلَمِ اللّٰهُ الَّذِيۡنَ جٰهَدُوۡا مِنۡكُمۡ وَلَمۡ يَتَّخِذُوۡا مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ وَلَا رَسُوۡلِهٖ وَلَا الۡمُؤۡمِنِيۡنَ وَلِيۡجَةً ؕ وَاللّٰهُ خَبِيۡرٌۢ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۱۶﴾ ع ۸

۱۶- ڇا توهان خيال ڪيو ٿا ته توهان کي ائين ئي ڇڏي ڏنو ويندو، دراصل هِن وقت تائين الله اُنهن ماڻهن کي جن توهان مان جهاد ڪيو آهي (انهن جي مقابلي ۾ جن جهاد نه ڪيو آهي) ظاهر نه ڪيو آهي. جيڪي خدا① ۽ انهيءَ جي رسول ۽ مومنن جي مقابلي ۾ ڪافرن سان ڳجهي

١ - قرآن مجيد ۾ هن جڳهه واءُ آهي. پر اڙدوءَ ۾ ان جي ترجمي کانسواءِ ڪم هلي ويندوآهي ان ڪري اسان ۽ جو لفظ ڇڏي ڏنو آهي.

سازش نٿا ڪن ۽ اللّٰه توهان جي عملن کان چڱيءَ طرح واقف آهي.

مَا كَانَ لِلْمُشْرِكِيْنَ اَنْ يَّعْمُرُوْا مَسٰجِدَ اللّٰهِ شٰهِدِيْنَ عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ بِالْكُفْرِ ؕ اُولٰٓئِكَ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ ۚۖ وَ فِى النَّارِ هُمْ خٰلِدُوْنَ ﴿۱۷﴾

١٧-(اهڙن)مشرڪن کي(کو)حق نٿو پهچي ته اللّٰه جي مسجدن کي آباد ڪن جڏهن ته اهي پنهنجي جانين تي(خود)ڪفر جي شاهدي ڏئي رهيا آهن.اِهي ئي ماڻهو آهن جن جا عمل اجايا ويا ۽ اُهي باهه ۾ دِگهي عرصي تائين رهندا ايندا.

اِنَّمَا يَعْمُرُ مَسٰجِدَ اللّٰهِ مَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَاَقَامَ الصَّلٰوةَ وَاٰتَى الزَّكٰوةَ وَلَمْ يَخْشَ اِلَّا اللّٰهَ ۫ فَعَسٰٓى اُولٰٓئِكَ اَنْ يَّكُوْنُوْا مِنَ الْمُهْتَدِيْنَ ﴿۱۸﴾

١٨-اللّٰه جي مسجدن کي ته اُهوئي آباد ڪندو آهي جيڪو اللّٰه ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻي ٿو. ۽ نمازن کي قائم ڪريٿو ۽ زڪوات ڏئي ٿو ۽ اللّٰه کان سواءِ ڪنهن کان نه ٿو ڊڄي سو ويجهو آهي جو اهڙا ماڻهو ڪاميابيءَ جي طرف نِيا وڃن.

اَجَعَلْتُمْ سِقَايَةَ الْحَآجِّ وَعِمَارَةَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ كَمَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَجٰهَدَ فِىْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ لَا يَسْتَوٗنَ عِنْدَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿۱۹﴾ وقف لازم

١٩-ڇا توهان حاجين کي پاڻي پيارڻ ۽ خانه ڪعبه کي آباد رکڻ(جي ڪم)کي انهيءَ شخص(١)(جي ڪم) وانگر سمجهي ورتو آهي جنهن اللّٰه ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان آندو ۽ انهيءَ اللّٰه جي رستي ۾ جهاد ڪيو اِهي (ٻئي گروهه) اللّٰه جي ويجهو(هرگز) برابر ناهن ۽ اللّٰه ظالم قوم کي هرگز ڪاميابيءَ ڏانهن ناهي وٺي ويندو.

١-ڪي ڪمزور ماڻهو جيڪي هجرت کان ڊڄندا هُئا پر مڪي ۾ حاجين جي خدمت ڪندا هئا مڪي جي فتح کانپوءِ ڪن مهاجرن تي فوقيت جاڻائڻ لڳا. اللّٰه تعالٰي انهن کي رد ڪيو آهي ۽ ٻڌايو آهي ته مهاجر ۽ مجاهد وڏي شان وارو آهي ٻيو ڪو انهن جي شان کي نٿو پهچي سگهي.

اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ ۙ اَعْظَمُ دَرَجَةً عِنْدَ اللّٰهِ ؕ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفَآئِزُوْنَ ﴿٢٠﴾

**٢٠**- (اُهي ماڻهو) جن ايمان آندو ۽ جن هجرت ڪئي ۽ (پوءِ) اللّٰه جي رستي ۾ پنهنجي مالن (جي ذريعي به) ۽ جانين جي ذريعي (به) جهاد ڪيو. اللّٰه جي نزديڪ درجي ۾ تمام بلند آهن ۽ اهي ئي ماڻهو ڪامياب ٿيڻ وارا آهن.

يُبَشِّرُهُمْ رَبُّهُمْ بِرَحْمَةٍ مِّنْهُ وَرِضْوَانٍ وَّجَنّٰتٍ لَّهُمْ فِيْهَا نَعِيْمٌ مُّقِيْمٌ ۙ ﴿٢١﴾

**٢١**- انهن جو رب انهن کي پنهنجي عظيم الشان رحمت جي خبر ڏئي ٿو ۽ (پنهنجي) رضامندي ۽ اهڙين جنتن جي به جن ۾ انهن لاءِ دائمي نعمت هوندي.

خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ عِنْدَهٗٓ اَجْرٌ عَظِيْمٌ ﴿٢٢﴾

**٢٢**- (اُهي) انهن ۾ رهندا ايندا (ياد رکو ته) اللّٰه وٽ يقيناً تمام وڏو اجر آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوْٓا اٰبَآءَكُمْ وَاِخْوَانَكُمْ اَوْلِيَآءَ اِنِ اسْتَحَبُّوا الْكُفْرَ عَلَى الْاِيْمَانِ ؕ وَمَنْ يَّتَوَلَّهُمْ مِّنْكُمْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣**- اي مومنو! پنهنجي ابن ڏاڏن ۽ ڀائرن کي (پنهنجو حقيقي) دوست نه بڻايو جيڪڏهن اُهي ايمان جي مقابلي ۾ ڪفر سان وڌيڪ محبت ڪندا هجن ۽ توهان مان جيڪي ماڻهو انهن سان اهڙي دوستي ڪندا اُهي يقيناً ظالم هوندا.

قُلْ اِنْ كَانَ اٰبَآؤُكُمْ وَاَبْنَآؤُكُمْ وَاِخْوَانُكُمْ وَاَزْوَاجُكُمْ وَعَشِيْرَتُكُمْ وَاَمْوَالُ ِۨاقْتَرَفْتُمُوْهَا وَتِجَارَةٌ تَخْشَوْنَ كَسَادَهَا وَمَسٰكِنُ تَرْضَوْنَهَآ اَحَبَّ اِلَيْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَجِهَادٍ فِيْ

**٢٤**- تون (مومنن کي) چؤ ته جيڪڏهن توهان جا ابا ڏاڏا ۽ توهان جا پٽ ۽ توهان جا ڀائر ۽ توهان جون زالون ۽ توهان جا (ڀيا) مائٽ ۽ اُهي مال جيڪي توهان ڪمايا آهن ۽ اُهي واپار جن جي نقصان کان توهان ڊڄو ٿا ۽ اُهي گهر جن کي توهان پسند ڪيو ٿا، توهان کي اللّٰه ۽ انهيءَ جي

سَبِيْلِهٖ فَتَرَبَّصُوْا حَتّٰى يَاْتِيَ اللّٰهُ بِاَمْرِهٖ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الْفٰسِقِيْنَ ﴿٢٤﴾ ع

رسول ۽ انهيءَ جي رستي ۾ جهاد ڪرڻ جي نسبت وڌيڪ پيارا آهن تہ توهان انتظار ڪيو ايستائين جو اللّٰه پنهنجي فيصلي ڪي ظاهر ڪري ڇڏي ۽ اللّٰه اطاعت ڪان نڪرڻ واري قوم ڪي ڪڏهن (ڪاميابيءَ جو) رستو نا هي ڏيکاريندو.

لَقَدْ نَصَرَكُمُ اللّٰهُ فِيْ مَوَاطِنَ كَثِيْرَةٍ ۙ وَّيَوْمَ حُنَيْنٍ ۙ اِذْ اَعْجَبَتْكُمْ كَثْرَتُكُمْ فَلَمْ تُغْنِ عَنْكُمْ شَيْئًا وَّضَاقَتْ عَلَيْكُمُ الْاَرْضُ بِمَا رَحُبَتْ ثُمَّ وَلَّيْتُمْ مُّدْبِرِيْنَ ﴿٢٥﴾ ج

**٢٥**۔اللّٰه ڪيترن ئي موقعن تي توهان جي مدد ڪئي آهي(خاص ڪري)حنين (جي جنگ) جي ڏينهن جڏهن توهان جي ڪثرت توهان ڪي متڪبر بڻائي ڇڏيو هو. پوءِ اها (ڪثرت) توهان جي ڪنهن ڪم نہ آئي ۽ زمين باوجود وسيع هئڻ جي توهان تي سوڙهي ٿي وئي. ۽ توهان پُٺِ ڏيکاريندي منهن ڦيري ڇڏيو.

ثُمَّ اَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِيْنَتَهٗ عَلٰى رَسُوْلِهٖ وَعَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَاَنْزَلَ جُنُوْدًا لَّمْ تَرَوْهَا وَعَذَّبَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ؕ وَذٰلِكَ جَزَآءُ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**۔۽ اللّٰه پنهنجو سڪون پنهنجي رسول ۽ مومنن تي لاٿو ۽ اهڙا لشڪر لاٿا جن ڪي توهان نہ ڏسي رهيا هئا ۽ ڪافرن ڪي عذاب ڏنو ۽ ڪافرن جي اِها ئي جزا آهي.

ثُمَّ يَتُوْبُ اللّٰهُ مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢٧﴾

**٢٧**۔۽ اللّٰه اهڙي سزا ڪانپوءِ جنهن تي چاهيندو آهي رحم ڪري ڇڏيندو آهي۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِنَّمَا الْمُشْرِكُوْنَ

**٢٨**۔اي مومنو! مشرڪ ماڻهو حقيقت ۾ پليت①

١۔يعني ذهني پاڪائي انهن ۾ نہ ٿي ڏني وجي.

نَجَسٌ فَلَا يَقْرَبُوا الْمَسْجِدَ الْحَرَامَ بَعْدَ عَامِهِمْ هٰذَا ۚ وَاِنْ خِفْتُمْ عَيْلَةً فَسَوْفَ يُغْنِيْكُمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖۤ اِنْ شَآءَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿۲۸﴾

(۽ ناپاڪ)آهن پوءِ اهي هِن سال ڪانپوءِ مسجد حرام(يعني خانہ ڪعبہ)جي ويجهو نہ اچن ۽ جيڪڏهن توهان کي غربت① جو خطرو هجي تہ اللّٰه جيڪڏهن ائين گهريو تہ توهان کي پنهنجي فضل سان ضرور غني بڻائي ڇڏيندو.اللّٰه يقيناً ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

قَاتِلُوا الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَلَا بِالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَلَا يُحَرِّمُوْنَ مَا حَرَّمَ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَلَا يَدِيْنُوْنَ دِيْنَ الْحَقِّ مِنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ حَتّٰى يُعْطُوا

**۲۹**-جيڪي ماڻهو اللّٰه تي ايمان نٿا آڻين ۽ نہ آخرت جي ڏينهن تي ۽ نہ انهيءَ کي جنهن کي اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول حرام قرار ڏنو آهي، حرام قرار ڏين ٿا ۽ نہ سچي دين کي اختيار ڪن ٿا.يعني اُهي ماڻهو جن کي ڪتاب ڏنو ويو آهي انهن سان جنگ ڪيو②

---

١-يعني ڪافرن جي نڪري وڃڻ جي ڪري تجارتون ٺپ ٿي پوڻ جو خيال هجي ۽ اِهو بہ تہ ان سان آمدني گهٽجي ويندي.

٢-ان جي هيءَ معنيٰ ناهي تہ يهودين سان بغير دليل جي جنگ جائز آهي ڇاڪاڻ تہ جنگ جا شرط بہ جڳهہ تي موجود آهن.انهن کي هن جڳهہ تي سامهون رکڻ ضروري هوندو.هڪ وڏو شرط جنگ لاءِ هي آهي تہ دشمن ظلم ڪندي حملو ڪري مسلمان صرف بچاءُ ڪري سگهي ٿو.ان ڪري جيڪڏهن يهودي حملو ڪن تہ ٻڌايو آهي تہ انهن سان جنگ جائز آهي پر جيڪڏهن هو قبضي ۾ اچي وڃن ۽ هارمڃي جزيو ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃن تہ پوءِ ويڙهہ کي ڊگهو نہ ڪيو وڃي بلڪ انهن جي پهرين غلطيءَ کي معاف ڪيو وڃي. وَهُمْ صَاغِرُوْنَ جي معنيٰ مفسرن هيءَ ڪئي آهي تہ جزيو ڏيڻ وقت يهودي تمام گهٽي نوڙت سان پيش اچن.پر هن آيت جو هي مطلب ناهي صرف هي مطلب آهي تہ هو عَنْ يَّدٍ جزيو ڏين يعني پنهنجي مرضيءَ سان ۽ شڪست مڃي ان جو اقرار ڪن تہ انهن سان جزيي جو شرط قبول ڪري وٺو رد نہ ڪيو ۽ ويڙهہ کي ڊگهو نہ ڪيو.ان ڪري هي احسان آهي ظلم ناهي. صَاغِرُوْنَ مان صرف ان طرف اشارو آهي تہ اُهي ان جي ٻاري معاهدو ڪن.

الْجِزْيَةَ عَنْ يَّدٍ وَّ هُمْ صٰغِرُوْنَ ﴿۲۹﴾ ع

جيستائين اُهي پنهنجي مرضيءَ سان جزيه ادا نه ڪن ۽ اُهي توهان جي ماتحت نه اچي وڃن.

وَقَالَتِ الْيَهُوْدُ عُزَيْرُ ابْنُ اللّٰهِ وَقَالَتِ النَّصٰرَى الْمَسِيْحُ ابْنُ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ قَوْلُهُمْ بِاَفْوَاهِهِمْ ۚ يُضَاهِـُٔوْنَ قَوْلَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَبْلُ ؕ قٰتَلَهُمُ اللّٰهُ ۚ اَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ﴿۳۰﴾

**۳۰**۔۽ يهودي چون ٿا ته عزيراللّٰه جو پٽ آهي ۽ نصراني چون ٿا ته مسيح اللّٰه جو پٽ آهي هيءَ (ڳالهه)صرف انهن جي وات جي ٺاهيل آهي اهي(صرف)پاڻ کان پهريائين وارن ڪافرن جي ڳالهين جو نقل ڪري رهيا آهن.اللّٰه انهن کي تباهه ڪري اهي(حقيقت کان) ڪيئن پري وڃي رهيا آهن.

اِتَّخَذُوْۤا اَحْبَارَهُمْ وَرُهْبَانَهُمْ اَرْبَابًا مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَالْمَسِيْحَ ابْنَ مَرْيَمَ ۚ وَمَاۤ اُمِرُوْۤا اِلَّا لِيَعْبُدُوْۤا اِلٰهًا وَّاحِدًا ۚ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ سُبْحٰنَهٗ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿۳۱﴾

**۳۱**۔اُنهن عالمن ۽ راهبن کي اللّٰه کانسواءِ پنهنجو رب بڻائي ورتو آهي.اهڙيءَ طرح ابن مريم کي به.جڏهن ته انهن کي صرف هيءُ حڪم ڏنو ويو هو ته اُهي هڪ خدا جي عبادت ڪن، جنهن کانسواءِ ڪو به معبود ڪونهي اُهو انهن جي شرڪ کان پاڪ آهي.

يُرِيْدُوْنَ اَنْ يُّطْفِـُٔوْا نُوْرَ اللّٰهِ بِاَفْوَاهِهِمْ وَيَاْبَى اللّٰهُ اِلَّاۤ اَنْ يُّتِمَّ نُوْرَهٗ وَلَوْ كَرِهَ الْكٰفِرُوْنَ ﴿۳۲﴾

**۳۲**۔اُهي چاهين ٿا ته اللّٰه جي نور کي پنهنجي وات(جي ڦوڪن)سان وِسائي ڇڏين ۽ اللّٰه پنهنجي نور کي پوري ڪرڻ کانسواءِ ٻيءَ هر ڳالهه کان انڪار ڪري ٿو ڀلي ڪافرن کي ڪيتروئي برو لڳي.

هُوَ الَّذِيْۤ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ بِالْهُدٰى وَدِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ ۙ وَلَوْ كَرِهَ

**۳۳**۔ اُهوئي آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ دين حق ڏئي موڪليو انهيءَ لاءِ ته (باقي)سيني دينن تي انهيءَ کي

الْمُشْرِكُوْنَ ﴿٣٣﴾

غالب ڪري ڇڏي ڀلي مشرڪن کي ھيءَ ڳالھ ڏاڍي بري لڳي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِنَّ كَثِيْرًا مِّنَ الْاَحْبَارِ وَالرُّهْبَانِ لَيَاْكُلُوْنَ اَمْوَالَ النَّاسِ بِالْبَاطِلِ وَيَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ وَالَّذِيْنَ يَكْنِزُوْنَ الذَّهَبَ وَالْفِضَّةَ وَلَا يُنْفِقُوْنَهَا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۙ فَبَشِّرْهُمْ بِعَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٣٤﴾

٣۴-اي مومنو! ڪيترائي عَالِمَ ۽ رَاهِبَ ماڻھن جي مالن کي غير واجبي کائيندا آھن ۽(ماڻھن کي) اللّٰہ جي رستي کان روڪيندا آھن.۽ اُھي ماڻھو(بہ)جيڪي سون ۽ چاندي گڏڪري رکندا آھن.۽ اللّٰہ جي رستي ۾ خرچ ناھن ڪندا.اُنھن کي دردناڪ عذاب جي خبر ڏي.

يَّوْمَ يُحْمٰى عَلَيْهَا فِيْ نَارِ جَهَنَّمَ فَتُكْوٰى بِهَا جِبَاهُهُمْ وَجُنُوْبُهُمْ وَظُهُوْرُهُمْ ؕ هٰذَا مَا كَنَزْتُمْ لِاَنْفُسِكُمْ فَذُوْقُوْا مَا كُنْتُمْ تَكْنِزُوْنَ ﴿٣٥﴾

٣۵-(ھيءُ عذاب)انھيءَ ڏينھن(ھوندو) جڏھن انھيءَ (گڏ ٿيل سون ۽ چاندي) تي جھنم جي باھ پڙڪائي ويندي پوءِ انھيءَ (سون ۽ چانديءَ) سان انھن جي نِرڙَن ۽ پاسن ۽ پُٺين کي ڏمپيو ويندو (۽ چيو ويندو تہ) ھيءَ اھا شئي آھي جنھن کي توھان پنھنجي جانين لاءِ جمع ڪندا ھئا.پوءِ جن شيئن کي توھان جمع ڪندا ھئا ان جي مزي کي چکو.

اِنَّ عِدَّةَ الشُّهُوْرِ عِنْدَ اللّٰهِ اثْنَا عَشَرَ

٣٦-يقيناً مھينَنِ جي ڳڻپَ اللّٰہ وٽ ٻارنھن مھينا(ئي) ھوندي آھي.[1] ھيءُ اللّٰہ جو

١-چنڊن جي حساب سان جيڪو اسلام اختيار ڪيو آھي سال جا صرف ٻارنھ ١٢ مھينا ٿھن ٿا. سج جو حساب مڄڻ وارن بہ ٻارنھ ئي مھينا ناھيا آھن پر ٻَھائين اُٺويھہ ١٩ مھينا ناھيا آھن. حقيقت ۾ چنڊ جي لحاظ سان اُٺويھ تي ئي نتا سگھن ۽ سج کي مھينن جو پيدا ڪرڻ وارو سمجھڻ وارا جوتشي بہ ٻارنھن کان ناھن وڌيا.

شَهۡرًا فِیۡ کِتٰبِ اللّٰهِ یَوۡمَ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ مِنۡهَاۤ اَرۡبَعَةٌ حُرُمٌ ؕ ذٰلِكَ الدِّیۡنُ الۡقَیِّمُ ۙ۬ فَلَا تَظۡلِمُوۡا فِیۡهِنَّ اَنۡفُسَكُمۡ وَقَاتِلُوا الۡمُشۡرِكِیۡنَ كَآفَّةً كَمَا یُقَاتِلُوۡنَكُمۡ كَآفَّةً ؕ وَاعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ مَعَ الۡمُتَّقِیۡنَ ﴿۳۶﴾

اِنَّمَا النَّسِیۡٓءُ زِیَادَةٌ فِی الۡكُفۡرِ یُضَلُّ بِهِ الَّذِیۡنَ كَفَرُوۡا یُحِلُّوۡنَهٗ عَامًا وَّیُحَرِّمُوۡنَهٗ عَامًا لِّیُوَاطِـُٔوۡا عِدَّةَ مَا حَرَّمَ اللّٰهُ فَیُحِلُّوۡا مَا حَرَّمَ اللّٰهُ ؕ زُیِّنَ لَهُمۡ سُوۡٓءُ اَعۡمَالِهِمۡ ؕ وَاللّٰهُ لَا یَهۡدِی الۡقَوۡمَ الۡكٰفِرِیۡنَ ﴿۳۷﴾ ع

قانون آهي.اُنهيءَ ڏينهن کان وٺي جڏهن کان آسمانن ۽ زمين کي هُن پيدا ڪيو آهي، اُنهن(مهينن)مان چار عزت وارا مهينا (سڏبا)آهن.اِهو مضبوط دين آهي. پوءِ (گهرجي تہ)اُنهن مهينن ۾ پنهنجي جانين تي ظلم① نہ ڪندا ڪيو.۽ سيني مشرڪن سان وڙهو.جهڙيءَ طرح اُهي سيئي توهان سان وڙهندا آهن ۽ ياد رکو تہ اللّٰه متقين سان گڏ آهي.

٣٧-نسيءَ② صرف ڪفر جي زماني جي زيادتي آهي جنهن جي ذريعي ڪافر ماڻهو گمراهہ ٿيندا رهندا آهن اُهي انهيءَ کي هڪ سال حلال ۽ ٻئي سال حرام قرارڏيندا آهن انهيءَ لاءِ تہ اُهي مهينن کي سال جي مقرر ٿيل ڳڻپ جي برابر ڪري ڇڏين ۽ انهن مهينن جي مطابق ڪري ڇڏين جن ۾ جنگ منع آهي(۽ پنهنجي پيدا ڪيل تبديليءَ جي سبب کان جيڪو اختلاف ٿي ويو آهي انهيءَ کي پورو ڪري وٺن)اِنهن عملن جي خرابي (شيطان جي طرفان)اُنهن کي خوبصورت

١-يعني اصل غرض مهينا نہ،بلڪ پاڪ زندگي گذارڻ آهي.

٢- نَسِـىُء هِيءَ هُئي تہ ڪنهن سال هو محرم کي حلال ڪري ڇڏيندا هئا تہ جيئن ڦُرلُٽ ۾ سهولت ٿي وڃي ۽ وري صفر کي حرام ناهيندا هئا.اهڙي طرح سيني مهينن کي مٽائي تيرهن ١٣ مهينن جو سال ڪري ڇڏيندا هئا.پوءِ ڦير ڦار ڪري سال کي پنهنجي اصل حالت تي آڻيندا هئا.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَا لَكُمْ اِذَا قِيْلَ لَكُمُ انْفِرُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اثَّاقَلْتُمْ اِلَى الْاَرْضِ ۭ اَرَضِيْتُمْ بِالْحَيٰوةِ الدُّنْيَا مِنَ الْاٰخِرَةِ ۚ فَمَا مَتَاعُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا فِي الْاٰخِرَةِ اِلَّا قَلِيْلٌ ۝۳۸

اِلَّا تَنْفِرُوْا يُعَذِّبْكُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ڏ وَّيَسْتَبْدِلْ قَوْمًا غَيْرَكُمْ وَلَا تَضُرُّوْهُ شَيْـــًٔـا ۭ وَاللّٰهُ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝۳۹

اِلَّا تَنْصُرُوْهُ فَقَدْ نَصَرَهُ اللّٰهُ اِذْ اَخْرَجَهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِي الْغَارِ اِذْ يَقُوْلُ لِصَاحِبِهٖ لَا تَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ

ڪري ڏيڪاري وئي آهي ۽ اللّٰه ڪافر قوم کي ڪاميابيءَ جو رستو نٿو ڏيکاري.

**۳۸**- اي مومنو! توهان کي ڇا ٿي ويو آهي جو جڏهن توهان کي چيو ويجي ٿو تہ اللّٰه جي رستي ۾ وڙهڻ لاءِ(سڀ ملي ڪري)نڪرو تہ توهان ماٺهو پنهنجي ملڪ(جي محبت) جي طرف جهڪي وڃو ٿا ڇا توهان آخرت جي مقابلي ۾ دنيا جي زندگي پسند ڪيو ٿا؟ (جيڪڏهن ائين آهي)تہ ياد رکو تہ دنيا جي زندگيءَ جو سامان آخرت جي مقابلي ۾ صرف هڪ حقير شئي آهي.

**۳۹**-جيڪڏهن توهان(سڀئي گڏجي اللّٰه جي رستي ۾)وڙهڻ لاءِ نہ نڪرندؤ تہ هُو توهان کي دردناڪ عذاب ڏيندو ۽ توهان کان علاوه هڪ ٻي قوم کي بدلائي وٺي ايندو ۽ توهان هُن (يعني اللّٰه کي) ڪو بہ نقصان نہ پهچائي سگهندؤ ۽ اللّٰه هر شئي تي(جنهن جي ڪرڻ جو هُو ارادو ڪري) قادر آهي.

**۴۰**-جيڪڏهن توهان هن رسول جي مدد نہ ڪيو تہ(ياد رکو تہ) اللّٰه هُن جي اُن وقت بہ مدد ڪري چڪو آهي جڏهن انهيءَ کي ڪافرن ٻن مان هڪ جي صورت ۾ ڪيدي ڇڏيو① هو جڏهن تہ اهي ٻئي غار ۾ هئا ۽

١ ـ هجرت جي وقت.

مَعَنَا ۚ فَاَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِيْنَتَهٗ عَلَيْهِ وَاَيَّدَهٗ بِجُنُوْدٍ لَّمْ تَرَوْهَا وَجَعَلَ كَلِمَةَ الَّذِيْنَ كَفَرُوا السُّفْلٰى ؕ وَكَلِمَةُ اللّٰهِ هِىَ الْعُلْيَا ؕ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٤٠﴾

جڏهن هُو پنهنجي ساٿيءَ (ابو بڪر) کي چئي رهيو هو تہ ڪنهن بہ گذريل ڀُلَ چُڪَ تي غم نہ ڪر. اللّٰه يقيناً اسان سان آهي. پوءِ اللّٰه انهيءَ تي سڪون نازل ڪيو. ۽ انهيءَ جي اهڙن لشڪرن سان مدد ڪئي جن کي توهان نہ پيا ڏسو ۽ اُنهن ماڻهن جي ڳالهہ کي هيناهون ڪري ڇڏيو جن ڪفر ڪيو هو ۽ اللّٰه جي ئي ڳالهہ مٿاهين ٿي رهي ٿي ۽ اللّٰه وڏو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

اِنْفِرُوْا خِفَافًا وَّ ثِقَالًا وَّ جَاهِدُوْا بِاَمْوَالِكُمْ وَاَنْفُسِكُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٤١﴾

٤١-اي مومنو! جهاد جي لاءِ نڪري پئو ڪٿي اوهان بي سازو سامان هجو، يا با سازو سامان. ۽ پنهنجي مالن ۽ پنهنجي جانين سان اللّٰه جي رستي ۾ جهاد ڪيو. اهو توهان لاءِ جيڪڏهن توهان سمجهو تا ڏاڍو بهتر ٿيندو.

لَوْ كَانَ عَرَضًا قَرِيْبًا وَّسَفَرًا قَاصِدًا لَّاتَّبَعُوْكَ وَلٰكِنْۢ بَعُدَتْ عَلَيْهِمُ الشُّقَّةُ ؕ وَسَيَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ لَوِ اسْتَطَعْنَا لَخَرَجْنَا مَعَكُمْ ۚ يُهْلِكُوْنَ اَنْفُسَهُمْ ۚ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ اِنَّهُمْ لَكٰذِبُوْنَ ﴿٤٢﴾ ع

٤٢-جيڪڏهن ويجهڙائيءَ ۾ ملڻ وارو فائدو هجي ها يا ننڍو سفر هجي ها تہ اِهي ماڻهو تنهنجي پويان لڳي پون ها پر اُنهن کي مفاصلو پري معلوم ٿيو. پر(هاڻي اُهي تنهنجي واپسيءَ کانپوءِ) اللّٰه جا قسم کڻي چوندا تہ جيڪڏهن اسان جي طاقت ۾ هجي ها تہ اسان ضرور توهان سان نڪري پئون ها(اِهي ماڻهو) پنهنجي جانين کي تباهہ ڪن ٿا ۽ اللّٰه ڄاڻي ٿو تہ اِهي ڪوڙا آهن.

عَفَا اللّٰهُ عَنْكَ ۚ لِمَ اَذِنْتَ لَهُمْ حَتّٰى

٤٣-اللّٰه تنهنجي غلطيءَ جي بد اثر کي

يَتَبَيَّنَ لَكَ الَّذِيْنَ صَدَقُوْا وَتَعْلَمَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿٤٣﴾

مِٺائي ڇڏيو ۽ توکي عزت ڏني. پر آخر تو ڇو انھن (اجازت گھرڻ وارن) کي پوئتي رھڻ جي اجازت ڏني ھئي (تون اُنھن جي وچڻ تي زور ڀرين ھا) ايستائين جو سچ ڳالھائڻ وارا توتي ظاھر ٿي وڃن ھا ۽ تون ڪوڙن کي بہ سڃاڻي وٺين ھا.

لَا يَسْتَاْذِنُكَ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ اَنْ يُّجَاهِدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِالْمُتَّقِيْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤-جيڪي اللّٰه ۽ آخرت جي ڏينھن تي ايمان آڻين ٿا، اُھي پنھنجي مالن ۽ جانين سان جھاد ڪرڻ کان بچڻ جي اجازت ناھن گھرندا. اللّٰه متقين کان خوب واقف آھي.

اِنَّمَا يَسْتَاْذِنُكَ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَارْتَابَتْ قُلُوْبُهُمْ فَهُمْ فِيْ رَيْبِهِمْ يَتَرَدَّدُوْنَ ﴿٤٥﴾

٤٥-پوئتي رھڻ جي اجازت رڳو اھي گھرندا آھن جيڪي اللّٰه ۽ قيامت جي ڏينھن تي ايمان نٿا آڻين ۽ انھن جي دلين ۾ شَڪَ پيدا ٿي ويا آھن پوءِ اُھي پنھنجي شڪن جي سببان ڪڏھن ھيڏانھن ٿين ٿا ڪڏھن ھوڏانھن.

وَلَوْ اَرَادُوا الْخُرُوْجَ لَاَعَدُّوْا لَهٗ عُدَّةً وَّلٰكِنْ كَرِهَ اللّٰهُ انْۢبِعَاثَهُمْ فَثَبَّطَهُمْ وَقِيْلَ اقْعُدُوْا مَعَ الْقٰعِدِيْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦-۽ جيڪڏھن اُھي (جنگ لاءِ) نڪرڻ جو پڪو ارادو رکن ھا تہ انھيءَ لاءِ ڪا تياري بہ ڪن ھا. پر اللّٰه انھن جو (جنگ جي لاءِ) نڪرڻ پسند نہ ڪيو. بسِ انھن کي پنھنجي جڳھہ تي ئي ويھاري ڇڏيو ۽ کين ھيُ چيو ويو (يعني انھن جي ڪافر دوستن چيو) تہ جيڪي ماڻھو ويھي رھيا آھن انھن ئي ساڻ توھان بہ ويھي رھو.

لَوْ خَرَجُوْا فِيْكُمْ مَّا زَادُوْكُمْ اِلَّا خَبَالًا

٤٧-جيڪڏھن اُھي توھان سان ملي

وَّ لَاْ اَوْضَعُوْا خِلٰلَكُمْ يَبْغُوْنَكُمُ الْفِتْنَةَ ۚ وَفِيْكُمْ سَمّٰعُوْنَ لَهُمْ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِالظّٰلِمِيْنَ ۝٤٧

نڪرن ها تہ خرابي پيدا ڪرڻ ڪانسواءِ توهان جي ڪا مدد نہ ڪن ها ۽ اُهي توهان جي وچ ۾ (فساد ڪرڻ لاءِ) خوب گهوڙا ڊوڙائيندا وتن ها(۽)توهان جي اندر فتني پيدا ڪرڻ جي خواهش ڪن ها ۽ توهان ۾ (بہ)ڪجهہ اهڙا(ماڻهو ملن ٿا) جيڪي انهن تائين پهچائڻ لاءِ ڳالهيون ٻڌندا آهن ۽ اللّٰه ظالمن کي خوب ڄاڻي ٿو.

لَقَدِ ابْتَغَوُا الْفِتْنَةَ مِنْ قَبْلُ وَقَلَّبُوْا لَكَ الْاُمُوْرَ حَتّٰى جَآءَ الْحَقُّ وَظَهَرَ اَمْرُ اللّٰهِ وَهُمْ كٰرِهُوْنَ ۝٤٨

۴٨-۽ انهن هن کان اڳ بہ فتنو(پيدا ڪرڻ) چاهيو ٿي ۽ تنهنجي لاءِ حالتن کي ڪيترن ئي طريقن سان بدلايو هو. ايستائين جو حق اچي ويو ۽ اللّٰه جو فيصلو ظاهر ٿي ويو ۽ اُهي(انهيءَ فيصلي کي)ناپسند ڪندا هئا.

وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّقُوْلُ ائْذَنْ لِّيْ وَلَا تَفْتِنِّيْ ۭ اَلَا فِي الْفِتْنَةِ سَقَطُوْا ۭ وَاِنَّ جَهَنَّمَ لَمُحِيْطَةٌۢ بِالْكٰفِرِيْنَ ۝٤٩

۴٩-۽ انهن مان ڪي(١)(منافق)اهڙا بہ آهن جيڪي چون ٿا تہ اسان کي(پوئتي رهڻ جي)اجازت ڏيوءِ اسان کي(جنگ تي وڃڻ جي)آزمائش ۾ نہ وجهو. ٻڌي ڇڏيو. اِهي ماڻهو فتني ۾ پهرين کان ئي پئجي چڪا آهن ۽ جهنم ڪافرن کي يقيناً تباهہ ڪرڻ وارو آهي.

اِنْ تُصِبْكَ حَسَنَةٌ تَسُؤْهُمْ ۚ وَاِنْ

۵٠-جيڪڏهن توکي ڪو فائدو پهچي تہ

١ـ هن جڳهہ جيتوڻيڪ فعل واحد لاءِ استعمال ٿيو آهي. پر جملو مَنْ سان شروع ٿيو آهي جيڪو جمع ۽ واحد ٻنهي طريقن سان استعمال ٿيندو آهي.ان ڪري اڙدو قاعدي جي مطابق اسان معنيٰ ۾ جمع جو صيغو استعمال ڪيو آهي.

تُصِبْكَ مُصِيْبَةٌ يَّقُوْلُوْا قَدْ اَخَذْنَآ اَمْرَنَا مِنْ قَبْلُ وَ يَتَوَلَّوْا وَّ هُمْ فَرِحُوْنَ ۝٥٠

انهن کي برو لڳندو آهي ۽ جيڪڏهن توتي ڪا مصيبت اچي وڃي ته هُو چوندا آهن، اسان ته اڳهِ ئي پنهنجي اڳيان اچڻ وارن ڏينهن جو انتظام ڪري ورتو هو ۽ اُهي خوشيءَ وچان⓵ پٺي ورائي هليا ويندا آهن.

قُلْ لَّنْ يُّصِيْبَنَآ اِلَّا مَا كَتَبَ اللّٰهُ لَنَا ۚ هُوَ مَوْلٰنَا ۚ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ۝٥١

**٥١**-تون(انهن کي)چؤ، اسان کي ته اُهو ئي پهچي ٿو جيڪو الله اسان لاءِ مقرر ڪري ڇڏيو آهي هُو اسان جو ڪارساز آهي ۽ مومنن کي گهرجي ته اهي الله تي ئي توڪل رکن.

قُلْ هَلْ تَرَبَّصُوْنَ بِنَآ اِلَّآ اِحْدَى الْحُسْنَيَيْنِ ۭ وَنَحْنُ نَتَرَبَّصُ بِكُمْ اَنْ يُّصِيْبَكُمُ اللّٰهُ بِعَذَابٍ مِّنْ عِنْدِهٖٓ اَوْ بِاَيْدِيْنَا ڮ فَتَرَبَّصُوْٓا اِنَّا مَعَكُمْ مُّتَرَبِّصُوْنَ ۝٥٢

**٥٢**-تون(انهن کي)چؤ ته ٻن⓶ ڀلائين مان هڪ ڪانسواءِ توهان اسان لاءِ ڪنهن ڳالهه جو انتظار نٿا ڪيو ۽ اسان توهان لاءِ صرف انهيءَ ڳالهه جو انتظار ڪيون ٿا ته الله توهان کي پاڻ وٽان يا اسان جي هٿان عذاب پهچائيندو پوءِ توهان به انتظار ڪيو، ۽ اسان به توهان سان گڏ انتظار ڪنداسين.

قُلْ اَنْفِقُوْا طَوْعًا اَوْ كَرْهًا لَّنْ يُّتَقَبَّلَ مِنْكُمْ ۭ اِنَّكُمْ كُنْتُمْ قَوْمًا فٰسِقِيْنَ ۝٥٣

**٥٣**-تون(انهن کي)چؤ ته ڀلي خوشيءَ سان خرچ ڪيو توڙي بي دليءَ سان. توهان کان ڪنهن صورت ۾(توهان جو صدقو)قبول

---

١-يعني هو ان ڳالهه تي خوش ٿيندا آهن ته اسانجي تدبير اسان کي بچائي ورتو ۽ مسلمانن جون تدبيرون سندن ڪم نه آيون.

٢-يعني يا ته هيءَ اميد رکو ٿا ته اسان ماريا ويندا سون جيڪو اسان لاءِ شهادت يا عزت جو سبب آهي يا پوءِ جنگ جو پيو نتيجو سوڀ آهي اها به اسان لاءِ مبارڪ آهي.

نہ ڪيو ويندو ڇو جو توهان تہ اطاعت کان نڪري وڃڻ واري قوم آهيو.

وَمَا مَنَعَهُمْ اَنْ تُقْبَلَ مِنْهُمْ نَفَقٰتُهُمْ اِلَّآ اَنَّهُمْ كَفَرُوْا بِاللّٰهِ وَبِرَسُوْلِهٖ وَلَا يَاْتُوْنَ الصَّلٰوةَ اِلَّا وَهُمْ كُسَالٰى وَلَا يُنْفِقُوْنَ اِلَّا وَهُمْ كٰرِهُوْنَ ۝٥٤

**۵۴-** ۽ الله ۽ انهيءَ جي رسول جي انڪار ڪرڻ ڪانسواءِ ۽ انهيءَ ڳالھ کان سواءِ تہ اهي نماز ڏاڍي سستيءَ سان پڙهندا هئا ۽ خدا جي راھ ۾ بي دليءَ سان خرچ ڪندا هئا انهن جي صدقن کي قبول ڪرڻ کي ڪنهن روڪيو آهي.

فَلَا تُعْجِبْكَ اَمْوَالُهُمْ وَلَآ اَوْلَادُهُمْ ؕ اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمْ بِهَا فِى الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَتَزْهَقَ اَنْفُسُهُمْ وَهُمْ كٰفِرُوْنَ ۝٥٥

**۵۵-** پوءِ تون انهن جي مالن ۽ انهن جي اولادن تي تعجب نہ ڪر.الله صرف اِهو چاهي ٿو تہ انهن مالن ۽ اولادن جي ذريعي انهن کي هن دنيا جي زندگيءَ ۾ عذاب ڏئي ۽ اِهو تہ انهن جا ساھ اهڙي وقت ۾ نڪرن جو اهي منڪر ئي هجن.

وَيَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ اِنَّهُمْ لَمِنْكُمْ ؕ وَمَا هُمْ مِّنْكُمْ وَلٰكِنَّهُمْ قَوْمٌ يَّفْرَقُوْنَ ۝٥٦

**۵٦-** ۽ اُهي انهيءَ ڳالھ تي اللّٰه جا قسم کڻن ٿا تہ اُهي توهان مان آهن جڏهن تہ اُهي توهان مان نہ آهن پر اُهي هڪ اهڙي جماعت آهن جيڪا سخت ڊڄڻي آهي.

لَوْ يَجِدُوْنَ مَلْجَاً اَوْ مَغٰرٰتٍ اَوْ مُدَّخَلًا لَّوَلَّوْا اِلَيْهِ وَهُمْ يَجْمَحُوْنَ ۝٥٧

**۵٧-** جيڪڏهن اُهي ڪا پناھ جي جاءِ يا لڪي رهڻ لاءِ غار يا ويهي رهڻ لاءِ ڪو ٺڪاڻو ماڻين تہ اُهي پٺي ڦيرائي ڀڄندا اوڏانهن هليا ويندا.

وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّلْمِزُكَ فِى الصَّدَقٰتِ ۚ فَاِنْ اُعْطُوْا مِنْهَا رَضُوْا وَاِنْ لَّمْ يُعْطَوْا

**۵۸-** انهن مان ڪجھ(منافق)اهڙا آهن جيڪي صدقي جي باري ۾ توتي الزام

مِنۡهَآ اِذَاهُمۡ يَسۡخَطُوۡنَ ﴿٥٨﴾

لڳائيندا آهن. جيڪڏهن انهن صدقن مان ڪجهہ انهن کي ڏنو وڃي تہ اُهي راضي ٿي ويندا آهن، ۽ جيڪڏهن انهيءَ مان ڪين ڪجهہ نہ ڏنو وڃي تہ هڪدم خفا ٿي ٿا.

وَلَوۡ اَنَّهُمۡ رَضُوۡا مَآ اٰتٰهُمُ اللّٰهُ وَرَسُوۡلُهٗ ۙ وَقَالُوۡا حَسۡبُنَا اللّٰهُ سَيُؤۡتِيۡنَا اللّٰهُ مِنۡ فَضۡلِهٖ وَرَسُوۡلُهٗۤ ۙ اِنَّاۤ اِلَى اللّٰهِ رٰغِبُوۡنَ ﴿٥٩﴾ ع

**٥٩**-۽ جيڪڏهن اُهي اللّٰه ۽ انهيءَ رسول جي عطا تي خوش ٿي وڃن ها ۽ هي چون ها تہ اللّٰــه ئي اسانجي لاءِ ڪافي آهي (جيڪڏهن اسان کي تنگي ٿيندي تہ) اللّٰه پنهنجي فضل سان اسان کي ڏيندو ۽ (اهڙيءَ طرح) انهيءَ جو رسول بہ. اسان تہ پنهنجي اللّٰـه جي طرف جهڪڻ وارا آهيون. (تہ هيءُ انهن جي لاءِ بهتر ٿئي ها).

اِنَّمَا الصَّدَقٰتُ لِلۡفُقَرَآءِ وَالۡمَسٰكِيۡنِ وَالۡعٰمِلِيۡنَ عَلَيۡهَا وَالۡمُؤَلَّفَةِ قُلُوۡبُهُمۡ وَفِى الرِّقَابِ وَالۡغٰرِمِيۡنَ وَفِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَابۡنِ السَّبِيۡلِ ؕ فَرِيۡضَةً مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌ حَكِيۡمٌ ﴿٦٠﴾

**٦٠**-صدقا تہ صرف فقيرن ۽ مسڪينن لاءِ آهن ۽ انهن لاءِ جيڪي انهن صدقن جي جمع ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيا ويا آهن. پڻ انهن لاءِ جن جي دلين کي (پاڻ① سان) جوڙڻ مطلوب هجي ۽ اهڙيءَ طرح قيدين ۽ قرضدارن جي لاءِ ۽ (انهن جي لاءِ جيڪي) اللّٰه جي رستي ۾ (جنگ ڪندا آهن) ۽ مسافرن لاءِ. هيءُ فرض اللّٰه جو مقرر ڪيل آهي ۽ اللّٰه گهڻو ڄاڻڻ وارو (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

وَمِنۡهُمُ الَّذِيۡنَ يُؤۡذُوۡنَ النَّبِىَّ وَيَقُوۡلُوۡنَ

**٦١**-۽ انهن مان ڪي اهڙا (منافق) بہ آهن

١-يعني اهڙا ڪافر جيڪي اسلام جي باري تحقيق ڪرڻ گهرن ٿا ۽ ان غرض لاءِ انهن جي ڪجهہ مدد ڪئي وڃي. هي مطلب نا هي تہ جيڪي ڪافر رشوت ڏئي خريد ڪري سگهجن.

هُوَ اُذُنٌ ؕ قُلْ اُذُنُ خَيْرٍ لَّكُمْ يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَ يُؤْمِنُ لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَ رَحْمَةٌ لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ ؕ وَالَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ رَسُوْلَ اللّٰهِ لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٦١﴾

جيڪي نبيءَ کي تڪليفون ڏيندا آهن ۽ چوندا آهن ته هُوته(ڪَنُ ئي)ڪَنُ ① آهي تون چؤ ته هُو توهان جي لاءِ ڀلائي ② ٻڌڻ جا ڪَنَ رکي ٿو هُو اللّٰه تي ايمان آڻي ٿو ۽ جيڪي توهان مان مومن هجن انهن(جي وعدن)تي(به)يقين رکي ٿو ۽ مومن جي لاءِ رحمت جو موجب آهي، ۽ اُهي③ ماڻهو جيڪي اللّٰه جي رسول کي تڪليفون پهچائيندا آهن انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي.

يَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ لَكُمْ لِيُرْضُوْكُمْ ۚ وَاللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗۤ اَحَقُّ اَنْ يُّرْضُوْهُ اِنْ كَانُوْا مُؤْمِنِيْنَ ﴿٦٢﴾

**٦٢**۔اُهي توهان کي خوش ڪرڻ لاءِ اللّٰه جا قسم کڻن ٿا.دراصل اللّٰه به ۽ انهيءَ جو رسول به وڏيڪ حقدار آهن ته انهن کي خوش ڪيو وڃي.ان شرط سان ته اِهي (منافق) سچا مومن هجن.

اَلَمْ يَعْلَمُوْۤا اَنَّهٗ مَنْ يُّحَادِدِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَاَنَّ لَهٗ نَارَ جَهَنَّمَ خَالِدًا فِيْهَا ؕ ذٰلِكَ الْخِزْيُ الْعَظِيْمُ ﴿٦٣﴾

**٦٣**۔ڇا انهن کي معلوم ناهي ته جيڪو اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي مخالفت ڪندو آهي انهيءَ لاءِ جهنم جي باهه(مقدر)آهي اُهو انهيءَ ۾ رهندو ايندو ۽ اِها وڏي ڳري خواري آهي.

**١**۔يعني ماڻهن جون شڪايتون ٻڌندو رهندو آهي.

**٢**۔يعني ٻڌندو ته ضرور آهي پر توهانجي فائدي لاءِ ٻڌندو آهي ته جيئن توهان جي اصلاح ڪري.۽ اهڙو ٻڌڻ وارو قوم جو محسن هوندو آهي. خبرون ٻڌڻ ان لاءِ جهليل آهي جيڪو بغض ۽ ڪيني ڪان ڪم وٺي.

**٣**۔يعني منافق ماڻهو.

يَحۡذَرُ الۡمُنٰفِقُوۡنَ اَنۡ تُنَزَّلَ عَلَيۡهِمۡ سُوۡرَةٌ تُنَبِّئُهُمۡ بِمَا فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ ؕ قُلِ اسۡتَهۡزِءُوۡا ۚ اِنَّ اللّٰهَ مُخۡرِجٌ مَّا تَحۡذَرُوۡنَ ﴿٦٤﴾

**٦٤**- منافق(ڏيکَ جي لاءِ) دپ جو اظهار ڪندا آهن ته انهن جي خلاف ڪا سورت نازل نه ٿي وڃي جيڪا انهن کي(ءِ مسلمانن کي)انهن ڳالهين کان خبردار ڪري ڇڏي جيڪي سندن دلين ۾ آهن. تون چؤ ته ٺٺول ڪندا وڃو.اللّٰه(حقيقت ۾)انهيءَ ڳالهه کي ظاهر ڪري ڇڏيندو.جنهن(جي ظاهر ڪرڻ) سان توهان(بناوت کان) ڊڄو ٿا.

وَلَئِنۡ سَاَلۡتَهُمۡ لَيَقُوۡلُنَّ اِنَّمَا كُنَّا نَخُوۡضُ وَنَلۡعَبُ ؕ قُلۡ اَبِاللّٰهِ وَاٰيٰتِهٖ وَرَسُوۡلِهٖ كُنۡتُمۡ تَسۡتَهۡزِءُوۡنَ ﴿٦٥﴾

**٦٥**-ءِ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين(ته توهان اهڙيون ڳالهيون ڇو ٿا ڪيو)ته هُو ضرور اهو جواب ڏيندا اسان ته صرف مذاق ءِ کل ٿي ڪئي.تون انهن کي جواب ڏي ته ڇا اللّٰه ءِ انهيءَ جي آيتن ءِ انهيءَ جي رسول سان مذاق ءِ کل ڪندا هئا.

لَا تَعۡتَذِرُوۡا قَدۡ كَفَرۡتُمۡ بَعۡدَ اِيۡمَانِكُمۡ ؕ اِنۡ نَّعۡفُ عَنۡ طَآئِفَةٍ مِّنۡكُمۡ نُعَذِّبۡ طَآئِفَةًۢ بِاَنَّهُمۡ كَانُوۡا مُجۡرِمِيۡنَ ﴿٦٦﴾ ع

**٦٦**-هاڻي ڪو به عذر نه ڪيو. توهان ايمان آڻي ڪفر ڪيو(پوءِ انهيءَ جي سزا ماڻيو) جيڪڏهن اسان توهان مان هڪ گروهه کي معاف ڪري ڇڏيون ءِ هڪ ٻئي گروهه کي عذاب ڏئي ڇڏيون انهيءَ لاءِ ته اُهي مجرم هئا. (ته اهو اسانجو ڪم آهي)

اَلۡمُنٰفِقُوۡنَ وَالۡمُنٰفِقٰتُ بَعۡضُهُمۡ مِّنۡۢ بَعۡضٍ ۘ يَاۡمُرُوۡنَ بِالۡمُنۡكَرِ وَيَنۡهَوۡنَ عَنِ الۡمَعۡرُوۡفِ وَيَقۡبِضُوۡنَ اَيۡدِيَهُمۡ ؕ نَسُوا

**٦٧**-منافق مرد ءِ منافق عورتون پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان تعلق رکن ٿا. اهي برين ڳالهين جو حڪم ڏين ٿا ءِ سٺين ڳالهين جي خلاف تعليم ڏين ٿا ءِ پنهنجي هٿن کي(خدا جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ کان)

اللّٰهَ فَنَسِيَهُمْ ؕ اِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿٦٧﴾

روڪين ٿا. انهن اللّٰه کي ڇڏي ڏنو سو اللّٰه به انهن کي ڇڏي ڏنو. منافق يقيناً اطاعت کان نڪرڻ وارا آهن.

وَعَدَ اللّٰهُ الْمُنٰفِقِيْنَ وَالْمُنٰفِقٰتِ وَالْكُفَّارَ نَارَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ هِيَ حَسْبُهُمْ ۚ وَلَعَنَهُمُ اللّٰهُ ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ مُّقِيْمٌ ﴿٦٨﴾

**٦٨**- اللّٰه منافق مردن ۽ منافق عورتن ۽ ڪافرن سان جهنم جي باهه جو واعدو ڪيو آهي، اُهي انهيءَ ۾ رهندا ايندا. اُهوئي انهن (جو پورو ڏيان چڪڻ) لاءِ ڪافي آهي (۽ انهيءَ ڪانسواءِ) اللّٰه انهن کي (پنهنجي درگاهه مان) ڌڪاري به ڇڏيو آهي ۽ انهن لاءِ هڪ قائم رهڻ وارو عذاب (مقدر) آهي.

كَالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ كَانُوْٓا اَشَدَّ مِنْكُمْ قُوَّةً وَّاَكْثَرَ اَمْوَالًا وَّاَوْلَادًا ؕ فَاسْتَمْتَعُوْا بِخَلَاقِهِمْ فَاسْتَمْتَعْتُمْ بِخَلَاقِكُمْ كَمَا اسْتَمْتَعَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ بِخَلَاقِهِمْ وَخُضْتُمْ كَالَّذِيْ خَاضُوْا ؕ اُولٰٓئِكَ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ۚ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿٦٩﴾

**٦٩**- (اي منافقو! هي عذاب) اُن ماڻهن (جي سزا) وانگر (هوندو) جيڪي توهان کان پهرئين گذري چڪا آهن. اُهي توهان کان وڌيڪ طاقتور هئا اُهي وڌيڪ مالدار (هئا) ۽ وڌيڪ اولاد رکندڙ هئا بس انهن پنهنجي حصي جي مطابق فائدو ورتو ۽ توهان پنهنجي حصي جي مطابق فائدو ورتو. جهڙيءَ طرح جو توهان کان پهرئين ماڻهن پنهنجي حصي جي مطابق فائدو ورتو ۽ توهان اُهڙيءَ طرح کل مذاق ڪئي جهڙيءَ طرح اُنهن ماڻهن کل مذاق ڪئي هئي. اُنهن جا عمل دنيا جي متعلق به ۽ آخرت جي متعلق به ضايع ٿي ويا ۽ اُهي ماڻهو نقصان حاصل ڪرڻ وارن (ماڻهن ۾ شامل) ٿي ويا.

اَلَمْ يَاْتِهِمْ نَبَاُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ قَوْمِ

**٧٠**- ڇا انهن وٽ انهن ماڻهن جون خبرون

نُوْحٍ وَّ عَادٍ وَّ ثَمُوْدَ ۙ وَقَوْمِ اِبْرٰهِيْمَ وَاَصْحٰبِ مَدْيَنَ وَالْمُؤْتَفِكٰتِ ؕ اَتَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ ۚ فَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيَظْلِمَهُمْ وَلٰكِنْ كَانُوْٓا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ۝٧٠

نہ آيون جيڪي انهن کان پهريائين گذري چڪا آهن (يعني) نوح ۽ عاد جي (قوم جون) ۽ ثمود جي (قوم جي، جيڪا صالح جي قوم هئي) ۽ ابراهيم جي قوم جون. ۽ مدين جي ماڻهن جون. ۽ اونڌي ڪيل ڳوٺن جي ماڻهن (يعني لوط جي قوم) جون. انهن وٽ انهن جا رسول کليل نشان کڻي آيا هئا (پر انهن انڪار ڪيو ۽ سزا ماڻي) اللّٰه انهن تي ظلم نہ ڪيو پر اُهي پنهنجي جان تي (خود) ظلم ڪري رهيا هئا.

وَالْمُؤْمِنُوْنَ وَالْمُؤْمِنٰتُ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ۘ يَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَيُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَيُطِيْعُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ؕ اُولٰٓئِكَ سَيَرْحَمُهُمُ اللّٰهُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ۝٧١

وقف لازم

۷۱- ۽ مومن مرد ۽ مومن عورتون پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا دوست آهن. اهي نيڪ ڳالهين جو حڪم ڏيندا آهن ۽ برين ڳالهين کان روڪيندا آهن. ۽ نماز قائم ڪندا آهن ۽ زڪوات ڏيندا آهن. ۽ اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪندا آهن. اِهي اهڙا ماڻهو آهن جو اللّٰه ضرور انهن تي رحم ڪندو. اللّٰه غالب (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

وَعَدَ اللّٰهُ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا وَمَسٰكِنَ طَيِّبَةً فِيْ جَنّٰتِ عَدْنٍ ؕ وَرِضْوَانٌ مِّنَ اللّٰهِ اَكْبَرُ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ۝٧٢

ع ١٥

۷۲- اللّٰه مومن مردن ۽ مومن عورتن سان اهڙين جنتُن جا وعدا ڪيا آهن جن جي هيٺان نهرون وهنديون آهن اهي انهن ۾ هميشہ رهندا ۽ هميشہ رهڻ وارين جنتن ۾ پاڪ رهائش گاهن جو (بہ وعدو ڪيو آهي) ۽ انهن کان سواءِ اللّٰه جي رضامندي سڀ کان وڏو انعام آهي (جيڪو انهن

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ جَاهِدِ الْكُفَّارَ وَالْمُنٰفِقِيْنَ وَاغْلُظْ عَلَيْهِمْ ؕ وَمَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؕ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿٧٣﴾

يَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ مَا قَالُوْا ؕ وَلَقَدْ قَالُوْا كَلِمَةَ الْكُفْرِ وَكَفَرُوْا بَعْدَ اِسْلَامِهِمْ وَهَمُّوْا بِمَا لَمْ يَنَالُوْا ۚ وَمَا نَقَمُوْٓا اِلَّآ اَنْ اَغْنٰىهُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ مِنْ فَضْلِهٖ ۚ فَاِنْ يَّتُوْبُوْا يَكُ خَيْرًا لَّهُمْ ۚ وَاِنْ يَّتَوَلَّوْا يُعَذِّبْهُمُ اللّٰهُ عَذَابًا اَلِيْمًا ۙ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ۚ وَمَا لَهُمْ فِي الْاَرْضِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ﴿٧٤﴾

وَمِنْهُمْ مَّنْ عٰهَدَ اللّٰهَ لَئِنْ اٰتٰىنَا مِنْ فَضْلِهٖ لَنَصَّدَّقَنَّ وَلَنَكُوْنَنَّ مِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿٧٥﴾

ڪي ملندو). (۽) انهيءَ جو ملڻ (تمام) وڏي ڪاميابي آهي.

**٧٣**- اي نبي! ڪافرن ۽ منافقن سان جهاد ڪيو ۽ (پڪو انتظام ڪري) انهن تي سختيءَ (سان حملو) ڪيو. انهن جو ٺڪاڻو جهنم آهي ۽ اهو (رهڻ جي لحاظ سان) تمام بري جڳهه آهي.

**٧٤**- اُهي اللّٰه جا قسم کڻندا آهن ته انهن ڪا (بري) ڳالهه نا هي چئي. حقيقت ۾ انهن ڪفر جي ڳالهه چئي آهي ۽ اسلام آڻڻ کانپوءِ ڪفر ڪيو آهي. ۽ (اسلام جي خلاف) اهڙين (مڪروه) ڳالهين جو ارادو ڪيو آهي جن کي اُهي حاصل نٿا ڪري سگهن ۽ انهن مسلمانن سان صرف انهيءَ ڪري دشمني ڪئي جو اللّٰه ۽ ان جي رسول انهن کي پنهنجي فضل سان مالدار بڻائي ڇڏيو هو. پوءِ جيڪڏهن اهي توبه ڪن ته انهن لاءِ سٺو ٿيندو ۽ جيڪڏهن اهي پٺي ڏئي هليا ويندا ته اللّٰه انهن کي دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ (به) دردناڪ عذاب ڏيندو ۽ هن دنيا ۾ نه ڪو انهن جو دوست هوندو ۽ نه مددگار.

**٧٥**- ۽ انهن مان (ڪجهه ماڻهو) اهڙا به آهن جيڪي اللّٰه سان اهو عهد ڪن ٿا ته جيڪڏهن هُو (اللّٰه) اسان کي پنهنجي فضل سان ڪجهه ڏيندو ته اسان ضرور انهيءَ

جي راھہ ۾ صدقو ڪنداسين ۽ اسان ضرور نيڪ بڻجي وينداسين.

فَلَمَّآ اٰتٰىهُمۡ مِّنۡ فَضۡلِهٖ بَخِلُوۡا بِهٖ وَتَوَلَّوۡا وَّهُمۡ مُّعۡرِضُوۡنَ ۝٧٦

**٧٦-** ۽ جڏھن انھيءَ (خدا) انھن کي پنھنجي فضل سان مال عطا فرمايو تہ انھن انھيءَ جي راھہ ۾ انھيءَ کي خرچ ڪرڻ کان بخل ڪيو ۽ (پنھنجي پراڻن طريقن ڏانھن) موٽي ويا ۽ (خدا ۽ رسول جي ڳالھين کان) منھن موڙيندي پني ڦيرائي ڇڏي.

فَاَعۡقَبَهُمۡ نِفَاقًا فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ اِلٰى يَوۡمِ يَلۡقَوۡنَهٗ بِمَآ اَخۡلَفُوا اللّٰهَ مَا وَعَدُوۡهُ وَبِمَا كَانُوۡا يَكۡذِبُوۡنَ ۝٧٧

**٧٧-** پوءِ (نتيجو اھو ٿيو جو) ھُن[١] اُنھن جي دلين ۾ انھيءَ ڏينھن تائين جڏھن اُھي ھُن سان ملندا نفاق جو سلسلو ھلائي ڇڏيو ڇو جو انھن جيڪو خدا سان واعدو ڪيو ھو انھيءَ جي خلاف ورزي ڪئي. ۽ انھيءَ سبب ڪري جو اُھي ڪوڙ ڳالھائيندا ھئا.

اَلَمۡ يَعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ يَعۡلَمُ سِرَّهُمۡ وَنَجۡوٰىهُمۡ وَاَنَّ اللّٰهَ عَلَّامُ الۡغُيُوۡبِ ۝٧٨

**٧٨-** ڇا انھن کي معلوم نہ ھو تہ اللّٰه انھن جي مخفي مشورن (کي بہ جاڻي ٿو) ۽ انھن جي ظاھري مشورن کي (بہ) جاڻي ٿو. ۽ ھيءُ تہ اللّٰه پوري طور تي غيب جي ڳالھين کان واقف آھي.

اَلَّذِيۡنَ يَلۡمِزُوۡنَ الۡمُطَّوِّعِيۡنَ مِنَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ فِى الصَّدَقٰتِ وَالَّذِيۡنَ لَا يَجِدُوۡنَ اِلَّا جُهۡدَهُمۡ فَيَسۡخَرُوۡنَ

**٧٩-** اِھي (منافق ئي) آھن جيڪي مومنن مان خوشيءَ سان وَڏي وَڏي صدقا ڏيڻ وارن تي ٽوڪَ ڪندا آھن ۽ انھن تي بہ جيڪي سواءِ پنھنجي (محنت جي) ڪمائي

---

١- يعني اللّٰه تعاليٰ.

مِنْهُمْ ۭ سَخِرَ اللّٰهُ مِنْهُمْ ۡ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٧٩﴾

جي(ڪا) طاقت نٿا رکن. سو(باوجود انهيءَ قرباني جي) اهي(منافق)اُنهن تي کلون ڪندا آهن. اللّٰه اُنهن(مان سخت مخالفن) کي کلڻ جي سزا ڏيندو ۽ انهن کي دردناڪ عذاب پهچائيندو.

اِسْتَغْفِرْ لَهُمْ اَوْ لَا تَسْتَغْفِرْ لَهُمْ ۭ اِنْ تَسْتَغْفِرْ لَهُمْ سَبْعِيْنَ مَرَّةً فَلَنْ يَّغْفِرَ اللّٰهُ لَهُمْ ۭ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ كَفَرُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ۭ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الْفٰسِقِيْنَ ﴿٨٠﴾ ع

٨٠-تون اُنهن لاءِ استغفار ڪرين يا نه ڪرين(اُنهن جي لاءِ برابر آهي)جيڪڏهن تون انهن لاءِ ستر دفعا به استغفار ڪندين ته اللّٰه انهن کي ڪڏهن معاف نه ڪندو.اِهو انهيءَ ڪري ٿيندو جوانهن اللّٰه ۽ ان جي رسول جو انڪار ڪيو ۽ اللّٰه اطاعت کان نڪري وڃڻ واري قوم کي ڪڏهن به ڪاميابيءَ جو رستو نا هي ڏيکاريندو.

فَرِحَ الْمُخَلَّفُوْنَ بِمَقْعَدِهِمْ خِلٰفَ رَسُوْلِ اللّٰهِ وَكَرِهُوْٓا اَنْ يُّجَاهِدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَقَالُوْا لَا تَنْفِرُوْا فِي الْحَرِّ ۭ قُلْ نَارُ جَهَنَّمَ اَشَدُّ حَرًّا ۭ لَوْ كَانُوْا يَفْقَهُوْنَ ﴿٨١﴾

٨١-(جهاد کان) پوئتي ڇڏيل(منافق)اللّٰه جي رسول جي(حڪم جي)خلاف(هلي ڪري)پنهنجي جڳهه تي ويهي رهڻ تي ڏاڍا خوش آهن ۽ انهن پنهنجي جانين ۽ پنهنجي مالن سان جهاد ڪرڻ کي برو سمجهيو هو ۽ (هڪ ٻئي کي)چيو هو ته اهڙي(سخت) گرميءَ ۾ جنگ جي لاءِ(گڏ ٿي)نه نڪرو- تون (انهن کي)چؤ ته جهنم جي باهه (انهيءَ گرمي کان)وڌيڪ سخت آهي.شلَ اُهي سمجهن ها.

فَلْيَضْحَكُوْا قَلِيْلًا وَّلْيَبْكُوْا كَثِيْرًا ۚ

٨٢-بس گهرجي ته(پنهنجي انهيءَ ڏوکي بازيءَ تي)اُهي ٿورو کلن ۽ پنهنجي عمل

جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿٨٢﴾

جي جزا تي وڏيڪ روئن.

فَاِنْ رَّجَعَكَ اللّٰهُ اِلٰى طَآىِٕفَةٍ مِّنْهُمْ فَاسْتَاْذَنُوْكَ لِلْخُرُوْجِ فَقُلْ لَّنْ تَخْرُجُوْا مَعِيَ اَبَدًا وَّلَنْ تُقَاتِلُوْا مَعِيَ عَدُوًّا ؕ اِنَّكُمْ رَضِيْتُمْ بِالْقُعُوْدِ اَوَّلَ مَرَّةٍ فَاقْعُدُوْا مَعَ الْخٰلِفِيْنَ ﴿٨٣﴾

**٨٣-** پوءِ جيڪڏهن الله توکي انهن مان هڪ گروهہ جي طرف موٽائي آڻي ۽ اُهي ماڻهو(ڪنهن آئندهہ)جنگ جي لاءِ وڃڻ جي توکان اجازت گهرن تہ تون انهن کي چئہ تہ توهان کي ڪڏهن بہ(آئينده)مون سان گڏ(جنگ تي)وڃڻ جي اجازت نہ هوندي ۽ ڪڏهن بہ توهان دشمن سان مون سان گڏجي نہ وڙهي سگهندؤ (ڇو جو)توهان پهريون دفعو(پوئتي)ويهي رهڻ تي راضي ٿي ويا هئا.پوءِ(آئينده هميشه)پوئتي رهجي وڃڻ وارن سان ويهي رهندا ڪيو.

وَلَا تُصَلِّ عَلٰۤى اَحَدٍ مِّنْهُمْ مَّاتَ اَبَدًا وَّلَا تَقُمْ عَلٰى قَبْرِهٖ ؕ اِنَّهُمْ كَفَرُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَمَاتُوْا وَهُمْ فٰسِقُوْنَ ﴿٨٤﴾

**٨٤-** ۽ انهن مان جيڪڏهن ڪو مري وڃي تہ انهيءَ تي نماز(جنازه)نہ پڙهندو ڪر. ۽ نہ انهيءَ جي قبر تي(دعا جي لاءِ) بيهندو ڪر. ڇو جو انهن الله ۽ انهيءَ جي رسول جو انڪار ڪيو ۽ اهڙيءَ حالت ۾ مئا آهن، جڏهن تہ اهي اطاعت کان نڪري رهيا هئا.

وَلَا تُعْجِبْكَ اَمْوَالُهُمْ وَاَوْلَادُهُمْ ؕ اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ اَنْ يُّعَذِّبَهُمْ بِهَا فِى الدُّنْيَا وَتَزْهَقَ اَنْفُسُهُمْ وَهُمْ كٰفِرُوْنَ ﴿٨٥﴾

**٨٥-** ۽ انهن جا مال ۽ انهن جو اولاد توکي تعجب ۾ نہ وجهن. الله صرف هي چاهي ٿو تہ انهن(مالن ۽ اولادن)جي ذريعي انهن کي هن دنيا ۾ عذاب ڏئي ۽ اِهو تہ انهن جا ساهہ اهڙي وقت نڪرن جو اهي منڪر ئي هجن.

وَاِذَآ اُنْزِلَتْ سُوْرَةٌ اَنْ اٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَجَاهِدُوْا مَعَ رَسُوْلِهِ اسْتَاْذَنَكَ اُولُوا الطَّوْلِ مِنْهُمْ وَقَالُوْا ذَرْنَا نَكُنْ مَّعَ الْقٰعِدِيْنَ ﴿٨٦﴾

٨٦۔۽ جڏهن ڪا سورت(هِن حڪم سان) نازل ٿيندي آهي ته اللّٰه تي ايمان آڻيو ۽ انهيءَ جي رسول سان ملي جهاد ڪيو. ته انهن مان مالدار ماڻهو توکان اجازت وٺڻ لڳندا آهن ۽ چوندا آهن. اسان کي پوئتي ڇڏي وڃو انهيءَ لاءِ ته اسان انهن ماڻهن سان رهون جيڪي پوئتي ويهڻ وارا هوندا.

رَضُوْا بِاَنْ يَّكُوْنُوْا مَعَ الْخَوَالِفِ وَطُبِعَ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ فَهُمْ لَا يَفْقَهُوْنَ ﴿٨٧﴾

٨٧۔اُهي انهيءَ ڳالهه تي خوش آهن ته پوئتي ويهي رهڻ وارن قبيلن ① ۾ شامل ٿي وڃن ۽ انهن جي دلين تي مهر ڪئي وئي آهي.پوءِ اُهي(پنهنجي بدعملن جي سببان) سمجهن نٿا.

لٰكِنِ الرَّسُوْلُ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ جٰهَدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ ۭ وَاُولٰۗىِٕكَ لَهُمُ الْخَيْرٰتُ ۡ وَاُولٰۗىِٕكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿٨٨﴾

٨٨۔پر هيءُ رسول(يعني آنحضرت ﷺ)۽ جن انهيءَ سان گڏ ٿي ڪري(خدا تي) ايمان آندو آهي ۽ جن پنهنجا مال ۽ پنهنجي جانين جي ذريعي جهاد ڪيو آهي.اُنهن لاءِ هر قسم جون ڀلائيون آهن ۽ اِهي ئي(آخر) ڪامياب ٿيڻ وارا آهن.

اَعَدَّ اللّٰهُ لَهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۭ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿٨٩﴾ ع

٨٩۔اللّٰه انهن لاءِ اهڙيون جنتون تيار ڪيون آهن،جن جي هيٺان نهرون وهنديون آهن. اُهي اُنهن باغن ۾ هميشه رهندا ايندا. اِها تمام وڏي ڪاميابي آهي.

١ ـ قبيلن جو لفظ قرآن مجيد ۾ نا هي. پر "خَوَالِف" جو لفظ آهي جيڪو يا ته جماعتن جي جمع آهي يا عورتن جي. جيئن ته جماعتن مان مراد قبيلا آهن ۽ انهن جو ئي ذڪر مناسب هو. اسان خَوَالِف جي معنيٰ پوئتي رهجي وڃڻ واري قبيلن جي ڪئي آهي.

وَجَآءَ الْمُعَذِّرُوْنَ مِنَ الْاَعْرَابِ لِيُؤْذَنَ لَهُمْ وَقَعَدَ الَّذِيْنَ كَذَبُوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ؕ سَيُصِيْبُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۹۰﴾

**٩٠**-۽ مديني جي آس پاس جهنگلن(۾ نيٺن ڳوٺن) ۾ رهڻ وارن ماڻهن مان بهانا ٺاهيندڙ (ماڻهو) اچي چوندا آهن ته انهن کي(به) پوئتي رهڻ جي اجازت ڏني وڃي ۽ اُهي ماڻهو جن اللّٰه ۽ ان جي رسول سان ڪوڙ ڳالهايو آهي(بغير اجازت جي ئي)پوئتي رهي پيا آهن،اُنهن مان جيڪي ڪافر آهن انهن کي يقيناً دردناڪ عذاب پهچندو.

لَيْسَ عَلَى الضُّعَفَآءِ وَلَا عَلَى الْمَرْضٰى وَلَا عَلَى الَّذِيْنَ لَا يَجِدُوْنَ مَا يُنْفِقُوْنَ حَرَجٌ اِذَا نَصَحُوْا لِلّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ؕ مَا عَلَى الْمُحْسِنِيْنَ مِنْ سَبِيْلٍ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۹۱﴾ۙ

**٩١**- (پر اي رسول!)جيڪي واقعي ڪمزور آهن ۽ بيمار آهن. ۽ جن ماڻهن کي راهه جو خرچ ڪونهي انهن تي(پوئتي رهجي وڃڻ جي سببان)ڪا پڪڙ نه ٿيندي. جڏهن ته اهي دلي طرح سان اللّٰه ۽ ان جي رسول جا مخلص آهن(اِهي ماڻهو محسن آهن)۽ محسنن تي ڪو الزام ناهي ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَّلَا عَلَى الَّذِيْنَ اِذَا مَآ اَتَوْكَ لِتَحْمِلَهُمْ قُلْتَ لَآ اَجِدُ مَآ اَحْمِلُكُمْ عَلَيْهِ ۪ تَوَلَّوْا وَّاَعْيُنُهُمْ تَفِيْضُ مِنَ الدَّمْعِ

**٩٢**-۽ نه انهن ماڻهن تي(ڪو الزام آهي) جيڪي تو وٽ ان وقت آيا جڏهن جنگ جو اعلان ڪيو ويو هو.ان لاءِ ته تون انهن کي ڪا سواري① مهيا ڪري ڏين.ته تو

١-حديث ۾ ان ماڻهن جي روايت اچي ٿي ته خدا جو قسم اسان سواري گهرڻ ڪونه ويا هئاسين، بلڪ اسانجي مراد چونپلين مان هئي.جيڪي پيرن ۾ پائي اسان تپيل جابلو زمين تي هلي سگهئون. قرآن ڪريم جا لفظ به ان کي سهن ٿا چاڪاڻ ته ان جو لفظي ترجمو اِهو ئي آهي ته اسان کي اها شيءِ ڏي جنهن مٿان پيهي اسان جهاد واري جاءِ تي پهچي سگهون ۽ ان مان مراد جُتي يا چنپل ٿي سگهي ٿي. اهو وقت اهڙو غربت وارو هو جو رسول ڪريم ﷺ سيني مجاهدن کي جُتيون يا چنپلون به نه ٿي ڏئي سگهيا. (فتح البيان)

حَزَنًا اَلَّا يَجِدُوْا مَا يُنْفِقُوْنَ ﴿٩٢﴾

جواب ڏنو تہ مون وٽ ڪا شيءِ ڪانهي جنهن تي توهان کي سوار ڪرايان ۽ (هي جواب ٻڌي ) اهي هليا ويا ۽ (ان) ڏک ڪري انهن جي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هئا تہ افسوس انهن وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي جنهن کي (خدا جي راهہ ۾) خرچ ڪن.

اِنَّمَا السَّبِيْلُ عَلَى الَّذِيْنَ يَسْتَاْذِنُوْنَكَ وَهُمْ اَغْنِيَآءُ ۚ رَضُوْا بِاَنْ يَّكُوْنُوْا مَعَ الْخَوَالِفِ ۙ وَطَبَعَ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ فَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٩٣﴾

**٩٣**-الزام صرف انهن ماڻهن تي آهي جيڪي اهڙيءَ حالت ۾ اجازت گهرن ٿا جيڪي مالدار هوندا آهن. اهي پوئتي ويهي رهڻ وارن قبيلن سان(ويهي رهڻ تي)راضي ٿي ويا ۽ اللّٰه انهن جي دلين تي مهر هڻي ڇڏي. پراُهي(اهڙا آهن جو)سمجهن ئي نٿا.

يَعْتَذِرُوْنَ اِلَيْكُمْ اِذَا رَجَعْتُمْ اِلَيْهِمْ ؕ قُلْ لَّا تَعْتَذِرُوْا لَنْ نُّؤْمِنَ لَكُمْ قَدْ نَبَّاَنَا اللّٰهُ مِنْ اَخْبَارِكُمْ ؕ وَسَيَرَى اللّٰهُ عَمَلَكُمْ وَرَسُوْلُهٗ ثُمَّ تُرَدُّوْنَ اِلٰى عٰلِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٩٤﴾

**٩٤**-جڏهن توهان جنگ کان انهن ڏانهن واپس موٽي ايندا آهيو تہ اُهي توهان وٽ اچي(قِسمن قِسمن جا) عذر ڪندا آهن، تون انهن کي چؤ تہ عذر نہ ڪيو. اسان (توهان جي عذرن کي) هرگز تسليم نہ ڪنداسين. اللّٰه توهان جي حالتن جي اسان کي خبر ڏئي ڇڏي آهي ۽ اللّٰه ۽ ان جو رسول توهان جي عملن کي جاچيندا رهندا. پوءِ توهان حاضر ۽ غائب کي جاڻڻ واري خدا جي سامهون موٽايا ويندؤ.بس اهو توهان جي عملن جي حقيقتن کان توهان کي خبر دار ڪندو.

سَيَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ لَكُمْ اِذَا انْقَلَبْتُمْ

**٩٥**-جڏهن توهان انهن ڏانهن موٽندؤ تہ اهي توهان جي سامهون اللّٰه جا قسم کڻندا.

اِلَيۡهِمۡ لِتُعۡرِضُوۡا عَنۡهُمۡ ؕ فَاَعۡرِضُوۡا عَنۡهُمۡ ؕ اِنَّهُمۡ رِجۡسٌ ۫ وَّمَاۡوٰىهُمۡ جَهَنَّمُ ۚ جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوۡا يَكۡسِبُوۡنَ﴿۹۵﴾

انهيءَ لاءِ تہ توهان انهن سان درگذر ڪيو (سو اسان بہ توهان ڪي چئون ٿا تہ) انهن کان درگذر ئي ڪيو. ڇو جو اهي گندا آهن ۽ انهن جو ٺڪاڻو انهن جي عملن جي بدلي ۾ اڳ کان ئي جهنم مقرر ٿي چڪو آهي.

يَحۡلِفُوۡنَ لَكُمۡ لِتَرۡضَوۡا عَنۡهُمۡ ۚ فَاِنۡ تَرۡضَوۡا عَنۡهُمۡ فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يَرۡضٰى عَنِ الۡقَوۡمِ الۡفٰسِقِيۡنَ﴿۹۶﴾

**٩٦-** اُهي توهان جي آڏو قسم کڻندا تہ توهان انهن سان راضي ٿي وڃو. پوءِ جيڪڏهن توهان انهن سان راضي بہ ٿي وڃو تہ اللّٰه اطاعت کان نڪري وڃڻ وارن ماڻهن سان راضي نہ ٿيندو.

اَلۡاَعۡرَابُ اَشَدُّ كُفۡرًا وَّنِفَاقًا وَّاَجۡدَرُ اَلَّا يَعۡلَمُوۡا حُدُوۡدَ مَاۤ اَنۡزَلَ اللّٰهُ عَلٰى رَسُوۡلِهٖ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌ حَكِيۡمٌ﴿۹۷﴾

**٩٧-** ڳوٺن (۽ جهنگلن) ۾ رهڻ وارا عرب ڪفر ۽ نفاق ۾ (سيني عربن کان) وڌيل آهن. ۽ (جهالت جي سببان) انهيءَ جا مستحق آهن تہ جيڪي اللّٰه پنهنجي رسول تي لاٿو آهي انهيءَ جي حدن کي نہ سڃاڻن ۽ اللّٰه گهڻو ڄاڻڻ وارو (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

وَمِنَ الۡاَعۡرَابِ مَنۡ يَّتَّخِذُ مَا يُنۡفِقُ مَغۡرَمًا وَّيَتَرَبَّصُ بِكُمُ الدَّوَآئِرَ ؕ عَلَيۡهِمۡ دَآئِرَةُ السَّوۡءِ ؕ وَاللّٰهُ سَمِيۡعٌ عَلِيۡمٌ﴿۹۸﴾

**٩٨-** ۽ ڳوٺن (۽ جهنگل جي رهڻ وارن) مان ڪجهہ ماڻهو اهڙا بہ آهن (جيڪي) خدا جي راهہ ۾ خرچ ڪيل مال کي (هڪ) چٽي سمجهندا آهن ۽ توهان جي لاءِ (آسماني) ڦيرن جي انتظار ۾ رهندا آهن. (ٻڌو!) برا ڦيرا انهن تي ئي ايندا ۽ اللّٰه گهڻو ٻڌڻ وارو (۽) ڄاڻڻ وارو آهي.

وَمِنَ الۡاَعۡرَابِ مَنۡ يُّؤۡمِنُ بِاللّٰهِ وَالۡيَوۡمِ

**٩٩-** ۽ ڳوٺن ۽ (جهنگ ۾ رهڻ وارن عربن) مان ڪجهہ ماڻهو اهڙا بہ آهن جيڪي

الْاٰخِرِ وَيَتَّخِذُ مَا يُنْفِقُ قُرُبٰتٍ عِنْدَ اللّٰهِ وَصَلَوٰتِ الرَّسُوْلِ ؕ اَلَآ اِنَّهَا قُرْبَةٌ لَّهُمْ ؕ سَيُدْخِلُهُمُ اللّٰهُ فِيْ رَحْمَتِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٩٩﴾

اللّٰه تي ۽ آخرت جي ڏينهن تي (سچو) ايمان آڻيندا آهن ۽ (خدا جي راهه ۾) جيڪي ڪجهه خرچ ڪندا آهن، انهيءَ کي (خدا تعاليٰ جي) قربت ۽ رسول جي دعائن جو ذريعو سمجهندا آهن. ٻڌو! اِهو فعل ضرور انهن جي لاءِ (خدا جي) قربت جو ذريعو ٿيندو. اللّٰه ضرور انهن کي پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪندو ڇو جو اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَالسّٰبِقُوْنَ الْاَوَّلُوْنَ مِنَ الْمُهٰجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ وَالَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُمْ بِاِحْسَانٍ ۙ رَّضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ وَاَعَدَّ لَهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ تَحْتَهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿١٠٠﴾

**١٠٠**۔ ۽ جيڪي مهاجرن ۽ انصارن مان اڳتي نڪري وڃڻ وارا آهن ۽ اُهي ماڻهو به جيڪي ڪامل فرمانبرداري ڏيکاريندي انهن جي پويان هليا. اللّٰه انهن سان راضي ٿي ويو ۽ اُهي اللّٰه سان راضي ٿي ويا. هن انهن لاءِ اهڙيون جنتون تيار ڪيون آهن جن جي هيٺان نديون وهنديون آهن اُهي اُنهن ۾ هميشه ئي رهندا ايندا. اِها تمام وڏي ڪاميابي آهي.

وَمِمَّنْ حَوْلَكُمْ مِّنَ الْاَعْرَابِ مُنٰفِقُوْنَ ۛؕ وَمِنْ اَهْلِ الْمَدِيْنَةِ ۛ مَرَدُوْا عَلَى النِّفَاقِ ۟ لَا تَعْلَمُهُمْ ؕ نَحْنُ نَعْلَمُهُمْ ؕ سَنُعَذِّبُهُمْ مَّرَّتَيْنِ ثُمَّ

**١٠١**۔ ۽ بدوين (۽ جهنگل ۾ رهڻ وارن) مان جيڪي توهان جي آسپاس رهن ٿا منافق به آهن ۽ مديني جي رهڻ وارن مان به (ڪي ماڻهو اهڙا آهن) جيڪي نفاق تي جميل آهن، تون انهن کي نٿو ڄاڻين پر اسان انهن کي ڄاڻون ٿا. اسين انهن کي به دفعا عذاب①

١۔ پهريون دفعو رسول اللّٰه ﷺ جي وفات کان پوءِ منافقن جي ساٿي قبيلائين جي تباهي ۽ پوءِ انهن جي اميد آسري جو گهر عيسائي عرب قبيلن جي تباهي ٿي.

يُرَدُّوْنَ اِلٰى عَذَابٍ عَظِيْمٍ ﴿١٠١﴾

ڏيندا سين، پوءِ اُهي هڪ تمام وڏي عذاب جي طرف موٽايا ويندا.

وَاٰخَرُوْنَ اعْتَرَفُوْا بِذُنُوْبِهِمْ خَلَطُوْا عَمَلًا صَالِحًا وَّاٰخَرَ سَيِّئًا ؕ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّتُوْبَ عَلَيْهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٠٢﴾

**١٠٢**۔ ۽ ڪجهه ٻيا ماڻهو آهن جن پنهنجي گناهن جو اقرار ڪيو انهن نيڪ عملن کي ڪجهه ٻين عملن سان جيڪي برا هئا ملائي ڇڏيو. قريب آهي ته الله انهن تي فضل ڪري ڇڏي الله ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

خُذْ مِنْ اَمْوَالِهِمْ صَدَقَةً تُطَهِّرُهُمْ وَتُزَكِّيْهِمْ بِهَا وَصَلِّ عَلَيْهِمْ ؕ اِنَّ صَلٰوتَكَ سَكَنٌ لَّهُمْ ؕ وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿١٠٣﴾

**١٠٣**۔ (اي رسول!) انهن ① جي مالن مان صدقو وٺ انهيءَ لاءِ ته تون انهن کي پاڪ ڪرين ۽ انهن جي ترقيءَ ②جو سامان مهيا ڪرين ۽ انهن جي لاءِ دعا به ڪندو رهه. ڇو جو تنهنجي دعا انهن جي تسڪين جو سبب آهي ۽ الله تنهنجي دعائن کي ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽ حالتن کي) ڄاڻڻ وارو آهي.

اَلَمْ يَعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ هُوَ يَقْبَلُ التَّوْبَةَ عَنْ عِبَادِهٖ وَيَاْخُذُ الصَّدَقٰتِ وَاَنَّ اللّٰهَ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**۔ ڇا انهن کي معلوم ناهي ته الله ئي آهي جيڪو پنهنجي ٻانهن جي توبه قبول ڪندو ۽ انهن جا صدقا وٺندو آهي (رسول ③ ناهي وٺندو) ۽ الله ئي آهي جو ڏاڍو توبه قبول ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

---

١۔ يعني مؤمنن جي.

٢۔ ”ترقي جو سامان ڪرين“ تُزَكِّيْهِمْ جو ترجمو آهي. جيڪو زڪوات مان نڪتو آهي ۽ هن جي هڪ معنيٰ وڌائڻ ۽ ترقي ڏيڻ جي لاءِ به هوندي آهي ۽ اها ئي معنيٰ هتي حال سارو آهي.

٣۔ ڇاڪاڻ ته صدقا خداتعاليٰ جي غريب ٻانهن تي خرچ ٿيندا آهن. نه خدا ۽ نه رسول تي خرچ ٿيندا آهن.

وَقُلِ اعْمَلُوْا فَسَيَرَى اللّٰهُ عَمَلَكُمْ وَرَسُوْلُهٗ وَالْمُؤْمِنُوْنَ ؕ وَسَتُرَدُّوْنَ اِلٰى عٰلِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٠٥﴾

**١٠٥**۔ ۽(انهن کي)چؤ ته پنهنجي جڳهه تي ڪم ڪندا وڃو.اللّٰه ۽ ان جو رسول ۽ مومن ضرور توهان جي ڪمن جي حقيقت کي ڏسندا رهندا ۽ توهان ضرور حاضر ۽ غائب جاڻڻ واري خدا جي طرف موٽايا ويندؤ ۽ اُهو توهان جي عملن جي حقيقت توهان کي ٻڌائيندو.

وَاٰخَرُوْنَ مُرْجَوْنَ لِاَمْرِ اللّٰهِ اِمَّا يُعَذِّبُهُمْ وَاِمَّا يَتُوْبُ عَلَيْهِمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿١٠٦﴾

**١٠٦**۔ ۽ ڪجهه ٻيا ماڻهو آهن جيڪي خدا جي حڪم جي انتظار ۾ ڇڏيا① ويا آهن (انهيءَ کي اختيار آهي ته)يلي انهن کي عذاب ڏئي يا انهنجي توبه قبول ڪري ۽ اللّٰه جاڻڻ وارو(۽)حڪمت وارو آهي.

وَالَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مَسْجِدًا ضِرَارًا وَّكُفْرًا وَّتَفْرِيْقًا بَيْنَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَ اِرْصَادًا لِّمَنْ حَارَبَ اللّٰهَ وَ رَسُوْلَهٗ مِنْ قَبْلُ ؕ وَلَيَحْلِفُنَّ اِنْ اَرَدْنَآ اِلَّا الْحُسْنٰى ؕ وَاللّٰهُ

**١٠٧**۔ ۽ اُهي ماڻهو② جن هڪ مسجد نقصان پهچائڻ ۽ ڪفر جي تبليغ ڪرڻ ۽ مومنن ۾ تفرقو پيدا ڪرڻ لاءِ ٺاهي آهي ۽ جيڪو شخص اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول سان وڙهي چڪو آهي انهيءَ لاءِ مورچو مهيا ڪرڻ لاءِ. اُهي ضرور قسم کڻندا(ته)هن مسجد ٺاهڻ

١۔ يعني انهن جي خلاف ڪا ڪاروائي ناهي ڪئي ويندي جيستائين اللّٰه جو حڪم نه لهي.

٢۔ جڏهن اسلام ترقي ڪئي ۽ منافق مايوس ٿي ويا ته انهن کي ابوعامر راهب نياپو موڪليو ته مسلمانن کان جدا منهنجي لاءِ هڪ جڳهه ناهيو،اتي صلاح ڪري مان قيصر ڏانهن ويندس ۽ ان جو لشڪر مديني تي آڻي چاڙهيندس ان وقت مسجد نبوي کان علاوه مديني جي پاسن تي هڪ مسجد سچي مومنن جي هئي. منافقن ابوعامر کي لڪائڻ لاءِ هڪ جدا مسجد ناهي ۽ رسول ڪريم ﷺ کي ان ۾ نماز پڙهائڻ لاءِ دعوت ڏني پر اللّٰه تعاليٰ کين جهلي ڇڏيو. ابو عامر ناداني سان سمجهيو ته ڪنهن شخص جاسوسي ڪري ڇڏي آهي ۽ هو مدينو ڇڏي ڀڄي ويو. ان جو وجڻ مسلمانن ۽ رومين جي وچ ۾ جنگ جو سبب بڻيو ۽ خداتعاليٰ مسلمانن کي سوڀ ڏني.

يَشۡهَدُ اِنَّهُمۡ لَكٰذِبُوۡنَ ﴿١٠٧﴾

لَا تَقُمۡ فِيۡهِ اَبَدًا ؕ لَمَسۡجِدٌ اُسِّسَ عَلَى التَّقۡوٰى مِنۡ اَوَّلِ يَوۡمٍ اَحَقُّ اَنۡ تَقُوۡمَ فِيۡهِ ؕ فِيۡهِ رِجَالٌ يُّحِبُّوۡنَ اَنۡ يَّتَطَهَّرُوۡا ؕ وَاللّٰهُ يُحِبُّ الۡمُطَّهِّرِيۡنَ ﴿١٠٨﴾

اَفَمَنۡ اَسَّسَ بُنۡيَانَهٗ عَلٰى تَقۡوٰى مِنَ اللّٰهِ وَرِضۡوَانٍ خَيۡرٌ اَمۡ مَّنۡ اَسَّسَ بُنۡيَانَهٗ عَلٰى شَفَا جُرُفٍ هَارٍ فَانۡهَارَ بِهٖ فِىۡ نَارِ جَهَنَّمَ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهۡدِى الۡقَوۡمَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿١٠٩﴾

لَا يَزَالُ بُنۡيَانُهُمُ الَّذِىۡ بَنَوۡا رِيۡبَةً فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ اِلَّاۤ اَنۡ تَقَطَّعَ قُلُوۡبُهُمۡ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌ حَكِيۡمٌ ﴿١١٠﴾ ع ٣ ١١

اِنَّ اللّٰهَ اشۡتَرٰى مِنَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ اَنۡفُسَهُمۡ

سان اسان جو ارادو صرف نيڪي ڪرڻ هو ۽ اللّٰـه شاهدي ڏئي ٿو ته اهي يقيناً ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهن.

**١٠٨**-(اي نبي!)تون انهيءَ (مسجد)۾ (ڪڏهن) نه بيهه.اُها مسجد جنهن جو بنياد پهرئين ڏينهن ڪان تقويٰ تي رکيو ويو آهي وڌيڪ حقدار آهي ته تون انهيءَ ۾(جماعت ڪرائڻ لاءِ)بيهين.انهيءَ ۾(اچڻ وارا)اهڙا ماڻهو آهن جيڪي خواهش رکن ٿا ته بلڪل پاڪ ٿي وڃن. ۽ اللّٰـه ڪامل پاڪيزگي اختيار ڪرڻ وارن کي پسند ڪندوآهي.

**١٠٩**-ڇا اُهو شخص جيڪو پنهنجي عمارت جو بنياد اللّٰه جي تقويٰ ۽ رضامنديءَ تي رکندو آهي وڌيڪ سٺو آهي يا اُهو جيڪو پنهنجي عمارت جو بنياد هڪ ترڪڻ واري ڪناري تي رکي ٿو جيڪو ڪري رهيو رهندو آهي پوءِ اهو ڪنارو انهيءَ عمارت سميت جهنم جي باهه ۾ ڪري پوندو آهي ۽ اللّٰه ظالم قوم کي(ڪاميابيءَ جو) رستو ناهي ڏيکاريندو.

**١١٠**-اُهو بنياد جيڪو انهن وڌو هو هميشه انهنجي دل ۾ ڇُپَ جو سبب رهندو سواءِ انهيءَ جي جو انهن جون دليون ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃن (۽ اهي مري وڃن)۽ اللّٰـه گهڻو ڄاڻڻ وارو(۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

**١١١**-اللّٰـه مومنن ڪان انهن جي جانين ۽

وَ اَمْوَالَهُمْ بِاَنَّ لَهُمُ الْجَنَّةَ ؕ يُقَاتِلُوْنَ فِیْ سَبِيْلِ اللّٰهِ فَيَقْتُلُوْنَ وَ يُقْتَلُوْنَ ۫ وَعْدًا عَلَيْهِ حَقًّا فِی التَّوْرٰىةِ وَالْاِنْجِيْلِ وَالْقُرْاٰنِ ؕ وَمَنْ اَوْفٰى بِعَهْدِهٖ مِنَ اللّٰهِ فَاسْتَبْشِرُوْا بِبَيْعِكُمُ الَّذِیْ بَايَعْتُمْ بِهٖ ؕ وَذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿١١١﴾

انهن جي مالن کي(انهيءَ وعدي سان) خريد ڪري ورتو آهي ته انهن کي جنت ملندي (ڇو جو)اُهي اللّٰه جي رستي ۾ وڙهندا آهن. پوءِ(يا ته اُهي)پنهنجي دشمنن کي ماري وجهن ٿا يا خود ماريا وڃن ٿا.هيءُ هڪ اهڙو وعدو آهي جيڪو انهيءَ ①تي لازم آهي (ءِ) توريت ۽ انجيل(۾ به بيان ڪيو ويو آهي)۽ قرآن ۾(به)۽ اللّٰه کان وڌيڪ پنهنجي وعدي کي پورو ڪرڻ وارو ڪير آهي پوءِ (اي مومنو!)پنهنجي انهيءَ سودي تي خوش ٿي وڃو جيڪو توهان ڪيو آهي ۽ اِها ئي اُها وڏي ڪاميابي آهي(جنهن جو مومنن سان وعدو ڪيو ويو آهي).

اَلتَّآئِبُوْنَ الْعٰبِدُوْنَ الْحٰمِدُوْنَ السَّآئِحُوْنَ الرّٰكِعُوْنَ السّٰجِدُوْنَ الْاٰمِرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَالنَّاهُوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَالْحٰفِظُوْنَ لِحُدُوْدِ اللّٰهِ ؕ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١١٢﴾

١١٢-جيڪي (ماڻهو)توبه ڪرڻ وارا آهن، عبادت ڪرڻ وارا آهن،(خدا جو) حمد ڪرڻ وارا آهن(خدا جي واٽ ۾)سفر ڪرڻ وارا آهن،رڪوع ڪرڻ وارا آهن،سجدو ڪرڻ وارا آهن،نيڪ ڳالهين جو حڪم ڏيڻ وارا آهن ۽ برين ڳالهين کان روڪڻ وارا آهن ۽ اللّٰه جي حَدُن جي حفاظت ڪرڻ وارا آهن. اهڙن مومنن کي تون خوشخبري ڏئي ڇڏ.

مَا كَانَ لِلنَّبِیِّ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَنْ يَّسْتَغْفِرُوْا لِلْمُشْرِكِيْنَ وَلَوْ كَانُوْۤا اُولِیْ

١١٣- نبي ۽ مومنن جي شان جي خلاف هو ته مشرڪن لاءِ استغفار ڪن ها، ڀلي

١- يعني خداتعاليٰ تي.

قُرۡبٰى مِنۡۢ بَعۡدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمۡ اَنَّهُمۡ اَصۡحٰبُ الۡجَحِيۡمِ ﴿۱۱۳﴾

اُهي قريبي رشتيدار ڇو نہ هجن انهيءَ کانپوءِ جو انهن تي ظاهر ٿي ويو تہ اُهي دوزخي آهن.

وَمَا كَانَ اسۡتِغۡفَارُ اِبۡرٰهِيۡمَ لِاَبِيۡهِ اِلَّا عَنۡ مَّوۡعِدَةٍ وَّعَدَهَاۤ اِيَّاهُ‌ ۚ فَلَمَّا تَبَيَّنَ لَهٗۤ اَنَّهٗ عَدُوٌّ لِّلّٰهِ تَبَرَّاَ مِنۡهُ‌ ؕ اِنَّ اِبۡرٰهِيۡمَ لَاَوَّاهٌ حَلِيۡمٌ ﴿۱۱۴﴾

۱۱۴- ۽ ابراهيم جو استغفار پنهنجي پيءُ لاءِ صرف انهيءَ سبب ڪري هئو جو هُن انهيءَ سان هڪ واعدو ڪيو هو. پر جڏهن انهيءَ تي ظاهر ٿي ويو تہ هُو اللّٰه جو دشمن آهي تہ هُو انهيءَ واعدي کان پوريءَ طرح هٿ کڻي ويو. ابراهيم ڏاڍو نرم دل ۽ عقلمند هو.

وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُضِلَّ قَوۡمًۢا بَعۡدَ اِذۡ هَدٰٮهُمۡ حَتّٰى يُبَيِّنَ لَهُمۡ مَّا يَتَّقُوۡنَ‌ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَىۡءٍ عَلِيۡمٌ ﴿۱۱۵﴾

۱۱۵- ۽ اِهو اللّٰه جي شان جي خلاف آهي جو ڪنهن قوم کي هدايت ڏيڻ کانپوءِ انهيءَ کي گمراهہ① قرار ڏئي جيستائين هُو اُنهن جي سامهون اُهي(اَمُر)نہ بيان ڪري ڇڏي جن کان انهن کي بچڻ گهرجي. اللّٰه هر هڪ شئي کي ڄاڻي ٿو.

اِنَّ اللّٰهَ لَهٗ مُلۡكُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ‌ ؕ يُحۡىٖ وَيُمِيۡتُ‌ ؕ وَمَا لَـكُمۡ مِّنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ مِنۡ وَّلِىٍّ وَّلَا نَصِيۡرٍ ﴿۱۱۶﴾

۱۱۶- آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي يقيناً اللّٰه جي آهي. هُو زندهہ بہ ڪرندو آهي ۽ ماريندو بہ آهي ۽ اللّٰه کانسواءِ نہ ڪو توهان جو دوست آهي ۽ نہ مددگار.

لَقَدْ تَّابَ اللّٰهُ عَلَى النَّبِىِّ وَالۡمُهٰجِرِيۡنَ وَالۡاَنۡصَارِ الَّذِيۡنَ اتَّبَعُوۡهُ فِىۡ سَاعَةِ الۡعُسۡرَةِ مِنۡۢ بَعۡدِ مَا كَادَ يَزِيۡغُ قُلُوۡبُ فَرِيۡقٍ مِّنۡهُمۡ

۱۱۷- اللّٰه نبي ۽ مهاجرين ۽ انصارن تي وڏو فضل ڪيو آهي(يعني انهن ماڻهن تي) جن انهيءَ (نبيءَ)جي تڪليف جي گهڙيءَ ۾ جڏهن انهن مان هڪ گروهہ جون دليون

١ ـ اَضَلَّ جي معنٰي گمراهہ قرار ڏيڻ جي بہ هوندي آهي. (مفردات)

ثُمَّ تَابَ عَلَيْهِمْ ۭ اِنَّهٗ بِهِمْ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ۝١١٧

کنهن حد تائين شڪ ۾ پئجي ويون هيون پيروي ڪئي.پوءِ انهيءَ انهن (ڪمزورن) تي به فضل ڪري ڇڏيو.هُو انهن (مومنن) سان يقيناً محبت ڪرڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَّعَلَى الثَّلٰثَةِ الَّذِيْنَ خُلِّفُوْا ۭ حَتّٰٓي اِذَا ضَاقَتْ عَلَيْهِمُ الْاَرْضُ بِمَا رَحُبَتْ وَضَاقَتْ عَلَيْهِمْ اَنْفُسُهُمْ وَظَنُّوْٓا اَنْ لَّا مَلْجَاَ مِنَ اللّٰهِ اِلَّآ اِلَيْهِ ۭ ثُمَّ تَابَ عَلَيْهِمْ لِيَتُوْبُوْا ۭ اِنَّ اللّٰهَ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ۝١١٨ۧ

**١١٨**-اهڙيءَ طرح انهن ٽنهي① تي به(انهيءَ فضل ڪيو)جيڪي پوئتي ڇڏيا ويا هئا، ايتري قدر جو جڏهن زمين باوجود ڪشادگيءَ جي انهن تي سوڙهي ٿي وئي ۽ انهن جا پنهنجا نفس به انهن تي بار بڻجي ويا ۽ انهن خيال ڪيو ته الله جي غضب کان بچڻ جي لاءِ سواءِ انهيءَ جي ٻي ڪا پناهه ڪانهي ته انهن جي حالت ڏسي الله انهن تي فضل ڪيو انهيءَ لاءِ ته اهي به توبه ڪن. الله يقيناً بار بار توبه قبول ڪرڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصّٰدِقِيْنَ ۝١١٩

**١١٩**-اي مومنو!الله جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ صادقن(جي جماعت)سان شامل ٿي وڃو.

مَا كَانَ لِاَهْلِ الْمَدِيْنَةِ وَمَنْ حَوْلَهُمْ مِّنَ الْاَعْرَابِ اَنْ يَّتَخَلَّفُوْا عَنْ رَّسُوْلِ اللّٰهِ

**١٢٠**-مديني جا رهاڪو ۽ جيڪي ان جي آس پاس ڳوٺاڻا(۽ جهنگلي) رهن ٿا انهن کي مناسب نه هو ته الله جي رسول کي

١ ـ ان ٽن صحابينؓ ڏانهن اشارو آهي جيڪي منافق نه هئا،صرف غلطيءَ جي ڪري جنگ تبوڪ ۾ رسول ڪريمﷺ سان گڏ وڃڻ کان رهجي ويا هئا ان ڪري جيئن ته هو مومن هئا،انهن کي رسول ڪريمﷺ خداتعاليٰ جي حڪم سان سزا ڏني ۽ جيڪي منافق هئا انهن کي ڇڏي ڏنو ۽ سزا نه ڏني.

وَلَا يَرْغَبُوْا بِاَنْفُسِهِمْ عَنْ نَّفْسِهٖ ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ لَا يُصِيْبُهُمْ ظَمَاٌ وَّلَا نَصَبٌ وَّلَا مَخْمَصَةٌ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَلَا يَطَـُٔوْنَ مَوْطِئًا يَّغِيْظُ الْكُفَّارَ وَلَا يَنَالُوْنَ مِنْ عَدُوٍّ نَّيْلًا اِلَّا كُتِبَ لَهُمْ بِهٖ عَمَلٌ صَالِحٌ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيْعُ اَجْرَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٢٠﴾

(اڪيلو)ڇڏي پاڻ پوئتي رهجي وڃن ها ۽ نہ (اِهو تہ) انهيءَ جي جان ڪان بي پرواهہ ٿي پنهنجي جانين جي فڪر ۾ لڳي وڃن ها. هيءُ (فيصلو)انهيءَ ڪري(ڪيو وڃي) تونہ ڪا اُڃَ يا ٿَڪَ يا بُکَ جي گهڙي انهن تي اللّٰه جي رستي ۾ نہ ٿي اچي ۽ نہ اُهي ڪنهن زمين ڪي لتاڙين ٿا جيڪو ڪافرن ڪي ڪاوڙ ڏياريندو هجي ۽ نہ اهي دشمن تي ڪا فتح حاصل ڪن ٿا جو انهن لاءِ انهن جي عيوض نيڪ عمل نہ لکيو ويندو هجي. اللّٰه محسنن جو اجر ڪڏهن ضائع نا هي ڪندو.

وَلَا يُنْفِقُوْنَ نَفَقَةً صَغِيْرَةً وَّلَا كَبِيْرَةً وَّلَا يَقْطَعُوْنَ وَادِيًا اِلَّا كُتِبَ لَهُمْ لِيَجْزِيَهُمُ اللّٰهُ اَحْسَنَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٢١﴾

**١٢١**۔ ۽ اُهي اللّٰه جي راهہ ۾ ڪو ننڍڙو خرچ بہ نٿا ڪن ۽ نہ وڏو ۽ نہ ڪنهن واديءَ ڪي طئي ڪن ٿا پر(انهيءَ سان گڏ انهن جي عملن ۾ اهو نيڪ ڪم) لکيو ويندو آهي انهيءَ لاءِ تہ اللّٰه انهن جي عملن جو(اعليٰ ڪان)اعليٰ بدلو ڏئي.

وَمَا كَانَ الْمُؤْمِنُوْنَ لِيَنْفِرُوْا كَآفَّةً ؕ فَلَوْلَا نَفَرَ مِنْ كُلِّ فِرْقَةٍ مِّنْهُمْ طَآئِفَةٌ لِّيَتَفَقَّهُوْا فِي الدِّيْنِ وَلِيُنْذِرُوْا قَوْمَهُمْ اِذَا رَجَعُوْٓا اِلَيْهِمْ لَعَلَّهُمْ يَحْذَرُوْنَ ﴿١٢٢﴾ ع ۵

**١٢٢**۔ ۽ مومنن لاءِ ممڪن نہ هو تہ اُهي سيئي (گڏ ٿي دين جي تعليم جي لاءِ)نڪري پون. پوءِ ڇو نہ ٿيو تہ انهن جي جماعت مان هڪ گروهہ نڪري پوي ها. انهيءَ لاءِ تہ اُهي دين پوريءَ طرح سکن ها ۽ پنهنجي قوم ۾ واپس موٽي(بي دينيءَ ڪان) هوشيار ڪن ها.انهيءَ لاءِ تہ اُهي(گمراهيءَ ڪان)

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا قَاتِلُوا الَّذِيْنَ يَلُوْنَكُمْ مِّنَ الْكُفَّارِ وَلْيَجِدُوْا فِيْكُمْ غِلْظَةً ؕ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ مَعَ الْمُتَّقِيْنَ ﴿١٢٣﴾ وَاِذَا مَآ اُنْزِلَتْ سُوْرَةٌ فَمِنْهُمْ مَّنْ يَّقُوْلُ اَيُّكُمْ زَادَتْهُ هٰذِهٖٓ اِيْمَانًا ۚ فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فَزَادَتْهُمْ اِيْمَانًا وَّهُمْ يَسْتَبْشِرُوْنَ ﴿١٢٤﴾

دڄڻ لڳن.

**١٢٣-** اي مومنو! اُن ڪافرن سان جنگ ڪيو جيڪي توهان جي پر پاسي رهندا آهن ۽ گهرجي ته اهي توهان ۾ پختگي محسوس ڪن. ۽ ڄاڻي ونو ته الله متقين سان آهي.

**١٢٤-** ۽ جڏهن ڪا سورت نازل ٿيندي آهي ته انهن مان ڪي(منافق)چوندا آهن ته هِن (سورت) توهان مان ڪنهن جو ايمان وڌايو آهي؟ سو(ياد رکو ته)جيڪي ماڻهو مومن آهن (انهن جي پهرين ايمان جي نتيجي ۾)انهن جي ايمان کي هن(سورت)وڌايو آهي ۽ اُهي خوشي حاصل ڪري رهيا آهن.

وَاَمَّا الَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ فَزَادَتْهُمْ رِجْسًا اِلٰى رِجْسِهِمْ وَمَاتُوْا وَهُمْ كٰفِرُوْنَ ﴿١٢٥﴾ اَوَلَا يَرَوْنَ اَنَّهُمْ يُفْتَنُوْنَ فِيْ كُلِّ عَامٍ مَّرَّةً اَوْ مَرَّتَيْنِ ثُمَّ لَا يَتُوْبُوْنَ وَلَا هُمْ يَذَّكَّرُوْنَ ﴿١٢٦﴾ وَاِذَا مَآ اُنْزِلَتْ سُوْرَةٌ نَّظَرَ بَعْضُهُمْ اِلٰى بَعْضٍ ؕ هَلْ يَرٰىكُمْ مِّنْ اَحَدٍ ثُمَّ انْصَرَفُوْا ؕ صَرَفَ اللّٰهُ قُلُوْبَهُمْ بِاَنَّهُمْ

**١٢٥-** ۽ جن جي دل ۾ بيماري آهي هِن (سورت)انهن جي(پهرين)گندَ تي پيو گندُ چاڙهي ڇڏيو آهي.ايتري قدر جو اُهي اهڙي حالت ۾ مرندا جو اهي ڪافر هوندا.

**١٢٦-** ڇا اهي ڏسن نه ٿا ته انهن جي هر سال ۾ هڪ يا ٻه دفعا آزمائش ڪئي ويندي آهي، پوءِ به اهي توبه نٿا ڪن ۽ نه نصيحت حاصل ڪندا آهن.

**١٢٧-** ۽ جڏهن ڪا سورت نازل ٿئي ٿي ته انهن مان ڪجهه ماڻهو ٻين ڏانهن نهارڻ لڳن ٿا ته معلوم ڪن ته ڇا ڪو شخص توهان کي ڏسي① ته نه رهيو آهي. پوءِ

١- يعني اُهي منافق پاڻ ۾ اشارن سان چوندا آهن ته ڇا هن وقت توهان کي ڪو ڏسي ته نه رهيو

قَوۡمٌ لَّا يَفۡقَهُوۡنَ ﴿١٢٧﴾

(تسلي ڪري) اهي (ماڻهو مجلس مان) هليا ويندا آهن. الله انهن جي دلين کي ڦيرائي ڇڏيو آهي ڇو جو اهي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي سمجهن نٿا.

لَقَدۡ جَآءَكُمۡ رَسُوۡلٌ مِّنۡ اَنۡفُسِكُمۡ عَزِيۡزٌ عَلَيۡهِ مَا عَنِتُّمۡ حَرِيۡصٌ عَلَيۡكُمۡ بِالۡمُؤۡمِنِيۡنَ رَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ ﴿١٢٨﴾

**١٢٨-**(اي مومنو!) توهان وٽ توهان جي ئي قوم جو هڪ فرد رسول ٿي آيو آهي توهان جو تڪليف ۾ پوڻ هن تي ڏکيو گذري ٿو ۽ اهو توهان جي لاءِ خير جو ڏاڍو بکيو آهي ۽ مومنن سان محبت ڪرڻ وارو (۽) ڏاڍو ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

فَاِنۡ تَوَلَّوۡا فَقُلۡ حَسۡبِىَ اللّٰهُ ۖ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ عَلَيۡهِ تَوَكَّلۡتُ وَ هُوَ رَبُّ الۡعَرۡشِ الۡعَظِيۡمِ ﴿١٢٩﴾ ع ١٦

**١٢٩-**پوءِ جيڪڏهن اهي ڦري وڃن ته تون چئُ ته الله منهنجي لاءِ ڪافي آهي. انهيءَ کانسواءِ ڪو به معبود نه آهي. مان انهيءَ تي توڪل ڪيان ٿو ۽ اهو عرش عظيم جو رب آهي.

**(باقي حاشيو)** آهي،ته جيئن مسلمانن جي غفلت کان فائدو ورتو وڃي.هن جڳهه "تون" جو لفظ عربي عبارت جي ڪري استعمال ٿيو آهي.نه ته اڙدوَ جي لحاظ سان "انهن کي ڏسين ته نه ٿو" هئڻ گهرجي ها.

سُوْرَةُ يُوْنُسَ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ عَشْرُ اٰيَاتٍ وَّ اَحَدَ عَشَرَ رُكُوْعًا

سورت يونس- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون هڪ سئو ڏهه آيتون ۽ يارنهن رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

الٓرٰ ۚ تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْحَكِيْمِ ②

٢-مان① الله ڏسڻ وارو آهيان. هي (يعني هن سورت جون آيتون)ڪامل(۽)پر حڪمت ڪتاب جون آيتون آهن.

اَكَانَ لِلنَّاسِ عَجَبًا اَنْ اَوْحَيْنَآ اِلٰى رَجُلٍ مِّنْهُمْ اَنْ اَنْذِرِ النَّاسَ وَبَشِّرِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَنَّ لَهُمْ قَدَمَ صِدْقٍ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۗ قَالَ الْكٰفِرُوْنَ اِنَّ هٰذَا لَسٰحِرٌ مُّبِيْنٌ ③

٣-ڇا ماڻهن وٽ اسان جو انهن مان هڪ شخص تي(هي)وحي ڪرڻ ته ماڻهن کي هوشيار ڪر ۽ جن ماڻهن ايمان آندو آهي انهن کي خوشخبري ڏي ته انهن لاءِ انهن جي رب جي حضور ۾ هڪ ظاهر ۽ باطن طور تي ڪامل درجو آهي(اهڙي) عجيب (ڳالهه) هئي(جو) انهن ڪافرن چيو ته هي (شخص) ضرور ظاهر ظهور دوکي باز آهي.

اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ يُدَبِّرُ الْاَمْرَ ۗ مَا مِنْ شَفِيْعٍ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ اِذْنِهٖ ۗ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ

٤-توهان جو رب يقيناً الله آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن وقتن ۾ پيدا ڪيو. پوءِ هو عرش تي قرار فرمائيو هو هر ڪم جو انتظام ڪري ٿو(انهيءَ جي حضور ۾)ڪو به (ڪنهن جو)شفيع نٿو(ٿي سگهي) سواءِ

١-الرٰ- هي حرف اَنَا اللّٰهُ اَرٰى جا جانشين آهن. يعني مان الله ڏسڻ وارو آهيان. ڪهڙي اصول جي مطابق هي لفظ ڪيا ويا آهن ان لاءِ ڏسو سورت بقره آيت ٢- نوٽ نمبر ١

فَاعۡبُدُوۡهُ ؕ اَفَلَا تَذَكَّرُوۡنَ ۝٣

انهيءَ جي اجازت جي (بنا!) هيءُ اللّٰه (مٿي ذڪر ڪيل صفتن وارو آهي) (۽ اُهو ئي) توهان جو رب آهي. ان ڪري توهان انهيءَ جي عبادت ڪيو. ڇا توهان (باوجود انهن ڳالهين جي) پوءِ به نصيحت حاصل نه ڪندؤ.

اِلَيۡهِ مَرۡجِعُكُمۡ جَمِيۡعًا ؕ وَعۡدَ اللّٰهِ حَقًّا ؕ اِنَّهٗ يَبۡدَؤُا الۡخَلۡقَ ثُمَّ يُعِيۡدُهٗ لِيَجۡزِىَ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ بِالۡقِسۡطِ ؕ وَالَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَهُمۡ شَرَابٌ مِّنۡ حَمِيۡمٍ وَّعَذَابٌ اَلِيۡمٌۢ بِمَا كَانُوۡا يَكۡفُرُوۡنَ ۝٤

٥- انهيءَ جي طرف توهان سڀني کي موٽي وڃڻو آهي (اهو) اللّٰه جو واعدو آهي (جيڪو) پورو ٿي رهڻو (آهي) هُو يقيناً مخلوق کي پيدا ڪندو آهي پوءِ انهن کي موٽائيندو آهي انهيءَ لاءِ ته جن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهن نيڪ (۽ حال سارو) ڪم ڪيا انهن کي اجر ۾ ڪامل حصو ڏئي ۽ جن ماڻهن ڪفر (اختيار) ڪيو انهن لاءِ ٽهڪندڙ پاڻي پيئڻ لاءِ هوندو ۽ هڪ دردناڪ عذاب هوندو ڇو جو اهي ڪفر ڪندا (ويندا) هئا.

هُوَ الَّذِىۡ جَعَلَ الشَّمۡسَ ضِيَآءً وَّالۡقَمَرَ نُوۡرًا وَّقَدَّرَهٗ مَنَازِلَ لِتَعۡلَمُوۡا عَدَدَ السِّنِيۡنَ وَالۡحِسَابَ ؕ مَا خَلَقَ اللّٰهُ ذٰلِكَ اِلَّا بِالۡحَقِّ ۚ يُفَصِّلُ الۡاٰيٰتِ لِقَوۡمٍ يَّعۡلَمُوۡنَ ۝٥

٦- اُهو ئي آهي جنهن سج کي ذاتي روشنيءَ (وارو) ۽ چنڊ کي نورَ (وارو) بڻايو آهي ۽ هڪ اندازي جي مطابق انهيءَ جون منزلون بڻايون آهن انهيءَ لاءِ ته توهان کي سالن جي ڳڻپ ۽ حساب معلوم ٿئي. انهيءَ (سلسلي) کي اللّٰه حق (۽ حڪمت) سان ئي پيدا ڪيو آهي. هُو انهن آيتن کي علم وارن ماڻهن جي لاءِ تفصيل سان بيان ڪندو آهي.

اِنَّ فِى اخۡتِلَافِ الَّيۡلِ وَالنَّهَارِ وَمَا خَلَقَ اللّٰهُ فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ لَاٰيٰتٍ لِّقَوۡمٍ

٧- رات ۽ ڏينهن جي اڳيان پوءِ اچڻ ۽ جيڪي ڪجهه اللّٰه آسمانن ۽ زمين ۾ پيدا ڪيو آهي (انهيءَ ۾) متقي ماڻهن لاءِ

يَتَّقُوْنَ ⑦

يقيني طرح سان گھٽائي نشان آهن.

اِنَّ الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا وَرَضُوْا بِالْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَاطْمَاَنُّوْا بِهَا وَالَّذِيْنَ هُمْ عَنْ اٰيٰتِنَا غٰفِلُوْنَ ⑧

٨-جيڪي ماڻھو اسان سان ملڻ جي اميد نٿا رکن ۽ هن دنيا جي زندگيءَ تي راضي ٿي ويا آهن ۽ انهيءَ تي انهن اطمينان ڪري ورتو آهي ۽(پوءِ)جيڪي ماڻھو اسان جي نشانن (جي طرف) کان غافل ٿي ويا آهن.

اُولٰٓئِكَ مَاْوٰىهُمُ النَّارُ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ⑨

٩-اُنهن(سڀني)جو ٺڪاڻو انهن جي (پنهنجي) ڪمائي جي سبب يقيناً (دوزخ جي) باهه آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ يَهْدِيْهِمْ رَبُّهُمْ بِاِيْمَانِهِمْ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهِمُ الْاَنْهٰرُ فِيْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ⑩

١٠- جن ماڻھن ايمان آندو ۽ انهن نيڪ (۽ حال سارو)عمل ڪيا انهن کي انهن جورب انهنجي ايمان جي سبب (ڪاميابيءَ جي رستي جي طرف) هدايت ڏيندو(۽)آسائش وارين جنتن ۾ انهن ئي جي(اختيار) هيٺ نهرون وهنديون هونديون.

دَعْوٰىهُمْ فِيْهَا سُبْحٰنَكَ اللّٰهُمَّ وَتَحِيَّتُهُمْ فِيْهَا سَلٰمٌ ۚ وَاٰخِرُ دَعْوٰىهُمْ اَنِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ⑪ ع

١١-اِنهن(جنتن)۾(خدا جي حضور)انهن جي پڪار (هيءَ) هوندي.اي اللّٰه!تون پاڪ آهين ۽ انهن جي(هڪ ٻئي لاءِ)دعا هيءَ هوندي (ته توهان تي هميشه لاءِ)سلامتي هجي۽ سڀ کان آخر ۾اُهي بلند آواز سان هي چوندا ته اللّٰــه ئي سڀني تعريفن جو مستحق ① آهي.جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي

١-جنت جي رهائش کانپوءِ الحمدللّٰه کانسواءِ انهن جي واتان ڪجهه به نه نڪرندو چاڪاڻ ته هو پنهنجي بدلي تي پوري طرح مطمئن هوندا هيءَ به مراد آهي ته مومنن جي پڇاڙي اهڙي سٺي ٿيندي

وَلَوْ يُعَجِّلُ اللّٰهُ لِلنَّاسِ الشَّرَّ اسْتِعْجَالَهُمْ بِالْخَيْرِ لَقُضِيَ اِلَيْهِمْ اَجَلُهُمْ ؕ فَنَذَرُ الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا فِيْ طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ﴿۱۲﴾

**١٢**-۽ جيڪڏهن الله ماڻهن تي(انهن جي عملن جي)بديءَ (جو نتيجو)انهن جي مال کي جلد چاهڻ وانگر جلد سوکلي ها ته انهن جي(زندگي جي خاتمي جي) مدت انهن تي پوري ڪئي وڃي ها-(پر ڇاڪاڻ ته اسان ائين پسند نه ڪيو)انهيءَ ڪري اسان انهن ماڻهن کي جيڪي اسان جي ملاقات جي اميد تتا رکن انهيءَ حالت ۾ ڇڏي رهيا آهيون جو اُهي پنهنجي سرڪشيءَ ۾ حيران ڦري رهيا آهن.

وَاِذَا مَسَّ الْاِنْسَانَ الضُّرُّ دَعَانَا لِجَنْۢبِهٖٓ اَوْ قَاعِدًا اَوْ قَآئِمًا ۚ فَلَمَّا كَشَفْنَا عَنْهُ ضُرَّهٗ مَرَّ كَاَنْ لَّمْ يَدْعُنَآ اِلٰى ضُرٍّ مَّسَّهٗ ؕ كَذٰلِكَ زُيِّنَ لِلْمُسْرِفِيْنَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۱۳﴾

**١٣**-۽ جڏهن انسان کي تڪليف پهچندي آهي ته هُو پنهنجي پاسي پر(ليٽيل) يا وينل يا بيٺل اسان کي پڪاريندو آهي- پوءِ جڏهن اسان هُن جي تڪليف کي انهيءَ کان ختم ڪري ڇڏيندا آهيون ته هُو (اهڙيءَ طرح سان لَنوائي)لنگهي ويندو آهي (جو)ڄڻ انهيءَ ڪنهن تڪليف(کي ختم ڪرڻ)لاءِ جيڪا انهيءَ کي پهتي هئي اسان کي پڪاريو ئي ڪونه هو- اهڙيءَ طرح تمام حد کان وڌي وڃڻ وارن کي جيڪي ڪجهه اهي ڪندا آهن خوبصورت ڪري ڏيکاريو ويو آهي.

وَلَقَدْ اَهْلَكْنَا الْقُرُوْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ لَمَّا

**١٤**- ۽ اسان يقيني طور تي توهان کان

---

**(باقي حاشيو)**آهي جو آخري نتيجي جي وقت هو الله تعاليٰ جي واکاڻ ۾ حمد ئي ڪندا آهن يعني هميشه سوڀارا ٿيندا آهن.

ظَلَمُوْا ۙ وَجَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ وَمَا كَانُوْا لِيُؤْمِنُوْا ؕ كَذٰلِكَ نَجْزِى الْقَوْمَ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿١٤﴾

پهرين (بہ) قومن ڪانپوءِ قومن ڪي جڏهن انهن باوجود انهيءَ جي جو انهن وٽ انهن جا رسول ظاهر نشان ڪٺي آيا هئا ظلم ڪيو هو ۽ ايمان نہ آندو هُئائُون تباهہ ڪري چڪا آهيون اسان ڏوهاري ماڻهن ڪي اهڙي طرح بدلو ڏيندا آهيون.

ثُمَّ جَعَلْنٰكُمْ خَلٰٓئِفَ فِى الْاَرْضِ مِنْۢ بَعْدِهِمْ لِنَنْظُرَ كَيْفَ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٥﴾

**١٥**-پوءِ انهن ڪان پوءِ اسان توهان ڪي زمين ۾ (انهن جو) جانشين بڻايو، انهيءَ لاءِ جو اسان ڏسون تہ توهان ڪيئن عمل ڪيو ٿا.

وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيَاتُنَا بَيِّنٰتٍ ۙ قَالَ الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا ائْتِ بِقُرْاٰنٍ غَيْرِ هٰذَآ اَوْ بَدِّلْهُ ؕ قُلْ مَا يَكُوْنُ لِىْٓ اَنْ اُبَدِّلَهٗ مِنْ تِلْقَآئِ نَفْسِىْ ۚ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰٓى اِلَىَّ ۚ اِنِّىْٓ اَخَافُ اِنْ عَصَيْتُ رَبِّىْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿١٦﴾

**١٦**-۽ جڏهن انهن ڪي اسان جون روشن آيتون پڙهي ٻڌايون وينديون آهن تہ جيڪي ماڻهو اسان جي ملڻ جي اميد نٿا رکن اهي چئي ڏيندا آهن تہ (اي محمد!) تون هِن ڪانسواءِ ڪو ٻيو قرآن ڪٺي آ- يا انهيءَ ۾ (ئي ڪجهہ) تبديلي (۽ ڦير ڦار) ڪري ڇڏ. تون (انهن ڪي) چؤ (تہ هي) منهنجو ڪم نہ آهي جو مان انهيءَ ۾ پنهنجي طرفان (ڪا) تبديلي (۽ ڦير ڦار) ڪري ڇڏيان. مان (تہ) جيڪي (ڪي) مون تي وحيءَ (سان حڪم نازل) ڪيو ويندو آهي، انهيءَ جي پيروي ڪندو آهيان ۽ جيڪڏهن مان پنهنجي رب جي نافرماني ڪيان تہ مان هڪ وڏي (خوفائتي) ڏينهن جي عذاب ڪان ڊڄان ٿو (تہ مون ڪي نہ اچي پڪڙي).

قُلْ لَّوْ شَآءَ اللّٰهُ مَا تَلَوْتُهٗ عَلَيْكُمْ وَلَآ

**١٧**-(۽) تون (انهن ڪي) چؤ تہ جيڪڏهن

اَدۡرٰىكُمۡ بِهٖ ۖ فَقَدۡ لَبِثۡتُ فِيۡكُمۡ عُمُرًا مِّنۡ قَبۡلِهٖ ؕ اَفَلَا تَعۡقِلُوۡنَ ﴿۱۷﴾

اللّٰه جي(اِهائي)مرضي هجي ها(ته انهيءَ جي جاءِ تي ڪا بي تعليم ڏني وڃي)ته مان انهيءَ① ڪي توهان جي سامهون پڙهي نه ٻڌايان ها ۽ نه اُهو(ئي)توهان ڪي اِنهيءَ (تعليم)ڪان آگاهه ڪري ها.جيئن ته هن ڪان پهرين مان هڪ ڊگهو عرصو توهان ۾ گذاري چڪو آهيان② ڇا پوءِ (به) توهان عقل ڪان ڪم نٿا وٺو.

فَمَنۡ اَظۡلَمُ مِمَّنِ افۡتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَوۡ كَذَّبَ بِاٰيٰتِهٖ ؕ اِنَّهٗ لَا يُفۡلِحُ الۡمُجۡرِمُوۡنَ ﴿۱۸﴾

**١٨-**پوءِ(توهان ئي ٻڌايو ته)جيڪو اللّٰه تي بهتان هڻي يا انهيءَ جي نشانن ڪي ڪوڙو ڪري انهيءَ ڪان وڌيڪ ڪير ظالم ٿيندو (مطلب ته)هي يقيني ڳالهه آهي ته ڏوهاري ماڻهو ڪامياب ناهن ٿيندا.

وَيَعۡبُدُوۡنَ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ مَا لَا يَضُرُّهُمۡ وَلَا يَنۡفَعُهُمۡ وَيَقُوۡلُوۡنَ هٰٓؤُلَآءِ شُفَعَآؤُنَا عِنۡدَ اللّٰهِ ؕ قُلۡ اَتُنَبِّـُٔوۡنَ اللّٰهَ بِمَا لَا يَعۡلَمُ فِى السَّمٰوٰتِ وَلَا فِى الۡاَرۡضِ ؕ سُبۡحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشۡرِكُوۡنَ ﴿۱۹﴾

**١٩-**۽ اِهي(ماڻهو)اللّٰه ڪي ڇڏي ڪري اهڙي شيءِ جي پوڄا ڪندا آهن جيڪا نه انهن ڪي نقصان ڏيندي آهي ۽ نه نفعو پهچائيندي آهي ۽ چوندا آهن (ته) هي (اسان جا معبود) اللّٰه جي حضور ۾ اسان جا شفيع آهن. تون (انهن ڪي)چؤ(ته)ڇا توهان اللّٰه ڪي اُها (ڳالهه)ٻڌايو ٿا جنهن ③ جي متعلق نه آسمانن ۾ (هجڻ جو)انهيءَ ڪي علم آهي ۽ نه (ئي)

---

١-يعني هاڻوڪي قرآن جي تعليم ڪي.

٢-يعني ڇا توهان منهنجي گذريل زندگيءَ ڪي نٿا ڏسو ته خداتعاليٰ ته ٺهيو پر مان انسان جي باري ۾ به ڪا ڪوڙي ڳالهه نه چوندو هُئس.

٣-يعني جنهن ڳالهه جو علم خدا ڪي ناهي اها ڳالهه ٿي ئي ڪيئن ٿي سگهي.

زمين ۾ (ڪٿي انهيءَ جي وجود جو ڪو پتو آهي) هُو پاڪ آهي ۽ انهن جي شريڪ قرار ڏيڻ ڪان هو مٿاهون آهي.

وَمَا كَانَ النَّاسُ اِلَّآ اُمَّةً وَّاحِدَةً فَاخْتَلَفُوْا ؕ وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ لَقُضِيَ بَيْنَهُمْ فِيْمَا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿٢٠﴾

**٢٠**ـ ۽ (سڀ) ماڻهو هڪ ئي گروهه① (ٻڌيل) هئا. پوءِ انهن پاڻ ۾ اختلاف (پيدا) ڪيو ۽ جيڪا ڳالهه تنهنجي رب جي طرفان پهرين (وعدي جي صورت ۾) اچي چڪي② آهي جيڪڏهن اُها (روڪ) نه هجي ها ته جنهن (ڳالهه) ۾ اُهي اختلاف ڪري رهيا آهن انهيءَ جي متعلق انهن جي وچ ۾ (ڪڏهو ڪو) فيصلو (جاري) ٿي چڪو هجي ها.

وَيَقُوْلُوْنَ لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْهِ اٰيَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ ۚ فَقُلْ اِنَّمَا الْغَيْبُ لِلّٰهِ فَانْتَظِرُوْا ۚ اِنِّيْ مَعَكُمْ مِّنَ الْمُنْتَظِرِيْنَ ﴿٢١﴾ ع ٧

**٢١**ـ ۽ اُهي چوندا آهن ته هِن (رسول) تي انهيءَ جي رب جي طرفان ڪو نشان ڇو نه لاٿو ويو تون (انهن ڪي) چئه (ته) هرغيب (جي ڳالهه جو علم) اللّٰه ڪي ئي حاصل آهي تنهن ڪري توهان (انهيءَ جو) انتظار ڪيو، مان (به) توهان سان انتظار ڪرڻ وارن مان آهيان.

وَاِذَآ اَذَقْنَا النَّاسَ رَحْمَةً مِّنْۢ بَعْدِ ضَرَّآءَ مَسَّتْهُمْ اِذَا لَهُمْ مَّكْرٌ فِيْٓ اٰيَاتِنَا ؕ قُلِ اللّٰهُ

**٢٢**ـ ۽ جڏهن ماڻهن ڪي ڪنهن تڪليف ڪانپوءِ جيڪا انهن ڪي پهتي هجي اسان (ڪي قدر پنهنجي) رحمت (جو مزو) چکائيندا

١ـ يعني ڪفر ۽ گمراهيءَ تي متحد هئا جهڙوڪ رسول ڪريم ﷺ فرمايو: اَلْكُفْرُ مِلَّةٌ وَّاحِدَةٌ يعني ڪافر شرارتن ۾ ٻين سڀني ڪافرن سان ملي ڪري هڪ ئي قوم ٿي ويندا آهن ۽ ڏسو نوٽ سورت بقره آيت: ٢١٤.

٢ـ هي رَحْمَتِيْ وَسِعَتْ كُلَّ شَيْءٍ ڏانهن اشارو آهي.

اَسۡرَعُ مَكۡرًا ؕ اِنَّ رُسُلَنَا يَكۡتُبُوۡنَ مَا تَمۡكُرُوۡنَ ﴿۲۱﴾

آهيون ته جهٽ اسان جي نشانن جي متعلق انهن جي طرف کان ڪا(نه ڪا مخالفاڻي) تدبير ٿيڻ لڳندي آهي. تون (انهن کي)چؤ (ته ان جي مقابلي ۾)الـلّٰـه جي تدبير ته تمام ئي جلدُ (ڪارائتي) ٿيندي آهي(۽)توهان جيڪي تدبيرون (به) ڪندا آهيو اسان جا ايلچي انهن کي لکندا رهندا آهن.

هُوَ الَّذِیۡ یُسَیِّرُكُمۡ فِی الۡبَرِّ وَالۡبَحۡرِ ؕ حَتّٰۤی اِذَا كُنۡتُمۡ فِی الۡفُلۡكِ ۚ وَجَرَیۡنَ بِهِمۡ بِرِیۡحٍ طَیِّبَةٍ وَّفَرِحُوۡا بِهَا جَآءَتۡهَا رِیۡحٌ عَاصِفٌ وَّجَآءَهُمُ الۡمَوۡجُ مِنۡ كُلِّ مَكَانٍ وَّظَنُّوۡۤا اَنَّهُمۡ اُحِیۡطَ بِهِمۡ ۙ دَعَوُا اللّٰهَ مُخۡلِصِیۡنَ لَهُ الدِّیۡنَ ۚ لَئِنۡ اَنۡجَیۡتَنَا مِنۡ هٰذِهٖ لَنَكُوۡنَنَّ مِنَ الشّٰكِرِیۡنَ ﴿۲۲﴾

**٢٣**ـاُهو(ڪريم خدا )ئي آهي جيڪو توهان کي(توفيق ڏئي)خشڪيءَ ۽ ترئ ۾ هلائيندو آهي.ايستائين جو جڏهن توهان ماڻهو ٻيڙين ۾(سوار) ٿيو ٿا ۽ اُهي سٺي هوا جي ذريعي انهن①(ماڻهن) کي به کڻي هلي رهيون هونديون آهن ۽ اُهي② اُنهن تي وڏائي ڪري رهيا هوندا آهن ته انهن تي هڪ (سخت ۽) تيز هوا اچي ويندي آهي ۽ هر طرف کان لهر (مٿان لهر) انهن تي (چڙهي) ايندي آهي ۽ ③اهي سمجهڻ لڳندا آهن ته (هاڻي)اُهي تباهيءَ (جي منهن)۾ اچي ويا آهن ته(اهڙي وقت ۾)اُهي(پنهنجي) اطاعت کي خدا جي لاءِ خالص ڪندي انهيءَ کي پڪاريندا آهن(۽ چوندا آهن ته اي الـلّٰـه!) جيڪڏهن تو اسان کي هِن(مصيبت) کان

---

١ـ هن جڳهه مومن ۽ ڪافر جو گڏ ذڪر ڪيو آهي ڇاڪاڻ ته ٻئي هڪ ئي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيندا آهن.

٢ـ يعني ٻيڙين جي سهڻي طريقي هلڻ تي.

٣ـ هن جڳهه هاڻي خاص ڪافرن جو ذڪر آهي جيڪي خداتعاليٰ جي مدد تي يقين نا هن رکندا.

فَلَمَّآ اَنۡجٰىهُمۡ اِذَا هُمۡ يَبۡغُوۡنَ فِى الۡاَرۡضِ بِغَيۡرِ الۡحَقِّ‌ ؕ يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّمَا بَغۡيُكُمۡ عَلٰٓى اَنۡفُسِكُمۡ‌ ۙ مَّتَاعَ الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا‌ ۖ ثُمَّ اِلَيۡنَا مَرۡجِعُكُمۡ فَنُنَبِّئُكُمۡ بِمَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ﴿٢٣﴾

اِنَّمَا مَثَلُ الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا كَمَآءٍ اَنۡزَلۡنٰهُ مِنَ السَّمَآءِ فَاخۡتَلَطَ بِهٖ نَبَاتُ الۡاَرۡضِ مِمَّا يَاۡكُلُ النَّاسُ وَالۡاَنۡعَامُ‌ ؕ حَتّٰٓى اِذَاۤ اَخَذَتِ الۡاَرۡضُ زُخۡرُفَهَا وَازَّيَّنَتۡ وَظَنَّ اَهۡلُهَاۤ اَنَّهُمۡ قٰدِرُوۡنَ عَلَيۡهَاۤ ۙ اَتٰٮهَاۤ اَمۡرُنَا لَيۡلًا اَوۡ نَهَارًا فَجَعَلۡنٰهَا حَصِيۡدًا كَاَنۡ لَّمۡ تَغۡنَ بِالۡاَمۡسِ‌ ؕ كَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الۡاٰيٰتِ لِقَوۡمٍ يَّتَفَكَّرُوۡنَ ﴿٢٤﴾

ڇوٽڪارو ڏنو ته اسان ضرور(تنهنجي) شڪر گذارن(جي ٽولي)۾ (داخل) ٿي ويندا سين.

**٢٣**-پوءِ جڏهن هُو اُنهن کي(انهيءَ عذاب کان)نجات ڏئي خشڪي تي پهچائيندو آهي ته اُهي جلدي زمين ۾ ناحق فساد ڪرڻ لڳندا آهن(اي انسانو!)توهان جو صرف دنياوي زندگيءَ کي چاهڻ توهان جي نفسن تي(مصيبت بڻجي)پوندو.پوءِ اسان جي طرف توهان جي واپسي ٿيندي.تڏهن جيڪي (ڪجهه به)توهان ڪندا رهيا هوندؤ، اسان انهيءَ کان توهان کي آگاهه ڪنداسين.

**٢٤**-هن دنياوي زندگيءَ جي حالت(ته) انهيءَ پاڻيءَ وانگر آهي، جنهن کي اسان ڪڪر مان وسايو، پوءِ انهيءَ سان زمين جا اوپڙ جن کي ماڻهو ۽ چوپايا کائيندا آهن ملي (ڪري هڪ جان ٿي)ويا. ايستائين جو جڏهن زمين(انهيءَ جي ذريعي)پنهنجي ڪمال درجي جي زينت کي حاصل ڪري ورتو ۽ خوبصورت ٿي وئي ۽ اُن جي مالڪن سمجهي ورتو ته (هاڻي) اُهي اُنهيءَ تي وسوارا آهن ته انهيءَ تي ڏينهن يا رات جو (عذاب جي متعلق) اسان جو حڪم اچي ويو. ۽ اسان انهيءَ کي هڪ لٽيل پوک وانگر ڪري ڇڏيو جڻ هتي ڪلهه (ڪجهه) هو (ئي)ڪونه.(مطلب ته)جيڪي ماڻهو سوچ کان ڪم وٺندا آهن

انهن جي لاءِ اسان اهڙيءَ طرح (پنهنجين) آيتن کي کولي بيان ڪندا آهيون.

وَاللّٰهُ يَدْعُوْٓا اِلٰى دَارِ السَّلٰمِ ۭ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَاۗءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ۲۶

**٢٦**-۽ الله سلامتيءَ جي گهر ڏانهن سڏيندو آهي ۽ جنهن کي پسند ڪندو آهي (انهيءَ کي) هڪ سڌي رستي تي هلائي (منزل مقصود تائين پهچائي) ڇڏيندو آهي.

لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوا الْحُسْنٰى وَزِيَادَةٌ ۭ وَلَا يَرْهَقُ وُجُوْهَهُمْ قَتَرٌ وَّلَا ذِلَّةٌ ۭ اُولٰۗىِٕكَ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ۲۷

**٢٧**-انهن ماڻهن جي لاءِ جن نيڪ چلت اختيار ڪئي بهترين بدلو ڏنو ويندو ۽ (انهيءَ تي) وڌيڪ (انعام به). انهن جي چهرن تي نه ڌنڌ ڇانئبو ۽ نه ذلت (جا آثار هوندا) اِهي ماڻهو جنت جا رهاڪو آهن (۽) انهيءَ ۾ رهندا ايندا.

وَالَّذِيْنَ كَسَبُوا السَّيِّاٰتِ جَزَاۗءُ سَيِّئَةٍۢ بِمِثْلِهَا ۙ وَتَرْهَقُهُمْ ذِلَّةٌ ۭ مَا لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ عَاصِمٍ ۚ كَاَنَّمَآ اُغْشِيَتْ وُجُوْهُهُمْ قِطَعًا مِّنَ الَّيْلِ مُظْلِمًا ۭ اُولٰۗىِٕكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ۲۸

**٢٨**-۽ جن بديون ڪيون هونديون (انهن جي لاءِ) بديءَ جو بدلو انهيءَ (بديءَ) جي برابر هوندو ۽ انهن کي ذلت پهچندي ۽ ڪو به انهن کي الله (جي عذاب) کان بچائڻ وارو نه هوندو (۽ انهن جي حالت اهڙي هوندي) ڄڻ انهن جي مُنهَن تي رات جا (ڪيترائي) اونداها ٽڪرا① وڌا ويا آهن. اِهي (ماڻهو) باهه (۾ رهڻ) وارا آهن. انهيءَ ۾ ڏکهي عرصي تائين رهندا ايندا.

وَيَوْمَ نَحْشُرُهُمْ جَمِيْعًا ثُمَّ نَقُوْلُ لِلَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا مَكَانَكُمْ اَنْتُمْ وَشُرَكَاۗؤُكُمْ ۚ

**٢٩**-۽ (اي انسانو! انهيءَ ڏينهن کي ياد ڪيو) جنهن ڏينهن اسين انهن سڀني② کي گڏ ڪنداسين پوءِ جن شرڪ ڪيو (هوندو)

١- يعني رنگ ڏاڍو ڪارو ٿي ويندو ۽ ائين لڳندو ته رات هلندي پئي اچي.

٢- يعني سڀني قسم جي ڪافرن کي. ڇا ڪتاب وارا، ڇا بغير ڪتاب وارا.

فَزَيَّلْنَا بَيْنَهُمْ وَ قَالَ شُرَكَآؤُهُمْ مَّا كُنْتُمْ اِيَّانَا تَعْبُدُوْنَ ﴿۲۹﴾

انهن کي اسان چونداسين(تہ پري هٽي) پنهنجي جڳهہ تي(بيٺا رهو)توهان بہ ۽ توهان جي(ناهيل خدائيءَ جا)حصيدار(بہ) پوءِ اسان انهن ۾ پاڻ ۾(بہ)جدائي وجهي ڇڏينداسين۽ انهن جي(ناهيل خدا جا)شريڪ (انهن کي) چوندا(تہ)توهان اسان جي عبادت(تہ هرگز) نہ ڪندا هئا.

فَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًا بَيْنَنَا وَ بَيْنَكُمْ اِنْ كُنَّا عَنْ عِبَادَتِكُمْ لَغٰفِلِيْنَ ﴿۳۰﴾

**٣٠**-پوءِ توهان جي وچ ۾ ۽ اسان جي وچ ۾ (خود)اللّٰه ڪافي شاهد آهي.اسان توهان جي پوڄا کان بلڪل بي خبر هئاسين.

هُنَالِكَ تَبْلُوْا كُلُّ نَفْسٍ مَّآ اَسْلَفَتْ وَ رُدُّوْٓا اِلَى اللّٰهِ مَوْلٰىهُمُ الْحَقِّ وَ ضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿۳۱﴾ ع

**٣١**-(تڏهن)اُتي هر هڪ شخص جيڪي ڪي هن(پنهنجي لاءِ) پوکيو هوندو انهيءَ جو مزو چکندو ۽ انهن کي انهن جي سچي مالڪ اللّٰه جي طرف(موٽائي)آڻيو ويندو ۽ جيڪي ڪي اُهي(پنهنجي طرفان) گهڙيندا هئااهو(سڀ)اُنهن کان وسري ويندو.

قُلْ مَنْ يَّرْزُقُكُمْ مِّنَ السَّمَآءِ وَ الْاَرْضِ اَمَّنْ يَّمْلِكُ السَّمْعَ وَ الْاَبْصَارَ وَ مَنْ يُّخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَ يُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَيِّ وَ مَنْ يُّدَبِّرُ الْاَمْرَ ۭ فَسَيَقُوْلُوْنَ اللّٰهُ ۚ فَقُلْ اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿۳۲﴾

**٣٢**-تون(انهن کي)چؤ(تہ ٻڌايو) آسمان ۽ زمين مان توهان کي ڪير روزي ڏيندو آهي يا(اِهو تہ)ڪنن ۽ اکين تي ڪير اختيار رکي ٿو ۽ ڪير (هڪ) مردهہ (شيءِ) مان زندهہ (شيءِ)ڪيندو ۽ زندهہ (شيءِ) مان مردهہ (شيءِ)ڪيندو آهي ۽ ڪير (انهيءَ) سموري معاملي جو انتظام ڪندو آهي. انهيءَ تي اُهي ضرور چوندا تہ اللّٰه(ڪندو آهي)تڏهن (انهن کي)چؤ (تہ پوءِ سبب)

چا(آهي جو) توهان تقويٰ اختيار نٿا ڪيو.

فَذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمُ الْحَقُّ ۚ فَمَاذَا بَعْدَ الْحَقِّ اِلَّا الضَّلٰلُ ۚۖ فَاَنّٰى تُصْرَفُوْنَ ﴿٣٢﴾

**٣٣ـ** اُها① اللّٰـه ئي(جي هستي) آهي (جيڪا ائين ڪري ٿي)(۽ اُهوئي)توهان جو حقيقي رب(آهي)۽ ②حق کي ڇڏي گمراهيءَ کانسواءِ ڇا(حاصل ٿي سگهي)ٿو. پوءِ (ٻڌايو ته سهي ته)ڪهڙيءَ طرح توهان (هيڏانهن هوڏانهن) ڦيرايا وڃو ٿا.

كَذٰلِكَ حَقَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ عَلَى الَّذِيْنَ فَسَقُوْٓا اَنَّهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٣٣﴾

**٣٤ـ** اهڙي طرح جن ماڻهن نافرماني اختيار ڪئي آهي اُنهن تي تنهنجي رب جو حڪم پورو ٿيو آهي ته اهي ايمان نٿا آڻين.

قُلْ هَلْ مِنْ شُرَكَآئِكُمْ مَّنْ يَّبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ ۭ قُلِ اللّٰهُ يَبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ﴿٣٤﴾

**٣٥ـ** تون(انهن کي)چؤ(ته)ڇا توهان جي (قرار ڏنل)شريڪن مان ڪو (به اهڙو)آهي جيڪو پهريون دفعو پيدا ڪندو هجي(۽) وري انهيءَ (پيدائش)کي ورجائيندو هجي. تون(انهن کي)چؤ(ته)اللّٰه(ئي آهي جيڪو) پهريون دفعو پيدا ڪندو آهي(۽)وري انهيءَ (پيدائش)کي ورجائيندو آهي.پوءِ(ٻڌايو ته انهيءَ هوندي به)توهان کي ڪهڙي طرف ڦيرايو پيو وڃي.

قُلْ هَلْ مِنْ شُرَكَآئِكُمْ مَّنْ يَّهْدِيْٓ اِلَى الْحَقِّ ۭ قُلِ اللّٰهُ يَهْدِيْ لِلْحَقِّ ۭ اَفَمَنْ

**٣٦ـ** تون (انهن کي هيءُ به)چؤ(ته)ڇا توهان جي(ٺاهيل)شريڪن مان ڪو(به

١ـ عربي ۾ فاء آهي جنهن جي معنيٰ ”ان ڪري“ جي آهي. پر اڙدوءَ ۾ ان جي ضرورت نه هئي ان ڪري ان کي حذف ڪيو ويو.

٢ـ هن جڳهه فاء جو ترجمو ”۽“ ڪيو ويو آهي اُهو به جائز آهي.

يَّهِدِّيٓ اِلَى الْحَقِّ اَحَقُّ اَنْ يُّتَّبَعَ اَمَّنْ لَّا يَهِدِّيٓ اِلَّآ اَنْ يُّهْدٰى ۚ فَمَا لَكُمْ ۟ كَيْفَ تَحْكُمُوْنَ ﴿٣٦﴾

اهڙو)آهي جيڪو حق ڏانهن(ماڻهن جي)رهنمائي ڪندو هجي.(هو توانهيءَ سوال جو ڇاجواب ڏيندا) تون(پاڻ ئي ڪين )چئي ڇڏ(ته)اللّٰه(ئي) آهي جيڪو حق ڏانهن (ماڻهن جي)رهنمائي ڪندو آهي.سو ڇا اُهو(خدا)جيڪو حق ڏانهن رهنمائي ڪندو آهي ان ڳالهه جو وڌيڪ حقدار آهي ته ان(جي حڪمن)جي پيروي ڪئي وڃي يا اُهو(خيالي خدا)جنهن کي سواءِ ان (صورت)جي جوڪيس(هدايت جو)رستو ڏيکاريو وڃي(پاڻ به)وات نه ٿو لهي پوءِ ٻڌايو توهان کي ڇا(ٿي ويو)آهي؟توهان ڪهڙا فيصلا ڪيو ٿا؟

وَمَا يَتَّبِعُ اَكْثَرُهُمْ اِلَّا ظَنًّا ۭ اِنَّ الظَّنَّ لَا يُغْنِيْ مِنَ الْحَقِّ شَيْـًٔا ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِمَا يَفْعَلُوْنَ ﴿٣٧﴾

**٣٧**-۽ انهن مان اڪثر(پنهنجي)وهم کان سواءِ(بي ڪنهن شيءِ جي) پيروي نٿا ڪن (حقيقت ۾)وهم حق جي جاءِ تي ڪو به ڪم نٿو ڏئي.جيڪي ڪي اهي(ماڻهو) ڪن ٿا(انهيءَ کي) اللّٰه يقيناً چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَمَا كَانَ هٰذَا الْقُرْاٰنُ اَنْ يُّفْتَرٰى مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلٰكِنْ تَصْدِيْقَ الَّذِيْ بَيْنَ يَدَيْهِ وَتَفْصِيْلَ الْكِتٰبِ لَا رَيْبَ فِيْهِ مِنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٨**-۽ هن قرآن جو اللّٰه کان سواءِ (ڪنهن بئي)جي طرفان ڪوڙي نموني سان ٺاهڻ (ممڪن ئي)نٿو ٿي سگهي- پر هيءُ (ته) انهيءَ (ڪلام الٰهي) جي تصديق ڪري ٿو جيڪو هن کان اڳ (موجود) آهي ۽ ڪتاب (الٰهي ۾ جو ڪجهه هئڻ گهرجي انهيءَ) جو تفصيل (بيان ڪندو آهي ۽) انهيءَ ۾ به ڪو شڪ ڪونهي ته هي سڀني جهانن① جي رب جي طرفان آهي.

١ ـ يعني تڏهن ئي اِن ۾ تمام مخلوق جي لاءِ ضروري تعليم موجود آهي.

اَمۡ يَقُوۡلُوۡنَ افۡتَرٰىهُ ؕ قُلۡ فَاۡتُوۡا بِسُوۡرَةٍ مِّثۡلِهٖ وَادۡعُوۡا مَنِ اسۡتَطَعۡتُمۡ مِّنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ اِنۡ كُنۡتُمۡ صٰدِقِيۡنَ ﴿٣٩﴾

**٣٩**-ڇا اُهي چون ٿا ته هِن(شخص) هِن کي (پنهنجي طرفان) گهڙيوآهي؟ تون (انهن کي) چؤ(ته)جيڪڏهن توهان (انهيءَ بيان ۾)سچا آهيو ته انهيءَ (جي سورتن) جهڙي ڪا هڪ (ئي) سورت آڻيو ۽ اللّٰه کان سواءِ (جنهن کي به ①سڏڻ) جي توهان کي طاقت هجي(پنهنجي مدد لاءِ) سڏي وٺو.

بَلۡ كَذَّبُوۡا بِمَا لَمۡ يُحِيۡطُوۡا بِعِلۡمِهٖ وَلَمَّا يَاۡتِهِمۡ تَاۡوِيۡلُهٗ ؕ كَذٰلِكَ كَذَّبَ الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ فَانۡظُرۡ كَيۡفَ كَانَ عَاقِبَةُ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿٤٠﴾

**۴٠**-(پر انهن جو اهو خيال درست نه آهي) پر(حقيقت ۾)انهن(هڪ)اهڙي شيءِ کي رد ڪري ڇڏيو آهي جنهن جو انهن پورو علم حاصل ئي نه ڪيو هو- ۽ نه(ئي)اجا اِنهيءَ جي حقيقت اُنهن تي ظاهر ٿي هئي.جيڪي ماڻهو انهن کان پهرين هئا انهن(به)اهڙي طرح رد ڪيو هو پوءِ ڏس(ته)انهن ظالمن جي ڪهڙي پڇاڙي ٿي هئي.

وَمِنۡهُمۡ مَّنۡ يُّؤۡمِنُ بِهٖ وَمِنۡهُمۡ مَّنۡ لَّا يُؤۡمِنُ بِهٖ ؕ وَرَبُّكَ اَعۡلَمُ بِالۡمُفۡسِدِيۡنَ ﴿٤١﴾ ع

**۴١**-۽ اُنهن ② مان ڪي اهڙا آهن جيڪي انهيءَ تي ايمان آڻيندا③ ۽ ڪي اهڙا آهن جيڪي انهيءَ تي ايمان نه آڻيندا ۽ تنهنجو رب فساد ڪرڻ وارن کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

١-يعني اڳوڻا ڪتاب جيڪي الهامي چئوائن ٿا انهن جي مدد به وٺو نه ته مسيح وغيره کان مدد وٺڻ جو ته عقل ۽ شرعي لحاظ سان ڪو سوال ئي ناهي. هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته انجيل قرآن ڪريم جي ڀيٽ ۾ ڪجهه به ناهي هو ان جي مقابلي ۾ نٿي اچي سگهي. جيتوڻيڪ عيسائين جي چوڻ مطابق اها اللّٰه جي پٽ جو ناهيل ڪتاب آهي.

٢-يعني عيسائين منجهان.

٣-هيءَ به هڪ پيشگوئي آهي ته ڪنهن ڏينهن عيسائي وڏي انگ ۾ قرآن ڪريم تي ايمان آڻيندا.

وَاِنْ كَذَّبُوْكَ فَقُلْ لِّيْ عَمَلِيْ وَلَكُمْ عَمَلُكُمْ ۚ اَنْتُمْ بَرِيْٓـُٔوْنَ مِمَّآ اَعْمَلُ وَاَنَا بَرِيْٓءٌ مِّمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿٤٢﴾

۴۲-۽ جيڪڏهن اهي توکي ڪوڙو ڪن تون(انهن کي)چؤ(ته)منهنجو عمل(خود) منهنجي لاءِ(فائدي يا نقصان وارو)ٿيندو ۽ توهان جو عمل توهان لاءِ(فائدي يا نقصان وارو ٿيندو)جيڪي ڪي مان ڪيان ٿو انهيءَ کان توهان ڇٽل آهيو.۽ جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا انهيءَ کان مان ڇٽل آهيان.

وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّسْتَمِعُوْنَ اِلَيْكَ ۭ اَفَاَنْتَ تُسْمِعُ الصُّمَّ وَلَوْ كَانُوْا لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿٤٣﴾

۴۳-۽ انهن (ماڻهن)منجهان(ڪي اهڙا) آهن جيڪي تنهنجي(ڳالهين جي)طرف (هر وقت) ڪن ڏين ٿا.(ته) ڇا تون اهڙن ٻوڙن کي جيتوڻيڪ اهي عقل کان ڪم (ئي) نه وٺندا هجن(پنهنجي ڳالهه)ٻڌائي سگهندين ؟

وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّنْظُرُ اِلَيْكَ ۭ اَفَاَنْتَ تَهْدِي الْعُمْيَ وَلَوْ كَانُوْا لَا يُبْصِرُوْنَ ﴿٤٤﴾

۴۴-۽ انهن مان ڪي اهڙا(به)آهن جيڪي تنهنجي طرف(نظرون جمائي) ڏسندا (رهندا)آهن(ته)ڇا تون انهن انڌن جي جيتوڻيڪ اهي بصيرت (به) نه رکندا هجن رهنمائي ڪري سگهندين ؟

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَظْلِمُ النَّاسَ شَيْـــًٔـا وَّلٰكِنَّ النَّاسَ اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ﴿٤٥﴾

۴۵- الله (جو شان) يقيناً (اهڙو آهي جو هُو)ماڻهن تي ڪو به ظلم ناهي ڪندو، پر ماڻهو پنهنجي جانين تي (پاڻ ئي) ظلم ڪندا آهن.

وَيَوْمَ يَحْشُرُهُمْ كَاَنْ لَّمْ يَلْبَثُوْٓا اِلَّا سَاعَةً مِّنَ النَّهَارِ يَتَعَارَفُوْنَ بَيْنَهُمْ ۭ

۴۶-۽ جنهن ڏينهن هو انهن کي اهڙي حالت ۾ گڏ ڪندو ته(اهي محسوس ڪندا هوندا ته)ڄڻ اهي ڏينهن جي گهڙي

قَدْ خَسِرَ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِلِقَآءِ اللّٰهِ وَمَا كَانُوْا مُهْتَدِيْنَ ﴿٤٦﴾

کان وڌ (دنيا ۾)نہ رهيا هئا(انهيءَ ڏينهن) اهي هڪ ٻئي(جي حالت)کي معلوم ڪري وٺندا(ياد رکو تہ)جن ماڻهن اللّٰه جي حضور پيش ٿيڻ (جي واعدي) جو انڪار ڪيو ۽ اهي هدايت کي قبول ڪرڻ وارا نہ بڻيا، انهن نقصان (ئي) پاتو.

وَاِمَّا نُرِيَنَّكَ بَعْضَ الَّذِىْ نَعِدُهُمْ اَوْ نَتَوَفَّيَنَّكَ فَاِلَيْنَا مَرْجِعُهُمْ ثُمَّ اللّٰهُ شَهِيْدٌ عَلٰى مَا يَفْعَلُوْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧-۽ جنهن(عذاب جي موڪلڻ)جو اسان انهن سان واعدو ڪيون ٿا جيڪڏهن اسان انهيءَ جو ڪو بہ حصو(تنهنجي سامهون موڪلي)توکي ڏيکاريون(تہ تون بہ ڏسي وٺندين)۽ جيڪڏهن اسان(انهيءَ گهڙيءَ کان پهرئين)توکي وفات ڏئي ڇڏيون تہ(توکي موت کان پوءِانهيءَ جي حقيقت معلوم ٿي ويندي ۽)بهرحال(چاڪاڻ تہ)انهن کي اسان ڏانهن موٽڻو آهي (انهن کي بہ اتي انهيءَ جي حقيقت معلوم ٿي ويندي)۽ (ياد رکو تہ)جيڪي ڪي اهي ڪندا آهن اللّٰه انهيءَ کان چڱيءَ طرح آگاهہ آهي.

وَلِكُلِّ اُمَّةٍ رَّسُوْلٌ ۚ فَاِذَا جَآءَ رَسُوْلُهُمْ قُضِىَ بَيْنَهُمْ بِالْقِسْطِ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨-۽ هر هڪ قوم جي لاءِ هڪ (نہ هڪ) رسول (جو اچڻ ضروري هوندو) آهي.پوءِ جڏهن انهن جورسول ايندو آهي تہ انهن جي وچہ انصاف سان فيصلو ڪيو ويندو آهي ۽ انهن تي ڪو ظلم نہ ڪيو ويندو آهي.

وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٤٩﴾

٤٩-۽ اهي چون ٿا (تہ) جيڪڏهن توهان سچا آهيو تہ اِهو واعدو ڪڏهن( پورو) ٿيندو؟

قُلْ لَّآ اَمْلِكُ لِنَفْسِيْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا اِلَّا مَا شَآءَ اللّٰهُ ؕ لِكُلِّ اُمَّةٍ اَجَلٌ ؕ اِذَا جَآءَ اَجَلُهُمْ فَلَا يَسْتَاْخِرُوْنَ سَاعَةً وَّلَا يَسْتَقْدِمُوْنَ ۝۵۰

**۵۰**-تون(انهن کي)چؤ(ته) مان (ته) اللّٰه جي مرضيءَ کان سواءِ(خود) پنهنجي حق ۾ (به) نه ڪنهن نقصان تي وس رکان ٿو ۽ نه ڪنهن نفعي تي(ها اهو صحيح آهي ته)هر هڪ قوم جي(عذاب جي لائق هجڻ جي) لاءِ هڪ مدو مقرر هوندو آهي، جڏهن اهو اچي ويندو آهي ته (انهيءَ وقت) اها نه ڪا گهڙي (ان کان) پوئتي رهي (ان کان بچي) سگهي ٿي① ۽ نه (ئي)اڳتي وڌي(انهيءَ کان ڇوٽڪارو ماڻي) سگهي ٿي.

قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ اَتٰىكُمْ عَذَابُهٗ بَيَاتًا اَوْ نَهَارًا مَّاذَا يَسْتَعْجِلُ مِنْهُ الْمُجْرِمُوْنَ ۝۵۱

**۵۱**- تون (انهن کي)چؤ(ته ڀلا) ٻڌايو (ته سهي ته) جيڪڏهن انهيءَ ②جو عذاب رات جو يا ڏينهن جو (توهانجي ڏسندي ڏسندي) توهان تي اچي وڃي، ته ڏوهاري ماڻهو ان کان ڪهڙي طرح ڀڄي سگهندا.

اَثُمَّ اِذَا مَا وَقَعَ اٰمَنْتُمْ بِهٖ ؕ آٰلْئٰنَ وَقَدْ كُنْتُمْ بِهٖ تَسْتَعْجِلُوْنَ ۝۵۲

**۵۲**-۽ ڇا پوءِ جڏهن اهو اچي ويندو (ته انهيءَ وقت) توهان انهيءَ تي ايمان آڻيندؤ؟ (انهيءَ جو ڪو فائدو نٿو ٿي سگهي.انهيءَ وقت ته توهان کي چيو ويندو ته) ڇا هاڻي (توهان ايمان آڻيو ٿا)جيتوڻيڪ (انهيءَ

١-اُمَّةٌ جو لفظ جيئن ته ماڻهن جي وڏي انگ لاءِ ڳالهايو ويندو آهي ان ڪري لفظ جي لحاظ سان ان ڏانهن واحد ضمير به وڃي سگهي ٿو ۽ معنيٰ جي لحاظ سان جمع به. اسان واحد جو ضمير ترجمي ۾ ڦيريو آهي.

٢- يعني خداتعاليٰ جو.

جي اچڻ تائين) توهان انهيءَ جي جلد اچڻ جو مطالبو ڪندا رهيا آهيو.

ثُمَّ قِيْلَ لِلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ذُوْقُوْا عَذَابَ الْخُلْدِ ۚ هَلْ تُجْزَوْنَ اِلَّا بِمَا كُنْتُمْ تَكْسِبُوْنَ ﴿٥٢﴾

**٥٣-** پوءِ جن ماڻهن ظلم ڪيو هوندو انهن کي چيو ويندو(ته هاڻي)توهان قائم رهڻ وارو عذاب ماڻيو. ڇا توهان کي پنهنجي عمل ڪانسواءِ ڪنهن ٻيءَ شيءِ جو بدلو ڏنو پيو وڃي.

وَيَسْتَنْۢبِـُٔوْنَكَ اَحَقٌّ هُوَ ؕ قُلْ اِيْ وَرَبِّيْٓ اِنَّهٗ لَحَقٌّ ؔۚ وَمَآ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِيْنَ ﴿٥٣﴾

**٥٤-** ۽ اهي توکان پڇن ٿا(ته)ڇا اهو (عذاب سچ پچ)ٿيندو. تون انهن کي چؤ (ته) ها! مون کي پنهنجي رب جو قسم آهي (ته) اهو يقيناً اچڻ وارو آهي. ۽ توهان (ائين ڪرڻ ڪان خدا کي) عاجز نٿا ڪري سگهو.

وَلَوْ اَنَّ لِكُلِّ نَفْسٍ ظَلَمَتْ مَا فِي الْاَرْضِ لَافْتَدَتْ بِهٖ ؕ وَاَسَرُّوا النَّدَامَةَ لَمَّا رَاَوُا الْعَذَابَ ۚ وَقُضِيَ بَيْنَهُمْ بِالْقِسْطِ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٥٤﴾

**٥٥-** ۽ جيڪڏهن ڪنهن اهڙي شخص کي جيڪو ظالم بڻيو آهي، اهو سڀ ڪجهه ملي وڃي ها، جيڪو زمين ۾ موجود آهي ته اهو انهيءَ کي ڏئي پنهنجي نفس کي ڇڏائڻ ۾ ڪوتاهي نه ڪري ها(يعني جيڪڏهن ممڪن هجي ها، پر ائين نٿي سگهندو) ۽ جڏهن اهي عذاب کي ڏسندا ته اهي (پنهنجي) شرمندگيءَ کي لڪائيندا ۽ انهنجي وچ ۾ انصاف سان فيصلو ڪيو ويندو ۽ انهن تي ڪو به ظلم نه ڪيو ويندو.

اَلَآ اِنَّ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ اَلَآ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ

**٥٦-** ٻڌو! جيڪي ڪي آسمانن ۽ زمين ۾ (موجود)آهي اهو سڀ (جو سڀ) يقيناً

لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٥٦﴾

اللّٰه جو ئي آهي. ۽① اللّٰه جو واعدو يقيناً پورو ٿيڻ وارو آهي.پر انهن مان اڪثر (ماڻهو) نٿا ڄاڻن.

هُوَ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٥٧﴾

**٥٧**-هُو زنده ڪندڙ آهي ۽ مارڻ وارو آهي ۽ انهيءَ ڏانهن توهان کي موٽايو ويندو.

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَآءَتْكُمْ مَّوْعِظَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَشِفَآءٌ لِّمَا فِي الصُّدُوْرِ ۙ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٥٨﴾

**٥٨**-اي انسانو!توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان يقيناً هڪ اهڙو ڪتاب اچي ويو آهي جيڪو سراسر نصيحت آهي ۽ اهو (هر) انهيءَ(بيماريءَ)جي لاءِ جيڪا سينن ۾(موجود) هجي، شفا ڏيڻ وارو آهي ۽ ايمان آڻڻ وارن جي لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي.

قُلْ بِفَضْلِ اللّٰهِ وَبِرَحْمَتِهٖ فَبِذٰلِكَ فَلْيَفْرَحُوْا ؕ هُوَ خَيْرٌ مِّمَّا يَجْمَعُوْنَ ﴿٥٩﴾

**٥٩**-تون انهن کي چؤ(ته هي سڀ ڪجهه) اللّٰه جي فضل ۽ انهيءَ جي رحمت سان (ٿيل) آهي پوءِ انهيءَ تي انهن کي خوشي ملهائڻ گهرجي جيڪو (مال)اهي جمع ڪري رهيا آهن انهيءَ کان هيءَ (نعمت) تمام سُٺي آهي.

قُلْ اَرَءَيْتُمْ مَّآ اَنْزَلَ اللّٰهُ لَكُمْ مِّنْ رِّزْقٍ فَجَعَلْتُمْ مِّنْهُ حَرَامًا وَّحَلٰلًا ؕ قُلْ آٰللّٰهُ اَذِنَ لَكُمْ اَمْ عَلَى اللّٰهِ تَفْتَرُوْنَ ﴿٦٠﴾

**٦٠**-تون (انهن کي) چؤ (ته) ڀلا توهان انهيءَ ڳالهه کي (به ڪڏهن سوچيو) ڏٺو آهي ته اللّٰه توهان لاءِ (آسمان مان) رزق لاٿو آهي پوءِ توهان انهيءَ مان (ڪجهه) حرام ۽ (ڪجهه)حلال قرار ڏئي ڇڏيو آهي تون (انهن کي) چؤ (ته) ڀلا اللّٰه توهان کي (هن ڳالهه جي) اجازت ڏني آهي يا

١ـ آيت ۾ ٻن جڳهن تي اَلَآ جو لفظ آيو آهي جنهن جي معنيٰ خبردار ڪرڻ جي آهي. اسان اڳ اَلَآ جو ترجمو ”ڀلو“ ڪيو آهي ۽ ٻي اَلَآ جو ترجمو ”۽“ ڪري ان سان ملائي ڇڏيو آهي ۽ اڙدو صحيح ٿي وئي آهي.

وَمَا ظَنُّ الَّذِيْنَ يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَذُوْ فَضْلٍ عَلَى النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَشْكُرُوْنَ ﴿٦١﴾

توهان اللّٰه تي (رڳو) ڪوڙ مڙهيو ٿا.
**٦١**-۽ جيڪي ماڻهو اللّٰه تي ڪوڙ مڙهين ٿا انهن جو قيامت جي ڏينهن جي باري ۾ ڪهڙو خيال آهي. اللّٰه ماڻهن تي يقيناً (تمام وڏا) انعامَ ڪرڻ وارو آهي. پر انهن مان اڪثر (ماڻهو) شڪر نٿا ڪن.

ع ۱۱

وَمَا تَكُوْنُ فِيْ شَاْنٍ وَّمَا تَتْلُوْا مِنْهُ مِنْ قُرْاٰنٍ وَّلَا تَعْمَلُوْنَ مِنْ عَمَلٍ اِلَّا كُنَّا عَلَيْكُمْ شُهُوْدًا اِذْ تُفِيْضُوْنَ فِيْهِ ؕ وَمَا يَعْزُبُ عَنْ رَّبِّكَ مِنْ مِّثْقَالِ ذَرَّةٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَآءِ وَلَآ اَصْغَرَ مِنْ ذٰلِكَ وَلَآ اَكْبَرَ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ﴿٦٢﴾

**٦٢**- ۽ تون نه (ڪڏهن) ڪنهن ڪم ۾ (رُڌل) هوندو آهين ۽ نه تون هِن (ڪتاب) مان ڪو حصو قرآن جو پڙهندو آهين ۽ نه (ئي) توهان (سڀ ماڻهو) ڪو (پيو) ڪم ڪندا آهيو پر (انهن سڀني حالتن ۾) جڏهن توهان (پنهنجي ڪم ۾ پوري) ڌيان سان رڌل هوندا آهيو اسان توهان کي ڏسي رهيا هوندا آهيون ۽ زمين يا آسمان ۾ ڪا (هڪ) ذري برابر شيءِ (به) تنهنجي رب (جي نظر) کان لِڪَلَ نه هوندي آهي ۽ نه (ئي ذري کان) ڪا ننڍي شيءِ يا وڏي شيءِ آهي جيڪا (هر هڪ حقيقت کي) روشن ڪري ڇڏڻ واري هِڪَ ڪتاب ۾ (جاٽايل ۽ موجود) نه هجي.

اَلَآ اِنَّ اَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٦٣﴾

**٦٣**-ٻڌو! جيڪي (ماڻهو) اللّٰه سان سچي محبت رکڻ وارا آهن انهن تي نه ڪو خوف (غالب ٿيندو) آهي ۽ نه اُهي غمگين ٿيندا آهن.

اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ ﴿٦٤﴾

**٦٤**- (يعني اُهي ماڻهو) جن ايمان آندو ۽

لَهُمُ الْبُشْرٰى فِى الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِى الْاٰخِرَةِ ؕ لَا تَبْدِيْلَ لِكَلِمٰتِ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ؕ﴿٦٥﴾

تقوي کي (هميشه) هر حال ۾ لازم رکندا هئا.
٦٥- انهن لاءِ (هن) دنياوي زندگيءَ ۾ (به خدا جي طرفان) خوشخبري (ماڻ جوانعام مقرر) آهي ۽ پوءِ واري (زندگيءَ) ۾ به. الله جي (فرمايل) ڳالهين ۾ (هرگز) ڪا تبديلي نه ٿي (ٿي سگهي) اهائي (اُها ڪاميابي آهي جيڪا وڏي) عظيمُ الشّان ڪاميابي (چورائي سگهي) ٿي.

وَلَا يَحْزُنْكَ قَوْلُهُمْ ۘ اِنَّ الْعِزَّةَ لِلّٰهِ جَمِيْعًا ؕ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿٦٦﴾

٦٦- ۽ (گهرجي ته) انهن جي (ڪا مخالفاڻي) ڳالهه توهان کي غمگين نه ڪري سگهي (ڇو ته) غلبو پوريءَ طرح الله کي حاصل آهي (۽) هُو چڱيءَ طرح ٻڌڻ وارو (۽) چڱيءَ طرح ڄاڻڻ وارو آهي.

اَلَآ اِنَّ لِلّٰهِ مَنْ فِى السَّمٰوٰتِ وَمَنْ فِى الْاَرْضِ ؕ وَمَا يَتَّبِعُ الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ شُرَكَآءَ ؕ اِنْ يَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَاِنْ هُمْ اِلَّا يَخْرُصُوْنَ ﴿٦٧﴾

٦٧- ٻڌو! (مخلوق جو) جيڪو (فرد به) آسمانن جي اندر (موجود آهي) ۽ زمين ۾ (موجود) آهي (هر هڪ) الله جو ئي آهي ۽ جيڪي ماڻهو الله کانسواءِ (ٻين شين کي) پڪاريندا آهن اهي (دراصل خدا جي) شريڪن جي پيروي ناهن ڪندا (پر حق اهو آهي ته) اهي صرف (پنهنجي) وهم جي پيروي ڪندا آهن. ۽ اهي صرف اندازن (۽ ڏوڪن) کان ڪم وٺندا آهن.

هُوَ الَّذِىْ جَعَلَ لَكُمُ الَّيْلَ لِتَسْكُنُوْا فِيْهِ وَالنَّهَارَ مُبْصِرًا ؕ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّسْمَعُوْنَ ﴿٦٨﴾

٦٨- اُها (لا شريڪ هستي) ئي آهي جنهن توهان جي لاءِ رات کي انهيءَ لاءِ (اوندا هو) بڻايو آهي ته توهان انهيءَ ۾ آرام ماڻيو. ۽ (انهيءَ جي ابتڙ) ڏينهن کي (ڪم ڪار لاءِ) روشن (بڻايو آهي) جيڪي ماڻهو (حق جي

ڳالهہ کي) ٻڌن(۽ انهيءَ مان فائدو وٺن)ٿا انهنجي لاءِ هن نظام ۾ يقيناً ڪيترا ئي نشان آهن.

قَالُوا اتَّخَذَ اللّٰهُ وَلَدًا سُبْحٰنَهٗ ؕ هُوَ الْغَنِيُّ ؕ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ اِنْ عِنْدَكُمْ مِّنْ سُلْطٰنٍۢ بِهٰذَا ؕ اَتَقُوْلُوْنَ عَلَى اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿۶۹﴾

**۶۹**-(۽) انهن(تہ ايستائين) چئي ڇڏيو آهي(تہ)اللّٰه(بہ پنهنجي لاءِ)اولاد اختيار ڪيو آهي(حقيقت① ۾اسان تہ انهيءَ کي) ان ڳالهہ کان پاڪ قرار ڏينداآهيون.هُو وڏو بي نياز آهي جيڪي ڪي آسمانن ۾ (موجود) آهي ۽ جيڪي ڪي زمين ۾ (موجود) آهي (سڀ)انهيءَ جو آهي. انهيءَ (دعويٰ) جو (جا توهان ڪريو ٿا)توهان وٽ ڪو بہ ثبوت نہ آهي(پوءِ)ڇا توهان اللّٰـه جي طرف اها (ڳالهہ) منسوب ڪريو ٿا جنهن بابت توهان(ڪجهہبہ)علم نٿا رکو.

قُلْ اِنَّ الَّذِيْنَ يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ لَا يُفْلِحُوْنَ ﴿۷۰﴾ؕ

**۷۰**-تون (انهن کي) چؤ(تہ) جيڪي (ماڻهو) اللّٰه تي ڪوڙ هڻن ٿا،اُهي هرگز ڪامياب نا هن ٿيندا.

مَتَاعٌ فِي الدُّنْيَا ثُمَّ اِلَيْنَا مَرْجِعُهُمْ ثُمَّ نُذِيْقُهُمُ الْعَذَابَ الشَّدِيْدَ بِمَا كَانُوْا يَكْفُرُوْنَ ﴿۷۱﴾ؑ

**۷۱**-دنيا ۾(انهن جو حصو صرف چند ڏينهن لاءِ)نفعو حاصل ڪرڻ آهي پوءِ انهن کي اسان ڏانهن موٽڻو پوندو. پوءِ انهيءَ سبب ڪري جو اهي ڪفر ڪندا وچن ٿا اسان انهن کي سخت عذاب(جو مزو) چکائينداسين.

وَاتْلُ عَلَيْهِمْ نَبَاَ نُوْحٍ ۘ اِذْ قَالَ لِقَوْمِهٖ

**۷۲**-۽ تون انهن کي نوح جو حال (بہ)

---

۱- يعني مسلمان.

يٰقَوْمِ اِنْ كَانَ كَبُرَ عَلَيْكُمْ مَّقَامِیْ وَتَذْكِيْرِیْ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ فَعَلَى اللّٰهِ تَوَكَّلْتُ فَاَجْمِعُوْٓا اَمْرَكُمْ وَشُرَكَآءَكُمْ ثُمَّ لَا يَكُنْ اَمْرُكُمْ عَلَيْكُمْ غُمَّةً ثُمَّ اقْضُوْٓا اِلَیَّ وَلَا تُنْظِرُوْنِ ﴿۷۱﴾

ٻڌاءِ ڇاڪاڻ تہ ھُن (بہ) پنھنجي قوم کي چيو ھو (تہ) اي منھنجي قوم! جيڪڏھن توھان کي منھنجو (خدا وٽان مليل) مرتبو ۽ الله جي نشانن جي ذريعي توھان ① کي (توھان جو فرض) ياد ڏيارڻ اٽوڻندڙ (لڳي) ٿو تہ ياد رکو تہ صرف الله جي ذات تي مان ڀروسو رکندو آھيان. توھان پنھنجي مقرر ڪيل شريڪن سميت پنھنجي ڳالھہ (جي متعلق مضبوطيءَ جا سيئي سامان) گڏ ڪري ونو (۽) پڻ گھرجي تہ توھان جي ڳالھہ توھان تي (ڪنھن بہ لحاظ سان) شڪ واري نہ رھي، پوءِ انھيءَ کي مون تي جاري ڪري ڇڏيو ۽ مون کي (ڪو بہ موقعو ۽) مھلت نہ ڏيو.

فَاِنْ تَوَلَّيْتُمْ فَمَا سَاَلْتُكُمْ مِّنْ اَجْرٍ ؕ اِنْ اَجْرِیَ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ ۙ وَاُمِرْتُ اَنْ اَكُوْنَ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿۷۲﴾

۷۳- پوءِ بہ جيڪڏھن توھان ڦري وڃو تہ انھيءَ ۾ منھنجو ڪو نقصان ڪونھي (پر توھان جو ئي آھي) ڇو جو مون توھان کان (انھيءَ جي بدلي ۾) ڪو اجر ناھي گھريو. منھنجو اجر الله ڪانسواءِ ٻئي ڪنھن تي ناھي ۽ مون کي حڪم ڏنو ويو آھي تہ مان (انھيءَ جي) ڪامل فرمانبردارن مان ٿيان.

فَكَذَّبُوْهُ فَنَجَّيْنٰهُ وَمَنْ مَّعَهٗ فِی الْفُلْكِ

۷۴- انھيءَ تي بہ اُنھن ھُن کي ڪوڙو

١ ـ قرآن مجيد ۾ ضمير متڪلم بہ آھي. پر اڙدوءَ ۾ ان جي ترجمي جي بغير ترجمو صحيح رھي ٿو ان ڪري ان کي ڇڏي ڏنو آھي.

وَجَعَلْنٰهُمْ خَلٰٓئِفَ وَاَغْرَقْنَا الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا ۚ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُنْذَرِيْنَ ﴿٧٤﴾

ڪيو. تڏهن اسان انهيءَ کي ۽ (پڻ) انهن کي جيڪي ٻيڙيءَ ۾ انهيءَ سان (سوار) هئا بچائي ورتو. ۽ انهن کي اسان اڳين ماڻهن جو جانشين بڻائي ڇڏيو ۽ جن ماڻهن اسان جي نشانن کي ڪوڙو ڪيو (هو) اُنهن کي اسان غرق ڪري ڇڏيو. سو ڏسو (ته) جن ماڻهن کي (اُنهيءَ عذاب کان) خبردار ڪيو هو انهن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي؟

ثُمَّ بَعَثْنَا مِنْۢ بَعْدِهٖ رُسُلًا اِلٰى قَوْمِهِمْ فَجَآءُوْهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَمَا كَانُوْا لِيُؤْمِنُوْا بِمَا كَذَّبُوْا بِهٖ مِنْ قَبْلُ ؕ كَذٰلِكَ نَطْبَعُ عَلٰى قُلُوْبِ الْمُعْتَدِيْنَ ﴿٧٥﴾

٧٥- پوءِ انهيءَ کان بعد اسان ٻيا (به ڪيترا) رسول پنهنجي (پنهنجي) قوم ڏانهن موڪليا ۽ اهي انهن وٽ روشن نشان کڻي آيا ته اهي (ماڻهو) انهيءَ سبب ڪري جو (انهيءَ کان پهرئين) انهيءَ (سچائيءَ) کي ڪوڙو ڪري چڪا هئا (انهيءَ تي) ايمان نه آندائون. اسان حد کان وڌي وڃڻ وارن جي دلين تي اهڙيءَ طرح مهر لڳائيندا آهيون.

ثُمَّ بَعَثْنَا مِنْۢ بَعْدِهِمْ مُّوْسٰى وَهٰرُوْنَ اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ بِاٰيٰتِنَا فَاسْتَكْبَرُوْا وَكَانُوْا قَوْمًا مُّجْرِمِيْنَ ﴿٧٦﴾

٧٦- پوءِ انهن کان بعد اسان موسيٰ ۽ هارون کي پنهنجا نشان ڏئي فرعون ۽ انهيءَ جي قوم جي وڏن ماڻهن ڏانهن موڪليو، ته انهن تڪبر اختيار ڪيو ۽ اهي (پهرين کان ئي) هڪ ڏوهاري قوم هئا.

فَلَمَّا جَآءَهُمُ الْحَقُّ مِنْ عِنْدِنَا قَالُوْٓا اِنَّ هٰذَا لَسِحْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿٧٧﴾

٧٧- پوءِ جڏهن اسان جي طرفان انهن وٽ حق آيو ته انهن چئي ڇڏيو (ته) هيءُ ضرور هڪ (تعلقات کي) ڪٽي ڇڏڻ وارو ڏوڪو آهي.

قَالَ مُوْسٰٓى اَتَقُوْلُوْنَ لِلْحَقِّ لَمَّا

٧٨- (انهيءَ تي) موسيٰ انهن کي

جَآءَكُمْ ؕ اَسِحْرٌ هٰذَا ؕ وَلَا يُفْلِحُ السّٰحِرُوْنَ ﴿٧٨﴾

چيو(ته)ڇا توهان حق جي باري ۾ (ائين)چئو ٿا(ءِ اُهو ته اُن وقت)جڏهن اُهو توهان وٽ اچي ويو آهي ڇا اِهو ڏوڪو(ٿي سگهي) ٿو؟جڏنهن ته ڏوڪو ڏيڻ وارا ڪامياب ناهن ٿيندا.

قَالُوْٓا اَجِئْتَنَا لِتَلْفِتَنَا عَمَّا وَجَدْنَا عَلَيْهِ اٰبَآءَنَا وَتَكُوْنَ لَكُمَا الْكِبْرِيَآءُ فِي الْاَرْضِ ؕ وَمَا نَحْنُ لَكُمَا بِمُؤْمِنِيْنَ ﴿٧٩﴾

**٧٩**-انهن چيو، ڇا تون(انهيءَ ڪري) اسان وٽ آيو آهين ته جنهن ڳالهه تي اسان پنهنجي پيءُ ڏاڏن کي ڏٺو آهي انهيءَ کان اسان کي هٽائي ڇڏين ۽ توهان ٻنهي کي ملڪ ۾ وڏائي حاصل ٿي وڃي ۽ اسان ته توهان تي هرگز ايمان نه آڻينداسين.

وَقَالَ فِرْعَوْنُ ائْتُوْنِيْ بِكُلِّ سٰحِرٍ عَلِيْمٍ ﴿٨٠﴾

**٨٠**-۽ فرعون(پنهنجي ماڻهن کي)چيو(ته) توهان مون وٽ(سڄي مُلڪ جي)هرهڪ ڪامل واقفيت رکڻ واري جادوگر کي وٺي اچو.

فَلَمَّا جَآءَ السَّحَرَةُ قَالَ لَهُمْ مُّوْسٰٓى اَلْقُوْا مَآ اَنْتُمْ مُّلْقُوْنَ ﴿٨١﴾

**٨١**-پوءِ جڏهن جادوگر(ماڻهو)آيا ته موسٰي انهن کي چيو(ته)جيڪي ڪي توهان کي اڇلائڻو آهي سو اڇلايو.

فَلَمَّآ اَلْقَوْا قَالَ مُوْسٰى مَا جِئْتُمْ بِهِ ۙ السِّحْرُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَيُبْطِلُهٗ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُصْلِحُ عَمَلَ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٨٢﴾

**٨٢**-انهيءَ تي جڏهن انهن کي(جيڪي ڪجهه اڇلائڻو هو)اڇلايو- ته موسٰي چيو (ته)جيڪي ڪي توهان ماڻهن پيش ڪيو آهي (پورو )پورو ڏوڪو آهي.(۽) اللّٰه ضرور انهيءَ کي مِٽائي ڇڏيندو.اللّٰه فسادين جي ڪاروائين کي ڪڏهن ڪامياب ٿيڻ ناهي ڏيندو①.

١ ـ اسان لَا يُصْلِحُ جو ترجمو”ڪامياب ٿيڻ ناهي ڏيندو“ ان ڪري ڪيو آهي ته يُصْلِحُ جي

وَيُحِقُّ اللّٰهُ الْحَقَّ بِكَلِمٰتِهٖ وَلَوْ كَرِهَ الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٨٣﴾

**٨٣-** ۽ اللّٰه پنهنجي نشانن جي ذريعي حق کي قائم ڪندو آهي توڙي ڏوهاري (ماڻهو انهيءَ ڳالهه کي) ناپسند ئي ڪن.

ع ١٢ ١٣

فَمَآ اٰمَنَ لِمُوْسٰى اِلَّا ذُرِّيَّةٌ مِّنْ قَوْمِهٖ عَلٰى خَوْفٍ مِّنْ فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهِمْ اَنْ يَّفْتِنَهُمْ ؕ وَاِنَّ فِرْعَوْنَ لَعَالٍ فِي الْاَرْضِ ۚ وَاِنَّهٗ لَمِنَ الْمُسْرِفِيْنَ ﴿٨٤﴾

**٨٤-** پوءِ (به) ان جي قوم جي چند نوجوانن ئي هُن تي ايمان آندو باقي ماڻهن فرعون (جي دٻ ڪان) ۽ پنهنجي قوم جي وڏن ماڻهن جي خوف ڪان ته هو ڪين ڪنهن مصيبت ۾ (نه) وجهي ڇڏي موسيٰ جي فرمانبرداري (اختيار) نه ڪيائون ۽ فرعون يقيناً ڏاڍ ڪرڻ وارو ۽ حد ڪان وڌي وڃڻ وارن مان هو.

وَقَالَ مُوْسٰى يٰقَوْمِ اِنْ كُنْتُمْ اٰمَنْتُمْ بِاللّٰهِ فَعَلَيْهِ تَوَكَّلُوْٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّسْلِمِيْنَ ﴿٨٥﴾

**٨٥-** ۽ موسيٰ (پنهنجي قوم کي) چيو (ته) اي منهنجي قوم! جيڪڏهن هيءَ ڳالهه (صحيح) آهي ته توهان اللّٰه تي ايمان آندو آهي، ته جيڪڏهن (انهيءَ سان گڏ) توهان (انهيءَ جا) سچا فرمانبردار (به) آهيو ته انهيءَ تي ڀروسو ڪيو.

فَقَالُوْا عَلَى اللّٰهِ تَوَكَّلْنَا ۚ رَبَّنَا لَا تَجْعَلْنَا فِتْنَةً لِّلْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٨٦﴾

**٨٦-** انهيءَ تي انهن چيو (ته) اسان اللّٰه تي ئي ڀروسو رکون ٿا. اي اسانجا رب! اسان کي (انهن) ظالم ماڻهن لاءِ فتني (جو سبب) نه بڻاءِ.

وَنَجِّنَا بِرَحْمَتِكَ مِنَ الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٨٧﴾

**٨٧-** ۽ پنهنجي رحمت سان اسان کي ڪافر ماڻهن (جي ظلم) ڪان بچاءِ.

**(باقي حاشيو)** معنيٰ اصلاح ڪرڻ جي ٿيندي آهي ۽ جڏهن ڪنهن ڪم جي اصلاح ٿي وڃي ته نتيجو صحيح نڪري ايندو آهي ۽ انسان ڪامياب ٿي ويندو آهي.

وَاَوۡحَيۡنَاۤ اِلٰى مُوۡسٰى وَاَخِيۡهِ اَنۡ تَبَوَّاٰ لِقَوۡمِكُمَا بِمِصۡرَ بُيُوۡتًا وَّاجۡعَلُوۡا بُيُوۡتَكُمۡ قِبۡلَةً وَّاَقِيۡمُوا الصَّلٰوةَ ؕ وَبَشِّرِ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿۸۸﴾

**٨٨**-۽ اسان موسيٰ ۽ ان جي ڀاءُ ڏانهن وحي موڪلي ته توهان مصر ۾ چند گهرن (جي جڳهه) کي پنهنجي قوم جي (رهڻ جي) لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو.۽ توهان سڀ ماڻهو پنهنجا (پنهنجا) گهر آمهون سامهون ٺاهيو ۽ (انهن ۾) سهڻي نموني نماز ادا (ڪندا) ڪيو.۽ (هيءَ وحي به ڪئي ته اي موسيٰ!) تون مومنن کي (ڪاميابيءَ جي) خوشخبري ڏي.

وَقَالَ مُوۡسٰى رَبَّنَاۤ اِنَّكَ اٰتَيۡتَ فِرۡعَوۡنَ وَمَلَاَهٗ زِيۡنَةً وَّاَمۡوَالًا فِى الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا ۙ رَبَّنَا لِيُضِلُّوۡا عَنۡ سَبِيۡلِكَ ۚ رَبَّنَا اطۡمِسۡ عَلٰٓى اَمۡوَالِهِمۡ وَاشۡدُدۡ عَلٰى قُلُوۡبِهِمۡ فَلَا يُؤۡمِنُوۡا حَتّٰى يَرَوُا الۡعَذَابَ الۡاَلِيۡمَ ﴿۸۹﴾

**٨٩**-۽ موسيٰ چيو (ته) اي اسانجا رب! تو فرعون (کي) ۽ انهيءَ جي قوم جي وڏن ماڻهن کي (هن) دنياوي زندگي ۾ زينت (جا سامان) ۽ مال ڏئي ڇڏيا آهن پر اي اسانجا رب! نتيجو هي نڪري① رهيو آهي ته اُهي تنهنجي رستي کان (ماڻهن کي) گمراهه ڪري رهيا آهن.پوءِ اي اسانجا رب! اُنهن جي مالن کي برباد ڪري ڇڏ ۽ انهن جي دلين تي به سزا نازل ڪر جنهن جو هي نتيجو نڪري ته جيستائين اهي دردناڪ عذاب نه ڏسي وٺن ايمان نه آڻين②.

قَالَ قَدۡ اُجِيۡبَتۡ دَّعۡوَتُكُمَا فَاسۡتَقِيۡمَا

**٩٠**-(انهيءَ تي الله) فرمايو، توهان جي دعا قبول ڪئي وئي.پوءِ توهان ٻئي ثابت قدمي

١- هتي لام عاقبت آهي. يعني هي پهرين ڳالهه جو نتيجو آهي.

٢-ان جو اِهو مطلب ناهي ته خداتعاليٰ ڏاڍ سان ماڻهن جي مٿان عذاب نازل ڪندو آهي بلڪ مطلب هي آهي ته هي ماڻهو گمراهيءَ ۾ ايترو وڌي ويا آهن جو هاڻي ايمان آڻڻ ۽ انهن کي الٰهي مدد نه هجڻ گهرجي ها عذابن کي ڏسي پنهنجو پاڻ ئي توبهه ڪري وٺن ته ڪري وٺن.

وَلَا تَتَّبِعٰٓنِّ سَبِيۡلَ الَّذِيۡنَ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ۝٩٠

ڏيکاريو. ۽ جيڪي ماڻهو علم نٿا رکن انهن جي راهه جي پيروي هرگز نه ڪيو.

وَجٰوَزۡنَا بِبَنِيۡٓ اِسۡرَآءِيۡلَ الۡبَحۡرَ فَاَتۡبَعَهُمۡ فِرۡعَوۡنُ وَجُنُوۡدُهٗ بَغۡيًا وَّعَدۡوًا ؕ حَتّٰٓى اِذَآ اَدۡرَكَهُ الۡغَرَقُ ۙ قَالَ اٰمَنۡتُ اَنَّهٗ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا الَّذِيۡٓ اٰمَنَتۡ بِهٖ بَنُوۡۤا اِسۡرَآءِيۡلَ وَاَنَا مِنَ الۡمُسۡلِمِيۡنَ ۝٩١

**٩١**-۽ اسان بني اسرائيل کي سمنڊ مان (پار) ڪيو، ته فرعون ۽ ان جي فوجن ڏاڍ ۽ ظلم (جي راهه)سان انهن جو پيڇو ڪيو. ايستائين جو جڏهن غرق ٿيڻ واري آفت انهيءَ کي(۽ ان جي فوج کي)اچي پڪڙيو ته انهيءَ چيو ته مان ايمان آڻيان ٿو ته جنهن (قدرت واري هستيءَ) تي بني اسرائيل ايمان آندو آهي انهيءَ کان سواءِ ڪو به معبود ڪونهي ۽ مان (سچي)فرمانبرداري اختيار ڪرڻ وارن مان(ٿيان)ٿو.

آٰلۡـٰٔنَ وَقَدۡ عَصَيۡتَ قَبۡلُ وَكُنۡتَ مِنَ الۡمُفۡسِدِيۡنَ ۝٩٢

**٩٢**-(اسان چيو)چا(تون) هاڻي(ايمان آڻين ٿو)جڏنهن ته پهرئين تو نافرماني ڪئي. ۽ تون فسادين مان هئين.

فَالۡيَوۡمَ نُنَجِّيۡكَ بِبَدَنِكَ لِتَكُوۡنَ لِمَنۡ خَلۡفَكَ اٰيَةً ؕ وَاِنَّ كَثِيۡرًا مِّنَ النَّاسِ عَنۡ اٰيٰتِنَا لَغٰفِلُوۡنَ ۝٩٣ ع

**٩٣**-پوءِ هاڻي اسان تنهنجي جسم ⓵(جي بقا) جي ذريعي توکي(ٿورڙي)نجات ڏيون ٿا انهيءَ لاءِ ته جيڪي ماڻهو توکان پوءِ اچڻ وارا آهن انهن لاءِ تون هڪ نشان هجين ۽ ماڻهن مان گهڻا ماڻهو اسان جي نشانن کان بلاشڪ بي خبر آهن.

وَلَقَدۡ بَوَّاۡنَا بَنِيۡٓ اِسۡرَآءِيۡلَ مُبَوَّاَ صِدۡقٍ

**٩٤**-۽ اسان بنان شڪ ۽ شبهي جي بني

١-قرآن مجيد جي سچائي هن آيت جي وسيلي اجان تائين ثابت ٿي رهي آهي چاڪاڻ ته موسىٰ جي فرعون جو لاش سمنڊ ۾ غرق ٿيڻ کانپوءِ بچي اج تائين محفوظ رکيو ويو آهي ۽ هاڻي به مصر جي عجائب گهر ۾ موجود آهي.

وَّرَزَقْنٰهُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ ۚ فَمَا اخْتَلَفُوْا حَتّٰى جَآءَهُمُ الْعِلْمُ ؕ اِنَّ رَبَّكَ يَقْضِىْ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿٩٣﴾

اسرائيل کي ظاهري ۽ باطني(هر قسم جي) خوبيءَ واري جڳهه ڏني هئي ۽(هر قسم جون)وڻندڙ شيون (به)انهن کي ڏنيون هيون.پوءِ انهيءَ ① وقت تائين جو انهن وٽ صحيح علم اچي ويو.انهن(ڪنهن ڳالهه ۾) اختلاف نه ڪيو. تنهنجو رب انهن جي وچ ۾ انهيءَ ڳالهه جي باري ۾ جنهن ۾ هاڻي هو اختلاف ڪري رهيا② آهن،يقيناً قيامت جي ڏينهن فيصلو ڪري ڇڏيندو.

فَاِنْ كُنْتَ فِىْ شَكٍّ مِّمَّآ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ فَسْـَٔلِ الَّذِيْنَ يَقْرَءُوْنَ الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِكَ ۚ لَقَدْ جَآءَكَ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ فَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِيْنَ ﴿٩٤﴾

**٩٥**-پوءِ جيڪڏهن تون(اي قرآن جي پڙهڻ ③ وارا) هن(ڪلام)جي سببان جيڪو اسان تنهنجي طرف نازل ڪيو آهي. ڪنهن شڪ (۽ شبهي) ۾ (مبتلا) آهين ته تون انهن ماڻهن کان جيڪي توکان پهرين هن ڪتاب کي پڙهي رهيا آهن پڇا ڪر(۽ توکي معلوم ٿيندو ته)سواءِ شڪ ۽ شبهي جي(هڪ) ڪامل صداقت تنهنجي رب جي طرفان آئي آهي پوءِ تون شڪ ڪرڻ وارن مان نه بڻج.

١-يعني جڏهن به انهن وٽ رسول آيا انهن اختلاف ڪيو. رسولن جي تعليم کان اڳ رواجي ايمان ڏيکاريندا رهيا.

٢-يعني محمد رسول‌الله ﷺ سان اختلاف ئي سڀ کان وڏو اختلاف هو ان جو فيصلو قيامت جي ڏينهن ضرور ٿيندو.

٣-هي خطاب قرآن مجيد پڙهڻ وارن لاءِ آهي رسول‌الله ﷺ جي لاءِ نه.ڇاڪاڻ ته قرآن مجيد جي بيان مطابق پاڻ سڳوراﷺ سڀ قسمن جي شڪن کان مٿاهان آهن.پاڻ سڳورن جي باري قرآن مجيد ۾ اچي ٿو ته اَنَا اَوَّلُ الْمُسْلِمِيْنَ (الانعام: ١٦٣)

وَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ فَتَكُوْنَ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٩٦﴾

**٩٦**۔ ۽ تون انهن (ماڻهن) مان هرگز نه ٿج جن اللّٰه جي نشانن کي ڪوڙو ڪيو آهي نه ته تون نقصان ماڻڻ وارن مان ٿي ويندين.

اِنَّ الَّذِيْنَ حَقَّتْ عَلَيْهِمْ كَلِمَتُ رَبِّكَ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٩٧﴾

**٩٧**۔ جن ماڻهن جي متعلق تنهنجي رب (جي طرفان تباهي) جي خبر اچي چڪي آهي اهي هرگز ايمان نه آڻيندا.

وَلَوْ جَآءَتْهُمْ كُلُّ اٰيَةٍ حَتّٰى يَرَوُا الْعَذَابَ الْاَلِيْمَ ﴿٩٨﴾

**٩٨**۔ ۽ جيڪڏهن انهن وٽ هر قسم جا نشان به اچي وڃن تڏهن به اهي انهيءَ وقت تائين ايمان نه آڻيندا جيستائين دردناڪ عذاب نه ڏسي وٺن.

فَلَوْلَا كَانَتْ قَرْيَةٌ اٰمَنَتْ فَنَفَعَهَآ اِيْمَانُهَآ اِلَّا قَوْمَ يُوْنُسَ ؕ لَمَّآ اٰمَنُوْا كَشَفْنَا عَنْهُمْ عَذَابَ الْخِزْيِ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَمَتَّعْنٰهُمْ اِلٰى حِيْنٍ ﴿٩٩﴾

**٩٩**۔ ۽ چو يونس جي قوم کان سواءِ (ٻي اهڙي) بستي نه ٿي جيڪا (سچي ٿي) ايمان آڻي ها ۽ انهيءَ جو ايمان آڻڻ انهيءَ کي نفعو ڏئي ها. جڏهن اُنهن (يعني يونس جي قوم جي ماڻهن) ايمان آندو ته اسان انهن (تان) هن دنياوي زندگيءَ ۾ (به) خواريءَ جو عذاب پري ڪري ڇڏيو ۽ انهن کي هڪ وقت تائين (هر طرح جو) سامان عطا ڪيو.

وَلَوْ شَآءَ رَبُّكَ لَاٰمَنَ مَنْ فِي الْاَرْضِ كُلُّهُمْ جَمِيْعًا ؕ اَفَاَنْتَ تُكْرِهُ النَّاسَ حَتّٰى يَكُوْنُوْا مُؤْمِنِيْنَ ﴿١٠٠﴾

**١٠٠**۔ ۽ جيڪڏهن اللّٰه (هدايت جي معاملي ۾) پنهنجي (ئي) مرضيءَ کي جاري ڪري ها ته (جيتري قدر) ماڻهو زمين تي موجود آهن اهي سڀئي ايمان آڻين ها (پوءِ جڏهن خدا به مجبور نٿو ڪري) ته ڇا تون ماڻهن کي (ايترو) مجبور ڪندين جو اهي مومن بڻجي وڃن.

وَمَا كَانَ لِنَفْسٍ اَنْ تُؤْمِنَ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ

**١٠١**۔ ۽ اللّٰه جي ڏنل حڪم کان سواءِ ڪنهن

وَيَجْعَلُ الرِّجْسَ عَلَى الَّذِيْنَ لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿١٠١﴾

شخص جي اختيار ۾ ڪونهي ته اهو ايمان آڻي ۽ اهو پنهنجو غضب انهن ماڻهن تي(نازل) ڪندوآهي جيڪي عقل رکندي انهيءَ ڪان ڪم نٿا وٺن.

قُلِ انْظُرُوْا مَاذَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَمَا تُغْنِي الْاٰيٰتُ وَالنُّذُرُ عَنْ قَوْمٍ لَّا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٠٢﴾

**١٠٢**-تون(انهن کي)چؤ(ته)ڏسو(ته) آسمانن ۽ زمين ۾ ڇا(ڇا ٿي رهيو)آهي ۽ ڪنهن قسم جا نشان(به)پلي امن جا هجن پلي ڊيڄارڻ واريون خبرون انهن ماڻهن کي فائدو نه ٿيون ڏين جيڪي ايمان نه آڻڻ تي بضد هجن.

فَهَلْ يَنْتَظِرُوْنَ اِلَّا مِثْلَ اَيَّامِ الَّذِيْنَ خَلَوْا مِنْ قَبْلِهِمْ ؕ قُلْ فَانْتَظِرُوْٓا اِنِّيْ مَعَكُمْ مِّنَ الْمُنْتَظِرِيْنَ ﴿١٠٣﴾

**١٠٣**-پوءِ ڇا جيڪي ماڻهو انهن کان پهرين گذري چڪا آهن اهي انهن جي ڏينهن وانگر ڏينهن کانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ جو انتظار ڪري رهيا آهن؟تون انهن کي چؤ (ته)چڱو(جيڪڏهن اهوئي نمونو ڏسڻو آهي ته) پوءِ توهان(ماڻهو ڪجهه) انتظار ڪيو. مان(به)يقيناً توهان سان انتظار ڪرڻ وارن مان آهيان.

ثُمَّ نُنَجِّيْ رُسُلَنَا وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كَذٰلِكَ ۚ حَقًّا عَلَيْنَا نُنْجِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٠٤﴾ ع ١١ / ١٥

**١٠٤**-۽ (جڏهن اهو عذاب اچي ويندو ته انهيءَ وقت)اسان پنهنجي رسولن کي ۽ جن ماڻهن انهن تي ايمان آندو آهي انهن سڀني کي بچائي وٺنداسين.اهڙيءَ طرح اسان جي ذمي(خود پنهنجو قائم ڪيل)هڪ حق آهي ته اسان مومنن کي ضرور بچائي وٺندا آهيون.

قُلْ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنْ كُنْتُمْ فِيْ شَكٍّ مِّنْ دِيْنِيْ فَلَآ اَعْبُدُ الَّذِيْنَ تَعْبُدُوْنَ مِنْ

**١٠٥**-تون چؤ ته اي انسانو!جيڪڏهن توهان منهنجي دين جي متعلق ڪنهن

دُوۡنِ اللّٰهِ وَلٰـكِنۡ اَعۡبُدُ اللّٰهَ الَّذِىۡ يَتَوَفّٰٮكُمۡ ۖۚ وَاُمِرۡتُ اَنۡ اَكُوۡنَ مِنَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَۙ ﴿۱۰۵﴾

قسم جي شڪ (۽ شبهہ) ۾ آهيو تہ (ٻڌي وٺو تہ) اللّٰہ کانسواءِ جن (معبودن) جي توهان پوڄا ڪندا آهيو مان انهن جي پوڄا نہ ڪندو آهيان پر مان اللّٰہ جي پوڄا ڪندو آهيان جيڪو توهان کي وفات ڏيندو. ۽ مون کي حڪم ڏنو ويو آهي تہ مان ايمان آڻڻ وارن مان بڻجان.

وَاَنۡ اَقِمۡ وَجۡهَكَ لِلدِّيۡنِ حَنِيۡفًا ۚ وَلَا تَكُوۡنَنَّ مِنَ الۡمُشۡرِكِيۡنَ ﴿۱۰۶﴾

**١٠٦ـ** ۽ (انهيءَ فرمان جي پهچاڻڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي) تہ (اي مخاطب!) تون هر ڪنهن ڏِنگ کان پاڪ هوندي پنهنجي توجہ کي هميشه جي واسطي دين جي لاءِ (وقف) ڪري ڇڏ ۽ تون مشرڪن مان هرگز نہ بڻج.

وَلَا تَدۡعُ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ مَا لَا يَنۡفَعُكَ وَلَا يَضُرُّكَ ۚ فَاِنۡ فَعَلۡتَ فَاِنَّكَ اِذًا مِّنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۱۰۷﴾

**١٠٧ـ** ۽ تون اللّٰہ کان سواءِ (ڪنهن شيءَ) کي جيڪا توکي نہ (ڪو) نفعو پهچائيندي آهي ۽ نہ (ڪو) نقصان پهچائيندي آهي نہ سڏ ـ ۽ جيڪڏهن تو (ائين) ڪيو تہ اِن صورت ۾ تون يقيناً ظالمن ۾ شمار ٿيندين.

وَاِنۡ يَّمۡسَسۡكَ اللّٰهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهٗۤ اِلَّا هُوَ ۚ وَاِنۡ يُّرِدۡكَ بِخَيۡرٍ فَلَا رَآدَّ لِفَضۡلِهٖ ؕ يُصِيۡبُ بِهٖ مَنۡ يَّشَآءُ مِنۡ عِبَادِهٖ ؕ وَهُوَ الۡغَفُوۡرُ الرَّحِيۡمُ ﴿۱۰۸﴾

**١٠٨ـ** ۽ جيڪڏهن اللّٰه توکي ڪا تڪليف پهچائي تہ انهيءَ کانسواءِ ڪو بہ انهيءَ کي ٽارڻ وارو نٿو (ٿي سگهي) ۽ جيڪڏهن اهو تنهنجي لاءِ ڪا بهتري چاهي تہ انهيءَ جي فضل کي روڪڻ وارو (بہ هرگز) ڪوئي نٿو (ٿي سگهي) هُو پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي پسند ڪندو آهي انهيءَ کي

(پنهنجو فضل) پهچائي ڇڏيندوآهي ۽ اهو گهڻو ئي بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

قُلْ يَٰٓأَيُّهَا ٱلنَّاسُ قَدْ جَآءَكُمُ ٱلْحَقُّ مِن رَّبِّكُمْ ۖ فَمَنِ ٱهْتَدَىٰ فَإِنَّمَا يَهْتَدِى لِنَفْسِهِۦ ۖ وَمَن ضَلَّ فَإِنَّمَا يَضِلُّ عَلَيْهَا ۖ وَمَآ أَنَا۠ عَلَيْكُم بِوَكِيلٍ ﴿١٠٩﴾

**١٠٩**- تون (انهن کي) چؤ (ته) اي انسانو! توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان حق اچي ويو آهي پوءِ (هاڻي) جيڪو (انهيءَ جي ٻڌايل) هدايت کي اختيار ڪري ته اهو پنهنجي جان جي (ئي فائدي) جي لاءِ هدايت کي اختيار ڪري ٿو. ۽ جيڪو انهيءَ راهه کان ڀٽڪي وڃي ته انهيءَ جو ڀٽڪڻ (به) انهيءَ جي جان تي ئي (هڪ وبال) ٿيندو. ۽ مان توهان جو ڪو ذميوار نه آهيان.

وَٱتَّبِعْ مَا يُوحَىٰٓ إِلَيْكَ وَٱصْبِرْ حَتَّىٰ يَحْكُمَ ٱللَّهُ ۚ وَهُوَ خَيْرُ ٱلْحَٰكِمِينَ ﴿١١٠﴾ ع

**١١٠**- ۽ جيڪا توڏانهن وحي ڪئي ويندي آهي تون انهيءَ جي پيروي ڪر ۽ صبر کان ڪم وٺ ايستائين جو اللّٰه فيصلو جاري ڪري ڇڏي ۽ اهو سڀني فيصلي ڪرڻ وارن کان بهتر فيصلي ڪرڻ وارو آهي.

سُوْرَةُ هُوْدٍ مَّكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ اَرْبَعٌ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ عَشَرَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت هود - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون هڪ سئو چوويهه آيتون ۽ ڏهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو)

الٓرٰ ۚ كِتٰبٌ اُحْكِمَتْ اٰيٰتُهٗ ثُمَّ فُصِّلَتْ مِنْ لَّدُنْ حَكِيْمٍ خَبِيْرٍ ②

٢-مان① الله ڏسڻ وارو آهيان. (هي) اهڙو ڪتاب آهي جو هن جي آيتن کي مستحڪم ڪيو ويو آهي ۽ پڻ انهن کي کولي بيان ڪيو ويو آهي(۽هي)حڪيم۽ خبير (هستيءَ)جي طرفان آهي.

اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّا اللّٰهَ ؕ اِنَّنِيْ لَكُمْ مِّنْهُ نَذِيْرٌ وَّبَشِيْرٌ ③

وَّاَنِ اسْتَغْفِرُوْا رَبَّكُمْ ثُمَّ تُوْبُوْٓا اِلَيْهِ يُمَتِّعْكُمْ مَّتَاعًا حَسَنًا اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى وَّيُؤْتِ كُلَّ ذِيْ فَضْلٍ فَضْلَهٗ ؕ وَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنِّيْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ كَبِيْرٍ ④

٣،٤-(۽) انهيءَ تعليم تي مشتمل آهي ته توهان الله کانسواءِ(ڪنهن)جي عبادت نه ڪيو. ۽ اهو ته توهان پنهنجي رب کان بخشش گهرو (۽) انهيءَ ڏانهن(سچيءَ طرح) موٽو(تڏهن) هو توهان کي هڪ مقرر مُدي تائين چڱيءَ طرح سان سامان عطا ڪندو. ۽ پڻ هر هڪ فضيلت واري(شخص)کي پنهنجو فضل عطا ڪندو ۽ جيڪڏهن توهان ڦري ويندؤ ته مان يقيناً توهان تي هڪ وڏي (هيبت ناڪ)ڏينهن جي عذاب(جي اچڻ) کان ڊڄانٿو.ڇو جو مان خدا جي طرفان بنا شڪ شبهي جي توهان لاءِ هوشيار ڪرڻ

١-تفصيل لاءِ ڏسو سورت يونس آيت ٢ نوٽ نمبر ١

وارو ۽ اهم① خبرون ڏيڻ وارو(ٻٽائي موڪليو ويو)آهيان.

اِلَى اللّٰهِ مَرْجِعُكُمْ ۚ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَیْءٍ قَدِیْرٌ ۝۴

٤-اللّٰه ڏانهن توهان(سڀني)کي واپس موٽڻو آهي ۽ اهو هر شيءَ تي ڪامل طور تي قدرت رکڻ وارو آهي.

اَلَاۤ اِنَّهُمْ یَثْنُوْنَ صُدُوْرَهُمْ لِیَسْتَخْفُوْا مِنْهُ ؕ اَلَا حِیْنَ یَسْتَغْشُوْنَ ثِیَابَهُمْ ۙ یَعْلَمُ مَا یُسِرُّوْنَ وَمَا یُعْلِنُوْنَ ۚ اِنَّهٗ عَلِیْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ۝۵

٥-ٻڌو!اهو يقيناً پنهنجي سينن کي انهيءَ ڪري موڙيندا رهن ٿا ته انهيءَ ② کان لڪا رهن. ٻڌو! جنهن وقت اهي پنهنجا ڪپڙا پائيندا آهن(ته انهيءَ وقت به)جو ڪجهه اُهي لڪائيندا آهن ۽ جو ڪجهه اهي ظاهر ڪندا آهن انهيءَ کي هُو ڄاڻندو(هوندو)آهي هُو يقيناً سينن جي ڳالهين کي(به)خوب ڄاڻندو آهي.

وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ فِی الْاَرْضِ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ رِزْقُهَا وَیَعْلَمُ مُسْتَقَرَّهَا وَمُسْتَوْدَعَهَا ؕ كُلٌّ فِیْ كِتٰبٍ مُّبِیْنٍ ۝۶

٦-۽ زمين ۾ اهڙو ڪو به جاندار ڪونهي جنهن جو رزق اللّٰه جي ذمي نه هجي. اهو انهيءَ ③ جي عارضي④ رهائش جي جڳهه کي ۽ انهيءَ جي مستقل رهائش جي جڳهه کي ڄاڻيندو ⑤ آهي (اهو) سڀ (ڪجهه)

١-بشارت جي معنيٰ اڙدو زبان خوشخبري جي هوندي آهي پر عربي زبان ۾ ان جي معنيٰ اهم خبر جي هوندي آهي پلي اهو انذار (ڊيڄارڻ) جي باري ۾ هجي.

٢-يعني اللّٰه تعاليٰ کان.

٣-يعني هر جانور جي.

٤-مستقر ۽ مستودع جي تشريح لاءِ ڏسو سورت الانعام آيت ٩٩ نوٽ نمبر ١.

٥-عربيءَ ۾ يَعْلَمُ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي "ڄاڻي ٿو." پر اڙدوءَ ۾ اهڙي قسم جي عبارت هيئن هوندي آهي ته "ڄاڻيندو نه هجي" ان ڪري جيتوڻيڪ ترجمو اسان ڄاڻي ٿو لکيو آهي پر اڙدوءَ جي لحاظ سان هن ريت سمجهڻ گهرجي ته ڄاڻيندو نه هجي.

وَهُوَ الَّذِیۡ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ فِیۡ سِتَّةِ اَیَّامٍ وَّکَانَ عَرۡشُهٗ عَلَی الۡمَآءِ لِیَبۡلُوَکُمۡ اَیُّکُمۡ اَحۡسَنُ عَمَلًا ؕ وَلَئِنۡ قُلۡتَ اِنَّکُمۡ مَّبۡعُوۡثُوۡنَ مِنۡۢ بَعۡدِ الۡمَوۡتِ لَیَقُوۡلَنَّ الَّذِیۡنَ کَفَرُوۡۤا اِنۡ هٰذَاۤ اِلَّا سِحۡرٌ مُّبِیۡنٌ ⑧

وَلَئِنۡ اَخَّرۡنَا عَنۡهُمُ الۡعَذَابَ اِلٰۤی اُمَّةٍ مَّعۡدُوۡدَةٍ لَّیَقُوۡلُنَّ مَا یَحۡبِسُهٗ ؕ اَلَا یَوۡمَ یَاۡتِیۡهِمۡ لَیۡسَ مَصۡرُوۡفًا عَنۡهُمۡ وَحَاقَ بِهِمۡ مَّا کَانُوۡا بِهٖ یَسۡتَهۡزِءُوۡنَ ⑨ ع

وَلَئِنۡ اَذَقۡنَا الۡاِنۡسَانَ مِنَّا رَحۡمَةً ثُمَّ نَزَعۡنٰهَا

هڪ واضح ڪري ڇڏڻ واري ڪتاب ۾ (موجود) آهي.

**٨**۔ ۽ اُهوئي آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن وقتن ۾ پيدا ڪيو آهي انهيءَ لاءِ ته هُو توهان جو امتحان وٺي (ته) توهان مان ڪنهن جا عمل وڌيڪ سٺا آهن. ۽ انهيءَ جو① عرش پاڻيءَ تي آهي. ۽ هي يقيني ڳالهه آهي ته جيڪڏهن تون (انهن کي) چوين (ته) توهان مرڻ کان پوءِ ضرور اٿاريا ويندؤ ته جن ماڻهن انڪار ڪيو آهي (قسم کڻي کڻي) چوندا (ته) هيءَ (دعويٰ) رڳو هڪ ڏوڪو آهي.

**٩**۔ ۽ هيءَ (به) يقيني ڳالهه آهي ته جيڪڏهن اسان هن عذاب کي هڪ اندازو ڪيل مدت تائين انهن کان پوئتي هٽائي رکون ته اهي ضرور چوندا (ته) ڪهڙي ڳالهه انهيءَ کي روڪي رهي آهي ٻڌو! جنهن وقت اهو انهن تي ايندو ته انهن کان هٽايو نه ويندو ۽ جنهن عذاب تي اهي کلون ڪندا هئا اهو انهن کي گهيري وٺندو.

**١٠**۔ ۽ جيڪڏهن اسان انسان کي پنهنجي

١۔عرش مان مراد حڪومت يا ان جو اصول هوندو آهي ۽ پاڻيءَ جو لفظ قرآن ڪريم ۾ وحيءَ جي لاءِ ڳالهايو ويندو آهي.ان ڪري آيت جوهي مطلب ٿيو ته خداتعاليٰ جو اصول حڪومت وحيءَ جي ذريعي پنهنجا حڪمَ جاري ڪرڻ آهي اهو نه ته مادي پاڻيءَ تي ان جو ڪو مادي عرش يا تخت رکيل آهي. ان جي باري ۾ته اچي ٿو ته: لَيۡسَ كَمِثۡلِهٖ شَیۡءٌ يعني ڪا شيءِ به ان جهڙي ناهي ان ڪري مادي شين تي ان جو قياس ڪرڻ صحيح ناهي.

مِنۡهُ ۚ اِنَّهٗ لَیَـُٔوۡسٌ کَفُوۡرٌ ﴿۱۰﴾

طرفان (ڪنهن قسم جي) رحمت (جو مزو) چکايون (۽) پوءِ اسان انهيءَ کي هن کان هٽائي ڇڏيون ته هو ڏاڍو نااميد (۽) احسان جو منڪر ٿي ويندو آهي .

وَلَئِنۡ اَذَقۡنٰهُ نَعۡمَآءَ بَعۡدَ ضَرَّآءَ مَسَّتۡهُ لَیَقُوۡلَنَّ ذَهَبَ السَّیِّاٰتُ عَنِّیۡ ؕ اِنَّهٗ لَفَرِحٌ فَخُوۡرٌ ﴿ۙ۱۱﴾

اِلَّا الَّذِیۡنَ صَبَرُوۡا وَ عَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ؕ اُولٰٓئِکَ لَهُمۡ مَّغۡفِرَةٌ وَّ اَجۡرٌ کَبِیۡرٌ ﴿۱۲﴾

**١٢،١١**ـ ۽ جيڪڏهن اسان ڪنهن مصيبت کانپوءِ جيڪا انهيءَ کي پهتي هجي انهيءَ کي ڪنهن (وڏي) نعمت (جو مزو) چکايون ته سواءِ انهن ماڻهن جي جيڪي صبر اختيار ڪن ۽ نيڪ عمل ڪن، اهو چوڻ لڳندو آهي ته (هاڻي) منهنجون (سڀ) تڪليفون مون کان ٽري ويون آهن. يقيناً هو ڏاڍو هنيلو (۽) ڏاڍو فخر ڪرڻ وارو آهي. اِهي (ئي صابر ماڻهو) آهن جن جي لاءِ بخشش ۽ (تمام) وڏو اجر (مقدر) آهي.

فَلَعَلَّکَ تَارِکٌۢ بَعۡضَ مَا یُوۡحٰۤی اِلَیۡکَ وَضَآئِقٌۢ بِهٖ صَدۡرُکَ اَنۡ یَّقُوۡلُوۡا لَوۡلَاۤ اُنۡزِلَ عَلَیۡهِ کَنۡزٌ اَوۡ جَآءَ مَعَهٗ مَلَکٌ ؕ اِنَّمَاۤ اَنۡتَ نَذِیۡرٌ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰی کُلِّ شَیۡءٍ وَّکِیۡلٌ ﴿ؕ۱۳﴾

**١٣**ـ پوءِ شايد ① (ڪافر توکان اها اميد رکندا آهن ته) تون هِن (ڪلام) جو جيڪو توتي وحي ڪيو ويندو آهي ڪجهه حصو (ماڻهن کي پهچائڻ جي بدران) ڇڏي ڏيڻ تي تيار ٿي وڃين (پر ائين ڪڏهن نه ٿو ٿي سگهي) ۽ (اُهي اِها به اميد ڪري رهيا آهن ته) انهن جي انهيءَ اعتراض جي ڪري ته

١ ـ قرآن ڪريم ۾ لَعَلَّ جو لفظ آهي ۽ لغت لَعَلَّ جي هيءَ معنيٰ ڏني آهي ته متڪلم پنهنجي سامهون واري جي باري ۾ دل جي خواهش کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪڏهن هي لفظ استعمال ڪندو آهي. ان ڪري اسان هي ترجمو ڪيو آهي ته شايد ڪافر توکان هاڻي هي اميد رکن ٿا ته قرآن جو ڪجهه حصو لڪائي ڇڏي اها اميد سندن وهم آهي عملاً نا ممڪن آهي.

هِن تي چو نہ ڪو خزانو لٿو يا هِن تي ڪو فرشتو نہ آيو تنهنجي دل تنگ ٿي وڃي تون فقط (هوشيار ۽) خبردار ڪرڻ وارو آهين ۽ اللّٰه هر شيءِ جو سنڀاليندڙ آهي.

اَمْ يَقُوْلُوْنَ افْتَرٰىهُ ؕ قُلْ فَاْتُوْا بِعَشْرِ سُوَرٍ مِّثْلِهٖ مُفْتَرَيٰتٍ وَّ ادْعُوْا مَنِ اسْتَطَعْتُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ⑬

**١٣-** چا اُهي چون ٿا(تہ) هُن اِنهيءَ ڪتاب کي پاڻ ٺاهيو آهي تون (انهن کي)چؤ جيڪڏهن توهان(انهيءَ بيان ۾)سچا آهيو تہ توهان بہ انهيءَ جهڙيون ڏهہ سورتون① پاڻ ناهي آڻيو ۽ اللّٰه کانسواءِ جنهن(کي بہ پنهنجي مدد جي لاءِ آڻڻ) جي توهان کي طاقت هجي ان کي سڏي وٺو.

فَاِلَّمْ يَسْتَجِيْبُوْا لَكُمْ فَاعْلَمُوْٓا اَنَّمَآ اُنْزِلَ بِعِلْمِ اللّٰهِ وَاَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ فَهَلْ اَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ⑭

**١٤-** پوءِ جيڪڏهن اهي تنهنجي (اِها) ڳالهہ قبول نہ ڪن.تہ سمجهي وٺو تہ جيڪو (ڪلام) توتي لاٿو ويو آهي اللّٰه جي(خاص) علم تي مشتمل آهي ۽ اهو تہ انهيءَ کانسواءِ ڪا بہ (هستي) عبادت جي لائق ناهي پوءِ چا توهان ڪامل فرمانبردار بڻبا(يا نہ)؟

مَنْ كَانَ يُرِيْدُ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا وَزِيْنَتَهَا نُوَفِّ اِلَيْهِمْ اَعْمَالَهُمْ فِيْهَا وَهُمْ فِيْهَا لَا يُبْخَسُوْنَ ⑮

**١٥-** جيڪي(ماڻهو هن)دنياوي زندگيءَ (جي سامان)۾ انهيءَ جي زينت کي(پنهنجي) مراد بڻائيندا انهن کي اسان سندن عملن(جا نتيجا) هِن ئي(زندگيءَ) ۾ پورا پورا ڏئي ڇڏيندا سين ۽ انهن کي انهيءَ مان گهٽ نہ ڏنو ويندو.

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ لَيْسَ لَهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ اِلَّا

**١٦-** اِهي ئي اُهي(ماڻهو)آهن جن لاءِ آخرت ۾(دوزخ جي)باهہ کانسواءِ(ٻيو) ڪجهہ

١ـ ان جي تشريح لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٣ صفحہ ١٥٥ کان ١٦١.

النَّارُ ۚ وَحَبِطَ مَا صَنَعُوْا فِيْهَا وَبٰطِلٌ مَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٧﴾

نہ هوندو ۽ جيڪي بہ انهن هن (دنياوي زندگيءَ) واسطي ڪيو هوندو سو① انهيءَ ۾ بلڪل بيڪار ٿي ويندو. ۽ جيڪي بہ اهي ڪري رهيا هوندا سو تباهہ ٿي ويندو.

اَفَمَنْ كَانَ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ وَيَتْلُوْهُ شَاهِدٌ مِّنْهُ وَمِنْ قَبْلِهٖ كِتٰبُ مُوْسٰٓى اِمَامًا وَّرَحْمَةً ۭ اُولٰۗىِٕكَ يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ ۭ وَمَنْ يَّكْفُرْ بِهٖ مِنَ الْاَحْزَابِ فَالنَّارُ مَوْعِدُهٗ ۚ فَلَا تَكُ فِيْ مِرْيَةٍ مِّنْهُ ۤ اِنَّهُ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٨﴾

**١٨-** پوءِ ڇا اهو② (شخص) جيڪو پنهنجي رب جي طرفان هڪ روشن دليل تي (قائم) آهي ۽ جنهنجي پويان② بہ هن③ جي طرفان هڪ شاهد④ ايندو (جيڪو سندس فرمانبردار هوندو) ۽ هِن کان پهرئين بہ موسيٰ جو ڪتاب (اڳي ڇڪو) آهي (جيڪو هن جي تائيد ڪري رهيو هو ۽) جيڪو (انهيءَ جي ڪلام کان پهريائين) ماڻهن لاءِ امام ۽ رحمت هو (هڪ ڪوڙي مدعيءَ جهڙو ٿي سگهي ٿو) اُهي (يعنيٰ موسيٰ جا سچا پوئلڳ) انهيءَ تي (هڪ ڏينهن ضرور) ايمان آڻيندا. ۽ انهن مخالف گروهن مان جيڪو انڪار ڪندو رهندو، دوزخ انهيءَ

١- يعني آخرت جي زندگيءَ ۾.

٢- يعني محمد رسول الله ﷺ.

٣- يعني خداتعاليٰ جي طرفان.

٤- يعني هِن جي امت ۾ بہ هڪ مامور پيدا ٿيندو جيڪو پنهنجي الهامن جي وسيلي هن جي تصديق ڪندو يعني محمد رسول اللّٰـه ﷺ کي ٻي شاهد حاصل آهن. هڪ تہ هو پاڻ دليل رکي ٿو. ٻيو هُن جي امت ۾ اللّٰـه جا ولي پيدا ٿيندا رهندا جيڪي هن جي سچائيءَ جي گواهي ڏيندا. ٽيون ان کان بہ اڳ حضرت موسيٰ عليه السلام جو ڪتاب هن جي سچائيءَ تي گواهي ڏئي رهيو آهي. ايترين شاهديون ڪنهن ٻئي نبيءَ کي حاصل ناهن.

جو واعدو ڪيل نڪاٽو آهي. پوءِ (اي مخاطب!) تون انهيءَ جي متعلق ڪنهن (قسم جي) شڪ ۾ نه پءُ. اهو يقيناً حق آهي (۽) تنهنجي رب جي طرف کان (آهي) پر اڪثر ماڻهو ايمان نٿا آڻين.

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا ؕ اُولٰٓئِكَ يُعْرَضُوْنَ عَلٰى رَبِّهِمْ وَيَقُوْلُ الْاَشْهَادُ هٰٓؤُلَآءِ الَّذِيْنَ كَذَبُوْا عَلٰى رَبِّهِمْ ۚ اَلَا لَعْنَةُ اللّٰهِ عَلَى الظّٰلِمِيْنَ ۙ﴿۱۹﴾

**١٩**- ۽ انهيءَ کان وڌيڪ ڪير ظالم (ٿي سگهي) ٿو جيڪو الله تي ڪوڙ هڻي اهڙا ماڻهو پنهنجي رب جي سامهون پيش ڪيا ويندا ۽ سڀ شاهد چوندا (ته) هي اُهي ماڻهو آهن جن پنهنجي رب تي ڪوڙ هنيو. ٻڌو! انهن ظالمن تي الله جي لعنت آهي.

الَّذِيْنَ يَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَيَبْغُوْنَهَا عِوَجًا ؕ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ هُمْ كٰفِرُوْنَ ﴿۲۰﴾

**٢٠**- (اِهي اُهي ماڻهو آهن) جيڪي الله (جي طرف پهچڻ) جي راهه کان (ماڻهن کي) روڪيندا آهن ۽ انهيءَ ۾ ڏِنگُ پيدا ڪرڻ چاهيندا آهن ۽ اِهي ئي ماڻهو پوءِ اچڻ واري (گهڙيءَ) جا (سڀ کان وڌا) منڪر آهن.

اُولٰٓئِكَ لَمْ يَكُوْنُوْا مُعْجِزِيْنَ فِى الْاَرْضِ وَمَا كَانَ لَهُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ اَوْلِيَآءَ ۘ يُضٰعَفُ لَهُمُ الْعَذَابُ ؕ مَا كَانُوْا يَسْتَطِيْعُوْنَ السَّمْعَ وَمَا كَانُوْا يُبْصِرُوْنَ ﴿۲۱﴾

**٢١**- اِهي (ماڻهو) ملڪ ۾ (الٰهي سلسلن کي) ڪمزور نٿا ڪري سگهن ۽ نه (ئي) الله کي ڇڏي ڪري انهن جو ڪو به دوست ① هوندو آهي. انهن کي ٻيڻو عذاب ڏنو ويندو آهي (دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ به) نه اهي (ڪجهه) ٻڌي سگهندا آهن ۽ نه (ڪجهه)

١- عربيءَ ۾ دوست جو لفظ جمع آهي پر اڙدوءَ ۾ اهڙي موقعي تي واحد استعمال ڪندا آهن. ان ڪري اسان ”دوست هوندو آهي“ استعمال ڪيو آهي.

ڏسي سگهندا آهن.

أُولَٰٓئِكَ الَّذِيْنَ خَسِرُوٓا اَنْفُسَهُمْ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٢١﴾

**٢٢**- اِهي ئي (ماڻهو) آهن جن پنهنجي جانين کي گهاٽي ۾ وڌو ۽ جنهن (مقصد) جي لاءِ اهي (اللّٰه تي) ڪوڙ هڻندا هئا اهو انهن (جي هٿان) ويندو رهندو.

لَا جَرَمَ اَنَّهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ هُمُ الْاَخْسَرُوْنَ ﴿٢٢﴾

**٢٣**- هيءَ يقيني (ڳالهه) آهي ته آخرت ۾ اُهي ئي (سڀني کان) وڌيڪ گهاٽو ماڻڻ وارا هوندا.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَاَخْبَتُوْٓا اِلٰى رَبِّهِمْ ۙ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٤**- جن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهن نيڪ (۽ مناسب حال) عمل ڪيا، ۽ پنهنجي رب جي طرف جهڪي پيا اهي لازماً بهشت (۾ رهڻ) وارا آهن. اُهي انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا.

مَثَلُ الْفَرِيْقَيْنِ كَالْاَعْمٰى وَالْاَصَمِّ وَالْبَصِيْرِ وَالسَّمِيْعِ ۭ هَلْ يَسْتَوِيٰنِ مَثَلًا ۭ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٢٤﴾ ع

**٢٥**- انهن ٻنهي① گروهن جي حالت هڪ انڌي ۽ ٻوڙي ۽ اکين واري ۽ ٻڌڻ واري جي (حالت) وانگر آهي. ڇا انهن (ٻنهي) جي حالت برابر ٿي سگهي ٿي؟ ڇا پوءِ (به) توهان نٿا سمجهو.

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى قَوْمِهٖٓ ۡ اِنِّيْ لَكُمْ نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿٢٥﴾

**٢٦**- ۽ اسان ئي نوح کي انهي جي قوم جي طرف (رسول بڻائي) موڪليو هو (جنهن تي هُن انهن کي چيو هو) ته چڱيءَ طرح ٻڌي وٺو ته مان توهان جي طرف ڪولي (ڪولي)

---

١ ـ قرآن مجيد ۾ انڌي ۽ ٻوڙي ۽ ڏسڻ واري ۽ ٻڌڻ واري جا لفظ گڏ بيان ٿيا آهن پر اڙدوءَ ۾ انڌي جي مقابلي ۾ ڏسڻ وارو ايندو آهي ۽ ٻوڙي جي مقابلي ۾ ٻڌڻ وارو. ان ڪري اسان اڙدو محاوري جي مطابق عبارت کي اڳتي پوئتي ڪري ڇڏيو آهي جو عربي قاعدي لف ۽ نشر مرتب جي مطابق آهي.

آگاھ(۽ ھوشيار)ڪرڻ وارو(ٻڌائي موڪليو ويو) آھيان.

اَنْ لَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّا اللّٰهَ ؕ اِنِّیْٓ اَخَافُ عَلَیْكُمْ عَذَابَ یَوْمٍ اَلِیْمٍ ﴿۲۷﴾

**٢٧**-(ھن پيغام ساڻ)تہ توھان اللّٰہ کان سواءِ (ڪنھن ھستيءُ) جي پوڄا نہ ڪيو.مان يقيناً توھان تي ھڪ (وڏي) تڪليف (ڏيڻ) واري ڏينھن جي عذاب (جي اچڻ) کان ڊڄان ٿو.

فَقَالَ الْمَلَاُ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖ مَا نَرٰىكَ اِلَّا بَشَرًا مِّثْلَنَا وَ مَا نَرٰىكَ اتَّبَعَكَ اِلَّا الَّذِیْنَ هُمْ اَرَاذِلُنَا بَادِیَ الرَّاْیِ ۚ وَ مَا نَرٰى لَكُمْ عَلَیْنَا مِنْ فَضْلٍۭ بَلْ نَظُنُّكُمْ كٰذِبِیْنَ ﴿۲۸﴾

**٢٨**-انھيءَ تي انھن وڏن ماڻھن جن انھيءَ جي قوم مان (انھيءَ جو)انڪار ڪيو ھو (انھيءَ کي)چيو(تہ)اسان توکي پاڻ جھڙي ھڪ ماڻھو کان سواءِ(ڪجھہ) نٿا سمجھون ۽ نہ اسان(اھو)ڏسون ٿا تہ سواءِ انھن ماڻھن جي جيڪي سراسري نظر ۾ اسان ۾ تمام خسيس (نظر ايندا) آھن ڪنھن تنھنجي پيروي(اختيار)ڪئي ھجي.۽ اسان پنھنجي مٿان تنھنجي(ڪنھن بہ قسم جي) ڪا فضيلت نٿا ڏسون پر اسان يقين رکون ٿا تہ تون ڪوڙو آھين.

قَالَ یٰقَوْمِ اَرَءَیْتُمْ اِنْ كُنْتُ عَلٰى بَیِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّیْ وَ اٰتٰىنِیْ رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِهٖ فَعُمِّیَتْ عَلَیْكُمْ ؕ اَنُلْزِمُكُمُوْهَا وَ اَنْتُمْ لَهَا كٰرِهُوْنَ ﴿۲۹﴾

**٢٩**-انھيءَ چيو اي منھنجي قوم! (ٿورو) ٻڌايو(تہ سھي تہ)جيڪڏھن (ثابت ٿي وڃي تہ) مان(پنھنجي دعويٰ جو بنياد)پنھنجي رب جي طرفان(عطا ٿيل)ڪنھن ظاھر نشان تي (رکان)ٿو ۽ انھيءَ پنھنجي حضور مان مون کي پنھنجي ھڪ وڏي رحمت عطا ڪئي آھي ۽ اھا توھان تي شڪ واري

رهي آهي (ته توهان جو ڇا حال ٿيندو؟)ڇا اسان انهيءَ (روشن نشان)کي توهان کان زوريءَ مڃرائي وٺنداسين،پلي توهان انهيءَ کي ناپسند① ئي ڪندا هجو.

وَيٰقَوْمِ لَآ اَسْئَلُكُمْ عَلَيْهِ مَالًا ۭ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ وَمَآ اَنَا بِطَارِدِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۭ اِنَّهُمْ مُّلٰقُوْا رَبِّهِمْ وَلٰكِنِّيْٓ اَرٰىكُمْ قَوْمًا تَجْهَلُوْنَ ۝۳۰

**٣٠**-۽ اي منهنجي قوم! مان انهيءَ بابت توهان کان ڪو مال نٿو گهران. منهنجو اجر اللّٰه کانسواءِ(ٻئي) ڪنهن تي ڪونهي ۽ مان انهن ماڻهن کي جن(مون تي)ايمان آندو آهي هرگز نه ڌڪاريندس اهي(ته) پنهنجي رب سان ملڻ(جو شرف ماڻڻ)وارا آهن پر انهن کي ذليل سمجهڻ مون تي هي ظاهر ڪري ٿو ته توهان جاهل ماڻهو آهيو

وَيٰقَوْمِ مَنْ يَّنْصُرُنِيْ مِنَ اللّٰهِ اِنْ طَرَدْتُّهُمْ ۭ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ۝۳۱

**٣١**-۽ اي منهنجي قوم! جيڪڏهن مان انهن کي رد ڪري ڇڏيان ته(انهيءَ فعل تي) اللّٰه جي طرفان(اچڻ واري سزا کان مون کي بچائڻ لاءِ)ڪير منهنجي مدد ڪندو. ڇا توهان(پوءِ به) نٿا سمجهو.

وَلَآ اَقُوْلُ لَكُمْ عِنْدِيْ خَزَاۗىِٕنُ اللّٰهِ وَلَآ اَعْلَمُ الْغَيْبَ وَلَآ اَقُوْلُ اِنِّىْ مَلَكٌ وَّلَآ اَقُوْلُ لِلَّذِيْنَ تَزْدَرِيْٓ اَعْيُنُكُمْ لَنْ يُّؤْتِيَهُمُ اللّٰهُ خَيْرًا ۭ اَللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا فِيْٓ

**٣٢**-۽ مان توهان کي(هي)نٿو چوان(ته) اللّٰه جا خزانا مون وٽ آهن ۽ نه اِهو ته مان غيب جو علم رکان ٿو ۽ نه مان (اِهو) چوان ٿو ته مان فرشتو آهيان. ۽ نه مان اُنهن (ماڻهن)جي متعلق جن کي توهان جون اکيون حقارت جي نظر سان ڏسن ٿيون

١- يعني ڏاڍ سان دين مڃرائڻ نبين جي سنت ناهي.

اَنْفُسِهِمْ ۚۖ اِنِّيْٓ اِذًا لَّمِنَ الظّٰلِمِيْنَ ۝٣١

(اهو) چوان ٿو(تہ)اللّٰه انهن کي (ڪڏهن) ڪا ڀلائي نصيب نہ ڪندو.جيڪي ڪي انهن جي نفسن ۾ آهي اُنهيءَ کي الـلّٰه(ئي سڀ کان)بهتر ڄاڻي ٿو.جيڪڏهن مان توهان سان شامل راءِ ٿي وڃان تہ مان يقيناً ظالمن ۾ شامل ٿي ويندس.

قَالُوْا يٰنُوْحُ قَدْ جٰدَلْتَنَا فَاَكْثَرْتَ جِدَالَنَا فَاْتِنَا بِمَا تَعِدُنَآ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ۝٣٢

٣٣-انهن چيو(تہ)اي نوح !تون اسان سان بحث ڪري چڪو آهين بلڪ چڱيءَ طرح بحث ڪري چڪو آهين هاڻي اِهو رهجي ويو آهي تہ جيڪڏهن تون سچارن مان آهين تہ جنهن(عذاب)کان تون اسان کي ڊيڄارين ٿوان کي اسان تي آڻ.

قَالَ اِنَّمَا يَاْتِيْكُمْ بِهِ اللّٰهُ اِنْ شَآءَ وَمَآ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِيْنَ ۝٣٣

٣٤-انهيءَ چيو. اللّٰه ئي جيڪڏهن چاهيندو تہ انهيءَ کي آڻيندو ۽ توهان(هُن کي انهيءَ جي آڻڻ کان) هرگز عاجز نٿاڪري سگهو.

وَلَا يَنْفَعُكُمْ نُصْحِيْٓ اِنْ اَرَدْتُّ اَنْ اَنْصَحَ لَكُمْ اِنْ كَانَ اللّٰهُ يُرِيْدُ اَنْ يُّغْوِيَكُمْ ؕ هُوَ رَبُّكُمْ ۟ وَ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ؕ ۝٣٤

٣٥-۽ جيڪڏهن مان ذاتي طورتي توهان سان خلوص(جو تعلق)رکڻ چاهيان(بہ)تہ منهنجو(توهان سان)خلوص رکڻ توهان کي (اللّٰه جي عذاب کان بچڻ جي لاءِ ڪو) نفعو نہ پهچائيندو. جيڪڏهن الـلّٰه (اِهو) چاهيندو هجي تہ توهان کي برباد ڪري تہ هُو توهان جو رب آهي ۽ انهيءَ جي طرف توهان موٽايا ويندؤ.

اَمْ يَقُوْلُوْنَ افْتَرٰىهُ ؕ قُلْ اِنِ افْتَرَيْتُهٗ

٣٦-ڇا اهي چون ٿا(تہ)انهيءَ هن(عذاب

فَعَلَيَّ اِجْرَامِيْ وَاَنَا بَرِيْٓءٌ مِّمَّا تُجْرِمُوْنَ ﴿٣٦﴾

جي واعدي) کي پنهنجي طرفان گهڙيو آهي. تون انهن کي چؤ جيڪڏهن مون انهيءَ کي پنهنجي طرفان گهڙيو آهي ته منهنجو اِهو خطرناڪ ڏوهه (ضرور) مون تي (ئي وَبال بڻجي) پوندو ۽ (توهان جي ڏوهن جو وَبال مون تي نه ٿيندو ڇو جو) جيڪو خطرناڪ ڏوهه توهان ڪيو ٿا انهن کان مان بيزار آهيان.

وَاُوْحِيَ اِلٰى نُوْحٍ اَنَّهٗ لَنْ يُّؤْمِنَ مِنْ قَوْمِكَ اِلَّا مَنْ قَدْ اٰمَنَ فَلَا تَبْتَىِٕسْ بِمَا كَانُوْا يَفْعَلُوْنَ ﴿٣٧﴾

**٣٧-** ۽ نوح جي طرف (هيءَ به) وحي ڪئي وئي هئي ته جيڪي (ماڻهو) ايمان آڻي چڪا آهن انهن کانسواءِ تنهنجي قوم مان (هاڻي) ڪو (ٻيو شخص توتي) هرگز ايمان نه آڻيندو. تنهنڪري جيڪي (ڪي) اُهي ڪري رهيا آهن انهيءَ جي سبب ڪري تون افسوس نه ڪر.

وَاصْنَعِ الْفُلْكَ بِاَعْيُنِنَا وَوَحْيِنَا وَلَا تُخَاطِبْنِيْ فِي الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ۚ اِنَّهُمْ مُّغْرَقُوْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٨-** ۽ تون اسان جي اکين جي (سامهون) ۽ اسان جي وحيءَ جي مطابق ٻيڙي ناهه ۽ جن ماڻهن ظلم (جو طريقو اختيار) ڪيو آهي انهن جي متعلق مون سان (ڪابه) ڳالهه نه ڪر اُهي ضرور (ئي) غرق ڪيا ويندا.

وَيَصْنَعُ الْفُلْكَ ۗ وَكُلَّمَا مَرَّ عَلَيْهِ مَلَاٌ مِّنْ قَوْمِهٖ سَخِرُوْا مِنْهُ ۭ قَالَ اِنْ تَسْخَرُوْا مِنَّا فَاِنَّا نَسْخَرُ مِنْكُمْ كَمَا تَسْخَرُوْنَ ﴿٣٩﴾

**٣٩-** ۽ اهو (يعني نوح) اسان جي حڪم جي مطابق ٻيڙي ناهيندو ٿي ويو ۽ جڏهن به انهيءَ جي قوم مان ڪا وڏن ماڻهن جي جماعت انهيءَ جي ڀرسان لنگهندي هئي ته اها انهيءَ تي کلندي هئي (جنهن تي) انهيءَ (انهن کي) چيو (ته) جيڪڏهن (اڄ) توهان

(ماڻهو)اسان تي کلو ٿا تہ (سُياڻي) اسان (بہ) توهان تي کلنداسين جهڙوڪ (اڄ) توهان (اسان تي) کلو ٿا.

فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ۙ مَنْ يَّاْتِيْهِ عَذَابٌ يُّخْزِيْهِ وَ يَحِلُّ عَلَيْهِ عَذَابٌ مُّقِيْمٌ ﴿٤٠﴾

٤٠- پوءِ جلد توهان کي معلوم ٿي ويندو (تہ)اهو ڪهڙو(ٽولو)آهي جنهن تي اهڙو عذاب اچي رهيو آهي جيڪو انهيءَ کي خوار ڪري ڇڏيندو ۽ جنهن تي لاڳيتو عذاب نازل ٿي رهيو آهي.

حَتّٰۤى اِذَا جَآءَ اَمْرُنَا وَ فَارَ التَّنُّوْرُ ۙ قُلْنَا احْمِلْ فِيْهَا مِنْ كُلٍّ زَوْجَيْنِ اثْنَيْنِ وَ اَهْلَكَ اِلَّا مَنْ سَبَقَ عَلَيْهِ الْقَوْلُ وَ مَنْ اٰمَنَ ؕ وَ مَاۤ اٰمَنَ مَعَهٗۤ اِلَّا قَلِيْلٌ ﴿٤١﴾

٤١-ايستائين جو جڏهن اسان جي(عذاب جو)حڪم① اچي وڃي ۽ چشما ڦاٽي وهي پون (تہ)اسان چونداسين تہ هر هڪ (قسم جي جانورن)مان هڪ جوڙو يعني ٻن(هم جنس فردن)کي ۽ پنهنجي اهل(۽ عيال) کي (بہ) سواءِ انهيءَ (فرد)جي جنهن(جي تباهيءَ) جي متعلق(هن عذاب جي اچڻ کان) پهرئين (ئي اسان جو آخري) فرمان جاري ٿي چڪو آهي ۽ پڻ انهن کي جن توتي ايمان آندو آهي انهيءَ ۾ سوار ڪرائي ڇڏ ۽ انهيءَ تي سواءِ ٿورڙي تعداد جي ڪنهن ايمان نہ آندو هو.

وَ قَالَ ارْكَبُوْا فِيْهَا بِسْمِ اللّٰهِ مَجْرٖىهَا وَ مُرْسٰىهَا ؕ اِنَّ رَبِّيْ لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٤٢﴾

قرأ حفص بفتح الميم و امالة الرآء

٤٢-سو(جڏهن طوفان اچي ويو تہ)اُنهيءَ (پنهنجي ساٿين کي)چيو(تہ) هن ۾ سوار ٿي وڃو انهيءَ جو هلڻ ۽ انهيءَ جو بيهاريو وڃڻ اللّٰہ جي نالي جي برڪت سان ئي هوندو.

١- هتي ماضيءَ جو لفظ آهي پر پيشگوئين ۾ گهڻي قدر قرآن مجيد ماضيءَ جا لفظ استعمال ڪندو آهي اِهو ٻڌائڻ لاءِ تہ هيءَ ڳالهہ اهڙي ئي يقيني آهي جيئن ڪا گذريل شيءَ يقيني هوندي آهي.

منهنجو رب يقيناً تمام گھڻو بخشڻ وارو (۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَهِيَ تَجْرِيْ بِهِمْ فِيْ مَوْجٍ كَالْجِبَالِ ۣ وَنَادٰى نُوْحُ ۨابْنَهٗ وَكَانَ فِيْ مَعْزِلٍ يّٰبُنَيَّ ارْكَبْ مَّعَنَا وَلَا تَكُنْ مَّعَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٤٣﴾

۴٣- ۽ اُها جبلن جهڙين (بلند)① لهرن ۾ انهن کي ونيوٽي وئي ۽(انهيءَ وچ ۾) نوح پنهنجي پٽ کي جڏهن اهو(انهيءَ کان جدا) هڪ ٻئي طرف هليو ويو هو پڪاريو (ته)اي منهنجا پٽ! اسان سان گڏ سوار ٿي وڃ ۽ ڪافرن سان نه ٿيءُ.

قَالَ سَاٰوِيْۤ اِلٰى جَبَلٍ يَّعْصِمُنِيْ مِنَ الْمَآءِ ؕ قَالَ لَا عَاصِمَ الْيَوْمَ مِنْ اَمْرِ اللّٰهِ اِلَّا مَنْ رَّحِمَ ۚ وَحَالَ بَيْنَهُمَا الْمَوْجُ فَكَانَ مِنَ الْمُغْرَقِيْنَ ﴿٤٤﴾

۴۴- انهيءَ چيو مان هاڻي ڪنهن جبل تي وڃي ويهندس(۽ پناهه وٺندس)جيڪو انهيءَ پاڻيءَ کان مون کي بچائي وٺندو.انهيءَ چيو (ته)اللّٰـه جي(هن عذاب جي)حڪم کان اڄ ڪو به(ڪنهن کي)بچائڻ وارو ناهي، ٿو(ٿي سگهي)سواءِ انهيءَ جي جو جنهن تي اُهو (پاڻ) رحم ڪري ڇڏي ۽(انهيءَ وچ ۾)پاڻيءَ جي لهر انهن ٻنهي جي وچ ۾ حائل ٿي وئي ۽ اُهو غرق ڪيا ويڻ وارن ۾ شامل ٿي ويو.

وَقِيْلَ يٰۤاَرْضُ ابْلَعِيْ مَآءَكِ وَيٰسَمَآءُ اَقْلِعِيْ وَغِيْضَ الْمَآءُ وَقُضِيَ الْاَمْرُ وَاسْتَوَتْ عَلَى الْجُوْدِيِّ وَقِيْلَ بُعْدًا لِّلْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٤٥﴾

۴۵- انهيءَ ڪانپوءِ(زمين کي به)چيو ويو (ته)اي زمين تون(هاڻي)پنهنجي پاڻيءَ کي ڳِهي وڃ ۽(آسمان کي به ته)اي آسمان (هاڻي)تون(وسڻ کان) بس ڪر. ۽ پاڻيءَ کي جذب ڪيو ويو ۽(اِهو)معاملو ختم ڪيو ويو.۽ اُها ٻيڙي جوديءَ ②تي (وڃي)

١- عربيءَ ۾ لهر واحد آهي. پر اڙدوءَ ۾ ان جاءِ تي جمع جو لفظ ڳالهايو ويندو آهي ان ڪري اسان ترجمي ۾ لهرن جو لفظ استعمال ڪيو آهي.

٢- جوديّ: چوندا آهن ته هڪ جبل جو نالو هو جيڪو هاڻوڪي تحقيق جي مطابق آرمينيا ۾ آهي.

يهي رهي ۽ چيو ويو ته(اي عذاب جافرشتو!) ظالم ماڻهن لاءِ تباهي (مقدر) ڪري ڇڏيو.

وَنَادٰى نُوْحٌ رَّبَّهٗ فَقَالَ رَبِّ اِنَّ ابْنِىْ مِنْ اَهْلِىْ وَاِنَّ وَعْدَكَ الْحَقُّ وَاَنْتَ اَحْكَمُ الْحٰكِمِيْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦- ۽ نوح پنهنجي رب کي پڪاريو ۽ چيو اي منهنجا رب! منهنجو پٽ يقيناً منهنجي اهل مان آهي ۽ تنهنجو واعدو(به)نهايت سچو آهي ۽ تون سڀني فيصلي ڪرڻ وارن کان وڌيڪ(بهتر ۽ صحيح)فيصلو ڪرڻ وارو آهين.

قَالَ يٰنُوْحُ اِنَّهٗ لَيْسَ مِنْ اَهْلِكَ ۚ اِنَّهٗ عَمَلٌ غَيْرُ صَالِحٍ ۖ فَلَا تَسْئَلْنِ مَا لَيْسَ لَكَ بِهٖ عِلْمٌ ؕ اِنِّىْٓ اَعِظُكَ اَنْ تَكُوْنَ مِنَ الْجٰهِلِيْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧- فرمايائين اي نوح!اُهو تنهنجي اهل مان هرگز ڪونهي ڇو جو اُهو يقيناً برا عمل ڪرڻ وارو آهي پوءِ تون مون کان اهڙي دعا نه گُهر جنهن جي باري ۾ توکي(منهنجي طرفان)علم نه ڏنو ويو هجي ۽ مان توکي نصيحت ڪريان ٿو ته جاهلن وانگر ڪڏهن ڪم نه ڪجان ءِ.

قَالَ رَبِّ اِنِّىْٓ اَعُوْذُ بِكَ اَنْ اَسْئَلَكَ مَا لَيْسَ لِىْ بِهٖ عِلْمٌ ؕ وَاِلَّا تَغْفِرْ لِىْ وَتَرْحَمْنِىْٓ اَكُنْ مِّنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨-(نوح)چيو اي منهنجا رب!مان هِن باري ۾ تنهنجي پناهه گهران ٿو ته توکان ڪو اهڙو سوال ڪريان جنهن جي متعلق مون کي حقيقي علم حاصل نه هجي ۽ جيڪڏهن تون منهنجي گذريل غفلت کي معاف نه ڪرين ۽ رحم نه ڪرين ته مان نقصان حاصل ڪرڻ وارن مان ٿي پوندس.

قِيْلَ يٰنُوْحُ اهْبِطْ بِسَلٰمٍ مِّنَّا وَبَرَكٰتٍ عَلَيْكَ وَعَلٰٓى اُمَمٍ مِّمَّنْ مَّعَكَ ؕ وَاُمَمٌ

٤٩- (انهيءَ تي هُن کي)چيو ويو(ته)اي نوح!تون اسان جي طرفان(عطا ٿيل) سلامتي ۽(قسمين قسمين)برڪتن ساڻ جيڪي

سَنُمَتِّعُهُمۡ ثُمَّ يَمَسُّهُمۡ مِّنَّا عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿٤٩﴾

توتي ۽ انهن امتن① تي جيڪي توسان آهن(نازل ڪيون ويون آهن)سفر② ڪر. ۽ ڪي جماعتون اهڙيون به آهن جن کي اسان ضرور(دنيا جو عارضي)سامان عطا ڪنداسين(پر)پوءِ انهن تي اسان جي طرفان دردناڪ عذاب ايندو.

تِلۡكَ مِنۡ اَنۡۢبَآءِ الۡغَيۡبِ نُوۡحِيۡهَاۤ اِلَيۡكَ ۚ مَا كُنۡتَ تَعۡلَمُهَاۤ اَنۡتَ وَلَا قَوۡمُكَ مِنۡ قَبۡلِ هٰذَا ۛؕ فَاصۡبِرۡ ۛؕ اِنَّ الۡعَاقِبَةَ لِلۡمُتَّقِيۡنَ ﴿٥٠﴾

**۵٠**۔هي③(تنبيهه وارو بيان)غيب جي اهم خبرن مان آهي جيڪي اسان توتي وحيءَ (جي ذريعي سان نازل) ڪندا آهيون. نه تون اُنهن ڪي هِن کان پهرئين جاڻندو هئين ۽ نه تنهنجي قوم(جاڻندي هئي) پوءِ تون صبر کان ڪم وٺ(چڱو)انجام يقيناً تقويٰ اختيار ڪرڻ وارن جو(ئي)ٿيندو آهي.

وَاِلٰى عَادٍ اَخَاهُمۡ هُوۡدًا ؕ قَالَ يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَـكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ اِنۡ اَنۡتُمۡ اِلَّا مُفۡتَرُوۡنَ ﴿٥١﴾

**۵١**۔۽ عاد ڏانهن(اسان) انهيءَ جي ڀاءُ هود کي(رسول بڻائي موڪليو هو ۽)هُن انهن کي چيو هو ته اي منهنجي قوم! توهان الله جي عبادت ڪيو. انهيءَ کان سواءِ توهان جو ڪو به معبود نه آهي(انهيءَ جا شريڪ مقرر ڪرڻ ۾) توهان فقط ڪوڙ هڻڻ وارا آهيو.

يٰقَوۡمِ لَاۤ اَسۡـئَلُكُمۡ عَلَيۡهِ اَجۡرًا ؕ اِنۡ

**۵٢**۔اي منهنجي قوم! مان هن(ڪم)جو

١۔خبر پئي آهي ته نوح عليه السلام جي نبوت جو زمانو دير تائين هليو هو.۽ ان جي زماني ۾ ڪئي امتون ٿيون ۽ بگڙجي ويون.

٢۔هن جڳهه سفر مان مراد پيڙيءَ جو سفر ناهي بلڪ نبوت جي زماني جو آهي.

٣۔يعني هي نوح عليه السلام جو قصو بيان نه پيو ٿئي بلڪ محمد رسول الله ﷺ جي قوم تي ايندڙ عذاب جي خبر ڏني پئي وڃي.

اَجۡرِیَ اِلَّا عَلَی الَّذِیۡ فَطَرَنِیۡ ؕ اَفَلَا تَعۡقِلُوۡنَ ﴿۵۱﴾

توهان کان ڪو اجر نٿو گهران. منهنجو اجر انهيءَ هستيءَ جي ذمي آهي جنهن مون کي پيدا ڪيو آهي ڇا پوءِ (به) توهان عقل کان ڪم نٿا وٺو.

وَ یٰقَوۡمِ اسۡتَغۡفِرُوۡا رَبَّکُمۡ ثُمَّ تُوۡبُوۡۤا اِلَیۡهِ یُرۡسِلِ السَّمَآءَ عَلَیۡکُمۡ مِّدۡرَارًا وَّ یَزِدۡکُمۡ قُوَّۃً اِلٰی قُوَّتِکُمۡ وَ لَا تَتَوَلَّوۡا مُجۡرِمِیۡنَ ﴿۵۲﴾

**۵۳**۔ ۽ اي منهنجي قوم! توهان پنهنجي رب کان بخشش گهرو. پوءِ انهيءَ ڏانهن (ڪامل) رجوع اختيار ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ اُهو توهان تي خوب وسڻ وارا ڪڪر موڪليندو ۽ توهان کي طاقت پنيان طاقت بخشيندو ۽ ڏوهي بڻجي خدا کان منهن نه موڙيو.

قَالُوۡا یٰهُوۡدُ مَا جِئۡتَنَا بِبَیِّنَۃٍ وَّ مَا نَحۡنُ بِتَارِکِیۡۤ اٰلِهَتِنَا عَنۡ قَوۡلِکَ وَ مَا نَحۡنُ لَکَ بِمُؤۡمِنِیۡنَ ﴿۵۳﴾

**۵۴**۔ انهن چيو، اي هود! تون اسان وٽ (پنهنجي دعويٰ جو) ڪو روشن ثبوت ناهي آندو ۽ اسان فقط تنهنجي چوڻ تي پنهنجي معبودن کي ڇڏي نٿا سگهون ۽ نه ئي اسان تو تي ايمان آڻينداسين.

اِنۡ نَّقُوۡلُ اِلَّا اعۡتَرٰىکَ بَعۡضُ اٰلِهَتِنَا بِسُوۡٓءٍ ؕ قَالَ اِنِّیۡۤ اُشۡهِدُ اللّٰهَ وَ اشۡهَدُوۡۤا اَنِّیۡ بَرِیۡٓءٌ مِّمَّا تُشۡرِکُوۡنَ ﴿ۙ۵۴﴾

**۵۵**۔ (تنهنجي متعلق) اسان سواءِ هِن جي (ڪجهه) نٿا چئون ته اسان جو ڪو معبود خراب ارادن سان تنهنجي پنيان پئجي ويو آهي. انهيءَ چيو، مان اللّٰه کي (انهيءَ ڳالهه جو) شاهد ٿو ڪيان ۽ توهان به شاهد رهو.

مِنۡ دُوۡنِهٖ فَکِیۡدُوۡنِیۡ جَمِیۡعًا ثُمَّ لَا تُنۡظِرُوۡنِ ﴿۵۶﴾

**۵۶**۔ ته جنهن کي توهان اللّٰه جو شريڪ قرار ڏيو ٿا مان انهيءَ کان بيزار آهيان (سو جيڪڏهن مان غلطيءَ تي آهيان) ته سڀ ملي منهنجي خلاف منصوبو ناهيو. ۽ مون کي ڪا ڍر نه ڏيو.

اِنِّيۡ تَوَكَّلۡتُ عَلَى اللّٰهِ رَبِّيۡ وَرَبِّكُمۡ ؕ مَا مِنۡ دَآبَّةٍ اِلَّا هُوَ اٰخِذٌۢ بِنَاصِيَتِهَا ؕ اِنَّ رَبِّيۡ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ۝٥٦

**٥٦**-مان اللّٰه تي جو منهنجو (به) رب (آهي) ۽ توهان جو(به) رب آهي ڀروسو ڪيان ٿو(۽ چوان ٿو ته سڄي زمين تي)ڪو به هلڻ وارو (جاندار)اهڙو ڪونهي جو اهو (خدا)انهيءَ جي پيشانيءَ کي جهليو① نه هجي منهنجو رب يقيناً مومنن جي مدد ڪرڻ لاءِ سڌي راهه تي بيٺو آهي(۽ پنهنجي طرف اچڻ وارن جي حفاظت ڪري رهيو آهي).

فَاِنۡ تَوَلَّوۡا فَقَدۡ اَبۡلَغۡتُكُمۡ مَّاۤ اُرۡسِلۡتُ بِهٖۤ اِلَيۡكُمۡ ؕ وَيَسۡتَخۡلِفُ رَبِّيۡ قَوۡمًا غَيۡرَكُمۡ ۚ وَلَا تَضُرُّوۡنَهٗ شَيۡـًٔا ؕ اِنَّ رَبِّيۡ عَلٰى كُلِّ شَىۡءٍ حَفِيۡظٌ ۝٥٧

**٥٧**- پوءِ جيڪڏهن توهان مون کان پٺي ڦيرائي ڇڏيو ته(انهيءَ ۾ منهنجو ڪو به نقصان ڪونهي ڇو جو) جيڪا (تعليم) ڏئي مون کي توهان ڏانهن موڪليو ويو آهي اها مون توهان کي پهچائي ڇڏي آهي. (جيڪڏهن توهان پٺي ڦيرائيندؤ ته) منهنجو رب توهان کان علاوه ڪنهن ٻي قوم کي (پهرين جو)جانشين بڻائي ڇڏيندو ۽ توهان انهيءَ کي ڪجهه(به)نقصان نه پهچائي سگهندؤ. منهنجو رب يقيناً هر شيءِ جو محافظ آهي.

وَلَمَّا جَآءَ اَمۡرُنَا نَجَّيۡنَا هُوۡدًا وَّالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مَعَهٗ بِرَحۡمَةٍ مِّنَّا ۚ وَنَجَّيۡنٰهُمۡ مِّنۡ عَذَابٍ غَلِيۡظٍ ۝٥٨

**٥٨**-۽ جڏهن اسان جو(عذاب جي متعلق) حڪم اچي ويو ته(انهيءَ وقت)اسان هود کي (به)۽ جن ماڻهن انهيءَ سان گڏ ايمان آندو هو انهن کي(به)(انهيءَ عذاب کان) پنهنجي (خاص)رحمت جي ذريعي ڇوٽڪارو ڏنو ۽ اسان انهن کي هڪ سخت عذاب

١-يعني هن جي قبضي ۾ نه هجي.

وَتِلْكَ عَادٌ ۟ۙ جَحَدُوْا بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ وَعَصَوْا رُسُلَهٗ وَاتَّبَعُوْٓا اَمْرَ كُلِّ جَبَّارٍ عَنِيْدٍ ۝٦٠

وَاُتْبِعُوْا فِيْ هٰذِهِ الدُّنْيَا لَعْنَةً وَّيَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اَلَآ اِنَّ عَادًا كَفَرُوْا رَبَّهُمْ ؕ اَلَا بُعْدًا لِّعَادٍ قَوْمِ هُوْدٍ ۝٦١ ع

وَاِلٰى ثَمُوْدَ اَخَاهُمْ صٰلِحًا ۘ قَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ هُوَ اَنْشَاَكُمْ مِّنَ الْاَرْضِ وَاسْتَعْمَرَكُمْ فِيْهَا فَاسْتَغْفِرُوْهُ ثُمَّ تُوْبُوْٓا اِلَيْهِ ؕ اِنَّ رَبِّيْ قَرِيْبٌ مُّجِيْبٌ ۝٦٢

کان بچائي ورتو.

**٦٠**- ۽ اِهي(مغرور)عاد(ئي هئا)جن(ڏنو وائنو) پنهنجي رب جي نشانن جو انڪار ڪري ڇڏيو هو. ۽ ان جي رسولن جي نافرماني ڪئي هئي. ۽ هر هڪ زور آور(۽) حق جي دشمن (شخص) جي حڪم جي پيروي ڪرڻ لڳي ويا هئا.

**٦١**- هن① دنيا ۾(بہ)لعنت سندن پويان لڳائي وئي آهي ۽ قيامت جي ڏينهن(بہ لڳائي ويندي)ٻڌو! عاد يقيناً پنهنجي رب (جي احسانن)جي ناشڪري ڪئي هئي. ٻڌو! (اسان عذاب جي فرشتن کي چئون ٿا) عاد يعني هود جي قوم لاءِ لعنت مقدر ڪري ڇڏيو.

**٦٢**-۽ ثمود ڏانهن(اسان) سندن ڀاءُ صالح کي موڪليو هو.هن(کين)چيو،اي منهنجي قوم!توهان اللّٰه جي عبادت ڪيو.انهيءَ کان سواءِ توهان جو ڪو بہ معبود ڪونهي. انهيءَ توهان کي زمين تان اٿاريو(۽ بلندي بخشي)۽ انهيءَ ۾ توهان کي آباد ڪيو. تنهن ڪري توهان ان کان بخشش گهرو. ۽ هن ڏانهن ڪامل رجوع اختيار ڪيو. منهنجو رب يقيناً ويجهڙو آهي(۽ دعائون) قبول ڪرڻ وارو آهي.

١ـ هتي واوُ آهي جنهن جي معنيٰ ”۽“ جي آهي پر اڙدو ان کان سواءِ وڌيڪ وضاحت ڪرڻ واري ٻڻجي ٿي ان ڪري واوُ جو ترجمو ڇڏي ڏنو آهي.

قَالُوْا يٰصٰلِحُ قَدْ كُنْتَ فِيْنَا مَرْجُوًّا قَبْلَ هٰذَآ اَتَنْهٰنَآ اَنْ نَّعْبُدَ مَا يَعْبُدُ اٰبَآؤُنَا وَاِنَّنَا لَفِيْ شَكٍّ مِّمَّا تَدْعُوْنَآ اِلَيْهِ مُرِيْبٍ ﴿٦٣﴾

٦٣- انهن چيو: اي صالح! هن کان اڳ (تہ) تون اسان ۾ (آئيندي جي لاءِ) اميد جي جاءِ (سمجهيو ويندو) هئين. (هينئر) ڇا تون (ان عقل ۽ ڄاڻ جي باوجود) اسان کي انهيءَ ڳالهہ کان روڪين ٿو تہ اسين اهڙي شيءِ جي عبادت ڪيون جنهنجي عبادت اسان جا ابا (ڏاڏا) ڪندا آيا آهن. ۽ (سچ تہ اهو آهي تہ) جنهن ڳالهہ ڏانهن تون اسان کي سڏين ٿو تنهن جي باري ۾ اسين هڪ ييچين ڪري ڇڏڻ واري شڪ ۾ (پيل) آهيون.

قَالَ يٰقَوْمِ اَرَءَيْتُمْ اِنْ كُنْتُ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّيْ وَاٰتٰىنِيْ مِنْهُ رَحْمَةً فَمَنْ يَّنْصُرُنِيْ مِنَ اللّٰهِ اِنْ عَصَيْتُهٗ ۫ فَمَا تَزِيْدُوْنَنِيْ غَيْرَ تَخْسِيْرٍ ﴿٦٤﴾

٦٤- هن چيو اي منهنجي قوم! ٻڌايو جيڪڏهن مان (واقعي پنهنجي دعويٰ جو بنياد) پنهنجي رب جي طرفان (مليل) ڪنهن روشن ثبوت تي (رکان) ٿو. ۽ هن مون کي پنهنجي حضور مان هڪ (خاص) رحمت عطا ڪئي آهي تہ (انهيءَ هوندي) جيڪڏهن مان انهيءَ جي نافرماني ڪريان تہ اللّٰه جي مقابلي ۾ ڪير منهنجي مدد ڪندو. پوءِ (انهيءَ وقت تہ) توهان مون کي تباهيءَ ۾ وجهڻ کانسواءِ (ٻيءَ) ڪنهن ڳالهہ ۾ نہ وڌائيندؤ.

وَيٰقَوْمِ هٰذِهٖ نَاقَةُ اللّٰهِ لَكُمْ اٰيَةً فَذَرُوْهَا

٦٥- ۽ اي منهنجي قوم! هيءَ ڏاچي① (اُها

---

١- يعني جيئن تہ حضرت صالح عليه السلام انهيءَ ڏاچيءَ تي سفر ڪري تبليغ ڪندو هو اللّٰه تعاليٰ انهيءَ کي ان جي قوم لاءِ نشان ناهي ڇڏيو ۽ فرمايائين تہ ان کي مارڻ جي هيءَ معنيٰ ٿيندي تہ توهان صالحؑ کي تبليغ کان جهليو ٿا. جنهن فعل تي عذاب اچڻ مقدر آهي.

تَأْكُلْ فِيْٓ اَرْضِ اللّٰهِ وَلَا تَمَسُّوْهَا بِسُوْٓءٍ فَيَاْخُذَكُمْ عَذَابٌ قَرِيْبٌ۝٦٥

آهي) جنهن کي اللّٰه توهان لاءِ هڪ نشان بڻايو آهي ان ڪري توهان هن کي آزاد ڇڏيو، انهيءَ لاءِ ته هيءَ اللّٰه جي زمين ۾ (گھمي ڦري) کائي (پيئي) ۽ هن کي ڪابه تڪليف نه پهچايو نه ته توهان کي هڪ جلد اچڻ وارو عذاب اچي پڪڙيندو.

فَعَقَرُوْهَا فَقَالَ تَمَتَّعُوْا فِيْ دَارِكُمْ ثَلٰثَةَ اَيَّامٍ ؕ ذٰلِكَ وَعْدٌ غَيْرُ مَكْذُوْبٍ۝٦٦

٦٦- اِنهيءَ تي اُنهن (تلوار سان) انهيءَ جون ٽنگون ڪپي ڇڏيون، جنهن تي انهيءَ (هنن کي) چيو توهان ٽن ڏينهن (تائين) پنهنجي گھرن ۾ (پنهنجي حاصل ٿيل سامانن مان) فائدو وٺو. هي (واعدو) اهڙو واعدو آهي جيڪو ڪوڙو نه ٿيندو.

فَلَمَّا جَآءَ اَمْرُنَا نَجَّيْنَا صٰلِحًا وَّالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ بِرَحْمَةٍ مِّنَّا وَمِنْ خِزْيِ يَوْمِئِذٍ ؕ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ الْقَوِيُّ الْعَزِيْزُ۝٦٧

٦٧- پوءِ جڏهن اسان جو حڪم اچي ويو (يعني عذاب جو) ته اسان صالح کي ۽ انهيءَ سان گڏ جن انهيءَ تي ايمان آندو هو انهن کي پنهنجي خاص رحمت جي ذريعي هر مصيبت کان ۽ خاص ڪري انهيءَ ڏينهن جي خواريءَ کان بچائي ورتو يقيناً تنهنجو رب ئي (پوري پوري) قوت وارو (۽) غلبي وارو آهي.

وَاَخَذَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوا الصَّيْحَةُ فَاَصْبَحُوْا فِيْ دِيَارِهِمْ جٰثِمِيْنَ ۙ۝٦٨

٦٨- ۽ جن ظلم (جو عمل) ڪيو هو انهن کي انهيءَ عذاب پڪڙي ورتو ۽ اهي پنهنجن پنهنجن گھرن ۾ (عذاب جي سببان) زمين

كَاَنْ لَّمْ يَغْنَوْا فِيْهَا ؕ اَلَاۤ اِنَّ ثَمُوْدَاۡ كَفَرُوْا رَبَّهُمْ ؕ اَلَا بُعْدًا لِّثَمُوْدَ ﴿٦٩﴾ ع ٦

سان چمبڙيل ① ٿي ويا.

**٦٩**-جڻ اهي انهيءَ (ملڪ) ۾ ڪڏهن آباد ئي نہ ٿيا هئا. ٻڌو! ثمود پنهنجي رب (جي احسانن) جي ناشڪري ڪئي هئي. ٻڌو! (عذاب جي فرشتن کي حڪم ڏنو ويو تہ) ثمود جي لاءِ لعنت مقدر ڪري ڇڏيو.

وَلَقَدْ جَآءَتْ رُسُلُنَاۤ اِبْرٰهِيْمَ بِالْبُشْرٰى قَالُوْا سَلٰمًا ؕ قَالَ سَلٰمٌ فَمَا لَبِثَ اَنْ جَآءَ بِعِجْلٍ حَنِيْذٍ ﴿٧٠﴾

**٧٠**-۽ اسان جي قاصدن يقيناً ابراهيم وٽ خوشخبري آندي هئي (۽) چيو هو تہ (اسان جي طرفان توهان کي) سلام ② هجي. هن چيو (توهان لاءِ بہ هميشہ جي) سلامتي هجي. پوءِ (هُو) هڪ ڀُڳل ڳابو جلدي ڪٺي آيو.

فَلَمَّا رَاٰۤ اَيْدِيَهُمْ لَا تَصِلُ اِلَيْهِ نَكِرَهُمْ وَاَوْجَسَ مِنْهُمْ خِيْفَةً ؕ قَالُوْا لَا تَخَفْ اِنَّاۤ اُرْسِلْنَاۤ اِلٰى قَوْمِ لُوْطٍ ﴿٧١﴾

**٧١**- پوءِ جڏهن هُن انهنجي هٿن کي ڏٺو تہ انهيءَ (کاڌي) تائين نٿا پهچن تہ (هُن) انهن جي (انهيءَ) فعل کي خاص ③ سمجهيو ۽ انهيءَ (فعل) مان خطرو محسوس ④ ڪيو. (انهيءَ تي) هُنن چيو (تہ) تون خوف نہ ڪر. اسان کي تہ لوط جي قوم ڏانهن موڪليو ويو آهي.

---

١- جَثَم جي لاءِ ڏسو سورت اعراف آيت ٧٩ نوٽ نمبر ١

٢- جيڪي اچڻ وارا هئا تن سَلَامًا چيو هو جيڪو جملو فعليہ ۽ عارضي دعا کي ظاهر ڪري ٿو. حضرت ابراهيمؑ سَلَامٌ چيو. جيڪو جملو اسميہ آهي ۽ لاڳيتي دعا تي دلالت ڪري ٿو. ان ۾ اچڻ وارن ماڻهن ۽ ابراهيمؑ جي ايمان جو درجو بيان ڪيو ويو آهي.

**٣**- هتي نَكِرَهُمْ جا لفظ آهن جنهن جي معنيٰ هيءَ بہ ٿي سگهي ٿي تہ انهن کي عجيب حرڪتون ڪرڻ وارو انسان سمجهيائين. پر هُمْ کان اڳ مضاف حذف ڪيو وڃي تہ ان جي هيءَ معنيٰ ٿيندي تہ انهن جي ان ڪم کي عجيب سمجهيائين.

**٤**- تہ جڻ ڪا بري خبر آندي آٿئون.

وَامْرَاَتُهٗ قَآىِٕمَةٌ فَضَحِكَتْ فَبَشَّرْنٰهَا بِاِسْحٰقَ ۙ وَمِنْ وَّرَآءِ اِسْحٰقَ يَعْقُوْبَ ۝٧٢

۷۲- ۽ سندس زال(به پرسان)بيٺي هئي.انهيءَ تي اها به گهبرائي① تڏهن اسان انهيءَ جي تسليءَ جي لاءِ انهيءَ کي اسحاق جي ۽ اسحاق کانپوءِ يعقوب(جي پيدائش) جي بشارت ڏني.

قَالَتْ يٰوَيْلَتٰٓى ءَاَلِدُ وَاَنَا عَجُوْزٌ وَّهٰذَا بَعْلِىْ شَيْخًا ؕ اِنَّ هٰذَا لَشَىْءٌ عَجِيْبٌ ۝٧٣

۷۳- هُنَ چيو، هاءِ منهنجي بدنامي! ڇا مان (ٻارُ)ڄڻيندس جڏهن ته مان پوڙهي ٿي چڪي آهيان ۽ منهنجو مڙس به پوڙهائپ جي حالت ۾ آهي.اها يقيناً عجيب ڳالهه آهي.

قَالُوْٓا اَتَعْجَبِيْنَ مِنْ اَمْرِ اللّٰهِ رَحْمَتُ اللّٰهِ وَبَرَكٰتُهٗ عَلَيْكُمْ اَهْلَ الْبَيْتِ ؕ اِنَّهٗ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝٧٤

۷۴-انهن چيو ڇا تون اللّٰه جي ڳالهه تي تعجب ڪرين ٿي، اي هِن گهر وارؤ توهان تي (ته) اللّٰـه جي رحمت ۽ انهيءَ جي(هر قسم جون) برڪتون (نازل ٿي رهيون)آهن(پوءِ توهان لاءِ ته هيءَ ڳالهه عجيب نه هئڻ گهرجي)اُهو ② يقيناً تمام گهڻي تعريف وارو (۽) بزرگ شان وارو آهي.

فَلَمَّا ذَهَبَ عَنْ اِبْرٰهِيْمَ الرَّوْعُ وَجَآءَتْهُ الْبُشْرٰى يُجَادِلُنَا فِىْ قَوْمِ لُوْطٍ ؕ ۝٧٥

۷۵-پوءِ جڏهن ابراهيم کان گهبراهٽ ختم ٿي وئي ۽ انهيءَ کي خوشخبري ملي ته(ان وقت) هُو لوط جي قوم متعلق اسان سان تڪرار ڪرڻ لڳو.

---

١- قرآن مجيد ۾ ضَحِكَتْ جا لفظ آهن.ڪن ان جي معنيٰ حيض اچڻ جي ڪئي آهي پر اها نا مناسب معنيٰ آهي.ضَحِكَتْ جي معنيٰ عربيءَ ۾ گهبرائڻ جي به آهي (اقرب).۽ اها ئي معنيٰ اسان ڪئي آهي.

٢- يعني اللّٰه تعاليٰ.

اِنَّ اِبۡرٰهِيۡمَ لَحَلِيۡمٌ اَوَّاهٌ مُّنِيۡبٌ ﴿٧٦﴾

٧٦- ابراهيم ڏاڍو بردبار(۽) دردمند(دل رکڻ وارو)(۽ اسان جي حضور)بار بار جهڪڻ وارو هو.

يٰۤاِبۡرٰهِيۡمُ اَعۡرِضۡ عَنۡ هٰذَا ۚ اِنَّهٗ قَدۡ جَآءَ اَمۡرُ رَبِّكَ ۚ وَاِنَّهُمۡ اٰتِيۡهِمۡ عَذَابٌ غَيۡرُ مَرۡدُوۡدٍ ﴿٧٧﴾

٧٧-(انهيءَ تي اسان هُن کي چيو)اي ابراهيم! تون انهيءَ (سفارش)کان رکجي وڃ. ڇو جو تنهنجي رب جو(آخري)حڪم اچي چڪو آهي ۽ انهن ڪافرن جي اهڙي حالت آهي جو انهن تي نه ٽرڻ وارو عذاب اچي رهندو.

وَلَمَّا جَآءَتۡ رُسُلُنَا لُوۡطًا سِيۡٓءَ بِهِمۡ وَضَاقَ بِهِمۡ ذَرۡعًا وَّقَالَ هٰذَا يَوۡمٌ عَصِيۡبٌ ﴿٧٨﴾

٧٨-۽ جڏهن اسان جا قاصد لوط وٽ آيا ته انهن جي ڪري هُن کي غم ①ٿيو ۽ انهيءَ دل ۾ تنگي محسوس ڪئي ۽ چيو اڄوڪو ڏينهن (ڏاڍو)سخت معلوم ٿئي ٿو.

وَجَآءَهٗ قَوۡمُهٗ يُهۡرَعُوۡنَ اِلَيۡهِ ؕ وَمِنۡ قَبۡلُ كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ السَّيِّاٰتِ ؕ قَالَ يٰقَوۡمِ هٰۤؤُلَآءِ بَنَاتِىۡ هُنَّ اَطۡهَرُ لَـكُمۡ فَاتَّقُوا

٧٩-۽ انهيءَ جي قوم(ڪاوڙ سان)هُن ڏانهن ڀڄندي آئي ۽(هي ڀهريون موقعو نه هو)ڀهرئين(به)اُهي (ماڻهو نهايت خطرناڪ) بديون ڪندا هئا.هُن چيو اي منهنجي قوم هي منهنجون نياڻيون ②

١-حضرت لوط عليه السلام حضرت ابراهيم عليه السلام جا ڀائٽيا هئا ۽ اڳ ۾ عراق جا رهاڪو هئا ۽ هاڻي جنهن جڳهه تي هُو رهن پيا اُهو فلسطين هو ۽ اُتي هُو اوپرو اڻ واقف هو انهن جي قوم هنن کي جهلي ڇڏيو هو ته جنهن تنهن کي نه آڻيندا ڪيو.(سورت الحجر: ٧١) پر هو مهمان نوازيءَ جي عادت کان مجبور هئا جڏهن انهن مهمان ڏٺا ۽ سمجهيائون ته انهن کي گهر وٺي ويندس ته قوم ڪاوڙجي ويندي ته ان تي هو غمگين ٿي پيا.

٢-حضرت لوط عليه السلام جون ٻه ڌيئرون اُن شهر جي ماڻهن ۾ پرڻيل هيون (عهد نامو قديم پيدائش باب ١٩ آيت ١۵). مسلمان مفسر هن جڳهه غلطيءَ سان هي معنيٰ ڪندا آهن ته منهنجي

اللّٰهَ وَلَا تُخْزُوْنِ فِيْ ضَيْفِيْ ۭ اَلَيْسَ مِنْكُمْ رَجُلٌ رَّشِيْدٌ ۝٧٩

(جيڪي توهان جي ئي گهرن ۾ پرڻيل) آهن.اُهي توهان جي لاءِ (۽ توهان جي آبرو جي بچائڻ لاءِ)نهايت پاڪ(دل ۽ پاڪ خيال)آهن. پوءِ توهان الـلّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي مهمانن (جي موجودگيءَ) ۾ مون کي خوار نه ڪيو. ڇا توهان مان ڪو (به) سمجهدار (ماڻهو) ڪو نه آهي؟

قَالُوْا لَقَدْ عَلِمْتَ مَا لَنَا فِيْ بَنٰتِكَ مِنْ حَقٍّ ۚ وَاِنَّكَ لَتَعْلَمُ مَا نُرِيْدُ ۝٨٠

٨٠-انهن چيو ته تون يقيناً معلوم ڪري چڪو آهين ته تنهنجي نياڻين ① جي متعلق اسان کي ڪو به حق(حاصل)نه آهي ۽ جيڪي(ڪجهه)اسان چاهيون ٿا انهيءَ کي تون ڄاڻين ٿو.

قَالَ لَوْ اَنَّ لِيْ بِكُمْ قُوَّةً اَوْ اٰوِيْٓ اِلٰى رُكْنٍ شَدِيْدٍ ۝٨١

٨١-هُن چيو ڪاش مون کي توهان جي مقابلي ۾(ڪنهن قسم جي)قوت(حاصل) هجي ها(ته مان توهان جو مقابلو ڪيان ها) پر جيڪڏهن اِها نه آهي ته هيءَ صورت باقي آهي ته مان هڪ زبردست جاءِ پناهه

**(باقي حاشيو)** ڇوڪرين سان پنهنجي شهوت پوري ڪيو. ۽ منهنجي مهمانن کي تنگ نه ڪيو.هي هڪ وڏو خطرناڪ خيال آهي. ۽ هڪ نبيءَ جي ذات تي حملو آهي.آيت جو مطلب صاف آهي.انهن ماڻهن کي جيئن ته قرآن مجيد ۽ بائيبل مان ثابت آهي هيءَ ڪاوڙ هئي ته لوط عليه السلام جنهن تنهن کي ڇو وني آيا.اها خواهش نه هئي ته انهن کي پنهنجي شهوت جو نشانو بڻائين ۽ جيئن ته بائيبل چوي ٿي ته به ڇوڪريون اڳ ئي انهن ۾ پرڻيل هيون انهن ڏانهن اشارو ڪرڻ لوط عليه السلام کي بيوقوف بڻائڻ آهي.لوطؑ صرف هي چون ٿا ته انهن ڇوڪرين جي موجودگيءَ سان توهان سمجهي سگهو ٿا ته مان يا منهنجا مهمان توهان سان ڪا غداري نه ڪندا ان ڪري توهان اجايو ڇو ٿا گهبرايو.

١-يعني اُهي ته اڳ ئي نُهَرون ڏيئرون آهن.اسان ته اڻ واقف مهمانن تي اعتراض ڪيو آهي.

ڏانهن جهڪان①.

قَالُوْا يٰلُوْطُ اِنَّا رُسُلُ رَبِّكَ لَنْ يَّصِلُوْٓا اِلَيْكَ فَاَسْرِ بِاَهْلِكَ بِقِطْعٍ مِّنَ الَّيْلِ وَلَا يَلْتَفِتْ مِنْكُمْ اَحَدٌ اِلَّا امْرَاَتَكَ ؕ اِنَّهٗ مُصِيْبُهَا مَآ اَصَابَهُمْ ؕ اِنَّ مَوْعِدَهُمُ الصُّبْحُ ؕ اَلَيْسَ الصُّبْحُ بِقَرِيْبٍ ﴿۸۲﴾

٨٢-(انهيءَ تي) هنن چيو(يعني مهمانن)ته اي لوط! اسان يقيناً تنهنجي رب جا قاصد② آهيون ۽ اسان کي معلوم آهي ته اُهي تو تائين هر گز نه پهچندا(انهن جي تباهيءَ جو وقت اچي چڪو آهي)انهيءَ ڪري تون رات جي ڪنهن حصي ۾ پنهنجي گهرن وارن کي وٺي تڪڙو(هتان کان) هليو وڃ ۽ توهان مان ڪو به(فرد)هيڏانهن هوڏانهن نه ڏسي (اهڙيءَ طرح سان توهان محفوظ رهندؤ) ها تنهنجي زال اهڙي آهي جو جيڪو(عذاب) انهن تي آيل (آهي) اهو انهيءَ تي به يقيناً اچڻ وارو آهي. انهن جو مقرر وقت(آئيندهه)صبح آهي(۽)ڇا صبح ويجهو نه آهي؟

فَلَمَّا جَآءَ اَمْرُنَا جَعَلْنَا عَالِيَهَا سَافِلَهَا وَاَمْطَرْنَا عَلَيْهَا حِجَارَةً مِّنْ سِجِّيْلٍ ۙ مَّنْضُوْدٍ ﴿۸۳﴾

٨٣-پوءِ جڏهن اسان جو حڪم③ اچي ويو ته اسان انهيءَ (بستيءَ) جي مٿين حصي کي هيٺ وارو(حصو)بڻائي ڇڏيو ۽ انهيءَ تي خشڪ مٽيءَ جي ٺهيل پٿرن جي هڪ ٻئي پٺيان بارش وسائي.

١-يعني خداتعاليٰ کان توهان جي فساد کان بچڻ لاءِ دعا گُهران.

٢-اُهي علا قي جا اولياء هئا جن کي خدا تعاليٰ لوط عليه السلام ڏانهن ان ڪري موڪليو هو ته جيئن ته هو ٻئي ملڪ جا آهن انهن ماڻهن جي رهنمائيءَ سان علائقي ۾ ڪو نڪاڻو حاصل ڪري سگهن ۽ حيران نه ٿين.

٣-يعني عذاب جي باري ۾.

مُّسَوَّمَةً عِنْدَ رَبِّكَ ؕ وَمَا هِيَ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ بِبَعِيْدٍ ﴿۸۴﴾ ع ٧ النصف

٨٤- جيڪا تنهنجي رب جي تقدير ۾ (انهن لاءِ ئي) مقدر (۽ نامزد) ڪيل هئي ۽ انهن ظالمن ① ڪان (به) اهو عذاب پري ڪونهي.

وَاِلٰى مَدْيَنَ اَخَاهُمْ شُعَيْبًا ؕ قَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ وَلَا تَنْقُصُوا الْمِكْيَالَ وَالْمِيْزَانَ اِنِّيْٓ اَرٰىكُمْ بِخَيْرٍ وَّاِنِّيْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ مُّحِيْطٍ ﴿۸۵﴾

٨٥- ۽ مدين جي طرف (اسان) انهيءَ جي ڀاءُ شعيب ڪي (نبي بڻائي موڪليو) هُن (انهن کي) چيو اي منهنجي قوم! توهان اللّٰه جي عبادت ڪيو. انهيءَ ڪان سواءِ توهان جو ڪو معبود ڪونهي ۽ ماپ ۽ تور ڪي گهٽ نہ ڪندا ڪيو مان (هن وقت) يقيناً توهان کي چڱيءَ حالت ۾ ڏسان ٿو۽ (انهيءَ سان گڏ) مان توهان جي باري ۾ هڪ تباهہ ڪندڙ ڏينهن جي عذاب ڪان ڊڄي رهيو آهيان.

وَيٰقَوْمِ اَوْفُوا الْمِكْيَالَ وَالْمِيْزَانَ بِالْقِسْطِ وَلَا تَبْخَسُوا النَّاسَ اَشْيَآءَهُمْ وَلَا تَعْثَوْا فِي الْاَرْضِ مُفْسِدِيْنَ ﴿۸۶﴾

٨٦- ۽ اي منهنجي قوم! توهان ماپ ۽ تور کي انصاف سان پورو ڪندا ڪيو. ۽ ماڻهن کي انهن جون شيون گهٽ نہ ڏيندا ڪيو. ۽ فسادي بڻجي زمين ۾ خرابي نہ پکيڙيو.

بَقِيَّتُ اللّٰهِ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ۚ وَمَآ اَنَا عَلَيْكُمْ بِحَفِيْظٍ ﴿۸۷﴾

٨٧- جيڪڏهن توهان (سچا) مومن آهيو تہ (يقين ڄاڻو تہ) اللّٰه جو (توهان وٽ) باقي ڇڏيل (مال ئي) توهان لاءِ بهتر (۽ مبارڪ) آهي ۽ مان توهان تي ڪو نگهبان (بڻائي) نہ (موڪليو ويو آهيان. صرف هڪ نصيحت ڪندڙ آهيان).

قَالُوْا يٰشُعَيْبُ اَصَلٰوتُكَ تَاْمُرُكَ اَنْ

٨٨- انهن چيو، اي شعيب! ڇا تنهنجي نماز

١ـ يعني محمد رسول اللّٰه ﷺ جي زماني جي ظالمن ڪان بہ هي عذاب پري ناهي.

نَّتۡرُكَ مَا يَعۡبُدُ اٰبَآؤُنَآ اَوۡ اَنۡ نَّفۡعَلَ فِيۡٓ اَمۡوَالِنَا مَا نَشٰٓؤُا ؕ اِنَّكَ لَاَنۡتَ الۡحَلِيۡمُ الرَّشِيۡدُ ﴿٨٨﴾

توکي حکم ڏئي ٿي تہ جنهن شيءِ جي اسان جا پيءُ ڏاڏا پوڄا ڪندا(آيا)آهن انهيءَ کي اسان ڇڏي ڏيون يا انهيءَ ڳالهہ کي (ڇڏي ڇڏيون)تہ پنهنجي مالن جي متعلق اسان جيڪي چاهيون ڪريون (جيڪڏهن ائين آهي)تہ تون يقيناً وڏو عقلمند(۽) سمجهدار(ماڻهو①)آهين.

قَالَ يٰقَوۡمِ اَرَءَيۡتُمۡ اِنۡ كُنۡتُ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنۡ رَّبِّيۡ وَرَزَقَنِيۡ مِنۡهُ رِزۡقًا حَسَنًا ؕ وَمَآ اُرِيۡدُ اَنۡ اُخَالِفَكُمۡ اِلٰى مَآ اَنۡهٰكُمۡ عَنۡهُ ؕ اِنۡ اُرِيۡدُ اِلَّا الۡاِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ ؕ وَمَا تَوۡفِيۡقِيۡۤ اِلَّا بِاللّٰهِ ؕ عَلَيۡهِ تَوَكَّلۡتُ وَاِلَيۡهِ اُنِيۡبُ ﴿٨٩﴾

**٨٩**ـ هُن چيو اي منهنجي قوم ! (ڀلا) ٻڌايو(تہ سهي)جيڪڏهن (ثابت ٿيو تہ)مان(پنهنجي دعويٰ جو بنياد)پنهنجي رب جي طرفان(عطا ٿيل)ڪنهن روشن دليل تي(رکان)ٿو ۽ انهيءَ پنهنجي حضور مان مون کي سٺو(۽ پسنديده)رزق ڏنو آهي (تہ سياڻي رب جي حضور ۾ ڇا جواب ڏيندؤ؟) ۽ مان نٿو چاهيان تہ جنهن ڳالهہ کان توهان کي روڪيان(انهيءَ کان توهان رکجي وڃو ۽ خود مان)توهان جي خلاف② انهيءَ (ڳالهہ) جو ارادو ڪيان مان تہ سواءِ انهيءَ(حد تائين) اصلاح جي جنهن جي مون کي طاقت آهي ڪجهہ نٿو چاهيان ۽ منهنجو توفيق حاصل ڪرڻ الله ئي(جي فضل ۽ رحم) سان (لاڳاپيل)آهي انهيءَ تي منهنجو ڀروسو

١ـ يعني پنهنجي خيال ۾.

٢ـ ڪافرن خيال ڪيو تہ اسان کي دوکي سان جهلي حضرت شعيب عليه السلام پنهنجي تجارت وڌائڻ چاهي ٿو.جيئن تہ شعيبؑ ان جو اهو جواب ڏنو جيڪو هن آيت ۾ ڄاڻايل آهي.

وَيٰقَوْمِ لَا يَجْرِمَنَّكُمْ شِقَاقِيْٓ اَنْ يُّصِيْبَكُمْ مِّثْلُ مَآ اَصَابَ قَوْمَ نُوْحٍ اَوْ قَوْمَ هُوْدٍ اَوْ قَوْمَ صٰلِحٍ ؕ وَمَا قَوْمُ لُوْطٍ مِّنْكُمْ بِبَعِيْدٍ ۝٩٠

آهي ۽ مان انهيءَ ڏانهن باربار جهڪان ٿو.
**٩٠**-۽ اي منهنجي قوم! (ڏسجو ڪٿي توهان جي)مون سان دشمني توهان کي (هِن ڳالهه تي)نه اُڀاري جو توهان اُهڙي (ئي) مصيبت ميڙي وٺوجهڙوڪ نوح جي قوم يا هود جي قوم يا صالح جي قوم تي مصيبت آئي هئي.۽ لوط جي قوم (ته) توهان کان ڪجهه (ايتري) پري ① (به)نه آهي.

وَاسْتَغْفِرُوْا رَبَّكُمْ ثُمَّ تُوْبُوْٓا اِلَيْهِ ؕ اِنَّ رَبِّيْ رَحِيْمٌ وَّدُوْدٌ ۝٩١

**٩١**-۽ توهان پنهنجي رب کان بخشش طلب ڪيو(۽)پوءِ انهيءَ ڏانهن ڪامل رجوع اختيار ڪيو منهنجو رب يقيناً بار بار رحم ڪرڻ وارو(۽) تمام گهڻو محبت ڪرڻ وارو آهي.

قَالُوْا يٰشُعَيْبُ مَا نَفْقَهُ كَثِيْرًا مِّمَّا تَقُوْلُ وَاِنَّا لَنَرٰىكَ فِيْنَا ضَعِيْفًا ۚ وَلَوْلَا رَهْطُكَ لَرَجَمْنٰكَ ۫ وَمَآ اَنْتَ عَلَيْنَا بِعَزِيْزٍ ۝٩٢

**٩٢**-انهن چيو، اي شعيب! جو ڪجهه تون چوين ٿو انهيءَ مان گهڻو(حصو)اسان جي سمجهه ۾ نٿو اچي.۽ اسان توکي پنهنجي وچ ۾ هڪ ڪمزور ماڻهو سمجهون ٿا ۽ جيڪڏهن تنهنجو گروهه نه هجي ها ته اسان توکي سنگسار ڪري ڇڏيون ها ۽ تون (بذات خود)اسان جي نظر ۾ ڪو قابل عزت وجود نه آهين.

قَالَ يٰقَوْمِ اَرَهْطِيْٓ اَعَزُّ عَلَيْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَاتَّخَذْتُمُوْهُ وَرَآءَكُمْ ظِهْرِيًّا ؕ

**٩٣**-هُن چيو اي منهنجي قوم! ڇا منهنجو گروهه اللّٰه جي نسبت توهان جي نظر ۾ وڌيڪ قابل عزت آهي ۽ انهيءَ کي توهان

١-حضرت شعيب عليه السلام جي جاءِ مدين جي لوطؑ جي علائقي کان گهڻو پري نه هئي. بلڪ مصر ۽ بحيره مردار Dead Sea جي وچ ۾ هئي.

اِنَّ رَبِّيْ بِمَا تَعْمَلُوْنَ مُحِيْطٌ ﴿٩٣﴾

پنهنجي پنيءَ پنيان اڇلائي ڇڏيو آهي جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا ان کي منهنجو رب خوب ڄاڻي ٿو.

وَيٰقَوْمِ اعْمَلُوْا عَلٰى مَكَانَتِكُمْ اِنِّيْ عَامِلٌ ؕ سَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ۙ مَنْ يَّاْتِيْهِ عَذَابٌ يُّخْزِيْهِ وَمَنْ هُوَ كَاذِبٌ ؕ وَارْتَقِبُوْۤا اِنِّيْ مَعَكُمْ رَقِيْبٌ ﴿٩٤﴾

**٩٤**- ۽ اي منهنجي قوم! توهان پنهنجي جڳهه تي (پنهنجا) ڪم ڪندا وڃو، مان (به پنهنجي جڳهه تي) پنهنجو ڪم ڪري رهيو آهيان عنقريب توهان کي معلوم ٿي ويندو ته اُهو ڪير آهي جنهن تي خوار ڪري ڇڏڻ وارو عذاب اچي ٿو ۽ ڪير ڪوڙو آهي (۽ ڪير سچو) ۽ توهان (به پنهنجي ۽ منهنجي پڇاڙيءَ جو) انتظار ڪيو. مان به يقيناً توهان سان (نتيجي جو) منتظر رهندس.

وَلَمَّا جَآءَ اَمْرُنَا نَجَّيْنَا شُعَيْبًا وَّالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ بِرَحْمَةٍ مِّنَّا وَاَخَذَتِ الَّذِيْنَ ظَلَمُوا الصَّيْحَةُ فَاَصْبَحُوْا فِيْ دِيَارِهِمْ جٰثِمِيْنَ ۙ ﴿٩٥﴾

**٩٥**- ۽ جڏهن اسان جو حڪم (عذاب جي متعلق) اچي ويو ته اسان شعيب کي ۽ انهن (ماڻهن) کي جن انهيءَ سان گڏ ايمان آندو هو پنهنجي (خاص) رحمت سان (هن عذاب کان) بچائي ورتو ۽ جن ظلم (جو طريقو اختيار) ڪيو هو انهن کي انهيءَ عذاب پڪڙي ورتو ۽ اُهي پنهنجي (پنهنجي) گهرن ۾ زمين سان چمبڙيل هوندي تباهه ٿي ويا.

كَاَنْ لَّمْ يَغْنَوْا فِيْهَا ؕ اَلَا بُعْدًا لِّمَدْيَنَ كَمَا بَعِدَتْ ثَمُوْدُ ﴿٩٦﴾ ع ٨

**٩٦**- ڄڻ اهي انهن ۾ (ڪڏهن) رهيا (ئي) نه هئا. ٻڌو! مدين جي لاءِ به (خدا) لعنت مقدر ڪئي هئي جهڙوڪ ثمود جي لاءِ (خدا) لعنت مقرر ڪئي هئي.

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مُوْسٰى بِاٰيٰتِنَا وَسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٩٧﴾

**٩٧**-۽ يقيناً اسان موسٰي کي هر قسم جا نشان ۽ دليل ڏنا

اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَاۡئِهٖ فَاتَّبَعُوْٓا اَمْرَ فِرْعَوْنَ ۚ وَمَآ اَمْرُ فِرْعَوْنَ بِرَشِيْدٍ ﴿٩٨﴾

**٩٨**-فرعون ۽ سندس قوم جي وڏن ماڻهن ڏانهن موڪليو هو. پرانهن(موسٰي کي ڇڏي)فرعون جي حڪم جي پيروي ڪئي ۽ فرعون جو حڪم هرگز صحيح نہ هو.

يَقْدُمُ قَوْمَهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فَاَوْرَدَهُمُ النَّارَ ؕ وَبِئْسَ الْوِرْدُ الْمَوْرُوْدُ ﴿٩٩﴾

**٩٩**-هُو قيامت جي ڏينهن پنهنجي قوم جي اڳيان(اڳيان) هلندو ۽ انهن کي(دوزخ جي) باهہ ۾(وجي)لا هيندو.پوءِ اهو گهاٽ بہ ۽ انهيءَ ۾ لهڻ وارا بہ برا هوندا.

وَاُتْبِعُوْا فِيْ هٰذِهٖ لَعْنَةً وَّيَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ بِئْسَ الرِّفْدُ الْمَرْفُوْدُ ﴿١٠٠﴾

**١٠٠**-۽ هِن دنيا ۾(بہ)انهن جي پويان لعنت لڳائي وئي ۽ قيامت جي ڏينهن بہ (لڳائي ويندي) هيءُ انعام① جيڪو انهن کي ڏنو وڃڻ وارو آهي سو ڏاڍو برو آهي.

ذٰلِكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ الْقُرٰى نَقُصُّهٗ عَلَيْكَ مِنْهَا قَآئِمٌ وَّحَصِيْدٌ ﴿١٠١﴾

**١٠١**- هي(تباهہ ٿيل)بستين جي خبرن مان هڪ حصو آهي اسان انهيءَ کي تنهنجي سامهون بيان ڪيون ٿا.انهن مان ڪي (بستيون اجان تائين موجود)بيٺيون آهن (يعني انهن جا نشان موجود آهن)۽ ڪي تباهہ ٿيل حالت ۾ آهن(يعني انهن جا

---

١-ڇٽَر طور سزا جونالو انعام رکيو آهي ڇاڪاڻ تہ ڪافر دنيا ۾ اِهو ئي چوندا هئا تہ خدا تعاليٰ وٽ بہ اسان کي سٺيون شيون ملنديون. رَفُــــد جو لفظ عربيءَ ۾ انعام ۽ شاهي خِلعَت جي لاءِ ڳالهايو ويندو آهي(اقرب) هتي موسيٰ عليه السلام جي قوم جي سزا لاءِ اهو ئي لفظ استعمال ڪيو ويو آهي ۽ مراد ڇٽر آهي.

نشان بہ مِتجي ويا آهن).

وَمَا ظَلَمْنٰهُمْ وَلٰكِنْ ظَلَمُوْٓا اَنْفُسَهُمْ فَمَآ اَغْنَتْ عَنْهُمْ اٰلِهَتُهُمُ الَّتِيْ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ شَيْءٍ لَّمَّا جَآءَ اَمْرُ رَبِّكَ ۭ وَمَا زَادُوْهُمْ غَيْرَ تَتْبِيْبٍ ﴿۱۰۲﴾

**۱۰۲-** ۽ اسان انهن تي ڪو ظلم نہ ڪيو (هو) پر انهن (پاڻ ئي) پنهنجي جانين تي ظلم ڪيو هو پوءِ جڏهن تنهنجي رب (جي عذاب) جو حڪم اچي ويو تہ انهن جي معبودن جن کي اهي اللّٰه کان سواءِ پڪاريندا هئا انهن کي ڪجهہ بہ فائدو نہ ڏنو ۽ سواءِ تباهيءَ ۾ وجهڻ جي انهن (ڪنهن ڳالهہ ۾) انهن کي نہ وڌايو.

وَكَذٰلِكَ اَخْذُ رَبِّكَ اِذَآ اَخَذَ الْقُرٰى وَهِيَ ظَالِمَةٌ ۭ اِنَّ اَخْذَهٗٓ اَلِيْمٌ شَدِيْدٌ ﴿۱۰۳﴾

**۱۰۳-**۽ تنهنجي رب جي پڪڙ جڏهن هُو بستين کي انهيءَ حالت ۾ جو اهي ظلم مٿان ظلم ڪري رهيون هجن پڪڙيندو آهي، اهڙيءَ طرح (يعني حجت قائم ڪرڻ کانپوءِ) ٿيندي آهي. انهيءَ جي پڪڙ ڏاڍي دردناڪ (۽) سخت ٿيندي آهي.

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّمَنْ خَافَ عَذَابَ الْاٰخِرَةِ ۭ ذٰلِكَ يَوْمٌ مَّجْمُوْعٌ ۙ لَّهُ النَّاسُ وَذٰلِكَ يَوْمٌ مَّشْهُوْدٌ ﴿۱۰۴﴾

**۱۰۴-**جيڪو آخرت جي عذاب کان ڊڄندو هجي،انهيءَ لاءِ(خدا جي)انهيءَ (پڪڙ)۾ يقيناً هڪ (عبرت ڏياريندڙ) نشان (موجود) آهي هيُ هڪ اهڙو ڏينهن(اچڻ وارو)آهي جنهن لاءِ ماڻهن کي گڏ ڪيو ويندو ۽ اِهو اهڙو ڏينهن هوندو جنهن کي سڀ ماڻهو ڏسندا.

وَمَا نُؤَخِّرُهٗٓ اِلَّا لِاَجَلٍ مَّعْدُوْدٍ ۭ﴿۱۰۵﴾

**۱۰۵-** ۽ اسان انهيءَ کي صرف هڪ مقرر مدت تائين پوئتي ڪري رهيا آهيون.

يَوْمَ يَاْتِ لَا تَكَلَّمُ نَفْسٌ اِلَّا بِاِذْنِهٖ ۚ

**۱۰۶-**جنهن گهڙيءَ اُهو ايندو ڪو شخص ان جي(يعني خدا تعاليٰ جي)حڪم کان

فَمِنْهُمْ شَقِيٌّ وَّ سَعِيْدٌ ﴿١٠٦﴾

سواءِ ڪلام نه ڪري سگهندو. پوءِ انهن مان(ڪي ته)بدبخت(ثابت)ٿيندا ۽(ڪي) خوش نصيب هوندا.

فَاَمَّا الَّذِيْنَ شَقُوْا فَفِي النَّارِ لَهُمْ فِيْهَا زَفِيْرٌ وَّ شَهِيْقٌ ﴿١٠٧﴾

**١٠٧**-پوءِ جيڪي بدبخت(ثابت)ٿيندا اُهي باهه ۾(داخل)ٿيندا.انهيءَ ۾(ڪنهن وقت ته)انهن جا(درد ڪان)ڏکيا ساهه(نڪري رهيا)هوندا ۽(ڪنهن وقت)هڏڪوئيءَ جي حالت وانگر ساهه (نڪري رهيا هوندا).

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا مَا دَامَتِ السَّمٰوٰتُ وَالْاَرْضُ اِلَّا مَا شَآءَ رَبُّكَ ؕ اِنَّ رَبَّكَ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيْدُ ﴿١٠٨﴾

**١٠٨**-اهي انهيءَ ۾ اُنَ وقت تائين رهندا ويندا جيستائين آسمان ۽ زمين قائم آهن① سواءِ انهيءَ (عرصي)جي جيڪو تنهنجو رب چاهي، يقيناً تنهنجو رب جيڪي چاهي ٿو اهو ڪري رهندو آهي.

وَاَمَّا الَّذِيْنَ سُعِدُوْا فَفِي الْجَنَّةِ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا مَا دَامَتِ السَّمٰوٰتُ وَالْاَرْضُ اِلَّا مَا شَآءَ رَبُّكَ ؕ عَطَآءً غَيْرَ مَجْذُوْذٍ ﴿١٠٩﴾

**١٠٩**-۽ جيڪي خوش نصيب ثابت ٿيندا اُهي جنت ۾ هوندا اهي انهيءَ ۾ اُنَ وقت تائين رهندا ويندا جيستائين آسمان ۽ زمين قائم آهن②. سواءِ انهيءَ وقت جي جو جيڪو تنهنجو رب گُهري(هيءَ اهڙي)عطا آهي جيڪا(ڪڏهن)ڪٽي نه ويندي.

فَلَا تَكُ فِيْ مِرْيَةٍ مِّمَّا يَعْبُدُ هٰٓؤُلَآءِ ؕ

**١١٠**-پوءِ (اي مخاطب!)جيڪا عبادت هي(ماڻهو)ڪن ٿا.انهيءَ جي(ڪوڙي

١ ـ هي صرف محاورو آهي نه ته قرآن مان اهو ثابت آهي ته هڪ ڏينهن سڀ دوزخي دوزخ مان نڪري ويندا.

٢ ـ قرآن مجيد چوي ٿو ته جنتين جا آسمان ۽ زمين هميشه قائم رهندا ۽ انعام ڪڏهن ختم نه ٿيندو. ان ڪري هي جملو صرف خدا جي ادب جي لاءِ آهي.

مَا يَعْبُدُوْنَ اِلَّا كَمَا يَعْبُدُ اٰبَآؤُهُمْ مِّنْ قَبْلُ ؕ وَاِنَّا لَمُوَفُّوْهُمْ نَصِيْبَهُمْ غَيْرَ مَنْقُوْصٍ ﴿١١٠﴾ ع

هئڻ جي)متعلق تون ڪنهن شڪ (۾ شبهي)۾ نہ پءُ.اِهي اُهڙي نموني جي عبادت ڪن ٿا جهڙي نموني جي عبادت(انهن ڪان)پهرين انهن جا ابا ڏاڏا ڪندا هئا ۽ اسان يقيناً انهن ڪي(بہ)سندن حصو پورو پورو ڏينداسين جنهن مان(هرگز) ڪجهہ گهٽ نہ ڪيو ويندو.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ فَاخْتُلِفَ فِيْهِ ؕ وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ لَقُضِيَ بَيْنَهُمْ ؕ وَاِنَّهُمْ لَفِيْ شَكٍّ مِّنْهُ مُرِيْبٍ ﴿١١١﴾

١١١-۽ اسان (اختلافَ مِٽائڻ لاءِ)يقيناً موسيٰ ڪي(بہ)ڪتاب(يعني تورات) ڏنو هو پوءِ (ڪجهہ مدت ڪانپوءِ)اُنهيءَ جي متعلق (بہ) اختلاف ڪيو ويو ۽ جيڪڏهن اُها (رحمت جي واعدي واري)ڳالهہ جيڪا تنهنجي رب جي طرفان پهرئين(ڪان) نازل ٿي چڪي آهي(روڪڻ واري) نہ هجي ها تہ انهن جي وچ۾ (ڪڏهو ڪو) فيصلو ٿي وڃي ها. ۽ هاڻي تہ اُهي هِن(ڪتاب يعني قرآن) جي متعلق(بہ) هڪ بي چين ڪري ڇڏڻ واري شڪ ۾ (پيل)آهن.

وَاِنَّ كُلًّا لَّمَّا لَيُوَفِّيَنَّهُمْ رَبُّكَ اَعْمَالَهُمْ ؕ اِنَّهٗ بِمَا يَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿١١٢﴾

١١٢- ۽ تنهنجو رب يقيناً انهن سڀني ڪي انهن جي عملن(جو ڦل)پورو(پورو)ڏيندو اهي جيڪي ڪجهہ ڪن ٿا. اُنهيءَ ڪي اهو چڱي طرح ڄاڻي ٿو.

فَاسْتَقِمْ كَمَآ اُمِرْتَ وَمَنْ تَابَ مَعَكَ وَلَا تَطْغَوْا ؕ اِنَّهٗ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿١١٣﴾

١١٣-پوءِ (اي رسول!) تون انهن (ماڻهن) سميت جن تو سان گڏجي(اسان ڏانهن) رجوع ڪيو آهي(اهڙيءَ طرح)جهڙيءَ طرح توکي حڪم ڏنو ويو آهي سڌيءَ راهہ تي

قائم رهُه ۽ (اي مومنو!) توهان ڪڏهن حد کان نه وڌجو.جو ڪجهه توهان ڪيو ٿا اُهو① انهيءَ کي ڏسي رهيو آهي.

وَلَا تَرۡكَنُوۡۤا اِلَى الَّذِيۡنَ ظَلَمُوۡا فَتَمَسَّكُمُ النَّارُ ۙ وَمَا لَـكُمۡ مِّنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ مِنۡ اَوۡلِيَآءَ ثُمَّ لَا تُنۡصَرُوۡنَ ﴿۱۱۳﴾

۱۱۳- ۽ توهان انهن ماڻهن ڏانهن جن ظلم (جو طريقو اختيار) ڪيو آهي نه جهڪجو. نه ته توهان کي (به جهنم جي) باهه (جي لُهس) پهچندي. ۽ (انهيءَ وقت) اللّٰه کان سواءِ توهان جو ڪو دوست (۽ مددگار) نه هوندو ۽ توهان کي (ڪنهن طرف کان به) مدد نه ملندي.

وَاَقِمِ الصَّلٰوةَ طَرَفَىِ النَّهَارِ وَزُلَفًا مِّنَ الَّيۡلِ ‌ؕ اِنَّ الۡحَسَنٰتِ يُذۡهِبۡنَ السَّيِّاٰتِ‌ ؕ ذٰ لِكَ ذِكۡرٰى لِلذّٰكِرِيۡنَ ﴿۱۱۴﴾

۱۱۵- ۽ (اي مخاطب!) تون ڏينهن جي ٻنهي طرفن پڻ رات جي (گهٽ ۽ مختلف) وقتن ۾ عمدگيءَ سان نماز ادا ڪندو ڪر. يقيناً نيڪيون بدين کي ختم ڪري ڇڏينديون آهن. هيءَ (تعليم اللّٰه جي) ياد رکڻ وارن لاءِ هڪ نصيحت آهي.

وَاصۡبِرۡ فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيۡعُ اَجۡرَ الۡمُحۡسِنِيۡنَ ﴿۱۱۵﴾

۱۱۶- ۽ صبر (۽ استقلال) کان ڪم وٺ ڇو جو اللّٰه نيڪي ڪندڙن جي اجر کي هرگز ضائع نا هي ڪندو.

فَلَوۡلَا كَانَ مِنَ الۡقُرُوۡنِ مِنۡ قَبۡلِكُمۡ اُولُوۡا بَقِيَّةٍ يَّـنۡهَوۡنَ عَنِ الۡفَسَادِ فِى الۡاَرۡضِ اِلَّا قَلِيۡلًا مِّمَّنۡ اَنۡجَيۡنَا مِنۡهُمۡ‌ ۚ وَاتَّبَعَ الَّذِيۡنَ ظَلَمُوۡا مَاۤ اُتۡرِفُوۡا فِيۡهِ وَكَانُوۡا

۱۱۷- پوءِ ڇو انهن قومن مان جيڪي توهان کان اڳ (زماني ۾) هيون اهڙا عقلمند (ماڻهو) نه نڪتا جيڪي (ماڻهن کي) ملڪ ۾ ڏُڦير پيدا ڪرڻ کان روڪين ها. سواءِ ٿورڙن جي جن کي اسان (انهن جي بدين کان رڪجڻ ۽ روڪڻ جي سببان) بچائي

١ـ يعني اللّٰه تعاليٰ.

مُجْرِمِيْنَ ﴿١١٧﴾

ورتو. ۽ (باقي ماڻھو)جن ظلم جو (طريقو اختيار) ڪيو هو اُنهيءَ (مال۽دولت جي لذت) ۾ مشغول ٿي ويا.جنهن ۾ انهن کي آسودگي بخشي ويئي هئي. ۽ مجرم ٿي ويا.

وَمَا كَانَ رَبُّكَ لِيُهْلِكَ الْقُرٰى بِظُلْمٍ وَّ اَهْلُهَا مُصْلِحُوْنَ ﴿١١٨﴾

**١١٨**۔۽ تنهنجو رب اهڙو هرگز ناهي جو (ملڪ جي) آبادين کي باوجود انهيءَ جي جو انهي جي رهڻ وارا اصلاح(جا ڪم)ڪرڻ وارا هجن تباهه ڪري ڇڏي.

وَلَوْ شَآءَ رَبُّكَ لَجَعَلَ النَّاسَ اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّ لَا يَزَالُوْنَ مُخْتَلِفِيْنَ ﴿١١٩﴾

**١١٩**۔ ۽ جيڪڏهن تنهنجو رب پنهنجي ئي مرضي نافذ ڪري ها ته سڀني ماڻهن کي هڪ ئي جماعت بڻائي ڇڏي ها.۽ (ڇاڪاڻ ته انهي ائين نه ڪيو ۽ ڪين انهن جي عقل تي ڇڏي ڏنو آهي)اُهي هميشه اختلاف ڪندا رهندا.

اِلَّا مَنْ رَّحِمَ رَبُّكَ ؕ وَ لِذٰلِكَ خَلَقَهُمْ ؕ وَتَمَّتْ كَلِمَةُ رَبِّكَ لَاَمْلَـَٔنَّ جَهَنَّمَ مِنَ الْجِنَّةِ وَ النَّاسِ اَجْمَعِيْنَ ﴿١٢٠﴾

**١٢٠**۔سواءِ انهن جي جن تي تنهنجي رب رحم ڪيو آهي. ۽ اُنهيءَ (رحم جو گهرُ بڻائڻ) لاءِ هُن انهن کي پيدا ڪيو آهي. ۽ تنهنجي رب جو اِهو فرمان ضرور پورو ٿيندو.(ته)مان جهنم کي يقيناً (انهن سڀني) جِنَنِ ۽ انسانن سان(جيڪي اختلاف جو باعث بڻجن ٿا) ڀريندس.

وَكُلًّا نَّقُصُّ عَلَيْكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ الرُّسُلِ مَا نُثَبِّتُ بِهٖ فُؤَادَكَ ۚ وَجَآءَكَ فِيْ هٰذِهِ الْحَقُّ وَمَوْعِظَةٌ وَّ ذِكْرٰى لِلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٢١﴾

**١٢١**۔۽ تنهنجي دل کي مضبوط ڪرڻ لاءِ رسولن جون سڀئي اهم خبرون اسان تنهنجي سامهون بيان ڪنداآهيون.۽ هن(سورت) ۾ اُهي سڀ ڳالهيون توتي نازل ٿي ويون

آهن جيڪي حق ۽ حڪمت سان پُر آهن. ۽ نصيحت ڪرڻ واريون ۽ مومنن ڪي انهن جا فرضَ ياد ڏيارڻ واريون آهن.

وَقُلْ لِّلَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ اعْمَلُوْا عَلٰى مَكَانَتِكُمْ ۭ اِنَّا عٰمِلُوْنَ ﴿١٢٢﴾

**١٢٢**۔ ۽تون اُنهن ماڻهن ڪي جيڪي ايمان نٿا آڻين.چؤ ته توهان پنهنجي حال سارو عمل ڪريو.اسان به(پنهنجي حالت مطابق) عمل ڪنداسين.

وَانْتَظِرُوْا ۚ اِنَّا مُنْتَظِرُوْنَ ﴿١٢٣﴾

**١٢٣**۔ ۽ توهان انتظار ڪيو، اسان به انتظار ڪري رهيا آهيون.

وَلِلّٰهِ غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاِلَيْهِ يُرْجَعُ الْاَمْرُ كُلُّهٗ فَاعْبُدْهُ وَتَوَكَّلْ عَلَيْهِ ۭ وَمَا رَبُّكَ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٢٤﴾ ع

**١٢٤**۔ ۽ آسمانن ۽ زمين جو ڳُجهُه صرف اللّٰه ڪي حاصل آهي ۽ سيئي ڳالهيون (پڇاڙيءَ جي لحاظ ڪان) آخر اُنهيءَ ڏانهن موٽي ويندڻيون آهن. پوءِ تون اُنهيءَ جي عبادت ڪر ۽ اُنهيءَ تي ڀروسو ڪر ۽ تنهنجو رب اُنهن عملن ڪان هرگز غافل نا هي جيڪي توهان ڪيو ٿا.

سُوْرَةُ يُوْسُفَ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّاثْنَتَا عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ اثْنَا عَشَرَ رُكُوْعًا

سورت يوسف ـ هي سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون هڪ سئو ٻارنهن آيتون ۽ ٻارنهن رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ (مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو)

الٓرٰ ۛ تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ ۛ ②

٢ـ مان① اللّٰه ڏسڻ وارو آهيان ـ هي (حقيقتن کي) روشن ڪرڻ واري ڪتاب جون آيتون آهن.

اِنَّآ اَنْزَلْنٰهُ قُرْءٰنًا عَرَبِيًّا لَّعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ③

٣ـ پنهنجي مطلبن کي چڱيءَ طرح واضح ڪرڻ واري (قرآن) کي اسان لاٿو آهي انهيءَ لاءِ ته توهان (انهيءَ ۾) عقل (۽ تدبر) کان ڪم وٺو.

نَحْنُ نَقُصُّ عَلَيْكَ اَحْسَنَ الْقَصَصِ بِمَآ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ هٰذَا الْقُرْاٰنَ ۖ وَاِنْ كُنْتَ مِنْ قَبْلِهٖ لَمِنَ الْغٰفِلِيْنَ ④

٤ـ اسان تو وٽ (هر ڳالهه کي) بهترين نموني بيان ڪندا آهيون، جو جو اسان هن قرآن کي تو ڏانهن (حقيقتن تي مشتمل) وحيءَ (جي ذريعي نازل) ڪيو آهي ۽ هن کان پهريائين تون (انهن حقيقتن کان) بي خبر ماڻهن ۾ شامل هئين.

اِذْ قَالَ يُوْسُفُ لِاَبِيْهِ يٰٓاَبَتِ اِنِّيْ رَاَيْتُ اَحَدَ عَشَرَ كَوْكَبًا وَّ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ رَاَيْتُهُمْ لِيْ سٰجِدِيْنَ ⑤

٥ـ (تون ان وقت کي ياد ڪر) جڏهن يوسف پنهنجي پيءُ کي چيو (هو) ته اي منهنجا پيءُ (يقين ڄاڻ) مون يارنهن تارن کي ۽ سج ۽ چنڊ کي (به خواب ۾) ڏٺو آهي (۽ وڌيڪ تعجب هن تي آهي ته) مون انهن کي پنهنجي اڳيان سجدو ڪندي

١ـ تفصيل لاءِ ڏسو سورت يونس آيت ٢ نوٽ نمبر ١.

ڏنو آهي

قَالَ يٰبُنَيَّ لَا تَقْصُصْ رُءْيَاكَ عَلٰٓى اِخْوَتِكَ فَيَكِيْدُوْا لَكَ كَيْدًا ؕ اِنَّ الشَّيْطٰنَ لِلْاِنْسَانِ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿٦﴾

**٦**-هُن چيو،اي منهنجاپيارا پٽ! پنهنجو (اهو)خواب پنهنجي ڀائرن وٽ نہ بيان ڪجانءِ. نہ تہ اُهي تنهنجي متعلق (ضرور) ڪا (مخالفاڻي) تدبير ڪندا - شيطان انسان جو يقيناً ظاهر دشمن آهي.

وَكَذٰلِكَ يَجْتَبِيْكَ رَبُّكَ وَيُعَلِّمُكَ مِنْ تَاْوِيْلِ الْاَحَادِيْثِ وَيُتِمُّ نِعْمَتَهٗ عَلَيْكَ وَعَلٰٓى اٰلِ يَعْقُوْبَ كَمَآ اَتَمَّهَا عَلٰٓى اَبَوَيْكَ مِنْ قَبْلُ اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْحٰقَ ؕ اِنَّ رَبَّكَ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿٧﴾ ع ٢ ١١

**٧**- ۽(جيئن تو ڏنو آهي)اهڙيءَ طرح تنهنجو رب توکي چوندبندو ۽(خدائي)ڳالهين جو علم توکي بخشيندو ۽ توتي ۽ يعقوب جي سچي (حقيقي)اولاد تي(اهڙي طرح)پنهنجي انعام کي پورو ڪندو جيئن انهيءَ هن کان پهريائين تنهنجي ٻن وڏن ابراهيم ۽ اسحاق تي پورو ڪيو هو- تنهنجو رب يقيناً ڏاڍو ڄاڻهار (۽) حڪمت وارو آهي.

لَقَدْ كَانَ فِيْ يُوْسُفَ وَاِخْوَتِهٖٓ اٰيٰتٌ لِّلسَّآئِلِيْنَ ﴿٨﴾

**٨**-يوسف ۽ انهيءَ جي ڀائرن(جي واقعن)۾ (حق جي)ڳولائُن لاءِ يقيناً ڪيترائي نشان (ملن) ٿا.

اِذْ قَالُوْا لَيُوْسُفُ وَاَخُوْهُ اَحَبُّ اِلٰٓى اَبِيْنَا مِنَّا وَنَحْنُ عُصْبَةٌ ؕ اِنَّ اَبَانَا لَفِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنِۣ ﴿٩﴾ ۚۖ

**٩**-(يعني انهيءَ وقت جي واقعن ۾)جڏهن انهن (يعني يوسف جي ڀائرن)(هڪ ٻئي کي) چيو (تہ) يوسف ۽ انهيءَ جو ڀاءُ يقيناً اسان جي نسبت اسان جي پيءُ کي وڌيڪ پيارا آهن. جيتوڻيڪ اسان هڪ مضبوط ٽولي آهيون(هن معاملي ۾)اسان جو پيءُ (ظاهر) ظهور غلطيءَ ۾ (ڦاٿلُ)آهي.

اقْتُلُوْا يُوْسُفَ اَوِ اطْرَحُوْهُ اَرْضًا يَّخْلُ

**١٠**-(ان ڪري يا تہ)يوسف کي قتل ڪري ڇڏيو. يا انهيءَ کي ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ (پري)

لَكُمْ وَجْهُ اَبِيْكُمْ وَتَكُوْنُوْا مِنْۢ بَعْدِهٖ قَوْمًا صٰلِحِيْنَ ﴿١٠﴾

اڇلائي ڇڏيو(ائين ڪندؤ ته)توهان جي پيءُ جو ڌيان توهان جي لاءِ واندو ٿي ويندو ۽ (انهيءَ فعل کان ڊڄڻ جو ڪو به سبب ڪونهي ڇو جو)انهيءَ کانپوءِ(توبهه ڪري) توهان (وري) هڪ نيڪ گروهه بڻجي سگهندؤ.

قَالَ قَآئِلٌ مِّنْهُمْ لَا تَقْتُلُوْا يُوْسُفَ وَاَلْقُوْهُ فِيْ غَيٰبَتِ الْجُبِّ يَلْتَقِطْهُ بَعْضُ السَّيَّارَةِ اِنْ كُنْتُمْ فٰعِلِيْنَ ﴿١١﴾

**١١**۔(انهيءَ تي)اُنهن مان هڪ ڳالهائڻ واري چيو (ته)توهان يوسف کي قتل نه ڪيو ۽ جيڪڏهن توهان کي(ڪجهه)ڪرڻو (ئي)آهي ته انهيءَ کي (ڪنهن)کوهه جي تري ۾ اڇلائي ڇڏيو.ڪنهن قافلي جو ڪو شخص هن کي(ڏسي)ڪڍي وٺندو(۽ مارڻ کانسواءِ اوهان جو مقصد پورو ٿي ويندو.)

قَالُوْا يٰٓاَبَانَا مَا لَكَ لَا تَاْمَنَّا عَلٰى يُوْسُفَ وَاِنَّا لَهٗ لَنٰصِحُوْنَ ﴿١٢﴾

**١٢**۔(سو)انهن (پيءُ کي وڃي)چيو،اي اسانجا پيءُ توهان کي(اسان جي متعلق)ڪهڙو (خدشو) آهي جو يوسف جي متعلق توهان اسانتي ڀروسو نٿا ڪيو حقيقت ۾ اسان انهيءَ سان (دلي) سچائي رکون ٿا.

اَرْسِلْهُ مَعَنَا غَدًا يَّرْتَعْ وَيَلْعَبْ وَاِنَّا لَهٗ لَحٰفِظُوْنَ ﴿١٣﴾

**١٣**۔سڀاڻي هُن کي اسان سان(سير لاءِ ٻاهر) موڪليو.هُو(اتي)آزاد کائيندو(پيئندو)۽ کيڏندو ۽ اسان اُنهيءَ جي حفاظت ڪنداسين.

قَالَ اِنِّيْ لَيَحْزُنُنِيْٓ اَنْ تَذْهَبُوْا بِهٖ وَاَخَافُ اَنْ يَّاْكُلَهُ الذِّئْبُ وَاَنْتُمْ عَنْهُ غٰفِلُوْنَ ﴿١٤﴾

**١٤**۔اُنهيءَ(يعقوب)چيو،توهان جو هُن کي (پاڻ سان) وٺي وڃڻ مون کي يقيناً فڪر مند ڪريٿو. ۽ مان(انهيءَ ڳالهه کان به)ڊڄان ٿو ته ڪٿي اهڙي حالت ۾ جو توهان هُن کان غافل هجو اُنهيءَ کي (ڪو)بگهڙ (ئي اچي نه)کائي وڃي.

قَالُوْا لَئِنْ اَكَلَهُ الذِّئْبُ وَنَحْنُ عُصْبَةٌ اِنَّآ اِذًا لَّخٰسِرُوْنَ ﴿١٥﴾

١٥- انهن چيو، جيڪڏهن انهي (ڳالهه) جي باوجود (به) جو اسان هڪ مضبوط جماعت آهيون هن کي بگهڙ کائي وڃي ته (خدا جو قسم) ان صورت ۾ اسان يقيناً نقصان ۾ پوڻ وارا هونداسين.

فَلَمَّا ذَهَبُوْا بِهٖ وَاَجْمَعُوْٓا اَنْ يَّجْعَلُوْهُ فِيْ غَيٰبَتِ الْجُبِّ ۚ وَاَوْحَيْنَآ اِلَيْهِ لَتُنَبِّئَنَّهُمْ بِاَمْرِهِمْ هٰذَا وَهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿١٦﴾

١٦- پوءِ جڏهن اُهي هُن کي وٺي ويا ۽ (وڃي) انهيءَ کي (ڪنهن) کوهه جي تري ۾ اڇلڻ جو متفق فيصلو ڪيو (ته هيڏانهن انهن پنهنجو ارادو پورو ڪيو) ۽ (هوڏانهن) اسان هن ڏانهن وحيءَ (جي ذريعي هي بشارت نازل) ڪئي ته تون (محفوظ رهندين ۽) انهن کي سندن هن ڪم کان آگاهه ڪندين ۽ اهي (انهيءَ ڳالهه کي) نه ٿي سمجهيا.

وَجَآءُوْٓ اَبَاهُمْ عِشَآءً يَّبْكُوْنَ ﴿١٧﴾

١٧- ۽ عشاء جي وقت اهي روئيندا پنهنجي پيءُ وٽ آيا.

قَالُوْا يٰٓاَبَانَآ اِنَّا ذَهَبْنَا نَسْتَبِقُ وَتَرَكْنَا يُوْسُفَ عِنْدَ مَتَاعِنَا فَاَكَلَهُ الذِّئْبُ ۚ وَمَآ اَنْتَ بِمُؤْمِنٍ لَّنَا وَلَوْ كُنَّا صٰدِقِيْنَ ﴿١٨﴾

١٨- (۽) چيائون (ته) اي اسان جا پيءُ! (يقين ڄاڻ) اسان وڃي (ڪيڏڻ ۽) هڪ ٻئي کان وڌي وڌي ڊوڙڻ لڳاسين. ۽ يوسف کي اسان پنهنجي سامان وٽ ڇڏي وياسين ته (خدا جو ڪرڻ اهڙو ٿيو جو) انهيءَ کي (هڪُ) بگهڙ کائي ويو ۽ (اِهو ته اسان ڄاڻون ٿا ته) توهان اسان جي ڳالهه (کي سچُ) ناهيو مڃڻ وارا جيتوڻيڪ اسان (انهيءَ ۾ بلڪل) سچا (ئي ڇو نه) هجون.

وَجَآءُوْ عَلٰى قَمِيْصِهٖ بِدَمٍ كَذِبٍ ۭ قَالَ

١٩- ۽ (هُن کي يقين ڏيارڻ لاءِ) اُهي اُنهيءَ

بَلۡ سَوَّلَتۡ لَكُمۡ اَنۡفُسُكُمۡ اَمۡرًا ؕ فَصَبۡرٌ جَمِيۡلٌ ؕ وَاللّٰهُ الۡمُسۡتَعَانُ عَلٰى مَا تَصِفُوۡنَ ۝١٩

جي ڪُڙتي تي ڪوڙو رتُ لڳائي آيا. (جنهن کي ڏسي) هُن چيو (هِيءُ ڳالهه سچي ناهي) پر توهان جي نفسن توهان لاءِ هڪ (اهڙي بري) ڳالهه کي خوبصورت ڪري ڏيکاريو آهي (جيڪا توهان ڪري چڪا) آهيو. هاڻي چڱيءَ طرح صبر ڪرڻ (ئي منهنجي لاءِ مناسب) آهي ۽ جيڪا ڳالهه توهان بيان ڪيو ٿا اُنهيءَ (جي تدارڪ) جي لاءِ اللّٰه ئي کان مدد گهري سگهجي ٿي (۽ انهيءَ کان گهري ويندي).

وَجَآءَتۡ سَيَّارَةٌ فَاَرۡسَلُوۡا وَارِدَهُمۡ فَاَدۡلٰى دَلۡوَهٗ ؕ قَالَ يٰبُشۡرٰى هٰذَا غُلٰمٌ ؕ وَاَسَرُّوۡهُ بِضَاعَةً ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌۢ بِمَا يَعۡمَلُوۡنَ ۝٢٠

**٢٠**۔ ۽ (ايتري ۾) هڪ قافلو آيو ۽ انهن پنهنجي پاڻي آڻڻ واري (ماڻهوءَ کي) موڪليو. ۽ هن (انهيءَ کوهه تي وڃي) پنهنجو بوڪو وڌائين (۽ جڏهن انهيءَ کي کوهه ۾ هڪ ڇوڪرو نظر آيو) ته هُن (قافلي وارن کي) چيو، اي (قافلي وارو! ڏسو) خوشخبري (ٻڌو! ۽ ڏسو مون کي) هي هڪ ڇوڪرو (مليو) آهي ۽ اُنهن (يعني قافلي وارن) هُن کي هڪ تجارتي مال سمجهندي لڪائي ڇڏيو ۽ جو ڪجهه اُهي ڪندا هئا انهيءُ کي اللّٰه تعالٰي چڱي طرح ڄاڻو ٿي.

وَشَرَوۡهُ بِثَمَنٍۢ بَخۡسٍ دَرَاهِمَ مَعۡدُوۡدَةٍ ۚ وَكَانُوۡا فِيۡهِ مِنَ الزّٰهِدِيۡنَ ۝٢١ ع ١٢

**٢١**۔ ۽ (اُن کانپوءِ جڏهن يوسف جي ڀائرن کي يوسف جي پڪڙجي وڃڻ جو علم ٿيو ته) انهن هُن کي (پنهنجو غلام ٻڌائي) ڪجهه ٿورڙي قيمت يعني ڳڻپ جي چند درهمن جي عيوض

(اُنهيءَ قافلي وارن وت هُن کي)وڪڻي ڇڏيو ۽ اُهي ان(حقير قيمت①)جا خواهشمند نہ هئا.

وَقَالَ الَّذِى اشْتَرٰىهُ مِنْ مِّصْرَ لِامْرَاَتِهٖٓ اَكْرِمِىْ مَثْوٰىهُ عَسٰٓى اَنْ يَّنْفَعَنَآ اَوْ نَتَّخِذَهٗ وَلَدًا ۭ وَكَذٰلِكَ مَكَّنَّا لِيُوْسُفَ فِى الْاَرْضِ ۡ وَلِنُعَلِّمَهٗ مِنْ تَاْوِيْلِ الْاَحَادِيْثِ ۭ وَاللّٰهُ غَالِبٌ عَلٰٓى اَمْرِهٖ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٢١﴾

**٢٢**-۽ مصر(جي رهاڪن)مان جنهن شخص هُن کي خريد ڪيو.اُنهيءَ پنهنجي زال کي چيو تہ هِن جي رهائش جي جاءِ باعزت نا هہ. اميد آهي تہ هي(ڇوڪرو)اسان لاءِ فائدي مند(ثابت)ٿيندو يا اسان هن کي (پنهنجو) پٽُ (ئي)بڻائينداسين. ۽ اهڙي طرح اسان يوسف کي اُنهيءَ ملڪ ۾(قدرُ ۽) عزت بخشي ۽(اسان هُن کي اِهو عزت جو مقام) انهيءَ ڪري(بہ ڏنو)تہ جيئن اسان خوابن جي حقيقت جو علم اُنهيءَ کي ڏيون ۽ اللّٰه پنهنجي ڳالهہ(کي پورو ڪرڻ) تي (ڪامل) قوت رکي ٿو پر اڪثر ماڻهو هِن (حقيقت کي)نٿا ڄاڻن.

وَلَمَّا بَلَغَ اَشُدَّهٗٓ اٰتَيْنٰهُ حُكْمًا وَّعِلْمًا ۭ وَكَذٰلِكَ نَجْزِى الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٢٢﴾

**٢٣**-۽ جڏهن هُو پنهنجي قوت(۽ مضبوطيءَ جي عمر) کي پهتو تہ اسان هُن کي فيصلي (ڪرڻ جي دانائي)۽(خاص)علم بخشيو. ۽ (حقيقي)نيڪ ماڻهن کي اسان اهڙي طرح بدلو ڏيندا آهيون.

وَرَاوَدَتْهُ الَّتِىْ هُوَ فِىْ بَيْتِهَا عَنْ نَّفْسِهٖ

**٢٤**-۽ جنهن(عورت)جي گهر ۾ هُو (رهندو)

١- يعني هن کي پنهنجي ملڪ مان ڪيڻ لاءِ وڪڻي ڇڏيائون نہ تہ پئسن جي لالچ انهن کي ڪا نہ هئي.

وَغَلَّقَتِ الْاَبْوَابَ وَقَالَتْ هَيْتَ لَكَ ؕ قَالَ مَعَاذَ اللّٰهِ اِنَّهٗ رَبِّيْۤ اَحْسَنَ مَثْوَایَ ؕ اِنَّهٗ لَا یُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿۲۳﴾

هوأنهيءَ هُن ڪان سندس مرضيءَ جي خلاف (هڪ)فعل ڪرائڻ چاهيو.۽(انهيءَ جاءِ جا)سڀ دروازا بند ڪري چڌياءِ چيائين (مون ڏانهن)اچ. هُن چيو(مان ائين ڪرڻ ڪان) اللّٰه جي پناهه (گهرانٿو) هُو يقيناً منهنجو رب آهي. هُن(ئي)منهنجي رهائش جي جڳهه سٺي ناهي آهي. ڳالهه اِهائي آهي ته ظالم ڪامياب ناهن ٿيندا.

وَلَقَدْ هَمَّتْ بِهٖ ۚ وَهَمَّ بِهَا لَوْلَاۤ اَنْ رَّاٰ بُرْهَانَ رَبِّهٖ ؕ كَذٰلِكَ لِنَصْرِفَ عَنْهُ السُّوْٓءَ وَالْفَحْشَآءَ ؕ اِنَّهٗ مِنْ عِبَادِنَا الْمُخْلَصِیْنَ ﴿۲۴﴾

**٢٥**-۽ انهيءَ (عورت) هُن جي متعلق (پنهنجو) ارادو پختو ڪري ورتو ۽ هن (يوسف) به انهيءَ باري ۾(پنهنجو)ارادو (يعني هُن ڪان محفوظ رهڻ جو)پختو ڪري ورتو (۽)جيڪڏهن هن پنهنجي رب جو روشن نشان نه ڏٺو هجي ها(ته هو اهڙو عزم نه ڪري سگهي ها)اهڙيءَ ريت(ٿيو)ته جيئن اسان هُن ڪان(هر هڪ)بدي ۽ بي حيائيءَ (جي ڳالهه) پري ڪري ڇڏيون(۽)هُو يقيناً اسان جي خالص(۽ پاڪ ڪيل)ٻانهن مان هو.

وَاسْتَبَقَا الْبَابَ وَقَدَّتْ قَمِیْصَهٗ مِنْ دُبُرٍ وَّاَلْفَیَا سَیِّدَهَا لَدَا الْبَابِ ؕ قَالَتْ مَا جَزَآءُ مَنْ اَرَادَ بِاَهْلِكَ سُوْٓءًا اِلَّاۤ اَنْ یُّسْجَنَ اَوْ عَذَابٌ اَلِیْمٌ ﴿۲۵﴾

**٢٦**-۽ اُهي ٻئي دروازي ڏانهن ڀڳا ۽ انهيءَ (ڇڪتاڻ ۾ اُن عورت)انهيءَ جي پهراڻ ڪي پنيان ڦاڙي ڇڏيو.۽(جڏهن اُهي دروازي تائين پهتا ته)هُنن اُنهيءَ (عورت) جي مڙس ڪي دروازي وٽ(بيٺل)ڏٺو(جنهن تي)اُن (عورت)(پنهنجي مڙس ڪي)چيو جيڪو (شخص)توهان جي اهل سان بدي(ڪرڻ)

چاهي-اُنهيءَ جي سزا سواءِ انهي جي (ڪجهه نه (هئڻ گهرجي) جو انهيءَ کي قيد ڪيو وڃي يا (انهيءَ کي) ڪو پيو دردناڪ عذاب (ڏنو وڃي).

قَالَ هِيَ رَاوَدَتْنِيْ عَنْ نَّفْسِيْ وَشَهِدَ شَاهِدٌ مِّنْ اَهْلِهَا ۚ اِنْ كَانَ قَمِيْصُهٗ قُدَّ مِنْ قُبُلٍ فَصَدَقَتْ وَهُوَ مِنَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿٢٧﴾

**٢٧-** هُن (يعني يوسف) چيو (ڳالهه اِها ناهي پر) هِنَ مون کان منهنجي مرضيءَ جي خلاف (هڪ) فعل ڪرائڻ چاهيو ٿي ۽ اُنهيءَ عورت جي گهراڻي مان هڪ شاهد شاهدي ڏني (ته هِنَ عورت جا ڪپڙا صحيح سلامت آهن ۽ هِنَ ماڻهوءَ جو پهراڻ تازو ڦاٽل آهي پوءِ) جيڪڏهن هِن جو پهراڻ اڳيان کان ڦاڙيو ويو آهي ته هِن عورت سچ چيو آهي ۽ اُهو (ماڻهو) يقيناً ڪوڙو آهي.

وَاِنْ كَانَ قَمِيْصُهٗ قُدَّ مِنْ دُبُرٍ فَكَذَبَتْ وَهُوَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٢٨﴾

**٢٨-** ۽ جيڪڏهن هُن (مرد) جو پهراڻ پويان کان ڦاڙيو ويو آهي ته هِن (عورت) ڪوڙ ڳالها يو آهي ۽ اُهو (مرد) يقيناً سچو آهي.

فَلَمَّا رَاٰ قَمِيْصَهٗ قُدَّ مِنْ دُبُرٍ قَالَ اِنَّهٗ مِنْ كَيْدِكُنَّ ؕ اِنَّ كَيْدَكُنَّ عَظِيْمٌ ﴿٢٩﴾

**٢٩-** پوءِ جڏهن هُن (جي مڙس) هُن (يعني يوسف جي) پهراڻ کي ڏٺو ته پويان کان ڦاڙيو ويو آهي ته هُن (پنهنجي زال کي) چيو هي (جهيڙو) يقيناً تنهنجي چالاڪيءَ سان (پيدا ٿيو) آهي. يقيناً توهان عورتن جي چالاڪي تمام (وڏي) هوندي آهي.

يُوْسُفُ اَعْرِضْ عَنْ هٰذَا ٚ وَاسْتَغْفِرِيْ لِذَنْۢبِكِ ۖۚ اِنَّكِ كُنْتِ مِنَ الْخٰطِـِٕيْنَ ﴿٣٠﴾ ع ٣

**٣٠-** اي يوسف! تون هِن (عورت جي شرارت) کان چشم پوشي ڪر ۽ تون (اي عورت) پنهنجي ڏوهه جي بخشش طلب ڪر. يقيناً

وَقَالَ نِسْوَةٌ فِي الْمَدِيْنَةِ امْرَاَتُ الْعَزِيْزِ تُرَاوِدُ فَتٰهَا عَنْ نَّفْسِهٖ ۚ قَدْ شَغَفَهَا حُبًّا ؕ اِنَّا لَنَرٰىهَا فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿۳۱﴾

تون ظالمن (۽ خطاڪارن) مان آهين.

**٣١**-۽ ان شهر جي ڪن عورتن (هڪ ٻئي کي) چيو (ته) عزيز جي عورت پنهنجي غلام کان انهيءَ جي مرضيءَ جي خلاف (برو) فعل ڪرائڻ چاهي ٿي (۽) سندس محبت هُن جي دل جي گهراين ۾ گهرُ ڪري ورتو آهي. اسان (هن معاملي ۾) هُن کي ظاهر (ظهور) غلطيءَ تي ڏسون ٿيون.

فَلَمَّا سَمِعَتْ بِمَكْرِهِنَّ اَرْسَلَتْ اِلَيْهِنَّ وَاَعْتَدَتْ لَهُنَّ مُتَّكَاً وَّاٰتَتْ كُلَّ وَاحِدَةٍ مِّنْهُنَّ سِكِّيْنًا وَّقَالَتِ اخْرُجْ عَلَيْهِنَّ ۚ فَلَمَّا رَاَيْنَهٗۤ اَكْبَرْنَهٗ وَقَطَّعْنَ اَيْدِيَهُنَّ وَقُلْنَ حَاشَ لِلّٰهِ مَا هٰذَا بَشَرًا ؕ اِنْ هٰذَاۤ اِلَّا مَلَكٌ كَرِيْمٌ ﴿۳۲﴾

**٣٢**-۽ جڏهن هن انهن جي ان سُس پُس جي خبر ٻڌي ته انهن کي (دعوت جو) نياپو موڪليو ۽ انهن جي لاءِ ۽ هڪ (خاص) سيج تيار ڪئي ۽ (جڏهن اُهي آيون ته) انهن مان هر هڪ کي (کاڌي جي ڪپڻ لاءِ هڪ هڪ) ڇري ڏني ۽ (يوسف کي) چيائين (ته) اِنهن جي سامهون اچ- پوءِ جڏهن هُنن انهيءَ کي ڏٺو ته انهيءَ کي (تمام) وڏي شان وارو انسان ڏٺو ۽ (هُن کي ڏسي حيرت مان) پنهنجا هٿ ڪپيائون① ۽ چيائون (ته هي شخص رڳو) الله جي خاطر (بدي ڪرڻ کان) ڊنو آهي هي بشر (آهي ئي) ڪونه- هيُ (ته) صرف هڪ معزز فرشتو آهي.

قَالَتْ فَذٰلِكُنَّ الَّذِيْ لُمْتُنَّنِيْ فِيْهِ ؕ وَلَقَدْ رَاوَدْتُّهٗ عَنْ نَّفْسِهٖ فَاسْتَعْصَمَ ؕ وَلَئِنْ

**٣٣**-(اِن تي) هُن (عورت) اُنهن کي چيو. هي اُهوئي (شخص) آهي جنهن جي متعلق توهان مون تي ملامت ڪئي آهي ۽ مون

١- يعني آڱريون ڏندن هينان ڏئي چڏيائون.

لَّمْ يَفْعَلْ مَآ اٰمُرُهٗ لَيُسْجَنَنَّ وَلَيَكُوْنًا مِّنَ الصّٰغِرِيْنَ۝٣٢

هن سان هن جي مرضيءَ جي خلاف(هڪ برو)فعل ڪرائڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي هئي(پر)اِنهيءَ تي(به) هي بچي ويو. ۽ جيڪڏهن هُن اُها ڳالهه جنهن لاءِ مان هُن کي حڪم ڪيان ٿي نه ڪئي، ته يقيناً هُن کي قيد ڪيو ويندو ۽ يقيناً اُهو ذليل ٿيندو.

قَالَ رَبِّ السِّجْنُ اَحَبُّ اِلَيَّ مِمَّا يَدْعُوْنَنِيْٓ اِلَيْهِ ۚ وَاِلَّا تَصْرِفْ عَنِّيْ كَيْدَهُنَّ اَصْبُ اِلَيْهِنَّ وَاَكُنْ مِّنَ الْجٰهِلِيْنَ۝٣٣

٣٣-(هي ٻڌي) هُن (دعا ڪندي) چيو(ته) اي منهنجا رب! جنهن ڳالهه ڏانهن هُو مون کي سڏين ٿيون ان جي بدران قيد خاني ۾ وڃڻ مون کي وڌيڪ پسند آهي ۽ جيڪڏهن انهن جي تدبير(جي بري انجام) کي تون مون کان نه ٽاريندين ته مان انهن جي طرف جهڪي ويندس. ۽ جاهلن① مان ٿي ويندس.

فَاسْتَجَابَ لَهٗ رَبُّهٗ فَصَرَفَ عَنْهُ كَيْدَهُنَّ ۭ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ۝٣٤

٣٤-پوءِ انَ جي رب هن جي دعا ٻڌي ورتي ۽ انهن جي تدبير(جي بري انجام) کي هُن کان ٽاري ڇڏيو.يقيناً اُهو ئي آهي جيڪو ڏاڍو(دعائون) ٻڌڻ وارو(۽ ماڻهن جي حالتن کي) چڱي طرح ڄاڻڻ وارو آهي.

ثُمَّ بَدَا لَهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَا رَاَوُا الْاٰيٰتِ لَيَسْجُنُنَّهٗ حَتّٰى حِيْنٍ۝٣٥ ع

٣٥- پوءِ انهن(ماڻهن) جي(يعني قوم جي سردارن جي)(انهن)آثارن کي ڏسڻ کان

١ ـ يعني تنهنجي مدد سان ئي بچي سگهان ٿو.نه ته تنهنجي مدد کانسواءِ ڪا وڏي ڳالهه ناهي جو مان جاهلن جي ڪمن جهڙا ڪم ڪرڻ لڳا.

پوءِ (هيءَ) راءِ ڏيني. ته (بدناميءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ) هو اُن کي (گهٽ ۾ گهٽ) ڪجهه وقت لاءِ ضرور قيد ڪن.

وَدَخَلَ مَعَهُ السِّجْنَ فَتَيٰنِ ۗ قَالَ اَحَدُهُمَآ اِنِّيْٓ اَرٰىنِيْٓ اَعْصِرُ خَمْرًا ۚ وَقَالَ الْاٰخَرُ اِنِّيْٓ اَرٰىنِيْٓ اَحْمِلُ فَوْقَ رَاْسِيْ خُبْزًا تَاْكُلُ الطَّيْرُ مِنْهُ ۗ نَبِّئْنَا بِتَاْوِيْلِهٖ ۚ اِنَّا نَرٰىكَ مِنَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٣٧﴾

**٣٧**۔ ۽ قيد خاني ۾ هُن سان ٻه ٻيا جوان (به) داخل ٿيا جن مان هڪ (ته هُن کي هي) چيو (ته) مان (خواب ۾) پنهنجو پاڻ کي (هن حالت ۾) ڏسان ٿو ته مان انگور نپوڙي رهيو آهيان. ۽ ٻئي چيو (ته) مان (خواب ۾) پنهنجو پاڻ کي (هن حالت ۾) ڏسان ٿو ته مان پنهنجي مٿي تي مانيون کنيو بيٺو آهيان جن مان پکي کائي رهيا آهن (۽ انهن ٻنهي هُن کي چيو ته) توهان اسان کي ان جي حقيقت کان آگاهه ڪيو. اسان توهان کي يقيناً نيڪ ماڻهن مان سمجهون ٿا.

قَالَ لَا يَاْتِيْكُمَا طَعَامٌ تُرْزَقٰنِهٖٓ اِلَّا نَبَّاْتُكُمَا بِتَاْوِيْلِهٖ قَبْلَ اَنْ يَّاْتِيَكُمَا ۗ ذٰلِكُمَا مِمَّا عَلَّمَنِيْ رَبِّيْ ۗ اِنِّيْ تَرَكْتُ مِلَّةَ قَوْمٍ لَّا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ هُمْ كٰفِرُوْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٨**۔ هُن چيو ته هِن وقت جو کاڌو اجا نه ايندو ته مان توهان کي اُن جي اچڻ کان پهريائين هن (خواب) جي حقيقت ٻڌائي ڇڏيندس. هي (خوابن جي تعبير جي اهليت مون ۾) ان ڪري آهي جو منهنجي رب مون کي علم بخشيو آهي. مون انهن ماڻهن جي دين کي جيڪي اللّٰه تي ايمان نٿا رکن ۽ اُهي آخرت جا (به) منڪر آهن ڇڏي ڏنو آهي.

وَاتَّبَعْتُ مِلَّةَ اٰبَآءِيْٓ اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ ۗ مَا كَانَ لَنَآ اَنْ نُّشْرِكَ بِاللّٰهِ

**٣٩**۔ ۽ مون پنهنجي ابن ڏاڏن يعني ابراهيم ۽ اسحاق ۽ يعقوب جي طريقي جي پيروي اختيار ڪئي آهي. اسان کي

مِنْ شَيْءٍ ۭ ذٰلِكَ مِنْ فَضْلِ اللّٰهِ عَلَيْنَا وَعَلَى النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَشْكُرُوْنَ ۝

كنهن شيءِ کي بہ اللّٰه جو شريڪ ناھڻ جو حق نہ آھي ھي (توحيد جي تعليم ملڻ) اسان تي ۽ ٻين ماڻھن تي اللّٰه جو (ان جي خاص فضلن مان) ھڪ فضل آھي، پر اڪثر ماڻھو (ھُن جي احسانن جو) شڪر نٿا ڪن.

يٰصَاحِبَيِ السِّجْنِ ءَاَرْبَابٌ مُّتَفَرِّقُوْنَ خَيْرٌ اَمِ اللّٰهُ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ ۝

٤٠- اي منھنجا قيد خاني جا ٻئي ساٿيو! ڇا (ھڪ ٻئي سان) اختلاف رکڻ وارا خدا بھتر آھن يا اللّٰه جيڪو اڪيلو (۽) ڪامل غلبو رکڻ وارو آھي؟

مَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖٓ اِلَّآ اَسْمَآءً سَمَّيْتُمُوْهَآ اَنْتُمْ وَاٰبَآؤُكُمْ مَّآ اَنْزَلَ اللّٰهُ بِهَا مِنْ سُلْطٰنٍ ۭ اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ ۭ اَمَرَ اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّآ اِيَّاهُ ۭ ذٰلِكَ الدِّيْنُ الْقَيِّمُ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ۝

٤١- توھان ھُن کي ڇڏي سواءِ چند (فرضي) نالن جي جيڪي (خود) توھان ۽ توھان جي ابن ڏاڏن ٺاھي رکيا آھن (۽) جن بابت اللّٰه (توھان جي تائيد ۾) ڪا بہ حجت ناھي لاٿي (ڪنھن جي) عبادت نٿا ڪيو (ياد رکو) فيصلو ڪرڻ اللّٰه کانسواءِ ڪنھن جي اختيار ۾ نہ آھي (۽) ھن ھيءُ حڪم ڏنو آھي تہ توھان انھي کانسواءِ ڪنھن جي بہ عبادت نہ ڪريو. اِھو ئي صحيح مذھب آھي. پر اڪثر ماڻھو ڄاڻن نٿا.

يٰصَاحِبَيِ السِّجْنِ اَمَّآ اَحَدُكُمَا فَيَسْقِيْ رَبَّهٗ خَمْرًا ۚ وَاَمَّا الْاٰخَرُ فَيُصْلَبُ فَتَاْكُلُ الطَّيْرُ مِنْ رَّاْسِهٖ ۭ قُضِيَ الْاَمْرُ الَّذِيْ فِيْهِ تَسْتَفْتِيٰنِ ۝

٤٢- اي منھنجي قيد خاني جا ٻئي ساٿيو! (ھاڻي پنھنجي پنھنجي خواب جي تعبير ٻڌو) توھان مان ھڪُ تہ پنھنجي آقا کي شراب پياريندو رھندو ۽ ٻئي کي ڦاسي ڏئي ماريو ويندو. پوءِ پکي ان جي مٿي

تان(گوشت وغيره) کائيندا، (ڏسو) جنهن ڳالهه جي باري ۾ توهان پڇي رهيا آهيو انَ جو فيصلو ڪيو ويو آهي.

وَقَالَ لِلَّذِىْ ظَنَّ اَنَّهٗ نَاجٍ مِّنْهُمَا اذْكُرْنِىْ عِنْدَ رَبِّكَ ۫ فَاَنْسٰىهُ الشَّيْطٰنُ ذِكْرَ رَبِّهٖ فَلَبِثَ فِى السِّجْنِ بِضْعَ سِنِيْنَ ﴿٤٢﴾ ع

٤٣- ۽ هنن مان اُنَ کي جنهن جي متعلق هُن اِهو سمجهيو هو ته آزادي حاصل ڪرڻ وارو آهي هُن چيو (ته) پنهنجي آقا وٽ منهنجو (به) ذڪر ڪجانءِ پوءِ شيطان① انَ (آزاد ٿيل قيديءَ) کي هُن جي آقا سان (اهو) ذڪر ڪرڻ وِسارائي ڇڏيو ۽ هُو (يعني يوسف) ڪيترائي سال قيد خاني ۾ (پيو) رهيو.

وَقَالَ الْمَلِكُ اِنِّىْٓ اَرٰى سَبْعَ بَقَرٰتٍ سِمَانٍ يَّاْكُلُهُنَّ سَبْعٌ عِجَافٌ وَّسَبْعَ سُنْۢبُلٰتٍ خُضْرٍ وَّ اُخَرَ يٰبِسٰتٍ ؕ يٰٓاَيُّهَا الْمَلَاُ اَفْتُوْنِىْ فِىْ رُءْيَاىَ اِنْ كُنْتُمْ لِلرُّءْيَا تَعْبُرُوْنَ ﴿٤٣﴾

٤٤- ۽ (ڪجهه عرصي ڪانپوءِ) بادشاهه (پنهنجي دربارين کي) چيو (ته) مان (خواب ۾) ست متاريون ڳئون ڏسان ٿو. جن کي ست ڏٻريون (ڳئون) کائي رهيون آهن ۽ ست (ترو تازا ۽) ساوا سنگ (ڏسان ٿو) ۽ ڪجهه ٻيا (سنگ به جيڪي) خشڪ (آهن) اي سردارو! جيڪڏهن توهان خواب جي تعبير (ڪندا) آهيو ته مون کي منهنجي (هن) خواب جي باري ۾ صحيح حڪم ٻڌايو.

قَالُوْٓا اَضْغَاثُ اَحْلَامٍ ۚ وَمَا نَحْنُ

٤٥- انهن چيو (ته اِهي ته) پريشان خوابَ

١- شيطان جو لفظ هر ڪمزوريءَ تي ڳالهايو ويندو آهي. هن جڳهه هي ويسر لاءِ ڳالهايو ويو آهي. مفسر چون ٿا ته هن جڳهه يوسفؑ جو ذڪر آهي ته انهن شيطان جي تحريڪ تي انشاء اللّٰه نه چيو. پر جيڪا معنيٰ اسان ڪئي آهي قرآن مجيد جي به مطابق آهي ۽ يوسف عليه السلام جي جيڪو اللّٰه جو نبي هو تنهن جي به بي عزتي نه ٿي ٿئي.

بِتَاۡوِيۡلِ الۡاَحۡلَامِ بِعٰلِمِيۡنَ ﴿٤٥﴾

آهن. ۽ اسان(ماڻهو)اهڙن خراب خوابن جي حقيقت نٿا ڄاڻون.

وَقَالَ الَّذِيۡ نَجَا مِنۡهُمَا وَادَّكَرَ بَعۡدَ اُمَّةٍ اَنَا اُنَبِّئُكُمۡ بِتَاۡوِيۡلِهٖ فَاَرۡسِلُوۡنِ ﴿٤٦﴾

۴٦-۽ انهن(ٻن قيدين)مان انهيءَ جنهن آزادي ماڻي هئي ۽(جنهن)هڪ عرصي کانپوءِ (يوسف سان جو انهيءَ جو معاملو گذريو هئو هُن کي)ياد ڪيائين- چيائين(ته) مان توهان کي ان جي حقيقت کان آگاهه ڪندس- پوءِ توهان(ان جي حقيقت دريافت ڪرڻ لاءِ) مون کي موڪليو.

يُوۡسُفُ اَيُّهَا الصِّدِّيۡقُ اَفۡتِنَا فِيۡ سَبۡعِ بَقَرٰتٍ سِمَانٍ يَّاۡكُلُهُنَّ سَبۡعٌ عِجَافٌ وَّ سَبۡعِ سُنۡۢبُلٰتٍ خُضۡرٍ وَّ اُخَرَ يٰبِسٰتٍ ۙ لَّعَلِّيۡۤ اَرۡجِعُ اِلَى النَّاسِ لَعَلَّهُمۡ يَعۡلَمُوۡنَ ﴿٤٧﴾

۴٧- (۽ هُن يوسف کي وجي چيو ته)اي يوسف! (هائو)اي سچار! اسان کي انهن ستن متارين ڳئن(کي رويا ۾ ڏسڻ)جي متعلق جن کي ست ڏٻريون(ڳئون)کائي وڃن ۽(پڻ)ستن ساون سنگن ۽(انهن جي مقابلي ۾)چند خشڪ(سنگن کي ڏسڻ)جي متعلق تشريح ٻڌايو ته جيئن مان انهن ماڻهن وٽ وڃان ته انهن کي(خواب جي تعبير جو) علم ٿي وڃي.

قَالَ تَزۡرَعُوۡنَ سَبۡعَ سِنِيۡنَ دَاَبًا ۚ فَمَا حَصَدۡتُّمۡ فَذَرُوۡهُ فِيۡ سُنۡۢبُلِهٖۤ اِلَّا قَلِيۡلًا مِّمَّا تَاۡكُلُوۡنَ ﴿٤٨﴾

۴٨-هن چيو(ته)توهان ست سال لاڳيتا جدوجهد سان پوک(جو ڪم) ڪندؤ پوءِ (ان عرصي ۾)جيڪي(ڪجهه)توهان لُڻو ان (سموري)کي سواءِ(ان) ٿورڙي حصي جي جيڪو توهان کائي وٺو، ان جي سنگن ۾ (ئي) رهڻ ڏجو.

ثُمَّ يَاۡتِيۡ مِنۡۢ بَعۡدِ ذٰلِكَ سَبۡعٌ شِدَادٌ يَّاۡكُلۡنَ

۴٩-پوءِ ان کان بعد ست سخت(تنگيءَ جا

مَا قَدَّمْتُمْ لَهُنَّ اِلَّا قَلِيْلًا مِّمَّا تُحْصِنُوْنَ ﴿٤٩﴾

سال) ايندا (۽) سواءِ انهيءَ ٿورڙيءَ مقدار جي جنهن کي توهان بچائي رکي ڇڏيو اُهي ان (سموري اناج) کي جيڪو توهان انهن لاءِ پهرين ئي گڏ ڪري ڇڏيو هوندو کائي ويندا.

ثُمَّ يَاْتِيْ مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ عَامٌ فِيْهِ يُغَاثُ النَّاسُ وَفِيْهِ يَعْصِرُوْنَ ﴿٥٠﴾ ع ١٦

**٥٠**- پوءِ ان کان بعد هڪ (اهڙو) سال ايندو، جنهن ۾ ماڻهن جو فرياد① ٻڌو ويندو ۽ اُهي (خوشحال) ٿي ويندا ۽ ان حالت ۾ هڪ ٻئي کي تحفا ڏيندا②.

وَقَالَ الْمَلِكُ ائْتُوْنِيْ بِهٖ ۚ فَلَمَّا جَآءَهُ الرَّسُوْلُ قَالَ ارْجِعْ اِلٰى رَبِّكَ فَسْـَٔلْهُ مَا بَالُ النِّسْوَةِ الّٰتِيْ قَطَّعْنَ اَيْدِيَهُنَّ ۭ اِنَّ رَبِّيْ بِكَيْدِهِنَّ عَلِيْمٌ ﴿٥١﴾

**٥١**- ۽ بادشاهه (اها ڳالهه ٻڌي انهن کي) چيو (ته) توهان هُن کي مون وٽ وٺي اچو. پوءِ جڏهن (بادشاهه جو) پيغام پهچائيندڙ هُن وٽ آيو، ته هُن (يعني يوسف هُن کي) چيو (ته) تون پنهنجي آقا وٽ واپس وڃ ۽ هُن کان پڇ ته جن عورتن پنهنجا هٿ وڍيا هئا انهن جي (هن وقت) ڪهڙي حالت آهي. منهنجو رب انهن جي منصوبي

١- ٻين ترجمو ڪندڙن ان جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي ته انهن تي مينهن وسندو. عيسائي ليکڪ هي اعتراض ڪن ٿا ته مصر جي ان علائقي ۾ ته مينهن وسندو ئي ناهي. هي قرآن جي بي خبري آهي. پر پهريون ته هي غلط آهي ته اُتي ڪڏهن به مينهن ناهي وسندو. چاڪاڻ ته ٿورڙو مينهن اُتي وسندو آهي پيو ته **يُغَاثُ** جي معنيٰ فرياد ٻڌي وڃڻ جي به هوندي آهي ۽ ان تي ڪوئي اعتراض ٿئي ئي نٿو. هي ماڻهو ڏسن نٿا ته **اللّٰه** تعاليٰ جو هڪ نالو **مُسْتَغَاث** به آهي چاڪاڻ ته هوماڻهن جو فرياد ٻڌندو آهي.

٢- هتي **يَعْصِرُوْنَ** آهي. جنهن جي عام معنيٰ انگور نپوڙڻ جي هوندي آهي. پر لغت ۾ ان جي معنٰي عطيا ڏيڻ جي به لکيل آهي، جيڪي خوشيءَ جي موقعي تي ڏِبا آهن. ڏڪار کانپوءِ خوشحاليءَ جي سالن ۾ سڄي ملڪ عيد ملهائڻي ئي هئي ۽ هڪ ٻئي کي تحفا ڏيڻا ئي هئا. ان ڪري اسان **يَعْصِرُوْنَ** جي معنيٰ ڪئي آهي ته هو هڪ ٻئي کي تحفا ڏيندا.

قَالَ مَا خَطْبُكُنَّ إِذْ رَاوَدْتُّنَّ يُوسُفَ عَنْ نَّفْسِهِ ۚ قُلْنَ حَاشَ لِلّٰهِ مَا عَلِمْنَا عَلَيْهِ مِنْ سُوْٓءٍ ۚ قَالَتِ امْرَاَتُ الْعَزِيْزِ الْـٰٔنَ حَصْحَصَ الْحَقُّ ۫ اَنَا رَاوَدْتُّهٗ عَنْ نَّفْسِهٖ وَاِنَّهٗ لَمِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٥٢﴾

ڪي يقيناً چڱيءَ طرح ڄاڻڻ وارو آهي.

**٥٢-**(هي پيغام ٻڌي) هُن (يعني بادشاهه) انهن (عورتن) کي چيو(ته)توهان جو(اُهو) معاملو جڏهن ته توهان يوسف کان سندس جي مرضيءَ جي خلاف(هڪ برو) فعل ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي①(اصل ۾)ڇا هئو؟.انهن چيو ته اهو اللّٰه جي خاطر (بدي ڪرڻ کان)ڊنو هو.(۽) اسان هُن ۾ ڪا به برائيءَ (جي ڳالهه)نه ڏٺي هئي. (هيءُ ٻڌي) عزيز جي زال چيو(ته)هاڻي سچائي بلڪل ظاهر ٿي وئي آهي.مون(ئي)انهيءَ کي سندس مرضيءَ خلاف (برو) فعل ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ هُو يقيناً سچارن مان آهي.

ذٰلِكَ لِيَعْلَمَ اَنِّيْ لَمْ اَخُنْهُ بِالْغَيْبِ وَاَنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِيْ كَيْدَ الْخَآئِنِيْنَ ﴿٥٣﴾

**٥٣-** (۽ يوسف هن کي اهو به چيو ته) هيءَ (ڳالهه مون) انهيءَ ڪري چئي آهي ته هن کي(يعني عزيز کي)علم ٿي وڃي ته مون (هُن جي)غير موجودگيءَ ۾ ان جي حق ۾ خيانت ناهي ڪئي ۽ اِهو ته (منهنجو ايمان آهي ته)خيانت ڪرڻ وارن جي تدبير کي اللّٰه ڪامياب ناهي ڪندو.

١-عورتن ڪو برو فعل ڪرائڻ نتي گهريو، بلڪ يوسف جي مالڪ جي زال چاهيو ٿي.پر جيئن ته اُهي مالڪ جي زال جو ساهيڙيون هيون ۽ انهن پوءِ به سچي گواهيءَ کي لڪائي رکيو.ان ڪري انهن ڏانهن ڏوهه منسوب ڪيو ويو آهي.

وَمَآ اُبَرِّئُ نَفۡسِىۡ ۚ اِنَّ النَّفۡسَ لَاَمَّارَةٌۢ بِالسُّوۡٓءِ اِلَّا مَا رَحِمَ رَبِّىۡ ؕ اِنَّ رَبِّىۡ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۵۳﴾

**۵۳۔** ۽ مان پنهنجي نفس کي(هر قسم جي غلطي کان) آجو نٿو سمجهان ڇو ته(انساني)نفس سواءِ اُنهيءَ جي جنهن تي سنهنجو رب رحم ڪري برين ڳالهين جو حڪم ڏيڻ تي ڏاڍو دلير آهي.سنهنجو رب (ڪمزورين تي)گهڻو پردو وجهڻ وارو(۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَقَالَ الۡمَلِكُ ائۡتُوۡنِىۡ بِهٖۤ اَسۡتَخۡلِصۡهُ لِنَفۡسِىۡ ۚ فَلَمَّا كَلَّمَهٗ قَالَ اِنَّكَ الۡيَوۡمَ لَدَيۡنَا مَكِيۡنٌ اَمِيۡنٌ ﴿۵۵﴾

**۵۵۔** ۽ بادشاهه حڪم ڏنو ته هُن کي (يعني يوسف کي) سون وٽ آڻيو،ته جيئن مان هن کي پنهنجي(خاص ڪمن)لاءِ منتخب ڪيان جڏهن (يوسف آيو ۽)هُن(يعني بادشاهه)ان سان ڳالهه ٻولهه ڪئي ته(هُن کي هر طرح قابل سمجهي هيئن) چيائين ته تون اڄ (کان) اسان وٽ معزز رُتبي وارو (۽)قابل اعتماد ماڻهو (شمار)ٿيندين.

قَالَ اجۡعَلۡنِىۡ عَلٰى خَزَآئِنِ الۡاَرۡضِ ۚ اِنِّىۡ حَفِيۡظٌ عَلِيۡمٌ ﴿۵۶﴾

**۵۶۔**(ان تي يوسف)چيو ته مون کي ملڪ جي خزانن تي آفيسر مقرر ڪري ڇڏيو. ڇو جو مان يقيناً(خزانن)جي بهترين حفاظت ڪرڻ وارو ۽(انهن جي خرچ جي سببن کي)چڱيءَ طرح سمجهڻ وارو آهيان.

وَكَذٰلِكَ مَكَّنَّا لِيُوۡسُفَ فِى الۡاَرۡضِ ۚ يَتَبَوَّاُ مِنۡهَا حَيۡثُ يَشَآءُ ؕ نُصِيۡبُ بِرَحۡمَتِنَا مَنۡ نَّشَآءُ وَلَا نُضِيۡعُ اَجۡرَ الۡمُحۡسِنِيۡنَ ﴿۵۷﴾

**۵۷۔** ۽ اهڙيءَ طرح(مناسب حالتون پيدا ڪري) اسان يوسف کي(انهيءَ)ملڪ ۾ هڪ با اختيار عهدو عطا ڪيو اُهو(پنهنجي مرضيءَ جي مطابق) جتي(به)وڃڻ ترسندو هو اسان جنهن کي چاهيندا آهيون(هن دنيا ۾ ئي)پنهنجي رحمت مان(حصو) ڏيندا آهيون ۽ اسان نيڪ

ساڻھن جو اجر ضائع نا ھيون ڪندا.

وَلَاَجْرُ الْاٰخِرَةِ خَيْرٌ لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ ﴿٥٨﴾ ع

**۵٨**۔ ۽(ھِن دنياوي اجر ڪانسواءِ)آئيندي (زندگيءَ) جو بدلو ايمان آڻڻ وارن ۽ اللّٰہ جي تقويٰ اختيار ڪرڻ وارن لاءِ(گھڻو)وَڌِ ڪان وَڌِ ھوندو.

وَجَآءَ اِخْوَةُ يُوْسُفَ فَدَخَلُوْا عَلَيْهِ فَعَرَفَهُمْ وَهُمْ لَهٗ مُنْكِرُوْنَ ﴿٥٩﴾

**۵٩**۔۽(ان ڏُڪَرَ جي زماني ۾)يوسف جا ڀائرَ (بہ اُنھيءَ ملڪ ۾)آيا ۽ انھيءَ جي حضور ۾ حاضر ٿيا ۽ ھُن اُنھن ڪي ڏسندي(ئي)سڃاڻي ورتو پر اُھي ھُن ڪي نہ سڃاڻي سگھيا.

وَلَمَّا جَهَّزَهُمْ بِجَهَازِهِمْ قَالَ ائْتُوْنِيْ بِاَخٍ لَّكُمْ مِّنْ اَبِيْكُمْ ۚ اَلَا تَرَوْنَ اَنِّيْٓ اُوْفِي الْكَيْلَ وَاَنَا خَيْرُ الْمُنْزِلِيْنَ ﴿٦٠﴾

**۶٠**۔ ۽ جڏھن ھُن انھن ڪي سندن سامان ڏئي (واپسيءَ لاءِ)تيار ڪيو تہ(انھن ڪي) چيائين (تہ) توھان جي والد جي طرفان جيڪو توھان جو ھڪُ ڀاءُ آھي(ھِن ڀيري)اُنھيءَ ڪي(بہ پاڻ سان)مون وٽ آڻجو.ڇا توھان ڏسو نٿا تہ مان ماپ پوري ڏيندوآھيان ۽(پڻ)مان مھمان نوازن مان بھترين (مھمان نواز)آھيان.

فَاِنْ لَّمْ تَاْتُوْنِيْ بِهٖ فَلَا كَيْلَ لَكُمْ عِنْدِيْ وَلَا تَقْرَبُوْنِ ﴿٦١﴾

**۶١**۔ ۽ جيڪڏھن توھان اُنھيءَ ڪي مون وٽ نہ آندو تہ(سمجھو تہ)مون وٽ توھان ڪي توري ڏيڻ لاءِ ڪجھ نہ ھوندو ۽(انھيءَ صورت ۾)توھان منھنجي ويجھو نہ اچجو.

قَالُوْا سَنُرَاوِدُ عَنْهُ اَبَاهُ وَاِنَّا لَفٰعِلُوْنَ ﴿٦٢﴾

**۶٢**۔ انھن چيو،اسان ضرور ھن جي متعلق انھيءَ جي پيءُ ڪي ورغلائڻ جي ڪوشش ڪنداسين ۽ اسان يقيناً(اھو ڪم ڪري رھنداسين).

وَقَالَ لِفِتْيٰنِهِ اجْعَلُوْا بِضَاعَتَهُمْ فِيْ رِحَالِهِمْ لَعَلَّهُمْ يَعْرِفُوْنَهَآ اِذَا انْقَلَبُوْٓا

**۶٣**۔۽ ھُن پنھنجي غلامن ڪي چيو تہ اِنھن جي مُوڙي(واپس)اِنھن جي بورن ۾ رکي ڇڏيو. شايد جڏھن اُھي موٽي پنھنجي گھر وارن وٽ

اِلٰۤى اَهۡلِهِمۡ لَعَلَّهُمۡ يَرۡجِعُوۡنَ ۝٦٢

وڃن ته هِن (احسان) کي سڃاڻن (۽) شايد اُهي (اِنهيءَ سبب سان) وري واپس اچن.

فَلَمَّا رَجَعُوۡۤا اِلٰۤى اَبِيۡهِمۡ قَالُوۡا يٰۤاَبَانَا مُنِعَ مِنَّا الۡكَيۡلُ فَاَرۡسِلۡ مَعَنَاۤ اَخَانَا نَكۡتَلۡ وَاِنَّا لَهٗ لَحٰفِظُوۡنَ ۝٦٣

٦٣- پوءِ جڏهن اُهي پنهنجي پيءُ وٽ واپس ويا ته چيائون (ته) اي اسان جا پيءُ اسان کي (آئينده جي لاءِ) اناج کان محروم ڪيو ويو آهي اِنَ ڪري (هاڻي) اسان جي ڀاءُ (بن يامين) کي (به) اسان سان گڏ موڪل ته اسان ڀيهر اناج وٺي سگهون ۽ اسان يقيناً هِن جي حفاظت ڪنداسين.

قَالَ هَلۡ اٰمَنُكُمۡ عَلَيۡهِ اِلَّا كَمَاۤ اَمِنۡتُكُمۡ عَلٰۤى اَخِيۡهِ مِنۡ قَبۡلُ ؕ فَاللّٰهُ خَيۡرٌ حٰفِظًا ۖ وَّهُوَ اَرۡحَمُ الرّٰحِمِيۡنَ ۝٦٤

٦٤- هُن چيو (توهان ئي ٻڌايو) ڇا مان هِن کي توهان جي حوالي ڪري سگهان ٿو سواءِ انهيءَ جي جو ان جو اُهوئي نتيجو نڪري جيڪو هن کان پهريائين منهنجو هن جي ڀاءُ کي توهان جي حوالي ڪرڻ جو نتيجو نڪتو هو. پوءِ (مان هُن کي توهان جي حوالي ته ڪيان ٿو پر هِن يقين سان ته توهان نه پر) الله ئي بهتر حفاظت ڪرڻ وارو آهي. ۽ اُهوئي سڀني کان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَلَمَّا فَتَحُوۡا مَتَاعَهُمۡ وَجَدُوۡا بِضَاعَتَهُمۡ رُدَّتۡ اِلَيۡهِمۡ ؕ قَالُوۡا يٰۤاَبَانَا مَا نَبۡغِىۡ ؕ

٦٥- ۽ جڏهن اُنهن پنهنجو سامان کوليو ته ڏٺائون ته انهن جي مُوڙي انهن ① کي واپس ڪئي وئي آهي (ان تي) هنن (پنهنجي پيءُ

---

١- اڙدوءَ ۾ ايترو چوڻ ڪافي هوندو آهي ته انهن جي مُوڙي واپس ڪئي وئي آهي. پر عربيءَ ۾ "انهن ڏانهن" جو لفظ به وڌايو ويندو آهي ان ڪري قرآن مجيد ۾ اِلَيۡنَا جو لفظ به آيو آهي. جيتوڻيڪ اڙدو ڪجهه عيبدار ٿي وئي آهي پر اسان هن نوٽ سان گڏ عربيءَ جو لفظي ترجمو ڏئي ڇڏيو آهي.

هٰذِهٖ بِضَاعَتُنَا رُدَّتْ اِلَيْنَا ۚ وَنَمِيْرُ اَهْلَنَا وَنَحْفَظُ اَخَانَا وَنَزْدَادُ كَيْلَ بَعِيْرٍ ؕ ذٰلِكَ كَيْلٌ يَّسِيْرٌ ﴿٦٦﴾

کي)چيو (ته)اي اسانجا پيُ(هِن ڳالھ کان وڌيڪ)اسان بي ڪهڙي خواهش ڪري سگهون ٿا (ڏسو) هي اسان جي مُوڙي آهي اِها(به)اسان کي واپس ڪئي وئي آهي ۽(جيڪڏهن اسان جو ڀاءُ اسان سان هلندو ته) اسان پنهنجي گهر وارن کي خوراڪ جو سامان آڻي ڏينداسين۽ پنهنجي ڀاءُ جي(هر طرح سان)حفاظت ڪنداسين ۽ هڪ اُنَ جو بار وڌيڪ آڻينداسين.اِهو وزن (جيڪو اسان کي مفت ملندو) وڏي نعمت① آهي.

قَالَ لَنْ اُرْسِلَهٗ مَعَكُمْ حَتّٰى تُؤْتُوْنِ مَوْثِقًا مِّنَ اللّٰهِ لَتَاْتُنَّنِيْ بِهٖۤ اِلَّاۤ اَنْ يُّحَاطَ بِكُمْ ۚ فَلَمَّاۤ اٰتَوْهُ مَوْثِقَهُمْ قَالَ اللّٰهُ عَلٰى مَا نَقُوْلُ وَكِيْلٌ ﴿٦٧﴾

٦٧-انهيءَ چيو مان هِن کي توهان سان ڪڏهن نه موڪليندس جيستائين توهان مون سان اللّٰه جي طرفان مقرر ٿيل(يعني انهيءَ جي قسم سان تاڪيد وارو)اِهو عهد نه ڪيو ته توهان هِن کي ضرور مون وٽ (واپس) آڻيندؤ سواءِ انهيءَ(صورت)جي جو توهان(خود ڪنهن مصيبت ۾)مبتلا ٿي وڃو.پوءِ جڏهن اُنهن هُن کي پنهنجو پڪو قول ڏئي ڇڏيو ته هُن چيو جيڪي(ڪجھ)اسان(هن وقت)چئي رهيا آهيون اللّٰه انهيءَ جو نگهبان آهي.

وَقَالَ يٰبَنِيَّ لَا تَدْخُلُوْا مِنْۢ بَابٍ وَّاحِدٍ وَّادْخُلُوْا مِنْ اَبْوَابٍ مُّتَفَرِّقَةٍ ؕ وَمَآ

٦٨-۽ هُن(انهن کي)چيو(ته)اي منهنجا پٽو! توهان شهر جي هڪ ئي دروازي مان ڳڏ اندر نه وڃجو، پر جدا② جدا دروازن مان

١- قرآن مجيد ۾ كَيْلٌ يَّسِيْرٌ آهي.ترجمو ڪندڙن هي ترجمو ڪيو آهي ته جيڪو اناج اسان هن پيري آندو آهي ٿورو آهي پر انهن لغت ناهي ڏٺي.يَسِيْرٌ جي معنيٰ سَولي يا سهولت پيدا ڪرڻ واري جي به آهي.يعني نعمت.اسان اِهو ئي ترجمو چونڊيو آهي ۽ ان سان مضمون واضح ٿي وڃي ٿو.

٢-مفسر چون ٿا ته نظر لڳڻ کان بچائڻ لاءِ اهڙو حڪم ڏنو ويو.پر اصل ڳالھ هيءَ معلوم ٿئي ٿي ته سڀجي

أَغْنِیْ عَنْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ شَیْءٍ ؕ اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ ؕ عَلَیْهِ تَوَكَّلْتُ ۚ وَعَلَیْهِ فَلْیَتَوَكَّلِ الْمُتَوَكِّلُوْنَ ﴿٦٨﴾

اندر وڃجو ۽ مان الله (جي پڪڙ) کان (بچائڻ لاءِ) ڪجهه به توهان جي ڪم نٿو اچي سگهان. فيصلو ڪرڻ (در اصل) الله جو ئي ڪم آهي انهيءَ تي مون ڀروسو ڪيو آهي ۽ سڀني ڀَروسي ڪرڻ وارن کي انهيءَ تي ڀَروسو ڪرڻ گهرجي.

وَلَمَّا دَخَلُوْا مِنْ حَیْثُ اَمَرَهُمْ اَبُوْهُمْ ؕ مَا كَانَ یُغْنِیْ عَنْهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ شَیْءٍ اِلَّا حَاجَةً فِیْ نَفْسِ یَعْقُوْبَ قَضٰىهَا ؕ وَاِنَّهٗ لَذُوْ عِلْمٍ لِّمَا عَلَّمْنٰهُ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا یَعْلَمُوْنَ ﴿٦٩﴾ ع

**٦٩**- ۽ جڏهن انهيءَ طريقي جي مطابق جنهن جو حڪم انهن جي پيءُ انهن کي ڏنو هئو اهي داخل ٿيا ته اهو مقصد پورو ٿي ويو جنهن لاءِ انهن کي اهو حڪم ڏنو ويو پر يعقوب پنهنجي تدبير سان انهن (يعني پٽن) کي خدائي تدبير کان بچائي نه ٿي سگهيو. ها پر يعقوب جي دل ۾ هڪ خواهش هئي جنهن کي هن (اهڙيءَ طرح ①) پورو ڪيو ۽ ڇاڪاڻ ته اسان هُن (يعني يعقوب) کي علم ڏنو هو. اُهو وڏي علم وارو هو. پر اڪثر ماڻهو (ان حقيقت کي) نٿا ڄاڻن.

وَلَمَّا دَخَلُوْا عَلٰی یُوْسُفَ اٰوٰۤی اِلَیْهِ اَخَاهُ قَالَ اِنِّیْۤ اَنَا اَخُوْكَ فَلَا تَبْتَىِٕسْ

**٧٠**- ۽ جڏهن اُهي يوسف جي حضور ۾ حاضر ٿيا ته هُن پنهنجي ڀاءُ کي پاڻ وٽ جاءِ ڏني ۽ (هن کي) چيائين (ته) يقيناً مان ئي تنهنجو (گم

**(باقي حاشيو)** قصي کي ٻڌي حضرت يعقوب عليه السلام کي پڪ ٿي وئي هئي، جهڙوڪ آيت جي اڳين حصي ۾ آهي، ته اناج ورهائڻ وارو يوسف عليه السلام آهي. نه ته فرعون جي ڪنهن وزير کي ڪهڙي ضرورت هُئي جو هو يوسف عه جي ڀاءُ کي آڻڻ تي زور ڀري ها. ان ڪري حضرت يعقوب عه چاهيو ٿي ته سڀ ڀائرَ الڳ الڳ دروازن مان شهر ۾ وڃن ته شاهي سپاهي بن يامين کي ٻين ڀائرن کان اڳ يوسف سان ملاقات ڪرائين ۽ ٻيءِ ڀائر هڪ ٻئي کان حالات ٻڌي وٺن.

١- ۽ ٻين پٽن کان اڳ بن يامين کي يوسف عه سان ملائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٧٠﴾

ٿيل) پاءُ آهيان. پوءِ جيڪي ڪجهه اُهي ڪندا رهيا آهن انهيءَ جي سبب (هاڻي) تون غمگين نه ٿي.

فَلَمَّا جَهَّزَهُمْ بِجَهَازِهِمْ جَعَلَ السِّقَايَةَ فِيْ رَحْلِ اَخِيْهِ ثُمَّ اَذَّنَ مُؤَذِّنٌ اَيَّتُهَا الْعِيْرُ اِنَّكُمْ لَسٰرِقُوْنَ ﴿٧١﴾

٧١-پوءِ جڏهن هُن اُنهن کي سندن سامان ڏئي (واپسيءَ لاءِ) تيار ڪيو، ته هن (پاڻي پيئڻ جو هڪ) ڪٽورو (به) پنهنجي ڀاءُ جي بوري ① ۾ رکي ڇڏيو پوءِ (ائين ٿيو جو) ڪنهن اعلان ڪرڻ واري (يعني شاهي ڪارندي) اعلان ڪيو، (ته) اي قافلي وارؤ توهان يقيناً چور آهيو.

قَالُوْا وَاَقْبَلُوْا عَلَيْهِمْ مَّاذَا تَفْقِدُوْنَ ﴿٧٢﴾

٧٢-انهن (يعني يوسف جي ڀائرن) اُنهن (شاهي ڪارندن) ڏانهن منهن ڪري چيو (ته) توهان کهڙي شيءِ وڃايل ڏسو ٿا.

قَالُوْا نَفْقِدُ صُوَاعَ الْمَلِكِ وَلِمَنْ جَآءَ بِهٖ حِمْلُ بَعِيْرٍ وَّ اَنَا بِهٖ زَعِيْمٌ ﴿٧٣﴾

٧٣-اُنهن چيو (ته) اسان اناج ماپڻ ② جو شاهي ماپو گم ڏسون ٿا ۽ جيڪو شخص انهيءَ کي (ڳولي) ڪڍي اچي ته هڪ اُٺ جي بار برابر (اناج) اُن جو (انعام) هوندو ۽ (اعلان ڪرڻ واري اِهو به چيو ته) مان انهيءَ (انعام) جو ذميوار آهيان.

١- ان جي هيءَ معنيٰ ناهي ته ان کي ڦاسائڻ لاءِ بلڪ پيئڻ لاءِ پاڻي گهريو هو. پوءِ غلطيءَ سان ٿانءُ ان بوري ۾ جيڪو سندس ڀاءُ جو هو رکي ڇڏيائين. خبر پوي ٿي ته يوسف عليه السلام تڪجي پيئڻ لاءِ پاڻي گهريو نوڪرَ پاڻي ڪڍي آيا ۽ پاڻي پِي هُن غلطيءَ سان اهو ٿانءُ جيڪو پاڻي پيئڻ جي ڪم به ايندو هو ۽ ماپ جي به، ڀاءُ جي بوري ۾ رکي ڇڏيائين. اسانجي زماني ۾ به گهڻي قدر ڪير ۽ اناج گلاس سان ماپيا ويندا آهن ۽ اُهي پاڻي پيئڻ جي ڪم پڻ ايندا آهن.

٢-ڪي ماڻهو چون ٿا ته انهن جو پاڻي پيئڻ جو ٿانءُ هو. پر اعلان اناج ماپڻ جي ٿانءَ جو ٿيو آهي. خبر پوي ٿي ته يوسف عليه السلام پاڻي پيئڻ جو ٿانءُ رکڻ چاهيو ٿي پر ڀُلجي ماپڻ جو ٿانءُ رکيو ويو. پر هيءُ دليل غلط آهي ڇاڪاڻ ته صُوَاعَ جو لفظ جيڪو هتي استعمال ٿيو آهي ان جي معنيٰ ماپڻ جي ٿانءَ جي به آهي ۽ پاڻي پيئڻ جي ٿانءَ جي به. ان ڪري هڪ ئي لفظ جو ترجمو ماپڻ جي ٿانءَ جي به آهي ۽ پاڻي پيئڻ جي ٿانوَ جي به.

قَالُوْا تَاللّٰهِ لَقَدْ عَلِمْتُمْ مَّا جِئْنَا لِنُفْسِدَ فِي الْاَرْضِ وَمَا كُنَّا سٰرِقِيْنَ ﴿٧٤﴾

٧٤- اُنهن چيو(تہ)اللّٰہ جو قسم! توهان ڄاڻو ٿا تہ اسان(هتي)انهيءَ لاءِ نہ آيا آهيون تہ ملڪ ۾ فساد ڪيون ۽ نہ(ئي)اسان چور آهيون.

قَالُوْا فَمَا جَزَآؤُهٗٓ اِنْ كُنْتُمْ كٰذِبِيْنَ ﴿٧٥﴾

٧٥-انهن چيو(تہ)جيڪڏهن توهان ڪوڙا (ثابت)ٿيا تہ انهيءَ(فعل يعني چوريءَ)جي ڪهڙي سزا هوندي؟

قَالُوْا جَزَآؤُهٗ مَنْ وُّجِدَ فِيْ رَحْلِهٖ فَهُوَ جَزَآؤُهٗ ؕ كَذٰلِكَ نَجْزِي الظّٰلِمِيْنَ ﴿٧٦﴾

٧٦-هُنن چيو(تہ)انهيءَ جي سزا اِها آهي تہ جنهن شخص جي سامان ۾ اُهو(ٿانءُ)لڀي اُهو (خود ئي) انهيءَ (فعل)جو بدلو ٿئي اسان (ماڻهو) ظالمن کي اهڙيءَ طرح سزا ڏيندا آهيون.

فَبَدَاَ بِاَوْعِيَتِهِمْ قَبْلَ وِعَآءِ اَخِيْهِ ثُمَّ اسْتَخْرَجَهَا مِنْ وِّعَآءِ اَخِيْهِ ؕ كَذٰلِكَ كِدْنَا لِيُوْسُفَ ؕ مَا كَانَ لِيَاْخُذَ اَخَاهُ فِيْ دِيْنِ الْمَلِكِ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ ؕ نَرْفَعُ دَرَجٰتٍ مَّنْ نَّشَآءُ ؕ وَفَوْقَ كُلِّ ذِيْ عِلْمٍ عَلِيْمٌ ﴿٧٧﴾

٧٧-پوءِ هُن(يعني اعلان ڪرڻ واري) هُن جي(يعني يوسف جي)ڀاءُ جي بوري کان پهرين انهن(ڀين) ① جي بورن کي(ڏسڻ) شروع ڪيو پوءِ انهيءَ جي ڀاءُ جي بوري(کي ڏنو ۽ ان ۾ انهيءَ ٿانو کي ڏسي انهيءَ)مان اُهو ڪڍيو. اهڙي طرح اسان يوسف جي لاءِ(هڪ)تدبير ڪئي (ٻي صورت ۾) هُو بادشاهہ جي قانون جي اندر (رهندي) پنهنجي ڀاءُ کي اللّٰہ جي تدبير کان سواءِ روڪي نٿي سگهيو.اسان جنهن

١ـ نوڪرَ سمجهي ويا هئا تہ بن يامين يوسفؑ جي نظر ۾ قربائتو آهي.ان ڪري انهن سندس بورو بعد ۾ ڏٺو پر خداتعاليٰ يوسفؑ کان ڀُلَ ڪرائي ماپو جيڪو پاڻي پيئڻ جي ڪم بہ ايندو هو ان جي ڀاءُ جي بوري ۾ رکرائي ڇڏيو هو ۽ هي خدائي فعل هو،نڪي يوسفؑ جو.ان ڪري اللّٰہ تعاليٰ فرمائي ٿو هيءَ تدبير اسان يوسفؑ جي لاءِ ڪئي هئي تہ جيئن هو پنهنجي ڀاءُ کي روڪي سگهي نہ تہ ملڪ جي قانون مطابق بنا ڪنهن ڏوهہ جي هُو ڪيس روڪي نٿي سگهيو.هن آيت مان ثابت آهي تہ يوسفؑ ڪو دوکو نہ ڪيو هو بلڪ اللّٰہ تعاليٰ ان کان ڀُل ڪرائي تہ جيئن ڀاءُ کي روڪي سگهي ڀاءُ جو بہ ڪو نقصان نہ ٿيو بلڪ وزيرن جو ساٿ ۽ رتبو مليو.

جا چاهيندا آهيون درجا بلند ڪنداآهيون ۽(حقيقت اِها آهي تہ)هرعلم واري جي مٿان (انهيءَ ڪان) وڌيڪ علم واري هستي (ملي) ٿي.

قَالُوٓا اِنْ يَّسْرِقْ فَقَدْ سَرَقَ اَخٌ لَّهٗ مِنْ قَبْلُ ۚ فَاَسَرَّهَا يُوْسُفُ فِيْ نَفْسِهٖ وَلَمْ يُبْدِهَا لَهُمْ ۚ قَالَ اَنْتُمْ شَرٌّ مَّكَانًا ۚ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا تَصِفُوْنَ ﴿٧٨﴾

**٧٨-** اُنهن(يعني هُن جي ڀائرن)چيو(تہ) جيڪڏهن هِن چوري ڪئي هجي تہ(ڪو عجب نہ آهي ڇو جو)هِن جو هڪ ① ڀاءُ (بہ) پهرين چوري ڪري چڪو آهي.ان تي يوسف (پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪي)پنهنجي دل ۾ لڪل رکيو.۽ انهن تي انَ ڪي ظاهر نہ ڪيائين(ها دل ۾ ايترو)چيائين(تہ)توهان(ماڻهو)وڏا بدبخت آهيو ۽ جيڪا ڳالهہ توهان چئو ٿا انَ ڪي اللّٰه(ئي)بهتر ڄاڻي ٿو.

قَالُوْا يٰٓاَيُّهَا الْعَزِيْزُ اِنَّ لَهٗٓ اَبًا شَيْخًا كَبِيْرًا فَخُذْ اَحَدَنَا مَكَانَهٗ ۚ اِنَّا نَرٰىكَ مِنَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٧٩﴾

**٧٩-**انهن چيو(تہ)اي سردار② ! هن جو هڪ تمام پوڙهو پيءُ آهي(هُن ڪي انهيءَ جي صدمي ڪان بچائڻ لاءِ)هن جي بدران توهان اسان مان ڪنهن هڪ ڪي پڪڙي وٺو. اسان توهان ڪي يقيناً محسنن مان سمجهون ٿا.

قَالَ مَعَاذَ اللّٰهِ اَنْ نَّاْخُذَ اِلَّا مَنْ وَّجَدْنَا مَتَاعَنَا عِنْدَهٗٓ ۙ اِنَّآ اِذًا لَّظٰلِمُوْنَ ﴿٨٠﴾ ع

**٨٠-**انهيءَ چيو(تہ اسان) انَ شخص ڪانسواءِ جنهن وٽان اسان پنهنجو سامان لڌو آهي ڪنهن ٻئي ڪي پڪڙڻ ڪان خدا جي پناهہ گهرون ٿا جيڪڏهن اسان ائين ڪيون تہ اسان يقيناً ظالمن مان ٿينداسين.

١-جيئن تہ ننڍو ڀاءُ آيو هو ڀائرن ان ڏِپ ڪان يوسفؑ ڪي چور قرار ڏئي ڇڏيو تہ جيئن يوسفؑ ڀڄي نہ وڃي تہ وڏي ڀاءُ ڪي ڇو نہ آندو اَٿوَ.

٢-عزيز جو لفظ درٻار جي سردار يا وزير لاءِ ڳالهايو ويندو آهي اهو ئي ترجمو اسان ڪيو آهي.

فَلَمَّا اسْتَيْـَٔسُوْا مِنْهُ خَلَصُوْا نَجِيًّا ؕ قَالَ كَبِيْرُهُمْ اَلَمْ تَعْلَمُوْٓا اَنَّ اَبَاكُمْ قَدْ اَخَذَ عَلَيْكُمْ مَّوْثِقًا مِّنَ اللّٰهِ وَمِنْ قَبْلُ مَا فَرَّطْتُّمْ فِیْ یُوْسُفَ ۚ فَلَنْ اَبْرَحَ الْاَرْضَ حَتّٰی یَاْذَنَ لِیْٓ اَبِیْٓ اَوْ یَحْكُمَ اللّٰهُ لِیْ ۚ وَهُوَ خَیْرُ الْحٰكِمِیْنَ ﴿٨١﴾

**٨١**-پوءِ جڏهن اُهي انهيءَ کان(يعني يوسف کان)نا اميد ٿي وياتہ پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندي (ماڻهن کان)الڳ ٿي ويا(تڏهن)انهن مان وڏي چيو(تہ)ڇا توهان کي معلوم نہ آهي تہ توهان جي پيءُ توهان کان پڪو قول وٺي ڇڏيو آهي جيڪو اللّٰه (جي قسم) سان(تاڪيدي)آهي ۽ اهو تہ (انهيءَ کان)پهريائين توهان يوسف جي باري ۾ بہ ڪوتاهي ڪري چڪا آهيوانَ ڪري جيستائين منهنجو پيءُ مون کي(خاص طور تي) اجازت(نہ) ڏئي يا(خود)اللّٰه منهنجي حق ۾ فيصلي(جي ڪا راهہ پيدا نہ)ڪري مان هِن ملڪ کي نہ ڇڏيندس ۽ اُهو(اللّٰه) سڀني فيصلي ڪرڻ وارن کان بهتر (فيصلو ڪرڻ وارو) آهي.

اِرْجِعُوْٓا اِلٰٓی اَبِیْكُمْ فَقُوْلُوْا یٰٓاَبَانَآ اِنَّ ابْنَكَ سَرَقَ ۚ وَمَا شَهِدْنَآ اِلَّا بِمَا عَلِمْنَا وَمَا كُنَّا لِلْغَیْبِ حٰفِظِیْنَ ﴿٨٢﴾

**٨٢**- توهان پنهنجي پيءُ ڏانهن موٽي وڃو ۽ (هن کي وڃي)چئو(تہ)اي اسانجا پيءُ توهان جي (نندي)پٽ ضرور چوري ڪئي آهي ۽ اسان (توهان کي)اُهوئي چيو آهي جنهنجو اسان کي (ذاتي) علم آهي ۽ اسان(پنهنجي) نظرڪان لڪل ڳالهہ جي حفاظت نہ ٿي ڪري سگهياسين.

وَسْـَٔلِ الْقَرْیَةَ الَّتِیْ كُنَّا فِیْهَا وَالْعِیْرَ الَّتِیْٓ اَقْبَلْنَا فِیْهَا ؕ وَاِنَّا لَصٰدِقُوْنَ ﴿٨٣﴾

**٨٣**-۽ توهان(بي شڪ)انهن ماڻهن کان (بہ) پُڇا ڪريو جن ۾ اسان(رهندا) هئاسين ۽ انَ قافلي کان(بہ)جنهن سان گڏ اسان آيا آهيون ۽ يقين ڄاڻو تہ اسان(انهيءَ ڳالهہ ۾) سچا آهيون.

قَالَ بَلْ سَوَّلَتْ لَكُمْ اَنْفُسُكُمْ اَمْرًا ؕ

**٨٤**- هُن(يعني يعقوب)چيو(تہ اها ڳالهہ

فَصَبْرٌ جَمِيلٌ ؕ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّاْتِيَنِىْ بِهِمْ جَمِيْعًا ؕ اِنَّهٗ هُوَ الْعَلِيْمُ الْحَكِيْمُ ﴿٨٣﴾

صحيح) ٿئي(معلوم ٿئي)پر(معلوم ٿئي ٿو ته) توهان جي نفسن ڪا ڳالهه خوبصورت① ڪري توهان کي ڏيکاري آهي.پوءِ هاڻي منهنجي لاءِ اِهوئي رهجي ويو آهي ته چڱيءَ طرح صبر ڪيان(ڪجهه)پري نه آهي جو الله انهن سڀني کي مون وٽ وٺي اچي. يقيناً اُهوئي آهي جيڪو خوب ڄاڻڻ وارو(۽) حڪمت وارو آهي.

وَتَوَلّٰى عَنْهُمْ وَقَالَ يٰۤاَسَفٰى عَلٰى يُوْسُفَ وَابْيَضَّتْ عَيْنٰهُ مِنَ الْحُزْنِ فَهُوَ كَظِيْمٌ ﴿٨٤﴾

٨٥-۽ هُن انهن کان پنهنجو منهن ڦيرائي ڇڏيو ۽ (الڳ وڃي دعا ڪيائين۽)چيائين اي (منهنجا خدا!) يوسف جي واقعي تي مان ڀهر فرياد ڪريان ٿو ۽ غم جي سببان هن جي اکين ۾ لڙڪ ②ڀرجي آيا پر هو پنهنجي غم کي(هميشه پنهنجي دل جي)اندر (ئي)دٻائي③ رکندو هو.

قَالُوْا تَاللّٰهِ تَفْتَؤُا تَذْكُرُ يُوْسُفَ حَتّٰى تَكُوْنَ حَرَضًا اَوْ تَكُوْنَ مِنَ الْهٰلِكِيْنَ ﴿٨٥﴾

٨٦-هُنن چيو(ته) الله جو قسم(ائين) معلوم ٿئي ٿو (ته) توهان اُن وقت تائين يوسف جو ذڪر ڪندا رهندؤ جيستائين توهان بيمار نه ٿي پئو يا فوت نه ٿي وڃو.

قَالَ اِنَّمَاۤ اَشْكُوْا بَثِّىْ وَحُزْنِىْۤ اِلَى اللّٰهِ

٨٧-هُن چيو(ته)مان پنهنجي پريشانيءَ ۽ غم

١-يعني بن يامين جي دشمني جي ڪارڻ هڪ معمولي واقعي کي چوري قرار ڏنو ويو آهي.

٢- قرآن مجيد جا لفظ آهن اِبْيَضَّتْ عَيْنَاهُ مِنَ الْحُزْنِ- ترجمو ڪندڙن ان جو ترجمو هي ڪيو آهي ته اکيون اڇون ٿي ويون يعني پڪڙجي ويون پر لغت ۾ ان جملي جي معنيٰ لڙڪن سان اکين جو ڀرجي وڃڻ به لکيل آهي.۽ اها ئي معنيٰ اسان ڪئي آهي.ڇاڪاڻ ته نبيءَ جي شان مطابق اِها ئي معني آهي.هو خدا کان دعا گهرندي روئي ڏيندو آهي.جهڙوڪ اسانجا نبي سڳورا آنحضرت ﷺ به روئيندا هئا.

٣-يعني خدا تعاليٰ کانسواءِ ٻانهن تي ظاهر نا هي ڪندو.

وَاَعۡلَمُ مِنَ اللّٰهِ مَا لَا تَعۡلَمُوۡنَ ﴿٨٧﴾

جو فرياد الله جي حضور ۾ ڪيان ٿو ۽ مان الله جي طرفان اُهو علم رکان ٿو جيڪو توهان نٿا رکو.

يٰبَنِيَّ اذۡهَبُوۡا فَتَحَسَّسُوۡا مِنۡ يُّوۡسُفَ وَاَخِيۡهِ وَلَا تَايۡـَٔسُوۡا مِنۡ رَّوۡحِ اللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ لَا يَايۡـَٔسُ مِنۡ رَّوۡحِ اللّٰهِ اِلَّا الۡقَوۡمُ الۡكٰفِرُوۡنَ ﴿٨٨﴾

**٨٨**-اي منهنجا پٽو! وڃو ۽(وڃي) يوسف ۽ انجي ڀاءُ جي ڳولها ڪيو ۽ الله جي رحمت کان نااميد نه ٿيو (اصل) ڳالهه اِهائي آهي ته الله جي رحمت کان ڪافر ماڻهن کانسواءِ ڪو(انسان) نااميد ناهي ٿيندو.

فَلَمَّا دَخَلُوۡا عَلَيۡهِ قَالُوۡا يٰۤاَيُّهَا الۡعَزِيۡزُ مَسَّنَا وَاَهۡلَنَا الضُّرُّ وَجِئۡنَا بِبِضَاعَةٍ مُّزۡجٰىةٍ فَاَوۡفِ لَنَا الۡكَيۡلَ وَتَصَدَّقۡ عَلَيۡنَا ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَجۡزِى الۡمُتَصَدِّقِيۡنَ ﴿٨٩﴾

**٨٩**- پوءِ جڏهن اُهي(واپس ٿي وري)انهيءَ جي (يعني يوسف جي)حضور ۾ حاضر ٿيا ته (هُن کي) چيائون(ته)اي سردار! اسان کي ۽ اسانجي (سڀني) ڪٽنب کي(سخت)تنگي پهتل آهي ۽ اسان (بلڪل) ٿورڙي موڙي کڻي آيا آهيون پوءِ توهان(احسان جي طور تي)اسان کي(مطالبي جي مطابق)اَنُ ڏئي ڇڏيو ۽ صدقي (جي طور تي حق کان به ڪجهه وڌيڪ) ڏيو. الله صدقو ڏيڻ وارن کي يقيناً (وڏو) اجر ڏيندو آهي.

قَالَ هَلۡ عَلِمۡتُمۡ مَّا فَعَلۡتُمۡ بِيُوۡسُفَ وَاَخِيۡهِ اِذۡ اَنۡتُمۡ جٰهِلُوۡنَ ﴿٩٠﴾

**٩٠**-هُن چيو(ته)ڇا توهان کي(پنهنجو اُهو سلوڪ)معلوم آهي جيڪو توهان يوسف ۽ هن جي ڀاءُ سان ڪيو هو جڏهن ته توهان (پنهنجي فعل جي برائيءَ کان)ناواقف هئا.

قَالُوۡۤا ءَاِنَّكَ لَاَنۡتَ يُوۡسُفُ ؕ قَالَ اَنَا يُوۡسُفُ وَهٰذَاۤ اَخِىۡ قَدۡ مَنَّ اللّٰهُ عَلَيۡنَا ؕ

**٩١**-هُن چيو(ته)ڇا واقعي توهان(ئي) يوسف آهيو. هُن چيو(ته) ها مان ئي يوسف آهيان ۽ هي منهنجو ڀاءُ آهي. الله اسان تي فضل ڪري

اِنَّهٗ مَنْ يَّتَّقِ وَيَصْبِرْ فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيْعُ اَجْرَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٩١﴾

چڏيو آهي حق ڳالهه اِهائي آهي ته جيڪو (شخص) تقويٰ اختيار ڪري ۽ صبر ڪري ته اللّٰه اهڙن محسنن جو اجر ڪڏهن ضايع نا هي ڪندو.

قَالُوْا تَاللّٰهِ لَقَدْ اٰثَرَكَ اللّٰهُ عَلَيْنَا وَاِنْ كُنَّا لَخٰطِـِٕيْنَ ﴿٩٢﴾

**٩٢**-انهن چيو، اسان ڪي اللّٰه جو قسم آهي. اللّٰه توهان ڪي اسان تي يقيناً فضيلت ڏني آهي ۽ اسان بلاشڪ خطاڪار رهئاسين.

قَالَ لَا تَثْرِيْبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ ۭ يَغْفِرُ اللّٰهُ لَكُمْ ۡ وَهُوَ اَرْحَمُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿٩٣﴾

**٩٣**-هُن چيو، هاڻي توهان تي ڪنهن قسم جي ملامت ① نه ٿيندي (۽) اللّٰه (به) توهان ڪي بخشي ڇڏيندو ۽ اهو سڀني رحم ڪرڻ وارن کان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارو آهي.

اِذْهَبُوْا بِقَمِيْصِيْ هٰذَا فَاَلْقُوْهُ عَلٰى وَجْهِ اَبِيْ يَاْتِ بَصِيْرًا ۚ وَاْتُوْنِيْ بِاَهْلِكُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿٩٤﴾

**٩٤**- توهان منهنجو هيءُ پهراڻ کڻي وڃو ۽ ان ڪي منهنجي پيءُ جي اکيان ② (وڃي) رکجو (ان مان) هو (منهنجي متعلق) سڀني ڳالهين کان واقف ٿي ويندو ۽ توهان پنهنجو سڄو ڪٽنب (به) مون وٽ وٺي اچجو. ع

١-هن جاءِ تي تاريخن مان اُهو واقعو ڏسي وٺڻ گهرجي جيڪو مڪي جي فتح ڪانپوءِ عڪرمه ۽ رسول اللّٰه ﷺ ڪي پيش آيو. آنحضرت ﷺ جو اُهو عفو يقيناً يوسف عليه السلام جي عفو کان پلو هو. يوسف عليه السلام پنهنجي پيءُ جي پٽن ڪي معاف ڪيو ۽ محمد رسول اللّٰه ﷺ هڪ سڀ کان بري دشمن جي پٽ ڪي معاف ڪيو.

٢-مفسر لکن ٿا ته اُنهن قميص يعقوب عليه السلام جي منهن تي وجهي ڇڏي جنهن سان هو ڏسڻ لڳي ويو. پر اصل ڳالهه هي آهي ته يوسف عليه السلام ڪي پڪ هئي ته هاڻي تائين منهنجي پيءُ اها قميص ياد رکي هوندي جيڪا گم ٿيڻ وقت مون ڪي پاتل هئي. جڏهن اُها قميص ان جي سامهون رکي ويندي ته هو سمجهي ويندو ته يوسف عليه السلام زنده آهي ۽ هيءَ سندس پراڻي قميص آهي. هن موقعي تي مثنوي رومي رحه جي اُها حڪايت پڙهڻ گهرجي جنهن ۾ اياز جو ذڪر آهي جڏهن هُن خزاني ۾ رات جو وڃي نماز پڙهي. ان سان خبر پئجي ويندي ته نيڪ ماڻهو خراب وقتن جا ڪپڙا ان ڪري سنڀالي رکندا آهن ته ڪين خداتعاليٰ جو فضل ياد ڏياريندا رهن.

وَلَمَّا فَصَلَتِ الْعِيْرُ قَالَ اَبُوْهُمْ اِنِّيْ لَاَجِدُ رِيْحَ يُوْسُفَ لَوْلَآ اَنْ تُفَنِّدُوْنِ ﴿٩٤﴾

**٩٤**-۽ جڏهن (انهن جو) قافلو (مصر کان) هلي پيو، تہ انهن جي پيءُ (ماڻهن کي) چيو تہ ائين نہ ٿئي تہ توهان مون کي ڪوڙو ڪرڻ لڳو تہ (مان ضرور چوندس تہ) مون کي يوسف جي خوشبو ضرور اچي رهي آهي.

قَالُوْا تَاللّٰهِ اِنَّكَ لَفِيْ ضَلٰلِكَ الْقَدِيْمِ ﴿٩٥﴾

**٩٥**-انهن چيو تہ تون يقيناً پنهنجي پراڻي غلطيءَ ۾ (مبتلا) آهين.

فَلَمَّآ اَنْ جَآءَ الْبَشِيْرُ اَلْقٰىهُ عَلٰى وَجْهِهٖ فَارْتَدَّ بَصِيْرًا ۚ قَالَ اَلَمْ اَقُلْ لَّكُمْ ۚ اِنِّيْٓ اَعْلَمُ مِنَ اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٩٦﴾

**٩٦**-پوءِ جيئن ئي (يوسف جي ملي وڃڻ جي) بشارت ڏيڻ وارو (شخص حضرت يعقوب وٽ) آيو. هن ان (پهراڻ) کي هن جي اکيان رکي ڇڏيو جنهن تي هُو سڄي ڳالهہ سمجهي ويو (۽ انهن کي) چيائين ڇا مون توهان کي نہ چيو هو تہ مان الله جي طرفان (علم حاصل ڪري يقيناً اهو ڪي) ڄاڻان ٿو جيڪو توهين نٿا ڄاڻو.

قَالُوْا يٰٓاَبَانَا اسْتَغْفِرْ لَنَا ذُنُوْبَنَآ اِنَّا كُنَّا خٰطِـِٕيْنَ ﴿٩٧﴾

**٩٧**-(تڏهن) انهن (يعني حضرت يوسف جي ڀائرن) چيو اي اسانجا پيءُ! توهان اسان جي حق ۾ (خدا کان) اسان جي گناهن جي بخشش طلب ڪيو اسان يقيناً خطاڪار آهيون.

قَالَ سَوْفَ اَسْتَغْفِرُ لَكُمْ رَبِّيْ ۭ اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿٩٨﴾

**٩٨**-هُن چيو مان (ضرور) توهان جي لاءِ پنهنجي رب کان بخشش طلب ڪندس يقيناً اُهوئي (آهي جيڪو) ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

فَلَمَّا دَخَلُوْا عَلٰي يُوْسُفَ اٰوٰٓى اِلَيْهِ

**٩٩**-پوءِ جڏهن اهي (سڀ) يوسف وٽ پهتا تہ هن پنهنجي ماءُ پيءُ کي پاڻ وٽ

اَبَوَيۡهِ وَقَالَ ادۡخُلُوۡا مِصۡرَ اِنۡ شَآءَ اللّٰهُ اٰمِنِيۡنَ ؕ﴿۱۰۰﴾

① جاءِ ڏني ۽ (سيني کي) چيائين ته الله جي مرضيءَ مطابق توهان سڀ امن (۽ سلامتيءَ) سان مصر ۾ داخل ٿي وڃو.

وَرَفَعَ اَبَوَيۡهِ عَلَى الۡعَرۡشِ وَخَرُّوۡا لَهٗ سُجَّدًا ۚ وَقَالَ يٰۤاَبَتِ هٰذَا تَاۡوِيۡلُ رُءۡيَاىَ مِنۡ قَبۡلُ ۫ قَدۡ جَعَلَهَا رَبِّىۡ حَقًّا ؕ وَقَدۡ اَحۡسَنَ بِىۡۤ اِذۡ اَخۡرَجَنِىۡ مِنَ السِّجۡنِ وَجَآءَ بِكُمۡ مِّنَ الۡبَدۡوِ مِنۡۢ بَعۡدِ اَنۡ نَّزَغَ الشَّيۡطٰنُ بَيۡنِىۡ وَبَيۡنَ اِخۡوَتِىۡ ؕ اِنَّ رَبِّىۡ لَطِيۡفٌ لِّمَا يَشَآءُ ؕ اِنَّهٗ هُوَ الۡعَلِيۡمُ الۡحَكِيۡمُ ﴿۱۰۱﴾

**١٠١**۔۽ هُن پنهنجي ماءُ پيءُ کي تخت تي ويهاريو ۽ اُهي(سڀئي)انَ جي ڪري(خدا جو شڪر ڪندي) سجدي ۾ ڪري پيا ۽ هُن(يعني يوسف) چيو اي منهنجا پيءُ! هيءُ منهنجي پهرين ڪان (خواب ۾)ڏٺل ڳالهه جي تعبير② آهي.الله ان کي پورو ڪري ڇڏيو آهي ۽ هُن مون تي(تمام وڏو)فضل ڪيو آهي جو جو هن (پهريائين) مون کي قيدخاني مان ڪڍيو ۽ (مون کي هِن عزت جي مقام تي پهچائي انهيءَ ڪانپوءِ) هُن توهان کي جهنگل(جي علائقي)مان(ڪيي اُن وقت مون وٽ) آندو جڏهن شيطان مون ۾ ۽ منهنجي ڀائرن ۾ ڏقيڙ وجهي ڇڏيو هو.منهنجو رب جنهن سان چاهي ٿو لُطفَ(۽ احسانَ)جو معاملو ڪندو آهي.يقيناً اُهوئي(آهي جيڪو) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو(۽)حڪمت وارو آهي.

رَبِّ قَدۡ اٰتَيۡتَنِىۡ مِنَ الۡمُلۡكِ وَعَلَّمۡتَنِىۡ مِنۡ تَاۡوِيۡلِ الۡاَحَادِيۡثِ ۚ فَاطِرَ السَّمٰوٰتِ

**١٠٢**۔اي منهنجا رب! تو مون کي حڪومت جو هڪ حصو(به)عطا ڪيو آهي ۽ خوابن جي تعبير جو به ڪجهه علم تو مون کي

١۔يعني آجيان ڪرڻ لاءِ ٻاهر وڃي ڪين مليو ۽ انهن جو آڌر ڀاءُ ڪيائين.لفظ ته هي آهن ته ماءُ پيءُ کي پاڻ وٽ جڳهه ڏنائين پر مراد هي آهي ته ٻاهر وڃي ڪين مليو هي اهڙو ئي مثال قيرائي بيان ڪيو ويو آهي جيئن چوندا آهن،نيسارو وهي ٿو،حلانڪ پاڻي وهوندو آهي.نيسارو ته پينو رهندو آهي.

٢۔يعني جيڪو خواب ۾ ڏٺو هئائين ته چنڊ، سج، ۽ تارا منهنجي ڪري سجدو ڪري رهيا آهن. اُها ڳالهه پوري ٿي وئي.۽ اج اوهان ماڻهو منهنجي ملي وڃڻ جي خوشيءَ ۾ الله تعاليٰ کي سجدو ڪري رهيا آهيو.

وَالْاَرْضِ ۣ اَنْتَ وَلِيّٖ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ۚ تَوَفَّنِيْ مُسْلِمًا وَّاَلْحِقْنِيْ بِالصّٰلِحِيْنَ ﴿١٠٢﴾

بخشيو آهي. (اي)آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪرڻ وارا تون(ئي) دنيا ۽ آخرت (ٻنهي)۾ منهنجو مددگار آهين (جڏهن به منهنجي موت جو وقت اچي)موں کي پنهنجي ڪامل فرمانبرداريءَ جي حالت ۾ وفات ڏي ۽ صالحين (جي جماعت)سان ملائي ڇڏ.

ذٰلِكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ الْغَيْبِ نُوْحِيْهِ اِلَيْكَ ۚ وَمَا كُنْتَ لَدَيْهِمْ اِذْ اَجْمَعُوْٓا اَمْرَهُمْ وَهُمْ يَمْكُرُوْنَ ﴿١٠٣﴾

**١٠٣**-(اي اسان جا رسول!)هي(بيان) (١) غيب جي خبرن مان آهي اسان هن کي توتي وحيءَ (جي ذريعي سان ظاهر) ڪيون ٿا ۽ جڏهن انهن(يعني تنهنجي دشمنن تنهنجي خلاف)تدبيرون ڪندي آخر پاڻ ۾ اتفاق ڪيو ته تون(ان وقت)انهن وٽ(موجود نه هئين).

وَمَآ اَكْثَرُ النَّاسِ وَلَوْ حَرَصْتَ بِمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**-۽ ڀلي تون(ڪيترو ئي)چاهين(ته سڀ ماڻهو هدايت حاصل ڪن)اڪثر ماڻهو هرگز ايمان نه آڻيندا.

وَمَا تَسْـَٔلُهُمْ عَلَيْهِ مِنْ اَجْرٍ ۭ اِنْ هُوَ اِلَّا ذِكْرٌ لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿١٠٥﴾ ع

**١٠٥**-۽ تون هن(تبليغ ۽ تعليم) جي متعلق انهن کان ڪوبه اجورو نٿو گهرين.هي ته سڀني جهانن (۽ سڀني ماڻهن)لاءِ سراسر شرف(جو سبب)آهي.

وَكَاَيِّنْ مِّنْ اٰيَةٍ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ يَمُرُّوْنَ عَلَيْهَا وَهُمْ عَنْهَا مُعْرِضُوْنَ ﴿١٠٦﴾

**١٠٦**-۽ آسمانن ۽ زمين ۾ ڪيترائي نشان (موجود)آهن جنهن جي پرسان هي ماڻهو انهن کان منهن موڙيندي لنگهي ويندا آهن.

وَمَا يُؤْمِنُ اَكْثَرُهُمْ بِاللّٰهِ اِلَّا وَهُمْ مُّشْرِكُوْنَ ﴿١٠٧﴾

**١٠٧**-۽ انهن مان اڪثر(ماڻهو)الله تي ايمان نٿا آڻين پر ان حالت ۾ ته اُهي(گڏو)گڏ شرڪ به ڪندا وڃن ٿا.

---

١-يعني هي قصو ناهي پيشگوئي آهي.تو سان به اهڙو ئي واقعو پيش اچڻ وارو آهي جهڙوڪ ٿيو.

اَفَاَمِنُوۡۤا اَنۡ تَاۡتِيَهُمۡ غَاشِيَةٌ مِّنۡ عَذَابِ اللّٰهِ اَوۡ تَاۡتِيَهُمُ السَّاعَةُ بَغۡتَةً وَّهُمۡ لَا يَشۡعُرُوۡنَ ﴿١٠٧﴾

**١٠٧**-تہ ڇا اِهي(ماڻهو)انهيءَ ڳالهہ کان (محفوظ ۽)بي خوف ٿي ويا آهن تہ انهن تي الله جي عذابن مان ڪو سخت عذاب اچي وڃي يا اوچتو انهن تي اُها گهڙي اچي وڃي (جنهنجي اڳ خبر ڏني وئي آهي)۽ انهن کي پتو بہ نہ پوي.

قُلۡ هٰذِهٖ سَبِيۡلِىۡۤ اَدۡعُوۡۤا اِلَى اللّٰهِ ؔ عَلٰى بَصِيۡرَةٍ اَنَا وَمَنِ اتَّبَعَنِىۡ ؕ وَسُبۡحٰنَ اللّٰهِ وَمَاۤ اَنَا مِنَ الۡمُشۡرِكِيۡنَ ﴿١٠٨﴾

**١٠٨**-تون چؤ(تہ) هي منهنجو طريقو(١) آهي مان(تہ)الله ڏانهن سڏيان ٿو ۽ جن(سچيءَ طرح) منهنجي پيروي اختيار ڪئي آهي(مان ۽ اُهي سڀئي)بصيرت(٢) تي قائم آهيون ۽ الله (سيني قسمن جي نقصن کان)پاڪ آهي ۽ مان مشرڪن مان نہ آهيان.

وَمَاۤ اَرۡسَلۡنَا مِنۡ قَبۡلِكَ اِلَّا رِجَالًا نُّوۡحِىۡۤ اِلَيۡهِمۡ مِّنۡ اَهۡلِ الۡقُرٰى ؕ اَفَلَمۡ يَسِيۡرُوۡا فِى الۡاَرۡضِ فَيَنۡظُرُوۡا كَيۡفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ ؕ وَلَدَارُ الۡاٰخِرَةِ خَيۡرٌ لِّلَّذِيۡنَ اتَّقَوۡا ؕ اَفَلَا تَعۡقِلُوۡنَ ﴿١٠٩﴾

**١٠٩**-۽ توکان پهرين (بہ)اسان(ماڻهن جي رهنمائيءَ لاءِ هميشه)انهن ئي(دنيا جي) ڳوٺن جي رهڻ وارن مردن ئي کي جن تي اسان(پنهنجي)وحي نازل ڪندا هئاسون رسالت ڏئي موڪليندا رهيا آهيون تہ ڇا اِهي (ماڻهو)زمين ۾ ناهن گهميا جو ڏسن ها(تہ) جيڪي(ماڻهو)انهن کان پهرين(نبين جا منڪر)هئا انهن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي هئي؟ ۽ آخرت جو گهر انهن ماڻهن لاءِ جن تقويٰ اختيار ڪئي يقيناً وڌيڪ بهتر آهي پوءِ ڇا توهان عقل کان ڪم نٿا وٺو.

---

١-يعني منهنجو طريقو الله تعاليٰ ڏانهن سڏڻ آهي ڏاڍ ڪرڻ ناهي.

٢-يعني هر ڳالهہ کي دليل سان مڃين ٿا خيالي ڍونگ سان ايمان نٿا آڻين.

حَتّٰٓى اِذَا اسْتَيْـَٔسَ الرُّسُلُ وَظَنُّوْٓا اَنَّهُمْ قَدْ كُذِبُوْا جَآءَهُمْ نَصْرُنَا ۙ فَنُجِّيَ مَنْ نَّشَآءُ ۭ وَلَا يُرَدُّ بَاْسُنَا عَنِ الْقَوْمِ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿١١١﴾

**١١١**- ۽ جڏهن ① (هڪ طرف نہ) رسول (انهن جي طرفان) نااميد② ٿي ويا ۽ (ٻئي طرف) انهن (منڪرن) جو(اهو) پختو خيال ٿي ويو تہ انهن سان (وحيءَ جي نالي سان) ڪوڙيون ڳالهيون چيون وڃن ٿيون تہ (انهيءَ وقت) انهن (رسولن) وٽ اسانجي مدد اچي وئي. ۽ جن کي اسان بچائڻ گهريو ٿي (انهن کي) بچايو ويو. ۽ مجرم ماڻهن تان اسان جو عذاب (هرگز) نا هي هٽايو ويندو.

لَقَدْ كَانَ فِيْ قَصَصِهِمْ عِبْرَةٌ لِّاُولِي الْاَلْبَابِ ۭ مَا كَانَ حَدِيْثًا يُّفْتَرٰى وَلٰكِنْ تَصْدِيْقَ الَّذِيْ بَيْنَ يَدَيْهِ وَتَفْصِيْلَ كُلِّ شَيْءٍ وَّهُدًى وَّرَحْمَةً لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿١١٢﴾ ع ١٢

**١١٢**- انهن (ماڻهن) جي ذڪر ۾ عقل مندن لاءِ هڪ عبرت (جو نمونو موجود) آهي. هيءَ اهڙي ڳالهہ (هرگز) نہ آهي جيڪا (پنهنجي طرفان) گهڙي وئي هجي. پر (اها) پاڻ کان پهرين (ڪلام الٰهي جي پيشگوين) کي ڪامل طور تي پورو ڪرڻ واري آهي ۽ هر ڳالهہ جي پوري تفصيل بيان ڪرڻ واري آهي ۽ جيڪي ماڻهو ايمان آڻيندا آهن انهن جي لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي.

---

١- هي حتّٰى شروعاتي آهي جنهن جي معنيٰ "۽" جي هوندي آهي ۽ اُها ئي معنيٰ اسان ڪئي آهي.

٢- ڪي مفسر لکن ٿا تہ جڏهن رسول خدائي عذابن کان نااميد ٿي ويا. پر اسان هي ترجمو ڪيو آهي تہ جڏهن رسول ماڻهن جي ايمان آڻڻ کان نااميد ٿي ويا ۽ ڪافرن بہ يقين ڪري ورتو تہ انهن سان ڪوڙ ڳالهايو ٿو وڃي. يعني جيڪو ٻڌايو ٿو وڃي وحي الٰهي نا هي بلڪ رسول جون پنهنجون گهڙيل ڳالهيون آهن.

سُوْرَةُ الرَّعْدِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اَرْبَعٌ وَّ اَرْبَعُوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت رعد ـ هي سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون چوئيتاليهه آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ⓵

١ـ(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

الٓمّٓرٰ ۚ تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ ؕ وَالَّذِيْٓ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ الْحَقُّ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يُؤْمِنُوْنَ ⓶

٢ـمان⓵ اللّٰـه جاڻڻ وارو ۽ ڏسڻ وارو آهيان. هي ڪامل ڪتاب جون آيتون آهن. ۽ جيڪو ڪلام توتي تنهنجي رب جي طرفان لاٿو ويو آهي.اهو بلڪل حق آهي پر اڪثر ماڻهو ايمان نٿا آڻين.

اَللّٰهُ الَّذِيْ رَفَعَ السَّمٰوٰتِ بِغَيْرِ عَمَدٍ تَرَوْنَهَا ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ؕ كُلٌّ يَّجْرِيْ لِاَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ يُدَبِّرُ الْاَمْرَ يُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ لَعَلَّكُمْ بِلِقَآءِ رَبِّكُمْ تُوْقِنُوْنَ ⓷

٣ـاللّٰه اهو آهي جنهن آسمانن کي بنا ٿنڀن جي بلند ڪيو آهي. جيئن توهان ڏسي ئي رهيا آهيو(۽)پوءِ اهو عرش تي قائم ٿيو آهي ۽ سج ۽ چنڊ کي انهيءَ (توهان جي) خدمت تي لڳائي ڇڏيو آهي(سو) هر هڪ (سيارو) هڪ مقرر ميعاد تائين (پنهنجي گردش جي مطابق) هلي رهيو آهي.اهو(اللّٰه) هر امر جو انتظام ڪري ٿو(۽)پنهنجي آيتن کي کولي بيان ڪري ٿو انهيءَ لاءِ ته توهان(ماڻهو) پنهنجي رب سان ملڻ جو يقين رکو.

وَهُوَ الَّذِيْ مَدَّ الْاَرْضَ وَجَعَلَ فِيْهَا

٤ـ۽ اهو ئي آهي جنهن زمين کي پکيڙيو آهي ۽ انهيءَ ۾ مضبوطيءَ سان بيٺل جبل ۽

١ـتفصيل لاءِ ڏسو سورت بقره آيت ٢ نوٽ نمبر ١.

رَوَاسِيَ وَاَنْهٰرًا ؕ وَمِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ جَعَلَ فِيْهَا زَوْجَيْنِ اثْنَيْنِ يُغْشِى الَّيْلَ النَّهَارَ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿٤﴾

(پڻ) درياءَ بڻايا آهن ۽ انهيءَ ۾ سڀني (قسمن جي) ميون مان ٻئي قسم (يعني نر ۽ ماد) بڻايا آهن. اهو رات کي ڏينهن تي آڻي ٿو. جيڪي ماڻهو سوچين ٿا انهن لاءِ (بنا شڪ ۽ شبهي جي) انهيءَ (ڳالهه) ۾ ڪيترا نشان (ليَن) ٿا.

وَفِى الْاَرْضِ قِطَعٌ مُّتَجٰوِرٰتٌ وَّجَنّٰتٌ مِّنْ اَعْنَابٍ وَّزَرْعٌ وَّنَخِيْلٌ صِنْوَانٌ وَّغَيْرُ صِنْوَانٍ يُّسْقٰى بِمَآءٍ وَّاحِدٍ ۫ وَنُفَضِّلُ بَعْضَهَا عَلٰى بَعْضٍ فِى الْاُكُلِ ؕ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ ﴿٥﴾

**٥**-۽ زمين ۾ هڪ ٻئي جي ويجهو ڪيترن (قسمن جا) ٽڪرا آهن ۽ ڪيترن ئي قسمن جا انگورن جا باغ ۽ (ڪيترن قسمن جي) پوک ۽ (نموني نموني جا) کجيءَ جا وڻ (جن مان ڪي) هڪ هڪ پاڙ مان ڪيترائي نڪرڻ وارا (هوندا آهن) ۽ (ڪي) هڪ هڪ پاڙ مان ڪيترن ئي نڪرڻ وارن جي خلاف (هڪ ئي ٽُڙَ وارا هوندا) آهن جن کي هڪ ئي (طرح جي) پاڻيءَ سان سيراب ڪيو ويندو آهي ۽ (باوجود انهيءَ جي) ميوي جي لحاظ کان اسان انهن مان ڪن (وڻن) کي ڪن تي فضيلت ڏيندا آهيون. انهيءَ ۾ به انهن ماڻهن لاءِ جيڪي عقل کان ڪم وٺن ٿا ڪيترائي نشان (موجود) آهن.

وَاِنْ تَعْجَبْ فَعَجَبٌ قَوْلُهُمْ ءَاِذَا كُنَّا تُرٰبًا ءَاِنَّا لَفِىْ خَلْقٍ جَدِيْدٍ ۬ؕ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِرَبِّهِمْ ۚ وَاُولٰٓئِكَ الْاَغْلٰلُ فِىْٓ اَعْنَاقِهِمْ ۚ وَاُولٰٓئِكَ

**٦**-۽ (اي مخاطب!) جيڪڏهن توکي (انهن حق جي منڪرن تي) تعجب ٿئي ته (اِهو صحيح آهي ڇو جو) انهن جو (اهو) چوڻ (ته) ڇا جڏهن اسان مري مٽي ٿي ويندا سين ته اسان کي واقعي (وري) ڪنهن نئين جنم

اَصۡحٰبُ النَّارِ ۚ هُمۡ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ۝٦

۾ اچڻو پوندو. تنهنجي ڳالھ کان ٻہ وڌيڪ عجيب ڳالھ آهي ھِي اهي ماڻھو آهن جن پنهنجي رب جو انڪار ڪري ڇڏيو آهي ۽ ھِي اهي ماڻھو آهن جن جي ڳچين ۾ ڳَٽَ (پيل) هوندا.۽ اُهي (ماڻھو دوزخ جي)باھ (۾ پوڻ) وارا آهن ۽ اُهي انهيءَ ۾ رهندا ايندا.

وَيَسۡتَعۡجِلُوۡنَكَ بِالسَّيِّئَةِ قَبۡلَ الۡحَسَنَةِ وَقَدۡ خَلَتۡ مِنۡ قَبۡلِهِمُ الۡمَثُلٰتُ ؕ وَاِنَّ رَبَّكَ لَذُوۡ مَغۡفِرَةٍ لِّلنَّاسِ عَلٰى ظُلۡمِهِمۡ ۚ وَاِنَّ رَبَّكَ لَشَدِيۡدُ الۡعِقَابِ ۝٧

٧-۽ اُهي سزا کي نيڪ جزا کان وڌيڪ جلد اَچڻ جو، توکان مطالبو ڪري رهيا آهن جڏنهن تہ انهن کان پهريائين(اهڙن ماڻهن تي)ڪيترن(قسمن جا)عبرتناڪ عذاب اچي چڪا آهن ۽ تنهنجو رب ماڻهن کي انهن جي ظلم جي باوجود(بہ)سواءِ شڪ ۽ شبهي جي (گهڻو)بخشڻ وارو آهي ۽ (اهڙيءَ طرح) تنهنجو رب يقيناً سخت سزا ڏيڻ وارو(بہ) آهي.

وَيَقُوۡلُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَوۡلَاۤ اُنۡزِلَ عَلَيۡهِ اٰيَةٌ مِّنۡ رَّبِّهٖ ؕ اِنَّمَاۤ اَنۡتَ مُنۡذِرٌ وَّلِكُلِّ قَوۡمٍ هَادٍ ۝٨

ع ٨

٨-۽ جن ماڻهن انڪار ڪيو آهي اهي چون ٿا(تہ) هن(شخص)تي انهيءَ جي رب جي طرفان ڪو نشان ڇونہ لاٿو ويو(جڏنهن تہ) تون صرف آگاھ(۽ هوشيار)ڪرڻ وارو آهين ۽ هر هڪ قوم جي لاءِ(خدا جي طرفان) هڪ رهنما(موڪليو ويو)آهي.

اَللّٰهُ يَعۡلَمُ مَا تَحۡمِلُ كُلُّ اُنۡثٰى وَمَا تَغِيۡضُ الۡاَرۡحَامُ وَمَا تَزۡدَادُ ؕ وَكُلُّ شَىۡءٍ عِنۡدَهٗ

٩- اللّٰه(خوب) ڄاڻي ٿو انهيءَ کي (بہ) جيڪو هر مادي کڻندي آهي ۽ جنهن کي رحمَ ناقص ڪري(ڪيرائي)ڇڏيندا آهن۽ (انهيءَ

بِمِقْدَارٍ ﴿٩﴾

ڪي به) جنهن ڪي اهي وڌائيندا آهن. ۽ هر هڪ شئي انهيءَ وٽ ضرورت جي مطابق موجود آهي.

عٰلِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ الْكَبِيْرُ الْمُتَعَالِ ﴿١٠﴾

**١٠**-اهو غائب ۽ حاضر(بنهي) ڪي ڄاڻڻ وارو آهي. وڏي مرتبي وارو(۽) وڏي شان وارو آهي.

سَوَآءٌ مِّنْكُمْ مَّنْ اَسَرَّ الْقَوْلَ وَمَنْ جَهَرَ بِهٖ وَمَنْ هُوَ مُسْتَخْفٍۭ بِالَّيْلِ وَسَارِبٌۢ بِالنَّهَارِ ﴿١١﴾

**١١**- جيڪو توهان مان ڳالهه لڪائي ٿو ۽ اهو به جيڪو انهيءَ ڪي ظاهر ڪري ٿو (انهيءَ جي علم جي لحاظ سان بئي)برابر آهن. پڻ اهو به جيڪو رات جو لڪي رهي ٿو ۽ جيڪو ڏينهن جو هلي ٿو.

لَهٗ مُعَقِّبٰتٌ مِّنْۢ بَيْنِ يَدَيْهِ وَمِنْ خَلْفِهٖ يَحْفَظُوْنَهٗ مِنْ اَمْرِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُغَيِّرُ مَا بِقَوْمٍ حَتّٰى يُغَيِّرُوْا مَا بِاَنْفُسِهِمْ ؕ وَاِذَآ اَرَادَ اللّٰهُ بِقَوْمٍ سُوْٓءًا فَلَا مَرَدَّ لَهٗ ۚ وَمَا لَهُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ مِنْ وَّالٍ ﴿١٢﴾

**١٢**-انهيءَ① جي طرفان هن(رسول)جي اڳيان به ۽ انهيءَ جي پنيان به( هڪ ٻئي سان گڏو گڏ)اچڻ واري(ملائڪن جي) هڪ جماعت (حفاظت جي لاءِ) مقرر آهي.جيڪا اللّٰه جي حڪم سان انهيءَ جي حفاظت ڪري رهي آهي. اللّٰه ڪڏهن به ڪنهن قوم جي حالت ڪي نٿو بدلي جيستائين اها پنهنجي اندروني حالت ڪي نه بدلائي② ۽ جڏهن اللّٰه ڪنهن قوم جي متعلق عذاب جو فيصلو ڪري وٺي ٿو ته انهيءَ (عذاب)ڪي هٽائڻ وارو ڪو نه هوندو آهي ۽ انهيءَ ڪانسواءِ انهن جو ٻيو ڪو (به) مددگار نٿو(ٿي سگهي).

١ ـ يعني خدا تعاليٰ جي طرفان.

٢ ـ تشريح لاءِ ڏسو سورت الانفال نوت آيت نمبر ٥٣.

هُوَ الَّذِيْ يُرِيْكُمُ الْبَرْقَ خَوْفًا وَّطَمَعًا وَّيُنْشِئُ السَّحَابَ الثِّقَالَ ﴿١٣﴾

**١٣ـ** اُهو ئي آهي جيڪو توهان کي بجليءَ (جو چمڪو) ڏيکاريٿو.خوف جي لاءِ(به)۽ اميد جي لاءِ(به)۽ ڳرا ڪڪر ڪٺي ٿو.

وَيُسَبِّحُ الرَّعْدُ بِحَمْدِهٖ وَالْمَلٰٓئِكَةُ مِنْ خِيْفَتِهٖ ۚ وَيُرْسِلُ الصَّوَاعِقَ فَيُصِيْبُ بِهَا مَنْ يَّشَآءُ وَهُمْ يُجَادِلُوْنَ فِي اللّٰهِ ۚ وَهُوَ شَدِيْدُ الْمِحَالِ ﴿١٤﴾

**١٤ـ**۽ گجگوڙ① انهيءَ جي تعريف سان گڏو (گڏ) انهيءَ جي پاڪائيءَ جو اظهار به ڪري ٿي ۽ فرشتا به انهيءَ جي خوف جي سببان (ائين ئي ڪن ٿا) ۽ ڪڙڻ واريون ڪنوڻيون به موڪلي ٿو. پوءِ جن تي گهري ٿو انهن تي ڪيرائي ٿو۽ اهي الله جي باري ۾ تڪرار ڪري رهيا آهن جيتوڻيڪ اهو سخت عذاب ڏيڻ وارو آهي.

لَهٗ دَعْوَةُ الْحَقِّ ۭ وَالَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ لَا يَسْتَجِيْبُوْنَ لَهُمْ بِشَيْءٍ اِلَّا كَبَاسِطِ كَفَّيْهِ اِلَى الْمَآءِ لِيَبْلُغَ فَاهُ وَمَا هُوَ بِبَالِغِهٖ ۭ وَمَا دُعَآءُ الْكٰفِرِيْنَ اِلَّا فِيْ ضَلٰلٍ ﴿١٥﴾

**١٥ـ** اَنڌَ ترُ نياپو اُنهيءَ جو آهي. ۽ جن کي اهي اُنهيءَ کان سواءِ پڪارين ٿا. اُهي اُنهن (جي دعا)جو ڪو به جواب نٿا ڏين(ها)پر② (انهن جو فعل)اهڙي (شخص)وانگر آهي جيڪو پنهنجا ٻئي هٿ پاڻيءَ ڏانهن ڊگهيري رهيو هجي.انهيءَ لاءِ ته اُهو سندس وات تائين پهچي وڃي پر اُهو(پاڻي)هنَ تائين ڪڏهن نه پهچندو ۽ ڪافرن جي (رَڙ ۽) پڪارَ ضائع ٿي ويندي.

وَلِلّٰهِ يَسْجُدُ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ

**١٦ـ**۽ جيڪي(وجود)آسمانن ۾ آهن يا زمين

١ـمفسر چون ٿا ته رعد هڪ فرشتي جو نالو آهي پر هي غلط آهي.خود بجلي به موجود حال سان خداتعاليٰ جي تسبيح ۽ حمد ڪندي آهي ان ڪري هرو ڀرو فرشتن کي وچ ۾ گهڙڻ جي ضرورت نه هئي.

٢ـهتي استثناء منقطع آهي جنهن جي مطابق ترجمو ڪيو ويو آهي.

طَوْعًا وَّ كَرْهًا وَّ ظِلٰلُهُمْ بِالْغُدُوِّ وَالْاٰصَالِ ﴿١٦﴾

قُلْ مَنْ رَّبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ قُلِ اللّٰهُ ؕ قُلْ اَفَاتَّخَذْتُمْ مِّنْ دُوْنِهٖۤ اَوْلِيَآءَ لَا يَمْلِكُوْنَ لِاَنْفُسِهِمْ نَفْعًا وَّلَا ضَرًّا ؕ قُلْ هَلْ يَسْتَوِى الْاَعْمٰى وَالْبَصِيْرُ ۙ اَمْ هَلْ تَسْتَوِى الظُّلُمٰتُ وَالنُّوْرُ ۚ اَمْ جَعَلُوْا لِلّٰهِ شُرَكَآءَ خَلَقُوْا كَخَلْقِهٖ فَتَشَابَهَ الْخَلْقُ عَلَيْهِمْ ؕ قُلِ اللّٰهُ خَالِقُ كُلِّ شَىْءٍ وَّهُوَ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ ﴿١٧﴾

۾ آهن ۽ انهن جا پاچا به سَرَهَا تي يا اَرَهَا تي (هر) صبح ۽ شام① اللّٰه کي ئي سجدو ② ڪندا آهن.

١٧-تون انهن کي چؤ (ته ٻڌايو) آسمانن ۽ زمين جو رب ڪير آهي؟ (انهيءَ جو جواب اهي ته چا ڏيندا) تون (پاڻ ئي) چؤ (ته) اللّٰه (۽ پوءِ تون انهن کي) چؤ چا پوءِ (به) توهان انهيءَ کان سواءِ (پنهنجا) اهڙا مددگار تجويز ڪري رکيا آهن جيڪي خود پنهنجي لاءِ (به) ڪنهن نفعي (کي حاصل ڪرڻ) جي طاقت نٿا رکن ۽ نه ڪنهن نقصان کي روڪڻ جي (۽ انهن کي) چؤ ته چا انڌو ۽ سڄو برابر (ٿي سگهي) ٿو؟ يا چا اونداهي ۽ روشني برابر (ٿي سگهي) ٿي؟ چا انهن اللّٰه جا اهڙا شريڪ تجويز ڪيا آهن جن انهيءَ وانگر (ڪا) مخلوق پيدا ڪئي آهي. جنهن جي سببان (انهيءَ جي ۽ پين جي) مخلوق انهن لاءِ شڪّي ٿي وئي آهي تون اُنهن کي چؤ (ته) اللّٰه (ئي) هر شيءِ جو خالق آهي ۽ اهو ڪامل طور تي اڪيلو (۽ هر شيءِ تي) ڪامل اختيار رکڻ وارو آهي.

١-عربيءَ جي لفظ جو ترجمو ”شامون“ آهي پر اڙدوءَ ۾ واحد ئي ترجمو ٿي سگهي ٿو ان ڪري ترجمو واحد ئي ڪيو ويو آهي.

٢-هي مطلب ناهي ته انسان وانگر سجدو ڪندا آهن. بلڪ سجدي جي معنيٰ فرمانبرداريءَ جي هوندي آهي. ۽ آيت جو هي مطلب آهي ته صبح ۽ شام سڀ ڪائنات قدرت جي قانون جي فرمانبرداريءَ ۾ رُڌل آهي.

اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَسَالَتْ اَوْدِيَةٌۢ بِقَدَرِهَا فَاحْتَمَلَ السَّيْلُ زَبَدًا رَّابِيًا ؕ وَمِمَّا يُوْقِدُوْنَ عَلَيْهِ فِي النَّارِ ابْتِغَآءَ حِلْيَةٍ اَوْ مَتَاعٍ زَبَدٌ مِّثْلُهٗ ؕ كَذٰلِكَ يَضْرِبُ اللّٰهُ الْحَقَّ وَالْبَاطِلَ ۬ؕ فَاَمَّا الزَّبَدُ فَيَذْهَبُ جُفَآءً ۚ وَاَمَّا مَا يَنْفَعُ النَّاسَ فَيَمْكُثُ فِي الْاَرْضِ ؕ كَذٰلِكَ يَضْرِبُ اللّٰهُ الْاَمْثَالَ ؕ﴿۱۸﴾

**١٨**-هُنَ آسمان مان ڪجهه پاڻي لاٿو پوءِ (انهيءَ مان) ڪئي واديون پنهنجي (پنهنجي) گنجائش جي مطابق وهي هليون، ۽ انهيءَ سيلاب مٿي اچي وڃڻ واري گجيءَ کي کڻي ورتو ۽ جنهن (ڌاتو ءَ) کي اهي ڪنهن زيور يا ٻئي ڪنهن گهرو استعمال جي سامان ٺاهڻ لاءِ باهه ۾ تپائيندا آهن ان ۾ (به) انهيءَ (سيلاب) جهڙي هڪ گجي (هوندي) آهي اهڙيءَ طرح الله حق ۽ باطل (جي فرق) کي بيان ڪري ٿو. پوءِ گجي ته اجائي تباهه ٿي ويندي آهي، ۽ جيڪا شئي ماڻهن کي نفعو ڏيڻ واري هوندي آهي اُها زمين ① ۾ قائم رهندي آهي. الله سڀني ڳالهين کي اهڙيءَ طرح (کولي) بيان ڪندو ② آهي.

لِلَّذِيْنَ اسْتَجَابُوْا لِرَبِّهِمُ الْحُسْنٰى ؕ وَالَّذِيْنَ لَمْ يَسْتَجِيْبُوْا لَهٗ لَوْ اَنَّ لَهُمْ مَّا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا وَّمِثْلَهٗ مَعَهٗ لَافْتَدَوْا بِهٖ ؕ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ سُوْٓءُ الْحِسَابِ ۬ؕ وَمَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؕ وَبِئْسَ الْمِهَادُ ﴿۱۹﴾

**١٩**-جن پنهنجي رب جو چيو مڃيو انهن لاءِ ڪاميابي آهي ۽ جن هُن جو چوڻ نه مڃيو (انهن جي اها حالت ٿيندي ته) جيڪي به ڪي زمين ۾ آهي جيڪڏهن (سجو) انهن جو هجي ها ۽ انهيءَ جي برابر ٻيو به، ته اهي انهيءَ سڄي مال کي ڏئي (پنهنجي پاڻ کي عذاب کان) ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪن ها انهن لاءِ بري انجام وارو حساب (مقدر) آهي ۽ انهن جو ٺڪاڻو جهنم آهي ۽ اُهو رهڻ جي لحاظ

١- يعني الله تعاليٰ جون آزمائشون اچڻ جي نتيجي ۾ جيڪي ڪارائتا وجود هوندا، اُهي باقي رهجي ويندا ۽ جيڪي ماڻهو بيڪار ۽ خبيث هوندا، ڪٽي ڦٽاڪيا ويندا يعني برباد ڪيا ويندا.

٢- يعني الله تعاليٰ حق ۽ باطل ۾ دليل سان به ۽ عمل سان به فرق ڪري ڏيکاريندو آهي.

اَفَمَنْ يَّعْلَمُ اَنَّمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ الْحَقُّ كَمَنْ هُوَ اَعْمٰى ؕ اِنَّمَا يَتَذَكَّرُ اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿۲۰﴾

الَّذِيْنَ يُوْفُوْنَ بِعَهْدِ اللّٰهِ وَلَا يَنْقُضُوْنَ الْمِيْثَاقَ ﴿۲۱﴾

وَالَّذِيْنَ يَصِلُوْنَ مَآ اَمَرَ اللّٰهُ بِهٖٓ اَنْ يُّوْصَلَ وَيَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ وَيَخَافُوْنَ سُوْٓءَ الْحِسَابِ ﴿۲۲﴾

وَالَّذِيْنَ صَبَرُوا ابْتِغَآءَ وَجْهِ رَبِّهِمْ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاَنْفَقُوْا مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً وَّيَدْرَءُوْنَ بِالْحَسَنَةِ السَّيِّئَةَ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ عُقْبَى الدَّارِ ﴿۲۳﴾

جَنّٰتُ عَدْنٍ يَّدْخُلُوْنَهَا وَمَنْ صَلَحَ مِنْ اٰبَآئِهِمْ وَاَزْوَاجِهِمْ وَذُرِّيّٰتِهِمْ

سان تمام بري (جڳهه) آهي.

**٢٠**-جيڪو شخص ڄاڻي ٿو ته جيڪو (ڪلام) تنهنجي رب جي طرفان توڏانهن لاٿو ويو آهي اهو بلڪل حق آهي ڇا اهو انهيءَ شخص جهڙو (ٿي سگهي) ٿو جيڪو انڌو آهي (نه، ڇو جو) عقل رکڻ وارا ئي نصيحت حاصل ڪندا آهن.

**٢١**-اهڙا ماڻهو جيڪي الله (سان ڪيل) عهد کي پورو ڪندا آهن ۽ انهيءَ پڪي واعدي کي ناهن ٽوڙيندا.

**٢٢**-۽ جيڪي (ماڻهو) انهن تعلقات کي هميشه قائم رکن ٿا جن جي قائم رکڻ جو الله حڪم ڏنو آهي ۽ پنهنجي رب کان ڊڄن ٿا ۽ بري (پڇاڙيءَ واري) حساب کان خوف رکن ٿا.

**٢٣**-۽ جن پنهنجي رب جي رضا جي طلب ۾ ثابت قدميءَ کان ڪم ورتو آهي ۽ نماز کي عمدگيءَ سان ادا ڪيو آهي ۽ جيڪي ڪي اسان انهن کي ڏنو آهي انهيءَ مان لڪائي (به) ۽ ظاهر (به اسان جي واٽ ۾) خرچ ڪيو آهي ۽ (جيڪي) بديءَ کي نيڪيءَ جي ذريعي پري ڪندا (رهندا) آهن، اُنهن لاءِ ئي هن گهرجي بهترين پڇاڙي (مقدر) آهي.

**٢٤**- يعني مستقل رهائش جا باغَ جن ۾ اُهي خود (به) داخل ٿيندا ۽ انهن جي وڏن ۽ انهن جي زالن ۽ انهن جي نسلن مان

وَالْمَلٰٓئِكَةُ يَدْخُلُوْنَ عَلَيْهِمْ مِّنْ كُلِّ بَابٍ ﴿٢٤﴾

۽.(اُهي ماڻهو)جن نيڪي اختيار ڪئي هوندي (انهيءَ ۾ داخل ٿيندا)۽ فرشتا هر دروازي مان انهن وٽ ايندا.

سَلٰمٌ عَلَيْكُمْ بِمَا صَبَرْتُمْ فَنِعْمَ عُقْبَى الدَّارِ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-(۽ چوندا) توهان لاءِ سلامتي آهي جو جو توهان ثابت قدم رهيا پوءِ(هاڻي ڏسو ته توهان جي لاءِ)هن گهرجي ڪهڙي نه سٺي پڇاڙي آهي.

وَالَّذِيْنَ يَنْقُضُوْنَ عَهْدَ اللّٰهِ مِنْۢ بَعْدِ مِيْثَاقِهٖ وَيَقْطَعُوْنَ مَآ اَمَرَ اللّٰهُ بِهٖٓ اَنْ يُّوْصَلَ وَيُفْسِدُوْنَ فِي الْاَرْضِ اُولٰٓئِكَ لَهُمُ اللَّعْنَةُ وَلَهُمْ سُوْٓءُ الدَّارِ ﴿٢٦﴾

**٢٦**- ۽ جيڪي اللّٰه(سان ڪيل)پڪي واعدي کي پڪي انجام کان پوءِ ٽوڙين ٿا ۽ جنهن تعلق جي قائم ڪرڻ جو اللّٰه حڪم ڏنو هو انهيءَ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪن ٿا ۽ زمين ۾ فساد ڪن ٿا انهن لاءِ (اللّٰه جي طرفان) لعنت مقدر آهي ۽ انهن لاءِ هڪ برو گهر (به)مقرر آهي.

اَللّٰهُ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيَقْدِرُ وَفَرِحُوْا بِالْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَمَا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا فِي الْاٰخِرَةِ اِلَّا مَتَاعٌ ﴿٢٧﴾

**٢٧**-اللّٰه جنهن لاءِ پسند ڪريٿو(انهيءَ لاءِ) رزق کي ڪشادو ڪري ڇڏي ٿو ۽ (جنهن لاءِ چاهي ٿو انهيءَ جي لاءِ)تنگ ڪري ڇڏي ٿو ۽ اِهي(ماڻهو) هن دنياوي زندگيءَ تي(ئي)خوش ٿي ويا آهن.جڏنهن تہ اِها دنياوي زندگي آخرت جي مقابلي ۾ رڳو هڪ وقتي سامان آهي.

وَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْهِ اٰيَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ قُلْ اِنَّ اللّٰهَ يُضِلُّ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْٓ اِلَيْهِ مَنْ اَنَابَ ﴿٢٨﴾

**٢٨**-۽ جن ماڻهن (تنهنجو) انڪار ڪيو آهي ۽ اهي چون ٿا ته هِنَ تي انهيءَ جي رب جي طرف کان ڪو نشان ڇونہ لاٿو ويو. تون چؤ اللّٰه جنهن کي چاهي ٿو تباهہ ڪري ڇڏي ٿو ۽ جيڪو (انهيءَ ڏانهن)مائل

ٿئي انهيءَ جي پاڻ ڏانهن رهنمائي ڪندو آهي.

اَلَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَتَطۡمَٮِٕنُّ قُلُوۡبُهُمۡ بِذِكۡرِ اللّٰهِ ؕ اَلَا بِذِكۡرِ اللّٰهِ تَطۡمَٮِٕنُّ الۡقُلُوۡبُ ؕ﴿۲۹﴾

**٢٩-** يعني جن ايمان آندو هجي ۽ انهن جون دليون الله جي ياد سان اطمينان حاصل ڪنديون هجن(انهن کي هدايت ڏئي ٿو) پوءِ سمجهو تہ الله جي يادگيريءَ ئي سان دليون اطمينان حاصل ڪن ٿيون.

اَلَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ طُوۡبٰى لَهُمۡ وَحُسۡنُ مَاٰبٍ ﴿۳۰﴾

**٣٠-** جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ انهن نيڪ (۽ مناسب حال) عمل ڪيا آهن انهن جي لاءِ (وڏي)رِيس جي لائق حالت ۽ بهترين واپسيءَ جي جڳهہ (مقدر) آهي.

كَذٰلِكَ اَرۡسَلۡنٰكَ فِىۡۤ اُمَّةٍ قَدۡ خَلَتۡ مِنۡ قَبۡلِهَاۤ اُمَمٌ لِّتَتۡلُوَا۟ عَلَيۡهِمُ الَّذِىۡۤ اَوۡحَيۡنَاۤ اِلَيۡكَ وَهُمۡ يَكۡفُرُوۡنَ بِالرَّحۡمٰنِ ؕ قُلۡ هُوَ رَبِّىۡ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ عَلَيۡهِ تَوَكَّلۡتُ وَاِلَيۡهِ مَتَابِ ﴿۳۱﴾

**٣١-** اهڙي (قسم جي پيچاڙي حاصل ڪرڻ) لاءِ اسان توکي هڪ اهڙي قوم ۾ جنهن کان پهرئين ڪيتريون ئي قومون(اچڻ واري جي واٽ ڏسندي)گذري چڪيون هيون موڪليو آهي انهيءَ لاءِ تہ جيڪو (ڪلام) اسان تنهنجي طرف وحي ڪيو آهي تون اهو انهن کي پڙهي ٻڌائين ڇو جو اهي رحمان (جي بخشش)جو انڪار ڪري رهيا آهن تون چئہ هوُ منهنجو رب آهي انهيءَ کان سواءِ ڪو معبود ڪونهي انهيءَ تي مون ڀروسو ڪيو آهي ۽ انهيءَ ڏانهن هر گهڙي منهنجو لاڙو آهي.

وَلَوۡ اَنَّ قُرۡاٰنًا سُيِّرَتۡ بِهِ الۡجِبَالُ اَوۡ

**٣٢-** ۽ جيڪڏهن ڪو اهڙو قرآن هجي جنهن جي ذريعي (نشان طور)جبلن کي

قُطِّعَتْ بِهِ الْاَرْضُ اَوْ كُلِّمَ بِهِ الْمَوْتٰى ؕ بَلْ لِّلّٰهِ الْاَمْرُ جَمِيْعًا ؕ اَفَلَمْ يَايْـَٔسِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَنْ لَّوْ يَشَآءُ اللّٰهُ لَهَدَى النَّاسَ جَمِيْعًا ؕ وَلَا يَزَالُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا تُصِيْبُهُمْ بِمَا صَنَعُوْا قَارِعَةٌ اَوْ تَحُلُّ قَرِيْبًا مِّنْ دَارِهِمْ حَتّٰى يَاْتِيَ وَعْدُ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُخْلِفُ الْمِيْعَادَ ﴿٣١﴾ ع

(انهن جي جڳهہ ڪان هٽائي) هلايو ويو هجي يا انهيءَ جي ذريعي زمين کي ٽُڪر (ٽُڪر) ڪيو ويو هجي يا انهيءَ جي ذريعي مُردن سان ڳالهيون ڪيون ويون هجن (تہ ڇا هي ماڻهو انهيءَ تي ايمان آڻيندا؟ هرگز نہ) پر (ايمان آڻڻ جو) فيصلو پوريءَ طرح اللّٰه جي هٿ ۾ آهي. ڇا جن (ماڻهن) ايمان آندو آهي انهن کي (اجا تائين) معلوم ① نہ ٿيو آهي تہ جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها تہ سيني ماڻهن کي هدايت ڏئي ڇڏي ها ۽ (اي رسول!) جن ماڻهن تنهنجو انڪار ڪيو آهي انهن جي انهيءَ عمل جي سببان هميشه ڪا (نہ ڪا) سخت آفت انهن تي ايندي رهندي ② يا انهن جي گهرجي ويجهو نازل ٿيندي رهندي ايستائين جو اللّٰه جو (آخري) واعدو (يعني فتح مڪہ ③) اچي ويندو. اللّٰه انهيءَ واعدي جي خلاف هرگز نہ ڪندو.

وَلَقَدِ اسْتُهْزِئَ بِرُسُلٍ مِّنْ قَبْلِكَ فَاَمْلَيْتُ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا ثُمَّ اَخَذْتُهُمْ ۫

**٣٣**۔ ۽ توکان پهرين رسولن سان (بہ) ٺٺول ڪئي وئي هئي جنهن تي مون انهن ماڻهن کي جن انڪار ڪيو هو (ڪجهہ عرصي

١۔ قرآن مجيد ۾ يَـايْـَٔسُ جو لفظ آهي جنهن جي عام معنيٰ مايوس ٿيڻ جي هوندي آهي. پر هڪ معنيٰ ڄاڻڻ جي بہ هوندي آهي (ڏسو اقرب) اِهائي اٿ ڄاتل معنيٰ هن جڳهہ لڳي ٿي.

٢۔ يعني بار بار تنهنجو لشڪر مڪي ڏانهن وڃندو ۽ ان جي ويجهڙائيءَ تائين وڃندو رهندو.

٣۔ يعني ڪافرن تي عذابن جي مٿان عذاب ايندا ۽ لشڪر جي مٿان لشڪر ڪاهہ ڪندو. ۽ آخري لشڪر سندن گهرن جي پر سان وڃي لهندو. يعني مڪي تي حملو ٿيندو.

فَكَيْفَ كَانَ عِقَابِ ﴿٣٣﴾

لاءِ) ڍَرَ ڏني پوءِ مون انهن کي تباھ ڪري ڇڏيو. ھاڻي ڏسو منهنجي سزا ڪھڙي (سخت) ھئي.

اَفَمَنْ هُوَ قَآىِٕمٌ عَلٰى كُلِّ نَفْسٍۢ بِمَا كَسَبَتْ ۚ وَجَعَلُوْا لِلّٰهِ شُرَكَآءَ ؕ قُلْ سَمُّوْهُمْ ؕ اَمْ تُنَبِّـُٔوْنَهٗ بِمَا لَا يَعْلَمُ فِى الْاَرْضِ اَمْ بِظَاهِرٍ مِّنَ الْقَوْلِ ؕ بَلْ زُيِّنَ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا مَكْرُهُمْ وَصُدُّوْا عَنِ السَّبِيْلِ ؕ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ هَادٍ ﴿٣٤﴾

**٣٤**-تہ ڇا اُھو(خدا)جيڪو ھرھڪ شخص جي عملن تي نگھبان آھي (انھن کان نہ پڇندو) ۽ انهن تہ الله جا ڪيترائي شريڪ (بہ)بڻائي(ڇڏيا)آھن(انھن کي)چؤ توھان انھن(بناوتي خدائن)جا نالا(تہ)ٻڌايو. يا ڇا توھان(ماڻھو) ھن(خدا)کي ڪا اھڙي ڳالھہ ٻڌائيندؤ جيڪا زمين تي موجود تہ آھي پرھُو (انھيءَ کي)نٿو ڄاڻي. يا توھان صرف زبان سان اھي ڳالھيون ڪيو ٿا پر جن ماڻھن انڪار ڪيو آھي انھن کي انھن جي (پنھنجي ئي) ڏوڪي بازي خوبصورت (شڪل ۾) ڏيکاري وئي آھي ۽ انھن کي صحيح رستي کان ھٽايو ويو آھي ۽ جنھن کي الله تباھ ڪري انھيءَ کي واٽ ڏيکارڻ وارو ڪو نٿو(ملي سگھي).

لَهُمْ عَذَابٌ فِى الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَلَعَذَابُ الْاٰخِرَةِ اَشَقُّ ۚ وَمَا لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ وَّاقٍ ﴿٣٥﴾

**٣٥**-انھن لاءِ ھڪ عذاب(تہ) ھن دنياوي زندگيءَ ۾(ئي مقدر) آھي ۽ آخرت جو عذاب يقيناً اجا(بہ)سخت ھوندو ۽ انھن کي الله (جي عذاب)کان ڪو بچائڻ وارو نہ ھوندو.

مَثَلُ الْجَنَّةِ الَّتِىْ وُعِدَ الْمُتَّقُوْنَ ؕ تَجْرِىْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ؕ اُكُلُهَا دَآىِٕمٌ

**٣٦**-انھيءَ جنت جو مثالي بيان جنھن جو پرھيزگارن کي انجام ڏنو ويو آھي(اِھو آھي تہ)انھيءَ جي (وڻن جي ڇانو) ھينان

وَّ ظِلُّهَا ۭ تِلْكَ عُقْبَى الَّذِيْنَ اتَّقَوْا ڰ وَّعُقْبَى الْكٰفِرِيْنَ النَّارُ ۝٣٦

نهرون وهنديون هونديون انهيءَ جو ميوو به هميشه رهڻ وارو هوندو ۽ انهيءَ جي ڇانو (به) اها اُنهن (ماڻهن) جي پڇاڙي هوندي جن تقويٰ اختيار ڪئي ۽ انڪار ڪرڻ وارن جي پڇاڙي (دوزخ جي) باهه آهي.

وَالَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يَفْرَحُوْنَ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَمِنَ الْاَحْزَابِ مَنْ يُّنْكِرُ بَعْضَهٗ ۭ قُلْ اِنَّمَآ اُمِرْتُ اَنْ اَعْبُدَ اللّٰهَ وَلَآ اُشْرِكَ بِهٖ ۭ اِلَيْهِ اَدْعُوْا وَاِلَيْهِ مَاٰبِ ۝٣٧

**٣٧**- ۽ جن ماڻهن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي اُهي هن (ڪلام الٰهي) کان جيڪو توتي نازل ڪيو ويو آهي خوش ٿيندا آهن ۽ انهن (مختلف ٽولن) مان (ڪي) اهڙا (به) آهن جيڪي هن جي ڪجهه (حصي) جو انڪار ڪندا آهن. تون چؤ، مون کي (ته) اِهو ئي حڪم ڏنو ويو آهي ته مان اللّٰه جي عبادت ڪريان ۽ (ڪنهن کي) انهيءَ جو شريڪ نه بڻايان. مان انهيءَ ڏانهن (توهان کي) سڏيان ٿو ۽ انهيءَ ڏانهن مان (به) ڌيان ڏيندو آهيان.

وَكَذٰلِكَ اَنْزَلْنٰهُ حُكْمًا عَرَبِيًّا ۭ وَلَىِٕنِ اتَّبَعْتَ اَهْوَاۗءَهُمْ بَعْدَ مَا جَاۗءَكَ مِنَ الْعِلْمِ ۙ مَا لَكَ مِنَ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا وَاقٍ ۝٣٨ ع

**٣٨**- ۽ اهڙيءَ طرح اسان هِن کي مفصل حڪم جي صورت ۾ لاٿو آهي ۽ (اي مخاطب) جيڪڏهن تو هن علم کانپوءِ جيڪو توکي حاصل ٿي چڪو آهي انهن (ڪافرن) جي خواهشن جي پيروي ڪئي، ته اللّٰه جي مقابلي ۾ نه (ته) تنهنجو ڪو دوست هوندو ۽ نه ڪو بچائڻ وارو (هوندو).

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا رُسُلًا مِّنْ قَبْلِكَ وَجَعَلْنَا لَهُمْ اَزْوَاجًا وَّذُرِّيَّةً ۭ وَمَا كَانَ لِرَسُوْلٍ اَنْ يَّاْتِيَ بِاٰيَةٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ۭ

**٣٩**- ۽ اسان توکان پهريائين (به) يقيناً ڪيترائي رسول موڪليا هئا ۽ انهن کي زالون ۽ ٻار به ڏنا هئا ۽ ڪنهن رسول جي لاءِ ممڪن نه هو ته هو اللّٰه جي حڪم کانسواءِ (پنهنجي

لِكُلِّ اَجَلٍ كِتَابٌ ﴿٣٩﴾

قوم وٽ)کو نشان آڻي. هر هڪ رِٿَ جي لاءِ هڪ ميعاد مقرر آهي.

يَمْحُوا اللّٰهُ مَا يَشَآءُ وَيُثْبِتُ ۚ وَعِنْدَهٗٓ اُمُّ الْكِتٰبِ ﴿٤٠﴾

٤٠-جنهن شيءِ کي اللّٰه چاهيندو آهي، ميٽائيندو آهي ۽(جنهن کي چاهيندو آهي) قائم ڪندو آهي ۽ انهيءَ وٽ(سمورن) حڪمن جو اصل(۽ بنياد) آهي.

وَاِنْ مَّا نُرِيَنَّكَ بَعْضَ الَّذِىْ نَعِدُهُمْ اَوْ نَتَوَفَّيَنَّكَ فَاِنَّمَا عَلَيْكَ الْبَلٰغُ وَعَلَيْنَا الْحِسَابُ ﴿٤١﴾

٤١-۽ جنهن (عذاب جي موڪلڻ)جو اسان انهن سان واعدو ڪندا آهيون جيڪڏهن اسان ان جو ڪو حصو تنهنجي اڳيان موڪلي توکي ڏيکاريون(ته تون به انهن جي پڇاڙي ڏسي وٺندين)۽ جيڪڏهن اسان (انَ گهڙيءَ کان اڳ) توکي وفات ڏئي ڇڏيون(ته توکي وفات بعد انهيءَ جي حقيقت معلوم ٿي ويندي چو ته)تنهنجي ذمي(اسان جي حڪم ۽ پيغام جو)صرف پهچائڻ آهي ۽ انهن جو حساب وٺڻ اسان جي ذمي آهي.

اَوَلَمْ يَرَوْا اَنَّا نَاْتِى الْاَرْضَ نَنْقُصُهَا مِنْ اَطْرَافِهَا ۗ وَاللّٰهُ يَحْكُمُ لَا مُعَقِّبَ لِحُكْمِهٖ ۗ وَهُوَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ﴿٤٢﴾

٤٢-۽ ڇا انهن ڏٺو نه آهي ته اسان ملڪ کي انهيءَ جي سيني طرفن کان گهٽائيندا پيا اچون①. ۽ فيصلو(ته)اللّٰه ڪندوآهي.ڪو انهيءَ جي فيصلي کي تبديل ڪرڻ وارو ڪونهي ۽ هُو جلد حساب وٺڻ وارو آهي.

١-يعني هڪ طرف ته ملڪ جا ڪنارا مسلمانن جي هٿ اچي رهيا آهن ٻي پاسي حڪمران گهراڻن جا نوجوان اسلام قبول ڪري رهيا آهن جهڙوڪ عمروبن عاصؓ، خالد بن وليدؓ،حضرت عمرؓ ۽ حضرت عليؓ وغيره.

وَقَدْ مَكَرَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَلِلّٰهِ الْمَكْرُ جَمِيْعًا ؕ يَعْلَمُ مَا تَكْسِبُ كُلُّ نَفْسٍ ؕ وَ سَيَعْلَمُ الْكُفّٰرُ لِمَنْ عُقْبَى الدَّارِ ﴿٤٢﴾

۴۲-۽ جيڪي ماڻهو انهن کان پهرين هئا انهن (به نبين جي خلاف) تدبيرون ڪيون هيون (پر انهن جي ڪا به نه هلي) پوءِ تدبيرون ڪرڻ ته پوريءَ طرح الله ئي جي اختيار ۾ آهي هر شخص جيڪي ڪي (به) ڪري ٿو اُهو (الله) انهيءَ کي جاڻي ٿو ۽ انهن ڪافرن کي جلد ئي معلوم ٿي ويندو ته انهيءَ اچڻ واري گهرجي (سٺي) پڇاڙي ڪنهن جي لاءِ آهي.

وَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَسْتَ مُرْسَلًا ؕ قُلْ كَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًۢا بَيْنِيْ وَبَيْنَكُمْ ۙ وَمَنْ عِنْدَهٗ عِلْمُ الْكِتٰبِ ﴿٤٣﴾

۴۳-۽ جن ماڻهن تنهنجو انڪار ڪيو آهي اهي چون ٿا ته تون خدا جو موڪليل نه آهين تون انهن کي چؤ (ته) الله منهنجي وچ ۾ ۽ توهان جي وچ ۾ ڪافي شاهد آهي ۽ (اهڙيءَ طرح) اُهو (شخص به شاهد) آهي جنهن وٽ هن (مقدس) ڪتاب جو علم (اچي چڪو) آهي.

ع ٦ / ١٢

سُوْرَةُ اِبْرَاهِيْمَ مَكِّيَّةٌ وَّهِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَاثٌ وَّخَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّسَبْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت ابراهيم- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيونجاهه آيتون ۽ ست رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

الٓرٰ ۟ كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ اِلَيْكَ لِتُخْرِجَ النَّاسَ مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ۙ بِاِذْنِ رَبِّهِمْ اِلٰى صِرَاطِ الْعَزِيْزِ الْحَمِيْدِ ②

٢-مان① اللّٰه ڏسڻ وارو آهيان. (هيءُ) هڪ ڪتاب آهي جنهن کي اسان تو تي انهيءَ ڪري لاٿو آهي ته تون سڀني ماڻهن کي انهن جي رب جي حڪم سان اونداهين مان ڪڍي نور ڏانهن وٺي اچين- يعني غالب ۽ تعريفن واري خدا جي رستي ڏانهن.

اللّٰهِ الَّذِيْ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۭ وَوَيْلٌ لِّلْكٰفِرِيْنَ مِنْ عَذَابٍ شَدِيْدِۨ ③

٣-(اهو غالب ۽ تعريف وارو خدا) اللّٰه (ئي آهي)(۽)جيڪي ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو زمين ۾ آهي سڀ انهيءَ جو آهي ۽ (هُن جو)انڪار ڪرڻ وارن لاءِ هڪ سخت عذاب(مقدرآهي).

الَّذِيْنَ يَسْتَحِبُّوْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا عَلَى الْاٰخِرَةِ وَيَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَيَبْغُوْنَهَا عِوَجًا ۭ اُولٰۗىِٕكَ فِيْ ضَلٰلٍۢ بَعِيْدٍ ④

٤-جيڪي(انڪار ڪرڻ وارا)آخرت جي مقابلي ۾ هن دنياوي زندگيءَ کي ترجيح ڏيندا آهن ۽(ٻين ماڻهن کي به) اللّٰه جي رستي کان روڪين ٿا ۽ انهيءَ کي ڏِنگُ اختيار ڪري(ماڻڻ)چاهين ٿا.اِهي ماڻهو

١- الرٰ جي معني آهي اَنَا اللّٰهُ اَرٰى مان اللّٰه ڏسڻ وارو آهيان. تفصيل لاءِ ڏسو سورت بقره آيت ٢ نوٽ نمبر١.

ڏورانهين گمراهي ۾ (پيل) آهن.

وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا بِلِسَانِ قَوْمِهٖ لِيُبَيِّنَ لَهُمْ ؕ فَيُضِلُّ اللّٰهُ مَنْ يَّشَآءُ وَ يَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَ هُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝۵

۵- ۽ هر هڪ رسول کي اسان انهيءَ جي قوم جي زبان ۾ ئي (وحي ڏئي) موڪليو آهي انهي لاءِ ته هُو انهن کي (اسان جون ڳالهيون) کولي ٻڌائي. پوءِ (انهيءَ تدبير کانپوءِ) الله جنهن کي (تباهه ڪرڻ) چاهي ٿو تباهه ڪري ٿو ۽ جنهن کي (ڪامياب ڪرڻ) چاهي ٿو ان کي منزل مقصود تي پهچائي ڇڏي ٿو ۽ هُو ڪامل طور تي غالب (۽) دانائيءَ جو مالڪ آهي.

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مُوْسٰى بِاٰيٰتِنَآ اَنْ اَخْرِجْ قَوْمَكَ مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ۙ وَ ذَكِّرْهُمْ بِاَيّٰىمِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّكُلِّ صَبَّارٍ شَكُوْرٍ ۝۶

٦- ۽ (توکان پهرين) اسان موسيٰ کي (به) پنهنجي نشانن سان (هي حڪم ڏئي) موڪليو هو ته پنهنجي قوم کي اونداهين کان ڪڍي نور ڏانهن آڻ. ۽ انهن کي الله جا انعام ۽ انهيءَ جا عذاب ياد ڏيار. (ڇو جو) بلاشڪ انهيءَ ۾ هر هڪ پوري صابر (۽) پوري شڪر گذار جي لاءِ ڪيترا نشان (ملن) ٿا.

وَ اِذْ قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهِ اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ اَنْجٰىكُمْ مِّنْ اٰلِ فِرْعَوْنَ يَسُوْمُوْنَكُمْ سُوْٓءَ الْعَذَابِ وَ يُذَبِّحُوْنَ اَبْنَآءَكُمْ وَ يَسْتَحْيُوْنَ نِسَآءَكُمْ ؕ وَ فِيْ ذٰلِكُمْ بَلَآءٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ عَظِيْمٌ ۝۷ ع

٧- ۽ (اي مخاطب تون انهيءَ وقت کي به ياد ڪر) جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم کي چيو هو (ته اي منهنجي قوم!) توهان پنهنجي پاڻ تي الله جو (اُن وقت جو) انعام ياد ڪيو جڏهن انهيءَ توهان کي فرعون جي ساٿين کان اهڙي حالت ۾ بچايو هو جڏهن اهي توهان کي سخت عذاب ڏيندا هئا، توهان

جي پٽن کي ماري ڇڏيندا هئا ۽ توهان جي عورتن کي زندهه رکندا هئا ۽ انهيءَ ۾ توهان جي رب جي طرفان(توهان لاءِ) وڏو(ڳرو) امتحان هو.

وَاِذۡ تَاَذَّنَ رَبُّكُمۡ لَئِنۡ شَكَرۡتُمۡ لَاَزِيۡدَنَّكُمۡ وَلَئِنۡ كَفَرۡتُمۡ اِنَّ عَذَابِىۡ لَشَدِيۡدٌ ﴿۸﴾

**٨**-۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو)جڏهن توهان جي رب(نبين جي ذريعي)اعلان ڪيو هو ته(اي انسانو)جيڪڏهن توهان شڪر گذار بڻيا ته مان توهان کي اجابه وڌيڪ ڏيندس ۽ جيڪڏهن توهان ناشڪري ڪئي ته(ياد رکو)منهنجو عذاب يقيناً سخت (هوندو)آهي.

وَقَالَ مُوۡسٰٓى اِنۡ تَكۡفُرُوۡۤا اَنۡتُمۡ وَمَنۡ فِى الۡاَرۡضِ جَمِيۡعًا ۙ فَاِنَّ اللّٰهَ لَغَنِىٌّ حَمِيۡدٌ ﴿۹﴾

**٩**-۽ موسيٰ(پنهنجي قوم کي اِهو به)چيو هو (ته)جيڪڏهن توهان ۽ جيڪي(پيا ماڻهو) زمين ۾ رهن ٿا سڀ (جا سڀ) ڪفر اختيار ڪري وٺو ته(ان ۾خدا جو ڪو نقصان نٿو ٿي سگهي ڇو جو)اللّٰه يقيناً بي نياز(۽)تمام گهڻي تعريفن وارو آهي.

اَلَمۡ يَاۡتِكُمۡ نَبَؤُا الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِكُمۡ قَوۡمِ نُوۡحٍ وَّعَادٍ وَّثَمُوۡدَ ۛؕ وَالَّذِيۡنَ مِنۡۢ بَعۡدِهِمۡ ۛؕ لَا يَعۡلَمُهُمۡ اِلَّا اللّٰهُ ؕ جَآءَتۡهُمۡ رُسُلُهُمۡ بِالۡبَيِّنٰتِ فَرَدُّوۡۤا اَيۡدِيَهُمۡ فِىۡۤ اَفۡوَاهِهِمۡ وَقَالُوۡۤا اِنَّا كَفَرۡنَا بِمَاۤ اُرۡسِلۡتُمۡ بِهٖ وَاِنَّا لَفِىۡ شَكٍّ مِّمَّا

معانقة عند المتقدمين

**١٠**-ڇا جيڪي ماڻهو توهان کان پهرين هئا يعني نوح جي قوم ۽ عاد ۽ ثمود ۽ جيڪي انهن کان پوءِ ٿيا انهن جي باري ۾ دلين کي ڏ ڪائيندڙ خبر توهان تائين نه پهتي آهي (اهي اهڙا ناسُ ٿيا ۽ ڊاٿا ويا جو)اللّٰه کانسواءِ (هاڻي)انهن کي ڪو(به)نٿو ڄاڻي. (جڏهن) انهن وٽ انهن جا رسول(اسانجا) روشن نشانَ کڻي آيا، ته اُنهن سندن ڳالهه نه مڃي ۽ چيو

تَدۡعُوۡنَاۤ اِلَيۡهِ مُرِيۡبٍ ﴿١٠﴾

(ته)جنهن (تعليم)سان توهان کي موڪليو ويو آهي انهيءَ جو(ته)اسان انڪار ڪري چڪا آهيون ۽ جنهن ڳالهه ڏانهن توهان اسان کي سڏيو ٿا انَ جي باري ۾ اسان هڪ بي چين ڪرڻ واري شڪ ۾ (پيل) آهيون.

قَالَتۡ رُسُلُهُمۡ اَفِی اللّٰهِ شَكٌّ فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ؕ يَدۡعُوۡكُمۡ لِيَـغۡفِرَ لَـكُمۡ مِّنۡ ذُنُوۡبِكُمۡ وَيُؤَخِّرَكُمۡ اِلٰۤى اَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ قَالُوۡۤا اِنۡ اَنۡتُمۡ اِلَّا بَشَرٌ مِّثۡلُنَا ؕ تُرِيۡدُوۡنَ اَنۡ تَصُدُّوۡنَا عَمَّا كَانَ يَعۡبُدُ اٰبَآؤُنَا فَاۡتُوۡنَا بِسُلۡطٰنٍ مُّبِيۡنٍ ﴿١١﴾

١١-انهن جي پيغمبرن(انهن کي)چيو(ته) ڇا توهان کي اللّٰه جي متعلق ڪو شڪ آهي جيڪو آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪرڻ وارو آهي اهو توهان کي انهيءَ ڪري سڏي رهيو آهي ته هو توهان جي گناهن مان ڪي① بخشي ڇڏي ۽ هڪ مقرر مدت تائين توهان کي دِر ڏِئي انهن چيو (ته) توهان (به)اسان وانگر ئي انسان آهيو- توهان چاهيو ٿا ته جنهن شيءِ جي اسان جا ابا ڏاڏا پوڄا ڪندا آيا آهن انهيءَ کان اسان کي هٽائي ڇڏيو. پوءِ(جيڪڏهن انهيءَ معاملي ۾ توهان حق تي آهيو ته)اسان وٽ ڪو روشن نشان آڻيو.

١-ڪن مان هيءَ مراد ناهي ته اللّٰه تعاليٰ صرف ڪي ڏوهه بخش ڪندو آهي.باقي بخش ناهي ڪندو بلڪ مطلب هي آهي ته ڪي گناهه جيڪي انسانن سان واسطو رکڻ وارا هوندا آهن جيستائين ماڻهو انهن ڏوهن جي معافي پين ماڻهن کان نه وٺن ان وقت تائين اُهي معاف ناهن ٿيندا. ها جڏهن ڏوهه ڪرڻ وارا معافي گهرن ۽ شرمسار ٿي وڃن ته اللّٰه تعاليٰ خود پنهنجي ٻانهن جي دلين ۾ تحريڪ ڪندو آهي ته هو پنهنجي ظلم ڪرڻ واري ماڻهن کي بخشي اللّٰه تعاليٰ جي وڏيڪ انعامن جا وارث ٿي وڃن ۽ هي ايترو سستو سودو آهي جو اُهي ان کي ضرور قبول ڪري وٺندا آهن.

قَالَتْ لَهُمْ رُسُلُهُمْ اِنْ نَّحْنُ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَمُنُّ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ ۭ وَمَا كَانَ لَنَآ اَنْ نَّاْتِيَكُمْ بِسُلْطٰنٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ۭ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ۝١١

**١١**-انهن جي پيغمبرن هُنن کي چيو(ته اهو سچ آهي ته)اسان توهان وانگر(ئي)بشر آهيون پر(انهيءَ سان گڏ هي به سچ آهي ته) اللّٰه پنهنجي ٻانهن مان جنهن تي وڻيس (خاص) احسان ڪندو آهي ۽ اِها ڳالهه اسان جي اختيار ۾ ناهي جو اللّٰه جي حڪم کانسواءِ توهان وٽ ڪو نشان آڻيون ۽ مومن کي اللّٰه تي ئي توڪل رکڻ گهرجي.

وَمَا لَنَآ اَلَّا نَتَوَكَّلَ عَلَى اللّٰهِ وَقَدْ هَدٰىنَا سُبُلَنَا ۭ وَلَنَصْبِرَنَّ عَلٰى مَآ اٰذَيْتُمُوْنَا ۭ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُتَوَكِّلُوْنَ ۝١٢ ع

**١٢**-۽ اسان کي(ٿيو)ڇا آهي جو اسان اللّٰه تي توڪل نه ڪيون،جڏنهن ته هُن اسان جي(حال سارو) رستا اسان کي ڏيکاريا آهن ۽ جيڪو ڏک توهان اسان کي ڏئي رکيو آهي انهيءَ تي اسان يقيناً صبر ڪندا ويندا سين ۽ ڀروسي ڪرڻ وارن کي ته اللّٰه تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِرُسُلِهِمْ لَنُخْرِجَنَّكُمْ مِّنْ اَرْضِنَآ اَوْ لَتَعُوْدُنَّ فِيْ مِلَّتِنَا ۭ فَاَوْحٰٓى اِلَيْهِمْ رَبُّهُمْ لَنُهْلِكَنَّ الظّٰلِمِيْنَ ۝١٣

**١٣**-۽ جن ماڻهن ڪفر اختيار ڪيو،انهن پنهنجي(پنهنجي زماني جي)پيغمبرن کي چيو ته اسان ضرور توهان کي پنهنجي ملڪ کان ڪڍي ڇڏينداسين يا توهان(مجبور ٿي) اسان جي مذهب ۾ واپس اچي ويندؤ (ته انهن تڪليفن کان بچي سگهندؤ)جنهن تي سندن رب انهن تي وحي نازل ڪئي(ته) اسان هنن ظالمن کي يقيناً تباهه ڪري ڇڏينداسين.

وَلَنُسْكِنَنَّكُمُ الْاَرْضَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ ۭ ذٰلِكَ

**١٤**-۽ انهن (جي تباهيءَ) کان پوءِ هن ملڪ

لِمَنۡ خَافَ مَقَامِيۡ وَخَافَ وَعِيۡدِ﴿۱۵﴾

۾ ضرور توهان کي آباد ڪنداسين اِهو (واعدو) انهيءَ جي حق ۾ آهي جيڪو منهنجي مرتبي کان ڊڄي ۽ پڻ منهنجي ڊيڄاريندڙ پيشگوئين کان ڊڄي.

وَاسۡتَفۡتَحُوۡا وَخَابَ كُلُّ جَبَّارٍ عَنِيۡدٍ ۙ﴿۱۶﴾

**۱۶**-۽ اُنهن (پنهنجي) فتح لاءِ دعا ڪئي ۽ (نتيجو اهو ٿيو جو) هر هڪ سرڪش (۽) حق جو دشمن ناڪام رهيو.

مِّنۡ وَّرَآئِهٖ جَهَنَّمُ وَيُسۡقٰى مِنۡ مَّآءٍ صَدِيۡدٍ ۙ﴿۱۷﴾

**۱۷**-هِنَ (دنياوي عذاب) کان پوءِ (هُنَ لاءِ) جهنم (جو عذاب به مقدر) آهي ۽ (اُتي) هنَ کي تيز گرم پاڻي پياريو ويندو.

يَّتَجَرَّعُهٗ وَلَا يَكَادُ يُسِيۡغُهٗ وَيَاۡتِيۡهِ الۡمَوۡتُ مِنۡ كُلِّ مَكَانٍ وَّمَا هُوَ بِمَيِّتٍ ؕ وَمِنۡ وَّرَآئِهٖ عَذَابٌ غَلِيۡظٌ﴿۱۸﴾

**۱۸**-هُو انهيءَ کي ٿورو ٿورو ڪري پيئندو ۽ انهيءَ کي آسانيءَ سان ڳهي نه سگهندو ۽ هر جڳهه (۽ هر طرف کان) انهيءَ تي موت ايندو ۽ هو مرندو نه ۽ انهيءَ کان علاوهه به (هُن لاءِ) هڪ سخت عذاب (مقرر) آهي.

مَثَلُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا بِرَبِّهِمۡ اَعۡمَالُهُمۡ كَرَمَادِ ۨاشۡتَدَّتۡ بِهِ الرِّيۡحُ فِيۡ يَوۡمٍ عَاصِفٍ ؕ لَا يَقۡدِرُوۡنَ مِمَّا كَسَبُوۡا عَلٰى شَىۡءٍ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الضَّلٰلُ الۡبَعِيۡدُ﴿۱۹﴾

**۱۹**-جن ماڻهن پنهنجي رب (جي حڪمن) جو انڪار ڪيو آهي انهن جا عمل انهيءَ رک وانگر آهن جنهن کي هڪ تيز آنڌيءَ واري ڏينهن هوا تيزيءَ سان (اُڏاري) کڻي وئي هجي جيڪي ڪجهه انهن (پنهنجي مستقبل جي لاءِ) ڪمايو آهي. انهيءَ مان ڪو حصو (به) انهن جي هٿ نه ايندو. اها ئي وڏي درجي جي تباهي آهي.

اَلَمۡ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ

**۲۰**-(اي مخاطب!) ڇا تو ڏٺو نه آهي ته اللّٰه آسمانن ۽ زمين کي حق ۽ حڪمت

بِالْحَقِّ ؕ اِنْ يَّشَاْ يُذْهِبْكُمْ وَ يَاْتِ بِخَلْقٍ جَدِيْدٍ ۙ﴿۲۰﴾

وَّمَا ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ بِعَزِيْزٍ ﴿۲۱﴾

وَبَرَزُوْا لِلّٰهِ جَمِيْعًا فَقَالَ الضُّعَفٰٓؤُا لِلَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْٓا اِنَّا كُنَّا لَكُمْ تَبَعًا فَهَلْ اَنْتُمْ مُّغْنُوْنَ عَنَّا مِنْ عَذَابِ اللّٰهِ مِنْ شَيْءٍ ؕ قَالُوْا لَوْ هَدٰىنَا اللّٰهُ لَهَدَيْنٰكُمْ ؕ سَوَآءٌ عَلَيْنَآ اَجَزِعْنَآ اَمْ صَبَرْنَا مَا لَنَا مِنْ مَّحِيْصٍ ﴿۲۲﴾ ع ١٥

وَقَالَ الشَّيْطٰنُ لَمَّا قُضِيَ الْاَمْرُ اِنَّ اللّٰهَ وَعَدَكُمْ وَعْدَ الْحَقِّ وَوَعَدْتُّكُمْ فَاَخْلَفْتُكُمْ ؕ وَمَا كَانَ لِيَ عَلَيْكُمْ مِّنْ سُلْطٰنٍ اِلَّآ اَنْ دَعَوْتُكُمْ فَاسْتَجَبْتُمْ لِيْ ۚ فَلَا تَلُوْمُوْنِيْ وَلُوْمُوْٓا اَنْفُسَكُمْ ؕ مَآ اَنَا بِمُصْرِخِكُمْ وَمَآ اَنْتُمْ

سان پيدا ڪيو آهي جيڪڏهن اهو چاهي ته توهان کي تباهه ڪري ڇڏي ۽ (توهان جي جاءِ تي)ڪا ٻي مخلوق آڻي.

**٢١**۔ ۽ هيءُ ڳالهه الله جي لاءِ ڪا مشڪل نه آهي.

**٢٢**۔ ۽ اُهي سڀ الله جي حضور ۾ اچي بيهندا، تڏهن(انهن مان)ڪمزور(سمجهيا وڃڻ وارا) تڪبر ڪرڻ وارن کي چوندا(ته) اسان ته توهان جي پنيان هلڻ وارا هئاسين. پوءِ ڇا توهان الله جي عذاب مان(هن وقت) ڪجهه اسان کان ٽاري سگهو ٿا.اهي (جواب ۾) چوندا ته جيڪڏهن الله اسان کي هدايت ڏئي ها ته اسان(به)توهان کي هدايت ڏيون ها(پر هاڻي ڇا ٿي سگهي ٿو) اسان جي بي صبري ڏيکارڻ يا اسان جو صبر ڪرڻ(هن وقت)اسان لاءِ هڪ جهڙو آهي، (۽)اسان لاءِ بچاءَ جي ڪا صورت نه آهي.

**٢٣**۔ ۽ جڏهن سڀني معاملي جو فيصلو ٿي چڪو هوندو ته شيطان(ماڻهن کي) چوندو (ته)الله يقيناً توهان سان اٽلُ واعدو ڪيو هو ۽ مون(به)توهان سان(هڪ)واعدو ڪيو هو پر مون اُهو(واعدو)توهان سان پورو نه ڪيو ۽ منهنجو توهان تي ڪو به زور نه هو ها مون توهان کي پاڻ ڏانهن سڏيو ۽ توهان منهنجو چوڻ مڃيو انهيءَ ڪري

بِمُصْرِخِيَّ ؕ اِنِّيْ كَفَرْتُ بِمَآ اَشْرَكْتُمُوْنِ مِنْ قَبْلُ ؕ اِنَّ الظّٰلِمِيْنَ لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٢٣﴾

(هاڻي)مون تي ملامت نہ ڪيو پر پنهنجي پاڻ تي ملامت ڪيو(هِن وقت)نہ مان توهان جو فرياد ٻڌي سگهان ٿو ۽ نہ توهان منهنجو فرياد ٻڌي سگهو ٿا.توهان جو مون کي اللّٰه جو شريڪ بڻائي رکيو هو. مان توهان جي انهيءَ ڳالهہ جو پهرين کان انڪار ڪري چڪو آهيان (انهيءَ تي خدا فرمائي ٿو اهڙي قسم جو شرڪ ڪرڻ وارن) ظالمن لاءِ يقيناً دردناڪ عذاب(مقدر)آهي.

وَاُدْخِلَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا بِاِذْنِ رَبِّهِمْ ؕ تَحِيَّتُهُمْ فِيْهَا سَلٰمٌ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-۽ جن ماڻهن ايمان آندو هوندو ۽ انهن (نيڪ ۽) حال سارو عمل ڪيا هوندا انهن کي انهن جي رب جي حڪم سان اهڙن باغن ۾ جن جي(پاڇن)هيٺان نديون وهنديون هونديون داخل ڪيو ويندو(۽) اُهي اُنهن (جنتن)۾ وسندا ويندا ۽ اتي انهن جي(هڪ ٻئي لاءِ هيءَ)دعا هوندي(تہ توهان تي) سلامتي (هجي).

اَلَمْ تَرَ كَيْفَ ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا كَلِمَةً طَيِّبَةً كَشَجَرَةٍ طَيِّبَةٍ اَصْلُهَا ثَابِتٌ وَّفَرْعُهَا فِي السَّمَآءِ ۙ﴿٢٥﴾

**٢٥**-(اي مخاطب!)ڇا تو ڏٺو نہ آهي(تہ) اللّٰه ڪهڙيءَ طرح هڪ ڪلام پاڪ جي متعلق حقيقت حال کي بيان ڪيو آهي اُهو هڪ پاڪ وڻ وانگر هوندو آهي جنهن جي پاڙ (مضبوطيءَ سان)قائم هوندي آهي ۽ انهيءَ جي (هر هڪ) شاخ آسمان جي بلنديءَ ۾ (ڦهليل) هوندي آهي.

تُؤْتِيْٓ اُكُلَهَا كُلَّ حِيْنٍۢ بِاِذْنِ رَبِّهَا ؕ

**٢٦**-اهو هر وقت پنهنجي رب جي حڪم

وَيَضْرِبُ اللّٰهُ الْاَمْثَالَ لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٢٦﴾

سان پنهنجو(تازو①)ميوو ڏيندو آهي ۽ اللّٰه ماڻهن لاءِ (سندن ضرورت جون)سڀ ڳالهيون بيان ڪندو آهي انهيءَ لاءِ ته اهي نصيحت حاصل ڪن.

وَمَثَلُ كَلِمَةٍ خَبِيْثَةٍ كَشَجَرَةٍ خَبِيْثَةِ ِۨاجْتُثَّتْ مِنْ فَوْقِ الْاَرْضِ مَا لَهَا مِنْ قَرَارٍ ﴿٢٧﴾

**٢٧**-بڇڙي ڳالهه جو حال بڇڙي وڻ وانگر آهي جنهن کي زمين ② مان پٽي(ڦٽو)ڪيو ويو هجي (۽) جنهن کي(ڪٿي به)قرار (حاصل)نه هجي.

يُثَبِّتُ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِالْقَوْلِ الثَّابِتِ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِي الْاٰخِرَةِ ۚ وَيُضِلُّ اللّٰهُ الظّٰلِمِيْنَ ۙ وَيَفْعَلُ اللّٰهُ مَا يَشَآءُ ﴿٢٨﴾ ع

**٢٨**-جن ماڻهن ايمان آندو آهي انهن کي اللّٰه انهيءَ قائم رهڻ واريءَ(۽ پاڪ)ڳالهه ذريعي (هن)دنياوي زندگيءَ ۾(به)مضبوطي بخشيندو آهي ۽ آخرت(جي زندگيءَ)۾ به (بخشيندو)۽ ظالمن کي اللّٰه تباهه ڪندو آهي ۽ اللّٰه جيڪي چاهيندو آهي سو ڪندو آهي.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ بَدَّلُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ كُفْرًا وَّاَحَلُّوْا قَوْمَهُمْ دَارَ الْبَوَارِ ﴿٢٩﴾

**٢٩**-(اي مخاطب!)ڇا تو انهن ماڻهن(جي حالت)کي(غور جي نظر سان)ناهي ڏٺو جن ناشڪريءَ سان اللّٰه جي نعمت کي بدلائي ڇڏيو(۽ پاڻ به تباهه ٿيا)۽ پنهنجي قوم کي (به)تباهيءَ جي گهر ۾(آڻي)لاٿائون.

جَهَنَّمَ ۚ يَصْلَوْنَهَا ۗ وَبِئْسَ الْقَرَارُ ﴿٣٠﴾

**٣٠**-يعني جهنم ۾،اُهي انهيءَ ۾ داخل ٿيندا ۽ اُها جڳهه(رهڻ جي لحاظ سان)تمام بڇڙي آهي.

---

١-هن آيت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي ته اسلام جو جيڪو شجره طيّبه آهي ان ۾ هميشه خدا کي پهتل ماڻهو پيدا ٿيندا رهندا.پر باقي ٻين مذهبن ۾ نه.هي ان جو ثبوت هوندو،ته هو شجره خبيثه تي ويا آهن.

٢-يعني هن کي قدرتي غذا ملڻ بند ٿي وئي هجي ۽ هو سُڪي رهيو هجي.

وَجَعَلُوْا لِلّٰهِ اَنْدَادًا لِّيُضِلُّوْا عَنْ سَبِيْلِهٖ ؕ قُلْ تَمَتَّعُوْا فَاِنَّ مَصِيْرَكُمْ اِلَى النَّارِ ﴿٣١﴾

**٣١**۔۽ انهن اللّٰه جي هم مرتبه شريڪ بڻايا آهن ته (ماڻهن کي) سندس واٽ کان ڀيرائين۔ تون (انهن کي) چؤ (ته چڱو، ڪجهه ڏينهن) ٿوري وقت لاءِ فائدو حاصل ڪيو. پوءِ توهان کي يقيناً (دوزخ جي) باهه ڏانهن وڃڻو پوندو.

قُلْ لِّعِبَادِىَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا يُقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَيُنْفِقُوْا مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِىَ يَوْمٌ لَّا بَيْعٌ فِيْهِ وَلَا خِلٰلٌ ﴿٣٢﴾

**٣٢**۔(اي رسول!) منهنجي انهن ٻانهن کي جيڪي ايمان آڻي چڪا آهن چؤ ته اُهي انهيءَ ڏينهن جي اچڻ کان اڳ جنهن ۾ نه ڪو وڪرو (۽ سودو) ٿيندو ۽ نه ڪا گهاٽي دوستي. نماز عمدگيءَ سان پڙهندا ڪن ۽ جيڪي ڪي اسان ڪين ڏنو آهي انهيءَ مان ڳجهه ۾ (به) ۽ ظاهر ۾ (به اسان جي واٽ ۾) خرچ ڪندا ڪن.

اَللّٰهُ الَّذِىْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَاَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَخْرَجَ بِهٖ مِنَ الثَّمَرٰتِ رِزْقًا لَّكُمْ ۚ وَسَخَّرَ لَكُمُ الْفُلْكَ لِتَجْرِىَ فِى الْبَحْرِ بِاَمْرِهٖ ۚ وَسَخَّرَ لَكُمُ الْاَنْهٰرَ ﴿٣٣﴾

**٣٣**۔اللّٰه اُها (هستي) آهي جنهن آسمان ۽ زمين پيدا ڪيو آهي ۽ ڪڪرن مان پاڻي وسائي ان جي وسيلي توهان لاءِ ميون (جي قسم) سان رزق پيدا ڪيو آهي ۽ هُن ٻيڙين کي (هلائڻ واري هوا کي) بنا اجوري جي توهان جي خدمت تي لڳائي (ڇڏيو) آهي انهيءَ لاءِ ته اُهي انهيءَ جي حڪم سان سمند ۾ هلن. ۽ (اهڙيءَ طرح) درياهن کي (به) هُن بنا اجوري جي توهان جي خدمت تي لڳائي ڇڏيو آهي.

وَسَخَّرَ لَكُمُ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ

**٣٤**۔۽ سج ۽ چنڊ کي (به) اُهي (ٻئي) بنا

دَآىِٕبَيْنِ ۚ وَسَخَّرَ لَكُمُ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ ﴿٣٤﴾

ييهڪ جي(پنهنجو مقرر) ڪم ڪن ٿا ۽ هُن رات ۽ ڏينهن ڪي(بہ)بنا اجوري جي توهان جي خدمت تي لڳائي ڇڏيو آهي.

وَاٰتٰىكُمْ مِّنْ كُلِّ مَا سَاَلْتُمُوْهُ ؕ وَاِنْ تَعُدُّوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ لَا تُحْصُوْهَا ؕ اِنَّ الْاِنْسَانَ لَظَلُوْمٌ كَفَّارٌ ﴿٣٥﴾ ع

**٣٥**-۽ جو ڪجهہ(بہ)توهان هُن ڪان گهريو انهيءَ توهان ڪي ڏنو آهي ۽ جيڪڏهن توهان اللّٰه جا احسان ڳڻڻ لڳو تہ انهن جو شمار نہ ڪري سگهندؤ.انسان يقيناً وڏو ظالم(۽)وڏو ئي نا شڪرو آهي.

وَاِذْ قَالَ اِبْرٰهِيْمُ رَبِّ اجْعَلْ هٰذَا الْبَلَدَ اٰمِنًا وَّاجْنُبْنِيْ وَبَنِيَّ اَنْ نَّعْبُدَ الْاَصْنَامَ ﴿٣٦﴾

**٣٦**-۽ (اي مخاطب! انهيءَ وقت ڪي ياد ڪر)جڏهن ابراهيم(دعا ڪندي)چيو هو (تہ)اي منهنجا رب! هِن شهر(يعني مڪي) ڪي امن واري(جڳهہ)بڻاءِ ۽ مون ڪي ۽ منهنجي پٽن ڪي هن ڳالهہ کان پري رک تہ اسان ڪوڙن معبودن جي پوڄا ڪريون.

رَبِّ اِنَّهُنَّ اَضْلَلْنَ كَثِيْرًا مِّنَ النَّاسِ ۚ فَمَنْ تَبِعَنِيْ فَاِنَّهٗ مِنِّيْ ۚ وَمَنْ عَصَانِيْ فَاِنَّكَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٣٧﴾

**٣٧**-اي منهنجا رب! انهن يقيناً گهڻن ئي ماڻهن ڪي گمراهہ ڪري رکيو آهي. پوءِ جنهن منهنجي پيروي ڪئي اهو(تہ)مون سان(تعلق رکي)ٿو ۽ جنهن منهنجي نافرماني ڪئي(انهيءَ جي متعلق بہ منهنجو اِهو ئي عرض آهي تہ انهيءَ ڪي بخشجانءُ ڇو جو)تون يقيناً وڏو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهين.

رَبَّنَآ اِنِّيْٓ اَسْكَنْتُ مِنْ ذُرِّيَّتِيْ بِوَادٍ غَيْرِ ذِيْ زَرْعٍ عِنْدَ بَيْتِكَ الْمُحَرَّمِ ۙ رَبَّنَا

**٣٨**- اي اسانجا رب! مون پنهنجي اولاد مان ڪن ڪي تنهنجي معزز گهر جي پر سان هڪ اهڙيءَ واديءَ ۾ جنهن ۾ ڪا پوک نا هي

لِيُقِيْمُوا الصَّلٰوةَ فَاجْعَلْ اَفْئِدَةً مِّنَ النَّاسِ تَهْوِيْٓ اِلَيْهِمْ وَارْزُقْهُمْ مِّنَ الثَّمَرٰتِ لَعَلَّهُمْ يَشْكُرُوْنَ ﴿٣٨﴾

ٽيندي آٽي وسايو آهي اي منهنجا رب! (مون ائين انهيءَ ڪري ڪيو آهي) تہ اهي عمدگيءَ سان نماز ادا ڪن. سو تون ماڻهن جون دليون انهن ڏانهن جهڪائي ڇڏ ۽ انهن کي مختلف ميون مان رزق ڏيندو رهہ انهيءَ لاءِ تہ اُهي (هميشه تنهنجو) شڪر ڪندا رهن.

رَبَّنَآ اِنَّكَ تَعْلَمُ مَا نُخْفِيْ وَمَا نُعْلِنُ ؕ وَمَا يَخْفٰى عَلَى اللّٰهِ مِنْ شَيْءٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَآءِ ﴿٣٩﴾

**٣٩**- اي اسانجا رب! جو ڪجهہ اسان لڪايون ٿا ۽ جو ڪجهہ اسان ظاهر ڪريون ٿا تون يقيناً سڀ ڪجهہ ڄاڻين ٿو ۽ اللّٰه کان ڪا شيءِ نہ زمين ۾ لڪل رهي سگهي ٿي ۽ نہ آسمان ۾.

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ وَهَبَ لِيْ عَلَى الْكِبَرِ اِسْمٰعِيْلَ وَ اِسْحٰقَ ؕ اِنَّ رَبِّيْ لَسَمِيْعُ الدُّعَآءِ ﴿٤٠﴾

**٤٠**- هر (قسم جي) تعريف جو اللّٰه ئي مستحق آهي. جنهن (منهنجي) پيريءَ هوندي مون کي (بہ پٽ) اسماعيل ۽ اسحاق عطا ڪيا آهن منهنجو رب (ڏاڍو) دعائون ٻڌڻ وارو آهي.

رَبِّ اجْعَلْنِيْ مُقِيْمَ الصَّلٰوةِ وَمِنْ ذُرِّيَّتِيْ ۖ رَبَّنَا وَتَقَبَّلْ دُعَآءِ ﴿٤١﴾

**٤١**- (اي) منهنجا رب! مون کي ۽ منهنجي اولاد (مان هر هڪ) کي عمدگيءَ سان نماز ادا ڪرڻ وارو بڻاءِ (اي) اسانجا رب! (اسان تي فضل ڪر) ۽ منهنجي دعا قبول فرماءِ.

رَبَّنَا اغْفِرْ لِيْ وَلِوَالِدَيَّ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ يَوْمَ يَقُوْمُ الْحِسَابُ ﴿٤٢﴾ ع ٦ ١٨

**٤٢**- (اي) اسانجا رب! جنهن ڏينهن حساب ٿيڻ لڳي انهيءَ ڏينهن مون کي ۽ منهنجي والدين کي ۽ سڀني مومنن کي بخشجانءِ.

وَلَا تَحْسَبَنَّ اللّٰهَ غَافِلًا عَمَّا يَعْمَلُ الظّٰلِمُوْنَ ۬ؕ اِنَّمَا يُؤَخِّرُهُمْ لِيَوْمٍ تَشْخَصُ فِيْهِ الْاَبْصَارُ ﴿٤٣﴾

**٤٣**- ۽ (اي مخاطب) هي ظالم (مڪي وارا) جيڪي ڪجهہ ڪري رهيا آهن انهيءَ کان تون اللّٰه کي هرگز بي خبر نہ سمجهہ. هُو انهن کي صرف انهيءَ ڏينهن تائين ڍر ڏئي

رهيو آهي جنهن ڏينهن (انهن جون) اکيون (حيرت وچان) پٽيل جون پٽيل رهجي وينديون.

مُهْطِعِيْنَ مُقْنِعِيْ رُءُوْسِهِمْ لَا يَرْتَدُّ اِلَيْهِمْ طَرْفُهُمْ ۚ وَاَفْـِٕدَتُهُمْ هَوَآءٌ ۟

٤٣-(اُهي) پنهنجي مٿن کي مٿي کنيو خوفزده ٿي ڀڄي رهيا هوندا (۽) انهن جون نظرون (موٽي) واپس نہ اينديون ۽ انهن جون دليون (اميدن کان) خالي هونديون.

وَاَنْذِرِ النَّاسَ يَوْمَ يَاْتِيْهِمُ الْعَذَابُ فَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا رَبَّنَاۤ اَخِّرْنَاۤ اِلٰۤى اَجَلٍ قَرِيْبٍ ۙ نُّجِبْ دَعْوَتَكَ وَنَتَّبِعِ الرُّسُلَ ؕ اَوَلَمْ تَكُوْنُوْۤا اَقْسَمْتُمْ مِّنْ قَبْلُ مَا لَكُمْ مِّنْ زَوَالٍ ۟ۙ

٤٥-۽ تون انهن ماڻهن کي انهيءَ ڏينهن کان ڊيڄار جڏهن انهن تي اُهو عذاب ايندو (جنهن جو واعدو ڪيو ويو آهي) جن ماڻهن ظلم (جوطريقو اختيار) ڪيو هوندو (ان وقت) چوندا (تہ اي) اسانجا رب! اسان جي معاملي کي ڪنهن (بئي) ويجهي مدي تائين پوئتي هٽاءِ تہ اسان تنهنجي طرفان آيل دعوت کي قبول ڪنداسين ۽ (تنهنجي) رسولن جي پيروي ڪنداسين (جنهن تي انهن کي جواب ملندو تہ ڇا اجا حجت جي پوري ٿيڻ ۾ ڪا ڪسر باقي آهي؟) ۽ ڇا پهريائين توهان قسم (پنيان قسم) نہ کنيو هو تہ توهان تي ڪنهن بہ نموني جو زوال نہ (ايندو).

وَّسَكَنْتُمْ فِيْ مَسٰكِنِ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْۤا اَنْفُسَهُمْ وَتَبَيَّنَ لَكُمْ كَيْفَ فَعَلْنَا بِهِمْ وَضَرَبْنَا لَكُمُ الْاَمْثَالَ ۟

٤٦-حالانڪ توهان انهن ماڻهن جي گهرن کي پنهنجو گهر بڻائي ڇڏيو آهي جن (توهان کان پهرين) پنهنجي جانين تي ظلم ڪيو هو ۽ توهان تي هيءَ ڳالهہ خوب روشن ٿي چڪي هئي تہ انهن سان اسان ڪهڙو

معاملو ڪيو هو ۽ اسان سيئي ڳالهيون توهان لاءِ کولي بيان ڪري چڪا آهيون.

وَقَدْ مَكَرُوْا مَكْرَهُمْ وَعِنْدَ اللّٰهِ مَكْرُهُمْ ۭ وَاِنْ كَانَ مَكْرُهُمْ لِتَزُوْلَ مِنْهُ الْجِبَالُ ۝٤٧

٤٧- ۽ هي (ماڻهو) پنهنجي (هر هڪ) تدبير عمل ۾ آڻي چڪا آهن. ۽ انهن جي (هر) تدبير اللّٰه وٽ (محفوظ①) آهي ۽ توڙي انهن جي تدبير اهڙي هجي جو ان جي نتيجي ۾ جبل (به پنهنجي جاءِ تان) ٽري وڃن (هي تنهنجو ڪو نقصان نه ٿا ڪري سگهن).

فَلَا تَحْسَبَنَّ اللّٰهَ مُخْلِفَ وَعْدِهٖ رُسُلَهٗ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ ذُو انْتِقَامٍ ۝٤٨

٤٨- سو (اي مخاطب) تون اللّٰه کي پنهنجي رسولن سان پنهنجي واعدي جي خلاف (معاملو) ڪرڻ وارو هرگز نه سمجهه. اللّٰه يقيناً غالب (۽ بڇڙن ڪمن جي) سزا ڏيڻ وارو آهي.

يَوْمَ تُبَدَّلُ الْاَرْضُ غَيْرَ الْاَرْضِ وَالسَّمٰوٰتُ وَبَرَزُوْا لِلّٰهِ الْوَاحِدِ الْقَهَّارِ ۝٤٩

٤٩- (۽ اهو ڏينهن ضرور اچڻ وارو آهي) جنهن ڏينهن زمين ۽ آسمان بدلائي پيا زمين ۽ آسمان قائم ڪيا ويندا. ۽ هي (ماڻهو) اللّٰه جي سامهون هوندا جيڪو واحد (۽ هر هڪ شيءِ تي) ڪامل غلبو رکڻ وارو آهي.

وَتَرَى الْمُجْرِمِيْنَ يَوْمَىِٕذٍ مُّقَرَّنِيْنَ فِي الْاَصْفَادِ ۝٥٠ۚ

٥٠- ۽ انهيءَ ڏينهن تون انهن گنهگارن کي زنجيرن ۾ جڪڙيل ڏسندين.

سَرَابِيْلُهُمْ مِّنْ قَطِرَانٍ وَّتَغْشٰى

٥١- انهن جا پهراڻ (جڙ) ڏامر جا ٺهيل (ڪارا نحس) هوندا ۽ (دوزخ جي) باهه انهن

١- يعني ويساري ناهي وئي بلڪ خداتعاليٰ کي چڱيءَ طرح ياد آهي.

وُجُوْهَهُمُ النَّارُ ﴿٥١﴾

جي منهن کي ڍڪي رهي هوندي.

لِيَجْزِيَ اللّٰهُ كُلَّ نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ﴿٥٢﴾

**٥٢** -(اِهو انهيءَ ڪري ٿيندو)ته اللّٰه هر شخص کي جيڪي ڪجهه هن(پنهنجي لاءِ) ڪيو هوندو انهيءَ جو بدلو ڏئي.اللّٰــه يقيناً جلد حساب وٺڻ وارو آهي.

هٰذَا بَلٰغٌ لِّلنَّاسِ وَلِيُنْذَرُوْا بِهٖ وَلِيَعْلَمُوْٓا اَنَّمَا هُوَ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ وَّلِيَذَّكَّرَ اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿٥٣﴾ ع ٧ ١١ ١٩

**٥٣**- هيءُ (ذڪر)ماڻهن جي (نصيحت حاصل ڪرڻ)لاءِ ڪافي آهي ۽ انهيءَ ڳالهه جي لاءِ (به)ته انهن کي(اچڻ واري عذاب کان پوريءَ طرح )هوشيار ڪيو وڃي ۽ انهيءَ لاءِ (به) ته انهن کي معلوم ٿي وڃي ته اللّٰه ئي ① صرف هڪ حقيقي معبود آهي ۽ انهيءَ لاءِ(به)ته عقل وارا(ماڻهو)نصيحت حاصل ڪن.

١ -ترجمي ۾ هُـــــوَ جي ضمير جي جاءِ تي ظاهر اسم جو استعمال ڪيو ويو آهي ته جيئن مطلب واضح ٿي وڃي.

سُوْرَةُ الْحِجْرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةُ اٰيَةٍ وَّ سِتَّةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت حجر۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون هڪ سئو آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١۔(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانئو).

الٓرٰ ۟ تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ وَقُرْاٰنٍ مُّبِيْنٍ ②

٢۔مان① الله ڏسڻ وارو آهيان. هيءُ (هڪ) ڪامل ڪتاب ۽ (پنهنجي مطلبن کي) واضح ڪرڻ واري قرآن جون آيتون آهن.

رُبَمَا يَوَدُّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَوْ كَانُوْا مُسْلِمِيْنَ ③

٣۔جن ماڻهن(انهيءَ② جو)انڪار ڪيو آهي، اهي ڪڏهن ڪڏهن خواهش ڪندا آهن ته ڪاش اُهي(به انهيءَ جي)فرمانبرداري اختيار ڪرڻ وارا هجن ها.

ذَرْهُمْ يَاْكُلُوْا وَيَتَمَتَّعُوْا وَيُلْهِهِمُ الْاَمَلُ فَسَوْفَ يَعْلَمُوْنَ ④

٤۔تون انهن کي کائڻ پيئڻ ۽ وقتي سامانن مان نفعي حاصل ڪرڻ ۾ رُڌل ڇڏي ڏي ۽ (انهن کي ڇڏي ڏي ته انهن جون ڪوڙيون) اميدون انهن کي غافل ڪنديون رهن ڇو جو اهي سِگهو(ئي حقيقت)معلوم ڪري وٺندا.

وَمَآ اَهْلَكْنَا مِنْ قَرْيَةٍ اِلَّا وَلَهَا كِتَابٌ مَّعْلُوْمٌ ⑤

٥۔۽ اسان ڪڏهن ڪنهن ڳوٺ کي بغير انهي جي جو انهي متعلق(پهرين کان) هڪ ڄاتل فيصلو ٿي چڪو هجي تباهه ناهي ڪيو.

مَا تَسْبِقُ مِنْ اُمَّةٍ اَجَلَهَا وَمَا

٦۔ ڪا قوم به پنهنجي(تباهيءَ جي)مدي

---

١۔ الرٰ جي معنيٰ آهي ”مان الله ڏسڻ وارو آهيان.“ تفصيل لاءِ ڏسو سورت بقره نوٽ نمبر ١ آيت ٢.

٢۔يعني ڪتاب جو.

يَسْتَأْخِرُوْنَ ۝٥ | ڪان پڇي (بچي) نٿي سگهي ۽ نہ وري پوئتي رهجي (انهيءَ ڪان) بچي سگهي ٿي.

وَقَالُوْا يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْ نُزِّلَ عَلَيْهِ الذِّكْرُ اِنَّكَ لَمَجْنُوْنٌ ۝٦ | ٦ - ۽ اُنهن (وڏي زور سان) چيو (تہ) اڙي او شخص جنهن تي اِهو ذڪر لاٿو ويو آهي، تون يقيناً چريو آهين.

لَوْ مَا تَاْتِيْنَا بِالْمَلٰٓئِكَةِ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ۝٧ | ٧ - جيڪڏهن تون سچو آهين تہ ڇو ملائڪن ڪي اسان وٽ نہ ٿو آڻين.

مَا نُنَزِّلُ الْمَلٰٓئِكَةَ اِلَّا بِالْحَقِّ وَمَا كَانُوْٓا اِذًا مُّنْظَرِيْنَ ۝٨ | ٨ - (ڇا انهن ڪي معلوم ناهي تہ) اسان (جڏهن بہ) فرشتن ڪي (لاهيندا آهيون تہ) حق جي مطابق لاهيندا آهيون ۽ (جڏهن انهن ڪي ڪافرن جي لاءِ لاهيندا آهيون تہ) انهيءَ وقت انهن ڪي (يعني ڪافرن ڪي ٿورڙي بہ) مهلت ناهي ڏني ويندي.

اِنَّا نَحْنُ نَزَّلْنَا الذِّكْرَ وَاِنَّا لَهٗ لَحٰفِظُوْنَ ۝٩ | ٩ - هن ذڪر (يعني قرآن) ڪي اسان ئي لاٿو آهي ۽ اسان يقيناً انهيءَ جي حفاظت ڪنداسين.

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ فِيْ شِيَعِ الْاَوَّلِيْنَ ۝١٠ | ١٠ - ۽ اسان گذريل (زماني جي) ماڻهن جي جماعتن ۾ (بہ) توکان پهرئين رسول موڪليا هئا.

وَمَا يَاْتِيْهِمْ مِّنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ۝١١ | ١١ - ۽ جيڪو رسول بہ انهن وٽ ايندو هو، اُهي انهيءَ تي ڪلون ڪندا هئا.

كَذٰلِكَ نَسْلُكُهٗ فِيْ قُلُوْبِ | ١٢ - اهڙيءَ طرح سان انهي (ٺٺولَ جي عادت) ڪي گنهگارن جي دلين ۾ مضبوط (١) ڪندا

١ ـ قرآن مجيد ۾ نَسْلُكُهٗ جا لفظ آهن جن جي معنيٰ لغت ۾ هيءَ لکيل آهي تہ جهڙي ريت هٿ

الْمُجْرِمِيْنَ ﴿۱۳﴾ آهيون.

لَا يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ وَقَدْ خَلَتْ سُنَّةُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿۱۴﴾

۱۴- اِهي (ماڻهو) هن (قرآن) تي ايمان نٿا آڻين جيتوڻيڪ پهرين (جي باري اللّٰه) جي سنت گذري چڪي آهي.

وَلَوْ فَتَحْنَا عَلَيْهِمْ بَابًا مِّنَ السَّمَآءِ فَظَلُّوْا فِيْهِ يَعْرُجُوْنَ ﴿۱۵﴾

۱۵- ۽ جيڪڏهن (سمجهو ته) اسان انهن تي (سجاڻپ جي) ڪا آسماني واٽ کولي (به) ڇڏيون ها ۽ اُهي انهيءَ مان (فائدو وٺي) حقيقت کي سمجهڻ به لڳن ها.

لَقَالُوْٓا اِنَّمَا سُكِّرَتْ اَبْصَارُنَا بَلْ نَحْنُ قَوْمٌ مَّسْحُوْرُوْنَ ﴿۱۶﴾ ع

۱۶- ته (به) اُهي (ائين ئي) چون ها (ته) محض اسان جي اکين تي پردو وڌو ويو آهي (نه ته حقيقت ڪجهه به نا هي) پر اسان (ماڻهن) تي (ڪو) جادو ڪيو ويو آهي.

وَلَقَدْ جَعَلْنَا فِي السَّمَآءِ بُرُوْجًا وَّزَيَّنّٰهَا لِلنّٰظِرِيْنَ ﴿۱۷﴾

۱۷- ۽ يقيناً اسان آسمان ۾ (تارن جون) ڪيتريون منزلون ٺاهيون آهن ۽ اسان انهيءَ کي ڏسڻ وارن لاءِ خوبصورت ٺاهيو آهي.

وَحَفِظْنٰهَا مِنْ كُلِّ شَيْطٰنٍ رَّجِيْمٍ ﴿۱۸﴾

۱۸- ۽ (پڻ) اسان انهيءَ کي هر هڪ سرڪش (۽) ڌڪاريل (وجود جي پهچ) کان محفوظ ڪري ڇڏيو آهي.

اِلَّا مَنِ اسْتَرَقَ السَّمْعَ فَاَتْبَعَهٗ شِهَابٌ

۱۹- پر جيڪو شخص چوريءَ (وحي الٰهي جي) ڪا ڳالهه ٻڌي وٺي (۽ انهيءَ کي

---

**(باقي حاشيو)** ڪيسي ۾ هليو ويندو آهي اهڙيءَ طرح ڪنهن شيءِ کي ڪنهن ٻي شيءِ ۾ داخل ڪرڻ سلوڪ چورائيندو آهي (اقرب) پر جيئن ته ان جو اصل مطلب اِهو ئي آهي ته اهڙي طرح داخل ڪندا آهيون جو اهو سهولت سان اندر هليو ويندو آهي ۽ پنهنجي جاءِ ٺاهي وٺندو آهي اسان ترجمي ۾ ”مضبوط ڪندا آهيون“ لکيو آهي. چاڪاڻ ته ان لفظ جي اِهائي معني آهي.

مُّبِيۡنٌ﴿١٩﴾

قِتائي پڪيڙي)تہ انهيءَ جي پويان هڪ روشن شعلو ① لڳايو ويندو آهي.

وَالۡاَرۡضَ مَدَدۡنٰهَا وَاَلۡقَيۡنَا فِيۡهَا رَوَاسِىَ وَاَنۡۢبَتۡنَا فِيۡهَا مِنۡ كُلِّ شَىۡءٍ مَّوۡزُوۡنٍ﴿٢٠﴾

**٢٠**-۽ اسان زمين کي پکيڙيو آهي ۽ انهيءَ ۾ مضبوط جبل قائم ڪيا آهن ۽(پڻ)اسان انهيءَ ۾ هر قسم جي موزون شين کي(پيدا ڪيو ۽) وڌايو آهي.

وَجَعَلۡنَا لَـكُمۡ فِيۡهَا مَعَايِشَ وَمَنۡ لَّسۡتُمۡ لَهٗ بِرٰزِقِيۡنَ﴿٢١﴾

**٢١**-۽ انهيءَ ۾ اسان توهان لاءِ ۽(هر)انهيءَ (مخلوق)جي لاءِ جنهن کي توهان رزق نٿا ڏيو روزيءَ جا سامان پيدا ڪيا آهن.

وَاِنۡ مِّنۡ شَىۡءٍ اِلَّا عِنۡدَنَا خَزَآئِنُهٗ وَمَا نُنَزِّلُهٗۤ اِلَّا بِقَدَرٍ مَّعۡلُوۡمٍ﴿٢٢﴾

**٢٢**-۽ ڪا اهڙي شيءِ ڪانهي جنهن جا (غير محدود) خزانا اسان وٽ نہ هجن پر اسان انهن کي هڪ مقرر ڪيل اندازي موجب ئي لاهيندا آهيون.

وَاَرۡسَلۡنَا الرِّيٰحَ لَوَاقِحَ فَاَنۡزَلۡنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَسۡقَيۡنٰكُمُوۡهُ‌ ۚ وَمَاۤ اَنۡتُمۡ لَهٗ بِخٰزِنِيۡنَ﴿٢٣﴾

**٢٣**-۽ اسان (بخارات کي) کڻڻ واريون هوائون (بہ) مقرر ڪيون آهن ۽ (انهن جي ذريعي)اسان ڪڪرن مان پاڻي وسايو آهي. پوءِ اهو توهان کي پياريو آهي ۽ توهان پاڻ انهيءَ کي محفوظ② رکي نہ ٿي سگهيا(پر انهيءَ ذريعي سان اسان انهيءَ کي

١-يعني جيڪو قرآن ڪريم نازل ٿي چڪو آهي بي شرم مخالف ان مان ڪجهہ حصو ڪٽي ماڻهن ۾ اهڙي طرح پکيڙين ٿا جو مخالفت جو جوش وڌي وڃي.پر اللّٰـه تعاليٰ انهن جي شرارتن کي ڏسي ٿو جڏهن ڪو ائين ڪندو آهي تہ هو شرارت کي ظاهر ڪرڻ لاءِ معجزاتي طور تي اهڙي روشني پيدا ڪري ڇڏيندو آهي جنهن سان فريب کلي پوندو آهي ۽ شرارتي ڪافر مري ويندو آهي.

٢-يعني بادلن جي طريقي سان منو پاڻي محفوظ ٿيندو آهي.جيڪڏهن اِهو طريقو نہ هجي ها تہ نہ درياهہ ۽ نهرون هجن ها نہ کوهن جو پاڻي محفوظ هجي ها ۽ ماڻهو اُجارا مري وڃن ها ۽ ٻنيون سُڪي وڃن ها.

وَاِنَّا لَنَحْنُ نُحْيٖ وَنُمِيْتُ وَنَحْنُ الْوٰرِثُوْنَ ﴿٢٤﴾

وَلَقَدْ عَلِمْنَا الْمُسْتَقْدِمِيْنَ مِنْكُمْ وَلَقَدْ عَلِمْنَا الْمُسْتَاْخِرِيْنَ ﴿٢٥﴾

وَاِنَّ رَبَّكَ هُوَ يَحْشُرُهُمْ ؕ اِنَّهٗ حَكِيْمٌ عَلِيْمٌ ﴿٢٦﴾ ع ٢

وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ مِنْ صَلْصَالٍ مِّنْ حَمَاٍ مَّسْنُوْنٍ ﴿٢٧﴾

وَالْجَآنَّ خَلَقْنٰهُ مِنْ قَبْلُ مِنْ نَّارِ السَّمُوْمِ ﴿٢٨﴾

وَاِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلٰٓئِكَةِ اِنِّيْ خَالِقٌ بَشَرًا مِّنْ صَلْصَالٍ مِّنْ حَمَاٍ مَّسْنُوْنٍ ﴿٢٩﴾

محفوظ ڪري ڇڏيو آهي).

**٢٤**-۽ يقيناً اسان ئي جيئرو ڪندا ۽ ماريندا آهيون ۽ اسان ئي (سڀني جا) وارث آهيون.

**٢٥**-۽ اسان توهان کان اڳتي نڪري وڃڻ وارن کي(به)ڄاڻون ٿا.۽ (اهڙيءَ طرح)اسان (توهان منجهان)پوئتي رهجي وڃڻ وارن کي (به)ڄاڻون ٿا.

**٢٦**-۽ يقيناً تنهنجو رب ئي انهن کي جمع ڪندو. هُو حڪمت وارو(۽)گهڻو ڄاڻڻ وارو آهي.

**٢٧**-۽ انسان کي اسان آواز ڏيڻ واري مٽيءَ مان يعني ڪاري ڳاري مان جنهن جي شڪل تبديل ٿي وئي هئي پيدا ڪيو آهي.

**٢٨**-۽ (انهيءَ کان) پهرين جن کي اسان سخت① گرم هوا جي(قسم جي)باهه مان پيدا ڪيو هو.

**٢٩**-۽ (اي مخاطب انهيءَ وقت کي ياد ڪر) جڏهن تنهنجي رب فرشتن کي چيو هو (تہ)مان آواز ڏيڻ واري مٽي② يعني ڪاري ڳاري مان جنهن جي شڪل تبديل ٿي

---

١- اڳہ ٻڌايو ويو آهي تہ خُلِقَ مِنْ فُلَانٍ جي معنيٰ عربيءَ زبان ۾ هيءَ ٿيندي آهي تہ ان جي فطرت ۾ هيءَ ڳالهہ رکي وئي آهي.اِهائي معنيٰ هتي مراد آهي تہ وڏن ماڻهن ۾ وڏي ڪاوڙ پيدا ڪئي وئي آهي.جيئن تہ اسين ۾ ڪاوڙ جي عادت پئجي ويندي آهي ۽ هو پنهنجي خلاف ڳالهہ ناهن ٻڌي سگهندا.

٢-ان جو مفهوم بہ اُهڙي طرز تي آهي جيڪو آيت ٢٨ ۾ مٿي بيان ٿي چڪو آهي.

چڪي ھجي ھڪ بشر پيدا ڪرڻ وارو آھيان.

فَاِذَا سَوَّيْتُهٗ وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ فَقَعُوْا لَهٗ سٰجِدِيْنَ ﴿۳۰﴾

**۳۰**-پوءِ جڏھن مان انھيءَ کي مڪمل ڪري چڏيان ۽ انھيءَ(جي دل)۾ پنھنجو ڪلام وجھي ڇڏيان تہ توھان سڀئي انھيءَ سان گڏ① سجدو ڪندي(اللّٰہ جي حضور) ڪري پئجو.

فَسَجَدَ الْمَلٰٓئِكَةُ كُلُّهُمْ اَجْمَعُوْنَ ﴿۳۱﴾

**۳۱**- جنھن تي سڀني فرشتن (انھيءَ سان گڏ خدا کي) سجدو ڪيو.

اِلَّآ اِبْلِيْسَ ؕ اَبٰۤى اَنْ يَّكُوْنَ مَعَ السّٰجِدِيْنَ ﴿۳۲﴾

**۳۲**-سواءِ ابليس جي(جو) ھُن(خدا کي خالص) سجدو ڪرڻ وارن ساڻ(گڏجي)سجدي ڪرڻ کان انڪار ڪيو.

قَالَ يٰۤاِبْلِيْسُ مَا لَكَ اَلَّا تَكُوْنَ مَعَ السّٰجِدِيْنَ ﴿۳۳﴾

**۳۳**-(انھيءَ تي خدا)فرمايو(تہ)اي ابليس! توکي ڇا ٿيو جو تون(خالص انھيءَ جي حضور)سجدي ڪرڻ وارن سان گڏ نٿو ٿين.

قَالَ لَمْ اَكُنْ لِّاَسْجُدَ لِبَشَرٍ خَلَقْتَهٗ مِنْ صَلْصَالٍ مِّنْ حَمَاٍ مَّسْنُوْنٍ ﴿۳۴﴾

**۳۴**-ھُن چيو مان اھڙو ناھيان جو ھڪ اھڙي بشر جي طريقي تي ھلي فرمانبرداري اختيار ڪيان جنھن کي تو آواز ڏيڻ واري مٽي مان يعني اھڙي ڪاري گاري مان جنھن جي شڪل تبديل ٿي چڪي ھئي پيدا ڪيو آھي.

قَالَ فَاخْرُجْ مِنْهَا فَاِنَّكَ رَجِيْمٌ ﴿۳۵﴾

**۳۵**- فرمايائين(جيڪڏھن تنھنجو اھو خيال آھي)تہ تون انھيءَ(جاءِ)مان نڪري وڃ

---

١- ھن آيت ۾ سَجَدَ جو صلو لام آيو آھي جنھن جي معنيٰ ڪڏھن "ان کي" جي ھوندي آھي ۽ ڪڏھن "گڏ" جي. مفسرن ان جو ترجمو ھي ڪيو آھي تہ ھن کي يعني آدم کي سجدو ڪجو.پر ھي قرآن جي تعليم جي خلاف آھي ان ڪري اسان بي معنيٰ ڪئي آھي ۽ ھي ترجمو ڪيو آھي تہ آدم سان سجدي ۾ ڪري پئجو.يعني جھڙي طرح آدم صرف خدا جي عبادت ڪندو توھان بہ صرف خدا جي پوڄا ڪجو.

وَّ اِنَّ عَلَيْكَ اللَّعْنَةَ اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ ﴿٣٥﴾

قَالَ رَبِّ فَاَنْظِرْنِيْٓ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ﴿٣٦﴾

قَالَ فَاِنَّكَ مِنَ الْمُنْظَرِيْنَ ﴿٣٧﴾

اِلٰى يَوْمِ الْوَقْتِ الْمَعْلُوْمِ ﴿٣٨﴾

قَالَ رَبِّ بِمَآ اَغْوَيْتَنِيْ لَاُزَيِّنَنَّ لَهُمْ فِي الْاَرْضِ وَلَاُغْوِيَنَّهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿٣٩﴾

اِلَّا عِبَادَكَ مِنْهُمُ الْمُخْلَصِيْنَ ﴿٤٠﴾

قَالَ هٰذَا صِرَاطٌ عَلَيَّ مُسْتَقِيْمٌ ﴿٤١﴾

اِنَّ عِبَادِيْ لَيْسَ لَكَ عَلَيْهِمْ سُلْطٰنٌ اِلَّا مَنِ اتَّبَعَكَ مِنَ الْغٰوِيْنَ ﴿٤٢﴾

ڇو جو تون يقيناً تڙيل آهين.

**٣٦**- ۽(ياد رک تہ)جزا(۽ سزا)جي ڏينهن تائين توتي(منهنجي)لعنت رهندي.

**٣٧**-هُن چيو(تہ)اي منهنجا رب(جيڪڏهن تون ترتُ ئي مون کي سزا نٿو ڏين تہ)تون مون کي انهن جي(پيهر)اٿارڻ واري ڏينهن تائين مهلت① ڏي.

**٣٨**-فرمايائين: تون مهلت حاصل ڪرڻ وارن مان هوندين.

**٣٩**-انهيءَ مقرر وقت تائين(جنهن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي).

**٤٠**-هُن چيو(تہ)اي منهنجا رب جيئن تہ تو مون کي گمراهہ قرار ڏنو آهي مان ضرور انهن لاءِ دنيا ۾(گمراهيءَ کي)خوبصورت ڪري ڏيکاريندس ۽ انهن سڀني کي گمراهہ ڪري ڇڏيندس.

**٤١**- پر جيڪي تنهنجا سچا ٻانها آهن(۽ جيڪي منهنجي فريب ۾ نٿا اچي سگهن اهي بچي ويندا).

**٤٢**-(پوءِ)فرمايائين(تہ)مون ڏانهن اچڻ جي اها ئي سنئين راهہ آهي.

**٤٣**-جيڪي منهنجا ٻانها آهن انهن تي تنهنجو ڪڏهن بہ زور نہ هوندو. ها اهڙا شخص جيڪي تنهنجي پويان هلن يعني

١ـ ڏسو سورت اعراف آيت ١٥.

خود گمراهہ ٿين (اهي الڳ آهن).

وَ اِنَّ جَهَنَّمَ لَمَوْعِدُهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤- ۽ يقيناً جهنم انهن سيني (لاءِ) واعدي جي جاءِ آهي.

لَهَا سَبْعَةُ اَبْوَابٍ ؕ لِكُلِّ بَابٍ مِّنْهُمْ جُزْءٌ مَّقْسُوْمٌ ﴿٤٥﴾

٤٥- انهيءَ جا ست دروازا آهن (۽ انهيءَ جي) هر دروازي لاءِ انهن (ڪافرن) منجهان هڪ مقرر حصو ① هوندو.

ع ٣

اِنَّ الْمُتَّقِيْنَ فِيْ جَنّٰتٍ وَّ عُيُوْنٍ ﴿٤٦﴾

٤٦- متقي (ماڻهو) يقيناً باغن ۽ چشمن (واري جاءِ) ۾ (داخل) ٿيندا.

اُدْخُلُوْهَا بِسَلٰمٍ اٰمِنِيْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧- (انهن کي چيو ويندو تہ) توهان سلامتيءَ سان بي خوف (۽ خطري جي) انهن ۾ داخل ٿي وڃو.

وَ نَزَعْنَا مَا فِيْ صُدُوْرِهِمْ مِّنْ غِلٍّ اِخْوَانًا عَلٰى سُرُرٍ مُّتَقٰبِلِيْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨- ۽ انهن جي سينن ۾ جيڪو ڪينو (وغيره) بہ هوندو، انهيءَ کي اسان ڪڍي ڇڏينداسين، اهي ڀائر ڀائر ٿي (جنت ۾ رهندا ۽) تختن تي هڪ ٻئي جي سامهون (ويٺا) هوندا.

لَا يَمَسُّهُمْ فِيْهَا نَصَبٌ وَّ مَا هُمْ مِّنْهَا بِمُخْرَجِيْنَ ﴿٤٩﴾

٤٩- نہ انهن کي انهيءَ ۾ ٿڪاوٽ ٿيندي ۽ نہ ڪين انهيءَ مان ڪڍي ڪڍيو ويندو.

نَبِّئْ عِبَادِيْۤ اَنِّيْۤ اَنَا الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿٥٠﴾

٥٠- (اي پيغمبر!) منهنجي ٻانهن کي آگاهہ ڪري ڇڏ تہ مان گهڻو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهيان.

وَ اَنَّ عَذَابِيْ هُوَ الْعَذَابُ الْاَلِيْمُ ﴿٥١﴾

٥١- ۽ (اهو) تہ منهنجو عذاب ئي (حقيقت ۾) دردناڪ عذاب (هوندو) آهي.

---

١- قرآن مجيد ۾ جُزْءٌ جو لفظ آهي ۽ جيئن تہ جهنم ۾ هڪ گروهہ کي وڃڻو هو اسان "مقرر حصو" ترجمو ڪيو آهي ۽ اِهوئي صحيح آهي.

وَنَبِّئۡهُمۡ عَنۡ ضَيۡفِ اِبۡرٰهِيۡمَ ﴿٥٢﴾

**٥٢**-۽ انهن کي ابراهيم جي مهمانن جي متعلق (به) آگاهه ڪر.

اِذۡ دَخَلُوۡا عَلَيۡهِ فَقَالُوۡا سَلٰمًا ؕ قَالَ اِنَّا مِنۡكُمۡ وَجِلُوۡنَ ﴿٥٣﴾

**٥٣**- جڏهن اُهي هُن وٽ آيا ۽ چيائون (ته اسان توکي) سلام (چئون ٿا) ته هُن چيو (ته) اسان ته (توهان جي اچڻ جي سببان ①) ڊڄي رهيا آهيون.

قَالُوۡا لَا تَوۡجَلۡ اِنَّا نُبَشِّرُكَ بِغُلٰمٍ عَلِيۡمٍ ﴿٥٤﴾

**٥٤**-انهن چيو (ته) تون خوف نه ڪر، اسان توکي هڪ وڏي علم (ماڻڻ) واري نينگر جي بشارت ڏيون ٿا.

قَالَ اَبَشَّرۡتُمُوۡنِىۡ عَلٰٓى اَنۡ مَّسَّنِىَ الۡكِبَرُ فَبِمَ تُبَشِّرُوۡنَ ﴿٥٥﴾

**٥٥**-هنَ چيو (ته) ڇا توهان منهنجي پوڙهي ٿي وڃڻ جي باوجود مون کي هيءَ خوشخبري ڏني آهي، پوءِ (ٻڌايو ته) ڪهڙي بنياد تي توهان مونکي (هيءَ) خوشخبري ڏيو ٿا.

قَالُوۡا بَشَّرۡنٰكَ بِالۡحَـقِّ فَلَا تَكُنۡ مِّنَ الۡقٰنِطِيۡنَ ﴿٥٦﴾

**٥٦**-انهن چيو (ته) اسان توکي سچي خوشخبري ڏني آهي سو تون نااميد نه ٿيءُ.

قَالَ وَمَنۡ يَّقۡنَطُ مِنۡ رَّحۡمَةِ رَبِّهٖۤ اِلَّا الضَّآلُّوۡنَ ﴿٥٧﴾

**٥٧**-هُن چيو (ته مان ڪئين نااميد ٿي سگهان ٿو) ۽ گمراهن کانسواءِ پنهنجي رب جي رحمت کان ڪير نا اميد ٿيندو آهي.

قَالَ فَمَا خَطۡبُكُمۡ اَيُّهَا الۡمُرۡسَلُوۡنَ ﴿٥٨﴾

**٥٨**-(پوءِ) چيائين (ته چڱو) ته اي (خدا جا) موڪليل ملائڪو (اُهو) توهان جو اهم ڪم ڪهڙو آهي؟ (جنهن لاءِ توهان کي

---

١- هتي مِنۡكُمۡ آهي ۽ عربيءَ جو قاعدو آهي ته زير ڏيڻ واري حرف کان اڳ ڪو فعل يا فعل جو جانشين محذوف ڪيندا آهن. ان ڪري اسان هن جڳهه "اچڻ جي سبب" جا لفظ محذوف ڪيا آهن جنهن سان ترجمو واضح ٿي وڃي ٿو.

موڪليو ويو آهي).

قَالُوٓا اِنَّآ اُرۡسِلۡنَآ اِلٰى قَوۡمٍ مُّجۡرِمِيۡنَ ۙ﴿۵۹﴾

**۵۹**- انهن چيو(تہ) اسان کي هڪ مجرم قوم ڏانهن (انهن جي تباهيءَ لاءِ) موڪليو ويو آهي.

اِلَّآ اٰلَ لُوۡطٍ ؕ اِنَّا لَمُنَجُّوۡهُمۡ اَجۡمَعِيۡنَ ۙ﴿۶۰﴾

**۶۰**-سواءِ لوط جي پوئلڳن جي(جو) انهن سڀني کي اسان بچائي وٺنداسين.

اِلَّا امۡرَاَتَهٗ قَدَّرۡنَآ ۙ اِنَّهَا لَمِنَ الۡغٰبِرِيۡنَ ﴿۶۱﴾ ع

**۶۱**- ها هُن جي زال جي متعلق اسان جو اندازو آهي تہ اُها پوئتي رهڻ(۽ تباهہ ٿيڻ) وارن مان هوندي.

فَلَمَّا جَآءَ اٰلَ لُوۡطِ ۨالۡمُرۡسَلُوۡنَ ۙ﴿۶۲﴾

**۶۲**- پوءِ جڏهن(اسان جا) موڪليل ماڻهو آل لوط وٽ آيا.

قَالَ اِنَّكُمۡ قَوۡمٌ مُّنۡكَرُوۡنَ ﴿۶۳﴾

**۶۳**-تہ هُن (اُنهن کي) چيو(تہ) توهان (هن علائقي ۾) اوپرا① (معلوم ٿيو) ٿا.

قَالُوۡا بَلۡ جِئۡنٰكَ بِمَا كَانُوۡا فِيۡهِ يَمۡتَرُوۡنَ ﴿۶۴﴾

**۶۴**- اُنهن چيو(اصل) ڳالهہ هيءَ آهي تہ اسان تو وٽ انهيءَ (عذاب) جي خبر کڻي آيا آهيون جنهن جي متعلق هي(ماڻهو) شڪ ڪندا رهيا آهن.

وَاَتَيۡنٰكَ بِالۡحَـقِّ وَاِنَّا لَصٰدِقُوۡنَ ﴿۶۵﴾

**۶۵**-۽ اسان تو وٽ يقيني خبر آندي آهي ۽ اسان سچا آهيون.

فَاَسۡرِ بِاَهۡلِكَ بِقِطۡعٍ مِّنَ الَّيۡلِ وَاتَّبِعۡ اَدۡبَارَهُمۡ وَلَا يَلۡتَفِتۡ مِنۡكُمۡ اَحَدٌ

**۶۶**-سو تون رات جي آخري پَهَرَ ۾ (ڪنهن وقت) پنهنجي گهروارن کي وٺي (هتان) هليا وڃو ۽(پاڻ) سندن پنيان(پنيان) رهُ ۽

١ ـ هتي منكر جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ لغت ۾ اڻ ڄاڻ جي يعني ان شخص جي هوندي آهي جنهن کي علائقي جا ماڻهو ڄاڻندا نہ هجن(اقرب).

وَّ امْضُوْا حَيْثُ تُؤْمَرُوْنَ ﴿٦٥﴾

توهان مان ڪو پوئتي مڙي نه ① ڏسي ۽ جتي② وڃڻ جو حڪم توهان کي ڏنو وڃي ٿو (سيئي اوڏانهن) هليا وڃو.

وَقَضَيْنَآ اِلَيْهِ ذٰلِكَ الْاَمْرَ اَنَّ دَابِرَ هٰٓؤُلَآءِ مَقْطُوْعٌ مُّصْبِحِيْنَ ﴿٦٦﴾

**٦٧**-۽ هيءُ ڳالهه اسان هُن کي يقيني طور ٻڌائي ڇڏي ته انهن ماڻهن جي پاڙ صبح (ٿيندي ئي) پٽي ويندي.

وَجَآءَ اَهْلُ الْمَدِيْنَةِ يَسْتَبْشِرُوْنَ ﴿٦٧﴾

**٦٨**-۽ انهيءَ شهر جا ماڻهو خوشيون③ ملهائيندي هُن (يعني لوط) وٽ آيا (انهيءَ خيال سان ته هاڻي هُن کي پڪڙڻ جو موقعو ملي ويو آهي).

قَالَ اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ ضَيْفِيْ فَلَا تَفْضَحُوْنِ ﴿٦٨﴾

**٦٩**-(جنهن تي) هُن (اُنهن کي) چيو (ته) هي ماڻهو منهنجا مهمان آهن. توهان (انهن کي ڏيجاري) مون کي خوار نه ڪيو.

وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَلَا تُخْزُوْنِ ﴿٦٩﴾

**٧٠**-۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو، ۽ مون کي ذليل نه ڪيو.

قَالُوْٓا اَوَلَمْ نَنْهَكَ عَنِ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٧٠﴾

**٧١**- انهن چيو ته ڇا اسان توکي جنهن تنهن کي پاڻ وٽ رهائڻ کان روڪيو نه هو.

---

١- هن حڪم سان لوط عليه السلام جي زال ٻارن تي احسان ڪيائين ته جيڪڏهن پوئتي مُڙي ڏسن ته شايد پوئتي رهجي وڃڻ وارين پرٽيل ڏيئرن ۽ نانين جي ڪري ڪو آزمائش ۾ نه اچي وڃي.

٢- يعني هي نياپو ڪٿي اچڻ وارا ماڻهو جنهن جڳهه جو توکي ڏَسُ ڏين اتي هليا وڃو جو اهائي اسانجي مرضي آهي.

٣- اڳ۾ لکيو ويو آهي ته بائيبل ۽ قرآن مجيد جي مطابق اهي ماڻهو حضرت لوطؑ کي جهليندا هئا ته هو وَاٽهڙُن کي گهر نه آڻين. پر حضرت لوطؑ مهمانوازيءَ کان مجبور هئا. ان ڪري هو جهلڻ کانپوءِ به مهمان واٽهڙن کي گهر وٺي آيو سندن قوم خوشيءَ مان ڊڪندي آئي ته هاڻي لوطؑ قابو ٿي ويو آهي ۽ هاڻي کيس سزا ڏيڻ جو اسان کي وَجُهه ملي ويندو.

قَالَ هٰٓؤُلَآءِ بَنٰتِيۡٓ اِنۡ كُنۡتُمۡ فٰعِلِيۡنَ ﴿۷۲﴾

٧٢- هُن چيو(تہ)جيڪڏهن توهان ڪي (منهنجي خلاف)ڪجهہ ڪرڻو(ئي) هجي تہ هي منهنجون نياڻيون(توهان ۾ موجود ئي) آهن(جيڪي ڪافي ضمانت① آهن).

لَعَمۡرُكَ اِنَّهُمۡ لَفِيۡ سَكۡرَتِهِمۡ يَعۡمَهُوۡنَ ﴿۷۳﴾

٧٣- (اي اسان جا نبي!)تنهنجي زندگيءَ جو قسم(تہ) هي(تنهنجا مخالفَ بہ) يقيناً (انهن ئي وانگر)پنهنجي مستيءَ ۾ گمراہ ٿي رهيا آهن.

فَاَخَذَتۡهُمُ الصَّيۡحَةُ مُشۡرِقِيۡنَ ﴿۷۴﴾

٧٤- انَ تي انهيءَ (واعدي ڪيل) عذاب هُنن ڪي (يعني لوط جي قوم ڪي)ڏينهن چڙهندي (ئي)پڪڙي ورتو.

فَجَعَلۡنَا عَالِيَهَا سَافِلَهَا وَاَمۡطَرۡنَا عَلَيۡهِمۡ حِجَارَةً مِّنۡ سِجِّيۡلٍ ﴿۷۵﴾

٧٥- جنهن تي اسان انهيءَ بستيءَ جي مٿين ② سطح ڪي انهيءَ جي هيٺين سطح ڪري ڇڏيو ۽ انهن تي پڪل مٽيءَ جا پَهَڻَ وَسايا.

اِنَّ فِيۡ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّلۡمُتَوَسِّمِيۡنَ ﴿۷۶﴾

٧٦- هن(ذڪر)۾ دانائيءَ ڪان ڪم وٺڻ وارن لاءِ يقيناً ڪيترائي نشان آهن.

وَاِنَّهَا لَبِسَبِيۡلٍ مُّقِيۡمٍ ﴿۷۷﴾

٧٧- ۽ اُها③(ڪا گمنام جڳهہ ناهي پر) هڪ وڏي مستقل رستي تي(واقع)④ آهي.

اِنَّ فِيۡ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّلۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿۷۸﴾

٧٨- هن(واقعي)۾ مومنن(جي فائدي) لاءِ يقيناً هڪ نشان(موجود)آهي.

وَاِنۡ كَانَ اَصۡحٰبُ الۡاَيۡكَةِ لَظٰلِمِيۡنَ ﴿۷۹﴾

٧٩- ۽ ايڪہ ⑤ وارا(بہ) يقيناً ظالم هئا.

---

١- ڏسو سورت هود آيت ٧٩.

٢- يعني زلزلي سان زمين هيٺ مٿي ڪري ڇڏي.

٣- يعني لوطؑ جو ڳوٺ.

٤- يعني حجاز ڪان شام وڃڻ واري دڳ تي واقع آهي.

٥- اصحاب الايڪہ حضرت شعيب عليہ السلام جي قوم جو ٻيو نالو آهي.ايڪہ گهاٽي جهنگ ڪي چوندا آهن. ۽ اهڙي جهنگ ڪي بہ جنهن ۾ ٻير ۽ ڪبڙ جا وڻ وڏي انگ ۾ هجن.معلوم ٿئي ٿو تہ

فَانْتَقَمْنَا مِنْهُمْ ۘ وَاِنَّهُمَا لَبِاِمَامٍ مُّبِيْنٍ ﴿٨٠﴾

٨٠- اِن ڪري اسان اُنهن کي به(اُهڙيءَ طرح سخت)سزا ڏني هئي ۽ اِهي ٻئي(جايون) هڪ (صاف ۽) واضح رستي تي(واقع)آهن.

وَلَقَدْ كَذَّبَ اَصْحٰبُ الْحِجْرِ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٨١﴾

٨١-حجر① وارن(به)يقيناً (اسان جي) پيغمبرن کي ڪوڙو ڪيو هو.

وَاٰتَيْنٰهُمْ اٰيٰتِنَا فَكَانُوْا عَنْهَا مُعْرِضِيْنَ ﴿٨٢﴾

٨٢-۽ اُنهن کي(به)اسان پنهنجا(هر قسم جا) نشان ڏنا هئا جنهن جو نتيجو(اُبتڙ)هي ٿيو جو اُهي انهن کان منهن موڙي ويا.

وَكَانُوْا يَنْحِتُوْنَ مِنَ الْجِبَالِ بُيُوْتًا اٰمِنِيْنَ ﴿٨٣﴾

٨٣- ۽ اُهي جبلن جي ڪن حصن کي ڪتي امن سان(زندگي بسر ڪندي)گهر ٺاهيندا هئا.

فَاَخَذَتْهُمُ الصَّيْحَةُ مُصْبِحِيْنَ ﴿٨٤﴾

٨٤-۽ (واعدي جي مطابق)صبح ٿيندي (ئي)انهيءَ (واعدي ڪيل)عذاب انهن کي اچي ورتو.

فَمَآ اَغْنٰى عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿٨٥﴾

٨٥-۽ جيڪو(مال)اُهي جمع ڪندا هئا انهيءَ هُنن کي(تنهن وقت)ڪجهه به فائدو نه ڏنو.

وَمَا خَلَقْنَا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَآ اِلَّا بِالْحَقِّ ۗ وَاِنَّ السَّاعَةَ لَاٰتِيَةٌ

٨٦-۽ اسان آسمانن ۽ زمين کي ۽ جو ڪجهه انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي حق(۽ حڪمت) سان پيدا ڪيو آهي، ۽ اُها

(باقي حاشيو)مدين وٽ ڪو گهاٽو جهنگ هو، جنهن ۾ انهن ٻنهي قسمن جا وڻ تمام گهڻا موجود هئا.ان ڪري مدين جا رهاڪو اصحاب الايڪه به چورائيندا هئا.

١-حِجُر مان مراد اهو احاطو يا قلعو يا شهر هوندو آهي جنهن جي چئو ڦير پٿرن جي ڀت هجي. اصحاب الحجر مان مراد ثمود يعني صالح عليه السلام جي قوم جو شهر آهي.ان کي حِجر ان ڪري چوندا آهن جو مضبوط چوديوارين جو شهر هو.

فَاصۡفَحِ الصَّفۡحَ الۡجَمِيۡلَ ﴿٨٦﴾

(واعدي ڪيل) گهڙي يقيناً اچڻ واري آهي انهيءَ ڪري تون (انهن جي زيادتين تي) گهڻي درگذر ڪان ڪم وٺ.

اِنَّ رَبَّكَ هُوَ الۡخَلّٰقُ الۡعَلِيۡمُ ﴿٨٧﴾

٨٧-يقيناً تنهنجو رب گهڻو پيدا ڪرڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَلَقَدۡ اٰتَيۡنٰكَ سَبۡعًا مِّنَ الۡمَثَانِىۡ وَالۡقُرۡاٰنَ الۡعَظِيۡمَ ﴿٨٨﴾

٨٨-۽ اسان يقيناً توکي ست ورجائڻ ① واريون (آيتون) ۽ (تمام وڏي) عظمت وارو قرآن ڏنو آهي.

لَا تَمُدَّنَّ عَيۡنَيۡكَ اِلٰى مَا مَتَّعۡنَا بِهٖۤ اَزۡوَاجًا مِّنۡهُمۡ وَلَا تَحۡزَنۡ عَلَيۡهِمۡ وَاخۡفِضۡ جَنَاحَكَ لِلۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿٨٩﴾

٨٩- ۽ جيڪو اسان انهن مان ڪيترن ٽولن کي (عارضي نفعي جو) سامان ڏنو آهي انهيءَ ڏانهن اکيون ② پٽي پٽي نه ڏس. ۽ انهن (جي تباهيءَ) تي غم نه ڪر ۽ مومنن تي پنهنجي (شفقت جي) ٻِڪَراٽِي وجهي رک.

وَقُلۡ اِنِّىۡۤ اَنَا النَّذِيۡرُ الۡمُبِيۡنُ ﴿٩٠﴾

٩٠-تون چؤ مان هڪ ظاهر ظهور هوشيار ڪرڻ وارو آهيان.

١- يعني سورت فاتحه جنهن جون آيتون بار بار نمازن ۾ پڙهيون ويندون آهن. مَثَانِىۡ مَثۡنٰى جي جمع ٻه ٽي سگهي ٿي جنهن جي معنيٰ ثنا (تعريف) جي آهي. انهن معنائن جي لحاظ سان آيت جو ترجموهي ٿيندو ته اسان اهڙيون ست آيتون توکي ڏنيون آهن جن ۾ اللّٰــه جي واکاڻ ڪامل طور تي بيان ڪئي وئي آهي. مَثَانِىۡ جي ٽين معنيٰ وادي جي موڙ جي ٻه هوندي آهي. ان معنيٰ جي لحاظ سان هن آيت جي هيءَ معنيٰ آهي ته اُهي ست آيتون توکي ڏنيون ويون آهن جن ۾ خدا تعاليٰ ۽ ٻانهي جي تعلق تي پورو بحث ڪيو ويو آهي.

٢- يعني اي نبيؐ ڪافرن جي ملڪيتن کي عجب جي نظر سان نه ڏس. ڇاڪاڻ ته انهن لاءِ تباهي مقدر ٿي چڪي آهي. ان ڪري هي مال نه انهن کي ڪو فائدو رسائيندو ۽ نه تنهنجو انهن لاءِ غمگين ٿيڻ انهن کي ڪو فائدو ڏيندو. ان ڪري ان خيال کي دل مان ڪيي ڇڏ.

كَمَآ اَنْزَلْنَا عَلَى الْمُقْتَسِمِيْنَ ﴿٩١﴾

**٩١**-انهيءَ ڪري جو(خدا چوي ٿو ته)اسان انهن (ماڻهن) لاءِ (به) عذاب مقرر ڪري ڇڏيو آهي جن (رسول ڪريم ﷺ جي خلاف منصوبن ۾ پنهنجون) ذميواريون① ورهائي ڇڏيون هيون.

الَّذِيْنَ جَعَلُوا الْقُرْاٰنَ عِضِيْنَ ﴿٩٢﴾

**٩٢**-(يعني) اُهي (ماڻهو) جن قرآن کي ڪوڙين ② ڳالهين جو مجموعو قرار ڏنو هو.

فَوَرَبِّكَ لَنَسْـَٔلَنَّهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿٩٣﴾

**٩٣**-سو تنهنجي رب جو قسم ! اسان انهن سيني کان جواب طلب ڪنداسين.

عَمَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٩٤﴾

**٩٤**- اُنهن ڪمن جي متعلق جيڪي اُهي ڪندا هئا.

فَاصْدَعْ بِمَا تُؤْمَرُ وَاَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٩٥﴾

**٩٥**-سو جنهن ڳالهه (جي پهچائڻ) جو توکي حڪم ڏنو وڃي ٿو اُهو کولي (ماڻهن کي) ٻڌائي ڇڏ ۽ انهن مشرڪن (جي ڳالهه) کان پاسو ڪر.

اِنَّا كَفَيْنٰكَ الْمُسْتَهْزِءِيْنَ ﴿٩٦﴾

**٩٦**- اسان يقيناً توکي انهن ٺٺول ڪرڻ وارن (جي شر) کان محفوظ رکنداسين.

الَّذِيْنَ يَجْعَلُوْنَ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ ۚ فَسَوْفَ يَعْلَمُوْنَ ﴿٩٧﴾

**٩٧**-جيڪي اللّٰه سان گڏ ڪئي ٻيا معبود ٻڌائي رهيا آهن، سو اُهي جلد ئي (انهيءَ جو نتيجو) معلوم ڪري وٺندا.

وَلَقَدْ نَعْلَمُ اَنَّكَ يَضِيْقُ صَدْرُكَ بِمَا

**٩٨**- ۽ اسان يقيناً ڄاڻون ٿا ته جيڪي

---

١-مثال طور هجرت جي موقعي تي.

٢- عِضِيْن جو لفظ جيڪو عِضَةٌ جي جمع آهي ان جي معنيٰ ٽڪري جي به آهي، جيڪا اڳوڻي ترجمي ڪندڙن ڪئي آهي پر ان جي معنيٰ لغت ۾ ڪوڙ جي به آهي جيڪا اسان اختيار ڪئي آهي. ڏسو اقرب

يَقُوْلُوْنَ ﴿٩٨﴾

ڪجهہ،اُهي چون ٿا انهيءَ ڪان تنهنجي دل تنگ ٿي ٿئي.

فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ وَكُنْ مِّنَ السّٰجِدِيْنَ ﴿٩٩﴾

**٩٩**-سو تون پنهنجي رب جي حمد ڪندي (انهيءَ جي) تسبيح ڪر ۽(انهيءَ جي) ڪامل فرمانبردارن مان ٿيءُ.

وَاعْبُدْ رَبَّكَ حَتّٰى يَأْتِيَكَ الْيَقِيْنُ ﴿١٠٠﴾ ع

**١٠٠**- ۽ پنهنجي رب جي عبادت ڪندو رهُہ، ايستائين جو توتي موت(جي گهڙي) اچي وڃي.

سُوْرَةُ النَّحْلِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ تِسْعٌ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةَ عَشَرَ رُكُوْعًا

سورت نحل- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون هڪ سئو اُڻتيهه آيتون ۽ سورنهن رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَتٰۤى اَمْرُ اللّٰهِ فَلَا تَسْتَعْجِلُوْهُ ؕ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ②

٢-(اي منڪرو!) الله جو حڪم جاڻ اچڻ وارو آهي،انهيءَ ڪري(هاڻي)توهان انهيءَ جي جلد اچڻ جو مطالبو نہ ڪيوءُ اها پاڪ (ذات)آهي ۽ جيڪي(ڳالهيون)اُهي (ڪافر) شرڪ جي متعلق چون ٿا هُو انهن کان گهڻو مٿي آهي.

يُنَزِّلُ الْمَلٰٓئِكَةَ بِالرُّوْحِ مِنْ اَمْرِهٖ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖۤ اَنْ اَنْذِرُوْۤا اَنَّهٗ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّاۤ اَنَا فَاتَّقُوْنِ ③

٣- هُو فرشتن کي پنهنجي ٻانهن تي جن کي هُو پسند ڪندو آهي پنهنجي حڪم سان ڪلام ڏئي لاهيندو آهي(۽ رسولن کي چوندو آهي)تہ(ماڻهن کي)خبر ڏيو تہ ڳالهہ اها ئي صحيح آهي تہ مون کان سواءِ ڪو بہ (سچو)معبود ناهي.تنهنڪري توهان (مصيبتن کان)پنهنجي بچاءَ جو ذريعي مون کي ئي بڻايو.

خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ ؕ تَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ④

٤-هُن آسمانن ۽ زمين کي حق(۽ حڪمت) سان پيدا ڪيو آهي(۽)انهن جي مشرڪاڻہ خيالن کان اهو تمام گهڻو مٿي آهي.

خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ نُّطْفَةٍ فَاِذَا

٥- هُن انسان کي هڪ(حقير)نطفي مان

هُوَ خَصِيۡمٌ مُّبِيۡنٌ ۝٥

پيدا ڪيو آهي پوءِ هُو(پنهنجي پاڻ ڪي ايترو وڏو سمجهڻ لڳي ٿو جو اسان جي باري ۾)پڌرو جهيڙاڪ بڻجي وڃي ٿو.

وَالۡاَنۡعَامَ خَلَقَهَا ۚ لَكُمۡ فِيۡهَا دِفۡءٌ وَّمَنَافِعُ وَمِنۡهَا تَاۡكُلُوۡنَ ۝٦

٦-۽ چوپاين ڪي(الله پيدا ڪيو آهي ۽ انهن ڪي)اهڙو بڻايو اٿس جو انهن ۾ توهان لاءِ گرميءَ جو سامان آهي ۽(ٻيا به)ڪيترا نفعا آهن ۽ توهان انهن(جي گوشت)جو ڪجهه حصو کائو ٿا.

وَلَكُمۡ فِيۡهَا جَمَالٌ حِيۡنَ تُرِيۡحُوۡنَ وَحِيۡنَ تَسۡرَحُوۡنَ ۝٧

٧-۽ (انهيءَ کان علاوه)جڏهن توهان انهن کي چاري شام جو(انهن جي وٿاڻن ڏانهن) واپس آڻيو ٿا ته انَ ۾ هڪ قسم جي زينت جو سامان هوندو آهي اهڙيءَ طرح انَ وقت جڏهن توهان انهن ڪي(صبح جو)چرڻ لاءِ (آزاد)ڇڏيو ٿا(ته ان ۾ به توهان لاءِ زينت ۽ وڏائيءَ جو سامان هوندو آهي).

وَتَحۡمِلُ اَثۡقَالَكُمۡ اِلٰى بَلَدٍ لَّمۡ تَكُوۡنُوۡا بٰلِغِيۡهِ اِلَّا بِشِقِّ الۡاَنۡفُسِ ؕ اِنَّ رَبَّكُمۡ لَرَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ ۝٨

٨-۽ اُهي توهان جو بار کڻي انهيءَ (پرانهين) شهر تائين به کڻي ويندا آهن جيستائين توهان پنهنجي جانين کي تڪليف ۾ وجهڻ کان سواءِ نٿا نيئي سگهو. توهان جو رب يقيناً (توهان تي)وڏي شفقت ڪرڻ وارو(۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَّالۡخَيۡلَ وَالۡبِغَالَ وَالۡحَمِيۡرَ لِتَرۡكَبُوۡهَا وَزِيۡنَةً ؕ وَيَخۡلُقُ مَا لَا تَعۡلَمُوۡنَ ۝٩

٩-۽ هُن گهوڙن، خچرن ۽ گڏهن کي(به) توهان جي سواريءَ لاءِ ۽(پڻ) زينت(۽ شان) لاءِ(پيدا ڪيو آهي)۽ (آئيندي به)هُو

(توهان لاءِ سواريءَ جو وڏيڪ سامان①)

جنهن کي توهان (هينئر) نٿا ڄاڻو پيدا ڪندو.

وَعَلَى اللّٰهِ قَصْدُ السَّبِيْلِ وَمِنْهَا جَآئِرٌ ؕ وَلَوْ شَآءَ لَهَدٰىكُمْ اَجْمَعِيْنَ ⑩ ع

١٠- ۽ (توهان کي) دين جي سڌي واٽ (جو ٻڌائڻ به) اللّٰه تي جي ذمي آهي ۽ (انهيءَ جي ضرورت انهيءَ ڪري آهي جو) انهن (يعني دين جي رستن) مان ڪي ڏِنگا (هوندا) آهن. پر جيڪڏهن اهو (اللّٰه) پنهنجي مرضي نافذ ڪري ها ته توهان سڀني کي هدايت (ئي) ڏئي ها.

هُوَ الَّذِيْٓ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً لَّكُمْ مِّنْهُ شَرَابٌ وَّمِنْهُ شَجَرٌ فِيْهِ تُسِيْمُوْنَ ⑪

١١- (اللّٰه) اُهو ئي ته آهي جنهن ڪڪرن مان پاڻي وسايو آهي- اُنهيءَ مان توهان جي پيئڻ جو (پاڻي مهيا ٿيندو) آهي ۽ اُنهيءَ مان اُهي وڻ (به تيار) ٿيندا آهن جن ۾ توهان (چوپاين کي) چاريو ٿا.

يُنْۢبِتُ لَكُمْ بِهِ الزَّرْعَ وَالزَّيْتُوْنَ وَالنَّخِيْلَ وَالْاَعْنَابَ وَمِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ⑫

١٢- هُو انهيءَ جي وسيلي توهان لاءِ پوک، زيتون ۽ کجيءَ جا وڻ ۽ انگور ۽ (ٻيا) هر قسم جا ميوا پيدا ڪري ٿو انهن ماڻهن لاءِ جيڪي غور ۽ فڪر کان ڪم وٺندا آهن. انهيءَ ۾ يقيناً هڪ (ڪليل) نشان (ملندڙ) آهي.

وَسَخَّرَ لَكُمُ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ ۙ وَالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ؕ وَالنُّجُوْمُ مُسَخَّرٰتٌۢ بِاَمْرِهٖ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ

١٣- ۽ هُن رات ۽ ڏينهن کي ۽ سج ۽ چنڊ کي توهان لاءِ خدمت تي لڳائي ڇڏيو آهي ۽ (ٻيا) سڀ (گرهه ۽) تارا (به) انهيءَ جي حڪم سان (توهان جي) خدمت تي مقرر آهن جيڪي ماڻهو عقل کان ڪم وٺندا

١- ان ۾ صاف طور تي ريل، بحري جهاز، هوائي جهاز ۽ ڪار وغيره جي پيشگوئي آهي.

يَّعۡقِلُوۡنَ ۙ﴿۱۲﴾

آهن انهن لاءِ اُن ۾ يقيناً ڪيترائي نشان (ملندڙ) آهن.

وَمَا ذَرَاَ لَـكُمۡ فِى الۡاَرۡضِ مُخۡتَلِفًا اَلۡوَانُهٗ ؕ اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّقَوۡمٍ يَّذَّكَّرُوۡنَ ﴿۱۳﴾

١٣- ۽ جيڪي مختلف قسمن جون شيون هُن توهان لاءِ زمين ۾ پيدا ڪيون آهن (اُهي سڀ توهان جي ڪم اچي رهيون آهن) انهن (شيئن جي پيدائش) ۾ (به) انهن ماڻهن لاءِ جيڪي نصيحت حاصل ڪندا آهن يقيناً هڪ نشان (ملندڙ) آهي.

وَهُوَ الَّذِىۡ سَخَّرَ الۡبَحۡرَ لِتَاۡكُلُوۡا مِنۡهُ لَحۡمًا طَرِيًّا وَّتَسۡتَخۡرِجُوۡا مِنۡهُ حِلۡيَةً تَلۡبَسُوۡنَهَا ۚ وَتَرَى الۡفُلۡكَ مَوَاخِرَ فِيۡهِ وَلِتَبۡتَغُوۡا مِنۡ فَضۡلِهٖ وَلَعَلَّكُمۡ تَشۡكُرُوۡنَ ﴿۱۴﴾

١٤- انهيءَ ئي سمنڊ کي (به توهان جي) خدمت تي لڳائي ڇڏيو آهي ته جيئن توهان اُن مان (مڇيءَ جو) تازو گوشت کائو ۽ انهيءَ مان زيور (جو سامان به) ڪڍو جنهن کي توهان (ماڻهو) پائڻ جي ڪَمِ آڻيو ٿا ۽ (اي مخاطب) تون انهيءَ ۾ ٻيڙين کي پاڻي چيريندي (۽ زورَسان هلندي) ڏسين ٿو (جيڪي انهيءَ لاءِ هلن ٿيون ته توهان سامونڊي سفر طئي ڪيو) ۽ ته جيئن توهان انهيءَ جا ڪي ٻيا فضل (به) تلاش ڪيو ۽ ته جيئن توهان (هُن جو) شڪر ادا ڪيو.

وَاَلۡقٰى فِى الۡاَرۡضِ رَوَاسِىَ اَنۡ تَمِيۡدَ بِكُمۡ وَاَنۡهٰرًا وَّسُبُلًا لَّعَلَّكُمۡ تَهۡتَدُوۡنَ ۙ﴿۱۵﴾

١٥- ۽ هُن زمين ۾ (مضبوط) جبل ٻڌايا آهن اِن لاءِ ته اُها (ڇُرندي پُرندي) توهان کي چڪر ۾ نه وجهي ۽ (هُن توهان لاءِ) ڪيترائي درياءَ (وهايا آهن) ۽ ڪيترائي (خشڪيءَ جا) رستا (به ناهيا) آهن ته جيئن توهان (آسانيءَ سان پنهنجي منزل مقصود

تائين) راهہ ماڻي سگھو.

وَعَلٰمٰتٍ ؕ وَبِالنَّجۡمِ هُمۡ يَهۡتَدُوۡنَ ﴿۱۷﴾

١٧-۽ (انهن ڪانسواءِ هُن) ڪيترين (پيون) نشانيون بہ (قائم ڪيون آهن) ۽ تارن جي وسيلي (بہ) اُهي (ماڻهو) راهہ حاصل ڪن ٿا.

اَفَمَنۡ يَّخۡلُقُ كَمَنۡ لَّا يَخۡلُقُ ؕ اَفَلَا تَذَكَّرُوۡنَ ﴿۱۸﴾

١٨-پوءِ (ٻڌايو تہ سهي تہ) ڇا جيڪو پيدا ڪري ٿو اُهو انهيءَ جهڙو ٿي سگھي ٿو جيڪي (ڪجهہ بہ) پيدا نٿو ڪري، ڇا توهان پوءِ (بہ) نٿا سمجهو.

وَاِنۡ تَعُدُّوۡا نِعۡمَةَ اللّٰهِ لَا تُحۡصُوۡهَا ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَغَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۱۹﴾

١٩-۽ جيڪڏهن توهان اللّٰه جا احسان ڳڻڻ لڳو تہ (ڪڏهن) توهان انهن کي ڳڻي نہ سگھندؤ. اللّٰه يقيناً گھڻو (ئي) بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاللّٰهُ يَعۡلَمُ مَا تُسِرُّوۡنَ وَمَا تُعۡلِنُوۡنَ ﴿۲۰﴾

٢٠-۽ جيڪي ڪجهہ توهان لڪايو ٿا ۽ جيڪي ڪجهہ توهان ظاهر ڪيو ٿا اللّٰه اهو (سڀُ) ڄاڻي ٿو.

وَالَّذِيۡنَ يَدۡعُوۡنَ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ لَا يَخۡلُقُوۡنَ شَيۡـًٔا وَّهُمۡ يُخۡلَقُوۡنَ ﴿۲۱﴾ؕ

٢١-۽ اللّٰه کانسواءِ جن (باطل معبودن) کي اُهي سڏين ٿا اُهي ڪجهہ (بہ) پيدا نٿا ڪري سگھن ۽ (انهيءَ کان بہ وڌيڪ هي آهي جو) اُهي خود پيدا ڪيا وڃن ٿا.

اَمۡوَاتٌ غَيۡرُ اَحۡيَآءٍ ۚ وَمَا يَشۡعُرُوۡنَ ۙ اَيَّانَ يُبۡعَثُوۡنَ ﴿۲۲﴾ع

٢٢- اُهي (سڀئي) مئل آهن نڪي جيئرا. ۽ اُهي (هي بہ) نٿا ڄاڻن تہ ڪڏهن (ٻيهر) اٿاريا ويندا.

ع ٢ ١٢ ٨

اِلٰهُكُمۡ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ۚ فَالَّذِيۡنَ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ بِالۡاٰخِرَةِ قُلُوۡبُهُمۡ مُّنۡكِرَةٌ وَّهُمۡ

٢٣-(پوءِ چڱيءَ طرح ياد رکو تہ) توهانجو معبود هڪ ئي معبود آهي ۽ جيڪي ماڻهو آخرت تي ايمان نٿا آڻين انهن جون

مُّسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٢٣﴾

دليون (حق کان) اڻ واقف آهن ۽ اهي تڪبر کان ڪم وٺي رهيا آهن.

لَا جَرَمَ اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا يُسِرُّوْنَ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ۭ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُسْتَكْبِرِيْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-هيءَ يقيني ڳالهه آهي ته جيڪي ڪجهه اهي ڳجهي (طور تي) ڪن ٿا (ان کي به) ۽ جيڪي ڪجهه اهي ظاهري (طور تي) ڪن ٿا (ان کي به) الله ڄاڻي ٿو. هُو تڪبر ڪرڻ وارن کي هرگز پسند ناهي ڪندو.

وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ مَّاذَآ اَنْزَلَ رَبُّكُمْ ۙ قَالُوْٓا اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-۽ جڏهن انهن کي چيو ويچي ٿو (ته) اهو (ڪلام) جيڪو توهان جي رب لاٿو آهي ڪهڙو (نه شاندار) آهي ته اهي چون ٿا ته هي (خدا جو ڪلام ناهي پر) اڳين ماڻهن جون آکاڻيون آهن.

لِيَحْمِلُوْٓا اَوْزَارَهُمْ كَامِلَةً يَّوْمَ الْقِيٰمَةِ ۙ وَمِنْ اَوْزَارِ الَّذِيْنَ يُضِلُّوْنَهُمْ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۭ اَلَا سَاۗءَ مَا يَزِرُوْنَ ﴿٢٦﴾ ع

**٢٦**-(انهيءَ ڏوڪي ڏيڻ جو نتيجو اِهو نڪرندو جو) اُهي قيامت جي ڏينهن پنهنجو بارُ (به) پورو (پورو) کڻندا ۽ انهن جاهلن جو بار به جن کي اُهي گمراهه ڪري رهيا آهن. ٻڌو! جيڪو بار اهي کڻي رهيا آهن اهو ڏاڍو بڇڙو آهي.

قَدْ مَكَرَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَاَتَى اللّٰهُ بُنْيَانَهُمْ مِّنَ الْقَوَاعِدِ فَخَرَّ عَلَيْهِمُ السَّقْفُ مِنْ فَوْقِهِمْ وَاَتٰىهُمُ الْعَذَابُ مِنْ حَيْثُ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿٢٧﴾

**٢٧**-جيڪي ماڻهو انهن کان پهرين هئا انهن (به پنهنجي پنهنجي زماني جي نبين جي خلاف) تدبيرون ڪيون هيون جنهن جي نتيجي ۾ الله انهن جي (تدبيرن جي) عمارتن کي بنيادن وٽ (انهن کي تباهه ڪرڻ لاءِ) آيو. جنهن سبب ڇتيون انهن جي مٿان کان انهن تي اچي ڪريون ۽ (انهيءَ

جو اِهو) عذاب انهن تي انهيءَ رستي کان آيو جنهن کي اهي ڄاڻندا به نه هئا.

ثُمَّ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ يُخْزِيْهِمْ وَيَقُوْلُ اَيْنَ شُرَكَآءِىَ الَّذِيْنَ كُنْتُمْ تُشَآقُّوْنَ فِيْهِمْ ؕ قَالَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ اِنَّ الْخِزْىَ الْيَوْمَ وَالسُّوْٓءَ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ﴿۲۸﴾

**۲۸-** پوءِ هو قيامت جي ڏينهن کين خوار ڪندو ۽ چوندو (ته هاڻي) ڪٿي آهن اهي منهنجا شريڪ جن جي سبب توهان (منهنجي نبين سان) دشمني (۽ مخالفت) رکندا هئا. (۽) جن کي علم ڏنو ويو هوندو اُهي(انهيءَ وقت)چوندا ته اڄ ڪافرن تي يقيناً خواري ۽ مصيبت (اچڻ واري) آهي.

الَّذِيْنَ تَتَوَفّٰىهُمُ الْمَلٰٓئِكَةُ ظَالِمِىٓ اَنْفُسِهِمْ ۪ فَاَلْقَوُا السَّلَمَ مَا كُنَّا نَعْمَلُ مِنْ سُوْٓءٍ ؕ بَلٰٓى اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿۲۹﴾

**۲۹-**(انهن ڪافرن تي) جن جي روحن کي فرشتا(نيڪ) انهيءَ وقت جو اهي پنهنجي جانين تي ظلم ڪري رهيا هوندا آهن، ڪيندا آهن.انهيءَ تي اُهي(ائين چئي)صلح جي آڇ ڪندا آهن(ته)اسان(ته)ڪو(به) بڇڙائي (جو ڪم)نه ڪندا هئاسين(تڏهن کين چيو ويندو ته حقيقت)ائين ناهي. پر (انهيءَ جي خلاف آهي ياد رکو)ته جيڪي ڪي توهان ڪندا هئا انهيءَ کي الله چڱيءَ ريت ڄاڻي ٿو.

فَادْخُلُوْٓا اَبْوَابَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ فَلَبِئْسَ مَثْوَى الْمُتَكَبِّرِيْنَ ﴿۳۰﴾

**۳۰-**تنهنڪري(هاڻي)توهان دوزخ جي دروازن مان انهيءَ ۾ هميشه جي لاءِ ٽڪاڻو بڻائيندي داخل ٿي وڃو.ڇو جو تڪبر ڪرڻ وارن جو ٽڪاڻو تمام بڇڙو(هوندو)آهي.

وَقِيْلَ لِلَّذِيْنَ اتَّقَوْا مَاذَآ اَنْزَلَ رَبُّكُمْ ؕ قَالُوْا خَيْرًا ؕ لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوْا فِيْ هٰذِهِ الدُّنْيَا

**۳۱-**۽(جڏهن)انهن ماڻهن مان جن تقويٰ (جو طريقو)اختيار ڪيو آهي چيو ويو(ته) توهان جي رب ڪهڙو(نه شاندار ڪلام)

حَسَنَةٌ ۭ وَلَدَارُ الْاٰخِرَةِ خَيْرٌ ۭ وَلَنِعْمَ دَارُ الْمُتَّقِيْنَ ۝۳۱

لا تو آهي(تہ) انهن چيو(هائو، هائو، کهڙو نہ) بهترين(ڪلام آهي) جن نيڪن(جي واٽ) اختيار ڪئي انهن لاءِ هن دنيا(جي زندگيءَ) ۾(بہ) ڀلائي(مقدر) آهي ۽ آخرت جو گهر (تہ انهن لاءِ) اجا بہ بهتر هوندو ۽ تقويٰ اختيار ڪرڻ وارن جو گهر يقيناً تمام سنو (هوندو) آهي.

جَنّٰتُ عَدْنٍ يَّدْخُلُوْنَهَا تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ لَهُمْ فِيْهَا مَا يَشَاۗءُوْنَ ۭ كَذٰلِكَ يَجْزِي اللّٰهُ الْمُتَّقِيْنَ ۝۳۲

**٣٢**-(اُهو گهر) هميشه رهڻ جاباغ(آهن) جن ۾ اهي داخل ٿيندا. انهن(باغن) جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون. انهن(باغن) ۾ جيڪي ڪي اُهي گهرندا ڪين ملندو.(ياد رکو) تقويٰ اختيار ڪرڻ وارن کي اللّٰه اهڙيءَ طرح بدلو ڏيندو آهي.

الَّذِيْنَ تَتَوَفّٰىهُمُ الْمَلٰۗىِٕكَةُ طَيِّبِيْنَ ۙ يَقُوْلُوْنَ سَلٰمٌ عَلَيْكُمُ ۙ ادْخُلُوا الْجَنَّةَ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ۝۳۳

**٣٣**-(اُهي متقي) جن جي روحن کي فرشتا انهيءَ حالت ۾ جو اُهي پاڪ نفس هوندا (هي) چوندي قبض ڪندا آهن تہ(هاڻي) توهان لاءِ سلامتي(ئي سلامتي) آهي.(اچو هاڻي پنهنجي نيڪ) عملن جي بدلي ۾ توهين جنت ۾ داخل ٿي وڃو.

هَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّآ اَنْ تَاْتِيَهُمُ الْمَلٰۗىِٕكَةُ اَوْ يَاْتِيَ اَمْرُ رَبِّكَ ۭ كَذٰلِكَ فَعَلَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۭ وَمَا ظَلَمَهُمُ اللّٰهُ وَلٰكِنْ كَانُوْٓا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ۝۳۴

**٣٤**-هي(ڪافر ماڻهو) انهيءَ ڳالهہ کان سواءِ ڪنهن جو انتظار ڪري رهيا آهن جو فرشتا انهن وٽ(آسماني عذاب کڻي) اچن. يا تنهنجي رب جو(فيصلو ڪندڙ) حڪم اچي وڃي. اهڙيءَ طرح انهن ماڻهن ڪيو هو جيڪي انهن کان پهرين(زمانن

جا) هئا ۽ الله انهن تي ڪو ظلم نه ڪيو هو پر اهي (پاڻ ئي) پنهنجي جانين تي ظلم ڪندا هئا.

فَاَصَابَهُمْ سَيِّاٰتُ مَا عَمِلُوْا وَحَاقَ بِهِمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٣٥﴾

**٣٥**-پوءِ انهن جي عملن جي سزا انهن کي اچي پڪڙيو ۽ جنهن (عذاب جي خبر) تي اهي ٺٺول ڪندا هئا انهيءَ هُن کي اچي ورتو (۽ تباهه ڪري ڇڏيو).

وَقَالَ الَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا لَوْ شَآءَ اللّٰهُ مَا عَبَدْنَا مِنْ دُوْنِهٖ مِنْ شَيْءٍ نَّحْنُ وَلَآ اٰبَآؤُنَا وَلَا حَرَّمْنَا مِنْ دُوْنِهٖ مِنْ شَيْءٍ ؕ كَذٰلِكَ فَعَلَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۚ فَهَلْ عَلَى الرُّسُلِ اِلَّا الْبَلٰغُ الْمُبِيْنُ ﴿٣٦﴾

**٣٦**- ۽ جن ماڻهن شرڪ (جي ريت اختيار) ڪئي انهن (اهو به) چيو آهي ته جيڪڏهن الله (اِهو ئي) چاهي ها (ته انهيءَ ڪانسواءِ ڪنهن جي عبادت نه ڪئي وڃي) ته نه اسان انهيءَ ڪانسواءِ ڪنهن شئي جي عبادت ڪيون ها ۽ نه اسان جا ابا ڏاڏا ائين ڪن ها ۽ نه (ئي) اسان هُن جي (حڪم ڪان) سواءِ ڪنهن شيءَ ڪي (خودبخود) حرام قرار ڏيون ها جيڪي (ماڻهو) انهن ڪان پهرين (سچائيءَ جا دشمن) هئا انهن (به) ائين ئي ڪيو هو پلا (اِهي ايترو به نٿا سوچين ته) رسولن تي (خدا جي پيغام) پهچائڻ ڪانسواءِ ٻي ڪهڙي ذميداري آهي.

وَلَقَدْ بَعَثْنَا فِيْ كُلِّ اُمَّةٍ رَّسُوْلًا اَنِ اعْبُدُوا اللّٰهَ وَاجْتَنِبُوا الطَّاغُوْتَ ۚ فَمِنْهُمْ مَّنْ هَدَى اللّٰهُ وَمِنْهُمْ مَّنْ حَقَّتْ عَلَيْهِ

**٣٧**-۽ اسان يقيناً هر قوم ۾ (ڪو نه ڪو) رسول (هيءُ حڪم ڏئي) موڪليو آهي، ته (اي انسانو!) توهان الله جي عبادت ڪريو. ۽ هر حد ڪان وڌي① وڃڻ واري ڪان

١-طاغوت جي معنيٰ عربي زبان ۾ سرڪش جي هوندي آهي (ڏسو مفرداتِ راغب) ۽ جيڪو شخص ماڻهن ڪي نيڪيءَ جي دڳ تان پري ڪري.

الضَّلٰلَةُ ؕ فَسِيْرُوْا فِى الْاَرْضِ فَانْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٣٧﴾

پاسو ڪيو انهيءَ تي انهن مان ڪي (تہ) اهڙا (سنا ثابت) ٿيا جو انهن کي الله هدايت ڏني ۽ ڪي اهڙا جن تي تباهي واجب ٿي وئي. پوءِ توهان (سڀ) ملڪ ۾ گهمو ۽ ڏسو تہ (نبين کي) ڪوڙو ڪرڻ وارن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي هئي.

اِنْ تَحْرِصْ عَلٰى هُدٰىهُمْ فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِىْ مَنْ يُّضِلُّ وَمَا لَهُمْ مِّنْ نّٰصِرِيْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٨**-(اي رسول) جيڪڏهن تون انهن (ماڻهن) جي هدايت جي گهڻي خواهش رکين ٿو تہ (سمجهي ڇڏ تہ) جيڪي ماڻهو (پنهنجي جاڻي ٻجهي) گمراهہ ڪري رهيا هجن انهن کي الله هرگز هدايت ناهي ڏيندو ۽ نہ انهن جو ڪو مددگار هوندو آهي.

وَاَقْسَمُوْا بِاللّٰهِ جَهْدَ اَيْمَانِهِمْ ۙ لَا يَبْعَثُ اللّٰهُ مَنْ يَّمُوْتُ ؕ بَلٰى وَعْدًا عَلَيْهِ حَقًّا وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ۙ ﴿٣٩﴾

**٣٩**-۽ انهن الله جا وڏا وڏا قسم کنيا آهن (تہ) جيڪو مري وڃي الله انهيءَ کي (وري ڪڏهن) جيئرو نہ ڪندو (پر حقيقت) ائين ناهي. اِهو (تہ هڪ اهڙو) واعدو آهي جنهن (جي پوري ڪرڻ) جو اُهو (الله) ذميوار آهي پر اڪثر ماڻهو (انهيءَ حقيقت کي) نٿا ڄاڻن.

لِيُبَيِّنَ لَهُمُ الَّذِىْ يَخْتَلِفُوْنَ فِيْهِ وَلِيَعْلَمَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْۤا اَنَّهُمْ كَانُوْا كٰذِبِيْنَ ﴿٤٠﴾

**٤٠**-(اِها پيهر زندگي انهيءَ لاءِ هوندي تہ) هو اُنهن تي اُنهيءَ (حقيقت) کي ظاهر ڪري جنهن ۾ اُهي (اڄ) اختلاف ڪري رهيا آهن ۽ انهيءَ لاءِ جن ماڻهن ڪفر (جي ريت) اختيار ڪئي آهي انهن کي معلوم ٿي وڃي تہ اُهي ڪوڙا هئا.

اِنَّمَا قَوْلُنَا لِشَىْءٍ اِذَاۤ اَرَدْنٰهُ اَنْ نَّقُوْلَ لَهٗ

**٤١**-اسانجو ڪم ڪنهن (اهڙي) شيءَ

كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿٤١﴾

جي متعلق جنهن (جي ڪرڻ) جو اسان ارادو ڪيون صرف اِهو هوندو آهي ته اسان انهيءَ جي متعلق چئي ڇڏيندا آهيون ته ٿي وڃ ۽ اها ٿي ويندي آهي.

وَالَّذِيْنَ هَاجَرُوْا فِي اللّٰهِ مِنْۢ بَعْدِ مَا ظُلِمُوْا لَنُبَوِّئَنَّهُمْ فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً ۭ وَلَاَجْرُ الْاٰخِرَةِ اَكْبَرُ ۘ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ﴿٤٢﴾

٤٢- ۽ جن ماڻهن انهيءَ ڳالهه کانپوءِ جو انهن تي ظلم ڪيو ويو اللّٰه جي خاطر هجرت اختيار ڪئي (اسان ڪي پنهنجي ذات جو قسم آهي ته) اسان انهن ڪي ضرور دنيا ۾ سٺي جاءِ ڏينداسين ۽ آخرت جو اجر ته اجا به وڏو هوندو. ڪاش اِهي (منڪر انهيءَ حقيقت ڪي) ڄاڻن ها.

الَّذِيْنَ صَبَرُوْا وَعَلٰي رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ﴿٤٣﴾

٤٣- جيڪي (ظلمن جو نشانو بڻجي به) ثابت قدم رهيا ۽ (جيڪي هميشه ئي) پنهنجي رب تي ڀروسو ڪندا آهن.

وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ اِلَّا رِجَالًا نُّوْحِيْٓ اِلَيْهِمْ فَسْـَٔلُوْٓا اَهْلَ الذِّكْرِ اِنْ كُنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤- ۽ اسان توکان پهرين (به هميشه) مردن ڪي ئي رسول بڻائي موڪليندا هئاسين (۽) اسان انهن ڏانهن وَحي ڪندا هئاسين ۽ (اي منڪرو!) جيڪڏهن توهان (انهيءَ حقيقت ڪي) نٿا ڄاڻو ته انهيءَ (اللّٰه جي موڪليل) ذڪر (ڪي مڃڻ) وارن ڪان (ئي) پڇي ونو (ته حقيقت توهان ڪي معلوم ٿي سگهي).

بِالْبَيِّنٰتِ وَالزُّبُرِ ۭ وَاَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ الذِّكْرَ لِتُبَيِّنَ لِلنَّاسِ مَا نُزِّلَ اِلَيْهِمْ وَلَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُوْنَ ﴿٤٥﴾

٤٥- (اسان انهن ڪي) روشن نشانَ ۽ (الهامي) لکتون ڏئي (موڪليو هو) ۽ توتي اسان هي (ڪامل) ذڪر نازل ڪيو آهي انهيءَ لاءِ ته تون سيني ماڻهن ڪي اُهو (اللّٰه

اهو(اللّٰه جو فرمان) جيڪو(تنهنجي وسيلي) اُنهن ڏانهن نازل ڪيو ويو آهي ڪولي ٻڌائين ۽ انهيءَ لاءِ ته اُهي(انهيءَ تي) تدبر ڪن.

اَفَاَمِنَ الَّذِيْنَ مَكَرُوا السَّيِّاٰتِ اَنْ يَّخْسِفَ اللّٰهُ بِهِمُ الْاَرْضَ اَوْ يَاْتِيَهُمُ الْعَذَابُ مِنْ حَيْثُ لَا يَشْعُرُوْنَ ۙ٤٦

٤٦-پوءِ ڇا جيڪي ماڻهو(تنهنجي خلاف) بريون تدبيرون ڪندا آيا آهن اُهي انهيءَ ڳالهه ڪان امن ۾ آهن ته اللّٰه انهن کي هن ملڪ ۾(ئي) ذليل (۽ خوار) ڪري ڇڏي يا اُهو عذاب (جنهن جي خبر ڏني وئي آهي) انهن تي(اهڙي رستي ڪان) اچي وڃي جنهن کي اُهي ڄاڻندا ئي نه هجن.

اَوْ يَاْخُذَهُمْ فِيْ تَقَلُّبِهِمْ فَمَا هُمْ بِمُعْجِزِيْنَ ۙ٤٧

٤٧-يا هُو انهن کي سندن سفرن ۾ تباهه ڪري پوءِ(اهي ياد رکن ته) اُهي(هرگز اللّٰه کي انهن ڳالهين جي پوري ڪرڻ کان) عاجز نه لهندا.

اَوْ يَاْخُذَهُمْ عَلٰى تَخَوُّفٍ ۭ فَاِنَّ رَبَّكُمْ لَرَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ٤٨

٤٨-يا هُو انهن کي آهستي آهستي گهٽائي تباهه ڪري ڇڏي ڇو جو تنهنجو رب يقيناً(مومنن تي) گهڻو(ئي) ٻاجهه ڪرڻ وارو(۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

اَوَلَمْ يَرَوْا اِلٰى مَا خَلَقَ اللّٰهُ مِنْ شَيْءٍ يَّتَفَيَّؤُا ظِلٰلُهٗ عَنِ الْيَمِيْنِ وَالشَّمَاۗىِٕلِ سُجَّدًا لِّلّٰهِ وَهُمْ دٰخِرُوْنَ ٤٩

٤٩-۽ ڇا باوجود انهيءَ جي جو اُهي ذليل ٿي رهيا آهن انهن(ڪڏهن) اللّٰه جي حضور (عاجزيءَ سان) جهڪندي جيڪي ڪجهه اللّٰه (انهن لاءِ) پيدا ڪيو آهي انهي کي غور سان ناهي ڏٺو ته هُن جا پاڇا ساڄي پاسي کان ۽ اترين پاسن کان هيڏانهن هوڏانهن ٿي رهيا آهن(پوءِ اهڙي طرح محمد رسول اللّٰه ﷺ جو پاڇو وڌندو ۽

اُهي ڪافر ذليل ٿي رهندا (١)).

وَلِلّٰهِ يَسْجُدُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ مِنْ دَآبَّةٍ وَّالْمَلٰٓئِكَةُ وَهُمْ لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٥٠﴾

**٥٠**- ۽ جيڪي (ڪي به) آسمانن ۾ آهي ۽ (پڻ) زمين تي جيڪي به جاندار (موجود) آهن ۽ (سڀئي) فرشتا به الله جي حضور ۾ ئي جهڪيا رهندا آهن ۽ اهي وڏائي ناهن ڪندا.

يَخَافُوْنَ رَبَّهُمْ مِّنْ فَوْقِهِمْ وَيَفْعَلُوْنَ مَا يُؤْمَرُوْنَ ﴿٥١﴾

**٥١**- اُهي پنهنجي رب کان جيڪو انهن تي غالب آهي ڊڄندا رهندا آهن ۽ جنهن ڳالهه جو انهن کي حڪم ڏنو ويندو آهي (اُهوئي) ڪندا آهن.

وَقَالَ اللّٰهُ لَا تَتَّخِذُوْٓا اِلٰهَيْنِ اثْنَيْنِ ۚ اِنَّمَا هُوَ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ۚ فَاِيَّايَ فَارْهَبُوْنِ ﴿٥٢﴾

**٥٢**- ۽ الله (هميشه هر قوم کي اِهوئي) فرمايو آهي (ته) توهان ٻه معبود نه بڻايو. اُهو (يعني معبود برحق ته) هڪ ئي آهي پوءِ توهان مون (٢) کان ئي (ڊڄو) وري (مان توهان کي چوان ٿو ته) مون کان ئي ڊڄو.

وَلَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَلَهُ الدِّيْنُ وَاصِبًا ۭ اَفَغَيْرَ اللّٰهِ تَتَّقُوْنَ ﴿٥٣﴾

**٥٣**- ۽ جيڪي ڪجهه (به) آسمانن ۽ زمين ۾ (ملي ٿو) سڀ انهيءَ جي ملڪيت آهي ۽ فرمانبرداري هميشه انهيءَ جو حق آهي ته ڇا توهان الله کانسواءِ ٻين هستين کي پنهنجي بچاءَ جو ذريعو بڻايو ٿا.

وَمَا بِكُمْ مِّنْ نِّعْمَةٍ فَمِنَ اللّٰهِ ثُمَّ اِذَا مَسَّكُمُ الضُّرُّ فَاِلَيْهِ تَجْـَٔرُوْنَ ﴿٥٤﴾

**٥٤**- ۽ جيڪا نعمت به توهان جي هٿ آهي اها الله ئي جي طرفان آهي پوءِ جڏهن توهان کي (ڪا تنگي ۽) تڪليف پهچي ٿي

١- قرآن ڪريم ۾ آهي وَهُمْ دَاخِرُوْنَ يعني ڪافر ذليل ٿي رهندا جنهن جو مطلب هي آهي ته محمد رسول الله ﷺ جو پاڇولو وڌڻ سان ڪافرن کي ذلت ملندي.

٢- اِيَّايَ کان اڳ اِرْهَبُوا محذوف آهي. هي هڪ سنهڙو نحوي مسئلو آهي. ان جي لاءِ ڏسو املاء مَا مَنّ بِهِ الرَّحمٰنُ مؤلفه ابوالبقاء صفحه ١٨، ١٩.

تہ(انهيءَ وقت بہ)توهان انهيءَ جي حضور فرياد ڪيو ٿا.

ثُمَّ اِذَا كَشَفَ الضُّرَّ عَنْكُمْ اِذَا فَرِيْقٌ مِّنْكُمْ بِرَبِّهِمْ يُشْرِكُوْنَ ﴿٥٥﴾

**٥٥**۔پوءِ جڏهن هُو توهان ڪان اُها تڪليف ختم ڪري ڇڏيندو آهي تہ توهان مان ڪي ماڻهو جهٽ(ٻين ڪي)پنهنجي رب جو شريڪ قرارڏيڻ لڳنداآهن.

لِيَكْفُرُوْا بِمَآ اٰتَيْنٰهُمْ ۭ فَتَمَتَّعُوْا ۪ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿٥٦﴾

**٥٦**۔نتيجو اِهو ٿيندو آهي تہ جيڪي ڪي اسان انهن ڪي ڏنو آهي اهي انهيءَ جو انڪار ڪري ڇڏيندا آهن.چڱو!توهان عارضي(ءِ وقتي سامانن مان)فائدو حاصل ڪري وٺو ءِ(انهيءَ جي پڇاڙي بہ)توهان جلدي معلوم ڪري وٺندوءُ.

وَيَجْعَلُوْنَ لِمَا لَا يَعْلَمُوْنَ نَصِيْبًا مِّمَّا رَزَقْنٰهُمْ ۭ تَاللّٰهِ لَتُسْـَٔــلُنَّ عَمَّا كُنْتُمْ تَفْتَرُوْنَ ﴿٥٧﴾

**٥٧**۔ءِ جيڪي ڪي اسان انهن ڪي ڏنو آهي انهي مان هڪ حصو اُهي (پنهنجي) انهن(ڪوڙن معبودن)لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيندا آهن جن (جي حقيقت)جي متعلق اُهي (ڪجهہ)علم نٿا رکن. اللّٰہ جو قسم، جيڪي ڪي توهان(ڪوڙ ڪان ڪم وٺي) پاڻ وٽان ناهيندا رهيا آهيو(هڪ ڏينهن) انهيءَ متعلق توهان ڪان يقيناً پُڇا ڳاڇا ٿيندي.

وَيَجْعَلُوْنَ لِلّٰهِ الْبَنٰتِ سُبْحٰنَهٗ ۙ وَلَهُمْ مَّا يَشْتَهُوْنَ ﴿٥٨﴾

**٥٨**۔ءِ اُهي اللّٰہ ڏانهن ڇوڪريون منسوب ڪن ٿا(ياد رکو)هُو(اهڙين ڳالهين ڪان پاڪ) آهي ءِ (مزواهو آهي تہ)انهن① ڪي اُهو

١۔يعني ڪافرن ڪي.

کي حاصل آهي جيڪي اُهي چاهين ٿا (يعني ڇوڪرا).

وَاِذَا بُشِّرَ اَحَدُهُمْ بِالْاُنْثٰى ظَلَّ وَجْهُهٗ مُسْوَدًّا وَّهُوَ كَظِيْمٌ ۚ﴿۵۹﴾

**۵۹-** ۽(انهن جي مقابلي ۾ انهن جو اهو حال آهي ته)جڏهن انهن مان ڪنهن کي ڇوڪريءَ (جي پيدائش)جي خبر ملي وڃي ته هُن جو منهن ڪارو ٿي ويندو آهي ۽ هُو ڏاڍو غمگين ٿي ويندو آهي.

يَتَوَارٰى مِنَ الْقَوْمِ مِنْ سُوْٓءِ مَا بُشِّرَ بِهٖ ؕ اَيُمْسِكُهٗ عَلٰى هُوْنٍ اَمْ يَدُسُّهٗ فِي التُّرَابِ ؕ اَلَا سَآءَ مَا يَحْكُمُوْنَ ﴿۶۰﴾

**۶۰-** (۽)جنهن ڳالهه جي هُن کي خبر ڏني وئي آهي انهيءَ جي(گمان ڪيل)برائيءَ جي باعث هُو ماڻهن کان لڪندو(وتندو)آهي(۽ سوچيندو آهي ته)ڇاهُو انهيءَ(پيش اچڻ واري) ذلت جي باوجود (زندهه)رهڻ ڏئي يا انهيءَ کي(ڪٽي)مٽيءَ ۾ پُوري ڇڏي.ٻڌو!جيڪاراءِ اُهي قائم ڪن ٿا ڏاڍي بري آهي.

لِلَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ مَثَلُ السَّوْءِ ۚ وَلِلّٰهِ الْمَثَلُ الْاَعْلٰى ؕ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿۶۱﴾ ع ۱۰ / ۱۳

**۶۱-** جيڪي ماڻهو آخرت تي ايمان نٿا آڻين انهن جي حالت بري آهي- ۽ هر اعليٰ صفت (۽ شان) اللّٰه جوئي آهي ۽ اهو ئي غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

وَلَوْ يُؤَاخِذُ اللّٰهُ النَّاسَ بِظُلْمِهِمْ مَّا تَرَكَ عَلَيْهَا مِنْ دَآبَّةٍ وَّلٰكِنْ يُّؤَخِّرُهُمْ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى ۚ فَاِذَا جَآءَ اَجَلُهُمْ لَا يَسْتَاْخِرُوْنَ سَاعَةً وَّلَا يَسْتَقْدِمُوْنَ ﴿۶۲﴾

**۶۲-** ۽ جيڪڏهن اللّٰه(جي اها سنت هجي ها ته اُهو)ماڻهن کي انهن جي ظلم(ڪرڻ) تي (هڪدم) پڪڙي وٺي ها(۽ توبهه جي لاءِ مهلت نه ڏئي ها) ته هُو هِن(زمين)تي ڪنهن جاندار کي(جيئرو)نه ڇڏي ها پر(هُن جي اِها سنت آهي ته)هُو(اصلاح جي لاءِ) انهن کي هِڪَ مقرر مدت تائين مهلت ڏيندو رهندو آهي.پوءِ جڏهن

اُنهن(جي سزا)جو وقت اچي وڃي ٿو ته اُهي نه ته هڪ گهڙي پوئتي رهي(بچي)سگهن ٿا ۽ نه(انهيءَ کان)اڳتي نڪري(بچي)سگهن ٿا.

وَيَجْعَلُوْنَ لِلّٰهِ مَا يَكْرَهُوْنَ وَتَصِفُ اَلْسِنَتُهُمُ الْكَذِبَ اَنَّ لَهُمُ الْحُسْنٰى ۭ لَا جَرَمَ اَنَّ لَهُمُ النَّارَ وَاَنَّهُمْ مُّفْرَطُوْنَ ﴿٦٢﴾

٦٢- ۽ اُهي الله جي لاءِ اها شيءِ تجويز ڪن ٿا جنهنکي اُهي(خود پنهنجي لاءِ)ناپسند ڪن ٿا ۽ انهن جون زبانون(وڏي جرأت کان ڪم وٺي هيءُ) ڪوڙ ڳالهائين ٿيون ته انهن کي ضروري ڀلائي ملي رهندي(پر هيءَ)اڻ ٽر ڳالهه آهي ته انهن لاءِ (دوزخ جي)باهه(جو عذاب مقدر)آهي ۽ اِهو ته انهن کي (انهيءَ ۾)ڇڏيو ويندو.

تَاللّٰهِ لَقَدْ اَرْسَلْنَآ اِلٰٓى اُمَمٍ مِّنْ قَبْلِكَ فَزَيَّنَ لَهُمُ الشَّيْطٰنُ اَعْمَالَهُمْ فَهُوَ وَلِيُّهُمُ الْيَوْمَ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٦٣﴾

٦٣- الله جو قسم اسان توکان پهرين جي سيني امتن ڏانهن رسول موڪليا هئاپوءِ انهن کي شيطان انهن جا(بڇڙا)عملَ خوبصورت ڪري ڏيکاريا، سو اڄ اهو ئي انهن جو آقا(بڻيل)آهي ۽(اُهي انهيءَ جي پٺيان وڃي رهيا آهن)انهن لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر)آهي.

وَمَآ اَنْزَلْنَا عَلَيْكَ الْكِتٰبَ اِلَّا لِتُبَيِّنَ لَهُمُ الَّذِى اخْتَلَفُوْا فِيْهِ ۙ وَهُدًى وَّرَحْمَةً لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿٦٤﴾

٦٤- ۽ اسان هن ڪتاب کي توتي انهيءَ ڪري لاٿو آهي ته جنهن ڳالهه جي باري انهن(پاڻ ۾) اختلاف(پيدا)ڪيو آهي انهيءَ (جي اصل حقيقت) کي تُون اُنهن تي روشن ڪرڻ ۽(پڻ)جيڪي (انهيءَ تي)ايمان آڻين انهن لاءِ هيءُ(ڪتاب) هدايت ۽ رحمت(جو سبب)بڻجي.

وَاللّٰهُ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَحْيَا بِهِ

٦٥- ۽ الله(ئي)آسمان مان پاڻي وسايو آهي ۽ انهيءَ جي ذريعي هُن زمين کي انهيءَ جي مرده

الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَاٰیَةً لِّقَوْمٍ یَّسْمَعُوْنَ ﴿۶۶﴾ ع

تي وجھ ڪانپوءِ(نئين سر)زنده ڪيو آھي جيڪي ماڻھو (حق جي ڳالھه ڪي) ٻڌڻ(۽ انھيءَ کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ھوندا)آھن انھن لاءِ ان ۾ يقيناً ھڪ(تمام وڏو) نشان(ملي)ٿو.

وَاِنَّ لَكُمْ فِی الْاَنْعَامِ لَعِبْرَةً ؕ نُسْقِیْكُمْ مِّمَّا فِیْ بُطُوْنِهٖ مِنْۢ بَیْنِ فَرْثٍ وَّدَمٍ لَّبَنًا خَالِصًا سَآئِغًا لِّلشّٰرِبِیْنَ ﴿۶۷﴾

٦٧-۽ توھان جي لاءِ چوپاين ۾(بہ)يقيناً نصيحت حاصل ڪرڻ جو ذريعو (موجود) آھي(ڇا توھان ڏسو ڪونہ ٿا تہ)جو ڪجھه انھن جي پيٽن ۾ (گند وغيره ڀريل)ھوندو آھي انھيءَ مان يعني ڇيڻي ۽ رت جي وچان اسان توھان کي پيئڻ لاءِ(پاڪ ۽)صاف کير (مھيا ڪري)ڏيون ٿا،جيڪو پيئڻ وارن جي لاءِ خوشگوار(۽)نڙيءَ مان آسانيءَ سان لھڻ وارو(ھوندو)آھي.

وَمِنْ ثَمَرٰتِ النَّخِیْلِ وَالْاَعْنَابِ تَتَّخِذُوْنَ مِنْهُ سَكَرًا وَّرِزْقًا حَسَنًا ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَاٰیَةً لِّقَوْمٍ یَّعْقِلُوْنَ ﴿۶۸﴾

٦٨-۽ کجين جي ميون ۽ انگورن مان توھان شراب (بہ)ناھيو ٿا ۽ سٺو رزق(بہ).جيڪي ماڻھو عقل کان ڪم وٺن ٿا انھن جي لاءِ انھيءَ ۾ يقيناً ھڪ (وڏو) نشان ملي ٿو.

وَاَوْحٰی رَبُّكَ اِلَی النَّحْلِ اَنِ اتَّخِذِیْ مِنَ الْجِبَالِ بُیُوْتًا وَّمِنَ الشَّجَرِ وَمِمَّا یَعْرِشُوْنَ ﴿۶۹﴾

٦٩-۽ تنھنجي رب ماکيءَ جي مک ڏانھن وحي ڪئي تہ تون جبلن ۾ ۽ وڻن ۾ ۽ جيڪي (انگورن وغيره لاءِ ماڻھو)منھن ناھين ٿا انھن ۾(پنھنجا) گھر ناھه.

ثُمَّ كُلِیْ مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ فَاسْلُكِیْ سُبُلَ رَبِّكِ ذُلُلًا ؕ یَخْرُجُ مِنْۢ بُطُوْنِهَا شَرَابٌ مُّخْتَلِفٌ اَلْوَانُهٗ فِیْهِ شِفَآءٌ لِّلنَّاسِ ؕ

٧٠-پوءِ ھر قسم جي ميون مان(ٿورو ٿورو کڻي) کاءُ ۽ پنھنجي رب جي(ٻڌايل)طريقن تي جيڪو (تنھنجي لاءِ)سولا ڪيا ويا آھن ھل-انھن(مکين) جي پيٽن مان توھان جي

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿٧٠﴾

پيئڻ جي هڪ⑴ شيءِ نڪرندي آهي جيڪا مختلف رنگن جي هوندي آهي (۽)انهيءَ ۾ ماڻهن لاءِ شفا(جي خاصيت رکي وئي) آهي.جيڪي ماڻهو سوچ(۽ فڪر)کان ڪم وٺن ٿا.انهن لاءِ هن ۾ يقيناً ڪيترائي نشان (ملن)ٿا.

وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ ثُمَّ يَتَوَفّٰىكُمْ ۛ وَمِنْكُمْ مَّنْ يُّرَدُّ اِلٰٓى اَرْذَلِ الْعُمُرِ لِكَيْ لَا يَعْلَمَ بَعْدَ عِلْمٍ شَيْـًٔا ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ قَدِيْرٌ ﴿٧١﴾ ع ١٥

٧١- ۽ اللّٰـه توهان کي پيدا ڪيو آهي،پوءِ اهو توهان جا روح قبض ڪري ٿو ۽ توهان مان ڪي(ماڻهو) اهڙا به هوندا آهن جو اُهي عمر جي بدترين حالت جي طرف موٽايا ويندا آهن جنهن جي نتيجي ۾ اُهي علم(وارا هئڻ) کانپوءِ (وري)بي علم ٿي ويندا آهن. اللّٰـه يقيناً ڄاڻو جاڻڻ وارو(۽)هر ڳالهه تي پورو (پورو)قادر آهي.

وَاللّٰهُ فَضَّلَ بَعْضَكُمْ عَلٰي بَعْضٍ فِي الرِّزْقِ ۚ فَمَا الَّذِيْنَ فُضِّلُوْا بِرَاۗدِّيْ رِزْقِهِمْ عَلٰي مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ فَهُمْ فِيْهِ سَوَاۗءٌ ۭ اَفَبِنِعْمَةِ اللّٰهِ يَجْحَدُوْنَ ﴿٧٢﴾

٧٢- ۽ اللّٰـه توهان مان ڪن کي ڪن کان رزق ۾ وڌايو آهي ۽ جن ماڻهن کي فضيلت ڏني وئي آهي اُهي پنهنجو(قبضي ڪيل) رزق (ڪنهن صورت ۾ به)انهن ڏانهن جن تي انهن جا ساڄا هٿ قابض آهن موٽائڻ وارا ناهن جنهن جو نتيجو هيءُ ٿئي جو اُهي انهيءَ ۾ برابر (جاحصي دار)ٿي وڃن.پوءِ ڇا اُهي (هن حقيقت جي ڄاڻ جي باوجود)اللّٰه جي نعمت جو انڪار ڪن ٿا.

وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمْ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ اَزْوَاجًا

٧٣- ۽ اللّٰـه توهان جي لاءِ توهان مان(يعني

١- يعني ماکي.

وَّ جَعَلَ لَكُمْ مِّنْ اَزْوَاجِكُمْ بَنِيْنَ وَحَفَدَةً وَّ رَزَقَكُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ ؕ اَفَبِالْبَاطِلِ يُؤْمِنُوْنَ وَبِنِعْمَتِ اللّٰهِ هُمْ يَكْفُرُوْنَ ﴿٧٢﴾

توهان① ئي جهڙا جذبات رکڻ واريون) زالون خلقيون آهن ۽(پڻ) هُن توهان جي زالن مان توهان لاءِ پُٽَ ۽ پوٽا پيدا ڪيا آهن ۽ هُن توهان کي سٺي (قسم جي)پاڪ شين مان رزق بخشيو آهي.ڇا پوءِ(به) هڪ تباهه ٿيڻ واري شيءِ تي(ته)اهي ايمان رکندا ۽ اللّٰه جي نعمتن جو انڪار ڪندا.

وَيَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَمْلِكُ لَهُمْ رِزْقًا مِّنَ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ شَيْـًٔا وَّلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ ﴿٧٤﴾

٧٤۔۽ اُهي اللّٰه کي ڇڏي اهڙين هستين جي پوڄا ڪندا آهن جيڪي آسمانن ۽ زمين مان انهن کي ڪجهه به ڏيڻ جو ڪو اختيار نه ٿيون رکن ۽ نه رکي سگهن ٿيون.

فَلَا تَضْرِبُوْا لِلّٰهِ الْاَمْثَالَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ وَاَنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٧٥﴾

٧٥۔سو(اي مشرڪو! توهان)اللّٰه جي متعلق (پنهنجي طرفان) ڳالهيون نه ناهيو.اللّٰه يقيناً(سڀ ڪجهه)ڄاڻي ٿو ۽ توهان (ڪجهه به)نٿا ڄاڻو.

ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا عَبْدًا مَّمْلُوْكًا لَّا يَقْدِرُ عَلٰى شَيْءٍ وَّمَنْ رَّزَقْنٰهُ مِنَّا رِزْقًا حَسَنًا فَهُوَ يُنْفِقُ مِنْهُ سِرًّا وَّ جَهْرًا ؕ هَلْ يَسْتَوٗنَ ؕ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ ؕ بَلْ اَكْثَرُهُمْ

٧٦۔اللّٰه(توهان جي سمجهائڻ لاءِ)هڪ اهڙي ٻانهي جي حالت بيان ڪري ٿو جيڪو غلام هجي(۽) جيڪو ڪنهن ڳالهه جي(به)طاقت نه رکندو هجي ۽(انهيءَ جي مقابلي ۾ انهيءَ ٻانهي جي حالت به) جنهن کي اسان② پاڻ

---

ا۔ قرآن ڪريم ۾ آهي مِنْ اَنْفُسِكُمْ ۽ اقرب الموارد ۽ شرح مأته عَامِل ۾ لکيل آهي ته مِنْ جي معنيٰ ڪن جي به هوندي آهي.ان جي مطابق هن آيت جي هيءَ معنيٰ ٿيندي ته توهانجون زالون ان ماءُ پيءُ جون ڏيئرون آهن جيڪي توهان وانگر آهن.ان ڪري انهن جا جذبات به ساڳيا آهن جيڪي توهان جا آهن.

٢۔يعني خداتعاليٰ.

لَا يَعْلَمُوْنَ ۝٧٦

وتان سنو رزق ڏنو هجي ۽ هو انهيءَ مان ڳجهيءَ طرح (به) ۽ ظاهر ظهور (به اسان جي راهه ۾) خرچ ڪندو هجي. ڇا اُهي ٻئي (قسمن جا ماڻهو) هڪ جهڙا ٿي سگهن ٿا (هرگز نه) هر تعريف جو اللّٰه ئي مستحق آهي پر انهن مان اڪثر (ماڻهو) ڄاڻن نٿا.

وَضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا رَّجُلَيْنِ اَحَدُهُمَآ اَبْكَمُ لَا يَقْدِرُ عَلٰى شَيْءٍ وَّهُوَ كَلٌّ عَلٰى مَوْلٰىهُ ۙ اَيْنَمَا يُوَجِّهْهُّ لَا يَاْتِ بِخَيْرٍ ۭ هَلْ يَسْتَوِيْ هُوَ ۙ وَمَنْ يَّاْمُرُ بِالْعَدْلِ ۙ وَهُوَ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ۝٧٧

٧٧- ۽ اللّٰه ٻن ٻين شخصن جي حالت (به) بيان ڪري ٿو جن مان هڪ (ته) گونگو هجي جيڪو ڪنهن ڳالهه جي طاقت نه رکندو هجي ۽ اُهو پنهنجي مالڪ تي اجايو بار هجي جيڏانهن به (انهيءَ جو آقا) هن ڪي موڪلي (هُو) ڪا ڀلائي (ڪمائي) نه آڻي (پوءِ) ڇا اهو (شخص) ۽ اُهو (ٻيو) شخص جيڪو انصاف ڪرڻ جو حڪم ڏيندو هجي ۽ اُهو (پاڻ به) سڌي راهه تي (قائم) هجي ٻئي برابر ٿي سگهن ٿا؟

وَلِلّٰهِ غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ وَمَآ اَمْرُ السَّاعَةِ اِلَّا كَلَمْحِ الْبَصَرِ اَوْ هُوَ اَقْرَبُ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝٧٨

٧٨- ۽ آسمانن ۽ زمين جي غيب جو علم اللّٰه کي ئي (حاصل) آهي ۽ انهيءَ (واعدي ڪيل) گهڙيءَ (جي اچڻ) جو معاملو ته اهڙو ئي آهي جيئن اک جو ڇنڀڻ- پر اهو (انهيءَ کان به) ٿورڙي (وقت ۾ ٿي وڃڻ وارو آهي) اللّٰه يقيناً هر ڳالهه تي پورو (پورو) قادر آهي.

وَاللّٰهُ اَخْرَجَكُمْ مِّنْۢ بُطُوْنِ اُمَّهٰتِكُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ شَيْـًٔا ۙ وَّجَعَلَ لَكُمُ السَّمْعَ وَالْاَبْصَارَ وَالْاَفْـِٕدَةَ ۙ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ۝٧٩

٧٩- ۽ اللّٰه توهان کي توهان جي مائرن جي پيٽن مان اهڙي حالت ۾ پيدا ڪيو آهي جو اوهان ڪجهه به نه ڄاڻندا هئا ۽ هن توهان جي لاءِ ڪن ۽ اکيون ۽ دل پيدا ڪيا آهن

تہ جيئن توهان شڪر ادا ڪيو.

اَلَمۡ يَرَوۡا اِلَى الطَّيۡرِ مُسَخَّرٰتٍ فِىۡ جَوِّ السَّمَآءِ ؕ مَا يُمۡسِكُهُنَّ اِلَّا اللّٰهُ ؕ اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوۡمٍ يُّؤۡمِنُوۡنَ ﴿٨٠﴾

**٨٠**-ڇا انهن پکين کي جيڪي آسمان جي فضا ۾ تابع ڪيا ويا آهن (غور جي نظر سان) ناهي ڏٺو. انهن کي (توهان تي اچي ڪرڻ ۽ پٽي ڪائڻ کان) الله کانسواءِ (پيو) ڪو روڪي نہ رهيو آهي. جيڪي ماڻهو ايمان رکن ٿا انهن جي لاءِ انهيءَ ۾ يقيناً ڪيترا نشان (ملن) ٿا.

وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمۡ مِّنۡۢ بُيُوۡتِكُمۡ سَكَنًا وَّجَعَلَ لَكُمۡ مِّنۡ جُلُوۡدِ الۡاَنۡعَامِ بُيُوۡتًا تَسۡتَخِفُّوۡنَهَا يَوۡمَ ظَعۡنِكُمۡ وَيَوۡمَ اِقَامَتِكُمۡ ۙ وَمِنۡ اَصۡوَافِهَا وَاَوۡبَارِهَا وَاَشۡعَارِهَاۤ اَثَاثًا وَّمَتَاعًا اِلٰى حِيۡنٍ ﴿٨١﴾

**٨١**-۽ الله توهان جي گهرن کي توهان جي رهائش جو ذريعو بڻايو آهي ۽ هن چوپاين جي چمڙن مان (بہ) توهان لاءِ گهر ٺاهيا آهن. جن کي توهان سفر جي وقت تمام هلڪڙا محسوس ڪيو ٿا. ۽ (پڻ) پنهنجي رهائش جي وقت (انهن مان فاعدو حاصل ڪيو ٿا) ۽ انهن (جانورن) جي سنهي اُنَ ۽ (پڻ) انهن جي ملس ۽ انهن جي ڏاسَن کي بہ مستقل سامان ۽ هڪ وقت تائين عارضي سامان جو (ذريعو بڻايو آهي).

وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمۡ مِّمَّا خَلَقَ ظِلٰلًا وَّجَعَلَ لَكُمۡ مِّنَ الۡجِبَالِ اَكۡنَانًا وَّجَعَلَ لَكُمۡ سَرَابِيۡلَ تَقِيۡكُمُ الۡحَرَّ وَسَرَابِيۡلَ تَقِيۡكُمۡ بَاۡسَكُمۡ ؕ كَذٰلِكَ يُتِمُّ نِعۡمَتَهٗ عَلَيۡكُمۡ لَعَلَّكُمۡ تُسۡلِمُوۡنَ ﴿٨٢﴾

**٨٢**-۽ الله جو ڪجهہ پيدا ڪيو آهي انهيءَ ۾ هُن توهان جي لاءِ ڪيتريون ڇانوَ ڏيڻ واريون شيون بڻايون آهن (جن جي هيٺان توهان آرام ماڻيو ٿا) ۽ جبلن ۾ (بہ) توهان لاءِ پناهہ جون جايون ٺاهيون آهن ۽ پڻ هُنَ توهان لاءِ ڪيترن قسمن جون قميصون بڻايون آهن جيڪي توهان کي گرميءَ ① کان

١- هتي صرف گرميءَ جو ذڪر آهي پر عربيءَ جو محاورو آهي تہ اهڙي موقعي تي جڏهن مناسب هجي ضد

بچائن ٿيون ۽ ڪي قميصون(يعني زرهون) اهڙيون آهن جيڪي توهان جي(پاڻ ۾) جنگ (جي سختيءَ)کان بچائن ٿيون.اهڙيءَ طرح هُو توهان تي پنهنجي(روحاني)انعام کي (به) پورو ڪري ٿو انهيءَ لاءِ ته توهان(هُن جا)ڪامل فرمانبردار بڻجو.

فَإِنْ تَوَلَّوْا فَإِنَّمَا عَلَيْكَ الْبَلٰغُ الْمُبِيْنُ ﴿٨٣﴾

٨٣- پوءِ جيڪڏهن اهي(هاڻي به)ڦري وڃن ته (انهيءَ سببان اي نبي!توتي الزام نه ايندو ڇو جو) تنهنجي ذمي صرف کولي پهچائڻ آهي.

يَعْرِفُوْنَ نِعْمَتَ اللّٰهِ ثُمَّ يُنْكِرُوْنَهَا وَأَكْثَرُهُمُ الْكٰفِرُوْنَ ﴿٨٤﴾ ع

٨٤-اُهي الله جي(انهيءَ)انعام کي(چڱي ريت) ڄاڻن ٿا پر پوءِ(به)انهيءَ جو انڪار ڪري رهيا آهن ۽ انهن مان اڪثر ته پڪا ڪافر آهن.

وَيَوْمَ نَبْعَثُ مِنْ كُلِّ أُمَّةٍ شَهِيْدًا ثُمَّ لَا يُؤْذَنُ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَلَا هُمْ يُسْتَعْتَبُوْنَ ﴿٨٥﴾

٨٥-۽(انهيءَ ڏينهن کي به ياد ڪيو)جنهن ڏينهن اسان هر هڪ قوم ۾ هڪ شاهد بيهاريندا سين پوءِ(انهيءَ وقت)انهن ماڻهن کي جن ڪفر(جي ريت)اختيار ڪئي آهي (عذر يا بدلي جي)اجازت نه ڏني ويندي ۽ نه(ئي) هُنن جو ڪو عذر قبول ڪيو ويندو.

وَإِذَا رَأَى الَّذِيْنَ ظَلَمُوا الْعَذَابَ فَلَا يُخَفَّفُ عَنْهُمْ وَلَا هُمْ يُنْظَرُوْنَ ﴿٨٦﴾

٨٦-۽ جن ماڻهن ظلم (جي ريت اختيار) ڪئي آهي اهي جڏهن انهيءَ(واعدي ڪيل) عذاب کي ڏسندا ته(انهيءَ وقت) نه (ته) اُهو (عذاب)انهن تان هلڪو ڪيو ويندو ۽ نه

**(باقي حاشيو)**کي حذف سمجهي وٺندا آهن (بحر محيط جلد ٥ صفحه ٥٢٤) ان ڪري عربي قاعدي جي مطابق آيت جي هيءَ معنٰي ٿيندي ته هُن اُهي ڪپڙا به تيار ڪيا آهن جيڪي گرميءَ کان بچائيندا آهن ۽ اُهي به جيڪي ٿَڌِ کان بچائيندا آهن.

وَإِذَا رَاَ الَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا شُرَكَآءَهُمْ قَالُوْا رَبَّنَا هٰٓؤُلَاۤءِ شُرَكَآؤُنَا الَّذِيْنَ كُنَّا نَدْعُوْا مِنْ دُوْنِكَ ۚ فَاَلْقَوْا اِلَيْهِمُ الْقَوْلَ اِنَّكُمْ لَكٰذِبُوْنَ ﴿٨٧﴾

ئي) کين مهلت ڏني ويندي.

**٨٧-** ۽ جن ماڻهن (الله جا) شريڪ ناهيا آهن. جڏهن اُهي پنهنجي (ناهيل ①) شريڪن کي ڏسندا ته چوندا (ته) اي اسانجا رب! هِي اسان جا (ناهيل) شريڪ آهن جن کي اسان توکي ڇڏي پڪاريندا هئاسين جنهن تي اُهي (گمان ڪيل شريڪ هڪدم) اُنهن کي چوندا (ته) توهان يقيناً ڪوڙا آهيو.

وَاَلْقَوْا اِلَى اللّٰهِ يَوْمَئِذِ ِالسَّلَمَ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٨٨﴾

**٨٨-** ۽ انهيءَ ڏينهن اُهي (ظالم هڪدم) الله جي حضور (پنهنجي فرمانبرداريءَ) جو اظهار ڪندا ۽ اُهي (سڀ ڪجهہ) جنهن کي اُهي پنهنجي طرفان گهڙيندا هئا، انهن (جي ذهنن) مان غائب ٿي ويندو.

اَلَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ زِدْنٰهُمْ عَذَابًا فَوْقَ الْعَذَابِ بِمَا كَانُوْا يُفْسِدُوْنَ ﴿٨٩﴾

**٨٩-** جن ماڻهن (خود بہ) ڪفر (جي ريت) اختيار ڪئي آهي ۽ (ٻين کي بہ) الله جي راهہ کان روڪيو آهي انهن کي اسان انهيءَ عذاب کان وڌي هڪ ٻيو عذاب ڏينداسين ڇو جو اهي (هميشه) فساد (جا ڪم) ڪندا هئا.

وَيَوْمَ نَبْعَثُ فِيْ كُلِّ اُمَّةٍ شَهِيْدًا عَلَيْهِمْ مِّنْ اَنْفُسِهِمْ وَجِئْنَا بِكَ شَهِيْدًا عَلٰى هٰٓؤُلَاۤءِ ۭ وَنَزَّلْنَا عَلَيْكَ الْكِتٰبَ تِبْيَانًا لِّكُلِّ شَيْءٍ

**٩٠-** ۽ (انهيءَ ڏينهن کي بہ ياد ڪيو) جنهن ڏينهن اسان هر قوم جي اندر انهن جي خلاف خود انهن مان ئي هڪ شاهد کڙو ڪنداسين ۽ (اي رسول!) توکي اسان انهن (سڀني) جي خلاف

١- قرآن ڪريم ۾ صرف شُرَكَاءَهُمْ چيو ويو آهي پر جيئن تہ قرآن ڪريم ئي ٻڌايو آهي تہ خدا تعالىٰ جو ڪو شريڪ ناهي. ان ڪري اسان ”ناهيل“ جا لفظ وڌائي ڇڏيا آهن. جيڪي قرآن ڪريم جي مفهوم جي مطابق آهن.

وَّهُدًى وَّرَحْمَةً وَّبُشْرٰى لِلْمُسْلِمِيْنَ ﴿٩٠﴾ ع ١٢ ٦ ١٨

شاهد ڪري آڻينداسين ۽ اسان ھي ڪتاب توتي ھر ھڪ ڳالھ ڪي کولي بيان ڪرڻ لاءِ ۽(سڀني ماڻھن جي)رھنمائيءَ جي لاءِ ۽(انھن تي) رحمت ڪرڻ ۽ ڪامل فرمانبرداري اختيار ڪرڻ وارن ڪي خوشخبري ڏيڻ جي لاءِ لاٿو آھي.

اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ وَاِيْتَآئِ ذِي الْقُرْبٰى وَيَنْهٰى عَنِ الْفَحْشَآءِ وَالْمُنْكَرِ وَالْبَغْيِ ۚ يَعِظُكُمْ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ﴿٩١﴾

**٩١-** اللّٰه يقيناً عدل جو ۽ احسان جو ۽(ڏارين ڪي بہ)مائٽيءَ واري(شخص)وانگر (ڄاڻڻ ۽ ساڳيءَ طرح مدد)ڏيڻ جو حڪم ڏئي ٿو ۽(ھر ھڪ قسم جي) بي حيائي ۽ اڻوڻندڙ ڳالھين ۽ بغاوت کان روڪي ٿو ھُو توھان ڪي نصيحت ڪري ٿو انھيءَ لاءِ تہ توھان سمجھو.

وَاَوْفُوْا بِعَهْدِ اللّٰهِ اِذَا عٰهَدْتُّمْ وَلَا تَنْقُضُوا الْاَيْمَانَ بَعْدَ تَوْكِيْدِهَا وَقَدْ جَعَلْتُمُ اللّٰهَ عَلَيْكُمْ كَفِيْلًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا تَفْعَلُوْنَ ﴿٩٢﴾

**٩٢-** ۽(گھرجي تہ)اللّٰه سان(ڪيل پنھنجي) واعدي ڪي جڏھن توھان(ھُن سان ڪو) واعدو ڪيو ھجي پورو ڪيوءِ قسمن ڪي انھن جي مضبوط ڪرڻ کانپوءِ جڏھن تہ توھان اللّٰه ڪي (انھيءَ جو قسم کائي)پنھنجو ضامن بڻايو آھي نہ ٽوڙيو. جيڪي ڪي توھان ڪيو ٿا اللّٰه يقيناً انھيءَ کي ڄاڻي ٿو.

وَلَا تَكُوْنُوْا كَالَّتِيْ نَقَضَتْ غَزْلَهَا مِنْۢ بَعْدِ قُوَّةٍ اَنْكَاثًا ؕ تَتَّخِذُوْنَ اَيْمَانَكُمْ دَخَلًاۢ بَيْنَكُمْ اَنْ تَكُوْنَ اُمَّةٌ هِيَ اَرْبٰى مِنْ اُمَّةٍ ؕ اِنَّمَا يَبْلُوْكُمُ اللّٰهُ بِهٖ ؕ وَلَيُبَيِّنَنَّ لَكُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ مَا كُنْتُمْ فِيْهِ

**٩٣-** ۽ انھيءَ عورت وانگر نہ بڻجو جنھن پنھنجي ڪتيل سُٽ ڪي انھيءَ جي مضبوط ٿي وڃڻ کانپوءِ ڪپي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو ھو اھڙيءَ طرح جو توھان پنھنجي قسمن ڪي ڌوڪي جي ذريعي پاڻ ۾ ڪاريت وڌائڻ جو ذريعو بڻايو. انھيءَ خوف کان تہ ڪا قوم ڪنھن ٻي قوم جي مقابلي ۾ وڌيڪ طاقتور نہ ٿي

تَخْتَلِفُوْنَ ﴿٩٣﴾

وجي. اللّٰه ته صرف انهيءَ وقت توهان کي انهن (حڪمن) جي ذريعي آزمائي رهيو آهي ۽ قيامت جي ڏينهن توهان تي انهن ڳالهين جي سچي حقيقت ضرور کولي① ڇڏيندو جن ۾ توهان اختلاف رکندا هئا.

وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَجَعَلَكُمْ اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّلٰكِنْ يُّضِلُّ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَلَتُسْـَٔلُنَّ عَمَّا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٩٤﴾

**٩٤**- جيڪڏهن اللّٰـه پنهنجي (ئي) مرضي لاڳو ڪري ها ته هُو توهان (سڀني) کي هڪ ئي جماعت بڻائي ها. پر (هُو ائين نٿو ڪري پر) جيڪو شخص (گمراهيءَ کي) چاهي ٿو انهيءَ کي هُو گمراهه ڪري ٿو ۽ جيڪو (هدايت کي) چاهي ٿو انهيءَ کي هُو هدايت ڏيندو آهي ۽ جيڪي ڪجهه توهان ڪندا آهيو انهيءَ جي بابت (قيامت جي ڏينهن) توهان کان پڇيو ويندو.

وَلَا تَتَّخِذُوْٓا اَيْمَانَكُمْ دَخَلًاۢ بَيْنَكُمْ فَتَزِلَّ قَدَمٌۢ بَعْدَ ثُبُوْتِهَا وَتَذُوْقُوا السُّوْٓءَ بِمَا صَدَدْتُّمْ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۚ وَلَكُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿٩٥﴾

**٩٥**- ۽ توهان پنهنجي قسمن کي پاڻ ۾ ڌوڪي ڏيڻ جو ذريعو نه بڻايو نه ته (توهان جو) قدم انهيءَ کان پوءِ جڏهن اُهو (تمام مضبوطيءَ سان) جمي چڪو هجي (وري) ترڪي پوندو ۽ توهان بڇڙي پڇاڙي ڏسندؤ. جو جو توهان (اهڙي طرح ٻين ماڻهن کي به) اللّٰـه جي راهه کان روڪيو. ۽ توهان تي وڏو عذاب (نازل) ٿيندو.

وَلَا تَشْتَرُوْا بِعَهْدِ اللّٰهِ ثَمَنًا قَلِيْلًا ؕ اِنَّمَا عِنْدَ اللّٰهِ هُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٩٦﴾

**٩٦**- ۽ توهان اللّٰـه (سان ڪيل) واعدي جي بدلي ۾ حقير (۽ ٿورڙي) قيمت (رکڻ واري شيءِ) نه وٺو. جيڪڏهن توهان عقل رکو ٿا ته جيڪي ڪي اللّٰـه وٽ آهي اُهو توهان لاءِ

١- يعني حق ۽ باطل جو فرق توهان تي کُلي ويندو.

مَا عِنْدَكُمْ يَنْفَدُ وَمَا عِنْدَ اللّٰهِ بَاقٍ ؕ وَلَنَجْزِيَنَّ الَّذِيْنَ صَبَرُوْۤا اَجْرَهُمْ بِاَحْسَنِ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ۝۹۷

يقيناً (انهيءَ کان درجي ۾ وڌيڪ) سٺو آهي.
۹۷- جيڪي ڪي توهان وٽ آهي اُهو ختم ٿي ويندو ۽ جيڪي ڪجهه اللّٰه وٽ آهي اُهو (هميشه) رهڻ وارو آهي ۽ (اسان ڪي پنهنجي ذات جو قسم آهي ته) جيڪي ماڻهو ثابت قدم رهيا آهن اسان انهن ڪي يقيناً انهن جي عُمدي عمل جي مطابق (انهن جي سيني نيڪ عملن جو) بدلو ڏينداسين.

مَنْ عَمِلَ صَالِحًا مِّنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَلَنُحْيِيَنَّهٗ حَيٰوةً طَيِّبَةً ۚ وَلَنَجْزِيَنَّهُمْ اَجْرَهُمْ بِاَحْسَنِ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ۝۹۸

۹۸- جيڪو به مومن هئڻ جي حالت ۾ نيڪ ۽ مناسب حال عمل ڪندو مرد هجي يا عورت اسان انهيءَ ڪي يقيناً هڪ پاڪ زندگي عطا ڪنداسين ۽ اسان انهن (سيني ماڻهن) ڪي انهن جي عُمدي عمل مطابق (انهن جي سيني نيڪ عملن جو) بدلو ڏينداسين.

فَاِذَا قَرَاْتَ الْقُرْاٰنَ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ۝۹۹

۹۹- (اي مخاطب!) جڏهن تون قرآن پڙهڻ لڳين ته ڌڪاريل شيطان (جي شر) کان (محفوظ رهڻ لاءِ) اللّٰه جي پناهه گهرندو (ڪر).

اِنَّهٗ لَيْسَ لَهٗ سُلْطٰنٌ عَلَى الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَلٰى رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ۝۱۰۰

۱۰۰- (سچي[1]) ڳالهه يقيناً اِهائي آهي ته جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ پنهنجي رب (جي پناهه) تي ڀروسو رکندا آهن، انهن تي هُنَ جو ڪوغلبو نا هي.

اِنَّمَا سُلْطٰنُهٗ عَلَى الَّذِيْنَ يَتَوَلَّوْنَهٗ وَالَّذِيْنَ هُمْ بِهٖ مُشْرِكُوْنَ ۝۱۰۱ ع

۱۰۱- هُن جو غلبو صرف انهن ماڻهن تي (هوندو) آهي جيڪي هُن سان دوستي رکندا آهن ۽ جيڪي هُن جي سبب شرڪ ڪندا آهن.

ع ۱۳ / ۱۱ / ۱۹

١- هتي "ضمير شان" آئي آهي جنهن جي معنيٰ لغت هيءَ ڪئي آهي ته سچي ڳالهه اِهائي آهي (مغني).

وَ اِذَا بَدَّلْنَآ اٰيَةً مَّكَانَ اٰيَةٍ ۙ وَّ اللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا يُنَزِّلُ قَالُوْٓا اِنَّمَآ اَنْتَ مُفْتَرٍ ؕ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٠٢﴾

**١٠٢**- ۽ جڏهن اسان ڪنهن نشان جي جاءِ تي ڪو ٻيو نشان آڻيندا آهيون ۽ (انهيءَ ۾ ڪهڙو شڪ آهي ته) اللّٰه جيڪي ڪجهه لاهيندو آهي انهيءَ (جي ضرورت) کي هُو (سڀني کان) چڱو ڄاڻي ٿو ته (انهيءَ موقعي تي مخالفَ) چوندا آهن ته تون ڪوڙو آهين (پر حقيقت ائين) ناهي پر انهن مان اڪثر علم ناهن رکندا.

قُلْ نَزَّلَهٗ رُوْحُ الْقُدُسِ مِنْ رَّبِّكَ بِالْحَقِّ لِيُثَبِّتَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَهُدًى وَّ بُشْرٰى لِلْمُسْلِمِيْنَ ﴿١٠٣﴾

**١٠٣**- تون (انهن جي اعتراض ڪندڙ کي) چؤ (ته) روح القدس انهيءَ کي تنهنجي رب جي طرف کان حق (۽ حڪمت) سان لاٿو آهي انهيءَ لاءِ ته جن ماڻهن ايمان آندو آهي انهن کي هُو (ايمان تي) هميشه لاءِ قائم ڪري ڇڏي ۽ پڻ (هُن) فرمانبردارن جي (وڏيڪ) رهنمائيءَ جي لاءِ ۽ (انهن کي) خوشخبري ڏيڻ لاءِ (انهيءَ کي لاٿو آهي).

وَلَقَدْ نَعْلَمُ اَنَّهُمْ يَقُوْلُوْنَ اِنَّمَا يُعَلِّمُهٗ بَشَرٌ ؕ لِسَانُ الَّذِيْ يُلْحِدُوْنَ اِلَيْهِ اَعْجَمِيٌّ وَّ هٰذَا لِسَانٌ عَرَبِيٌّ مُّبِيْنٌ ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**- ۽ اسان يقيناً ڄاڻون ٿا ته اهي چوندا آهن (ته هيءَ وحي الٰهي ناهي پر) هڪ ماڻهو[١] انهيءَ کي سيکاريندو آهي (پر اهي نٿا سمجهن ته) جنهن شخص ڏانهن اُهي (اشارو ڪن ٿا ۽ انهن جا ذهن انهيءَ ڏانهن) مائل ٿين ٿا انهيءَ جي زبان عجمي آهي ۽ هي (قرآني زبان ته چڱيءَ ريت) روشن (ڪري ڏيکارڻ واري) عربي زبان آهي.

١- تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٣ صفحه ٢٤١.

اِنَّ الَّذِيۡنَ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ۙ لَا يَهۡدِيۡهِمُ اللّٰهُ وَلَهُمۡ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿۱۰۵﴾

**١٠٥**- جيڪي ماڻهو اللّٰه جي نشانن تي ايمان نٿا آڻين اللّٰه انهن کي هدايت ناهي ڏيندو ۽ انهن لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر) آهي.

اِنَّمَا يَفۡتَرِى الۡكَذِبَ الَّذِيۡنَ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ۚ وَاُولٰۤـئِكَ هُمُ الۡكٰذِبُوۡنَ ﴿۱۰۶﴾

**١٠٦**- ڪوڙ اُهي ئي ماڻهو گهڙيندا آهن جيڪي اللّٰه جي نشانن تي ايمان نٿا رکن ۽ اهي ئي ماڻهو پڪا ڪوڙا هوندا آهن.

مَنۡ كَفَرَ بِاللّٰهِ مِنۡۢ بَعۡدِ اِيۡمَانِهٖۤ اِلَّا مَنۡ اُكۡرِهَ وَقَلۡبُهٗ مُطۡمَـئِنٌّۢ بِالۡاِيۡمَانِ وَلٰـكِنۡ مَّنۡ شَرَحَ بِالۡكُفۡرِ صَدۡرًا فَعَلَيۡهِمۡ غَضَبٌ مِّنَ اللّٰهِ ۚ وَلَهُمۡ عَذَابٌ عَظِيۡمٌ ﴿۱۰۷﴾

**١٠٧**-جيڪي ماڻهو (به) پنهنجي ايمان آڻڻ کانپوءِ اللّٰه جو انڪار ڪن سواءِ انهن جي جن کي (ڪفر تي) مجبور ڪيو ويو هجي پر انهن جي دل ايمان تي مطمئن هجي (اهي پڪڙ ۾ نه ايندا) ها اُهي جن (پنهنجو) سينو ڪفر لاءِ کولي ڇڏيو هجي انهن تي اللّٰه جو (تمام) وڏو غضب (نازل) ٿيندو ۽ انهن جي لاءِ تمام ګرو عذاب (مقدر) آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمُ اسۡتَحَبُّوا الۡحَيٰوةَ الدُّنۡيَا عَلَى الۡاٰخِرَةِ ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ لَا يَهۡدِى الۡقَوۡمَ الۡكٰفِرِيۡنَ ﴿۱۰۸﴾

**١٠٨**-۽ ائين انهيءَ سببان هوندو جو اُنهن هن دنياوي زندگيءَ سان محبت ڪري انهيءَ کي آخرت تي فوقيت ڏني ۽ (پڻ انهيءَ سببان جو) اللّٰه ڪفر اختيار ڪرڻ وارن ماڻهن کي هدايت ناهي ڏيندو.

اُولٰۤـئِكَ الَّذِيۡنَ طَبَعَ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوۡبِهِمۡ وَسَمۡعِهِمۡ وَاَبۡصَارِهِمۡ ۚ وَاُولٰۤـئِكَ هُمُ الۡغٰفِلُوۡنَ ﴿۱۰۹﴾

**١٠٩**-هي اُهي ماڻهو آهن جن (جي ڪفر جي سبب انهن) جي دلين ۽ انهن جي ڪنن ۽ سندن اکين تي اللّٰه مُهر لڳائي ڇڏي آهي ۽ اِهي ماڻهو ئي آهن جيڪي پڪا غافل آهن.

لَا جَرَمَ اَنَّهُمۡ فِى الۡاٰخِرَةِ هُمُ الۡخٰسِرُوۡنَ ﴿۱۱۰﴾

**١١٠**-(۽) انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اُهي آخرت ۾ (سيني کان) وڌيڪ نقصان ماڻڻ

وارا هوندا.

ثُمَّ اِنَّ رَبَّكَ لِلَّذِيْنَ هَاجَرُوْا مِنْۢ بَعْدِ مَا فُتِنُوْا ثُمَّ جٰهَدُوْا وَصَبَرُوْٓا ۙ اِنَّ رَبَّكَ مِنْۢ بَعْدِهَا لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝١١١

١١١ـ ۽ تنهنجو رب يقيناً انهن ماڻهن لاءِ جيڪي ڏک ۾ پوڻ ڪانپوءِ هجرت ڪري ويا پوءِ انهن جهاد ڪيو ۽(پنهنجي انجام تي)ثابت قدم رهيا(ها)تنهنجو رب يقيناً انهيءَ (شرط ڪي پوري ڪرڻ)ڪانپوءِ(انهن جي لاءِ)ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو(ثابت)ٿيندو.

يَوْمَ تَاْتِيْ كُلُّ نَفْسٍ تُجَادِلُ عَنْ نَّفْسِهَا وَتُوَفّٰى كُلُّ نَفْسٍ مَّا عَمِلَتْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ۝١١٢

١١٢ـ(اُهو صلوخاص طورتي اُن ڏينهن پڌرو ٿيندو) جنهن ڏينهن هرشخص پنهنجي جان جي باري جهڳڙندو ايندو ۽ هر ماڻهوءَ جو ڪجهه ڪيو هوندو(انَ جو صلو)ڪيس پورو پورو ڏنو ويندو.۽ انهن تي(ڪنهن ريت به)ظلم نه ڪيو ويندو.

وَضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا قَرْيَةً كَانَتْ اٰمِنَةً مُّطْمَئِنَّةً يَّاْتِيْهَا رِزْقُهَا رَغَدًا مِّنْ كُلِّ مَكَانٍ فَكَفَرَتْ بِاَنْعُمِ اللّٰهِ فَاَذَاقَهَا اللّٰهُ لِبَاسَ الْجُوْعِ وَالْخَوْفِ بِمَا كَانُوْا يَصْنَعُوْنَ ۝١١٣

١١٣ـ۽ اللّٰه (توهان ڪي سمجهائڻ جي لاءِ) هڪ وسنديءَ[1] جو حال بيان ڪري ٿو. جنهن ڪي (هر قسمَ جو)امن حاصل آهي(۽) اطمينان نصيب آهي هر پاسي ڪان سندس رزق سولائيءَ سان پهچي رهيو آهيس. پوءِ (به) انهيءَ اللّٰه جي نعمتن جي ناشڪري ڪئي آهي سندس (انهيءَ ناشڪريءَ) تي اللّٰه هن(جي رهاڪن) تي سندن(بڇڙي)عملن جي سببان بک ۽ خوف

١ ـ هن جڳهه وسنديءَ مان مراد مڪه مڪرمه آهي.قرآن ڪريم ۾ ماضيءَ جو لفظ آهي.پر ڪئي دفعه يقين تي دلالت ڪرڻ لاءِ ماضيءَ جو لفظ حال جي جاءِ تي استعمال ڪيو ويندو آهي.اهڙي طرح هتي ٿيو آهي.

جي پوشاڪ① نازل ڪئي آهي ۽ انهيءَ جو مزو چکايو آهي.

وَلَقَدْ جَآءَهُمْ رَسُوْلٌ مِّنْهُمْ فَكَذَّبُوْهُ فَاَخَذَهُمُ الْعَذَابُ وَهُمْ ظٰلِمُوْنَ ﴿١١٤﴾

١١٤- ۽ يقيناً انهن وٽ انهن مان ئي (اسانجو) هڪ رسول اچي چڪو آهي پر انهن کيس ڪوڙو ڪيو. جنهن تي انهيءَ حالت ۾ جو اهي ظلم ڪري رهيا هئا (اسانجي) عذاب کين اچي پڪڙيو.

فَكُلُوْا مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ حَلٰلًا طَيِّبًا ۪ وَّاشْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ اِيَّاهُ تَعْبُدُوْنَ ﴿١١٥﴾

١١٥- پوءِ جيڪو حلال (۽) پاڪ (مال) اللّٰه توهان کي ڏنو آهي توهان انهيءَ مان کائو ۽ اللّٰه جي نعمت جو جيڪڏهن توهان انهيءَ جي عبادت ڪيو ٿا شڪر ڪيو.

اِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَالدَّمَ وَلَحْمَ الْخِنْزِيْرِ وَمَآ اُهِلَّ لِغَيْرِ اللّٰهِ بِهٖ ۚ فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ بَاغٍ وَّلَا عَادٍ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١١٦﴾

١١٦- هُن توهان تي صرف مردار کي ۽ رت کي ۽ سوئر جي گوشت کي ۽ (هر) انهيءَ شيءِ کي حرام ڪيو آهي جنهن تي اللّٰه کانسواءِ ڪنهن ٻئي جو نالو ورتو ويو هجي ۽ جيڪو ماڻهو (انهن مان ڪنهن شيءِ جي کائڻ تي) مجبور ڪيو وڃي انهيءَ حالت ۾ جو (شريعت جو) مقابلو ڪرڻ وارو نہ هجي ۽ نہ حد کان وڌڻ وارو هجي تہ (ياد رهي تہ) اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽)

١ - قرآن مجيد ۾ لفظ اَذَاقَ جو آهي جنهن جي معنيٰ چکائڻ جي آهي. پر عربيءَ جي محاوري ۾ پوشاڪ جي لاءِ بہ ڪئي دفعہ کائڻ جو لفظ اچي ويندو آهي جهڙوڪ مشهور شعر آهي ؎

قَالُوا اقْتَرِحْ شَيْئًا نُّجِدُ لَكَ طَبْخَه ـ قُلْتُ اطْبَخُوْا لِيْ جُبَّةً وَّ قَمِيْصاً ـ

انهن چيو تہ ڪا شيءِ طلب ڪيو جيڪا اسان پچائي پيش ڪريون. مون چيو تہ جُبّو ۽ قميص مون کي پچائي ڏيو. انهيءَ محاوري جي مطابق اسان ترجمو ڪيو آهي تہ جيئن چکائڻ جو مطلب بہ نڪري اچي ۽ پوشاڪ جو لفظ بہ قائم رهي. (تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ۴ صفحه ٢٥٨)

بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَلَا تَقُوْلُوْا لِمَا تَصِفُ اَلْسِنَتُكُمُ الْكَذِبَ هٰذَا حَلٰلٌ وَّ هٰذَا حَرَامٌ لِّتَفْتَرُوْا عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ لَا يُفْلِحُوْنَ ﴿١١٧﴾

١١٧- ۽ پنهنجي زبانن جي ڪوڙن بيانن جي سببان (هي) نہ چئو تہ هي حلال آهي ۽ هي حرام آهي (تہ ائين نہ ٿئي) جو توهان الله تي ڪوڙ مڙهڻ وارا بڻجي وڃو. جيڪي ماڻهو الله تي ڪوڙ مڙهن ٿا اهي هرگز ڪامياب ناهن ٿيندا.

مَتَاعٌ قَلِيْلٌ ۪ وَّلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿١١٨﴾

١١٨- (هي دنيا) ٿورڙو عارضي سامان آهي ۽ (انهيءَ ڪوڙ جي نتيجي ۾) انهن لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر) آهي (پوءِ انهيءَ ڪان بچڻ گهرجي).

وَعَلَى الَّذِيْنَ هَادُوْا حَرَّمْنَا مَا قَصَصْنَا عَلَيْكَ مِنْ قَبْلُ ۚ وَمَا ظَلَمْنٰهُمْ وَلٰكِنْ كَانُوْۤا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ﴿١١٩﴾

١١٩- ۽ جن ماڻهن يهودي مذهب اختيار ڪيو هو اُنهن تي (بہ) اسان انهيءَ ڪان اڳ اُهي (سڀئي) شيون حرام ڪيون هيون جن جو ذڪر اسان توسان ڪيو آهي ۽ اسان انهن تي (اهي حڪم ڏئي) ظلم نہ ڪيو هو پر اُهي (انهن حڪمن کي ٽوڙي) پنهنجي جانين تي ظلم ڪندا هئا.

ثُمَّ اِنَّ رَبَّكَ لِلَّذِيْنَ عَمِلُوا السُّوْٓءَ بِجَهَالَةٍ ثُمَّ تَابُوْا مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ وَاَصْلَحُوْۤا ۙ اِنَّ رَبَّكَ مِنْۢ بَعْدِهَا لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٢٠﴾ ع ١٥ ٩ ٢١

١٢٠- پوءِ (ياد رکو تہ) جن ماڻهن بي خبريءَ جي حالت ۾ (ڪا) برائي ڪئي هجي (۽) وري انهيءَ ڪانپوءِ (اهي انهيءَ ڪان) توبهہ ڪن ۽ (پنهنجي غلطيءَ جي) اصلاح (بہ) ڪن، انهن جي حق ۾ تنهنجو رب انهن (شرطن جي پوري ڪرڻ) ڪانپوءِ گهڻو ئي بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو (ثابت) ٿيندو.

اِنَّ اِبْرٰهِيْمَ كَانَ اُمَّةً قَانِتًا لِّلّٰهِ حَنِيْفًا ؕ

١٢١- ابراهيم يقيناً هر (هڪ) خير جمع ڪرڻ

وَلَمۡ يَكُ مِنَ الۡمُشۡرِكِيۡنَ ﴿١٢١﴾

وارو اللّٰه جي خاطر عاجزي اختيار ڪرڻ وارو (۽) هميشه خدا جي ڪامل فرمانبرداري ڪرڻ وارو هو،۽ هُو مشرڪن مان نہ هو.

شَاكِرًا لِّاَنۡعُمِهٖ ؕ اِجۡتَبٰىهُ وَهَدٰىهُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ﴿١٢٢﴾

**١٢٢**۔(هُو)سندس① انعامن جو شڪر گذار هو، هُن(جي رب)کيس چونڊيو هو ۽ هڪ سڌي وات ڏانهن سندس رهنمائي ڪئي هئي.

وَاٰتَيۡنٰهُ فِى الدُّنۡيَا حَسَنَةً ؕ وَاِنَّهٗ فِى الۡاٰخِرَةِ لَمِنَ الصّٰلِحِيۡنَ ؕ ﴿١٢٣﴾

**١٢٣**۔۽ اسان انهيءَ کي هن دنيا ۾(بہ وڏي) ڪاميابي بخشي هئي،۽ هُو آخرت ۾(بہ) يقيناً صالح ماڻهن مان هوندو.

ثُمَّ اَوۡحَيۡنَاۤ اِلَيۡكَ اَنِ اتَّبِعۡ مِلَّةَ اِبۡرٰهِيۡمَ حَنِيۡفًا ؕ وَمَا كَانَ مِنَ الۡمُشۡرِكِيۡنَ ﴿١٢٤﴾

**١٢٤**۔ ۽(اي رسول)اسان توکي وحيءَ جي ذريعي حڪم ڏنو آهي تہ(اسانجي)ڪامل فرمانبرداريءَ تي هميشه قائم رهڻ واري ابراهيم جي ريت جي پيروي ڪر.۽(اي مڪي وارا ڄاڻو ٿا تہ)هُو مشرڪن مان نہ هو.

اِنَّمَا جُعِلَ السَّبۡتُ عَلَى الَّذِيۡنَ اخۡتَلَفُوۡا فِيۡهِ ؕ وَاِنَّ رَبَّكَ لَيَحۡكُمُ بَيۡنَهُمۡ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ فِيۡمَا كَانُوۡا فِيۡهِ يَخۡتَلِفُوۡنَ ﴿١٢٥﴾

**١٢٥**۔سبت(جو وبال)انهن ئي ماڻهن تي وڌو ويو هو جن انهيءَ ۾ اختلاف ڪيو هو ۽ تنهنجو رب انهيءَ ڳالهہ جي متعلق جنهن ۾ اُهي اختلاف ڪندا هئا يقيناً قيامت جي ڏينهن فيصلو ڪندو.

اُدۡعُ اِلٰى سَبِيۡلِ رَبِّكَ بِالۡحِكۡمَةِ وَالۡمَوۡعِظَةِ الۡحَسَنَةِ وَجَادِلۡهُمۡ بِالَّتِىۡ هِىَ اَحۡسَنُ ؕ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعۡلَمُ بِمَنۡ ضَلَّ عَنۡ سَبِيۡلِهٖ وَهُوَ اَعۡلَمُ

**١٢٦**۔(۽ اي رسول)تون(ماڻهن کي) حڪمت ۽ چڱي نصيحت جي ذريعي پنهنجي رب جي راهہ ڏانهن سڏ ۽ انهيءَ طريقي سان جيڪو سڀ کان سنو هجي۔انهن سان (هُنن جي اختلافن جي بابت)بحث ڪر. تنهنجو رب انهن کي(بہ)جيڪي انهيءَ جي راهہ کان

١۔يعني اللّٰه تعاليٰ جي.

بِالْمُهْتَدِيْنَ ﴿١٢٦﴾

يتڪي ويا هجن (سڀ ڪان) وڌيڪ ڄاڻي ٿو ۽ انهن کي به جيڪي هدايت حاصل ڪن ٿا.

وَاِنْ عَاقَبْتُمْ فَعَاقِبُوْا بِمِثْلِ مَا عُوْقِبْتُمْ بِهٖ ؕ وَلَئِنْ صَبَرْتُمْ لَهُوَ خَيْرٌ لِّلصّٰبِرِيْنَ ﴿١٢٧﴾

**١٢٧-** جيڪڏهن توهان (ماڻهو زيادتي ڪرڻ وارن کي) سزا ڏيو ته جيتري توهان تي زيادتي ڪئي وئي هجي توهان اوتري (ئي) سزا ڏيو ۽ (اسان کي پنهنجي ذات جو قسم آهي ته) جيڪڏهن توهان صبر ڪندؤ ته صبر ڪرڻ وارن جي حق ۾ اُهو (يعني صبر ڪرڻ) سٺو ٿيندو.

وَاصْبِرْ وَمَا صَبْرُكَ اِلَّا بِاللّٰهِ وَلَا تَحْزَنْ عَلَيْهِمْ وَلَا تَكُ فِيْ ضَيْقٍ مِّمَّا يَمْكُرُوْنَ ﴿١٢٨﴾

**١٢٨-** ۽ (اي رسول) تون صبر کان ڪم وٺ ۽ تنهنجو صبر ڪرڻ الـلّٰه (جي مدد) سان ئي (ٿي سگهي) ٿو ۽ تون انهن (ماڻهن جي حالت) تي غم نه ڪر. ۽ جيڪي تدبيرون اهي ڪن ٿا انهن جي سببان تڪليف محسوس نه ڪر.

اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا وَّالَّذِيْنَ هُمْ مُّحْسِنُوْنَ ﴿١٢٩﴾ ع

**١٢٩-** ۽ ياد رک ته الـلّٰه يقيناً انهن ماڻهن سان گڏ هوندو آهي جن تقويٰ (جي ريت) اختيار ڪئي هجي ۽ جيڪي نيڪوڪار هجن.

ع ١٦ ٩ ٢٢

سُوْرَةُ بَنِیٓ اِسْرَآءِیْلَ مَكِّیَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ اثْنَتَا عَشْرَةَ اٰیَةً وَّ اثْنَاعَشَرَ رُكُوْعًا

سورت بني اسرائيل- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون هڪ سئو ٻارنهن آيتون ۽ ٻارهن رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهان ٿو).

سُبْحٰنَ الَّذِیٓ اَسْرٰی بِعَبْدِهٖ لَیْلًا مِّنَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ اِلَی الْمَسْجِدِ الْاَقْصَا الَّذِیْ بٰرَكْنَا حَوْلَهٗ لِنُرِیَهٗ مِنْ اٰیٰتِنَا ؕ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِیْعُ الْبَصِیْرُ ②

٢-(مان) انَ(خدا) جي پاڪائي(بيان ڪيان ٿو) جيڪو رات جي وقت پنهنجي ٻانهي کي(ان) حرمت واري مسجد کان (انهيءَ) پري واري مسجد تائين جنهن جي آسپاس کي (به) اسان برڪت ڏني آهي (انهيءَ ڪري) وٺي ويو ته اسان هُن کي پنهنجا ڪي نشان ڏيکاريون يقيناً اُهوئي(خدا) آهي جيڪو (پنهنجي ٻانهن جي پڪار کي) ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽ سندن حالتن کي) چڱيءَ طرح ڏسڻ وارو آهي.

وَاٰتَیْنَا مُوْسَی الْكِتٰبَ وَجَعَلْنٰهُ هُدًی لِّبَنِیٓ اِسْرَآءِیْلَ اَلَّا تَتَّخِذُوْا مِنْ دُوْنِیْ وَكِیْلًا ۭ③

٣-۽ اسان موسٰي کي ڪتاب(يعني توريت) ڏنو هو ۽ هُن کي اسان بني اسرائيل لاءِ هدايت(جو ذريعو) بڻايو هو(۽ انهيءَ ۾ هُنن کي حڪم ڏنو هو) ته توهان مون کانسواءِ ڪنهن کي(پنهنجو) ڪارساز نه بڻايو.

ذُرِّیَّةَ مَنْ حَمَلْنَا مَعَ نُوْحٍ ؕ اِنَّهٗ كَانَ عَبْدًا شَكُوْرًا ④

٤-(۽ هي به چيو هوته اي) اُنهن ماڻهن جا نسل! جن کي اسان نوح سان گڏ(ٻيڙيءَ تي)

سوار ڪيو هو (ياد رکو ته) اُهو يقيناً (اسان جو) وڏو شڪر گذار ٻانهون هو (سوتوهان به شڪر گذار بڻجو).

وَقَضَيْنَآ اِلٰى بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ فِى الْكِتٰبِ لَتُفْسِدُنَّ فِى الْاَرْضِ مَرَّتَيْنِ وَلَتَعْلُنَّ عُلُوًّا كَبِيْرًا ﴿٤﴾

**٥**۔ ۽ اسان هن ڪتاب ۾ بني اسرائيل کي هيءَ ڳالهه (کولي) پهچائي ڇڏي هئي ته توهان يقيناً هن ملڪ ۾ ٻه (٢) دفعا فساد ڪندؤ ۽ يقيناً توهان تمام وڏي سرڪشي (اختيار) ڪندؤ.

فَاِذَا جَآءَ وَعْدُ اُوْلٰىهُمَا بَعَثْنَا عَلَيْكُمْ عِبَادًا لَّنَآ اُولِىْ بَاْسٍ شَدِيْدٍ فَجَاسُوْا خِلٰلَ الدِّيَارِ ؕ وَكَانَ وَعْدًا مَّفْعُوْلًا ﴿٥﴾

**٦**۔ ۽ جڏهن انهن ٻن (ٻيرن جي فسادن) مان پهرين (ٻيري) جو واعدو (پوري ٿيڻ جو وقت) آيو ته اسان ڪن پنهنجي اهڙن ٻانهن کي (توهان جي ڇَڙَ لاءِ) توهان تي (غالب ڪري) ڪڙو ڪري ڇڏيو جيڪي سخت ويڙهاڪ ① هئا. ۽ اُهي توهان جي گهرن ۾ اندر ڪاهي پيا ۽ اهو واعدو (بهرحال) پورو ٿي رهڻو هو.

ثُمَّ رَدَدْنَا لَكُمُ الْكَرَّةَ عَلَيْهِمْ وَاَمْدَدْنٰكُمْ بِاَمْوَالٍ وَّبَنِيْنَ وَجَعَلْنٰكُمْ اَكْثَرَ نَفِيْرًا ﴿٦﴾

**٧**۔ (اِن ڪانپوءِ) وري ② اسان توهان کي (دشمن تي) حملي جي طاقت عطا ڪئي ۽ اسان مالن ۽ پٽن جي وسيلي توهان جي مدد ڪئي ۽ اسان توهان کي جَٿي جي لحاظ

**١**۔ هي نبوڪد نضر بابل جي بادشاهه جي حملي جو ذڪر آهي جنهن فلسطين تي حملو ڪري صدقياه کي شڪست ڏني هئي. ۽ سندس اکيون ڪڍي ڇڏيون هئائين. (ڏسو سلاطين ٢ باب ٢٥)

**٢**۔ ان ۾ سَيد ۽ فارس جي بادشاهه جو ذڪر آهي جنهن بابل تي ڪاهه ڪري نبوڪد نضر جي خاندان کي تباهه ڪري ڇڏيو ۽ بنو اسرائيل سان خفيه ناهه ڪري ورتو. ۽ پوءِ ان واعدي جي مطابق نحمياه نبيءَ جي ذريعي ٻيهر بيت المقدس آباد ڪرايائين. (ڏسو ڪتاب نحمياه باب ١ ۽ باب ٢).

اِنْ اَحْسَنْتُمْ اَحْسَنْتُمْ لِاَنْفُسِكُمْ ۗ وَاِنْ اَسَاْتُمْ فَلَهَا ۭ فَاِذَا جَاۗءَ وَعْدُ الْاٰخِرَةِ لِيَسُوْۗءٗا وُجُوْهَكُمْ وَلِيَدْخُلُوا الْمَسْجِدَ كَمَا دَخَلُوْهُ اَوَّلَ مَرَّةٍ وَّلِيُتَبِّرُوْا مَا عَلَوْا تَتْبِيْرًا ۝۸

سان به(پهرين ڪان) اڳرو ڪري ڇڏيو.

**٨**-(ٻڌو!)جيڪڏهن توهان نيڪ ٿيندؤ ته نيڪ ٿيڻ جي پنهنجي جانين کي ئي فائدو پهچائيندؤ، ۽ جيڪڏهن توهان بڇڙا عمل ڪندؤ ته (به) اُنهن (يعني پنهنجي جانين)جي لاءِ(برو ڪندؤ) وري جڏهن ٻئي دفعي① وارو واعدي(پوري ٿيڻ جو وقت) اچي ويو،انهيءَ لاءِ ته اُهي(يعني توهان جادشمن) توهان جي معزز ماڻهن سان اٺوڻندڙ معاملو ڪن ۽(اهڙيءَ طرح)مسجد ۾ داخل ٿين جهڙيءَ طرح اُهي انهيءَ ۾ پهريون دفعو داخل ٿيا هئا ۽ جنهن شيءَ تي غلبو حاصل ڪن انهيءَ کي بلڪل تباهه (۽ برباد)ڪري ڇڏين(ته اِها ڳالهه به پوري ٿي وئي).

عَسٰى رَبُّكُمْ اَنْ يَّرْحَمَكُمْ ۚ وَاِنْ عُدْتُّمْ عُدْنَا ۘ وَجَعَلْنَا جَهَنَّمَ لِلْكٰفِرِيْنَ حَصِيْرًا ۝۹ وقف لازم

**٩**-(هاڻي به)ڪجهه پري ڪونهي(پر اِجهو ٿيڻ وارو آهي) ته توهان ②جو رب توهان تي رحم ڪري ۽ جيڪڏهن توهان(وري پنهنجي غلط ورتاءَ ڏانهن)موٽيا ته اسان به (پنهنجي سزا جي طرف)موٽنداسين ۽(ياد رکو ته)جهنم کي اسان ڪافرن جي لاءِ قيد خانو بڻايو آهي.

اِنَّ هٰذَا الْقُرْاٰنَ يَهْدِيْ لِلَّتِيْ هِيَ اَقْوَمُ

**١٠**-هيءُ قرآن يقيناً انهيءَ(راهه جي)طرف رهنمائي

١-هن تباهيءَ جي ٻئي وعدي مان مراد روم جي شهزادي ٽائٽس جو حملو آهي جنهن فلسطين تي ان کري ڪاهه ڪئي جو ڪيس ٻڌايو ويو هو ته يهودي روم جي حڪومت کان بغاوت ڪرڻ وارا آهن. هي واقعو ٧٠ع بعد مسيح جو آهي.(ڏسو انسائيڪلو پيڊيا برٽينيڪا زير لفظ جيوز ۽ هسٽورينز هسٽري آف دي ورلڊ).اُن وقت ٽائٽس بيت المقدس جي سخت بي عزتي ڪئي هئي ۽ مسجد ۾ سوئر جي قرباني ڪئي هئي.

٢-يعني يهودين جو.

وَ يُبَشِّرُ الْمُؤْمِنِيْنَ الَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ الصّٰلِحٰتِ اَنَّ لَهُمْ اَجْرًا كَبِيْرًا ﴿١٠﴾

ڪري ٿو جيڪا سڀني ڪان وڌيڪ صحيح آهي ۽ مومنن ڪي جيڪي حال سارو ڪم ڪن ٿا خوشخبري ڏئي ٿو ته انهن جي لاءِ (تمام) وڏو اجر (مقدر) آهي.

وَّ اَنَّ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ اَعْتَدْنَا لَهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿١١﴾ ع ١١ ١

١١ـ ۽ (قرآن) هي (به چوي ٿو) ته جيڪي ماڻهو آخرت تي ايمان نٿا آڻين انهن جي لاءِ اسان دردناڪ عذاب تيار ڪيو آهي.

وَ يَدْعُ الْاِنْسَانُ بِالشَّرِّ دُعَآءَهٗ بِالْخَيْرِ ؕ وَ كَانَ الْاِنْسَانُ عَجُوْلًا ﴿١٢﴾

١٢ـ ۽ انسان برائيءَ ڪي (اهڙي جوش سان) سڏي ٿو جنهن جوش سان اللّٰه ① انهيءَ (ٻانهي) ڪي خير جي طرف سڏي رهيو هوندو آهي ۽ انسان ڏاڍو اُٻهرو (واقع ٿيو) آهي.

وَ جَعَلْنَا الَّيْلَ وَ النَّهَارَ اٰيَتَيْنِ فَمَحَوْنَآ اٰيَةَ الَّيْلِ وَ جَعَلْنَآ اٰيَةَ النَّهَارِ مُبْصِرَةً لِّتَبْتَغُوْا فَضْلًا مِّنْ رَّبِّكُمْ وَ لِتَعْلَمُوْا عَدَدَ السِّنِيْنَ وَ الْحِسَابَ ؕ وَ كُلَّ شَيْءٍ فَصَّلْنٰهُ تَفْصِيْلًا ﴿١٣﴾

١٣ـ ۽ اسان رات ۽ ڏينهن ٻه نشان بڻايا آهن. اهڙيءَ طرح جو رات واري نشان جي اثر ڪي ته اسان ميٽائي ② ڇڏيو ۽ ڏينهن واري نشان ڪي اسان بينائي بخشڻ وارو بڻائي ڇڏيو. انهيءَ لاءِ ته توهان خدا جي فضل ڪي ڳوليو ۽ (سولائيءَ سان) سالن جي ڳڻپ ۽ حساب معلوم ڪري سگهو، ۽ اسان هر هڪ شيءِ ڪي چڱي ريت ڪولي ڪولي بيان ڪري ڇڏيو آهي.

وَ كُلَّ اِنْسَانٍ اَلْزَمْنٰهُ طٰٓئِرَهٗ فِيْ عُنُقِهٖ ؕ

١٤ـ ۽ اسان هر انسان جي ڳچيءَ ۾ انهيءَ جي عمل ③ ڪي ٻڌي ڇڏيو آهي ۽ اسان

١ـ ترجمي ۾ ضمير جي بجاءِ ظاهر اسم استعمال ڪيو ويو آهي ته جيئن آيت جو مطلب واضح ٿي وڃي.

٢ـ يعني اونداهو ٿا هيو آهي.

٣ـ هن آيت ۾ هي لفظ آهن ته هر انسان جي ڳچيءَ ۾ ان جو پکي ٻڌي ڇڏيو آهي. پر جيئن ته لغت ۾ لکيل آهي ته پکيءَ جي معنيٰ ان عمل جي به هوندي آهي جنهن جو انسان عادي ٿي وڃي. (ڏسو اقرب)

وَنُخْرِجُ لَهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ كِتٰبًا يَّلْقٰىهُ مَنْشُوْرًا ﴿١٤﴾

قيامت جي ڏينهن هنَ (جي عملن) جو هڪ ڪتاب ڪڍي① هُن جي سامهون رکنداسين، جنهن کي هُو (بلڪل) کليل ڏسندو.

اِقْرَاْ كِتٰبَكَ ۭ كَفٰى بِنَفْسِكَ الْيَوْمَ عَلَيْكَ حَسِيْبًا ﴿١٥﴾ۭ

**۱۵**- (۽ هُن کي چيو ويندو) پنهنجو ڪتاب (خود ئي) پڙهي (ڏِسُ) اڄ تنهنجو نفس ئي تنهنجو حساب وٺڻ لاءِ ڪافي آهي.

مَنِ اهْتَدٰى فَاِنَّمَا يَهْتَدِيْ لِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ ضَلَّ فَاِنَّمَا يَضِلُّ عَلَيْهَا ۭ وَلَا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِّزْرَ اُخْرٰى ۭ وَمَا كُنَّا مُعَذِّبِيْنَ حَتّٰى نَبْعَثَ رَسُوْلًا ﴿١٦﴾

**۱۶**- (پوءِ ياد رکو ته) جيڪو هدايت کي قبول ڪندو انهيءَ جي هدايت حاصل ڪرڻ انهيءَ جي ذات جي فائدي جي لاءِ آهي ۽ جيڪو (هنَ هدايت کي رد ڪري) گمراهه ٿيندو. انهيءَ جو گمراهه ٿيڻ سندس (نفس جي) خلاف ٿيندو ۽ ڪا بار کڻڻ واري جان ② ڪنهن ٻي (جان) جو بار نه کڻندي ۽ اسان (ڪنهن قوم تي) هرگز عذاب ناهيون موڪليندا جيستائين (انهن ڏانهن) ڪو رسول نه موڪليون.

وَاِذَآ اَرَدْنَآ اَنْ نُّهْلِكَ قَرْيَةً اَمَرْنَا مُتْرَفِيْهَا فَفَسَقُوْا فِيْهَا فَحَقَّ عَلَيْهَا الْقَوْلُ

**۱۷**- ۽ جڏهن اسان ڪنهن وسنديءَ کي تباهه ڪرڻ جو ارادو ڪريون ته (پهرين) اسان انهيءَ جي آسودن ماڻهن کي (نيڪيءَ

---

**(باقي حاشيو)** ان ڪري اسان ترجمي ۾ طَـائِر جي جاءِ تي عمل لکيو آهي. ڳچيءَ ۾ عمل ٻڌڻ جي هيءَ معنيٰ آهي ته هو هن جي بدلي کان بچي نٿو سگهي.

۱- هن لفظ واضح ڪري ڇڏيو آهي ته قرآن مجيد هن جاءِ تي طَائِر جي معنيٰ عمل جي ئي ڪئي هئي.

۲- يعني ڪو شخص جنهن تي جواب ڏيڻ لازم هجي ٻئي جي جاءِ تي جواب نه ڏئي سگهندو. پڻ ڏسو نوٽ سورت الانعام آيت ۱۶۵.

فَدَمَّرْنٰهَا تَدْمِيْرًا ﴿١٧﴾

① جو)حڪم ڏيندا آهيون جنهن تي اهي (هيڪاري)انهيءَ (ڳوٺ) ۾ نافرمانيءَ (جي راهه)اختيار ڪندا آهن.تڏهن انهيءَ وسنديءَ جي متعلق اسان جو ڪلام پورو ٿي ويندو آهي ۽ اسان اُن کي پوريءَ طرح تباهه ڪري ڇڏيندا آهيون.

وَكَمْ اَهْلَكْنَا مِنَ الْقُرُوْنِ مِنْۢ بَعْدِ نُوْحٍ ؕ وَكَفٰى بِرَبِّكَ بِذُنُوْبِ عِبَادِهٖ خَبِيْرًاۢ بَصِيْرًا ﴿١٨﴾

**١٨**-۽ (انهيءَ قانون جي مطابق)اسان نوح (جي قوم کي ۽ انهيءَ)کانپوءِ(هڪ ٻئي پٺيان)ڪيترن نسلن کي تباهه ڪيو ۽ تنهنجو رب پنهنجي ٻانهن جي گناهن تي (چڱي طرح)ڄاڻ رکڻ وارو(آهي ۽ انهن کي) چڱيءَ طرح ڏسي ٿو.

مَنْ كَانَ يُرِيْدُ الْعَاجِلَةَ عَجَّلْنَا لَهٗ فِيْهَا مَا نَشَآءُ لِمَنْ نُّرِيْدُ ثُمَّ جَعَلْنَا لَهٗ جَهَنَّمَ ۚ يَصْلٰىهَا مَذْمُوْمًا مَّدْحُوْرًا ﴿١٩﴾

**١٩**-جيڪو شخص(رڳو)دنيا جو گُهرجائو هجي اسان اهڙي قسم جي ماڻهن مان جنهن کي چاهيون ٿا، هِن دنيا ۾ ڪجهه جلديءَ وارو (دنياوي) فائدو ڏيئي ڇڏيندا آهيون. انهيءَ کانپوءِ انهيءَ لاءِ جهنم(جو عذاب)مقرر ڪري ڇڏيندا آهيون جنهن ۾ اهو خوار ۽ ڌڪارجي ٿي داخل ٿي ويندو آهي.

وَمَنْ اَرَادَ الْاٰخِرَةَ وَسَعٰى لَهَا سَعْيَهَا

**٢٠**-۽② جن ماڻهن ايمان جي حالت ۾ آخرت

---

**١**-هن آيت جي ڏاڍي غلط معنيٰ ڪئي ويندي آهي پر حضرت ابن عباسؓ ان جو صحيح مفهوم ڪيو آهي جنهن سان سڀ اعتراض ختم ٿي وڃن ٿا.(ڏسو بحر محيط جلد ٦ صفحه ١٧)اسان انهيءَ جي مطابق ترجمو ڪيو آهي.

**٢**- مَنْ جو لفظ واحد ۽ جمع ٻئي معنائون رکي ٿو.اسان جمع جي معنيٰ ڪئي آهي.

وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَاُولٰٓئِكَ كَانَ سَعْيُهُمْ مَّشْكُوْرًا ﴿٢٠﴾

جي خواهش ڪئي ۽ انهيءَ جي لاءِ ان جي مطابق ڪوشش(به)ڪئي تہ(ياد رکو) اهڙا ئي ماڻهو آهن جن جي ڪوشش جو قدر ڪيو ويندو.

كُلًّا نُّمِدُّ هٰٓؤُلَآءِ وَهٰٓؤُلَآءِ مِنْ عَطَآءِ رَبِّكَ ۭ وَمَا كَانَ عَطَآءُ رَبِّكَ مَحْظُوْرًا ﴿٢١﴾

**٢١**۔اسان سڀني کي مدد ڏينداآهيون انهن کي بہ(يعني دين وارن کي بہ)۽ انهن کي بہ (يعني دنيا وارن کي بہ)(۽ اها مدد)تنهنجي رب جي ذات مان آهي ۽ تنهنجي رب جي ذات(ڪنهن خاص ٽولي کان) روڪي ناهي ويندي.

اُنْظُرْ كَيْفَ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰي بَعْضٍ ۭ وَلَلْاٰخِرَةُ اَكْبَرُ دَرَجٰتٍ وَّاَكْبَرُ تَفْضِيْلًا ﴿٢٢﴾

**٢٢**۔ڏس ڪهڙيءَ طرح اسان(دنياوي سامانن جي مطابق بہ)انهن مان ڪن کي ڪن تي فضيلت ڏني(چڙهي)آهي ۽ آخرت(جي زندگي)تہ يقيناً (اجا بہ)وڏن درجن واري ۽ وڏيڪ فضيلت واري(زندگي) هوندي.

لَا تَجْعَلْ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَتَقْعُدَ مَذْمُوْمًا مَّخْذُوْلًا ﴿٢٣﴾ ع ٢

**٢٣**۔پوءِ(اي مخاطب!)اللّٰہ سان ڪو بيو معبود نہ بڻاءِ، نہ تہ تون الزام لڳرائي (۽ الٰهي)مدد کان محروم ٿي ويهي رهندين.

وَقَضٰى رَبُّكَ اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّآ اِيَّاهُ وَبِالْوَالِدَيْنِ اِحْسَانًا ۭ اِمَّا يَبْلُغَنَّ عِنْدَكَ الْكِبَرَ اَحَدُهُمَآ اَوْ كِلٰهُمَا فَلَا تَقُلْ لَّهُمَآ اُفٍّ وَّلَا تَنْهَرْهُمَا وَقُلْ لَّهُمَا قَوْلًا كَرِيْمًا ﴿٢٤﴾

**٢٤**۔تنهنجي رب(انهيءَ ڳالهہ جو) تاڪيدي حڪم ڏنو آهي تہ توهان انهيءَ کانسواءِ ڪنهن جي عبادت نہ ڪريو ۽(پڻ هيءُ بہ تہ پنهنجي)ماءُ پيءُ سان سهڻو سلوڪ ڪريو۔ جيڪڏهن انهن مان ڪنهن هڪ تي يا انهن ٻنهي تي تنهنجي زندگيءَ ۾ پيري اچي وڃي، تہ انهن کي(انهن جي ڪنهن

وَاخۡفِضۡ لَهُمَا جَنَاحَ الذُّلِّ مِنَ الرَّحۡمَةِ وَقُلۡ رَّبِّ ارۡحَمۡهُمَا كَمَا رَبَّيٰنِيۡ صَغِيۡرًا ؕ﴿۲۵﴾

ڳالهہ تي ناپسنديءَ جو اظهار ڪندي)اُف ① بہ نہ چوءِ ۽ نہ انهن کي جهڙڪ ۽ انهن سان(هميشه) نرميءَ سان ڳالهاءِ.

**۲۵**۔۽ رحم جي جذبي سان انهن جي سامهون عاجزيءَ وارو رويو اختيار ڪر ۽ (انهن جي لاءِ دعا ڪرڻ وقت)چوندو ڪر(تہ اي)منهنجا رب! انهن تي مهرباني فرماءِ جيئن جو انهن ننڍپڻ جي حالت ۾ منهنجي پالنا ڪئي هئي.

رَبُّكُمۡ اَعۡلَمُ بِمَا فِيۡ نُفُوۡسِكُمۡ ؕ اِنۡ تَكُوۡنُوۡا صٰلِحِيۡنَ فَاِنَّهٗ كَانَ لِلۡاَوَّابِيۡنَ غَفُوۡرًا ﴿۲۶﴾

**۲۶**۔توهان جو رب جيڪي ڪجهہ (بہ) توهان جي دلين ۾ هجي انهيءَ کي(سڀ کان)بهتر ڄاڻي ٿو(۽)جيڪڏهن توهان نيڪ هوندؤ تہ(ياد رکو تہ) هُو بار بار رجوع ڪرڻ وارن کي گهڻو ئي بخشڻ وارو آهي.

وَاٰتِ ذَا الۡقُرۡبٰى حَقَّهٗ وَالۡمِسۡكِيۡنَ وَابۡنَ السَّبِيۡلِ وَلَا تُبَذِّرۡ تَبۡذِيۡرًا ﴿۲۷﴾

**۲۷**۔ ۽ ويجهي(مائٽ)کي ۽ مسڪين کي ۽ مسافر کي اُن جو حق ڏيو ۽ اجايو خرچ ڪنهن طرح(بہ) نہ ڪيو.

اِنَّ الۡمُبَذِّرِيۡنَ كَانُوۡۤا اِخۡوَانَ الشَّيٰطِيۡنِ ؕ وَكَانَ الشَّيۡطٰنُ لِرَبِّهٖ كَفُوۡرًا ﴿۲۸﴾

**۲۸**۔ اجايو خرچ ڪندڙ يقيناً شيطانن جا ڀائر هوندا آهن ۽ شيطان پنهنجي رب جو گهڻو ئي ناشڪرو آهي.

وَاِمَّا تُعۡرِضَنَّ عَنۡهُمُ ابۡتِغَآءَ رَحۡمَةٍ مِّنۡ رَّبِّكَ تَرۡجُوۡهَا فَقُلۡ لَّهُمۡ قَوۡلًا مَّيۡسُوۡرًا ﴿۲۹﴾

**۲۹**۔۽ پنهنجي رب جي ڪنهن عظيم الشان رحمت جي حاصل ڪرڻ لاءِ جنهن جي توکي اميد لڳل هجي جيڪڏهن تون انهن(مائٽن) کان

---

**١**۔هن آيت مان ثابت آهي تہ قرآن ڪريم ۾ ڪيترن ئي جڳهن تي مخاطب حضرت محمد رسول اللّٰه ﷺ کي ڪيو ويندو آهي پر مراد پاڻ سڳورنﷺ جي امت هوندي آهي.ڇاڪاڻ تہ هي حڪم ماءُ پيءُ سان سلوڪ جو آهي ۽ پاڻ سڳورنﷺ جو والد سندن پيدائش کان اڳ ۽ سندن ماءُ اوهان جي بلوغت کان اڳ وفات ڪري وئي هئي.

منهن موڙين ①(تہ انهيءَ حالت ۾ منهن موڙڻ جائز آهي پر)تڏهن بہ انهن سان مهربانيءَ واري طريقي سان ڳالهاءِ.

وَلَا تَجۡعَلۡ يَدَكَ مَغۡلُوۡلَةً اِلٰى عُنُقِكَ وَلَا تَبۡسُطۡهَا كُلَّ الۡبَسۡطِ فَتَقۡعُدَ مَلُوۡمًا مَّحۡسُوۡرًا ﴿۳۰﴾

**٣٠-** ۽ تون نہ(تہ ڪنجوسيءَ سان)پنهنجي هٿ کي ٻڌي پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهہ ۽ نہ (اجائي خرچ ۾ پئجي)انهيءَ کي بلڪل ڇوڙي ڇڏ بي صورت ۾ (يا تہ)تون ملامت جو نشان بڻجي يا ٿڪ جي اثر کان ويهي رهندين.

اِنَّ رَبَّكَ يَبۡسُطُ الرِّزۡقَ لِمَنۡ يَّشَآءُ وَيَقۡدِرُ ؕ اِنَّهٗ كَانَ بِعِبَادِهٖ خَبِيۡرًۢا بَصِيۡرًا ﴿۳۱﴾ ع ٣

**٣١-**تنهنجو رب جنهن لاءِ چاهي ٿو رزق کي ڪشادو ڪري ٿو ڇڏي ۽(جنهن لاءِ چاهي ٿو)تنگ ڪري ٿو.هُو يقيناً پنهنجي ٻانهن (جي حالتن)کي ڄاڻڻ وارو(۽)ڏسڻ وارو آهي.

وَلَا تَقۡتُلُوۡۤا اَوۡلَادَكُمۡ خَشۡيَةَ اِمۡلَاقٍ ؕ نَحۡنُ نَرۡزُقُهُمۡ وَاِيَّاكُمۡ ؕ اِنَّ قَتۡلَهُمۡ كَانَ خِطۡاً كَبِيۡرًا ﴿۳۲﴾

**٣٢-**۽ توهان غريبي جي خوف کان پنهنجي اولاد کي قتل نہ ڪيو انهن کي(بہ)اسان ئي رزق ڏيون ٿا ۽ توهان کي بہ(اسان ئي ڏيون ٿا) انهن کي قتل ڪرڻ(يقيناً)تمام وڏي خطا آهي.

وَلَا تَقۡرَبُوا الزِّنٰٓى اِنَّهٗ كَانَ فَاحِشَةً ؕ وَسَآءَ سَبِيۡلًا ﴿۳۳﴾

**٣٣-**۽ زنا جي ويجهو(بہ)نہ وڃو،اُها يقيناً هڪ کليل بي حيائي ۽ ڏاڍو برو رستو آهي.

وَلَا تَقۡتُلُوا النَّفۡسَ الَّتِىۡ حَرَّمَ اللّٰهُ اِلَّا بِالۡحَقِّ ؕ وَمَنۡ قُتِلَ مَظۡلُوۡمًا فَقَدۡ جَعَلۡنَا

**٣٤-**۽ جنهن جان کي(مارڻ)اللّٰه حرام قرار ڏنو آهي انهيءَ کي(شرعي)حق کانسواءِ قتل نہ ڪيو. ۽ جيڪو شخص مظلوم ماريو وڃي انهيءَ

---

١- يعني مائٽن کان تنهنجو پاسو ڪرڻ بخل جي ڪري نہ هجي بلڪ ان ڪري هجي جو مان خدا تعاليٰ کان ڪشادگي ٿو گهران ۽ مون کي اميد آهي تہ اها مونکي حاصل ٿي ويندي ان وقت تائين مان مجبوريءَ سان نہ چاهيندي انهن کان پاسو ڪندو آهيان.

لِوَلِيِّهٖ سُلۡطٰنًا فَلَا يُسۡرِفۡ فِّى الۡقَتۡلِ ؕ اِنَّهٗ كَانَ مَنۡصُوۡرًا ۝٣٣

جي وارث کي اسان(بدلي جو)اختيار ڏنو آهي پوءِ(هُن لاءِ هيءَ هدايت آهي ته)هُو(قاتل کي)قتل ڪرڻ ۾ (اسان جي مقرر ڪيل)حد کان اڳتي نه وڌي (جيڪڏهن هُو حد جي اندر رهندو)ته يقيناً(اسان جي)مدد انهيءَ سان شامل هوندي.

وَلَا تَقۡرَبُوۡا مَالَ الۡيَتِيۡمِ اِلَّا بِالَّتِىۡ هِىَ اَحۡسَنُ حَتّٰى يَبۡلُغَ اَشُدَّهٗ ۖ وَاَوۡفُوۡا بِالۡعَهۡدِ ۚ اِنَّ الۡعَهۡدَ كَانَ مَسۡـُٔوۡلًا ۝٣٤

**٣٥**۔ ۽ توهان انهيءَ طريقي کانسواءِ جيڪو (يتيم جي حق ۾)وڌيڪ سٺو هجي(ڪنهن ٻئي نموني) يتيم جي مال جي ويجهو نه وڃو۔ ايستائين جو اُهو پنهنجي مضبوطيءَ جي عمر کي پهچي وڃي ۽ (پنهنجي) واعدي کي پورو ڪيو(ڇو جو)هر واعدي جي بابت يقيناً(هڪ نه هڪ ڏينهن) پُڇا ٿيندي.

وَاَوۡفُوا الۡـكَيۡلَ اِذَا كِلۡتُمۡ وَزِنُوۡا بِالۡقِسۡطَاسِ الۡمُسۡتَقِيۡمِ ؕ ذٰلِكَ خَيۡرٌ وَّاَحۡسَنُ تَاۡوِيۡلًا ۝٣٥

**٣٦**۔ ۽ جڏهن توهان(ڪنهن کي ڪجهه) ماپ ڪري ڏيڻ لڳو ته ماپ پوري ڏيندا ڪيو ۽ (جڏهن تور ڪري ڏيو ته به)سڌي ساهميءَ سان توري ڏيندا ڪيو. هيءَ ڳالهه سڀ کان ڀلي ۽ ڀڄاڙيءَ جي لحاظ کان سڀ کان سٺي آهي.

وَلَا تَقۡفُ مَا لَيۡسَ لَكَ بِهٖ عِلۡمٌ ؕ اِنَّ السَّمۡعَ وَالۡبَصَرَ وَالۡفُؤَادَ كُلُّ اُولٰۤـئِكَ كَانَ عَنۡهُ مَسۡـُٔوۡلًا ۝٣٦

**٣٧**۔ ۽(اي مخاطب)جنهن ڳالهه جو توکي علم نه هجي انهيءَ جي پيروي نه ڪندو ڪر (ڇو جو)ڪن ۽ اک ۽ دل انهن سڀني جي باري ۾ (توکان)پڇيو ويندو.

وَلَا تَمۡشِ فِى الۡاَرۡضِ مَرَحًا ۚ اِنَّكَ لَنۡ

**٣٨**۔ ۽ زمين تي آڪڙجي نه هل،ڇو جو نه تون اهڙيءَ طرح ملڪ جي حد① کي پهچي

١۔قرآن مجيد ۾ تَـخۡرِقَ آهي. ۽ تَـخۡرِقَ جي معنٰي ڦاڙڻ جي به آهي ۽ ملڪ جي آخري(حصي) تائين پهچي

تَخْرِقَ الْاَرْضَ وَلَنْ تَبْلُغَ الْجِبَالَ طُوْلًا ﴿۳۸﴾

سگھين ٿو، ۽ نه تون (اهڙيءَ طرح قوم جي) سردارن① جي اوچي درجي کي حاصل ڪري سگھين ٿو.

كُلُّ ذٰلِكَ كَانَ سَيِّئُهٗ عِنْدَ رَبِّكَ مَكْرُوْهًا ﴿۳۹﴾

**۳۹**۔ انهن (حڪمن) مان هر هڪ (فعل) جي بڇڙي صورت تنهنجي رب جي اڳيان ناپسند آهي.

ذٰلِكَ مِمَّآ اَوْحٰٓى اِلَيْكَ رَبُّكَ مِنَ الْحِكْمَةِ ؕ وَلَا تَجْعَلْ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَتُلْقٰى فِيْ جَهَنَّمَ مَلُوْمًا مَّدْحُوْرًا ﴿۴۰﴾

**۴۰**۔ هيءَ (شاندار تعليم) انهيءَ (علم ۽) حڪمت جو (هڪ حصو) آهي جيڪو تنهنجي رب وحيءَ جي ذريعي سان تو ڏانهن موڪليو آهي ۽ تون اللّٰه سان ڪو ٻيو معبود نه بڻاءِ، نه ته تون ملامت جو نشان بڻجي (۽) ڌڪارجي دوزخ ۾ وڌو ويندين.

اَفَاَصْفٰىكُمْ رَبُّكُمْ بِالْبَنِيْنَ وَ اتَّخَذَ مِنَ الْمَلٰٓئِكَةِ اِنَاثًا ؕ اِنَّكُمْ لَتَقُوْلُوْنَ قَوْلًا عَظِيْمًا ﴿۴۱﴾ ع

**۴۱**۔ ڇا توهان جي رب توهان کي ڇوڪرن (جي نعمت) سان خاص ڪري ڇڏيو آهي ۽ (خود) انهيءَ ڪن فرشتن کي (پنهنجون) ڇوڪريون بڻائي رکيو آهي. يقيناً توهان (اها) وڏي (خطرناڪ) ڳالهه چئو ٿا.

وَلَقَدْ صَرَّفْنَا فِيْ هٰذَا الْقُرْاٰنِ لِيَذَّكَّرُوْا ؕ وَمَا يَزِيْدُهُمْ اِلَّا نُفُوْرًا ﴿۴۲﴾

**۴۲**۔ ۽ اسان هن قرآن ۾ (هر هڪ ڳالهه کي) ان ڪري وري وري بيان ڪيو آهي ته اُهي (انهيءَ مان) نصيحت حاصل ڪن پر (باوجود انهيءَ جي) اُهو (قرآن) انهن کي (هٽ ۽) نفرت

**(باقي حاشيو)** وچڻ جي به آهي (ڏسو اقرب).

۱۔ قرآن مجيد ۾ جِبَـــال جو لفظ آهي اسان ان جو ترجمو "سردار" ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته اِهو به لغت مان ثابت آهي (ڏسو اقرب). مطلب آيت جو هيءُ آهي ته رڳو اڪڙجي هلڻ سان نه ته انسان ملڪ جي ماڻهن جي پڪڙ کان آزاد ٿي سگھي ٿو ۽ نه وڏو عَالِم ٿي ويندو آهي نه قوم جو سردار.

ٿي ۾ وڏائي رهيو آهي.

قُلۡ لَّوۡ كَانَ مَعَهٗۤ اٰلِهَةٌ كَمَا يَقُوۡلُوۡنَ اِذًا لَّابۡتَغَوۡا اِلٰى ذِى الۡعَرۡشِ سَبِيۡلًا ﴿٤٣﴾

٤٣-تون چؤ(ته)جيڪڏهن انهن جي چوڻ مطابق انهيءَ(الله)سان(ڪي) ٻيا معبود (به) هجن ها ته انهيءَ ۾ اُهي(مشرڪ انهن معبودن جي مدد سان)عرش واري(خدا) تائين(پهچڻ جو) ڪو رستو① ضرور ڳولي لهن ها.

سُبۡحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يَقُوۡلُوۡنَ عُلُوًّا كَبِيۡرًا ﴿٤٤﴾

٤٤-هُو انهن(مشرڪن)جي شرڪ جي ڳالهين کان پاڪ ۽ تمام گهڻو مٿاهون آهي.

تُسَبِّحُ لَهُ السَّمٰوٰتُ السَّبۡعُ وَالۡاَرۡضُ وَمَنۡ فِيۡهِنَّ‌ ؕ وَاِنۡ مِّنۡ شَىۡءٍ اِلَّا يُسَبِّحُ بِحَمۡدِهٖ وَلٰـكِنۡ لَّا تَفۡقَهُوۡنَ تَسۡبِيۡحَهُمۡ‌ ؕ اِنَّهٗ كَانَ حَلِيۡمًا غَفُوۡرًا ﴿٤٥﴾

٤٥- ست ئي آسمان ۽ زمين ۽ جيڪي انهن ۾ (رهڻ وارا)آهن ان جي تسبيح ڪن ٿا ۽(دنيا جي)هر شيءِ ان جي تعريف ڪندي(انهيءَ جي) تسبيح ڪندي آهي پر توهان انهن(شين)جي تسبيح کي نٿا سمجهو. اُهو يقيناً ڍڪيندڙ (۽) تمام(گهڻو)بخشڻ وارو آهي.

وَاِذَا قَرَاۡتَ الۡقُرۡاٰنَ جَعَلۡنَا بَيۡنَكَ وَبَيۡنَ الَّذِيۡنَ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ بِالۡاٰخِرَةِ حِجَابًا مَّسۡتُوۡرًا ۙ﴿٤٦﴾

٤٦-۽ جڏهن تون قرآن کي پڙهندوآهين ته(ان وقت)اسان تنهنجي وچ ۾ ۽ انهن ماڻهن جي وچ ۾ جيڪي آخرت تي ايمان ناهن رکنداهڪ ڳجهو(۽ عام نظرن کان لڪل)پردو پيداڪري ڇڏيندا آهيون.

وَّجَعَلۡنَا عَلٰى قُلُوۡبِهِمۡ اَكِنَّةً اَنۡ يَّفۡقَهُوۡهُ وَفِىۡۤ اٰذَانِهِمۡ وَقۡرًا‌ ؕ وَاِذَا

٤٧- ۽ اسان انهن جي دلين تي ڪيترائي پردا وجهي ڇڏيندا آهيون انَ لاءِ ته اُهي انهيءَ(سچائيءَ) کي سمجهي ② نه سگهن ۽ سندن ڪنن ۾ ٻوڙاڻ

١-يعني هُو ته چوندا آهن ته اسان شرڪ ان لاءِ ڪندا آهيون ته خداتعاليٰ جو پيار حاصل ٿي وڃي (زمر:٣)جيڪڏهن اِها ڳالهه صحيح آهي ته ڇوڪين خداتعاليٰ جو پيار حاصل نٿو ٿئي؟

٢-يعني جيئن ته انهن جو دليون گنديون آهن اسان اسلام قبول ڪرڻ کان انهن کي روڪيون ٿا ته جيئن

ذَكَرْتَ رَبَّكَ فِي الْقُرْاٰنِ وَحْدَهٗ وَلَّوْا عَلٰٓى اَدْبَارِهِمْ نُفُوْرًا ﴿٤٧﴾

(پيدا ڪري ڇڏي)آهي ۽ جڏهن تون قرآن ۾ پنهنجي رب کي جو هڪ ئي آهي ياد ڪرين ٿو ته اهي نفرت سان پنهنجي پٺي ڦيرائي هلي پون ٿا.

نَحْنُ اَعْلَمُ بِمَا يَسْتَمِعُوْنَ بِهٖٓ اِذْ يَسْتَمِعُوْنَ اِلَيْكَ وَاِذْ هُمْ نَجْوٰٓى اِذْ يَقُوْلُ الظّٰلِمُوْنَ اِنْ تَتَّبِعُوْنَ اِلَّا رَجُلًا مَّسْحُوْرًا ﴿٤٨﴾

**٤٨**-(۽)جڏهن اُهي(ظاهر ۾)تنهنجون ڳالهيون ٻڌندا آهن ته جنهن مقصد هيٺ اهي تنهنجون ڳالهيون ٻڌي رهيا هوندا آهن اسان انهيءَ جي حقيقت کي چڱي ءَ طرح ڄاڻون ٿا ۽ (پڻ)جڏهن اُهي گڏجي ڪن جون ڳالهيون ڪندا رهندا آهن (انهيءَ جو به اسان کي علم هوندو آهي ۽)جڏهن اُهي ظالم(هڪ ٻئي کي)چئي رهيا هوندا آهن(ته) توهان هڪ ذوڪي ڪاذل شخص جي ئي پيروي ڪري رهيا آهيو(ته ان وقت به اسان ٻڌي رهيا هوندا آهيون).

اُنْظُرْ كَيْفَ ضَرَبُوْا لَكَ الْاَمْثَالَ فَضَلُّوْا فَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ سَبِيْلًا ﴿٤٩﴾ ع

**٤٩**-ڏسُ اُنهن تنهنجي باري ۾ ڪيئن ڳالهيون ٺاهيون آهن جنهن جي نتيجي ۾ اُهي گمراهه ٿي ويا آهن ۽(هاڻي)اُهي(هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ) ڪا راهه ٿا لهي سگهن.

وَقَالُوْٓا ءَاِذَا كُنَّا عِظَامًا وَّرُفَاتًا ءَاِنَّا لَمَبْعُوْثُوْنَ خَلْقًا جَدِيْدًا ﴿٥٠﴾

**٥٠**- ۽ انهن(اِهو به)چيو آهي(ڇا)جڏهن اسان (مري)هڏا ٿي وينداسين ۽ ڪجهه عرصي ڪانپوءِ ڳري هڏن جو(به)پور ٻڻجي وينداسين(ته اسان کي پيهر زنده ڪيو ويندو ۽)ڇا واقعي اسان کي هڪ نئين مخلوق جي

**(باقي حاشيو)**انهن جي بدعملين جي ڪري اسلام بدنام "نه" ٿئي.نه جو حرف اسان ان ڪري وڌايو آهي ته عربيءَ جي قاعدي جي مطابق موقعي جي لحاظ سان اَنْ ڪانپوءِ لا يعني نه جو حرف محذوف سمجهيو ويندو آهي.

قُلْ كُوْنُوْا حِجَارَةً اَوْ حَدِيْدًا ﴿٥١﴾

صورت ۾ اٿاريو ويندو؟

**٥١**۔تون(انهن کي) چؤ(تہ) توهان (پلي) پٿر بڻجي وڃو يا لوهہ.

اَوْ خَلْقًا مِّمَّا يَكْبُرُ فِيْ صُدُوْرِكُمْ ۚ فَسَيَقُوْلُوْنَ مَنْ يُّعِيْدُنَا ۭ قُلِ الَّذِيْ فَطَرَكُمْ اَوَّلَ مَرَّةٍ ۚ فَسَيُنْغِضُوْنَ اِلَيْكَ رُءُوْسَهُمْ وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هُوَ ۭ قُلْ عَسٰٓى اَنْ يَّكُوْنَ قَرِيْبًا ﴿٥٢﴾

**٥٢**۔يا ڪا ٻي اهڙي مخلوق جيڪا توهان جي دلين ۾ اُنهن کان بہ سخت نظر ايندي هجي (تڏهن بہ توهان کي پيهر زنده ڪيو ويندو) (اِهو ٻُڌي) اُهي ضرور چوندا(تہ)ڪير اسان کي پيهر (زنده ڪري وجود ۾) آڻيندو. تون (اُنهن کي)چؤ(تہ)اُهو ئي(خدا)جنهن توهان کي پهريون ڀيرو پيدا ڪيو هو.ان تي اُهي ضرور اَچرج ۾ توهان ڏانهن (ڏسندي)مٿو لوڏيندا ۽ چوندا(تہ) هي(زنده ڪرڻ وارو معاملو) ڪڏهن ٿيندو؟(جڏهن اُهي ائين چون تہ)تون(انهن کي)چؤ(تہ)بلڪل ممڪن آهي تہ اُهو (وقت هيٺئر)ويجهو(١)(اچي چڪو)هُجي.

يَوْمَ يَدْعُوْكُمْ فَتَسْتَجِيْبُوْنَ بِحَمْدِهٖ وَتَظُنُّوْنَ اِنْ لَّبِثْتُمْ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿٥٣﴾ ع

**٥٣**۔(هي واعدو(٢) ان ڏينهن پورو ٿيندو) جنهن ڏينهن اُهو توهان کي سڏيندو تہ توهان هُن جي تعريف ڪندي هن جو حڪم مڃيندو (۽ هڪدم حاضر ٿي ويندؤ)۽ توهان سمجهي رهيا هوندؤ تہ توهان (دنيا ۾)ٿورڙو ئي ترسيا هئا.

١۔هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءَ آيت دنياوي تباهي ۽ ان کانپوءِ واري زندگيءَ جي باري آهي. ڇاڪاڻ تہ آخرت جي زندگي جي باري تہ ڪافر سمجهي ٿي سگهيا تہ ان جو وقت ويجهو اچي ويو آهي.نہ اجان هڏيون پور ٿيڻ جو وقت آيو هو۔ان ڪري هن جڳهہ مراد هن ئي دنيا جو سياسي يا قومي موت ۽ پوءِ پيهر زندگي آهي.

٢۔اصل حقيقت ۾ هتي عرب جي اسلام آڻي زندهہ ٿيڻ ۽ ترقي ماڻڻ جو ذڪر آهي.

وَقُلْ لِّعِبَادِيْ يَقُوْلُوا الَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ ؕ اِنَّ الشَّيْطٰنَ يَنْزَغُ بَيْنَهُمْ ؕ اِنَّ الشَّيْطٰنَ كَانَ لِلْاِنْسَانِ عَدُوًّا مُّبِيْنًا ﴿٥٤﴾

**٥٤-** ۽ تون منهنجي ٻانهن کي چؤ(ته) اُهائي ڳالهه کندا کن جيکا(سڀ کان) وڌيک سٺي هجي (ڇو جو) شيطان يقيناً انهن جي وچ ۾ فساد وجهندو رهندو آهي. شيطان انسان جو ظاهر(ظهور) دشمن آهي.

رَبُّكُمْ اَعْلَمُ بِكُمْ ؕ اِنْ يَّشَاْ يَرْحَمْكُمْ اَوْ اِنْ يَّشَاْ يُعَذِّبْكُمْ ؕ وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ عَلَيْهِمْ وَكِيْلًا ﴿٥٥﴾

**٥٥-** توهانجو رب توهان کي(سڀني کان) وڌيک ڄاڻي ٿو جيکڏهن اهو چاهيندو ته توهان تي رحم کندو ۽ جيکڏهن اهو چاهيندو ته توهان کي عذاب ڏيندو ۽(اي رسول!) اسان توکي انهن جو ذميدار بڻائي نا هي موکليو.

وَرَبُّكَ اَعْلَمُ بِمَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَلَقَدْ فَضَّلْنَا بَعْضَ النَّبِيّٖنَ عَلٰى بَعْضٍ وَّاٰتَيْنَا دَاوٗدَ زَبُوْرًا ﴿٥٦﴾

**٥٦-** ۽ جيکي(وجود به) آسمانن ۽ زمين ۾ (رهڻ وارا) آهن انهن کي توهان جو رب (سڀني کان) وڌيک ڄاڻي ٿو ۽ اسان يقيناً نبين مان کن کي کن(ٻين نبين) تي فضيلت ڏني آهي ۽ دائود کي(به) اسان زبور① ڏنو هو.

قُلِ ادْعُوا الَّذِيْنَ زَعَمْتُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ فَلَا يَمْلِكُوْنَ كَشْفَ الضُّرِّ عَنْكُمْ وَلَا تَحْوِيْلًا ﴿٥٧﴾

**٥٧-** تون(انهن کي) چؤ(ته) جن ماڻهن جي باري ۾ توهان جي دعويٰ آهي ته اهي انهيءَ کانسواءِ خدائي رکن ٿا انهن کي(پنهنجي مدد لاءِ) پکاريو(ته توهان کي معلوم ٿي ويندو ته) نه اهي(توهان جي کنهن) تکليف کي توهان کان ٽارڻ جو اختيار رکن ٿا ۽

---

١- کي ماڻهو زبور کي هک شريعت سمجهندا آهن پر زبور جي معنيٰ ٽکري جي به آهي. ان کري زبور مان مراد ننڍن ننڍن ٽکرن ۾ کجهه نصيحتون بيان کرڻ جي آهي ۽ زبور جي مطالعي سان معلوم ٿئي ٿو ته اُهو اهڙو ئي کتاب آهي.

نہ(توهان جي حالت ۾)ڪا تبديلي پيدا ڪرڻ جي(طاقت رکن ٿا).

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ يَبْتَغُوْنَ اِلٰى رَبِّهِمُ الْوَسِيْلَةَ اَيُّهُمْ اَقْرَبُ وَ يَرْجُوْنَ رَحْمَتَهٗ وَيَخَافُوْنَ عَذَابَهٗ ؕ اِنَّ عَذَابَ رَبِّكَ كَانَ مَحْذُوْرًا ﴿۵۸﴾

**٥٨**- اُهي ماڻهو جن کي① اُهي پڪارين ٿا اهي به پنهنجي رب جي قرب لاءِ ڪو ذريعو تلاش ڪن ٿا(يعني اهو ڏسندا رهن ٿا)تہ ڪير خدا جي وڌيڪ ويجهو آهي(انهيءَ لاءِ تہ اسان سندس مدد حاصل ڪيون)۽ اُهي هميشه انهي جي رحمت جا اميدوار رهن ٿا ۽ انهيءَ جي عذاب کان ڊڄندا رهن ٿا.تنهنجي رب جو عذاب يقيناً اهڙو آهي جنهن کان خوف ڪيو وڃي ٿو.

وَاِنْ مِّنْ قَرْيَةٍ اِلَّا نَحْنُ مُهْلِكُوْهَا قَبْلَ يَوْمِ الْقِيٰمَةِ اَوْ مُعَذِّبُوْهَا عَذَابًا شَدِيْدًا ؕ كَانَ ذٰلِكَ فِى الْكِتٰبِ مَسْطُوْرًا ﴿۵۹﴾

**٥٩**-۽(سڄي زمين② تي)ڪا اهڙي وسندي نہ(هوندي)جنهن کي اسان قيامت جي ڏينهن کان پهرين تباهہ نہ ڪري ڇڏيون يا انهيءَ کي سخت عذاب نہ ڏيون اها ڳالهہ تقدير (الٰهيءَ)۾ (پهريائين)کان لکيل آهي.

وَمَا مَنَعَنَآ اَنْ نُّرْسِلَ بِالْاٰيٰتِ اِلَّآ اَنْ كَذَّبَ بِهَا الْاَوَّلُوْنَ ؕ وَاٰتَيْنَا ثَمُوْدَ النَّاقَةَ مُبْصِرَةً فَظَلَمُوْا بِهَا ؕ وَمَا نُرْسِلُ

**٦٠**-(ڇا)اسان کي نشانن جي موڪلڻ ۾ انهيءَ کانسواءِ پيو ڪو(امر)روڪ ٿي سگهي ٿو تہ پهرين ماڻهن(انهن نشانن کي)ڪوڙو ڪيو هو(۽ انهن مان ڪو فائدو نہ ورتو هو.پر هي ڪو سبب نشان موڪلڻ کان رڪجڻ جو

١-معلوم ٿئي ٿو تہ هن جڳهہ ڪوڙي معبودن مان مراد اُهي نبي يا فرشتا آهن جن کي مشرڪ خداتعاليٰ جو شريڪ قرار ڏيندا هئا نہ تہ بتن تي يا خصيص ماڻهن تي هيءَ آيت ڪهڙي بہ طرح لڳي نٿي سگهي.

٢-هن جڳهہ هيءَ پيشگوئي آهي تہ آخري زماني ۾ سڄي دنيا تي عذاب ايندو ۽ مسيح عليه السلام جي چوڻ مطابق قومن قومن تي ڪاهہ ڪنديون ۽ قرآن ڪريم جي چوڻ مطابق **يَوْمَ تَرْجُفُ الرَّاجِفَةُ تَتْبَعُهَا الرَّادِفَةُ** (سورت نازعات آيت ٧،٨) مصيبت تي مصيبت ايندي ۽ اهڙي لاڳيتي ايندي جو انسان اَچرَجَ ۾ پئجي ويندو.

بِالْاٰيٰتِ اِلَّا تَخْوِيْفًا ۝٦٠

وَاِذْ قُلْنَا لَكَ اِنَّ رَبَّكَ اَحَاطَ بِالنَّاسِ ۭ وَمَا جَعَلْنَا الرُّءْيَا الَّتِيْٓ اَرَيْنٰكَ اِلَّا فِتْنَةً لِّلنَّاسِ وَالشَّجَرَةَ الْمَلْعُوْنَةَ فِي الْقُرْاٰنِ ۭ وَنُخَوِّفُهُمْ ۙ فَمَا يَزِيْدُهُمْ اِلَّا طُغْيَانًا كَبِيْرًا ۝٦١ ع

وَاِذْ قُلْنَا لِلْمَلٰۗىِٕكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ اِبْلِيْسَ ۭ قَالَ ءَاَسْجُدُ لِمَنْ خَلَقْتَ طِيْنًا ۝٦٢

ڪونهي)جيئن ته(جڏهن) اسان ثمود(جي قوم) کي هڪ ڏاچي هڪ روشن نشان طور ڏني ته هُن انهيءَ تي ظلم ڪيو ۽ اسان نشانن کي (خراب پچاڙيءَ کان)ڊيڄارڻ لاءِ ئي موڪليندا آهيون.

**٦١** ـ ۽ جڏهن اسان توکي چيو هو(ته) تنهنجو رب ضرور انهن ماڻهن کي تباهه (ڪرڻ جو فيصلو) ڪري چڪو آهي(تڏهن به انهن فائدو نه ورتو)۽ جيڪو ڪشف اسان توکي ڏيکاريو هو انهيءَ کي(به)۽ انهيءَ وڻ① کي(به②)جنهن کي قرآن ۾ لعنتي قرارڏنو ويو آهي اسان ماڻهن لاءِ صرف امتحان جو ذريعو بڻايو هو ۽(باوجود انهيءَ جي جو)اسان انهن کي ڊيڄاريندا(رهون)ٿا پوءِ(به) اهو(يعني اسان جو ڊيڄارڻ)انهن کي هڪ خطرناڪ سرڪشيءَ ۾ اڳرو ڪري رهيو آهي.

**٦٢** ـ ۽(انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو)جڏهن اسان فرشتن کي چيو هو(ته)توهان آدم سان(گڏجي) سجدو ڪيو ته هُن(انهيءَ حڪم مطابق آدم سان گڏجي)سجدو ڪيو

---

١ ـ **شجرة** مان مراد خاندان ۽ قوم به هوندي آهي.جيئن ته خاندان جي سلسلي کي شجرهٔ نسب چيو ويندو آهي.اقرب ۾ شجره جي هڪ معنيٰ شجرهٔ نسب يعني خاندان جي سلسلي جي ڪئي آهي رڳو وڻ جي نه.جيئن ته قرآن ڪريم ۾ يهودي قوم تي لعنت وڌي وئي آهي.ان ڪري هتي انهن جوئي ذڪر آهي.

٢ـ هتي ڪشف ۽ هڪ لعنت پيل شجره جو گڏ ذڪر ڪيو ويو آهي.ان سان مضمون واضح ٿي وڃي ٿو ڇاڪاڻ ته جيئن ته ڪشف هن ئي سورت ۾ اسراء جي واقعي ۾ بيان ڪيو ويو آهي ۽ اسراء اُهو ڪشفي سفر هو جيڪو فلسطين ڏانهن ٿيو جيڪو يهودين جي جاءِ هو ۽ شجره ملعونه مان به يهودي مراد آهن ان ڪري ٻنهي جي گڏ ذڪر ڪرڻ سان هڪ واقعي ٻي جي تفسير ڪري ڇڏي آهي.

هوپر ابليس(نہ ڪيو هو)هنَ چيو هو(تہ)ڇا مان هن(بشر)سان(گڏجي) سجدو ڪيان جنهن کي تو گپ مان پيدا ڪيو آهي.

قَالَ اَرَءَيْتَكَ هٰذَا الَّذِيْ كَرَّمْتَ عَلَيَّ ۫ لَىِٕنْ اَخَّرْتَنِ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ لَاَحْتَنِكَنَّ ذُرِّيَّتَهٗٓ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿٦٢﴾

٦٢ -(پڻ)انهيءَ چيو(تہ اي الله!تون ئي مون کي)ٻڌاءِ تہ ڇا هي(منهنجي مٿان ٿي سگهي ٿو)جنهن کي تو مون تي شرف ڏئي چڙهيو آهي جيڪڏهن تو مون کي قيامت جي ڏينهن تائين مهلت ڏني تہ(مون کي تنهنجي ئي ذات جو قسم آهي تہ)مان سندس(سموري)اولاد کي قابو ڪري ونندس-سواءِ ٿورڙن ماڻهن جي(جن کي تون بچائي وٺين).

قَالَ اذْهَبْ فَمَنْ تَبِعَكَ مِنْهُمْ فَاِنَّ جَهَنَّمَ جَزَآؤُكُمْ جَزَآءً مَّوْفُوْرًا ﴿٦٣﴾

٦٣ -(الله)فرمايو، هل(پري ٿيءُ)ڇو جو تنهنجي ۽ انهن مان جيڪي تنهنجي پيروي ڪن، (انهن جي بہ)سزا جهنم آهي(۽ هي) پورو پورو بدلو(آهي).

وَاسْتَفْزِزْ مَنِ اسْتَطَعْتَ مِنْهُمْ بِصَوْتِكَ وَاَجْلِبْ عَلَيْهِمْ بِخَيْلِكَ وَرَجِلِكَ وَشَارِكْهُمْ فِي الْاَمْوَالِ وَالْاَوْلَادِ وَعِدْهُمْ ؕ وَمَا يَعِدُهُمُ الشَّيْطٰنُ اِلَّا غُرُوْرًا ﴿٦٤﴾

٦٤- ۽ (اسان چيو وڃ)انهن مان جنهن تي تنهنجو وس هلي انهيءَ کي پنهنجي آواز سان فريب ڏئي(پنهنجي طرف)سڏ ۽ پنهنجن سوارن ۽ پيادن کي انهن تي چاڙهي اچ.۽ (انهن جي) مالن ۽ اولادن ۾ انهن جو ڀائيوار بڻج ۽ انهن سان(ڪوڙا)واعدا ڪر(۽ پوءِ پنهنجي ڪوشش جو نتيجو ڏس)۽ شيطان جيڪي بہ واعدا ڪندو آهي فريب جي نيت سان ئي ڪندو آهي.

اِنَّ عِبَادِيْ لَيْسَ لَكَ عَلَيْهِمْ سُلْطٰنٌ ؕ

٦٥ -جيڪي منهنجا ٻانها آهن،انهن تي هرگز

وَ كَفٰى بِرَبِّكَ وَكِيْلًا ﴿٦٦﴾

تنهنجو قبضو نٿو(ٿي سگهي)۽(اي منهنجا ٻانها!) تنهنجو رب ڪارسازيءَ ۾(تنهنجي لاءِ) ڪافي آهي.

رَبُّكُمُ الَّذِيْ يُزْجِيْ لَكُمُ الْفُلْكَ فِي الْبَحْرِ لِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ ؕ اِنَّهٗ كَانَ بِكُمْ رَحِيْمًا ﴿٦٧﴾

٦٧- (۽ اي منهنجا ٻانهو!)توهان جو رب (ته) اُهو آهي جيڪو توهان جي لاءِ ٻيڙين کي سمنڊ ۾ هلائي ٿو انهيءَ لاءِ ته توهان انَ جي فضل جي ڳولا ڪيو.هُو يقيناً توهان تي بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَ اِذَا مَسَّكُمُ الضُّرُّ فِي الْبَحْرِ ضَلَّ مَنْ تَدْعُوْنَ اِلَّاۤ اِيَّاهُ ۚ فَلَمَّا نَجّٰىكُمْ اِلَى الْبَرِّ اَعْرَضْتُمْ ؕ وَ كَانَ الْاِنْسَانُ كَفُوْرًا ﴿٦٨﴾

٦٨-۽ جڏهن سمنڊ ۾(اُٿَل پيدا ٿيڻ سببان) توهان کي تڪليف پهچي ته انهيءَ ڪانسواءِ (ٻيا وجود)جن کي توهان پڪاريو ٿا (توهانجي ذهنن مان)غائب ٿي وڃن ٿا.پوءِ جڏهن هُو توهان کي بچائي خشڪيءَ تي آڻي ٿو ته توهان (انهيءَ جي طرفان)منهن موڙي ونو ٿا ۽ انسان ڏاڍو ناشڪرو آهي.

اَفَاَمِنْتُمْ اَنْ يَّخْسِفَ بِكُمْ جَانِبَ الْبَرِّ اَوْ يُرْسِلَ عَلَيْكُمْ حَاصِبًا ثُمَّ لَا تَجِدُوْا لَكُمْ وَكِيْلًا ۙ﴿٦٩﴾

٦٩-ڇا پوءِ توهان(اِهو سمجهو ٿا ته توهان) انهيءَ ڳالهه کان بلڪل امن ۾ آهيو ته هُو (يا ته)توهان کي خشڪي جي ڪناري تي (زمين ۾)پوري ڇڏي يا توهان تي پَهَڻَ نازل ڪري ۽ پوءِ توهان پنهنجو ڪو ڪارساز(۽ مدد گار نه)لهو.

اَمْ اَمِنْتُمْ اَنْ يُّعِيْدَكُمْ فِيْهِ تَارَةً اُخْرٰى فَيُرْسِلَ عَلَيْكُمْ قَاصِفًا مِّنَ الرِّيْحِ فَيُغْرِقَكُمْ بِمَا كَفَرْتُمْ ۙ ثُمَّ لَا تَجِدُوْا

٧٠-يا توهان انهيءَ ڳالهه کان بي خوف آهيو ته توهان کي(وري)ٻيو دفعو انهيءَ(سمنڊ) ۾ موٽائي آڻي ۽ توهان تي هڪ تيز هوا ڇڏي ڏئي ۽ توهان جي ڪفر جي سببان توهان کي

لَكُمْ عَلَيْنَا بِهٖ تَبِيْعًا ﴿٧٠﴾

وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيْٓ اٰدَمَ وَحَمَلْنٰهُمْ فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ وَرَزَقْنٰهُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ وَفَضَّلْنٰهُمْ عَلٰى كَثِيْرٍ مِّمَّنْ خَلَقْنَا تَفْضِيْلًا ﴿٧١﴾ ع

يَوْمَ نَدْعُوْا كُلَّ اُنَاسٍۢ بِاِمَامِهِمْ ۚ فَمَنْ اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ بِيَمِيْنِهٖ فَاُولٰٓئِكَ يَقْرَءُوْنَ كِتٰبَهُمْ وَلَا يُظْلَمُوْنَ فَتِيْلًا ﴿٧٢﴾

وَمَنْ كَانَ فِيْ هٰذِهٖٓ اَعْمٰى فَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ اَعْمٰى وَاَضَلُّ سَبِيْلًا ﴿٧٣﴾

وَاِنْ كَادُوْا لَيَفْتِنُوْنَكَ عَنِ الَّذِيْٓ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ لِتَفْتَرِيَ عَلَيْنَا غَيْرَهٗ ۖ وَاِذًا لَّاتَّخَذُوْكَ خَلِيْلًا ﴿٧٤﴾

غرق ڪري ڇڏي (ءِ)وري انهيءَ(عذاب)۾ توهان اسان جي خلاف پنهنجو ڪو مددگار نہ لهو.

٧١- ءِ اسان بني آدم کي(ڏاڍو)شرف بخشيو آهي ءِ انهن لاءِ خشڪي ءِ پاڻي ۾ سواريءَ جو سامان پيدا ڪيو آهي ءِ انهن کي پاڪ شين مان رزق ڏنو آهي ءِ جيڪا مخلوق اسان پيدا ڪئي آهي انهيءَ مان هڪ وڏي حصي تي اسان انهن کي① وڏي فضيلت ڏني آهي.

٧٢- ءِ (انهيءَ ڏينهن کي بہ ياد ڪيو)جنهن ڏينهن اسان هر هڪ ٽولي کي انهيءَ جي پيشوا سميت سڏائينداسين پوءِ جن جي ساڄي هٿ ۾ انهن(جي عملن)جو ڪتاب ڏنو ويندو،اُهي (ڏاڍي شوق مان)پنهنجي ڪتاب کي پڙهندا ءِ انهن تي ذري جيترو(بہ)ظلم نہ ڪيو ويندو.

٧٣- ءِ جيڪو هن(دنيا)۾ انڌو رهندواُهو آخرت ۾(بہ)انڌو هوندو ءِ(اهڙيءَ طرح اُهو) پنهنجي (نمونيءِ)طريقي ۾ سيني کان وڌيڪ ڀٽڪيل هوندو.

٧٤- ءِ ويجهو هو جو هن(ڪلام)جي سببان جيڪو اسان توتي وحيءَ سان نازل ڪيو آهي اُهي توکي(سخت کان سخت)عذاب ۾ مبتلا ڪن ها انهيءَ لاءِ تہ تون(انهن کان دڄي)هن (ڪلام)کانسواءِ ڪو ٻيو(ڪلام

١- يعني انسانن کي.

پنهنجي طرفان) ٺاهي اسان جي طرف منسوب ڪري ڇڏين ۽ (جيڪڏهن تون ائين ڪرين ها ته) اهڙي صورت ۾ اهي يقيناً توکي (پنهنجو) گهاٽو دوست بڻائين ها.

وَلَوْلَآ اَنْ ثَبَّتْنٰكَ لَقَدْ كِدْتَّ تَرْكَنُ اِلَيْهِمْ شَيْـًٔا قَلِيْلًا ۝٧٥

٧٥- ۽ جيڪڏهن اسان توکي (قرآن ڏئي) مضبوطي نه بخشي چڪا هجون ها ته پوءِ به (اهو ٿي ٿئي ها ته) تون (بغير الهام جي به) انهن ڏانهن تمام گهٽ ڳالهين ۾ مائل هجين ها (پر هاڻي ته توکي وحي الٰهيءَ صحيح رستو ڏسي ڇڏيو آهي).

اِذًا لَّاَذَقْنٰكَ ضِعْفَ الْحَيٰوةِ وَضِعْفَ الْمَمَاتِ ثُمَّ لَا تَجِدُ لَكَ عَلَيْنَا نَصِيْرًا ۝٧٦

٧٦- (۽ جيڪڏهن جيئن ته انهن جو خيال آهي تون اسان تي تهمت رکڻ وارو هجين ها) ته انَ صورت ۾ اسان توکي زندگيءَ جو وڏو عذاب ۽ موت جو وڏو عذاب چکايون ها (۽) پوءِ تون اسان جي مقابلي ۾ پنهنجو ڪو (به) مددگار نه لهين ها.

وَاِنْ كَادُوْا لَيَسْتَفِزُّوْنَكَ مِنَ الْاَرْضِ لِيُخْرِجُوْكَ مِنْهَا وَاِذًا لَّا يَلْبَثُوْنَ خِلٰفَكَ اِلَّا قَلِيْلًا ۝٧٧

٧٧- ۽ اهي يقيناً توکي هن ملڪ مان ڪيڻ جا مختلف حيلا ڪندا رهن ٿا انهيءَ لاءِ ته توکي ديجاري ملڪ کان ٻاهر ڪيي ڇڏين. پر (ائين ٿيو ته) اُهي (خود به) توکان پوءِ ٿورو عرصو ئي (محفوظ) رهندا (۽ جلد تباهه ٿي ويندا).

سُنَّةَ مَنْ قَدْ اَرْسَلْنَا قَبْلَكَ مِنْ رُّسُلِنَا وَلَا تَجِدُ لِسُنَّتِنَا تَحْوِيْلًا ۝٧٨ ع٨

٧٨- هي سلوڪ اسان جي انهيءَ سلوڪ جي مطابق هوندو جيڪو اسان توکان پهرين (گذريل) پنهنجي رسولن (جي قومن) سان ڪيو هو ۽ تون اسان جي عمل جي طريقي ۾ ڪو فرق نه لهندين.

اَقِمِ الصَّلٰوةَ لِدُلُوْكِ الشَّمْسِ اِلٰى غَسَقِ الَّيْلِ وَقُرْاٰنَ الْفَجْرِ ؕ اِنَّ قُرْاٰنَ الْفَجْرِ كَانَ مَشْهُوْدًا ﴿۷۹﴾

**۷۹-** تون سج جي لهڻ(جي وقت)کان وٺي رات جي چڱيءَ طرح اونداهي ٿي وڃڻ(جي وقت) تائين (مختلف گهڙين ۾)نماز کي سهڻي نموني ادا ڪندو ڪر ۽ صبح جي وقت (قرآن) جي پڙهڻ کي به(لازم سمجهه)صبح جي وقت (قرآن)جو پڙهڻ يقيناً (الله جي حضور ۾ هڪ) مقبول عمل آهي.

وَمِنَ الَّيْلِ فَتَهَجَّدْ بِهٖ نَافِلَةً لَّكَ ۖۗ عَسٰٓى اَنْ يَّبْعَثَكَ رَبُّكَ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا ﴿۸۰﴾

**۸۰-**۽ رات جو به تون هن(قرآن)جي ذريعي ڪجهه سمهڻ کانپوءِ جاڳندو ڪر،جيڪو توتي هڪ وڌيڪ انعام آهي(اهڙي طرح سان) بلڪل اوڏو آهي جو تنهنجو رب توکي حمد واري مقام تي کڙو ڪري ڇڏي.

وَقُلْ رَّبِّ اَدْخِلْنِىْ مُدْخَلَ صِدْقٍ وَّاَخْرِجْنِىْ مُخْرَجَ صِدْقٍ وَّاجْعَلْ لِّىْ مِنْ لَّدُنْكَ سُلْطٰنًا نَّصِيْرًا ﴿۸۱﴾

**۸۱-**۽ چؤ(ته)اي منهنجا رب!مون کي چڱي① طريقي تي(پيهر مڪي ۾)داخل ڪر② ۽ نيڪ ذڪر ڇڏڻ واري طريقي تي(مڪي مان)ڪڍ ۽ پاڻ وٽان منهنجو ڪو مددگار (۽)شاهد مقرر ڪر③.

وَقُلْ جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ ؕ اِنَّ

**۸۲-**۽ سيني ماڻهن کي چؤ(ته بس هاڻي)

۱-هي صِدْقٍ جي لفظ جو ترجمو آهي جنهن جي معنٰي ظاهر ۽ لڪ ۾ نيڪ ڳالهه جي ٿيندي آهي (مفردات راغب).

۲-جيتوڻيڪ رسول ڪريم ﷺ مڪي کان اڳ۾ نڪتا ۽ مديني ۾ پوءِ داخل ٿيا، پر اللّٰه تعاليٰ اڳ۾ داخل ٿيڻ جو ذڪر ڪيو ۽ پوءِ نڪرڻ جو ڪيائين.داخل ٿيڻ مان مراد مديني ۾ داخل ٿيڻ ناهي بلڪ مڪي کي فتح ڪري پيهر مڪي ۾ داخل ٿيڻ آهي.اهڙي طرح اللّٰه تعاليٰ محمد رسول اللّٰه ﷺ کي ان صدمي کان بچائي ورتو جيڪو مڪي کي ڇڏڻ جي ڪري کين ٿِي ٿَي سگهيو.۽ مڪو ڇڏڻ وقت ئي اهڙي وحي ڪري ڇڏي جنهن ۾ هي اشارو موجود هو ته تون وري پيهر مڪي ۾ ايندين.

۳-هن ۾ حضرت ابوبڪرؓ ڏانهن اشارو آهي ۽ دعا سيکاري آهي ته اي اللّٰه مونکي پاڻ وٽان سچائيءَ جو گواهه ۽ مددگار عطا ڪر.

اَلۡبَاطِلَ كَانَ زَهُوۡقًا ﴿٨١﴾

حق اچي ويو آهي ۽ باطل ڀڄي ويو آهي ۽ باطل ته آهي ئي ڀڄي وڃڻ وارو.

وَنُنَزِّلُ مِنَ الۡقُرۡاٰنِ مَا هُوَ شِفَآءٌ وَّرَحۡمَةٌ لِّلۡمُؤۡمِنِيۡنَ ۙ وَلَا يَزِيۡدُ الظّٰلِمِيۡنَ اِلَّا خَسَارًا ﴿٨٢﴾

٨٢- ۽ اسان قرآن مان آهستي آهستي اُها (تعليم) لاهي رهيا آهيون جيڪا مومنن لاءِ (ته) شفا ۽ رحمت (جو سبب) آهي ۽ ظالمن کي صرف ٽوٽ ۾ وڌائي ٿي.

وَاِذَآ اَنۡعَمۡنَا عَلَى الۡاِنۡسَانِ اَعۡرَضَ وَنَاٰ بِجَانِبِهٖ ۚ وَاِذَا مَسَّهُ الشَّرُّ كَانَ يَـُٔوۡسًا ﴿٨٣﴾

٨٣- ۽ جڏهن اسان انسان تي انعام ڪيون ٿا ته اهو منهن موڙي ٿو وڃي ۽ پنهنجي پاسي کي (انهيءَ کان) پري ڪري ٿو ڇڏي ۽ جڏهن انهيءَ کي تڪليف پهچي ٿي ته اُهو ڏاڍو مايوس ٿي وڃي ٿو.

قُلۡ كُلٌّ يَّعۡمَلُ عَلٰى شَاكِلَتِهٖ ؕ فَرَبُّكُمۡ اَعۡلَمُ بِمَنۡ هُوَ اَهۡدٰى سَبِيۡلًا ﴿٨٤﴾ ع ٩

٨٤- تون (انهن کي) چؤ (ته اسان مان) هر هڪ (ڌر) پنهنجي (پنهنجي) طريقي تي عمل ڪري رهي آهي پوءِ (پنهنجي رب تي ئي فيصلو ڇڏي ڏيو ڇو جو) توهانجو رب انهيءَ کي جيڪو وڌيڪ صحيح رستي تي آهي بهتر ڄاڻي ٿو (انهيءَ ڪري هُن جو فيصلو سچي جي سچائيءَ کي ضرور روشن ڪندو).

وَيَسۡـَٔلُوۡنَكَ عَنِ الرُّوۡحِ ؕ قُلِ الرُّوۡحُ مِنۡ اَمۡرِ رَبِّىۡ وَمَآ اُوۡتِيۡتُمۡ مِّنَ الۡعِلۡمِ اِلَّا قَلِيۡلًا ﴿٨٥﴾

٨٥- ۽ اُهي توکان روح جي متعلق سوال ڪن ٿا تون (انهن کي) چؤ (ته) روح منهنجي رب جي حڪم سان (پيدا ٿيو) آهي ۽ توهان کي (انهيءَ جي باري ۾) علم مان گهٽ ئي (حصو) ڏنو ويو آهي.

وَلَئِنۡ شِئۡنَا لَنَذۡهَبَنَّ بِالَّذِىۡۤ اَوۡحَيۡنَاۤ

٨٦- ۽ جيڪڏهن اسان چاهيون ته يقيناً جيڪو (ڪلام الٰهي) اسين توتي وحيءَ (جي

اِلَیْكَ ثُمَّ لَا تَجِدُ لَكَ بِهٖ عَلَیْنَا وَكِیْلًاۙ۝۸۶

ذريعي نازل) ڪيو آهي اُهو(دنيا مان) ڪٽي ونون. پوءِ تون انهيءَ امر ۾ پنهنجي لاءِ اسان جي خلاف ڪو ڪارساز نه لهي سگهندين.

اِلَّا رَحْمَةً مِّنْ رَّبِّكَ ؕ اِنَّ فَضْلَهٗ كَانَ عَلَیْكَ كَبِیْرًا۝۸۷

٨٨-سواءِ انهيءَ جي جو پنهنجي رب جي (خاص) رحمت ٿئي(جيڪا انهيءَ ڪي واپس آڻي پر هيءُ قرآن متجي نٿو سگهجي ڇو جو) توتي تنهنجي رب جو يقيناً (تمام) وڏو فضل آهي.

قُلْ لَّىِٕنِ اجْتَمَعَتِ الْاِنْسُ وَ الْجِنُّ عَلٰۤى اَنْ یَّاْتُوْا بِمِثْلِ هٰذَا الْقُرْاٰنِ لَا یَاْتُوْنَ بِمِثْلِهٖ وَ لَوْ كَانَ بَعْضُهُمْ لِبَعْضٍ ظَهِیْرًا۝۸۸

٨٩-تون(انهن ڪي) چؤ(ته) جيڪڏهن سيئي انسان(به) ۽ جن(١)(به) هن قرآن جو مثال آڻڻ جي لاءِ گڏ ٿي وڃن ته(پوءِ به) اُهي هن جو مثال نه آڻي سگهندا توڙي اُهي هڪ ٻئي جا مددگار(ٿي ڇو نه) بڻجي وڃن.

وَ لَقَدْ صَرَّفْنَا لِلنَّاسِ فِیْ هٰذَا الْقُرْاٰنِ مِنْ كُلِّ مَثَلٍ٘ فَاَبٰۤى اَكْثَرُ النَّاسِ اِلَّا كُفُوْرًا۝۸۹

٩٠- ۽ اسان هن قرآن ۾ يقيناً هر هڪ (ضروري) ڳالهه ڪي مختلف نمونن ۾ بيان ڪيو آهي. پوءِ (به) اڪثر ماڻهن(انهيءَ جي باري ۾) ڪفر (جي راهه اختيار ڪرڻ) کانسواءِ هر ڳالهه کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي.

وَ قَالُوْا لَنْ نُّؤْمِنَ لَكَ حَتّٰى تَفْجُرَ لَنَا مِنَ الْاَرْضِ یَنْۢبُوْعًاۙ۝۹۰

٩١-۽ انهن(هيءُ به) چيو آهي(ته) اسان هرگز تنهنجي(ڪا) ڳالهه نه مڃينداسين جيستائين (ائين نه ٿئي جو) تون اسانجي لاءِ زمين مان ڪو چشمو جاري ڪرين.

اَوْ تَكُوْنَ لَكَ جَنَّةٌ مِّنْ نَّخِیْلٍ وَّ عِنَبٍ

٩٢-يا تنهنجو کجين يا انگورن جو ڪو باغ هجي ۽ تون انهيءَ ۾ چڱي ريت(ڪثرت

١-ڏسو نوٽ سورت انعام آيت ١٢٩.

فَتُفَجِّرَ الْاَنْهٰرَ خِلٰلَهَا تَفْجِيْرًا ﴿٩٢﴾

سان) نهرون جاري ڪرين.

اَوْ تُسْقِطَ السَّمَآءَ كَمَا زَعَمْتَ عَلَيْنَا كِسَفًا اَوْ تَاْتِيَ بِاللّٰهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ قَبِيْلًا ﴿٩٣﴾

**٩٣**- يا جيئن تہ تنهنجي دعويٰ آهي تون اسان تي آسمان جا ٽڪرا① ڪيرائين. يا اللّٰه ۽ فرشتن کي (اسانجي) آمهون سامهون آڻي بيهارين.

اَوْ يَكُوْنَ لَكَ بَيْتٌ مِّنْ زُخْرُفٍ اَوْ تَرْقٰى فِي السَّمَآءِ ۭ وَلَنْ نُّؤْمِنَ لِرُقِيِّكَ حَتّٰى تُنَزِّلَ عَلَيْنَا كِتٰبًا نَّقْرَؤُهٗ ۭ قُلْ سُبْحَانَ رَبِّيْ هَلْ كُنْتُ اِلَّا بَشَرًا رَّسُوْلًا ﴿٩٤﴾ ع ٩ ١٠

**٩٤**- يا تنهنجو سون جو ڪوگهر هجي، يا تون آسمان تي چڙهي وڃين ۽ اسان تنهنجي ② (آسمان تي) چڙهي وڃڻ تي بہ ايمان نہ آڻينداسين جيستائين جو تون (مٿي وڃي) اسان تي ڪو ڪتاب (نہ) لاهين جنهن کي اسان (خود) پڙهون، تون (انهن کي) چؤ (تہ) منهنجو رب (اهڙين بيهودين ڳالهين کي اختيار ڪرڻ کان) پاڪ آهي. مان (تہ) صرف بشر③ رسول آهيان (آسمان تي نٿو وڃي سگهان).

وَمَا مَنَعَ النَّاسَ اَنْ يُّؤْمِنُوْٓا اِذْ جَآءَهُمُ الْهُدٰٓى اِلَّآ اَنْ قَالُوْٓا اَبَعَثَ اللّٰهُ

**٩٥**- ۽ انهن ماڻهن کي هن هدايت تي جيڪا انهن وٽ آئي آهي ايمان آڻڻ کان

١- ان جي تشريح سورت سبا آيت ١٠ مان ٿي وڃي ٿي جنهن مان ظاهر آهي تہ ان جي معنيٰ عذاب جي آهي.

٢- هن آيت مان واضح آهي تہ معراج جو معجزو بہ ڪافرن لاءِ ڪافي نہ هو. هُو ان تي اِسرارُ ڪندڙ هئا تہ آسمان تي وڃڻ کي اسان تڏهن مڃينداسين جڏهن هڪ ڪتاب بہ اوهان لاهي آڻيو، جنهن کي اسان پاڻ خود ڇُهي ڏسون ۽ پڙهون نہ تہ خالي چئي ڇڏڻ تہ آسمان تي ويو هوس. اسان لاءِ ڪافي نہ هوندو.

٣- يعني بشر رسول آسمان تي نٿو وڃي سگهي. تعجب آهي مسلمانن تي جو ان هوندي بہ مسيحؑ کي آسمان تي مڃين ٿا. حالانڪ قرآن مجيد جي مطابق هو بشر رسول هو.

بَشَرًا رَّسُوْلًا ﴿٩٥﴾

صرف انهيءَ ڳالهه روڪيو آهي جو انهن (پنهنجي دل ۾) چيو (ته) ڇا الله هڪ بشر کي رسول بڻائي موڪليو آهي.

قُلْ لَّوْ كَانَ فِي الْاَرْضِ مَلٰٓئِكَةٌ يَّمْشُوْنَ مُطْمَئِنِّيْنَ لَنَزَّلْنَا عَلَيْهِمْ مِّنَ السَّمَآءِ مَلَكًا رَّسُوْلًا ﴿٩٦﴾

**٩٦**-تون (انهن کي) چؤ (ته) جيڪڏهن زمين تي فرشتا (رهندا) هجن ها جيڪي زمين تي اطمينان سان گهمن ڦرن ها ته (انهيءَ صورت ۾) اسان ضرور انهن تي آسمان مان ڪنهن فرشتي کي (ئي) رسول بڻائي موڪليون ها.

قُلْ كَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًا بَيْنِيْ وَ بَيْنَكُمْ ؕ اِنَّهٗ كَانَ بِعِبَادِهٖ خَبِيْرًا بَصِيْرًا ﴿٩٧﴾

**٩٧**-تون (انهن کي) چؤ (ته) منهنجي وچ ۾ ۽ توهانجي وچ ۾ شاهد طور الله ئي ڪافي آهي. اهو پنهنجن ٻانهن کي ڄاڻڻ وارو (۽) ڏسڻ وارو آهي.

وَمَنْ يَّهْدِ اللّٰهُ فَهُوَ الْمُهْتَدِ ۚ وَمَنْ يُّضْلِلْ فَلَنْ تَجِدَ لَهُمْ اَوْلِيَآءَ مِنْ دُوْنِهٖ ؕ وَنَحْشُرُهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ عَلٰى وُجُوْهِهِمْ عُمْيًا وَّبُكْمًا وَّصُمًّا ؕ مَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؕ كُلَّمَا خَبَتْ زِدْنٰهُمْ سَعِيْرًا ﴿٩٨﴾

**٩٨**-۽ جنهن کي الله هدايت ڏئي اهو ئي هدايت تي هوندو آهي ۽ جنهن کي اهو گمراهه ڪري ته تون انهيءَ جي (يعني الله جي) مقابلي ۾ انهيءَ جو ڪو به مددگار نه لهندين ۽ قيامت جي ڏينهن اسان انهن کي انهن جي مقصدن (۽ نيت جي) مطابق انڌن ۽ گونگن ۽ ٻوڙن هئڻ جي حالت ۾ گڏ ڪنداسين. انهن جو ٺڪاڻو جهنم هوندو. جڏهن به اُهو (جهنم ُورو) ٿڌو ٿيندو ته انهن تي عذاب کي سخت ڪيو ويندو جيڪو (عذاب) ڀڙڪندڙ باهه جو هوندو.

ذٰلِكَ جَزَآؤُهُمْ بِاَنَّهُمْ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِنَا

**٩٩**-اِها (باهه) انهن (ئي جي عملن) جي جزا هوندي- ڇو جو انهن اسان جي نشانن جو

وَقَالُوْٓا ءَاِذَا كُنَّا عِظَامًا وَّرُفَاتًا ءَاِنَّا لَمَبْعُوْثُوْنَ خَلْقًا جَدِيْدًا ﴿٩٩﴾

انڪار ڪيو ۽ چيائون ته ڇا جڏهن اسان (مري) هڏا ۽ چورو چورو ٿي ويندا سين (ته اسان کي نئين سر زندهه ڪيو ويندو ۽) ڇا واقعي اسان کي هڪ نئين مخلوق جي صورت ۾ اٿاريو ويندو.

اَوَلَمْ يَرَوْا اَنَّ اللّٰهَ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ قَادِرٌ عَلٰٓى اَنْ يَّخْلُقَ مِثْلَهُمْ وَجَعَلَ لَهُمْ اَجَلًا لَّا رَيْبَ فِيْهِ ۭ فَاَبَى الظّٰلِمُوْنَ اِلَّا كُفُوْرًا ﴿١٠٠﴾

**١٠٠ـ** ڇا اُهي (اجا تائين) سمجهي نه سگهيا ته اُها (هستي) جنهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي انهيءَ ڳالهه تي به قادر آهي جو اُها انهن جهڙا (بيا ماڻهو) پيدا ڪري ۽ انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته هُن انهن لاءِ هڪ مدو مقرر ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ (به) انهن ظالمن صرف ناشڪريءَ جي راهه اختيار ڪئي آهي.

قُلْ لَّوْ اَنْتُمْ تَمْلِكُوْنَ خَزَاۗىِٕنَ رَحْمَةِ رَبِّيْٓ اِذًا لَّاَمْسَكْتُمْ خَشْيَةَ الْاِنْفَاقِ ۭ وَكَانَ الْاِنْسَانُ قَتُوْرًا ﴿١٠١﴾ ع ١١

**١٠١ـ** تون (انهن کي) چؤ (ته) جيڪڏهن توهان منهنجي رب جي رحمت جي (اڻ کُٽ) خزانن جا (به) مالڪ هجو ها تڏهن (به) توهان (انهن جي) خرچ ٿي وڃڻ جي ڊپ کان (انهن کي) روڪي ئي رکو ها ۽ انسان وڏو ڪنجوس آهي.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسٰى تِسْعَ اٰيٰتٍۢ بَيِّنٰتٍ فَسْـَٔلْ بَنِيْٓ اِسْرَاۗءِيْلَ اِذْ جَاۗءَهُمْ فَقَالَ لَهٗ فِرْعَوْنُ اِنِّىْ لَاَظُنُّكَ يٰمُوْسٰى مَسْحُوْرًا ﴿١٠٢﴾

**١٠٢ـ** ۽ اسان موسٰي کي نو (٩) روشن ① نشان ڏنا سو تون بني اسرائيل کان (انهن حالتن جو) پڇ جڏهن اُهو (موسٰي) انهن (مصرين) ڏانهن آيو هو ته فرعون هنَ کي چيو هو (ته) اي موسٰي! مان يقيناً توکي ڏوڪو ڪاڌل سمجهان ٿو.

---

**١ـ** ڏسو سورت اعراف نوٽ آيت ١٣٣.

قَالَ لَقَدۡ عَلِمۡتَ مَاۤ اَنۡزَلَ هٰۤؤُلَاۤءِ اِلَّا رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ بَصَآئِرَ ۚ وَاِنِّیۡ لَاَظُنُّكَ يٰفِرۡعَوۡنُ مَثۡبُوۡرًا ﴿۱۰۳﴾

**١٠٣**ـ هُن جواب ڏنو(ته)توکي يقيناً علم ٿي چڪو آهي ته انهن(نشانن)کي صرف آسمانن ۽ زمين جي رب بصيرت بخشڻ وارو بڻائي لاٿو آهي ۽ اي فرعون! مان تنهنجي نسبت يقين رکان ٿو ته تون(پنهنجن بد ارادن ۾)ناڪام ۽ نامراد ٿيندين.

فَاَرَادَ اَنۡ يَّسۡتَفِزَّهُمۡ مِّنَ الۡاَرۡضِ فَاَغۡرَقۡنٰهُ وَمَنۡ مَّعَهٗ جَمِيۡعًا ۙ﴿۱۰۴﴾

**١٠٤**ـ انهيءَ تي هُن انهن کي(يعني موسٰي ۽ انهيءَ جي قوم کي)ملڪ مان ڪڍي ڇڏڻ جو ارادو ڪيو.انهيءَ جو نتيجو اِهو ٿيو ته اسان هُن ۽ جيڪي هُن سان گڏ هئا سيني کي غرق ڪري ڇڏيو.

وَّ قُلۡنَا مِنۡۢ بَعۡدِهٖ لِبَنِیۡۤ اِسۡرَآءِيۡلَ اسۡكُنُوا الۡاَرۡضَ فَاِذَا جَآءَ وَعۡدُ الۡاٰخِرَةِ جِئۡنَا بِكُمۡ لَفِيۡفًا ؕ﴿۱۰۵﴾

**١٠٥**ـ ۽ انهيءَ جي(ٻڏي مرڻ کان)پوءِ بني اسرائيل کي اسان چيو(ته)توهان انهيءَ (واعدي ڪيل)ملڪ ① ۾(وڃي آرام سان) رهو. پوءِ جڏهن(مسلمانن جي لاءِ)پيو دفعو② (عذاب) جو واعدو(پوري ٿيڻ جو وقت)ايندو ته اسان توهان(سيني)کي گڏ ڪري اتي③ وٺي ايندا سين.

وَبِالۡحَقِّ اَنۡزَلۡنٰهُ وَبِالۡحَقِّ نَزَلَ ؕ

**١٠٦**ـ ۽ هن قرآن کي اسان حق(۽ حڪمت)

١ـ يعني فلسطين ۾.

٢ـ اڳ ۾ وَعدُالاخرَة اچي چڪو آهي جيڪو يهودين جي باري ۾ هو.ان کانپوءِ جيئن ته پيهر وعدالاخرة آيو آهي ان مان صاف ظاهر آهي ته هي پيو وعدو آهي ۽ اُهو مسلمانن جي لاءِ ئي ٿي سگهي ٿو ان ڪري اسان مسلمانن جو لفظ ڏنگيءَ ۾ لکي ڇڏيو آهي.هي مضمون اڳوڻي مفسرن به لکيو آهي(ڏسو فتح البيان جيڪا اصل ۾ علامه شوڪانيءَ جي تصنيف آهي).

٣ـ يعني يهودين کي فلسطين ۾ ٽيون ڀيرو آڻيندا سين.هن پيشگوئيءَ جي مطابق بني اسرائيل اڄ ڪلهه فلسطين تي قبضو ڪري چڪا آهن.

وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا مُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ﴿١٠٦﴾ وقف لازم

سان ئي لاٿو آهي ۽ حق(۽ حڪمت)سان ئي هي لٿو آهي ۽ اسان توکي صرف خوشخبري ڏيڻ وارو ۽(عذاب کان)خبردار ڪرڻ وارو بڻائي موڪليو آهي.

وَقُرْاٰنًا فَرَقْنٰهُ لِتَقْرَاَهٗ عَلَى النَّاسِ عَلٰى مُكْثٍ وَّنَزَّلْنٰهُ تَنْزِيْلًا ﴿١٠٧﴾

**١٠٧**-۽ اسان(انهيءَ کي)قرآن بڻايو آهي ۽ انهيءَ جا ٽڪرا ٽڪرا ڪيا آهن(يعني سورتون بڻايون آهن)انهيءَ لاءِ ته تون انهيءَ کي(سهولت ۽) آهستي آهستي ماڻهن کي پڙهي ٻڌائي سگهين ۽ اسان انهيءَ کي ٿورو ٿورو ڪري نازل ڪيو آهي.

قُلْ اٰمِنُوْا بِهٖٓ اَوْ لَا تُؤْمِنُوْا ۭ اِنَّ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ مِنْ قَبْلِهٖٓ اِذَا يُتْلٰى عَلَيْهِمْ يَخِرُّوْنَ لِلْاَذْقَانِ سُجَّدًا ﴿١٠٨﴾

**١٠٨**-تون(انهن کي)چؤ(ته)توهان انهيءَ تي ايمان آڻيو يا نه آڻيو،جن ماڻهن کي انهيءَ (جي نازل ٿيڻ)کان پهرين(الهامي صحيفن يا صحيح فطرت جي ذريعي)علم ڏنو ويو آهي جڏهن انهن جي اڳيان انهيءَ کي پڙهيو وڃي ٿو ته اُهي(هن کي ٻڌي)ڪامل فرمانبرداري ڪندي نرڙ① ڀر ڪري ٿا پون.

وَّيَقُوْلُوْنَ سُبْحٰنَ رَبِّنَآ اِنْ كَانَ وَعْدُ رَبِّنَا لَمَفْعُوْلًا ﴿١٠٩﴾

**١٠٩**-۽ چون ٿا(ته)اسان جو رب(هر هڪ عيب کان)پاڪ آهي ۽(اهو به ته)اسان جي رب جو واعدو ضرور② پورو ٿي رهڻو آهي.

وَيَخِرُّوْنَ لِلْاَذْقَانِ يَبْكُوْنَ وَيَزِيْدُهُمْ

**١١٠**-۽ جڏهن اهي نرڙ ڀر ڪرندا آهن ته

١-قرآن مجيد ۾ ”ڪاڏين ڀر“ جو لفظ آهي اسان ”نِرڙُ“ ان جو ترجمو ڪيو آهي.ان جو سبب هي آهي ته عربي زبان ۾ سجدي جي لاءِ ڪرڻ کي ڪاڏين ڀر ڪرڻ چوندا آهن پر اڙدوءَ ۾ ان کي نرڙ ڀر ڪرڻ چوندا آهن ان ڪري صحيح مفهوم جن لفظن ۾ بيان ٿِي ٿَي سگهيو انهن لفظن جي چونڊ ڪئي آهي.

٢- ان مان معلوم ٿئي ٿو ته هتي هي ذڪر آهي ته جن يهودين قرآن تي ايمان آندو آهي.ان ڳالهه

خُشُوۡعًا ۩ ﴿١١٠﴾

روئندا رهندا آهن ۽(قرآن)انهن جي عاجزيءَ کي(اجا به)وڌائي ٿو.

قُلِ ادۡعُوا اللّٰهَ اَوِ ادۡعُوا الرَّحۡمٰنَ ؕ اَيًّامَّا تَدۡعُوۡا فَلَهُ الۡاَسۡمَآءُ الۡحُسۡنٰى ۚ وَلَا تَجۡهَرۡ بِصَلَاتِكَ وَلَا تُخَافِتۡ بِهَا وَابۡتَغِ بَيۡنَ ذٰلِكَ سَبِيۡلًا ﴿١١١﴾

١١١-تون(انهن کي①)چؤ(ته)يلي توهان (خدا کي)اللّٰه(چئي) پڪاريو يا رحمٰن (چئي)جيڪو(نالو وٺي)به توهان(انهيءَ کي) پڪاريو،پڪاري سگهو ٿا ڇو جو سڀئي (بهتر کان بهتر)صفتون انهيءَ جون آهن ۽ تون پنهنجا دعا جا لفظ وڏي آواز سان نه چوندو ڪر ۽ نه انهن کي(تمام) آهستي چوندو ڪر. پر انهيءَ جي وچ② (واري) ڪا راهه اختيار (ڪندو) ڪر.

وَقُلِ الۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِىۡ لَمۡ يَتَّخِذۡ وَلَدًا وَّلَمۡ يَكُنۡ لَّهٗ شَرِيۡكٌ فِى الۡمُلۡكِ وَلَمۡ يَكُنۡ لَّهٗ وَلِىٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَكَبِّرۡهُ تَكۡبِيۡرًا ﴿١١٢﴾ ع ١٢

١١٢-۽ (سڄي دنيا کي وري وري ٻڌائي) چؤ(ته)هر تعريف جو مستحق اللّٰه ئي آهي جيڪو نه ته اولاد رکي ٿو ۽ نه حڪومت ۾ ان جو ڪو شريڪ آهي ۽ نه هُن کي عاجز سمجهي ڪو (پيو انهيءَ تي رحم ڪري)ان جو دوست بڻجي ٿو(پر جيڪو به ان جو دوست هوندو آهي انهيءَ کان مدد وٺڻ لاءِ هوندو آهي)۽ انهيءَ جي تمام(چڱي طرح) وڏائي بيان ڪر.

**(باقي حاشيو)**تي به ايمان آڻين ٿا ته هڪ دفعو پيهر فلسطين ايندا.

١-يعني عيسائين کي جيڪي يهودين جو حصو آهن ۽ صفت رحمٰن جا منڪر آهن.جيئن ته انهن جي ڪتابن تي بسم اللّٰه لکيل هوندي آهي پر رحمٰن جو لفظ ان سان ڪٽيل هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته رحمٰن جي صفت ڪُفاري کي رد ڪندي آهي.

٢-وڏي آواز ۾ دعا ڪرڻ کان ان ڪري جهليو ته ان ۾ ڏيکاءُ ٿي سگهي ٿو ۽ بلڪل ننڍڙي آواز سان ان ڪري جهليو ته تمام آهستي پڙهڻ سان ڳالهه وسري ويندي آهي ۽ توجهه قائم نٿو رهي.

سُوْرَةُ الْكَهْفِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ اِحْدٰى عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ اثْنَاعَشَرَ رُكُوْعًا

سورت ڪهف هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون هڪ سئو يارنهن آيتون ۽ ٻارنهن رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١- (مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْٓ اَنْزَلَ عَلٰى عَبْدِهِ الْكِتٰبَ وَلَمْ يَجْعَلْ لَّهٗ عِوَجًا ②

٢- هر تعريف جو اللّٰه ئي مستحق آهي جنهن (هيءُ) ڪتاب پنهنجي ٻانهي تي لاٿو آهي، ۽ هن ۾ ڪو ڏنگ نہ رکيائين.

قَيِّمًا لِّيُنْذِرَ بَاْسًا شَدِيْدًا مِّنْ لَّدُنْهُ وَيُبَشِّرَ الْمُؤْمِنِيْنَ الَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ الصّٰلِحٰتِ اَنَّ لَهُمْ اَجْرًا حَسَنًا ③

٣- (۽ انهيءَ هن کي) سچ سان پيريل ۽ صحيح رهنمائي ڪرڻ وارو بڻائي لاٿو آهي. انهيءَ لاءِ تہ اهو (ماڻهن کي) انهيءَ جي (يعني اللّٰه جي) طرفان (اچڻ واري) هڪ سخت عذاب کان آگاهہ ڪري ۽ ايمان آڻڻ وارن کي جيڪي نيڪ (۽ ايمان جي مناسب حال) ڪم ڪن ٿا بشارت ڏي تہ انهن لاءِ (خدا جي طرفان) سنو اجر (مقدر) آهي.

مَّاكِثِيْنَ فِيْهِ اَبَدًا ④

٤- اهي هن (اجر جي مقام) ۾ هميشہ رهندا.

وَّيُنْذِرَ الَّذِيْنَ قَالُوا اتَّخَذَ اللّٰهُ وَلَدًا ⑤

٥- ۽ (پڻ هُن انَ ڪري هِن کي لاٿو آهي تہ) اهو انهن ماڻهن کي (اچڻ واري عذاب کان) آگاهہ ڪري جيڪي هيئن چون ٿا (تہ) اللّٰه (فلاڻي شخص کي) پٽ بڻايو آهي.

مَا لَهُمْ بِهٖ مِنْ عِلْمٍ وَّلَا لِاٰبَآئِهِمْ ۭ كَبُرَتْ كَلِمَةً تَخْرُجُ مِنْ اَفْوَاهِهِمْ ۭ

٦- انهن کي هن باري ۾ ڪجھ بہ تہ علم (حاصل) نہ آهي ۽ نہ انهن جي وڏن کي (هن باري ۾ ڪو علم هو) هيءَ تمام

اِنْ يَّقُوْلُوْنَ اِلَّا كَذِبًا ۝٦

وڏي (خطرناڪ) ڳالهہ آهي جيڪا انهن جي واتان نڪري رهي آهي(پر)اُهي نسورو ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهن.

فَلَعَلَّكَ بَاخِعٌ نَّفْسَكَ عَلٰٓى اٰثَارِهِمْ اِنْ لَّمْ يُؤْمِنُوْا بِهٰذَا الْحَدِيْثِ اَسَفًا ۝٧

**٧**-(ڇا) جيڪڏهن اُهي هن عظيم الشان ڪلام تي ايمان نہ آڻين تہ تون انهن جي غم ۾ افسوس جي زيادتي جي سبب کان پنهنجي جان کي تباهيءَ ۾ وجهي ڇڏيندين.

اِنَّا جَعَلْنَا مَا عَلَى الْاَرْضِ زِيْنَةً لَّهَا لِنَبْلُوَهُمْ اَيُّهُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا ۝٨

**٨**-جيڪي ڪجهہ (رُوءِ) زمين تي(موجود) آهي انهيءَ کي يقيناً اسان انهيءَ جي زينت (جو سبب)بڻايو آهي انهيءَ لاءِ تہ اسان انهن① جو امتحان وٺون(تہ)انهن مان سيني کان سنو ڪم ڪرڻ وارو ڪير آهي.

وَاِنَّا لَجٰعِلُوْنَ مَا عَلَيْهَا صَعِيْدًا جُرُزًا ۝٩

**٩**-۽ جيڪي ڪي هن (زمين) تي (موجود) آهي انهيءَ کي اسان يقيناً (هڪ ڏينهن) مٽائي ويران سطح بڻائي ڇڏينداسين.

اَمْ حَسِبْتَ اَنَّ اَصْحٰبَ الْكَهْفِ وَالرَّقِيْمِ ۙ كَانُوْا مِنْ اٰيٰتِنَا عَجَبًا ۝١٠

**١٠**- ڇا تون سمجهين ٿو تہ ڪهف ۽ رقيم وارا(ماڻهو)اسانجي نشانن مان ڪو عجيب (نشان) هئا(جنهن جو مثال وري ڪڏهن نہ ملي سگهندو هجي).

اِذْ اَوَى الْفِتْيَةُ اِلَى الْكَهْفِ فَقَالُوْا رَبَّنَآ اٰتِنَا مِنْ لَّدُنْكَ رَحْمَةً وَّهَيِّئْ لَنَا مِنْ اَمْرِنَا رَشَدًا ۝١١

**١١**-جڏهن اهي(چند)نوجوان وسيع غار ۾ پناهہ گير ٿيا ۽(دعا ڪندي)اُنهن چيو (تہ) اي اسانجا رب اسانکي پنهنجي حضور مان (خاص)رحمت عطا ڪر ۽ اسانجي لاءِ اسانجي (هن)معاملي ۾ رشد ۽ هدايت جو سامان

١-يعني زمين جي ماڻهن جو.

مهيا ڪر.

فَضَرَبْنَا عَلٰٓى اٰذَانِهِمْ فِي الْكَهْفِ سِنِيْنَ عَدَدًا ﴿١١﴾

١٢-جنهن تي اسان انهيءَ وسيع غار ۾ چند ڳاڻاٽي جي سالن جي لاءِ انهن کي (ٻاهرين حالتن جي) ٻڌڻ کان محروم ڪري ڇڏيو.

ثُمَّ بَعَثْنٰهُمْ لِنَعْلَمَ اَيُّ الْحِزْبَيْنِ اَحْصٰى لِمَا لَبِثُوْٓا اَمَدًا ﴿١٢﴾

١٣-پوءِ اسان انهن کي اٿاريو، انهيءَ لاءِ ته اسانکي خبر پوي ته جيتري مدت اهي(اتي) رهيل هئا انهن کي(مسيح جي مڃيندڙ) ٻنهي گروهن مان وڌيڪ محفوظ رکڻ وارو کهڙو گروهه آهي.

نَحْنُ نَقُصُّ عَلَيْكَ نَبَاَهُمْ بِالْحَقِّ ۭ اِنَّهُمْ فِتْيَةٌ اٰمَنُوْا بِرَبِّهِمْ وَزِدْنٰهُمْ هُدًى ﴿١٣﴾

١٤-(هاڻي)اسان انهن جي اهم خبر بلڪل صحيح طور تي تو وٽ بيان ڪيون ٿا اُهي چند نوجوان هئا جن پنهنجي رب تي(حقيقي) ايمان آندو هو ۽ انهن کي اسان هدايت ۾ (اڃا به)وڌايو هو.

وَّرَبَطْنَا عَلٰي قُلُوْبِهِمْ اِذْ قَامُوْا فَقَالُوْا رَبُّنَا رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ لَنْ نَّدْعُوَا۟ مِنْ دُوْنِهٖٓ اِلٰـهًا لَّقَدْ قُلْنَآ اِذًا شَطَطًا ﴿١٤﴾

١٥-۽ جڏهن اهي(پنهنجي وطن مان نڪرڻ جي لاءِ)اٿيا ته اسان انهن جي دلين کي مضبوط ڪري ڇڏيو. تڏهن انهن(هڪ ٻئي کي)چيو(ته)اسانجو رب(اُهو آهي جيڪو) آسمانن ۽ زمين جو(به)رب آهي اسان انهيءَ کانسواءِ ڪنهن ٻئي معبود کي هرگز (ڪڏهن) نه پڪارينداسين نه ته اسان هڪ حق کان ڏوراهين ڳالهه چوڻ وارا ٿينداسين.

هٰٓؤُلَاۗءِ قَوْمُنَا اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اٰلِهَةً ۭ لَوْلَا يَاْتُوْنَ عَلَيْهِمْ بِسُلْطٰنٍۢ بَيِّنٍ ۭ فَمَنْ

١٦-انهن ماڻهن يعني اسانجي قوم انهيءَ معبود برحق کي ڇڏي (پنهنجي لاءِ) ٻيا (معبود)بڻايا آهن- اُهي انهيءَ جي ثبوت ۾

اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰی عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا ﴿١٦﴾

چو ڪو روشن دليل ڇا نٿا آڻين پوءِ (اُهي ڇو نٿا سمجهن ته) جيڪو شخص اللّٰه تي ڪوڙ مڙهي، انهيءَ کان وڌيڪ ظالم① (ٻيو) ڪير (ٿي سگهي) ٿو.

وَاِذِ اعْتَزَلْتُمُوْهُمْ وَمَا يَعْبُدُوْنَ اِلَّا اللّٰهَ فَاْوٗٓا اِلَى الْكَهْفِ يَنْشُرْ لَكُمْ رَبُّكُمْ مِّنْ رَّحْمَتِهٖ وَيُهَيِّئْ لَكُمْ مِّنْ اَمْرِكُمْ مِّرْفَقًا ﴿١٧﴾

١٧ـ ۽ (هن وقت) جڏهن (جو) توهان انهن کان ۽ (پڻ) اللّٰه کانسواءِ جنهن شئي کي (به) اُهي پوڄين ٿا (انهيءَ کان) پاسو ڪري ڇڏيو آهي ته (هاڻي) توهان هن ڪشادي پهاڙي پناهه گاهه ۾ وينا رهو (ائين ڪندؤ ته) توهان جو رب پنهنجي رحمت (جي ڪا راهه) توهانجي لاءِ کولي ڇڏيندو ۽ توهان جي لاءِ توهان جي هن (معاملي) ۾ ڪو سهوليت جو سامان مهيا ڪندو.

وَتَرَى الشَّمْسَ اِذَا طَلَعَتْ تَّزٰوَرُ عَنْ كَهْفِهِمْ ذَاتَ الْيَمِيْنِ وَاِذَا غَرَبَتْ تَّقْرِضُهُمْ ذَاتَ الشِّمَالِ وَهُمْ فِيْ فَجْوَةٍ مِّنْهُ ؕ ذٰلِكَ مِنْ اٰيٰتِ اللّٰهِ ؕ مَنْ يَّهْدِ اللّٰهُ فَهُوَ الْمُهْتَدِ ۚ وَمَنْ يُّضْلِلْ فَلَنْ تَجِدَ لَهٗ وَلِيًّا مُّرْشِدًا ﴿١٨﴾ ع ٢ ١٤

١٨ـ ۽ (اي مخاطب) تون سج کي ڏسين ٿو ته جڏهن اهو اڀري ٿو ته انهن جي ڪشادي پناهه② جي جاءِ کان ساڄي طرف ڏانهن هٽي لنگهي ٿو ۽ جڏهن اهو لهي ٿو ته انهن کان کاٻي طرف ڏانهن هٽي لنگهي ٿو ۽ اُهي انهيءَ غار ۾ اندر هڪ ويڪري جڳهه ۾ (رهندا) هئا هيءَ ڳالهه اللّٰه (جي مدد) جي نشانن مان (هڪ نشان) آهي جنهن کي

١ـ قرآن مجيد ۾ مُثبت جا لفظ آهن پر اڙدوءَ ۾ صحيح ترجمو "ڪو به نه" سان ٿي سگهي ٿو. اسان قرآن جي لفظن کي قائم رکڻ لاءِ ها جو ترجمو ئي قائم رکيو آهي. ڇاڪاڻ ته ان سان مطلب سمجهه ۾ اچي وڃي ٿو.

٢ـ يعني ڪهف جو مقامُ ۽ ان جو محل وقوع اهڙي طرح هو جو صبح جو سج ساڄي پاسي کان گذرندو هو ۽ شام جو کاٻي پاسي کان گذرندو هو. (تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٣ صفحه ٣٣٠)

اللّٰه (هدايت جو) رستو ڏيکاري اُهوئي هدايت تي هوندو آهي ۽ جنهن کي هو گمراهه ڪري انهيءَ جو تون (ڪڏهن) ڪو به دوست (۽) رهبر نه لهندين.

وَ تَحْسَبُهُمْ اَيْقَاظًا وَّ هُمْ رُقُوْدٌ ۖۗ وَّ نُقَلِّبُهُمْ ذَاتَ الْيَمِيْنِ وَ ذَاتَ الشِّمَالِ ۖۗ وَ كَلْبُهُمْ بَاسِطٌ ذِرَاعَيْهِ بِالْوَصِيْدِ ؕ لَوِ اطَّلَعْتَ عَلَيْهِمْ لَوَلَّيْتَ مِنْهُمْ فِرَارًا وَّ لَمُلِئْتَ مِنْهُمْ رُعْبًا ﴿١٩﴾

**١٩**۔ ۽ (اي مخاطب) تون انهن کي سجاڳ سمجهين ٿو جڏهن ته اُهي ستل آهن ۽ اسان انهن ① کي ساڄي پاسي (به) ڦيرائيندا سين ۽ کابي پاسي (به) ۽ انهن ② جو ڪتو (به انهن سان گڏو گڏ) اڱڻ ۾ ٽنگون ڊگهيري (موجود) رهندو. جيڪڏهن تون انهن جي حالتن کان آگاهه ٿي وڃين ته تون انهن وٽان پٺ ③ جي لاءِ پٺي ڦيري وٺين ۽ انهن جي ڪري دهڊبي سان ڀرجي وڃين.

وَ كَذٰلِكَ بَعَثْنٰهُمْ لِيَتَسَآءَلُوْا بَيْنَهُمْ ؕ قَالَ قَآئِلٌ مِّنْهُمْ كَمْ لَبِثْتُمْ ؕ قَالُوْا لَبِثْنَا يَوْمًا اَوْ بَعْضَ يَوْمٍ ؕ قَالُوْا رَبُّكُمْ اَعْلَمُ بِمَا لَبِثْتُمْ ؕ فَابْعَثُوْۤا اَحَدَكُمْ

**٢٠**۔ ۽ اهڙيءَ طرح اسان انهن کي (بيڪسيءَ جي حالت مان) اٿاريو. انهيءَ تي اهي پاڻ ۾ (حيرت سان) هڪ ٻئي کان سوال ڪرڻ لڳا (۽) انهن مان هڪ چوڻ لڳو (ته) توهان هتي ڪيتري دير ترسيا رهيا آهيو (جيڪي هن جا مخاطب هئا) اُنهن

١۔ يعني اصحاب الڪهف دنيا جي هر ڪُنڊَ ڪُڙڇَ ۾ پکڙجي ويندا ۽ اِها پکڙجڻ واري قوم يورپ جا عيسائي آهن ان ڪري انهن ڏانهن ئي اصحاب ڪهف مان اشارو آهي.

٢۔ پاليل ڪُتّا جڏهن گهر جي حفاظت جي لاءِ ٻاهر ويهندا آهن ته هٿ پکيڙي زمين تي ويهندا آهن ۽ يورپ جا ماڻهو وڏي انگ ۾ ڪُتّا رکندا آهن. انهيءَ طرف هتي اشارو آهي.

٣۔ يعني اولهه يا اُترَ جا ماڻهو اوپرَ يا ڏکڻَ وارن کان اهڙي طرح پاسو ڪري رهندا جو انهن جي گهرن ۾ اطلاع ڏيڻ کانسواءِ اوپرِ وارن لاءِ وڃڻ ممڪن نه هوندو.

بِوَرِقِكُمْ هٰذِهٖٓ اِلَى الْمَدِيْنَةِ فَلْيَنْظُرْ اَيُّهَآ اَزْكٰى طَعَامًا فَلْيَأْتِكُمْ بِرِزْقٍ مِّنْهُ وَلْيَتَلَطَّفْ وَلَا يُشْعِرَنَّ بِكُمْ اَحَدًا ﴿٢٠﴾

نصف القرآن باعتبار عدد الحروف بان التاء بعد اليآء من النصف الاول واللام الثانية من النصف الاخير

چيو(ته)اسان هڪ ڏينهن يا ڏينهن جو ڪجهه حصو ترسيا آهيون (تڏهن) انهن (يعني ٻين)چيو(ته)جيڪو(عرصو)توهان(هتي) ترسيا رهيا آهيو انهيءَ ڪي توهانجو رب ئي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو سو(ان بحث ڪي ڇڏي ڏيو ۽①) پنهنجا هي پراڻا سڪا ڏئي پاڻ مان ڪنهن هڪ ڪي انهيءَ شهر ڏانهن موڪليو (هُو وڃي)ڏسي ته هنَ (شهر)۾ ڪنهن جو اناج سڀ ڪان سٺو آهي پوءِ(جنهن جو اناج سڀ ڪان سٺو هجي) انهيءَ وٽان ڪجهه کاڌي جو سامان وٺي اچي ۽ اُهو هوشياريءَ سان (ماڻهن جون)راز جون ڳالهيون معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ توهانجي متعلق ڪنهن ڪي هرگز(ڪو)علم ٿيڻ نه ڏي.

اِنَّهُمْ اِنْ يَّظْهَرُوْا عَلَيْكُمْ يَرْجُمُوْكُمْ اَوْ يُعِيْدُوْكُمْ فِيْ مِلَّتِهِمْ وَلَنْ تُفْلِحُوْٓا اِذًا اَبَدًا ﴿٢١﴾

**٢١**۔چو جو جيڪڏهن اُهي توهان تي غلبو ماڻين ته يقيناً توهان ڪي سنگسار ڪري ڇڏيندا يا(زوري)توهان ڪي واپس پنهنجي مذهب ۾ داخل ڪري ڇڏيندا ۽ انهيءَ صورت ۾ توهان ڪڏهن(به)ڪامياب نه ٿي سگهندؤ.

وَكَذٰلِكَ اَعْثَرْنَا عَلَيْهِمْ لِيَعْلَمُوْٓا اَنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّاَنَّ السَّاعَةَ لَا رَيْبَ فِيْهَا ۚ اِذْ يَتَنَازَعُوْنَ بَيْنَهُمْ اَمْرَهُمْ فَقَالُوا

**٢٢**۔۽ اهڙيءَ طرح اسان (ماڻهن ڪي) انهن (جي حالتن)ڪان واقف ڪيو آهي انهيءَ لاءِ ته انهن ڪي معلوم ٿئي ته الله جو واعدو پورو ٿي رهڻو آهي ۽(هيءُ به) ته انهيءَ (واعدي

١۔يعني جڏهن اصحاب الڪهف تي زماني جي تاريخ روشن ٿي وئي ۽ انهن ڪجهه امن ماڻيو ته هو پنهنجا پراڻا سِڪا(پيسا) ڏئي انهن پاڻ مان ڪن ڪي خوراڪ خريد ڪرڻ لاءِ موڪليائون.

ابْنُوْا عَلَيْهِمْ بُنْيَانًا ؕ رَبُّهُمْ اَعْلَمُ بِهِمْ ؕ قَالَ الَّذِيْنَ غَلَبُوْا عَلٰٓى اَمْرِهِمْ لَنَتَّخِذَنَّ عَلَيْهِمْ مَّسْجِدًا ﴿٢١﴾

کيل) گهڙيءَ (جي اچڻ) ۾ ڪجهه به شڪ ناهي(۽ انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن اُهي پنهنجي ڪم متعلق پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ لڳا ۽ انهن (هڪ ٻئي کي) چيو(ته) توهان انهن(جي رهڻ جي جاءِ) تي ڪا عمارت ناهيو۔ انهن جو رب انهن(جي حال) کي سڀني کان بهتر ڄاڻندو هو(آخر)جن پنهنجي قول ۾ غلبو حاصل ڪري ورتو انهن چيو (ته)اسان(ته)انهن(جي رهڻ جي جاءِ)تي مسجد① (ئي) ناهينداسين.

سَيَقُوْلُوْنَ ثَلٰثَةٌ رَّابِعُهُمْ كَلْبُهُمْ ۚ وَيَقُوْلُوْنَ خَمْسَةٌ سَادِسُهُمْ كَلْبُهُمْ رَجْمًۢا بِالْغَيْبِ ۚ وَيَقُوْلُوْنَ سَبْعَةٌ وَّثَامِنُهُمْ كَلْبُهُمْ ؕ قُلْ رَّبِّيْٓ اَعْلَمُ بِعِدَّتِهِمْ مَّا يَعْلَمُهُمْ اِلَّا قَلِيْلٌ ۬ فَلَا تُمَارِ فِيْهِمْ اِلَّا مِرَآءً ظَاهِرًا ۠ وَّلَا

**٢٣**۔اُهي(ماڻهو جيڪي حقيقت حال کان بي خبر آهن ضرور)غيب جي متعلق خيالي ڳالهيون ڪندي(ڪڏهن)چوندا(ته اُهي صرف) ٽي (ماڻهو) هئا جن سان چوٿون انهن جو ڪتو هو ۽(ڪڏهن هي②)چوندا(ته اُهي) پنج هئا جن سان ڇهون انهن③ جو ڪتو هو ۽ (انهن مان ڪي ائين به)چوندا (ته اُهي)ست هئا ۽ انهن سان اٺون انهن جو ڪتو هو۔

١۔ هتي مسجد جو لفظ آهي پر عيسائين ۾ مسجد جي بجاءِ گرجا هوندا آهن جيئن ته هاڻي به ڪيتا ڪومبز Catacombs (جن ۾ اصحاب ڪهف هئا)جي منهن تي گرجو ٺهيل آهي.

٢۔ هي پراڻي غارن جي مختلف ڪمرن جي ڪيفيت آهي ڪن ڪمرن جا ڪتبا ٻڌائين ٿا ته اُتي ٽن پناهه ورتي،ڪي ڪتبا ٻڌائين ٿا ته اُتي ستن پناهه ورتي.اهڙي طرح مختلف ڪمرن جي باري مختلف انگ ٻڌايو ويو آهي.

٣۔ڪيتا ڪومبز Catacombs ۾ پناهه وٺندڙ عيسائين سان هر جاءِ تي ڪُتو به ڏيکاريو ويو آهي.

تَسۡتَفۡتِ فِيۡهِمۡ مِّنۡهُمۡ اَحَدًا ﴿٢٢﴾ ع ٣ / ١٥

تون (انهن ڪي) چوُ (ته) انهن جي (صحيح) ڳڻپ ڪي الله (ئي) بهتر ڄاڻي ٿو (۽) ① ٿورن ماڻهن ڪانسواءِ انهن ڪي ڪو نٿو ڄاڻي. پوءِ تون انهن جي متعلق مضبوط بحث ڪانسواءِ ڪو بحث نه ڪر. ۽ انهن جي باري ۾ انهن مان ڪنهن ڪان حال جي حقيقت معلوم نه ڪر.

وَلَا تَقُوۡلَنَّ لِشَاىۡءٍ اِنِّىۡ فَاعِلٌ ذٰ لِكَ غَدًا ۙ﴿٢٣﴾

٢٤ـ ② ۽ تون ڪنهن ڳالهه متعلق (دعويٰ سان) هرگز نه چوُ (ته) مان صبحاڻي هي (ڪم) ضرور ڪندس.

اِلَّاۤ اَنۡ يَّشَآءَ اللّٰهُۚ وَاذۡكُرْ رَّبَّكَ اِذَا نَسِيۡتَ وَقُلۡ عَسٰۤى اَنۡ يَّهۡدِيَنِ رَبِّىۡ لِاَقۡرَبَ مِنۡ هٰذَا رَشَدًا ﴿٢٤﴾

٢٥ـ ها (صرف اهڙيءَ طرح ڪندس) جهڙيءَ طرح الله چاهيندو. ۽ جڏهن (ڪنهن وقت) تون وساري ڇڏين ته (ياد اچي وڃڻ تي) پنهنجي رب (جي واعدن) ڪي ياد (ڪندو) ڪر ۽ چوندو ڪر (ته مونکي ڪامل) اميد آهي ته منهنجو رب (آخر مونکي ڪامياب ڪري ڇڏيندو ۽) مونکي انهيءَ رستي تي هلائيندو جيڪو هدايت حاصل ڪرڻ جي لحاظ ڪان (منهنجي تجويز

١ـ تعجب آهي ته قرآن مجيد ته چوي ٿو ته اصحاب ڪهف جو انگ صرف ٿورڙا ماڻهو ڄاڻن ٿا پر تفسيرون ڏسو ته معلوم ٿئي ٿو ته انهن جو تعداد ٻچي ٻچي ڪي معلوم آهي.

٢ـ يعني هن ڪهف جي قوم يعني عيسائي قوم جو،مسلمان پنهنجي طاقت سان مقابلو نه ڪري سگهندا بلڪ خداتعاليٰ جي مدد سان ڪري سگهندا.ان ڪري جڏهن انهن سان مقابلو ٿئي ته دعويٰ سان اِهو نه چئو ته اسان هيئن ڪري ڇڏينداسين،هُونءَ ڪري ڇڏينداسين بلڪ هي به چئو ته جيڪڏهن خدا به چاهيو ته اسان اهڙي طرح انهن جو مقابلو ڪنداسين.مفسرن هن جڳهه عجيب لا تعلق آ ڪاڻيون لکي ڇڏيون آهن پر اسان جي تشريح سان سورت جي صحيح ترتيب جي خبر پئجي وڃي ٿي.

كيل رستي کان به پوري ٽيڻ جي) وڏيڪ ويجهو هوندو.

وَلَبِثُوْا فِيْ كَهْفِهِمْ ثَلٰثَ مِائَةٍ سِنِيْنَ وَازْدَادُوْا تِسْعًا ﴿٢٦﴾

**٢٦**-۽ (کي ماڻهو هيءُ به چون ٿا ته) اهي پنهنجي ڪشادي پناهه گاهه ۾ ٽن① سون سالن تائين رهيا هئا ۽ (انهيءَ عرصي تي) نو (سال) انهن ٻيا وڌايا هئا.

قُلِ اللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا لَبِثُوْا ۚ لَهٗ غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ اَبْصِرْ بِهٖ وَاَسْمِعْ ۭ مَا لَهُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ مِنْ وَّلِيٍّ ۡ وَّلَا يُشْرِكُ فِيْ حُكْمِهٖٓ اَحَدًا ﴿٢٧﴾

**٢٧**-تون (انهن کي) چؤ (ته) جيترو (عرصو غار ۾) اهي ترسيا رهيا انهيءَ کي الله (ئي) بهتر ڄاڻي ٿو. آسمانن ۽ زمين جو غيب انهيءَ لاءِ آهي اهو ته گهڻو ئي ڏسڻ وارو ۽ گهڻو ئي ٻڌڻ وارو آهي. انهن (ماڻهن) جو انهيءَ کانسواءِ ڪو به مددگار نه آهي ۽ اهو پنهنجي حڪم (۽ پنهنجي فيصلن) ۾ ڪنهن کي (پنهنجو) شريڪ نا هي بڻائيندو.

وَاتْلُ مَآ اُوْحِيَ اِلَيْكَ مِنْ كِتَابِ رَبِّكَ ۚ لَا مُبَدِّلَ لِكَلِمٰتِهٖ ڗ وَلَنْ تَجِدَ مِنْ دُوْنِهٖ مُلْتَحَدًا ﴿٢٨﴾

**٢٨**-۽ تنهنجي رب جي ڪتاب مان جيڪو (حصو) توتي وحي (جي ذريعي سان نازل) ٿئي ٿو اهو پڙهي (ماڻهن کي ٻڌاءِ) انهيءَ جي ڳالهين کي ڪوبه تبديل ڪري

١-تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته مختلف وقتن ۾ عيسائين تي ظلم ٿيو هو ۽ مختلف علائقن ۾ ٿيو هو.جيئن ته هڪ زماني ۾ روم ۾ وڏيڪ ظلم ٿيو هو ۽ هڪ زماني ۾ اسڪندريه ۾ وڏيڪ ظلم ٿيو هو.ڇاڪاڻ ته اسڪندريه به رومين جي ماتحت اچي ويو هو.اِنهن ظلمن جي لحاظ سان ڪڏهن هو ڊگهي عرصي تائين غار ۾ لڪڻ تي مجبور ٿيا ۽ ڪڏهن ٿورڙي عرصي تائين.ماڻهن اڻ ڄاڻائيءَ سان انهن وقفن کي مختلف ۽ مستقل وقفا سمجهي ورتا ۽ اندازن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳا.جن اندازن کي هن آيت ۾ رد ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته اِهي اندازا مختلف وقتن جي لحاظ سان آهن.نه ته اصل وقفو جيڪو سڄي قوم کي مليو ان کي صرف اللّٰه تعاليٰ ڄاڻي ٿو.

سگهڻ وارو ڪونهي ۽ انهيءَ کي ڇڏي تون ڪا پناهه جي جڳهه نه لهندين.

وَاصْبِرْ نَفْسَكَ مَعَ الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَدٰوةِ وَالْعَشِيِّ يُرِيْدُوْنَ وَجْهَهٗ وَلَا تَعْدُ عَيْنٰكَ عَنْهُمْ ۚ تُرِيْدُ زِيْنَةَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ وَلَا تُطِعْ مَنْ اَغْفَلْنَا قَلْبَهٗ عَنْ ذِكْرِنَا وَاتَّبَعَ هَوٰىهُ وَكَانَ اَمْرُهٗ فُرُطًا ﴿٢٩﴾

**٢٩**۔ ۽ پنهنجي پاڻ کي انهن ماڻهن سان رک جيڪي پنهنجي رب کي انهيءَ جي خوشي گهرندي صبح ۽ شام پڪارين ٿا ۽ تنهنجون نظرون انهن کي پوئتي ڇڏي اڳتي① نه نڪري وڃن(۽ جيڪڏهن تون ائين ڪندين ته) تون دنياوي زندگيءَ جي زينت گهرندين ۽ جنهن جي دل کي اسان پنهنجي ياد کان غافل ڪري ڇڏيو هجي ۽ هن پنهنجي ڪريل خواهش جي پيروي اختيار ڪئي هجي ۽ انهيءَ جو معاملو حد کان وڌيل هجي انهيءَ جي فرمانبرداري نه ڪر.

وَقُلِ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّكُمْ ۫ فَمَنْ شَآءَ فَلْيُؤْمِنْ وَّمَنْ شَآءَ فَلْيَكْفُرْ ۙ اِنَّآ اَعْتَدْنَا لِلظّٰلِمِيْنَ نَارًا ۙ اَحَاطَ بِهِمْ سُرَادِقُهَا ۭ وَاِنْ يَّسْتَغِيْثُوْا يُغَاثُوْا بِمَآءٍ كَالْمُهْلِ يَشْوِي الْوُجُوْهَ ۭ بِئْسَ الشَّرَابُ ۭ وَسَآءَتْ مُرْتَفَقًا ﴿٣٠﴾

**٣٠**۔ ۽ (ماڻهن کي)چؤ(ته) هيءَ سچائي تنهنجي رب جي طرفان ئي(نازل ٿي) آهي پوءِ جنهن کي وڻي(انهيءَ تي)ايمان آڻي ۽ جنهن کي وڻي(انهيءَ جو)انڪار ڪري ڇڏي(پر اهو ياد رکي ته)اسان ظالمن جي لاءِ يقيناً هڪ باهه تيار ڪئي آهي جنهن جي چوديواريءَ (هاڻي به) انهن کي گهيري رکيو آهي ۽ جيڪڏهن اُهي فرياد ڪندا ته اهڙي پاڻيءَ سان انهن جو فرياد ٻڌو ويندو جيڪو پگهريل ٽامي وانگر هوندو(۽)چهرن کي لهس ڏئي ڇڏيندو اُها ڏاڍي خراب پيئڻ جي شيءِ هوندي ۽

١۔ يعني صحابهؓ جي قربانين کي نه وسارجو.

اُها(باهم)برو ٺڪاڻو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ اِنَّا لَا نُضِيْعُ اَجْرَ مَنْ اَحْسَنَ عَمَلًا ﴿٣١﴾

**٣١-**(ها)جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ انهن نيڪ (۽ حال سارو) عمل ڪيا آهن(اُهي يقيناً وڏو اجر حاصل ڪندا) جن سٺا ڪم ڪيا هجن اسان انهن جو اجر هرگز ضايع نا هيون ڪندا.

اُولٰٓئِكَ لَهُمْ جَنّٰتُ عَدْنٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهِمُ الْاَنْهٰرُ يُحَلَّوْنَ فِيْهَا مِنْ اَسَاوِرَ مِنْ ذَهَبٍ وَّ يَلْبَسُوْنَ ثِيَابًا خُضْرًا مِّنْ سُنْدُسٍ وَّ اِسْتَبْرَقٍ مُّتَّكِـِٕيْنَ فِيْهَا عَلَى الْاَرَآئِكِ ؕ نِعْمَ الثَّوَابُ ؕ وَحَسُنَتْ مُرْتَفَقًا ﴿٣٢﴾ ع

**٣٢-**(ها ها) انهن ئي ماڻهن جي لاءِ دائمي رهائش جا باغ(مقدر)آهن(انهن ۾) انهن جي (پنهنجي انتظام)هيٺ نهرون وهنديون هونديون. هُنن لاءِ اُنهن ۾ سون جي ڪنگڻن جي قِسم جهڙا زيور ٺهرايا ويندا ۽ اُهي نفيس ريشم جا ۽ ٿلهي ريشم جا ساوا ڪپڙا پائيندا(اُهي)انهن بهشتن ۾ سينگاريل پلنگن تي وِهاڻا لڳايو(وينا) هوندا- هيُ ڪهڙو نہ سٺو اجر آهي ۽ اُهو ڏاڍو سٺو ٺڪاڻو آهي.

وَاضْرِبْ لَهُمْ مَّثَلًا رَّجُلَيْنِ جَعَلْنَا لِاَحَدِهِمَا جَنَّتَيْنِ مِنْ اَعْنَابٍ وَّ حَفَفْنٰهُمَا بِنَخْلٍ وَّ جَعَلْنَا بَيْنَهُمَا زَرْعًا ﴿٣٣﴾

**٣٣-**۽ تون انهن جي اڳيان انهن ٻن شخصن ① جي حالت بيان ڪر جن مان هڪ کي اسان انگورن جا ٻہ② باغ ڏنا هئا ۽ انهن کي اسان کجيءَ جي وڻن سان (هر طرف کان) گهيري رکيو هو ۽ اسان انهن (ٻنهي

١-يعني مسلمانن ۽ عيسائي قومن جي.

٢-باغ مان مراد اسرائيل قوم کي مليل واري دنيا جو مال۽ دولت ۽ اولاد آهي. هن جڳهہ عيسائي قوم جي ٻن حصن جو ذڪر آهي ۽ مراد هيءُ آهي تہ عيسائي قوم جي پهرين ترقيءَ کانپوءِ انهن تي ڪمزوريءَ جو دور ايندو جنهن کانپوءِ هو ٻيهر دنياوي طور تي ترقي ڪرڻ لڳندا.

جي قبضي① ۾ آيلن) جي وچ ۾ ڪجهه پوک به پيدا ڪئي هئي.

كِلْتَا الْجَنَّتَيْنِ اٰتَتْ اُكُلَهَا وَلَمْ تَظْلِمْ مِّنْهُ شَيْـًٔا ۙ وَّفَجَّرْنَا خِلٰلَهُمَا نَهَرًا ﴿٣٤﴾

٣٤-انهن ٻنهي باغن (ٻنهجو) پنهنجو ڦر (خوب) ڏنو ۽ انهيءَ مان ڪجهه(به) گهٽ نه ڪيو- ۽ انهن جي وچ ۾ اسان هڪ نهر ②جاري ڪئي هئي.

وَّكَانَ لَهٗ ثَمَرٌ ۚ فَقَالَ لِصَاحِبِهٖ وَهُوَ يُحَاوِرُهٗٓ اَنَا اَكْثَرُ مِنْكَ مَالًا وَّاَعَزُّ نَفَرًا ﴿٣٥﴾

٣٥-۽ انهيءَ کي ڏاڍو ميوو حاصل (ٿيندو) هو- انهيءَ سبب هن پنهنجي③ ساٿيءَ کي هنَ سان ڳالهيون ڪندي(فخر سان)چيو(ته ڏس) تنهنجي نسبت منهنجو مال واڌارو ۽ جٿو عزت ڀريو آهي.

وَدَخَلَ جَنَّتَهٗ وَهُوَ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهٖ ۚ قَالَ مَآ اَظُنُّ اَنْ تَبِيْدَ هٰذِهٖٓ اَبَدًا ﴿٣٦﴾

٣٦- ۽ (هڪ دفعو)④ هُو پنهنجي جان تي ظلم ڪندي پنهنجي باغ ۾ داخل ٿيو(۽) هُن (پنهنجي ساٿيءَ کي)چيو(ته)مان نٿو سمجهان ته هيُ (منهنجو باغ)ڪڏهن تباهه ٿيندو.

وَّمَآ اَظُنُّ السَّاعَةَ قَآئِمَةً ۙ وَّلَئِنْ

٣٧-۽ مان نٿو سمجهان ته اُها(واعدي ڪيل تباهيءَ جي)گهڙي(ڪڏهن)اچڻ

١- هتي مراد مالڪ آهن پر جيئن ته مثال ۾ باغن جو ذڪر هو ان ڪري مالڪن جي جڳهه انهن جي ملڪيت (۾ آيل) مُلڪن جو ذڪر ڪري ڇڏيو آهي ۽ مثال طور اهڙا لفظ چوندا ويا آهن جن سان هي سمجهيو ويندو ته جڻ هتي پوکُن جو ذڪر آهي.

٢- نهر مان مراد رسول ڪريمﷺ جو زمانو آهي جنهن جي ذريعي سان موسيٰ عليه السلام ۽ عيسيٰ عليه السلام جي حقيقي تعليم جو ڪجهه حصو زنده رهيو.

٣- يعني آخر ۾ عيسائين ترقي ڪئي ۽ مسلمانن کي طعنو ڏنو ته اسانجي قوم وڏيڪ طاقتور آهي.

٤- يعني عيسائي.

رُّدِدْتُّ اِلٰى رَبِّيْ لَاَجِدَنَّ خَيْرًا مِّنْهَا مُنْقَلَبًا ﴿٣٦﴾

واري آهي ۽ جيڪڏهن (بالفرض) مونکي منهنجي رب ڏانهن موٽايو (به) وڃي ته مان (اُتي به) يقيناً هن کان بهتر ٺڪاڻو حاصل ڪندس.

قَالَ لَهٗ صَاحِبُهٗ وَهُوَ يُحَاوِرُهٗٓ اَكَفَرْتَ بِالَّذِيْ خَلَقَكَ مِنْ تُرَابٍ ثُمَّ مِنْ نُّطْفَةٍ ثُمَّ سَوّٰىكَ رَجُلًا ﴿٣٧﴾

٣٨ـ هنَ جي ساٿيءَ انهيءَ کان سوال جواب ڪندي چيو (ته) ڇا تو انَ (هستيءَ) جو انڪار ڪري ڇڏيو آهي جنهن توکي (پهرين) مٽيءَ مان (۽) پوءِ نطفي مان پيدا ڪيو ۽ پوءِ هن توکي پورو ماڻهو بڻايو.

لٰكِنَّا۠ هُوَ اللّٰهُ رَبِّيْ وَلَآ اُشْرِكُ بِرَبِّيْٓ اَحَدًا ﴿٣٨﴾

٣٩ـ (تنهنجو ته اهو حال آهي) پر (مان ته اهو چوان ٿو ته) حق ته هي آهي ته اللّٰه ئي منهنجو رب آهي ۽ مان ڪنهن کي (به) پنهنجي رب جو شريڪ نٿو بڻايان).

وَلَوْلَآ اِذْ دَخَلْتَ جَنَّتَكَ قُلْتَ مَا شَاۗءَ اللّٰهُ ۙ لَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ ۚ اِنْ تَرَنِ اَنَا اَقَلَّ مِنْكَ مَالًا وَّوَلَدًا ﴿٣٩﴾ۚ

٤٠ـ ۽ جڏهن تون پنهنجي باغ ۾ آيو هئين ته ڇو نه تو چيو (ته اُهو ئي ٿيندو) جيڪي اللّٰه چاهيندو (ڇو جو) اللّٰه ئي (جي فضل) سان هر هڪ قوت (حاصل ٿئي) ٿي جيڪڏهن تون مون (ناچيز) کي پنهنجي نسبت مال ۽ اولاد ۾ گهٽ سمجهين ٿو.

فَعَسٰى رَبِّيْٓ اَنْ يُّؤْتِيَنِ خَيْرًا مِّنْ جَنَّتِكَ وَيُرْسِلَ عَلَيْهَا حُسْبَانًا مِّنَ السَّمَاۗءِ فَتُصْبِحَ صَعِيْدًا زَلَقًا ﴿٤٠﴾ۙ

٤١ـ ته بلڪل ممڪن آهي، جو منهنجو رب① مونکي تنهنجي باغ کان ڪو بهتر (باغ) ڏئي ڇڏي ۽ هن (تنهنجي باغ) تي مٿان ڪو باهه جو شعلو ڪيرائي- جنهن جي ڪري اهو هڪ صاف ۽ پوڻو ٿي وڃي.

---

١ ـ هيءَ اسلام جي باري ۾ پيشگوئي آهي ته ظاهر ۾ ڪمزور نظر ايندڙ اسلام وڏي شان تائين پهچندو ۽ عيسائي ۽ موسيٰ جي قوم جو قومي باغ آسماني باهه سان تباهه ٿي ويندو.

اَوْ يُصْبِحَ مَآؤُهَا غَوْرًا فَلَنْ تَسْتَطِيْعَ لَهٗ طَلَبًا ﴿٤٢﴾

۴۲-يا انهيءَ جو پاڻي خشڪ① ٿي وڃي (۽) پوءِ تون (يعني اسلام جو دشمن) انهيءَ جي تلاش جي (به) طاقت نه لهين (سو ائين ئي ٿيو).

وَ اُحِيْطَ بِثَمَرِهٖ فَاَصْبَحَ يُقَلِّبُ كَفَّيْهِ عَلٰى مَآ اَنْفَقَ فِيْهَا وَهِيَ خَاوِيَةٌ عَلٰى عُرُوْشِهَا وَيَقُوْلُ يٰلَيْتَنِيْ لَمْ اُشْرِكْ بِرَبِّيْٓ اَحَدًا ﴿٤٣﴾

۴۳-۽ انهيءَ جي سڄي ڦر ڪي تباهہ ڪيو ويو ۽ اهو (يعني باغ جو مالڪ) انهيءَ حال ۾ جو اُهو (باغ) پنهنجي ٿيڪن تي ڪريل هو انهيءَ (مال) جي سببان جيڪو هن انهيءَ (باغ جي ترقي) جي لاءِ خرچ ڪيو هو پنهنجا ٻئي هٿ مهٽڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو (ته) ڪاش! جو مان ڪنهن کي پنهنجي رب جو شريڪ نه بڻايان ها.

وَلَمْ تَكُنْ لَّهٗ فِئَةٌ يَّنْصُرُوْنَهٗ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَمَا كَانَ مُنْتَصِرًا ﴿٤٤﴾

۴۴-۽ (انَ وقت) ڪاجماعت بہهن سان گڏ نه ٿي جيڪا اللّٰه کانسواءِ هن جي مدد ڪري. ۽ نه هُو(ان جو ڪو)بدلو ئي وٺي سگهيو.

هُنَالِكَ الْوَلَايَةُ لِلّٰهِ الْحَقِّ ؕ هُوَ خَيْرٌ ثَوَابًا وَّخَيْرٌ عُقْبًا ﴿٤٥﴾ ع ١٧

۴۵- اهڙي موقعي تي مدد اللّٰـه جي ئي (ڪارائتي) هوندي آهي جيڪو معبود حقيقي آهي ۽ بدلو ڏيڻ ۾(به) سڀني کان سنو آهي ۽ (سٺي) پڇاڙي (پيدا ڪرڻ) جي لحاظ کان به سڀني کان سنو آهي.

وَاضْرِبْ لَهُمْ مَّثَلَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا كَمَآءٍ اَنْزَلْنٰهُ مِنَ السَّمَآءِ فَاخْتَلَطَ بِهٖ نَبَاتُ الْاَرْضِ فَاَصْبَحَ هَشِيْمًا تَذْرُوْهُ

۴۶-۽ تون انهن جي اڳيان هن دنياوي زندگيءَ جي حالت(به)کولي بيان ڪر،(جو اُها) اهڙي پاڻيءَ وانگر (آهي) جنهن کي اسان ڪڪرَ مان وسايو، پوءِ انهيءَ ۾

١-پاڻي خشڪ ٿي وڃڻ سان مراد الٰهي ڪلام جو سلسلو بند ٿي وڃڻ آهي.

الرِّيٰحُ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ مُّقْتَدِرًا ﴿٤٥﴾

زمين جو اوپڙ ملي ويو. پوءِ (آخر) اُها (ٻُهَه جو) چورو ٻڻجي وئي. جنهن کي هوائون اڏائينديون (وتن) ٿيون ۽ الله هر ڳالهه تي قدرت رکڻ وارو آهي.

اَلْمَالُ وَالْبَنُوْنَ زِيْنَةُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ وَالْبٰقِيٰتُ الصّٰلِحٰتُ خَيْرٌ عِنْدَ رَبِّكَ ثَوَابًا وَّخَيْرٌ اَمَلًا ﴿٤٦﴾

۴۷- مال ۽ پٽ هن دنياوي زندگيءَ جي زينت آهن ۽ باقي رهڻ وارا نيڪ (۽ حال سارو) ڪم (ٿي جيڪي انهن شين کان ورنا وڃن) تنهنجي رب وٽ بدلي جي لحاظ کان (به) بهتر آهن ۽ اميد جي لحاظ کان (به) بهتر آهن.

وَيَوْمَ نُسَيِّرُ الْجِبَالَ وَتَرَى الْاَرْضَ بَارِزَةً ۙ وَّحَشَرْنٰهُمْ فَلَمْ نُغَادِرْ مِنْهُمْ اَحَدًا ﴿٤٧﴾

۴۸- ۽ (انهي ڏينهن به انهن جا بهتر نتيجا ظاهر ٿيندا) جنهن ڏينهن اسان انهن جبلن کي (پنهنجي پنهنجي جڳهه کان) هلائي ڇڏينداسين ۽ تون سڀني زمين جي رهاڪن (کي هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ جنگ جي لاءِ) نڪرندو ڏسندين ۽ اسان انهن (سڀني) کي گڏ① ڪنداسين ۽ انهن مان ڪنهن کي (به باقي) نه ڇڏينداسين.

وَعُرِضُوْا عَلٰى رَبِّكَ صَفًّا ؕ لَقَدْ جِئْتُمُوْنَا كَمَا خَلَقْنٰكُمْ اَوَّلَ مَرَّةٍ ۫ بَلْ زَعَمْتُمْ اَلَّنْ نَّجْعَلَ لَكُمْ مَّوْعِدًا ﴿٤٨﴾

۴۹- ۽ اُهي صف ٻڌي تنهنجي رب اڳيان پيش ڪيا ويندا (۽ انهن کي چيو ويندو ته) ڏس توهان (اهڙيءَ طرح ڪمزوري جي حالت ۾) اسان وٽ اچي ويا آهيو جنهن حالت ۾ اسان توهانکي پهريون دفعو

١- يعني هڪ جنگ جي ميدان ۾ يا ٻين لفظن ۾ هي ته ان وقت سڀ قومون پاڻ ۾ ٺاهَه ڪري هڪ وڏي عالمگير جنگ جي لاءِ تيار ٿي ويندون.

پيدا ڪيو هو (۽ توهان اها اميد نہ رکندا هئا)پر توهان کي دعويٰ هئي تہ اسان توهان لاءِ ڪا واعدي(جي پوري ٿيڻ) جي گهڙي مقرر نہ ڪنداسين.

وَوُضِعَ الْكِتٰبُ فَتَرَى الْمُجْرِمِيْنَ مُشْفِقِيْنَ مِمَّا فِيْهِ وَيَقُوْلُوْنَ يٰوَيْلَتَنَا مَالِ هٰذَا الْكِتٰبِ لَا يُغَادِرُ صَغِيْرَةً وَّلَا كَبِيْرَةً اِلَّآ اَحْصٰىهَا وَوَجَدُوْا مَا عَمِلُوْا حَاضِرًا ۗ وَلَا يَظْلِمُ رَبُّكَ اَحَدًا ﴿٥٠﴾ ع ٦ / ١٨

**٥٠**-۽ (انهن جي عملن جو)ڪتاب (انهن جي اڳيان)رکيو ويندو. پوءِ(اي مخاطب) تون انهن مجرمن کي انهيءَ جي سببان جيڪي انهيءَ ۾(لکيل)هوندو ڊجندي ڏسندين ۽ (انهيءَ وقت)اُهي چوندا تہ هاءِ (افسوس)اسان جي تباهي(سامهون بيٺي آهي)هن ڪتاب کي ڇا (ٿيو)آهي(جو)نہ ڪنهن ننڍي ڳالهہ کي انهيءَ جو گهيرو ڪرڻ کانسواءِ ڇڏي ٿو ۽ نہ ڪنهن وڏيءَ ڳالهہ کي.۽ جيڪي ڪجهہ انهن ڪيو هوندو انهيءَ کي پنهنجي سامهون حاضر لهندا ۽ تنهنجو رب ڪنهن تي ظلم ناهي ڪندو.

وَاِذْ قُلْنَا لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ اِبْلِيْسَ ۗ كَانَ مِنَ الْجِنِّ فَفَسَقَ عَنْ اَمْرِ رَبِّهٖ ۗ اَفَتَتَّخِذُوْنَهٗ وَذُرِّيَّتَهٗٓ اَوْلِيَآءَ مِنْ دُوْنِيْ وَهُمْ لَكُمْ عَدُوٌّ ۗ بِئْسَ لِلظّٰلِمِيْنَ بَدَلًا ﴿٥١﴾

**٥١**-۽ (انهيءَ وقت کي بہ ياد ڪيو) جڏهن اسان فرشتن کي چيو هو تہ توهان آدم سان (گڏجي) سجدو ڪيو. انهيءَ تي هُنن (تہ انهيءَ حڪم جي مطابق هنَ سان گڏجي) سجدو ڪيو پر ابليس(نہ ڪيو)هُو جنن ① مان هو سو هُن(پنهنجي فطرت جي مطابق)پنهنجي رب جي حڪم جي نافرماني ڪئي.(اي منهنجا ٻانهو!)ڇا توهان مون کي ڇڏي انهيءَ (شيطان)کي

١-يعني مالدار فسادي ماڻهن منجهان پڻ ڏسو سورت الانعام نوٽ آيت ١٢٩.

۽ انهيءَ جي نسل کي(پنهنجو) دوست بڻايو ٿا جڏنهن ته اهي توهان جا دشمن آهن اُهو(شيطان)ظالمن جي لاءِ ڏاڍو ئي برو بدلو ثابت ٿيو آهي.

مَآ اَشْهَدْتُّهُمْ خَلْقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَلَا خَلْقَ اَنْفُسِهِمْ ۪ وَمَا كُنْتُ مُتَّخِذَ الْمُضِلِّيْنَ عَضُدًا ﴿٥١﴾

**٥١**-مون نه انهن کي آسمانن ۽ زمين جي پيدائش (جي موقعي) تي حاضر ڪيو هو ۽ نه (خود) انهن جي (پنهنجي) جانين جي پيدائش جي موقعي تي- ۽ نه ئي مان گمراهه ڪرڻ وارن کي (پنهنجو) مددگار بڻائي سگهيس ٿي.

وَيَوْمَ يَقُوْلُ نَادُوْا شُرَكَآءِيَ الَّذِيْنَ زَعَمْتُمْ فَدَعَوْهُمْ فَلَمْ يَسْتَجِيْبُوْا لَهُمْ وَجَعَلْنَا بَيْنَهُمْ مَّوْبِقًا ﴿٥٢﴾

**٥٢**-۽ (انهيءَ ڏينهن کي به ياد ڪيو) جنهن ڏينهن اهو (برتر خدا مشرڪن کي) چوندو ته هاڻي توهان منهنجي(انهن)شريڪن کي سڏيو جن جي(شريڪ هئڻ جي)متعلق توهان دعويٰ ڪندا هئا- جنهن تي اُهي انهن کي سڏيندا پر اُهي اُنهن کي(ڪو) جواب نه ڏيندا ۽ انهن جي (۽ انهن جي تجويز ڪيل شريڪن جي) وچ ۾ هڪ آڙ (حائل)ڪري ڇڏينداسين.

وَرَاَ الْمُجْرِمُوْنَ النَّارَ فَظَنُّوْٓا اَنَّهُمْ مُّوَاقِعُوْهَا وَلَمْ يَجِدُوْا عَنْهَا مَصْرِفًا ﴿٥٣﴾ ع ٧ ١٩

**٥٣**-۽ مجرم انهيءَ باهه کي ڏسندا ۽ سمجهي ويندا ته اهي انهيءَ ۾ پوڻ وارا آهن ۽ اهي انهيءَ کان پوئتي هٽڻ جي ڪا جڳهه نه لهندا.

وَلَقَدْ صَرَّفْنَا فِيْ هٰذَا الْقُرْاٰنِ لِلنَّاسِ مِنْ كُلِّ مَثَلٍ ؕ وَكَانَ الْاِنْسَانُ اَكْثَرَ شَيْءٍ جَدَلًا ﴿٥٤﴾

**٥٤**-۽ اسان هن قرآن ۾ ماڻهن لاءِ يقيناً هر هڪ (ضروري) ڳالهه کي مختلف نمونن ۾ بيان ڪئي آهي ۽ (ائين ڇو نه ڪيون ها جو) انسان سيني کان وڌيڪ بحث

وَمَا مَنَعَ النَّاسَ اَنْ يُّؤْمِنُوْٓا اِذْ جَآءَهُمُ الْهُدٰى وَيَسْتَغْفِرُوْا رَبَّهُمْ اِلَّآ اَنْ تَاْتِيَهُمْ سُنَّةُ الْاَوَّلِيْنَ اَوْ يَاْتِيَهُمُ الْعَذَابُ قُبُلًا ﴿٥٦﴾

وَمَا نُرْسِلُ الْمُرْسَلِيْنَ اِلَّا مُبَشِّرِيْنَ وَمُنْذِرِيْنَ ۚ وَيُجَادِلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِالْبَاطِلِ لِيُدْحِضُوْا بِهِ الْحَقَّ وَاتَّخَذُوْٓا اٰيٰتِيْ وَمَآ اُنْذِرُوْا هُزُوًا ﴿٥٧﴾

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ ذُكِّرَ بِاٰيٰتِ رَبِّهٖ فَاَعْرَضَ عَنْهَا وَنَسِيَ مَا قَدَّمَتْ يَدٰهُ ۭ اِنَّا جَعَلْنَا عَلٰي قُلُوْبِهِمْ اَكِنَّةً اَنْ يَّفْقَهُوْهُ وَفِيْٓ اٰذَانِهِمْ وَقْرًا ۭ وَاِنْ تَدْعُهُمْ اِلَى الْهُدٰى فَلَنْ يَّهْتَدُوْٓا اِذًا اَبَدًا ﴿٥٨﴾

ڪرڻ وارو آهي.

**٥٦**۔ ۽ انهن ماڻهن کي جڏهن انهن وٽ هدايت آئي تہ (انهيءَ تي) ايمان آڻڻ ۽ پنهنجي رب کان بخشش گهرڻ کان صرف انهيءَ ڳالهہ روڪيو تہ پهرين ماڻهن جهڙي حالت انهن تي (بہ) اچي، يا وري عذاب انهن جي اڳيان اچي بيهي.

**٥٧**۔ ۽ اسان رسولن کي صرف بشارت ڏيڻ وارو ۽ (عذاب جي اچڻ کان) آگاهہ ڪرڻ وارو بڻائي موڪليندا آهيون. ۽ جن ماڻهن انڪار ڪيو آهي اهي ڪوڙ جي ذريعي انهيءَ ڪري جهيڙو ڪن ٿا تہ انهيءَ جي وسيلي حق کي مِٽائي ڇڏين ۽ انهن منهنجي نشانن کي (۽) منهنجي ڊيڄارڻ کي کل جو نشانو بڻايو آهي.

**٥٨**۔ ۽ انهيءَ شخص کان وڌيڪ ظالم ڪير (ٿي سگهي) ٿو جنهن کي انهيءَ جي رب جي نشانن جي ذريعي سمجهايو ويو (پر) پوءِ (بہ) هُو اُنهن کان منهن موڙي ويو ۽ جيڪي ڪجهہ هُن جي هٿن (ڪمائي) اڳتي موڪليو هو انهيءَ کي هُن وساري ڇڏيو. انهن ماڻهن جي دلين تي اسان يقيناً ڪيترا پردا وجهي ڇڏيا آهن انهيءَ ڪري تہ اُهي اُن کي نہ سمجهن ① ۽ انهن جي ڪنن ۾ ڳرائي (ٻوڙاڻ)

١۔ڏسو سورت بني اسرائيل آيت ٤٧.

(پيدا ڪري ڇڏي آهي)۽ جيڪڏهن تون انهن کي هدايت جي طرف سڏيندين ته (اهي توسان ايتري قدر حسد رکن ٿا جو) انهيءَ صورت ۾ اُهي هدايت کي (به) ڪڏهن قبول نه ڪندا.

وَرَبُّكَ الْغَفُوْرُ ذُو الرَّحْمَةِ ۭ لَوْ يُؤَاخِذُهُمْ بِمَا كَسَبُوْا لَعَجَّلَ لَهُمُ الْعَذَابَ ۭ بَلْ لَّهُمْ مَّوْعِدٌ لَّنْ يَّجِدُوْا مِنْ دُوْنِهٖ مَوْىِٕلًا ۝۵۹

**٥٩**-۽ تنهنجو رب گهڻو بخشڻ وارو (۽ گهڻو ئي) رحمت ڪرڻ وارو آهي. جيڪڏهن اهو انهن جي (بڇڙن) عملن جي سببان انهن کي تباهه ڪرڻ چاهي ها ته اهو انهن تي ترت عذاب نازل ڪري ڇڏي ها (پر هُو ائين نٿو ڪري) پر انهن جي لاءِ هڪ مدت (مقرر)آهي جنهن کان پهريائين (يعني انهيءَ کان اڳ جو اهي عذاب ڪاٽين) اهي هرگز ڪا به پناهه جي جاءِ نه لهندا.

وَتِلْكَ الْقُرٰٓى اَهْلَكْنٰهُمْ لَمَّا ظَلَمُوْا وَجَعَلْنَا لِمَهْلِكِهِمْ مَّوْعِدًا ۝۶۰ ع ٨/٢٠

**٦٠**-۽ اهي وسنديون جن کي اسان انهن جي ظلم جي سببان تباهه ڪري ڇڏيو آهي (انهن جي لاءِ عبرت جو باعث ٿي سگهيون ٿي) ۽ اسان انهن جي تباهيءَ لاءِ پهريان کان ئي هڪ مدت مقرر ڪري ڇڏي هئي(انهيءَ لاءِ ته ڪين وڃين ته توبهه ڪن).

وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِفَتٰىهُ لَآ اَبْرَحُ حَتّٰٓى اَبْلُغَ مَجْمَعَ الْبَحْرَيْنِ اَوْ اَمْضِيَ حُقُبًا ۝۶۱

**٦١**-۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو)جڏهن موسٰي پنهنجي نوجوان① (ساٿيءَ)کي چيو هو(ته)مان(جنهن رستي تي وڃي رهيو آهيان انهيءَ تي قائم رهڻ کان) نه

---

١-نوجوان ساٿيءَ مان مراد حضرت عيسٰي عليه السلام آهن جيڪي موسٰي جي سفر ۾ شريڪ هئا.

ترندس ايستائين جو انهن ٻنهي سمنڊن جي گڏجڻ① واريءَ جاءِ تي پهچي وڃان. يا صدين تائين (اڳتي ئي اڳتي) هلندو وڃان.

فَلَمَّا بَلَغَا مَجْمَعَ بَيْنِهِمَا نَسِيَا حُوْتَهُمَا فَاتَّخَذَ سَبِيْلَهٗ فِي الْبَحْرِ سَرَبًا ﴿٦٢﴾

**٦٢**-پوءِ جڏهن اُهي (ٻئي) انهن (ٻنهي سمنڊن②) جي گڏ ملڻ واري جاءِ تي (يعني نبيءَ جي زماني جي ويجهڙائيءَ تائين) پهتا ته اُهي پنهنجي③ مڇي (اُتي) وساري ويا. جنهن تي انهيءَ (مڇيءَ) تيزيءَ سان پڄندي سمنڊ ۾ پنهنجي وات ورتي.

فَلَمَّا جَاوَزَا قَالَ لِفَتٰىهُ اٰتِنَا غَدَآءَنَا ۫ لَقَدْ لَقِيْنَا مِنْ سَفَرِنَا هٰذَا نَصَبًا ﴿٦٣﴾

**٦٣**-پوءِ جڏهن اُهي (انهيءَ جڳهه کان) اڳتي نڪري ويا④ ته انهيءَ (يعني موسيٰ) پنهنجي نوجوان (ساٿيءَ) کي چيو (ته) اسان جو صبح جو

١ـ هن ۾ اُن زماني ڏانهن اشارو آهي جڏهن موسيٰ عليه السلام جو زمانو ختم ٿيو ۽ محمد رسول اللّٰه ﷺ جو زمانو شروع ٿيو. بيشڪ وچ ۾ حضرت مسيح عليه السلام آيا پر هُو موسيٰ عليه السلام جي پيروي ڪندڙ نبي هو.

٢ـ يعني جڏهن حضرت موسيٰ ۽ عيسيٰ جو زمانو حضرت محمد ﷺ جي زماني سان مليو ته موسيٰ جي قوم ۽ عيسائي قومن پنهنجي عبادت گاهن جي اصل غرض وساري ڇڏي ۽ جڏهن عيسائي قوم کان عبادت جي غرض گم ٿي وئي ته آسمان جي فرشتن سمجهي ورتو ته هاڻي آخري موعود جو زمانو اچي ويو آهي ۽ هو خداتعاليٰ جي حڪم سان محمد رسول اللّٰه ﷺ تي نازل ٿيڻ لڳا.

عبادت گاهه جو مفهوم اسان حوت مان ڪڍيو آهي جنهن کي جيڪڏهن خواب يا ڪشف ۾ ڏٺو وڃي ته ان جي معنيٰ نيڪ ماڻهن جي عبادت گاهه جي هوندي آهي.

٣ـ مڇي حوت جو ترجمو آهي جنهن جي تعبير اسان مٿي لکي آيا آهيون.

٤ـ هي حضرت موسيٰ عليه السلام جو معراج آهي يعني هڪ لطيف ڪشف آهي جنهن ۾ انهن پنهنجي ٿيڻ واري نائب مسيح عليه السلام کي به ڏٺو ۽ سندس جاءِ وٺڻ واري شرعي رسول محمد رسول اللّٰه ﷺ کي به ڏٺو.

قَالَ اَرَءَيْتَ اِذْ اَوَيْنَآ اِلَى الصَّخْرَةِ فَاِنِّىْ نَسِيْتُ الْحُوْتَ وَمَآ اَنْسٰنِيْهُ اِلَّا الشَّيْطٰنُ اَنْ اَذْكُرَهٗ وَاتَّخَذَ سَبِيْلَهٗ فِى الْبَحْرِ عَجَبًا ﴿٦٤﴾

ڪاڌو اسان کي ڏيو.اسان کي يقيناً پنهنجي هِن سفر جي سببان ٿڪاوت ٿي وئي آهي.

٦٤- هنَ چيو(تہ) ڀلا ڏٺو (هاڻي چا ٿيندو) جڏهن اسان (آرام جي لاءِ) انهيءَ ٽڪريءَ ① تي ترسياسين تہ مون کان مڇيءَ (جو خيال) وسري ويو ۽ مون کان اها ڳالهہ شيطان ڪانسواءِ ڪنهن نہ وساري ۽ انهيءَ سمنڊ ۾ عجب نموني پنهنجي واٽ ورتي.

قَالَ ذٰلِكَ مَا كُنَّا نَبْغِ فَارْتَدَّا عَلٰٓى اٰثَارِهِمَا قَصَصًا ﴿٦٥﴾

٦٥- هنَ چيو(تہ) اِها ئي اُها(جاءِ)آهي جنهن جي اسان کي ڳولا هئي.پوءِ اُهي پنهنجي پيرن جا نشان ڏسندي ② پوئتي موٽيا.

فَوَجَدَا عَبْدًا مِّنْ عِبَادِنَآ اٰتَيْنٰهُ رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا وَعَلَّمْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْمًا ﴿٦٦﴾

٦٦- تہ انهن اسان جي(چونڊيل)ٻانهن مان هڪ اهڙو ٻانهو③ (اُتي)ڏٺو جنهن کي اسان پنهنجي حضور مان رحمت(جي سيرت) بخشي هئي ۽ انهيءَ کي پنهنجي حضور مان (خاص)علم(بہ)عطا ڪيو هو.

قَالَ لَهٗ مُوْسٰى هَلْ اَتَّبِعُكَ عَلٰٓى اَنْ تُعَلِّمَنِ مِمَّا عُلِّمْتَ رُشْدًا ﴿٦٧﴾

٦٧- موسىٰ انهيءَ کي چيو(تہ)ڇا مان انهيءَ (مقصد جي)لاءِ توهان سان هلي سگهان ٿو تہ جيڪو علم توهان کي عطا ٿيو آهي

١- يعني جڏهن ترقيءَ جا سامان پيدا ٿيڻ تي قوم عيش آرام ۾ لڳي وئي تہ عبادت گاهہ جي سچي غرض هٿان نڪري وئي.

٢- يعني اهڙيون پيشگوئيون پوئتي ڇڏيائين جيڪي محمد رسول اللّٰه ﷺ جي بعثت تي دلالت ڪن پيون تہ جيئن سندن قوم انهن پيشگوئين سان هوشيار ٿي وڃي.

٣- ان مان مراد پاڻ سڳورن ﷺ جن جو وجود آهي جيڪو موسىٰ جي معراج وسيلي موسىٰ عليہ السلام کي مليو.

انهيءَ مان ڪجهہ هدايت(جون ڳالهيون) مون کي بہ سيکاريو.

قَالَ اِنَّكَ لَنْ تَسْتَطِيْعَ مَعِيَ صَبْرًا ﴿٦٨﴾

٦٨-انهيءَ چيو(تہ)تون مون سان رهي هرگز صبر نہ ڪري سگهندين.

وَكَيْفَ تَصْبِرُ عَلٰى مَا لَمْ تُحِطْ بِهٖ خُبْرًا ﴿٦٩﴾

٦٩-۽ جنهن ڳالهہ جي علم جو تو گهيرو نہ ڪيو آهي انهيءَ تي تون صبر ڪري(بہ) ڪيئن ٿو سگهين.

قَالَ سَتَجِدُنِيْٓ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ صَابِرًا وَّلَآ اَعْصِيْ لَكَ اَمْرًا ﴿٧٠﴾

٧٠-هنَ چيو(تہ)جيڪڏهن اللّٰـہ گهريو تہ توهان مون کي صابر لهندؤ ۽ مان توهان جي ڪنهن حڪم جي نافرماني نہ ڪندس.

قَالَ فَاِنِ اتَّبَعْتَنِيْ فَلَا تَسْـَٔلْنِيْ عَنْ شَيْءٍ حَتّٰٓى اُحْدِثَ لَكَ مِنْهُ ذِكْرًا ﴿٧١﴾ ع ٩ / ١١ / ٢١

٧١-ان(روحاني بزرگ)چيو(تہ)چڱو جيڪڏهن تون مون سان هلين تہ تون ڪنهن شيءِ جي متعلق ايستائين جو مان انهيءَ جي متعلق توسان ذڪر ڪرڻ ۾ اڳرائي نہ ڪيان مون کان سوال نہ ڪجان ۽.

فَانْطَلَقَا ۫ حَتّٰٓى اِذَا رَكِبَا فِي السَّفِيْنَةِ خَرَقَهَا ۭ قَالَ اَخَرَقْتَهَا لِتُغْرِقَ اَهْلَهَا ۚ لَقَدْ جِئْتَ شَيْـًٔا اِمْرًا ﴿٧٢﴾

٧٢-پوءِ اُهي(ٻئي اُتان کان)نڪري پيا. ايستائين جو اُهي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيا تہ انهيءَ (خدا جي چونڊيل ٻانهي)انهيءَ ۾ ڏار ڪري ڇڏيو.انهيءَ تي هُن(موسٰي)چيو(تہ) ڇا توهان انهيءَ ڪري ڏار ڪيو آهي تہ توهان انهيءَ ۾ اندر(ويهي وڃڻ)وارن کي ٻوڙي ڇڏيو. توهان يقيناً (اِهو) هڪ اڻوڻندڙ ڪم ڪيو آهي.

قَالَ اَلَمْ اَقُلْ اِنَّكَ لَنْ تَسْتَطِيْعَ مَعِيَ صَبْرًا ﴿٧٣﴾

٧٣-انهيءَ (خدا جي چونڊيل ٻانهي)چيو(تہ) ڇا مون(توکي)نہ چيو هو(تہ)تون مون سان هرگز صبر نہ ڪري سگهندين.

قَالَ لَا تُؤَاخِذْنِي بِمَا نَسِيتُ وَلَا تُرْهِقْنِي مِنْ أَمْرِي عُسْرًا ﴿٧٤﴾

٧٤-انهيءَ تي هن (موسيٰ) چيو (ته هن دفعي) توهان منهنجي پڪڙ نه ڪيو. ڇو جو مون کان (توهان جي هدايت) وسري وئي هئي ۽ توهان منهنجي (هن) ڳالهه جي سببان مون تي سختي نه ڪيو.

فَانْطَلَقَا حَتَّى إِذَا لَقِيَا غُلَامًا فَقَتَلَهُ قَالَ أَقَتَلْتَ نَفْسًا زَكِيَّةً بِغَيْرِ نَفْسٍ لَقَدْ جِئْتَ شَيْئًا نُكْرًا ﴿٧٥﴾

٧٥-پوءِ اُهي (ٻئي اتان کان) روانه ٿيا. ايستائين جو اُهي جڏهن هڪ ① ڇوڪري کي مليا ته انهيءَ (خدا جي ٻانهي) هن کي ماري وڌو. (انهيءَ تي) هُن (يعني موسيٰ) چيو (ته) ڇا (هيءُ سچ نه آهي ته) توهان (هن وقت) هڪ پاڪباز (۽ بي گناهه) شخص کي بغير ڪنهن (جي خون) جي بدلي جي (ناحق ئي) ماري وڌو آهي توهان يقيناً (هيءُ) هڪ ڏاڍو برو ڪم ڪيو آهي.

قَالَ أَلَمْ أَقُلْ لَكَ إِنَّكَ لَنْ تَسْتَطِيعَ مَعِيَ صَبْرًا ﴿٧٦﴾

٧٦-انهيءَ (خدا جي پياري) چيو (ته) ڇا مون توکي نه چيو هو (ته) تون مون سان رهي هرگز صبر نه ڪري سگهندين

قَالَ إِنْ سَأَلْتُكَ عَنْ شَيْءٍ بَعْدَهَا فَلَا تُصَاحِبْنِي قَدْ بَلَغْتَ مِنْ لَدُنِّي عُذْرًا ﴿٧٧﴾

٧٧-هُن (يعني موسيٰ) چيو (ته) جيڪڏهن هن کانپوءِ مون ڪنهن ڳالهه جي متعلق توهان کان پڇيو ته (بيشڪ) توهان مون کي پاڻ

١-علم تعبير ۾ ڇوڪري مان مراد خوشي ۽ طاقت جي هوندي آهي ان ڪري ان جي مارڻ مان مراد هيءُ آهي ته محمد رسول اللّٰه ﷺ اهڙين شين کان جهلي ڇڏيو جيڪي خوشي ۽ طاقت پيدا ڪنديون آهن جهڙوڪ شراب ۽ جُوا وغيره. اڄ ڪلهه مسلمان به اعتراض ڪندا آهن ته لاٽري ۽ بيمي کان جهلي نشاط جو روح ختم ڪري ڇڏيو آهي.

فَانْطَلَقَا ٭ حَتّٰٓى اِذَآ اَتَيَآ اَهْلَ قَرْيَةِ ِۨ اسْتَطْعَمَآ اَهْلَهَا فَاَبَوْا اَنْ يُّضَيِّفُوْهُمَا فَوَجَدَا فِيْهَا جِدَارًا يُّرِيْدُ اَنْ يَّنْقَضَّ فَاَقَامَهٗ ؕ قَالَ لَوْ شِئْتَ لَتَّخَذْتَ عَلَيْهِ اَجْرًا ﴿٧٨﴾

سان نہ رکجو(۽ انهيءَ صورت ۾)توهان يقيناً منهنجي پنهنجي راءِ جي مطابق ① لاچار سمجهڻ جي حد تائين پهچي چڪا هوندؤ.

٧٨-پوءِ اُهي(اتان بہ) راهي ٿيا،ايستائين جو جڏهن اهي هڪ وسنديءَ جي ماڻهن وٽ پهتا تہ انهيءَ (ڳوٺ)جي رهاڪن کان انهن ② کاڌو گهريو، پر انهن کين (پنهنجو) مهمان ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. پوءِ انهن انهيءَ (وسنديءَ)۾ هڪ اهڙي ڀت ڏٺي جا ڪرڻ واري هئي③.انهيءَ (خدا جي ٻانهي)

١ ـقرآن مجيد ۾ مِنْ لَّدُنِّيْ آهي ۽ لَدُنْ جي معنيٰ لغت ۾ عِنْدَ جي بہ آهي.جنهن جي معنيٰ ويجهڙائيءَ جي هوندي آهي يا هيءَ تہ ”منهنجي خيال ۾“ يا ”منهنجي فيصلي جي مطابق“ (اقرب ۽ مفردات) اُها ئي معنيٰ اسان ڪئي آهي.

٢ ـ هن ۾ اُنهيءَ واقعي ڏانهن اشارو آهي تہ محمد رسول اللّٰه ﷺ يهودين ۽ عيسائين کان تعاون جي اپيل ڪندا پر هُو انهيءَ کان انڪار ڪري ڇڏيندا.سڄي اسلامي تاريخ انهيءَ تي شاهد آهي.

٣ـ فَوَجَدَا فِيْهَا جِدَاراً يُّرِيْدُ اَنْ يَّنْقَضَّ: آيت جي هن حصي جو لفظي ترجمو تہ هي آهي تہ اُنهن بنهي اُنهيءَ ڳوٺ ۾ هڪ اهڙي ڀت ڏٺي جيڪا ڪِرڻ واري هئي. پَر اِنهيءَ بدران اسان هي ترجمو ڪيو آهي تہ”هُنن اُنهيءَ (ڳوٺ) ۾ هڪ اهڙي ڀت ڏٺي جيڪا ڪِرڻ تي هُئي“ هي ترجمو عربي زبان جي محاوري جي بلڪل مطابق آهي.ڇو تہ عربي ٻوليءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اَرَادَ جو لفظ تہ استعمال ڪيو ويندو آهي پر هُن مان مراد دماغي ارادو نہ هوندو آهي بلڪ هن مان مراد هيءَ هوندي آهي تہ حالات جي لحاظ سان ان شيءَ تي ويجهي وقت ۾ اُها حالت اچڻ واري آهي.جيئن تہ امام ابو منصور ثعالبي جيڪي عربي لغت جا مشهور امام آهن پنهنجي ڪتاب فقه اللّغه ۾ لکن ٿا تہ ابوفراس جيڪو هڪ مشهوراديب هو. دل سان اسلام جو منڪر هو ۽ هُن جو ڏَنڊو اِهوئي هو تہ قرآن ڪريم تي اعتراض ڪندو رهي.هڪ ڀيرو خاندان عباسيه جي هڪ وزير احمد بن حسين جي درٻار ۾ اسان وينا هُئاسون ۽

قَالَ هٰذَا فِرَاقُ بَيۡنِيۡ وَبَيۡنِكَ ۚ

انهيءَ کي درست ڪري ڇڏيو(انهيءَ تي) هن (يعني موسيٰ)چيو(ته)جيڪڏهن توهان گهرو ها ته يقيناً انهيءَ جو ڪجهه(نه ڪجهه) اجورو وٺي سگهيا ٿي.

٧٩-انهيءَ (خدا جي چونڊيل ٻانهي)چيو(ته)

**(باقي حاشيو)**وزير جي اچڻ جو انتظار ڪري رهيا هُئاسون ته ابوفراس مونکي مخاطب ٿي چيو ته ڇا ڪنهن عرب ڪنهن عقل نه رکندڙ شيءِ جي باري ۾ ڪڏهن چيو آهي ته هُن ارادو ڪيو؟مون چيو، عرب ڪڏهن ڪڏهن هڪ غير ذي روح شيءِ جي باري ڇئي ڇڏيندا آهن ته هُن هيئن چيو جيئن ته مثال مشهور آهي ته اِمۡتَلَأَ الۡـحَـوۡضُ فَـقَــالَ قَطۡنِـیۡ يعني حوض ڀرجي ويو ۽ هُن چيو بس بس- حالانڪ حوض ته ڳالهائيندو ئي ناهي.هُن چيو مان قول جو ذڪر نٿو ڪريان اُهو بيشڪ صحيح آهي.تون هي ٻڌاءِ ته عقل نه رکڻ وارين شين جي باري ۾ ڪڏهن ارادي جو لفظ استعمال ٿيندو آهي؟ هُن جو مقصد هي هيو ته قرآن ڪريم جي آيت يُـرِيۡدُ اَنۡ يَّنۡقَضَّ غلط ثابت ٿئي.هِن تي اللّٰه تعاليٰ منهنجي مدد ڪئي ۽ عرب جي شاعر الراعيؔ جو هڪ شعر منهنجي ذهن ۾ اچي ويو جيڪو مون هُن جي سامهون پڙهيو ۽ اُهو شعر هي آهي:

فِیۡ مَهۡمَهٍ فُلِقَتۡ بِهٖ هَامَاتُهَا فَلۡقَ الۡفُؤُوۡسِ اِذَا اَرَدۡنَ نُصُوۡلاً

يعني هڪ جهنگ ۾ هُن قوم جون کوپڙيون ائين ٽوڙيون ويون جيئن ڪُهاڙا جڏهن وهڻ جو ارادو ڪندا آهن ته ڪاٺين کي وڍيندا ويندا آهن. مون چيو ته هتي ڪُهاڙي ڏانهن وهڻ جي ارادي کي منسوب ڪيو ويو آهي ڇا هُن ۾ ارادو هوندو آهي؟ منهنجي هن شعر پڙهڻ سان ئي هُن ابوفراس جو مُنهن بند ٿي ويو ۽ خدا تعاليٰ هُن کي بُري نموني ذليل ڪيو.

اهڙي طرح هو ابومحمد يزيدي جو واقعو لکن ٿا ته مان ۽ مشهور نحوي ڪسائي عباس بن حسن وٽ وينا هُئاسون ته ايتري ۾ هُن جو نوڪر آيو ۽ چوڻ لڳو ته جناب مان فلاڻي ماڻهو وٽان آيو آهيان هُـوَ يُـرِيۡـدُ اَنۡ يَّمُوۡتَ هُو ته مرڻ جو ارادو ڪري رهيو آهي. اِنهيءَ تي اسان سڀئي کلي پياسون. عباس بن حسن چيو، توهان ڪهڙي ڳالهه تي کلو ٿا- اسان چيو ڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي موت جو پاڻ به ارادو ڪندو آهي؟ هُنن چيو ڇا قرآن ڪريم ۾ نٿو اچي ته فَـوَجَـدَا فِيۡهَا جِدَاراً يُّرِيۡدُ اَنۡ يَّنۡقَضَّ- اِنهيءَ تي اسان سمجهي وياسون ته خداتعاليٰ جي ڳالهه صحيح آهي. ۽ اَرَادَ جو لفظ ڪڏهن ويجهڙائيءَ ۾ ٿيڻ وارن ڪمن جي باري ۾ به استعمال ٿيندو آهي. ساڳيءَ طرح اسان هِن آيت جي معنيٰ ڪئي آهي.

سَاُنَبِّئُكَ بِتَاْوِيْلِ مَالَمْ تَسْتَطِعْ عَّلَيْهِ صَبْرًا ﴿٧٩﴾

هي منهنجي ۽ تنهجي وچ۾ جدائيءَ (جو وقت)آهي جنهن ڳالهه تي تون صبر نه ڪري سگهئين مان هاڻي توکي انهيءَ جي حقيقت کان آگاهه ڪيان ٿو.

اَمَّا السَّفِيْنَةُ فَكَانَتْ لِمَسٰكِيْنَ يَعْمَلُوْنَ فِي الْبَحْرِ فَاَرَدْتُّ اَنْ اَعِيْبَهَا وَكَانَ وَرَآءَهُمْ مَّلِكٌ يَّاْخُذُ كُلَّ سَفِيْنَةٍ غَصْبًا ﴿٨٠﴾

٨٠-ٻيڙي ته① چند مسڪينن جي هئي، جيڪي درياهه ۾ ڪم ڪندا آهن ۽ انهن جي سامهون(درياهه جي پرين پر)هڪ (ظالم ②) بادشاهه هو جيڪو هر هڪ ٻيڙي زوريءَ ڦري وٺندو هو، تنهنڪري مون چاهيو ته انهيءَ کي عيب دار ڪري ڇڏيان.

وَاَمَّا الْغُلٰمُ فَكَانَ اَبَوٰهُ مُؤْمِنَيْنِ فَخَشِيْنَآ اَنْ يُّرْهِقَهُمَا طُغْيَانًا وَّكُفْرًا ﴿٨١﴾

٨١-۽ (هيءُ جيڪو)ڇوڪري(جو واقعو آهي ته انهيءَ) جي حقيقت هيءَ آهي ته انهيءَ جا ماءُ پيءُ ③ٻئي مومن هئا. تنهنڪري(انهيءَ جي

١-ٻيڙي جي مالڪن مان مراد مسلمان آهن جيڪي دل جا مسڪين هُئا ۽ هُن ۾ سوراخ ڪرڻ مان مراد هيءَ هُئي ته هو پنهنجا مال غريبن مٿان زڪوات وغيره ذريعي خرچ ڪندا.

٢-هن مان مراد قيصر ۽ ڪسريٰ هُئا جيڪي عرب تي رڳو انهيءَ لاءِ ڪاهه نه پيا ڪن ته هو هڪ غريب ۽ غير آباد مُلڪ هو.خدا تعاليٰ اهڙي نموني سان محمد رسول اللّٰه ﷺ جي لاءِ محفوظ رکيو هو. تفسير ڪبير جلد٣ صفحه ٣٨٦-٣٨٧ ۾ انهن معنائن کان علاوه هڪ ٻي معنيٰ ڪئي وئي آهي.ڇو ته قرآن مجيد جا ڪئي رُخ آهن.۽ هر رخ مطابق هڪ تفسير ٿي سگهي ٿي.

٣-جهڙوڪ مٿي ٻڌايو ويو آهي غلام مان مراد حرڪت، قوت ۽ جهالت جون طاقتون آهن جيڪي هر انسان ۾ موجود هونديون آهن ۽ جيئن ته اِهي معنوي شيون آهن، مادي ناهن اِن لاءِ اِنهن جا ماءُ پيءُ به اُهڙي قسم جا هُئڻ کپن.ان نظريي سان جڏهن اسان غور ڪندا آهيون اسان کي خبر پوي ٿي ته اِهي قوتون انساني روح ۽ جسم مان پيدا ٿين ٿيون ان ڪري حرڪت قوت ۽ جهالت جي ماءُ پيءُ جي مومن هئڻ مان هي مراد آهي ته بيشڪ انساني روح ۽ دماغ ۾ اڳتي وڌڻ جو گهڻو مادو

فَاَرَدۡنَاۤ اَنۡ يُّبۡدِلَهُمَا رَبُّهُمَا خَيۡرًا مِّنۡهُ زَكٰوةً وَّ اَقۡرَبَ رُحۡمًا ﴿۸۲﴾

هيءَ حالت ڏسي)اسين ڊناسين ① ته ائين نه ٿئي(جو وڏو ٿي)اُهو اُنهن تي سرڪشي ۽ ڪفر جو الزام لڳرائي ڇڏي.

٨٢-پوءِ اسان گهريو ته انهن جو رب انهن کي هِن(ڇوڪري)کان پاڪيزگي ۽ رحم ۽ انصاف جي لحاظ کان بهتر(ڇوڪرو بدلائي) ڏئي ڇڏي.

وَاَمَّا الۡجِدَارُ فَكَانَ لِغُلٰمَيۡنِ يَتِيۡمَيۡنِ فِى الۡمَدِيۡنَةِ وَكَانَ تَحۡتَهٗ كَنۡزٌ لَّهُمَا وَكَانَ اَبُوۡهُمَا صَالِحًا ۚ فَاَرَادَ رَبُّكَ اَنۡ يَّبۡلُغَاۤ اَشُدَّهُمَا وَيَسۡتَخۡرِجَا كَنۡزَهُمَا ۖ رَحۡمَةً مِّنۡ رَّبِّكَ ۚ وَمَا فَعَلۡتُهٗ عَنۡ اَمۡرِىۡ ؕ ذٰلِكَ

٨٣-۽(اُها)يت② انهيءَ شهر جي ٻن يتيم ڇوڪرن جي هئي ۽ انهيءَ جي هيٺيان انهن جو ڪجهه خزانو(پوريل) هو.۽ انهن جو پيءُ (هڪ)نيڪ(شخص) هو.انهيءَ ڪري تنهنجي رب گهريو ته اهي پنهنجي مضبوطيءَ جي عمر کي پهچي وڃن ۽ (وڏا ٿي) پنهنجي خزاني

**(باقي حاشيو)** رکيو ويو آهي وڏن وڏن ڪم ڪرڻ جي اُن ۾ طاقت پيدا ڪئي وئي آهي ۽ خطرا برداشت ڪرڻ جي اُنهن کي همت ڏني وئي آهي پر اِهي طاقتون ڪيس خداتعاليٰ جي قرب ۾ وڌڻ لاءِ ڏنيون ويون آهن. جيڪڏهن اِنهن قوتن کي ڇُڙواڳ ڇڏيو وڃي ته اِهي ئي طاقتون انسان کي ڪفر ڏانهن وٺي وينديون آهن ۽ هُن کي هلاڪ ڪري ڇڏينديون آهن.ان ڪري الله تعاليٰ محمدي جلوي يعني اسلامي شريعت جي ذريعي انهن تنهي طاقتن کي قتل ڪرائي ڇڏيو ته جيئن ان کانپوءِ جيڪي جذبا به هُن ۾ ڪم ڪن اُهي نيڪيءَ جي شرطن مطابق ڪن.(تعطيرالانام)

١-مارڻ وارو هڪ آهي ۽ هو چوي ”اسين“ آهي. هِن جي وجه هي آهي ته اُهي عمل جيڪي هجن ته نيڪ پر ڏسڻ ۾ شريعت جي خلاف نظر ايندا هجن ته اللّٰه جا ولي انهن کي ڪڏهن خدا جي حڪم کان بغير ناهن ڪندا.جيئن ته خداتعاليٰ حُڪم ڏنو هُو هِن ڪم ۾ پائيوار ٿي ويو، ۽ ڪم هڪ جو نه رهيو بِن جو ٿي ويو جنهن جي ڪري ”اسان“ جو لفظ استعمال ڪيو ويوآهي.

٢-پِت مان مراد يهودين ۽ عيسائين جا بزرگ آهن يعني موسيٰؑ ۽ عيسيٰؑ ۽ انهن جي پيءُ مان

تَأۡوِيۡلُ مَالَمۡ تَسۡطِعۡ عَّلَيۡهِ صَبۡرًا ﴿٨٣﴾ ع

ڪي(خود)ڪين تنهنجي رب جي طرفان (انهن تي خاص)رحم(ٿيو)آهي ۽ اِهو (ڪم) مون پنهنجي نفس جي حڪم① سان نہ ڪيو. هيءَ ان ڳالهہ جي حقيقت آهي جنهن تي تون صبر نہ ڪري سگهئين.

وَيَسۡـَٔلُوۡنَكَ عَنۡ ذِى الۡقَرۡنَيۡنِ ؕ قُلۡ سَاَتۡلُوۡا عَلَيۡكُمۡ مِّنۡهُ ذِكۡرًا ﴿٨٤﴾

٨٤-۽ اُهي توکان② ذوالقرنين متعلق بہ سوال ڪن ٿا تون (انهن کي)چؤ(تہ)مان ضرور انهيءَ جي متعلق ڪجهہ ذڪر توهان جي سامهون ڪندس.

اِنَّا مَكَّنَّا لَهٗ فِى الۡاَرۡضِ وَاٰتَيۡنٰهُ مِنۡ كُلِّ شَىۡءٍ سَبَبًا ۙ﴿٨٥﴾

٨٥-اسان يقيناً انهيءَ کي زمين ۾حڪومت بخشي هئي ۽ اسان انهيءَ کي هر هڪ شيءِ (جي حاصل ڪرڻ) جو ذريعو عطا ڪيو هو.

فَاَتۡبَعَ سَبَبًا ﴿٨٦﴾

٨٦- تڏهن هُو هڪ رستي تي هلي پيو.

حَتّٰٓى اِذَا بَلَغَ مَغۡرِبَ الشَّمۡسِ وَجَدَهَا

٨٧- ايستائين جو هُو جڏهن سج لهڻ واري جاءِ تي پهتو تہ هن کي ائين لڳو

**(باقي حاشيو)**مراد حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ ڪَـنُـزٌ مان مراد اُهو علمي خزانو آهي جنهن کي موسيٰ ۽ عيسيٰ جي قومن محفوظ ڪري رکيو هو پر اُنهن جي لاپرواهيءَ جي ڪري اُنهيءَ جي ضائع ٿيڻ جو خطرو پيدا ٿي ويو تڏهن ان کي محمد رسول الله ﷺ محفوظ ڪري ڇڏيو يعني صحيح ڪلام کي جيڪو بائيبل ۽ انجيل ۾ هو محفوظ ڪري ڇڏيو تہ جڏهن بہ يهودين ۽ عيسائين کي هوش اچي تہ هو هُن کان فائدو وٺي محمد رسول الله ﷺ تي ايمان آڻين.

١ ـ يعني خداتعاليٰ جي وحيءَ سان ڪيو آهي.

٢ ـ ذوالقرنين خورس بادشاهہ جو نالو آهي. جيڪو مَيد ۽ فارس جو بادشاهہ هو.ڪيس ذوالقرنين اِنهيءَ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ دانيال نبيءَ هُن جي باري ۾ خواب ڏٺو هو تہ ٻن سنگن وارو گهيٽو رستي ۾ بيٺو آهي جنهن بابت فرشتي چيو تہ هي مَيد ۽ فارس جو بادشاهہ آهي.(پُراڻو عهد نامو دانيال باب٨ آيت ٢٠)

تَغْرُبُ فِيْ عَيْنٍ حَمِئَةٍ وَّ وَجَدَ عِنْدَهَا قَوْمًا ۬ قُلْنَا يٰذَا الْقَرْنَيْنِ اِمَّآ اَنْ تُعَذِّبَ وَاِمَّآ اَنْ تَتَّخِذَ فِيْهِمْ حُسْنًا ﴿٨٧﴾

تہ(جڻ)هُو هڪ ميري① چشمي ۾ ٻڏي رهيو آهي ۽ هنَ انهيءَ جي ويجهو ڪجهہ ماڻهو (آباد)ڏٺا② (انهيءَ تي)اسان(هنَ کي) چيو (تہ)اي ذوالقرنين توکي اجازت آهي تہ انهن کي عذاب ڏي يا انهن جي باري ۾ حسن سلوڪ کان ڪم وٺ.

قَالَ اَمَّا مَنْ ظَلَمَ فَسَوْفَ نُعَذِّبُهٗ ثُمَّ يُرَدُّ اِلٰى رَبِّهٖ فَيُعَذِّبُهٗ عَذَابًا نُّكْرًا ﴿٨٨﴾

٨٨-هنَ چيو(هائو مان ائين ئي ڪندس ۽) جيڪو ظلم ڪندو انهيءَ کي تہ اسان ضرور سزا ڏينداسين. پوءِ اُهو پنهنجي رب ڏانهن موٽايو ويندو ۽ اُهو انهيءَ کي سخت سزا ڏيندو.

وَاَمَّا مَنْ اٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَلَهٗ جَزَآءَ ۨ الْحُسْنٰى ۚ وَسَنَقُوْلُ لَهٗ مِنْ اَمْرِنَا يُسْرًا ﴿٨٩﴾

٨٩-۽ جيڪو ايمان آڻيندو ۽ نيڪ (۽ مناسب حال)عمل ڪندو انهيءَ لاءِ(خدا وٽ انهيءَ جي عملن جي بدلي ۾) سٺو انجام (مقدر)آهي. ۽ اسان(بہ)ضرور انهيءَ لاءِ پنهنجي حڪم سان آسانيءَ واري ڳالهہ چونداسين.

ثُمَّ اَتْبَعَ سَبَبًا ﴿٩٠﴾

٩٠-پوءِ هو هڪ رستي سان هلي پيو.

حَتّٰۤى اِذَا بَلَغَ مَطْلِعَ الشَّمْسِ وَجَدَهَا

٩١-ايستائين جو جڏهن هُو سج جي نڪرڻ جي جاءِ وٽ پهتو تہ هن انهيءَ کي اهڙن

١-هِن مان مراد بحيره اسود جو علائقو آهي جتي ذوالقرنين ويو هو ۽ جتي پاڻي ڪارو هئڻ ڪري گدلو نظر اچي ٿو اُن کي بحيره اسود چوندا آهن.

٢-هِن جڳهہ جيڪي قومون آباد هُيون اُنهن ميد ۽ فارس جي ڪاميابيءَ کان پوءِ ٻين قومن سان ملي خورس يعني ذوالقرنين تي حملو ڪري ڇڏيو جنهن جي نتيجي ۾ خورس بہ اُنهن تي ڪاهہ ڪئي ۽ اُنهن کي ماتحت بڻائي ورتو.

تَطْلُعُ عَلٰی قَوْمٍ لَّمْ نَجْعَلْ لَّهُمْ مِّنْ دُوْنِهَا سِتْرًا ﴿٩١﴾

ماڻهن① مٿان ايرندي ڏٺو، جن لاءِ اسان (انهن جي ۽) انهيءَ (سج) جي وچ ۾ ڪا به اوٽ② نہ بڻائي هئي.

كَذٰلِكَ ؕ وَقَدْ اَحَطْنَا بِمَا لَدَيْهِ خُبْرًا ﴿٩٢﴾

**٩٢**-(هي واقعو ٺيڪ) اهڙي طرح آهي ۽ اسان انهيءَ جي سيني حالتن جي پوريءَ طرح خبر رکي آهي.

ثُمَّ اَتْبَعَ سَبَبًا ﴿٩٣﴾

**٩٣**-پوءِ اُهو هڪ رستي سان هلي پيو.

حَتّٰۤى اِذَا بَلَغَ بَيْنَ السَّدَّيْنِ وَجَدَ مِنْ دُوْنِهِمَا قَوْمًا ۙ لَّا يَكَادُوْنَ يَفْقَهُوْنَ قَوْلًا ﴿٩٤﴾

**٩٤**-ايستائين جو جڏهن هُو ٻن جبلن جي وچ ۾ پهتو، تہ هُن انهن جي ويجهو ڪي اهڙا ماڻهو ڏٺا جيڪي ڏاڍي مشڪل سان هن جي ڳالهہ سمجهي سگهيا ٿي.

قَالُوْا يٰذَا الْقَرْنَيْنِ اِنَّ يَاْجُوْجَ وَمَاْجُوْجَ مُفْسِدُوْنَ فِى الْاَرْضِ فَهَلْ نَجْعَلُ لَكَ خَرْجًا عَلٰۤى اَنْ تَجْعَلَ بَيْنَنَا وَبَيْنَهُمْ سَدًّا ﴿٩٥﴾

**٩٥**-انهن چيو(تہ)اي ذوالقرنين! ياجوج ماجوج يقيناً هن ملڪ ۾ فساد پکيڙي رهيا آهن پوءِ ڇا اسان(ماڻهو)اوهان لاءِ ڪجهہ ڏَنُ هن شرط تي مقرر ڪري ڇڏيون تہ توهان اسانجي وچ ۾ ۽ هنن جي وچ ۾ هڪ روڪ بڻايو.

قَالَ مَا مَكَّنِّىْ فِيْهِ رَبِّىْ خَيْرٌ فَاَعِيْنُوْنِىْ بِقُوَّةٍ اَجْعَلْ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهُمْ رَدْمًا ﴿٩٦﴾

**٩٦**-انهيءَ چيو(تہ)اهڙي (قسم جي ڪمن) متعلق منهنجي رب جيڪا طاقت مون کي بخشي آهي اُها(دشمنن جي سامانن کان) گهڻي سٺي آهي انهيءَ ڪري توهان مون

١-هن مان مراد بلوچستان ۽ افغانستان جو علائقو آهي جيڪو خورس فتح ڪيو هيو ۽ بحيره اسود کان اوپر ڏانهن آهي.

٢-يعني بريٽ ميدانن وارا ماڻهو هُئا.

اٰتُوْنِيْ زُبَرَ الْحَدِيْدِ ؕ حَتّٰٓى اِذَا سَاوٰى بَيْنَ الصَّدَفَيْنِ قَالَ انْفُخُوْا ؕ حَتّٰٓى اِذَا جَعَلَهٗ نَارًا ۙ قَالَ اٰتُوْنِيْٓ اُفْرِغْ عَلَيْهِ قِطْرًا ؕ﴿۹۷﴾

فَمَا اسْطَاعُوْٓا اَنْ يَّظْهَرُوْهُ وَمَا اسْتَطَاعُوْا لَهٗ نَقْبًا ﴿۹۸﴾

قَالَ هٰذَا رَحْمَةٌ مِّنْ رَّبِّيْ ۚ فَاِذَا جَآءَ وَعْدُ رَبِّيْ جَعَلَهٗ دَكَّآءَ ۚ وَكَانَ

ڪي پوري قوت سان مدد ڏيو انهيءَ لاءِ ته مان توهانجي وچ ۾ ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ روڪ نا هي ڇڏيان.

**۹۷**-توهان مون ڪي لوهه① جا ٽڪر ڏيو (سو اها رندڪ تيار ٿيڻ لڳي) ايتري قدر جو جڏهن انهيءَ (ٽڪريءَ جي) انهن (ٻنهي) چوٽين② جي وچ ۾ هڪ جهڙائي③ پيدا ڪري ڇڏي. ته هن (انهن ڪي) چيو (ته هاڻي انهيءَ تي باهه) ڏنئو. ايتري قدر جو جڏهن هن انهيءَ ڪي (بلڪل) باهه (وانگر) ڪري ڇڏيو ته (انهن ڪي) چيائين (ته هاڻي) مونکي (رڃيل) ٽامون (آڻي) ڏيو، ته مان (اهو) انهيءَ تي وجهان.

**۹۸**-پوءِ (جڏهن اها پٽ تيار ٿي وئي ته) اهي (يعني ياجوج ماجوج) انهيءَ تي چڙهي نه سگهيا، ۽ نه انهيءَ ۾ ڪو ٽُنگ ڪري سگهيا.

**۹۹**-(تنهن تي) هُن چيو (ته) هيءُ (ڪم فقط) منهنجي رب جي خاص احسان سان (ٿيو)

**١**-يعني پٽ ڌاتو جي ٺهڻي آهي، توهان علائقي جا رهواسي آهيو، ڌاتو جو بندوبست ڪريو. باقي جوڙ ڪَٽَ (Engineering) جو ڪم منهنجا ماڻهو ڪندا.

**٢**-جتي ذوالقرنين پٽ ٺا هي اُتي هڪ پاسي بحيره اخضر آهي ۽ ٻئي پاسي ڪوهه قاف. ۽ اهي ٻئي شيون ٻنهين پاسن ڪان سَدّ يعني روڪ جو ڪم ڏئي رهيون هُيون. رڳو وچون رستو غير محفوظ هُيو.

**٣**-هڪ پاسي سمنڊ هيو ۽ هڪ پاسي جبل. انهن ٻنهين ۾ برابري جي ڇا معنيٰ؟ سو ياد رکڻ گهرجي ته هتي برابريءَ مان مراد هيءُ آهي ته وچ واري کليل ميدان ڪي پٽ سان بند ڪري ڇڏيائين ته دشمن نه جبل تان اچي سگهيو ۽ نه سمنڊ ڪان، اهڙي طرح روڪ جي لحاظ سان برابري ٿي وئي.

وَعْدُ رَبِّيْ حَقًّا ﴿٩٩﴾

آهي. پوءِ جڏهن (عالمگير عذاب جي متعلق) منهنجي رب جو واعدو (پورو ٿيڻ تي) ايندو ته اُهو انهيءَ (روڪ) کي (پيچي) زمين سان مليل هڪ پٽ بڻائي ڇڏيندو ۽ منهنجي رب جو واعدو (ضرور) پورو ٿي رهڻ وارو آهي.

وَتَرَكْنَا بَعْضَهُمْ يَوْمَئِذٍ يَّمُوْجُ فِيْ بَعْضٍ وَّ نُفِخَ فِي الصُّوْرِ فَجَمَعْنٰهُمْ جَمْعًا ﴿١٠٠﴾

**١٠٠**۔ ۽ جڏهن (انهيءَ جي پوري ٿيڻ جو وقت ايندو ته) انهيءَ وقت اسان انهن کي هڪ ٻئي جي خلاف① جوش سان حملو ڪندي ڇڏي ڏينداسين ۽ بگل وڄايو ويندو تڏهن اسان انهن (سڀني) کي گڏ ڪنداسين.

وَّعَرَضْنَا جَهَنَّمَ يَوْمَئِذٍ لِّلْكٰفِرِيْنَ عَرْضًا ﴿١٠١﴾

**١٠١**۔ ۽ اسان انهيءَ ڏينهن جهنم کي ڪافرن جي بلڪل سامهون وٺي ايندا سين.

الَّذِيْنَ كَانَتْ اَعْيُنُهُمْ فِيْ غِطَآءٍ عَنْ ذِكْرِيْ وَكَانُوْا لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ سَمْعًا ﴿١٠٢﴾ ع ١١/١٩/٢

**١٠٢**۔ (اُهي ڪافر) جن جون اکيون منهنجي ذڪر (يعني قرآن ڪريم) کان (غفلت جي) پردي ۾ هيون. ۽ اُهي ٻڌڻ جي طاقت به نه رکندا هئا.

اَفَحَسِبَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَنْ يَّتَّخِذُوْا عِبَادِيْ مِنْ دُوْنِيْٓ اَوْلِيَآءَ ۭ اِنَّآ اَعْتَدْنَا

**١٠٣**۔ (ته) ڇا (اِهو سڀ ڪجهه ڏسي) پوءِ (به) اُهي ماڻهو جن ڪفر (جو رستو) اختيار ڪيو آهي (اِهو) سمجهن ٿا ته اُهي مون کي

١۔ يعني آخري زماني ۾ ياجوج ۽ ماجوج پاڻ ۾ وڙهي پوندا جيئن ته اڄ ڪلهه ٿي رهيو آهي ته روس جنهن کي بائيبل ۾ ياجوج قرار ڏنو ويو آهي ۽ انگلستان جنهن کي بائيبل ۾ ماجوج قرار ڏنو ويو آهي (ڏسو حزقيل باب ٣٩) اِهي ٻئي اڄڪلهه قرآني آيت جي مطابق هڪ ٻئي سان جنگ جون تياريون ڪري رهيا آهن

جَهَنَّمَ لِلْكٰفِرِيْنَ نُزُلًا ﴿١٠٣﴾

چڏي منهنجي بانهن کي مددگار بڻائي سگهندا. اسان ڪافرن جي انعام① (يعني بدلي) طور جهنم کي تيار ڪري رکيو آهي.

قُلْ هَلْ نُنَبِّئُكُمْ بِالْاَخْسَرِيْنَ اَعْمَالًا ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**- تون (اُنهن کي) چؤ(ته) ڇا اسين توهان کي اُنهن ماڻهن کان خبردار ڪيون جيڪي عملن جي لحاظ کان سڀني کان وڌيڪ نقصان ماڻڻ وارا آهن.

اَلَّذِيْنَ ضَلَّ سَعْيُهُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَهُمْ يَحْسَبُوْنَ اَنَّهُمْ يُحْسِنُوْنَ صُنْعًا ﴿١٠٥﴾

**١٠٥**-(هِي اُهي ماڻهو آهن) جن جي (سموري) ڪوشش هن ويجهي زندگيءَ ۾ ئي گم ٿي وئي آهي ۽ (انهيءَ سان گڏ) اُهي(اِهو به) سمجهن ٿا ته اُهي سٺو ڪم ڪري رهيا آهن.

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ وَلِقَآئِهٖ فَحَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ فَلَا نُقِيْمُ لَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَزْنًا ﴿١٠٦﴾

**١٠٦**- هِي اُهي ماڻهو آهن جن پنهنجي رب جي نشانن جو ۽ انهيءَ سان ملڻ جو انڪار ڪري ڇڏيو آهي تنهن ڪري اُنهن جا (سڀ) عمل ڪِري(هن دنيا ۾) رهجي ويا آهن، سو قيامت جي ڏينهن اسان انهن کي ڪا به اهميت نه ڏينداسين.

ذٰلِكَ جَزَآؤُهُمْ جَهَنَّمُ بِمَا كَفَرُوْا وَاتَّخَذُوْٓا اٰيٰتِيْ وَرُسُلِيْ هُزُوًا ﴿١٠٧﴾

**١٠٧**- اِهو انهن جو بدلو(يعني) جهنم انهيءَ ڪري هوندو جو انهن ڪفر(جو رستو) اختيار ڪيو. ۽ منهنجي نشانن ۽ منهنجي رسولن کي(پنهنجي) کِل جو نشانو بڻايو.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ كَانَتْ

**١٠٨**- جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ انهن نيڪ (۽ حال سارو) عمل ڪيا آهن انهن

---

١ - نزلا جي معنيٰ مهمان نوازيءَ جي به هوندي آهي ۽ تحفي جي به. (اقرب)

لَهُمۡ جَنّٰتُ الۡفِرۡدَوۡسِ نُزُلًا ۟ۙ﴿۱۰۸﴾

جو تڪاڻو يقيناً فردوس نالي بهشت هوندا.

خٰلِدِيۡنَ فِيۡهَا لَا يَبۡغُوۡنَ عَنۡهَا حِوَلًا ﴿۱۰۹﴾

**١٠٩-** اُهي انهيءَ ۾ رهندا ايندا(ءِ) انهن کان جدا ٿيڻ نہ گهرندا.

قُلۡ لَّوۡ كَانَ الۡبَحۡرُ مِدَادًا لِّـكَلِمٰتِ رَبِّىۡ لَنَفِدَ الۡبَحۡرُ قَبۡلَ اَنۡ تَنۡفَدَ كَلِمٰتُ رَبِّىۡ وَلَوۡ جِئۡنَا بِمِثۡلِهٖ مَدَدًا ﴿۱۱۰﴾

**١١٠-**تون انهن کي چؤ (تہ) جيڪڏهن (هر هڪ) سمنڊ منهنجي رب جي ڳالهين (جي لکڻ)جي لاءِ مَسُ بڻجي وڃي ها تہ منهنجي رب جي ڳالهين جي ختم ٿيڻ کان اڳ(هر هڪ)سمنڊ(جو پاڻي)ختم ٿي وڃي ها توڙي (انهيءَ کي)گهٽي ڪرڻ لاءِ اسان اوترو (ئي) پيو (پاڻي سمنڊ ۾) آڻي وجهون.

قُلۡ اِنَّمَاۤ اَنَا بَشَرٌ مِّثۡلُكُمۡ يُوۡحٰٓى اِلَىَّ اَنَّمَاۤ اِلٰهُكُمۡ اِلٰـهٌ وَّاحِدٌ ۚ فَمَنۡ كَانَ يَرۡجُوۡا لِقَآءَ رَبِّهٖ فَلۡيَـعۡمَلۡ عَمَلًا صَالِحًـا وَّلَا يُشۡرِكۡ بِعِبَادَةِ رَبِّهٖۤ اَحَدًا ﴿۱۱۱﴾ ع ١٢

**١١١-** تون (انهن کي) چؤ(تہ)مان صرف توهان وانگر هڪ بشر آهيان،(فرق صرف اِهو آهي جو)مون ڏانهن(هيءُ)وحي(نازل) ڪئي وڃي ٿي تہ، توهان جو معبود هڪ ئي (حقيقي)معبود آهي، پوءِ جيڪو شخص پنهنجي رب سان ملڻ جي اميد رکندو هجي انهيءَ کي گهرجي تہ نيڪ عمل (ءِ حال سارو) ڪم ڪري ءِ پنهنجي رب جي عبادت ۾ ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪري.

